# سِري گُرو گرنٿ صاحب جي مُکيا جو سارُ



سري گرو گرنٿ صاحب موضوع يا ويچار وار سمجهاڻي

[illegible]

ڇپائيندڙ:

## روشن رام سنگت کنڊکوٽ

# سِري گُرو گرنٿ صاحب جي سکيا جو سارُ



سِري گُرو گرنٿ صاحب موضوع يا ويچار وار سمجهايل

جي جي ڪرم (بندو)

ڇپائيندڙ:-

روشن راهه سنگت ڪنڌڪوٽ

كتاب جو نالو :. سِري گُرو گرنٿ صاحب جي سکيا جو سارُ

ليکڪ:. جي جي ڪرم (بندو)

ڇاپو:.پهريون

ڇپائيندڙ:.پيتامبر ڏوڏيجا, پاران روشن راهه سنگت ڪنڌڪوٽ

تعداد:. هڪ هزار

پيٽا:.=/300 روپيه

**ملڻ جا هنڌ:.**

پڳت ڪنور ڪتاب گهر ڪنڌڪوٽ, سرتاج بوڪ ڊيپو ڪنڌڪوٽ
جمالي نيوز ايجنسي جيڪب آباد ، جواهر لال شمع فوٽو اسٽوڊيو ٺُل
جيوت رام نيوز ايجنسي گهوٽڪي ، گيانچند ڪيسواڻي ڪُئنس روڊ سکر
استاد شيوا رام لاڙڪاڻو ، رميش لال ڌرم شالا لاڙڪاڻو
ناولٽي بوڪ هائوس ميرپورماٿيلو،مُون جنرل اسٽور ڏهرڪي
سنڌ بوڪ اسٽور پنوعاقل.

## پنهنجي پار ان

اج مون کي فخر ٿو محسوس ٿئي ته ايشور جي مهر سان هيءَ ٻي شيوا به اوهانجي هٿن ۾ آهي، هي منهنجي شيوا نه آهي، پر منهنجي ماتاپتا ۽ انهن وديا گرن جي شيوا آهي جن مونکي مندر وڃڻ سيکاريو، مونکي پڙهايو ۽ ڄاڻ ڏني.

گرو گرنٿ صاحب سان منهنجو ناتو نئون ڪونهي، منهنجي جيون ڌارا جي شروعات ٻاروتڻ ۾ ئي گرو گرنٿ صاحب جي وچن ٻڌڻ ۽ سمجهڻ سان ٿي آهي، ۽ ان ڏينهن کي آءُ سدورو چوندس. جنهن ڏينهن مون گرن جون ٻاٿيون پڙهيون ۽ مسلسل سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس، پر دل کي ان ڏينهن پيڙا محسوس ٿي جڏهن ڌرم جي نالي ڏنڊو ڪندڙن نفرت جا نغارا وڄائڻ شروع ڪيا.

سوچيم ته گرو صاحب جي صحيح ڄاڻ عام ماڻهن تائين پهچائڻ گهرجي. انهن مان جيڪو من جي سچائي سان چڪيندو ته خودبخود مزو اچي ويندس، ۽ هو ٻاٿهي ٻين کي پڻ صلاح ڏيندو ته ٻيلي گرٻاڻي ۾ هيڏو مناس اٿئي تون به چکي ڏس.

مان جڏهن گرٻاڻي کولي پڙهندو هوس ته ان ۾ ڪافي دفعا وچن نڪري ايندا هئا

### ويد پراڻ سِمرت سُني ٻهه ٻُڌ ڪَرو ويچار

۽ ائين مون پنهنجي ڌرم جي انيڪ ڪتابن کي ته پڙهيم ، پرساڻ گڏ ٻين ڌرمن جا ڪتاب (گرنٿ) به پڙهيا ته مون محسوس ڪيو ته ( مالڪ لاءِ پريم ۽ انسان ذات لاءِ پلائي جو رستو سيني وٽ ساڳيو آهي، پر فرق صرف عبادت جي طور طريقن ۾ آهي سو عام جي ڄاڻ وڌائڻ لاءِ هي سلسلو فرض سمجهي قبول ڪيو آهي، جنهن تحت ڪجهه دوستن سان گڏجي پهرين پستڪ طور (گيتا پرڪاش) يعنيٰ شريمد ڀڳوت گيتا معنيٰ ۽ سمجهاڻي سان اوهانجي هٿن ۾ پهچائڻ ۾ سڦل ٿيا سين. ۽ هي ٻي املهه سوکڙي (گرو گرنٿ صاحب جي سکيا جو سارُ) پڻ اوهان آڏو آهي ۽ جيڪڏهن حياتي ساٿ ڏنو ، مالڪ مهر ڪئي ته (چارئي ويد ) به اوهانکي پيش ڪندس. صرف آسيس ڪندا رهو، ته منهنجو منڙو مالڪ سچو پاتشاهه مونکي همٿ ڏئي ۽ سچ تي هلائيندو رهي.

آءُ ٿورائتو آهيان شام لال چڪ نواسي جو جنهن هن ڪتاب جي ڪاپي مونکي ڏيڻ فرمائي ۽ انهن دوستن کي وسارڻ به ناانصافي ٿيندي جن هن شيوا ۾ چڱو خاصو هٿ ونڊايو، خاص طور ڊاڪٽر نرمل چمناڻي ، ڊاڪٽر اندر لال لند، ۽ ڪمل ڪمار چڪ نواسي ڪين شل آئينده به ستگر داتار همٿ ڏئي ته جيئن هو چڱن ڪمن ۾ هٿ ونڊائيندا رهن.

**اوهانجو پنهنجو**

**پيتامبر ڏوڏيجا**

# جن سيوئيا . تن پائيا مان

جن بہ مالڪ کي ياد ڪيو يا سمرن ڪيو ۽ جن بہ مالڪ جي راهہ ۾ سڀ ڪجهہ خرچ ڪندي پنهنجي جيون مارگ کي پورو ڪيو تن جي زندگي سڦلي آهي.



سربگواسي سيٺ ٽڏو مل پاون داس ڪيٽپال

جنهن پنهنجي جيون سفر ۾ تہ ڪافي شيوائون ڪيون ۽ جيون جي آخري منزل تي بہ مالڪ جو سمرن سندس دل تي اُڪريل هو، اهو ئي سبب آهي جو سندس پريوار انهن شيوائن کي ياد ڪندي هن مهان گرنٿ جي ڇپائي ۾ شيوا ڪري سر بگواسي سيٺ ٽڏي مل جي شيوائن جي راهہ ۽ مالڪ جو سمرن جاري رکيو آهي.

شل ڀڳوان سندس آتما کي شانتي بخشي ۽ سندس پريوار کي شيوا جو جذبو جاري رکڻ جي همٿ بخشي

# ارپنا

ناءُ تيرا تانڻُ ناءُ ديبانڻ - ناءُ تيرا لشڪر ناءُ سلطان
ناءُ تيري مانڻ مَهت پروانڻ - تيري ندريِ ڪرم پويِءِ نيشان

جتي ٻيا سڀ ساٿ ڇڏائي وڃن ٿا. اُتي اَچي نام سهاءِ ٿئي ٿو. جتي مصيبتون ۽ مجبوريون منجهائين ٿيون. اُتي اَچي نام ڇڏائي ٿو، جتي نااميدي ۽ نراسائي وڌي وڃي ٿي، اُتي اچي نام سٽائي ڪري ٿو. نام ئي اُنهيءَ جوت جو ڏيئو آهي، تيل به آهي، وَٽ به آهي، لاٽ به آهي ته سوجهرو به آهي. ۽ جيڪي ان راهه تي هليا زندگي اُنهن جي سڦل آهي.



سيٺ گهنشام داس آچر مل ڪيتپال

جي پويتر يادگيريءَ ۾ سندس اولاد هن مهان گرنٿ جي ڇپائي ۾ دل کولي مدد ڪئي ، منو مالڪ شل ڪيس پنهنجي ڇپر ڇايا ۾ رکي ۽ سندس پربوار کي اهڙيون خدمتون ڪرڻ جي همت بخشيندو رهي.

## مهاڳ جا ٻه اکر

مهاڳ ۾ ڇا لکان ۽ ڪٿان شروعات ڪريان؟ ته هيءُ پستڪ ڪڏهين شروع ٿيو، يا اُن جي رٿا ۽ رچنا دل ۾ ڪڏهين داخل ٿي، يا اُن لاءِ آرزو ۽ اُمنگ ڪيئن اُڀي اُٿيا؟ انهن سوالن تي سوچ ڪندي، منهنجا ويچار وڃن ٿا، مِٺڙيءَ ڏاڏيءَ ڏانهن، سڳوري سرڳواسڻ گنگا ديوي، ديوان آسودومل ڪرمچندائيءَ جي ڌرمپتنيءَ ڏانهن، جنهن منهنجي گورواڻيءَ سان، ٻالپڻ ۾ ئي واقفيت ڪرائي ڇڏي. گنگا ديوي، شاهوڪاري گهر ۾ پيدا ٿي ۽ شاهوڪاري گهر ۾ پرڻي. وڏگهراڻي هئي ۽ سُکن ۾ پلي هئي. پر قسمت ڪسي هيس. ١٤ ورهين جي ڄمار ۾، ڀرتيَن وٽ کان پوءِ، ڏهاڳ لڳس. اکين دنيا ڪرڻ ۾ ختم ٿي وئي. انهيءَ سمي جي سماجڪ اوٽانهن سبب، پڙهو به پلي ڪونه پيس، چاهي پيڪو چاهي ساهرو. اَبهم هئي، معصوم هئي. سهڻي، سڀاجهي ۽ سلڇڻي هئي. صورت ۽ سيرت جي ڪمي ڪانه هيس، باقي ڪمي هيس قسمت ۾. سو ڏاڍا ڏک ڏاڪڙا ڏٺائين. سندس دک ۽ درد جي دلسوز ڪهاڻيءَ جو، هن پستڪ سان ڪو سڌو واسطو ڪونه آهي، پر اهو اڻسڌو لاڳاپو ضرور آهي، ته جڏهين هُنجا ساٿ سهارا سڀ ٽُٽي ويا، تڏهين به هن همت نه هاري. ايشور جي اوٽ ورتي، هن درنگي دنيا ۽ بيدرد زماني جو، اڪيلي سر سامهو ڪيائين. پڙهيل ڪانه هئي پر من جي سوجهي سالم هيس. ڪافي گورواڻي ياد هيس، جا نت نيم، وائي وٺ پڙهندي هئي. سِکيا جي سار تي سوچيندي هئي ۽ اپڻي شڪتيءَ آهر عمل ڪندي هئي. اوکيءَ اَهنج ۾ ۽ خوف خطري ۾ به، سندس وشواس اڏول، من مضبوط ۽ ارادو محڪم رهندو هوس. منجهس انيڪ گڻ هئا. دل درياهه هيس. گنگا ميا جو روپ هئي. گهر ۾ جي هڪ رولي هوندي هيس، ته انهيءَ جي به، وانڊ ورهست ڪندي هئي. پاڙي جا ٻچي ۽ پسون به ٻچت ۾ آئيندي هئي، پروءِ پلي ڪيس هڪ گرهه به نصيب نه ٿئي. اڻين روزا رکندي هئي، شڪر مڃيندي هئي. آتم ٻل سان آخر وڃي ڪنهن پد تي پهتي. اهڙي ٻي ٻانهن ۽ ٻي نظر ورتو پوين لاءِ ڇڏي وئي، ته من ڪو جاڳي ڪٿو ڪمائي، ته من سندس ٻاريل مشعال چمڪندي رهي.

مان اڃا ٻارائي ڪلاس ۾ مس هوس، ته موڻکي جپ صاحب ياد ڪرايائين. آهستي آهستي گورواڻيءَ کان وڌيڪ واقف ڪرايائين. مطالع ڪرائيندي، معنيٰ به سمجهائيندي هئي. نديُون نديُون نصيحت ڀريون آکاڻيون ۽ ڀاڪا ٻڌائيندي هئي. پر منهنجو من لڳندو ئي ڪين ڪو. سندس هدايت جي پيروي جي ڪبي نه هئي، ته اِلڪل ٻيدلي. پر هن جي اورچائي اهڙي ته اَکٽ هئي، جو نيٺ چاهه جاڳيو، طلب لڏاربو ۽ وشواس وڌيو. سري

ڏرو گرنٿ صاحب جي پڙهڻ ۽ پرچڻ جو به موقعو مليو. وڏي هوندي، ڪيئين ڪتاب
۽ ڌرمي شاستر پڙهيا هوندم، جن ۾ روحاني سکيائون سولي نموني ۾ سمجهايل آهن ۽
سنتن جي ساکين ۾ به سليل آهن. انهن پڙهندي، دل ۽ دماغ کي راحت ايندي اٿم ۽ من
کي ڪجهه شانتي به ملندي اٿم. پر من جي جاڳرتا جي اڇيم ٿي، يا چت جي سرلي جهڙي
ٿوري گهڻي لڳيم ٿي، ته رڳو تڏهين، جڏهين گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪريان. سيني
مذهبن جي پستڪن جا به ڪجهه ڪجهه ورق وراڻيا اٿم ۽ اڃا ورائيان پيو، پر جيئن سنسو
سنتاني، پرم پيلاڻي يا تڪليف تنگ ڪري، ته ڀوڙي وڃان گرنٿ صاحب جي گود ۾،
جيئن ٻار وڃي ماءُ جي هنج ۾ لڪندو آهي. شايد انهيءَ جو سبب اهو آهي، ته منهنجي
ٻڌي، اهڙي روشن نه ٿي آهي ۽ چيتن ڌارا اهڙي سچيت نه ٿي آهي، جو پيچيدگا، باريڪ
۽ مختلف آلمڪ پد، ٻين ڌرمي شاسترن ذريعي، پوريءَ طرح پروڙي سگهان. گرنٿ
صاحب جي سکيا، اهڙي ته سولي ۽ سڌي سنئين آهي، جا من ۾ جلدي جاڙو ٿي جاڳائيم
۽ تن کي تسو ٿي ڏئيم. سنسڪرت ۽ هنديءَ جي اڻواقفيت سبب به، ٻين شاسترن مان
پورو لاڀ پرائي ڪونه سگهيو آهيان. ائين ته اڃا اڌ ٿي ٿي آهي، وڌو ٿو نئيون ٿو ڪيان.

گذريل ١٠–١٥ سالن ۾، منهنجي جيون ۾ ڪي اهڙا واقعا ٿي گذريا آهن، جن ۾ــ
پولکي گرنٿ صاحب ڏانهن وڌيڪ مائل ڪيو آهي. جيئن ور ور پڙهان ٿو، ٽيئن نيون نيون
نصيحتون درپيش اچن ٿيون ۽ نوان نوان نظارا نظر اچن ٿا. انهن پيو سمجهان، ته گرنٿ
صاحب، چٽڪ هڪ املهه ۽ اڻکٽ خزانو آهي، اڻ پاپان ڀنڊار آهي، جنهن جو ڇهر آهي. ڪو
پارکو ٿو پيو هجي، جو ٻيوون ڏئي، هن موراڻ مان ماڻڪ ڪڍي. چوطرف پکڙيا پيا آهن ۽
چمڪن پيا، پر ڪو سچو سالڪ هجي، سڪ ۽ شناخت وارو هجي، ته نوراني نظر جي به
نوازش ٿئيس. پوءِ لالڻ لهندس ته پراپتي به ملندس. گرنٿ صاحب جي نظم بندي، راڳ
وار يا سروار آهي، جنهن ۾ بيشمار ويچار ڌارائون وهن ٿيون. منهنجي ناقص عقل آهر،
انهن مڙني ويچارن ۽ هدايتن جي ورڇ ڪئي اٿيم، ته ٢٦٨ اسمن جي ياداشت تيار ٿي پئي.
پوءِ انهن ويچارن کي منهنجي ٻڌيءَ مطابق، روحاني منزلن ۾ وراهيم. آخرين اهو خيال
آيو ته چو نه گرنٿ صاحب جي سموري باڻي، وري سروار بدران، ويچار وار وهي لکان.
ائين لکندي، جي اهڙا وچن اچن، جن مان هڪ کان وڌيڪ معنائون يا نصيحتون نڪري
سگهنديون هجن، ته اهي وچن هرهڪ ويچار هيٺ، جدا جدا به شايع ڪيا وڃن، جيئن سڄي
گرنٿ صاحب جي هرهڪ تُڪ، راڳ وار بدران، ويچار وار وري لکي وڃي.

هاڻي سوال اٿيو، ته انهيءَ ترتيب موجب، ويچار وار گرنٿ صاحب، ڪهڙيءَ ٻوليءَ
۾ لکان؟ مون کي شرم ۽ افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي، ته منهنجو مادري ٻوليءَ جو
محاورو، چاهه ۽ عزت هوندي به، بلڪل اڻپورو ۽ اڌورو رهجي ويو آهي. سواءِ ڪن

جزوي ۽ ضروري ڪتابن پڙهڻ جي، ڀلا گهر کان اندر ٻاهر سنڌيءَ ۾ گفتگو ڪرڻ جي، مان سنڌيءَ ٻوليءَ کان جڻ ته گهٽ قدر غير واقف رهجي ويو آهيان. اڪثر ڪري، جيڪي پڙهان يا لکان، سو سڀ انگريزي ٻوليءَ ۾. اها شرمناڪ ڳالهه آهي پر حقيقت آهي. پڇتاءَ ۽ پراشچت جي لحاظ کان به فيصلو ڪيم، ته اهو ڪم سنڌي ٻوليءَ ۾ هٿ ۾ ڪندس، چاهي وياڪرڻ ۽ صورتخطيءَ جون اڻ ڳڻيون چوڪون يا ادبي اوڻايون رهجي به وڃن. آهي جا چند جي ڇپيندي، پاڻي پاڻ ڪ منهنجي اڻاٽائيءَ ۽ جاهلپڻي تان کلن، ته من انهن کي وڌيڪ پرايان. انهيءَ طرح هن پستڪ جي رٿا ۽ رچنا جو جنم ٿيو.

جڏهن سمورو گرنٿ صاحب، وچن وار ۽ ويچار وار لکجي چڪو، ته اٽڪل ڏهه هزار وڏا پنا پرجي ويا، جي ٢٥ ڀاڱن ۾ ورهايل آهن. لکڻ ۾ به ڏهه سال کن لڳي ويا. پاڻ کي اهي ٢٥ پستڪ، پسند ته پيا اچن، پر ڇپائي ڪير ۽ ڪيئن؟ خرچ جو تخمينو، هڪ لک روپين کان به وڌيڪ ويو. مان پاڻ ته ٻري رهيس، پر ايترو خرچ، ڪنهن همدرد ۽ اُدار چت ڀاءُ يا ڪنهن دلچسپ سماجڪ سنستا لاءِ به ڪرڻ سولو نه هو. اڄ ڪالهه، سنڌي ڪتابن لاءِ لکيل لاڳت به مشڪل ٿي پئي ٻوي. سو ايتري گهڻي ڪير سهي سگهندو؟ آخر پنجابي يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر صاحب، سردار ڪرپال سنگهه نارنگ جي صلاح سان، اهو فيصلو ٿيو، ته گرنٿ صاحب جا سڀ نه، پر فقط چونڊ وچن، منهنجي ٽيڪا سميت، وري ويچار وار لکيا وڃن، جيئن سمورو مضمون، اٽڪل هڪ هزار صفحن جي اندر اچي وڃي، ته پوءِ ڇپائڻ جو پربنڌ، يونيورسٽيءَ لاءِ شايد ممڪن ٿي سگهي. انهيءَ فيصلي پٽاندڙ، وري اهو ڪم شروع ڪيم. ڏيڍ سال جي عرصي کان پوءِ ١٩٦٩ع ۾، هيءَ هٿ لکيل انتخاب، ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل، سري گورو نانڪ ديو جي ٥٠٠ ساليانه جنم ڏن تي، رچي راس ٿيو. اها منهنجي مالڪ جي مهر جي مٺيا آهي. نه ته مان ڇا ڄاڻان ڪتابن لکڻ جي ڏانءَ مان؟ هن ڏس ۾، هيءَ منهنجي پهرين ڪوشش آهي.

١٩٧٠ع ۾، پنجابي يونيورسٽيءَ، هن پستڪ ڇپائڻ جي رٿ بحال ڪئي. ڇپائيءَ جو ٺيڪو، سنڌو پرنٽنگ پريس، اجمير، کي ڏنو ويو. ڇپائيءَ جو ڪم فيبروري ١٩٧٢ع ۾ سماپت ٿيو. وڏا شڪرانا آهن پياري پريڀوءَ جا، جنهن جي حڪم سان، هن پستڪ کي پدراپ جي پراپتي ملي. شڪرانا آهن پنجابي يونيورسٽيءَ ۽ وائيس چانسيلر، ڪرپال سنگهه صاحب جا، جو هن پستڪ کي، ڇپائيءَ جي خرچ جي امداد ملي. شڪرانا آهن سنڌو پرنٽنگ پريس ۽ مئنيجر، شري ڪنهيالال ڪرنا جا، جو هيءَ پستڪ، بلڪل واجبي اگهن ۾ ڇپجي تيار ٿيو آهي. شڪرانا آهن انهن سڀني سڄڻن جا، جن جون شڀ ڀاونائون، هن پستڪ ۾ سمايل آهن. شڪرانا آهن، منهنجي ڌرمپتنيءَ سيتان ديويءَ جا، جنهن ڇپائيءَ جي دوران، ۾، هڪ هڪ صفحي، وانگي پنهنجي نظر مان ڪڍيو آهي. ڀلون ته پوءِ به رهجي ويون آهن،

۾ قصور نه پريس جو آهي ۽ نه ڇاپيندڙ جو. ڪم اڻانگو هو. پريس ۽ ڇاپيندڙ جي وچ ۾
وڏو مفاصلو هو. خير، هاڻي پلاڻ نه ٿيڻ ۾ ڇپيو ويو آهي. پاٺڪ ڪرپا ڪري، اُنهيءَ موجب
درستيون ڪن ۽ پوءِ ئي پڙهڻ شروع ڪن. پنڪچوئيشن (اوقاف ۽ اعراب) جي لحاظ
کان، مضمون ۾ انداز کان مٿي ڪامائون ڏنل آهن. مقصد اهو آهي ته پڙهڻ مهل، پورن
هنڌن تي ٽِڪڻ يا ساهه کڻڻ ۾ سولائي ٿئي. باقي ڪميءَ پيشيءَ لاءِ معافيءَ طلب آهيان.

هن پستڪ لکندي، اڳيان پورا ڪي ۴۵ ڀاڱا، تمام ڪارگر ثابت ٿيا. ۲۶۸ ويچارن
جي ياداشت ڪئي، ڪافي ڳڏ مِس ڪري، ۱۳۹ ويچارن يا ٽڙن جي نئين ياداشت تيار
ڪيم، ۽ روحاني منزلن يا ڏاڪن ۾ ورهاست ڪري، هڪ هڪ تي الڳ ٽيڪا لکيم.
انهن ۱۳۹ ويچارن مان ٦١ ويچار، ٽيڪا سميت، پهرئين ڀاڱي ۾ درج ٿيل آهن. باقي ۷۸
اسم ٻئي ڀاڱي ۾ شامل ٿيل آهن. پهرئين ڀاڱي جو نالو آهي ”من جي اوت“ ۽ ٻئي ڀاڱي
جو نالو آهي ”من جي موت“. پهرئين ڀاڱي، زندگيءَ جو اهو پهلو ڏيکاري، جنهن ۾
من، سنسار سان سرچيل آهي، وڪارن ۾ وچڙيل آهي، ڏکيءَ ۽ ڏمرن جي دام ۾ آهي.
موهه جي ڦندي ۾ ڦاسي، پرڪرتيءَ ۽ پرش بابت اگياني آهي. پرڪرتيءَ جي مايا
جي اثر هيٺ، اَوديا ۾ آهي ۽ پرشوتم کان اڻڄاڻ آهي. اها آهي من جي انڌي. آئي ته
اونده اندوڪار ڪري ڇڏي، سڌ ٻڌ وڃائي ڇڏي، جيون جي ستيا ناس ڪري ڇڏي.
ٻئي ڀاڱي جو تعلق آهي ڪايا ڪلپ سان، ترمان ٻُڌيءَ سان، آتم جوت جي پرڪاش سان
جنهن بعد، جيو تريگُڻ ۽ اڇدت اوستا ۾ اچي، ڪنول گل جيان، سنسار ۾ نرليپ رهي ٿو.
وڪارن ۽ اوگڻن کان آجو ٿئي، ڏکي ۽ ڏمرن کان دور رهي، تمي، رجي ۽ ستي جهڙي
ٽنهي گڻن کان پار لنگهي، جيو ترِيا اوستا جي چوٿين پد تي پهچي ٿو. انهن پرش بابت
اگيان ۽ پرشوتم بابت اوديا، دور ٿئي ٿي ۽ اها معلوميت ملي ٿي، ته پرڪرتي ۽ پرش
ٻئي پرشوتم جي پيدائش آهن. آتان نڪرن ٿا ۽ اتئي سمائت ٿين ٿا. اها آهي ”من جي
موت“. جيئن چونئون موت ڪائي، درياءَ سان ملي هڪ ٿي وڃنديون آهن، تيئن سادڪ به
سائينءَ سان ملي، هڪ ٿي وڃي ٿو. ”اوت“ ۽ ”موت“ جي وچ ۾، ڪيئين آزمائشون
اچن ٿيون، انيڪ آزمودا پرائجن ٿا، تن جو به ڪجهه ڪجهه ذڪر ٻنهي ڀاڱن ۾ ڏنل آهي.

گرواڻيءَ لئي، ڪيئي سنڌي ڪتاب اڳئي ڇپيل آهن. انهيءَ اعلى ادبي خزاني موجود
هئڻ جي باوجود به، هيءَ پستڪ لکيو ويو آهي، ڇو ته گرنٿ صاحب جي ويچار وار
مُطالع ۽ تفتيش، هن نموني ۾ اڳي ٿيل ڪانه آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾، هن قسم جي کوجنا،
منهنجي علم موجب، پهريون ئي دفعو ڪئي وئي آهي. انهيءَ ڪري، اميد آهي ته پاٺڪن
کي هيءَ پستڪ پسند پوندو. ڏاڍي چاهنا هيم، ته هن پستڪ ۾، شاهه صاحب جي رسالي
مان ۽ سامي صاحب جي سلوڪن مان، ڪي مکيه ۽ نصيحت آميز دوهه پيش ڪريان، ته

گڏوگڏ ٻين مذهبن جي مشابهت نه ڪريان ۽ هر شرڪي ڏيکاريان. پر سڀئي لاڳاپي رکندڙ حالتن جو ويچار ڪري، آخر انهيءَ اراديءَ تي آيس، ته حال في الحال، هن پستڪ ۾ ڏاڍي ٽيڪا ڪئي، گرنٿ صاحب جي سکيا اندر ئي محدود رکيو وڃي. ٽيڪا ۾ ڪٿي ڪٿي، پنهنجي خيالات جو نه اظهار اچي ٿو وڃي، ته ڪجهه پاڻ "ٻندي" سان نه روح رهاڻ ۽ سوال جوابي آيل آهي. هن پستڪ لکندي، شروعات ۾ ته ڪافي هٻڪ ۽ پريشاني پئي معلوم ٿي، پر پوءِ آهستي آهستي، همت ازخود اچڻ لڳي، تان جو پڇاڙيءَ جي شروع ٿيڻ وقت، جڏهن ته ڪا ازغيبي شڪتي، اتساهه ۽ امنگ ٿوڪي رهي هئي. ٿي سگهي ٿو، ته اهو نه منهنجي من جو ريٽڪ هجي، اگرچ هر شيءِ معرڪاما پٺيان، مالڪ جي مهر مايل رهي ٿي، جنهن جا اشارا انيڪ اندر نه اپندا رهندا آهن.

جي پاٺڪ، هن پستڪ جون ادبي ۽ علمي اوڻايون نظر انداز ڪري، رکو ڏنل هدايتون هيٺين سان هنڊائيندا، ته اوس انيڪ جي انمولي پائيندا. گرنٿ صاحب جو انڪل اٺون حصو، چونڊ وچن جي صورت ۾، گويا عطر قلي مان نچوڙيل عرق مثل، هن انتخاب اندر آيل آهي. انهيءَ اختصار جو باترتيب پاٺ، سڪ ۽ شردا سان ڌيان، ايمان ۽ اوچائيءَ سان عمل، آدرشت شڪتي پيدا ڪري سگهي ٿو، مقناطيس پرياؤ پيدا ڪري سگهي ٿو، آتمڪ اُنتي آڻي سگهي ٿو ۽ ايشور جي اُلهيتي نه ڪرائي سگهي ٿو. گرنٿ صاحب وچيندي، صاحبن خود اِها اقويت بخش تسلي ڏني آهي. باقي روحاني روانيءَ ۽ رفتار، اڏر ۽ بلنديءَ، پياس ۽ پرستنا جو مدار آهي، ساڌڪ جي ادم ۽ اوچائيءَ تي، سڪ ۽ صدق تي، رليءَ ۽ سوليءَ تي، مقدر ۽ منظور نظر تي. اڏيا سڀئي ساڌڪ، پر ڪي اڄ ته ڪي سڀاڻ. ساڌڪن جي سڌا ۾ ڪو شڪ ئي ڪونه آهي. ايمان جي امداديءَ ۾ ڪا اڏ ئي ڪانه آهي. صبر ۽ صداقت جي صبوح جي صدارت، صاحب پاڻ اچي ڪري ٿو.

انهيءَ ڀاو ۽ ڀاونا سان، هيءُ پستڪ پيش ڪريان ٿو. اڻجاڻائيءَ جي اوڻاين ۽ غلطين لاءِ، ڪميا گهران ٿو. هن پستڪ پڙهڻ ۽ پرجهڻ پڄاڻا، جي ڪنهن به پاٺڪ جي جيون ۾ قلدائڪ ڦيرو آيو، سندس من موافق ۽ موزون ٿيو، ڪنهن آتم گيان جي جهلڪ آئي يا ڪنهن ڏوراني نعمت نصيب ٿي، ته هيءُ ٻندو هن سان جي پريت ۽ پريم جو ڀروسو رهيو، بلڪل ثابت پنهنجي چوڪندو. حڪم حاڪم جو ٿيندو، پر شايد لباڙ ٻندي جي پٽي لڳندي!

جي. جي. ڪرم
(ٻندو)

١، فبروري ١٩٧٢ع

# پريم ۽ پرشارٿ کي پرڻام

ڏک کان هرڪو ڏور ڀڄي ۽ سک جي سڪ سڌ رکي! رنج سان رغبت ڪير رکي ۽ خوشيءَ کان ڪنارو ڪير ڪري؟ اسين سکن جا سوداگر، اسانجو دردن سان ڇا مطلب؟ اسين گلن جا طالبوءَ، اسانجو ڪنڊن سان ڪهڙو ڪم؟ سنساري سک اسانکي ڇڪين ٿا. انهن ۾ ڪشش آهي. پر انت ۾ انهن سکن مان ڏک ئي ٿو هڙ پوي. چوڳي چڳڻ لاءِ ٻڪي چوچ مان هيٺ لهي ايندو آهي پر خبر تڏهن پوندي آهي جڏهن ماريءَ جي ڄار ۾ ڦاسي، آزادي وڃائي ويهندو آهي. اسان سان به اهائي ڪار آهي. اسين آهيون پکي ۽ مايا آهي ڄار. لالچ رکي آناسين موج ماڻڻ پر پاڻ ڦاسائي ويناسين. ٻيا پکين کي ڦاسندو ڏسي، جنهن سياڻو پکي ان اناج جي اوڏو نه ويندو، تنهن سچائيءَ سالڪ مرُڪ منش وانگر، مايا ڄار ۾ نه ڦاسندو. پر اهڙا به اگياني جيو آهن، جو ور ور ڪري پيا لوڀ جي کُنن ۾ ڪرن ۽ غلطالين جي دريا ۾ غوطا کائن. چوڪ ڪري پڇتائين پر ٿوري وقت کانپوءِ وري ساڳي چوڪ ڪري، ساڳي پيڙا پائين.

مايا جو موهه ڪيڏو نه منجهائيندڙ ۽ ستائيندڙ آهي! پر اسين ستائجي به سڌرون نه ٿا، سبق پرائيندي به سکون نه ٿا. ٻارن ٻچن جو موهه، مال ملڪيت جو موهه، مان مرتبي جو موهه ۽ سڀ کان وڌيڪ سرير جو موهه! ڇوڪنيو ٻڌا پيا آهيون. اوديا ۽ اگيان سبب انهن ۾ اڙيا پيا آهيون. سکدائڪ پيا سمجهڻ ۾ اچنئون پر اصل ۾ آهن ڏکدائڪ.

ايشور ڪانسواءِ ڇا استر آهي؟ سڀئي ڪن ڀنگر. جا چيز دائم قائم نه آهي سا ويندي. جڏهن آهي تڏهن ڪئي خوشي ڏيندي، پر ويندي تہ ضرور ڏک ڏيئي ويندي. مزو آهي ۽ پڻ ڪيترو؟ لذيذ کاڌي جي لذت وٺندڙ انسان، آخر کائي به ڪيترو کائيندو؟ چٽڪيدار چيز ٻهران وڻندس، پر پيٽ ڀرجڻ کانپوءِ، زور ڀرڻ اِي ذري به قبول نه ڪندو. هوس پرست پلڪ کانپوءِ ترشنا مان تنگ ٿي پوندو. خود استري پرش جي سنجوڳ جو سمو ڪيترو؟ عيش جي عرش تي اڏامندڙ انسان، ڪامنا پوري ٿيڻ کانپوءِ اُني جو اُني پاڻ کان ڪراهت ڪرڻ لڳو لڳي.

مايا ميڙڻ وارو منش خوش آهي؟ زردار بيزار ڪونہ ڏٺا اٿو؟ هوند وارا حيران آهن. پر سمجهو نه قدرت جي ڪمهريءَ ڪري زردار نادار بڻجي ٿو پوي، ڏنوان نردن ٿي وڃي ۽ نه پوءِ سندس حالت ڪهڙي آهي؟ سمجهو نه ڪو ڪروڙن جو خاوند آهي. محل مڪان اٿس، موٽرون گاڏيون اٿس، نوڪر چاڪر اٿس، ڏلدا ڪارخانا اٿس ۽ هو هر طرح موج جي زندگي بسر ڪري رهيو آهي. تقدير جو چڪر ڦريو ۽ هو ڪروڙپتي ڪکپتي ٿي پيو. سون جي پلنگن ۾ پوڄڻ ورتائيندڙ وڪتي پنهنجي ڪراڙن ۽ قدرت جي ڪوپ ڪري اهڙي رسائل کي رسيو جو ڪو پائي پر به ڪاڏو پرچي نہ پيو ڏنيس. پنهنجو اڳيون ڪمال

ياد ڪري ھڙ ھنجوُن ٿو ھاري. ڪمال ڪاٿوءِ زوال ڪيڏو نه آزاريندڙ آھي!

”سک ۾ ٻه سنگي ٿين، ڏک ۾ سنگ نه ڪوءِ.“

سک ۾ سوين ساٿي ھئس، ڏک ۾ ڪوئي اوڏو نه ٿو اچيس. ماڻا ميڙڻ ۾ مدت ڪٽي ھئائين، ڪشت ڪاٽيا ھئائين، پر چرخ فلڪ جي چڪر ۾ اچي، سڀ ڪجھ کوھي ويٺو. رحمت ڦري زحمت ٿي پيئي.

قسمت ھُن تي قياس ڪيو، ھڙ ڦري پاڻ ڪٽي ويو. ڪرٻل وري چڙھيو. ڏک ۾ سڀ شوڳند ڪاڏا ھئائين نه وري سائينءَ سڃاتو نه پوٽو جيون گذاريندس ۽ ماڻا جو سُتو اُپيوڪ ڪندس. پر جڏھن سکن اچي سلام ڪيو تڏھن ڪيل واعدا وساري ويٺو. الله ۾ ستي ۽ تمي جي جنگ جاري ٿي وئي. ستو سمجھائڻ لڳو، تمو ڀرغلائڻ لڳو. ستو سادو ھو، تمو جلوپدار ھو. ستو سرھمت ھو، تمو حرفتباز ھو. ستي وٽ لياڳه ھو، تمي وٽ پوڄ ھو. ستي آلند آڇيو، تمي سنساري سک پيش ڪيا. آلند ماڻڻ لاءِ ڪنن لپسيا ۽ ساڌ لڌا ڪرڻي ھئي، سک ماڻڻ لاءِ اک جو اشارو ڪافي ھو. وڃھي واسنا وڌي ويس، ايندڙ وقت جو اونو وسري ويس. حال تي ھرکي ويو، ڀوشيه ڀُلائي ويٺو. جنم ھلي ڪوئي ڪي جھپ ھٽي، پنھنجي چنبي ۾ ڪڙي، تنھن تمي ھُن کي پنھنجي پنجي ۾ پڪو ڪري ڇڏيو. ٻلجي ويو ڀلائيءَ جا ڀال، اچي ويس خوديءَ جا خيال. بس، اُھي لاٽوُن، آھي چکھ. ملڪيت موٽي آئي نه اڳين ھلت ٻه ھلي آئي. سوچڻ لڳو ته ھاڻي ماڻا کي ھٿان وڃڻ نه ڏيندس. سانڍيندو رھيو، سنڀاليندو رھيو. سون چانديءَ کي تجوڙين ۾ بند ڪري رکيائين. مال ملڪيت کي ڪھڙي معلوم، جي واري ڦيري ۾ نه اچي؟ ميڙڻ سڙاو ۾ سنڀالڻ اولو. ماڻا جو ته نٿو آھي. نشي ۾ غلطان ھو نه اچي موت در ڪڙڪايس. موت جو مدھن ڏسي منجھي ويو. اکين ۾ ڳوڙھا اچي ويس. ڪنھن پڇيو ”رونو ڇو ٿا؟“ چوي ٿو ”ڪرم ڪوله ڪيم ٻيو ڪوله ڪيم. سرير جا سک ورلڻ ۾ آتما جو اونو ڪون ڪيم. ھيترو ڌن ميڙيم ۾ سٽي ٻه ساڻ نه ٿو ڪٽي سگھان.“ سڏڪا ڀري ٿو چوي ”ھيءُ سڀ ڇڏي ويندس!“

’جو ڇڏنا سو اُسي ڪو ماڻيو، جو ھوڙن سو دوُر ڀرائيو‘.

ھُن ڪاٿوءِ ھيءَ ساري ملڪيت ڪم ماڻيندو؟“ بس اِئين ڏک ڇوُن داھوُن ڪندي، ھو ھن سنسار مان سِڌاري ٿو وڃي.

ٿوري ۾ ڇنڊي نه سنسار جا سک، ماکيءَ مثل آھن جن ۾ زھر مليل آھي. ٻاھران سندر ۽ سھڻا پر حقيقت ۾ ملمعي وارا ۽ ڪوڙا ڪچا. رچ ۾ ڀاٽي ڪٿان اچي؟ مرگھ ترشنا ٿي نه مرگھ جو موت آڻي ٿي! سچو سک ڪھڙي؟ نه ڏيڻ وانت واھگروءَ جي. پرم آلند اُلٽي پراپت ٿيندءِ. اھا آھي ساک سنتن، رشين، صاحبن ۽ گرنٿن جي. اِلھيءَ آلند مٿان، تن لوڪن جا سک گھوري ڇڏجن. گيتا جي اَڌياءِ ٦ ۾، ڀڳوان جو وچن اچي ٿو:

”اهڙيءَ آنند پراپت ڪرڻ ڪانپوءِ، ڪنهن به ڳالهه جي اڇا نه ٿي رهي ۽ ڪو به دک نه ٿو ستائي.“

اهڙيءَ آنند ڪانپوءِ، منش کي ڪٿي ڪاڏيءَ سان ڪُجهه نه سيئن به ڪانه ڪندو. پرلوڪ جا سڀ پدارٿ وڃائي ويهي ته به سنتوش ۾ رهندو. پريوءَ جي پريم ۾ هو ايئن لين ٿي وڃي ٿو ۽ پنهنجي هستي وڃائي هن ۾ حل ٿي ٿو وڃي.

ڀنوَرُ واري هنڌ ڪڏهن ڪير ڪوٺائيندو؟ جڏهن لهر ليڏائهن پاڻي ٿي پاڻي. ساڳيءَ طرح برهم جي پهچاڻ ڪانپوءِ، ٻي ڪهڙيءَ ڳالهه جي پرواهه؟ هيءَ پرم آنند پراپت ٿئي ٿو پريم د ٽارن. اهو پريم لڳاءُ لالڻ سان، جنهن جي لنوَ ۾ رچي لعل ٿي پوين. ڪڏ موهه د ليوي ڏالڏن مان ۽ سنساري سکن مان. سڪ رک ساجن سان، پکي ۽ پختي ۽ اهڙي جو لوڙي نه لٿي، چوڙي نه ڇٽي! ”جن پريم ڪيو تن ئي پريو پايو.“ دليا ڪپهڻي نه دليا سان لباهه پر دليا توسان ليائيندي؟ دلبر ڪپيئي نه دلبر سان جوڙ، جو هڪوار پنهنجو ڪرائي نه ڪڏهن نه ڇڏيئي. اهڙيءَ پريم ڪانپوءِ سڀ وهم وسري ٿا وڃن، پرم پالجي ٿا وڃن، سنسا مٽجي ٿا وڃن ۽ پڙ پچي ٿا وڃن. پوءِ ڇا آهي مَن مانڻ جو موهه، ڇا آهي مال ملڪيت جو چاهه، ڇا آهي شان مان جي پرواهه؟

رانول ريجهي وٺو ته سڀ ڇڪون ڇنيون، سڀ گورجون گهٽيون. اهڙو پريم لڳايو گورو نانڪ ديو ۽ سونهي پالشاهه. اهڙو لينهن لايو سائين جي پيارن، فريد، ڪبير، روداس، سڻني، سڏلي ۽ نامديو، جي. اوچ ڪل جا نه هئا ته به اوچن ڪان اوچا ٿي ويا. اهڙا اوچا جو سندن پاٽي سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ چڙهي ويئي. پريم اوچ نيچ ڪي نه ڏسي.

”اڇه اوچ ڪري ميرا گربند، ڪاهو ليُ نه ٽوريِ.“

پريم سان ٿيي ته پويتر ڪي پائي لو سکيجي! جن ڪمو پرماتما سان پيار، تن جو بيڙو پار. مالڪ جي پيار جي مهما اپار. اهو آهي گروُ گرنٿ صاحب جو سارُ. پاٽي آهي امرت جي ڌار. جو چکي چکي سو مکت ٿئي. مکت ٿئي مايا جار مان. دليا ۾ رهي دليا ڪان دوُر ٿئي، گرهست ۾ رهي گرهست ڪان مٿي رهي. نام جو وڏو بل آهي. دليا دک جي اکري آهي. ”نانڪ نانڪ هرڪو دکي.“ سکي آهي هريءَ جو داس.

”مني نام سوڻي جڻ جاءِ، اوڙي ڪرم نه لمکي لاءِ.“

گرنٿ صاحب کي سرّوڻ ڪرڻ جو سوڀاڳ مولکي مليو آهي. مان پاٺکي ڪرائي پيو سمجهان. ڪا اهڙي وشيه ڪانهي جن تي اسانجي گورن اسانکي سمجهاڻي نه ڏني آهي. مان نه جڏهن به ڪنهن ڳالهه ۾ منجهان ته ڪٿي وچن وٺان. مونجهارو مٽجي وڃي، ڪشت ڪافوُر ٿي وڃي، پريشاني پري هٽي وڃي. سکن جي ڪاڻ ۾ سک ٿي سک.

”سمرءِ سمر سمر سک پاوءِ.“

ٻاڻي راڳن وار ۽ ڇهلا وار رکيل آهي پر هيئر اها وڌندڙ واڻي، وچار وار رکي پاڻ ڪرم ("پنڌي") اسان اڳيان آندي آهي. وڏي ڪوشش ڪري سڄي گرنٿ صاحب مان جدا جدا وچارن لي وڇڙي دوها ۽ شبد، هڪ هنڌ ڪري هيٺ ڪنا ڪيا اٿس. ڪيڏي نه سولائي ڪري چونڊي اٿس ڪٿا واچڪن، شبدين، ڪيرتن ڪارن، پاٺڪ ڏيندڙن ۽ ڄاڻڪين ڪندڙن لاءِ! ڪنهن به وشيه تي وچار ظاهر ڪرڻو هجي ته هڪيو لکيو هٿ اچي ويندو. پاڻ ڪرم وڏو ڪرم ڪمايو آهي. ڦن جي محنت جو ملهه ڪير ڪٿي؟ ڦن جي اورچائيءَ ۽ اپياس کي ڪهڙيءَ تارازيءَ ۾ توريجي؟ صاحب فرمائين ٿا:

"ڪوڻ ترازي ڪوڻ تلا، تيرا ڪوڻ صراف بلاوا
ڪوڻ گورو ڪي پهه ديکٽا ليوا، ڪهيءَ پهه مل ڪراوا؟"

پرشن به پاڻ ٿا ڪن ته اُتر به پاڻ ٿا ڏين:

"آپي ڪنڊا تول ترازي، آپي تولڻهارا
آپي ديکي آپي بوجهي، آپي هي ونجارا"

پنڌرهن سال پورهيو ڪري، "سري گرنٿ صاحب جي سکيا جو سار" تيار ڪيو اٿس. ٻاڻيءَ کي وچار وار رکي، پڙهڻ جي ڀيٽ ۾ وڌندڙ پالڻهارن لاءِ پڪو ڪم ٺاهي ڇڏيو اٿس. واهه جو واٽ ٻڌائي اٿس! جنهن به وشيه تي وچار پرگهٽ ڪرڻا هوندا، تن کي صاحبن ۽ سنتن جي ٻاڻيءَ مان سند ڏيڻي، سولائيءَ سان سمجهائي سگهبو. حوالن ڳولهڻ ۾ هاڻي وقت نه لڳندي.

ڪرم کي سالن کان سڃاڻان پر مون کي معلوم نه هو ته هن جي هردي ۾ ايتري حب آهي، قلب ۾ ايڏو قرب آهي ۽ من ۾ ايڏي چاهه جي چڻنگ آهي! سندس صدق تان صدقي وڃجي. جيڪي جپين ۽ جپائين، تن جي پيرن جي پڙي ڪٽي پيشانيءَ تي لڳائجي. "گرنٿ صاحب جي سکيا جو سار" ويتر به سولو ٺاهي ڇڏيو اٿس، جو ڏکين لفظن جي سمجهاڻي سنڌيءَ ۾ ڏني اٿس ۽ هڪ هڪ وشيه جي پوئڪا تمام سرل نموني ۾ لکي اٿس. اڳي اِنهيءَ ريت گرنٿ صاحب جو پرڪاشن ڪنهن ڪونه ڪيو آهي.
ڪرم جي پريم ۽ پرشارٿ اڳيان پرڻام:

"هئو قرباني جاءَ تنا ڪيءَ، ليسن جو تيرا ناءُ
ليسن جو تيرا ناءُ تنا ڪيءَ، هئو سد قرباني جاءُ
ڪايا رنگڻ جي ليتيءَ پياري، پائيئي ناءُ مجيٺ
رنگڻ والا جي رنگيءَ صاحب، ايسا رنگ نه ڏيٺ
جن ڪي چولي رتڙي پياري، ڪنت تنان ڪي پاس
ڌوڙ تنا ڪي جي ملي جي، ڪهه نانڪ کي اُرداس."

بمبئي، ١٥ آڪٽوبر، ١٩٧٣

رام پنجواڻي

# پنوٽريءَ جي فهرست

پاڱو پيو: من جي موٽ

# باب پهريون

## (١) دک

(١) دک وچ جمڻ دک مرڻ - دک ورتڻ[1] سنسار
دک دک اڳي[2] آکيئي - پڙ پڙ ڪرهه پڪار
دک ڪيئا پنڊا[3] کليئا - سک نه نڪليئو ڪوء
دک وچ جيءُ جلائيا - دکيئا چليا روء
نانک صفتي رتيا[4] - من تن هريا[5] هوء
دک ڪيئا اڳي[6] ماريئهه - ڀي دک دارون[7] هوء.
[راڳ سارنگ محلا چوٿان، وار (٨)، سلوک محلا پهلا]

(٢) گاويئي سڻيئي، - من رکيئي ڀاءُ[8]
دک پرهر[9] - سک گهر لئي جاء.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٥)

(٣) متر گهڻيري ڪر ٿڪي - ميرا دک ڪاٽئي ڪوء
مل پرڀتر[10] دک کٽيا - شبد ملاوا هوء.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٦)

(٤) گور ڪي چرڻ - اوپر ميري ماٿي
تاڻي دک - ميري سنگ لاٿي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٣٨)

(٥) جن نانڪ اوڙ[11] لهاري پرڀو - آئيو سرڻاگيو
نام رنگ سهج[12] رس ماڻي - ڦير دوک نه لاگيو.

(١٦٠)

(٦) سک دک دونو سم[13] ڪر جانئي - اَور مان اَپمانا
هرک[14] سوک[15] تي رهئي اَليتا[16] - تن جگ تت پڇانا.

راڳ گوڙي، محلا ناوان شبد (١)

---

١. قائل، وڃڙهيل. ٢. پرلوڪ پر. ٣. ڍڪا. ٤. رچيل. ٥. سائو، آنددءِ. ٦. باهه.
٧. دوا، ڦڪي. ٨. پريم ٩. نوروحه تئي ٿو. ١٠. پرماتما. ١١. اوٽ، اَجهو. ١٢. گيان.
١٣. هڪ جهڙو. ١٤. سک. ١٥. دک. ١٦. نيارو، بيپرواهه.

(٧) جهالانگهي اٺ نام جپ - تس اسر آڌارِ
ڪارها لجهيءِ نه پئا پئي - نانڪ مٽيءِ اپاڌ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٢٥)

(٨) ٽجهه سيانپ سرجنه - سمرٿ هر هر راءِ
ايڪ آس هر من رکهه - نانڪ دوک ڀرم ڀوڄاءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (١٤)، سلوڪ

(٩) سپ دک تيري - سوک رضائي
سپ دک نه ميٽي ساچي نائي:

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)

(١٠) اڪ گهر آوهه آپڻيءِ - اڪ مل مل پڇهه سک
اڪنا اپهو لکيا - بهه بهه روقهه دکهه
جو تس ڀاويءِ سو ٿيئيءِ - نانڪ کيا مانکهه.

١١ (٧)

(١١) لالچ ڇوڙهه آندهو - لالچ دک پاري
ساچو صاحب من وسيءِ - هئومي بک ماري.

١٥ (٥)

(١٢) در شيوڪ دروان - درد تون جاڻهي
ڀگت تيري حيران - درد گواوهي.

٢١ (٣)

(١٣) دک داروُن سک روگ پئيا - جا سک تام نه هوئي
تون ڪرتا ڪرڻا ميءِ ناهي - جا هئو ڪري نه هوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٢)

(١٤) پئي ڪرپال دئيال گوپالا - تان نرڀيءِ ڪيءِ گهر آئيا
ڪل ڪليش مٽي ڪن پيتر - نانڪ سهج سمائيا.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٥) تس صاحب ڪي ٽيڪ - نانڪ منيءِ ماهه
جس سمرت سک هوءِ - سگلي دوک جاهه.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١)

---

١. آسر وِيلي. ٢. راس ڏيهن. ٣. ايشور جو ڌيان ڪر. ٤. ڀٽڪيون. ٥. مشڪلاتون.
٦. ڇڏيو. ٧. سياڻو. ٨. پرماتما. ٩. حڪم، رضامندي. ١٠. ڪرمن جو ليکو.
١١. ويڙهي. ١٢. آهم ڀاو، اَهنڪار. ١٣. وڪارن جي وس. ١٤. دربان، پهريدار،
داس. ١٥. دور ڪرڻ ئو. ١٦. پرماتما لاءِ سڪ. ١٧. سرشٽي رچيندڙ. ١٨. ڪٽ پر.

(۲۵) دکھ لگا بِسَن[1] شیوئي - حکم مننئي[2] ذک جاء
آپئي[3] داتا سکئي دا - آپئي دیئہ سزاء۔
راڳ مارو، محلا پھلا، وار (۱۶)

(۲۶) ھؤمئي ماتیا موھ کمائیا[4] - دکھ کتي دکھ کماء
اَنتراوپ ھلکٰ[5] دکھ پاري - بن ببیک[6] پرماء۔
راڳ پیرځ، محلا پھلا، شبد (۱۹)

(۲۷) ھرکھ سوگھ تي رھھ نراسا - اَمرت چاکھ ھرّنام نواسا[7]
آپ پچاڻ رھئي لوَ[8] لاگا - جنم جیت گورمت ذکھ پاگا۔
راڳ بسنت، محلا پھلا اشٽپدي (۶) ۴

(۲۸) اَن بولیع[9] میري بِرتا[10] جانئي - اَپناّ نام جپائیا
دکھ ناٺي[11] سکھ سھج سمائي - اَنند اَنند گڻ گائیا۔
راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (۷۴)

(۲۹) پئي نماڻي سرڻ اِکٰ ناکئي - گور ستگور پرکھ سکدائي
ایک نمکھ[12] مھ میرا سب دکھ کاٽیا - نانک سکھ رئن[13] ھاٺي۔
راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (۶)

(۳۰) دکھ سکھ کرّلي[3] حکم رضاء - پاڻئي بخش پاڻئي ذیئہ سزاء
دھان سَرِیا[14] کا کرّتا آپ - قربان جاٺي تیري پرتاپ۔
(۲۰)

(۳۱) رؤپي[15] ںکہ نہ اُلرئي - جان دبکان لان بک
جیٺي وس[16] سرِبر کئي - لیتي لگھہ دکھ۔
راڳ ملار، محلا پھلا، وار (۲۱)

(۳۲) تن من سیتل ھونیا - سانت وسي من آء
نانک ھر ھر[3] چؤدیا[17] - دالد[18] دکھ لھہ جاء۔
راڳ کانڑا، محلا چوٿان، وار (۹)

(۳۳) فریدا مئي جانیا دکھ مجھئي[19] کو - دکھ سبائیئي[20] جگ
اوچي چڑھکئي دیکیا - تان گھر گھر ایھا آگ۔
سلوک، شیخ فرید، (۸۱)

---

۱. بِنا، کانسواءِ. ۲. مڃڻ، سویکار کرڻ. ۳. پرماتما. ۴. کسجي ویا، ناس ٿي ویا.
۵. چِتو کتو. ۶. وویک. ۷. نواس، واسو. ۸. پریم. ۹. بنا بڌاٺي. ۱۰. ورلي، حالت.
۱۱. ختم ٿي ویا. ۱۲. کڻ، پل. ۱۳. راسه. ۱۴. ٻئي پاسا. ۱۵. دنیوي پدارٿ.
۱۶. سواد، چشکا. ۱۷. چوندي. ۱۸. غریبي، اَگیانتا. ۱۹. مونکي رڳو. ۲۰. سارو جھان.

(٣٤) فريدا ڏکا سيتي ڍِهہ[1] گئيا - سؤلان[2] سيتي واٽ
ڪڙا پڪاري پاتڻي[3] - ٻيڙا ڪپڙ[4] واٽ. (٨٥)

(٣٥) فريدا دک سک اِڪ ڪر - دل تي لاهہ وڪار
الله ڀاوي سو ڀلا - تان لڀي دربار. (١٠٩) [محلا پنجوان]

(٣٦) دوک وسارڻ شبد هئي - جي من[5] وساني ڪوءِ
گور ڪرپا تي من وسيءِ[6] - ڪرم پراپت هوءِ. سلوڪ، محلا ٻيجا (٩)

## (٢) روڳي ۽ آروڳي

(١) هؤمي[7] روڳ مانک ڪئہ ديتا - ڪام روڳ مئگل[8] بس[9] ليا
درشٽ[10] روڳ پچ مئي پتنگا - ناد[11] روڳ کپ گئي ڪرنگا[12]
جو جو ديسي بسو سو روڳي - روڳ رهت[13] ميرا ستگور جوڳي (اِڪ رهاءُ)
جهوا[14] روڳ مين[15] گرساندو[16] - باسن[17] روڳ ڀؤنر بنسانو[18]
هيت[19] روڳ ڪا سگل سنسارا - ترِبد[20] روڳ مهہ بڌي بڪارا
روڳي مرتا روڳي جنمئي - روڳي ڦر ڦر جوني ڀرمئي
روڳ بنڌ[21] رهن رتي نہ پاني[22] - بن ستگور روڳ ڪتهہ نہ جاوي
پاربرهم[23] جس ڪيني دئيا - باهن پڪڙ روڳهہ ڪڍ لئيا
توٽي بنڌن ساڌ سنگ پائيا - کهہ نانڪ گور روڳ متانيا.

[راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (٢٠)]

---

١. ڏينهن. ٢. سؤر. ٣. ملاح، ستگورو. ٤. ڪُن. ٥. هردي ۾ ڌيان ڪري. ٦. ڪرمن جو ليکو. ٧. اهنڪار. ٨. هاٿي. ٩. وس ڪري ڇڏيو آهي. ١٠ نظر. ١١. راڳ. ١٢. هرڻ. ١٣. بنا. ١٤. زبان. ١٥. مڇي. ١٦. پڪڙجي پئي ٿي. ١٧. خوشبوءِ. ١٨. ناس ٿئي ٿو. ١٩. موهہ. ٢٠. ٽي گڻ. ٢١. قائل. ٢٢. من اسٿر نہ ٿو ٿئي. ٢٣. پرماتما.

(٢) موڙڪ پرڪي پرڪ - دک سنبانيا
سکهه اني روڳ - هاپ ڪمانيا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٤)

(٣) نانڪ پرڪيئ آپ ڪئہ - ٿان پارکہ جاڻ
روڳ دارون دوويئ بجهيئ - ٿان وند سجاڻ.

(٢٢)
[ سلوڪ محلا دوجا ]

(٤) وڏي وڏي - جو ديسهہ لوڪ
لبن ڪئہ - بياهيئ چنتا روڳ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٤٤)

(٥) نام بسار - ڪري رس پوگ
سک سپنيئ نهي - ٿن مهہ روڳ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي ١٠ (٣)

نام اوکد جهہ رديئ هناويئ - ٿاهہ روڳ سپنيئ نهي آويئ
هر اوکد سڀ گهٽ هيئ ياني - گور پوري بن بڌ نہ بناني.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٤٥)

(٧) خودي مٽي لب سک پئي - من ٿن پئي اروڳ
نانڪ درشٽي آئيا - استت ڪرنيئ جوڳ.

(٤٩)

(٨) هر جس ڪرت - سنت دن رات
هر هر اوکد - ساڌ ڪمات.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ٢ (٥)

(٩) ايڪ آس راکهہ - من ماهہ
سرب روڳ نانڪ - مٽ جاهہ.

١٩ (١)

(١٠) مويئ مت هرلٿي ليري موڙي - هوميئ وڏا روڳ پئيا
انتر آلميئ پرهم نہ چيڏيا - مائيا ڪا محتاج پئيا.

راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٧)

(١١) هوميئ ديرگهہ روڳ هيئ - دارون ڀي اس ماهہ
ڪرپا ڪري جي آپڻي - ٿان گور ڪا شبد ڪماهہ.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٧)

---

١. مڙيوڻي. ٢. سچاٽي. ٣. چاٽؤ. ٤. دوا. ٥. ٻئي. ٦. سياٽو. ٧. لڳو پيو آهي.
٨. وساري. ٩. ملم، دوا. ١٠. هنداڻيو آهي. ١١. پرمالما. ١٢. رات، رستو. ١٣. ٻاني سگهبو.
١٤. آهنڪار. ١٥. جس، مهما. ١٦. ڪم آئين ٿا. ١٧. قسري، ڪسي ورلي آهي.
١٨. موڪ، آنڌا. ١٩. سچالو. ٢٠. وڏو.

(١٢) سچ سڀنا هوءِ دارُون - پاپ ڪڍي ڌوءِ
نانڪ وکاڻي[1] بيني - جن سچ پاڻي هوءِ.
(١٠)

(١٣) گورمُک[2] جپه سڀ روگ گوائيا - اَروگ ڀئي سريرا
اَن[3] دن سهج سماڌ هر[4] لاڳي - هر[4] جپيا گهر گنڀيرا.
واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، ڇنت (٣) ٤

(١٤) ڪر اِشنان سمر پرڀ[4] اَپنا - من تن ڀئي اَروگا
ڪوٽ بگهن[5] لاٿي پرڀ سرڻا - پرگٽي[6] ڀلي سنجوگا[7].
واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٥) اَوکڌ نام نرمل جل اَمرت - پائيئي گورو دُئاري[8]
ڪهه نانڪ جس مستڪ لکيا[7] - تس گور مل روگ بداري[9].
(٢٨)

(١٦) منا ڪرڪي ڪاڻيا پياري - تن تَن ڪيتا روگ
ڪُوڙا هوءِ پُشتيا[10] پياري - تس لسي اُپجيا[11] سوگ.
واڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي ٢ (٣)

(١٧) هر ڪا نام اَمرت جل نرمل - اِهه اَوکڌ جگ سارا
گور پرساد[12] کهيئي جَنُ ڀيکن - پاوءِ موک دُئارا.
واڳ سورٺ، ڀڳت ڀيکن، شبد (١)

(١٨) برهما بشن[13] مهاديوُ ترئي گڻ[14] روگي - وچ هؤمي ڪار ڪماني
جن ڪيئي[15] تسهه نه چيتهه[16] بپڙي[17] - هر[15] گورمکه سوجهي[18] پائي.
واڳ سوهي، محلا چوٿان، شبد (١٤)

(١٩) منا ڪرڪي ڪاڻيا - بهه سادهه وڏڀا روگ
شد پنتار[15] هر[15] چوڙيا - تر لگا جاءِ وجوگ[19].
واڳ سوهي، محلا پهريا، وار (١)

(٢٠) چرن ڪمل پرڀ[4] هرديءِ ڌيائي - روگ گئي سگلي سک پائي
گور دک ڪاٽيا ديئو دان - سڦل جنم جيؤن[20] پروان[21].
واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

(٢١) اَوُر اُپاو سڀ تياگيا - دارون نام لئيا
تاپ[22] پاپ سڀ مٽي روگ - سيتل[23] من ڀئيا.
(٦٥)

---

١. فرمائين ٿا. ٢. گوروءَ معرفت. ٣. رات. ٤. پرماتما. ٥. سدا. رنڊڪون. ٦. ظاهر ٿيا. ٧. ڀاڳ. ٨. معرفت. ٩. دور ڪري ٿو. ١٠. ٿي پيو، پيدا ٿيو. ١١. ڏک. ١٢. ڪرپا، مهر. ١٣. وشنو. ١٤. ٽي. ١٥. پرماتما. ١٦. ياد ڪن. ١٧. ويچارا. ١٨. اوجهه. ١٩. جدائي، وڇوڙو. ٢٠. زندگي. ٢١ قبول، سڦل. ٢٢. ڪليشون. ٢٣. شانت

(٢٢) هــر هــو اَوکــنڈ - جو جَــنُ کــاء
لــاکو روگــ - ســکــل مت جــاء.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٣)

(٢٣) وس کس[١] کاڻي پنڊ[٢] وڌاڻي - پيک ڪريځ گور شبد نہ کماڻي
اَنتر روگ مها دک ڀاري - اشٽا مــاهہ سماها هي.

راڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (١٠) ١٤

(٢٤) ڊيڏا[٣] منمک روگ ويــاپيځ - ترشنا جلهہ اَدڪاڻي[٤]
مر مر جنمهہ نــوُر[٥] نہ پاوهہ - برٿــا[٦] جنم گواڻي.

راڳ ڀيرځ، محلا ٽيجا، شبد (١١)

(٢٥) پوڻ[٧] پاڻي کي اِهہ ڊيهہ سربرا - هوميځ روگ کنن[٨] تن پيڙا
گوُرمکہ رامہ نام داروُن گڻ گاڻيا - ڪر ڪرپا گور روگ گواڻيا.

راڳ بسنت، محلا ٽيجا، شبد (٢)

(٢٦) جب پوُکو لب پوجن مانگيځ - اَگهاڻي[٩] سوک سگهاڙيځ[١٠].
لب اَروگ جب لُمر[١١] سنگ بستو[١٢] - چنتڪت[١٣] هوء روُاريځ[١٤].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٥٢)

(٢٧) وئــڌا[١٥] ونــد ونــد لــون - پهلا روگــ پڇــاڻ
اَنسا داروُن لــوڙ[١٦] لهہ - جت وجيځ روگــان گهاڻ[١٧].

راڳ ملار، محلا پهلي وار (٣)
سلوڪ محلا ڊوجا

(٢٨) ڪاڻي روگ پئي من نوملُ[١٨] نہ هــر هــر آوکــنڈ کــاڻيو
اَستت[١٩] پئي[٢٠] بــي سک ٿاٿا - پهڙ[٢١] نہ ڪنهي ڏاڻيو[٢٢].

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٢٩) ڪبير وئــد[١٥] کهيځ هتہ هي پلا - داروُن ميري وس
اِهہ تہ بست[٢٣] گوُپال کي - جب پــاويځ ليہ کــس.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٧٩)

(٣٠) فريدا بــوري[٢٤] دا پلا ڪر - غصا[٢٥] مــن نــہ هنڍاء[٢٦]
ڊيهي روگــ نــہ لگئي - پلئيځ سڀ ڪڇ پــاء.

سلوڪ، شيخ فريد (٧٨)

(٣١) من اَنتر هوميځ روگ - پرم پوُلي هوميځ ساڪت[٢٧] ڊرجنا[٢٣]
نــانڪ روگ گــواء نہ مل ستگوُر ســاڌوُ سجنا.

سلوڪ، محلا چوٿان (٢٩)

---

١. ڪاڏي جا سواد. ٢. پيٽ، ٻت. ٣. ڊئيمہ پاوُ، بيائي. ٤. بيحد گهٽي. ٥. نڪاٽو. ٦. اَجايو. ٧. هوا، ساس. ٨. ڊک. ٩. ڀاپجي. ١٠. سمجهي ٿو. ١١. پرماتما. ١٢. وسان ٿو. ١٣. جدا ٿيڻ. ١٤. ناس ٿيڻ. ١٥. حڪيم. ١٦. ڳولهي ڪڍ. ١٧. پيڙا، سوُر. ١٨. بُڌ، ٻــوڌــر. ١٩. اَستر. ٢٠. ٿيو، آهــي. ٢١. وري ٢٢. پتڪڻ. ٢٣. شيځ، ســاس. ٢٤. ٻڇڙا اِنسان. ٢٥. ڪاوڙ. ٢٦. ڪڍي ڇڏ. ٢٧. منمک، موُرکہ.

# ڏک ۽ روڳ.

سري گرو گرنٿ صاحب جي سکيا جو آرنڀ مان "ڏک ۽ روڳ" سان ٿو ڪريان ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ ڪو ورلو انسان آهي جو ڏک ۽ روڳن کان رهت هوندو. ڪن جزوي انسانن کانسواءِ، هرڪو منش ڪڏهن نه ڪڏهن ڏک يا روڳ ۾ پاڻ کي مبتلا ٿو سمجهي، چاهي ٻار يا ٻڍو، هندو يا مسلمان، مغربي يا مشرقي، استري يا پرش. ڪن کي روڳ تن جو پر عام ريت سڀني کي روڳ آهي من جو. من جي روڳ جو ڏک ته سڀ کي ئي سهڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري هر منش لاءِ اهو لازم آهي ته هو ڏک جو ڪارڻ ڳولي ۽ اُن جي جوڳي علاج تي عمل ڪري، نه ته هن جي ساري جيون ڏک ۾ گذرندي ۽ ڏک ۾ ئي سماپت ٿيندي. پورب جنم جي سنسڪارن موجب اهو ڏک واسنائن جو ڦرڙو ٿئي، ڪيس جوڻين ۾ ڀٽڪائي، جنم جنم جو ساٿي ٿي، ستائيندو. اهو ڏک جو ڏونهون دائما ڏکندو رهندو ۽ جند مور ڪونه ڇڏيندو. تنهن ڪري ڏک جي جڙ ڪٽڻ سان ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهبو.

اهو آهي جيون ياترا جو مکيه مسئلو يا ٻهراڙ ٻوڙي. سري مد ڀڳونت گيتا جو ٻهرون اڌياءُ به "ڏک" جي وشيه سان شروع ٿئي ٿو. سنکيه درشن به ڏک نوورتيءَ جي ڀيرڻ نصيحت ڏئي ٿو. گوتم ٻڌ به ڏک جي دارونءَ ڳولهڻ لاءِ ٻارهن ٻارهن سال ڪٺن تياڳ ۽ تپسيا جو مها يگيه ڪيو. هر هڪ مذهب جي پير ۽ پيغمبر ڏک جو ورڻن ڪيو آهي ۽ اُن کي دور ڪرڻ لاءِ راهه ٻڌائي آهي. سري گرو نانڪ ديو جن به جڳت مان ڏک دور ڪرڻ لاءِ اوتار ڌاريو هو.

ڏک ته جيون جي ياترا لاءِ پاڻوڻي آهي. ڏک نه هجي ته ڪير هوند سک جو قدر ڪري ۽ سک حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو سک ڦٽائي؟ ڏک جي استٿيءَ ۾ ئي انسان کي سک جي آنيڊ جي اميد ٿي سگهي ٿي. سک ۾ ساڃهه ڪٿي؟ سک جو نشو، سوچڻ ۽ ساڃاهڻ جي شڪتي ناس ڪري ڇڏي ٿو. اگرچ اها به حقيقت آهي ته هرڪو ڏکي انسان روحاني راهه تي نه ٿو پهچي ۽ گهڻي پائي سيڪو هڪڙي ڏک جي جار مان ٻئي ڏک جي جار ۾ ڦاسڻ کي ٿو اٽڪائي، تان جو ڪيترن ڏکن جي جارن ۾ ڦوڪيئڙ ٻڌجي وڃي ٿو. پر جيڪڏهن دنيا جي سڀني مهاتمائن ۽ سنت پرشن جي آتم ڪهاڻيءَ تي سرسري نظر ڦيرائي ته ڏسڻ ۾ ايندو ته سندن روحاني منزل ڏک مان ئي اُڀري ٿي آهي. ڪن کي سنسار جي رس جي ڀوڳنا مان چوٽ آئي آهي، ڪن کي ڪامنائن ۾ سڦلتا نه ملڻ ڪري ترت آيو آهي، ڪن کي پنهنجن مان موچڙي ملڻ تي آگهه لڳي آهي، ڪن کي پنهنجن ڪڪرن جو چهبڪ لڳو آهي ته ڪن کي وري اهنڪار اهڙيو رساڻو آهي. مطلب ته ڏک جي چوٽ يا چماٽ ڪپاٽ کولي سگهي ٿي، اگيان جو پڙدو هٽائي سگهي ٿي ۽ روحاني راهه روشن ڪري سگهي ٿي. تنهن ڪري ڏک ۾ نراس ٿيڻ نه گهرجي ڇو ته ڏک پٺيان سک اٿين

اٽڪل آهي جيئن واهه پٺيان ڏيهن سا سياري پرتتان بهار. نراسائي جيون ياترا لاءِ گهاتڪ آهي. آس ۽ آسرو يعني شرڌا ۽ وشواس انهيءَ ياترا جي وٿ جا ٻه ٿيتا آهن ۽ ٻتاشڪتي آهي رلوار.

دک جي نورتيءَ لاءِ ڪوئي ڪرم ڪانڊ جو مارگ وٺڻ دکدائڪ ثابت ٿيندو ۽ اجاين پاکنڊن ۾ ڦاسائيندو، ڀرمن ۾ ڀٽڪائيندو ۽ بندن ۾ ٻڌندو. ساڳيءَ طرح من جي مورتيءَ جو مارگ به دک دور ڪري ڪونه سگهندو، جيتوڻيڪ ٿوري وقت لاءِ دک جو درد شايد دٻجي يا ٻلجي وڃي. اهو به مورکتا ٿيندي ته پنهنجي دکن لاءِ ڪرمن کي جوابدار ٺهرائي ويهڻ، ڪوشش ۽ اڇا شڪتيءَ کي ختم ڪري، نهڪرم ۽ نراسائيءَ جي اوٽ وٺجي. دک جو اُپاءُ يا پاونا، جا اسان جي من کي هر دم آشانت ٿي رکي، تنهنجو تدارڪ ڳولهڻ ۽ اپنائڻ ئي جيون جو مقصد آهي، گويا پرماتما جي پراپتيءَ جو پرمانڻ آهي. سري گرو گرنٿ صاحب ۾ جيڪي هن وشيه تي چوڻ ۽ وچن آهن سي سڀ مٿي معنيٰ سميت ذيل آهن جن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته صاحبن هن ڏس ۾ ڪيئن ڏس ڏنا آهن جهڙوڪ شبد اچرڻ، ڪليشن ڪان ڪنارو، رام نام جو جاپ، گوروءَ جي اُپديش تي عمل، سنتن جو سنگ، پرماتما جي ڀت، سر درشٽي، خودي مٽائڻ، وغيره وغيره. پر انهن سڀني وچن جو لب هيٺين تڪن ۾ تبيل آهي:

(١) دک داروُن سک روگ ڀئيا — جا سک تام نه هوئي
تون ڪرتا ڪرڻا ميَ ناهي — جا هئه ڪري نه هوئي!
راڳ آسا، محلا
پهلا، وار (١٢)

(٢) نانڪ پرکيءِ آپ ڪئه — ٻيان پارک جاڻ
روڳ داروُن دوويءِ ٻجهيءِ — تان ويد سجاڻ.
راڳ مانجهه، محلا
پهلا، وار (٢٢)،
سلوڪ محلا دوجا

هي ٻندا! تنهنجي بُڌي اُهڙي نه ملين ٿي ورتي آهي ۽ ساري سمجهه اُهڙي نه اُلٽ پلٽ ٿي ورتي آهي جو، جو سچ پچ دک آهي تنهن کي تون سک سمجهي ويٺو آهين ۽ جو حقيقت ۾ سک آهي تنهن کي تون دک سمجهي، مهن تو موڙين. جو تو سک ٿي سمجهيو سوئي تنهنجو دک ۽ روڳ جو ڪارڻ آهي ۽ جو تو دک ٿي سمجهيو سوئي تنهنجي دک جي دوا آهي. اهائي اگيانتا آهي جنهن توکي اندو ڪري ڇڏيو آهي ۽ رڃ ۾ رلائي حيران ۽ هيسيل بنايو آهي. سچ کي ڪوڙ سمجهي ويٺو آهين ۽ ڪوڙ کي سچ. پوءِ ڪهڙو عجب جي دک جون دائما دانهون پيو ڪرين، دکي نه تو لکين ۾ ڀٽڪ ڪان پري ٿيندو ٿو وڃين. اندر ۾ جهاتي پائي پاڻ پڇاڻ. پاڻ پڇاڻ ته من جي درشٽي بدلجي وڃي، ڪوڙ ۽ سچ جي پروڙ پئجي سگهي. دک ۽ سک جو سچو ڀيد سمجهي سگهين، اونده ۽ روشنيءَ جو تفاوت محسوس ڪري سگهين. پر اُتي خود مطلبي، تنگ دلي، تن پرستي، تند مزاجي

۽ تنگ دائرو ڪونه ڏسندا. اُلٽي حليمائي، هيٺائين، پرُاپڪار ۽ پرمارٿ پاليندا ۽ پاڻ
سان گڏ ساري مخلوقات ۾ ساڳئي پرماتما جي پريم جوت پسندا.

اُنهيءَ دؤر منزل ڏانهن اڳتي وک وڌائڻ کان اڳ، اچو ته دک جي ڪارڻ ۾ وڌيڪ
گهرائيءَ سان وڃون ڇو ته ڪارڻ کي سچيءَ طرح سمجهڻ کان سواءِ ڪابه ڪرت يا ڪِري
ڪارائتي نه ٿيندي. ليڪن دک کي ورادان سمجهي سويڪار ڪريون. دک جي سندي
کي کوج ۾ بدلايون، نه پاکنڊ ۽ ڪپٽ سان پر صفائيءَ، سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ اوچائيءَ
سان، ته سچي ڪارڻ جي معلوميت ٿئي. دک، ٿي اسان جي اندرين اک کولڻ جي
شروعات ٿي سگهي ٿو ۽ سچي سک جي اکٽ پونجي پراپت ڪرائي سگهي ٿو، جڏهن مان
هؤند پاڻ ۾ ڦرساڻي ۽ پين کي نه ونڊي وراهي ڏجي. جيستائين اهـا سکدائڪ سمجهي
پاڻي نه پئي آهي تيستائين دک جو مسئلو ڪڏاچت حل نه ٿيندو ۽ نه وري دک جو دؤر ختم
ٿيندو. جو انسان پاڻ دکي آهي سو سڀاويڪ پنهنجي اڙد گرد ۾ دک جي بيماري
ڦهلائيندو ويندو. ڏنهن ڪري اي پندا، سچي سک لاءِ يتن ڪري، سک پاءِ ۽ سک
وراهه. باقي سربرڪ سوادن يا دنيوي پدارٿن ۽ وهنوارن ۾ دک جي جڙ سمايل آهي. اهي
اَڄ جا سک، سڀاڻي جا سؤر ٿي ستائيندا. جيترو من جي پريشاني ۽ پيڙڪ گهٽي، ايترو دک
گهٽو. جيترو من ۾ ماٺ ۽ شانتي وڌيڪ، ايترو سک جهجهو. سو دک جي سچي روپ کي
سڃاڻي ۽ اُن جون پاڙؤن پٽي، سچي سک جي سمجهي، سولائيءَ سان حاصل ڪري سگهجي.
انهيءَ کوج ۾ امله خزاني جي چابي ڇُپيل آهي. جن جي هٿ اها چابي چڙهندي، اهي
ئي دک جو دائرو لتاڙي، سک جي سيج تي سمهندا.



# باب ٻيو

## پنج وڪار

### (۱) گرهستيءَ جو ڪٽنب سان موهه.

(۱) موهه ڪٽنب موهه سڀ ڪار - موهه تم تجهه سگل وڪار[1][2]
موهه اَر ڀرم تجهه تم ٻير[3] - ساچ نام ردي رويءَ سرار (۱،۱)
سچ نام جان تؤ تد پائي - رويءَ پؤت[4] نه ڪلپيءَ[5] مائي[6]
ايت موهه ڏؤبا سنسار - گؤرمک ڪوئي اُتريءَ پار
ايت موهه ڦر جؤني پاهه - موهي لاڳا جم پؤر جاهه
گور ديکيا لي جپ تپ ڪماهه - نا موهه تؤٽيءَ[7] نا ٿاءِ پاءِ
ند رِ[8] ڪري تان ايهه موهه جاءِ - نانڪ هر سِتَ رهيءَ سماءِ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۲۳)]

(۲) اِستري پورکيءَ[9] بهه ٻرات - مل موهه وڌانيا
پتر ڪلتر[10] نت ويکيءَ - وگسيءَ[11] موهه مائيا
ديس پرديس ڌن چوراءِ - آڻ مهِ[12] پائيا
اَنت هوويءَ ويرِ وروڌ - ڪو سڪيءِ نه ڇڏائيا
نانڪ وڻ ناويءَ ڌرگ[13] موهه - جت لڳ دک پائيا.

[راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۳۲)]

(۳) لاويءَ مات پتا سدا ڳل سيتيءَ[14] - من جاڻيءَ کَٽ[15] ڳراتي
جو ڏيوي[16] اسيءَ نه جاڻيءَ نه ڏتي[17] نه لپٽانئي. (سري راڳ، محلا چوٿان، پهري (۲)۱)

(۴) سنساري[18] آپ ڪتا - جني ڪوڙ بول بول[19] کائيا
چنڻ سار نه جاڻي - ڪام ڪروڌ وِش[20] وڌائيا. (راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (۱۶))

---

۱. پرڪار، نمونا. ۲. ترڪ ڪري. ۳. سؤرما، ٻير. ۴. پٽ، من. ۵. دکي ٿئي ٿي.
۶. ماءِ، ٻڌي. ۷. ٽڪائو، مڪتي. ۸. ڪرپا. ۹. پرش، مڙس. ۱۰. استري، زال.
۱۱. ٿڙي ٿو. ۱۲. مک ۾. ۱۳. اجايو، وٿرت. ۱۴. ڏني لڳن ٿا. ۱۵. ڏني ڪارائيندو.
۱۶. پرڻيا. ۱۷. [illegible] ۱۸. سنساري جيو. ۱۹. مائين ٿا. ۲۰. وشين روڻي زهر.

(٥) ڪامڻ لوڙيءِ سُمنا ربا - مترا سوڙيءِ لَسس ڪاڏانا
نانڪ ينساپ ڪري لن ڪارڻ - جاسي جم يدور. ياڏانا.

راڳ گـوڙي، محلا پهلا، شبد (١٤)

(٦) گيوڙ هيوڙ ڪنهن شُتَ ناري - يه چينا ٻڙ چاليءِ هاري
جوڙنديءِ ڪيلڻ ڪاچي ساري.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤) ٣

(٧) جب لن اپنو يانڌ يو موها - آويءِ جاءِ سدا جم جوها
جب اِس لي سب بسي يرما - يهد ناهي هيءِ ٻار برهما.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٤) ١

(٨) اوچي مندر محل اَر راڻي - ڦست گهوڙي جوڙي من ڀاڻي
وڏ پروار پوٽ اَر ڌيئا - موهه پچي پچ انڌا موئا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٨٥)

(٩) ٻهڏن ماس پتا سنسار - ٻهڏن شُتَ ڪنيا اَر نار
ٻهڏن ڪرم ڌرم هئو ڪيئا - ٻهڏن پٽ ڪاس من بيئا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، اشٽپدي(١٠)

(١٠) مائي ساپ پٽر - سپ هر ڪي ڪيئي
سيا ڪئه سنبند - هر ڪر ديئي.

راڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١١) اِهِ ڪٽنب سپ جيئه ڪي ٻهڏن ياپي - يرم پلا سنسارا
ان گور ٻهڏن ٽوٽه ناهي - گوُرمک موک دئارا.

راڳ سورٺ، محلا ٽيجا، شبد (٦)

(١٢) ديک ڪٽنب لوڀ موهيو پراڻي - مائيا ڪئه لپٽانا
اَس رچيو ڪر ليو اپنا - اَن چوڏ سراهِر جانا.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٢)

(١٣) مات پتا ڀائي سب ٻهتا - لاڪيءِ رس لوٽانا
جوبن ڌن يرڀتا ڪي مد ميءِ - اَهه نس رهيءِ دوانا.

راڳ ڌناسري، محلا ناوان، شبد (٢)

(١٤) اِهه جڳ آپ اپانيون - ڪر چوج وڏان
پنچ ڌاٽ وچ پائيئن - موهه جوٽ ڪمان.

راڳ سوهي، محلا ٽيجا، وار (٤)

---

١. استري. ٢. چاهي ٿي. ٣. هميشه. ٤. ڪاڏو پيٺو. ٥. هاٿي. ٦. ٭وڙا. ٧. سون. ٨. پٽ. ٩. سنساري ميدان. ١٠. ڪوٺي، اَڏوري. ١١. اَهو ياڻ سان. ١٢. ٻيائي. ١٣. گوروءَ معرفت. ١٤. چنبڙيو پيو آهي. ١٥. آخر نيٺ. ١٦. جراني. ١٧. مهما، مشهوري. ١٨. نشو. ١٩. ڏينهن رات. ٢٠. پرمانما. ٢١. کيل. ٢٢. عجب. ٢٣. ڌاتو، تت. ٢٤. شڪ شبهه.

## (٢) ڀاڪنبءِ ڪوڙا ڪرم ڪانب.

(١) ڪرلوڃ پسوُن[١] ڪي مانس ذات - اوڪ ٻچارا ڪريءِ دن رات

ٻاهر پيک اَنتر مَلُ ماٺيا - چوُس[٢] ناهه ڪچ ڪري چپاٺيا

ٻاهر گيان ڏيان اِشنان - اَنتر بياپي لوڀ سئان

اَنتر اَگن[٣] ٻاهر تن سئاهه - گلُ[٦] پاٿر ڪئسي تري اَنٿاهه[٧]

جاڪي اَنتر بسي پرڀ آپ - نانڪ تي جن سهج سمات[٨].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٥)٤]

(٢) اَنتر مئل جي تيرٿ ناوي[٩] - تس بئڪنٺ نه جانا

لوڪ پتيٺي[١٠] ڪڇوُ نه هووي - ناهي رام اَياڻا[١١]

پوُجهه رام ايڪ هي ديرا - ساچا ناوڻ[٩] گسور ڪي شيوا

جل ڪي مجن[٩] جي گت هووي - نت نت[١٢] ميندڪ[١٣] ناوهه.

جئسي ميندڪ تئسي اوء نر - ڦر ڦر جوُني آوهه.

[راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٧)]

(٣) اِڪ وڻ[١٤] ڪنڊ بئسهه جاء - سڌ[١٥] نه ڏيوهي

اِڪ پالا[١٦] ڪڪر ڀن - سيئل جل هيوهي[٩]

اِڪ ڀسم چڙاوهه[٥] اَنگ - مئل نه ڌووهي

اِڪ جٽا بڪٽ[١٧] بڪرال - ڪُل گهر کووهي[١٨]

اِڪ نگن ڦرهه دن رات - نيند نه سووهي

اِڪ اَگن جلاوهه اَنگ - آپ وگووهي[١٩]

---

١. جانور. ٢. لکاٺڻ، چهاٺڻ. ٣. ڪتو. ٤. ترشنا جي باهه. ٥. پيوُت سمان ڪارو. ٦. ڳچيءَ ۾. ٧. سنساري ساگر. ٨. سمايو پيو آهي. ٩. اِشنان ڪرڻ. ١٠. اِيمان ڇماٺڻ سان. ١١. بي سمجهه، اَڻ ڄاڻ. ١٢. موکش، مڪتي. ١٣. ڏيڏر. ١٤. جهنگلن ۾. ١٥. سڌ، جواب. ١٦. پارو، برف. ١٧. ونيل جٽائون. ١٨. مسائين ٿا. ١٩. بگڙو ڪن ٿا.

(ج-٤)

وڻ ساوي لن چار[1] - ڪيا ڪهه روڙهي
سوهن خصم[2] دوار - جس سنگ نُو شيوڙهي.

[راڳ ملار، محلا پهلا، وار (١٥)]

(٤) ليوت ناوا - جي لس[2] پاوان[3]
وڻ پاڻي[3] - ک ثناء ڪري.

جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٦)

(٥) پهه بيک ڪري پرماتمي - من هردي ڪپت ڪماءِ
هر[2] ڪا محل نه پاوئي - مر وشتا ماهه سماءِ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢)

(٦) پنڊت پڙ پڙ واد[4] وکاڻهه - بن گُر ڀرم ڀُلائي
لک چوراسيهه ڦير پئيا - بن شبدي مڪت نه پائي.

سري راڳ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦) ٥

(٧) انتر ڪپت - ڀگوتي[5] ڪهاوي
پاکنڊ پاربرهم[2] - ڪدي نه پاوي.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٨) ڪت[6] ساست[7] ڀرت[8] مُک گيانا - ڀوڄا تلک تيرت اشنانا
نولي ڪرم آسن چوراسيهه - ان مهه سانت نه آوي جيهه.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، شبد (٥)

(٩) پڙ پڙ ٿاڪي سانت نه آئي - ترشنا جالي سُڌ نه ڪائي
ڀک[9] ڀاجهه[10] ڀک موهه پئياسي - ڪوڙ پرول ڀک ڪاوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٧) ١٧

(١٠) جسي رس لگي ڪوڙي[11] - جاما[11] هوءِ ڀليس
جو رس ڀيوهه ماڻسا[12] - تن ڪمه نرمل چيس.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢)

(١١) پڙ پڙ پنڊت - باد[4] وکاڻي
ڀيتر هوندي[13] - وستُ[12] نه جاڻي.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٤)

(١٢) ڪرم ڪانڊ - ڀهه ڪرهه اچار[15]
بن ناوي - ڌرم[16] ڌرک اهنڪار.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١٤)

---

١. رک، خاک. ٢. پرماتما. ٣. وڻ، پسند پوڻ. ٤. بحث مباحثو. ٥. ڀڳت. ٦. ڇهه.
٧. شاستر. ٨. اچار. ٩. وشين روپي زهر. ١٠. پراپت ڪن ٿا. ١١. ڪوڙا، وستر. ١٢. انسان
جو. ١٣. هردي ۾. ١٤. آتما. ١٥. فيصلا، ڌرم شاستر جا اپديش. ١٦. ٿڪار جوڳو.

(١٣) اُنتر ٻڌُ مڪ اُموت سڻاوئي - جم ٻوُ ر ٻاڌا چوُتان[1] ڪــاوئي
اُنڪ ٻڙدي مهه ڪماوئي ٻڪار - ڪن مهه ٻرگهت[2] هوءِ سنسار.

واڳ گــبرڙي، محلا پنجوان، شبد (٧١)

(١٤) اُنڪ جلّا[3] - جي ڌووئي ڌيهي
مَنُل نه اُلرئي - سڌ نه ليهي.

(١٠٠)

(١٥) جيوت[5] پتر[6] نــه مانئي ڪراوُ - مــؤني ســراڌ[7] ڪرائــي
پتر[7] بــي ٻپڙي[8] ڪهه ڪڻ پاوءِ - ڪئوُتا[9] ڪوُڪر[10] کائي.

واڳ گرڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٥)

(١٦) ڪيا جپ ڪيا تپ ڪيا سنجمو - ڪيا برت[11] . ڪيا اشنان[12]
جب لگ جگت[13] نه جانيئي - ڀــاءُ[14] ڀگت ڀگــوان.

(٣٠)

(١٧) روئيڻا ڪارڻ[15] پــوُرڻهه تال - آپ پڇاڙهه ڌرتي تال
گاون گوپيئا گاون ڪاُن[16] - گــاون سيتان راجي رامُ[17].

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (٥)

(١٨) پــاتي[18] تــوڙئي مــالني[19] - پــاتي پــاتــي جيئهه[20]
جس پــاهن[21] ڪهه پاتي توڙئي - سو پــاهن نــرجيئهه[22].

واڳ آســا، ڪبير صاحب، شبد (١٤)

(١٩) ايڪئي پــاٿر ڪيجئي پاءُ[21] - دوُجئي پــاٿر ڌريئي پــاءُ[23]
جي اُوهه[21] ديئهه ته اوهُ[23] ڀي ديوا - ڪهه نامديو هر هر ڪي شيوا.

واڳ گوجري، ڀگت نامديو، شبد (١)

(٢٠) دوُدُ نه ٻڇڙئي[24] ٿڻهه ٻٿاريو - ڦول ڀؤنـر[25] جل مين[26] ٻگاڙيــو
مائي گوبند پوُجا ڪهان لئي چڙاوءِ - اُورن ڦول اُنوپ[27] نه پاوءِ.

واڳ گوجري، ڀگت رو داس، شبد (١)

(٢١) هنساُن[28] ويـڪـــه تــرنديــا - ٻــگان[29] ڀــي آيا چــاءُ
ڏٻ مئي ٻگ بــپــڙي - ســر تــل اُپــر[30] پــاءُ[31].

واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١)، سلوڪ، محلا تيجا

(٢٢) ديوي ديوا پوجيئئي ڀــائي - ڪيا مانگهه ڪئيا ديئهه
پــاهڻ[31] نير[3] پکاليئئي ڀــائي - جل مهه بــوڏهـــه[21] تيهه.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٤

---

١. ڏک، سزا. ٢. ظاهر، کلي. ٣. ٻاٽي. ٤. سرير. ٥. جيئري. ٦. مـاءُ پــيءُ کي. ٧. ماءُ پيءُ جا پتر. ٨. ويچارا. ٩. ڪانءُ. ١٠. ڪتا. ١١. اندوين تي قبضو. ١٢. ورت. ١٣. پرماتما جي جڳتي. ١٤. پريم. ١٥. وڃائڻ. ١٦. ڪرشـن. ١٧. ســري رامچندر. ١٨. گلن جا پتا. ١٩. مالهڻ. ٢٠. جيو آتما. ٢١. پٿر جي مورتـي. ٢٢. بنا آتما جي. ٢٣. زمين جو پٿر. ٢٤. گابو. ٢٥. جهوُنو ڪيو. ٢٦. مڇي. ٢٧. نيارا. ٢٨. هنس پکي. ٢٩. بگهه پکي. ٣٠. اوُندا، سِر هيٺ ٽنگون مٿي. ٣١. ڏنڊ ڪان پوءِ.

(٢٣) پاٺ پڙهيو اَر پيد پچاريو - اوَل پڳنگر[1] ساڌي
پيچ جهان سڻ سنگ نه ڇڏڪيو - اَڏڪ[2] اَهنبڊ[3] ساڌي
مون پڳيو ڪَوَ[4] پاپي[5] رهيو - نگن ڦرايو ان ماهي
لت ليرت سڀ ڏرلي پرميو - ڊيڊا[6] ڇڏڪيءِ ناهي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)

(٢٤) پيڪ ڦارَي پيڪ ڪر لڪي - اَٺ سٺ[7] ليرت ناءَ
من ڪي ساو نه جناٽي - هؤميءِ پرم پلاءَ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٦)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٥) پت پوڄ پوڄ هندو مئي - تُرڪ[8] مئي سرنائي[9]
اوءِ لي جاري اوءِ لي گاڏي[10] - ليري گت ڏهؤ[11] نه پاني.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢٦) ڪتريتا نه ڏرم[12] چوڏيا - مليچ پاڪيا[13] ڪاني
سرشٽ[14] سڀ اڪ ورن هوئي - ڏرم ڪي گت رهي.

راڳ ڏناسري، محلا پهلا، شبد (٨)

(٢٧) پوڄ سلا[15] ليرت بداسا - پرمت ڏولت پئي اداسا
من مئلي سؤچا[16] ڪڻ هوءِ - ساچ مليءِ پاوءِ پت سوءِ.

راڳ ڏناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ٢.

(٢٨) هر هر ڪرهه نت ڪپت ڪماوهه - هردا شڌ نه هوئي
اَن دن ڪرم ڪرهه بهتيري[17] - سپنيءِ سکه نه هوئي.

راڳ سوهي، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢٩) گُهر[18] مهه ٺاڪر ندر[19] نه آوءِ - گل مهه پاهڻ لئي لڪاوئي
پرمي پؤلا ساڪت[20] ڦرنا - نير برولي[21] کپ کپ مرنا.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٩)

(٣٠) پاڪنب پڳت نه هووئي - پار برهم نه پائيا جاءَ
من هٺ ڪرم ڪماوٽي - ڀيارءَ نه ڪوئي پاءَ.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، وار (٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٣١) چوڏهه[22] اَن ڪرهه پاکنب - نا سوهاگن نا اوهه رنب
جگ مهه بکتي دوڏا ڏاري[23] - گپتي[24] ڪاوهه وُنڪا[25] ساري.

راڳ گونڊ، ڪبير صاحب، شبد (١١)

(٣٢) ليرت ناءَ نه اُترس مئل[26] - ڪرم ڏرم سڀ هؤميءِ فئل
لوڪ پچاريءِ گت نهي هوءِ - نام بهوُٽيءِ[27] چلسهه روءِ.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٢٤)

---

١. يوگن جا نمونا. ٢. ڪٿين. ٣. ڪمت. ٤. سانت جو ورت. ٥. بڪ مان يا لرين سان ڪاٽڻ پيٽڻ. ٦. دنيت پاؤ، بپاڻي. ٧. اَنهت. ٨. مسلمان. ٩. نماز پڙهي. ١٠. دفن ٿيا. ١١. بهي. ١٢. پنهنجو ڏندو. ١٣. برلي. ١٤. ڇڏي ڏني. ١٥. پٿر جي مورتي. ١٦. شڌ، پوتر. ١٧. تمام گهڻا. ١٨. هردي. ١٩. نظر، ڏيان ۾. ٢٠. مؤرک. ٢١. ولوڙي اُو. ٢٢. رن. ٢٣. ڪير پيئندڙ. ٢٤. لڪائي. ٢٥. منائيءَ جا پنج سير. ٢٦. اَفعال. ٢٧. بها

(٣٣) پٽ[١] وڻ ٻوٽا سڀ[٢] وڻ سڄڻ - ڄڃ وڻ ڪاهي جيئڙو
ناڙهہ ڏووهہ للڪ چڙاڙهہ - سڄ[٣] وڻ سوڄ[٣] نہ هوني.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ١

(٣۴) ٻڙيئڻيءَ گنيئڻيءَ[۴] نام سڀ سينئڻيءَ - اَنيئڻ[۵] پاءِ نہ درسيءَ[٦]
لوها ڪنچن[٧] هرن[٧] هوءِ ڪئسي - جڻ پارسهہ نہ پرسيءَ[٨].

راڳ رامڪلي، پڪت روداس، شبد (١)

(٣۵) گهونگهر پاڌ پئي رامداسا[٩] - رولئڻ ڪي اُپاوا
پرڪ نيم ڪرم ڪت ڪيني - پاهر پيک دکاوان
گيت ناد[١٠] مک راڳ اَلاڻي[١١] - من نهي هر هر گاوان.

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٥)

(٣٦) واڇهہ پستڪ وڏ پڙانا - اِڪ ٻهہ سنهہ سناوهہ ڪانا
اَڄڪر[١٢] ڪپت ڪهڻ ڪڻ ڪُليءَ - بن ستگوُر لٽ نہ پانيا.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١١) ٢٢

(٣٧) اِڪ پسر[١٣] لڳاءِ ڦرهہ پيڪداري - بن شبديءَ هؤميءَ ڪن ماري
اَن دن جلت رههہ دن راڻي - پسرم پيک پرماڻي هي.

راڳ مارو، محلا ليجا، سولهو (٦) ٣

(٣٨) سوانگي[١۴] سڻ - جو من رچهاويءَ
سوانگ اُلاريئيءَ - ڦر پڇتاويءَ.

راڳ پيرءِ، محلا پنجوان، شبد (٣٣)

(٣٩) سنڌيا[١۵] ڪال ڪرهہ سڀ ورتا[١٦] - جڻ صفري[١٧] دنقان[١٨]
پرپوُ پلاني اجهڙ[١٩] پالي - نهقل سڀ ڪرمان[٢٠].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٢)

(۴٠) شاستر بيد پران پڙهنتا - پوُڪارنتا اَجاڻنتا[٢١]
جان ٻوُجهيءَ تان سوُجهيءَ سولي - نانڪ آکيءَ ڪوُڪ نهوليءَ[٢٢].

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٣)، سلوڪ محلا پهلا (٢٠)

(۴١) ڏرڳ[٢٣] تنان ڪا جيرپا - جلڪ لِڪ ويڄهہ[٢۴] ناءِ
ڪمنيءَ[٢۵] جن ڪي اجڙيءَ - ڪلواڙي[٢٦] ڪيا لاءِ.

(۴٢) اَنڌا[٢٧] پرپا پر پر ڏوويءَ - اَنتر ڪي مَلُ ڪدي نہ لهيءَ.
نام پنا ڦوڪٽ[٢٨] سڀ ڪرما - جڻ پازيگر پسرم پليءَ.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (١) ٣

---

١. عزت. ٢. سچائي. ٣. پوترتا. ۴. وچار ڪرڻ. ۵. پرماتما. ٦. ڏسجي. ٧. سون. ٨. ڇهي، لڳي. ٩. پرماتما جا ڀڳت. ١٠. سنک. ١١. ڳائڻ، وڄائڻ. ١٢. ياري، سنگين. ١٣. پيرت. ١۴. نالڪي، پيکداري. ١۵. شام جي پوُڄا. ١٦. نيم. ١٧. مڙيئي. ١٨. ٻگهہ لڳي. ١٩. ڪمارڳ. ٢٠ ڪرم. ٢١. بي سمجهي. ٢٢. ڌاڙ. ٢٣. ڏڪار جوڳو. ٢۴. وڪڻڻ لاءِ. ٢۵. سڪرمن جو لوشو. ٢٦. مڪان، نڪاڻو. ٢٧. اَگياني جيوُ. ٢٨. نهقل.

(٤٣) من مهه ڪروڙ مها اُهڃڪارا - پوڄا ڪرهه پهت پسارا[1]
ڪر اشنان ڪن چڪر[2] ٻڌائي - انتر ڪي مَل ڪبهي نه جائي.

واڻي، پرڀاتي، محلا پنجوان، اشٽپدي ٢ (١)

(٤٤) ڪيا اُضُوءَ[3] پاڪ ڪيا مُنهن ڌوئيا - ڪيا مسيت سر[4] لائيا
جئه دل مهه ڪپٽ نماز گذارهه - ڪيا حج ڪعبي جائيا.

واڻي، پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(٤٥) جن آلم ٽٽع نه چيٽيا - سڀ ڦوڪٽ ڌرم اٽبيا[5]
ڪهه ٻيٺي گورمک ڌياوئي - بن ستگور ٻاٽ[6] نه پاوئي.

واڻي، پرڀاتي، ٻيگمت ٻيٺي، شبد (١)

(٤٦) ڪبير مئي جانيو پڙهبو[8] ڀلو - پڙهبي سئه ڀل جوگ[9]
ٻڳمت پاؤ نه ڇاڏئه رام ڪي - پاوئي ننده لوڪ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٤٥)

(٤٧) ڪبير جهني[10] ڪات ڪي - ڪيا دڪلاوهه لوءِ[21]
هردئي رام نه چيٽهي - اِهه جهني ڪيا هوءِ.

(٧٥)

(٤٨) ڪبير ملان مناري ڪيا چڙهه[12] - سائين نه ٻهرا[13] هوءِ
جا ڪارڻ تون بانگ ديئه[14] - دل هي ڀيتر جوءِ.

(١٨٤)

(٤٩) شيخ صبوري[15] ٻاهرا - ڪيا حج ڪعبي جاءِ
ڪبير جاڪي دل ثابت[16] نهي - تاڪئه ڪهان خداءِ.

(١٨٥)

(٥٠) هوم جڳ سڀ تيرٿا - پڙ پنڊت ٿڪي پُراڻ
بِکُ مائيا موهه نه مٽئي - وچ هؤمئي آوڻ[17] جاڻ.

سلوڪ، محلا ٽيجا، (٣٧)

(٥١) منمکُ[18] حڪم نه ٻجهئي ٻپڙي - نت هؤمئي ڪرم ڪماءِ
ورت نيم سچ سنجم پوڄا - پاکنڊ ڀرم نه جاءِ.

سلوڪ، محلا چوٿان، (١٩)

(٥٢) تيرٿ برت آر دان ڪر - من مئي ڌري گمان[19]
نانڪ نهڦل جات تهه - ڪنچر[20] اشنان.

سلوڪ، محلا ناوان، (٤٦)

---

١. وستار، گوڙ گمسان. ٢. نموني نموني جا تلڪ. ٣. وُضوُ. ٤. نماز پڙهڻ. ٥. آنڌا. ٦. گورو ۽ معرفت. ٧. سچي راهه. ٨. پڙهڻ چڱو يا بهتر آهي. ٩. پرمالما سان لڌو لڳائڻ. ١٠. مالها. ١١. ماٿهن ڪي. ١٢. چڙهين ٿو. ١٣. ٻوڙو. ١٤. ڳولهه. ١٥. صبر، شانتي. ١٦. قابو، شڌ. ١٧. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٨. مؤرک، بيمک. ١٩. آوشواس. ٢٠. هاٿي.

## (٣) جوڳــو جڳياسو.

(١) تنکن تيرٿ جو پانيڌي جوڳ - ٻن ڪا مرگ مڪت سڀ هوڳ
ڪيا ناڱي ڪيا ٻاڌي چام - جب نهي چينس آتم رام (١٠و)
موند منڊائي جو سڌ پائي - مڪتي ڀيڏ نه ڳئيا ڪائي
بند واڪ جو لريڌي پائي - خسريو ڪئه نه پرم گت پائي
ڪهه ڪبير سنهه نر پائي - رام نام بن ڪن گت پائي.

[راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤)]

(٢) کنج سادي ليو ليو ڌوليئا - تهري پانن تنگ
گلسي جني جپ ماليئا - لوني هٿ نپنگ
اوه هر ڪي سنت نه آکيئهه - بنارس ڪي لگ
انسي سنت نه موکئه پاوهه - ڏالا سئه پيڏا گنڪاوهه (١٠و)
باسن مانجهه چڙاوهه اوپر - ڪاٺي ڌوء جلاوهه
بسدا کوڌ کرهه ده چولي - ساري ماٿس کاوهه
اوء پاپي سدا ڦرهه اپراڌي - مکهه اپرس کهاوهه
سدا سدا ڦرهه اڀماني - سگل ڪتب ڏباوهه
جت ڪو لاڳا تتهي لاگا - تئسي کرم ڪماوئي
ڪهه ڪبير جس ستگور پيئي - پهرپ جنم نه آوئي.

[راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٢)]

(٣) پنڊت واڇهه پروليئا - نا بوجهه وچار
انکه متي دي چلهه - مانيا ڪا واپار.

*سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ٥

---

١. انگهاڙو. ٢. هرڻ. ٣. چمڙو. ٤. ڳرلهين، سڃاڻين. ٥. مٿو ڪوڙائي. ٦. ريئون. ٧. ويري. ٨. ڪدڙا. ٩. مڪتي. ١٠. ڳڙ، وال. ١١. تن لمدن وارا. ١٢. جٽيئا. ١٣. مالاهون. ١٤. چلڪڻا. ١٥. ڪاشي. ١٦. ٽاريون. ١٧. وڻ. ١٨. ڳرڪايوچڏين. ١٩. ٻاسڻ. ٢٠. ملي، ڌوئي. ٢١. ڌرلي. ٢٢. ڪوني. ٢٣. اڳلو. ٢٤. جاچين، ٻڌن ٿا. ٢٥. پين ڪي. ٢٦. مست، اپڊيش.

(۴) جهہ ڪارڻ تنُ ڌريت جاهي - ونُ هدارت ڳهتَ هي ماهي
هڙ هڙ ٻنڌت ٻاڌ وڪاڻي - ٻيتر هوُندي وسعت نہ جاڻي.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (۴)

(۵) ٻگت ڪرهہ موُرک آپ جڻاوهہ - نچ نچ ٽپهہ ٻهت دک پاوهہ
نچئي ٽپئي ٻگت نہ هوءِ - شبد مرئي ٻگت پائي جن سوءِ.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (۴)

(٦) ٻاهر ٻيک ڪرهہ گهنيري - انتر ٻکيا اتري گهيري
اوُر اُپديسئي آپ نہ ٻوُجهئي - اُنسا برهمڻ ڪهي نہ سيجهئي.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (۸)

(۷) ڪڪئي ڪارڪروڌ ٻرميوهہ موُڙي - ممتا لاڳي تڌ هر وسريا
ٻڙهہ ڳڻهہ ٿوُن ٻهت ٻڪارهہ - وڻ ٻوُجهي ٿوُن ڏوُب مئا.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، پٽي (۸)

(۸) ٻڙ ٻڙ ٻنڌت موني ٿاڪي - ٻيکي مڪت نہ پائي
نانڪ ٻن ٻگتي جڳ ٻوُرانا - سچئي شبد ملائي.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، ڇنت (۳) ۱

(۹) ڳئو براهمڻ ڪئہ ڪر لاوهہ - گوبر تڙڻ نہ جائي
ڌوتي ٽڪا تي جپ مالي - دان مليڇان کائي
انتر پوُڄا ٻڙهہ ڪتيبا - سنجم ترڪا ڀائي.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (۱٦)

(۱۰) انتر مل نرمل نهي ڪيا - ٻاهر ٻيک اداسي
هردي ڪمل ڳهتَ برهم نہ چينيا - ڪاهي ٻئيا سنياسي.

راڳ گوجري، ٻگت ترلوچن، شبد (۱)

(۱۱) قاضي ڪوُڙ ٻول مَلُ کاءِ - براهمڻ ناوئي جيئا گهاءِ
جوڳي جُگت نہ جاڻئي انڌ - تيني اوجاڙي ڪا بنڌ.

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (۷)

(۱۲) جوڳ نہ کنٿا جوڳ نہ ڏنڊئي - جوڳ نہ ڀسم چڙهائيئي
جوڳ نہ منُدي موُنڊ مڊائيئي - جوڳ نہ سنڱي وائيئي
جوڳ نہ ٻاهر مڙهي مساڻي - جوڳ نہ تاڙي لائيئي
جوڳ نہ ڏيس دسنتر ٻوليئي - جوڳ نہ تيرٿ نائيئي.

راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (۸)

---

۱. ڪنارا، ڪنڌي. ۲. بحث مباحثو. ۳. هردي ۾. ۴. ٻهنجي وڏائي ڪن ٿا. ۵. وشين جا وڪار. ۶. ٻاس ٻوندو. ۷. وڃائڻ. ۸. نہ سمجهڻ. ۹. پاڳل. ۱۰. ڀل، محصول. ۱۱. چيڙو. ۱۲. مسلمان. ۱۳. اسلامي، ڪتاب. ۱۴. رهڻي ڪهڻي. ۱۵. ملي، مهٽي. ۱۶. سڃاڻو، پڇاڻيو. ۱۷. کهي. ۱۸. اگياني. ۱۹. اسانجي خالمي لاءِ جوابدار آهن. ۲۰. ڪفني. ۲۱. مندرا. ۲۲. وڄائڻ. ۲۳. مون ورت رکڻ. ۲۴. پتڪڻ. ۲۵. اشنان ڪرڻ.

(١٣) ڏولي اوُجل للڪ گل مالا - اَنتر ڪروڌ ڀـرڙهه نٽ[1] شـالا
نام وسار مائيا-مدُ[2] پيتا - ٻن گور ڀڳتي نـاهي سک ليتا.

راڳ ٻلاول، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ٢

(١۴) گـرهه[3] تج ٻن ڪند جـانيئي - چـن ڪـانيئي ڪندا[4]
اَجـهه[5] ٻڪار نـه چـوڏني - ڀـاهـي مـن منـدا.

راڳ ٻلاول، ڪبير صاحب، شبد (۴)

(١۵) گـهوري[6] ڀيوُت لاءِ بڻنا لـاڙي[7] - ميري ليري مندرا ڌاري
مانگهه نوُڪا[8] ترپت نه ڀاوي - ناٽ[9] چوڏ جاچهه لاج نه آوي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١٣)

(١٦) ڪٽ[10] ڪرما اَر آسڻ ڏولي - پاکٽ[11] گرهه ٻڙهي نٽ ڀوتي
مالا ڦيري منگي ڀيوُت - اِهه ٻـد ڪوءِ نـه تراٻ ميت.

(١٧)

(١٧) بند نه راکهه جتي ڪهاوهه - مائي[12] مانگت ترپي[12] او ڀـاوهه
نرديا نهي جوت اَجالا - ٻـوڏت ٻوُڏي سرب جنجالا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ٢

(١٨) اِت ڪنـگري[13] ڏهان نه لاگي جوگي - نـا سچ پاڻي پاءِ
اِت ڪنـگري سانت نه آوي جوگي - اَيمان نه وچهه جاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي، (۴) ١

(١٩) آٻن اوُچ نيچ گهر ٻـوجن - هني ڪرم ڪـر اُدر[14] ڀرهه
چوُدس اماوس رچ رچ مانگهه - ڪر ديپڪ[15] لي ڪوُپ[16] پڙهه.

راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (۵)

(٢٠) لمبي ڪرڪي دهي ساڏي[17] - منوُنـا ڌهه دس[18] ڌانـا
ٻـرهمچار ٻـرهم چج ڪينا - هـردي پڙيا گمانـا
سنياسي هوئڪي تيرٿ ڀرميو - اُس مهه ڪروڌ ٻگانا[19].

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١۵)

(٢١) من ڪي اَندي آپ نه ٻوُجهه - ڪاهه ٻجهاوهه ٻـائي
مائيا ڪارن ٻـديـا ٻيچهه[20] - جنم اَٻـرٿـا[21] جائي.

راڳ مارو، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢٢) سمرت[22] شاستر پڙهه من[23] ڪيتي - ٻن شبدي سرت[22] نه پائي
ترِي[25] گـڻ سيي روڳ بياپي - ممتا سرت[24] گـوائي.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (١١)

---

١. بازيگر جا کيل ٢. نشو، شراب. ٣. گهر. ۴ ڦل ڦول. ۵. لڏهين ٻ. ٦. گهاٽـي.
٧. ڪوڙي سماڌي. ٨. روٽي ٽڪر. ٩. ٻرماتما. ١٠. چهه. ١١. دولتمند. ١٢. اِستري، زال.
١٣. جوڳين جو ساز. ١۴. پيٽ. ١۵. ڏيئو. ١٦. کوُهه. ١٧. قبڻي ٻ رکي. ١٨. ڏهـن
ڏسائن ٻ ڀٽڪي پيو. ١٩. ٻين ڌار ٻـن سـان. ٢٠. وکڙو ٿنا. ٢١. اَجايـو، وڃرت.
٢٢. سمرتيون. ٢٣. عدي. ٢۴. سوٺي، گيان. ٢۵. ٽي.

(٢٣) ٻن ٻيراڳ ـ ڪهان ٻيراڳي
ٻن هٺ[1] تياڳ ـ ڪهان ڪوڙ تياڳي.

راڳ پرڀ، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٢٤) پنڊت جن مالي[2] پڙ پران ـ جوڳي مالي جوڳ ڌيان
سنياسي مالي آهنمو[1] ـ ٽوپي مالي لپ ڪيئي ٻيتو[3].
سڀ مد مالي ڪوڙ نہ جاڳ ـ سنگ هي چور[4] گهر مسن لاڳ.

راڳ بسنت، ڪبير صاحب، شبد (٦)

(٢٥) هردي ڪپٽ نس ڪپٽ ڪماوهہ ـ مکهہ هر هر ستڻاءِ
انتر لسوپ مها غبارا[5] ـ ڪُهَ[6]ڪُونيءِ[7] دڪ ڪاءِ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢٦) هؤميءِ[1] يڳت ڪري سڀ ڪوءِ ـ تا من ڀيڄيءِ نا سک هوءِ
ڪهہ ڪهہ ڪهڻ آپ جاڻائي ـ ارثي[8] يڳت سڀ جنم ڳوائي.

راڳ ملار، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦) ٣

(٢٧) ڪيا آڏسي[9] مڃن[10] ڪيتا ـ ڪيا مسيت سر نائين[11]
دل مهہ ڪپٽ نوار[12] ڳذاريءِ ـ ڪيا حج ڪعبي جائين.

راڳ ڀرڀاتي، ڀڳت ڪبير، شبد (٢)

(٢٨) ڪبير جمئي[13] ڪاٺ ڪي ـ ڪيا دکلاوهہ لوءِ[14]
هرديءِ رام نہ چيتهي ـ اِهہ جمئي ڪيا هوءِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٧٥)

(٢٩) ڪبير من مونڊيا[15] نهي ـ ڪيس[16] مونڊائي[15] ڪاءِ
جو ڪڇ ڪيتا سو من ڪيتا ـ مونڊا[15] مونڊا[15] جاءِ.

(١٠١)

(٣٠) ڪبير ٻتسو[17] هونسا لہ ڪيا ٿيا ـ مالا ميلي چار
باهر ڪنهن[18] پارها ـ ڀيٽر[19] ڀري انڪار[20].

(١٤٥)

(٣١) جوڳ نہ ڀڳوئي[21] ڪپڙي ـ جوڳ نہ ميلي وهس
نانڪ گهر ٻيٺا جوڳ پائيئي ـ ستگور ڪئي اپديس.

سلوڪ، محلا ٽيجا، (٦٤)

(٣٢) جان مون اڪ[22] نہ لڳ ٽ[23] ـ جتي ٻنٺي در ڪنڙي
ٻامڻ برنسا[8] ڳيو جنم ـ جن ڪيتو[24] سو وسري.

سلوڪ، محلا پنجوان، (٤)

---

١. ايمان. ٢. مسيت، مڪهن آهن. ٣. پيڊ. ٤. پنچ وڪار. ٥. اونده. ٦. اجايا ڪم ڪن ٿا.
٧. پڇي. ٨. اجائي. ٩. جڳيات جو منڊر. ١٠. اشنان ڪرڻ. ١١. جهڪائين. ١٢. نماز.
١٣. مالها. ١٤. لوڪن ڪي. ١٥. ڪوڙائڻ. ١٦. وار. ١٧. وشنو. ١٨. سونا زيور. ١٩. اندر بر.
٢٠. ميڙ، ڪپٽ. ٢١. ڳيڙو رنا. ٢٢. پرمالما. ٢٣. پيڙ لاءِ لڪين در. ٢٤. برهمڻ.

## گرهستي ۽ پاڪيزگي.

دک جي ڪارڻ ۾ گهري وڃڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته اسين جيڪا جيون گذاري رهيا آهيون تنهن تي ڪجهه سوچ ويچار ڪريون. گهڻي ڀاڱي ته ماڻهو گرهستي جيون ۾ پرواز سان رهندا ۽ ڪي ٿورا سنسار کي تياڳ ڪري جهڙ ته سنياس يا سنتپڻي ۾ رهندا. عام طور گرهستيءَ جي جيون ڪيئن ٿي گذري؟ هن جي دنيا واڳ ۽ ديش جي آڌار تي، ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصو پنهنجو ۽ ٻيو حصو پرائو. سندس ڪٽنب جا ڀاتي، مٽ ۽ سنبنڌي جيڪي ڪيس وٽن ٿا يا جن کي هو پاڻئي ٿو سمجهي سندس پنهنجي دنيا وارو حصو آهن ۽ انهيءَ حصي سان هن جو هلوار سڀني نموني سان آهي. باقي ٻي جيڪا دنيا آهي سا هن جي لاءِ پرائو حصو آهي ۽ انهيءَ سان هن جو هلوار اڻٽي يا ٻئي نموني سان آهي. هن جا ويچار ۽ ڪرياڪون انهي حصن لاءِ الڳ الڳ آهن ۽ هڪ ٻئي کان صفا ابتڙ ۽ علحدو آهن، چوڻ وچڙ پنهنجي ۽ پرائي يا ميري ۽ تيري جو وڏو ويڇو وڌل آهي.

نتيجو اهو آهي ته انهيءَ ٻيائيءَ يا ڌيت جي پاڙ ڪري هن جو من ٻن جدا جدا حصن ۾ ٿو ڪم ڪري. ڇاڪاڻ ته اهي ٻئي حصا هڪ ٻئي جي برخلاف يا ورود ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، تنهن ڪري هن جو من ٻه حرفتي ۽ ڪڏهن ٿي ٿو پئي. ڪڏهن من هميشه اشانت رهندو ۽ اشانتيءَ مان دائما دک ۽ نراسائي پيدا ٿيندي رهندي. اهڙي من کي دنيا ۾ فقط پنهنجي پاوناڻ جا پند ۽ پاڇا پيا نظر اچن ۽ سچي صورت پسڻ ڪاڻ ئي ٿي پوي.

ڏسبو ته اهڙي جيون موهه جي راڄ ۾ جڪڙيل آهي ۽ جنهن جي هڪڙي ٻڙي گرهستيءَ جي ڳلي ۾ پيل آهي ته ٻي ٻڙي پنهنجي دنيا واري حصي ۾ پوءِ جيئن گهاڻي ۾ ڏاند پيل اکين سان سڄو وقت ساڳئي چڪر ۾ پيو ڦرندو آهي، تهڙيءَ طرح گمراهه ٿيل گرهستي به راڄ جي ماپ جي پيماني ۾، سڄي زندگي پنهنجي دنيا واري حصي ۾ چڪر ڪاٽي ڪاٽي، هٿ هٿ ڪندي، ورت وڃائي ٿو.

حقيقت ۾ مٿس جو موهه "پنهنجن" سان ڪونه آهي پر پنهنجي من جي پاوناڻ سان آهي جي پڻ پنهنجي ور ور ڦرن گهرن ۽ انهيءَ ڦرتيءَ گهرتيءَ مطابق، جو هميشه پنهنجو آهي سو پوءِ پرائو ٿيو پوي ۽ جو اڄ سڄڻ آهي سو سڀاڻ شتروءُ ٿيو پوي. اهڙيءَ طرح پنهنجي دنيا وارو حصو، اندر جي پاوناڻ جي نقش مطابق، پيو وقت به وقت بدلجي سدلجي. پوءِ جن ۾ موجوده موهه آهي تن جي انتيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ سڀ ڪجهه روا ٺهرائيو ٿو وڃي. اهڙيءَ موهه جي اسٽتيءَ مان پوءِ سڀئي وڪارن جو وڻ ... پوءِ جي جيئري جيون پاڙا ۾ ڪمارڪ ڏانهن گهلين ٿا. مرڻ کان پوءِ نرڪ يا سورڳ جا پد هجن يا نه هجن پر انسان اهڙيءَ جيون ۾، پاڻ لاءِ سڄو پورو نرڪ ته هت ئي اڳيئي اڏي ڇڏيو آهي. سندس

وڪار ۽ ڪرلب دک جو ٻج هر وقت پيا ڇٽين ۽ جڏهن دک جو سلو اُڀري وڏو ٿئي ٿو
ته انسان پنهنجي اندر جي ٻڌوان ۽ ٻاهر چوطرف، دک جي علاج لاءِ پيو هٿوراڙيون هڻي،
ڀٽڪي ۽ ڀڙڪي. جيون ۾ دک جي ليلا کهڙي نه عجيب ۽ وچتر آهي! علاج هٿ پـــر نه
ڪوجها لڳي پـــر. پيد پنهنجي :من جا ٻه ڏسڻ ۾ اچن ٻين جي جيون جي ڌارا ۾.

موهه جو نشو شراب جي نشي کان به گهڻو گهاتڪ آهي. شراب جو نشو ته ڪجهه وقت
کان پوءِ لهي ٿو پر موهه جو نشو ته هردم قائم دائم آهي، سر تي سوار آهـي، جنهن انسان
جي سموري سڌ ٻڌ وڃائي ڪيس انڌو ڪري ڇڏيو آهي. ايتري قدر جو هو پنهنجي دنيا
واري حصي لاءِ ڪجهه به ڪرڻ کان ڪون ٿو ڪُسي، چاهي پرائي دنيا واري حصي سـان
ڪيترو به ڪوڙ جو وهنوار ڪرڻو پئي، بي ايماني ڪرڻي پئي، چوري، ٺڳي، دوکيبازي
ڪرڻي پئي، لوڀ ۽ لالچ ۾ ڦاسجي، وير ۽ وروڌ جو حامي ٿيڻو پوي، ڪروڌ ۾ لن ۽ مسن
پسر ڪرڻو پوي، ابرڪا ۽ اهنڪار جي آگ ۾ جلڻو پئي، سچ ۽ ايمانداريءَ کان منهن موڙڻو
پئي، چنتائن ۽ ڳڻتين ۾ ڳرڻو پئي، ٻنڌڻن ۾ ٻڌجڻو پئي، يا پرماتما کي به وسارڻي پئي.
گوروُ صاحبن گرهستيءَ جي دردشا جو ورڻن کهڙو نه سندر وچنن ۾ ڪيو آهي جي هتي
ڏنل آهن ۽ جن مان ٻه وري به هيٺ ڏجن ٿا:

(١) لاوءِ ماتا پتا سدا ڳـــل سيتي - مَنِ جاڻيءِ ڪت ڳوائي — سري راڳ، محلا
جـــو ڊيـــوءِ لسيءِ نـــ جاڻيءِ - دلـــي نـــر لهتائي. — چوٿان، پهري (٢)١

(٢) مـــالـــي اُســاپ پُتر - سڀ هـــر ڪي ڪيتي — راڳ گوجري، محلا
سيـــنـــا. ڪٿ سنبنـــڌ - هـــر ڪـــر ديتـــي. — چوٿان، شبد (٧)

موهه جي اُنڌ، انسان جي مبورلي کهڙي نه ڪڏي ، ڪاڻي ڪري ڇڏي آهي!
جنهن پرماتما جي مهر سان هن کي پروار، پدارٿ، سڄڻ ۽ سنبنڌي نصيب ٿيا آهن، اُنهيءَ
کان صفا غافل ۽ بيمک ٿي، ڏنل ۽ مليل وستن کي پنهنجو سمجهي، چنبـــڙي پيو آهي ۽
اُنهن پٺيان پنهنجو دين ۽ دنيا ٻئي وڃائي ويٺو آهي. واهه قادر تنهنجي قدرت، تنهنجي
ليلا! هي مالڪ تو انسان کي ٻُڌي جا لاءِ ڏني ۽ هوُ ڇا ۾ ٿو استعمال ڪري!!

جيڪڏهين واڳ ۽ دنيش وچان گرهستيءَ پنهنجي ستيا ناس ڪئي آهي ته پاڪبدي
سادن جي جيون به گهٽ گندي ۽ بگڙي ڪانه آهي. من کي رنگ لڳائڻ بدران هو پنهنجي
سر ۽ پوشاڪ کي ولي ٿو ڪئين قسمن جا رنگ لڳائيندو ۽ ڀيک بدلائيندو. مـــن ۾
اچائون اُشڌ پر ولي لوڪ کي شڌ جيون جا اُپديش ڏيندو، من ميرو پر ٻاهران سرڀ جي .

صفائي ۽ سينگار، مَن مندر ۽ شيطان جو سجدو ٿيو ٿاهران مندرن ۾ ٿُرجائُون ۽ ٺيرن جون ٺاهرائون، مَن ڪيان ڪان خالي ۽ مڪ مان وديسا جو وارتالاپ، مَن تريشنا ۾ تڙپي ٿيو ٿو ٻاهران ٻنگ ۽ آڏيمر جي تشي ۾ اکهور نند، مَن وڪارن ۾ وڪوڙيل ٿو ٻاهران ڪُوڙي ڪرم ڪانڊ جون ڪرياڻون ۽ پوجائون، مَن اَشانت ٿو ٻاهران هوم، يگيه، جوڳ، يوڳ ۽ آسڻ ۽ راس ليلائن ۾ لڳي ٿي واسنا مان ڪگوُن-وهائي، مَن لي ڪامنائن جي ڪالناسڻ ٿو ٻاهران ٻانگا فقير، مَن جا آلمڪ سِلا صفا سُڪل ٿو ٻاهران وڏيون جتائون ۽ لنبيون ڏاڙهيون، مَن ۾ آگ جا الا ٿو ٻاهران سر ٿو سيتل پيوئيءَ سان ٻريل، مَن لي مبورنجن جي مستي ٿو ٻاهران لن ڪي تسا، ٻا مَن لي جهوريءَ جي جهنڊ ٿو ٻاهران ڏاڙهي، مڇون ۽ متو ڪوڙيل. مطلب ته رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ ۾ زمين آسمان وارو فرق. اهي آهن پاکنڊ جا پُوجاري، پرمَن جا ٻيکاري، گياني گورو، موکش جا مهندار ۽ سادڪن جا سونهان، جن جي پنيان دکي انسان پنهنجي دک دور ڪرڻ لاءِ ٻيا ٻٽڪن! ڀلا جنهن خود پنهنجو دک نه مٽايو آهي سي ٻين جو دک ڪيئن دُور ڪري سگهندا ۽ اُجهڙ راهه مان ڪڏي ڪيئن رُوحاني راهه ۾ رهبري ڪري سگهندا؟

اُهڙيءَ ريت گرهستين ۽ تياڳين گڏجي دک جي مورچي کي مضبُوط ٻڌايو آهي ۽ ڌرم جي هاڃي ڪئي آهي. گرهستي آهي ڀوڳي ۽ تياڳي ٺهيو آهي لوڀي. ڀوڳيءَ کي ٻڌ آهي پنهنجي ڀوڳن جي سزا جو ۽ هُو سمجهي ٿو ته مان ڪُوڙ ۽ ڪمت سان ميڙيل مايا مان ڪجھ دلالي ڏئي، انهيءَ سزا مان ٻاڻ ٻچائي سگهندس. اها فضا لوڀيءَ کي ڏايو لهڪي ٿي اَچي. ترت ٿي رمل جي راند رچي ٿو. ڪُوڙا ڪرم ڪانڊ ۽ پاکنڊ سڀ انهيءَ راند جي رچنا آهن، جنهن ۾ سارو سنسار غلطان آهي. گرهستي خوش ته جيون ۽ ڌرم اهي ٻه نراليون ڌارائون آهن، جن جو هڪٻئي سان ڪو به تعلق يا ميلاپ ڪونه آهي. زندگيءَ جو وهنوار ٿئي ڪُوڙ ڪمت جي ڪامنائن ڪالڻ ڪجي، ته به ٻولو نه آهي ڇوته سوورن ٻاڻن ۽ اَپراڌن جو پراشچت، پاکنڊ وسيلي ٿُورو ٿي سگهبو. هڪڙا پاپ اِئين ڌوتا يا مٽيا نه ٻيا نئين سر شروع ڪري سگهجن ٿا. اهو سلسلو جاري رکي، پرمالما آڳيان صاف ۽ پاڪدامن ٿيڪو پيش ڪري سگهجي ٿو. تياڳي خوش ته مان ويدن جهڙي وديا پرائي، جنتر، منتر ۽ تنتر سکي، ٻا تياڳ جو پيسٽ ولي، جڳت جو اڌار ڪري رهيو آهيان. پرمالما جو پيلاوٽو ٻڌجي، رُوحاني راهه جي رمزن سان، منش ذات کي روشن ماع ڪري رهيو آهيان.

اهو ٺهيو آهي ڌرم، جنهن جي رنگ ۾ رتل آهن مندر، مقام، مسجدون، مڙهيون، ديوليون، درگاهون ۽ تيرٿ آستان. انهيءَ مٿي لي اَچي ٻيٺو آهي گورو ۽ چيلي جو وهنوار. اَلڏو اَلڏي کي رستو ڏيکاري رهيو آهي. جتي جيوَنِ اکين هوندي ڏسڻ ٻند ڪيو آهي ۽ ڪين هُوندي ٻڌڻ ٻند ڪيو آهي، اُتي سچي سمت کي ٻاڳل يا ناستڪ ٿو سڏيو وڃي ۽ هن جي سکيا ۽ سمهي کي ڌرم جي برهسپتي سمجهي لي وڃي. باقي ڇوٻن

۽ چورن جي چيڪاڻيءَ واند مان عام لوڪن کي ڏاڍي وندر ۽ وروَنهن لڳي حاصل ٿئي.

انهيءَ ڪري گورو صاحبن اسانکي پاکنڊ جي جدا جدا روپن کان آگاهه ڪيو آهي ۽ انهن جي برخلاف بلند آواز اٿاريو آهي. هتي جا مکيه وچن هيٺ ڏنل آهن جن مان ٻه مکيه وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

(١) اَنتر ملُ جي ليرٿ ناويءَ - تس بيکنٺ نہ جانا
لوڪ پتيڻي ڪڇوُ نہ هوويءَ - ناهي رام اِيانا.
— واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٧)

(٢) پيکڏاري پيک ڪر ٿڪي - اٺ سٺ تيرٿ نہاءِ
من کي سار نہ جاڻي - هؤمي ڀرم ڀلاءِ.
— واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٦)، سلوڪ محلا تيجا

اِنسان جي هڪ حيثيت آهي جا ٻيا ٻاهران ڏسن ٿا ۽ ٻي حيثيت آهي جا هوُ خود ٻين کي ڏيکارڻ چاهي ٿو. اِهي ٻئي حيثيتون نقلي ۽ ناٽڪي آهن ۽ اُنهنجي پٺيان سچي هستي لڪل آهي جا نہ ٻيا ڏسي سگهن ٿا ۽ نہ هو پاڻ ڏسڻ يا ڏيکارڻ لاءِ تيار آهي. اِها وچيا يا ناٽڪ آهي پاکنڊ. جيستائين اِنسان پنهنجي اَصلي حيثيت کي نہ سڃاڻندو ۽ پرگهٽ ڪندو ۽ نقلي ناٽڪ نہ بند ڪندو، تيستائين هن جو دکدور ٿيڻ اَسنڀو آهي ۽ ناشدني آهي، لوڙي گرهستي ڪيترو بہ پاڻ پتوڙي ۽ تياڳي ڪيترا بہ ڀيکہ ڌاري. اِهي سانگ يا ڍونگ پاڻ کي دوکو ڏئي سگهن ٿا ۽ دنيا جي اکين ۾ بہ ڌوڙ وجهي سگهن ٿا پر سچ جي سودي ۾ ڪجهہ بہ ڪارگر ڪونہ آهن. وڏي رڪاوٽ آهن. سچ جي پروڙ بنا نہ اگيان جي اوُنداهہ مٽجي، نہ گيان جو پرڪاش ٿيندو ۽ نہ دک جي دردشا دوُر ٿيندي.

تنهن ڪري اي بندا، ڍونگ کان جند آزاد ڪر، سچ جي تلاش ڪر تہ دک جو دپرو ٽهي. اَڄ بہ جدا جدا وڪارن جي وچور ڪري ويچار ڪريون ۽ انهن جي جڙ لهون چو تہ مرض جي رڳ پڪڙڻ کان سواءِ نہ صحيح علاج ٿيندو ۽ نہ وري ڪا شفا جي اميد رکي سگهبي. جيستائين مرض جي رڳ هٿ نہ چڙهي آهي، تيستائين ڪوبہ علاج ڪارگر ۽ شفاياب نہ ٿيندو. هيڪاري مرض وڌندو وڌندو ۽ وڌيڪ کهندو ۽ لاشفا ٿيندو. اِهو علاج اَندر ۾ اٿئي. اندر جي ايمانداريءَ بنا ٻاهريان ڀيک ۽ واعظ جا ٽوٽڪا سڀ ٿوڪٽ آهن. اندر جو علاج اندر ۾ ئي آهي.

باقي سوال اُٿي ٿو تہ آخر پلا گرهستيءَ جو گرهست آشرم يا گهر سان وهنوار کهڙي نموني جو هئڻ گهرجي؟ انهيءَ جو جواب صاحبن پنهنجي جيون ۽ اُپديش دئاران صاف ۽ سڌو ڏنو آهي. گهر جون جوابداريون ڇڏڻيون نہ آهن پر باقاعدي نباهڻيون آهن، دل وجان سان پر حق حلال سان. عزيز ۽ متر سڀ سنجوڳي سنبندي آهن جن سان سهوڊ ٿيل

ناتا نباهيندا آهن، پر فرض ادائيءَ جي لحاظ کان ۽ نه لالچ ۽ موهه جي مطلب کان. جتي "ميري ليري" يا "پنهنجي پرائي" جو ڀيد ڀاءُ مٽيل هوندو، اُتي من الڳ الڳ ۽ وراهيل حدن اندر محدود نه رهندو. اهڙو من وشال هوندو ۽ منش کي سنئين راهه تي رکندو. هو ڪتب لاءِ دين ۽ دنيا نه لٽائيندو پر پنهنجي پگهر جي پورهيي مان گهر جو گذران ڪندو ۽ ٻچن جي پالنا ڪندو. ڪُوڙ ڪپٽ جي ڪمائي ڪونه ڪندو. لوڪ لڄا اندر رهندو ۽ پرلوڪ جو پڻ توشو ناهيندو. پساڪند کان پري ڀڄندو ۽ ڏونگ نه رچائيندو. ڪُوڙي ۽ اجائي ادمبر کان ڪنارو ڪري، سادگيءَ ۾ رهندو. سچ جي اوٽ وٺندو ۽ سچن جو سنگ ڪندو. دنيا ۾ رهي به هو دنيوي وهنوارن ۾ چت نه اٽڪائيندو پر ڪنول گل جيان نرليپ رهندو. مطلب ته ارٿ ۽ ڪام ٻئي مڪتي ماڻائي سگهن ٿا بشرطيڪ جيون ڌارا جي جڙ ڌرم تي ٻڌل آهي.



(٤) جب تب سڄڻ چوڙ سڪرت مَت - رام تسام تـه آراڌيا
اڇليا ڪام ڪال مت لاڳي - لون آن سڪمت ڳل ڀاڏيا
ترن ليچ پرلوڀ مڪ جوڌ - سُر آپسر تـه پڇانيا
انمت ڪام مها بڪ پرولي - پاپ پن تـه پڇانيا.

سري واڳ، پڳت بيٺي، شبد (١)

(٥) ڀڪي لڳوڙي - جن جن ڪاني
تسانڪي ترشنا - ڪبهون نـه جالي.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٩٧)

(٦) ساڌو - اهه من گهيو نـه جالي
چنچل ترشنا سنگ بست هي - يالي تر نـه رهاني.

واڳ گوڙي، محلا نساوان، شبد (٤)

(٧) جوران دا آکيا پرک ڪماودي - سو آپرت اميند ڪلا
ڪام وياپي ڪسڌ نر - سي جوران پڇ چلا.

واڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٩)

(٨) جب لگ من - بڪنت ڪي آس
تب لگ هوء - نهي چرن نواس.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٠)

(٩) پاپ پن دء بڪل ساهي - پؤن پونجي پرگاسيو
ترشنا جوت پري گهٽ ڀيتر - ان ڀد نانڊ بسانيو
ڪام ڪروڌ دء بٺي جڳاني - من ترنگ بنوارا
پنچ تت مل دان نبيرهه - نانٿا آلريو پارا.

(٤٩)

(١٠) نمڪ ڪام سٺاد ڪارڻ - ڪرت درس دڪ پاوهه
گهڙي مهت رنگ مانهه - قسر ڀهڙ ڀهڙ پڇتاوهه.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٢٧)

(١١) آسا معنا بندني پاني - ڪرم ڌرم بند ڪاري
پاپ ان جگ جانيا پاني - بسي نام بساري
اهه مانيا جگ موهڻي پاني - ڪرم سيي وڪاري.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي ٣ (١)

---

١. اندرين تي قبضو. ٢. سُڪرم. ٣. ڪارنهن. ٤. پنهنجي استري. ٥. پرائي استري.
٦. چڱائي ۽ مدائي. ٧. مستي. ٨. وش. ٩. نڳيندڙ پوئي. ١٠. جهڙي پر. ١١. پرش.
١٢. مگن، ملين. ١٣. گڏهه، بي سمجهه. ١٤. بڻيا. ١٥. خريد ڪرڻ. ١٦. هردو. ١٧. سودو.
١٨. پل اڳاٽيندڙ، سزا ڏيندڙ. ١٩. ڦورو، لٽيرا. ٢٠. پل، ڏنڊ. ٢١. ڪڻ، پل، چسو.
٢٢. هزارين، ڪيئين. ٢٣. بندن. ٢٤. ڪريانون. ٢٥. ناس ٿئي ٿو. ٢٦. وڪارن سان پريل.

راڳ ڌناسري، محلا پهريون، شبد (٦)

(١٢) وڏي وڏي راڄن اڙ ڀومن[1] - تاڪي ترشن نہ بوجهيءَ
لپٽ رهي مائيا رنگ ماتي - لوچن[2] ڪڇو نہ سوجهيءَ
ڪاموَنت ڪامي[3] بهو ناري - پر گرھ جوھ[4] نہ چوڪيءَ
دن[5] پرت ڪري ڪري پڇتاپيءَ - سوڳ[6] لوڀ مهہ سوڪيءَ.

راڳ بلاول، محلا چوٿون، اشٽپدي (٤)

(١٣) ڌنيتا پوڙت چوڙ سنياسي - آسا آس من بهت ڪريتا
آسا آس ڪريءَ نهي بوجهيءَ - گور ڪيءَ شبد نراس[7] سکہ لهيتا
اُپجي ترڪ[8] دگمبر[9] هوتا - من دهہ دس[10] چل گون[11] ڪريتا
ڀريون[11] ڪريءَ بوجهيءَ نهي ترشنا - مل سنگہ ساڌ دئيا گهر لهيتا.

راڳ گونڊ، محلا چوٿون، شبد (١)

(١٤) آسا منشا سڀ تيري ميري سوامي
جيسي تون آس ڪراوهہ تسيءَ ڪو آس ڪرائي
ڪڇ ڪسي ڪيءَ هٿ ناهي ميري سوامي
اَئسي ميري ستگور بوجهہ بجهائي.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٢

(١٥) بند[12] نہ راکهہ جتي ڪهاوهہ - مائي[13] مانگت ترپيءَ لوڀاوهہ
نردئيا نهي جوت اُجالا - بوڙت بوڙي سرب جنجالا.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٨)، سلوڪ محلا پهلا

(١٦) نانڪ اهہ جيتہ مڇلي - جهيور[15] ترشنا ڪال
منوُئا اَندہ نہ چيتئي - پڙيءَ اَچنتا جال[16].

٢٠ [محلا تيجا]

(١٧) نا ڪڇ آسا هٿ هيءَ - ڪيئُون نراسا[7] هوءِ
ڪيا ڪري ايهہ بپڙي[17] - جان ڀولائي سوءِ[18].

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٥) ١٨

(١٨) انيڪ جتن[19] ڪريءَ اندري وس نہ هوئي -
ڪام ڪروڌ جليءَ سڀ ڪوئي
ستگور سيوي من وس آويءَ - من ماري منهہ سمائندا[20].

١. جاگيردار. ٢. اکيون. ٣. ڪامي پرش. ٤. پراين زالن کي تڪڻ کان ڪونہ ٿو مڙي. ٥. ڏينهن. ٦. دک. ٧. آسائن کان رهت. ٨. ويراڳي. ٩. جيڪي ننگا. ١٠. ڏسائون. ١١. ڀٽڪي ٿو. ١٢. ويريہ. ١٣. پرائي استري. ١٤. روشني، سوجهرو. ١٥ مهاڻو. ١٦. جاري. ١٧. ويچارو انسان. ١٨. پرماتما. ١٩. اُپاءَ، ڪوششون. ٢٠. سروپ ۾ سمائجي وڃي ٿو.

(١٩) مڇمڪ آسا نهي اُلري - ڏوڄي ٻاءِ[1] ڪٽائي
اُڌر نسٽاڙ[2] نہ پرئيءِ ڪبھوُ - ترشنا اگن ٻڃائي.

واڳ پيرڻ، محلا ليڄا، شبد (١٥)

(٢٠) قاضي سو ڪاٽيا[3] ٻچاريءِ - ڪاٽيا ڪي اگن ٻرهم ٻرڃاريءِ[4]
سڀڌيءِ ٻڌ نہ ڌيئيءِ جهڙنا[5] - تس قاضي ڪئہ جرا نہ مرنا.

واڳ پيرڻ، ڪبير صاحب، شبد (١١)

(٢١) ٻرڌن ٻر ڌاوا[6] - ٻر هرٿريءِ[7]
تاڪي نڪت - ٻسيءِ[8] نر هري.

واڳ پيرڻ، ٻگت نامديو، شبد (٢)

(٢٢) گهر ڪي نار لياڳيءِ اندا - ٻر ناريءِ سئہ کهاليءِ[9] ڏنسدا
جئسي سنبل[10] ڏيک سوُئا[11] ٻگسانا - انت ڪي ٻار ٻوُنا لپٽانا.

(٨)

(٢٣) ٻاٻي هيئي[12] ڏيءِ ڪام ٻساءِ - من چنچل ٻالي گهيو نہ جاءِ
جوگي جنگم اُر سنياس - سڀ هي ٻر ڏاري[13] ٻهي ڦاس.

واڳ ٻسنت، محلا ناوان، شبد (٢)

(٢٤) اِستري پُرکيءِ اتئہ[14] نيهن - ٻهہ مند ٻڪانيا[15]
ڏِسدا[16] سڀ ڪڇ چاسي - ميري ٻرڀ ٻانيا.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٣).

(٢٥) ڪبير ٻڏا[17] رهہ چتوُلي[18] - جوُني ڪرلي آس.
مروُت ڪوءِ نہ ٻوُرئو - چالي اوُٺ نراس.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٢٠٥)

(٢٦) ڪام ڪروڌ ڪا چراڙا - سڀ گل[19] آني ٻاءِ
اِڪ اُٻڇهہ اِڪ ٻس جاءِ - حڪمي آويءِ جاءِ.

سلوڪ، محلا ليڄا، (١٧)

(٢٧) لڪ چوراسيهہ ميڏني[20] - تشنا[21] جلدي ڪري پڪار
اِهہ موهہ مانيا سڀ ٻسرئا[22] - نال چليءِ نہ انتي وار.

(٢٨)

١. ٻيائي، ڏنيمهہ ٻاوُ. ٢. ڏوٻاءِ. ٣. ڏهيءِ، سرير. ٤. جلائي ٿو. ٥. وهڙ، هاري. ٦. ٻرائي اِستري. ٧. ڪان ڏور ٿو رهي. ٨. ٻرماتما. ٩. وهدوار ڏي ٿو. ١٠ سمل جو وڻ. ١١. طوطو. ١٢. هردي. ١٣. وجهي ڇڏي آهي. ١٤. تمام گهڻو. ١٥. وشين ۽ ترشنائن جا ٻهہ ٻڃائين ٿا. ١٦. جيڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ١٧. وڪار. ١٨. ويچار، خيال ڪري ٿو. ١٩. ٻڌيءَ ۾. ٢٠. سرشٽي. ٢١. ترشنا. ٢٢. وسِاري ڇڏيو آهي.

## ڪام ۽ ڪامنائون.

منش جي جيون ڪامنائن سان شروع ٿئي ٿي ۽ ڪامنائن ۾ ئي سماپت ٿئي ٿي پر ڪامنائون موت کان پوءِ به ختم ڪونه ٿيون ٿين ڇو ته اُنهن جون واسنائون يا سوکيم سنسڪار، جيو سان هڪ جنم کان ٻئي جنم تائين جڪڙيل رهن ٿا. مطلب ته جهڙيون ڪامنائون تهڙي جنم جنم جي جيون ڌارا. انسان جو پنهنجي ڪٽنب قبيلي يا ڌن دولت سان ڪيڏو نه چاهه ۽ پيار آهي؟ پر پاڻ سان نه ڪجهه کڻي آيو آهي ۽ نه ڪجهه کڻي ويندو، سواءِ ڪامنائن ۽ واسنائن جي. اهي هن جنم سان کڻي آيو آهي ۽ ٻئي جنم لاءِ پاڻ سان کڻي ويندو. اها واسنائن جي ڳنڍڙي جنم جنم ۾ ساٿ ڏئي ٿي. جي شڌ آهي ته جيون ياترا ۾ مدد ڪري ٿي ۽ جي اَشڌ آهي ته مشڪلات پيدا ڪري ٿي. ڪرمن جو ڪنڊو دائما چالو رهي ٿو. تنهن ڪري صاحبن سمجهايو آهي ته سڪرمن جو سودو ڪريو ۽ ڪڪرمن کان ڪنارو ڪريو.

جيڪي مٿي چوڻيون وچن ڏنل آهن تن مان نمبر (۱۴) ۽ (۱۷) شايد اها شڪا پيدا ڪن ته منش کان شڀ يا اَشڀ ڪرم ڪرتار ٿي ٿو ڪرائي ۽ سندس ڪرمن تي ڪو به قبضو ڪونه آهي. انهيءَ سڌانت تي وڌيڪ سمجهاڻي اڳتي هلي، باب (۷) ۵ ۾، ”ڪرمن جي قانون“ هيٺ ڏنل آهي. هتي اهو چوڻ ڪافي آهي ته اڳين جنم جي ڪرمن جو ليکو ڪهڙو به هجي پر هن جنم جي ڪرمن جي ڪَل منش جي هٿ وس آهي. انهيءَ حد تائين آئيندو به انسان جي هٿ هيٺ آهي. انهيءَ حد کان ٻاهر هو ڪيل ڪرمن ۾ قابو آهي.

شڌ ڪامنائن جو ڦل به شڌ ٿو نڪري ۽ اَشڌ ڪامنائن جو نتيجو به برو ٿو نڪري. شڌ ڪامنائون جيون ياترا سڦل ٿيون ڪن پر اَشڌ ڪامنائون جي پوريون ٿين ته به ڳهاتڪ ۽ جي نه پوريون ٿين تڏهين به گهاتڪ. جي ٿيون پوريون ته وڌنديون وڌنديون ڇو ته لوڀ ۽ لالچ جي پياس ٻجهي ڪانه سگهندي. پر جي رهجي ويون اڌوريون يا اصل پوريون ٿي نه سگهيون، ته اهرڪا جي آگ من جي شانتي جلائي ڀسم ڪندي يا نراسيءَ ۾ ناپُود ٿيڻو پوندو. ٻنهي حالتن ۾ دک جو دؤر دائما قائم رهندو. اسان جون ڪامنائون اسان جي من جي شانتيءَ ۽ رت جي دؤري جو ڄاڻڪ ”ٿرماميٽر“ آهن ۽ اسان جي نبض جو ”ريگيوليٽر“ آهن. پر اَشڌ ڪامنائن ۾ ايڏي ته ڪشش آهي وانگر، ۽ اسانجي من ۾ اگيانتا جي ايڏي ته جنبش آهي، جو ٻئي پاڻ ۾ هر وقت چنبڙيون پيون آهن.

من کي ڪامنائن جي ڪرت لڳي پيئي آهي ۽ انهيءَ ڪرت ۾ طاقتري ته مٿي لاڙ ۽ چشڪو آهي جو من جو سانجهر رات ڏينهن پيو ٿو هلي ۽ لڳاتار پيو ٿو نيون نيون ڪامنائون ۽ ڪاپنائون تيار ڪري. انهيءَ حالت ۾ اسين پنهنجي جيون ۾ هر وقت پيا ڪوڙ واپار ڪريون ۽ ڪوڙي پونجي گڏ ڪريون. انهيءَ طرح اَشڌ ڪامنائن جو سڄو سباري سنسار ۾ چالو آهي. ڪي جزوي انسان آهن جي سچيت رهي، شڌ ڪامنائن جو سودو ڪن ٿا ۽ اُنهن مان وري ڪو ورلو انسان آهي جو اَشڌ ۽ شڌ ڪامنائن کان آجو ٿي، آس جو اَنديشو لاهي، آسا ۾ نراس جي پد تي پهچي چڪو آهي، جيئن ڀڳت ڪبير صاحب جن فرمائين ٿا:

جب لگ من ۾ ڪامنا ڪي آس — راڳ گوڙي، ڪبير
تب لگ هوءِ نهي چرن نواس. — صاحب، شبد (١٠)

جي فقط ويڪنٺ وڃڻ جي طلب رکن ٿا، سي به پرماتما جي پراپتيءَ کان محروم رهن ٿا. مطلب ته ڪابه آس جيءَ لاءِ بندن آهي. باقي عام جنتا لاءِ ڪبير صاحب چون ٿا ته:

ڪبير ڪارهه چتوني - جوني ڪرلسي آس — سلوڪ، ڪبير
مدورت ڪوءِ نه پوريو - چالي اوٺ نراس. — صاحب، (٢٠٥)

اِنهيءَ نقطه نگاهه کان ڪام يا نفس ۽ هڪ ڪامنا يا ترشنا آهي پر ڪامنائن ۾ ڪام مها پربل آهي. طوفان ۾ به اهڙي طاقت ڪانهي ۽ نه ٻوڏ ۾ اهڙو ٻوساٽ. ڪام سر تي سوار ٿيو ته ٻهر ٻن ڀڄائي ڇڏيندي انسان جي سڌ بڌ ۽ هوش حواس جي ۽ پنهنجي ۽ پرائي جي شناخت صفا گم ٿي ويندي. پوءِ انسان جو حال اهڙو ٿيندو جهڙو اُنهيءَ ٻيڙيءَ جو جا هڪ ڪن ۾ قائل آهي ۽ منجهس نه آهي ملاح، نه سڙهه نه سکان. ڪام جي آگ ٻجهي ته جيئن پرشت ۽ جي نه ٻجهي ته ڪام ڪروڌ جا شولا تن ۽ من ٻئي پيا جلائيندا.

گُرو صاحبن ڪام جي باري ۾ ڪيترا نه نصيحت آميز حوالا ڏنا آهن، جن مان ڇونڊ وچن مٿي ڏنل آهن. انهن وچنن ۾ ٻن مکيه ڳالهين تي وڌيڪ زور ڏنل آهي. ٻهراڻون ته ڪام يا ڪامنائون جيئن پالرا ۾ هڪ وڏي اَڏ ۽ رنڊڪ آهن ۽ ٻيو ته پرڪرتيءَ جي نيم انوسار گرهست آشرم بلڪل ضروري آهي پر گرهستيءَ کي به ضروري حد اندر رهڻ گهرجي. حد جي ليڪي لتاڙڻ کان پوءِ يا ڇمع اُڪائڻ جي ڪري، اِنسان اَنڌو ٿي ٿو پئي ۽ ڪام ۽ ڪامنائن تي پاڻ سچيع سوار ٿيڻ بدران، هو خود ڪام ۽ ڪامنائن جي وس ٿي، اُنهن جو غلام ٿي رهي ٿو. پاڻ ٻڌجي پئي اُٺ جنهن جي نڪ ۾ ناڪيلي آهي ڪام ۽ ڪامنائن جي.

اي بندا، تون جاچ ته تون ۽ ته اُهو اُٺ ڪونه آهين؟ ته ڏسون جي دک جو داستان به ڪام ۽ ڪامنائن سان ته شروع نه ٿو ٿئي؟ ڪامنائون ۽ ڪلپنائون تي آهن جي لوڪي ڪيرائي پِٽ ڪري سگهن ٿيون يا چاڙهي پار پهچائي سگهن ٿيون. جهڙي جهڙي من جي ڀاونا تهڙا تهڙا ڪرم گهڙيا ويندا. سو تون اڳين ڪرمن جو برابر اَڌين آهين پر آئيندي لاءِ ساوڌان رهي سگهين ٿو، بشرطيڪ تو پنهنجي من تي اهڙو قابو قبضو ڪيو آهي جو وشيه واسنائن جو اثر سمورو جذب ٿي وڃي ۽ ڪامنائن اندر، شڌي ۽ پوترتائي بلند رهي. ڪامنا جو ڀاونا سان، ڀاونا جو ويچار ڌارا سان ۽ ويچار ڌارا جو ڪرم سان، اِئين بلڪل گهاٽو، گهرو ۽ سڌو سنبنڌ آهي. پر جهڙو رنگ من ڪامنا تي چاڙهيندو تهڙو روپ ڪرم جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو. ڪامنائن، ڪلپنائن ۽ ڪرمن جي ڪَلَ به من جي هٿ وس آهي. تنهنڪري جيئن پالرا ۾ ٻهراڻون ڏاکو آهي اُنڌ ڪامنائون نشٽ ڪرڻ، وچون ڏاکو آهي شُڀ ڪامنائون اُپن ڪرڻ ۽ ٽيون ڏاکو آهي خود ڪامنا جي ڪاتناس ڪيرائڻ. انهيءَ اوستا کي صاحبن "گرهست ۾ اُداسي" يا "آس ۾ نراسي" ڪري ڪوٺيو آهي. من جي شانتي، انهيءَ اوستا جي اندرين نيشاني آهي ۽ نشڪام ڪرم ٻاهرين. باقي ٻيو سڀ ڪي ڪچ آهي ڪوڙ، ڪپٽ ۽ پاکنڊ، جن مان دک جي سلي کي طاقت ۽ ترشنا جي خاص خوراڪ ٿي ملي.

## (٥) مائيا ۽ موهه.

(١) مائيا ڪوڙي واس[1] ھيءَ - ايڪ چِسي[2] مهه پاچ[3] اهه جاء
هٿهه ڇڙڪي تن سڳاهه[4] هوءِ - بدن جاء ڪُملاء[5]
مائيا هوڙي ناڳڻي - جڳت رهي لپٽاء
اِس ڪي شيوا جو ڪري - تسهي ڪڻ ڦِر ڪاء
ڏُومڪ ڪوڙي ڳارڙُو[6] - تن مل[7] دل لاڻي پاء[8]
ناڻڪ سيئي اُبري[9] - ج سچ رهي لِوَ لاء.

[راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (٥)]

(٢) سمهي هڀ[10] رنگ مائيا - مِنا لِڳڙا موهه
ناڻڪ نام وهوُٽيا - سدر مائيا ڏِروهه[11].

سلوڪ

سهدي سيتي چِٽ - موورڪ لاڻيا
بِسري راج رس يوڳ - جاڳت پڪلائيا
آرجا[13] ڪٽي وهاء - ڏنڌي ڏائيا
پُوُرن پئي نه ڪام - موهيا مائيا
ڪيا وچارا جنت[12] - جان آپ ڀُلائيا.

[راڳ جيٽسري، محلا پنجوان، وار (٨)]

(٣) مائيا ہوُلي سِڌُ[15] ڦرهه - سماڌ[16] نه لڳي سيهاء
تِيني لوءِ[17] وياپت ھيءَ - اَڏُڪ[18] رهي اِهٽاء.

سري راڳ، محلا تيجا، اشٽپدي (٥) ۴

---

١. ہوُنجي، ڏڪر. ٢. ڪڙ، پل. ٣. باهر يون ٻرندو، ملمع. ۴. ڪارو. ٥. ڪوماٽيل، سُسيل. ٦. سڀ پرش. ٧. مهٽي، مِلاڻي. ٨. پيرو. ٩. پار پئون ٿا. ١٠. هڙني، سڀ. ١١. ڊوهه، ڇل ڦل. ١٢. مدجهي ڄَئي لئو. ١٣. عمر. ١۴. اِنسان. ١٥. سڌ لوڪ. ١٦. سماڌي. ١٧. ٽيئي لوڪ وسائي ويني آهي. ١٨. ڳهٽن ڪي.

(۴) پنڊ ٻڌي ٻــڙهه ساڌ[1] نه پاوهه - دوجي ڀاءِ مائيا من پرماوهه
مائيا مــوهه سڀ سُڌ[2] گوائي - ڪر اَوگــڻ پڇولــاوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا ليجا، اشٽپدي (۲) ۱۲

(۵) نر پراڻي چاڪري ڪري نــرپت[3] - راجي اَرٿ سڀ مائيا
ڪي ٻڌي[4] ڪي ڏانڻ[5] ليه - ڪي نــرپت مــر جائيا.

راڳ گــوڙي، محلا چوٿان، شبد (۱۰)

(٦) ايڪو جيه بهت گرڀ واسي - موهه مگن[6] ميٺ جون قاسي
ان مائيا ترِيءَ[7] گڻ اس ڪيمي - آپن موهه گهٽي گهٽ[8] ڊيهي.

راڳ گــوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پوڙي (۷)

(۷) سهس[9] کٽيءَ - لک ڪــه اٿ ڏاوي[10]
ترپت نه آويءَ - مائيا پــاڇي پاويءَ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ۱۲ (۵)

(۸) جيه ري جــاهــگا[11] ميءِ جانا - اَبگت[12] سمجهه اياڻا
جت جت ديکه پهــڙ[13] نه پيکه - سنگ مائيا لپٽانا.

راڳ گوڙي، کبير صاحب، شبد (٦٧)

(۹) سرپني[14] لي اوپر - نهي بــلــيئا[15]
جن برهما بشن - مهاديــو ڇليئــا[16].

راڳ آسا، کبير صاحب، شبد (۱۹)

(۱۰) اوڻ جاڻــا[17] ڪدي نــه چوڪيءَ - مائيا موهه پيارا
مائيا مــوهه سڀ دک هيءَ - کوٽــا اِهه واپارا.

راڳ وڏهنس، محلا ليجا، چنت (۲) ۴

(۱۱) مائيا ڪي واپارا جگت پيارا - آوڻ جاڻ[17] دک پــاني
بِک[18] ڪا ڪيڙا بک سه لاگا - پشٽا ماهه سماني.

۵ (۳)

(۱۲) رووڻ سگل بڪارو[19] غافــل سنسارو - مائيا ڪارڻ روويءَ
چنگا منداڪڇ سوجهيءَ ناهي - اِهه تن ايــويءَ کوويءَ.

راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (۴)۱

(۱۳) مائيا مــوهــه مگن[6] اَنــدپاري[20] - ديو[12] نهار نــه جانيءَ
جيه پــنڊ[21] ساج جن[12] رچيا - بــل[22] اَپنو ڪر مانيءَ.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (۲٦)

---

۱. گيان جو سواد. ۲. ٻڌي، سمجهه. ۳. راجا، حڪومت. ۴. ڏ ڊهه ٻر قائل. ۵. ڏنڊ، ڊل. ٦. مستيءَ ۾. ۷. ٽيٽي. ۸. سيدي جــي مــن ۾. ۹. هزار. ۱۰. پنيان پڪي. ۱۱. نيت مرنديءَ. ۱۲. پرماتما. ۱۳. پير ڪيچ. ۱۴. نانگڻ. ۱۵. سو رمو، بلوان. ۱٦. موهي چڏيو آهي. ۱۷. جمڻ مرڻ جو چڪر. ۱۸. وش. ۱۹. اَجايو. ۲۰. اَنڌ، نشو. ۲۱. ديهي. ۲۲. آتما.

(١٤) مدُ[1] مائيا کيءِ پئيو باورو[2] - ٻـوُجهت نهي ڪڇ گيانـــا
گهَٽ هي پيتر ٻست ترنڄن[3] - تـــاکو مرم نـــہ جانـــا.

راڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٧)

(١٥) نهہ سٽيئيءِ نهہ مُک لي ٻڪيٿيءِ[4] - نهہ موهيءِ اهہ ڏنبي
آنسي نـکِتڙي[5] ٻــاء يلاويءِ - من سڀ کيءِ لاڳي ميني.

راڳ ڏناسري، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٦) سُئنـا رپـا رنـگـلا[6] - مولـــي لـــيءِ ماٽڪ هيئہ
سي وستوَ شهہ[7] دلپئا - ميءِ تـــن سٿ لائيا چِت[5] جيئہ.

راڳ سوهي، محلا پهلا، ڪڇي شبد(١)

(١٧) ڪوني مئدٻ[8] ماڙيئا - لگ پئي گاواري[9]
جن ڪيئي لسهہ نہ جاٽئي - منمک غباري[10]
جس ٻڇهايهہ سو ٻجهسي سڀيا[3] - ڪيا جئت وچاري.

راڳ سوهي، محلا ليجا، وار (٨)

(١٨) ٺاکي نٿن[11] سـروِن[12] ٿن ٺاکي - ٺـاکي سدر ڪاٿيا[13]
ڄرا[14] هاڪ[15] دي سڀ مَتِ ٺاکي - ايڪ نـــہ ٺاکس مائيا.

راڳ سوهي، ڪبير صاحب، شبد (۴)

(١٩) موهيي مها ٻتر[16] چنچل - اَنڪ ٻـــاوَ[16] دکـــاوني
هوء ڏيٺ[17] ميئي منهہ لاڳيءِ - نـــام لٿڙ نہ آوني.

راڳ بـــلاول، محلا پنجوان، چئت (٢)٣

(٢٠) هؤميءِ مائيا موهئي - دوُجـــيءِ لڳيءِ جاء
نا اِهَ ماري نا مريءِ - نا اِهَ هٽ وڪـــاء[18].

راڳ بـــلاول، محلا چوٿان، وار (١٠)، سلوڪ، محلا ليجا

(٢١) لِين گٿان - اِڪ شڪٿ[19] اُپـــائيا
مها مائيا - تـــاکي هيءِ ڇائيا[20].

راڳ گونـــڊ، محلا پنجوان، شبد (٢١)

(٢٢) خصم مريءِ لئہ ناَر[21] نہ روويءِ - اُس[22] رکـوارا اوَرو[23] هـوويءِ
رکواري کا هوء بناس[24] - آڳيءِ[25] نرڪ ايهان[26] ٻـــوڳ[27] ٻـلاس
ايـڪ سهاڳن[22] جڳت پياري - سگلي جيئہ جئت کي ناري.

راڳ گونڊ، ڪبير صاحب، شبد (٧)

---

١. نشو. ٢. مست، ٻاڳل. ٣. ٻرمالما. ۴. چوندي. ٥. نکيندڙ، ٻوهي. ٦. موج ڏيندڙ.
٧. شيون. ٨. محلات. ٩. غافل. ١٠. اوُندهہ. ١١. اکيون. ١٢. ڪن. ١٣. سراسر.
١۴. ٻداپو. ١٥. هوڪو، سڏ. ١٦. وچتر، انيڪ ٻرڪار. ١٧. نرلڄي. ١٨. نيڪال ٿي سگهي
ٿي. ١٩. شڪتي. ٢٠. ٻاڇو. ٢١. مڙس، ٻتار. ٢٢. استري، موهئي مائيا. ٢٣. ٻيو ڪو.
٢۴. خاتمو. ٢٥. ٻرلوڪ ۾. ٢٦. هن لوڪ ۾. ٢٧. وشين جا سواد.

(٢٣) سهائين هيءِ اَت سندري - ٻـگ نيُور ڇَنَڪَ ڇڻ هـري
جنهه لگ پران لنوءُ لگ سنگي - ناهه نه چلي ٻگ اَٻ ننگي.

(٨)

(٢٤) ڪن مهه ويس ڪرهه نتوءُ تا جنهه - موهه ٻاپ مهه گـلت ٿِيا
اِمت اَت مائيا ديک ٻساري - موهه مائيا ڪيءِ مگن ٿِيا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٧

(٢٥) جنسي اَگني اَدرِ مـاهه - لتسي ٻـاهـر مـائيا
مائيا اَگن سڀ اِڪو جيهي - ڪرتيءِ کيـل رچـائيا.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، اَنند صاحب، (٢٩)

(٢٦) مائيا ڪارڻ ڪريءِ اُپاءَ - ڪبهه نـه گهاليءِ سيدا پـاءَ
جن ڪيتا تس چيت نه آئيءِ - ڪوڙي ڪوڙي مکهه وڪائيءِ.

راڳ پيرڃ، محلا پنجوان، شبد (٥٣)

(٢٧) ٻنکي مرگ مائيا مهه والي - شاڪر ماکي اَدڪ سنتاهـي
تري اشت مائيا مهه پيلا - سد چـوراسيهه مائيا مهه کيلا.

راڳ پيرڃ، ڪبير صاحب، شبد (١٣)

(٢٨) مائيا موهه وساريـا - گـوُر ڪا پـوُ هيت اَپـار
لـوڀ لهر شد مت گئي - سچ نـه لگيءِ پيار.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٤)، سلوڪ محلا تيجا

(٢٩) جنهه جنهه پهه ڪونهه برتا هنهه اُپي - ليئوءُ ليئوءُ گهي رهي اَنڪاءِ
اَنڪ پـانت ڪي اِڪيءِ جالي - نانڪي گنت نهي چوڙاءِ.

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (٢٣)

(٣٠) مائيا موهه دک ساگر هيءِ - ٻِکُ دُتَر تريـنا نـه جاءِ
ميرا ميرا ڪردي پچ مئي نـ - هؤمِيءِ ڪرت وهاءِ.

سلوڪ، محلا تيجا، (٣٤)

(٣١) مائيا مهه نـه وسريءِ - مانگـيءِ دنما دنـم
سو پرڀ چت نه آويءِ - نـانڪ نهي ڪرنـم.

سلوڪ، محلا پنجوان، (١٩)

(٣٢) مائيا ڪارن ڌاوهي - مورک لـوک اَجـانَ
ڪهه نانڪ اِـن هر ٻجن - برتـا جنم سـراَن.

سلوڪ، محلا ناوان، (٢٨)

---

١. پيرن ۾ گهنگهرو. ٢. ڪـرڻ ۾ دل ڪڍڻهي وئي ٿـي. ٣. ٻڪـم. ٤. نـانڪي.
٥. جتي ڪٿي. ٦. ماءُ جو گرڀ. ٧. پرماتما. ٨. سڀني ٿا سڏو پير ٩. هرڻ. ١٠. ڪنڊ.
١١. مکِ. ١٢. گهوڙا. ١٣. اُٺ. ١٤. پيار. ١٥. سڌ بڌ. ١٦. درد، پيڙا. ١٧. جاري.
١٨. پوُ جال ساگر. ١٩. ساس گراس ۽ هروقت. ٢٠. ٻاڄ. ٢١. پتڪن ٿا. ٢٢. اَڻ ڄاڻ، اَگياني. ٢٣. گذرندو ٿو وڃي.

## (٦) لوڀ ۽ لالچ.

(١) ڪوڙا لالچ ڇوڙيئي - ڪُتّ سناچ[1] ڀڄائيئي
گُرُ ڪي شبد سمائيئي - ڀرمارت[2] جاڳيئي
اهو من راجا لوڀيئا - لُڀتُ لوڀائي
گُرمک[3] لوڀ نوارئي - هر سِتُّ[4] ٻڻ آئي
لالچ ڇوڙهه انڌهو - لالچ دک ڀاري
ساچو صاحب من وسيءِ - هئومي[5] بِک ماري.
[راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (١٥)]

(٢) اي منا اَتِ[4] لوڀيئا - نت[5] لوڀي راتا[6]
مائيا منشا موهڻي - دهه دِسَ[7] ڦرانا
اَگي[8] ناءِ ذات نه جائسي - منمک دک کانا
رسنا[9] هر رس نه چکيو - ڦيڪا[10] بولانا
جنان گرمک امرت چاکيا - سي جَنَ ترپتانا[11].
[راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١٥)]

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٩)

(٣) ايهه منو مورک لوڀيئا - لوڀي لگا لوڀان[12]
شبد نه ڀيجي[13] ساڪتا[13] - دُرمت[15] آوڻ جان[16].

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٣)

(٤) پڙ پڙ پنڊت جو[17] تکي - واد[18] ڪرهه وچار
مت ٻڌ ڀوئي[19] نه ٻجهئي[20] - انتر لوڀ وڪار
لک چوراسيهه ڀرمدي - ڀرم ڀرم هوءِ خوار.

١. پرماتما. ٢. ڀين سان ڀلائي، پرلوڪ لاءِ لوشو. ٣. ستگوروءَ د ناران. ٤. اَلپي، ايحد گهڻو.
٥. هميشه. ٦. رتو پيو آهي. ٧. ڏسائون. ٨. پرلوڪ ۾. ٩. زبان. ١٠. ڪوڙ.
١١. ڍاپجي پيا آهن. ١٢. ڪتو. ١٣. ڀڄي. ١٤. مورک، مگت. ١٥. ڪمت. ١٦. جوڻين
۾ ڀٽڪي ٿو. ١٧. جوتشي. ١٨. بحث مباحثو. ١٩. ڀٽڪي ٿي. ٢٠. سمجهاڻ.

(٥) جنهن ڪُوڙ ڪر هر ڪمايا[2] - ڏاوڙي ڏهه دِس[3] جاءِ
لوڀي جنت نه جائين - ٻڪ[4] ٻڪ[5] سڀ ڪساءِ
ڪام ڪروڌ مد[6] ڀيائيا - ڦر ڦر جُوني ڀاءِ.

سري راڳ، محلا پنجواں، شبد (٢١)

(٦) لب[7] لوڀ مُهه[8] ڪُوڙ ڪماوهه - بهت اُساوهه ڀارو[9]
ترن ڪاليا[10] ميءِ رلدي[11] ديکي - جنهن ڏُر[12] اُپر ڇارو[13].

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٣)

(٧) نت دِاسِ راس لالچ ڪري - ڀرمي ڀرمائيا
وڪار[14] ٿوري وڳاريا - سنر ڀار اُٺائيا.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١٠)

(٨) من ڪرهلا[15] تون ميت ميرا - ڀاکنڊ لوڀ تجاءِ
ڀاکنڊ لوڀي مارئي - جم ڏنڊ ديهه سزاءِ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، ڪرهلي، شبد (٦) ١

(٩) سارا دن لالچ اُٺيا[16] - ڪيتڪ هوري گلان
راتي اوگهي[17] ڌپيا - نوي سُوت[18] سڀ ڀلا.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٩)

(١٠) لالچ اُٺيا نت ٿري - سُساوت[19] ڪري نه ڪوءِ
جس گُر ڀيٽي اسانڪا - تس من وسيا سوءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجواں، وار (١٣)

(١١) جنهن ڪُرپ[20] ڪي ڪر مشٽ[21] چڏن[22] ڪي - لُبڌ نه لياڳ ڌريو
جو جو ڪرم ڪيتي لالچ سنگ - تسي ٿر گرهه پڙيو.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٩)

(١٢) رِوتا رام هرديءَ ٻرم گمت ڀالي - جان گرو سرتالي آئي
لوڀ وڪار تاڙ[23] ڏهدي نڪلي - جان ٻستگر نام ڌڙائي.

راڳ آسا، محلا چوٿان، چِنت (٢) ٢

(١٣) لوڀ بڪار جنان من لاڳا[24] - هر وسريا ڀرک چنگيرا
اوءِ منمک موڙ اڳياني ڪهيئه - تن مستڪ ڀاڳ منديرا[25].

راڳ ٽوڏي، محلا چوٿان، شبد (١)

(١٤) انتر لوڀ وڪار هي - دُوجي ڀاءِ ڪماءِ[26]
تن جمڻ مرڻ نه چُڪئي - هئومي وچ دک پاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (٨)

---

١. ڪتو. ٢. چتو. ٣. ڏسائون. ٤. حلال، ڪاڻ جوڳو. ٥. حرام، گندو ڪاڌو. ٦. نشو. ٧. لالچ. ٨. گهڻو، بيحد. ٩. پاپن جو بوجو. ١٠. ڌاڳي. ١١. ٻئڪندي. ١٢. ڌرتي. ١٣. متي، خاڪ. ١٤. بيگر ٻٽڪي تو. ١٥. اُٺ. ١٦. اٽڪيو. ١٧. گهري اگيان جي ننڊ. ١٨. دروازا. ١٩. سڪرم. ٢٠. ٻولو. ٢١. مٺ ٻر. ٢٢. ڇپي ٻر. ٢٣. ٻيڙي. ٢٤. اُٺ. ٢٥. ڪونو. ٢٦. ڪسجن ٿا.

(۱۵) اِهُ مَن لالچ ڪردا ڦـريءَ - لالچ لاڳـا جاءِ  
ڏنڌيءَ ڪوڙ وہايا - جمر پـور چوٽـان کاءِ۔

راڳُ مارو، محلا ليجا، شبد (۴)

(۱۶) گهـر رهُ رِي مَن مگڌ اِياني - رام چيت اَنتر گت ڏياني  
لالچ چـوڙ رچهه اَپرنـپر - اِءُ پاوهه مڪت دئارا هي۔

راڳُ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱) ۱۰

(۱۷) اَگياني اَنڌا بهه ڪرم درڙائي - من هٺ ڪرم ڦر جوني پائي  
بِکيا ڪارڻ لب لوڀ ڪماوهه - درمت ڪا دوزاعا هي۔

راڳ مارو، محلا ليجا، سولهو (۹) ۱۲

(۱۸) لالچ جوٺ بڪار مها مد - اِهُ بِڌ اوڌ بِہان  
ڪهه ڪبير اَنت ڪي بير - آءِ لاڳو ڪال نِدان۔

راڳُ ڪيدارُ، ڪبير صاحب، شبد (۵)

(۱۹) اَنتر لالچ پـرم هـيءَ - پـرمـيءَ گـاواري  
نانڪ نـام نہ چيتيءَ - جوني بازي هاري۔

راڳُ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۱۴)

(۲۰) ڪوڙيءَ لالچ لڳيا - ڦـر جوني پـائيا  
نـانڪ جو پِيچِئءَ سو ڪاوٹا - ڪرتيءَ لِکِہ پائيا۔

(۱۵)

(۲۱) فريدا جان لب تا نيهُن ڪيا - لب تـہ ڪـوڙا نيهن  
ڪِئُ جهت لنـگهائيئءَ - چـوٽـر ٽـٽـيءَ مينهُن۔

سلوڪ، شيخ فريد (۱۸)

(۲۲) اِهُ تن سيو رت هيءَ - رت بِـنُ تن نـہ هوءِ  
جو شهُ رتي آپڻي - تت تن لوڀ رت نہ هوءِ  
ڀيءَ پئيئيءَ تن کيڻ هوءِ - لوڀ رت وچهه جاءِ۔

(۵۲) [محلا ليجا]

(۲۳) لوڀي ڪا ويساهه نہ ڪيجيءَ - جيڪا پار وساءِ  
اَنت ڪال تٿيءَ ڏهيءَ - جتيءَ هٿ نـہ پاءِ۔

سلوڪ، محلا ليجا، (۴۰)

(۲۴) ڪرٿو هو تو سہ نـا ڪيتو - پڙ پـر لـوڀ ڪيءَ ڦند  
نـانڪ سميو رم گـئيو - اَب ڪِہ رووهه اَنـڌ

سلوڪ، محلا ناوان، (۳۶)

---

۱. ڏک، سزا. ۲. پيهنجو هردو. ۳. پرماتما. ۴. وڪار، وش. ۵. اَٽانگا پند. ۶. زندگي.  
۷. گذري وئي. ۸. ويلي. ۹. اي نـادان. ۱۰. مـوُرک، گنوار. ۱۱. مانک جنم.  
۱۲. پوکي ٿو. ۱۳. سچي پريت. ۱۴. ڪيستائين گـذر ڪري سگهبو. ۱۵. جهوُپـڙي.  
۱۶. پرماتما جو پڙ. ۱۷. جيستاءِ هلي سگهي. ۱۸. ويساهه گهاتي. ۱۹. وِسيلو. ۲۰. ڦندي پر.  
۲۱. وقت. ۲۲. ختم ٿي چڪو. ۲۳. اي اَنڌا اَگياني.

# موهه ۽ لالچ.

موهه، لوڀ ۽ لالچ ٽيئي هڪ ماءُ پيءُ جو اولاد آهن ۽ پاڻ ۾ سڳيون ڀينر آهن. هڪ سان دل لڳي ته ٻي هڪدم پٺ وٺندي انسان جو سينو کي اپنائڻو پوندو. گهڻو ڪري موهه ڪٽنب، ڪاميءَ ۽ ڪنچن سان جڙندڙ آهي. ڪٽنب سان موهه جو ذڪر ”گرهستيءَ“ سان گڏ اڳيئي اچي چڪو آهي ۽ ڪاميءَ سان موهه، ”ڪام ۽ ڪامنائن سان“ گڏ. هاڻي ڪنچن يا ڌن، دولت ۽ پدارٿن سان موهه جو بيان ڪرڻو آهي پر تنهن کان اڳ پاٺڪن جي ڌيان لاءِ اهو ڏهرائڻ ضروري آهي ته واقع انسان جو موهه فقط پنهنجي من جي اهم ڀاو سان آهي. جو من پسند تنهن ۾ موهه ۽ اُنهيءَ جي فائدي يا واڌاري ڪاڻ پوءِ سڀ لوڀ ۽ لالچ جا ڦندا. اهوئي سبب آهي جو من پسنديءَ بدلجڻ سان اڄ جو عزيز يا سنبنڌي سڀاڻ ڌاريو يا دشمن سمجهڻ ۾ ٿو اچي ۽ ڏاهڊس اُنين پيار لاغرضائي، بيپرواهي بلڪ نفرت ۽ ڌڪار جي صُورت اختيار ٿو ڪري. سو من جي پٽڪندڙ ڀاونائن جو پوُرت، موهه روپي ڪلاڪار بڻجي، پيو نت نيون مورتيون رچئي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هڪڙيون مورتيوُن ٺهن پيون ته ٻيون ڊهن پيون.

اهوئي سبب ٿو ته ڪن حالتن ۾ من پسندي ڪي قدر جٽاندار ٿيندي آهي، جهڙوڪ آلبي جي جر ڪري ماءُ جو موهه پٽ ۾، ڪام جي مستيءَ ۾ پرش جو موهه استريءَ ۾، ڪم ڪمائڻ ڪاڻ مٿس جو موهه متر ۾ ۽ لوڀ ۽ ايرکا ڪارڻ انسان جو موهه مائيا ۾. باقي نشڪام نيهن ۽ بنا مطلب جي موهه سرشت سنيهه ۽ ٻوُون ڀرام دنيا ۾ دُرلڀ آهن. مطلبي موهه کي ٻوُلو پيار سمجهي، اسين سڀ پاڻ کي دوکو ڏئي رهيا آهيون.

آهي ڪو ڌرمي شاستر يا ڪو سنتن مهاتمائن جو وياکيان، جنهن ۾ مائيا جي سخت گلا ۽ نندا نه ڪئي وئي آهي؟ هن لئي طرحين طرحين نالا لکيا يا مڙهيا ويا آهن پر عام طور هن کي نانگڻي سڏيو ٿو وڃي ڇاڪاڻ ته جنهن جنهن هن کي پرام سان پاليو آهي تنهن تنهن هن جو ڏنگ کاڌو آهي. پر هيڏيءَ جڳا جڳ بدناميءَ هوندي به هوءَ ساڳي تازي، توانائي، سندر ۽ سرپيڪ آهي. شاستر ڇا ته پڪارين ۽ درويش ڪهڙو نه داستان ڪن، انسان ذات لاءِ نه هوءَ نانگڻي نه آهي پر لڪشمي ديوي، جنهن جو مندر هر انسان لاءِ هردم کليل رهي ٿو ۽ جنهن ۾ ڪنهن به قسم جو ڀيد ڀاءُ، روڪ يا رنڊڪ بلڪل ڪانه آهي. ڪو به انسان، ڪنهن به ديس جو رهواسي، ڪنهن به مذهب جو مريد، ڪنهن به پنٿ جو پوُڄاري، ٻار هجي يا ٻڍو، زال يا مرد، يوڳي يا ڀوڳي، دشت يا ديوتا، سياڻو يا پاڳل، هن مندر کي اَچو اوانگهي. اچي ٿو متو ٽيڪي ۽ ور ور ڏنڌي نمسڪار ڪري. اهوئي مندر آهي جتي سڀ ٻيائپ ۽ ويراڳ لاءِ ڪابه جڳهه ڪانه آهي. ڪامنائن جي ڪشش، موهه جو منڊ ۽ لوڀ جي لهر انسان کي هن ديويءَ جي ڏر جو جيون ڀر غلام بڻائي ڇڏيو آهي. هن ويچاري جو ڪهڙو وس؟ ديويءَ جنا من موهيندڙ

اُڪهاڙا اُڃ، مُنهن جي مرڪ، اکين جي تارن جا تير ۽ اُن ميا اشارا، سڀيئي ۽ ساوڌان سادڪن کي بہ مدهوش ڪري ٿا ڇڏين. رواجي انسان تہ اُن اڳيان جڻ ڳڀروُن مُوُ وڃن آهن.

گورو صاحبن جيڪا هن وشيہ تي چرچا ڪئي آهي تنهن جا چوُند وچن مٿي معنيٰ سميت ڏنل آهن پر بہ مکيہ وچن هيٺ وري بہ ڏجن ٿا:

(۱) رووڻ سڪل بڪارو غافل سنسارو - مائيا ڪارڻ رووئي — راڳ وڏهنس، محلا
چنگا مندا ڪڇ سوجهئي ناهي - اِهو تن ابرئي کووئي. — پهلا الاهڻيا (۴) ۱

(۲) تين ڳڻان - اِڪ شڪت اُپائيا — راڳ گونڊ، محلا
مها مائيا - تاڪي هئي ڇائيا. — ڀيروان، شبد (۲۱)

مطلب تہ مائيا پنهنجي سارو جهان پيو تہ ٻاڻ پٽوڙي ۽ پساڻ ڪسوهي. جيئن شمع مٿان اُنيڪ پتنگ ۽ پروانا پيا پاڻ هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار قربان ڪن، تيئن موهڻي مائيا جي چوڌاري، برهمڻ جو مٿاڪڙو لڳو ٿي پيئو آهي. هڪ مٿو تہ يڪدم پيو سندس جاءِ نشين ٿئي ٿو. پلا موهڻي مائيا جو ڪير نہ مالڪ ٿيڻ قبول ڪندو. هوءَ هميشہ سهاڳڻ آهي ۽ سهاڳڻ ٿي رهندو.

مائيا کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان ڪيترا ۽ ڪهڙا نہ يتن ڪري ٿو. جي ملي تہ لوڀ، لالچ، عيش، عشرت ۽ اَيمان ۾ اَڙچڻ وجهي ۽ جي نہ ملي تہ بہ نراسائي، حسد، ايرکا، ويڙ ۽ وروڌ ورائي وجهن. مطلب تہ مائيا جو موهہ انسان جي سڌ ٻڌ وڃائي، وڪارن ۾ وڪوڙي، اخلاق تان ڪيرائي، دک جي درياءَ ۾ غوطا کارائي ٿو. جيڪو سمجهي ٿو تہ مائيا ملڻ سان مون کي سک جي پراپتي ٿيندي پر آخر آزمودو کيس ڏيکاري ٿو تہ مائيا ئي سندس دکن جو ڪارڻ هئي. مائيا ۾ ڪيڏو نہ ونجهوڳ، ڦٽاهہ ۽ ڏڦيڙ سمايل آهي؟ مائيا ڪارڻ ڪيڏا نہ ڪوڙ، ڪپٽ، پاپ، اپراڌ، ٺڳيون ۽ دولاب ٿين ٿا، ڪيڏو نہ ڀائرن جي وچ ۾ ڦيٽارو، مقدما، دنگا، فساد، خون ۽ خرابيون ٿين ٿيون ۽ ڪيڏي نہ روس، هوس، اَٽسهائي ۽ پٽون پارانا نڪرن ٿا؟ مائيا جي اُنت ۾ ڪاٿ سمڪ ڪانہ ٿي پئي تہ هڪ ٽڪيٽيءَ ۽ ٽڪيتاليءَ چيز جي ڪرج ۾ ڪهڙن نہ اَملهہ اِخلاقن کي قربان ڪريو ٿو ٿئي ۽ جي مائيا وسيلي نہ واپس ملي سگهندا ۽ نہ خريد ڪري سگهبا.

جيون ۾ مائيا کي ڪافي اَهميت آهي. مائيا کان سواءِ هوُند سرشٽيءَ جو وهنوار ٿي بيهجي وڃي ۽ اِنهيءَ حد اَندر مائيا سان لاڳاپو رکڻ لازم آهي. مائيا ممڻ مچائي ٿي جڏهن انسان موهہ جي اَنڌ ۾ اچي، لالچ جي ڄار ۾ اَٽڪي ٿو. اُهڙيءَ حالت هيٺ هو مائيا جو مالڪ نہ آهي پر مائيا سندس مالڪياڻي آهي، جا پنهنجي ڏوريءَ ۾ کيس نچائي ٿي ۽ سمارگ مان ڪڍي ڪمارگ ۾ ننگو ناچ ڪرائي ٿي. ضروري گهرجن کي پوري ڪرڻ کان مائيا جو وهنوار مناسب آهي پر ان جي مقابلي ۾، آسان جي گهرجن جي حد ٿي ڪانہ ٿي

رهي. گهٽي ۾ گهٽو ڪجهه ۽ لالچ جي پياس پوري ٿيڻ جي ڪانه آهي. ڀلاڻ جهڙي يا پاڻ
کان هيٺ وارن ڏانهن نه نظر دوڙي ٿي نه ٿي. ٻاڻي جيڪي پاڻ کان پدارٿن ۾ مٿي آهن،
تن تائين پهچڻو آهي! هڪ تائين پهچجي نه پئي ڪان مٿي ٿيڻ جي ڪامنا پيدا ٿئي ۽ انهيءَ
ريت نه آهي ڪامنائن جي پڄاڻي ۽ نه اسان جي ڀٽڪڻ جي پڄاڙي. اها سرگردي ۽ پريشاني
ٻه هڪ ٻاجهلپڻي جو ٻور آهي، جنهن ٻوٽان اسان جي سڄي جمار ۽ سموري شڪتي، ساڃهه
سڀ ختم ٿي ٿي وڃي ۽ آخر ۾ هاءِ هاءِ ڪندا وڃون ٿا ته ننگا آياسين ۽ ننگا وڃون ٿا.

موت اسان جي ڀٽڪڻ جي پڄاڻي ڪري نه ڇڏي ٿو سنسار ۾ مانيا جي ڀٽڪڻ جو سلسلو
هميشه جاري آهي ڇو ته اسان جي جاءِ اسان جا ٻوٽان پيدا ٿا جنهن ڪري مانيا هميشه
زنده آباد آهي. ڀائي سندس چوڌاري ڪئين مانيا ڏاري مسجن پيا، ڪئين مرن پيا ته
ڪئين ساماڻجن پيا ۾ ميلو متوني پيو آهي. گورو صاحب جا لالچ لاءِ وچن مٿي ڏنل آهن
جن مان ٻه وري ٻه هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) نت دنس راس الاچ ڪري - پرمي پرمانيا | راڳ گوڙي، محلا |
| وينگار قريءَ ويگاريٺا - سر پار اتانيا. | چوٿان، شبد (١٠) |
| (٢) ڪوڙا لالچ ڇوڙيئي - تتس ساچ پڇاڻيئي | راڳ آسا، محلا |
| گور ڪيءِ شبد سمائيئي - پرمارٿ جاڻيئي. | پهلا، اشٽپدي (١٥) |

مٿين ٻن وچنن جو آڌار وٺي اهو سمجهائڻ ضروري آهي ته لالچي انسان هميشه
ڪمارڳ جي واٽ وٺي ٿو جنهن ڪري هو پيو ڀرمن ۾ ڦاٿڪي ۽ ٻنڌنن ۾ ٻڌجي. جڏهين
اها لوڀي لالچ نورت ٿيندي تڏهين انهن ڀرمن ۽ ٻنڌنن جو ٻڌ ٽٽندو، لوڪ ٻرلوڪ
سهيلو ٿيندو ۽ سچ جي سڃاڻپ ٿيندي. اهو سچ آهي پرماتما، برهم. پر برهم جي ڄاڻ سڃاڻ
تڏهين ٿيندي جڏهين مانيا جي سچي ڄاڻ سڃاڻ ٿيندي ۽ پرمارٿ جي واٽ وٺبي.

هيل تائين مانيا کي زڳو دنيوي پدارٿن جي صورت ۾ سمجهائيو ويو آهي پر مانيا
جو کيتر بيحد وڏو ۽ چوطرف پکڙيل آهي. سنسار جو سارو سماچار يا وهنوار مانيا آهي يا
ٻاهڪ انين کٽي ڇڏجي ته سڄي سرشٽي مانيا جو روپ آهي. جيڪي ته اسين اکين سان
ڏسي سگهون ٿا، يا ٻين گيان اندرين سان محسوس ڪري سگهون ٿا ۽ ڪرم اندرين سان
ڪريا ڪريون ٿا، اها سڀ مانيا آهي. خود من سان جيڪي ڀاونائون ۽ ڪلپنائون ڪريون
ٿا سا به مانيا آهي. جو جيءُ مانيا جي اهڙي سچي سروپ ۾ سڃاڻپ ڪري ٿو، تنهن
جي ٿي وويڪ جو وڪاس ٿئي ٿو ۽ آتم درشٽيءَ جو پرڪاش ٿئي ٿو، جنهن جي وسيلي هو
سچ يا برهم جي ڄاڻ سڃاڻ ڪري سگهندو. مانيا جي پوري پروڙ کان سواءِ ٿي سچ جي
سڃاڻپ ٿي سگهي ٿي.

اي بندا، جي ترڪي انهيءَ سچ جي سڃاڻپ جي اڇا آهي ۽ پرماتما جي پراپتيءَ جي

آپلاڪا آهي ته توکي موهه ۽ لوڀ کي سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻو پوندو، نه ٻين جي جيون ۾ پر پنهنجي جيون ۾. پنهنجي پاڻ سان سوال جوابي ڪرڻي پوندي ته ڇا تنهنجا ويچار، وچن ۽ ڪريائون موهه جي ڀاونا جي پيداش ته ڪونه آهن؟ ڇا موهه جي پيڇي توکي پيائيءَ جي جار ۾ ته نه ٿي ڦاسائي؟ ڇا پيائيءَ جي جار ۾ پڻ انيڪ وڪارن ۽ برائن جا ويڙها ته نه وڪڙيل آهن؟ ڇا لوڀ ۽ لالچ جي اڳ ۾ تنهن جي ٻُڌي سالم رهي ٿي؟ ڇا ٻُڌي وڃائڻ کان پوءِ تنهنجا طريقا سدا ۽ صحيح رهي سگهندا؟ ڇا ٿون ووڪ جي وات ڇڏي، ڪوڙ، ڪپٽ، ڪبڌيا، ايرکا ۽ اهنڪار جي اوت ته نه ورتي آهي؟ ڇا اها اوت جيون يساترا ۾ اوچي ۽ اٿانگي اڏ ته نه آهي؟

ٿي سگهي ٿو ته جواب خود انهن سوالن ۾ ئي سمايل هجي. اهو جواب جيون ۾ جادو لڳائي سگهي ٿو ۽ قلوب کي قرار ڪرائي سگهي ٿو. پر جي تنهنجو تصور ٿي اڃا انهيءَ سوال جوابيءَ طرف نه ورپو آهي ته پوءِ مانيا مان ڪيئن جند آزاد ڪرائي سگهندين ۽ لوڀ لالچ ڪيئن تنهن جو پيڇو ڇڏيندا؟ جا شيءِ نه توسان گڏ آئي ۽ نه گڏ هلندي، تنهن سان پريت ۽ وفاداريءَ جو ناتو نباهڻ، ڪهڙيءَ عقلمنديءَ جو ڪم چئبو؟ من لڳاءِ آلي ۽ دل اٽڪاءِ آلي، جتي جانب جي جاءِ هجي، پريتم جو پيار هجي ۽ هوت جهڙي همدم هجي. ڪوڙي ڪچ جي قدمن ۾ نه ڪِر. سڪ جي سوغات سائينءَ جي سامهون آڻ ته سڀڪار ٿئي.



## (٧) ڪروڌ، ويرُ، وروڌ.

(١) ڪُٻڌ ڏوُمٽي ڪّدنيا ڪسائي ـ

پَرَ نندا گهٽَ چوُهڙي مُني ڪروڌ چنڊال
ڪاڙي ڪڍي ڪيا ٽيڪيءَ ـ جي چاري ٻٽيا ٽال
سچ سنجم ڪرٽيُ ڪارا ـ ساوڻ ناءِ ڄميهي
نانڪ اڳيءَ الم سيٽي ـ جه ساپان پند نه ڏيهي.
[سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٣٠)، سلوڪ محلا ڏيجا]

(٢) مٽي ٻسوبت پيار گئيا ـ مٽا ويسر وروڌ
ڏنڌا ٽڪا هٿ مٽي ـ ممتا مائيا ڪروڌ
ڪرم ماڻيءَ سچ پانيٽيءَ ـ ڏوُرمڪ سدا نروڌ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٤)

(٣) ڪنن ڪروڌ گهٽ هي ڪي پيتر ـ جهه سڏ سپ ٻسرانپي
رتن گيان سپ ڪوهر ليا ـ لسان سٺ ڪچ نه ٻسانپي.

راڳ گوڙي، محلا ناوان، شبد (٤)

(٤) واد وروڌ ـ نه ٻسانيا جاء
من تن ڦيڪا ـ دوُجيءَ ڀاءِ:

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، اشٽپدي، (٢)٣

(٥) ووا وير نه ڪرئيءَ ڪاهوُ ـ گهٽَ گهٽَ اَنتر برهم سماهوُ
وير وروڌ مٽيءَ تهه من لي ـ هر ڪيرتن گوُرمڪ جو سُنٽي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٤٦)

(٦) جب ڏاڙيءَ ـ ڪرٿوُ ٻٽيءَ ميٽ
تب لڪ ـ نهچل ناهي چيٽ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١٢ (٤)

(٧) اوُني ڪاج نه هووت ٻوُري ـ ڪام ڪروڌ مدسد هي جهوُري
ڪريءَ ٻڪار جيٽڙي ڪيءَ ٽاني ـ غافل سنگه نه لَسوُٺا جاني.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٥٢)

---

١. ڪمت. ٢. واڪشٽي. ٣. هنسا. ٤. پنگي. ٥. ليڪر، پاڪند. ٦. اندرين لي قبضو. ٧. سڪرم. ٨. اشان. ٩. پرلوڪ ۾. ١٠. سکيا، اپديش ڪوله ٿسا ٿين. ١١. نٿرت ١٢. پرماتما. ١٣. اندرين لي قبضو ڪندڙ. ١٤. ست ٻت. ١٥. ڪرني وير آهي. ١٦. پجي نه ٿو سگهجي. ١٧. جهگڙا جهٽا. ١٨. سمجهي ٿو. ١٩ اَنوورا. ٢٠. اَهنڪار جو نشو. ٢١. ڏکالي. ٢٢. من ڪالر.

(٨) گورمک - ويڙ وروڌ گساوي[1]
گورمک سگلي ڳڻت مٽاوي[1]۔

راڳ رامڪلي، محلا
پهلا، سد گوشت (٣٧)

(٩) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه نواري[1] - نسوري[1] سگل ٻشراني[3]
سد حضور حاضران[4] هجئ ناظر - ڪتهه نه پئيو دوُراني[5]۔

راڳ مارو، محلا
پنجوان، شبد (٦)

(١٠) ڪام ڪروڌ سڀ[6] سنسارا -
اِهي ڪرم ڪماوهه سڀ دک ڪا پسارا
ستگور شيوهه سي سک پاوهه - سچي شبد ملائندا۔

راڳ مارو، محلا
ٽيجا، سولهو(١٣)١٦۔

(١١) جهه راڪي سوٽي سک ڌاڻا[7] - سهجي هوءِ سوٽي پل مانا
ٻمسي ٻئر نامي کو ٻري - سڀ ايڪو هي پسالنا[8]۔

راڳ مارو، محلا
پنجوان، سولهو(١٣)٦

(١٢) اَنڪ هوي ويسر وروڌ - کو سڪي نه ڇڏائيا
نانڪ وِٺ[9] ناوي ڌزڪ[10] موهه - جمع لگ دک پائيا۔

راڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (٣٢)

(١٣) ڪام ڪروڌ لوڀ بياپيو[11] - جنم هسي کي ڪسان[12]
پتت پاون[13] سرن آئيو - اُڌر نانڪ جان۔

راڳ ڪانڙا، محلا
پنجوان، شبد (٣٢)

(١۴) ڪام ڪروڌ ڪا چولڙا[14] - سڀ گل آئي پاءِ
ڪ اَيڇهه[15] اِڪ ٻمس[16] جاءِ - حڪمي آوي جاءِ۔

سلوڪ، محلا ٽيجا
(١٧)

---

١. نورت ڪري ٿو. ٢. ڪومن جو ليکو. ٣. ويڙ. ۴. پرماتما حاضران حضور آهي ٥. پري. ٦. زوردار. ٧. ٿانءِ، ٽڪاڻو. ٨. ڌسڻ جا اچي ٿو. ٩. بدا. ١٠. اَجايو، وثوت. ١١. وياپيل آهن. ١٢. ڪاڻ. ١٣. پرماتما. ١۴. ڳچيءَ ۾. ١٥. جڏهن. ١٦. مرن.

## (٨). ڪوڙو ٻيا مدو ڳالهائڻ.

(١) سپنا کا پروپ[1] ايڪ هيءِ - دوجا اَوَر نہ کوءِ
گور پرسادي من وسيءِ - تب گهٽ پرگٽ[2] هوءِ
سڀ اَنترجامي برهم[1] هيءِ - برهم وسيءِ سڀ ٺاءِ
منڌا[3] ڪسو آکيئي - شبد ويکهه ليو لاءِ
برا ڀلا تڌ[4] آکدا - جهڙ[5] هيءِ دُهه[6] ماهه
گورمک ايڪو[1] ٻجهيا - ايڪس ماهه سماءِ.
[راڳ سوهي، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤)]

(٢) جنِ اوليئي پٽ[7] پائيئي - سو سونيا پرواڻ[8]
ڦڪا[3] بول وگوتا - سُن مورک من اجاڻ.
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٤)

(٣) جب ڪس ڪئہ - لڳي جانس منڌا
تب سگلي - اس ميلهه ڦنندا.[10]
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢) ١

(٤) نا ڪر دشمن دوکيئا[11] - ناهي ڪو منڌا
گور ڪي شيوا شموڪو - نانڪ خصميءِ[1] ٻندا[12].
راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٩)

(٥) جيئہ جنت سڀ تسدي[1] - سپنا کا سوئي[1]
منڌا ڪس نو آکيئي[13] - جي دوجا هوئي[14].
راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤) ٥

(٦) نا هم چنگي آکيئهہ[13] - برا[3] نہ دسيءِ ڪوءِ
نانڪ هؤمي[15] ماريئي - سچي[1] جيهڙا سوءِ.
راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٨) ١٠

(٧) آپ[1] اپاني نانڪا - آپي[1] رکيءِ ويڪ[16]
منڌا ڪسو آکيئي - جان سپنا صاحب[1] ايڪ.
راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢) سلوڪ محلا دوجا

---

١. پرماتما. ٢. ظاهر. ٣. خراب، ٻڇڙو. ٤. ليسناء. ٥. جيسناء. ٦. .ليت ياق ؛ بهاني بر.
٧. عزت. ٨. قبول، جس لائق. ٩. ٻچڙو نمدن. ١٠. ڦاها، ڦاسيون، جنجال. ١١. ڏڪوئيندڙ.
١٢. داس. ١٣. چوڻ، ڪوٺڻ. ١٤. بيو ڪو ٻ. ١٥. اَهم ڀاؤ، اَڀمان. ١٦. جدا جدا حالت.

(٨) اَوّل اَلله[١] نُور[٢] اُپايا - قدرت[٣] کي سڀ بندي[٤]
ايڪ نُور تي سڀ جڳ اُپجيا - ڪَؤن ڀلي ڪو مندي.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٩) فريدا خالق[١] خلق[٥] مهه - خلق وسي رب[١] ماهه
مندا ڪسنو آکيئي - جان تس[١] بن ڪوئي ناهه.

سلوڪ، شيخ فريد، (٧٥)

(١٠) اِڪ ڦڪا نا گالاهه - سڀنا ميُ سچا ڌڻي[١]
هياءُ[٦] نه ڪنهي[٧] ٺاهه[٨] - ماڻڪ سڀ اَمولوي[٩].

(١٢٩)

---

١. پرماتما. ٢. جوت، شڪتي. ٣. پرڪرتي. ٤. جيوَ. ٥. مخلوقات، پرڪرتي.
٦. هردو، دل. ٧. ڪنهن جي به. ٨. ڏکاءِ، رنجاءِ. ٩. اَمولڪ.

# ڪروڌ، ويرُ، وروڌ.

## ڪؤڙو ۽ مٺو ڳالهائڻ.

عام طور ڪروڌ کي ڪام کان پوءِ ٻئي درجي تي رکيو ويندو آهي ڇو ته ڪام جي اڻپورائي ڪروڌ جو ڪارڻ بڻبي آهي. پر هن پستڪ ۾ ڪروڌ کي موهه ۽ لوڀ کان به پوءِ آندو ويو آهي، نه انهيءَ ڪري ته پنج مکيه وڪارن ۾ ڪروڌ جو مرتبو يا درجو گهٽائجي پر انهيءَ ڪري ته ڪام ۽ موهه ۽ لوڀ، اهي ٽيئي ڄڻ ته ڪامنائن جا جدا جدا انگ آهن. پوءِ ڪامنا ڪهڙيءَ ڀاونا مان ئي اُٿن ٿيل هجي، پر انهيءَ جي اسڦلتا ضرور ڪروڌ ۾ بدلبي. ڪروڌ ڪامنائن مان پيدا ڪونه ٿو ٿئي پر ڪامنائن جي اڻپورائيءَ يا اسڦلتا مان. ڪامنا کي شڪست اچڻ ۽ ڪروڌ جو ترت ئي سِر تي سوار ٿيڻ.

ڪروڌ جي سواريءَ جو ڇا ورڻن ڪجي؟ سبحان الله! ڪنهن به شهنشاهه يا عالمگير جي سواري، برابري نه ڪري سگهندي. جيءَ جي سُڌ ۽ ٻُڌ يا سمجهه ۽ ساڃهه جنهن تي کيس ڪيڏو نه ناز آهي، سي ته ڪروڌ کي ايندو ڏسي، يڪدم ڇُپ ماري وهندڙيون آهن ڄڻ ته هميشه لاءِ ڀسم ٿي چُڪيون آهن ۽ سرير جون سڀ شڪتيون ڪروڌ جي قدم ٻوسي ڪري، سندس حڪمن جي پيروي ڪرڻ لاءِ بيهڻ لڳنديون آهن. ڪروڌ جي اسٿتيءَ ۾ انسان صفا پاڳل مثل آهي ڇو ته انهيءَ وقت اندر، سرير جي رٿ جون واڳون هوش جي هٿن مان نڪري، ڪروڌ جي وس اچن ٿيون. پوءِ سڀاويڪ ڀاونائون بريون، وچار ويڪاري، زبان گندي ۽ ڪرم ڪُڌا. پر جي ڪي لوڪ لڄا يا ڪن ٻين مجبورين ڪري ڪروڌ کي دٻجي ٿو ته به جي ڪرتبن ۾ نه ته گهٽ ۾ گهٽ ڀاونائن ۽ وچارن ۾ ڪو خاص فرق ڪونه ٿو پئي پر هيڪاري دٻيل ڪروڌ جي ڇُليو نه، ته من جي اشانتي وڌيڪ وڌائي ڇڏيندو ۽ اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته من جي اشانتي ئي دک جو ڪارڻ آهي.

ڪروڌ کي چنڊال ڪوٺيو ويندو آهي ڇو ته ڪروڌي انسان جو روپ ۽ هردو چنڊال مثل ٿيندو آهي. منهن ۾ تامڙي، اکيون ڳاڙهيون رتُ، ڏند ڪڙڪندڙ، چپ ڏڏندڙ، دل ڌڙڪندڙ، وات ۾ گجي، نسون ڦوڪيل، هڏن مان نڪاءِ ۽ عضوا اٿلال. ڪروڌ جو اثر نه فقط ڇهري تي ٿئي ٿو پر سرير، من ۽ بُڌيءَ تي به. ڪروڌ جي ڪري، مغز جون رڳون ڇڪجن، دل جي بيماري پيدا ٿئي، رت جو دؤرو وڌي ۽ هاضمي جهڙي هاڃي ٿئي. بُڌيءَ جون ڀاونائون ختم ٿي وڃن ۽ من ملين مت جي وس ۾ اچي ڪئين ڪڪرم به ڪرائي ڇڏي جن جي پوءِ ڀاري سزا ڀوڳڻي ٿي پئي. ان جي ڪڏهن ان سبب ڪري ڪڪرم ۾ رنڌڪ به پئجي وڃي ته وير، وروڌ، ايرکا ۽ انتقام جي جاري رهي ٿي. ڪام ته وري به رڳو ڪاميءَ جي ستيا ناس ڪري ٿو پر وير هڪ انسان تائين محدود نه ٿو رهي، ٻن انسانن مان ٻن ڪٽنبن تائين، پوءِ ٻن ڏيهن تائين، پوءِ ٻن مذهبن تائين ۽ آخر

ٻن قومن يا ملڪن ۾ ٿين، ويڙهه ۽ بدلي جي باهه پکڙجي سگهي ٿي. گذريل مهاڀاري لڙائيءَ ۾، هٽلر جي ڪروڌ، ويڙهه ۽ آپيشاهيءَ، سنسار ۾ ڪيڏا نه واڳا ۽ رتوڇاڻ ڪري ڇڏيو؟ مطلب ته ڪروڌي انسان پنهنجو ته تن ۽ من روڳي ڪري ڇڏي ٿو پر ٻين سان گڏ دشمني ۽ انتقام جي آگ وچڙندڙ بيماريءَ جيان چوطرف پکيڙي ڇڏي ٿو. روڳي ماڻهو ته ڪجهه نقصان ٿيڻ کان پوءِ وسائي به سگهجي ٿي. پر دشمنيءَ ۽ انتقام جي آگ کي ته وسائڻ به بلڪل مشڪل آهي. اندر جو اندر پيئي ڌکي ۽ ڌکي ڌکي پيئي ٻاري.

گورو صاحبن جا ڪروڌ، ويڙهه ۽ ورڌ لاءِ جيڪي به وچن مٿي ڏنل آهن تن مان ٻه چونڊ وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) ڪتن ڪروڌ گهٽ هي ڪي پيتر - جهه سڌ سڀ بسرائي
ولن گيان سڀ ڪو هرليدا - تسان سنه ڪڇ نه بسائي.
راڳ گوڙي، محلا ناوان، شبد (۴)

(۲) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه نواري - ٺسورڙي سگل بحرالي،
سد حضور حاضر هجو ناظر - ڪتهه نه پيئيو دوراني.
راڳ ماروو، محلا پنجوان، شبد (۶)

اي بندا، توکي من جي ٻين ڪامنائن مان به رس ايندو هوندو پر ڪروڌ جو رس توکي فقط ٻين کي ستائڻ، رنجائڻ ۽ ڏکي ڪرڻ ۾ ٿو اچي. ياد رک ته تنهنجو ڪروڌ ٻين کي دک پهچائي توکي برابر رس ڏئي ٿو پر اهائي رس تنهنجي من ۽ تن جو روڳ بڻجي ٿي. جوش ۽ اُبراهيءَ ۾ اچي تون جيڪو اپراڌ ڪرين ٿو تنهن جي سزا توسان گڏ تنهنجي ڪٽنب کي به سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ڀوڳڻي پوندي ۽ تنهن جي ڪُل جي ناموس تي ڌبو لڳندو. جنهنکي نقصان پهچائيندو سو ته توکان اڄ نه سڀاڻ بدلو وٺندو. جي انهيءَ نه به ورتو ته هن جا حمائتي وٺندا. ڏڏو ڪيو وري ٽٽين نه ٿو ٻري. ڪروڌ لهڻ کان پوءِ هوش برابر وري ڪم ڪري ٿو ۽ پڇتاءُ آڻي ٿو پر ڪيل ڪرم جو اثر مٽائي ڪو نه سگهندو. ڪروڌ ڪرڻو اٿئي ته ڪروڌ جي برخلاف ڪروڌ ڪر، جنهن مان هيترا وڏا نڪرن ٿا.

ڪروڌ جي اُتپتي به ٻين وڪارن جي اُتپتيءَ وانگر آهي جا اسان جي دک جو ڪارڻ ٿئي ٿي ۽ جنهن جي ٽوڙ ڪرڻ لاءِ اسان کي من جي ڀاوناٿن ۾ وڌيڪ گهرو ويهڻو پوندو. ڇو ته هي سڀ وڪار خود مرض نه آهن پر اسان جي اندر جي مرض جا پاڇا يا پڙاڏا آهن.

مٿي ٻڌايو ويو آهي ته ڪروڌي انسان جي زبان به گندي ٿيندي آهي. ڀلا جڏهين ڀاوناٿون ۽ ويچار ٿي اُشد ٿيا ته مک مان مٺا شبد ڪيئن نڪري سگهندا؟ هو سڀ کي ڌڪڙوُن ڏئي ٿو، ڇڙو ڳالهائي ٿو ۽ اجوڳا شبد استعمال ڪري ٿو. سندس زبان ڇڄ ته ڪاٽي پيئي نه فقط انهن کي جن ڪروڌ ڏياريو، اُٽس پر انهن کي ٻڻ جي وچ پيئي ڪيس سمجهت ڏين ٿا يا شانتيءَ ۾ رهڻ جي صلاح ڏين ٿا. پر ڪن کي ته ڪوڙي يا مدي ڳالهائڻ

جي اَصل عادت ٿي ويندي آهي، چاهي هُو ڪاوڙ ۾ هجي لوڙهي نه، پر خاص من کي وس ايندو ان گهٽ وڌ يا ڳٿر ڳالهائڻ ۾ يا چٽر ٻاڙي ڪرڻ ۾، خاص ڪري جڏهين اڳين کي هو پاڻ کان عقل، عهدي، اقبال يا ادب ۾ گهٽ سمجهندا آهن. جتي موت ۾ مرچڙي ملڻ جو انديشو نه هوندو آهي، اُتي نه زبان اشرافت، شرم ۽ حياءَ جي لغام ۾، خوب وارا وٺندي آهي.

اهڙا من جي موج وڏي سزا پوکائي ٿي. ڪنهن جي به دل دکوئڻ مها پاپ آهي. هن جي هردي جي آهه هٿي هڏ ڪندي چو نه جو تو ۾ تو وسي سو هن ۾ به تو وسي. تنهن ڪري اي ٻندا، ٻين سان کهرو ڳالهائي، جيءَ هتيا نه ڪر. اڳلي ۾ بہ ساڳيو سائين سمجهي، سڀني سان آهستي ڳالهاءِ، مٺو ڳالهاءِ ۽ سچ ڳالهاءِ. ٿي سگهي ته جڏهين تنهن جي من ٿي ٻيائيءَ ۽ ٻه اڪيائيءَ جو پرڪاش پئي ته تڏهين ٿي تون ٻين کي مدائيءَ ۽ برائيءَ جي روپ ۾ ڏسين ٿو. اهڙي پنهنجي من جي برائي دور ڪر ته هوند ٻين جي چڱائيءَ جي پرک پوندئي. جو انسان پاڻ شڌ ۽ پوتر ويچار ڌاري ٿو سو نه ٻين کي مدو سڏيندو ۽ نه وري انهن ۾ مدائي ڏسندو. اهو پرسد آهي صاحبن جي وچن مان، جي هتي ڏنل آهن ۽ جن مان ٻه خاص چونڊ وچن وري هيٺ ٻه ڏجن ٿا:

(١) بُرا ڀلا تهر آکدا — جهر هيءَ دُهر ماهه. — واڳ سوهي، محلا
ڳوُ رمک ايڪو ٻجهيا — ايڪس ماهه سماءِ. — ليکا، اشٽپدي (۴)

(۲) اول الله نور اپائيا — قدرت کي سڀ ٻندي — راڳ پرڀاتي، ڪبير
ايڪ نُور تي سڀ جگ اُپجيا — ڪؤن ڀلي ڪو مندي. — صاحب، شبد (۳)

سڀ خلق خاوند جي آهي. تون ڪير جو فيصلو ڪرين ته هي چڱو ۽ هُو مدو؟ هر ڪنهن کي پنهنجي چڱائيءَ ۽ مدائيءَ جو حساب، سڌو صاحب کي ڏيڻو آهي ۽ نہ توکي. تون فقط پنهنجا ڪرم ۽ ڪرتوت سنڀال. ٻين جي ڪرمن جي ڳڻ ۽ تقاضا توکي ڪانه ڪرڻي آهي. سڀني جا ڪرم ۽ تنهنجا ڪرم، صاحب جي ساڳيءَ ساهميءَ ۾ تورنا ۽ جوکبا ملهه لهندا. جي اهو سوچين ۽ سمجهين ته هوند پاڻمرادو ڪروڌ کان ڪنارو ڪرين، ويسر وروڌ جي ويجهو نه اچين ۽ زبان اهڙي ٻٽائين جهڙي ماکي، مصري ۽ کنڊ - نہ لنهي خوشامند جي خيال کان يا ڪنهن لوڀ لالچ جي مراد کان پر سچي سياءَ وچان ۽ نرمل هردي منجهان. پوءِ سڀڪو وچ ۾ وهاري مرحبا ڪندءِ ۽ عزت ڏيندءِ. هيءَ به ناموس ڪيندءِ ۽ اُتي ٻه ناموس پوندءِ. ڪٿي ٻه ٽاپو يا دوکو ڪونہ. ڪانيڊين جو نه پوءِ تنهنجي راحت جي شيري ڪومل هردي جي ڌارا ٿيندي. عزت ۽ ناموس انهيءَ ڌارا وٽ ڪونهن ڪونه ٿا پر پاڻمرادو ڏانهس ڇڪجن ٿا. ڪٿي عزت نه به ملي يا ناموس نہ به نڪري پر من جي شڌيءَ ۽ شانتيءَ صدقي، ڪروڌ کان ڪنارو ڪرڻو پوندو. وڌ وروڌ کان وٺي وڃجي ۽ ڪوڙي زبان ڪٽڻي پوندي.

## (٩) آهنڪار، هؤمي ۽ مان مان.

(١) هؤمِ[1] وچ آئيا[2] هؤمِ وچ گئيا[3] – هؤمِ وچ جنميا[2] هؤمِ وچ مئا[3]
هؤمِ وچ ڏِتا[4] هؤمِ وچ لئيا[5] – هؤمِ وچ کٽيا[6] هؤمِ وچ گئيا[7]
هؤمِ وچ سچيار ڪوڙيار – هؤمِ وچ پاپ[8] پُن[9] وچار
هؤمِ وچ نرڪ سرگ اوتار.
هؤمِ وچ هسي هؤمِ وچ رووي
هؤمِ وچ ڀريئي[8] هؤمِ وچ ڌووي – هؤمِ وچ جاتي[10] جنسي[11] کووي
هؤمِ وچ مؤرک هؤمِ وچ سياڻا – موک مکت کي سار نه جاڻا
هؤمِ وچ ماليا هؤمِ وچ ڇاليا[12] – هؤمِ[1] ڪر ڪر جنت[13] اپائيا
هؤمي بؤجهي تان دَر سؤجهي – گيان وهؤڻا ڪٿ ڪٿ لؤجهي[14]
نانڪ حڪمي لکيئي ليک – جيها ويکهه تيها[15] ويک.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٧)]

(٢) هؤمي ناوي نال ورود[16] هي – دُءِ نه وسهه اِڪ ٺاءِ
هؤمي وچ شيوا نه هووئي – تان مَن[17] برٿا جاءِ
هر چيت من ميري – تون گور ڪا شبد ڪماءِ
حڪم منهه تان هر ملي – تان وچهه هؤمي جاءِ.
هؤمي سڀ سرير هي – هؤمي اوپت[18] هوءِ
هؤمي وڏا غبار[19] هي – هؤمي وچ بُجهه[20] نه سڪي ڪوءِ
هؤمي وچ ڀگت نه هووئي – حڪم نه بُجهيا[20] جاءِ
هؤمي وچ جيئه بند[21] هي – نام نه وسي من آءِ

(٠١ر٠)

١. آهنڪار، هؤمي. ٢. جمي ٿو. ٣. مري ٿو. ٤. دان ڏئي ٿو. ٥. قبل ماڻي ٿو. ٦. ڪمائي ٿو. ٧. خرچي ٿو. ٨. پاپ، گناهه ڪري ٿو. ٩. نيڪيون ڀي احسان ڪري ٿو. ١٠. ذات. ١١. ڪُل. ١٢. ١٣. آڳيانوڻو. ١٣. جمڙ مرڻ جي چڪر ۾ پيو پڪندو. ١٤. آجايو بحث مباحثو ڪري. ١٥. پاڻ جهڙو ٻين کي سمجهه. ١٦. دشمني. ١٧. من جا خيال. ١٨. پرڪرتي. ١٩. اونده. ٢٠. سمجهڻ. ٢١. ٻنڌن، بار.

ناانڪ ستگور ملئي هوءِ گئي - تان سڄ[1] وسيا مــن آءِ

سڄ ڪماوي سڄ[1] رهــيءِ - ســهــي شبد سماءِ.

[راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، شبد (٩)]

(٣) نانڪ جيڪو- آپــو[2] جاڻيءِ

اُگيءِ[3] گــئيا - نہ ســوهيءِ[4].

سري جي صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٢١)

(٤) جگ هؤمي مَيلُ دک پائيا - مَـلُ لاگــي دوُجيءِ[5] ڀاءِ

مل هؤميءِ ڏولي ڪويءِ نہ اُلريءِ - جي ســؤ ليرٿ[6] نـاءِ

هر ڪيٽا هر ڪرهگي - هر مؤرک گــاوار[7]

ڪرٽيءِ[1] والا وسريــا - دؤجــيءِ ڀــاءِ پيار.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٣١)

(٥) من هٺ ڪني نہ پائيا - ڪر اُپــاءِ ٿڪي سڀ ڪوءِ

سهس سياڻپ ڪر رهي - من ڪوريءِ[8] رنگ نــہ هوءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، شبد (١)

(٦) اَهنڪار ڪرهہ اَهنڪاريا[8] - وپــاپيا مــن ڪي مَتِ

لــن پــرڀ[1] آپ ڀلائيا - لــا لس ڏاتِ نــہ پَتِ[9].

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١)

(٧) ميري ميري ڪيا ڪرهہ - جن ديٽا ســو پــرڀ[1] لــوڙ[10]

سرپــر[11] اُٺي چلڻا - چــڏ جا ســي لک ڪروڙ.

(٢٢)

(٨) هٿہ پالَ[12] وڪني[13] هوئي - آڌپــوريءِ[14] واهہ نــہ ڪوئي

وچ هؤميءِ ڪر دک روئي - ڪهہ نانڪ ڪِن بِڌِ[15] گت[16] هوئي.

واڳ، مانجهہ، محلا پهلا، وار (١٦)

(٩) هؤميءِ وچ سڀ جگ ٻئرانــا[17] - دوُجيءِ ڀاءِ ڀرم ڀلانــا

بهہ چنتا چتويءِ[18] آپ نہ پڇانا - ڌنڌا ڪرتيا اَن دن[19] وهانا.

واڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (٦)

(١٠) بــالڌو آهــن[20] - هٿہ هٿہ ٻڌا

دوش[21] ديــئِ - آگــهہ[22] ڪٿہ اَنڌا.

واڳ گــوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣٩)

١. پرماتما. ٢. اَهنڪار. ٣. پرلوڪ ۾. ٤. سهندو. ٥. ٻيائي، دئيت ڀاءُ ٦. اشنان ڪري.
٧. گنوار، اَگياني. ٨. اَيماني. ٩. عزت. ١٠. چاهنا رکــو. ١١. آخــر، ليڪ، اَوس.
١٢. گولهي گولهي. ١٣. ٿڪل، وياڪل. ١٤. اَنڌيرو. ١٥. طرح. ١٦. ڇوٽڪارو. ١٧. پاڳل.
١٨. ڀٽڪندي ۾ گرفتار. ١٩. رات ڏينهن وترت ويا. ٢٠. پنهنجو پاڻ ٻڌي. ٢١. ڏوهہ. ٢٢. ٻين کي.

(١١) جب لگ جانيءَ مُجهه لي ڪڇ هوء-
تب اِس[١] ڪي سکہ ناهي ڪوء
جب اِهه[١] جانيءَ ميءَ ڪڇ ڪرتا - تب لگ گرڀ جوُن مهه ڦرتا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١٢ (۴)

(١٢) هرک[٢] سوگ سهسا[٣] سنسار - هَمُ[۴] هَمُ ڪرت[۵] اهاء
جن ڪيئي[٦] لسه نہ جاڻي - ڇتوهه اَنڪ اُپاء.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٽپي (٣)

(١٣) ممک اهنڪاري محل نہ جاڻيءَ - ڪن آکيءَ ڪن ٻيجيءَ
سدا ٻلائيجيءَ محل نہ آويءَ - ڪي ڪر دُرگهہ سيجهيءَ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٢۵)

(١۴) جيڪو ناءُ ڌاراني[٧] وڏا - ساد ڪري مس ياڻي
خصميءَ[٦] نَدري ڪيڙا آويءَ - جيتي چُگي[٩] داڻي.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٥)

(١۵) ميري ميري ڪر ڪئي - ٻليءَ ڪڇ نہ پاء
محل ناهي ڍهاڻي[١٠] - اُنت گئي پڇتاء.

راڳ آسا، محلا ليجا، اشٽپدي (٧) ١١

(١٦) گارب[١١] لاگا جاهہ مگد مين - اُنت گئيا پڇتاوهي
اهنڪار[١١] ترشنا روگ لگا - بِرٿا[١٢] جنم گواوهي.

راڳ آسا، محلا ليجا چنت (٦) ٢

(١٧) چاڪر[١٣] لاگيءَ چاڪري[١۴] - نالي گارب واد[١۵]
گلان ڪري گهڻيرا - خصم[٦] نہ پائي ساد.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٢)، سلوڪ محلا دوجا

[١٨) لانڪ مڪس دٿارا اُنت نِپڪا[١٦] - نانا[١٧] هوء سرجاء
هؤ ميءَ من اُستول[١٨] هيءَ - ڪتي ڪر و چڊي جاء.

راڳ گوجري، محلا ليجا، وار (۴)

(١٩) هؤ ميءَ وچ جگت مؤنا - مردو مردا جاء
جبر وچ دنر هيءَ لهر نہ چيتئي - ڪريگ[١٩] اڳيءَ[٢٠] جاء.

راڳ بهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا ليجا

(٢٠) آڳيءَ[٢٠] سر نُرجاڻا جنہ مهماڻا[٢١] - ڪاهي گارب ڪيجيءَ
جنہ شيونيءَ درگهہ سکہ پائيجيءَ - نام لسيءَ[٦] ڪا ليجيءَ.

راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (٢)١

١. هن جيؤ کي. ٢. سکہ. ٣. دکہ. ۴. سنسا، ڀرم. ۵. عمر اجائي پئي وڃي. ٦. پرماتما. ٧. رکائي، ڪرٿاني. ٨. نظر پر. ٩. موجون ماڻي. ١٠. رن بيمک عورت. ١١. ايمان. ١٢. اجايو، وٿرت. ١٣. شيوڪ. ١۴. شيوا. ١۵. جهيڙا. ١٦. لنيو، سوڙهو. ١٧. نمانو، نماڻو. ١٨. ٻورو، ڦڏو. ١٩. ساس، ساهہ. ٢٠. پرلوڪ پر. ٢١. مهمان.

(٢١) مَن هٿ ڪميءَ نہ پائيو - سڀ ٽڪي ڪرم ڪماءِ
مَن هٿ پيڪ[1] ڪر پرمدي - دک پائيا دوجيءِ ڀاءِ.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢٢) ٻراني - ڪيا ميرا ڪيا تيرا
جئسي - ترور[2] پنڪ[3] بسيرا.

راڳ سورٺ، ڀڳت رويداس، شبد (٦)

(٢٣) مائيا دک موهيا هؤميءَ روهيا[4] - ميريءَ ميري ڪرت وهاڻي
جو پرڀ ديئہ تِس چيتيءَ ناهي - انت گئيا پڇتا وڻي.

راڳ ڌناسري، محلا چوٿان، ڇنت (٤) ١

(٢٤) گرب گهيلي[5] - محل نہ پاويءَ
ٿر پڇتاويءَ - جب رتڻ[6] ڀهاويءَ.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٥) مَن هٿ ڪرم ڪريءَ اَيماني - جئہ بالڪ ٻالو[7] گهر اُسريئا
آويءَ لهر بسمد ساگر ڪي - کن مهہ ڀِنڻ[8] پِنڻ ڍِهي پڙيئا.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (٧) ٣

(٢٦) هئہ هئہ[9] ڪرم ڪماڻي - لپي لي بند گلائي
ميري ميري ڌاري - اوهان پئر لوهاري[10].

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(٢٧) هرجيئہ[11] اَهنڪار نہ پاوئي - ويد ڪوڪ[12] سڻاوهہ
اَهنڪار مُئي[13] سي وگتي[14] گئي - مَر جنمهہ ڦر آوهہ.

راڳ مارو، محلا ٻيجا، وار (٩)

(٢٨) هؤ ميءَ پڪڙ[11] ليريءَ مديءَ ماهہ - هر نہ چيتهہ مورکي مڪت جاهہ
منع هر وسرئيءَ جم وس پاهہ - اَنت ڪال مورکي چوٽ[15] کاهہ.

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)

(٢٩) وسنت[16] ٻرائي آپ گرب ڪريءَ - مورک آپ گڻائي
نانڪ اِن بوجهيءَ ڪديءَ نہ پائيو - ڦر ڦر آويءَ جائي

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٢)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٣٠) ڪبير مائيا تجي[17] نہ ڪيا ڀئيا[18] - جئہ مان[19] تجيا نهي جاءِ
مان مني[20] مندور[21] گلي - مان سڀئي کئہ کاءِ.

سلوڪ، ڪبير، صاحب (١٥٦).

---

١. پيڪہ، ويس. ٢. وڻ. ٣. پکي. ٤. ڪاوڙ کن ٿا. ٥. ڦاٿل. ٦. رانس، عمر. ٧. واري.
٨. برزا برزا. ٩. ڳجهي ٻہ. ١٠. بيڙائون، زنجيرون. ١١. پرماتما. ١٢. ڪاري. ١٣. اُوڳتيا.
١٤. بدن. ١٥. سزا، ڏک. ١٦. شيءِ. ١٧. لياڳ ڪيو. ١٨. ٿي پيو. ١٩. اَهنڪار، ايمان.
٢٠. مشهور، سريشٽ. ٢١. گري ويا.

## اهنڪار، هؤمئي ۽ مان مان

لوڀي ڀاونا چوائيندي آهي ته هي آلم ۽ اڃا هؤ ڪميم ٻا هي آهيان ۽ اڃا هؤ ٺاهيان. پر اهنڪاري ڀاونا ٻـولائيندي آهي ته هي آلم جو ٻئي وت ڪونه آهي، هي آهيان جو پيو تي نه سگهيو آهي يا هي ڪمو آلم جو پيو نه ڪري سگهندو. پر جي ڪو وري تـي سگهيو ته اهنڪار جو ايمان ٿيو ۽ وير، وروڌ ۽ ايرکا جي آگ پيدا ٿي. مطلب ته لوڀي ڀاونا ”موڻکي موڻکي“ ڪري پڪاڻي ٿي ته اهنڪاري ڀاونا ”مان مان“ ڪري چلائي ٿي. اهنڪار کي انيڪ نالا عطا ٿيل آهن جو ته جيڏي ڦوڪ ليڏيون ڦٽڪون. اهنڪار مـعني اهم ڀاو، آپو، ايمان، مغروري، مزاج، گهمنڊ، وڏائي، هٺ، خودي، ٻانور، ٽيڪر، سيٽ تڪبر، وغيره، وغيره. اهنڪار جون پيون نشانيون آهن نفرت، هوڏ، ضد، حسد، راس، هيس، اڻسهائي ۽ ايرکا. جهڙا اهنڪار جا نالا نرالا نرالا تهڙائي سندس رنگ ۽ روپ نرالا. ڪنهن کي سونهن تي ايمان، ڪنهن کي ٻـل تي، ڪنهن کي پداولن ٻـي، ڪنهن کي سياڻپ تي، ڪنهن کي چتراڻيءَ تي، ڪنهن کي عقل تي، ڪنهن کي علم تي، ڪنهنکي عهدي تي، ڪنهن کي ڪُل تي، ڪنهن کي عزازن تي، ڪنهن کي اولاد تي. عام ساڌو، سنت به اهنڪار جي اوگڻ کان خالي ڪونه آهن. ڪنهن کي وديا تي ايمان. ڪنهن کي گيان تي، ڪنهن کي ڀڳتيءَ تي، ڪنهن کي تپسيا تي، ڪنهن کي يوگ تي، ڪنهنکي تياڳ تي، ڪنهنکي سڌيءَ تي، ڪنهنکي آمـت تي، ڪنهنکي پرمارٿ تي.

مطلب ته گهڻو ڪري هرڪو انسان چاهي گرهست جي گپ ۾، چاهي تياڳ جي طلب ۾، چاهي روحاني رمز ۾، ڪنهن نه ڪنهن اڏ تي اٽڪي، اهنڪار تي اڏول بيٺو آهي. پوءِ ڪن جي اهنڪار جو جهنڊو سر تي بلند ته ڪن جو بغل ۾ لڪل. لڪل جهنڊو بلند جهنڊي کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ جوکائتو آهي نه ٻين لاءِ پر خود اهنڪاريءَ لاءِ ٻـ ـ ڪُليل. جهنڊي جو ته جلد مقابلو ٿيڻو آهي ۽ مقابلي ۾ شڪست اچڻ سان شايد اهنڪاريءَ جو اڌار نه ٿي وڃي. پر لڪل جهنڊو جو پوڙنگي حليمائيءَ جي ڍال پٺيان ڍڪيل آهي، سو مقابلي جو الائي ڪڏهين سامهون ڪري. تنهن ڪري اهو روحاني راهه ۾ وڏو روڙو آهي جي اڳتي قدم وڌڻ ٿي نه ڏئي. اهنڪار جي زنجير ڀاري ۽ مضبوط آهي. پير پند کان لاچار. پوءِ مڪتيءَ جي سوڙهي سوراخ مان ڪيئن لنگهي سگهبو؟ گوروصاحبن جن جا چوند وچن مٿي ڏنل آهن، تن صاف لفظن ۾ فرمايو آهي ته اهنڪار سڀني جو وروڌي آهي: چاهي گرهستي جيون ۾ چاهي روحاني ساڌنا ۾. انهن وچن مان هيٺيان ٻه وچن خاص ڌيان جي لائق آهن:

(۱) جب لگ جاڻيءَ مُجهه تي ڪڇ هوءِ-
تب اس ڪئ سک ناهي ڪوءِ
جب اهي جاڻيءَ مه ڪڇ ڪرتا- تب لگ گرڀ جون مهه ڦرتا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ۱۲ (۴)

(٦) ٻئي موري ڪر گڏي - ٻليءِ ڪيچ نه ٻاءِ — واڳ آسا مڪلا ليجا،
محل ناهي ڏوهاڳڻي - اَنمع گڏي پڇتاءِ. — اشٽپدي (٧) ١١

جيئن هڪ مياڻ ۾ ٻه تلوارون ماپي نه سگهنديون آهن تيئن مَن ۾ اهنڪار ۽ ايشور
هڪ وقت گڏ رهي ڪونه سگهندا: يا هٺ يا هادي. ٻنهي جون مورتيون هڪ مندر ۾
گڏوگڏ ڪيئن براجمان ٿينديون؟ ٻر جي اسان استاپن ڪيون ٿا، ته من مندر نه رهندو ۽ هر
هڪ پاڪيزي پِٽ ٻطبو جنهن مان اَنتيءَ ۽ آڌار جي ڪهڙي اميد؟ اهڙي پَٽ سان ٻاڻ جو
ڪهڙو ٻريوڄن جو رڳو ڪنهن نقلي نانڪ جو نماءُ هجي يا ڪوڙ ڪپٽ جو ڪوٽ هجي؟

اَهنڪار جو اوچ امر ٿي نه ٿي سگهي. اهو اسرار آهي چار ڏهاڙا جو لس بيٺل آهي
ڪچي بنياد تي. ڇا حسن، جواني ۽ جسماني طاقت عمر جي ٻڙدي ٻوڙتان نيٺ غايب
نه ٿيندا آهن؟ ڇا دنيوي ٻدارت، ڪٽنب قبيلو، مترو ۽ سنبڌي ناسونت نه آهن؟ ڇا
اهي، اَنت سمي ڪر سات يا سهارو ڏيندا؟ ڇا تون ٻاڻ مهمان نه آهين؟ ڇا جيڪي اٿئي
سو ايشور جو عطا ٿيل نه آهي؟ ڇا ڏاتار جون ڏنل ڏاتيون ڪسجي نه ٿيون سگهجن؟ ڇا
اسان جا ٻرايل گڻ ٻه اهنڪار ڪري ڪسڪي نه ويندا؟ ڇا بي بقا، ناچيز ۽ متيا وستو،
اهنڪار ڪي ڪو دائما اَجهو ڏئي سگهنديون؟ ڇا تواريخ ڪافي مثال پيش نه ٿي ڪري
ته اهنڪار اوس ٿي ذڪ ڪائيندو آهي؟ ڇا اسان خود جيون ۾ ڪيترا چرلر نه ڏٺا آهن
جتي اهنڪاري انسانُ آسمان مان پلٽو کائي اچي پَٽ پيو هجي ۽ اهڙي دردناڪ دڪ
جي دردشا ۾ آهي جو ڪاٻه همدردي ۽ ڪهڙو ٻه ٻريوڌ سندس وياڪل من کي سنتوش
نه ٿو ڏئي سگهي؟

جيڏي اهنڪار جي متي اَڏ، ليڏو هيٺ ذڪو. جيڏو ڳاٽ اوچو ليڏي وڏي ڳراوٽ.
اهو قدرت جو قانون آهي. ٻر حيرت ۽ عبرت اِنهيءَ ڳالهه تي لڳي ته جسيتائين جيو کي
سوڀ ۽ سڦلتا نصيب ٿي ٿئي ليسيتائين سموري شاباس تو ٻاڻ کي ڏئي ٿو مون هيئن
سوچيو ۽ هيئن ڪيو ٻر جي شڪست ۽ اَسڦلتا آڏو اچيس ته چوي ٿو ايشور اندر ڪيو يا
تقدير ستم ڪيا ڇڏيا. شاباس جو ٻاڻ حقدار ۽ سزا جو ايشور اڌڪاري. اِنسان ڪهڙو
انصاف ٻاڻ ڪري ٿو ۽ ڪهڙو انصاف ٻاڻ لاءِ طلبي ٿو! هڪ ٻئي جي اُبتڙ!!

اَهنڪار جي اوچ جو اوسر ڪٽي معمولي هجي ٻر اُنهيءَ اسٿتيءَ جي مَن مستي ۽
مجاد غير معمولي رهن ٿا. اهنڪاري انسان کي رڳو پنهنجو آواز ۽ پنهنجي واڪاڻ وڻي،
پنهنجو فائدو ۽ ٻئي جو نقصان راحت بخشي، پنهنجي سوڀ ۽ ٻئي جي شڪست مان
آنند اچي. هيٺين ڏانهن نفرت، ٻاڻ جهڙن سان ٻائي ڪٽڻ ۽ متين سان حسد. "مان ۽
منهنجا" سڀ پنهنجا، ٻيا سڀ پراوا. تنهن ڪري سيني ٻاوڻائن، وڇائن ۽ ڪرٻائن کي ٻه
پهلو ۽ ٻه پاسا، هڪ ٻئي جي اُبتڙ. هڏڏوکيءَ ۽ همدرد دوست، تن جي ٻاڻ ٿي ٻلاند ڇمائي
ڇڏي ۽ مطلبي دوست، مطلب سڌ ٿيڻ کان پوءِ سندس ٻلاند ڇمائي
ڇڏين. خوشامند تن جي ٽيڪ ته ٽٽي آهي. اهنڪار جي اوج ۾ اگيانتا جي اوندهه ۽

ڏکي کان پوءِ نراسائيءَ جي اونداهه. من ۾ هر وقت انڌڪار ته ٻاهر به هردم انڌڪار لڳن ۾ رڳو حرص ۽ حواس جون هٿوراڙيون ڪيئن گيان جو پرڪاش ڪندين؟

انسان پنهنجي اصليت ڇپائي ڇپائي صفا پلجي ويو آهي. وڪاري واسنائن جي وس اچي ٻاڻ کان نه ٿو پڇي ته "مان ڪير آهيان"، "مان ڇو پيدا ٿيو آهيان" ۽ "مان ڪيڏانهن پيو وڃان؟" پر پاڻ کي پيو پڙهائي ته "مان هيءَ آهيان ۽ هو ٿيندس"، "هيءَ منهنجو آهي ۽ هو منهنجو ٿيندو." اها "مان مان" ۽ "منهنجو منهنجو" آهي ڪل پسا چاپي انسان جي خيالي خزانن جي. هن جون سڀ ڪامنائون، ڀاونائون، ترشنائون، آسائون، ارادا، رٿون، ڪرپائون ۽ وهنوار سڀ انهيءَ ڪل تي ٽا هڻن. اهڙيءَ ڪل جي سانڍي ۾ نشڪام ڪرم ڪيئن گهڙجي سگهندا؟ ڪڏهين اڪ جي وڻ مان به ماکي نڪتي آهي؟ جنهن دنيا جو مرڪز "مان مان" تي ٻڌل آهي ۽ جنهن دنيا ۾ ڏاڍائي کي داخلا جي اجازت نه آهي، اها دنيا وڏي ۽ وڪري ٿي سگهي ٿي؟ انهيءَ تنگ دائري کي فقط هڪ ننڍي دري آهي ۽ جتان "مان مان" جو اهم ڀاؤ "پنهنجن" جي پيو آڇيان ڪري ۽ "پراون" کي لوڏي ڪڍي ٿو. اهڙي سنيڪار ۽ اسنيڪار جي خود مطلبي ڪيڏ جيون ٻالرا ۾ ڪيڏيون نه رنڊڪون ۽ روڙا ٿي وجهي جتان اڳتي وک وڌائڻ جي هرڪا ڪوشش ناڪامياب ٿيو پئي.

انهيءَ ڪل پسا چاپيءَ سان انسان سنسار کي قابو ڪرڻ ٿو چاهي پر حقيقت ۾ هن پنهنجي وويڪ کي گهڻا ڏيئي پڃري جو پکي بڻائي ڇڏيو آهي. هو سمجهي ٿو ته انهيءَ ڪل جي ڪلا سان ڪاميابي ويجهو ايندي ٿي وڃي پر خصوصا هو پاڻ کي اوڙاهه ڏانهن ڏوڪيندو ٿو وڃي. دنيا هن جي ساڌارڻ اهڪار جي رڱ پڪڙي ڪِنڪتائي ٿي ڪري ۽ هو مستيءَ ۾ اچي، پولي ٻاندر جيان، اهم ڀاؤ جي گهنگهرن سان، سورش جي ساز تي ۽ ڪتڪتائيءَ جي سر تي، پيو ٿو نچي. جتي ناچو ۽ نچائيندڙ اهم ڀاؤ جي ناچ جي راس ليلا رچي رهيا آهن، اتي نرنڪار موڙ نه ملندو؟ ڪاش انسان کي سچ ۽ ڪوڙ جي ٻوري پرک ۽ پروڙ پئي ته هوند "مان مان" جي راس ليلا، "توهين تون" جي راس ليلا ۾ بدلجي وڃي. اتي ٿي مدوهر جي مرليءَ جو مڌر آواز آلاپ اٿاريندو، من موهيندو ۽ پرهه جاڳائيندو.

اڳتي هلي ڏسنداسين ته جيون ٻالرا ۾ اهم ڀاؤ به سولو سات نه ٿو ڇڏي. ڪنهن نه ڪنهن سوکيم صورت ۾ هردي ۾ هردم وسي رهيو آهي. تفاوت فقط هيءَ آهي ته سنساري وهنوار ۾ اهڪار "پنهنجو" فائدو "پرائي" نقصان مان حاصل ڪرڻ گهري ٿو ته وري سادڪ به پرماتما جي پراپتي "پاڻ" لاءِ پهرين حاصل ڪرڻ گهري ٿو. پر جي روحاني راهه تي سادڪ جو سفر اڃا سالم آهي. نه نيت هو انهيءَ ڪڙيءَ تي به پهچندو جتي پهچي ۽ پرائي جو ٻڙدو ٽٽي ٿو، پاڻ ۽ پرماتما پڻ گڏجي وڃن ٿا، دوئي دور ٿئي ٿي ۽ سوکيم اهم ڀاؤ جون باقي بچيل پاڙون به پٽجي ناس ٿين ٿيون. انهيءَ اوسٿا ۾

جيءُ خود برهم بڻجي پيو آهي ۽ پرڪرتيءَ جي هر رنگ ۾، هر ورتار ۾، هر روپ ۾، اوهير ڏسي رهيو آهي. اِها آهي ياترا جي پوئين پوڙي، آخرين ڏاڪو، منزل مقصود، جيون مڪتي، سهج سماڌ، جوتي جوت ۾ سما بوند ساگر جو ميلاپ.

أهم ڀاو جي متعلق جي اِها مٽيا آهي جنهن جو وڌيڪ احوال هن پستڪ جي ٻئي ڀاڱي جي پوئين حصي ۾ ڏنو ويندو. ليسيتانين اي ٻندا، تون اندر اوري ڏس ته تنهن جو وويڪ ته ساڳئي قيد ۾ قابو ڪونه آهي، تنهنجيءَ ڪل کي ته ڪو ڪتڪتائي ڪونه ڪري رهيو آهي؟ تنهنجي جيون جي ڪشتي ته نه أهم ڀاو جي ڪُن ۾ ڪانه اَٽڪجي وئي آهي؟ أهنڪار جي آنڌي تنهن جي هردي جي جوت ته نه وسائي رهي آهي؟ انهن سوالن جو جواب، اي ٻندا تولکي اندر ۾ ملندو، جتي أهنڪار جو طوفان تنهن جي وويڪ جوت پاڙون پٽي رهيو آهي. تولکي غور سان جاچڻو پوندو ته من جا ڪهڙا سنڪلپ تنهن جي أهم ڀاو ۾ جان ڦوڪي رهيا آهن ۽ ڪهڙو خاص ڪارڻ تنهن جي أهنڪار کي ڦولاري رهيو آهي ۽ من جي اَشانتي وڌائي رهيو آهي؟ دنيوي پدارٿن ۽ سنساري سڦلتا ملڻ تي ته نه ناز ڪري رهيو آهين؟ پنهن جا دوش، اوگڻ، ڪمزوريون ۽ گهٽتايون لڪائڻ لاءِ ته نه تو أهنڪار جو اَجهو ورتو آهي؟ ٻين جي عيبن کي اُگهاڙو ڪرڻ لاءِ ته نه تو اهنڪار جو سهارو ورتو آهي؟ ڪنهن سان وير، وروڌ ۽ ڪروڌ جي ڪلپنائن ڪري ته نه تو ۾ اهنڪار اُڇلون ڏئي رهيو آهي؟ تنهن جو من اَساڌارڻ جي اِستتيءَ ۾ اچڻ ڪري ته نه اهنڪاري جامو پاتو آهي؟

پاڻ کي پاڻ سان ڏس ته سڄو سبب سلي سگهين، نيڪ دوا ڪري سگهين ۽ پوُرن شفا پائي سگهين. ٻيا اناڙي جي پڻ ساڳئي مرض ۾ مبتلا آهن، سي تنهن جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندا؟ ٻين جي اکين سان پاڻ کي ڏسندين ته تنهن جي من جي ڪشمڪش وڌيڪ مونجهارو پيدا ڪندي، اشانتيءَ جي آڳ وڌيڪ ڀڙڪائيندي، ۽ دک جو ڏيرو، جنهن جي داهڻ لاءِ تون جيون ياترا جي سفر تي نڪتو آهين، سو وڌندو وڌيڪ پڪو ۽ پختو ٿيندو. پاڻ سان پاڻُ جاچ ۽ جاچي جاچي پاڻُ سنوار ته سچو سک لهين، اهنڪار جي اوٽ ڇڏي، روحاني راحت ماڻين ۽ آنڌُڪا آزمودا پرائين.



## (١٠) پنج وڪار

(١) ٿيو ٿر ـ ڪيا ٻرانَ سُن ڪيئا

اَن ٻاوَني پڪ نهي اُهي ـ اوڪي دان نہ ڏسا ۔ (١٠ر)
ڪام نہ ڪرو ڪروڌ نہ ڪريو ـ لوڀ نہ چوٽيو ڏيرا
ٻَتَر لِدا مَک ٿي نهي چوٽي ـ نقل ٻنهي سڀ شيرا
ٻاٽ [2] ٻار [3] گهر مؤس [4] اڻاسو ـ ٻيمٽ ٻريو اڀراڏي
جهڳ ٻرلوڪ جاءِ اَنڪيرِ [5] ـ سوئي اَندئا [6] ساڏي [7]
هنسا لئہ من ٿي اهي چوٽي ـ جيئہ دليا نهي پالي
پرمانند ساڌ سنگت مِل ـ ڪتا ٻنيه [8] نہ چالي [9] ۔

[راڳ سارنگ ، سري پرمانند ، شبد (١)]

(٢) اوڙ پنج [10] هر ايڪ جنا ـ ڪئہ واڪئہ گهر [12] ٻار مسا ۔
مارهہ لوڻهہ نيت نيت [12] ـ ڪس آڏي ڪري ٻڪار جنا ۔

(٣) لالچ جوٽ ٻڪار [13] موهہ ـ ٻهاٻ موڙي اَند
لاڳہ ٻڙي ڏرڪند [14] سئہ ـ نانڪ ماٺيا ٻند ۔

(٤) ٻڙ [15] ٻرو [16] ڪام ڪروڌ موهہ ـ جوٽ ٻڪار مها لوڀ ڏروهہ
اِٻاهوُ [17] ڇڳ ٻهاني [18] ڪئي جمر ـ نانڪ راک ليهہ آپن ڪر ڪرم [19] ۔

(٥) پيتر [20] پنچ [10] گمٽ [21] من واسي ـ ٻِسر نہ [22] رهه جتسي [23] پوهہ اداسي [24]
من ميرا دنيال سيتي [25] ـ ٻسر [22] نہ رهسي
لوپي ڪپتي پاکنڊي ـ مائيا اَڏڪ [26] لگسي ۔

راڳ ڳوڙي ، محلا پهلا ، شبد (١٤)

راڳ ڳوڙي ، محلا پنجوان ، ٻاوَن اکري ، (١)

راڳ ڳوڙي ، محلا پنجوان ، سکمني صاحب ، اشٽپدي ٤ (٧)

راڳ آسا ، محلا پهلا شبد (٣٤)

---

١. هر رس . ٢. راهي ، مسافر . ٣. منٺ ، مارڻا آهن . ٤. ٻراوا . ٥. بيمانو . ٦. اُوڍيا ، ڪکرم . ٧. ٻڪا ڪيا آهن . ٨. ٻونر . ٩. ٻُڌي آهي . ١٠. پنج وڪار . ڪام ، ڪروڌ ، لوڀ ، موهہ ، ۽ اهنڪار . ١١. هردو . ١٢. سچو وقت ، هردم . ١٣. وڪار . ١٤. ٻڌاوُء . ١٥. ويري . ١٦. ڏوهہ . ١٧. اهڙيءَ جڳتيءَ ٻر . ١٨. گذري ويا . ١٩. مهر . ٢٠. اندر هردي ٻر . ٢١. ڳجها ، لڪل . ٢٢. ٽانيڪو . ٢٣. ٻڪي ٻير . ٢٤. غمگين . ٢٥. سان . ٢٦. ٻيڪد .

(٦) پرلمي[1] لبري[2] نيڪي[3] ذات - ڏليا[4] ليري[2] منجهي[3] پسانس[5]
ترليا[6] ليرا[2] سمدر لسانُ - سگر روپ مـن مهه ايمانُ۔

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٧) پنج دوُت[2] مل - پـره[7] وچـوڙي
پوم پـوم رووي - هـاٿ[8] پچوڙي۔

(١٥)

(٨) ڪام ڪروڌ ماليا مد[9] متسر[10] - اي کيلت سپ جوئي هاري
ست سنتوک دنيا ڌرم سچ - اهـ آپني گرهه پيتر واري[11]۔

(٣٦)

(٩) پڪار[2] ماليا ماد[9] سوئيو - سوجهه پوجهه[12] نه آوي
پڪڙ ڪيس[13] جم اُتاريو - تد هي گهر جاوي[14]۔

(١٥٢)

(١٠) لک چوريان لک جاريان[15] - لک ڪوڙيان لک گال[16]
لک لکيان پهناميا[17] - رات ڏنس جيئه نـال۔

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٥)۔

(١١) کهت کبير پنچ[2] کو جهگڙا - جهگڙت جنم گـوائيا
جوُلي ماليا سب جگ پانڌيا[18] - مي[19] رام[7] رمت سک پـائيا۔

راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٥)

(١٢) سوُرپير[20] ڌرمام[21] - ڪنهي نه هوُڙيئي[22]
فـوج ستائي[20] هاٿ[23] - پنچا[2] جوڙيئي۔

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٥)

(١٣) اس دهي وچ پنچ چور[2] وسهه - ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪارا
امرت[24] لوٽهه منمک نهي پوجهه - ڪوءِ نـه سڻي پڪارا۔

راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (٢)

(١٤) پر اپڪار نه ڪبهوُ ڪيي - نهي ستگوُر شيو ڌيـاليو
پنچ دوُت[2] رچ سنگت[25] گوشت[26] - متـوارو مـد[9] مائيو[27]۔

راڳ لوڏي، محلا پنجوان، شبد (٣)

(١٥) سگل بياڌ[2] ڪچ وس کر ديـنا - ڦرت پياس جنه جل بن مينا[28]
کچوُ سيانپ اُکت[29] نه موري - ايڪ آس ٺاڪر[7] پرڀ[7] توري[30]۔

راڳ سوهي، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)

---

١. هڪڙو نه. ٢. پنج وڪار. ٣. سني، اُتم. ٤. پيو نـه. ٥. ڪُل. ٦. ليون نه. ٧. پرماتما. ٨. همت هٽان، مروڙيان. ٩. نشو. ١٠. حسد، اپرکا. ١١. ـ ردي اندر ڌارڻ ڪرڻ. ١٢. سڌ بڌ. ١٣. وار. ١٤. ڪهاٽ ڪـلن ٿا. ١٥. دوستيون. ١٦. گـاريون. ١٧. دغابازيون. ١٨. پڌي چڏيو آهي. ١٩. ريجهائي. ٢٠. سوُرما. ٢١. بهادر. ٢٢. جيتيا آهن. ٢٣. هنيلي. ٢٤. گرڪ، سڪرم. ٢٥. ڳالهه پولهه. ٢٦. پـائيل. ٢٧. مـائيا. ٢٨. مڇي. ٢٩. الڪل. ٣٠. تنهن جي.

راڳ آسا، محلا
پنجوان، شبد (38)

(16) اُهنڊ پر[2] ساد نيڻ - سوڀ رسيا ساد
لِپت ڪِپت[1] گره پيڏيا - مٽيا ڀيکياد[3].

(88)

(17) پنچ ڏُوت[3] مُونڌ[4] پر ٺاڍي - ڪيس گهي ڦيراوٽ هي
دُشٽ[5] نه آوه اَنڌ اَگياني - سُرءِ رهيو مد ماوٽ هي.

راڳ بلاول، محلا
چوٿان، اشٽپدي
1 (2)

(18) اِڪ گره دَس دُئار[6] هيءِ جاڪي -
اُهنس[7] تسڪر[8] پنچ[3] چور لڳئيا
ڌرم اَرٿ[9] سڀ هرليءِ[10] جاوهه - مدمڪ اَنڌلي خبر نه پئيا.

راڳ رامڪلي، ڪبير
صاحب، شبد (8)

(19) ڪام ڪروڌ مائيا مد متسر - اي سڀهيءِ[11] موماهي[12]
دُنيا ڌرم اَر گور ڪي شيوا - اي سپنتر[13] ناهي.

راڳ مارو، محلا
پهلا، شبد (3)

(20) ڪائيا آرڻ[14] مَن وچ لوها - پنچ[3] اَگن تت لاڳ رهي
ڪوئلي پاپ پڙي تس اُوپر - مَن جليا سُمي[15] چنت پئي.

راڳ مارو، محلا
پنجوان، شبد (11)

(21) ڀڪار[3] پاپ گنڍ ڀانڌي - نِڌ پوت[16] سراءِ
مها ساگر سمند انگهنا - پار نه پڙنا جاءِ
ڪام ڪروڌ لوڀ موه بياپيو - نيتر رکي ڦراءِ
سيس اُٺاؤن نه ڪَهوُ مليئيءِ - مها ڏُتر[17] ماءِ.

راڳ مارو، محلا
پهلا، سولهو (3) 2

(22) پنچ[3] چور چنچل چت چالهه - پر گهر جوهه[18] گهر نهي پاڻهه[19]
ڪائيا نگر ڌهيءِ ڌهه ڀيروِي - بن شبديءِ پت جائي هي.

راڳ مارو، محلا
پنجوان، وار (10)

(23) جان چٽي[20] لسان خاڪ ٿوُن - سُمهي[21] ڪِدت نه جاڳهي
ڏُرجن[3] سيتي نينهن - ٿوُن ڪيءِ ڳڻ هر[21] رنگ ماڻهي.

راڳ [illegible]، محلا
[illegible]، شبد (18)

(24) ڀيک ڪريءِ بهت چت ڏولئيءِ[22] - اَنتر ڪام ڪروڌ اَهنڪار
اَنتر ڪَسا[3] ڀوُک اَٽ بهتي - ڀوڄ ڪمٽ ڦِريءِ در[23] بار.

---

1. ڪمت، اهنڪار. 2. پراڻي ننڊ. 3. پنج وڪار. 4. سر لي سوار آهن. 5. نظر پر.
6. دروازا، اندريون. 7. ڏينهن رات. 8. چور. 9. چارئي پدارٿ. 10. لٽي وڃن ٿا.
11. پونجي. 12. مون پر. 13. سپني پر به. 14. ڪوُرو. 15. اَنبوُري. 16. گنڍڙي.
17. ڀؤ جل ساگر. 18. تڪي ٿو. 19. سياڻي ٿو. 20. مرط ڪان پوءِ. 21. پرماتما.
22. ڀٽڪي ٿو. 23. پياس. 24. در در، جتي ڪٿي.

(۲۵) هُمُ هَمُ[1] ڪرين ٻڌي ٻڪار[2] - موهه لوڀ ڏُوڀو سنسار
ڪام ڪروڌ من وس ڪيئا - تنهنجي نام نه هر ليئا.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، اشٽپدي ۲ (۳)

(۲۶) ٻرڌارا[3] ٻرڌن ٻرلوڀا - هؤمي ٻڪي[4] ٻڪار[2]
دشٽ ٻياءِ[5] لئيج[6] نندا ٻراڻي - ڪام ڪروڌ چنڊار.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (۵)

(۲۷) مائيا موهه سڪل جڳ ڇائيا[7] - ڪامڻ[3] ديک ڪام لوڀائيا
سُت[8] ڪنچن[9] سڪ هيت[10] وڌائيا - سڀ ڪڇ اپنا اِڪ رام پرائيا.

راڳ ملار، محلا پهلا اشٽپدي (۱) ۲

---

۱. مان مان، اهنڪار. ۲. ٻيجي وڪار. ۳. استري. ۴. وشين. ۵. سياهه. ۶. نوريس ڪري.
۷. ڇڪڙيو پيو آهي. ۸. پٽ. ۹. سون، ملڪيت. ۱۰. پيار.

# پنج وڪار.

پنج وڪار آهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار. انهن پنجن وڪارن ۽ انهن وڃهن سائين جو سماچار اڳئي اچي چڪو آهي پر چاڪاڻ ته سري گرو گرنٿ صاحب ۾ پنجن وڪارن جو ذڪر وياکياڻ به ڪيترن هنڌن تي آيل آهي، جن مان چونڊ وچن هتي ڏنل آهن، تنهن ڪري هت به پنجن وڪارن جو ذڪري ويچار ڪجي ٿو. اهي وچن پرسد تا ڪن ته انهن پنجن وڪارن جو ٻاڻي ۾ اهڙو ته گهاٽو ۽ گهرو سمبنڌ آهي جو هڪ مان ٻئي کي جان ملي ٿي ۽ سڄي ٻاڻي ۾ هڪ پرواز مثل، پريت ٻڌي ۽ ڪمر ڪشي، پنهنجو سمرد ليل ڪم ادا ڪري رهيا آهن. پر ته ٻاهه ٻر پنج ته سوا لک!

جنهن جيو کي ڪامنائن اچي وراهو آهي سو موهه ۾ مبتلا آهي. موهه، لوڀ ۽ لالچ ۾ ٿو اٽڪائي. ڪامنائن جي سڦلتا مان اهنڪار ٿو اڀري ٿئي ۽ اسڦلتا مان ڪروڌ. مطلب ته ڪن جزوي مثالن کان سواءِ، هر ڪو جيو هر وقت، پنجني وڪارن مان ڪنهن نه ڪنهن ۾ وڪوڙيل رهي ٿو، هن جي پڌري جيل ته قيد خاني ۾ قيد ڪٽي وسي آهي ۽ هن جي من تي انهن وڪارن پنهنجو راڄ اسٿاپن ڪيو آهي. اهڙي وڪاري من جي راڄ ۾ جيو جي هر ڪا اختياري ۽ آزادي عدم پيدا ٿي وئي آهي. اهڙي جيو جي دڳتيءَ ۽ دردشا جو وران مٿين وچنن ۾ چٽيءَ طرح چٽيو ويو آهي، جنهن جو مختصر بيان هيٺين آهي.

اهڙي جيو جا سڀ سلڇڻ ٻر ڪري پرواز ڪن ٿا. وڪارن وسيلي سچ سميٽجي وڃي ٿو ۽ سچ جي سماپتيءَ کان پوءِ ڪهڙي سلڇڻ جي باقي رهندي؟ ڀڳتي ڀاءُ، دئيا، دان، ڌرم، کميا، جيوَ دئيا، پراپڪار، پرمارٿ، سيوا، نام جو جاپ، مريدي، نمرتا، ستسنگ، شڀ ڪرتي، ست وهنوار، نمرتا، نهٺائي، شڪر، سنتوش ۽ شانتي، سڀ وڪارن جي اڳ ۾ آهوڙي ٿي ويا. انهن بدلي دنيا ڏيکاءُ لاءِ پاکنڊ، ڇل ڪل، ڪوڙ ڪپٽ قائم ڪيا ويا آهن. اهرمعرفتي وهو ۽ "وش اچي واسو ڪيو آهي. هوش حواس، سڌ ٻڌ، سوجهي ٻوجهي سڀ اسمرٿ ٿي چڪيون آهن. سلڇڻن جي جڳهه ڪلڇڻن قابو ڪئي آهي. سلڇڻن جي سگنڌي سچ ٿي وڃي ۽ ڪلڇڻن جي بدبوءِ برقرار ٿي آهي. سڄڻ لڏي ويا ۽ دڙجن در پيهي آيا آهن: پاپ، اپراڌ، هنسا، خود مطلبي، تن پرستي، ڪوڙ، ڪپٽ، ڪبدي، پرائي نندا، پرائيءَ استريءَ ۽ پرائي ڌن ۾ اک، وير وروڌ، حسد، ايرکا، رس، هيس، ڪروڌ، گندي زبان، اپمان، ڀرم، بدڻ، چوريون، ٺڳيون، ڏوڪا ۽ دولاب.

انهن وڪارن سان سمبنڌي ۽ انهن سان ورهنوار مقبول آهي، واعظ ڏينهن ۽ هر وقت. نه ڪو شعائون لو ڀيٽ ٿين ۽ نه من ۾ شانتي اچي. اگيان جي اڻڌ ۽ مائيا جي مدهوشيءَ، ٻڌيءَ جي اک قيري چڙي آهي. اهو آهي زندگيءَ جو زلزلو جنهن "هئه هئه" ۽ "هاءِ هاءِ" جو هاڪيدوس مچائي ڇڏيو آهي. مائيا جو ٻر پيچ پنهنجو پسر پرماتما ڀرالو. لوڪ پرلوڪ وترت ۽ ويران. پنجن وڪارن جي پرڀت ڪري پرماتما وڇڙجي ٿو. ٻاهن ۾ هڪڙي ۽ ٻيون

۽ ڀاڄي ڀيو ڀڄنديون ۽ روئڻ ڀر ڀاڻن جي پٽن سان ڀاڻا ڪيئن پڙ جل ساگر مان تري پار پيا؟ صاحبن فرمايو آهي:

(١) اس دنيا وچ پنج چور وسهه - ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪارا    واڳ سورٺ، محلا
امرت لوٽهه مهمک لهي ٻسوجهه - ڪوءِ نه سڻئي پڪارا.    ٽيجا، شبد (٢)

(٢) پردارا پرڌن پر لوڀا - هؤمي بکئي بڪار    واڳ ملار، محلا
دشٽ ڀاءَ تج نندا پرائي - ڪام ڪروڌ چنڊار.    پهلا، شبد (٥)

پر ڀار پوڻ تي نه انسان جو مقصد آهي. پدمنالي جا پد پڙهڻا پوندا، زنجيرون ٽوڙڻيون پونديون ۽ ڏاريو راڄ ختم ڪرڻو پوندو. اها آهي ڌرم جي يڌ ۽ سچ جي لڙائي جا پنهن جي اندر ۾ جاري ڪري وجهه پرابت ڪرڻي آهي. اها پڪ ساڳي آهي جا رام راوڻ سان لنڪا جي رڻ پوءِ ۾ چالو ڪئي هئي ۽ پانڊون ڪرشن جي سهاري سان، ڪورون جي برخلاف ڪرکشيترا جي ميدان تي جوڙي هئي. رامائڻ ۽ مهاڀارت جي لڙائن جو اشارو اسان جي من جي ميدان ۾، نيڪيءَ ۽ بديءَ يا سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ لڙائيءَ ڏانهن آهي. انهيءَ لڙائيءَ ۾ جن جن فتح پاتي آهي تن اهو آزمودي جو اعلان ڪيو آهي ته هيءَ لڙائي مؤمل جي ڪاڪ والگر آهي. قلعي جي اندر ۽ لڙڌ ڳڙد سڄو لشڪر ۽ بارود ٻالوئي آهي جو همت ۽ اچا شڪتيءَ اگيان، گيان جي پرڪاش سامهون، ۽ گور ڪرپا سان، ناڪامرادو الوپ ٿي وڃي ٿو.

مطلب ته انسان وڻ کي ناڪامرادو ناڪر ٿاٿي، ڀاڻ کي جڪڙيل سمجهي، ڀاڻ کي ڇڏائڻ لاءِ پنهن کي پيو تڙ پڪارون ڪري. من جا وڪار سڀ هڪ قسم جا من گهڙت خيالي پؤمعه آهن جي من جي مُڙڻ ۽ وڃار ڏارا جي بدلجڻ سان، ناڪامرادو پائمال ٿي وڃن ٿا. گيان جي روشني، اگيانتا جي اونده کڻ ۾ غايب ڪري ڇڏي ٿي. جو اونده محسوس ڪري ٿو تنهن کي ئي گيان جي جهلڪ نصيب ٿي سگهي ٿي. ساڳي جيڪر اگيانتا جي اگهور نند ۾ الوٽ آهي ۽ اونده لي هري وڃو آهي سو روشنيءَ جو ڪيئن طلبگار ٿيندو ۽ روشنيءَ ملڻ لاءِ ڪيئن ڀاڻ پتوڙيندو؟ اگيانتا جي احساس سان ئي گيان جي شروعات ٿيندي ۽ گيان جي شروعات سان ئي اگيانتا نورت ٿيندي. اگيانتا جي اونده وڪارن جو جيابو آهي ۽ گيان جو پرڪاش وڪارن جي انت آڻي ٿو. اهو پرڪاش نه گهٽبو نه بند ٿيندو ۽ نه وري وڪار پيهر اسري سگهندا. تنهن ڪري، اي بندا لون گيان جو طالب ٿي، اندر جي اگيانتا جي اونده مٽاءِ ته وڪار واپس وڃن.

مٿين پنجن وڪارن کان سواءِ، سري گرو گرنٿ صاحب ۾ ٻين ڪارن لي وڃار آيل آهن، جهڙوڪ دتيت، ڀاؤ، ڪوڙو واپار، ڪوڙي راس، چتراڻي، سياڻپ، ڪوڙ ڪپٽ، پاپ، بدڻ، اندرين جا رس، ڪسنگ ۽ نندا. انهن سڀني وڪارن جي سمجهاڻي، ايندڙ ٽئين باب ۾ ڏني وئي آهي.

# باب ٽيون

## ڀاڱي پهريون وڪار.

### (١) ڏيئيت پاڻ پيائي.

(١) وڏو ٻڙي اَن ڏِنو واڌ[1] سمائي - لام نه ڇيتي ٻدا جم ڪالي
دوجي ياء سدا دک پائي - لسري گٺ پرم پلاندا
ماليا موهه پرم نه پائي - دوجي ياء لڳا دک پائي
سوڻها[2] رنگ دن ٿوڙي هووي- اِس جادي پِلَّم نه لاندا
مدمک بهت ڪري اَيمان - درگهه ڪبهي نه پاوي مانُ
دوجي لاڳي جنم گنوائيا - بِن بوجهي دک پالدا.

[راڳُ مارو، محلا ٽيجا، سونهو (٣٢)]

(٢) دوجي لڳي پچ مئي - مُورک اَند گنوار
بِشنا اَندر ڪيِت[3] سي - ڀري پچهه وارو وار.
سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٨)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٣) دوجي ياء جگت پربوڊدا[5] - نا بُوجهي ويچار
ٻرنا[6] جنم گنواليا[7] - مر جمي وارو وار.
(١٠)

(٤) اِڪ ڪوڙ لاڳي ڪوڙي قل پاني - دوجي ياء برنا جنم گنوائي[7]
آپ ڏُبي سگل ڪل ڏوبي - ڪوڙ بول بِکُ[8] کاوٽيا.
راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٦)٢٢

(٥) پيمڙي[9] ڏُنُ پرم پلائي - دوجي لاڳي ڦر پچوتائي
هلت پلت[11] دووي گنواوي[7] - سپني سک نه پاوٽيا.
(٣٢) ٤

(٦) دوجي ياوَ نه شيويا جاء - هئومي[12] مائيا مها بِک کاء
پت[13] ڪٽمب گنرهه[14] موهيا ماء - مدمک اَندا آوي جاء.
راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١٢)

---

١. بهمت مباحثو. ٢. کهمبو. ٣. وقت، دير. ٤. ڪيٿان. ٥. سکيا، اُپديش ڏين لسا. ٦. اَجايو. ٧. وڃائين ٿا. ٨. وش. ٩. پيڪن ۾، هن لوڪ ۾. ١٠. اِستري، هيءَ جيوُ. ١١. لوڪ پرلوڪ ٻئي. ١٢. اَهنڪار، اَيمان. ١٣. پٽ. ١٤. گهر.

(٧) جب لگ - ڳهتَ مهه دوُجي آنَ
لڳه لڳه - مڪل[١] نه لاڀي جان.

راڳ ڳوڙي، ڪبير صاحب، وار (٨)

(٨) منمک مرهه مر مرڻ وڳاڙهه[٢] - دوُجيءَ ڀاو آسم سنگاڙهه
ميرا ميرا ڪر ڪر وڳوُتا[٣] - آلم نه چيتيءَ پرميءِ وچ سوُتا.

راڳ آسا، محلا تيجا، شبد (٦)

(٩) جنان اَندر لوڀ وڪار هيءِ - دوُجيءَ ڀاو کَٽها[٤]
جنمڻ مرڻ نه ڇُٽڪئي - هؤميءِ وچ دک پاء.

راڳ ڳوجري، محلا تيجا، وار (١٨)

(١٠) جڳهر[٥] دوُجا پرم سا اَنمالي[٦] - لڳهر[٧] جاٽيا ڀرپ دوُري
جان مليا پوُرا ستگوُرو اَنمالي - تان آسا منشا سڀ پوُري.

راڳ وڏهنس، محلا پنجوان، شبد (٩)

(١١) جڳت اَگياني اَند هيءِ - دوُجيءَ ڀاو ڪرم ڪماء
دوُجيءَ ڀاو جيتي ڪرم ڪري - دک لڳيءِ تن ڌاء[٨].

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٨)، سلوڪ محلا تيجا

(١٢) جَگ مئلا[٩] مئلو هوء جاء - آويءِ جاء دوُجيءَ لوڀياء
دوُجيءَ ڀاو سڀ پرج[١٠] وگوُئي[٣] - منمک چوٽان[١١] کاء اَپڻي پت کوئي.

راڳ ڌناسري، محلا تيجا، شبد (٤)

(١٣) دوُجيءَ ڀاو لڳي پڇتاٽي - جم در باڌي آوڻ جاٽي
ڪيا ليءِ آوهه ڪيا ليءِ جاوهه - سر جم ڪال سِه چوٽان کاهه.

راڳ بسلاول، محلا پهلا، ٿتي (٢)

(١٤) ڌِرگ[١٢] ايهه آسا دوجي ڀاو ڪي - جو موهه مائيا چت لائي
هر سک ڀلر[١٣] تياڳيا - نام وسار دک پائي.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا تيجا

(١٥) منمک موهه غبار[١٤] هيءِ - دوجيءَ ڀاو بولئيءِ
دوجيءَ ڀاو سدا دک هيءِ - نت نير[١٥] وِرولئيءِ[١٦].

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٧)

(١٦) دوُجيءَ ڀاو دُشٽان[١٧] ڪا واسا[١٨] - ڀوُڌي[١٩] ڦرهه ڀهه موهه پياسا
کُسنگت ڀهه[٢٠] سدا دک پاوهه - دکر دک ڪمائدا.

راڳ ماروُ، محلا تيجا، سولهو (١١) ٢٤

---

١. پرمالما جو سروُپ. ٢. اَوُگتيو موت. ٣. ناس ڪن ٿا. ٤. مسجن سا. ٥. جيستاء. ٦. هي اَمي، سکي. ٧. ليستاء. ٨. پنيان پٽڪڙا. ٩ ٻاٻي، ڪکرمي. ١٠. پرجا، سڀ جيو. ١١. ڌک، سزا. ١٢. ڌڪار لائق. ١٣. سکٺو گاهه. ١٤. اوُندهه. ١٥. پاٽي. ١٦. ولوڙين ٿا. ١٧. پنج وڪار. ١٨. نواس. ١٩. پٽڪي. ٢٠. وهن ٿا.

(١٧) سمک دڙجا پرم هيءِ - دڙجيءِ لوپاليا
ڪڙ ڪهت ڪماوِدي - ڪوڙو آلاڻيا .

راڳ سارنگ ، محلا
چوٿان ، وار (٣)

(١٨) ڏِين ڏين آويءِ لِل ڏل[2] چيجيءِ[3] - ماڻيا مـوهـ گهٽـالـي[4]
ٻن ڏور ٻڙڏو لـوڙ[5] نه پـاويءِ - جب لڳ دوجي وائي[6] .

راڳ پربهالي ، محلا
پهلا ، شبد (١ )

(١٩) دوجي چوڏ ڪُ والـڙي[7] - اِڪش[8] سڻ چت لاءِ
دوجيءِ پـاوِن[9] ناڪا - وهڻ لـڙنڌڙي جاء .

سلوڪ ، محلا پدجوان ،
(١٦)

١. ڳالاهين ٿا . ٢. زندگيءَ جي لـڙ لِـڙحصو . ٣. چچـندي ، گهتبي وڃي ٿو . ٤. هردي ۾ .
٥. نڪاٺو . ٦. ملاوٽ . ٧. وات ، رستو . ٨. پرماتما . ٩. پسند ڪن ٿا . ١٠. لڙهي وڃن ٿا .

## دويت ڀاوُ.

دُويت معنيٰ "هڪ نه پر ٻه." ڌرمڪ ۽ فيلسوفي لحاظ کان دويت يا دوُجي ڀاو جو اشارو پرماتما ۽ پرڪرتي يا جيوُ آتما ۽ پرم آتما ڏانهن آهي. اَدويت وادي ٻنهي کي هڪ ڪري ٿا سمجهن پر دويت وادي ٻنهي کي جدا جدا سمجهي منجهن ڀيد ۽ سمبنڌ ٿا سمجهائين. اِهو واد وواد آد کان هلندو ٿو اَچي پر اڄ تائين انهن ٻنهي متن جو پاڻ ۾ ڪا ٺڪراءُ سمجهوتا ڪانه ٿي سگهي آهي ۽ نه ٿيندي. اِهي سڀ ڌرمڪ ۽ پنٿڪ مت ڀيد جي ختم نه ٿين ته جدا جدا متن ۽ پنٿن جا اَنيڪ اَڏا ٿي اچي پيدا ٿين. تحقيق اَدويت ۽ دويت وادين جي بحث مباحثن، اکرن جي اُستاديءَ تي اڌار آهي. انهيءَ سوال کي وڌيڪ ڇيڙڻ جي هت ضرورت نه آهي پر جيئن جيئن پرماتما، پرڪرتيءَ، جيوُ آتما ۽ پرم آتما جي وشين تي اچبو، تيئن تيئن انهيءَ بحث جي ڇنڊڇاڻ تي وڌيڪ روشني وڌي ويندي ۽ جا اڳتي ڀاڱي ۾ آيل آهي.

سنساري ۽ سماجڪ لحاظ کان دويت يا دوُجي ڀاو کي ڏُٽي، ٻيائي ۽ اڪيائيءَ ۽ ڏٽرفي سڏجي ٿو. اهو ڀاوُ راڳ ۽ دويش مان ٿو اُڀري ٿئي جنهنجو ذڪر اڳئين باب جي شروعات ۾ "موهه" ۽ "ڪامنائن" سان آيل آهي. "راڳ" معنيٰ من پسندي ۽ "دويش" معنيٰ نا پسندي. جو جيوُ، جا وستوُ ۽ جا روُپڪار وڻي، تنهن سان اسان جو راڳ ٿئي ٿو، جنهن مان موهه، لوڀ، لالچ، پٽ، اهنڪار ۽ ٻيا وڪار اُپائن ٿا. ساڳيءَ طرح جنهن جيو، وستو ۽ روپڪار سان نا پسندي آهي، تنهن سان اسان جو دويش آهي جنهن مان ڌڪاءِ حقارت، ڌڪار، نفرت، ويس، وروڌ، ايرکا، حسد، ڪروڌ ۽ ٻيا وڪار اُڀرن ٿين ٿا. مطلب ته راڳ ۽ دويش جو ٿي دويت ڀاوَ ۾ ٿو ظاهر ٿئي، سو مائيا آهي ۽ سنسار ساگر جو مهاچار آهي. جن جن هن مهاچار مان آزاد ٿيڻ، پنهنجي جيون پالڻا جو مقصد ٺهرايو آهي، تن کي راڳ دويش ۽ دويت ڀاو جو ليڪو لتاڙڻو پوندو، ميري ٽيري متائڻي پوندي ۽ سمدرشتيءَ جي سطح تي پنهنجو قلع قابو ڪرڻو پوندو. انهيءَ ٻنا سنڌن گت ٿيڻ اسنڀو آهي.

ٻين وڪارن وانگر، دويت ڀاوُ به من جي ڀاونا آهي ۽ اُها ڀاونا پئي هردم ڦري گهري. جنهن جيو سان هينئر راڳ آهي تنهن سان پوءِ دويش ٿيو پوي ۽ جنهن جيو سان هينئر دويش آهي تنهن سان پوءِ راڳ ٿيو پئي. راڳ ۽ دويش لاءِ جيوَ، وستوُ پيا حالتون پيون ڦرن گهرن پر راڳ ۽ دويش جو سلسلو اِنسان جي من ۾ هردم چالو آهي. اي ٻندا، تون پاڻ جاچي ڏس ته تون به نه اهڙو اِنسان نه آهين جو پنهنجي جيون ۾ وڏو راڳ دويش جو ٻج ٻيو ڇٽين ۽ انيڪ وڪارن جا پيو لاڀارا لٽين، نه پوءِ ڪهڙي عجب جي ڳالهه جيڪي جي انهنجي من ۾ اڻي اشانتي آهي، تون پاڻ کي تمام دکي ٿو سمجهين ۽ جيون يا ترا ۾ تو اڳيان هڪ به وک ڪانه اڳتي وڌائي آهي. اسڦلتا جي اوٽ ۾ ڪيئن سڦلتا ثابت پوندي؟

دئيت ڀاو ٻا دوئي ڀاو ٻي جي سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ وچن آهن ٿن مان چونڊ وچن هتي ڏنل آهن. گوروُ صاحبن فرمايو آهي ته دئيت يا دوئي ڀاو جي ڪري جيئوُ انيڪ وڪارن ۾ وڪرڙجي، پرماتما کان ڀڄي، ڪيئين پاپ ۽ اپراڌ ٿو ڪري. انهيءَ اگيانتا جي انڌ ۾-هو جو سڀڪي ۽ پنهنجي هم شريڪن سان ٿئي ٿو. هن جي جيون ۾ هن سان ڀرپوُر ۽ پيڙائن ۾ ٻڌل آهي. هن پنهنجو ڪالو ڪڪرمن سان ڪارو ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ هو ڪيئن آتم گيان حاصل ڪري سگهندو ۽ ڪيئن پرماتما جي پراپتي پائيندو؟ هن پنهنجي سموري زندگي زواليت ۾ ڌڪيون ڪري ڇڏي ۽ انت وڃي هٿ مروڙيندي هليو ويندو. پاڻ سان گڏ پنهنجي ڪٽنب قبيلي ۽ حياتين ڪي ۽ هاڃي ڀيڄائين ڇو ته پنهنجي واڳ ڊوڙش ۾ هنن کي ۽ پاڻ سان گڏ همشريڪ ۽ پاڻيوار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. انهيءَ پاڻيواريءَ جو اثر ۽ نتيجو ٻوڙن ڪي ۽ ورثي ۾ ملندو.

هتي وچن مان ٻه خاص وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) جب لگ - گهٽ مهه دوجي آنَ<br>تب لگ محل نه لاڀئي جانَ. | راڳ گوڙي، ڪبير<br>صاحب، شبد (٨) |
| (٢) جگت اگيانِي انڌ هئي - دوجئي ڀاو ڪرم ڪماءِ<br>دوجئي ڀاو جيتي ڪرم ڪري - دک لگئي تن ڌاءِ. | راڳ وڏهنس، محلا<br>چوٿان، وار (١٨)،<br>سلوڪ محلا ٽيجا |

مطلب ته ڏئي دک جو ديرو آهي ۽ جگياسوءَ ۽ پرماتما جي وچ ۾ دوُري پيدا ڪري ٿو. جو دئي مٽائي ٿو سو پاڻ ۽ پرماتما جي وچ ۾ دوُري دوُر ڪري ٿو ۽ پرماتما کي حاضران حضور، هٿ وسيڪو ۽ ويجهي ۾ ويجهو لهي ٿو. دئي دل ۽ دلبر وچ ۾ ديوار آهي. اي ٻندا، هڪ واريءَ اها ديوار هٽائي ڏس ته هوت حبيب اچي هنج ۾ وهندي. ۾ جيسيتائين اها ديوار قائم آهي تيسيتائين دک جو ديرو ۽ قائم رهندو ۽ ڪڏاچت نه ٽوٽندو. دئي دوُر ٿيڻ جي اها نشاني آهي ته پنهنجي ۽ پرائي جو ڀيد مٽجي وڃي ۽ سڀ ۾ پرماتما جي پرويش هئڻ جي پروڙ پوي. اها پروڙ ئي آهي پرماتما جي پراپتي، باقي جي تون پنهنجي چت ۾ "منهنجا" ۽ "تنهنجا" چوڙ چٽيندو ايندين ته دئيت ڀاو جون پاڙون پختيون ٿينديون، ويچار ڌارا پيانيءَ تي ٻڌجي، وچن ڪوڙا پرليا، ڪرلب ڪڏا ڪيا. انهن ڪرمن جو ڪتاب ڪارو ٿيندو، انت اوکي ٿيندي ۽ آواڳون جو چڪر چالوُ رهندو.

پر جي سنساري وهنوار مان ئي دئي دور ٿي وڃي ته پوءِ فيلسوفي لحاظ کان دئيت ۽ اَدئيت جا اڏا ڪيئن قائم رهندا؟ دئي، ٻڌي ۽ پيا مڙئي وڪار، اَنسان ذات سان قائم رهندا ڇو ته اهي سڀ پرڪرتيءَ جو جزو آهن پر هرهڪ اِنسان کي جيون ۾ اهو سونهري موقعو ملي ٿو ته هو گيان ذريعي اوڳڻ مٽائي گڻ پراپت ڪري ته مڪتيءَ جو مارگ ملي.



## (٢) کوڙ واپار، وکر ۽ راس.

(١) اي لـ[1]ـري سؤداگـري - سـؤداگـر ڏاوي
ڏن کڻي آسا کري - مائيا ۽ـرهه وڌاوي
لڳ هرجن هر هر بولنا - هر اول سک ڀاوي
ٻکر سڌهي هت واٽيا - ڀـهڻ هات کماء
موهه جؤن پسارا جـؤت کا - جؤلي لمڻاء
لڳ هرجن هر ڏنُ سنڌيا - هر خرچ اي جاء
اهه مائيا موهه کٽب هي - ٻاؤ دؤجي قاس
گورمتي سو جَن لـري - جـو داسن داسُ
جن نانڪ نام ڌيائيا - گورمکِ ٻـرگـاس.

[ راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٩) ]

(٢) کـٿهؤن هر سڌ - چـيـتُ نـه لائـيـو
ڌلڌا ڪرت ٻهائي اؤدَهه - گڻ نڌ نام نـه گائـيـو.
کوڏي کوڏي جوڙت ڪمي - انڪ جگت کر ڌائيو
بسرت پرڀ کيتي دک گنيڻي - مها موهڻي کـائيو
کرهه انگرهه سوامي موري - ڳُنهه نه موهِ ڪمائـيـو
گـوبند دئيال ڪرپال سک ساگر - نانڪ هـر سرڻائيو.

(٥.١.١)

[ راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢٥) ]

(٣) جسان واس نـه سچ هـي - ڪڻ لنان سک هـوء
کـوڙي وڻج وڻجيئي - مـن تـنُ کوڙا هوء.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٣)

١. گهوڙا. ٢. وش. ٣. گڏ ڪري لو. ٤. ڏليت پاو، ٻيائي. ٥. گوروءِ معرفت. ٦. روشنائي پيدا ٿئي ٿي. ٧. ڪڏهين به. ٨. گڏ ڪري وئي. ٩. ڌلدگي، عمر. ١٠. طريقا. ١١. ڀٽڪي ٿو. ١٢. ڀٽڪيان ٿو. ١٣. ڪريا. ١٤. مهنجا ڪيل ڪڪرم. ١٥. ٻؤنهي، مؤڙي. ١٦. ڪوڙو واپار، وکار. ١٧. واپار ڪن ٿا.

(۴) ممک کوٹي واس کوٹا پاسارا - کوڑ کماون دک لاگيءَ پارا
پيرمي پؤلـي قـرن ڊنَ راليِ - مر جمهه جـمر گراٹيا .

واڳـ مانچه، محلا ليچا، اشمڊدي، (٧) ١٠

(٥) اِنَ راسي کروٹ کم پاني - ممک پؤلي لـوڪ سباٿـي
اِنَ راسي سي خالي چلي - خـالـي جـاء دک پاوٹيا .

(٥) ١٣

(٦) هرَ وٹج کره واپار ٺيڪيءَ - اننٽ ترنگي دک مـاٺيـا
اوه جمهي وٹج کر لاٺيا - قـل ليها پـن هـاٺـيـا .

واڳ گوڙي، محلا چوٹان، شبد (٧)

(٧) ممک پرم پليءَ سنسار - پـنَ راسي کوڙا کـري واپـار
ونٺ راسي ڌکر پلـيءَ ٺ پاء - ممک پـلا جـنـمـر گـنواء .

واڳ آسا، محلا ليچا، شبد (٧)

(٨) ڌنـدا پئڻه پـاتـيـهـو - لـم کـوڙ کماوهـ
اوهـ انـم سٹيءَ کتهي - لـمر لـنوک سٹاوهـم .

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ١٣

(٩) خصم چـوڻ دوجـيءَ لگـنـي - ڏبـي سي وٹجارـا
سنگورو هيءَ پـنوهتا - ورلـيءَ کـدـي وبـچـاريا .

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٣)

(١٠) ماٺيا موهـم سي دک هيءَ - کـوٺـا اهـمـ واپـارا رام
کوڙ اول يک کاوٹي - پهـم ڌڌهـم وکارا رام .

واڳ وڏهنس، محلا ليچا، چمت (٢) ۴

(١١) ماٺيا کا واپارا جگس پيارا - آوٹ جـاٺا دک پـاٺـي
اِک کا کيڙا اِک سم لاگا - بشا مـاهـم سماٺـي .

(٣) ٥

(١٢) کاپا ڌن سنچه موُرک گاوار - ممک پرلـي آنـد گاوار
بکيا کـتيءَ ڌنَ سدا دک هوء - نا سات جاء ٺ پراپت هوء .

واڳ ڌناسري، محلا ليچا، شبد (٧)

(١٣) ڳهـر کا کـاج ٺـ ٺـ جـاٹـي روُڙا
جوٺيءَ ڌنـديءَ - رچـيـر مـوڙا .

واڳ سوهـي، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

---

١. واپار. ٢. پاري، بيحد. ٣. سچي موڙي. ۴. گس. ٥. سيکي. ٦. لهرون. ٧. مکل جيو. ٨. پرماٺما. ٩. واپاري، سوداگر. ١٠. جهاز. ١١. جمع مرڻ جو چکر. ١٢. سنساري جـوٹا وهنوار. ١٣. هردو. ١۴. کارج، کم. ١٥. سندر. ١٦. موُرک، گنوار.

(١٤) راتِ ڏاڙهڻ ڏِنُ سهڻيءِ - پلڪ چلڪ هوءِ
نانڪ ناڻَ نه چليءَ - ٿئو پڇتاوا هوءِ ۔

(١٥) نانڪ بڊوا مال ڪا - پيٽر ڏريسا آڻ
ڪوئي ڪري پرکيَن - صاحب ڪيءَ ديباڻ ۔

(١٦) ڏنڊا ڏاڙهت ڏِن گيا - رڱ گوائي سوءِ
ڪوڙ ا ول اک ڪاڻيا - منمک چليا روءِ ۔

(١٧) سيڪو وڻج ڪري واپارا - وڻ ناوي سب ٽوٽا سنسارا
نانڪو آئيا نانڪو جاسي - وڻ ناوي دک پائيدا ۔

(١٨) ڏنڊا ڪرب سگلي هن ڪوڙس - پرم نم مٿس گوارا
انِ گور شبد مکت نهي ڪبهي - آنڌلي ڏنڊ پسارا ۔

(١٩) ڏنڊا نا اوهي ڪهيءَ - آورِي ڏنَ ڪم جاءِ
نانڪ نرڏن لس ڏِنُ - جس دن وسري ناءِ ۔

(٢٠) ڪبيرا ايڪ اچنڀئو ديکيو - هيرا هاٽ بڪاءِ
بنجن هاري پاهرا - ڪوڏي بدلي جاءِ ۔

واڳ سوهڻي، محلا ٽيجا، وار (٧)، سلوڪ محلا دوجا

(١٢)
[سلوڪ محلا پهلا]

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (٣)

واڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهون (١٠) ٢٠

واڳ بهيرو، محلا پهلا، شبد (٧)

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٥٤)

---

١. صبوح. ٢. بدڙي، ٿيلهي. ٣. گهر جي اندر. ٤. سچا. ٥. سچائي ويندا. ٦. دربار، درگاهه. ٧. ينڪدي. ٨. واٽ. ٩. لڌ بر شمهي. ١٠. نقصان، ڏي ٿو. ١١. ڪمائي ٿو، ڪمائي ٿو. ١٢. دولتمند. ١٣. پن جو. ١٤. ڪنگال. ١٥. عجيب اسرار. ١٦. وڪامجي ٿي. ١٧. گراهڪ، خريدار. ١٨. بنا، ڪانسواءِ.

## (٣) چتراءِ ۽ سياٽپ.

(١) نا جاڻا مؤرک هيءَ ڪراءِ - نه جاڻا سياڻا
سدا صاحب ڪيءِ رنگي راتا - اَن دن نام وکاڻا
ٻاٻا مؤرک هان - ناوءِ ٻل چاءِ
لون ڪرنا تون داڻ بينا - تيري نام تراءِ.
مؤرک سياڻا ايڪ هيءِ - ايڪ جوت دُه ناءِ
مؤرک سر مؤرک هيءِ - جه منني ناهي ناءِ
جگ چتر سياڻا ڀرم ڀلاڻا - ناءِ پنڊت پڙهه گاوارِي
ناءِ وسارهه بيد سمالهه - ڀڪ ٻولي ليکارِي.

(١،٠١)

[راڳُ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (١١)]

(٢) لياڪ سگل سياڻپا - ٻج ٻار ٻرهم نرنڪار
ايڪ ساچي نام ٻاجهه - سگل ديسيءِ چهار.

راڳُ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٣٦)

(٣) جهه جهه من لون ڌاوُدا - لهه لهه هر ليريءِ نالي
من سياٽپ چو ڏيئي - گور ڪا شبد سمالي.

راڳُ آسا، محلا ليجا، چت (٣) ٢

(٤) متا مشورت اوُر سياڻپ - جن ڪه ڪيؤ نه آليو
جهه جهه اوسر آءِ بيموهيءِ - تهان تهان هر ڌ ياتيو.

راڳُ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٥) چاڙ سگل سياڻپا - ساڌ سرڻي آءِ
ٻار ٻرهم ٻرميسرو - ٻرڀو ڪي گڻ گاءِ.

(٢٧)

(٦) جو هر ٻرڀ ڀاويءِ سوئي هوويءِ - اوُر نه ڪرڻا جائي
بهت سياڻپ ليئا نه جالي - ڪر ناڪي سڀ چترائي.

راڳُ وڏهنس، محلا چوٿان، چت (٤) ٢

---

١. پرماتما. ٢. اُچاريان ٿو. ٣. ٻلهار، قربان وڃان. ٤. داناءِ، سياڻو. ٥. سڀ ڪجهه ڏسي سگهندڙ. ٦. ڏنو، بيحد. ٧. مؤرکتائي. ٨. وشين رؤپي زهر. ٩. ٻنا، ڪسان سواءِ. ١٠. خاڪ، رک. ١١. ٻڪين ٿو. ١٢. سنگ، ساٿ. ١٣. سمساري صلاح مصلحت. ١٤. سدت، پڪيت. ١٥. مشڪلات، مصيبت جو سمو. ١٦. وڻي، پسند پوي. ١٧. پرماتما کي پائي نه ٿو سگهجي.

(٧) ٻِڪ مانيا چِت مرهيا پاڻي - چترانـي اِسمَ ڪبوهه
چِت مهه لاڳُر سچ وسيءَ پاڻي - جي ڳور ڳيان سموهه.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپديون (٢) ٣

(٨) آپُ ڳواليئڙي تان شُهه پاڻيءِ - اَوُر ڪٿي چترانـي
شهه ندر ڪر ديکيءِ سو دَن ليکيءِ - ڪامڙ نوُ نند پاڻي.

واڳ تلنگ، محلا پهلا، شبد (٤) ٣

(٩) چاڪَرِيا چِڪنائيا - اوُر سياڻپ ڪِت
نانڪ نام سمال تون - بَڌا چُٽهه جِت.

واڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٣)

(١٠) جِت جِت لاوءِ تت لت لڳهُ - سياڻپ سب جالي
جِت ڪِت تُر پورُوُر هٿُ - ميري ديس دئيالي.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٢)

(١١) موهه اَناٿ پريه نسات - جهٿ جائيه لڳيه رکيه
چترانـي سوهه ناهه - ويڄهاوءِ ڪهه مکهه.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، چئنت (٣)٣

(١٢) چهوڙ سياڻپ چاڙري - ڊرمت بڌ ليا گو وام
نانڪ پهُ سرڻاڻي وام واه - لڳر هوء سهاڳو وام.

٣ (١)

(١٣) سگل سياڻپ چاڙ - ڪر شيوا شيوڪ ساج
اَپنا آپُ سگل مٽاء - من چندي سيڌي ڦل پاء.

واڳ وامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٩)

(١٤) لڳ ديوانا جائيءِ - جان اِڪا ڪار ڪماء
حڪم پڇاڻيءِ خصم ڪا - دوُجي اَوُر سياڻپ ڪاه.

واڳ مارو، محلا پهلا، شبد (٧)

(١٥) ڪوت اَپاء - چتوُس هيءِ پراڻي
سر هجوريءِ - جهُ ڪريءِ چوج وڏاڻي.

واڳ پيرڀ، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(١٦) عقلي صاحب شيوِيءِ - عقلي پائيءِ مان
عقلي پڙهڪيءِ ٻجهيءِ - عقلي ڪيجيءِ دان.

واڳ سارنگ، محلا پهلا، چوڻان، وار (٢٠)، سلوڪ محلا پهلا

---

١. پرماتما. ٢. سمانجي وچي. ٣. اَهم ڀاؤ. ٤. سڄاڻو، ياد ڪرڻ جي لائق. ٥. جڳياسوُ استري.
٦. نام جا خزانا. ٧. شيوا ۽ سڪرم ڪر. ٨. بندن مان. ٩. جلاني چڏيو. ١٠. سروُ وياپڪ.
١١. مڪ، مڪهن. ١٢. ڪمت ١٣. ڏانم پڪو. ١٤. داس ٿي، ٻجهي. ١٥. گهربا، پسند.
١٦. پرماتما جي پريم ۾ ديوانو. ١٧. طريقا، چالبازيون. ١٨. سوچي تو. ١٩. سچي سياڻپ. ٢٠. سمجهڻ.

## (۲) ڪوڙ ڪپٽ.

(۱) جنکي هردئي مکي ڪپٽ هئي - ٻاهر ڌوواٽيا
ڪوڙ ڪپٽ ڪماوَدي - ڪوڙ پرگٽي[1] آئيا
اندر هوءِ سُ نڪلئي - نهس ڇپئي[2] ڇپائيا
ڪوڙئي لالچ لگيا - ڦر جوني پائيا
نانڪ سو ٻيجئي[3] سو کاوَٽا - ڪرتي لکي پائيا.

[راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۱۵)]

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۵)

(۲) امل[5] گلولا[4] ڪوڙ ڪا - ڏِٺا دسوٽهار[3]
منئي مسرٽ[7] وسارئا - خوشي ڪيتي دن چار
سچ مليا تن صوفيا[8] - راکڻ ڪوڙ دوار[9].

(۲۳)

(۳) ڪوڙئي[10] پوڙئي[11] نا ٿوهي - لن هر دُور درس نه هوءِ
ڪوڙئي[17] ذاٿ نه پت هئي - ڪوڙت[12] نه سڃهس[13] ڪوءِ
ڪوڙئي[12] ڪوت ڪماوَٽا - آء گيا پت کوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (۱) ۵

(۴) من جُوٺئي[13] تن جُوٺ[14] هئي - جهوا[15] جُوٺي[13] هوءِ
مُک جوٺئي جوٺ[16] بولٽا - ڪم ڪر سوچا هوءِ.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (۶) ۲۲

(۵) اِک ڪوڙ لاگي ڪوڙئي ڦل پائي -
دوجئي[17] ڀاءِ پرتا جنم گوائي
آپ ڏٻئي سگلي ڪل ڏوٻئي - ڪوڙ ٻول ٻِک[18] کاوٽا.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، وار (۶)

(۶) ڪوڙيار پچاڻان[19] سنيئن[20] - ڪوڙ هردئي ڪپٽ مها دک پاوئي
مڌون کالي ڪوڙيار[21] ٿيان - ڪوڙيار ڪوڙو هوءِ جاوئي

---

۱. ظاهر. ۲. لڪائڻ. ۳. پوکي. ۴. پرماتما. ۵. آئيم. ۶. گولي. ۷. ڀاڳل لڳي. ۸. سدمت، سچا فقير. ۹. درگاهه. ۱۰. ڪوڙا سڪا. ۱۱. سرڪاري خزانو. ۱۲. ڪوڙا انسان. ۱۳. ٻاس ٻوڙ. ۱۴. ڪوڙو. ۱۵. زبان. ۱۶. ڪوڙ. ۱۷. دئيت ڀاءُ، پيائي. ۱۸. وش. ۱۹. پٽيان، پولتي. ۲۰. قتا ڪيا نا وڃن.

گويا اوستا ۾ ٿيون آهن. گويا اوستا ۾ من جا اڳيان مرڪز، ڪيترو ۽ حدون گم ٿي ويون آهن، من جي اڳين حرڪتي هلچل بند ٿي ويئي آهي ۽ من ۾ نئين هلچل پيدا ٿي آهي. انهيءَ انقلاب اندر، اُنڌيءَ جو سمت وارو پاسو سڄي طرف ٿئي ٿو، هردو ڪنول کل جيان اُڀري ٿو، ۽ جيو آتما جي ڪنڊ جاڳي پرم آتما سان ٿئي ٿي. ڏٺي دور ته "مان مان" ناس، ڄاڻي آهي "توهين توهين." اهائي لات، پي ڪا ٻولي ناهي وات.

تمي گڻ جي اُٿو هيٺ من کي ٻاروُٺو، جوُنو ۽ ايشواري ڪاڏو ڪهي. مَن جي شرڌا ٻوُلن ۽ ٻراڻن ۾ ٿي ويئي. ڪرياٺ کان آلس ۽ سياءَ اوپاشا راڏي. سڀ ڳالهه جي اُلٽي معني ۽ سڀ ۾ شڪ. ڪٿهن ۽ مسئلي جا ٻئي پاسا نه جاچيندو پر فقط اُونداهو ۽ ڏکيو طرف. حرص، حواس ۽ حسد جو هيراڪ. بي ادب، بي حيائي، اي غيرت، اي رحم ۽ بد تميز ڪام جو قليل ۽ ڪسنگ جو ڪانکي. هر ڪامدا ۾ ٻئي کي نقصان پهچائڻ جي امنا ۽ ڪوشش. ٻين جي پوُڄا ۽ ٻين جي سر ٻر جي شيوا. وات جي ٺڳ ٺڳ ۽ ٻراڻي ٻچار. نه پوُري ٻڌي ڳوڙت نه پورو ڏيان. هميشه وياڪل ۽ ويڳاڻو. نه ڪميا نه دان ۽ نه قياس نه همدردي. مت ملين، چت ڪنور. وچن کهرا ۽ ڪوڙا، سياءَ اُلٽبهانيندڙ ۽ اُلوٽيندڙ. ٻرائون عادتون ۽ اُگرا آچار. همساواڍي ۽ هاچيڪار. سچ ۽ ڪوڙ جي پيد کان اڻواقف. من گندي ڳاڻيءَ جو ڏٻو جنهن ۾ مات مساڻ واري. ٽوريءَ ٿي ويچاروانيءَ جي حرڪت هاڻي نه ڪو وارو گند مٿاڇري تي ظاهر ٿي پهندو. وش ۽ امرت جي پرک ڪوله پئمس. وش کي امرت سمجهي وشين جو رس چوُسي ٿو ۽ من ترپت نه ٿو ٿئي ۽ هميشه دکي ۽ اشانت رهي ٿو. سماج جي لوڪ لڄا جي پرواهه ڪانهي، سرشٽيءَ جي نيمن جي سڄاڻپ ڪانهي، قانوني قانون جو قدر ڪونهي ۽ پرماتما جي پڇاڻ ڪانهي. مطلب ته من مائيا منڊل ۾ مست آهي ۽ غليظائيءَ ۾ غلطان آهي.

اهي آهن عيب ۽ اعمال تمي گڻ واريءَ جا. ٿن کي پنهنجن ڏوهن ٿي ڏهاڻو جو ڏنءَ ڏني چڙيو آهي، جنهن ڪري هو جيئري ئي جانب کان جدا ٿي ويو آهي.

رجي گڻ جي اُٿو هيٺ، من کي ڪلو، گرم ۽ مصاليدار کاڌو کهي. من جي شرڌا پاڪند ۾ ٿي وڃي. ڪرياٺ لاءِ چاهه، آشا وادي ۽ هر مسئلي جا پلا ۽ ٻرا ٻئي پاسا ڏسندو پر سڀ ٻين جي ڪم ڪيڻ ڪاڻ. هر چال، هر ٻرانگ ٻنيان ٻين جو سوارٿ ۽ ٻين جي فائدي جي لڄا. هر ڪامنا ۾ خود مطلبي. اندر ڪارو پر ٻاهرٽين وهموار ۾ صفائي چالاڪي ۽ چترائي. لات هڪ ته پات ٻي. وائي ۾ ور وراڪا ۽ قند قيو. حرفتي، حرڪتي، ٽرياڪ، ٽوڪڻ باز، طلسم باز، چالباز، تعصبي، ٽڪراري، عيب جوئي، ارپي، ڪروڌي ۽ ايماني. خود مطلبيءَ جي خدڪيءَ جو خمار اٿس. پاپ پوُجائون، دان پڇ، تيرٿ اشنان ۽ سڀ ڪوڙي ديکا ديکي، رگو ٻين جي ناموس ۽ آدنمبر لاءِ. هر ڪم ۾ چاهه يا ٻيپرواهي، ڇهيوگ يا دست اندازي

فقط ٻنهن جي مطلب مطابق. ٻنهن جي ڀرپور ٻدا، ڪنهن به فرض جي پالنا جي شناخت ڪانه
هوندس. من جي اکين اڳيان راڳ ۽ ڏيهه جا رنگين شيشا. سارو سنسار به انهن رنگن ۾ رڱيل
ڏسڻ ۾ اچي ته اُن سان وهنوار به اهڙو رنگين. ديد ۽ سمجهه جي صفائيءَ بنا ڪرت ڪيئن
صفا رهندا؟ ڪامنائن جي اُلل ٻٽل يا وڪارن جي ونڙهه، ڪيئن من کي شانت رکندي ۽
دک نورت ڪندي؟ وش ۽ اَمرت جي پڇاڻ هوندي به، وڪارن جي چهڪن جو رس
ولي لــو. وڪارن جي وش مان ڪيئن امرت ولوڙبو؟ ساري جيون هٿ هٿ ۽ هاءِ هاءِ
۾ گذري ويندي. نه اڪيئن جنم جنم ڪرمن مان آزادي ملي ۽ اهي وري ايندڙ جنم جو
آڌار ٿيو. مانش جنم وڃائي ويو ڇو نه پاڻ ۽ پرماتما جي وچ، ويري ۽ وڇوڙي وڌي
وڃڪري ٿيندي.

ستي گڻ جي اثر هيٺ من کي سانتيڪو، صحت بخش ۽ ٻل ڀشڻي کاڌو کپي. نوري
قدرت ۾ قرار. من جي شرڌا ستگور ۾ اڻي وسي. ڪرت ۾ رذل ٻر بنا ٻنهن جي سوارٿ جي.
آدرش پرمارٿ ۽ پراپڪار جا. غريبن ۽ غمگينن جو غمگسار، هيڻن ۽ هيسلين جو حمائتي، سڌو
سنوالو، سُرل سُڀاءُ وارو، سار سُلوڪ ڪت وارو، قرب جو ڪُنل، نـــروڙت، ليار، نماڻائيءَ ۽
نهٺائيءَ جو پتلو. پيو اندر جي احساسن جو اپياسُ ڪري. نه ٻڌي لـــ ٻڌاري. عمر پيو
عبادت ۽ عاجزيءَ ۾ گهاري. . نه ڏيکاءَ جي اڇا ۽ نه ناموس جي پرواهه. هر ڪامنا ۾ پڳي
جي ٻلي جو انتظار. ڀرپور سڀ جو خير ٻوءِ ٻنهن جو خير. رهڻي ۽ ڪهڻي ساڳي. دکين
دردوادن جو دوست، مسڪينن معذورن جو مددگار. انساني ايڪتوتا جو آواز آهي، سچ
جو سالڪ آهي، پريم جو پُجاري آهي، ساڃهڻ جي صورت آهي. هر ڪم ۽ هر ڳالهه ۾ فرض
شناسي. نه موهه نـــ نفرت ۽ نه بيپرواهي نه دست اندازي. نه لوڀ نه لالچ ۽ نه لمبا نه
ترشنا. ڪم ۾ چت ۽ ڌيان ٻر ڪم جو چت ۽ ڌيان ۾ ڪوبه وگهن نه. نه ڪالهه جا غم ۽
نه سڀان جون چنتائون. نه مڪتي جو ڀپ ۽ نه مڪتي جي اڇا. ورلي جوڙڻ جي ۽ نه ٽوڙڻ
جي، لاهڻ جي ۽ نه ڏاهڻ جي. اهڙي ٿيائي ۽ ويراڳ جو آنند ماڻي ٿو ۽ من کي شانت رکي
ٿو. پروڙئيءَ، نوراڻيءَ، ڪارج اَڪارج، ٻڌ اَٻڌ، ٻنڌن مڪش جي پوري پڇاڻ پيس ٿي.
پراڻ، اندريون ۽ ڪرياڻون وس ۾. من اَستر ۽ ايڪاگر. نشڪام ڪرم ٿوڳي، پڪتُ ۽ گياني.
ٻر ستو گڻ به من جي ڪيتر ۾ ٿو گهمي لنهن ڪري پاڻ ۽ پرماتما، ڪرتا ۽ ڪرتار کي الڳ
ٿو سمجهي. سوُ ڪيم اَهم ڀاوَ جي درشٽي، درشت ۽ درشٽا جي وچ ديوار آهي جا اَجــا
دوُر نه ٿي آهي. انهيءَ سوڪيم اَهم ڀاوَ جي مڪتي ڪانهءِ ٿي مڪتي پراپت ٿي سگهي ٿي.

چوٿين پد يا ٽُريا اَوستا ۾ من کي اهو کاڌو کپي جنهن ٿي سواد جو نه ٻر جيون جو
آڌار آهي. من جي شرڌا جو برهم ۾ واسو آهي. ٽيئي گڻ ٻنهجي سڀاءَ مطابق پيا ڪم ڪن
ٻر هو اُنهن جي اثر کان اليپ آهي. ڏٺي ۽ ڏيند کان دوُر آهي. سک دک، دوست دشمن،

پيار امرت، سون مٽي سڀ هن لاءِ بيمعني آهن. جا ڪريا آتي سا سٽيڪار. تن من ڌن
ڪرم پنهنجا قربان ڀر ڀاڻ ڪرم کان به نرليپ نه ڪرم جي ڦل کان به ڏوُر. ڪرت ۽
ڪرتار جي نه ڦل به اُنهيءَ جا. سندس سيدرم آهي سنڀيل ڪرم جي پوُريءَ طرح پالن
ڪرڻ. مطلب نه ڪرم سان گڏ خود ڀاڻ به پرماتما کي أرپن ٿيل آهي. ڪامنائن جو سلسلو
ٿي ختم ٿي چڪو آهي ۽ من جي ويچار واٽي بند ٿي وئي آهي. أندر روشن ۽ ٻاهر پـــر
پرڪاش. ڀاڻ پرماتما ۾، پرماتما پرڪرتيءَ ۾ ۽ ٽيئي ڀاڻ ۾ هڪ. نه ڪو ڀيد نه ڪو ڀــاڻ.
ڪرم، ڪرتا ۽ ڪرتار جو ميلاپ ٿي هڪ لاثاني ليلا آهي. من ۾ پوُرن شانتي ۽ وشيش
آنند، نه من جو ڀٽڪڻ نه من ۾ آيل. من خالي، صفا، کليل، سچيت ۽ روشن. هيڏيءَ جــو
پرڪاش ۽ آتم ڌارا جــو اشنان. اهڙو انسان بيخوديءَ ۾ بيحال آهي ۽ الاهي مستيءَ جي
ايڪانت ۾ آهي. هن ۾ روحاني وڌن جي ڪاڻ آهــي. سندس سنساري بندن ٽٽي پيا ۽
موهه جون زنجيرون ٽٽي پيئون. من من ٿي نه رهيو ۽ بدن جي آسوُڪي سڀاءَ ۽ سيدرم
۾ سمائجي ويو. ڪسيل راج أصلي حقدارن حوالي ٿيو. اهو آهي سچو سنياس، أنتر درشٽي،
سم درشٽي، جيون مڪتي، ڳُرو ڀــد، ديه درشٽي، أنتري أنڀوُ، أنحد ڌُني، سچ ڪٿا
۽ برهم گيان.

اي بندا، توکي جيون ٻالرا سڦل ڪرڻ لاءِ ٽمي گڻ مان رجي ۾، رجي مان ستي ۾
۽ آخرين ستي مان چوٿين پد ترُيا أوستا ۾ أڇڻو آهي. ۾ من جي چترائيءَ ۽ چالاڪيءَ کان
خبردار رهج. ستي گڻ کي، ٽمو ۽ رجو گڻ سولو أٿرڻ ڪونه ڏيندا آهن. هوُئن هڪ ٻئي
کان نرالا ۾ ستي گڻ کي نشٽ يا نربل ڪرڻ لاءِ، ٻئي ٽمو ۽ رجو گڻ گڏجي ايڪو مقابلـــو
ڪندا آهن. ٽمي جي ڪنورتا ۽ اڄساپي ۽ رجي جي چالاڪي ۽ چترائي، سڀ ملي ستي
جو سامهون ڪنديون آهن. انهيءَ هوندي به جي ستو زور ٿيندو نه من آخرين هٿيار استعمال
ڪندو. اهو آهي پرالبڌ جو.

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ ڪيترا اهڙا وچن آهن ۽ جن مان ڪي مٿ ۾ ڏنل به آهن،
تن جي اُنٽي ۽ غلط معني ڪئي، من چوندو، ته اي بندا، هٿ پير ڇا لاءِ ٿو ڪرين؟ ليکو
اهو جو پرالبڌ ۽ تقدير ۾ هوندو، تهن کي تدبير ڪيئن مٽائي يا بدلائي سگهندي؟ ڪرمن
جي ليکيءَ جي اها بلڪل اُنٽي سمجهاڻي آهي. ياد رک ته اڄ جو پرشارٿ سڀاڻ جــي
پرالبڌ بڻائي ٿو. اڄ جي تدبير سڀاڻ جي تقدير بڻائي ٿي. پرالبڌ ۽ تقدير جو ٻهانو نــراشا
مان اُپجي ٿو ٿو باقي پرشارٿ ۽ تدبير ۾ وشواس آشا مان پرگهٽ ٿئي ٿو. جيون ٻالرا جي
سڦلتا آشا مان ۽ نه نراشا مان پراپت ٿي سگهندي.

اها پراپتي ۽ اُپلبڌي ٽنهي گڻن کي لتاڙي چوٿين پد ۾ پير پائڻ سان نصيب ٿــي
سگهي ٿي ۽ سگهندي. جو ويچار ۾، سڀاءَ ۾ ۽ ڪرمن ۾ آشاوادي آهي سو جيون ٻالرا جــي

لنبي ۽ اوکي سفر ۾، نراشاواديءَ کان، لاشڪ گهڻو ڪٺي ويندو. ڇوته پڻ پا ڪريا اوستا
پراپت ٿي سگهي ٿي، مقصد جي لڳاتار ڪوشش سان ۽ ڪرتار جي ڪرپا سان. اهڙا ڪمالن
۽ ڪشٽن جي ڪسوٽي ڪرڻ آهي پر ضروري آهي. پاڻ سان پاڻ نه ڪٺو آهي. پر پاڻ ۾
سڀ هي پاڻ پنهنجو آهي. وڳو من جي مستي مٽائڻي آهي ۽ من جو موڙجو مٽائڻو آهي. پوءِ تن
ڪٽن جي لٽا مڻ ۽ ڏاٽيءَ ۽ ڏيندا. جا داستان، پاڻمرادو خارج ٿي، ختم ٿيندا. انهيءَ خالص
پڇاڻان، جو ٿين پڻ جو چوٻارو آهي، تريا اوستا جو اسرار آهي، درسي درگار جو ديدار آهي،
سکمڻ ناڙيءَ جو نظارو آهي، موکش مڪتيءَ جو مظاهرو آهي ۽ پرماتما جي پراپتي آهي.

پنڌ پهاڙ جو آهي ۽ ڀيڙو ڀيڙو آهي پر پاڻ ڀڙو پرماتما جي هڪ ڪان ڀري نه ٿو
رهي. پاڻ پهچائي، پاڻ سان ملائي ٿو. سو همت نه هار، ٿيڻ ڪٺي نهار نه هوس اٿي هيج
۾. گلاب جو گل ته جڏهين ڪنڊن جي چڀڪ برداشت ٿو ڪري تڏهين خوشبوءِ جي خمار
۾ ٿو اچي. سپ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ضروري آهي. آدم پڻ اجوڙو ملڻ مشڪل آهي.
دنيوي پدارٿن پوليتان ته. پاڻ پتوڙو ٿو ۽ پڇاڙو ٿو پئي. پوءِ روحاني سفر ۾ ڪيئن سڦلتا
پوهيي پيا پاڻي پوندي؟ هڙ ۾ هوندي ته حبيبن جي حويليءَ ۾ عام هٽي وهندي. پرشارٿ
پهنجو ۽ مهر مالڪ جي گڏجي، ٿيئي پڻ بازڪرائي، ڇوته پڻ ٿي پهچائين ٿا. اهو ڏهاڙيءَ
جو لڏون نه آهي ۽ نه وري واقعي جي ڦرهات آهي پر صاحبن جو تجربو ۽ توجهه آهي.

## (٥) ڪرڻ ڪراوڻهار ڪرتار.

سلوڪ

(١) ڪرت ڪماوڻ شُڀ اَشڀ[1][2] - ڪِهي لن ٻرڀ آپِ
پسُ آپڻ هئُ هئُ[3] ڪريءِ - ٻنُ هر کها ڪماپِ.
ايڪهِ آپ ڪروان هارا - آپهِ ٻاپ ٻنُ ٻسٽارا[5]
لِيا جُڳ جسُ جس آپهِ لاليو - سو سو پائيو جو آپ دوائيو
اوُنا ڪا اَنت نہ جاڻيءِ ڪوئُ - جو جو ڪريءِ سو ٿوُقُن هوائُ
ايڪهِ تي سگلا ٻسٽارا[6] - نانڪ آپ سوارنهارا.

[راڳ گؤڙي، باون اکري، محلا پنجوان، پؤڙي (٨)]

(٢) ٻرڀ پاويءِ مانُک ڪمت پساويءِ - ٻرڀ پاويءِ تان پانڙ تراويءِ
ٻرڀ پاويءِ ٻنُ ماسَ لي راکيءِ - ٻرڀ پاويءِ تا هر گڻ ڀاکيءِ[7]
ٻرڀ پاويءِ تا پسُ[8] اُڌاريءِ - آپ ڪريءِ آپن ٻيچاريءِ
دُها سِرٻا[9] ڪا آپ سوامي - کيليءِ بِگسيءِ اَنتر جامي
جو پاويءِ سو ڪارَ ڪراويءِ - نانڪ دِرشٽي[10] اوُر نہ آويءِ.

[راڳ گؤڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)//]

(٣) نانڪ اَنت نہ جاپئي - هر تاکي پاراوار
آپ ڪرائي ساکتي[11] - ڦر آپ ڪرائي مار[12]
اِکنا گلي زنجيريا - اِک تري[13] چڙهه پسمار[14]
آپ ڪرائي ڪري آپ - هئُ ڪِسِ ڪري پڪار
نانڪ ڪرتا[15] جِن ڪيتا - ڦر تسهي ڪرلي سار[16].

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٣)]

---

١. چڱا. ٢. مدا. ٣. پسن سمان اِنسان. ٤. مان مان. ٥. وستار ڪندڙ. ٦. پسارو. ٧. ڳالهي يا جهي. ٨. ٻاڦي جيو. ٩. لوڪ. ١٠. نظر ۾. ١١. اُلهتي. ١٢. ٻڙليءِ. ١٣. گهوڙا. ١٤. گهٽا. ١٥. وچنا. ١٦. سنڀال، پرتپالَ.

(٤) ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ هيءِ - ڪهہ نانڪ ٻيچارِ
ڪارڻ[1] ڪرڻي ۽ وس هيءِ - جن ڪَل[2] رکي ڌارِ.

راڳ مانجهہ، محلا پهلا، وار (٢٣)، سلوڪ محلا دُوجا

(٥) ڪارن ڪَوَن[3] ڪراوتو - سڀ ڀڏ[4] ايڪيءِ هاٿ
جت جت لاوهہ لت لت لڳهہ - نانڪ جدت أنات[5].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري پوڙي (٣٣)

(٦) سڀ ڪڇ ورتيءِ تس ڪا ڪيتا - جيسا ڪريءِ تيسا ڪو ٿيتا
اپنا کيل آپ ڪرايءِ هار - دُوسر ڪوَن ڪهيءِ اسيچار.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨)١٣

(٧) ڪيتا هوويءِ ڪري ڪرائيا - تس ڪيا ڪهيئي ڀائي
جو ڪڇ ڪرڻا سو ڪر رهيا - ڪيتي[6] ڪيا چترائي[7].

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٦)

(٨) تيري جن - وسڪ[8] وسڪ گڻ گاوهہ
مصلحت[9] منا سيانپ جن ڪي - جو تون ڪرهہ ڪراوهہ.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٤٠)

(٩) آپي ڪري ڪرائي ڪرتا - ڪس نسو آک سُڻائيئيءِ
دک سک تيريءِ ڀاڻيءِ هوويءِ - ڪس[10] ٿيءِ جاءِ رُوئائيئيءِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)١٢

(١٠) جت ڪاريءِ ڪم - هر هو لائي
سو هر ڪرهہ - جو آپ ڪرائي.

راڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١١) ٻرڀ ڪرن ڪراون هاري - ڪيا چيري[11] هاٿ ٻچاري
سُوٽي[12] سوٽي جاڳي - جِت لائي تت لاڳي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(١٢) هر ايڪ ٽرنجن گائيئيءِ - سڀ أنتر سوئي
ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ ٻرڀ - جو ڪري سو هوئي.

راڳ جئيتسري، محلا پنجوان، وار (١)

(١٣) جو ڪڇ ڪري سو آپي سوامي - هر آپني ڪار ڪماويءِ
هر آپي هي مت دڀويءِ سوامي - هر آپي ٻول ٻلاويءِ[13].

راڳ ٻراڙي، محلا چوٿان، شبد (٣)

---

١. سرشٽي. ٢. چابي. ٣. سيني ڪمن جو ڪارڻ ۽ ڪرائيندڙ. ٤. شڪتيون. ٥. وڃارا ۽ بي وسيلا. ٦. مرضيءَ موجب ٻدن ڪان ڪرم ڪرائي ٿو. ٧. ڪرم ڪندڙ انسان. ٨. ٻرڀُ جي رس ۾. ٩. صلاح. ١٠. ڪنهن وٽ. ١١. داسي. ١٢. ستل ۽ سمهيل. ١٣. چوارائي ٿو.

(١٤) نانڪ سچا ايڪ هئي - ڏهو وچ هئي سنسار
چنگي مندي آپ لائين - سو ڪرن جو آپ ڪرائي ڪرتار.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (٨)

(١٥) دانا ڪي سر دانُ ويچارا - ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ اپارا
ڪر ڪر ويکي ڪيتا آپڻا - ڪرتي ڪار ڪرائندا.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٥) ١٤

(١٦) نرنڪار اڪار هوئي آپي - آپي ڀرم ڀُلائي
ڪر ڪر ڪرتا آپي ويکي - جِتُ ڀاوي تت لائي
سيوڪ ڪئُ ايهه وڏيائي - جا ڪئُ حڪم منائي.

راڳ ملار، محلا تيجا، شبد (١)

(١٧) آپ ڪرائي ڪري آپ - هئي ڪئِسمُ ڪري ٻيڪار
آپي ليکا منگسي - آپ ڪرائي ڪار.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (١٠)

(١٨) ڪوئي جاڻي نه ٻُولي ٻاڻي
سو ٻُولي جس آپ ٻُلائي - ٻُجهئي جسي ٻجهائي.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)

(١٩) ڪبير ڪارڻُ سو ڀئيو - جو ڪيو ڪرتار
تس بنُ دوسر ڪو نهي - ايڪي سرجڻهار.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٣٣)

---

١. ڀائيءَ ڀر. ٢. آڪار روپ يعني صورت وارو. ٣. ڪرم. ٤. سمجهي. ٥. سمجهائي.
٦. ٿئي آهو لوءِ. ٧. ٻيو ڪوبه.

(١٦٥)

(٨) ڪيا ڪڇ ڪريءِ ڪي ڪرٽيءِ هارا - ڪيا اِس هاٿ ٻڃاري
جِسُ لَسر لاوهـ کتهي لاڳا - ٻوُرن خضر همـاري.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨) ٧

(٩) تا ڪو ڇتر[٢] ناهي ڪو مؤڙا[٣] - تا ڪو هيرو ناهي ڪو سؤرا[٤]
جِسُ ڪو لائيا تس هي لاڳا - سو شهوڪ نانڪ جِس ڀاڳ[٥].

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٩)

(١٠) جتسا تون ڪرهـ تسا ڪو هوءِ - تجهه[١] ٻنُ دوُجا ناهي ڪوءِ
جيهي تون[١] مت ڏيهي ڪو ڀاويءِ - تڏ[١] آپي[٢] پاوي پروءِ چلاويءِ.

(٣٧)

(١١) تا ڪو پڙهيا[٦] پنڊت بِينا[٢] - تا ڪو مؤرک منڌا
ٻنڌي[٧] اَندر صفت[٨] ڪرائي - تاڪهُ ڪهيئيءِ ٻنڌا[٧].

واڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٤) ١

(١٢) تون[١] ڪرتا ڪيتا سڀ تيرا - ڪيا ڪو ڪريءِ پراڻي[٧]
جا ڪتهُ نڌر[٩] ڪرهـ تون اُٺي - سائي سچ سماڻي.

واڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١٣) جِسُ ڪارڻ[١٠] ڪر - هر هو[١] لائي
سو هر ڪرهـ - جم آپ ڪرائي.

واڳ گوجري، محلا تيجا، اشٽپدي (٦) ١

(١٤) جسو تُڏ ڀاوهـ سيئي ناچهـ - جن گورمکهـ[١١] شبد لو لائي
سي پگبت سي تتُ گياني - جسن ڪتهُ حڪم مڃائي.

واڳ ڏيوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٢)

(١٥) ايڪو ٻوُنهُ[١] سڪيئان سڀ ٻونهُ[١] ڪي - جو پاويءِ پوُ سا ڀلي
نانڪ غريب ڪيا ڪريءِ ٻچارا - هر پاويءِ تس راهه[١٢] چلي.

(١٦) آپي اساهَ[١٣] دياڻا[١٤] هيوءِ پيارا - آپي ڪـارڻ[١] لائيا
جتهُ آپ[١] چلائي تُهُ چليتوءِ پياري - جتهُ هر پرڀ ميري پائيا
آپي جنتي[١٦] جنت[١٧] هيوءِ پيارا - ٻهن ساتڪ[١٥] وجهه[١٦] وڄائيا.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٧) اِڪ پوم پُلائي اِڪ پڪتي رالي[١٨] - تيرا[١] ڪوُل اُپـارا[١٩]
جِسُ تُڏ[١] لائي تيها تل پائيا - تون[١] حڪم چلاوڻهارا[٢٠].

واڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (٧) ١

---

١. پرماتما. ٢. سياڻو. ٣. مـوُرک. ٤. بهادر. ٥. خوش نصيبي. ٦. ودياوان. ٧. اِنسان.
٨. چڱا اوڇا، ڀوما. ٩. ڪسرتا، پاڇهه. ١٠. ڪمر، ڏنڊا. ١١. گوروءَ معرفت. ١٢. واٽ.
١٣. شڪتي. ١٤. آسرو. ١٥. ساز وڄائيندڙ. ١٦. ساز. ١٧. وڄائيندڙ. ١٨. وچيل، رلل.
١٩. بيحد عجيب، حيرت انگيز. ٢٠. آڳيا اُنوسار هلائيندڙ.

(١٨) نڪ نٿ[1] خصم[2] هٿ - ڪرت[3] ڌڪي دي
جهان داڻي[4] تهان کاڻي - نانڪ سچ هي.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٨)، سلوڪ محلا ٻيو

(١٩) جو ڪڇ ڪري سو آپي[2] سوامي[2] - هر[2] آپي[2] ڪار ڪماوي
هر[2] آپي[2] هي مت ڏيوي سوامي - هر[2] آپي[2] ٻول[5] ٻلاوي[6].

راڳ ٻراڙي، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٢٠) آپ[2] جاڻاوي[7] مارگ[8] پاوي - آپي مدُڻا[9] ليوي
ڪرم سڪرم ڪرائي آپي - قيمت ڪوڻ اڀيوي[10].

راڳ سوهي، محلا پهلا، چهنت (٣) ٥

(٢١) آسا منسا سڀ تيري[2] - ميري سوامي[2]
جيسي تون[2] آس ڪراوهي - تيسي ڪو آس ڪرائي.

راڳ ڳَونڊ، محلا چوٿان، شبد (١)

(٢٢) اِڪ داتي[11] اِڪ منگتي[12] ڪيتي - آپي[2] پرکڻ ڪرائي
اِڪنا ناؤ آپ[2] ٻلائي - اِڪنا گورمک ديه سمجهائي[13].

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، اشٽپدي (٥)

(٢٣) نانڪ سچا آپ[2] هي - ڌنڌي[14] وچ هي سنسار
چنگي مندي آپ[2] لائين - سو ڪرن جو آپ[2] ڪرائي ڪرتار.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (٨)

(٢٤) سڀ گهٽ ميري[2] هنه[2] سڀنا اندر - جسهِ ڪتاڻي تس ڪوڻ ڪهي
جسهِ دکالا وانڙي[8] تسهِ ڀلاوي ڪوڻ -
جسهِ ڀُلائي پنڌ سِر[15] تسهِ دکاوي ڪوڻ.

(١٢)

(٢٥) نا هنه ڀُلي[16] نا هنه چُڪي[17] - نا ميءَ ناهي ڏوشا[18]
جيت هنه لائي تيت هنه لگي - نانڪ سچ شبد سنديسا[19].

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٦)

(٢٦) سو مليا جه هر[2] من ڀانيا[20] - سو ڀُولا جو هر[2] ڀُولا ڀلائيا
نه آپهِ مُورک گياني - جو ڪراوي سو نام وکاڻي[21].

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(٢٧) اِڪ سوڳي اِڪ روڳ[23] وياپي[22] - جو ڪڇ ڪري سو آپي[2] آپي[2]
ڀگت ڀاءُ[24] گور ڪي مت ٻُوري - اَنهد شبد لکائي[13] هي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٢) ٥

---

١. ناڪيڻي. ٢. پرماتما. ٣. ڪيل ڪرم. ٤. کاڌو. ٥. چئي ٿو. ٦. ڳالهائي ٿو. ٧. ٻڌائي ٿو. ٨. سچي راهه. ٩. ٻاڻ سان گڏي ٿو. ١٠. بي انت. ١١. ڏنيالو. ١٢. فقير، پِنندڙ. ١٣. جاڻائي ٿو. ١٤. دنيا پاڻ ڀانئي. ١٥. شروعات ڪان. ١٦. گمراهه ٿيل. ١٧. خطا ڪندڙ. ١٨. ڏوهه. ١٩. پيغام. ٢٠. وڻي ٿو. ٢١. مهما ڪري. ٢٢. ڏکي. ٢٣. مرض. ٢٤. پريم.

(٢٨) آپي دانا سُگهڙ دا - آپي ڏيئي سزاء[1]
نانڪ ايويَں ڄاڻيئي - سڀ ڪجهه تسي رضاء[2]•

راڳ مارو، محلا ٻيجا، وار (١٦)

(٢٩) تُون[1] انترجامي هر آپ[1] -
جئه تُون[1] چلاوهه پياري هئه تيوين چلان
همري هاٿ ڪجهه ناهه - تُون[1] ميلهه تان هئه آءِ ملان•

[راڳ تکاري، محلا چوٿان، ڇڌ (٤)٢]

(٣٠) ڪيا تُون سوچهه[3]، ڪيا تُون چتوهه[4] - ڪيا تُون ڪرهه اپائي[5]
نانڪ کهه پرواهه ڪاهو ڪي - جهه گوپال[1] سُهائي•

راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (١)

(٣١) نانڪ مائيا ڪرم ٻرڪ[6] - ڦل امرت ڦل وِش[7]
سڀ ڪارڻ ڪرتا[1] ڪري - جس کوالي[8] تس•

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٦)

(٣٢) ڪوئي ڄاڻ[9] - نه ٻوليءِ پائي
سو ٻوليءِ جس آپ[1] پائي - ٻوجهيءِ[10] جسيءِ ٻجهائي[11]•

راڳ ٻرهالي، محلا پهلا، اشٽپديءِ (٤)

(٣٣) ڪبير ڪارڻ[12] سو ڀئيو - جو ڪيو ڪرتار[1]
تس ٻن دُوسر[13] ڪو نهي - ايڪي سرجنهار[1]•

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٣٣)

(٣٤) ڪبير جو مي چتوءِ[14] نا ڪريءِ - ڪيا ميريءِ چتوي[14] هوءِ
اپنا چتويا[14] هر[1] ڪريءِ - جو ميري چت[15] نه هوءِ•

(٢١٩)

---

١. پرماتما. ٢. حڪم، رضامندي. ٣. خيال ڪرين. ٤. چنتا ڪرين. ٥. اپاءُ، جتن. ٦. وڻ. ٧. زهر. ٨. ڪاوائي. ٩. ڄاڻي واڻي. ١٠. سمجهي ٿو. ١١. سمجهائي. ١٢. ٻهانو، تسمد ڙ واوداس. ١٣. ٻيو ڪو. ١٤. ويچار ڪرڻ. ١٥. من ۾.

# ڪَرڻ ڪراوڻهارُ ڪرتار آهي.

## اِنسانُ ايشور جي پُتلي آهي.

سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ جيڪي هن وشيه تي وَچن آيل آهن تن مان چوُنڊ وچن هيٺ ڏنل آهن. انهن وچنن ۾ صاحبن جو اهو اُپديش ڏنو آهي ته هر ڪم جو ڪرتا ۽ هر ڪم جو ڪارڻ خوُد ڪرتار آهي. انسان جي هٿ وس ڪجهه نه آهي. هن جي آشا منشا سمت ڪرم، شُڀ اَشُڀ وچار، شُڌ اَشُڌ ڀاوناوُن، مَتا مندا وچن، سڪرم ڪُڪرم، انهن سڀني لاءِ ميار ۽ جوابداري پرماتما تي آهي ڇو ته هوُئي سڀ جو ڪارڻ ۽ ڪرتا آهي. انسان ته فقط ايشور جي پُتلي آهي. جيڪي ڪرائيس سو ڪري، جيڪي چوائيس سو چئي، جيڪي کارائيس سو کائي، جتي رکيس اُتي رهي، جيڏانهن موڪليس اُتي وڃي. هن جي خوُد مختياري انسان کي بلڪل ڪونه آهي. جي ايشور ڏک لڳائيس ته دنيا جي ڪابه طاقت اُن کيس ٻچائي يا هٽائي نه سگهندي ۽ جي ڪمارگ تي لڳائيس ته دنيا جي ڪابه طاقت کيس سنئينءَ واٽ تي آڻي ڪانه سگهندي. مطلب ته انسان کي ڪابه پنهنجي آرزوُ ۽ آزادي يا خودمختياري ۽ خود خيالي خير ڪا آهي. هن جي نڪ جي ناڪيلي پرماتما جي هٿ ۾ آهي ۽ انهيءَ اشاري تي هوُ پنهن جي جيون جا چار ڏهاڙا گذاري، آخر واٽ وٺي وڃي ٿو؛ ۽ اهو اُرٿ اُڏوُرو، متاڇرو، حرفتي ۽ حرڪتي آهي. اهو اَرٿ اِڇا شڪتيءَ جي آڌر اچي ٿو.

ڪيترا اُپديشڪ مذهبي تعصب جي تنگدليءَ ڪان ۽ ترڪتاليءَ وچان هن سکيا تي ڇٽربازي ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته جيڪڏهين انسان جي ڪامنائن، ڀاونائن، وچارن، وچنن ۽ ڪرمن لاءِ سمُوري جوابداري پرماتما تي آهي ته پوءِ انسان پاپ پنَ، ڌرم اَڌرم، نيڪيءَ بديءَ جو اَڌڪاري ڇو ٿو ٿئي؟ جيڪڏهين ايشور خود انسان کي ڪمارگ يا سمارگ تي، پُتليءَ وانگر نچائي رهيو آهي، جتان دنيا جي ڪابه طاقت هن کي ٻئي هنڌ پهچائي ڪانه سگهندي، ته پوءِ انسان پنهن جو ڀرو ڀلو ڇو سوچي ۽ پنهن جي حالت بدلائڻ لاءِ ڇو ڪو حيلو هلائي؟ اهڙيءَ حالت ۾ اُدم ۽ اُپاءُ ته صفا بيمعني آهن. جيڪڏهين ايشور پنهن جي مرضيءَ مطابق، ڪنهن کي دکي ته ڪنهن کي سکي، ڪنهن کي ڀوڳي ته ڪنهن کي روڳي، ڪنهن کي ڀريو ته ڪنهن کي ٺلهو، ڪنهن کي دولت ته ڪنهن کي ديوالا، ڪنهن کي اوُچ ته ڪنهن کي نيچ، ڪنهن کي اَياڻو ته ڪنهن کي سياڻو، بڻائي ٿو ته اهو نياءُ ڇٻر يا ڪنياءُ ڇٻو؟ ايشور کي ڪي اُصوُل آهن يا هوُ ڇرٻُت جهڙو آهي؟ پوءِ جيڪڏهين

ايشور جي راڄ ۾ به اهڙو انڌير آهي ته پوءِ انسان جي راڄ ۾ ڇو انصاف جي اميد رکڻ کپي؟

انهن دليلن جي پٺڀرائي ۾، صاحبن جا ٻه هيٺيان وچن خاص طور پيش ڪيا ويندا آهن:

(١) ڪرم سُڪرم - ڪرائي آهي
اِس جنتي وس - ڪڇ ناهه.
سري راڳ، محلا پهريون، پهري، شبد (١) ١

(٢) آسا منسا سڀ تيري - ميري سوامي
جيسي تون آس ڪراوهه - تيسي ڪو آس ڪرائي.
راڳ رامڪلي، محلا پنجا، اشٽپدي (٥)

پاڻ کي سمجهڻ کپي ته اهي سڀ مٿيان وچن انهيءَ اڳياني ۽ اڌڪاري انسان جي اپديش لاءِ رچيل آهن جو ڪرم جي ٿيئري قبول لاءِ پاڻ کي حقدار ٿو سمجهي ۽ بري قول لاءِ قسمت کي يا جو ٻئي ڪنهن دکي انسان کي مدد ۽ همدردي ڏيڻ بدران هن جا عيب اگهاڙا ڪري، چٽرباري ڪري ٿو. اها حقيقت آهي ته پرماتما پرڪرتيءَ جو اپائيندڙ آهي ۽ لمو، رجو ۽ ستو ٽيئي گڻ ۽ ديهه پرڪرتيءَ جا انگ آهن، جن جو انسان جي من سان بلڪل گهاٽو ۽ گهرو لاڳاپو آهي، پر هردي، وويڪ، ٻڌيءَ ۽ چت شڪتيءَ جو اپائيندڙ به ته ساڳيو پرماتما آهي. انهيءَ ڪري صاحبن پرشارٿ ۽ شڀ ڪرتيءَ جي حق ۾ ڪافي هدايتون ڏنيون آهن. پرڪرتيءَ جو آڌار ڪرم جي قانون تي آهي جو پوري نياءَ ۽ نيمن تي ٻڌل آهي. اڄ جا ڪرم ئي سڀاڻ جي قسمت ٺاهين ٿا. قسمت ڪنهن پنهنجي ڪرمن کان الڳ ڪري، ويهي ڪرم ڪٽجي ۽ لاڻ کي لوڙجي، اهو پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻڻو آهي. ڪاڻ ڪرمن جي ته قسمت ڪيئن نه ٺهر ڪندي؟

پرماتما جي جوابداري پرڪرتيءَ جي پيدائش ۽ پالنا جي حد تائين محدود آهي جنهن اندر انسان کي پنهنجي ڪرمن ڪرڻ جي پوري آزادي آهي پر ڪرمن جا نتيجا، نياءَ جي قانون موجب نڪرندا، جن تي انسان جو ڪو به وس يا حيلو هلي نه ٿو سگهي. ايشور ۽ انسان جون جدا جدا جوابداريون، انهيءَ نقطه نگاهه کان سمجهڻ گهرجن. ڪيل ڪرمن ڪري جيو ڪرم جي قانون جو قيدي آهي پر آئيندي جي ڪرمن لاءِ هو بلڪل خود مختيار ۽ پورن آزاد آهي. هاڻي اهو انسان جي همت وس آهي ته هو ڪرم جي قانون جو سهيوڳ ڪري يا قانون جي آڏو اُبتو هلي، ٻڌيءَ جو ٻل ڄاڻائي وويڪ جو وڪاس ڪري يا ڪمت ۽ ڪسنگ ڪري وويڪ جو وناش ڪري. جهڙا جهڙا ڪرم ڪندو تهڙي تهڙي قسمت ٺهندي. ٻئي مان ڏوهه خطا ڪڍڻ فضول آهي.

ها ٻاڻي جن سنتن ۽ مهاتمائن ڏني ۽ ڏيند جي حد لتاڙي، ٽنهي گڻن کان پار ٿي، ترِيا اَوستا ۾ داخل ٿيا آهن، تن کي نه پاپ ۽ پرماتما ۾ ڪو ڀيد ڏسڻ ۾ ٿي ڪونه ٿو اچي. هِنن جي وِچي، وراڻي ۽ سُرتي ڪرتار ۾ آهي نه هو ڪيئن سمجهندا ته سنڌن وچن ۽ ڪرڻين لاءِ هوءُ پاڻ جوابدار آهن؟ هنن لاءِ ڪارڻ، ڪرڻ ۽ ڪرتا سڀ ڪرتار آهي ته ڪرڻ جي ڦل جو حقدار به ڪرتار آهي. هنن نه فقط ڪرم جي ڦل جي اڇا جو تياڳ ڪيو آهي پر پاڻ به پرماتما کي آرپڻ ڪري، پرماتما کي ڪرم جو ڪرتا بڻايو آهي، يا پاڻ کي پرماتما جي نمت ٺهرائيو آهي. اهي آهن سچا تياڳي، وئراڳي ۽ سنياسي جن جي سموري چِت شڪتي آتما مان پرگهٽ ٿئي ٿي ۽ هنن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو آڌار ٿي اُنهيءَ شڪتي شاليءَ تي آهي. اِنهيءَ اَوستا ۾ گرو اَرجن ديو فرمائين ٿا:

نا هَمَ ڀُلي نا هَمَ چُڪي - نا مُهِ ناهي دوشا<br>
جِت هَمَ لائي تِت هَمَ لڳي - تُون سچ سُڻي سنديشا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٦)

اِنهيءَ اسٿتيءَ ۾ ڪبير صاحب به فرمائين ٿا ته جڏهين مان آگيان جي ننڊ مان سجاڳ ٿيس ته ڏٺم ته مان نه مالڪ تنهن جي داسي ٿي، پٽي پنهن جي جيون گهاريان:

پرڀ ڪرن ڪراوَن هاريِ - ڪيا ڇيري هاٿ هماري<br>
سوتي سوتي جاڳي، جِت لائي تِت لاڳي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٥)

اي بندا، صاحبن جي سکيا جو تاتپرج هيءُ آهي ته پرماتما پرڪرتي پيدا ڪئي آهي. ٽيئي گڻ ۽ ڏيند به پرڪرتيءَ جا اَنگ آهن. پر پرڪرتيءَ جي پرورش لاءِ ڪرم جو قانون به ٺهرايا ڪيو اٿس جنهن پٽاندڙ ساري سنسار جو سلسلو هلي رهيو آهي. تُون به اِنهيءَ قانون جي ڪارواڻيءَ سان ٻڌل آهين. توکي مَنُ ۽ ٻُڌي ٻئي عطا ٿيل آهن. ڪرم ڪرڻ جِي پُورن آزادي اٿئي. هاڻي وَٺئي ته ڪمت موجب ڪرم ڪري مَن کي موج وٺاءِ ۽ وٺئي ته سمت موجب ڪرم ڪري ٻُڌيءَ جو پرڪاش ڪر. جيئن جيئن تُون ٻُڌيءَ جو ڪمت يا سمت جو سهارو وٺي، ڪرم ڪندين، تيئن تيئن اُهي نياءَ جي تارازيءَ ۾ توريا ويندا، سچ ۽ ڪُوڙ جي پرک ڪئي ويندي، اُنهيءَ پرک انوسار توتي ڪرم جي قاعدي جي ڪارواڻي ڪئي ويندي ۽ قاعدي جي فقرن مطابق دک يا سک ڏسڻو پوندو. چاهي اَڄ چاهي سڀاڻي. مالڪ کي پيارَ ۽ مهڻا، ڏوهه ۽ ڏوراپا نه ڏي. پاڻ سنڀال ۽ سنوار ته چڱائي ڇڏين.

مطلب تہ ليکو تون ٻاڻ تو ناهين جنهنجو حساب ڪرم جو قانون چڪتو ڪري. هن ڌرم جي ڪانٽي ۾ اُنڌ يا پاسخاطري ڪانہ آهي ۽ سزاوهن آتا سچو ۽ پورو انصاف آهي. انهيءَ لحاظ کان دک يا سک جو خلقيندڙ ۽ توڙي ڀوڳيندڙ تون پاڻ آهين. ڪرم ڪرڻ لاءِ سواڌين آهين پر ڦل لاءِ ڪرم جي قاعدي جو اَڌين آهين. سواڌينتا جو ڏهيوڳ ڪندين تہ اڌينتا جا عذاب ڪونہ ڀوڳيندين. تنهنجا ڪُڪرم ئي تنهنجي ڪشٽن، ڪشالن ۽ ڪليشن جا ڪاندي آهن ۽ سُڪرم ئي تنهنجي سکن سهولتن جو سبب ڪندا. ٻاڻ تاڻ، ٻاڻ ماڻ. هن ”ڪرم“ جي سڌانت لاءِ وڏي روشني اڳيان اچي ڏال آهي.



## (٧) ڪرمن جو ليکو ۽ للاٽ جو ليکُ.

(١) ٻيد ٻڪاري ٻُڌن ٻساپ - سرگ نرک ڪا ٻيُڙ[١]
جو ٻڄي سو اُگوي[٢] - ڪاندا[٣] جاٹي[٤] جيُڙ
گيان سلاهي وڏا[٥] ڪر - سچو سچا لاءِ
سچ ٻيجي سچ اُگوي - درگهه پائيجي لانءِ
ٻيدُ وپاري گيانُ راس[٦] - ڪرمي پلي هوءِ
نانڪ راسي[٦] ٻاجرا - لد[٧] نہ چليا ڪوءِ.

[راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا پهلا]

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي(١٦)

(٢) جِن[٨] ايهہ لکي[٩] - تس سِر[١٠] ناهہ
جو فرمائي - تو تو ٻساهہ.

(٢٠)

(٣) ٻني[١١] پاپي آکڻ ناهہ[١٢] - ڪر ڪر ڪرڻا لکہ ليءِ جاهہ
آپي ٻيج آپهي کاهہ - نانڪ حڪمي آوهہ جاهہ.

[سلوڪ محلا دوجا]

(٤) چنگائيا ٻُرائيا - واچي[١٣] ڌرم حدُور[١٤]
ڪرمي آپو آپڻي - ڪي نيڙي[١٥] ڪي دُور.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣)

(٥) ليکي[١٦] ٻرواڻ ٻولڻا - ليکي کاڻا کاءِ
ليکي واٽ[١٧] چلائيا - ليکڻ سُڻ وکاءِ[١٨]
ليکي ساهہ لوائيهہ[١٩] - پڙي[٢٠] ڪہ پُڇڻ جاءِ.

(٣٢)

(٦) جيڪي رَکہ[٢١] ٻرکہ[٢٢] آراءِ[٢٣] - جيهي ڌاتُ[٢٤] تيها تن ناءِ
ڦل ٻاؤ ڦل لکيا ٻساءِ - آپ ٻيج آپهي کاءِ.

---

١. ٻيج. ٢. ٻرکهي ٿو. ٣. لڀهي ٿو. ٤. سهيدي، ٻوڄيندي . ٥. اُٺ. ٦. پُونجي. ٧. گڏ ڪري.
٨. ٻرماتما. ٩. مستڪ تي ليکہ لکيو آهي. ١٠. ٻرماتما جي مستڪ تي ڪو، ليکہ لکيل
ڪونہ آهي. ١١. ٻج ڪندڙ. ١٢. ٻيشمار. ١٣. پڙهيوُن وڃن ٿيون. ١٤. ڌرمراه جي درگاهہ ۾.
١٥. ويجهو. ١٦. ڪرمن جو ليکو. ١٧. رستو. ١٨. ڏسڻ. ١٩. کڻڻ. ٢٠. سياڻا. ٢١. جهنگلي
وڻ. ٢٢. ميوي، ٽلن جا وڻ. ٢٣. اُجهو، آسرو. ٢٤. ڪرم.

(٧) ڪرم ملئي لسان پائيئي - وڻ ڪرمئي پائيا نه جاءِ
لَڪ چوراسيهه ڀرمدي[١] - جِس ميلي سو ملئي هَر[٢] آءِ.

سري راڳ، محلا ٻيجا، شبد(٦)

(٨) جس آپ پُلائي[٢] سو ڪِتئي همت پائي -
پُورب[٣] لکيا سو ميٽڻا نه جائي
جِن ستگور مليا سي وڏ ڀاڳي - پُوري ڪرم ملاوڻيا.

راڳ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣)٣

(٩) ڪِرت[٣] پئيا نهه ميٽئي ڪوءِ - ڪيا جاڻا ڪيا آڳي[٤] هوءِ
جو تس[٢] ڀاڻا سوئي هوئا - اَئُر نه ڪرڻي والا دُوڻا[٥].

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٠)

(١٠) آپڻ لِيئا[٦] جي ملئي - تان سڀڪو ڀاڳٺُ[٧] هوءِ
ڪرما اُپر نِبڙئي[٨] - جي لوڇئي[٩] سڀ ڪوءِ.

(١٨)

(١١) ڪاهو جُڳت[١٠] - ڪِتئي نه پائيئي ڌرم
نانڪ تس ملئي - جس لِکيا ڌُر[١١] ڪرم

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)٩

(١٢) ڪرمُ ڌرتي سريو - ڪلجگ وچِ
جيها ڪو بيجي - تيها ڪو کائي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٥)

(١٦)

(١٣) هَر[٢] ويکئي سڀئي نت سڀ ڪِڇ - لڊِوُن[١٢] ڪڇ گُجها نه هوئيا
جتسا بيجئي سو لُٽئي - جيها پُرب ڪِيئي ٻوئيا[١٣].

(١٤) ڪِرت[٣] ڪي باندي[١٤] سڀ ڦِرئي - ديکهه بيچارئي
اُسيو[١٥] ڪيا آکيئي - ڪيا ڪرئي وچاري.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٠)

(١٥) ڪِرت[٣] پئيا پروانا[١٦] لِکيا - باهُڙ[١٧] حڪم نه هوئي
جتسا لِکيا تئسا پڙهيا - ميٽ نه سڪئي ڪوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٦)

(١٦) ڌَدئي دوش[١٨] نه ديئو ڪسئي - دوش ڪرما آپڻا[١٩]
جو مئي ڪيئا سو مئي پائيا - دوش نه ديجئي اَئُر جنا[٢٠].

راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٢١)

---

١. ڀٽڪندي. ٢. پرماتما. ٣. ڪرم. ٤. آئيندي. ٥. ٻيو ڪو. ٦. پنهن جي مرضيءَ مطابق. ٧. دولتمند. ٨. موجب فيصلو ٿيندو. ٩. چاهڻ. ١٠. جُڳتي. ١١. مڍ کان. ١٢. ڪانئس. ١٣. ٻج ٻوئيو هوندو. ١٤. ٻڌل. ١٥. هُن کي. ١٦. حڪم. ١٧. ٻيءَ وري ٻيو ڪو. ١٨. ڏوهه. ڏوراپو. ١٩. پنهن جو. ٢٠. ٻين کي.

(١٧) ڏِن رات ڪمائيڙو – سو آئيو مالِ سچي
جِسُ[٣] پاس لِڪائِڊڙو – سو وِيکِي سائي.[٦]

واڳ آسا، محلا پنجوان، چئت (١)١٣

(١٨) ڪوڙ روُپ سُهاوَڻا[٧] – ڇڏ ڏُنيئا اَندر جاوڻا
مدا چنگا آپڻا – آپي هي ڪيتا[٢] پاوڻا:

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٣)

(١٩) جو جيئُ[٢] هوءِ سو اُڳوي – ڪُهڻ ڪسا ڪهيا واءِ[٨]
بيجي ٻِه مڱوي اَمرت – وڻ[٩] کهُ[١٠] ابهه نياءِ.

(٢٢)
[سلوڪ محلا دوُجا]

(٢٠) بابنا ناڪڙا[١١] آئيا جَگ مهه – دکـ سک ليکُ لکائيا
لِکيڙا[١٢] شاها نا آئي[١٣] – جيهڙا پُرب[١٤] ڪمائيا.

واڳ وڏهنس، محلا پهلا، اَلاهڻيا (٣)٥

(٢١) سرب[١٥] جيئا سِرِ ليکِ ڌُراهوُ[١٦] – بِنُ ليکِي نهي ڪوئي جيئُ
آپ[٣] اَليکُ قدرت ڪر ديکئي – حڪم چلائي سوئي جيئُ.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٢٢) نڪ نٿ خصم هٿ – ڪِرت[٢] ڌِڪي دي
جهان داڻي تهان کاڻي – نانڪ سچ هي.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٨)، سلوڪ محلا دوُجا.

(٢٣) جيسا ڪري سو تيسا پاوي – آپ بيج آپي هي کاوي
جي وَڏ ڀائيئا آپي کاءِ – جيهي سرت[١٨] ليهني راهه جاءِ.

واڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (٦)

(٢٤) مات پتا بنتا سُت[١٩] بنڌپ[٢٠] – اِشٽ[٢١] مِيت[٢٢] اَرُ ڀائي[١٢]
پوُرب جنم ڪي ملي سنجوگي – انتهِ[٢٣] ڪو نه سهائي[٢٤].

واڳ جئتسري، محلا پنجوان، شبد (١)

(٢٥) ڏِن رئِن[٢٥] – آپڻا ڪِيتا[٢] پائي
ڪِس دوش نه ديجي – ڪِرت[٢] ڀوائي[٢٦].

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٤٠)

(٢٦) آپ جاڻاوي ساوڳ پاوي – آپي مدوُنا[٢٧] ليوي
ڪرم سُڪرم ڪرائي آپي – قيمت[٢٨] ڪوڻ اَپيوي[٣].

واڳ سوهي، محلا پهلا، چئت (٤)٥

---

١. ڏينهن. ٢. ڪسوم ڪيل. ٣. پرماتما. ٤. لڪائين ٿو. ٥. ڏسي وٺو. ٦. اَنگ سنگ. ٧. سندر. ٨. اُجايو، بي معنيٰ. ٩. وش. ١٠. ڏسو. ١١. ڪرمن جو ليکو يا مهورت. ١٢. راجائون. ١٣. نونديو، مُنجو. ١٤. پوُرب جنم. ١٥. سڀيئي. ١٦. منڍ کان. ١٧. نڪيلي، نوڙي. ١٨. سوڀي، ٻُڌي. ١٩. استري. ٢٠. پت. ٢١. متر. ٢٢. پيارا. ٢٣. ميلاپي. ٢٤. اَنت ۾. ٢٥. رات. ٢٦. پڪي ٿو. ٢٧. لنو لڳائي ٿو. ٢٨. بيان، ڪاٿو قدر.

(٢٧) ٽُرِدي ڪَنُ ٽُرِدا مليو - اُڏِري ڪَنُ اُڏِنا
جيوٽي ڪَنُ جيوٽا مليو - مُوئي ڪَنُ مُوٽا.

واڳ سوهي، محلا ٿيجا، وار (٨)، سلوڪ محلا دوُجا

(٢٨) ٽوُ ڪُن ڪها جڳت ڳوُرا - جنُ ڪرم نہ ناسيو
سنگهه سرن ڪيت جاليٿيو - جنُ جنبڪ گراسيو.

واڳ بلاول، ڀڳت سدنو، شبد (١)

(٢٩) ڪاڇي ڀانڊي ساج نراجي - انتر جوت سمائي
جيسا لکت لکيا ڌر ڪرتي - هم تيسي ڪِرت ڪمائي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١)

(٣٠) ليکہ نہ منٽي هي سڪي - جو لکيا ڪرتار
آپي ڪارڻ جن ڪيتا - ڪر ڪرپا پڳ ڌار.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکٹي اوانڪار (٥٢)

(٣١) سک دک پُرب جنم ڪي ڪيئي - سو جاڻي جن داتي دينئي
ڪس ڪنُ دوش ديهہ تون پراڻي - سهہ اپنا ڪيتا ڪرارا هي.

واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٣)١٠

(٣٢) پنچ تت سننگهہ پرڳاسا - ديهہ سنجوڳي ڪرم آيا سا
برا ڀلا دُءِ مستڪ ليکي - پاپ پُن بيجانڌا.

(١٣)١٧

(٣٣) ڪارڻ ڪرتي جو ڪيتا - سوئي هيو ڪرتا
جي سؤ ڌاوهہ پراڻيتا - پاوهہ ڌر لهنا
بِن ڪرما ڪڇو نہ ليتي - جي ڦرهہ سب ڌرتا.

واڳ مارو، محلا پنجوان وار (٢٢)

(٣٤) جو ڪڇ ڪينو سو پربهُ رضاءِ - جو ڌر لکيا سو ميٽنا نہ جاءِ
حڪمي باڌا ڪار ڪماءِ - ايڪ شبد راچيو سچ سماءِ.

واڳ ملار، محلا پهلا اشٽپدي (٧)٣

(٣٥) سينا خصم ايڪ هيو - گُرمکہ جاڻيٿيو
حڪمي لکي سر لیکہ - وڻ قلم مسواڻيئي.

واڳ ملار، محلا پهلا وار (٣)

(٣٦) نانڪ مانيا ڪرم بسرک - قل اُمرت قل وش
سب ڪارڻ ڪرتا ڪري - جس کواٽي تس.

(٢٦)

---

١. پيادو. ٢. اُڏامندڙ. ٣. پرماتما. ٤. قل ناسُ ٿئي. ٥. شيهن. ٦. گدڙ. ٧. گرڪاني چڏي.
٨. ٻاسڻ، سرير. ٩. آتما. ١٠. ڪرم. ١١. سرسٽي. ١٢. درسن ڏيندو. ١٣. سخت، ڏاڍو.
١٤. روشن، پيدا ٿيا. ١٥. سبب. ١٦. ڀٽڪين. ١٧. ڏرلي، پرلوي. ١٨. حڪم. ١٩. ٻنا.
٢٠. مس ڪپڙي. ٢١. زهر. ٢٢. ڪاراني.

(٣٧) ڪهه روداس - پڇيو[1] ڇپ لکيو
جولي جولي ڪيهو - سولي سولي ڏيکيو[2].

راڳ ملار، پڇيس روداس، شبد (٣)

(٣٨) آسَ پياسي سيج - سو ڪيئن[3] وڃائيجي
هرهان مستڪ هوويءَ پاڳ - نه ساهين[3] پائيجي.

ڦهي، محلا پنجوان، سلوڪ (٢)

(٣٩) ڪبير جهنگ نه[4] جهنڪيئي - ٿمرو ڪهيو نه هوءِ
ڪرمَ ڪريہ[3] جو ڪر رهي - ميت نه ساڪيءَ ڪوءِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٣٢)

(٤٠) ماڻيءَ[5] جسو ڏر لڪيا - ميت نه سڪيءَ ڪوءِ
نازڪ جو لڪيا سو وُندا[6] - سو پوُڄهيءَ جسو نڏر[7] هوءِ.

سلوڪ، محلا ٿيجا، (٥)

---

١. واڇيو. ٢. ڏسيو يا پوڇيو. ٣. پرمانما. ٤. جڪر نه مار، پڪراس نه ڪر. ٥. مستڪ.
٦. ٿيندو. ٧. ڪرپا، مهر.

## (٨) نياءُ ڪاري ناراڻُ.

(١) ھر جل ٿل[1] مھيئل[2] پسرپوُر - دوُجا ناھن ڪوءِ
ھر آپ ڀهُ[3] ڪري نياءُ - ڪوُڙيار سڀ مار ڪڍوءِ
سچيارا ديسہ وڏائي - ھر ڌرم لنياءُ ڪبيئوءِ
سڀ ھر ڪي ڪرھ اُستت - جن غريب اناٿ راکہ ليئوءِ
جئڪار ڪيئو ڌرميا ڪا - پاپي ڪئُ ڏنڊ ديئوءِ.

[سري راڳہ، محلا چوٿان، وار، پؤڙي (١٦)]

(٢) نسانڪ جيئہ اُپائڪي - لکہ ناويءِ ڌرم ڀھاليا[4]
اوٿي سچو ھي سچ نبڙيءِ - ڇڻي وک ڪڍي جڄماليا[5]
ٿانءِ نہ پائن ڪوُڙيار - مُنھ ڪاليءِ دوزخ چاليا
تيري ناءِ رتي سي ڄڻي گئي[6] - ھار گئي سو ٺگڻ واليا
لکہ ناويءِ ڌرم ڀھاليا.

[راڳہ آسا، محلا پھلا، وار پؤڙي (٢)]

(٣) اُندر راجا تخت ھيءِ - آپي ڪري نياءُ
گور شبدي دَرُ جاڻيئي - سو اُندر محل اسراءُ[7]
کري پرک[8] خزانيءِ پائيئن - کوٽيا[9] ناھي ٿانءِ
سڀ سچو سچ ورتدا[10] - سدا سچ نياءُ
اُمرت ڪا رس[11] آئيا - من وسيا ناءُ.

[راڳہ مارُو، محلا تيجا، وار، پؤڙي (١٨)]

---

١. خشڪي. ٢. زمين ۽ آسمان. ٣. ويھي. ٤. ڌرم راجا کي اُستاھن ڪيو آھي. ٥. ڀاھي جيڻ. ٦. کٽي ويا. ٧. آسرو ۽ اُجھو. ٨. سچا انسان. ٩. ڪوڙا انسان. ١٠. ورتجي ٿو.
١١. سواد يا آنند.

سري جپ صاحب، محلا دوُجا، سلوڪ

(٤) چڱائيءَ ڀرائيءَ - واڇيو ڌرم[1] حضور
ڪرمي[2] اپنو آپڻي - ڪي نيڙي ڪي دور.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار، پؤڙي (٥)

(٥) سو ڌريو جو پاپ ڪماودا - ڌرمي[3] وڪيت[4]
تون سچا آپ نياءُ سچ - تان ڌريئو ڪيت.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٦)١٥

(٦) ڪوڙي ڪري لڏ آپ اُپائي - لڏ آپي ٻرکي اورک سبائي[4]
ڪسري پرک خزاني پائيئه - ڪوڙي پرم پسلاوٽيا.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٥)

(٧) پائي وکهه نياءُ - سچ ڪرڻي[5] ڪا
جيها ڪوڙي ڪري - تيها ڪوڙي پائي.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (٣) ١٣

(٨) ڪوٽ[6] نه ڪميو - پرب پرکڻ هارا
ڪوڙ ڪوٽ ڪماودڙي - جسمه[7] سنسارا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥١)

(٩) تهه ساچ نياءُ نبيرا - اوُها[8] سم[9] ٺاڪر سر چيرا[10]
انترجامي جاڻيو - ٻن ٻولڻ آپ پڇاڻيو.

راڳ سوهي، محلا تيجا، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهلا

(١٠) ٺانڪ بڌرا مال ڪا - پيتر[12] ڌريا آڻ
ڪوڙي ڪوري پرکين - صاحب ڪيو ديباڻ[13].

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (٦)

(١١) سب سچا حڪم ورتدا - گورمک سچ سماهه
سچا آپ تخت سچا - بهه سچا ڪري نياءُ.

راڳ مارو، محلا پهلا سولهو (٢)

(١٢) آپي سد ساڌڪ[14] وڇاري[15] - آپي راجن پنچا ڪاري[16]
تخت بهي عدلي[16] پرب آپي - پرم پيد پرُ جاڻي هسي
آپي قاضي آپي مُلا - آپ ابُل نه ڪبهوُ ڀُلا
آپي مهر دئيا پت داتا - نه ڪسيو ڪر ويرائي[17] هسي.

---

١. ڌرم راجا جي حضوري ۾. ٢. ڪرم ۽ ڪرتوت. ٣. ڌرمي پرش مرج ۾ رهڻ لاءِ. ٤. سيٺي. ٥. ڪرتار ڪرتار. ٦. ٻوهه ۽ پاپ. ٧. سنسار ۾ جمڻ ۽ مرڻ لاءِ. ٨. هڪ جهڙو يا برابر. ٩. راجا يا مالڪ. ١٠. نوڪر. ١١. گونربون. ١٢. اندر گهر ۾. ١٣. دربار ۾. ١٤. ساڌ نانون ڪرڻ وارو. ١٥. وچاروان. ١٦. انصاف ڪندڙ. ١٧. دشمن، ويري.

# ڪرمن جو ليکو ۽ قانون.

## نياءڪاري نارائڻ.

ڪرم جي قانون کي سمجهڻ کان اڳ، ڪرم جي معنيٰ سمجهڻ ضروري آهي. سماج جي لحاظ کان جڏهين ڪاما، وچن ۽ ڪرت ۾ ظاهر ٿي ٿئي، تڏهين اُن کي ڪرم ٿيو ڪوٺجي. سنساري ورهوار ۾ يا قاعدي جي نظر ۾ ڪاما، ويچار، نيت يا مطلب ڪي ڪا خاص اهميت ڪونه آهي. پر آتمڪ لحاظ کان، ڪاما، ڀاونا، اڇا، نيت، ويچار، وچن ۽ ڪرت اهي سڀ ڪرم آهن. اُشد ڪاما، ڀاونا، اڇا، نيت، ويچار اهي سڀ ڪرم جي قانون موجب پاپ آهن ۽ اُشد وچن ۽ ڪرت سڀ اپراڌ آهن. ساڳيءَ طرح شُڌ ڪاما، ڀاونا، اڇا، ويچار، نيت، وچن ۽ ڪرت اهي سڀ ٻج آهن. منش جي ڪرمن جو ليکو ۽ پونامل انهيءَ موجب ٿيي ٿو ۽ انهيءَ موجب ٿي حساب ملي ٿو. اهو آهي ڪرم جي قانون جو نيتڪ نيم ۽ نِسوُرو نياءُ.

مطلب تہ سماج نيت کي نظرانداز ڪري بہ ويهندي مگر ڪرم جو قانون ڀا وڌي، نيت کي بہ ڪرت جيترو وزن ٿي ڏئي. جيئن ٻج مان وڻ ٿو ٿئي ۽ وڻ مان ٻج ۽ ٻئي هڪ ٻئي ۾ وياپڪ آهن، ايئن ڪارڻ ۽ ڪرت هڪ ٻئي ۾ جُڙيل آهن. پوءِ ڪرم جو قانون هڪ کي ڇڏي ٻئي کي ڪيئن ڇڏي ڏيندو؟ اندرين نيت، اندرئين ليکاريءَ کان ڪيئن لڪل رهندي؟ اهو تہ سچو وقت ساڪ وٺو آهي. وٺو سڀ ڪجهہ جاچي، ڏسي ۽ وچور ونسي انهيءَ ڪري جو منش گندي نيت کي اوجل ڪرمن جا ڪوڙا ٿو پهرائي، سو شايد سماج کي ٺڳي بہ وڃي پر ساکياٽ سُيمر جي سامهون، هن جو پڙ پڌرو ٿي پئي ٿو. بدنيت سُڪرمن جا بہ سلا ساڙي ڇڏيندي. نيڪ نيت ٻيا ڪرمن جي ڪاٺ ڪَٽبي ڪانہ. هن حال جي حقيقت سُڃاڻڻ ئي سُمت آهي. گورو ارجن ديو فرمائين ٿا:

دِن رات ڪمائيڙو ــ سو آئيو مائي
جس پاس لڪائيدڙو ــ سو ويکيو سائي.

راڳ آسا، محلا
پڇوان، ڇند (١)١٣

ڪرم جي قانون جي سولي سمجهاڻي آهي "جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي." يعنيٰ جهڙو ڪرم تهڙو ڦل. جي ڪرم چڱو تہ ڦل بہ چڱو ۽ جي ڪرم برو تہ ڦل بہ برو. اهڙو ڦل نہ رڪجي سگهندو ۽ نہ مٽجي سگهندو. جهڙيءَ طرح ڇُٽل تير هٽي هدف ڪندو پر واپس نہ ورندو يا جيئن ڏڌو کير ٿڻين نہ پئجي سگهندو، ايئن ڪيل ڪرم جو جوڳيو نتيجو بدلجي يا ميٽجي نہ سگهندو. ڪيل ڪمائي ضرور ثابت پوندي ۽ نہ ڪمايل ڪمائي

ڪداچت ختم نه ٿيندي، چاهي انسان هزارين حيلا هلائي. سو آتما جي ڳچيءَ ۾ ڳٽ پيا ڳوٺا، اسان جي ڪرمن مُطابق ٻون ٿا جهڙي ميار، مالڪ مٿان نه، پر اسان مٿان آهي.

اهو ڪرم جو قانون پوري انصاف تي ٻڌل آهي. اٽلُ اٽل ۽ اٽڪجندڙ آهي. ڪابه دنيا جي هستي يا طاقت نه انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪري سگهي ٿي ۽ نه اُن جي ڪارروائيءَ کان ڀڄي سگهي ٿي. اهو قانون ساريءَ پرڪرتيءَ سان لاڳو آهي ۽ ڪنهن ڪري هر منش سان به لاڳو آهي. هن قانون کان اڻڄاڻائي يا غير واقفيت جو بهانو ڏئي، پاڻ کي ڀڄائي نه سگهبو. جو ٻوڪبو سو لڻبو. اُڪ مان اُنب ڪونه پيدا ٿيندا چاهي ٻوڪيندڙ راجا هجي توڙي رنڪ. اسانجا پاپ ۽ پن ئي دوزخ ۽ بهشت بڻائين ٿا. ڪيل ڪرم اسانجي قسمت جوڙين ٿا ۽ اُنهيءَ جڙيل قسمت جي قيد ۾ اچي اسين قابو ٿيون ٿا. صاحبن فرمائيو آهي:

(۱) ٻانڀي ويکهُ نياءُ - سچ ڪرسي ڪا
جيها ڪوئي ڪري - تيها ڪوئي پائي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿون، وار (۱۵)

(۲) سيد پڪارئي پُنِ پاپ - سرگ نرڪ ڪا بيڄُ
جو بيجي سو اُڳري - ڪاندا جاڻسي جيئُ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿون، وار (۱۶)، سلوڪ محلا پهلا

منش جي ڪرمن جا سنسڪار ۽ واسنائون وري جيو آتما تي ٻون ٿيون. اِها سوکيم ڳنڍڙي پاڻ سان کڻي، سرير ڇڏي ٿي ۽ انهيءَ مطابق ٻئي سرير ۾ پرگهٽ ٿئي ٿي، جتي انهيءَ بقايا يا شروعات سان نئون ليکو لکجي ٿو. وري نئين ليکي جو پورائيل سرير ڇڏڻ وقت بقايا ٿئي، آتما سان گڏيجي هلي ٿو ۽ آتما جي ٻئي سرير ۾ نئين ليکي جي شروعات بڻجي ٿو. اهڙيءَ طرح سان جيو آتما سرير پٺيءَ بدلائي ٿي ۽ ڪرمن جو ليکو دائما ساڻس گڏ هلندو پيو اچي. ڪيترو دائما ڪنهن جو ڳاڻاٽو ڪونهي جيئن پرڪرتيءَ جي عمر جو انت ڪونهي. ڇٽي سگهجي ٿو ته سج، چنڊ، تارن، جبلن، سمنڊن ۽ ڌرتيءَ جي عمر ڪيتري آهي؟ اهڙيءَ طرح آتما جي سريرن بدلائڻ جو ۽ اُن جي ڪرمن جي سلسلي جو انت ئي ڪونهي. اڪالي ڪالُ آهي. پر اِها گردش آخرين تڏهين ختم ٿيندي جڏهين آتما ڀوُساگر پار ڪري. پرم آتما ۾ پوري جذب ٿي ويندي. تڏهين جنم مرڻ جو آواگون به پورو ٿيندو.

ڏسبو ته منش کي ماءُ پيءُ جي سنجوڳ مان رڳو سرير جو ورثو ملي ٿو. باقي ڪهڙي جيو آتما اچي اُن سرير ۾ واسو ڪري ٿي، اهو ورثو آتما جي پنهنجي مان ملي ٿو. اهو پنهنجي آهي پورب جنم جي سنسڪارن ۽ واسنائن جي سوکيم ڳنڍڙي. انهيءَ ورثي مطابق، منش چڱو يا سٺو ٿي جنم وٺي ٿو ۽ دکي يا سکي حالتن ۾ پيدا ٿئي ٿو ۽ پاڻ کي پرماتما جي ويجهو يا پري سمجهي ٿو. اهو سبب آهي جو ڪي جنم کان سکي يا دکي آهن. ريس

ڪرڻ يا ايرڪا ڏارڻ اُجائي آهي جو ته جنم جي حالت بدلائڻ انسان جي وَس کان ٻاهر آهي ۽ اِن ڏس ۾ هرڪا ڪوشش يا چنتا، فقط من کي اُشانت ڪندي ۽ دک وڌائيندي. باقي ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي آليندي جي اوني ۽ اوسيڙي ۾. گورو نانڪ ديو جن فرمايو آهي.

دَديءِ دوش نه ديئو ڪسيءِ - دوش ڪرما آپڻا   راڳ آسا، محلا پهريون،
جو ميءِ ڪيا سو ميءِ پايا - دوش نه ديجيءِ اور جنا.   پٽي ليکي (٢١)

اِنسان جيڪڏهين اِهو سدائين سچيءِ دل سان گرهڻ ڪري ته سنساري سمبنڌ سڀ سنجوڳي ميلا آهن، پورب جنمن جا ليڻي ديڻي جا حساب آهن، ۽ ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو اُٽل آهي، ته ڇو هوءَ ڪونه سنساري سمبنڌين سان وهنوار، فرض اُدائيءَ جي خيال کان ۽ نه موهه جي ممتا سان رکي، ۽ ڪيل ڪرمن جو ڦل سٺ ڪري سٺيڪار ڪري؟ پوءِ نه هوءَ اِند رهي لما جنهن مان ڪيڏا نه ماڻهو تا مچن، ۽ نه رهي ويس جا خامخواه وهاوُ ر ٿي وڃائي. جڏهين اِنسان پاڻ ڪچ ڪين آهي ۽ ناسوانت آهي، ته سنسار ۾ پيو ڪچ سمدس ڪيئن ٿي سگهندو؟ اِنهيءَ لحاظ کان سنسار ٿي سپنو آهي. جنهن سان اُجايو نينهن لڳائي، اِنسان پنهن جا پيو ٿو ڪرم ٿاهي ۽ ڪرمن ڌاڳن جنم مرڻ جو چڪر وڌو ۽ ويڪرو ڪري. اِهو اسرار به ڪي سمجهوءَ سمجهن. عام طور ته هرڪو پنهنجن ڪي ٻاڻو ۽ پرائن کي پنهنجو سمجهي ويٺو آهي. حقيقت ۾ رڳو پرماتما ٿي پنهنجو آهي ۽ جنهن کي پاڻٺو آهي. باقي پيو ڪو به ڪنهنجو ڪونه آهي ۽ ڪونه ٿي رهندو.

ڪرم ٽئن حصن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. پهريون پورب جنم يا جنمن جا ڪرم، ٻيو هن جنم جا ڪيل ڪرم، ٽيون اُهي ڪرم جي جاڻ هن وقت ڏيڻ وارا آهن ۽ چوٿون اُهي ڪرم جي هن وقت کان پوءِ اُچا به ڪرڻا آهن.

پورب جنم جا ڪرم ۽ هن جنم جا ڪيل ڪرم، ٿن کان منش جو قبضو نڪري چڪو. اُهي ڪرم گويا ڇوڙيل تير وانگر آهن جو واپس نه وريندو ۽ هٽي هند ڪندو. اُنهن ڪرمن جو جوڳو نتيجو اُوس نڪرڻو آهي جنهن جي پرياءَ کان، منش ڪنهن به حالت ۾ پاڻ کي بچائي ڪونه سگهندو. اِهو ضروري نه آهي ته ڪرم جو نتيجو اُنهيءَ دم ترت ٿي ظاهر ٿئي. ڪچ وقت لاءِ ڪرم اُنتهڪرڻ ۾ گڏ ٿيندا ويندا آهن جن گڏيل ڪرمن کي سنچيت ڪرم چئبو آهي. جڏهين پوري وقت تي اُنهن ڪرمن جو نتيجو ظاهر ٿو ٿئي تنهن کي پرالبڌ ٿو چئجي. پرالبڌ جو اُثر ٻن قسمن جو آهي. هڪ اُٽل پيو متجبدڙ. ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو اُٽل آهي. باقي جيڪو ڪيل ڪرمن جو عادتن جي صورت ۾ چرپر تي پرياءُ ٿو پئي سو بدلائي يا مٽائي سگهجي ٿو، پنهن جي اُپساهه، اِڇا شڪتيءَ ۽ اُدم سان. پرا

سنڪلپ، خصلتون ۽ عادتون بدلائيون ته اُن پٺاندڙ ٿيندڙ ڪرم، اوس سٺا ۽ سچا ٿيندا.

ڪئين منش ڀاڳ جي آڙ هيٺ، آلس ۽ نراسائيءَ ۾ اچي، چوندا آهن ته لالاٽ جو ليک اٽل آهي. پرارٻڌ پرٻل آهي ۽ تقدير ۾ تبديلي آڻڻ ناممڪن آهي. سک سائينءَ جي ڏنل ڏات آهي ۽ ڏک سائينءَ جو سراپ آهي. انهيءَ مقدر جو مقابلو يا مخالفت ڪيئن ٿي سگهندي؟ هيءَ دليلبازي سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي. هڪ پاسي اها حقيقت آهي ته ڪيل ڪرمن جا نتيجا ظاهر ٿيڻا آهن ۽ بدلجي نه سگهندا ته ٻئي پاسي اها به حقيقت آهي ته اڳيان ٿيندڙ ڪرمن تي منش جو پورن اڌڪار آهي. انهيءَ لحاظ کان پرارٻڌ ۽ پرشارٿ گڏوگڏ ڪم ڪري سگهن ٿا ڇو ته اڳيان ٿيندڙ ڪرم پنهنجي پرشارٿ هٿ وس آهن. پرشارٿ مان ئي پرارٻڌ ٺهي ٿي. پرارٻڌ جي پرڻام هوندي به، آئيندي جي آزادي انسان سان آهي.

مثلاً تيرانداز ڇٽيل تيرن جي روانگي بدلائي نه ٿو سگهي پر جو تير اڳيان تير ڪمان تي آهي ۽ اهي تير جي اڳيان ترڪش ميان ۾ رکيل آهن، تن جي لڪش ۽ طرف لاءِ کيس پورن اڌڪار آهي. جيئن وڻيس تيئن هلائي سگهي ٿو ۽ جيڏانهن وڻيس تيڏانهن هلائي سگهي ٿو. زمين جي ماپ ۽ جنس يا پاڻيءَ، هوا ۽ اس جو اندازو، ڪڙمي نه به بدلائي سگهي، پر ٻج، پاڻ ۽ پنهنجي هنر ۽ محنت لاءِ ته هن جو پورو اڌڪار آهي، جنهن جي مدد سان هو کيتيءَ جو مڪمل فائدو وٺي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري منش کي جڳائي ته همت نه هاري ۽ نراشاوادي بڻجي، اِڇا شڪتيءَ جي پرٻل هٿيار کي هٿان نه ڇڏي، ته اوس سندو نتيجو ٺروار ٿيندو.

هاڻي اهو پرسن ٿيو ته نه سک ڏات آهي ۽ نه ڏک سراپ آهي. ٻئي پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل آهن جنهن لاءِ ڪو ٻياڪڙ جوابدار نه آهي. پر روحاني راهه ۾ ڏک، وڌيڪ مددگار ٿي سگهي ٿو ۽ سک وڏي رنڊڪ بڻجي سگهي ٿو. سکي منش شايد سک جي نشي ۾ پرارٻڌ جي مليل ٻوڙڻ، ڀوڳ ولاس ۾ وڃائي وهي ۽ ايندڙ ۽ اڳيان ٿيندڙ پرارٻڌ کي ڏکي بڻائي. پر ڏکي منش شايد پرارٻڌ جو اڳرو نتيجو سمجهي سٺ ڪري ڀوڳي ۽ نوان ڪرم اهڙي قسم جا ڪري جو آئيندي واري پرارٻڌ سڌاري سگهي. قدرت جو به اهو قانون آهي ته سکن پنيان ڏک ۽ ڏکن پنيان سک ايندا آهن. تڏهين چوندا آهن ته ڏک سک جـبي سؤهڻ آهن. پرشارٿ پرارٻڌ کان وڌيڪ پرٻل آهي. مطلب ته پرارٻڌ پرشارٿ سان مزاڪ ڪري ڇڪي ماضيءَ ۾. هاڻي حال ۾ پرشارٿ پرارٻڌ سان کيل کيلي سگهي ٿو. سو اسين پاڻ پنهنجي پرارٻڌ بڻايون يا بگاڙيون ٿا ڇو ته جهڙو پرشارٿ تهڙي پرارٻڌ پاڻ بڻائي ته پرارٻڌ پاڻهي نه بڻجي پوي.

ڪڪرم پرالبڌ بگاڙين ٿا ۽ سڪرم پرالبڌ سنوارين ٿا پر آواڳون جو چڪر تہ پوءِ بہ چالو رهي ٿو ۽ جيون ياترا جي آخرين منزل تہ اڃا پوئتي پئجي ٿي وڃي. اُنهيءَ لاءِ اهو تمام ضروري آهي تہ خود ڪرمن جو سلسلو ختم ٿئي.

ڏيو ڳن ڪها جڳت گووا - جنم ڪرم نہ ناسي — واڳ بلاول، ڀڳت
سنگهہ سرن ڪت جائيئي - جنم جنمڪ ڳراسي. — سڌ نو، شبد (١)

سڌ لو صاحب پرماتما کي للڪاري ٿو چئي تہ هي جڳت جا مالڪ جيڪڏهين ڪرم ناس ٿي نہ سگهندا ۽ ڪرم روڳي گدڙ ٿي مونکي ڳرڪائي ڇڏيندو تہ پوءِ تنهن جو ڳڻ کهڙو ليکبو ۽ پوءِ شيهن جي شرن ڇالاءِ وٺان؟ اها آهي سنتن جي پدوي جو پرماتما سان سينو سهائي سوال جوابي ڪن ٿا! پر سڌني ڀڳت جي سوال ۾ ئي جواب جُڙيل آهي ۽ اهو جواب آهي اُميد پريو ۽ خاطر خواهہ تہ ڪرمن جو سلسلو يا آواڳون جو چڪر ناس ٿي سگهي ٿو پنهن جي اِڇا شڪتيءَ ۽ مالڪ جي مهر سان.

پرشارٿ جا چار آهن پراشچت، پڇتاءُ، پيارُ ۽ پرارٿنا. پراشچت آهي پرالبڌ کي سمجهي ڪري مڃڻ، نہ رنج سان پر خوشيءَ سان. اهو آهي شڌ شڪر. آخر تہ پرالبڌ پنهن جي ئي ڪيل ڪرمن جو نتيجو آهي. ڇاڪاڻ تہ اهو نتيجو ڌرم ۽ نياءَ جي تارازيءَ ۾ تُريل آهي تنهن ڪري مستڪ جو ليکہ ۽ ڀڳوان جو ڀاڻو آهي. ڀاڻي اڳيان سر جهڪائبو ۽ وردان ڪري مڃبو. اي بندا، تون پنهن جي جيون ۾ اُنڌيءَ اُڌيش ني آخ تہ ڏس تہ دکہ ۽ اَشانتي جو اُٿر جي مڃجي نہ ٿو تہ گهٽجي ڪيڏو نہ ٿو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهين پرالبڌ جو ڏنگ ڪيئي ڇڏين تہ جيڪڏهن لاءِ پرالبڌ ٿي مڃجي نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ بدلجي، سنهائيندڙ ٿي وڃي. پشچاتاپ من کي ماندو ٿو ڪري ۽ سڀڪا ۾ سيانت ٿو وجهي. اهائي پرالبڌ جي سزا آهي، جنهن ڪاٽڻي ٿي پاڪا، پڇتاءُ پرگهٽ ٿئي ٿو.

پڇتاءُ اهو نہ چئبو جو ڪيل ڪرمن لئي پڇتاءُ ڪري، معافي وٺي ۽ وري ساڳيو ڏوڙ چالو رکجي. پڇتاءُ آهي پرالبڌ مان سبق پرائي، سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ اوچائيءَ سان آدم ڪري، پنهنجو آئيندو سڌارڻ. اي بندا، جي تو آزمودن ۽ تجربن مان نہ پرايو تہ پوءِ تو ۾ ۽ حيوانن ۾ ڪهڙو فرق؟ پراشچت ۽ پڇتاءُ جي پُونجي آهي تنهن جي سچي سمجهتي تنهن کي تہ سچائيءَ ۽ سهپتائيءَ سان سهڻ تہ ڪاٺيا پلٽجي، جيون بدلجي ۽ آتم ڌارا مان پيار جي نهر جڙي.

جو منش پوُرن پراشچت ۽ سچو پڇتاءُ ڪري ٿو تنهن جو من نِپورنا ۽ پريم سان ڀرو ٿي، وشال ۽ وشيش بڻجي ٿو. هو ايڪتا مان انيڪتا ۽ انيڪتا ۾ ايڪتا ڏسي ٿو. هو

سڀ ۾ صاحبُ ڏسي ٿو ۽ سڀُ صاحبَ ۾ ڏسي ٿو. پوءِ ڇو ڪنهن سان ٻيائي يا ٻه اڪيائي ڪري؟ سڀني سان پريت، پريم ۽ پيار- اَلي پيار، بيحد پيار ۽ اڻٽڪت پيار. پيو ڏئي ۽ وٺڻ جي وات ئي نه ٿو واري. اهائي آهي پرارٿنا.

پرارٿنا جي معنيٰ اها نه آهي ته ڪي جنتر، منتر، لفظ ياد ڪري روز مرهه پڙهجن ۽ مالڪ جي مدد ٻڌائي ۾ پنهن جي روزاني يادداشت موڪلجي ته منهن جو اُڇا هيئن يا هوُئن واڌارو ٿئي، منهن جي پرِوار جو هيئن يا هوُئن ڀلو ٿئي ۽ ٻين جو هيئن يا هوُئن برو ٿئي. اِلين جي پرارٿنائون پوريون ٿين ته هوُند هر ڪو انسان، ساري سنسار جي سمپتي ماڻي وٺ ميسر ڪري ۽ ٻين جو جهڳو جهڻ ڪري ڇڏي. پوءِ ته هوُند دک جي نوراڻي حاصل ڪونه ٿئي ڇو ته جن جو جهڳو جهڻ ٿيو، سي به ته مانت ڪري ڪونه وهندا ۽ پوءِ انهن لاءِ به ته ساڳيءَ پرارٿنا جو در کليل آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪٿي رهيو پرماتما ۽ ڪيڏانهن ويو پرالبڌ؟ ڪرم جو قانوُن ئي ڪاٿا ٿي ويو! پرارٿنا آهي سرناگتي. سڌني ڀڳت ۽ پرماتما جي ڀاڪنڊي. پرنام ۽ پرارٿنا جي سڌ ڪانه ڪئي آهي پر شڪتين جي شرن سئيڪار ڪئي آهي. سرناگتي سچي اُها ليکبي جتي شرن وٺندڙ پنهن جو اُهم پاڻ صفا مٽائي، ڪنهن ۽ ڀاڳي اڙي پڙ پوڇن ڪان سواءِ، سنسار جا سڀ سهارا ڦٽا ڪري، پرماتما جو ۽ پرماتما ۾ اُجهو ولي ٿو. اهڙي شرن وٺندڙ جو ڪارڻ ۽ ڪارج، ڀوڳتا ۽ ڪرتا سڀ ڪرتار آهي. انهيءَ اسٿتيءَ ۾ نه رهيا ڪرم ۽ نه رهي پرالبڌ. ٻئي ٻڌ ٿي، ساڃهن جي سڪ ۾ سمائجي وڃن ٿا.

هاڻي باقي بچي مالڪ جي مهر جا سوُرج جي روشنائيءَ يا گرميءَ وانگر، سڀني مٿان ساڳي آهي، چاهي هوُ گنهگار هجي يا نردوش. اگرچ گرمي يا روشنائي سڀ لاءِ ساڳي آهي پر هر ڪو پنهن جي نموُني استعمال ڪري ٿو. ڪو آلي مٽيءَ کي سُڪائي ٺوس ڪري ته ڪو ميڻ کي رجائي نرم ڪري. مالڪ جي مهر جوُن نشانيوُن، پرالبڌ ۽ ڪرمن جي قانوُن ۾ ئي ميسر آهن ۽ جي به سڀ لاءِ ساڳيوُن آهن. پهريون پروپ جنم ۽ جنمن جي ڪيل ڪرمن ۽ سنبڌن جي وسر. جيڪڏهن انهن سموُرن ڪرمن ۽ سنبڌن جي لوڪي، مڪمل يادگيري هجي ته اي ٻڌا، لوُن هوُند هن جيوُن جي حالت جو اندازو ۽ اظهار ڪري سگهن؟ ڪنهن جو هيانءُ ئي هوُند ڦاٽي پوي. اهي سڀ يادگيريوُن هوند لوڪي پاڳل يا اڌ وياڪل ڪري ڇڏين. ٻيو آهي پرالبڌ جي نتيجي سان نصيحت. اهي نصيحتون اَنيڪ روپن ۾ ٿيوُن اچن. ڪڏهين اهڃاڻ، ڪڏهين ووڙڪ جو ڦيٽ، ڪڏهين سپنو، ڪڏهين ٻين جو آزمودو، ڪڏهين ٻئي جو تجربو ته ڪڏهين اڻ غيبي اوچتو اشارو. ٿيون آهي اندر جا اتساهه، اُمنگ ۽ اِڇا شڪتيوُن جي ڦر ڦر ڏيئي آئيندي جي پرالبڌ سڌارڻ لاءِ ٿيون همت ڦوُڪين. پوءِ اي ٻڌا، جي انهن اشارن کي ڏنو اڻ ڏنو ڪندين ۽ انهن نصيحتن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪندين، ته پاڻ کي ڏوهه ڏيڻ ٻڌوان، ٻين

سان ريس ۽ ابرڪا چوڻو ڪرين ۽ پرماتما جي نياءَ ۽ مهر مان ڇوٿو ويڪڙن ڪنديءَ. وشواس گهاٽي ٿين؟ پنهنجي سواد ڀيتا سمجهي پاڻ ساڃاهڪ ۽ سنوارڻ ۾ ٿي رب جي رحمت جسي رمز وڪيل آهي.

جيون پاڙا جو مارڪ صاف ۽ سڌو آهي ۽ سهڻي لاءِ ڪاپل آهي. اُني ڪا پاسخاطري، پاس يا پرمت ڪونه آهي. "همتي مردا مددي خدا." پنهن جي همت ڏيکار، پنهن جا امنگ ۽ اڇا شڪتيون، اُتساهه، ايمانداري ۽ اُوچائيءَ سان استعمال ڪر، مالڪ جي مهر جي پورين نشانين جي پوري قدرشناسي ۽ ڀڄاوري ڪر، نه ڏس نه پوءِ ڪيئن نه مالڪ جي مهر جو مينهن ۽ اُمرت ڌارا جو جهرنو تو تي ورڪا ئو ڪري ۽ اُنهيءَ وهڪ ۾ تنهن جا ڪرم ۽ پرالبڌ پڻ وهائي ئو ڇڏي. اِها آهي جيون مڪتيءَ جي ڌارا جنهن جو اُڪري اظهار نه پر رڳو اُنيڙو ٿي ئو سگهي. جي سودي جو سامان ساڻ آهي ۽ سودي ڪرڻ جي ساڃهه ۽ صنعت آهي ته پوءِ پڪ پارهن پڪ ٿيندا.

جنهن پرالبڌ جي اُهڃاڻ ۽ اِشارن جو اُحساس ڪيو آهي ۽ پنهنجي اُدم سان آئيندي جي پرالبڌ سنواري آهي، اُنهيءَ جو لوڪ پرلوڪ سهيلو ٿئي ٿو. هوُ آڳينءَ پرالبڌ جو اُثر سمت ڪري، شانتيءَ سان پورو ٿو ۽ ايندڙ پرالبڌ جي لمبي لي لري، پوساگر پار ڪري ٿو. مالڪ جي مهر وسي ته ڪرم ۽ جوڙيون پڻ سڙن دلياه ٿي وڃن. سو نه ڪرم جي قانون ۾ ڪا ڪاٽ آهي ۽ نه ايشور جي انصاف ۾ اوٽائي آهي. ڪاٽ آهي پنهنجن ڪرمن ۾. جي ڪرم آهن ڪچا ۽ ڪڏا ته دک ۽ جنم مرڻ جو چڪر چالو رهندو، پر جي ڪرم آهن سچا ۽ سرلشت ته اُليمڪ آنند پراپت ٿيندو ۽ آخر مڪتيءَ جي مراد پوري ٿيندي. پراڻي وٽ پهچيءَ پنڌن جا پورا ڦتا ڪري، پاڻ هلڪو ڪري، سڪرم جي واٽ وٺي ڏس ته اڳتي ڪيئن نه سفر سهنجو ۽ سڦالو ٿي ٿو پئي.

اي پندا، اِها اُنهي ڪرمن جي قانون ۽ ايشور جي انصاف جسي سچي ۽ صحيح سمجهاڻي. باقاعدي يا بي قاعدي هنڌ، آلس ۽ اُڌ پيتا ۾ اُجهامڻ يا ستنترتا ۽ سواد پيتا ۾ اُسرڻ، هاڻي همت وس لنهنجي آهي. جا وٺئي سا واٽ وٺ. واٽ وٺڻ جي آزادي اٿئي پر واٽ جي واڳ ورائي ڪونه سگهندين. جهڙي واٽ تهڙي لاٽ. پوءِ قصور ڪيجاءِ ڪرمن مان ۽ نه قسمت مان. ڪرم آهن پنڌن. جيڪڙي ته جند ڪونه ڇڏين پر جنم جنم جو ساٿي بڻجن. جيئن هوا ماحول جي اُثر هيٺ اُڇي ٿي ليئن آتما جيون جي اُثر هيٺ اڇي ٿي. جيون جا ڪرم، سڪلپ ۽ سنسڪارن جي صورت وٺي، آتما کي جدا جدا جوڙين ۾ ڀٽڪائين ٿا. لون به ڪيل ڪرمن جي پرالبڌ پاڻ سان ڪٽي آيو آهين. جي اهو ڪرمن جو ليکو ڪنڊو آهي ۽ نه وڌيلنڊو آهي ته قدم قدم لي پاڻ سنڀال. پڌيءَ جي پل سان وويڪ جو وڪاس ڪر ته آتما جو پرڪاش نڪري، راهه روشن ٿئي ۽ جيون سڦل ٿئي.

جي پرالبڌ ڪٿي ڪا ناڪامياٻي يا بدنصيبي ۽ ڏکاري ته رب جي رضا تي راضي
رهو. خفت ۽ خفقان، موڳائي ۽ مايوسي، بي آرامي ۽ بدگماني، ڪو مصيبت مٽائي
سگهندا ڇا؟ ڏک ۽ ڏاڍار جي ڏاتا آهن. پر رب جمع جون پرڪشائون آهن. مصيبتن کي
منهن ڏيو، سک ۽ صدق سان، سنتوش ۽ شڪر سان، ڌيرج ۽ دليريءَ سان. گذريل جو
پراشچت ڪر ۽ آئينده لاءِ پڇتاءُ ڪر. سڀني مان سبق سک، نيت نيڪ رک، ويچارنا
جي واڳ جهل، من کي موڙ ته ڪاماڌڪ ڪکر هٽجي وڃن، دينتا دور ٿي وڃن، ٽٽي
گڏ تاثير ڇڏي وڃن، خوشحالي، اڇا شڪتي ۽ شڪتيشالي برقرار ٿئي، ڪرم نشڪام
ٿين، سوارٿ سميٽجي وڃي، اميدون، ارواح ۽ آسرا آڏامي وڃن، ڪرم اڪرم هڪ ٿي
وڃن، پيار پلئو ڪاٿي چوطرف تارا ڪري وهي ۽ ورسائي، سائينءَ جي شرن وٺجي، پرماتما
جي پناهه ملي، ڪرم ڪٽجن، پرالبڌ پوري ٿئي، دک جو داستان مٽجي ۽ جوڻين جو خاتمو
ٿئي. اهو آهي پرماتما جي پٽلين جو ناچ جي پيچ ۽ پڄڻ ٿيون جو ته ليم ۽ نياءَ جون ــ
پابند ٿي رهڻ ٿيون.



## (٩) سُمت ۽ مَتُل مِتّائِڻ.

(١) دُنيا دُرمت دوُرڪر - گُور شيوا ڪر نِمت
رام ولن من تن ۾ - تج ڪام ڪرودَ لوڀ ميت
مرڪ مِتّيُ جيؤن مليُ - بسهه سنگل ڪليش
آپُ تجهه گوبند ڀجه - ڀاؤ ڀگت پرويش
لاڀُ مليُ نسوُٽا هَوَيُ - هو درگهه پتوانت.
رام نام ڏَن سدڀوڳي - ساچ شاهه ڀگونت
اوُنت بتنت هر ڀجهه - ساڌوُ سنگ ڀرين
نانڪ دُرمت ڇُٽ گئي - پار برهم ۾ سي چيت.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿتي (٧)]

(٢) دکہ سک بياري تُدّ ڏيائي - ابهه سمت گورو لي پائي
نانڪ ڪي ڏر لون هيُ لاڪر - هر رنگ پاو پريان جيءُ.

(٣) سا بُڌ ڏيجيُ جِت وسر ناهي - سا مت ڏيجيُ جت تُد ڏيائي
ساس ساس ليوي گُن گاوان - اوُٽ نانڪ گور چرنا جيءُ.

(۴) هؤميُ ممتا دُرمت دکہ ناسُ - جب هرديُ رام نام گڻ تاسُ
گوُرمکہ بُڌ پرگٽي پربُ جاس - جب هرديُ روِيا چرڻ نواسُ.

(٥) پربُ ڪي سمرن - من ڪي مَلُ جاءِ
اَمرت نام - رِدُ ماهه سماءِ.

(٦) اَنمن مدوُٽا سُن سمانا - دبِدا دُرمت ڀاگي
ڪهه ڪبير اَنڀؤ اِڪ ديکيا - رام نام لوَلاگي.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٩)

(١٢)

راڳ گوڙي، محلا ليها، اشٽپدي (٧) ٧

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١ (۴)

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۴٦)

---

١. دنيت پاؤ، بيائي. ٢. پرماتما. ٣. ڇڏي ڏي، ناس ڪر. ۴. سيبيئي. ٥. ڏکہ سوُر.
٦. آهم ڀاؤ. ٧. پريم. ٨. چوڌاري وَرتاءُ. ٩. فائدو. ١٠. نقصان. ١١. ڪندو ڪرائو. ١٢. آسرو.
١٣. سمجهه. ١۴. گوروءَ معرفت. ١٥. ظاهر ٿي. ١٦. دنيا کان اُلٽو. ١٧. پرماتما جو ساکيات درشن.

(٧٢)

(٧) جب بُڌ[1] هوتي تب بَل[2] ڪتسا - اَب بڌ[1] بَل[3] نہ ڪتائي[3]
ڪهہ ڪبير بُڌ[1] هَرِ[5] لئي ميري - بڌ[1] بدلي سڌ ڀائي.

(٨) سڪي سهري سنگ ڪي - سُمت دوڙاوہ[6]
شيوهہ ساڌوُ ڀاوَ[7] ڪر - تہ نِڌِ[8] هر[5] ڀاوہ.
راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٧)

(٩) سچ تان پر[5] جاڻيئي - جان رديَ سچا هوء
ڪوڙ ڪي مل اُتري - تن ڪري تَڇا[9] دوء.
راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٠)

(١٠) نا ڪاشي مت اُپجي[10] - نا ڪاشي مت جاء
ستگوُر ملئيَ مت اُپجي[10] - تان اِهہ سوجهي[3] پاء.
راڳ گوجري، محلا تيجا، شبد (٦)

(١١) ڏاوڻ[11] ڏاوت سڀ جگ ڏائيو - اَب آئي هر[5] ڏ تاري
ڏُرمت ميٽ بُڌ[3] پرگاسي - جن نانڪ گوُرمک تاري.
راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢)

(١٢) آويءَ صاحب[5] چت - تيريا ڀگتا ڏِٺيا
من ڪي ڪٽيئي مَل - ساڌ سنگہ وُٺيا[12].
راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (٩)

(١٣) پگ[13] ڏوُڙ ڀانڇہ[14] سدا جاچہ - نام رس بيراگيي
پرڀ[5] رنگہ رالي سهج[15] مالي[16] - مها دُرمت تياگيي.
راڳ ڀهاڳڙا، محلا پنجوان، چنت (١)٤

(١٤) گور ساکي[17] اَنتر جاڳي - تان چنچل مت تياڳي
گور ساکي ڪا اُجيئارا[18] - تان مٽيا سگل اَنڌيارا.
راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١٢)

(١٥) گوُرمک پرگاس[18] پئيا سانت آئي[19] - دُرمت بُڌ نِواري
آتم برهم[5] چين[20] سک پائيا - ست سنگت پُرک[5] تماري[5].
راڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١٦) جب هي سون ساڌ ڪي آئيو - ڏُرمت سگل بناسي
تب نانڪ چيتيو چنتا[5] من[21] - ڪاٽي جم ڪي ڦاسي.
راڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٧)

---

١. سمساري عقل. ٢. رُوحاني طاقت. ٣. رُوحاني سمجهہ. ٤. ملي نہ. ٥. پرماتما. ٦. گرهڻ ڪريو. ٧. پريم. ٨. خزانو. ٩. صفا. ١٠. اُٿهن ٿئي ٿي. ١١. پتڪي. ١٢. گذارڻ سان. ١٣. چرن. ١٤. چاهيان ٿي. ١٥. گيان. ١٦. مگن، مست. ١٧. سکيا. ١٨. روشنائي. ١٩. گورو ءِ معرفت. ٢٠. سچائي سکهجي. ٢١. ڏ ٻانيو.

(١٧) جل مل کاٺيا ماڇيءَ[2] پاڻي – ٻي مٿلا[1] تن هوءِ
گيان مها رس نائيءَ[3] پاڻي – من تن نرمل هوءِ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٤

(١٨) پياري ان ٻڌ ملڻ نه جائي – ٻيءَ ڪيئي ڪرم اَنيڪا[4]
هار ٻڙار سوامي[5] ڪيءِ دئاري – دڄيءِ ٻُڌ بِبيڪا[6].

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)

(١٩) چوري[7] ليءِ سمت ڪهان لي پائي – جائي پرم ڪي ليڪ مٽائي
شُرس[8] ڪبيري جانيا – ميرو گور پرساد[9] من مانيا.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(٢٠) هم بارڪ ڪڇوُ نه جانهه گت مِت تيري – مورک مُگڌ[10] اِيانا
هر ڪرپا ڌار ڏيجيءِ مت اُتم – ڪر ليجيءِ مگڌ سيانا.

راڳ جئتسري، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٢١) گور دئاريءِ هوءِ – سوجهي پائسي
ايت دئاريءِ ڌوءِ – هڇا هونسي.

راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٦)

(٢٢) نرمل جل ناتي مٿل گوائي – ٻئي پوِتُر[11] سريرا
درمت مٿل گئي پرم پاڪا – هوُ ميءِ ٻنٽي[12] پيڙا.

راڳ سوهي، محلا چوٿان، ڇنت (٢)٣

(٢٣) ميت سُمت ليريءِ وس سوامي[5] – هر جنت[13] اوُن پُرک جنتئي[14]
جن نانڪ کي پرڀ ڪرلي سوامي[5] – جنُ پاويءِ لئہ بلتنئي[15].

راڳ بلاول، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٢٤) درشت[9] ڌاري من پياري – مها درمت ناسي
ٻدونت[16] نانڪ ٻئي نرمل – پُرڀ[5] ملي اَبناسي.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، ڇنت (٣)٢

(٢٥) چوڏ سيانپ چاتُري[17] – درمت ٻُڌ ليا گو رام
نانڪ ٻئہ سرڻائي رام راءِ[5] – ٿِر[18] هوءِ سوهاگو رام.

٤(١)

(٢٦) جئہ ٻهستر ڌاڻ[20] شڌ هوءِ – لئہ هرڪا[19] پڙ درمت مٿل گواءِ
نانڪ لي جن[21] سر هٺي – جي راسي هر[5] رنگ لاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (٨)

---

١. سرٻڙ. ٢. ڌونبو. ٣. اشنان ڪبو. ٤. ڪئين. ٥. پرماتما. ٦. وويڪي. ٧. اي سکي. ٨. رام نام جو رس. ٩. ڪرپا. ١٠. چرٻٽ. ١١. پوتر. ١٢. ناس ٿي وئي. ١٣. ساز. ١٤. وڄانيدڙ. ١٥. ڳالهيون ٿا. ١٦. ويٺي ڪن ٿا. ١٧. چترائي. ١٨. قائم. ١٩. اگني، باهه. ٢٠. ڌاتو. ٢١. انسان.

(٢٧) سدجوگي[1] ڏنُ[2] پو[3] ميلا هووي – گورمت وچهه ڏرمت کووي
رنگ سَنُ لعن وليئا[4] ماڻي – اَڻي[3] ڪنس پياري جيئُ.

راڳ مارو، محلا ٻيجا اشٽپدي (٣) ١

(٢٨) سدس ڪرپا تسي هردئي واسي – دوُجا ڀاؤ متاوُنا[5]
يڪس دنيا لي ٻُد پرگاسي – ڏرمت دوُکم لجاوُنا[5].

راڳ مارو، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)

(٢٩) ڪائيا ڪُسُد[6] هوُمي مل لائي – جي سَنُ ڏووڻ تان مئل نه جائي
شبد ڏوپي تان هچي هووي – ڦر مئلي موُل نه هوئي هي.

راڳ مارو، محلا ٻيجا، سولهو (١٠) ٢

(٣٠) اَجامل پِدگلا[7] ليت[8] ڪنچر – گئي هَر[3] کي پاس
اَنسي ڏرمت اِستري[9] – توُن ڪئُ نه لرهي روداس.

راڳ ڪيدارا، يڪس روداس، شبد (١).

(٣١) جو پرٿي[3] ڪِهنو سزيل مانيو – اُهه شمس ساڏوُ لي پائي
سپ مهه ورِرهيا پرٿي[3] ايڪي – پيکِ پيکِ نانڪ بگسائي[10].

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٣٢) جو جو ڪتي تسي هر کيرلن – تاکي درمت ناس
سگل منوربهه[11] پاوي نانڪ – پوُرنُ هووي آس[11].

(١٢)

(٣٣) اَنيڪ جتم وِچڙي ميري پرٿم[3] – ڪر ڪرپا گوروُ مِلاوئگو
ستگوُر مِلت مها سکه پائيا – مَمت مليِن[12] بگساوئگو[10].

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (٧) ٤

(٣٤) پنج بَسڪر ڏاوس راکي – چوُڪا مَن اَيمان
ڏشٽ بِکاري[13] درمت پاڳي – اَنسا پرهَم[3] گيان.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٧)

(٣٥) گوُرمکهه هچي نرملي – گور کي شبد سُهاه[14]
اونا مئل پتنگ[15] نه لڳئي – جو چلن ستگوُر پاءِ[16].

سلوڪ، محلا ٻيجا، (٤٥)

١. سڪرمن جي سنجوگ ڪري. ٢. جگياسو استري. ٣. پرمالما. ٤. آنند. ٥. ختم لئي لو. ٦. اَپوتر. ٧. شڪاري. ٨. هاٿي. ٩. لري پار پياه. ١٠. لڙي لو. ١١. اڇائون، ڪامنائون. ١٢. ڪوڙي. ١٣. چور، وڪار. ١٤. سچو پريم. ١٥. لرمالو. ١٦. آگيا، سکيا.

## (١٠) من مارڻ ۽ جيئرو مرڻ.

(١) جو جن لوڀ منھ ستم - سي سوري پرڏانا
هر سيتي سدا مل رهي - جني آپ پڇاڻا
گياني کا اهو مهبٽ هي - من ماهه سمانا
هر جيئڻ کا محل پائيا - سچ لاء ڏيانا
جن گور پرسادي من جيتيا - جگ تنھ جتانا.

[راڳ مارو، محلا ٽيجا، وار (٨)]

(٢) من مهه مئونا جي مري - تان پر راوي نار
اڪس تاڳي رل ملي - گل موتين کا هار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)؛ ٩

(٣) گورمک آپڻا من ماريا - شبد ڪسوٽي لاء
من هي نال جهگڙا من هي نال سٿ - من هي منجهه سماء.

سري راڳ، محلا ٽيجا، چوٿان، وار (١٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٤) گور ڪا شبد ڪرورا پوجهي - آپ ماري تان ترپوڻ سوجهي
ڦر اوهه مري نه مرڻا هووي - سهجي سچ سماوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤) ١٨

(٥) مر مر جيوي تان ڪڇ پائي - گور پرسادي هر من وسائي
سدا مڪت هر من وسائي - سهجي سهج سماوڻيا.

٣؛ (٢٢)

(٦) اکي باجهه وکڻا ون ڪنا سڻڻا - پيرا باجهه چلڻا ون هٿان ڪرڻا
جيڀي باجهه بولڻا جيوت مرڻا -
نانڪ حڪم پڇاڻڪي تو خصمي ملڻا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٣)، سلوڪ محلا دوجا

(٧) سي يڪت هر پاولدي - جو گورمک پاء چلن
آپ چوڙ شيوا ڪرن - جيوت مئي رهن.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٢) ٩

---

١. لڙي ٿو. ٢. من. ٣. سورمو، بهادر. ٤. اُمر. ٥. پرماتما. ٦. پهڻن جو ٻاڻ کي. ٧. خاصيت.
٨. ڪرپا. ٩. فتح پاڻڻ. ١٠. ماڻي. ١١. جڳياسو استري. ١٢. ڌاڳو. ١٣. ٽيئي لوڪ. ١٤. پڇاڻي.
١٥. گيان، سچو سروپ. ١٦. بنا، ڪنن سواء. ١٧. ڏسڻ. ١٨. ڪرت ڪرڻ. ١٩. جيڀ.
٢٠. گوروء معرفت. ٢١. سکيا. ٢٢. اهم ڀاؤ.

(٨) مٺي[1] منٺار جيون مري - گرو ٻوري اُپديش
مڙئي جيئي هو مليو - لهه سڻو[2] وڃيس.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري، ڀوڙي (٣١)

(٩) مرنو مرن - کهيو سڀ ڪرني
سهجي مري - اَمر هوء سوني.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٢٠)

(١٠) جيون مري مري ٿن جيوي - اَنسي سُن[٣] سمائيا
اَنجنُ[٥] ماهه نرنجنُ[٦] رهيٽي - ٻهڙ نه ڀؤجل[٧] پائيا.

(٤٦)

(١١) آپ[٨] ٻيجار مار من ديکيا - تم[٤] سا ميٺ نہ اوڙ ڪوئي
جٺه تُون[٢] راکهه لوهي رهٽا - دک سک ديوهه ڪرهه سوئي.

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٢)

(١٢) هو[٤] اَمرت وس پائيا سُتا جيوائيا - ڦر ٻهڙ مرڻ نه هوئي
هر هر نام اَمر پد پائيا - هر نام سماوي سوني.

واڳ آسا، محلا چوٿان، چنت (٤)٦

(١٣) جو جيون مرنا جاني - سو پنچ[٩] سيل سک ماني
ڪبيري سو ڌن پائيا - هر[٣] ڀيٽ آپ[١٠] مٽائيا.

واڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٦)

(١٤) آب ٻهو پرٿپ[٣] اَپنا ڏيائيجي - گور پرساد[٧] ڀؤ ترئيجي
آپ لياگ هوئيجي سڀ رڻا[١٠] - جيوليا اِئ مرئيجي.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٥٨)

(١٥) گور سبد موهن پساء ڪري - هر نرمل ٻاڻي من ماريا
ميري هردي سُڌ[١١] ٻڌ بسر گئي - من آسا چنت[١٢] وساريا.

واڳ سوهي، محلا چوٿان، چنت (٤)٥

(١٦) وس آٺهه وي[١٣] جن اس من ڪيئه - من ٻاسي[١١] جٺه لٺ ڀوڏيا[١٥]
دک روگ[١٦] وي وهاڻيا[١٧] - تس آسا آس ڪريديا.

٦(٢)

(١٧) ڀيو ڀؤجل[٧] مارگ وکڙا[١٨] - آس نراسا ترئيجي
گور پرسادي آپو[٨] چينيو - جيوليا اِئ مرئيجي.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار، ڀوڙي (٤١)

---

١. اَهنڪار. ٢. ٻهادري. ٣. گيان. ٤. پرماتما. ٥. گرهست، مائيا. ٦. اليپ. ٧. سنسار ساگر. ٨. اَندر جهالي پائي ڏنر. ٩. ٻيحد، اَلي. ١٠. خاڪ، مٽي. ١١. دليوي عقل. ١٢. چنتائون. ١٣. هي پائي. ١٤. ماس آهاري جانور. ١٥. پنکي نر. ١٦. واس، زندگي. ١٧. گذري وئي. ١٨. ڏکيو، ڪٺن.

(١٨) جيئرو مريءِ تان سڀ ڪڇ سُوجهيءِ - اَنتر جاڳيءِ سرب دنيا
نانڪ تاڪم ماءِ ونڏاڻي - آپ ڀڇاڻيءِ سرب جيئا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشت (٢٤)

(١٩) جيوت مرهه مرهه ڦن جيوهه - پُرب جنم نه هوئي
ڪهه ڪبير جو نام سماني - سُنن رهيا لَو سوئي.

راڳ مارو، ڪبير صاحب، شبد (٦)

(٢٠) اَڪل نرنجن سڱ من مانيا - مَنهي لي من مُوئا
اَنتر باهر ايڪو جانيا - نانڪ اَور نه دُوئا.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٧)

(٢١) گور ڪيءِ شبد مرهه ڦِر جيوهه - تن ڪٽ مڪت دُئار
اَنتر سانت سدا سک هوويءِ - هر راکيا اُرڌار.

راڳ پرڀاتي، محلا تيجا، شبد (١٨)

(٢٢) گور پرسادي جيوت مريءِ - مر جيويءِ شبد ڪماءِ
مڪت دئارا سوئي پائي - جي وچهه آپ گواءِ.

راڳ ملار، محلا تيجا، اشٽپدي (٣) ١

(٢٣) ڪبير اَيسا ايڪ آڌ - جو جيوت مرتڪ هوءِ
نربيءِ هوئڪيءِ گُن رويءِ - جت پيکئو تيت سوءِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٥)

(٢٤) ڪبير سوئي مارئيءِ - جهه مُوئي سک هوءِ
ڀلو ڀلو سڀڪو ڪهيءِ - بُرو نه مانيءِ ڪوءِ.

(٩)

(٢٥) ڪبير مرتا مرتا جگ مُوئا - مر ڀي نه جانيا ڪوءِ
اَيسي مرني جو مريءِ - بهُرِ نه مرنا هوءِ.

(٢٩)

(٢٦) باڳهه مريءِ من مارئيءِ - جس ستگور دکيا هوءِ
آپ ڀڇاڻيءِ هرِ مليءِ - بهُرِ نه مرتا هوءِ.

سلوڪ، محلا پهلا (٨)

---

١. سڃاڻي. ٢. سڀ جيو جنتو. ٣. ورِي. ٤. پرماتما. ٥. پريم. ٦. بيو ڪو. ٧. من ۾ ڌيان ڌارڻ. ٨. مڙدي سمان. ٩. اُچاري، ڳائي. ١٠. ڏسي. ١١ من، اَهم پڻاءُ. ١٢. شيهن، جهڙا مرڻ جو چڪر. ١٣. پاڻ کي.

## سُمت ۽ مَتُل مِتائڻ.

## مَن مارڻ ۽ جيئوئي مرڻ.

اَسين پڙهي آيا آهيون تہ آتما ۽ ديهہ ۾ گهڻو ڀيد آهي، مَنُ ڏئي ۽ ڏيهہ ڏاتارن لنگهڻ جي ڪيترو ۾ ڪيئن پيو لڳو پڇڪي، پرشارٿ ڪيئن پرالبڌ ٽاري سگهي ٿو، ڪرم جو قانون ڪيئن ڪم ڪري رهيو آهي ۽ پرالبڌ ۽ ڪرم ڪيئن مِٽجي سگهن ٿا. هن ڳالهہ ڀوءِ اهو سولو سمجهي سگهبو تہ مَن جي هستي ڪيئن مِٽائجي. اُنهيءَ ٻاري ۾ جيڪي سڀئي گروُ گرنٿ صاحب ۾ جيون سولو آيل آهن، تن مان چونڊ وچن مٿي ڏنل آهن، جن جو تاثر هيءُ آهي تہ وڪارن کان وڃ، وڃ، ڏُئي دُور ڪر، آهو مِٽائي سڀني جي پيرن جي خاڪ ٿيءُ، سرب دنيا سِڪ، ايشور جو اُجهو وٺ، ڀڳوان جو ڀاڻو سَت ڪري ڀوڳ، سنتن جو سنگ ڪر، ستگروءَ جو شبد گرهڻ ڪر، رام نام جو وِهنواز ڪر ۽ سائينءَ جي شرن وٺ، تہ دُرمت دُور ٿئي، ڪُسنگ ڇُٽي، سمت ملي، دک، روڳ ۽ اَشانتي نورت ٿئي، ڪامنائن جو ڪوٽ ڪِري ۽ پاربرهم جو چت ۾ واسو ٿئي. جتي نہي جانب جي جاءِ آهي.

وڏو ڪم لاءِ هيءَ سکيادائڪ صلاح ڏني وئي آهي تہ مَن ۾ مَن سان لڙ، مَن ڪي مَن ۾ ماري ماڻهہ ڪراءِ ۽ پنهنجو پاڻ سڃاڻ. جي اِئين جيئري مرندي تہ هميشہ جيئندي، پرماتما کي پاڻ ۾ ۽ پاڻ پرڪريءَ ۾ پيو پسندي، آخر اَمر ٿي، آواگون جي چڪر کان آزاد ٿيندين ۽ نرپتہ جي پد تي پهچي، پرم آتما سان ملي هڪ ٿي ويندين. اهو آهي چوٿون پد يا تُريا اَوستا جنهن جو ڪافي ذڪر اڳي ئي ڏنل آهي. اِها مَن جي ماڻهہ آهي سُن سماڌي. صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) جو جَنُ اوُجهہ مني سڱُ - سي سوُوي پرڌانا<br>هر سيٽي سدا مِل رهي - جنهي آپُ پڇاڻا. | راڳ مارو، محلا پهرين، واز (٨) |
| (٢) جيوت مري مري قُن جيوي - اَئسي سُن سمانيا<br>اَنجنُ ماهہ نرنجنُ رهيئي - بهُڙ نہ ڀوڄل پانيا. | راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٦) |

صاحبن صاف سمجهائيو آهي تہ جيوَ آتما، مَن ڪري باند ٿي آهي ۽ مَن جي معرفت ئي آزاد ٿي سگهندي. پر مَن کي ڪيئن مارجي ۽ مري ڪيئن جيئجي؟ مَن جسو گدام اڳيئي اَشڌ وچارن سان پرپور پيو آهي تن سان شڌ وچار ۽ ملي اَشڌ ٿي پوندا. شڌ ۽

اَشٽ وڪارن جي ٻاهر اَندر ڪشمڪشا، پاڻ اَشانتي وڌائيندي، ۽ جي شڌ وڪارن جي شڪتي زور نه ڪئي پڪڙي ته نه اَشٽ وڪار اَنهڪرڻ ۾ ڦٽجي ويندا جتان ڪڏهين نه ڪڏهين ڪو موقعو وٺي ورِي پرگهٽ ٿيندا ۽ ڪئي ڪمائي ڪَٽ ڪندا. اَڄ جي من جي رچي پوڄ ۾ آهي ۽ سيان اَها رچي ليائڻ ئي نه ڪئي اَچي، ته نه اَهنڪار جي وِرايي لـــ ساڳي رهندي. اَڄ پوڄ ۾ ته مان پوڄي آهيان ۽ سيان ليائڻ ۾ ته مان ليائڻي آهيان. من جي ورتي اَهنڪار مان نڪتي ڪانه، ته پوءِ ليائڻ جو گڻ پوڄ جي اَوگڻ کان ڪيئن بهتر ٿيو؟ پاڻ وڌيڪ بدتر ٿيو ڇو ته اَوگڻ پڇتاءُ جي اوٽ وٺي نه ڪئي پر گڻ اَهنڪار جــي اوٽ سَوار ڪونه ڇڏيندو آهي. قلب مان ڪيني ڪيڻ بدا، مَن جي مَلُ ڪيئن ڌوبي؟ انهيءَ ڪيني ته ڪِنُ ڪيو آهي ۽ ڪُوڙو ڪچ ڪنو ڪيو آهي!

تنهن ڪري شڌ وڪار من ۾ ڪڏهين سولو سمائيا ۽ وڌندا ويجهندا جڏهين من ڀَرڄي ڪمت ڪيڏي اَشٽ وڪارن کان صفا خالي ٿيندو. من جو اِئين خالي ٿيڻ ۽ مـــن جي دشا بدلجڻ. اَزخود، سياويڪ ۽ لرته ٿي شڌ وڪار خالي ٿيل جاءِ ۾ ڇانئجي ويندا. پوءِ ڪنهن به خاص اُپاءَ يا حيلي جي ضرورت نه رهندي. گيان آدڪ رتن پوءِ پاڻهي پرگهٽ ٿيندا. اِهو آهي روحاني راند جو رمل. صاحبن سچ فرمائيو آهي:

(١) جب بُـڌ هوتي تب بل ڪيسا - اَب بُـڌ بــل نه ڪتائي
ڪهه ڪبير بُڌ هر لئي ميري - بُڌ بدلــي سِڌ پــائــي.
راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٧٢)

(٢) سچ تان پر جــاڻيئي - جان رِديءَ سچــا هــوءِ
ڪوڙ ڪــي مَــلُ اُلــريءَ - تــنُ ڪري هڇــا ڌوءِ.
راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٠)

من خالي ٿئي ته بُڌي ٻاٽمرادو ٿيرو ڪائيندي. ڪمت وارو پاسو ڦري، سمت وارو پاسو من جي سامهون ايندو. ڏئي ۽ ديهه ڏور ٿي ويندا. من جا لرنگ ۽ لراتا، جي تن تتن جي رنگ ۾ رڱيا هئا، سي هاڻي صاف اَصلوڪي رنگ ۾ ظاهر ٿين ٿا. من جــي ويچار ڌارا جو سلسلو صفا بدلجي ويو آهي. من جي اڳين چرپر، چاوتن، چاولائي، چاهنا، چِنتا، چوراڪوا، حرفت ۽ حرڪت بند ٿي، من ۾ خود نئين هلچل پيدا ٿي آهي. سمت جي سهاري سان گيان جو پرڪاش ٿيو آهي. من هاڻي ڏک ۽ سک جو پوڄتا نه آهي. پر ساڪياتت درشتا آهي. جيئن آتما جي چت شڪتي، آتمڪ شڪتي ۽ وِشو شڪتي پربل ٿي آهي. پرماتما جي اُتليتي ٿي آهي. اِنهيءَ دشا بسبت گورو اَرجن ديو فرمائين ٿا:

درشٽ ڌاري مَنُ پساري - مها ڌرم نَاسي  راڳ بلاول، محلا
پڙهنت نانڪ ٻڌي نرمل - سرپِ وِلي اَباسي.  پڌوان؛ ڇند (٣)٢

درشٽيءَ جا ٽي جزا آهن: هڪ درشٽا جو ڏسي، ٻي درشٽي جا ڏسڻ جو سلسلو جاري رکي، ٽيون درشيه جو ڏسجي. ساڳيءَ طرح سمجهڻ يا سڃاڻڻ کي به ٽي اَنگ آهن: هڪ گياتا جو سڃاڻي، ٻيو گيه جو سڃاڻڻ جو سلسلو جاري رکي ۽ ٽيون گيان يعني سمجهڻ يا سڃاڻپ جي وستن جا وَس ڪجي. من جي درشٽي پڌائڻ کان پوءِ درشيه جو روپ ٿي پڌائجي وڃي ٿو. اڳي من درشٽا بڻجي، ڪمِ جي اکين سان، ڏٺي ۽ ڏسڻ جي دور انديءَ مان ۽ ٽن ڳڻن جي رنگين شيشن سان، سڀ درشيه اُلٽا ڏسندو هو. جي خود درشٽي صاف ۽ سڌي نه آهي ته درشيه ڪيئن سڌا ۽ صاف نظر ايندا؟ هاڻي سمت جي درشٽيءَ، ڏٺي ۽ ڏسڻ ۽ ٽن ڳڻن جا وچان اگياني پڙدا، جي درشٽن کي اُلٽو ۽ علحدو رنگ ڏيندا هئا، سي سڀ هٽائي ڇڏيا آهن، جنهن ڪري درشٽا سڀ درشيه صحيح ۽ اصلي روپ ۾ ڏسي سگهي ٿو. ٻه وڏو اسرار ته هيءُ ٿي ويو آهي ته من پاڻ کي پاڻ ۾ ڏسي، درشٽا مان خود درشيه ٿي پيو آهي ۽ آتما ساکشي روپ درشٽا بڻجي پئي آهي. درشٽا ۽ درشيه جي ڀيڄهارت ائين سلجهي ٿي. انهيءَ سلڄڻ سان ٿي جيءَ جِند اندر جانب جو جمال ۽ جلوو ماڻيو، لطف جي لاٽ لڳندي ۽ انهد ڏٺي ٻڌي.

تنهن ڪري صاحب اِها سکيا ڏين ٿا ته من ڪامنائن کان خالي ڪر ڇو ته ڪامنائن مان ئي سڀ وڪار پيدا ٿين ٿا. سڀني منشائن جي مستڪ تي ته ممتا جو مڪڙ چڙهيل آهي. آهي ڪا اهڙي من جي ڪامنا يا سنڪلپ جنهن ۾ ”مان مان“، ”منهنجو منهنجو“ يا ”مونکي مونکي“ نه سمايل هجي؟ انهن ڪامنائن ڪري ٿي، من جي پٺي آهي آتما ڏانهن ۽ مهڙ آهي پرڪرتيءَ جي پرپنچ ڏانهن ۽ سربرڪ سوادن ڏانهن. اُهو وستو ڇڏي، من ناسونت ۽ نقصانڪار وستن ۾ اَٽڪيو پيو آهي، جنهن ڪري اندر ۾ دک ۽ درد جي ديوار، هُمّ هُمّ ۽ اشانتيءَ جي بنياد تي، کڙي ٿي بيٺي آهي. انهيءَ ديوار جي ٽٽڻ کانسواءِ گيان جو پرڪاش اُڇڻ ناشدني آهي. ڪامنائن جا پند ڇڄن ته من جا مڙيئي اُلجهن، اُمانا، ترنگ، ترانا، وسوسا، وهم، ڀرم، ڀرانتي، ڀرپوجن ۽ ويچار ڌارا سڀ ناس ٿي وڃن. ڀپ ڀاءُ، آسا اَنديشو، دک سک، موهه، لوڀ لالچ، ڪروڌ ويسر وروڌ، دلي، پياڻي، ڪوڙ ڪپٽ، پرائي پچار، نفرت، ابرڪا ۽ اَهنڪار سڀ مٽجي وڃن. من شفاف، ڏيانند، روشن ماه، شڪتي شال، نرموهي، نروگهن، نرسنسي ۽ نرپڪ بڻجي پوي.

اِها آهي من جي ڪانيا ڪلپ، من جو مرڻ ۽ مري جيئڻ. انهيءَ اوستا ۾ من ٻڙون

شانت ميہ ۽ آنند ميہ آهي. زبان جي شانتيءَ ۾ نه پر من جي مانڊ ۾، اِي مالڪ جي مهانتا
ـ ڇپائي آهي ۽ مالڪ جي مهر ماڻڻي آهي. خالي ۽ صفا من نسي ڪليل، سچيت ۽ روشن
رهندو. سرير ۽ سنسار جون ڪرياڻون هاڻي ڀلي پنهنجو سلسلو جاري رکن، پرڪرتيءَ جي
ٽن گڻن جي ترڪڻي ڀلي قائم رهي ۽ اندرياڻون ڀلي سنسڪارن ۽ واسنائن جو واپار ڪن. پر
انهن جي مٿل هاڻي من کي لڳي ڪانه سگهندي ڇو ته من هاڻي اڪيل ۽ قائل نه آهي
پر سچيت ۽ سنتتر آهي، شڌ ۽ سرپشٽ آهي ۽ ڪنول گل وانگر نرليپ آهي. جڏهن من
خود پنهن جي پدارٿن کي ٻاڙون ٻئي، ڦٽو ڪري ڇڏيو، سو هاڻي ڪيئن وري وشيه واسنائن
۾ اٽڪبو؟ وري جن واسنائن جي هاڻي من کي ڪابه درڪار ڪانه آهي تن جو سودو،
اندرياڻون ڪيترو وقت ۽ ڪٿهڙي لاءِ ڪنديون رهنديون؟ خريدار کان سواءِ وڪرو ٿيندو
ڪٿان؟ من سنسار جي ڏنل، پدل ۽ سِيال سطح کان هٽيو، پرماتما جي اڻ ڏنل، اڻ پدل
۽ اُسيال پد لئي پهچي چڪو آهي. انهيءَ پد لئي جيوُ ٻاڻ کي پرماتما ۾ ۽ پرماتما کي
ساري پرڪرتيءَ ۾ ڀائي ٿو. نه رهيو ڀيد نه نه رهي ڀيٽ. باقي رهي ڀيٽا. من آزاد آهي
نه ٻاڻ لئي نه قابض آهي ۽ پنهن جو ٻاڻ پرماتما کي ارپڻ ڪري، سرناگتيءَ جو سهارو ٿو وٺي.

تنهن ڪري اي بندا، من جي چنچلتا، وياڪلتا، وهلوڙهٽو، حرڪت ۽ هلچل انهن
خوش نصيبي آهي. اِها چنچلتا جي وصف نه ڪيس جوُنه مان سچ لئي نيت آڻي نسي
سگهي. حقيقت ۾ نه من جي چنچلتا جي مراد ٿي اِها آهي ته سچ جي سطح تي اچان، اُتي
پهان ۽ موُر نه موٽان. اِها آهي قلب جي ڪوڪ ۽ من جي موروثي مراد. من تحقيق جو
طالب آهسي. جڏهين دسي ۽ ديد، مسن کي ڪنهن ۾ وشيه جي واسنا ڏيئي ٿا، تنه
من انهيءَ واسنا مان ترپت ڪونه ٿو ٿئي پر ٻيءَ واسنا جي طلب رکي ٿو. من جون طلبون
ڪيتريون نه ٻُڌيون تن پر هوُ ٻڌائجي ڇو ٿو؟ گهٽي ۾ گهٽو گهرندو. دنشٽي پدارٿ من
جي بک ۽ اُڃ لاهي ڪونه سگهندا. من جي ترشنا ۽ چنچلتا چالوُ رهندي ايستائين جيستائين ڪ
هن جو وهنوار انهن پدارٿن سان چالوُ رهندو. اِهو وهنوار بندِ ٿيو نه آهي ته من شانت ۽
اَچل ٿيو نه آهي. پوءِ ترشنائون ۽ تمنائون، ڪامنائون ۽ ڪلپنائون وري ڪرُ، نه کڻنديون.

سو اي بندا، من جي حرڪت ۽ هلچل ڏسي هراس ۾ نه اَچ. اِها حرڪت ئي حيلو
۽ حل آهي. سڀ کي شانتي کپي ۽ من کي سڀ کان وڌيڪ. پرڪرتيءَ جي، پرپنچ ۾
ڦيري جو پڪي ٻڌجي، من وشيه واسنائن ۾ ڦيو ٿو ڦٽڪي. هڪ واسنا مان ٻئي ۾ ڦيو ٿو لامارا
ماري ۽ آخرين آزاديءَ لاءِ ٿڙڦي. اي بندا، تون وڃاري من جي آزاديءَ جو اُپاءَ ڪر ته
پوءِ ڏس ته ساڳيو ئي من شانت سروپ ٿي، ڪيڏي نه جيون ٻاترا ۾ تو تنهن جي مدد ڪري
۽ جيو آتما جي، پرم آتما سان گڏجاڻي ڪرائي. من جو طاق کول ته نرنڪار ڪسي نروار
ڏسن. ٻاقي ميري ۽ ملين من معرفت موکش ۽ مڪتي موُر نه ملندي. من مار تسه مري

جيئرو رهن ۽ جيئرو رهي جيون مڪت ٿين. من شهيد ڪري اَمر ٿيءُ. جي جيئري مرن ٿا ۽ مري جيئن ٿا سي اهي آهن جي اَندر جي سوجهيءَ ٿي هلن ٿا، ٻاهرين اکين کان سواءِ ڏسن ٿا، ڪنن ٻنا ٻُڌن ٿا، پيرن ٻنا هلن ٿا، هٿن ٻنا ڪاج ڪن ٿا ۽ زبان کانسواءِ ڳالهائين ٿا. اهو آهي ڪرم ۾ اڪرم جو عجيب اِسرار. گورو اَنگد ديو جن فرمايو آهي:

اکين ٻاجهه وکڻا وڻ ڪنا سُڻڻا - پيرا ٻاجهه چلڻا وڻ هٿان ڪرڻا — راڳ ماجهه، وار (٣)

جيڀي ٻاجهه ٻولڻا جيوت مرڻا - نانڪ حڪم پڇاڻڪي تو خصمي ملڻا.

اي ٻندا، ترشنا ٿي من کي رُڪائي ٿي، سربرڪتسوادن ۾ لُپائي ٿي، سنساري سمبندن ۾ ڦاسائي ٿي، دلبر کان دُور رکي ٿي ۽ جُوئين ۾ ڀٽڪائي ٿي. اها ترشنا رُوپي ٻگهه، جيڏو نه پيٽ ڀاءِ ڀوي ۽ ٻرڪن ٻار ڦهڪجي، جتي سک ڌام آهي، آنند ڌام آهي ۽ امر ڌام آهي. من کي مارڻ آهي ترشنا کي مارڻ. ترشنا مٽجي نه من، اندرين جي وشيه واسنائن ۽ سنساري ٻنڌنن لاءِ مري چڪو. من، بدولت من جي، اِئين مرندو. من شترو آهي ته سڄڻ به آهي. من حالمحرم ۽ همدم به آهي. اها من جي خاص خوبي ۽ خاصيت آهي جنهن جو پورن فائدو وٺڻ گهرجي. من کي نگهوسار نه پر پرچائڻو ۽ پرڀائڻو آهي. ڀيڄيدو ڀيچ پڃرو ڪرڻو آهي. ڪڏهين چت نه ڪڏهين چماٽ سان، ڪڏهين طعنا تڪا نه ڪڏهين تاڪيد تنبيهه، ڪڏهين مخالتي مقابلو نه ڪڏهين چوٽ چڙواڳ، ڪڏهين نيار نه ڪڏهين نيزاري، ڪڏهين زوري نه ڪڏهين زاري، پر صفا پيلغام مور نه ڇڏيس ۽ هردم اک اوريان رکيس. پوءِ ڏس ته آهستي آهستي من ڪيئن نه پنهنجي سطح تي ڦيرائي، مليڻتا ميٽائي، نفسانيت نهوڙي، دراچاريءَ مان آچاري ٿئي، اشيءِ واد مان شيءِ واد ٿئي، دکدرسيءَ بدران سکدرسي ٿئي، لوڪ مهما ڇڏي الوڪ اُمنا آئي، نهسوارٿي ۽ نشڪام ٿئي. من وُرڻ جي واٽ وارين نه آهي نه مالڪ جي مدد جي مهل آئي نه آهي. پرماتما جي پناهه هيٺ، آتم نيتر کلندا، نوراني نعمت جاڳندي، دبرگهه درسٽي ۽ دنوبه درشٽي پيدا ٿيندي، اناديءَ پرڪاش پکڙبو ۽ جيوت جو جوت چمڪندي. دلگيري ڦٽي ڪري دلير ٿيءُ. من بيحد جو بحر آئي. دوست جو درِ دل اندر آئي. ڏي ڏسي نه ڏسول لهين. اها آئي مولوءَ ۾ جيون. مر اِئين اَڄ اَڌيسي، سيان نه سيڪوٽي مرندو.

## (١١) پنهن جو پاڻ پڇاڻ.

(١) نانڪ هرڪيءِ آپَ[1] ڪهُ - تان پارکُ جاڻ
روگُ[2] دارُوُن[3] دوويءِ اُڄهيءِ - تان ويد سڄاڻ
واتَ[4] نه ڪري ماملا[5] - جاڻيءِ مِهماڻ
مُوُل جاڻي ڳالھ ڪري - هاڻِ[6] لائسي[7] هاڻ
لبُ[8] نه ڇليءِ سچ رهيءِ - سو وِشت[9] پرواڻ
سرُ[10] سندي آڪاس[11] ڪهُ - ڪِهُ ڀڄيءِ ڀاڻ
اَڳيءِ اُوهه[11] اَگمُ هيءِ - واهيڳرو[12] جاڻ.

[راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢٢)، سلوڪ محلا دُوجا]

(٢) پرٿوِع[13] نانڪ گياني ڪتسا هوءِ - آپُ پڇاڻيءِ بُوجهيءِ سوءِ
گُرو پرساد[14] ڪري ٻيچارُ - سو گياني درگهه پرواڻُ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣٠)

(٣) جني آپُ پڇاڻيا - گهرِ[15] مَهه مَحل[16] سو ٿاءِ
سچي[16] سيتي رتيا - سچو[16] پليءِ پاءِ
ترڀوڻ[17] سو پرڀ[16] جاڻيئي - ساچو[16] ساچي ناءِ.

سري راڳ، محلا پهلا اشٽپدي (٥)٦

(٤) وِڻ پدارٿ[18] گهرِ[15] ليءِ پائيا - پُوري ستگُور شبدُ سُڻائيا
گُرو پرسادي مِٽيا اَنڌيارا - گهٽ چاننڻ[19] آپُ پڇاڻيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٧)٣١

(٥) تن مهه هوتي ڪوٽ[20] اُپاڌ[21] - اُلٽ[22] ڀئي سُک سهج سماڌ
آپُ پڇاڻيءِ آپي آپ - روگُ[21] نه وياپيءِ تينو تاپ.

راڳ ڳؤڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٧)

(٦) جني آتم[1] چينيا - پرماتم سوئي
ايڪو اَمرت برکُ[23] هيءِ - ڦل اَمرت هوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٢٠

---

١. پنهن جي آتما سروپ کي. ٢. بيماري. ٣. شفا جي دوا. ٤. هن حياتيءَ ۾. ٥. جهيڙو. ٦. وڪار. ٧. ناس ڪري ٿو. ٨. لالچ. ٩. ستگورو. ١٠. ٽير. ١١. آسمان. ١٢. ٽير ڇوڙيندڙ. ١٣. ڀرماڻين ٿا. ١٤. ڪرپا. ١٥. هردو. ١٦. پرماتما. ١٧. ٽيئي لوڪ. ١٨. نام روُپي ڌن. ١٩. روشنائي، سوجهرو. ٢٠. هزارين، ڪئين. ٢١. دک، بيماريون. ٢٢. اوُلٽو. ٢٣. وڻ.

(٧) آپُ پڇاڻهه شبد مرهه - مَنهه لج وڪار
گرو سرڻائي پج پئي - بخشي بخشڻهار.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣) ١٥

(٨) مَن تُون جوت سرُوپ هين - اپنا مُول پڇاڻُ
من هرجي تيري نال هين - گرمتي رنگ ماڻ.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، ڇنت (٥) ٢

(٩) لاٿا هر وس تيجي هر واويجي - اَن ڏِن نام وکاڻيي
گُرڻ سنگرهه اَوگُڻ وڪٽهه - آپي آپ پڇاڻيي.

راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، ڇنت (١) ٢

(١٠) آپُ پڇاڻهه تان سچ جاڻهه - ساچي سوجهي هوئي
سچا شبد سچي هي سوڀا - ساچي هي سک هوئي.

راڳ سوهي محلا ٽيجا، ڇنت(٤)٣

(١١) آپُ آپ تي جانيا - تيجُ تيج سمانا
ڪهه ڪبير اب جانيا - گوبند من مانيا.

راڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

(١٢) آتم رام سرب مهه پيکُ - ڏُون ڏُر رهيا پرڀ ايڪ
رتن اَمول رديي مهه جاڻُ - اَپني وست تُون آپ پڇاڻُ

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(١٣) آپنا آپُ پڇانيا - نام نَڌان پانيا
ڪرپا ڪرڪي آپڻي - گر شبد ملائيا.

راڳ مارو، محلا ٽيجا، وار (٥)

(١٤) هؤمي گرو ڪوٺي پرگٽ هوئي - چؤڪي سوک سنتاپي
جولي اندر جوت سماڻي - آپُ پڇاڻا آپي.

راڳ تکاري، محلا پهلا، ڇنت (٤)٣

(١٥) هر ڪه سوڪ تي رهه نراسا - اَمرت چاکه هر نام نِراسا
آپُ پڇاڻ رهي لو لاگا - جنم جيت گرمت دک ڀاڳا.

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي(٦)٤

(١٦) آپُ پڇاڻهه پرتم ملي - وُٺا ڇهبر لاء
جهم جهم اَمرت ورسدا - تِسنا ڀکه سڀ جاء.

سلوڪ، محلا ٽيجا، (٥٦)

---

١. پرماتما. ٢. آنند وٺ. ٣. فائدو، لعل. ٤. سچاٽيپ، سمجهه. ٥. جوت. ٦. سڀني جيون ۾. ٧. ڏس. ٨. خزانو. ٩. اَهنڪار. ١٠. لوڀ ڪٽي. ١١. پرگهٽ. ١٢. دک درد، پيڙائون. ١٣. سک. ١٤. واسو. ١٥. سڦل ڪري. ١٦. وسي ٿو. ١٧. ڌاڻما. ١٨. بُوندن جي وَرکا. ١٩. ترشنائون.

## (۱۲) اوُندھ ۽ سوجھرو.

(۱) سُراپي[۱] سرت ؕلانيٽي[۲] ايت - اُنُ ڪرُلها[۳] لنگهھ جيبِ
اَنتر ٻاهَ[۵] نسيءِ لـوُنِ رکَ[۶] - اَهدسِ[۷] ڏيو[۸] ٻلي[۹] اُنڪُ.
اَنسا ڏيوا[۸] نيرُ[۱۱] لسراء - جِت ڏيوي[۸] سڀ سوجهي پاء
هچي[۱۲] مٽي سوجهي هوء - لـاڪا ڪيتا مانيءِ سوء
ڪرٽي[۱۳] لي ڪر چڪهَ[۱۴] ٻالُ[۱۵] - اَنتيءِ اُوليءِ[۱۶] نبهي نال
آپي ندر ڪري جا سوء - گوُرمکُ ورلا ٻوُجهيءِ ڪوء
لتُ گهتَ ڏيوا[۸] نهچل[۱۰] هـوء
پاٽي مـريءِ نہ ٻجهانيا[۱۷] جـاء - اَنسا ڏيـوا[۸] نيرُ لراء
ڏوليءِ[۱۸] واءِ نـہ وڏا هوء - جاپيءِ جِمُ[۱۹] سنگهاسڻ لوء[۲۰]
کتري براهمڻ سوُد ۽ ونش - نرت نہ پائيا گڻي سهدس[۲۱]
اَنسا ڏيـوا[۸] بالي[۹] ڪوءِ - نانڪ سـو پارنگت[۲۲] هوء.

### [راڳُ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (۷)]

(۲) گيان ڪند مهہ - گيان پر چند[۲۳]
لتيءِ نات ٻبود - ڪونُ[۲۴] اَنند.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (۳٦)

(۳) شبد ؕلي سي نرملي - هتُ[۱۲] سـد بلهاري جـاسُ
هرديءِ جِن ڪي هُر[۲] وسيءِ - لتُ گهتَ هيءِ پرڪاسُ[۲۰].

سري راڳُ، محلا پهلا، شبد (۴)

(۴) جو هرجنُ[۲۵] پاويءِ سو ڪري - ڏرِ قيرُ[۱٦] نہ پاويءِ ڪوء
نانڪ رتا رنگ هـر[۱] - سڀ جـگ مهہ چانڻ[۲٦] هوء.

سـري راڳُ، محلا پهلا، شبد (۱)

(۱۰ و ۰)

---

۱. پرماتما. ۲. وراڳي. ۳. ملانجي. ۴. بيڙي. ۵. وڪارن جي اڳني ٦. روڪ. ۷. ڏيهن رات.
۸. ڏيئو. ۹. ٻري، جلائي. ۱۰. دائما قائم. ۱۱. پاڻي، جل. ۱۲. پوتر، شد. ۱۳. سڪرم.
۱۴. چڪ. ۱۵. ناھ. ۱٦. لوڪ پرلوڪ. ۱۷. وسـائڻ، ٻجهڻ. ۱۸. ڏوڏي. ۱۹. هردو،
سروُپ. ۲۰. روشنائي. ۲۱. هزارين جيئن اُن ڏيئي جو اَنت نہ پائي سگهيا. ۲۲. پار پهچڻ.
۲۳. روشن ڪندڙ. ۲۴. خوشيون، آنند. ۲۵. سنت. ۲٦. پرماتما جي درگاھ ۾.

(٥) هرِ اَمرت كتا سنو ٻنتُ اُمر - گور ٻڃي سهجي چاکي
تهه پئيا پرگاس مِٽيا اَنڌيارا - جئن سورج رَئڻ ڪِراکي.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٢)

(٦) . ٻاجهه گورو هي اَنڌ غبارا - اَگياني اَنڌا اَنڌ اَنڌارا
ٻشنا ڪي ڪِرتي ٻشنا ڪماوهه - ڦِر ٻشنا ماهه ٻچاوڻهاه

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٥) ١١

(٧) اَنتر جوت پرگٽ پاسارا - گور ساکي مِٽيا نڌيارا
ڪمل بڪاس سدا سک پائيا - جوتي جوت ملاوڻيا.

(٦) ٢٧

(٨) هئن پالِ وِڪدي هوني - آڌ پرٿي راهه نہ ڪوني
وچ هؤمي دک روني - ڪهه نانڪ ڪن ٻِڌ گت هوني.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (١٦)

(٩) ڪر ڪرپا جئن ستگور مليو - من مندر مهه دٻوڪ جليو
جِيت هار ڪي سوجهي ڪري - ئهُ اِس گهر ڪي قيمت پڙي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٧) ١

(١٠) گور ڪا شبد رِد اَنتر ڌاري - پنچ جنان سئن سنگ نواري
دس اِندري ڪر راکي واس - تانڪي آتمي هوء پرگاس.

(١) ٣

(١١) موهه مائيا ڪي سنگ نہ ليپ - من مهه راکي هر هر اِيڪ
اَنڌڪار دِيپڪ پرگاسي - نانڪ ڀرم موهه دک تِهه لي ناسي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٦) ١٨

(١٢) آٺ پهر پاربرهم پيکهه نيرا - مِٽي اَگيان بنسي اَنڌيرا
سُن اُپديش هردي بساوهه - من اِچي نانڪ ڦل پاوهه.

(٥) ٢٢

(١٣) ٿاور ڄِو ڪر راکي سوء - جوت دي وئي گهٽ مهه جوء
ٻاهر ٻيتر پئيا پرگاس - تب هؤتا سگل ڀرم ڪا ناس.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، وار (٧)

(١٤) دِيوا ميرا ايڪ نام - دک وچ پائيا تيل
اُن چانڻ اوهه سوکيا - چُوڪا جم سئن ميل.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٢)

---

١. واسنا. ٢. دوُر ڪئي. ٣. بنا. ٤. اوندهه. ٥. ظاهر. ٦. پسارو، سرشٽي. ٧. سکيا. ٨. ٽڙي نڪتو. ٩. ٽولهي. ١٠. نڪل، ويا ڪل. ١١. هردو. ١٢. پُوڄهه. ١٣. وڪار. ١٤. وس ڪري. ١٥. قائل. ١٦. پرماتما. ١٧. ڏسو. ١٨. ويجهو، نزديڪ. ١٩. ناس ٿئي ٿو. ٢٠. پسند. ٢١. اڪاگر. ٢٢. ناهڻ، جوڙڻ. ٢٣. اَندر. ٢٤. سڪاني ڇڏيو، دک دوُر ڪيو. ٢٥. ختم ٿيو.

(۱۵) سبت سنگت مليئي هر ساڌو - مل ستسنگت هر گڻ گاءِ
گيان ڌن ٻليا گهٽ چانڻ - اگيان انڌيرا جاءِ.

راڳ آسا، محلا چوٿان، شبد (۱۱)

(۱۶) چرڻ ڪمل[1] رد انتر ڌاري - پرگٽي جوت ملي رام پياري
پنچ سکي[2] مل منگل گائيا - انحد باڻي ناد وڄائيا.

راڳ آسا، محلا پهريان، شبد (۱۷)

(۱۷) ڏورمڪ ڪمل پرگاسيئي پائي - ردئي هوئي پرگاس
پرگٽ ٿيا پرتاپ پربه پائي - موليا[3] ڌرت آڪاس.

راڳ سورٺ، محلا پهريان، اشٽپدي (۵) ۱

(۱۸) سڀ مهه جوت جوت هئي سوءِ[1] - تسڪي چانڻ سڀ مهه چانڻ هوءِ
گور ساکي جوت پرگٽ هوءِ - جو اس ڀاوئي سو آرتي هوءِ.

راڳ ڌناسري، محلا پهريان، شبد (۹)

(۱۹) پرگٽيا سور[5] جوت اُجيارا[6] - سيج وڇائي سرڌ[7] اپارا[8]
نو رنگ لال سيجا راون[9] آئيا - جن نانڪ پر[1] ڌن[10] مل سک پائيا.

راڳ سوهي، محلا پهريان، شبد (۴)

(۲۰) هر[1] نام پياري شبد نستاري[11] - اگيان انڌير گوائيا
گيان پرچنڊ ٻليا گهٽ چانڻ - گهر مندر سوهائيا[12].

راڳ سوهي، محلا چوٿان، ڇنت (۳) ۳

(۲۱) هر رس چاکت ڌرائيا[13] - من رس لئي هسنا[14]
بد پرگاس پرگٽ ٿئي - الٽ[15] ڪمل[16] بگسانا[14].

راڳ بلاول، محلا پهريان، شبد (۴۳)

(۲۲) ديپڪ لي ديپڪ پرگاسيا - ترڀوڻ[17] جوت دکائي
سچئي تخت سچ مهلي بئٺي - نربهؤ[1] تاڙي[18] لائي.

راڳ رامڪلي، محلا پهريان، اشٽپدي (۹)

(۲۳) انڌيرا چانڻ[1] آپي ڪيئا - ايڪو[1] ورتئي اور نه ٻيئا
گور پرسادي آپ پڇاڻئي - ڪمل وگسئي[14] بد تاها جيئا.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (۳) ۱۳

(۲۴) اس جگ مهه موهه هئي پاسارا[19] - مومک اگياني انڌ انڌارا
ڌنڌئي ڌاوت[20] جنم گوائيا - بن ناوئي دک پائيا.

۲۳(۶)

---

۱. پرماتما. ۲. گيان اندريون، ستت مهاتمائون. ۳. گورو ء معرفت. ۴. ٽڙي پيو آهي. ۵. سورج. ۶. روشن ٿيو. ۷. شرڌا، سڪ. ۸. بيحد. ۹. ماڻڻ. ۱۰. جگياسو استري. ۱۱. ٽاري پار ڪيو. ۱۲. ڦهلون ٿيو. ۱۳. ڌاريو. ۱۴. کلڻ. ۱۵. پٺي پاسي. ۱۶. هردو. ۱۷. ٽيئي لوڪ. ۱۸. ڌيان. ۱۹. پکڙيل. ۲۰. ڀٽڪڻ.

(٢٥) اَلک ڪُوپ موهه دِيپڪ ٻَليو - گرو رِدي ڪِيئو پرگاسا
ڪهه نانڪ درسُ پيکِ سک پائيا - سڀ پوُرن هوئي آسا.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٣٨)

(٢٦) پَرِڌرُوهه ڪرڻ ٻِڪار لڌا - پاپ رتڻ ڪُر جهار
ٻِنا سَتگوُر ٻُوجهه ناهي - تم موهه مها اَنڌار.

(١٢٩)

(٢٧) موُل ٻڇاڻ رِلن نِج گهرُ واسا - سهجي هي سک هوئي
گور ڪي شبدِ ڪمل پرگاسيا - هؤمي دُرمت کوئي.

راڳ پرڀاتي، محلا ٽيجا، شبد (٥)

(٢٨) مَن جيون کي شنڪا ناسي - آٻِن رنگ سهج پرگاسي
پرگٽي جوت مِٽيا اَنڌيارا - رام رتن پائيا ڪرڻ ويچارا.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (١)

---

١. ڪوُڙ. ٢. ٻُوڙ، ٺڳي. ٣. پنج وڪار. ٤. ٻرين پربت. ٥. هٿ. ٦. مهٽي ٽو. ٧. اگيان جي اوُندهه. ٨. اصلُ. ٩. سچو سروُپ. ١٠. نواس. ١١. ڪمت. ١٢. سنسو ٻُٽي. ١٣. گيان. ١٤. ويچار، ڌيان.

# پاٺ پچاٺ.

## اونده ۾ سوجهرو.

مٿي ڏنل وچنن مان ڏسبو ته صاحبن ور ور ڏني ڄاڻايو آهي ته ٻهن جو پاڻ پڇاڻ نه ٿيڻ جي اندر جي اونده مٽجي ۽ آتمي روشنائيءَ جو پرڪاش ٿئي. هن سکدائڪ صلاح جو سار هيءُ آهي ته جيئن جيئن، ٻهن جو پاڻ پڇاڻيو آهي سو آهي سچو گياني، ٻـوڙن ٻارڪو ۽ تيز فهم طبيب. هن ٻهن جو درد نه سڃاڻو ٻر شفاياب دوا به ڳولهي ڪڍي. وڪارن، اوگڻن ۽ اهنڪار مان ٿي نه ٿا ۽ من جو دک ۽ روڳ پيدا ٿيل هو. اندرين جي رس مان انيڪ ترشنائون اُٿي ٿيل هيون. هاڻي مرض جي رڳ پڪڙيل آني. گيان جو پرڪاش ٿيو آهي، ستگوروءَ جي اپديش ۽ اپار ڪرپا سان، من ۾ رام نام جي امرت ڌارا جهم جهم ڪري وسي پئي، چت ۽ هردو رام ۾ رمي رهيو آهي، آتما جو اجالو اندر ٻاهر ۽ چوطرف چمتڪار ڪري رهيو آهي. پاڻ پڇاڻيو، سچ جاڻو، من ۾ مڌ ۾ ٻالو، دک سک جو ڀيد مٽجي ويو، جيون ٻالرا سڦل ٿي، ديپڪ ديپڪ سان جليو ۽ ليه ليه ۾ سمائجي ويو. مان ٿي نه خود آهو جوت سروپ آهيان ۽ پرم آتما آهيان. صاحب انهيءَ ڀاڳوان اوسٿا ۽ سڌر دشا لاءِ هيئن فرمائين ٿا:

(۱) گرو ڪا شبد رِد اندر ڌاريءِ - پنچ جنان سڱُ سنگ اُڌاريءِ
دسِ اندري ڪر راکي واسُ - تا ڪي آتمي هوءِ پرگاس.

راڳ گوڙي، محلا پهريون، اشٽپدي ۳ (۱)

(۲) جسي آتم چينيا - پرماتم سوئي
ايکو امرت برکُ هيءِ - ڦل امرت هوئي.

راڳ آسا، محلا پهريون، اشٽپدي (۶) ۲۰

پاڻ پڇاڻ، پاڻ پڇاڻ! "پاڻ" آهي آتما، جيو آتما، پرم آتما جو جزو، جيئن جزي ۾ پرم آتما جون سڀ خاصيتون، خوبيون ۽ گڻ موجود آهن جيئن ساگر جون لهرون ۾، بُد بُدن ۾ ۽ بوندن ۾ پر انسان پاڻ کي سرير، اندريون، پراڻ، من ۽ بُدي سمجهي ويٺو آهي ۽ آتما جي ڪا ڪل ئي ڪانه رهي اٿس. اهو آهي من کي ڪمن جو پرڀاءُ، ٽن گڻن جو اثر ۽ ڏٺي ۽ ڏيهه جو ڏند، جيئن ڪري وشيه واسنائن باهت وڪار ڌارا اوندي ۽ اُلٽي ٿي پئي آهي. انهيءَ اگيانتا جي ڀيانڪ اونده کي هٽائڻو آهي ڇو ته اونده ۾ ٿي خيالي ڀوت، ڀرم، وهم، ڦرڻا ۽ ٻيا زنده رهي سگهن ٿا ۽ من کي منجهائي سگهن ٿا. هڪ واريءَ گيان جو پرڪاش ملي ته اونده يڪدم ۽ دائما دور ٿي وڃي، چاهي اونده ڪهڙي به ڪاري ۽ گهري هجي. رواجي ڏيئو ٻيل گُل، وت ٻري وڃڻ يا ڏيئي ڇڻ سان وسامي به وڃي، پر گيان پرڪاش آتمي ڪان پوءِ، دائما قائم رهندو. انهيءَ آتم روشنيءَ سان منش کي نروڙيءَ ۽

ساڌنگ جو پنهنجو پڇي ٿو ۽ هوُ ٻاهر اچي پشيمان ٿئي ٿو ۽ هيلتائين من گهڙيءَ ٻوٽا ڪيئن اسـ حقيقت جو روُپ ڏيکاري رهيا هئا ۽ ڪيئن روشنائيءَ ۾ هيٺئر سڏجڻ ٿالو ۽ نشان ڇڏيـ ميسارجي ويا آهن. گويا گيان جي آنڌيءَ ۾، سڀ ڀرمي پوُڙ اُچانڪ غائب ٿي ويا آهن.

اي بندا، اهو اوڏيا جو اسرار توکي اندر جي اوُندهه ۾ آٿي رهيو آهي، جنهن سوجهري جي سخت ضرورت آهي پر توُن سوجهري جي ڳولها ڪري رهيو آهين سريرء اندرين، پراڻ، منُ يا بُڌيءَ ۾. سمجهه اُتي ٻيا ٻلب ٻرندو ڪٿان؟ گيان جي ڏياٽيءَ جو منهن ٻاهر ڪي نه پر اندر ڪي ڪجي. پنهنجي ڪي جاچڻ بدران ٻاهر ڪي جاچڻ شروع ڪر. انهيءَ ڪري ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

ٿاور ٿوُ ڪر راکيءِ سوءِ - جوت دي وَٿي گهٽ مهه جوءِ  
ٻاهر پيتو پئيا پرگاسُ - تب هوُ ٿا سگل ڀرم ڪا ناسُ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، وار (٧)

اي بندا، جي توُن خوُد سرير آهين ته پوءِ توکي سرير جي شوُنق ۽ روڳ جي ڪيئن هوُند پهچاڻ پئي؟ ۽ جي توُن سرير نه آهين ته سرير جي سکن لاءِ ڇو تون پنهنجي ڪين؟ جي توُن خوُد اندريوُن آهين ته پوءِ توکي اندرين جي رس جو چشڪو هوُند ڪٿان اچي؟ جي توُن خوُد پراڻ آهين ته پوءِ توکي موت جو خوف هوُند ڪيئن محسوس ٿئي؟ جي خوُد توُن من آهين، ته من جي مستيءَ جو هوند ڪيئن مظاهرو ماڻي سگهين؟ جي توُن خوُد بُڌي آهين ته سڀني جا چرتر هوند ڪيئن ڏسي سگهين؟ اها ڪا ٻي وستوُ تو ۾ آهي جا جاڳندي، ننڊ يا سپني ۾، سرير، اندرين، پراڻ، من ۽ بُڌيءَ جي حرڪت، هلچل ۽ ڪاروائيءَ جو احساس ڪري رهي آهي ۽ جڏهن جي جسم مان عدم پيدا ٿيڻ تي سرير، اندرين، پراڻ، من ۽ بُڌيءَ سڀني جي هلچل بند ٿي وڃي ٿي. اهائي وستوُ توُن پاڻ آهين. توُن خود آتما آهين ۽ برهم روُپ آهين. آتما ديهه ڌاري آهي، پر ساڳئي وقت آتما سيتل، ستيه، نرليپ، نرنجن، اننت، اکنڊ، امر، انادي، ابناسي، سُيم پرڪاش، خود روشن، ساکشي روپ، سک روُپ، برهم روُپ ۽ جوت سروُپ آهي. انهيءَ ڪري چئي، اي بندا، توُن ديهاڌڪ، درشيه ۽ ادرشيه پدارٿن پرتيان ٿيو ٿو پنهنجين جي سڀ پيدا، بندن روُپ ۽ ناسونت آهن. پاڻ پڇاڻ، پاڻ پڇاڻ! آتما کي جاڻڻ ته پرماتما کي پائڻ جو ته ٻئي هڪ آهن، هڪ هئا ۽ وري هڪ ٿي سگهن ٿا. آتما سچائي ۽ سچيت ٿئي ڪان پوءِ، درشٽا ڏٺي ٿي ۽ من درشٽا مان ادلجي، خود درشيه ڏٺي ٿو.

اي بندا، توُن ڪيئن پاڻُ سڃاڻندي؟ من کي من سان جاچ، ڏسُ ۽ ٻُڌ. من جي سڃاڻنگ تي ويهي، ويچار ڌارا کي جاچ ته ويچار ڪهڙي قسم جا آهن، ڪٿان ٿا اُڀرن، ڪٿي ٿا پهچن، ڪنهن سان ٿا ٽڙن، ڪٿي ٿا لهن، ڪٿي ٿا ڍهن ۽

اِنهيءَ دوران ۾ ڪهڙا اُمنگ، اُساهه، اُلهڻ ۽ اُفسانا ٿا پيدا ٿين ۽ ويچار ڌارا ۾ ڪهڙي
تبديلي اچي ٿي. مطلب ته ويچار ڇا ڇا چوندي آهي ۽ ڇا ڇا تسليم ڪري ٿو، ڇا سان ٻرچي
سڙجي ٿو ڇا ۾ ڪُرڪي ڪنبي ٿو، ڇا ۾ سنتوش ماڻي ٿو ڇا ۾ اَسنتوش پوکي ٿو، ڇا سان
چڙهت چڙهائي ڪري ٿو، ڇا سان ولدر وروڌ ڪري ٿو ۽ ڇا ۾ غم يا غنيمت ڏسي ٿو؟
ويچارنا جي وهڪري ۽ ترت تبديلين جي تلاش ۾ رهه. حقيقت شناس ٿي ۽ اِنهن جاچيندي ته،
نه ڪنهن ويچار جي ساک ڪر، نه نندا ڪر ۽ نه پنهنجو ڪر. رڳو پيو جاچ ۽ جاچ،
ٿي رهه ساکشالڪار سمان.

اُنهن کي ڏٺي ڏسي اندر ۾ ٿيڻ ته ڪم ۾ ڪم ٿي وڃي يا غيب ۾ غائب ٿي وڃي.
اِهو آهي سچو ڌيان ۽ ڌارنا. ڌيان ۽ ڌارنا جو لڳاتار ابياس آهي سچي شُڌ سمادي. اهڙيءَ
طرح من جي ويچارن جي ويچارڻ جو پيو اَبياس ڪر. جهڙيءَ طرح چوڪيدار جي اک ٻوٽڻ
سان چور جي چرپر بدلجي يا بند ٿي ويندي آهي، اهڙيءَ طرح من کي من سان جاچڻ
سان، من جي ويچارن جي هلچل بدلجي يا بند ٿي ويندي آهي. پوءِ ٿي من جي اڌاري
سڀاءَ جو ڀيد کلي پوندو ته ڪيئن وڪاري ڪامنائون، وڪاري ويچارن ۽ ڪرمن ۾ بدلجن
ٿيون. من جي چيتن طبقي ۾ شانت اچڻ سان، اَچيتن طبقي جي شڪتي شروع ٿيندي،
من جي اَصلي سڀاءَ جي پروڙ پوندي ۽ سچي سُڌرم جي سڃاڻپ ٿيندي. من جي رچي
۽ ورتي سرپرڪ، ٻوڌڪ، مانسڪ ۽ ڀاونائمڪ سطح تان هٽي، پرمارٿڪ، اَڌياتمڪ، آتمڪ
۽ ايشورڪ سطح تي پهچندي. ٻُڌيءَ جي سمت وارو پاسو ڦري من طرف ٿيندو ۽ آتما،
من جي گديءَ تي براجمان ٿيندي. اُنهن نظر گاهه ڦيرائڻ بعد، اُونده جو اَبر اُڏامي ٿو،
آتما جي آبحيات اَندوان اَلست ڌارا وهي ٿي، قلب مان ڪاڻ نڪري ٿي، من جي مرجهايل
مُکڙي وري ٽڙي ٿي، وصال جو ورق وري ٿو ۽ ستيه جو ثبوت ملي پوي ٿو.

اِهو آهي گيان جو پرڪاش جنهن جي پرگهٽ ٿيڻ سان، پرڪرتيءَ جي پرپنچ ۾،
قدرت جي ليلا اَندر، سڀ ڪرياؤن ٿينديون پيون، پر ڪنهن موهه، آنڪ، پاڳيداريءَ
۽ حصيداريءَ جي، پرماتما جي ڀاوان ۽ پرماتما جي نالي ٿي. من جو اڳيون سڀاءَ مٽجي وڃي،
اَصلي سڀاءَ ۽ سچو شُڌرم پرڳٽ ٿيا آهن. من جا پراڻا پَر جن تي اُچي پرواز ڪندو هو،
سي ڀاڳمراد، پر ڪنهن ڪوشش، ڪشالي يا کهڪاءَ جي، ڪرجي ويا، جيئن وڻ جا پراڻا
پن ڀاڳهي پوري وقت تي اُچي پت تي پوندا آهن. من جي مستي پگران جي پاڻي ۾ پچي
پئي. ساري سنسار ۾ هڪ ٿي جيون ڌارا ڏسڻ ۾ اچي ٿي. اِنهيءَ اوستا بابت گرو
اَرجن ديو فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| آتم رام سرب مهه پيکُ - پُورن پُور رهيا پربهه ايکُ | راڳ رامڪلي، محلا |
| رتن اَمول رديءَ مهه جانُ - اَپني وستُ تُون آپ پڇانُ. | پنچوان، شبد (۳۰) |

اي ٻندا، اِهو آهي ”ٻاڻ ٻڇاڻ“ يا گيان جو پرڪاش، آتما جو پرڪاش ۽ پرماتما جي پراپتي. جيئن سورج جي روشنائي رات جي اونداهي کي غائب ڪري ٿي، تيئن گيان جو پرڪاش اگيانتا جي اونده اَلوپ ڪري ٿو ۽ من جو ڪومل ڪنول گل کُلي، ٽِڙي پوي ٿو. جو من واسنائن ۽ ڪامنائن جي رس ۾ رُڌل هٺ ڪري، پَدل ۽ ٻـوٽيل هئو، سو هاڻي حضيداريءَ جا حق ڇڏي، الڳ ۽ اَليپ رهي، نرليپ ٿي پيو آهي. شانت سڀ ٿي چڪو ٿو، جاڳي سجاڳي ٿو ۽ سچائي سچ ۾ سمائجي ٿو. اهڙو من هر جيو ۾، هر وستوءَ ۾ ۽ هـر حالت ۾ نوراني نُور پسي ٿو ۽ الاهي آواز ٻڌي ٿو. انهيءَ اسرار جـو اُپاءُ الله لوڪ ڪن ٿا ۽ ٻاڻ ۾ جوت جڳائي، جڳت کي روشنيءَ جي راهه ٻڌائين ٿا. پر ڪو ڏسي، سڃاڻـي ۽ سمجهي! باقي لوڪ ته پيو رڳو پڙهي ڪي ٽاڙي، چوطرف ٽـوڙي ۽ نقطچيني ڪري ٻين پنهنجي ڪم فهمي، ڪوتاهي ۽ ڪمزوري نظرانداز ڪري. اُهـڙا انسان پنهنجي اگيان ۽ اوديا باعث اَڻڄاڻ رهن ٿا ۽ ٻين جي ڪميءَ پيشيءَ بابت ڪن ڪچا ۽ زبان تيز رکن ٿا. اُهي ڪيئن ۽ ڪڏهين ٻاڻ ٻڇاڻيندا؟

اي ٻندا، تون به انهيءَ ٻاهرمکيءَ جي ٻيڪڙ ۾ اچي، پيو ٿو اندر جا اهنج ۽ عذاب سهين ۽ ڏکن ڏولاوَن جا ڏيهاڙا ڪاٽين. وصل جا وسيلا وڃائي، وصال کان وانجهيو ويٺو آهين. خبر هوندي بيخبر ۽ ڄاڻ هوندي اَڻڄاڻ رهين ٿو. سمرٿ هوندي، اسمرٿ بڻجي پيو آهين. ڇو؟ ڇو جو ڪڏهين ايڪانت جي اوٽ ۾، انهيءَ سوال جوابيءَ جـو سهارو ڪونه ورتو اٿيئي ته مان ڪير آهيان، ڪٿان جو آهيان ۽ ڪيڏانهن پيو وڃان؟ ڇـا ڪرڻ گهرجي ۽ ڇا ڪريان پيو؟ مِٿيا تان مفتون آهيان ۽ مستقل جو مخالف آهيان! ستيه ۽ استيه جو فرق پلجي ويو آهيان!! سربرڪ سواد ۽ سنساري سنبنڌ سڀ جڙ پدارٿ آهـن ۽ ننهن ڪري استيه آهن. آتما ئي ستيه آهي، جيون جي جيوت آهي، جانِ جـي جان آهي. تون ٻاڻ ٻڇاڻڻ پيو ته ٻڇاڻيندي ڪيئن؟ ٻڇاڻ پوري ڪر ته ٻڇاڻ جو پتو پئي. آتما رڳو شبدي وچار، ڪيول ڪلپنا يا مڪ نام نه آهي. آتما جي احساس آئي پيا، نه اونده ملي ۽ نه پرڪاش ٿيو. من جي جاڳڻ ۽ موڙڻ کان پوءِ ئي سياڻيءَ ۾ سمائي ايندي. جڏهين من رضامند ۽ رفيق بڻبو ته ترت ئي آتما رقيب ۽ رهنما ٿيندي. آتما جو اُجالـو هردم هڪيو اڪيو حاضر رهي ٿو ۽ من معرفت حاصل ڪري سگهجي ٿو. اها حبيبن جي هدايت آهي جا پيالي‌ءَ پِياني، چت سان چورِ، هٿين سان هنداءِ ته چيتنتا چمڪي، ڏُشت ڀڄي دُور ٿئي، ڏنوبه ٻـڏي، ٻهڪي، لڪل نعمت نروار ٿئي، الاهـي عبرت جـو اُتر زبان ٿئـي. انـهيءَ سچي ساڌن جـي لڳاتـار لڳـڻ لڳندي تـه لاڀا سڄايا ٿيندا. ڪارو ڪوٽلو به اگنيءَ جي جوالي ۾ جلي لال ٿئي ٿو تيئن تون به انهيءَ اُتم اُپديش سان، آتما آزاد ڪري سگهين ٿو، پيڙ ۽ پرم پڇاڻي سگهين ٿو ۽ ڪرمن جو ليکو لٽائي سگهين ٿو.

پوءِ سڀ ۾ ساڻينءَ جو سروُپ ڏسندا، ايشور جو اَنس ٿي، انساني ايڪتا جو اڻتاءُ ٿيندا، هردي جي گهاگهر ۾ سمورو ساگر سمائيندا، پرم پُرک ۽ آنند سروُپ جي استٿيءَ ۾ ايندا. اها استٿي آهي فنا مان بقا جي يا قبض مان بسط جي. انهيءَ امرت سان اندران روح رس جي پيت ڪرڻ ٿي ليکڻي آهي.



# باب چوٿون

## من سان ريجهه رهاڻ

### (١) مانش جنم درلڀ

(١) لکه چوراسيهه ڀرمتي – دُرلڀ[1] جنم اُپائيو
ري مُوڙهي – لوڻ هوڇي[2] رس لپٽائيو
اُمرت سنگ بستُ هي ليري – بِکيا[3] سنگ اُرجهائيو
رتن جنم هيرو سنجن[4] آئيو – ڪاڻر[5] لادِ چلائيو
جهه گهر مهه لُڌ رهيا بسيا – سو گهرُ چيت نه آئيو
اَٽل[6] اَکنڊ پراڻ سکدائي – اِڪ نمکُ[7] نهي ته آئيو
جهان جاڻا سو ٿانءُ وساريو – اِڪ نمک نهي منُ لائيو
پُتر ڪُلتر گرهه ديکه سمگري[9] – اس هي مهه اُرجهائيو[10]
جِمع کو لائيا تيت هي لاڳا – تئسي ڪرمُ ڪمائيو
جهُه پکيو ڪرپال ٺان ساڌ سنگ پائيا – جن نانڪ برهمُ[6] ڌيائيو.

[ راڳ مارو، محلا پنجوان، اشٽپدي (١) ]

(١، ر ٠) 

(٢) لکه چوراسيهه ڀرميا – دُرلڀ جنمُ پائيوءِ
نانڪ نامُ سمال تُون – سو ڏِن نيڙا[11] آئيوءِ.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٢٢)

(٣) ڀائي ري – ڀرمت[12] ڪاهي جگ آئيا
پوري گور ڪي شيوا نه ڪيمي – پرتا[13] جنم گوائيا.

سري راڳ، محلا پهريان، اشٽپدي (١)

(٤) سُمت[14] سمهت ديکه[9] اُهه من گُرپيا[15] – رام رِدي[16] ني ڪوٽيا
اُوِر مرت ماٿيا من ٽولي – تو[17] [18] پڳه[19] مکه جنم وِگوئيا[21].

سري راڳ، پهريان، ٻيٺي، شبد (١)

---

١. اُموالڪ. ٢. آشٿ، وڪاري. ٣. وش. ٤. خريد ڪرڻ لاءِ. ٥. ڪلر. ٦. پرمالما. ٧. ڪڻ، ٿل. ٨. استري. ٩. دنيري پدارٿ. ١٠. گٿو پيو آهين. ١١. ويجهو، نزديڪ. ١٢. خالي، رهت. ١٣. اُجايو، وئرٿ. ١٤. پُت. ١٥. اهنڪار ۾ پرچي ويو. ١٦. وڃاڻي، وساري ڇڏيو. ١٧. مرڻ ڪانهوءِ. ١٨. لڪڻ، ڏٺڻ. ١٩. پاڳه. ٢٠. اُلر. ٢١. وئرٿ وڃايو.

(٥) سَنتن سيني رنگ نہ لائي - ساڪت سڏ[1]، وِڪرم[2] ڪمائي
ڏُلڀ ديھہ ڪوڙي اڳياني - جَڙ آڻي آپ اپاڙي[3] جيڪو.

راڳ ماجھ، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(٦) لِشنا اڳن جليءَ سنسارا - لوڀ اُيمان بھت اَھنڪارا
مر مر جنمءِ پت گوائي - اَپڻي پرتا جنم گواوڻيا.

راڳ ماجھ، محلا تيجا، اشٽپدي (٣)١٨

(٧) دوُجيءِ[4] ڪاريءِ لڳ - جنم گوائيءِ
وِڻ ناويءِ - سڀ وِش ٻجھيءِ[5] ڪائيءِ.

راڳ ماجھ، محلا پهلا، وار (١٤)

(٨) تؤن ڪانيا رهيڪھ[6] سمنتر - اَنڌ ڪيا ڪرم ڪمائيا
ڪر چوريءِ مسيءِ جا ڪڇ ليڻا - تان مِن پلا پائيا[7]
هَلِت نہ سويا پلَت[9] نہ پوني - اَھلا[10] جنم گوائيا.

راڳ گؤڙي، محلا پهلا، شبد (١٣)

(٩) رَتَن[11] گوائي سونڪيءِ - ڏُوس[12] گوائيا ڪساء
هيري جنسا جنم هيءِ - ڪوڏي بدليءِ جاء.

(١٨)

(١٠) ڏُرلڀ ديھہ پاء مانش ڪي - اَرثا[10] جنم سراويءِ[13]
مائيا موھہ مها سنڪت بَن[14] - تاسمُ رچ اُپجاويءِ.

راڳ گؤڙي، محلا نائون، شبد (٦)

(١١) رَتن جنم اَپنو ائيءِ هاريو - گوبند گت نهي جاني
نمک نہ لِين[15] پئيو چرنن سم[16] - اَرثا[20] اَوڌ[13] سِراني.

(٨)

(١٢) ڦَقا ڦرت تون آئيا - دُرلڀ ديھہ ڪلجگ مهہ پائيا
ڦِر اِيا اوسر[17] چڙهيءِ نہ هاٿا - نام جپهُ نہ ڪٽيهہ ڦاسا.

راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پؤڙي (٣٨)

(١٣) ساس[18] گراس ڪو داتو ٺاڪر - سو ڪيمُ منھہ بِساريو ري
هيرا لال اَمول جنم هيءِ - ڪوڏي بدليءِ هاريو ري.

راڳ گؤڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٦)

(١٤) اي من ميري باولي - هر وسَ چاکہ ساد ٻاء
اَن[19] وسَ لاڳسا تون ڦرهہ[20] - بِرٿا جنم گواء.

راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (١٥)

---

١. مدمڪ، نؤرڪ. ٢. ڪڪرم. ٣. پٽي ٿو. ٤. دنيا پاڻ، ٻيائي. ٥. ٻهرڄ. ٦. سڄي زندگي سنسار. ٧. وڌندو هو. ٨. هي لوڪ. ٩. پرلوڪ. ١٠. اجايو، وئرٿ. ١١. واسع. ١٢. ڏيھن.
١٣. گذاري ٿو. ١٤. دک. ڏينڌڙ جهنگل. ١٥. پريت. ١٦. عمر، زندگي. ١٧. وقت، ويل.
١٨. روح. ١٩. ٻيا سڀئي. ٢٠. ڦاسجن ٿو.

(۱۵) ٽُٽي ٽَنِچ ڪرهه ڪيا پراڻي - ڳهڙي ڪ مهت ڪ اَبِ چلتا
جؤٽي جنم نـه هارُنه اَپُٽا - پـاڇ پڙ٤ نـبم هـو سرٽـا.
(واڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (۱۴))

(۱۶) ڪاَرب لاڪا جاهه مُڪد مـن - اَليه ڪئيا پڇتاوهي
اَهنڪار ڀـوشنا روڳه لڪا - ڀـرتا جنم ڳواوهي.
(واڳ آسا، محلا ليجا، چنت (۶)۲)

(۱۷) جنهي اَنسا هو نام نه چيتيو - سي ڪاهي جڳه آئي رام راجي
اِهه ماڻس جنم ڏُلڀ هـي - نـام ٻنا ٻرٿا سب جاٽي.
(واڳ آسا، محلا چوٿان، چنت (۲)۱۱)

(۱۸) ٻرالي ڪاهي ڪٽُ لـوڀ لاڳي - رلن جنم ڪونيا
ٻوُرب جنم ڪـرم ڀُـوم - ٻيج نـاهي ٻوٿيا.
(واڳ، آسـا، ڪبير صاحب شبد (۲۳))

(۱۹) ڪهت ڪبير ٻنچ ڪـو جهڳڙا - جهڳـڙت جنم ڳوائيا
جؤٽي مائيا سـب جڳه ٻاڌيا - ميع رام رمت سک ٻائيا.
((۲۵))

(۲۰) جـن هر هر هر رس نامُ نه پائيا - ٽي ڀاڳه هيڻ جـم پاسِ
جو ستگور سرڻ سنگت نهي آلي - ڌِرڳه جيوي ڌرڳه جيواس.
(واڳ، گوجري، محلا چوٿان، شبد (۱))

(۲۱) ماڻس جنم ٻُن ڪر پائيا - ٻـن ناوي ڌِرڳه ڌِرڳه ٻرٿا جاٽي
نام ٻنا رس ڪس دکه ڪاوي - مکه ڦيڪا ٿُڪ ٿُڪ مکه پاٽي.
((۴))

(۲۲) دکـه سکه ڪرت مها ڀـرم ٻوُڌر - اَنڪ جنم ڀـرميٽي
رلن جنمُ ڪوئيو ڀـوڀ ڀسريو - اِهه اَوسر ڪـت ٻهٽي.
(واڳ گوجري، ڪبير صاحب، شبد (۱))

(۲۳) ڪِرت ڪماڻي دکه سهه ٻراڻي - اَيڪ جوُنِ ٻرمائيا
مها مـوهني سـنگ راتا - رتـن جـنم ڳـوائيا.
(واڳ ڀهاڳڙا، محلا پنجوان، چنت (۲)۷)

(۲۴) هـو رسُ نـه پائيا ٻـرٿا جنم ڳوائيا - جنمهه وارو وارا
ٻشٽا ڪي ڪِيڙي ٻشٽا ماهه سماڻي - مـمکه مُکد غُبارا.
(واڳ سورت، محلا ليجا، شبد (۴))

---

۱. چـل ول، لکي. ۲. اَهنڪار، هست. ۳. ڌ ٻائيو. ۴. اڳين. ۵. ٻوکير. ۶. ٻنج وڪار. ۷. اَجاٻو، وئرت. ۸. اَجا ٻـ جيٽڻ جـي آس. ۹. ٻيج. ۱۰. ملندو، پائيندي. ۱۱. ڪيل ڪـرم. ۱۲. ڦري ڦري. ۱۳. وششا. ۱۴. اَکيان جي اوُندهه.

(۲۵) بيد پُران سِمرِتِ[1] کي مَتِ سُن - اِمڪ نه هِيئَي پَساوي
ہر ڏن ہسر[2] دارا سمُ رچيو - رِہ ہرلسا جنم سراوي.

واڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (۷)

(۲۶) رتن رام گهٽ[3] هي کي ہِتر - ناکو گيان نہ پائيو
جَنَ نانڪ پکوت پجن پِن - ہرنا جنم گوائيو.

واڳ جئسنتري، محلا ناوان شبد (۱)

(۲۷) مالي لسي جِن ساڄيا[5] - کر ڏرلڀ ديهه
اُنڪ چِدر[6] مَن مهه پکي - نِرمل دِرشٽيهه[7].

واڳ بلاول، محلا پهچوان، شبد (۴۷)

(۲۸) جُرا[8] جيون جوبن گئيا - ڪڇ ڪيئا نہ نيڪا[9]
اِهه جيئڙا نرملڪر - ڪوڏي لگ ميڪا[10].

واڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (۳)

(۲۹) مِتِيا[11] وسمت سمت ڪر مانيو - هَٺ[12] لائيو سٽ مَوڙ[13] اَگيانِي
ڪام ڪروڌ لوڀ مَدّ[12] ماتا[13] - ڪوڏي بدلي جنم گوانا.

واڳ مارو، محلا پهچوان، شبد (۱۹)

(۳۰) لکہ چوراسيهه جون سَباني[15] - مانس ڪئُ پرڀ ديئي وڌائي
اِس پوڙي[16] لي جسو نرُ چوڪي[17] - سو آءِ جاءِ دک پائدا.

واڳ مارو، محلا پهچوان، سولهر (۲) ۵

(۳۱) وي سمت وي اِيت[18] وي پُر پانن[19][20] - بهڙ نہ ديکيو آءِ
ڪهت ڪبير رام کي نه سمرهُ - جنم اَڪارٿ[21] جاءِ.

واڳ کيدارا، ڪبير صاحب، شبد (۶)

(۳۲) جَگت اُپاءَ ڪُڊ ڏنڍي لائيا - پوُنڌي[22] ڪار ڪمائي
جنم پدارث جوُئي هاريا - شبدي سُرت نہ پائي.

واڳ پيرڀ، محلا تيجا، اشٽپدي (۵) ۲

(۳۳) ڪاهي ڪَلرا سڄهُ[23] - جنم گواوڻ
ڪاچي ڍهگه[24] ڍوال[25] - ڪاهي گڇ لاوڻ.

واڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (۹)

(۳۴) ڪها ڪهه مي اُپني ڪرني - جِهه پِڌ[26] جنم گوائيو
ڪهه نانڪ سڀ اوگن موُن مي - راکِ ليهه سرنائيو.

واڳ سارنگ، محلا ناوان، شبد (۴)

---

۱. سِمرتيون. ۲. پرائي اِستري. ۳. هردي. ۴. اَلدر. ۵. جوڙيا. ۶. وڪار، پاپ. ۷. نوُراني نظر. ۸. پيرايو. ۹. نيڪ ڪم، سڪرم. ۱۰. وانگر. ۱۱. نـاسونت، اي ڊنا. ۱۲. پرلي، اٽو. ۱۳. موُرک. ۱۴. نشو، شراب. ۱۵. کل، ..ڙيوني ۱۶. ڏاڪو، پد. ۱۷. پاڇي، ڏکو کائي. ۱۸. پٽ. ۱۹. مال ملڪيت. ۲۰. ڳوٺ ۽ شهر. ۲۱. اَجايو. ۲۲. پڇڙي، اجوڳ. ۲۳ ڪنا ڪيو. ۲۴. ڍهڻي آهي. ۲۵. سريو. ۲۶. طرح سان، نموني سان.

(٣٥) ڪاٽا پيٽا هسٽا[1] سوٽا[2] - وسر گئيا هي مرٽا

خصم[3] وسار خواري ڪيئي - ڌرڪ جيوڻ نهي رهٽا.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (١)

(٣٦) ڪبير مانش جنم ڏلڀ هي - هوءِ نه باري[4] بار.

جيئن بن[5] ڦل پاڪي[6] ڀُئن[7] گرهه - ڀهڙ[8] نه لاگي ڏار[9]:

سلوڪ، ڪبير صاحب (٣٠)

(٣٧) من مائيا مين ڦند[10] رهيو - بسري گوبند نام

ڪهه نانڪ بن هر ڀڄن - جيون ڪوني ڪام.

سلوڪ، محلا ناوان (٣٠)

---

١. کلڻ. ٢. سمهڻ. ٣. پرماتما. ٤. وري وري. ٥. وڻ. ٦. پڪڙ، پڪل. ٧. زمين تي.
٨. وري، پيهر. ٩. ٽاريءَ تي. ١٠. ڦاٿو پيو آهي.

# مانش جنم دُرلڀ.

مانش جنم بابت جهڪي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ وچن آيل آهن تن مان چونڊ
وچن هتي ڏنل آهن. چوراسي لک جوڻين ۾، صاحبن مانش جنم کي دُرلڀ ۽ امولڪ
ٺهرايو آهي. دُرلڀ ڇو آهي؟ هڪ ته اَلانيءَ ڪيترن جنمن جي پڄ ۽ سڪرم ڪاڻهوءِ تسو
نصيب ٿئي. ٻيو ته مانش جنم هر هر، وري وري ڪونهِ ٿو ملي. جي وڃائڻ ويو ته وري
ٻيهر اَنيڪ جوڻين ۾ چڪر ڪاٽڻا پوندا. اهي جوڻيون بيشمار لڳون جون آهن جهڙوڪ
جيت، پکي ۽ پسون. ڪي اُڀج يعني زمين مان پيدا ٿين، ڪي سيتج يعني پگهر مان،
ڪي آنڊج يعني بيضي مان، ته ڪي جيرج يعني جيري مان.

مانش جنم اُمولڪ ڇو آهي؟ مانش جنم ۾ ئي جيو آتما ۽ پرم آتما جي گڏجاڻي ٿي
سگهي ٿي ۽ جنم مرڻ جو چڪر هميشه لاءِ ختم ٿي سگهي ٿو. ديو ديوتائون به مانش جنم
جي ريس ۽ سَڌ ڪندا آهن ڇو ته ڪين به سڪرمن جو ڦل ماڻي، وري ٻيهر جنم وٺي، جيون
ياترا جو سفر اَڳيان چالو رکڻو آهي، جيستائين آخرين منزل تي پهچي مڪتي پراپت ڪن.
سو منش ديو ديوتائن کان به هڪ ڏاڪو اوچي پد تي پهتل آهي. ديو ديوتائن کي اَڳيان جنم
يا جنم وٺي پوسياڳو پار ڪرڻو آهي ۽ آواگون جو چڪر پورو ڪرڻو آهي. باقي منش کي
انهن لکين لتاڙڻ جو وجهه هن جنم ۾ ئي هٿ وس آهي، جيئن هو هميشه لاءِ، پاڻ کي
وري جوڻين جي پوڄڻائن ۽ عذابن کان آزاد ڪرائي سگهي ٿو.

تنهن ڪري مانش جنم کي سچن هيرن، رتن، لعلن ۽ جواهرن سان ڀيٽيو ويو آهي.
جيو لاءِ مانش جنم سچي سمپتي، پونجي ۽ پدارٿ آهي، جنهن ذريعي هو جيون ياترا جي
سڦلتا پائي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري ئي کيس اشرف المخلوقات جو خطاب عطا ٿيل آهي.
منش، جي انهيءَ ڏاڪي تان ڪريو ته وري تانءِ نه پائي سگهندو. وري جدا جدا جوڻين
جا ڪشٽ ڀيو ڀوڳيندو جيستائين اهو ڦيرن چڪر آخر ختم ٿئي. پر جي جيو، جيون ياترا جي
صحيح رستي تي قدم رکي، اڳتي وڌندو هلي ته پوءِ کيس ڪوبه خطرو ڪونهِ آهي،
چاهي هو وات تي ڏکا به کائي، ٿڪجي پئي به رهي، پر آخرين منزل تائين نه به پهچي.
وري اڳلي مانش جنم ۾ هن سان اڳيان سڪرم ساٿ ڏيندا ۽ جيون ياترا ۾ اڳتي وڪ
وڌائيندا، تان جو منزل مقصود ملي. چڱا ڪرم منزل تي نيٺ پهچائين ٿا ۽ برا ڪرم منزل تان
موٽائين ٿا. اهو آهي ڪرم جو قانون جو اڳيئي سمجهايو ويو آهي. سو روحاني منزل تي قدم
رکي، اڳتي وک وڌائڻ هر منش جو ڌرمي ذمو آهي.

انهيءَ مد نظر تي، صاحبن جيو کان سوين سوال ڪيا آهن، ڪٿين ڦٽڪارون ۽
لعنتون هنيون آهن ۽ انيڪ هدايتون ڏنيون آهن ته اي بندا، تون پنهنجي زندگيءَ تي

سرسري نظر گهماءِ، پنهنجن ارادن ۽ اچارن جو آئينو واچ، پنهنجن وچارن جي وهڪري
وٽ ۽ پنهنجي واٽ ۽ ڪرتيءَ جو پورو ميل لڳاءِ ته ڪرڻو ڇا هو ۽ ڪرڻ ڇا ٿيو؟ اگيانتا
جي اونده ۾ ۽ ترشنا جي تلوار ۾، تون پنهنجو اَمولڪ جنم وترت ويٺو وڃائين ۽ پنهنجن هٿن
سان ويٺو پنهنجون پاڙون پٽين. پوءِ تنهنجو تدارڪ ڪير ڪندو؟

اي بندا، تون سرير جي سوادن ۾ لڳو پيو آهين. اهي سڀ وس جوڳا، وش وانگي
آهن ۽ جيون پاترا ۾ ڪنهن به ڪم جا نه آهن. مٽ، مائٽ ۽ مترن جي موهه ۾ ڦاسي، تون
ڪيترا نه پاپ اَپراڌ ٿو ڪرين؟ اُنهن جو ڦل توکي اَڪيلي سر ڀوڳڻو پوندو. اُلي اُهي سائي
ساٿ ڪونه ڏيندا. پوءِ ڪنهن جي لاءِ تون پيا ٿيءِ، ڪپٽ، ڪميت، ڪمت، لوڀ،
لالچ، ڪروڌ، وير، وروڌ، لکيءَ، دولاب، دوکيبازيءَ يا وساهه گهاتيءَ جا بار پنهنجي
سر مٿان چاڙهين؟ ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| ٻراني ڪاهي لوڀ لاڳي - رتن جنم کوئيا. | راڳ آسا، ڪبير |
| پورب جنم ڪرم ڀوم - ٻيج ناهي ٻوئيا. | صاحب، شبد (٢٢) |

هري هردي ۾ ۽ تون ڀٽڪين پيو ٻاهر. نه ستگُرو جي سيوا ۽ نه شبد ۾ سُرتي. ست
جي سنگ بدران ساڪت جو سنگ. رام نام جو رس ڪوڙو ۽ اندرين جا رس مٺا لڳنئي.
من ميرو ۽ ديهي اُجل. ڏينهن وڃي ڪاٽ ۾ ۽ راتيون سمهڻ ۾. اهين زندگي گذري عيش
عشرت ۾ ۽ حرص حواس ۾. ويدن، پُراڻن ۽ ڌرمي شاسترن جُون سکيائون سڀ وسري وئون.
هاٽي مرڻ به ياد ڪونه آهي، نه ڪنهن ڏينهن هلڻو آهي ۽ اُن لاءِ توشو گڏ ڪرڻو
آهي. اَصلي گهر پنهنجي وڃڻ ۽ هن بيبقا گهر سان نينهن لڳائي ويٺو آهين. سون جي ڪاڻ
ڪان کسڪي وڃين ڪلر ۾ ڪريو آهين. هيري جهڙو جنم تو جوئا جي داو ۾ ڪوڏيءَ جي
مله ۾ وڪڻي ڇڏيو. پنهنجي پاڙ پٽي ڇڏيئي. ڪُوڙ کي سچ سمجهي ويٺين. هي ڀاڳهيڻا،
بدبخت بندا، تو ٻاولي من جي قيدي ۾ ڦاسي، پنهنجي جيون جي ستيا ناس ڪري
ڇڏي آهي. پنهنجي ڪئي جو نه ويڄ نه طبيب. پنهنجي ڪرمن جا ڏک توکي ئي
سهڻا پوندا. وشنا جي ڪيڙي مان، ٻيا توکي مانش جنم جي پدويءَ تي پهچائيو آهي ۽
تون هٿ وٺي هاسڪار وري پاڻ کي ساڳيءَ ڪڙيءَ تي ڪيرائڻ لاءِ تيار ٿيو آهين. جي
هن ڀيري به مانش جنم هٿان ويو ته پوءِ وري ڪيئن هٿ چڙهندو؟

اي بندا، اڃا به وقت ويو ڪونه آهي. ستگرو جو سمو هر وقت موجود آهي. جيڪو
صبح جو ڀلجي شام جو گهر موٽي به اَچي، ته هو ڀليل نه ليکبو. گذري گذريءَ کي ياد نه ڪر،
جيتوٽيڪ اُهو هرگز پلٽجي نه ٿو سگهي پر آئيندو اُوس سڌري سگهي ٿو. اُميد نه لاهه،
همت نه هار. جو سڀان ڪرڻو آهي سو اڄ ڪر ۽ جو اڄ ڪرڻو آهي سو هينئر ڪر. پڇتاءُ،

پرائشچت، پيار ۽ پرارٿنا سان سڀ سولي ٿيندي، من جي مستي مٽبي ۽ سمت جي سُرتي جاڳندي. سائينءَ جي شرڻ ۾ اچ ته ڪرپا جو ڪٽو ملنديئي. اهو ڪٽو ئي ڪينچ ڪندو، رڳي لال ڪندو ۽ سڀ سان ملائيندو. منگتو ٿي، مالڪ کان اها مانگ ڪر، اهو پڪو پاءُ ته ورني جهولي خالي نه رهندءِ.

ڪها ڪههُ ميءِ آئي ڪرتي - جِهه پِڏ جدرُ ڪوائيو      راڳ سارنگ، محلا
ڪهه نانڪ سڀ اؤگن مؤميءَ - راکِ ليهو سرانيو.      ناوان، شبد (۴)

جيون ٿا ته پرماتما جيئڻ هيءَ سرشٽي استاپن ڪئي، تتوُ وستن جو اوهمانڊ بڻايو ۽ پرڪرتيءَ جو پرپنچ ڪڙو ڪيو، تنهن کان پوءِ پرماتما کي پرسنتا پراپت تڏهين ٿي، جڏهين جڙ مان جيوُ جاڳيو، جو ته وڪاس جي رچنا ٿي، اها رچنا خاص خاصيتن ۽ خوُبين جي عمل ۾ آڻڻ تي منحصر ٿي رکي. مثلاً جڏهين پٿر پُري پاڻ ٿيو، سوُرج جي ڪرڻن، جل جي ڌارا ۽ واءُ جي سواسن هيٺانئينءَ جي وهڪ ورتي، تڏهين ئي پرٿوي سرسبز ٿي. انهيءَ سرسبزيءَ مان جيو جنتو، پکي پسوُن ۽ پراڻي ماتر لاءِ آهار آيو. پسن جي سرير مان امرت روُپ ۾ ڪير پئجي انسان جي پيٽ ۾ پيو. مطلب ته مالڪ جي ماڻڻ ۾، هر وستوءَ جي وڪاس جو مقصد آهي پاڻ ارپڻ ڪرڻ ته انهيءَ موُل شڪتيءَ مان، جيون وڌيڪ پهچي ۽ ڦلي ڦُلي. اهو ئي آهي انسان جي جيون جو مقصد. جيستائين پهنجي مقصد جي ٻوُجهه نه آهي يا سمجهه هوُندي بيسمجهائي ۽ بيپرواهي آهي، تيستائين انسان جي جيون پسوُنءَ سمان آهي. هوُ ايشور جي اَمر جو الڳهن ڪري رهيو آهي جو نه هردي، بُڌيءَ ۽ وويڪ هوُندي به، هوُ پاڻ کي کُن ۾ ڪيرائڻ لي ڪمر ڪشي بيٺو آهي. جو جيون روُني وڻ جي ڏار لي ٿيي، اها خوُد ڏار ڏاري رهيو آهي، تنهن کي ڪير بچائي سگهندو؟ جيون جو مقصد آهي جيون کي صحيح طرح سمجهڻ، بُڌيءَ جي ٻل کي استعمال ڪرڻ، وويڪ جي وات وٺڻ، هردي جي ڪوملتا، نرملتا ۽ اُدارتا ڦهلائڻ ته منُ سنساري ٻنڌن ٽوڙي، آتما جا ڪرمڪ ڪوش ڪٽجن ۽ جيو آتما ۽ پرم آتما وري هڪ ٻئي ۾ هڪ ٿي وڃن. انهي برهم گيان جي عمل سان ئي منزل مقصود تي پهچي سگهبو.

زندگيءَ جو اصوُل يا اِخلاق اهو نه آهي ته رڳو اڌ ٻوُرتا ڪجي، پهنجي پرواز جي پالنا ڪجي، ميريءَ ٿيريءَ جي ناس ۾ نيڪيءَ بديءَ جي ڀيد کان پلجي وڃجي، اجايون اميدوُن ۽ آسرا اُلهن ڪجن، خوُد مطلبيءَ، خوُد غرضيءَ ۽ سوارٿ ڀريءَ جو ساٿ وٺجي، اَلپجار ۽ اَنياءَ ڪجن، جذبات جي جوش ۾ جلجي، غصي يا غم ۾ گذارجي، ويسر وروڌ وڌائجي، سارو وقت سرگردانيءَ ۾ رهجي، جهيڙا جهوريءَ ۽ ڇڪتاڻ پاري ۾ نسبد حرام ڪجي، ڪشت ڪليش ۽ بيمارين پوئيتان اوسر ڪجن ۽ آخر نراسائيءَ ۽ نااميديءَ

۾ ٻساٽ نهرڙجي. اِئين عمر اجائي ويندي، عهد اقرار اُڏري رهجي ويندا ۽ جانب جي جدائيءَ جو داغ دائما قائم رهندو. اِها قسمت جي قضا نه آهي پر پنهنجي ڪمن ۽ ڪئن ڪرتوتن جو صحيح نتيجو آهي.

جيڪڏهين جيون روپي خزان ۾ بهار آڻڻي اٿئي ۽ سُڃ ۾ وسنءَ ورائڻي اٿئي ته اي ٻندا، لون پائي دنيوي فرض ۽ جوابداريون، فرض اَدائيءَ ۽ مريادا جي لحاظ سان نباهه پر چت نه اٽڪاءِ ۽ پنهنجي جيون جي مقصد کان منهن نه موڙ، پنهنجي ٿانءَ ٿان آئيو نه ڪاءِ ۽ اباڻو وطن نه وسار. اِئين وڃڃون ويندين ۽ پرانءَ کان پيو پري ٿيندين. ڪجهه سوچ، ڪجهه ساڃاهه. جيلا هٿون نه وڃاءِ نه ته پيو هٿ هڻندين. پاڻ ٻچاءِ. آتما جي آزاديءَ ۽ پرماتما جي پراپتي ڪاڻ ٿيندي. انهيءَ جو اُپاءُ ڪر. حياتيءَ لي پروسو ڪونه آهي. الائي ڪهڙي پل، پرائي ٻڪيٽڙو ۽ پکيڙي پرواز ڪري ويندو. وڃايل وقت وري نه موٽندو. صاحبن جا سلوڪ ٻسائي ۽ تصديق ٿا ڏين، دل کي دم دم دلاسا ٿا ڏين تہ اي ٻندا، جي ٻون روحاني راهه لي پختو قدم رکندين ۽ پي وات نه وٺندين نه ڪجهه پنهنجي ڪرمن جا ڪٽا ۽ ڪجهه دلاور جي دنيا جا داتا، ڪڏهين خاصي خوراڪ ٿيي، آتمڪ آهار ٿيو. آتما جي اڌر ٻُوراسا سري جي آجيوڪا ۽ اڌر پورنا کان ٻلڪل وڌيڪ ضروري آهي ۽ هن دولت ۽ امولڪ مانش جنم جو نيتارو آهي.

اِئين ڪرمن اَنوسار، آتما تي هن دنهيءَ ۾، ڪئين ڪرمڪ ڪوش چڙهيل آهن جي ۽ من معرفت، ڪئي سگهجن ٿا نه وڌي ۽ سگهجن ٿا. جي من جو لاهو. هيٺ، واسنائن ۽ ترشنائن ۾ آهي نه اُهي ڪوش وڌندا ويندا ۽ جوُئين جو چڪر چالو رهندو. پر جي اُڌر مٿي آهي ته ڪوش ڪٽبا ويندا ۽ اُهي ڪام آدڪ ڪڪر ڪم ٿيندي ٿيندي، آتما جو پرڪاش پکڙبو ويندو. انئين آتما آخرين آزاد ٿيندي. تنهن ڪري اي ٻندا، هيءَ سونهري موقعو هٿان نه وڃاءِ. ٻڌيءَ جي ٻل سان، من جي مُهڙ مٿي ڪر نه هيٺين واسنائن ۽ ترشنائن جو تاثير ٿيءِ اُلٽو ٿيجي.



## (٢) سنسار سپنو آهي.

(١) مِرتڪ[1] منڊل جڳ ساجيا - جِئن بالُو[2] گهر بار
بِنسَت[3] بار نه لاگئي - جِئن ڪاگد بونُدار[5]
سُن ميري منشا منئي ماهه - سَت[6] دِيک بيچار
سِڌ ساڌڪ گرهي جوگي - تج گئي[7] گهر بار. (١، ٠)
جَيسا سپنا رَئن[8] ڪا - تيسا سنسار
درِشٽمان سڀ بِنسَيئي[3] - ڪِيا لگهه گنوار[10]
ڪهان سو ڀائي ميت هئي - دِيک نئن[11] پسار[12]
اِک چالي اِک چالسهِ - سڀ آپني وار[13]
جن پُورا ستگُر سيويا - سي اَستَر[14] هئر دُئار[15]
جَن نانڪ هر[15] ڪا داس هئي - راک پَيج مُرار[15]
[ راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣١) ]

(٢) ڌَرتِ[16] آڪاس پاتال هئي - چند سُور[17] بِنسَاسي[3]
بادشاهه شاهه اُمراوُ[18] خان - ڍاهه ڍيري[19] جاسي
رنگ تُرنگ[20] غريب مَست - سڀ لوڪ سِڌاسي[7]
قاضي شيخ مشائڪا[21] - سڀي اُٺي[7] جاسي
پير پيڪابر[22] اوليئي[23] - ڪو ٿِر[14] نه رهاسي
روزا بانگ نِواج[24] ڪتيب[25] - وِڻ[26] بُجهي سڀ جاسي[7]

---

١. مرتڪ. ٢. واري. ٣. ناس ٿيڻ. ٤. دير ٥. ڦڙو. ٦. سچ. ٧. ڇڏي ويا. ٨. رات. ٩. جيڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ١٠. غافل. ١١. اکيون. ١٢. چوڌاري ڦيري ڏس. ١٣. وارو وٺي، واري مطابق. ١٤. نهچل. ١٥. پرماتما. ١٦. ڌرتي. ١٧. سج. ١٨. امير. ١٩. ڪَهرُ. ٢٠. گهوڙا. ٢١. سنت فقير. ٢٢. پيغمبر. ٢٣. اولياء. ٢٤. نماز. ٢٥. اسلام جا مذهبي ڪتاب. ٢٦. سمجهڻ.

(١٠) اَمرت هر ڪا ناءُ - سدا ڏيا نيتا
ست جِنان ڪي سنگِ - دکھ مِٽائيا
نانڪ پئي اَچنت - هر ڌن نهچلائيا.

راڳُ گوجري، محلا ٽيجا، وار (٢٠)

(١١) ڪوٽِ تراڌ تنهي ٽيري شيوا - درسن دوڪهَ اُتارهو
نام جپت مها سک پائيا - چنتا روگ بدارهو.

راڳُ دهر گنداري، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٢) سادهو سنگِ پئيا مِن اُدمَ - نام رتن جس گائي
مِٽ گئي چنتا سمر اَننتا - ساگر تريا پائي.

راڳُ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٤١)

(١٣) ڏر ڪي پائي آئي - اُن سگاي چنت مِٽائي
دئيال پرک مهروانا - هر نانڪ ساچ وکانا.

(٧٧)

(١٤) بندي کوجِ دل هر روز - نا ڦر پريشاني ماهِ
اِهَ جو دنيئا سحر ميلا - دستگيري ناهِ.

راڳُ تلنگ، ڪبير صاحب، شبد (١)

(١٥) نهچل آسڻ مِٽي چنت - ناهي ڏوليت
ڀرم ڀلاوا مِٽ گئيا - پرڀ پيکت نيت.

راڳُ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٩)

(١٦) واڪا ايڪ همارا سوامي - سگل گهٽا ڪا انترجامي
سوءِ اَچنتا جاڳ اَچنتا - جهان ڪهان پرڀ ناءُن ورتنتا.

راڳُ پيرڀ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(١٧) چنتا ڀِ آپ ڪرائسي - اَچنت ڀِ آئي ديئي
نانڪ سو سالاهيئي - جو سڀنا سار ڪريئي.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٢٠)
؛ سلوڪ محلا ٽيجا ؛

---

١. ست سروپ اڪال پرک نسان. ٢. بيان ڪيو آهي. ٣. ڳوله ڦوله. ٤.**فڪر** يا ڳڻتي.
٥. جادوءِ جو کيل، سپنو. ٦. ٿاڦوِ اچڃل وارو. ٧. پرماتما پر نظر ڌيان ڪرڻ سان.
٨. اڪيلن سان. ٩. وکيا ڪندڙ. ١٠. چنتا کان رهت.

# رِزقُ رازقُ ڏِئي ٿو ؛
# مانش جي ٽيڪ اجائي آهي .
# چنتائون ڪيئن دُور ٿينديون؟

سنسار ۾ ڪي جيو آهن جي هميشه اِها ٻيا هام هڻندا آهن ته اسين ڌڻن کي ٿا پاليون ۽ ڌڻن کي ٿا روزي رسايون . جي اُنهن کي اَسين روزي نه پهچايون هان يا اُنهن جي اَسين سار سنڀال نه لهون هان، ته اَڄ هو اَلائي ڪٿي هجن هان يا شايد هجن ئي نه ها . ڪي وري جيو آهن جن کي هردم پنهنجي ۽ پنهنجن جي اُدر پورنا جو ويچار رهي ٿو ته هاڻوڪين حالتن پٽاندڙ، سڀان جو ڪيئن گذر ٿيندو، ته اڳلو مهينو ڪيئن نباهبو، ته ايندڙ سال ڪهڙو حال ٿيندو، ته ڪنهن کان مدد گهرون، ته ڪنهن جي پٺ وٺون ۽ ڪير گهرجائوءَ جي گهرج پوري ڪندو؟ هڪڙا گِرب گاءِ ۾ ته ٻيا خفتائن ۾ .

اِنهن ٻنهي قسمن وارا جيو غلط راهه تي آهن ڇو ته سندن ويچار پروردگار کان بلڪل خالي آهن . تفاوت فقط اِهو آهي ته پهرين قسم وارا جيو پرماتما ۽ پرڪرتيءَ جون واڳون پنهن جي هٿ ۾ سمجهي، اَيمان وڃائي، لباڙون هڻي رهيا آهن ته اِها اسان جي سمجهڻي آهي جنهن جي وسيلي اسانجو ڪٽنب ۽ ملڪ ٻيا پروار پلجي رهيا آهن . ٻئي قسم وارا جيو ايشور مان وشواس وڃائي، نراشا ۾ اَچي، پنهن جي اِڇا شڪتي ناس ڪري، ٻين ۾ اَکيون وجهي ويٺا آهن، ڪجھ اُميد سان ته متان ملي ۽ ڪجھ ڊپ وچان ته شايد اِنڪار ڪندا . ويچار ٻنهي جا علحدا علحدا پر ٻئي دلبر کان دُور .

سري گرو گرنٿ صاحب مان مٿي چونڊ وچن ڏنا ويا، صاحب اِهو سمجهائي رهيا آهن ته رزق ڏئي ٿو رازق، باقي ڪو به نه ڪنهن کي کارائي ٿو ۽ ڪو به نه ڪنهن جو کائي ٿو . ها، اِهو آهي ته ڏيندو متان ڪو ڪنهن جي هٿان . پرڪرتيءَ جي نيم مطابق، هر جيئڻ چيز لاءِ پوکيل رزق موجود آهي، اُتوا جڙ جي جيئڻ ٿيڻ کان اڳ ئي رزق ميسر ٿئي ٿو . ڀلا ڏسو ته پسون هجي يا پراڻي، ماتا جي گرڀ ۾ ٻچو ماس جي صورت ۾ هجي يا اَنڊي جي صورت ۾، اُتي اُنهيءَ ٻچي جي ڪير ٿو پرورش ڪري؟ جن ٻچن جو جسم ڪانوءَ قدرت، کير ئي هوندو آهي تن جي ماتائن کي کير، ولهر کان اڳ ئي نه پوندو آهي؟ ڪُمي رهي پاڻيءَ ۾ ۽ سندس ٻچا پاهر سُڪيءَ تي . ڪُونجون ۽ ٻيا اَنيڪ پکي روز ڪيترا ڪوهه ٻري اُڏامي وڃن ۽ سندن ٻچڙا رهن اَڪيلا آکيرن ۾ . ڪئليون ڪروڙن جي تعداد ۾ رهن پٿين ۾ ۽ پٿرن جي وچ جتي اِنسان جو هٿ پهچي ڪونه سگهي . جبلن جي چوٽيءَ تي جتي ڪاڏو ليپي ڪونه، رڳو برف ئي برف، اُتي به ڪيئن جيون جو واسو آهي . اِنهن

سڀني جيون جو، اُهڙن سڀني هيڏن تي ڪير ٿو رکيا ڪري؟ ايشور يا انسان؟

اوهين ماني ويٺا کائو ته اوچتو ڪو مهمان ٿو اچي سهڙي. جنهن جو نه مانيءَ ۾ رليو هو تنهن جي لوهان کي ڪُل ٿي ڪانءِ هڻي. ماني اوهان جي اڳيان رکي آهي ۽ جيڪي اوهان جو رليو نه هوندو ته ڪونه ڪر ڪارڻ آهڙو اچي. ٻئي جو چوڻ تي آيل گرهه ۽ مُک جي اندر نه وڃي سگهندو. اهي مالڪ جا مخفي اشارا ڪافي آهن، اسان ڪيتري پرليت ڏيارڻ لاءِ، ته جنهن پروردگار، چوراسي لک جُوڻين جا جيو اُپايا آهن، تن سڀني جيون لاءِ جوڳو ڪاڄ، پرڪرتيءَ جي نيمن ۽ ڪرم جي قانون انوسار، پيدا ڪئي پيو ۽ ورهائي پيو.

اِنهيءَ مسان پرسنڌ آهي ته هر ساهواريءَ جيو لاءِ رلبي مطابق روزي مقرر آهي ۽ پوءِ ڪن لاءِ ٿوري ته ڪن لاءِ گهڻي ۽ ڪن لاءِ سٺي ته ڪن لاءِ اَٺي. جيڪي سنسار جا پيا سک، سهوليتون ۽ پدارٿ سڀني جيون ۾ هڪ سمان ورهايل نه آهن، ليڪن روزي ۽ هڪ جيتري ورهايل نه آهي ۽ ساريءَ سرشٽيءَ جي سار سنڀال جو ذمو ۽ چنتا پرمالما تي آهي. تنهن ڪري، صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) آپني جيئه جنت پرتپاري - جنه پسارڪ مايا سماري | راڳ ماجھ، محلا |
| دک پڇن سک ساگر سوامي - ديپ سگلا آهاري جيئه. | پنجوان، شبد (٢٩) |
| (٢) نانڪ جنت اپانڪي - سمالي سڀناهه | راڳ آسا، محلا پهلا، |
| جن ڪرتي ڪرتا ڪيئا - چنتا پڻ ڪرڻي تاهه. | وار (٨) |

سو جنهن جيو جي معرفت ڪنهن ٻئي کي مدد ملي ٿي، تنهن کي نه اِهو سمجهڻ کپي ته سندس سمپتي ايشور جي ڏنل امانت آهي، جنهن ۾ ٻين جو نه رليو لکيل آهي. ٻين جي پالنا ڪري هُو پُورب جنم جا قرض ٿو چڪائي ۽ نه ڪنهن تي ڪو ٿڌو ٿورو ٿو ڪري. ٻئي جيتي ڪو پرمارٿ جو ڪم، ڪميا، دان يا پُن جي لهاظ ڪان ڪجي، نه پنهنجي ٿي نوازش نه سمجهڻ گهرجي. مطلب ته اِيئن، ڪرم جو قُل ناس ڪري ڇڏيندا. نشڪام ڪرم ئي روحاني واهه ۾ فدائڪ ٿيندا. ڏاتار جي ڏني مان ڏيئي، نه ڏاڙهيو ۽ نه ڏنويو. اِها آهي سچي يا انسانيت ۽ دنيا دوستي.

لالچ ۽ ڪبدِيا ڪري ڪي اِنسان ٻين جي روزيءَ تي لت ڏيندا آهن، حق ڦٻائي ۽ وڃهندا آهن، ٻاڦ ٻيت پري ٻين کي اکيو رکندا آهن، ۽ ڪيترن قسمن جا اَتياچار ڪندا آهن. اِها پرڪرتيءَ جي نيمن سان هٿ چراند ۽ دست اندازي آهي ۽ جي اُنهن ڪن ٿا، سي ڪڪرمن سان پنهن جي آئينده جو دکدائڪ سر ناهين ٿا. اِهو نيڪيءَ بديءَ جو سلسلو نه فقط روزيءَ جي ڪيتر ۾ پر سموري سنسارتي وهنوار ۾ جاري آهي، جنهن ۾ هرڪو

جيئن پنهنجا چڱا يا برا ڪرم ڪندو ڪري پراپت ٿاهي پئو. قسمت ڪرم جي انس آهي.

هاڻي سوال آهي ته رزق رازق سيدي لاءِ ميسر ڪيو آهي ته پوءِ جنهن ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي؟ جتي ڪرڻ به پرڪرتيءَ جو هڪڙو نيم آهي ۽ نه ڪرڻ، نيم جي ڀڃڪڙي يا انحرافي آهي. ايشور اسان کي هٿ، پير، دل ۽ دماغ ۽ ٻيا سڀ ضروري عضوا عطا ڪيا آهن جن ذريعي اسان کي سياءَ موجب، سيڊرم سمجهي، پوئين اپاءَ ۽ ڪرم ڪرڻ گهرجن. جي نه ڪنداسين ته سزا جي لائق ٿينداسين. پنهن جي ۽ ڪٽنب جي پالنا لاءِ ۽ وصيعت آهر پورهيت ڪرڻ لاءِ، حق حلال جي ڪمائي ڪرڻ، اسان جو انساني فرض ۽ گويا ڌرم آهي. ايمانداريءَ جي محنت جي مزوري ئي اسان جو نصيب آهي. مثلاً ماندرپائي پنهن جي ٻچي کي پيٽ سان چنبڙائي هڪ وڻ کان ٻئي وڻ تي ٽپا ڏئي، هن جي آجيوڪا پوري ڪري ٿي، پر پيٽ سان سوگهو چنبڙجي جهلڻ ته ٻچي جو فرض آهي. نه ٽپا ڏيندو ته پنهن جو ميچالو پڃائي موت آڻيندو، جنهن جي جوابداري ماندرپائيءَ متان ته نه مڙهي سگهبي. پرشارٿ پسوڻ به ڪن ٻيا ته پوءِ ٻندو ڪيئن منهن موڙيندو؟

پنهنجي ايا شڪتيءَ ۽ توفيق پٽاندڙ، پنهنجي فرض شناسيءَ ۾ ڪا به ڪوتاهي ڪرڻ نه گهرجي ۽ نه ٻئي تي پنهنجون جوابداريون مڙهڻ گهرجن. صاحبن ته انهن اپديش ڏنو آهي ته اي ٻندا، پاڻ ۾ وشواس رک، پاڻ تي ڀاڙ ۽ رکي سکي کائي، شڪر ڪري وقت گذار ته سکائي ٿيندي. ٻين جي مدد لاءِ پيڪ نه منگ، پر جي ٻئي سهاري جي ضرورت محسوس نه ڪرين، ته سائينءَ جو سهارو وٺ جنهن جي ساري مخلوقات محتاج آهي. هرڪو منش پاڻ خود ڪنهن نه ڪنهن دک يا مرڳاچيءَ ۾ آهي سو ٻين جا دک ۽ موڳاچيون ڪيئن مٽائي سگهندو؟ جي منجهس اهڙا شڪتي پسا ڪلا هجي هان ته هو هوند سڀ سنسار پنهنجي هٿ وس ڪري، ساري منش ذاتي کي دکي ۽ محتاج ڪري هان. تنهن ڪري ٻين جي محتاجي ڪرڻ، پنهنجي لاج وڃائڻ آهي ۽ ضمير وڪڻڻ آهي. ڌڪار آهي اهڙي جيئڻ تي جنهن کان موت هر طرح بهتر آهي. ٻئي جي اوٽ وٺڻ آهي ڪاغذ جي ٻيڙيءَ تي سفر ڪرڻ يا وڻ جو ٽڙ ڪٽي ٽاريءَ تي لٽڪڻ.

انهيءَ مان اهو مطلب نه ڪڍڻ کپي ته ٻن انسانن يا ٻن ڌرين جو پاڻ ۾ سهيوگ ۽ سهڪار نه هجڻ گهرجي يا دلي همدردي، جيتوڻيڪ دنيا ۽ پراپڪار جو سرشتو بند ٿيڻ کپي. پر ناسب پوچ هيءَ آهي ته مالڪ مان ايمان وڃائي، منش جي ٽيڪ وٺي، هن جي لنڊي خوشامند ڪجي، منهن ڇپائي هلجي يا گهرجائو ٿيڻ سر جهڪائي هلجي، اهڙا لعنت جوڳي جيون آهي. زندگيءَ جو اصول رکو آدر پورنا نه آهي.

اي بندا، جي جس ٻانڌو اُٺي لئه جڳديش جو ڳاءِ، جو سچو دانا ۽ ڪرتا آهي ۽ نه منش جو، جو خود ڪارڻ يا ماڌيم آهي. پرماتما جي شرڻ وٺ ته ٻنڌڻن مان ڇوٽڪارو ۽ مجبورائون مٽجن ۽ ضروري گهرجون عزت ۽ آبروءِ سان پوريون ٿين. صاحب هدايت ڪن ٿا:

(١) تون ڪرتا ڪيتا سڀ تيرا - ڪيا ڪو ڪري پراڻي
جا ڪئو ندر ڪره تون اپڻي - ساٿي سچ سماڻي.
(راڳ آسا، محلا ٿيجا، اشٽپديون (۴) ۱)

(٢) ڪيتا ڪيا سالاهيئي - ڪري سوءِ ساله
نانڪ ايڪي باهرا - دوجا داتا ناهه.
(راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۴): سلوڪ محلا پهلا)

جڏهين رزق به موجود آهي ۽ ٻيون جي اُدم سان ميسر به ٿي سگهي ٿو تہ پوءِ چنتا ڇو ٿي ٿئي ۽ چنتا دور ڪيئن ٿيندي؟ انهيءَ لاءِ پهرين اهو سمجهڻ مناسب آهي ته چنتا خود ڪهڙي بلا آهي؟ ڪامنا گويا آهي ماتا ۽ لالچ پتا ۽ ٻنهي جو سنتان آهي چنتا. جي ڪامنا ۽ لالچ نه هجي ته چنتا پيدا ٿي ڪانه سگهندي. جڏهن جيو ۾ ڪامنا ۽ لالچ اُٿن ته ٿي ٿئي اهڙي آهي اُچنتا. سنساري وهنوار ۾ هر انسان کي ڪي ڪارج، فرض اَدائون ۽ جوابداريون اَدا ڪرڻيون پون ٿيون. جڏهين هو اُنهن کي اِڇا، آشا، خود مطلبيءَ ۽ موت جي مراد جا رنگ ڏئي ٿو تہ اُهي بنڌن، ڪامنائون ٿيون ٿيون. ڪامنائن جي خارس لهي لالچ مان ۽ لالچ جي خارس لهڻ جي نه آهي. پوءِ ته من جي ويچار ڌارا جي حد ٿي ڪانه آهي. بيحد ۾ بيحد ڪري. هينئين ڏانهن نه نهاريو ۽ نه وري ٻئي جي گهرج پوري ڪرڻ جو اونو رهندو. ٻاقي مٿين کي ڏسي پيو سڙبو ۽ جلبو، ته مان هيءَ ٿيان، هو به ٿيان ۽ منهنجي کي هيءُ به ملي ته هو به ملي. وري جو اڄ ملي تنهن کان وڌيڪ سڀان ملي ۽ تنهن کان وڌيڪ ٻئي سال ملي. منهنجي پٽن کي ملي ته منهنجي ڏهٽن کي به ملي ته وري اُنهن جي اولاد کي به ملي. اِئين پيا پيڙهين جون پيڙهيون پوڄيون.

پوءِ سڀ کي سڀ ڪجهه ڪيئن ۽ ڪيستائين ملندو رهندو؟ نتيجو: نا اُميدي، چنتا، ڇورا ڪورا، گهٻراهٽ، فڪر، گهٽيءَ ڳارو، صحت بگڙيل، اشانتي، سريو جو روڳ ۽ من جي پيڙا. مطلب ته چنتا مان پيڙا ۽ هاڻي پيڙا جي چنتا. ڪارج، فرض اَدائون ۽ جوابداريون اُٿيئي اَڌورايون ۽ اَڌوريون رهجي وڃن ٿيون ۽ وچان ٿي پيون ٿيون ڪنتائون شروع ٿيون آهن جن جي جهوري لڳي پئي آهي، پاڻ کي ۽ ٻين سان گڏ ٻين کي. سريو نستو، من منجهيل، هوش گم ۽ اِڇا شڪتي غائب. خوشيءَ جهڙي خوراڪ ڪانه آهي ۽ گهٽي جهڙو مرض ڪونه آهي. هاڻي اَوائلي مسئلي کي سمهن ڏيڻ جي شڪتي نه رهي ته پوءِ جي پيدا ٿيل چنتائن جو علاج ڪيئن ڪري سگهبو؟ رڳو هاءِ هاءِ ته ايشور وٽ اَنڌير آهي. مٿو مسائي

ڇڏيو آهي. دنيا سڪي ۽ وڃڻ مان ڊڄي آهيان. صبر، شڪر ۽ سنتوش سان ئي چنتا کي
ڇڪنا چور ڪري سگهجي ٿو. ڏمر ۾ ڏک آهن ۽ صبر ۾ سُک آهن.

اي بندا، ڪجهه سوچ ويچار، اندر ۾ جهاتي پائي، من جي ويچار ڌارا جي وچور
ڪر ۽ پاڻ سان اورڻ اور ته هن حالت لاءِ تون پاڻ ڪيتري قدر جوابدار آهين؟ ڇا تو
پنهنجي ڪارجن کي ڪامنائن جي رنگ ۾ ته نه رڱيو آهي؟ ڇا تو پنهنجي ڀلي سان گڏ
ٻين جو به ڪجهه ڀلو سوچيو آهي؟ ڇا لالچ ۾ اچي تو ڪامنائن جي حدن جا بند ته نه ٽوڙي
ڇڏيا آهن؟ ڇا ڪالهه ۽ سڀاڻ کي ملائي، اڄ جي ستيا ناس ته نه ڪئي آهي؟ ڇا تنهن
جو دک، روڳ ۽ پيڙا، تنهن جي من گهڙت ڪامنائن ۽ ڪامنائن جي چنتائن جي پيداش ته نه
آهن؟ ڇا تو پاڻ کي ٻل هيڻو، نراس ۽ نڪمو پاڻهي ته نه بڻايو آهي؟ جي ها، ته پوءِ ٻين
کي ڇو ٿو دوش ڏين ۽ ٻئون پارانا ڪڍين؟ ڪامنا آهي قرض ته چنتا آهي وياج جنهن ۾ تن
جي شڪتي ۽ من جي شانتي ٻئي گروي رکيون پيون ٿيون. قرض ۽ وياج چڪتو ڪيا
ڪونه جنهن ڪري گروي ڇڪائڻي پئي. ڪرمن جو نه هاڻي ڏٺي سائين ڪونه آهي.
وڃي سگهن لاءِ نه ڪن به ڪماڻي آئي. چنتائن جي چنتائن جو ڪهڙو علاج ڪجي؟

سو اي بندا، ڪارجن ۽ ڪرمن کي پنهنجي فرض ادائيءَ اندر محدود رک.
خودمطلبيءَ جو رنگ نه رچاءِ. پنهنجو ڀلو چاهيندي، ٻين جو به خير مناءِ. پير ڌرتيءَ تي
رک ۽ آسمان ۾ اڏام نه هلاءِ. جو اٿئي تنهن تي راضي رهه. جو ڏئي تنهن جا ٿورا مڃ ۽
لاهه. جي مشڪلاتون اچي آيون نه آهن ۽ شايد اچن به نه، تن جي ويچار سان اڄ جي خوشي
ڇو ٿو برباد ڪرين؟ پنهنجي اچا شڪتيءَ ۽ وصيعت آهر، جيون جي مسئلن کي سچائيءَ،
ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان منهن ڏي. باقي پرماتما تي ڇڏ. جتي پنهنجو وس پورو ٿئي
ٿو اتان وشواس شروع ٿئي ٿو. وشواس اندر، چنتا چوراڪو، شڪ شبهه، سوال جوابيءَ ۽ ا
هار جيت کي ڪابه جڳهه ڪانه آهي. جيئن ٿيو تيئن سٺو. جا تڪليف يا اڻ اڌا اٽڪر ۽
اڻٽهڪندڙ آهي، سا پوڄڻي پئي ٿي. چنتا يا رنج مان ڪجهه نه ورندو. سٺو ڪري پوڄڻ
سان ئي دک جو ڏنگ نڪري ٿو وڃي. ۽ مصيبت سولائيءَ سان سهاري سگهجي ٿي.

سهن شڪتيءَ ۾ وڏي ڪلا آهي. رنج ڪان موڪ پلي. نا اميدي ۽ نراسائي، اڇا
شڪتيءَ ۽ آتم وشواس لاءِ گهاتڪ آهن. من جي غلاميءَ ۽ قبضي ۾ اهو زمين آسمان وارو وڏو
فرق آهي. چنتا ڪورا، ڪارج سڌ نه ٿي ڪري بلڪ رنڊڪ بڻجي ٿي. من اڪيلت جو جو
نمي ٿو. تن ٻل هيڻو ۽ پر اڌين ٿئي ٿو. آلس ۽ سستيءَ ڪري ويچار ڌارا، اشڌ ۽ اپوتر ٿئي
ٿي. ڪرمن جي قانون ۾ نه اڌرم آهي نه انياءُ آهي. مڙني آئيني مثل آهي. جي من
جي ڀاونا بڇڙي ته سارو سنسار بڇڙو ڏسڻ ۾ ايندو ۽ جي پنهنجي ڀاونا چڱي آهي ته ساري

سنسار ۾ رڳو ٺڳائي ڏسڻ ۾ ايندي. ايشور جي اوٽ اُڏي ڇڏيندي. صاحبن فرمايو آهي:

(١) تُجهه بِن اَور ناهِي ميرِ دُوجا – تُون ميري مَن ماهي
تُون ساجَن سنگي پرڀ ميرا – ڪاهي جِيئڙا ڏراهي.
راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(٢) ڪبير جو ميُ چتوءَ نا ڪريُ – ڪِيا ميري چِتوُ هوءِ
اَپنا چِتويا هر ڪري – جو ميري چِت نه هوءِ.
سلوڪ، ڪبير صاحب، (٢١٩)

من جا اَنيڪ رنگ، روپ ۽ نالا آهن. چنتا به اُنهن مان هڪڙو رنگ آهي. چنتائون نه پيدا ٿين ۽ جي آهن ته دُور ٿين، يعني اچنت جي اَوستا پراپت ٿئي، تنهن لاءِ ساڌن ضروري آهن ۽ صاحبن اُهي ساڌيا ساڌن سنليا آهن جي من کي موڙڻ لاءِ اڳتي ٻڌايا ويا آهن. من سان ڳالهه ٻولهه، من کي من سان جاچڻ ۽ سڌارڻ، سمدرشٽي، دک سک ايڪ سمان، ايشور ۾ وشواس، پاٺو ستسنگ ڪري پڙهڻ، ستگوروءَ جي شبد ۾ شرڌا، ساڌ سنگت، نام چنتن. اِهو آهي من جي اکين لاءِ گيان جو سرمو، جنهن پائي، جيڪو نڪيل آسڻ اچي، نج گهر ۾ واسو پائي ٿو. گورو اَرجن ديو فرمائين ٿا:

(١) جِس پرڀ راکيُ تس ناهي دُوک – نام جپت من هووت سُوک
چنتا جاءِ مِٽيُ اَهنڪار – تس جَن ڪئُ ڪوءِ نه پهچنهار.
راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٧) ٢٢

(٢) ڌُر ڪي باڻي آئي – تِن سگلي چنت مِٽائي
دئيال پُرک مهروانا – هر نانڪ ساچ وکانا.
راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٧٧)

سو اي ٻندا، روزي رازق جي هٿ ۾ آهي جو رحيم به آهي ته ڪريم به آهي. هُوءَ ٿي ساري مخلوقات جي، رات ڏينهن ۽ هر هميشه پرداخت لهي ٿو. جو ڏئي ٿو سو به اُنهيءَ جو روپ آهي ته جو گهري ٿو سو به اُنهيءَ جو روپ آهي. جي هيج ۽ لالچ کان آجو ٿي، ايشور جي اوٽ وٺين، ته توکي ڪا تما نه رهندي، سڀ لازمي ضرورتون پوريون ٿينديون ۽ من شانت، مئو ۽ ترپت رهندو. اِها هيج ۽ لالچ ٿي آهي جا من اسانت ٿي ڪري، هڙ هڙ ٿي ڪرائي، رُج پٺيان ڊوڙائي، پين جي ڪاڻ ڪڍائي، چنتائن ۾ چُور ڪري، سرٻر سُڪائي ۽ ووڪ وڪڻائي. پر ڪَل ڪانه ٿي پئي ته ڪُوڙي ڪچ ڪاڻ ڪيڏي نه قرباني ڪرڻي ٿي پئي ۽ ڪيتري نه قيمت چڪائڻي ٿي پئي. اِها ڪَل آهي گيان، جنهن پائي ۽ جاڳي ڪانهوءِ، جيءُ لالچ جا قددا ڦٽا ڪري، سنتوش ۾ اچي ٿو، پاڻي اڳيان سر جهڪائي ٿو، رب جي رضا ۾ رهي ٿو، آئي جو اَيمان نه ٿو ڪري، وئي جو اَرمان نه ٿو ڪري، حق حلال جي ڪمائي ڪري ٿو، ڪمائي ونڊي وراهي

ڪاٽي ٿو، سادي سؤدي جيئن گهاري ٿو، رڳو هيس ڪان پري آهي، گهرجؤن ضرورت پٽاندڙ گهري ٿو، ڪنهن جي ڪاڻ ڪونه ڪڍي ٿو؛ رڳو پروردگار جو پلئه پڪڙي، شڪر ڪري، زندگي بسر ڪري ٿو. اهڙي جيو کي چنتا ڇو ٿيندي؟ هؤ هردم اچمت رهي ٿو.

هؤ هميشه لاطمع، بي اونو ۽ بيفڪر رهي ٿو. هؤ هر حالت ۾ اکنڊ آنند ماڻي ٿو ڇو ته هؤ پري ٻؤرن گياني ٿيجي پيو آهي.



## (١٠) مَن کي موچڙو.

(١) ڪِيا تون وَلسا ڏيکڪي - پُتر ڪلتو سينگارُ[1]
رسَ ڀوگهه خوشيان ڪرهه - ماڻهِ رنگ اپارَ
ٻهمڪ ڪرهه فرمانشي - ورلهه هوءِ اپار[2]
ڪرتا[3] چت نه آوئي - ممڪ اند گوار
ميري من - سڪدانا هر[3] سوءِ
گور ٻرسادي پائيئي[4] - ڪرمَ ٻرابت هوءِ. (١٠،١)
ڪهڙ ڀوگ[5] لپٽانيا - سٽنا رها خاڪ[6]
هٿور[7] گئور[8] اهه[2] رنگي - ڪيئي وَت آلاڪ
ڪسوي چت نه پاوئي - ٻسريا سب ساڪ[9]
سرجهار[3] ڳلانيا - وڃ ناوئي ناپاڪ
لئدا بد ڏناءِ[10] نوَن - مانيا ڪرهه اڪنس[11]
جسو تون ٿئيهايدا[12] - سو ٺڳ اڃهي آلس[6]
آهنڪار ڪرهه آهنڪاريئا - وياپيا[13] من جي مس
لن پري[3] آپ ڳلائيا[14] - نا تس ذاتس نه پت.

[نسري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١)]

(٢) ٻاڪيءَ[15] اَپ ڀوليئي[16] - وڃ[17] ٻجهي[18] مگد اجاڻ[19]
سو پري[3] چيت نه آئيو - ڇتيگي ٻيباڻ[20]
ستگور سيئي[21] چت لاءِ - سدا سدا رنگ[22] ماڻ.

---

١. استري. ٢. گهڻا. ٣. پرماتما. ٤. ڪرپا. ٥. وشين جا ڀوڳ. ٦. مٽي، اي ٻتا. ٧. گهوڙا. ٨. هاٿي. ٩. مٽ مائٽ. ١٠. پت باراتا. ١١. ڪني، گڏ. ١٢. وشواس رکين ٿو. ١٣. ڦاٿل، جڪڙيل. ١٤. مانُ شان. ١٥. اسر ويلي. ١٦. صفائي ۽ سينگار ڪرڻ. ١٧. ٻيا. ١٨. سمجهڻ. ١٩. مورکن، بي سمجهه. ٢٠. مساڻ، قبرستان. ٢١. سيسان. ٢٢. پرماتما جي رنگ ۾ رچڻ
جي موج.

ٻِواڻي - لڌون آئيا لاهَا[1] ليکِ
لکا کِت ڪُڻڪرِي[2] - سب مڪَدِي[3] چَلي رلِ[4]. (١٠٠)
ڪُڏم[5] ڪري ھَٿَ پنکيِا - ڏِسِيَ تاھي ڪالُ
اولِيَ[6] سابِ منڪ ھِيَ - ڦاڻا مائيا جالِ[7]
ھُڪتي سيئي پالِيھ[8] - جو سچا نام سمالِ
جو ڳھُر چِڌ گواوَڻا[9] - سو لڳا مَنَ ماھِ
چِتيِ جاء ٽَد وَرِنَٽا[10] - تسڪي چِنتا ناھِ
ڦالي[11] سيٽي نِکلي - جو گور ڪي پِرِي پاھِ
ڪولي رِکِ نہ سڪِيَ - دوُجا[12] ڪونہ دڪاء
چاري ڪُندا پالڪِيَ[13] - آء پئيا سرڻاء
نانک سچي پاتشاھ - ڏُبدا ليا ڪڍاء.

## [سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٣)]

(٣) پهلِيَ[14] پيار لڳا ٿَڻ دُڌ - دوجِيَ ماء باپ کي سُڌِ[15]
تيجِيَ ڀئيا ڀابي بيب[16] - چوٿِيَ پيار اُپني کيڊ[17]
پنجوِيَ کاڻ پِيَڻ کِيَ ڌاءُ[18]- ڇِويِ ڪامُ نہ پُڇِيَ ذاتِ
ستوِيَ سنڃ[19] ڪيا گھر واسُ - اٺويِ ڪروڌ ھوُا تن ناس
ناويِ ڌوَلِيَ[20] اُڀِي ساھ - دسوِيَ دڌا ھوُا سُئاھ[21].

## [راڳ مانجھ، محلا پهلا، وار (١)]

(٤) ڏِن رات ڪمائِڙو[22] - سو آئيو ماٿِيَ
جِسُ پاس اُڪاٿڙو[23] - سو وِھڪِيَ ساٿِيَ[24].

---

١. فائدو، مڪتي. ٢. ڪڪرم، پاپ. ٣. گذرندي وچ ئي. ٤ راس، زندگي. ٥. ڪونا اُپاوَ. ٦. اوڙهي طرح. ٧. جاري. ٨. سمجهڻ ڪون. ٩. ھي سنسار. ١٠. رھٽو، وَچڙو آھي. ١١. قاتل. ١٢. سنگروره کان سواء ڪو بيو. ١٣. پنڪي. ١٤. زندگيء جي ڏھن حصن مان پھرين حصو. ١٥. سڃاڻپ. ١٦. پيڻ. ١٧. راند. ١٨. ڊوڙڻ، ھنيان پوڻ. ١٩. گڏ، ڪٺو. ٢٠. پيري. ٢١. رک، خاڪ ٢٢. ڪرم ڪرڻ ٿو. ٢٣. لڪائين ٿو. ٢٤. گڏ، ساٿ.

سنگ ڏيکي ڪرٿهارا[1] - ڪاٽي پاپ ڪمائيءَ
سڪرت[2] ڪيجي نام ليجي - نرڪ مول نه جائيءَ
آٺ پهر هر نام سمرهه - چلي ليري سائي
پيچ ساڌ سنگت سدا نانڪ - مٽهي دوک ڪمالي[3]
ول[4] ونج ڪر اُڌر[5] پرهه - مورک گاوارا
سڀ ڪڇ دي رهيا - هَر[1] ديوٿهارا
داتار سدا دئيال سوامي[1] - ڪاٽي مڌهه وسارئيي
مِل ساڌ سنگي پنچ[6] نسنگي - ڪُل سموهه[7] تارئيي
سِڌ ساڌڪ[8] ديومُن جن - پڪت نام اُڌارا
بِنوتِ[9] نانڪ سدا پڇئيءَ - پربُ ايڪ ڪرڻيءَ هارا
ڪوتُ نه ڪيجيءَ - پربُ پرڪٽهارا[10]
ڪوڙ ڪپتُ ڪماودڙي - جنمهِ[11] سنسارا
سنسار ساگر تبي تَرِيا - جني ايڪي[1] ڌيائيا
تج[12] ڪام ڪروڌ آنند[13] نندا - پربُ سرڻائي آئيا
جَل ٿَل مهيئل[14] رويا[15] سوامي[1] - اوچ اگم اپارا
بِنوتِ نانڪ ٽيڪ جن ڪي - چرڻ ڪمل[1] اُڌارا
بيڪ هر[16] چند نگر[17] ڙي - استر[18] ڪڇ ناهي
مائيا رنگ جيتي - سنگ نه جا هي.

١. پرماتما. ٢. چڱا ڪرم، پنج. ٣. ڪمايل، ڪڍ ڪيل. ٤. ڇل ڌول، ٺڳي ۽ ٺڳيون. ٥. ٻيڙو.
٦. هڪ منو. ٧. سڀئي. ٨. جڳياسو. ٩. وينتي ڪري چون ٿا. ١٠. سڀ ڪجهه ساڻ ٻڌندڙ.
١١. وري وري جمن مرن ٿا. ١٢. ڇڏي. ١٣. سمهالما ئون. ١٤. ڌڪي، جبل.
١٥. آڪاس ۽ پراڻي جي وچم ١٦. ڌسي. ١٧. بيابان، رڃ. ١٨. قائم.

هر سنگ ساٿي سدا تيرې - دِئس رکيا[2] ساملئي[1]
هر ايڪ بن ڪڇ اوُر ناهي - ساءِ ڏٺيا[3] جاليئي[4]
ميٽ جوبن[5] مال سرابِ[6] - ٻرب ايڪ ڪر من ماهي
بِدوَنت نانڪ وڏ ڀاڳ پائيئي - سوُ ڪه سهج سمائيئي.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (١/٣)]

(٥) هر جس ري منا ڳاءِ ليءِ - جو ر سنگي هي تيرو
اوَسر[8] ٻيٺيو جاڻ[9] هيءِ - ڪهيو مانِ لسيءِ ميرو. (١٠، ر٠)
سنپت[10] رت ڏن راج سڄ - اَت نيهن لڳائيو
ڪالُ قاس جب گل پڙي - سب ڀيو پرائيو
جانِ ٻوجهڪيءِ ٻاوري[11] - تسي ڪاڄ اڳاڙيو
پاپ ڪرت سُڪچيو[12] نهي - نهه گُرب[13] لِراريو
جهه ڀڏ گور اُپدسيا - سو سُن ري ڀاٽي
نانڪ کهت ٻُڪار[14] ڪيءِ - گهه سرب سرائي.

[راڳ ٽلنگ، محلا ناوان، شبد (٣)]

(٦) لک چوراسيهه ڀرمتي ڀرمتي - ڏلڀ[15] جنم اَب پائيو
ري موڙي - لئون هرچيءِ[16] رس لپٽائيو
اَمرت سنگ بست هيءِ تيرې - بکيا[17] سڄ ارجهائيو. (١٠، ر٠)
رتن جواهر بنجن[18] آئيو - ڪانُر[17] لاد چلائيو[19]
جهه گهر مهه تد رهنا بسنا - سو گهر[20] چيت نه آئيو.

---

١. پرماتما. ٢. رام. ٣. ياد ڪر. ٤. دئيت ياؤ، بيانپي. ٥. جلاء. ٦. جراني. ٧. سڀ ڪڇ. ٨. وقت، زلدگي. ٩. ڏذرندو پيو وڃي. ١٠. ڌن دولت. ١١. باڱل. ١٢. ڪرت ڪمارو ڪيئه. ١٣. اهنڪار. ١٤. پڪڙ، سهارو وٺ. ١٥. امولڪ، دُرلڀ. ١٦. جوُني. ١٧. وڪارن جي وش. ١٨. واپار. ١٩. پاڻ سان کٺي وئين. ٢٠. سروُپ، اَصلي وطن.

آڏل[1] اَڪل پراڻ سُڪدائي - اِڪ نمڪ[2] نهي تُـد ڳـائيو
جَهان جاتا سو تان[3] وِساريو - اِڪ نمڪ نهي مـن لائيو
پتر ڪلتر گِرِهه[3] ديکه سمگري[4] - اس هـي موه اُرجهائيو[5]
جت ڪو لائيو تت هي لاڳـا - تيسي ڪرم ڪمائيـو
جُنهِ پنيو ڪرپال تان ساڌ سنگ پائيا - جن نانڪ برهم[1] ڌيائيو.

[راڳ مارُو، محلا پهلا، اشٽپدي (١)]

(٧) چوڏهـ پراڻي ڪوڙ ڪماڙا[6] - ڪوڙ مـاري ڪالُ اَچاهارا[7]
ساڪت[8] ڪوڙ پچهه من هوميه[9] - ڏهه[10] مارگ پڇي پچائي هي
چوڏهه نندا تامي پرائي - پڙ پڙ نجهه[11] سانت نـه آئـي
مِل ست سنگت نام سلاهه - آتـم رام سڪائـي هـئـي
چوڏهه ڪام ڪروڌ برائي - هؤ ميه ڏنڊ چوڏهه لپٽائي[12]
ستگور سرڻ پڙهه[14] تان اُبرهه[13] - اِڪ تريشي پوڄل پائي هـي.

[راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (٦)]

(٨) مـن[15] ڪر - ڪبهو نـه هـر گُـن ڳـائيـو
بکيا سڪت وهيو نس باسَر[16] - ڪيئو اَپنو[15] پسائيـو[17]
(١٠،٠)
گور اُپديش سُنيو نهه ڪانن - پـر ڏارا[18] لپٽائيـو
پَر نندا ڪارڻ بهه ڌاوَت[19] - سمجهيو نـهي سمجهائيـو
ڪهان ڪهـئ ميءِ اَپني[15] ڪرني - جِهه[20] بِـد جنم گوائيو
ڪهه نانڪ سڀ اوگن مون ميه - راک ليهه سرنائيو.

[راڳ سارنگ، محلا ناوان، شبد (٤)]

١. پرماتما. ٢. ڪن پل. ٣. لڪاٽو، گهر. ٤. پدارٿ. ٥. رُتـل، ڦاٿل. ٦. ٻاڙ. ٧. جـم يُر بر دکه سهڻ ٻن. ٨. مؤرکه. ٩. اَهنڪار. ١٠. دنيـه پاڻ، پيائي. ١١. جلن ٿا. ١٢. ڪڪرم. ١٣. اچي. پـوندا. ١٤. سنسار ساگر. ١٥. پنهن جي مـن جي ڪرتُون ڪري. ١٦. ڏينهن رات. ١٧. اَپ پسند پيو. ١٨. استري. ١٩. ڀنڪي ٿو. ٢٠. طرح، ريت.

(٩) اسي[1] نر - ڪيا پاران تن ڪيتا
اُن پاتڻي[2] پڳت نهي آڇيو - اُڪي داڻ نه ديتاه (١٠ ر٠)
ڪام نه ٻسراه ڪروڌ نه ٻسراه - لوڀ نه ڇوڏڙو ديوا[1]
پر نندا مکه لي نهي ڇوڙي - نڦل ٿئي سڀ شيوا
باٽ پاڙ[3] گهر موس[5] ٻراڻو - پيٽ ڀريو اپراڌي[6]
جهه پرلوڪ جاءِ اپڪيرت[7] - سوئي اڳيا[8] ساڌي[9]
هنسا ٿه من لي نهي ڇوڙي - جيئه دنيا نهي پالي
پرمانند ساڌ سنگت مل - ڪٿا پنيت[10] نه چالي.

[راڳ سارنگ، ڀڳت پرمانند، شبد (١)]

(١٠) مرڻ[11] مڪت گنگ سار نه جاڻي - ڪنتي انتي گور شبد پڇاڻي
ٽون ڪنسي آڙ[12] ڦاڻي جال - ٻالڪ[13] نه جاڇه رديو سمال. (١٠ ر٠)
ايڪ جيئه ڪي جيتا[14] کاهي - جل ترلي پوڏي جل ماهي
سرب جيئه ڪبو برلهاڻي[14] - جب پڪڙي تب هي پڇتاڻي
جب گل ڦاس پڙي اُنه پاري[15] - اوڌ نه ساڪيو پکه پساري[16]
وس چوگهه ممکه گناوار - ڦاٿي[17] ڇوٽه گن گيان بيچار
ستگور شيو ٽوٽي جم ڪال[18] - هرديو ساچا شبد سمال
گور مت ساچي شبد هيو سار - هر ڪا نام رکيو اُرڌار[19]
سي دکه آگيو[20] جو پوڳ ٻلاسي -

نانڪ مڪت نهي ان ناوي ساچي.

[راڳ ملار، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)]

---

١. هڪي جيتو. ٢. دُرمي شاستر. ٣. هڪ متو. ٤. مسافرن کي مارڻ. ٥. پراوا گهر ڦرڻ. ٦. پاپي. ٧. نندا، گلا. ٨. اگياني ڪرم. ٩. ڪريو پيو. ١٠. پولر. ١١. من مارڻ. ١٢. پاڻيءَ جو پکي. ١٣. پرماتما. ١٤. ٻين جيئن جو ماس کائين ٿا يا ٻين سان انياءُ ۽ اٽيچار ڪرين. ١٥. گوري. ١٦. ڪسب ڪرلي. ١٧. ڦاٿل. ١٨. جهڻ مرڻ جو چڪر. ١٩. ڌارڻ ڪر. ٢٠. برلوڪ ۾.

(١١) پهلا پهرَ[1] ڌنڌيءَ گئيا – دوجهيءَ ڀر سوئيا[2]
تيجهيءَ جاڳ جڳائيا[3] – چوٿيءَ ٻُڍڙو[4] ٿيا
ڪدهي چيت نه آئيو – جِن[5] جيئڙ پنڊ[6] ديئا.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (۴)

(١٢) نِندا چِندا[7] ڪرهه پرائي – جُوٺي لاعتباري[8]
واڱ[9] پرائي جوهه هيڙي[10] – ڪرهِ چوري پرباري.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١۴)

(١٣) ميري مَن شيوهه سو پرڀُ[5] سرب سڪدالا –
جِس شيونئي نِج گهر[11] وسيئي
گورمکِ[12] جاءِ لهئي، گهرُ[11] اَپنا – گهس چندن هرِ[5] جس گسيئي[13].

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١٩)

(١۴) ڪِيا لِيءِ آئيا اِيءِ جاءِ ڪيئا – ڦاسهِ جم جالا
ڏول[14] ٻڌا ڪِس جيوڙي[15] – آڪاس پاتالا.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ١٧

(١٥) مَنَ ڪَرهلا[16] ميري ساجنا – هرُ خرچ[17] لِيئا پَلِ پاءِ
هرِ درگهه پٿائيا[18] – هر آپ لئيا ڳلِ لاءِ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، ڪرهلي (٩) ١

(١٦) اَنترِ ندانُ مَنَ ڪرهلي[16] – پرم پوههِ ٻاهر پالِ[19]
گور برک پورا ميئيا – هرِ[5] سڄڻ لڌا نالِ.

۲(۸)

(١٧) برک[20] ڪي ڇانيا[21] سنگ رنگ لاويءِ – اوههِ بِنسيءِ اوههِ مَن پڇتاويءِ
جو دِسيءِ سو چاڻَ هار[22] – لِپتِ رهيو نهه انڌ اندار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (۳) ۵

(١٨) مَن مورک ڪاهي بِلالائيئي[23] – پُرب لِکي[24] ڪا لِکيا پائيئي
ڏوک سوک پرڀ[5] ديوڻهار – اوُر تياڳ تون لِسهه چِتار[25].
جو ڪڇ ڪريءِ سوئي سڪ مانِ – ڀولا ڪاهي ڦرهه اڄاڻ
ڪون بستُ[26] آئي تيريءِ سنگ – لپتِ رهيو رس لوڀي پتنگ[27].

۵(۴)؛

١. زندگيءَ جو پهريون حصو. ٢. اگياني ننڊ. ٣. آجاڻي ڪاوس. ۴. پيري، ٻڍاپو. ۵. پرماتما. ٦. سرير ۽ آتما. ٧. ساڙاهه. ٨. اوشواس. ٩. استري. ١٠. تڪين نو. ١١. سچي سروپ ۾. ١٢. گورو ۽ معرفت. ١٣. جپ، ڌيان ڌر. ١۴. ڏوهه جي ڪنگري. ١۵. نوڙي. ١٦. اُٺ. ١٧. هر نام جو سمر. ١٨. عزت ملندي. ١٩. کوجنا. ٢٠. وڻ. ٢١. ڇانو. ٢٢ ناسونت، اي ٿنا. ٢٣. چلائين. ٢۴. ڪرمن جو ليکو. ٢۵. ياد ڪر. ٢٦. شيءِ، چيز. ٢٧. پروپٽ

(١٩) پرکا[1] پرا نہ راکھہ چیت ـ اُم کٹہ دک نهي پائسي ميت
هر هر نمڪ ميت گور دِيا ـ اِهہ سکہ نانڪ اَن دن جِيا[2].

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٦٢)

(٢٠) اي مَن مهوري باوَلي ـ هر رس چاکِ سادُ پساء
اَن[3] وسَ لاگا ترَن ڦرهہ ـ پرتا جنم گواء.

راڳ آسا، محلا پنجوان، اشٽپدي (١٥)

(٢١) مَن تون جوت سروپ هيءِ ـ اَپنا مول پڇاڻ
من هر جي تيري نال هيءِ ـ گور متي رنگ ماڻ.

راڳ آسا، محلا تيجا، چنت (٥)٢

(٢٢) پرائي کاهي کٹہ لوڀ لاگي ـ رتن جنم کوئيا
ٻوب جنم کرم پوُم ـ بيڄ[4] ناهي[5] پوئيا[6].

راڳ آسا، کبير صاحب، شبد (٢٣)

(٢٣) اَپنا گهرُ موُسٽ[7] راکِ نہ ساکهہ ـ ڪي پرَ گهر جوهن لاگا
گهر درُ راکهہ[8] جي رس چاکهہ ـ جو گوُرمک[9] شيوڪ لاگا.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٢٤) جنہ لئہ پاءَ[10] اَپاءَ اِهہ مانيءِ ـ تہ لئہ ملڻ دوُرانسي
آنَ[11] اَپنا کرت بيچارا ـ تنہ لئہ بيڄ بکاني.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٥) ري جن اُتاريءِ ديهِ ـ سُتيا گئي وِهاء[12]
ستگوُر کا شبد سُڻ نہ جاگيو ـ اَنتر نہ اُپجيو چاهہ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٣)، سلوڪ محلا تيجا

(٢٦) ماءِ پتا پائي سُت[13] بنتا[14] ـ ناکيءِ رسَ لپٽانا
جوبن ڌنُ پرِبتا[15] کيءِ مد[16] ميءِ ـ اَهہ[17] نس رهيءِ دِوانا.

راڳ ڌناسري، محلا ناوان، شبد (٢)

(٢٧) جب لگ جوت[18] کائيا[19] مهہ برتيءِ ـ آپا پسوُ نہ بوُجهيءِ
لالچ کريءِ جيوَن پد کارن ـ لوچن[20] ڪڇوُ نہ سوُجهيءِ.

راڳ ڌناسري، کبير صاحب، شبد (٢)

(٢٨) لوڀ موهہ اَيمان بوُڌيءِ ـ مرتُ چيت نہ آويءِ
سُتر مِتر بِتهار[21] بَنتا ـ اِهہ کرت بهاويءِ[22].

راڳ جيتسري، محلا پنجوان، چنت (١)٣

---

١. پين جي مدائي. ٢. سچالو آهي. ٣. پيا وکاري. ٤. ڌرتي، کيتي. ٥. ٻج. ٦. ڄمين. ٧. وکارن کان ڦريل. ٨. وکارن کان وس ۾ رکہ. ٩. گوروءَ معرفت. ١٠. پريت ۽ وِپرات. ١١. پرائو پهنجو. ١٢. سومي ۾ خواب خواب. ١٣. پٽ. ١٤. زال. ١٥. وڏائي، خوشامند. ١٦. نشو. ١٧. ڌيهن رات. ١٨. آلما. ١٩. ديهي. ٢٠. گيان روُپي نيتر. ٢١. ڦهلوار. ٢٢. عمر گذرندي ڦڃي ٿي.

(٢٩) ٽوي ڪانءَ ڪڻ اوڀ ڪلوليا[1] - تن ڪي ٻيلا ٻيءِ ڏيءِ سوليا
اوسر[2] ٻيا ٻوڄهيءِ نه اپانا - ماليا موهه رنگ لهانا.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٣٠) ٻيڪت[3] چاڪت کهيت آنڊا - سُنيمت سڌيچ ڏاهي
نڪت وسع[4] ڪڻ جاڻيءِ دُوريءِ - ٻاپي ٻاپ ڪماهي.

(٢٠)

(٣١) ٻڪيءِ ٻن ٽيڪا لياڪ ريءِ سڪيٽيءِ - تام مها وس پيئي
ٻن وس چاڪي ٻڌ گني سگلي - ٽڪي نه هرونع جيئي.

واڳ ٻلاول، محلا پنجوان، شبد (٥)

(٣٢) اوٽي[5] ڪاج نه هرونع ٻوري - ڪام ڪروڌ مڌ سدهي جهوري[6]
ڪريءِ ٻڪار جيئري ڪيءِ ٽاٽي - غافل سنگ نه تسونا جاٽي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٥٢)

(٣٣) ڪن مهه ويس ڪرهه نتونا[7] جهه - موهه ٻاپ مهه گسلت[8] گئيا
اُنت[9] اُنع ماليا ديک ٻساري - موهه ماليا ڪيءِ مکن[10] ٻتيا.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ٧

(٣٤) لدوي آوڏا[11] سڀ ڪيچ ٻسيءِ - هو[4] سيتي چتُ لاءِ
سعڪوُر ڻال لهري ٻاولي[12] لاڳيءِ - ڻان اهه سوجهي[13] ٻاءِ.

واڳ رامڪلي، محلا ليجا، اشٽپدي (٧) ١

(٣٥) ماٽڪ[4] من مهه من مارسي - سچ نه لاڳيءِ ڪت[14]
واجا[4] اُضت لڪيءِ گُٽي[12] - ٻيءِ ٻيچالسٽ[15] رت.

واڳ مارو، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٣٦) اي من هر جيئي[4] چيت ٽون - مهه لج وڪار
گور ڪيءِ شبد ڏياهه ٽون - سچ لڪسيءِ ٻيار.

واڳ مارو، محلا ليجا، شبد (٢)

(٣٧) جو سمرٿ سرب[4] ڪٽ ٽانڪ - تس ڪڻ ڪهه نه گاوس ري
چوڏ جاءِ ڪن[16] ٻيتر - آٽسان ڪڻ ٽسر ٽسر ڏاوس ري.

واڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٣٨) آٻدا[4] چوڏ ٻراٽيچءِ[17] وانا[12] - ماليا مد من تن سنگ جاٽا
ٽوشن[18] نه ٻوجهي ڪرت ڪلولا[19] - اوٽي آس مٽيا[20] سڀ ٻولا.

(١٩)

---

١. ألبي ڪڙو لٽي لو. ٢. وقت. ٣. ڏسڻ. ٤. ٻرماتما. ٥. ڪوٽا، اوڏدا. ٦. دکي رهن اسا. ٧. ٽانڪي. ٨. غلطان رهي ٽو. ٩. هتي هُتي. ١٠. مست. ١١. جيڪي سڀ ڏسڻ ۾ اچي ٽو. ١٢. ٻوٻر. ١٣. ٻوجهه. ١٤. ذري، تسو. ١٥. ساڌ سنگت. ١٦. ڪٽ ۾. ١٧. سنساري وهنوار. ١٨. پياس. ١٩. دليوي عيش، آرام. ٢٠. اُجابر، جوُلو.

(٣٩) ڏاڏا ڪريع سگهلي ٻيا ڪوس - پوءِ نه مِٽس گوارا
اِن گور شبد مڪت نهي[٤] ڪبهي - آنڌ لي ڏاڏ پسارا[٢].

واڳ ڀيرءُ، محلا پهلا، شبد (٧)

(٤٠) جاڙءُ آنسي ٻريت ڪٽنب سنبڌي - مانيا موهه پساري
جس آنتر ٻريت رام رس ناهي - ڏهدا ڪرم ڪماڻي.

واڳ سارنگ، محلا پهلا، شبد (٣)

(٤١) گره اُرائي نگائي دن رَن - اهقل ڪرم ڪماهي
ڪُڪ ناهي ٿهه ٻاهڄ لاگسي - ڏاءِ[٥] ڏاءِ دک پاهسي.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٤٢) ڪاليا مغلُ وڏاليا - ٻڌي[٦] گهر ڪي هٺاڻ[٧]
اَڪ ٻڪ واڌُ چلاليا - اِن ناوي ٻک جاڻ.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (١٣)

(٤٣) ڪبير ڏين گواليا ڏُئي[٢] سٽُ - ڏئي نه چالسي سات[٨]
پسام ڪُهاڙا ماريا - غافل آهسي هسات.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٣)

(٤٤) ڪبير سڪ ساڪا[٩] ٻهتي ڪيٺي - ڪيٺو[١٠] ڪيٺو نه ميمتُ
چالي لسي هُو[١٠] ملن ڪٽُ - بسيچي آنڪيو چيمتُ.

(٩٦)

(٤٥) ڪبير هُو[١٠] ڪا سمرنُ چاڙ ڪيءِ - ٻاليو ٻهتُ ڪٽنب
ڏاڏا ڪرتا رهه گئيا - ياٻي رهيا نسه ٻنڌ[٩].

(١٠٦)

(٤٦) ڪبير رامُ نه چيتيو - ڦِيريا لالچ ماهه
ٻاپ ڪرنتا مر گئيا - اوُڌ[١١] ٻُيي ڪِن ماهه.

(٢٢١) [محلا پنجوان]

(٤٧) فريدا جا لٽُ ڪتا ويل - تان تون رنا ڏُئي سٽُ
مِرڪ[١٢] سوالي نيمهن - جان ڀراليا[١١] تان لدهسا[١٣].

سلوڪ، شيخ فريد (٨)

(٤٨) فريدا چار[١٣] گواليا هنبد ڪيءِ[١٢] - چار گسوانيا سر[١٣]
ليڪا ونب[١٠] منگيسيا[١٥] - تون آهو ڪيري[١٦] ڪسر.

(٣٨)

---

١. غافل. ٢. دنيوي وهنوار. ٣. جلاءِ. ٤. آئي. ٥. ڀٽڪي ڀٽڪي. ٦. ڪهڙ ڀري. ٧. گهاٽو. ٨. مذهب. ٩. ساٿي ۽ مٽر. ١٠. پرماتما. ١١. عمر ختم ٿي چڪي. ١٢. ... ساري ج سان پرير لڳايو آهي. ١٣. چار پهر. ١٤. ننڊ. ١٥. گهرندو، وٺندو. ١٥. ڪهڙي ڪسر ١٦. مانش جنم ورتو؟

سلوڪ، محلا پهلا (٢)

(٤٩) ڪَن مَن ڏيکي سجڻا[١] - اِئسا هسڻُ[٢] سڀاوُ
لِس سُهَ نيڻهن نہ ڪمهٽي - جو ڏسي چلطهارُ[٣].

(٧)

(٥٠) ري من ڏيکہ نہ ڏوليئي[٤] - سيڌي مارگہ ڌاءِ
پاڇسي پاڪهہ[٥] ڏراوڻو - اَڳسي[٦] اَگسن تلاءِ.

سلوڪ[٢]، محلا ٿاوان (٣)

(٥١) پِڪين[٧] سُهَ ڪاهي رچيو - لِمڪہ نہ هوءِ اُداسُ
ڪهہ نانڪ پيجُ هُر[٨] مِنا - پڙهي نہ جمر ڪي ڦاس.

(١٨)

(٥٢) جِهہ مانيا ممنا لجي[٩] - سب تي پتيو اُداسُ
ڪهہ نانڪ سُن ري منا - تِهہ گهٽ[١٠] برهم[٨] لواسُ.

(٢١)

(٥٣) جِهبا[١١] گُن گوبند پجهہ[٨] - ڪرن[١٢] سُنهہ هر نام
ڪهہ نانڪ سُن ري منا - پڙهہ نہ جم ڪي ڌام.

(٤٨)

(٥٤) اِيج ڪر[١٣] ڏيکيو جگت مهہ - ڪو ڪاهو[١٤] ڪو ناهہ
نانڪ لِسر[١٥] هُر[٨] ڀگت هي - تِهہ راکو من ماهہ.

---

١. سست مهاتماڻون. ٢. ڪل، سُڪہ. ٣. فاني، بي بقا. ٤. اُلٽي راهہ تي نہ وڃ. ٥. شينهن، جمر ڪال. ٦. پرلوڪ پر. ٧. وڪارن جي وش. ٨. پرماتما. ٩. تياڳہ ڪئي. ١٠. هردي پر. ١١. زبان. ١٢. ڪن. ١٣. چگيءَ طرح. ١٤. ساٿي، سچو. ١٥. ڪانہ.

## (١١) ڪجھ سمجھہ ۽ سوچ

(١) ھِڪَ تُنڌ[1] آکان ميري ڪاڻيا - تُوُن سڀا[2] سڪ ھماري

نِيدا چِندا[3] ڪرھہ پَرائي - جھڙُسي الاعتباري[4]

وِھنل[5] نِراڻي جوھڪ جيئڙي[6] - ڪرھہِ چوري ٻُرباري

ھسڻ[7] چليا تُوُن[1] ٻيجي رھي - اِيھ چِتر[8] ھوئيڻھ ناري

تُوُن ڪاڻيا رھيڻھ سُمِتر[9] - تُڌ ڪِيا ڪرم ڪمانيا

ڪر چوري ميڻ جا ڪجھ لَئيا - تان مَنِ ٻَلا[10] ٻاڻيا

ھِلڻ[11] نہ سويا ٻلبِ[12] نہ ٻوڙي[13] - آھلا[14] جنم گوانيا

ھَڪ ڪِري[15] دُھيائي ھوئي - ٻابا نانڪ ميري ٻاڻِ نہ ٻوڙي ڪوئي.

[راڳہ گوڙي، محلا پھلا، شبد (١٣)]

(٢) نَتا[16] نِر ڪونڌُو نھي - ڪاء ٻسارھ[17] ٻاو

اَنڪ[18] ٻيچ ٻليل ڪرھہ - ماڻيا ايڪ اُپاء

نِتاڻي سنڇھہ[19] سرم[20] ڪرھہ - ناڪِ ٻڙھہ[21] گاوار

مَن ڪيڻ ڪام نہ آوئي - اَنتي اَوُسر[22] ٻار

نِب[16] ٻاؤھہ گوبند[23] ٻيھہ - سنتھہ ڪي سِڪ[2] ليھہ

ٻِريبِ ڪرھہ سدا ايڪ[23] سڻ - اِيا ساچا اَسنيھہ

ڪارن ڪرن ڪراونو - سب ٻِڌ[24] ايڪِي[23] ھاٿِ

جِس جِت لاوُھہ تِس لگھہ - نانڪ جِس اَناٿ

[راڳہ گوڙي، محلا پنجوان، باون آکري (٣٢)]

---

١. دھي، شرابر. ٢. اُبديش. ٣. چغلي. ٤. اوشواس. ٥. استري ٦. تڪين نہ ٿو. ٧. آلما. ٨. ڏڪارل. ٩. ٻسي ٻتا. ١٠. ذاتِ و خوش ٿيڻدي ھُئينڌن. ١١ ھمي لوڪ. ١٢. ٻرلوڪ. ١٣. داخلا. ١٤. اجاٻو. ١٥. آئي دُکي ١٦. نھچل، قائم. ١٧. ٻکيڙِن. ١٨. ڏکيوُن. ١٩. ماڻياھ ٢٠. گڏ ٿا ڪير. ٢١. محسب. ٢٢. وقت. ٢٣. پرماتما. ٢٤. اُپاء.

(٣) اُڀ ۾ وڻاڙڙا[1] - لسي ڪيا چنُو[2] لانيا

مهلت[3] ٿوڙڙيتا[4] - ڪڻ ڪوڙ لـوڀاڻيا

ڪوڙي ليانيا ڏوهه[5] مانيا - ڪرهه پـاپ اميتا[6]

ڪن پسر[7] ڏبري جمهه ههوي[8] - ڪال ڀوڙي جتيا[9]

مالُ جوڀن چوڙ ولسي - رهيو[10] ٻتڪ ڪـاڻيا

نانڪ ڪماڻا سدڪ چليا[11] - لهه جاء ڪرس[12] متانيا

ڦالوهه مرڪ[13] جـوڀي - ٻيڪ رلـڻ چندرالُڻ[14]

سوکهه ڏوک پتي - اتُ پـاپ ڪمانـڻ

پاپا ڪماڻي چڏهه ناهي - ليءِ چلي گهٽ ڪلاوپا[15]

هر چندڙوڙي[16] ڏيک موُنـا - ڪوڙ سيجا راويا

لب لوپ اهنڪار[17] مانا - ڪرب[17] پتيا ساماڻـڻ[18]

نانڪ مرڪ اڳيانُ پسي-اهه متي آوڻ[19] جـاوڻ

متي مک منّا - ڪتي لـتي اڏاري[20]

هستي ڪرمه پتيا - ڪتي لـرپتي[21] لـاري[22]

لڙ ڏهيلا[23] پتيا ڪن مهه - خصم چت نـه آليمو

ڏوڪا سڙاني گنس ناهي - ڪيتا اپنا پائيو

ڳجها ڪماڻا پرگٽ[24] هوُنـا - ايت[25] الهه خـواري

نانڪ ستگور باجهه[26] - موُنـا مدمکو اهنڪاري.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، چنت (١١)]

---

١. مسافر، مهمان. ٢. ڏيو. ٣. وقت. ٤. پرچي آئيو آهي. ٥. ڏوهه. ٦. بيحد. ٧. خاڪ. ٨. نهاري ويٺو. ٩. فطع پالي آهي. ١٠. رهجي ويندو. ١١. هلندو. ١٢. ڪڪرمن جو حساب. ١٣. هرڻ والگر. ١٤. چاندوڪي رات. ١٥. ڦاسي. ١٦ رج، ايابـان. ١٧. هٺ. ١٨. پُسر. ١٩. جمڻ مرڻ جو چڪر. ٢٠. اڏامڻ. ٢١. هاٿي. ٢٢. دريتاءَ. ٢٣. ڍڪيو. ٢٤. ظاهر. ٢٥. لوڪ پرلوڪ ۾. ٢٦. بنا ڪالسواء.

(٤) صاحب سمرٿ مهري پالڻهار - سڀنا ابهه[2] ڀڃياڻا[3]
اڀئي[2] ڏنڊا ڪوڙا چار ڏهاڙا[4] - آڳئي[5] سر پر[6] جاڻا
آڳئي سر پر جاڻا جنهن مهاڻا - ڪاهي گارٻ[8] ڪيجئي
جنهن شيوئي دک سک پائيئي - نام لٽيئي[1] ڪا ليجئي
آڳئي[5] عڪر نه چليئي مولي - سر سر ڪيا ورهاڻا[10]
صاحب سمرٿ مهري پالڻهار - سڀنا ابهه ڀڃياڻا.

[راڳُ وڏهنس، محلا پهلا، آلاهڻيا (٢)/]

(٥) ڇيتنا[11] هوئي لته ڇيت ليئي - ٽس[12] ڏن مهئي پرالي
چن ڇن اوڏ[14] بهاٽ هوئي[15] - ڦولئي گهٽ[16] جنهن پالي.
هر گٽا ڪاهه نه گاوهي - منووڪ اڳيانسا
جڙ نـي لالچ لاڳڪئي - نـهـه مسون ڀڃانسا
اجهون[17] ڪڇ بگڙيو نهي[18] - جو پربهه گن گاويئي
ڪهه نانڪ نهه بجن تي - نرسيئي پد پاويئي.

(١٠،١٠)

[راڳُ تلنگ، محلا ناوان، شبد (١)]

(٦) مرنهه[19] هسيئي[20] سر اوپري - پسوڻا نـهي اوجهئي
پاد[21] ساد[22] اهنڪار مهه - مرٽا نهي سوجهئي
سنگرو شيوڙهه آپسا - ڪاهي ڦرهه اڀاڳي
ذيڪه ڪسيا[23] رنگلا - ڪاهي پول لاڳي.
ڪر ڪو پاپ دربه[24] ڪيٽا[25] - ورٽا ڪهي لالي
مانئي سڱ مانئي ولي - نانڪا اس جالئي،

(١٠،١٠)

---

١. پرماتما. ٢. هي لوڪ. ٣. لڏڻو آهي. ٤. ڏينهن. ٥. پرلوڪ ۾. ٦. ضرور. ٧. مزمان. ٨. هٺ. ٩. ڪڏهين ٻه. ١٠. حساب ڏيڻو پوندو. ١١. سمرن ڪرڻ. ١٢. رات ڏينهن. ١٣. گهڙي پل. ١٤. عمر. ١٥. گذرندي پئي وڃي. ١٦. پڳل دلو. ١٧. اڃا به. ١٨. ويـر ڪرنهي. ١٩. مرنه. ٢٠. ڪلي لو. ٢١. بڪواس. ٢٢. سواد. ٢٣. ڪهڙو، ڪهڙو. ٢٤. ڏن ڪنو ڪيو. ٢٥. سنساري وهنوار.

جا ڪيءَ ڪيتيءَ سرمُ ڪريُ - لي ٻيرَ[1] ٻروڏي[2]
اَلَٽ ڪالَ[3] پڇ جانگي - ڪاهي جلهِ ڪروڏي
داس رٻڻ[4] سوٽي هوُتا - جِس مستڪ ڪرما
ڪهه ناانڪ ٻڌن ڇُٽي - ستگور ڪي سرنا.

[راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٦)]

(٧) رام سِمر - پڇتاهگا من

پاپي جيئڙا لوڀ ڪرت هيءَ - آج ڪالَ[5] اُٺِ[6] جاهگا. (١٠،٠)
لالچ لاگي جنم گوائيا - مائيا ڀرم ڀُلاهگا
ڌن جوٻن ڪا گربُ نہ ڪيجيءَ - ڪاڳد جيُئن گلِ[7] جاهگا
جيُئن جم آءِ ڪيس گهِ[8] پٽڪيءَ - تان ڏِن ڪڇ نہ بساهگا[9]
سمرن ڀڄن دئيا نهي ڪيتي - تئُ مُکِ[10] چوٽان کاهگا
ڌرمراءِ جب ليکا مانگيءَ - ڪِيا مُکِ لئڪيءَ جاهگا
ڪهت ڪبير سُنهه ري سنتهه - ساڌ سنگت تَرَ جاهگا.

[راڳ مارُو، ڪبير صاحب، شبد (١)، ٻيون دفع]

(٨) مرتِ مُڪت گت سارَ نہ جانيءَ - ڪتني ٻڌي گُور شبد پڇانيءَ
تُون ڪئنسي آڙِ[11] ڦاٽي جال[12] - اَلکُ[13] نہ جاچهِ رِديءَ سمال. (١٠،٠)
ايڪ جيئہ ڪيءَ جيتا[14] کاهي - جلَ ترلي ٻوڏي جل ماهي[15]
سربَ جيئہ ڪيءَ ٻرلهاني[16] - جبَ پڪڙي تب هي پڇتاني
جبِ گلِ ڦاس پڙي اَمت پاري[17] - اوُڏِ نہ ساڪيءَ پدڪہ پساري

---

١. ويو. ٢. برخلاف. ٣. اَنت سمي. ٤. خاڪ. ٥. سپاٽي. ٦. هٿ. ٧. ڳري ويندي آهي.
٨. وارن کان پڪڙي سٽيندو. ٩. وَس نہ هلندو. ١٠. ڏڪ، سزائون. ١١. آڙ پکي.
١٢. ڄاري. ١٣. پرماتما. ١٤. ٻڌن جي لما لاءِ. ١٥. ٻين جيوَن کي. ١٦. هضم.
١٧. تمام ڳوري، ڀيانڪ.

وسُ چـوُڪهـ مـمـڪ ڳاوارَ - ڦالـــي چوُنهه ڪُـٺ ڪمان ٻيهار
ستگور شيو ٿوُلهه جـــم ڪال - هردئي ســاچا شبدُ سمالِ
ڏوُرمنءِ ساچي: شبد هــــيءِ سارُ[1] - هـــُوڪا[2] نام رکيءِ اُرڌار
سي دک آکيءِ جو پورک ٻلاسي - نانڪ مُڪت نهي بِن ناويءِ ساچي.

[راڳ ملار، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)]

(٩) جو گهرُ چڙُ گراوڻــا - ســو لگا مـــن ماهِ
جتيءِ جاءِ ٿُڏ ورلـــٺا - نسڪي چنتا نــاهِ
ڦالي سيئي نڪلي - جو گور کي پڙي پاهه.

سري راڳـــ، محلا پنجوان، شبد ٨)

(١٠) جتسي رلـــٺ[3] پراهٺي - اُبِ چلسهِ پـرپـــادب
ڪِيا اوُن رتا گرهست سٺُ - سپ ڦُلا ڪي باغاب.

(٢٢)

(١١) ڪيا ليءِ آليا ليءِ جاءِ ڪيا - ڦاسهِ جمَ جالا
ڏولُ پڏا[5] ڪِـــس جيوڙي[6] - آڪـــاس پتالا.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ١٧

(١٢) نهِ پارڪُ نه جوبيءِ[7] - نه پرڏي[8] ڪيچ پئڊُ[9]
اهه نِيرا[10] نهِ بوُجهيئيءِ - جمُ آءِ پڙيءِ جم ڦندُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (١٩)

(١٣) ڻاهوُ سنگ نه ڏنُ چليءِ - گرهِ جوبن نهِ راجُ
سنت سنگ سمرت رهئُ - اهيءِ تهارو ڪاجُ.

(٢٢)

(١٤) جـــي لوڙهِ[11] چنگا آپٺا - ڪر پنهه[12] نيچ[13] سَدائيئيءِ
جي جَو[14] واٽا[15] پوهريءِ - جـــو وِس[14] ڪندي[15] آليئيءِ[16]
ڪر رهي نه پرنئيءِ پائيئيءِ[17].

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٥)

---

١. نمت. ٢. پرماتما. ٣. رات ٤. پيمڻا. ٥. ســوڳهوُن پڏل ڪنگراوُن. ٦. ٿوڙي. ٧. جوان.
٨. بوڙهو، پيو. ٩. روڪ. ١٠. وقت. ١١. چاهين. ١٢. پيچ. ١٣. هيٺ درجي وارو، نماڻو.
١٤. پيائو. ١٥. پوشاڪ. ١٦. ڪسِيندو. ١٧. وقت پوڻي سيکو لڌيندو.

(١٥) هر جيئه[1] ڪرپا ڪري[2] لڳ لاوڻ - لاهڙا[3] هر هر نام لڌو
گرو پرسادي[4] هر سر ڏن پائيو - ألٽي چاڙيا نال چليو.

راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (١٥)

(١٦) جنهن سمگري[5] ڏيکي ري نر - لڳتيهي ڇڏ جاڻي
رام نام سنگ ڪر ٻيوهارا[6] - پاوهه پد نرباڻي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

(١٧) ٻن ناوڻ ڪو ٻيلي ناهي - پُت[7] ڪٽنب سُت[8] ٻاٺي
نانڪ مائيا موهه پسارا - آگي ساٿ نه جاڻي.

راڳ سوڙهي، محلا چوٿان، ڇنت (٢)٤

(١٨) جو سنساري ڪي ڪٽنب، مِتر ڀائي ڏيسهه من ميري -
لي سڀ اُٺي سُڄا[8] ملاسا
جنهن ڏن آن ڪاشياءِ[8] هوءِ نه آوي - تنهن ڏن تيري ڪون ڍڪاسا[9]
من ميري اُٺيا هر[1] شيو ڏن راٽي - جو تُڌ اٻڪري[10] دُک سُڪاسا.

راڳ گونڊ، محلا چوٿان، شبد (٢)

(١٩) جنهن آئيا تنهن جاوهه سڀري[11] - جنهن جنمي تنهن مرڻ پٽيا
جنهن وس يوگ کيتي ليتا دکه لاڳي - نام وسار ٻوجل[12] ٽيا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (١)٧

(٢٠) اندري[13] آوڌا سڀ ڪڇ ٻنسي[14] - هر[1] سيتي چت لاءِ
ستگور نال ليري پاوڻي[2] لاڳي - تسان لهه سوجهي[15] پاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، اشٽپدي (٧)١

(٢١) وات ڏنالو[16] آوڻ جاءِ - ڪيا لي آئيا ڪيا پلي پاءِ
وڻ ناوڻ ٽوٽا[17] سڀ ڳاءِ - لاهڙا[3] مليءِ جان ڏڙ اُجهاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار (١٦)

(٢٢) حڪم رضائي ساختي - درگهه سچ قبول
صاحب[2] ليکا منگسي - ڏنيا ڏيکِ نه ڀُول.

راڳ مارو، محلا تيجا، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهلا

(٢٣) نانڪ کهڙيا[18] سڄ لوڙ - ٻوڙندي[19] سچ سنمت ڪيا[20]
اوهه[18] جيوندي وڇڙهه - اوءِ[20] مُنيا نه جاهي[21] ڇوڙ.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (٢٢)

---

١. پرماتما. ٢. پرڀو. ٣. لاهو، ڦاندو. ٤. ڪرپا. ٥. پرڪرتي. ٦. وهنوار. ٧. اولاد. ٨. مطلب جا متر. ٩. وڃهو ڪونه ايندو. ١٠. مددگار ٿيندو. ١١. پاڳل. ١٢. سنسار ساگر. ١٣. ڏسڻ پر. ١٤. اساس ٿيندو. ١٥. ٻوجهه. ١٦. مسافر. ١٧. نقصان. ١٨. سنساري بدن، يا سنبنڌي. ١٩. ڳواهه. ٢٠. پڪا، سچا. ٢١. سانڀ ڪونه ڇڏيندا.

راڳ سارنگ، محلا چوٿون، وار (٢)، [سر ڪي محلا دوجا]

(٢٤) آوهه نگي جاهه نگي - وچي ڪوهه وِٿار[1]
نانڪ حڪم نه جاڻئي - آڳي ڪاٽي ڪار[2]

(١٧)
[محلا پهلا]

(٢٥) نانڪ ٻاري[3] ٻهه ٻئي - ٻئي سدا ڪوٽ[3]
ٻيٽر چور[4] ٻهاليا[5] - ڪسوٽ[6] وي جيڻا ڪروٽ[6]

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٦)، سلوڪ محلا دوجا

(٢٦) نانڪ دنيا ڪيڻا وڏائيڻا - اڳي[7] سيتي جال[8]
ايهي جليڻ نام وسارڻا - اڪ نه چليڻا نال.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٨)

(٢٧) ڪبير اهه تن[3] جائگا - ڪوڻي[9] مارگ لاء
ڪيئي[10] شدگس ڪر ساذ ڪي - ڪيئي[10] هر ڪي گن گاء.

(١٠٥)

(٢٨) ڪبير جيتي پاپ ڪيئي - راکيئي[11] آلي[12] دواء.
پرگٽ پئي نسدان[13] سب - جب پوڇيئي ڌرمراء.

(١٣٨)

(٢٩) ڪبير ڪال[16] ڪرنتا اٻهه[14] ڪر - اُب[15] ڪرتا سڄ تال
پاڇيئي[17] ڪڇو نه هونگا - جڻ سر پر آويئي ڪال.

سلوڪ، شيخ فريد (٦)

(٣٠) فريدا جي تون عقل لطيف[18] - ڪالي[19] لک نه ليکُ
آپڻي گريوان[20] مهه - سر نيوان ڪر ديکُ.

(١٢)

(٣١) فريدا ڪالي[21] جني نه راويا - ڌولي[22] راويئي ڪوء
ڪر سائين سڄ پرهڙي[23] - رنگ نويلا هوء.

(٨٥)

(٣٢) فريدا ڏکان[25] سيتي ڏهه گئيا - سوُلان[24] سيتي رات[24]
کڙا پڪاري پاٽڻي[26] - بيڙا ڪپڙ[27] واتِ.

---

١. ڪتراڳي. ٢. ڪهڙي. ٣. سرير. ٤. من. ٥. ويڙل آهي. ٦. ڪرم. ٧. باهه. ٨. جلاء.
٩. ڪنهن، ڪهڙي. ١٠. ڪجهه، لورو گهڙو. ١١. هينئن. ١٢. اڪائي چڙيء. ١٣. پاپ.
١٤. سياڻي. ١٥. هينئر. ١٦. پڇڙي. ١٧. پوء. ١٨. اڪابر. ١٩. ڪوڙ، پرائي بڇار. ٢٠. اندر بر.
٢١. جواني. ٢٢. پيائيو. ٢٣. پرير. ٢٤ دکه. ٢٥. ڏينهن. ٢٦. ملاح، ستگورو. ٢٧. ڪن.

(٩٣)

(٣٣) ترهندا ڪُورَ[1] لماڻي سَد ڪري - نِگهريا گهرِ آءُ
سَـرُ پـر[2] مَتّيءَ[3] آوڙا - مـر ٺهه نـا ڏرِيئاهه[4].

سلوڪ، محلا ٿاوان،
(٥٣)

(٣٤) ٻُل[5] ٻِٽڪو ٻِدن ٻـڙي - ڪِڏُو نه هوندا اُپاءُ
ڪهڙ نالڪ اَب اوت هرِ - ڪَنهن[6] جنهن هوشِ سماه.

---

١. قبر، ٢. ليسڻ، ٻڪ. ٣. موُن وٽ، ٤. ٻچ، ڏُر، ٥. شڪتي. ٦. هالي.

# مَن کي موچڙو.

## سوچ ۽ سمجهه:

مٿي ڏنل وچنن ۾ صاحب اُپديش ڏئي رهيا آهن ته اي ٻندا، من کي من سان ڏس، پنهن جي اُکين سان ۽ نه ٻين جي اُکين سان. اندر ۾ جهاتي پائي، من سان ڳالهيون ڪر، سوال جوابي ڪر ۽ اورڻ اور. وچار ڌارا تي چوڪسي رک ته ڪٿي نه وهلور وڃي. اي مورک، تون ائين ڪهڙيءَ ڪرت لاءِ ۽ ڪهڙي ڪرت ۾ پيو آهين؟ اي غافل، توکي ڪنهن سان پريم نباهڻي هئي ۽ ڇا ۾ لڳو پيو آهين؟ پوءِ تنهن جي جيوَن سالوا ڪيئن سڦل ٿيندي؟ ڪي عمر وڃي ٻالڪ جي راند روند ۾، ڪي وڃي جوانيءَ جي الڏ ۾ ۽ باقي وڃي ٻڍاپي جي سوڻن ۾. ڏينهن وڃي ڪوڙي وهنوار ۾ ته رات وڃي وس، ڀوڳ، ۽ ننڊ ۾. ائين اَملڪ مانش جنم وڃائي ٿو ڇڏي. اُن ته پڇي جو آهيندي جو اونو ڪري، ڪي سڪدائڪ سمر ناهڃي. رتن جواهر ڇڏي ڪلر ۽ ڪوڙ کي اچي لڳو آهين. اصلي گهر کي وساري نقلي گهر کي چنبڙيو پيو آهين. گورو اَرجن ديو جن فرمائين ٿا:

(١) جو گهر ڇڏِ گواوڻا - سو لاڳا مَن ماهه
جتهِ جاءِ تُد ورتڻا - تسڪي چنتا ناهه.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢) ڪرالي تُراڻي تکاڻي دِن رين- نهڦل ڪرمَ ڪماوي
ڪَڻ ناهي تُهه ڳاهڻ لاڳي - ڌاءِ ڌاءِ دک پاوي.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١٦)

اي نادان، تون رڳو ٻين جي ڪاڻ ۾ رتو پيو آهين ۽ اُنهن لاءِ ڪوڙ، ڪپٽ، ڪيڏا پيانسي پاپ ڪمائي، ٺڳي ۽ فريبي ڪري رهيو آهين. ٻين سان انياءُ ۽ اَتياچار پيو ڪرين ۽ اُنهن جي بد دعا پاڻ تي کڻين. پر تنهن جو اولاد، استري، ست مائٽ، مِتر ۽ سنبنڌي تو سان انت ويلي سنگ ڪونه هلندا. ممڪن آهي ته تنهن جي جيئري تي، ڪنهن مشڪلات يا مصيبت ايندي، تنهن جو ساٿ ڇڏائي وڃن. توڏن، لعالڻي ۽ اِسهل جو سهارو ايشور کانسواءِ ڪير ٿيندو؟ ڪام جي وس اچي، تون ستد ٻڌ ڀُلائي ويو وڃين. ڪرود توکان ڪهڙا نه تو اُپرا ڪڪرم ڪرائي ۽ ڪيترن سان وير ورود ۾ اٽڪائي؟ لوڀ ۽ لالچ ڪري تنهن جون ڪامنائون وڃن وڌنديون پر ترشنا پوري نٿي ٿئي.

اهو سڀ تون ڪرين ٿو موهه وچان، موهه پاڻ سان ۽ پنهنجن سان. موهه جهڙي جار ۾ ڦاسي تون انهن جيان ڪيڏا نه تو نانڪ رچين؟ وشيا جي ڪهڙي وارگر، گندگيءَ ۾ اترو ته اٽڪيو پيو آهين، جو جلد ڇڏائڻ مشڪل آهي. اهنڪار جي نشي ۾ پاڳل جيان الائي ڇا

جا ٻيو سوچين، اکين ۽ ڪنن. ڪاڻ ساڃهه ۽ شناخت نه رهي آهي. ٻرائي ٻڌار ۾ وس
نه اچئي، ٻرائي ٻُري ۾ خوشي ني ملئي ۽ ٻرائي مال ۾ مزو نه اچئي. ايڪيءَ جي
راهه ڪان ڪنارو ڪري، ٻرائيءَ جي ميدان ۾ موجون نه ماڻين ۽ ڪڪهون نه هٽن. گورو
ارجن ديو فرمائين ٿا:

ٻُري ڪام ڪٽهُ اوُٺ ڪِلولياـ نام ڪي ويلا ٻيو ٻيءَ سوئيا . راڳ سوُهي، محلا
اؤسر اپنا بوُجهي نه اڀانا ـ مايا موهه رنگ لپٽانا. پنجوان، شبد (٨)

اي مگد اڀاڳا، اوُن پنهن جي ادرڀوُرنا لاءِ ڪيڏا نه ڦل ڦنڊ نه ڪرين، واسع جا
چڪڙا ۽ سواد نه وٺين، جنهن ڪري نوڪي سرير جا روڳ به پوڄتا نا ٻرن. من جي مدائيءَ
۽ مبراڻ جي شناخت اڃي ڪانه، ٻائي سرير کي سينگاري پيو چٽيو ڏڪير گهمين. مسايا
مبرڻ ۾ مگهن آهين. پاپ پنج جي برڪ ڪانه آٿي. ٻر جڏهين سرير اُهي پنهن جو نه نسو
نئي نه پڌارت ڪيئن پنهنجا ليندا؟ نه ڪڇ ٻاڻ سان ڪٽي آئين ۽ نه ڪڇ ڪٽي وٺندين؟
ننڪو آئين ننڪو وٺندين. آهين خاڪ، ٿيندين به خاڪ. ٻر اکين هوُندين اندو آهين ۽ ڪنن
هوُندي ٻوڙو آهين. دنيا ڪارڻ ڏين وڃايو اٿئي.

دنيا اٿئي مسافرخانو جتي هڪڙا پيا اچن نه ٻيا پيا لڏين، ڪوهه جو نسارُ جنهن ۾
هڪڙيوُن ڪنگرڀوُن ڀرجن ٿيون ته ٻيوُن ٻيوُن خالي ٿين، باغ آهي جتي هڪڙا
ڦل پيا پڪجن ته ٻيا پيا پڇڻ ۽ وڻ جي ڇانو جا هيٺئر آهي نه پوءِ اپٽي ڪونه. دنيا
اٿئي گهڻي رنگ وانگر، چٽن ڏينهن جو چٽڪر. ڪڇ ٻهڻجو نه آهي ۽ ڪڇ استو نه
آهي. اڪه ٻوُنيندي سڀ ٻڪدم ٻرانو ٿيو پئي. جيڪي ڪرم ڪيا اٿئي، ٻڌرا نسوڙي
ڏيڻها، ڪامڻن يا ويهار جي صوُرت ۾، رهٽيءَ يا کهٽيءَ ۾، تنهن جو سرهستو ليکو
لکجي پيو. لکي ڪڇ ڪرنه لو، مڃي به ڪڇ ڪونه لو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جيئسي رنگ ٻراهٽي ـ اٿ چلسه ٻرهايب سري راڳ، محلا
ڪِيا توُن رٽا گرهست سٽُ ـ سڀ ڦُلا ڪي باغ آهي. پنجوان، شبد (٢٢)

(٢) جڳُ آنيا لڳُ جاوڻ ٿرُي ـ جڳُ جنمي لڳُ مرڻ ٿيا راڳ رامڪلي، محلا
جڳُ وس ٻرڪ ڪيٽي ليٽا ڏڪ لاڳي ـ ٿان اهه سوجهي ٻاءِ. پهلا، اشٽهدي (٧) ١

اي مدمڪ، ساڪت، تو موت کي وساري ڇڏيو آهي ٻر موت لوڪي ڪونه وساريو
آهي. موت مرڪي وٺنو، لڪي وٺنو ۽ ٿاڙي وٺنو. ٻار ٻڍا، ننڍا وڏا، ڪوُلسٽر ڪرآڙا
سڀ آهن ٻوُت جي منهن ۾، ڪي اڄ نه ڪي سڀاڻ. ٻڇندو ڪونه ڪو نه، رهندو ڪونه ڪو نه.

لڏهن جي جسم جي پنڙي ۾ وڃي سير لي ۽ ڪَن جي وچ ۾ آهي. مسالڪ ۽ مقام مسان سڏڙا پيا اُچن، جتي لڏهن جو گهر آهي. مالڪ جي درگاهه ۾ ليکو واچبو، انصاف جي تارازيءَ ۾. اُتي فقط سچ ۽ صفائي قبول پرندا پوَن. ڇل ول ۽ ڏٽا سڀا ڪم ڪون ايندا.

حياتي گذرندي ٿي وڃي. دم ٿي، دم جو ڀروسو ڪونهي. لڏهن جو وارو ۽ اڄهو ڪ اڄهو آئيو. جو سيان ڪرڻ سو اڄ ڪر ۽ جو اڄ ڪرڻ سو هاڻي ڪر. اڳا ته ويل ڪاله وئي آهي. چاهين ته هينئر ۽ چڙهي پئون. ليڏن رڪو اُٿي ته پرماتما سان رک. اهسو اُٿي سچو ۽ سکدائڪ سنبند. سائينءَ جي شرن وٺ ۽ ستگور جو اُپديش گرهڻ ڪر. گرمت ڪماءِ ۽ شبد ۾ سُرتي رک. شاڌن جي سنگ ۾، من سان، چت سان، رام نام جو سمرن ڪر. رام نام اُمرت اُٿي ۽ جتي ڪٿي سنگ سهائي ٿيندءِ، سنساري ڀئن ٽوڙيندءِ ۽ ڀوساگر پار ڪرائي ٿوينَ ۽ اُچست جي پد ٿي پهچائيندءِ. اِنهيءَ جهاز ۾ جيڪو چڙهيو سو وڃي پار پهتو. اِهو يقين آهي جو صاحب ور ور ڏئي دهرائين ٿا ۽ تسلي ڏئين ٿا.

اي بندا، پرائي پار ڦٽي ڪر. ٻئي جي برائي نه سوچ. ڪامنا ڪيل ۽ ترشنا تياڳ. اِندرين جي رس ۾ اُتپڪ روڳ اڪل آهن. ڪجهه تپ ڪر، ڪجهه دان ڪر ۽ ڪجهه جيو دايا ڪر. سُڪرت چڱا ڪرم ڪماءِ. ٻاٺر چڏي، حليماٺي سک. نِسرموهي، نرليپ تهنو ۽ نماڻو ٿي گذار. جو مُڙيو سو جڙيو. شيوا ٽهل ڪر ۽ شڪر ۽ سنتوش ۾ رهه. حرڪت بازي ۽ حرص بازي ڇڏ ته من خالي ۽ صفا ٿئي، سچيت ۽ روشن ٿئي. اِئين وڪار دوُر ٿيندا، ڏُني ڏيند ناس ٿيندا، تيئي ڏک اُتر ڇڏيندا، سرد روشني پراپت ٿيندي ۽ دک ۽ اُشانتيءَ جو منجهيل معاملو حل ٿيندو. من مار ته اُمر ٿين، ڀاڻ پڇاڻين، آس ۾ نراس رهين ۽ گرهست ۾ اُداس گذارين. پرماتما سرو ويا پڪ آهي. سڀ ۾ وسي ٿو ۽ هر هنڌ ساکي آهي. سڀ جيو پنهنجا ۽ آهن نه پراوا به آهن. پنهنجا آهن ڇو ته هڪ جڳديس جي جوت آهن. پراوا آهن ته متان موهه ۾ لڳين. باقي اِها اگياننا آهي ته ڪن کي پنهنجو سمجهجي ته ڪن کي پرائو. اِهوئي ڀيد آهي جو جيو آتما ۽ پرم آتما ۾ واڇو ٿو وجهي. اِهو ڀيد ڀساءِ مٽاءِ ته پنهنجو پاڻ ۾ پائين، مالڪ مَن ۾ لهين ۽ سچو سهاڳ ماڻين.

| | |
|---|---|
| جنهن لڌو ڀاءُ اُپاءُ اِهه ماني - تنهن لڌو ملڻ ڏوراني | وانءِ سورٺ، محلا |
| آن اُپدا ڪرت پيچارا - تنهن لڌو اسچ نِکاني. | پنجوان، شبد (٣) |

اى بندا، مَن هڪڙو سو ملهو مالڪ جي ملاقات لاءِ، لڏهن ۾ ۽ اُچي گهڻو اڳو آهي ترشنا جو. ترشنا جي ڪيتين، لالچ ان لڳڻ ڪري، پرشانو سنسڪار ۽ سنڪلپ، تمنائون ۽ ترنگ، اُميدون ۽ اُرواح، اُرمان ۽ اُلجهن اُٿن ڪيا آهن، جن جي ماڻهن جي من ۾ جاءِ

ني ڪاله اهڙي آهي. انهيءَ مثيل سامان سان، من نهايت دکي ۽ اشانت ٿو رهي. انهيءَ دک ۽ اشانتيءَ مٽائڻ لاءِ، ٻئين ٻيو خواهشون ۽ خـواهش مٽائين، مدد ۽ مڙهئون ٻـڌين، ٻاوا ۽ ٻانڀڻ ٻچائين، ٺاروُن ۽ ٿيٽا لڳائين، ڳئٽي ڏاوو ڪرين ۽ پڙهن پارائا ڪيئن. انهيءَ ذريعي دکھ رنڌلدو رهي، لراسائي ۽ ناامڌي وڌندي وڃي، اچا شڪتي ۽ آلساهمه اڏامندي وڃي. ٻوءِ قصور ڪنهن قسمت مان يا ڪرتار مان! اتي علاج جو اُن اُوس اُلٽو نڪرڻو آهي. من جي خوشي نه خريد ڪري سگهجي ٿي، نه سوغات طور عطا ٿي سگهي ٿي، پر خود پنهنجي من ۾ آڻڻي آهي ۽ ماڻڻي آهي. جنهن لاءِ اهو نهايت ضروري آهي ته من جي شڪتيءَ جي سڃاڻپ هجي ۽ اُن جي استعمال ڪرڻ جو علم هجي. نه ته پيو ڀـاڪڙ پٽو ٿو، پاڻيءَ ۾ ٽاڪوڙا هڻندا ۽ وچ سير ۾ غوطا کائي غرق ٿيو. پنهنجا پير پرم، پنهنجا ساٿ ۽ پنهنجن بوجها، اهڙو ته ڀاري آهن جو سڌو سرن ڊرائڻ، جتي مدد ملي ڪانه پر جي مـلي ته به اچائي ڪانه.

انهن ڪري، اي ٻندا، من جي سچي شڪتيءَ کي سڃاڻ ۽ سڃاڻي، صحيح سطح تي آڻيس، دشمن مان دوست بڻائيس ته دل اندر ئي دلبر جو ديدار ٿئي. من جي شڪتيءَ جو سگهڙو، ونيل آهي ٿن ڌاڳن مان، هڪڙو اهنتا، ٻيو ممتا ۽ ٽيون لڳاءُ. وري انهن کي ٽـي ڳنڍيون ڏنيون آهن، اندرين جي رس جون، وشيه وڪارن جون ۽ جڙ پدارٿن جون. انهن ڳنڍين ڪري، سگهڙي جي سمرٿي سماپت ٿي وڃي آهي. اهي ڳنڍيون ڇوڙ نه ڇوٽڪارو ٿئي. من مستانو آهي لاءِ، لسٽ ۽ لذت لاءِ، سو هڪ شيءِ جو سواد وٺي ٻي لـو طلبي. انهن طلبن جي تاٿ پرٿون آٽيندس ڇا ٿو؟ رڳو اهي روپ ۽ نالا ئي اهي پدارٿ ۽ پرپنچ جي سڀ عارضي، ڀينٽا ۽ ناسونت آهن، جن ۾ لڳاءُ لڳي وري ٽٽي ٿو. سو من کي اهو آڇ جنهن جي لاءِ، لسٽ ۽ لذت لاثاني هجي، اکٽ ۽ امر هجي ۽ جا وقت جي پڄ کـان پري هجي. اهو آهي رام نامُ، جنهن مٿو ملٽي، من ترپت ٿيندو، ۽ اکنڊ آنند ۾ اچندو، ترشنا ۽ طلب جو تحرڪ هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو. پکي پڃري سان پيار رکندو تـه پرواز ڪيئن ڪندو؟ ماڪيءَ جي مک به لاءِ م پر ڪانه اڪائيندي آهي. جي ٽڙن سرپرڪ سوادن ۽ سنساري وهنوارن ۾، پنهنجا پـر ئي پٽائي ڇڏيندين ۽ انين حيلا وسيلا وڃائي ويهندين، ته ڪاڻ دنيا جي طاقت يا هستي، توکي ڪن مان ڪڍي ڪانه سگهندي. من جي مستي مـن سان مٽائڻي آهي. جي مرض جو مناسب علاج اندر ۾ عمل ۾ آڻبو ته پوءِ ٻاهريان سهارا به، سهائڪ ٿي سگهندا. دوا ٿئي ته دعا به لڳي.

ڊاڪٽر تان هڪڙو پيرڪٽي پوءِ ٿي ٻئي تي رکبو تان جو ڪڏ ئي پهچجي. ڊاڪٽر جي پوءِ ضرورت رهندي ڪانه. ليڪن من جو لڳاءُ سرپرڪ سوادن ۽ سنساري سمبندن مـان

ڪيئي. وام نام ۾ لڳائڻو آهي، ڌڻي پيارن مان ڪيئي، پرماتما ۾ ھِٽِڻو آهي. ڌيرج،
اهمل ۽ لڳاتار ڪوشش سان، من جو لڳاءُ ٻاهران ۾ لڳي ويندو. پوءِ ۾ اهڙا رهندي لـــ
"مان" ماڻهن لي موڻان ۽ ڇڏتا رهندي تہ مان مالڪ سان ملان، تان جو ارهم جيون ۾ جـــذب
ٿئي ۽ جيون ارهم ۾ جذب ٿئي. پوءِ من جي سُهاءَ جو نڌاڳو سڳڙو، ڳيلين مان ڇُـــڙجي،
ٻاڻهي اچي ٻڌ ٻوندو. ورى نہ ونڃندو ڇو تہ هاڻي نہ هوَ ڪارائتو آهي ۽ نہ ضروري
آهي، جيئن مائري ٻهني، ڏاڪڙ ٻي معنيٰ ۽ بيسود لڳندي آهي. هاڻي من پنهنجي اصلي
سُهاءَ ۾ سمايل آهي، هردي جي هيج ۾ آهي، ٻڌيءَ جي ٻل لي آهي، وويڪ جي وات
۾ آهي، آتما جي آڌار تي آهي ۽ پرماتما جي پناهہ هيٺ آهي. ڏاڍيءَ الوڪ استٿيءَ ۾،
لوڪڪ ڪرياڻ مان لوان ڪرم اهڙا ڪرڻ ۽ اڳيان ڪرم نہ ڪيا ويندا ڇو تہ ڻن ڳڻن جو
اثر، من تي هاڻوڪي سُهاءَ هيٺ، پري ئي ھوندو اٿو.



# باب ستون.

## سچ جي پرک.

### (١) گڻ ۽ اوگڻ.

(١) گڻ سنگره[1] ۾ وچهه اوگڻ جاهه - پوري گر ڪيو شبد سماهه. (١.ر.)
گڻان ڪا گاهڪ هووي سو گڻ جاڻي - امرت شبد نام وکاڻي
ساچي باڻي سوچا هوء - گڻ تي نام پراپت هوء
گڻ امولڪ پائي نه جاهه - من[3] نرمل ساچي شبد سماهه
سي وڏ ڀاڳي جن نام ڌيائيا - سدا گڻ داتا من وسائيا
جي گڻ سنگرهي تن بلهاري جاءِ - در ساچي ساچي گڻ گاءِ
آپي ديوي سهج سڀاءِ - نانڪ قيمت ڪهڻ نه جاءِ.

[راڳ آسا، محلا ٽيجا، شبد (٢)]

(٢) گڻڪاري[6] گڻ سنگهري[1] - اوگڻ[7] اکهد اسن
سي وڏ ڀاڳي جو اونا مل رهي - انُدِن[8] نام لئين
سي پائي سي سچا - سو سچا شيون
اوگڻ وڪڻ[9] پلرن[10] - گڻ ڪي سانجهه[11] ڪرن
گڻ ڪي سانجهه[11] سک اوپجي - سچي ڀگت ڪران
سچ وڻجهه[12] گر شبد سڻ - لاها[13] نام لئين.

[راڳ سوهي محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣)]

(٣) نانڪ نرگڻ گڻ[14] ڪري - گڻونتيا[6] گڻ دي
تيها[15] ڪوء نه سجهئي - جي تس گڻ ڪوء ڪري. (جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (٧))

(٤) گڻونتي[6] سچ[5] پائيا - ترشنا تج[16] وڪار
گر شبدي من رنگيا - رسنا پريم پيار. (سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢٦).)

---

١. ميڙيو، گڏ ڪيو. ٢. گراهڪ. ٣. شڌ. ٤. اي ملهه. ٥. پرماتما. ٦. گڻوان. ٧. ٻين کي ا. ٨. وادع ڏيهن. ٩. چڏين. ١٠. تيج وستو. ١١. پريت، دوستي. ١٢. واپار. ١٣. نفعو ١٤. ڪرپا. ١٥. تو جهڙو. ١٦. تياڳ ڪن ٿا.

(٥) سچُ سالاهي سچِ لڳا - سچي ناءِ پريم هوءِ
گُرُ وِچارِي گُرُ سمگرها - اُوگُڻ ڪيان ڌوءِ. (٣٧)

(٦) پِنُ گُرو گُرُ نہ جاڻيي - پِنُ گُرُ پڳس نہ هوءِ
پڳسِ وَچُل هرمن وَسيا - سهج مليا پَرڀُ سوءِ
نانڪ شبدي هر سالاهيئي - ڪرم پراپت هوءِ.
سري راڳ، محلا ٣، اشٽپدي (٨)٣

(٧) گُرُ سنگمِ جاوئي چونَ نہ ڪاوئي - تا پِس جمڻ مرڻا
ڪال جال جم جوهہ نہ سا ڪيي - پاءِ پڳس پيو ترڻا.
سري راڳ، محلا پهريون، پهري، شبد (٥)٢

(٨) بِکيا ٻُکہ نہ اُتريي - ڳلي ٻُکہ نہ جاءِ
نانڪ ٻُکان تان رجيي - جان گُرُ کهہ گُڻي سماءِ.
راڳ ماجهہ، محلا پهريون، وار (١٩)، [سلوڪ محلا دوُجا]

(٩) جيتا سمند ساگر نيرِ ڀريا - ليتي اُوگُڻ هماري
دئيا ڪرهہ ڪچ مهر اپاوَهہ - ڏُبدي پٿر تاري.
راڳ گوڙي، محلا پهريون، شبد (١٧)

(١٠) اُهتي اُوگُڻ - ڪُوڪيي ڪوئي
جان پِس پاويي - بخشي سوئي.
راڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٢٨)

(١١) اُنم سنگت اُتم هوويي - گُرُ ڪِي ڏاويي اُوگُڻ ڌوويي
پِن گور شهوي - سهجُ نہ هوويي.
راڳ آسا، محلا پهريون، اشٽپدي (٧)٥

(١٢) پرڀ پرلم والي هر ايڪتي - نام هر ڪيئي سک وسيي
تہ گُرُ پهچانهہ تان پرڀ جانهہ - گُڻهہ وس اُوگُڻ نسيي.
راڳ آسا، محلا پهريون، چهنت (٢)١

(١٣) گُڻوانتي شهُ راوِيا - نِرگُڻ ڪُوڪيي ڪاءِ
جي گُڻوانتي ٿِيي رهيي - تا پِيي شهہ راوڻ جاءِ.
راڳ وڏهنس، محلا پهريون، شبد (٢)

(١٤) گُڻوانتي نِت گُرُ روئي - هرديي نام وَساءِ
اوُگُڻوانتي ڪامڻي - دکہ لاڳيي بِللاءِ.
راڳ وڏهنس، محلا پهريون، شبد (٤)

---

١. پرماتما. ٢. ٻنا، کان سواءِ. ٣. ڪرمن، ڀاڳن سان. ٤. سان گڏ. ٥. سزا، ڏنڊ. ٦. نقصان نہ پهچائي سگهندو. ٧. پوُجل سنسار. ٨. ٿلهيوُن ڳالهيوُن. ٩. جل، پاڻي. ١٠. ڪريو، همٿ رکيو. ١١. پڪاري. ١٢. پرائي لو. ١٣. گيان. ١٤. ناس ٿئي ٿو. ١٥. آنند ماڻي. ١٦ ڳائين ٿيوُن. ١٧. اِستري.

(٥) جيوَ دَيا: پريم ۽ دَيا جڙڪ ٻه ڄاڙوُن ۽ گڏيل سڀاءَ پيمر آهن. جا دل پريم سان ڀرپوُر هوندي، سا دَيا کان خالي نه هوندي. جڏهن دل ۾ درد جو ڏُونهون ئي نه ڏُکندو هوندو سا ٻئي جي درد کان سڃاڻندي ۽ دَيا ڪيئن ڪندي؟ اهڙو نردئي ۽ بيقياسي انسان پسوُنءَ کان به ٻري آهي، دشت ۽ راڪش مثل آهي. ڀڳت روداس صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| سو ڪت جاڻيءِ - پيڙ پرائي | راڳ سوهي، ڀڳت |
| جا ڪي اَندر - درد نه پائي؟ | روداس، شبد (١) |

صاحب سِکيا ڏين ٿا ته اي بندا، هر ساهواري جيو کي دَيا جي ضرورت آهي، چاهي جيت، چاهي پسوُن، چاهي پکي، چاهي منش. جيترو جيوُ ننڍو ليترو دَيا جو وڌيڪ حقدار. جي. بيزبان ته وڌيڪ ڪهل ۽ قياس جو ڪاٺل. جيئن منش کي آزار ڏيڻ مان ايذاءُ رسي ٿو تيئن جانور کي به. جيئن منش کي ساهه پيارو آهي تيئن پسوُنءَ کي به. جيئن منش دَيا ۽ دعا ملندي، مشڪرائيندو آهي تيئن بيزبان جيو به. اي بندا، جي خود توکي دَيا جي درڪار آهي ته توکي جيو هتيا ڪرڻ جڳائي، چاهي شڪار جي لحاظ کان، چاهي واس جي چشڪي کان يا چاهي مَن جي وندر کان؟ جيو هتيا توُن پاڻ ڪرين يا ٻين کان ڪرائين، تنهنجي ذميداري ٻنهي حالتن ۾ ساڳي آهي. جي توُن پاڻ جيو هتيا ٿو ڪرين يا ڪرائين، ته توکي پاڻ رحم ڪيئن ملڻ گهرجي؟ سڀ جانِ وارا جيو توڙي جيت، پکي ۽ پسوُن، سڀ ڌڻيءَ جا اُپايل آهن، انهن کري پاڻ ۾ هڪ ذات جا ڀائر ۽ ڀينر آهن. سڀني ۾ ساڳي جيون ڌارا ٿي وهي. اَسين سڀ ساڳئي مالڪ جوُن موُرتوُن آهيوُن، چاهي انسان توڙي گگدام. اي بندا، گگدامن تي ڪهل ڪر ۽ ترس کاءُ ته گهرج وقت توُن به رحم ۽ دَيا جو اُڌڪاري ٿيندين. جي ٻوڪيندين ئي ڪونه ته لڻندين ورڻي ڇا؟ ڪنهن کي به نه رنج رساءِ ۽ نه ڪنهن کي دک پهچاءِ. ڪنهن سان به برائي نه ڪر ۽ ڪنهن جو ٻُرو نه سوچ. سڀ سان مِٺو ڳالهاءِ. سڀ جو ڀلو ڪر، ٻئي جو به ڀلو ڪر. سڀ جو خير ته تنهن ۾ تنهنجو به خير. دَيا سڀني ڌرمن جو موُل منتر آهي ۽ هر هردي جو سچو ۽ سرل سڀاءُ آهي. دَيا ڪر ته دعا ڪٽين ۽ دلبر جو در دل اَندر لهين.

(٦) دان: محتاج جي محتاجي پوُري ڪرڻ آهي دانُ. دان ڪجي دلي همدرديءَ سان، دل کولي، سک ۽ سرڀيا سان ۽ مٺي طرح. اي بندا، جتي دک درد ڏسين، غم ڏسين، اتي همدردي ڏيکار، نه فقط وات جي پر دل ۽ جان جي، پر ڪنهن ڀيد، ڀاو ۽ مطلب جي. ٻين جي خوشيءَ ۽ سک ۾ پنهنجي خوشي ۽ سک پاءِ. سڪرت ڪماءِ، سخاوت ڪر، سداورت هلاءِ، پنهنجي ذاتي سڀاءَ کان، جيئن گل خوشبوءِ ڏئي ٿو، وڻ ڇانوَ ڏئي ٿو ۽ سوُرج روشني ڏئي ٿو، سڀني کي ساڳي، پر ڪنهن جي عيب ۽ اعمال ويچارڻ جي

ڀوڳ چاهي اڳاڙي. جي تڪليف يا مصيبت ملي يا نه ملي. پاڻ هوندس نه پار پيندس ۽
جي نه ٿئي ته ٿورهين لاءِ سڀ اجايو. دان ڪرڻ، من ۽ تن جو سمورو ۽ سڀ کان اتم
ايشور ارپڻ ته دان درگاهه ۾ قبول پوي. هوند مان ته هر ڪو دان ڏئي سگهي ٿو. دان
اهو جو اڻ هوند ۾ به ڪٽي ورهائي ڪاڍجي. جو ڏين ٿو سو سڀ ڏاتر جو ڏنل آهي.
جهون ڪي ڏين ٿو، تن ۾ به ڏاتر آهي ته ٿو ۾ به ڏاتر. تنهن ڪري، جيڪي ڏين ٿو
سو پاڻ کي ٿو ڏين. جنهن لاءِ ٽڪو ٿورو نه آهي. دان ڪر دل کولي. گهرجائوءَ جي
گهرج يا طلب جي تقاضا ڪر اڳ ۾ سان ۽ خود پنهنجي ئي گهرج واريءَ ٿارائيءَ ۾. جا تنهن
جي لاءِ ضرورت آهي سا اڳاهي جي نه هوندي. پنهنجي ۽ اڳاهي جي اهنج يا آرام جو
اندازو ساڳيءَ ماپ سان ڪر. دان فرض طور ڏيڻ به سٺو پر آهي سودو. دان اهو جنهن ۾
موٽ جي مرادي يا طلب جي موڙي نه هجي. دان اهو جو تنهنجي ڪومل هردي جي
پيتا پٽجي نڪري. دان اهو جو تنهنجي محنت، مزوريءَ ۽ گهر جي پورهيي مان پيدا
ٿيل هجي، حق حلال جو هجي. ڪوڙ جي ڪمائيءَ مان ڏنل ڪميشن ثاب نه پوندي. دان
اهو جنهن جو پڇ پارهه ٿئي. مهيما پيو ڦل ڏئي. دان ڪر اداڪا ۽ فراخدليءَ سان، جنهن ۾
اڳلي جو شان رهجي اچي ۽ ڳالهه به نه نڪري جو ڪنهن هيٺ ڪرڻو پوي. اهڙو دان جهڙو
ڏنو تهڙو نه ڏنو. دان ڏي گپت ۽ ڏئي نه پڇاڙ. ڏونڪو نه وڄاءِ پر جي وڄائبو ته اٿئي
نه واليءَ جو وڃاءِ جنهن جو ڏنل اٿيءِ ۽ جو ڏيندڙ ۽ وٺندڙ ٻنهي ۾ رمي رهيو آهي. پاد
رک ته ڀلائي ڪجي نه اوس ڀلو پيندو چاهي چاهين نه چاهين. ڏنو پنو آهي.

(٧) ڪميا: ڪميا به هڪ نموني جو دان آهي. ٻئي جي گهرج پوري ڪرڻ آهي
دان ته ٻئي جي خطا معاف ڪرڻ آهي ڪميا. انتقام آهي ته ڪميا ٿئي. وير ويو ته ڪميا آئي.
ڪميا آئي ته غصو گم. وير، ونجوگ وڌائيندو ۽ ڪميا، ڪير ڪٽ ڪندي. دان وانگر، ڪميا به
پاڻ لاءِ ڀلائي آهي ۽ ٻئي لاءِ احسان ڪري آهي. ڪميا من مان ڪروڌ ۽ نفرت کي نيڪالي
ڏئي ٿي. من شانت، اڏول ۽ اڇو رهي ٿو. خطا کان فقط خاوند خالي آهي. انسان ته
ڀُل ڀُل ۽ پل پل ۾ پيو خطائون ڪري. اي ٻندا، تون ٻين جي خطائن ۽ خامين جو
ڪيئن پورو پتو لڳائي سگهندين، جڏهين تون خود خطائن ۽ خامين جي پٺيان سمورن
مڪمل حقيقتن ۽ حالتن جي پوري تحقيقات ڪري آهي؟ پر پنهنجي خطائن ۽ خامين جي
ته لوڪي پوري جاڻ آهي تن جي پيو پڇاڙ ڪر ۽ پڇتاءُ ڪر ته آئيندو اوچل پٽجي. لوڪي
خود ڪميا جي وڏي درڪار آهي. ڪميا ڪندين، ڪميا پائيندين. ڳڌرائي کي وسار ته
سنتوش ۽ شهنشاهيءَ جا سلا اسان جن مان ڪميا جو ڦل نڪري. ڪميا ڪر ته تون به ڪنهن
نه خطا ڪندڙ جي جيون ۾ به قلدانڪ فيرو اچي. ڪميا آهي سڪ جي سوغات جا ڏيندي
يا وٺندي هردو پڇائي ٿي ۽ نيڻ ٺاري ٿي. ڪميا ڏکيءَ دل لاءِ دلداري آهي.

اندر، سولائيءَ سان سُري پُري سگهن ۽ ايشور جي اوڏو اچن. [اهنڪار جي مِٽائڻ لاءِ وڌيڪ ويچار اڳيان پنجين ڀاڱي ۾ به اچڻا آهن.]

(٩) نشڪام ڪرم: نشڪام ڪرمن جو وستارُ اڳي ئي اچي چڪو آهي ۽ اڳتي اڃا ٻئي ڀاڱي ۾ به اچڻو آهي. مختصر نموني، هت اهو چوڻ ڪافي آهي ته جيستائين جيءَ ۾ جان آهي ليستائين مَنش ڪرمن کان آجو ۽ واندو ٿي نه ٿو سگهي. پر ڪرم، نشڪام تڏهين ليکبا جڏهين سيد ڌرم مطابق، ذاتي سڀاءَ سان، پرمارٿ، شُڪرت ۽ فرض اَدائيءَ جي لحاظ کان، نباهيا ويندا، نه ڪنهن مطلب جي ۽ نه ڪنهن موت جي مراد ڪـان. سـبب سوارٿ ۽ سڪرم سائينءَ سانگي، ايشور ارپت. جڏهين ڪرم فرضي ڪارڻ سمجهي ڪجن ٿا ۽ پنهنجي پلي ڪاڙ ڪجن ٿا، جنهن نه چت اٽڪيل آهي ۽ نه مطلب رکيل آهي، تـ پوءِ اُهي ڪرم اَڪرم آهن ڇو ته ڪارڻ، ڪرم ۽ ڪرتا جو ڀيد مِٽيل آهي. اهڙن ڪرمـن سان ڪـرم جو قانون لاڳُو ڪونه آهي. ڪرمن جو ليکو لِکجڻ ئي بند ٿي چڪو آهـي. جڏهين اهـو ليکـو مِٽجي چڪو ٿئي ٿو تڏهين مڪتي ماڻجي ٿي. سوارٿي ڪرم بڌن ۾ ٻڌن ٿا ۽ نشڪام ڪرم آواگون مان آزادي ڏيارين ٿا. سوارٿ ٻٽو ڪرمن کي جيون بخشي ٿو.

(١٠) حد اندر رهڻ: حد ڇا جي؟ شرم، حياءَ، ڌرم ۽ مريادا جي. گهٽ ۾ نه وڃ، چاهي هن پر چاهي هُن پر. اي بندا، ماڌيم سطح آهي پوري انداز ۽ معيار ۾ رهڻ، نه ته وري ڏيندڙن جي ڦيڪڙ ۾ ڦاسائيندين پيو ۽ ٽن گڻن جا ٿَڪ ڪاٽيندين پيو. نـ چڱو آلس گهڻو نه چُستي گهڻي، نه ننڊ نه اوجاڳو، نه اُڃ نه بُک، نه آس نه نراس، نه سردي نه گرمي ۽ نه ڍَڪ نه اوگهڙ. نه مِٺو مٺارو ٿيءُ ۽ نه ڪڙو ڪسارو. انهيءَ نقط نگاهه کان، صاحبن خصوصاً، "الپ آهار" ۽ "الپ نِدرا" جي زوردار هدايت ڏني آهي. لڇمڻ ڪين سيتا لاءِ حد جي ليڪ لڳائي هئي؟ اهو ليکو لتاڙڻ معنيٰ مصيبت جي ماني موڪلائڻ. حد اورانگهڻ نقصانڪار آهي، صحت لاءِ، عزت آبروءَ لاءِ، مانَ مرجاتا لاءِ، پاڻ لاءِ، ڪٽنب لاءِ، سماج لاءِ ۽ آخرين پنهنجي جيون ياترا لاءِ. هيءَ ديهه ئي ناراٿي آهي. اها سالم ۽ سگهي هوندي تـ اندريان اوزار به آسانيءَ سان عمل ۾ اچي سگهندا. انهيءَ ڪري، حد اندر رهڻ ڪانسواءِ، اهو به ضروري آهي ته سرير جي سنڀال سان گڏوگڏ، اندر جي اُنتيءَ ۽ اُڌار جو به اونـو رکجي ته مختلف شڪتين جو وڪاس اڻپورو يا اڌورو نه رهجي وڃي پر پوري معيار ۾ هجي. آتمڪ اُنتي آسان آهي بشرطيڪ سرير سگهو رهي، دل ۽ دماغ حد اندر پـوري نڪاٽي تي هجن، من مٿي ماڻهن تي اچي، ٻُڌي ٻلوان ٿئي، هردو ڪومل ۽ نرمل رهي، ويڪ جا واڪ ۽ واچناؤن سنئينءَ راهه تي هلائين. مطلب ته ماڌيم سطح تي ئي سريرڪ، مانسڪ، اڌياتمڪ ۽ آتمڪ اُنتي ممڪن آهي. گهڻ جو گهٽو چڪناچُور ڪندو.

هيءَ آهي ڳڻن، ساڌنن ۽ روحاني رمزن جي ياترا جي يادداشت، "دسي ڳُڻ مالها."
اي بندا، انهيءَ مالها سان سدا جاپ تاپ، پاٺ پوڄا، سار سمرڻ ۽ ڌيان ڌارڻا ڪر تــ
مَن، مَن جي اُڃ ۽ بُک مِٽجي، ترشنا ترجيئي، سنسار ساگر ۾ مڌون مٿي ڪري تران ۽ جيون
ياترا ۾ سهڄائيءَ ۽ سولائيءَ سان اڳتي وڌڻ وڌائين. پاڻ ۾ اسپيچ لڌهين تائين لنگهائيندي
جڏهين اندر جي تال سان ملپل هجي ۽ ته ته اهو بــ هڪ پاڪنب جــو ايشو ٿيندو، جنهن
ذريعي جيون جا بندن وڌندا ويندا پر نه گهٽبا ۽ نه ٽٽندا. سو اي بندا، هيءَ ڳڻ گرهڻ
ڪر ۽ روزنامو جاچ ته ڪيتري قدر عمل ۾ اچن ٿا. آهڙي ادم سان، ڳڻن جـــي هبڪار،
جيون جي هر پهلوءَ ۾ پرواز ٿي ويندي. ڳڻن جو سمر ٿي جيون ياترا جو سمر ثابت وجهندو ۽
منزل جي آخرين پڙڙيءَ تي پهچائيندو. ڳڻن ۾ ٿي گروند ڳاجي ٿو.

اوڳڻن جو اُجهو ڇڏي، ڳڻن جي اوٽ ۾ اچڻ، لاشڪ جيون ياترا ۾ وڏو واڌارو آهي
پـر اي بندا، اهو نه ڀلجڻ آخرين منزل اڃـا دور آهي. ساڌڻ ۽ سڪرم، سـرل ۽ سنا
لڳن ٿا ڪاڌڻن ۽ سڪرمن جي پيٺ ۾. جيستاءِ اهو ڀيد قائم آهي تيستاءِ اهم ڀاؤ جو جياپو
به قائم آهي، حالانڪ سوکيم صورت ۾. اڃا ته اهو ڀيد به مِٽائي، ڳڻن ۾ خود بخود سمائجي
وڃڻو آهي. جڏهين ڳڻوان خود ڳڻن ۾ سمائجي وڃي ٿو، تڏهين ڪيس ڳڻن جي اَصل ۽ اُنر
جي پُرڄهه ٿي ڪانه ٿي رهي. اها پهچ آهي وحدت ۾ وجوديءَ جي، جيون مڪتيءَ
جي ۽ جوتي جوت جي. انهيءَ استٿيءَ اندر سڀ ڀيد ڀاؤ مٽجي وڃن ٿا، چاهي ڳڻ اوڳڻ
۾، نيڪي بديءَ ۾، پنج پاپ ۾، آشا نراشا ۾، سچ ڪوڙ ۾، جيو آتما ۽ پرم آتما ۾ تــ
چاهي پرش ۽ پرشوتم ۾. سڀ برهم آهي جنهن اندر ڪُل جيون ڌارا ۽ ايڪ جـــو برهم
پسارو آهي. اهو آهـي جيون ياترا جي آخرين منزل جو آخرين ڏاڪو، لاحد جو لنگهه. جي
ٽپيا سي ٽِڪيا، جي ياڙ پهتا سي پر تيا، جي لنگهي ويا سي لاهوتي ٿيا.

اي بندا، لاهوتي آهي آهوٽي من جي، من جي مطلبن، منشائن ۽ مرادن جـــي.
انهيءَ آهوٽيءَ ۾ من رڳڙجي ٿو، رنگجي ٿو ۽ رچي ٿو. آهوٽي چاڙهه ته چـوٽ چــڙهين.
آهوٽــي آهي اڀاسنا ۽ آرادنا. آرادنا جي آڳ ۾ اڀاسنا جو هون لڳاءِ ته گيان جـــي لاٽ
لڪري، اونده اَلوپ ڪري ۽ پرڪاش پکيڙي. اهو آهي مها يگيه جنهن لاءِ سڪ، شرڌا
۽ صدق جو سمر کپي. هِتان ٽوڙي هُمت جوڙ. وڪ وڌاءِ ته سفر شروع ٿئي. هِتان جـــي
هڪ پچاڙ پوري ڪري، هُتان جو ٻه ته آواز اُناءِ. اهو آدي ۽ اُنادي آواز اَڪر مان اُچي ٿو،
جتان ڀـرين پاند پڙن لاءِ پيو پڪاري. جي من جي مهانڪ تي چڙهي، ٻُڌيءَ جي ٻــل
سان ۽ آتما جي اشارن تي، اهو آواز اُنائين ٿا، تن کي ستگور جو سهارو آهي ۽ مٿان مالڪ
جي مهر آهي. هو سهڄائيءَ ۽ سلامتيءَ سان، ستمت ٿي سمرڻ سان سمج تي شمهن ٿا

اهــا سيج، دک جو درياءُ جهاڳائي، سچي سک جو سفر ڪرائي ٿي، آنند جــو وشرام وٺائي ٿي، وڇڙيل کي وصال ڪرائي ٿــي ۽ محبُوب جو مشاهدو ماڻائي ٿــي. سنساري سيج ۾ نه سچي پٽاندڙ سک ۽ سواد آهي، ڇو ته جو کيل آهي ۽ خبر ناهي ڪانهــوءَ دک ۽ روڳ جا ريلا وهائي ٿو. ٻئي طرف، سورن جي سيج ۾ سدائو سک آهي، اکٽ ۽ اکنڊ آنند آهي. هيءَ وش آهي ته هـــوءَ اَمرت آهــي. هيءَ مرڻو آهي ته هوءَ جيون آهي. ٻارڪو ٻپاٽــندا ۽ ٻچاٽيءَ ٻار پوندا ٻاقي ڪونهي ڪم ڪُوڙن جو.

هاڻــي اهو سوال اُٿندو ته اهو ممڪن آهي ته اها "دسي ڏُٺ ماڻا" هٿ ڪري، جهڙي سگهجي ٿي؟ ڇا ڏرمڪ سکياڻون، سنتن جوُن ساکيوُن ۽ اَلوڪڪ اِنسانن جوُن آتم ڪهاڻيوُن، اهــو ثابت نه ٿيوُن ڪن ته مڪتي ملڻ نه فقط ممڪن آهي پر جيون جو مقصد آهي، جنهن تي هر مدش جو موروثي حق آهي. ٻچتاءُ، پراشچت، پيار ۽ ٻ-وارٿنا جــي پدارٿن سان، پاپي به تري وڃي پار پهتا آهن. اِنهيءَ ۾ شڪ شبوهه جي گنجائش ڪاڻـــ ڪانه آهي. رڳو کهي اعتقاد ۽ اُدم. ڇا دنيوي پدارٿ پراپت ڪرڻ آسان آهن؟ اُنهـــن پدارٿن پوئتان ٿوري پڪڙ ڊوڙ ڪرڻي ٿي پئي يا جانبازي لڳائڻي ٿي پئي. پر ٻوءِ ـــ اهي پدارٿ پيٽ ڪونه ٿا ڀرن. موروڳو هڻ ڊوڙ ۾ سيُڌ ساڻا ٿا ڪن، هٿن مان کسڪندي ساهه ٿا شڪائين، ۽ آنت وٺي دم ٿا گهٽين. سمجهوُن ٿا ته اِها سموٽي سک ڏيندي، مــن کــي شانتي ڏيندي ۽ تن کي آرام ۽ آسائش پهچائيندي پر، اي بندا، تنهنجو تجربو ڇا ٿو ڏيکاري؟ اِه ترشنائن ۽ تمنائن کي ترپت ڪرڻ نصيب ۾ ٿي لکيل ڪونه آهي ته ٻوءِ سکــ پراپت ٿيندو ڪٿان؟ ته ٻوءِ سڀ حيلا وسيلا ٻيڪار آهن. اُتي هلُ ڇو هڻجن؟ ڇو نه اهــا اِجا شڪتي ۽ اُورچائي، اُدم ۽ اونو، سرجوشي ۽ سروڻي، طاقت ۽ طاعت، اي آرامي ۽ بيقراري، جا هاڻي اِندرين جي ڀوڳ بلاس ۾ برباد ٿئي ٿي، وشيه وڪارن ۾ ولرٿ وڃي ٿي يا بروار ۽ پدارٿن پوئتان ضايع ٿئي ٿي، سا جيون يا ترا جي سڦلتا لاءِ ڇونه اِستعمال ڪجي؟ اِئين ڪبو ته ٻوءِ ڪڇ پنهنجي ڪوشش، ڪڇ من جي مٺيا، ڪڇ سنگو جي سکيا، ڪڇ سنتن جو سنگ، ڪڇ نام جو نشو ۽ ڪڇ مالڪ جي مهر، اهو سڀ ٻمر، سفــر سهنجو ۽ سٺائو ڪندو ۽ پڪ اُتــي پهچائيندو جتــي سک ڌام، نج ڌام يا ڌُر ڌام آهي ۽ جتي دک جي داخلا لئي منعدامو نڪتل آهــي ۽ جو ڪنهن به حالت هيٺ منسوُخ ٿي نه ٿو سگهــي. اِنهيءَ اکنڊ آنند جو ٻڌ، من ۾ ملــي سگهي ٿو. سو ٻوڪيه اُپائن ۽ اُپاسنائن سان اِنهيءَ پــد تي پهچڻ ممڪن آهي، ۽ اِنهيءَ ڏس ۾ اُدم ڪرڻ، هر اِنسان جي روُحاني ضروُرت آهي.

ٿنهن ڪري، اي بندا، توُن نه ڄاڻ ته تنهنجي من جو مرڪز نيڪ نيت لــئي ڀــا ٻڌيءَ جي بنياد تي ٻيٺل آهي، من جي طلبن جو طرف اِندرين يا آتما پاسي آهي، مــن جو محراب انترمکي يا باهرمکي آهي؟ منزل جي ماڳ ڏانهن، من جي مهڙ يا پٺي آهــي؟

جيستائين صحيح رستي تي قدم نه هوندو ۽ اڳتي نه وڌندو رهندو، تيستائين سفر ڪامياب نه ٿيندو. صاحبن اهو سُخن ڏنو آهي ته مٿي ڏنل ڳڻن ۽ اخلاقي اصولن جي "دسيءَ گُڻ مالها"، هن ڏس ۾ ڏاڍي مددگار ٿيندي، من کي ظابطي ۽ تابع ۾ آڻيندي، من جي رُچي سنساري بندڻن مان ڪڍي روحاني راهه تي آڻيندي، بُڌيءَ جو بَل پڪاڻيندي، جيو آتما جي سُرتي جاڳائيندي، نوراني نرمل نروار ڪندي، جيئن روُپي چراغ جي چمڪار سان اوندهه ۽ اَگيان جي اونڌهه دائما دُور ڪندي، پرڪرتي، پرش ۽ پرشوتم ٽنهي تائڻ ۾ پُسَتي چڙهندي. صحيح راهه تي اچڻ تنهنجي هٿ وس آهي باقي سفر جي سلامتيءَ ۽ سڦلتا جي جوابداري صاحبن جي سُخن تي آهي. جيترا ۽ جهڙا جتن ڪيترا ۽ اهڙا نتيجا، ڇو ته هيءَ سنسار "ڪرما سندڙا ڪيمڻ" آهي، جتي جيڪي پوکبو سو لڻبو. هيءَ ڪرم پُومي نياءَ جي نگري آهي، جتي پاپ پُڃ يا نيڪيءَ بديءَ جا پيا جيئن پُڃ چڻين ۽ پُڃ پٽاندڙ. پيا سکه دک پوڳين. پاپ پُڃ يا نيڪي بدي، جُڳان جُڳ قائم آهي ۽ قائم رهندي ۽ تنهنڪري دک سکه به. هاڻي اهو هر جيو تي منحصر آهي ته هو هِن آتمڪ علم تي عمل ڪري ۽ نلسمي ۽ طريقي تعليم جي تابعداريءَ ۾ رهي. سو اي بندا، جهڙي تنهنجي نسبت هوندي اهڙي تنهنجي تقدير ٺهندي. قسمت ڪا ٻاهر نه آهي پر پنهنجا ڪرم ئي ته قسمت سان ڦهر ڪن ۽ ڪاوڙ وهائين. سوادين آهين ته ساوڌان رهندين.

هرڪو پيو اها دعا گهري ۽ وٺي ته شال عمر وڏي ٿئي، پيو جيان ته مٿان موت سان مُنهان منهن نه ٿيان. پر لعنت آهي اهڙيءَ ڊگهي عمر تي، جا جسماني دکن ۽ روڳن ۾ مبتلا هجي، خوشحاليءَ ۽ خوش مزاجيءَ کان خالي هجي، اوڳڻن ۾ اڪيل هجي يا آدرم جي بنياد تي اڏيل هجي. ڪيئين اهڙين جا ته مري ويا، جي اڃ ڪنهن کي ياد به نه آهن. تنهن کان ته ٿوري عمر هزار دفعا وڌيڪ ڀلي، جنهن جيون ۾ سراسر سکهو هجي، من موزون هجي، هردو ڪومل هجي، دل ۽ دماغ روشن هجي، بُڌي بلوان هجي ۽ آتما جو چمتڪار چوطرف ڦهليل هجي، رهڻي ڪهڻي شڌ هجي، ڳڻ هر پهلوءَ ۾ ۽ هر اوڄ ۾ نروار هجن. اهڙي جيونِ، ڪيتري نه ٿوري عرصي ملي، پٽي هردم پريم ۽ پيار جي سُگنڌي ڦهلائيندي جا پوءِ هميشه پٺيان ماڻهي ۽ ڳائبي. اهڙن ڪامل پرشن کي ڪير وساريندو؟

اي بندا، ماڻش جنم جو مقصد اهو نه آهي ته رڳو سنساري سهوليتن ۽ سهنجائن، آرام ۽ آسائشن ميسر ڪجن، يا رڳو پاڻ ۽ پنهنجي پرِوار جي نهوڙيءَ لاءِ پيو پاڻ پرزي، يا رڳو سرڪ ۽ مانسڪ اُنتيءَ جو اونو رکجي ۽ روحاني واڌاري جو ويچار ئي نه ڪجي. اِئين ته جيونِ جو وڪاس اڌورو ۽ اڌورو رهجي ويندو. تنهن ڪري، اهو پڻ ڪل

ضروري آهي ته مَنُ، ته انهيءَ ڪڙيءَ تي آڻجي، جتي اُڪڻ اولي ڇڏي ۽ ڳڻ جهڙي
جهلي، جتي جيونِ اخلاقي ڳڻن جي بنياد تي اهي، برابر، پريت ۽ پيار پئي وندي
وراهي، شيوا ڪندي سڦل ٿئي، هر جيو ۾ رام جو رُوپ ڏسي ۽ اِئين پئي هر وقت دلبر
جو درسن ڪري، انساني ايڪتا جو آواز اُٿاري، ڀاڳُ ٿاري، ڳُل ٿاري ۽ جڳ ٿاري.
انهيءَ ڪڙيءَ تي اچڻ بعد، من کي ڏُئي، ڏيند يا ڏيئي ڳُڻ، ڪيئن ڀٽڪائي ڏور ۾ ٻڌي
سگهندا؟ سو، من مان آزاد ٿيڻو نه آهي پر من ۾ آزاديءَ پراپت ڪرڻي آهي. اهڙا آهي
صاحبن جي سکيا، اسان سڀني موڙکن لاءِ منتر، اسان اڏن لاءِ اُپديش ۽ انسان ذات لاءِ
سڀني سک حاصل ڪرڻ جي خاصي خوراڪ ٿا من جي اُج ۽ بُک مِٽائيندي.

وگيان ڪيڏو نه واڌارو ڪري رهيو آهي ۽ ڪيترا نه قدرت جا ڀيچ کوليندو ٿو
وڃي؟ انهيءَ سلسلي ۾ ڪيئن ڪوجناڻُون ۽ ايجادُون ٿيل آهن ۽ ڪيئن ٿينديُون رهنديُون،
جنهن ذريعي نيُون نيُون دوائُون، عجيب عجيب اوزار، حيرت انگيز هٿيار ۽ مختلف
لمُون جھُون مشينُون، ميدان ۾ آيُون آهن ۽ اينديُون رهنديُون. پر عام مخلوقات جي من
۾ ڪو موڙو آيو آهي؟ ڇا سڀ ڪو سڀني ۾ سهوليتن هوندي به انسان ڀاڳڪي سکي سمجهي
ٿو؟ ڇا اهي ٿي سهوليت بخش ساز سمر، انسان ذات کي اُڏائڻ ۾ استعمال ٿي نٿا ٿا
سگهي؟ ڇو وگيان، انسان ذات جي دک دُور ڪرڻ ۾ اسمرٿ رهيو آهي ۽ سک ڀرپا
ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيو آهي؟ ڇو ته وگيان ۽ منوگيان وڇڙيل، گهڻي ڀاڱي منش جي سنسار
سان ٿي ٿي سنبند رکي. پر من جي مسئلن ۽ مُونجهاري جو مفيد علاج ڪيئن ٿيندو ۽
آتما جي اُنتي ۽ اُڌار ڪٿان ٿيندو، جي اخلاقي ۽ رُوحاني راهه جي واٽ ٿي نه وٺبي؟

ڇا ٿيو جي سرير جي صحت سٺي آهي پر من اَشانت هجي؟ وري ڇا ٿيو جي سرير
جي صحت سالم آهي ۽ من نه موج ۾ آهي پر آتما اُداس هجي؟ من جي طلب ۽ تلاش سڀني
سک لاءِ آهي، ۽ انهيءَ ملڻ بنا سدس اَشانتي اُٿس دائم رهندي. دُور تڏهين ٿيندي
جڏهين جسماني، اخلاقي ۽ رُوحاني وکسڪ واڌارو، گڏوگڏ ۽ پُوري معيار ۾ ٿيندو، جڏهين
وگيان، منوگيان ۽ آتمڪ اُڇينا ڀاڳ ۾ ٻُڌن سهيوگ ڪندا. انهيءَ انقلاب جي چاٻي ڇمڪ
۾ آهي ۽ جنهن کي هٿ ڪرڻ جو هٿيار "دسي ڳُڻ مالها" آهي. اها مالها، ڏوُنهين بغير
شعلو آهي ۽ انهيءَ جهڙي، من مان لنگهي سگهبو ۽ لنگهي اورانگهي سگهبو. انهن هرڪو
مرڻي وٽ منش اُستي، اورانگهي سنيه جي سطح تي سهڙندو، اُمرتا جي اَڏي تي اَڏول ۽
اَچل رهندو، ۽ ڪُل حقيقت جو مجسم بڻجي، خدا جي خدائيءَ جو جهنڊو بلند ڪندو.

## (٤) سچو واپار، وکر ۽ راس.

(١) شاهه[1] همارا ٿون ڏٺي - جنسي ٿون راس[3] ڏيهه لڳسي هر ليهه،
هر نام وڻجهه رنگ سڱ - جي آپ[2] ڏيال هوءِ ڏيهه
هم وڻجاري[5] رام کي - هر وڻج[4] کراوءِ ڏي راس[3] وي .   (١٠,٠)
لاها هر ڀگت ڏني کتيا - هر[2] سچي شاهه من ڀائيا[7]
هر جپ هر وکر[8] لديا - جم جاگالي نيڙ نه آئيا
هور وڻج[4] کرهه واپارين - اَنت لرنگي دک ماٺيا
اوءِ جيهي وڻج هر لائيا - ڦل ليها ڀن ڀائيا
هر هر وڻج[4] سو جن کري - جس کرپال هوءِ پرڀ ڏيئي
جن نانک شاهه هر شيوپا - ڦر ليکا مول نه ليئي .

[ راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٧) ]

(٢) من هالي[9] ڪرساڻي[10] ڪرڻي[11] - شرم پاڻي تن کيت
نام بيج سنتوک سهاڳا[12] - رک[13] غريبي ويس
ڀاؤ[14] ڪرم ڪر جمسي[15] - سي گهر ڀاڳٺ[16] ديک
هاڻ[17] هٽ کر آرجا[18] - سچ نام کر وٿ
سرت سوچ کر ڀانڊ سال[19] - تس وچ تسدو رک
وڻجاريا[5] سڱ وڻج[4] کر - لي[6] لاها من هس[20]
سرت ساسٽ[21] سوداگري - ست گهوڙي لئي چل
خرچ بن چنگيائيان - مت من جاڻهه ڪل[22]

---

١. وڏو سيٺ. ٢. پرماتما . ٣. پونجي، موڙي. ٤. واپار ڪرڻ. ٥. واپاري . ٦. نفعو، فائدو. ٧. پسند پيو. ٨. وکري لاءِ مال. ٩. ڪڙمي، هر ڏيندڙ. ١٠. پوک، کيتي . ١١. ڪرم ١٢. جُمي . ١٣. لوڙهو. ١٤. پرپسر. ١٥. ڦٽندا، اپرندا . ١٦. دولتمند. ١٧. گهٽجندڙ. ١٨. عمر. ١٩. برتڻ، ٻاسڻ. ٢٠. کل، خوش ٿيءُ. ٢١. شاستر. ٢٢. سڀاڻي .

نرنڪار ڪي ديس جاهه - اتان سڪ لهه محلُ.

[راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٢)]

(٣) وڻجُ ڪره وڻجارڙو - وکر ليهُه سمالِ
لئسي وستُ وساهيئي - جئسي نبهي نالِ
اڳي شاهه سجاڻُ هئي - لئسي وستُ سمالِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٣)

(٤) سنت جنهه مل پائيهو - سچا نام سمالِ
توشا بندهه جيه ڪا - اُتئي اوتئي نالِ.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

(٥) واپاري وڻجارڙيا - آئسي وٺهه لکاءِ
ڪار ڪماوهه سچ ڪي - لاها مليءِ رضاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا اشٽپدي (٦)٩

(٦) چرڻ ڪمل - جن ڪا آدارو
آٺ پهر - رام نام واپارو.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٣٦)

(٧) شاهه همارا ٺاڪر ڀارا - هم تسڪي وڻجاري
جيه پنڊ سڀ راس تسيءِ ڪي - مار آپي جيرالي.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٤)

(٨) رام نام واپارا اڳم اپارا - گرمتي ڌن پائيئي
شيرا سُرت يکمت لاهه ساچي - وچهه آپ گوائيئي.

راڳ گوڙي، محلا ليجان ڇنت (٣)٤

(٩) خرچ خزانا نام ڌن - ايا يکتن ڪي راس
کما غريبي آنند سهج - جپت رهه گڻ تاس.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (١٨)

(١٠) تون سچا صاحب آپ هئي - سچ شاهه هماري
سچ پونجي نام درڙاءِ - پرڀ وڻجاري ٿاري.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٤)

(١١) ڪائيا ڪوٽ اپار هئي - اندر هٽ ناالي
ڏڙهڪ سودا جو ڪري - هر وست سمالي.

(١٥)

---

١. برمالما. ٢. سنيالي. نکي نوکي. ٣. خريد ڪر. ٤. گڏ، پاڻ سان. ٥. سمرن ڪريو. ٦. پونجي، ڏمو. ٧. لوڪ، پرلوڪ. ٨. مرضي، منظوري. ٩. شيوڪ، سنت. ١٠. وڏو، بهڊ. ١١. اي آنت. ١٢. کميا. ١٣. گيان. ١٤. گرهڻ ڪراءِ. ١٥. ڪهيجا. ١٦. هردو.

(١٢) هردمُ سچي راسِ هيُ - ڪيِ ورلي جاتا
لِسيُ براپــت پائرهُ - جِس ديهِ بِدانا[٢]۔

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٦)

(١٣) لاها جَگ مهِ سي کٽهِ - جِن هر[٣] دمَ راسِ
دُليڀا[٤] پاؤ نہ جاڻهي - سچي[٣] دي آس۔

(٤٥)

(١٤) همُ بنجارو[٥] رامَ کو - سهجُ ڪرؤن بِيايار
همُ رام نام دَن لاديا[٦] - بِکه[٧] لادي سنسار۔

واڳ گوڙي، پکت روداس، شبد (٣)

(١٥) بُد غربي خرچُ لِيهُ - هؤميُ بِکه جارهُ[٨]
ساچا هتُ پورا سودا - وکر نام واپارهُ۔

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٤)

(١٦) دوم پرُم[٩] سمُ بيبج کر - اُتسي کِرس[١٠] کماوهُ
لسان واپاري جاڻيهُ - لاها لي جاوهُ۔

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)١٣

(١٧) رتنا[١١] رتن پدارت - بهه ساگر بهريا رامَ
باڻي گور باڻي لاڳي - تِن هٿ چڙيا رام۔

واڳ آسا، محلا چوٿان، چهنت (٣)١

(١٨) هرُ جيهُ کرپا کري لدو[١٢] لاويُ - لاها هر هر نامُ ليئو
گور پرسادي[١٣] هر دَن پائيو - اُنتي چلديا نام چليو۔

واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (١٥)

(١٩) کهه ڪبير هيرا اُس[١٤] ديکيو - جَگ مهِ رهيا سمائي
گُپتا[١٥] هيرا پرگٽ ٿيو - جب گُور گم[١٦] ديکا دکائي۔

(٣١)

(٢٠) سچ کيتي سچ بيجنا - ساچها واپارا
اَن دِن[١٧] لاها سچ نام - دَن بِکت بهري ڀنڊارا۔

واڳ، وڌهنس، محلا تيجا، اشٽپدي(٣)١

(٢١) آپي کمدا[١٨] آپ ترازي - پربهه آپي تول تولائيا
آپي شاهُ آپي وڻجارا - آپي وڻج کرائيا۔

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٢٢) سنتن سي ميري ليوا[١٩] ديوي - سنتن سنگ بيوهارا[٢٠]
سنتن سنگ هم لاها کاٽيا - هر بِکت بهري ڀنڊارا۔

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٩)

---

١۔ سمجهيو هوُندو۔ ٢۔ براپت۔ ٣۔ پرماتما۔ ٤۔ ڏُلڀ پاؤ، پيائي۔ ٥۔ واپاري۔ ٦۔ گڏ ڪري۔
٧۔ وشين جا وکار۔ ٨۔ جلايو۔ ٩۔ پاروت ديس۔ ١٠۔ پوک، کيتي۔ ١١۔ ماڻڪ موتي۔
١٢۔ پريم، ننگ لڳائي۔ ١٣۔ ڪرپا، ڀاڳ۔ ١٤۔ آسان، مؤن ١٥۔ لڪل۔ ١٦۔ وات، سچي
راهه۔ ١٧۔ رات ڏينهن۔ ١٨۔ ساهمي، ڪانٽو۔ ١٩۔ ڏي وٺ جو سودو۔ ٢٠۔ وهنوار، واپار۔

(٢٣) ڏسوٽ نه آوي موُل - سَنچيا[2] نام ڏِن
سمت جسان سِمَر سنگ - ٻاليٽي وَڏي ٿَن.

راڳ جئسنتري، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٢٤) هيرا رتن جواهر ماڻڪ - ٻهُ ساگر ڀرپوُر ڪيا
جِس وَڏ ڀاڳ هوويِ وڏ مستڪِ - تِن گورمت ڪڍ ڪاڍِ ليئا.

راڳ رامڪلي، محلا چوٿان، شبد (١)

(٢٥) ڪيرتن نرمولڪ هيرا - آنند گُڻي[3] گهيرا
آنهد ٻاڻي پوُنجي[4] - سنتن هٿ راکِي ڪوُنجي

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(٢٦) گور ڪا شبد رتن هيءِ - هيري جِس جڙاءِ[5]
شبد رتن جِس مِن لاڳا - اِنهه هوُئا سماءِ[6].

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، آنند صاحب (٢٥)

(٢٧) هر راسِ ميري مَن وَڻجارا - سَتگوُر تي راسِ جاڻي
هر هر نِت جپهُ جيئُهُ[7] - لاها ڪَٿهُ دِهاڙي.

(٣١)

(٢٨) سڀي سب جَگ سهج اپائيا - تِين ڀَوَن[8] اِڪ جوتي
گوُرمُکِ[9] وَسَت پراپت هوويِ - چُڻ[10] لِي ماڻڪ موتي.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار (٢)

(٢٩) تَن هٽڙي - مَنُ وَڻجارا
نانڪ سهجي[11] - سچ واپارا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سِت گوشٽ، پوڙي (٣٩)

(٣٠) هٽ[12] مجهائوُ ميِ ماڻڪ لَڌا - مُل نه گهِدا[13] ميِ ڪوُ ستگور دِتا
ڍوُنڍ[14] وَڃالي ليئا تِتا[15] - جَنم پداراٿ نانڪ جِتا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٣١) اَمرت ڪي سارَ[16] - سونـي جاڻيءِ
جو اَمرت ڪا - واپاري جيئهُ.

راڳ مارُو، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٣٢) گڙ مهِ هاٽ پَٽڻ[17] واپارا - پوُري تول لوليءِ وَڻجارا
آپي رتن وِساهي ليوي - آپي[18] قيمت پاندا.

راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (٤)١٢

---

١. نقصان. ٢. گنڍ ڪرڻ. ٣. ساگر. ٤. چاٻي. ٥. جڙاوت ٿيل. ٦. سمائجي وڃڻ. ٧. هي جيو. ٨. لوڪ. ٩. گوروءَ معرفت. ١٠. چوُنڊي. ١١. گيان. ١٢. هردو. ١٣. خريد ڪيو. ١٤. ڳولڪ ختم ٿيو. ١٥. اِڪاگر. ١٦. تَت. ١٧. ڳوٺ. ١٨. پرماتما.

(٣٣) ڪانبا ھُو مندر ھر آپ سواري - اِس وچ ھو جيئہ ونجي مراري
گور ڪي شبد وڃن واپاري - ندري آپ مِلاندا.

راڳ، مارو، محلا
ٽيجا، سولھو (٤)١٦

(٣٤) چوڏھن ڀوَن ليري ھٽ ٽالي - ستگور لوڪ ٿي اَنتر ٽالي
ناوئن ڪو واپاري ھووي - گور شبدي ڪو پاندا.

١٩(٣)

(٣٥) اِھ ڏن ميري - ھر ڪو ناءِ
گانٺ نہ باڌءِ - بيچ نہ کاءِ.

راڳ، پرڀو، ڪبير
صاحب، شبد (١)

(٣٦) پنچ چور مِل لاڳي نگريا - رام نام ڏن ھَرِيا
گورمت ڪوج ڀڙي لب پڪڙي - ڏن ثابت راس اُبريا.

راڳ، بسنت، محلا
چوٿان، شبد (٣)

(٣٧) شرم ڌرم ڏءِ نانڪا - جي ڏن پلي پاءِ
سو ڏن مِتر نہ ڪانڍيئي - جت سر چوٿان کاءِ.

راڳ، ملار، محلا
پھلا، وار (٢١)

(٣٨) ھر مندر ھرڪا ھاٽ ھي - رکيا شبد سوار
تِس وچ سودا اِھڪ نام - گور مک ليَن سوار.

راڳ، پرڀاتي، محلا
ٽيجا، اشٽپدي (٩)١

(٣٩) مارگ موتي بيٿري - اَندا نڪسيو آءِ
جورِ پنا جگديس ڪي - جگت اُلنگھي جاءِ.

سلوڪ، ڪبير
صاحب، (١١٤)

(٤٠) ڪبير رام رتن مکہ ڪوٿري - پارکہ آگي کولِ
ڪوئي آءِ مِلئيگو گاھڪي - ليگو مھگي مولِ.

(٢٢٥)

---

١. پرمالما. ٢. ڪرپا، مھر. ٣. چوڏھن لوڪ. ٤. گديءَ. ٥. وکڙي. ٦. وڪار. ٧. لن من کي. ٨. کسي وڃن ٿان. ٩. سلامت رھي ٿي. ١٠. ٻڌي. ١١. ڪزلبو. ١٢. سزا، ڏک. ١٣. پکڙيا پيا آھن. ١٤. اورالنگھي وڃن ٿا. ١٥. ڳوٿري، ٿيلھي. ١٦. جاٿون. ١٧. گراھڪ. ١٨. وٺندو. ١٩. مھانگي. ٢٠. مُلھ، دام سان.

## (٥) سچا جپ تپ ۽ پوڄائون.

(١) مانگھ[1] مجن[2] سنگ ساڌونا - ڌوڙي ڪر اشنان[2]
هر ڪا نام ڌياءِ سنڪ - سيما نوُ ڪنز دان
جنم ڪرم مَلُ اُتري - من لي جاءِ گمان[3]
ڪام ڪروڌ نه موهيئي - بنسي لوڀ سئان
سچي مارگ چلديا - اُستت ڪري جهان
اٺ سٺ تيرٿ[5] سگل پُن - جيم دئيا پروان[6]
جسنو ڏيوي ڏئيا ڪر - سوئي پُرک سجان
جنان مليا پرڀ[7] آپڻا - نانڪ تِن قربان.
[راڳ مانجھ، محلا پنجوان، بارهه ماهه (١٢)]

(٢) نام تيرو[7] آرتي - مجن مراري
هر ڪي[7] نام بن - جهوٺي سگل پساري[8]. (١. ر.)
نام تيرو آسڻو[9] نام تيرو اُرسا[10] - نام تيرا ڪيسرولي چهڪاري
نام تيرو انڀلا[11] نام تيرو چندنو[12] - گهس جپي نام لي تجهه ڪئو چاڙي
نام تيرا ڏيوا[13] نام تيرو باتي[14] - نام تيرو تيل لي ماهه پساري
نام تيري ڪي جوت لڳائي - ڀئيو اُجيارو[15] ڀون[16] سگلاري
نام تيرو تاڳا[17] نام ڦول مالا - ڀار اٺاره[18] سگل جوٺاري[19]
تيرو[7] ڪيا[20] تجهه ڪيا اَرپئو[21] - نام تيرا تهي چؤر ڍولاري[22]

---

١. مانگھ جو مهينو. ٢. اشنان. ٣. اهنڪار، اسمرو. ٤. ڪُتو. ٥. اٺهٺ. ٦. درگاهه ۾ قبول پئي ٿي. ٧. پرماتما. ٨. ٻو پڌپُ. ٩. آسن. ١٠. روهي. ١١. جل. ١٢. چندن. ١٣. ڏيئو. ١٤. وٽ. ١٥. روشنائي. ١٦. سرسٽي. ١٧. ڌاڳو. ١٨. سڀئي قسمن جا ڦل ڦول. ١٩. اَپولو. ٢٠. پيدا ڪيل. ٢١. پيش رکان. ٢٢. ڍهاڻان.

ڏس[1] آئا آنسٽي[2] چاري ڪاٽي - اهيءُ ورلي هيءَ سڪل سساري
ڪهيءَ روداس نام ليرو آرتي - سٺ نام هيءُ هو ڀوڳ ٿهاري .

[ راڳ ڌناسري، ڀڳت روداس، شبد (٣) ]

(٣) ليرت ڪپ[3] دنيا ڏت دان - جي ڪو پاوي[4] تل ڪا مان
سُٽيا منيا من ڪيتا ڀاؤ - آنتر گست تيرث مل ناءِ[5] .

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (٢١)

(٤) اڪيءُ اڪار ڏشت ڪرڪا[6] ڪري - لن لج آميءُ هوءِ ڏهائي
جپ تپ سنجم هوهه جپ راکي - ڪمل اڳسيءَ مڌ آسر[7] مائي.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٩)

(٥) سچ سنجم ڪرتي[8] ڪارا[9] - ناوڻ[5] نساءِ جوڳهي
نانڪ آکيءُ[10] اُم سيٺي - جو پاپان پند[11] نه ڏهي .

سري راڳ، محلا پهلا، وار (٢٠)

(٦) جس آنتر پريت لڳيءَ سومڪنا - لندري وس سچ سنجم جڳتا
گرو ڪسيءُ شبد سدا هسر ڏهائي - ايها ڀگت هر پاوڻيا.

راڳ ماجهه، محلا ليجا، اشٽپدي (٧) ٢٠

(٧) سچي ويلا وقت سي - جي آئي[12] پؤ هوءِ
نانڪ صاحب من وسيءُ - سچا ناوڻ[5] هوءِ .

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (١٧)

(٨) من سنتوکه - سرب جيئه ڏئيا
لن ٻڌ - ٻسرده سنوڙن[13] ڀئيا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، لتي (١١)

(٩) گنگ[14] ٻنارس[15] صفت لماري - ناوي[5] آم راءِ[16]
سچا ناوڻ تان ٿيئي - جان آهه نس[17] لاڳيءُ ڀاؤ[18] .

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٢)

(١٠) جاپ تاپ[3] ڏهوءَ سپ نيما - ڪرم ڌرم اربڻ سپ هوما
گرب[19] موهه لج هوءِ زان[20] - ان ڪيءُ سنگه ڏکڻ پريپ نئن[21] .

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٨٤)

(١١) آنتر گيان مها رس سارا - تيرث مڄن[5] گور ويچارا
آنتر پوجا ٿان مرارا[22] - جوتسي جوت ملاوڻهارا .

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ١

---

١. اُرڌهن ڀران. ٢. آنهت تيرث. ٣. تپسيا. ٤. رتيءَ ماتر. ٥. اشنان ڪرڻ. ٦. ماري ماٺ ڪيو. ٧. سر تي. ٨. سرڪرم. ٩. ليکو. ١٠. برلوڪ ۾. ١١. اپديش، صلاح. ١٢. آئي ڀهرا. ١٣. ٻهال ٿيو. ١٤. گنگا ندي. ١٥. ڪاشي. ١٦. آتما وارو راجا. ١٧. ڏينهن، رات. ١٨. پريم. ١٩. اهنڪار. ٢٠. خاڪ. ٢١. نيٺن سان. ٢٢. پرماتما جو نواس.

(١٢) نرمل جل ناتي جان پرڀ پاتي - پنچ ملي وڃاري
ڪام ڪرودھ ڪپٽ بِکيا تج - سچ نام اُرڌاري.

راڳ آسا، محلا پهلا، چست (٣) ٢

(١٣) نج نج هسهِ چنبهه سي روءِ - اڱا نه جاهي سد نه هوءِ
نهچل ڪُدرت من ڪا چاءِ - نانڪ جن من پڙتان من ڀاڦ.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٥)

(١٤) سوُچي ايهه نه آکيئه - ڀهن جو پنڊا ڌوءِ
سوُچي سيئي نانڪا - جن من وسيا سوءِ.

(١٧)

(١٥) جيم جيم ڪي ڪلوڪه ناسهه - ڪرت مجن اِشنانا
نام لِڌان گاوتِ گڻ گوبند - لاڪسو سهج ڌيانا.

راڳ ديوگندارِي محلا پنجوان، شبد (١٨)

(١٦) ابهه سِدّيا پرواڻ هيءِ - جيت هر هيرا پرڀ چت آويءِ
هر سنگ پريت اُوڄيءِ - مائيا موهه جلاويءِ.

راڳ بهاگڙا، محلا چوٿان، وار (١٣)، [سلوڪ محلا ٽيجا]

(١٧) آپي آتم سِت ليرتهه ڪرِنا - آپ ڪري اِشنان
آپي سنجم ورتيءِ سوامي - آپ جپاهه نام.

(١٤)
[محلا چوٿان]

(١٨) جل مَل ڪانيا ماجيئي پاتي - پِي مَلا اُن هوءِ
گيان مها رس نائيئي پاتي - من تن نرمل هوءِ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپديِ (٥) ١

(١٩) پياري لن پڌ ملط نه جاني مسيء ڪيئي ڪرم اَنيڪا
هار پڙ يو سوامي ڪي ڌاريءِ - ديجيءِ ٻڌ بيبيڪا.

راڳ سورٺ محلا پنجوان، اشٽپديِ (٣)

(٢٠) جاپ تاپ يگيه سا پوري - جسو پرڀ ڪيءِ من ڀاڻي
نام جپت لِرشنا سڀ بجهي هيءِ - نانڪ پرڀ اَگهاني.

راڳ ڌناسري محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٢١) ڪهنتھ پڙهنتھ سڻنتھ ايڪ - ڌِپسرج ڌرم ڌرتي ڌر ٽيڪ
جنت سنت سنجم ردتي سماني - چوٿيءِ پد ڪتھ جي من پتيياني.

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپديِ (٧) ا

---

١. رام نام، سادھ سنگت. ٢. اِشنان. ٣. گيان اِندريون. ٤. شونق. ٥. پرڀو. ٦. پوتر، شدھ. ٧. پرماتما. ٨. پاپ، گناھ. ٩. شام جو پاٺ. ١٠. مهٽ. ١١. وويڪي. ١٢. وڻي، پسند پوي. ١٣. ڍاپجي پوي. ١٤. پرٿوي جو آڌار. ١٥. تريا اَوستا. ١٦. وِشواس ملط.

(٢٢) ٻن داڻ پوڄا ٺرميسر - ھر ڪيرتن نت بيچاري
ڳُن گاوت آتل سک پاتيا - ناڪر اڳم اپاري.

واڳ، ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(٢٣) سو جپ سو تپ سو برت پوڄا - جيب ھر سنگ پريت لگاء
بن ھو پريت ھور پريت سڀ جھُوٺي - اڪ کن مھ بسر سڀ جاء.

واڳ، ٺراڙي، محلا چوٿان، شبد (٦)

(٢٤) جپ تپ ڪا بند پيڙلا - جس لنگھھ وھيلا
نا سروَر نا اوڇليو - اَئسا پنٿ سُھيلا.

واڳ، سوھي، محلا پھلا، شبد (٤)

(٢٥) من مندر تن وس قلندر - گھٽ ھي تيرٿ ناوان
ايڪ شبد ميري پران بست ھيو - باھڙ جنم نہ آوان.

واڳ، ٻلاول، محلا پھلا، شبد (٢)

(٢٦) ھندو انا ترڪو ڪاڻا - ڏھان تي گياني سياڻا
ھندو پوڄي ديھرا مسلمان مسيت -
نامي سوئي سيويا جھ ديھرا نہ مسيت.

واڳ، گوُنڊ، پڪس قامديو، شبد (٧)

(٢٧) سو گرھي جو نگرھ ڪري - جپ تپ سنجم ڀيکيا ڪري
ڳُن دان ڪا ڪري سريو - سو گرھي گنگا ڪا نير.

واڳ، رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٣)
[سلوڪ محلا پھلا]

(٢٨) اِڙا پنگلا اَئر سُکمنا - تين وسھ اڪ ٺائي
بيڻي سنگم تھ پراگ - من مجن ڪري تڻالي.

واڳ، رامڪلي، پڪس بيڻي، شبد (١)١

(٢٩) پرٿم گھَٽ اَنڪي سُٺ پريو ٻڌڪي - ڳُڌ پاوان سر ناوان
گنگ جمن تھ بيڻي سنگم - سات سمند سماوان.

واڳ، تکاري، محلا پھلا، باره ماھ (١٥)١

(٣٠) اَنڪ پراچت مٽھ کن مھ - ردي جپ پگوان
پاون اسي مھا پاون - کوٽ دان اِشنان.

واڳ، مارو، محلا پنجوان اشٽپدي (٧)٢

(٣١) گنگا جمنا ڪيل ڪيدارا - ڪاشي ڪانتي پُري دوارا
گنگا ساگر بيڻي سنگم - اَئسٺ اَنڪ سماٺي ھي.

واڳ، مارو، محلا پھلا، سولھو (٩)٣

---

١. پرماتما. ٢. ٻي انت. ٣. ٻيڙي. ٤. جلدي، ڪدم. ٥. سنساري ساگر. ٦. اھروُن. ٧. سولو. ٨. سچا فقير. ٩. انڌا. ١٠. مسلمان. ١١. ٻنھي. ١٢. مندر. ١٣. گرھستي. ١٤. اندرين کي روڪڻ. ١٥. ڀکيا، دان پنج. ١٦. لن من سان. ١٧. ساڄي ۽ کاٻي ناس. ١٨. ۽ ١٩. گھٽ ناڙي. ٢٠. ھنڌ. ٢١. ٽروڻي. ٢٢. پرياگ. ٢٣. ڪئين. ٢٤. ڪلاء. ٢٥. جمنا ندي. ٢٦. پاپ، گناھ. ٢٧. پوتر. ٢٨. ڪرشن مھراج جا کيل ۽ ناچ. ٢٩. پرماتما ۾ سمايل آھن.

(٣٢) جيسين سچ سمجهه هر ڪوئي ناهي - جب لگ گر ڪا شبد نه ڪماهي
گر ڪي شبد مليا سچ پائيا - سچي سچ سمائندا.

راڳ ماروءَ، محلا ٻيو، سولهو (١٢) ١٦

(٣٣) نيرت برت نيم سچ سنجم - سدا رهي نهڪاما
برشنا اَر مائيا پرم چوڪا - چترت آتم راما.

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٣٤) هوم جگ جپ تپ سڀ سنجم - تٽ تيرٿ نهي پائيا
مٽيا آپ پئي سرڻائي - گرمک نانڪ جگت ترائيا.

راڳ پڀرڀ، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٣٥) سالگرام بپ پوڄ مناوهُ - سڪرت تلسي مالا
رام نام جپ بيڙا باندهُه - ديا ڪرهُه ديالا.

راڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (٩)

(٣٦) گنگا گئيا گوداوري - سنسار ڪي ڪاما
نارائڻ سپرسن هوءِ - تب شيوڪ ناما.

راڳ بسنت، ڀڳت ناموي، شبد (١)

(٣٧) سچ ورت سنتوک تيرت - گيان ڌيان اشنان
ديا ديوتا کما جپ مالي - تي مانس پردان
جگت ڌوتي سرت چوڪا - تلک ڪرڻي هوءِ
ڀاءُ پوجن نانڪا - ورلا ڪو ڪرني ڪرءِ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢١)، سلوڪ محلا پهلا

(٣٨) گر پير سدائي منگڻ جاءِ - تا ڪي مول نه لگيئي پاءِ
گهال کاءِ ڪڇ هٿهُ دي - نانڪ راهه پڇاڻهِ سيءِ.

(٢٢)

(٣٩) جتني سرشٽ تمري ميري سوامي -
سڀ تني لوچي ڌوڙ ساڌو ڪي تائي
نانڪ للات هووي جس لکيا -
ساڌو ڌوڙ دي هر پار لنگهائي.

راڳ ملار، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٤٠) لمعه لعل نام ڪيا دائي - ديپڪ ڏيهه اجارا
جوت لاءِ جگديس جگائيا - بوجهي بوجهنهارا.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٥)

---

١. پرماتما. ٢. نشڪام. ٣. من ۾ پرماتما جو ڌيان ڪري ٿو. ٤. يگيه. ٥. اهنڪار. ٦. گروءَ معرفت. ٧. پٿر جي مورتي. ٨. پرهيت. ٩. بڌ ڌرم جو تيرٿ آستان. ١٠. راضي. ١١. قبول پوندو. ١٢. سچ ڳالهائڻ. ١٣. آسرو. ١٤. پرماتما سان ميلاپ. ١٥. سڪرم. ١٦. پرماتما سان پريم. ١٧. هٿ جي ڪمائي. ١٨. چاهين ٿا. ١٩. سچ روپي لعل. ٢٠. وت. ٢١. ڏيئو. ٢٢. تن، سريو. ٢٣. روشنائي، سوجهرو.

## (٦) سچو جگياسوُ.

(١) مهر[1] مسيت صدقُ مُصلا[2] - حق حلال قرانُ
شرم سنت[3] سيل[4] روزا - هوهُ مسلمان
ڪرڻي[5] ڪعبا سچ پير - ڪلما[6] ڪرم[5] نواج[7]
تسبيح[8] تا تس[9] ڀاوسي - نانڪ رکي لاج
پنج نواجا[7] وکت پنج - پنجا پنجي ناءُ
پهلا سچ حلال دُءِ - تيجا خيرُ[9] خداءِ
چوٿي نيت راس مَن - پنجوي صفت[10] ثناءِ
ڪرڻي[5] ڪلما آکڪي - تان مسلمانُ سداءِ
نانڪ جيتي ڪوڙيار - ڪوڙي ڪوڙي پاءِ.

[راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٧)]

سلوڪ

(٢) ارڏاري[11] جو انتر نام - سرب مي پيکيۂ ڀڳوانُ[9]
متڪ نمڪ تاکر[9] نمسڪاري - نانڪ اوهُ اپرس[12] سگل نستاري.
متيا[13] ناهي وسنا: پرس[14] - من مهه پريت[9] نرنجن دوس
پرڀرپه روپ نه پيکيۂ نيتر - ساڌ کي ٽهل[15] سنت سنگ هيت[16]
کرن[17] نه سُنيۂ کاهو کي نندا - سپ تي جاڻي آپس ڪتُ مندا[18]
گور پرسادِ[19] بکيا پرهوي[19] - من کي بسنا[20] من تي تري
اندري[12] جت پنچ دوکه تي رهت - نانڪ کوٽ[22] مدي[21] کتُ اَنسا اپرس
بشنو[26] سو جس اوُپر سپرسن[24] - بشن[25] کي مايا تي هوءِ ڀن[23]
کرم کرت هووۓ نهکرم - تس بشنو کا نرمل ڌرم

---

١. ديا. ٢. آسڻ. ٣. نهر. ٤. جتُ ستُ. ٥. سُکرم. ٦. بانگ. ٧. نماز. ٨. مالها. ٩. پرماتما.
١٠. پرماتما جو جس ڳائڻ. ١١. گرهڻ کري ٿو. ١٢. اهو پرش جو کنهن به ڏاڙوءَ نه ڇهندو هجي. ١٣. جوڙت، کوڙ. ١٤. ڇهڻ. ١٥. پرائي استري. ١٦. پريم. ١٧. کن. ١٨. گهٽ، ڀڙو. ١٩. نروت کري ٿو. ٢٠. واسنائون. ٢١. وڪار. ٢٢. ڪروڙن ۾. ٢٣. ويشنو. ٢٤. راضي
٢٥. وشنو. ٢٦. پري، جدا.

کاهو ڦل کي اڇا نهي ٻاڇي[1] - ڪنول پرگس ڪيرن سنگ واڇي
مـن تن انتر سمرن گوپال[2] - سڀ اوپر هووت ڪرپال
آپ درڙي آورهِ نام جپاوي - نانڪ اوهه ڀڳتو پرم گت[3] پاوي
ڀڳوتي ڀڳونت[2] ڀڳت ڪا رنگ - سگل تياڳي دشت ڪا سنگ
من تي ٻنسي سگلا ڀرم - ڪر پوجي سگل پاربرهم[2]
ساڌ سنگ پاپا مل کووي - تس ڀڳوتي ڪي مت اُتم هووي
ڀڳونت[2] ڪي ٽهل ڪري نت نيت[4] - من تن ارپي[5] بشن پريت
هر[2] ڪي چرن هردي بساوي -
نانڪ ايسا ڀڳوتي ڀڳونت[2] ڪئُ پاوي

سو پنڊت جو من پربودي[6] - رام نام آتم مهه سودي[7]
رام نام سار[8] رس پيوي - اس پنڊت ڪي اپديس جگ جيوي
هر ڪي ڪٿا هردي بساوي - سو پنڊت ڦر جون نه آوي
بيد پران سمرت[9] بوجهي مول - سوکم[10] مهه جاني استول[11]
چهُه ورنا[12] ڪئُ دي اپديس - نانڪ اس پنڊت ڪئُ سدا آديس.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي(9)]

(٣) گور ڪا شبد مٽي مـهه مُندرا - ڪِٿا[13] ڪما[14] هٿاوه[15]
جو کڇ ڪري سو ڀلا ڪر مانهُه - سهجي جوگ ندھ[16] پاوهُ
پاپا جُڳنا[17] جيهُ جُگهه جُگه جوڳي - پرم تٿت[2] مهه جوگن[18]
امرت نام ترنجن[2] پائيا - گيان ڪايا رس پوگن. (١٠، ١)
شو نگري[19] مهه آسڻ ٻيسهه - ڪلپ[20] تياگي باڌن[21]
سنگي شبد سدا ڌن هووي - اهه نس[22] پوري ناڌن[23]

---

١. چاهنا رکي ٿو. ٢. پرماتما. ٣. موکش، مُڪتي. ٤. هميشه نيم مطابق. ٥. ارپنا رکي ٿو.
٦. سکيا ڏني ٿو. ٧. ويچاري ٿو. ٨. تت. ٩. سمرتيون. ١٠. سوکيم پرماتما. ١١. پرڪرتي
١٢. ذاتون. ١٣. ڪوڙا، ڪفني. ١٤. دليا، ڪميا. ١٥. پهريو. ١٦. خزانو. ١٧. جڳتي، مرياد
١٨. ميلاپ. ١٩. سنت سنگت. ٢٠. ڪامنائون. ٢١. اهڙت مباحثو. ٢٢. ڏينهن رات.
٢٣. ناد، سنڪ.

بِنُ[1] وِڇار گيان مهِ ڏنسدا - ٿورٺان[2] ڀيڙلسن
هَرِ[3] ڪيرت وهراس[4] هماري - گرومکهِ[5] پست اَلِپتِ[6]
سگلي جوت هماري سَمِيا[7] - نانا[8] ٿرن اَنيڪنِ
کهه نانڪ سُڻ پرٿ جوگي - پاربرهمِ[3] لِو ايڪَنِ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٧)]

(٤) مُندا سنتوک شرم پتِ جهولي - ڌيان کي ڪرهِ ڀڀوتِ
ڪِنتا ڪالُ[9] ڪُنارِي ڪايا - جڳت ڏنڊا پرتِيت[10].
— جپُ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٢٨)

(٥) نا[11] اُهِ مرهِ نه ٺاڪي جاءِ - جن ڪئي رام ٿسيئي من ماهِ
لِتيئي يڪت ٿسهه کي اوءِ[12] - ڪرهِ اَنند سچا[3] مين سوءِ.
— (٣٧)

(٦) سو ساڌو ٻيراڳي[13] سولي - هردئي نام ٿسائي
اَنتر لاڳ نه تامس[14] مُولي[15] - وچهه آپُ گوائي.
— سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٨)

(٧) مَنُ تن رتا رنگ سَنڳ - هئو مي لتجِ[16] وڪار
اَهِنس هردئي رو رهي - اسريهُ نام نرنڪار[3]،
— (١٦)

(٨) سچي ڀڳتي من لال ٿيئا - رتا سهجِ سُڀاءِ
گُر شبدي مَنُ موهيا - ڪهڻا ڪڇوُ نه جاءِ.
— (٢٥)

(٩) سو ڀڳوتي جو ڀڳوتيءِ[3] جاڻئي - گر پرسادي آپُ پڇاڻئي[12]
ڌاوت[17] راکئي اِڪت[18] گهر آڻئي - جيوت مرئي هرِ[3] نام وکاڻئي.
— سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا ٽيجا

(١٠) پرڳٽ[19] سرڳُڻ آپي سوئي - تت[20] پڇاڻئي سو پنڊت هوئي
آپ ترئي سگلي ڪُل تاري - هر نام من ٿساوڻيا.
— راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (١) ٣١

---

١. پنگ جو پيالو. ٢. پرڪرتي. ٣. پرماتما. ٤. سچي وات. ٥. گروءَ معرفت. ٦. نرليپ. ٧. وياپڪ آهي. ٨. ڪيئين، انيڪ. ٩. سرير موت کان پوءِ ناسونت آهي. ١٠. شردا، سک. ١١. سچا جگياسو. ١٢. لوڪ. ١٣. ويراڳوان. ١٤. ٽي ڳڻ. ١٥. ڪڏهين به. ١٦. ليائي ڪري. ١٧. ڀٽڪندڙ من. ١٨. ايڪاگر، اَستر. ١٩. پرماتما پرڪرتيءَ جو پيدا ڪندڙ آهي پر اُن کان نرليپ به آهي. ٢٠. مُول منتر.

( ١ ) رب[1] کي رضاء مني سر اوپر - ڪرتا[2] مني آپُ گوائي
ٿو نانڪ سرب جيئا مهرمت[3] هوء - تان مسلمان ڪهاوي.

واڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٨)

(١٢) سي پڳت هر[1] ڀاوندي - جو گُرمک[2] ڀاء چلن
آپُ ڇوڙ شيوا ڪرن - جيوت مُئي رهن.

واڳ گوڙي، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)٩

(١٣) خرچ کزانا نام ڏن - اِسا پڳتن ڪي راس[5]
ڪِما غريبي انند سهج[6] - جپت رههِ گڻ تاس[1].

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري (١٨)

(١٤) سُرت سِمرت[7] ڏء ڪي مُندا - ٻرمت[8] باهر ڪنٿا
سن[9] غفا مهه آسڻ ٻسڻا - ڪلپ[10] ٻرجت ٻنٿا.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٣)

(١٥) آس نراسي - تجه سنياسي
جان جت[11] جوگي - تان ڪيا ڀوگي؟

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٥)

(١٦) پرنمي[12] لياڳي هؤمي پرهت - ڏُبڌا[13] تياڳي لُوڳا رائي
ٻري گڻ تياڳ ڏرجن[14] ميت سماني - تُرِيا گڻ مِلُ ساڌ پڇاني.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٢)

(١٧) پڳت نرالي الله دي - جاپي گور وچار
نانڪ نام هردي وسي - ڀي ڀڳتي نام سوار.

واڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٩)١٤

(١٨) هر کي پڳت رلي بيراڳي - چوکي موهه پياسا
نانڪ هؤ مي مار پتيڻي[15] - ورلي داسن داسا.

واڳ آسا، محلا پهلا، چهت (٤)٣

(١٩) گڳي گيانُ بوجهي جي ڪرني - پڙهيا پنڊت سوني
سرب جيئان[16] مهه اِڪو جاڻي - تان هؤمي ڪهي نه ڪوني.

واڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٤)

(٢٠) نانڪ پڳتان تُڪ سالاهڻ[7] - سچ[1] نام آڌارُ
سدا انند رهي ڏن راتي - ڪُطرننيا پاچار[17].

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (٦)

---

١. برماتما. ٢. سنسار جو اُپائيندڙ. ٣. ديا. ٤. گوروءَ معرفت. ٥. پُونجي. ٦. گيان. ٧. پرماتما جي نام جو جپڻ ۽ ڌيان ڪرڻ. ٨. نجکتي. ٩. شانتي. ١٠. ڪامنائن کي روڪڻ. ١١. اندرين تي قبضو. ١٢. پهرياڻين. ١٣. طريقا. ١٤. دشمن. ١٥. نرورت، ناس ٿيڻ. ١٦. مخلوقات. ١٧. ٻين جي ڌوڙ.

(٢١) نِواج سوٽي جو نياءُ ٻيچاريءِ - ڪلما عقلهِ جاڻيءِ
ٻاڇهُ مُس مُصلا ٻِچاويءِ - لب لڳُ ديڻ ٻچاڻيءِ.

واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (١٧)

(٢٢) آپ ٺچاٺي سو ٻگت ڪهيئيءِ - آهٺا پياڙ آپ لاٺي
آپي گاويءِ آپ سُڻاويءِ - اِس من اندي ڪمُ مارڳُ پاٺي.

واڳ، گوجري، محلا ٽيجا، اشٽپديون (٢)١

(٢٣) هر ٻگت ٺج نِهڪيوَلا - وِڌ ڪَرمٺا اُسِهسا
جوگين ڪِن جگين ڪِن - داٺيَن ڪِن ٺپسا.

واڳ گوجري، ٻگت جئديو، شبد (١)

(٢٤) ٻگت جدان ڪمُ آپ ٺنا ميرا پيارا - آپي لئين جَن لاءِ
پاتشاهي ٻگت جنان ڪمُ ڏِليئن - سِر ڇٽ سچا هڙ بڻاءِ.

واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٥) ٻگتان ڪا ڪارجُ اَنند هيءِ - اَن دِن هر گڻ گاٺي
شبدِ رَلي سدا اِڪُ رنگي - هر سمُ رهيءِ سماٺي.

واڳ، سورٺ، محلا ٽيجا، شبد (٣)

(٢٦) ٻرهمُ ٻِندئيءِ ٺسدا ٻرهمپِت رهيءِ - ايڪ شبد لِو لاءِ
ٺو نِڌي اَٺارهِ سِڌي، ٻيچيءِ لڳيا ڦِرهِ - جو هڙ هردئيءِ سدا وساءِ.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٧) ٻِر نِندا اُستت ٺهِ جاڪيءِ - ڪنچن لوهِ سماٺو
هُرک سوگ ٺي رهيءِ اَٺيٺا - جوگي ٺاهِ ٻِکاٺو.

واڳ ڌٺاسري، محلا ٺاوان، شبد (٣)

(٢٨) هر ٻگتانِ ڪي ذاتِ پٺِ هيءِ - ٻگت هڙ ڪيءِ ناِمِ سماٺي راِمَ
هر ٻگت ڪرهِ وچهُ آپ گواوَهِ - جِن گڻ اوگڻ ٻچاٺي راِم.

واڳ، سوهي، محلا ٽيجا، ڇنت (٢) ٢

(٢٩) ٺاٺڪ جيوٺيا مر رهيئيءِ - اَئسا جوگ ڪماٺيئيءِ
واجيءِ ٻاجهِ سِنگي واجيءِ - لڳُ نِرڀئُ پد پاٺيئيءِ
اَنڄن ماهِ نِرنڄن رهيئيءِ - جوگ جُگت لڳُ پاٺيئيءِ.

واڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٨)

(٣٠) سو پِنڊت گور شبد ڪماءِ - ٺريءِ گڻ ڪي اُس اُٺريءِ
چٺو بيد پوُرن هر ناءِ - ٺاٺڪ ٺِسڪي سرٺي پاءِ.

واڳ، رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١٧)

---

١. پنج ٺي وڪار. ٢. وچاٺي. ٣. پنهنجي من ڪي. ٤. پرماٺما. ٥. نشڪام. ٦. هردو. ٧. ڪرم. ٨. ٺچن. ٩. ٻگيه. ١٠. ٻرسن آهي. ١١. ٻچاٺي لو. ١٢. ٻرهمپٺو. ١٣. سون. ١٤. هڪ جهڙو. ١٥. سک. ١٦. دک. ١٧. نِرالو، نِرليپ. ١٨. سمجهو. ١٩. عزت. ٢٠. وجاٺئا. ٢١. ڪاٺسواءِ. ٢٢. سنساري ٻرپنچ. ٢٣. مايا. ٢٤. چارئي.

(٣١) اَلمَڪُ غُفا مِهِ رهِهِ نِرالي - ڪَسِڪر ڀيڄ شبدِ سَنگهاري
هَر گهر جاءِ نہ مَن ڏولائي - سَهج نِرنتر رهِهِ سمائي.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپديون (۵) ٣

(٣٢) سنگي سُرت آنسا واجي - گهٽ گهٽ جوت تماري
ٻر ٻيچ ٻيڻ تهي مَن راڪيا - ارهر آگن هر ڄاري.

(٩)

(٣٣) وڻ وڄائي ڪِنگري واجي جوگي - سا ڪنگري وڄاءِ
نانڪ مُڪت هووهِ جوگي - ساچي رهِهِ سماءِ.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، اشٽپديون (١٢) ١

(٣۴) ٻادا ٻڙهيا آڪيئي - ٻِندا ٻِرهي سهج سُماءِ
ٻِدِيا سو ڏيئي تَتُ لهيئي - رام نام لِوَ لاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار پوڙي، (۵٣)

(٣۵) سو لِپا جو اِهِ تپ گهاليئي - ستگور نو مليئي شبد سمالي
ستگور ڪي سيوا اِهِ تپ ٻروان.
نانڪ سو لِپا درگهہ پاوي مانُ.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (۵)

(٣٦) سو بيراڳي جو اُلٽي برهمُ - گگن منڊل مهِ روپي ٿمُ
اَهِنسِ اَنتر رهيئي ڌيان - تي بيراڳي ست سمانُ.

(١٢)
[محلا پهلا]

(٣٧) جِس آنيا هٿ نِڌان - سو رَهِٽا ٻالٽو
جِستو اڪُو رنگ - يڪت سو جانٽو.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٣)

(٣٨) سو سنياسي جو ستگور سيوئي - وچهُ آپُ گوائي
ڇادن ڀوڄن ڪي آس نہ ڪرئي - اَڇِنتُ مليئي سو پائي.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپديون (٧) ٧

(٣٩) گور پرسادي حڪم پڇاڻيئي - ڏاوت راکيئي اِڪت گهر آڻيئي
نامي راتا سدا بيراڳي - تسام رتن مِن ٿاها هي.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٣) ١٠

(۴٠) سوئي يڪت سوئي وڏ داٿا - سوئي پورن پُرک بِڌاتا
بالَ سهائي سوئي تيرا - جو تيري مَن ٻاوڻا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١۴)

---

١. نِرليپ. ٢. نِرالا. ٣. ڀيج وڪار. ۴. ناس ڪن ٿا. ۵. ٻيڙڪي. ٦. هڪ سُرو. ٧. ٻرمالما. ٨. وڪارن کي ناس ڪن ٿا. ٩. ساز جو نمُونو. ١٠. پنڊت. ١١. تپسيا ڪندڙ. ١٢. ڪمائي ڪري. ١٣. سنساري وهنوارن کان مَن موڙي. ١۴. پنهن جي سروپ ۾ ڌيان ڪري ٿو. ١۵. رات ڏينهن. ١٦. نام جو خزانو. ١٧. سنساري پدارٿن پٺيان نہ ٿو ڊوڙي. ١٨. ڪپڙا، وستر. ١٩. سهاوڪ، رواجي نموني ۾. ٢٠. ڏياوان.

(٤١) سُرا[1] شريعت[2] لـسي ڪماوهِ - طريقت[2] ترڪ ڪوڄ تولاوهِ[3]
معرفتِ[2] مـن مارهِ عبدالا[4] - مِلهہ حقيقت[2] جِمت قر نہ مَـرا
اَوّل صِفت دوجي صاٿوري - تيجي حليمي چوٿي خيري[5]
پنجوين پنجي اِڪت[6] مقامي - اِهہ پنج وقت تيري آپر پَراہ

(٤٢) سوُرا[7] سـو پهچانيئي - جو لڙي دِيـن ڪي هيتَ
پُرجا پرجا ڪٽِ مري - ڪبهوُ نہ ڇاڏي کيت[8]۔

راڳ ماروُ، ڪبير صاحب، سلوڪ (٢)

(٤٣) جاتِ ڪا گربُ - نہ ڪريئهُ ڪوئي
برهمُ بندي - سـو برهمڻُ هـوئي۔

راڳُ ڀيرؤ، محلا تيجا، شبد (١)

(٤٤) اَچنتُ[9] سنوء جاڳنِ اُٺ بيٺنِ - اَچنتُ[9] هسنِ بيراڳي
ڪهہ نانڪ جِن جڳت لڳانا - سو مايا هرجَن تاڳي۔

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٧)

(٤٥) اَوُڳڻ تـياڳِ پئي بيراڳـنِ - اَستر وَر سـوهاڳِ هـري
سوڳ[10] وِجوڳ[11] تِس ڪدي نہ وِياپئي - هر پرڀ اَپڻي ڪرپا ڪري۔

راڳ ملار، محلا پهلو، شبد (٢)

(٤٦) پَرداَرا[12] پرڌن پـر لوڀا - هـؤمي بکي اڪارَ
دُشٽ[13] ڀاؤ تجِ نند پرائي - ڪامُ ڪرود چنڊارُ۔

(٥)

(٤٧) توتا[14] آکـيئي هئَ ڀه بِڌ هٿيا[15] - توٽي[14] ڀهتُ ڀِـڪارا
اِٿي رس چوڙِ هووئي سنياسي - نانڪ ڪهئي وِچارا۔

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٥)

(٤٨) مِت[16] هوُندي هـوء اِياڻـا - تاڻ[17] هوُندي هوء نِتاڻا
اَڻ هوُندي آپ وَنڊائي[18] - ڪوئي اَيسا ڀڳتُ سَدائي۔

سلوڪ، شيخ فريد، (١٢٨)

(٤٩) سو برهمڻ جو بِندئي[19] برهم
جپُ تپُ سنجمُ[20] ڪماوئي ڪرمُ - سيِل سنتوکَ ڪا رکئي ڌرمُ
بندن توڙئي هووئي مڪت - سوئي برهمڻ پوُجڻ[21] جڳت۔

سلوڪ، محلا پهلا، (١٦)

---

١. ڪامنائوُن، تِرشنائوُن. ٢. صوفي متي جـون چار روُحاني منزلوُن. ٣. ڀائو. ٤. مانو.
٥. خيرات. ٦. اِندرين کي اَنتر مکہ ڪرڻ. ٧. سوُرمو، بهادر. ٨. رڻ ڀومي. ٩. ٻنا چنتا جي.
١٠. دک. ١١. جدائي، وڇوڙو. ١٢. اِستري. ١٣. گندو سڀاءُ. ١٤. پاڻي، جل يا ڪرم ڪاندڙ.
١٥. پـولِر، نرمل، اُوجل. ١٦. بُڌي، سمجهہ. ١٧. شڪتي. ١٨. ٻين کـي وراهي ڏني.
١٩. ڄاڻي، پڇاڻي. ٢٠. اِندرين تي قبضو. ٢١. لائق.

# سچو وَڻج واپارُ.

## سچا جپَ، تپَ سنجمَ، نيمَ، ورتَ، تِيرٿ ۽ اِشنان.

### سچو جِگياسُو.

باب ٻئي ۾ ڏٺيون ته سمجهايو ويو آهي ته سنسار ۾ ڪيئن نه ڪوڙ ڪپٽ جو ڪارو واپار هلي رهيو آهي، ڪيئن ڌرم جي نالي ۾، پاکنڊ ۽ ڪوڙا ڪرم ڪانڊ ڪيا وڃن ٿا، ۽ ڪيئن پاکنڊي ٻاوا ٻانيڻ، ماڻهن کي ڀرمن ۾ ڦَلائي، ڌرم جي اوڙاهه ۾ وجهي، پاڻ کي سچا سنت ۽ سادُو سڏائي رهيا آهن. صاحبن اُنهيءَ پاکنڊ جو پڙ پڌرو ڪيو آهي، اُنهيءَ ڌرم کي اگهاڙو ڪيو آهي، ۽ اهڙن پاکنڊين جي پٽ وائکي ڪئي آهي. صاحبن جي سِکيا جا چوَنڊ وچن متي ڏنل آهن، جنهن دوارا ساڌڪن کي هاڻي ڪوڙ ۽ سچ جي ڀيٽا ۽ پرک ڪرائي وئي آهي، اَنتر ۽ ٻاهرئين ڀيدن کان واقف ڪرايو ويو آهي.

**سچو واپار:** سنسار جي سودن ۾ اَسين ڪيڏي نه ڪمائي، ڳڻ ڳوٺ ۽ خبرداري ڪندا آهيون ته من ڪا ڪفايت يا رعايت ٿئي، ڇڙون ته لکي ونجي ته نه ٽڪي لوڪي، جيئن پاڻ کي ڪس نه لڳي ۽ ڪسر نه رهي. ٿي سگهي ته ٺڳجي ۽ لڳجي اصل نه. پر جيون جي سودي ۾ اسين ڪيڏو نه لاپرواهه ۽ لاغرض آهيون! هيري جهڙو اَمولڪ جنم، ڪوڏيءَ بدلي وڪڻندي، ڪو قياس يا ڪٿڪاءُ ئي ڪونه ڪريون. اسان سوچ ۽ سمجهاڻيءَ جي، هڪ ڪڻ ۾ داءُ لڳائي ڇڏيون. جي جوُئا ۾ جنم، هٿ ٿي هيمت هارجي ويو ته جيون ياترا ڪيئن سڦل ليکبي؟ اَڳتي لاءِ توشو ته ڀيونٿي ڪونه، جو جوُٽين مان جند آزاد ڪرائي.

تنهن ڪري، صاحب چتائين ٿا ته سچو واپار اَٿو رام نام جو. اي ٻندا، ٻهڪجي مسن مندر، ڪاٿيا مندر يا هر مندر جي هٽ ۾، وَکر وکه رام نام جو ۽ واپار به ڪر رام نام جو. رام جو وڻجارو ٿي، نام جو وڻج ڪر. نام جو ٻنڌارو ڏي ۽ وٺ. هن سائينءَ جي سوداگريءَ ۾ وکر وڪڻندڙ به عاهدا نه ونندڙ به علحدا. سڀ الله لوڪ. واپاري سچا ٿي وکر وٺ ۽ گراهڪ سچا ٿي وکر وڪڻ. سچا سادُو ۽ سنت اَٿئي هن سوداگريءَ ۾. واپار ۾ نقصان آهي ئي ڪونه، رڳو نفعو ئي نفعو آهي. هن پونجيءَ ۾ آهي هر ڏينهن، هر وس، مها وس، جو نه کُٽجي ۽ نه ڦٽجي. پيو ڪماءِ، پيو وراهه ته به هميشه ڀراوُ ر، سگهندي ۽ سوادي. اهڙو اَکٽ خزانو ملندءِ ڪرتار جي ڪرپا سان، مرشد جي منظور نظر سان. سنتن جي سنگ ۾ اُنهيءَ خزاني جي چاٻي ملندءِ. ٿون ته ڪاٿ نه جڳهه کي ٻه ڪاواءِ. سڀ آنند ماڻيو، ڦلو ڦُلو. ڪوُرمڪ لهو، ڪوُرمڪي وڏايو ۽ گورمتي ماڻيو. اهوئي واپار ۽ وهنوار، اکهي تو دلربا جي در تي.

اي ٻندا، توُن به من کي رنگ لاءِ ته رام نام جو. اهڙي رنگيل ۽ رچيل من سان،

سڀ سنساري وهنوار نرالا ٿي ويندا. نه انهن تمام مٽل اڪرنديون ۽ نه من ڪي. اهڙا وڙي لڳندي. آهنتا، ممتا ۽ لڳاءَ جند ڇڏيندا ۽ جيءَ جا بندڻ ٽٽندا. ٻنهنجو لوڪ پرلوڪ سهنلو ٿيندو. جنم جنم جي مٽل منجهي ويندي ۽ آواگون ختم ٿيندو. گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا:

(١) خرچ خزانا نام ڌن - ايا پڳتن کي راس
ڪيا غريبي آنند سهج - جپت رهه گڻ تاس.
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري (١٨).

(٢) هٿ مڇهاڻو ميءِ ماڻڪ لڌا - مُل نه ڳهڏا ميءِ ڪڙ سٽڪڙ ڊِنا
ٻڌي وجائي ٿيڻا لينا - جنم پداريٿ نانڪ جِتا.
راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٧)

**سچا جپ تپ:** پاکنڊ بنيان اسين ڪيڏو نه لسا پنڪوُن ۽ سماج يا پرماتما سان دوکيبازي ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون؟ پر پرماتما کان نه اسان جي نيت ۽ نه من جي ورتي ۽ سرتي ڳجهي آهي. سروويائڪ سوامي سڀ سمجهي ۽ ڄاڻي ٿو. من جي صفائيءَ بنا، سڀ جپ تپ، سنڌيا سنجم، هوم يگيه، پاٺ پوڄائون، ورت نيم، مڪا مدينا يا تيرٿ اشنان، سڀ اجايا ۽ وئرٿ آهن، نقل ۽ ڏوکت آهن. ضرورت آهي من جي اوجلتا جي. گندي ٿانءَ ۾ کاڌو ڪيئن رڌبو؟ گندن لڱن تي پٽ ڪيئن پهربو؟

سو اي بندا، من مان گند ڪڍي خالي ڪريس ۽ ڏولي اوجل ڪريس. الهيءَ گند وڏو وٿاهه ڪيو آهي. اوگڻ ڪڍي گڻ وجهه. هوم يگيه اهو جنهن ۾ آهوائي پوي اوگڻن ۽ وڪارن جي نه جاپي پسم اين. پاٺ پوڄائون ۽ تيرٿ ياترائون ڀلي ڪر، مڙهيون مندر ۾ ڀلي ويهه نه ورت نيم به ڀلي پال، پر من مندر ۾ مالها قيمر رام نام جي. نام جي ٻاڻ آريتي نه ڏيتي مان ۾ نام جو پرڪاش اکري. شرڌا جا گل چاڙهه ۽ صدق جو چولٿر گهماءِ. ڏلو ۾ ڏاڍو اٿئي نه اُرپ ۾ انويءَ ڪي. اهڙن ڪين آهن ۽ ڪهڙو ڪونه آهين نه نه ڪڏهن ٻنهنجو ٿي آهي. جنهن جو آهي ان کي ڏي ٿو. تن، من، ڌن ايشور ارپت ارپ. اهڙا آهي پرماتما جي پورڻ پوڄا ۽ ڪرتار جو ڪارائتو ڪيرتن جو پتڻ پار ڪرائيندو.

اي بندا، سچ جي ڪار ڪماءِ، حق حلال جو کاءُ، سڀ سان پريم جو ورتاءُ ڪر ۽ اوچ نيچ جو ڀيد ڀاءُ نه رک. سمر ڀاوَنا ۽ سرڊرشٽي ڌار ته سڀ ۾ سائين پسين. صبر سڪر، شڪر ڪر، سنتوش سان گذار، ڀڳوان جو ڀاڻو ست ڪري مڃ. جيئن دَيا ڪر. نه ڏکوءِ نه ٻرو سوچ، مٺو ڳالهاءِ، مرڪي نهار ۽ مشڪي گذار. پرمارٿ ڪر، سيوا ڪر ۽ دان ڏي دل ۽ جان سان. ڪميا ڪر، ٻين جون خطائون نظرانداز ڪر ڇو ته تون خود خطائن جو ڳهڙ آهين. ٿهڙو، ٻماٺو ٿي هل متان ڏک نه ڪائين. آهي هيا شيوا ڪر، مطلب اُها ڪرڻ ڪسر.

خودي ۽ شي ڪيئن ٻاهر سرچندا ڀُون؟ ڳهڻ ڀر نه وڃ ۽ انداز اندر رهه.

اي بندا، اهي اٺئي سچا جپ، تپ ۽ سنجم، اندرين تي ضبط، ڄڳتي، سرلي، ڏيان ۽ ڌارنا. اهو اٺئي نرمل جل جو اشنان ۽ ٦٨ تيرٿن جو آستان. انهيءَ رهڻيءَ ڪهڻيءَ ۾ اٺئي گنگا جمنا، ترويڻي سنگم، ڪاشي ڪيدارا، گيا گوداوري، ٻري ۽ دوارڪا جا درشن هي سڀ، ٻنا ٻاهر ڀٽڪڻ جي، من اندر ڪري پسگهڻ ٿا. صاحب فرمائين ٿا:

(١) تيرٿ برت نيم سچ سنجم - سدا رهي نهڪاما
ترشنا اَر مايا ڀرم چوڪا - چتوت آتم راما
راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢) سچُ ورت سنتوکُ تيرٿ - گيان ڌيان اشنانُ
ديا ديوتا ڪما جپ مالي - اي ماڻس پرڌانَ
ڄڳت ڌوتي سُرت چوڪا - تلڪ ڪرڻي هوءِ
ڀاؤ ڀوجن نانڪا - وِرلا ڪوئي ڪوءِ.
راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢١) سلوڪ محلا پهلا

**سچو جگياسو:** صاحبن وڌيڪ سمجهايو آهي ته جن جي جيون ۽ متي ڌيڪار اصولن، آدرشن ۽ اخلاقن تي ٻڌل آهي، سي ئي آهن سچا پنڊت براهمڻ، جوڳي سنياسي ۽ ويراڳي اَوڌوت، تپا تياڳي، سنت ساڌو، ڀڳت درويش، وِدوان سورما، گياني ڌياني، ويشنو اُپرس ۽ مُلان مرشد. اهي آهن سچا ساڌڪ ۽ سالڪن جا سلڇڻ. ٻيا سڀ آهن پاکنڊي پنڌا جي پيا ٿا پنهنجو پيٽ پوڄين. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سَرا شريعت لسي ڪماوهه - طريقت ترڪ کوج ٽولاوهه
معرفت من ماروهه عبدالا - ملهه حقيقت جِت ڦر ٻه مَرا
اَول صفت دوجي صابُري - تيجيءَ حليمي چوٿيءَ خيري.
پنجويءَ پنجي اِڪت مقاميءَ - ايهه پنج وقت تيري اَپرپرا.
راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١٢)

(٢) مت هوندي هوءِ اياڻا - تاڻ هوندي هوءِ نتاڻا
اڻ هوندي آپ ونڊائي - ڪو ايسا ڀڳت سدائي.
سلوڪ، شيخ فريد (١٢٨)

اَهڙي سنتن مهاتمائن جي جيون جو ڪهڙو ورڻن ڪجي؟ رام نام ۾ رتا پيا آهن. آتما جي چاهه سان ڌيائين ٿا. نه هردي جي ڀاوَ سان ڳائين ٿا. ڪمنا ناڙيءَ مان، سواس سواس ۾، نام جو مٺو آواز پيو نڪري. سُرت جي سنگي، ٻنا وڄائي ٻاڄمرادو اَنهد ناد پئي وڄائي ۽ سندن من انهيءَ ڌنيءَ ۾ سمورو وقت رتو پيو آهي. همت هاج ۾ هوندي

۽ دل ٻار ۾ لڳي پيئي آهن. نام جو اُمرت جل وڙائين ٿا ۽ نام جي نرمل جل ڌارا ۾ اشنان ڪن پيا. سچ جو وهنوار ۽ سچن جي سنگت. لالن جي لڏ ۾، ايشور جي اڳيئي ۾، مالڪ جي مُٺ ۾ ۽ سائينءَ جي شرڻ ۾. من جو من ۾ مِٺا پيا آهن، جيئري مئل آهن ۽ مري جيئرا ٿيا آهن ۽ موت مٿائي اَمر ٿيا آهن. ٻاجَ ماري ٻاجَ ٿيا آهن. وسن ٿا سُن سماڌ ۾، سهج غفا ۾، سچ کنڊ ۾، نرنڪار جي ديس ۾. من محل ۾ اَمر جوتي جلائي ويٺا رام رِجهائين، ماٿا ڪن ته اَنگل آرا ۽ سهن. اُرڙهن سِڌيُون سندن هردي جي ڪنول گل تي چوڙو پيون گهمائين. اهي پير آهن، پيغمبر آهن. مير اُمير وَلِي سوالي آهن. خُود خاوند آهن، خدا آهن. الله جو اسوار آهن، گگن منڊل جا والي آهن، نج ڌام جا نواسي آهن ۽ برهم ۾ برهم آهن.

واٽي سندن وات جي - آهي اَلک جو اِقرار
نهي لوڪن کي آهي - سندن حڪم جو اِنتظار.

اي ٻندا، اهي درويش تي دلبر جو در ڏيکاريندا. ٻاقي ٻاکنڊي پُوڄا ڌاري، پٽ ڪان ٻاهر ٻري ڇڏائيندا، رت ۾ رُلائيندا ۽ ڪٽي ڪماڻي نه ڪٽ ڪندا. سائين سڪ جو ٻڪيو آهي، نه ٻيک جو. ٻيکن سان هن ٻر جُون ٻاوانٽيون ڪالبون ۽ هُن ير ڪونه ٻهڇي سگهبو. ٻلا جي رڳو ننگي گهمڻ سان ننگ نڪري ته هُوند جهنگ جا مرُون مڙيئي مُڪتي ماڻين. جي رڳو ان ۾ ٻهواس ڪرڻ سان مرلي مدوهو ملي ته هُوند ان جا ٻاندر نه اسواري ٻڌجي ٻرن. جي رڳو لنگوٽا لالن جي لڏ لڳائين ته هُوند کسي ڪدڙا سڀ سنتن جي شمار ۾ اَچن. جي رڳو تيرٿ آستانن جا اِشنان اُپراڌ مٽائين ته هُوند ڏيڏر، مڇيُون، ٻلاءِ ٻوٻرڻائي جا پتلا ٿي پون. جي رڳو مُنڊ منڊائي، موڪش ملي ته هُوند سڀ رڍُون رام رِجهائين. جي رڳو جٽائُون جيءَ ۾ جادوُ لڳائين ته ويهارا رڇ ڇو هُوند رڇ ۾ رلن؟ جي رڳو لهر، طريقت جو تڪيو ڏئي ۽ جٽيو جگديش جو جوت جاڳائي ته مونث ذات ته مُنجهي وڃي ۽ سڀ ڪان وانجهي وڃي. مطلب ته ڊمڀ يا پاکنڊ پرماتما وٽ پاس ڪونه پوندو.

صاحب اِنين ڪونه ٿا چون ته ڪرم ڪانڊ ڪان صفا ڪنارو ڪريو يا پساٽ پُوڄائن جي ٻڇاٽي. آٽيو ٻر اهو زور ڏين ٿا ته ٻاهريان ٻهرين، من جي مستي مٽايو، نيت نيڪ رکو، مت، هردو، وويڪ ۽ ٻُڌي ٻلوان ڪريو. ٻولڙائي ۽ پاڪدامني ٻاهران آٽجي اَندر ۾ نه ٻوءِ ٻاهريان ڪرم ڪانڊ ۽ پاٽ پُوڄائون ٻاٺهي ٻولڙ تي ٻاس پونديُون. جيسين اَندر اوڄل ڪونه آهي ته رڳو سرير جي صفائي ۽ سينگار نه ڪونه ٿهندو. مطلب ته ٻاهران پاٽ پُوڄائن کي اَندر جي ٻرابر ۽ ٻولڙائيءَ سان، پاڪ بناءِ. ليڪن ۽ پرين ۾ ٻاهر نه. ٻلاءِ،

ڇو ته اهي جيءَ جا بنڌن آهن. انهن ڪرمن جا بوجها وڌيڪ ڳورا ٿين ٿا ۽ مٽي اڏر
ڪرائڻ ٻڌران ۽ هيٺ غرق ڪن ٿا، ڀوڳ ٻلاس، وشيه واسنا، موهه ۽ لوڀ جي لاڙ ۽ ڀرڪرڻيءَ
جي ٻڌڻي ۾ ڦاسائي، جيون جي سٺيا ناس ڪن ٿا ۽ ڀيڪڪر نتيجا ڀوڳائين ٿا. انهن عادتن،
سڀاءَ ۽ چرپتر سان، سدڪت سمي ته من جي سُرتي سنساري وهنوارن ۽ سنبندن مان
اڪري نه ٿي سگهي. جي پرمت پداورٿن سان لڳل آهي ته اها ساڳئي وقت پرماتما سان
ڪيئن جڙندي؟ زياده ۾ زياده ڪُهرندي. پوءِ ڀڳوان ڀاڳي ڪونه وجهو؟

سو اي بندا، من جي واٽيءَ ۾ ور وڪڙ ائتي اٽميا. من جي منجهيل سُت. ڪسي
سمجهاءِ، ور وڪڙ ورائيس، ڳنڍيون ڇوڙيس، ريهيس رڇهائيس، موڙيس مروڙيس، ٿڪائيس
مٿائيس ته من مُڙي، مڙي ۽ محبوب جو مشاهدو ماڻائي. الي الاهي اسرار وسي ٿو ۽ اتان
پسي، پار پهچڻو آهي. جن جن اهو عجائب اسرار ڏٺو ۽ ڄاتو آهي، تن سنسار جون لذتون ۽
لوازما، عيش ۽ عشرت، آرام ۽ آسائشون، سڀ اُڏ کنيا ڪري، ليڪو ۽ ويراڳ جي واٽ ورتي
آهي. اهي سچا سالڪ آهن. انهن جو سودو سدا سچو آهي ۽ انهن جا جپ تپ، پساٿ
پوڄائون، نيم ورت، تيرٿ اشنان، سڀ سنڌو ۽ سچا آهن. هنن چت اندر چڱائي چکي
آهي. هنن جي هردي جون سڀ هٻڪون، هچڪون ۽ هلاڪيون دور ٿي ويون آهن، ڇو
ته هنن جو من، مٽيءَ جو مارڳ ڇڏي، سهمت جي سطح تي بدو ايلو آهي، جتان نه
وري ڏڏندو ۽ نه وري ڪرندو. اها تحسين جوڳي اسلي صاحبن جي سڪيا مان ملي ٿي.

هاڻي ڏسبو ته پنهنجي مهڙ، پاڻ پوڄاڻن، تيرٿ ياترائن يا ڪنهن به ڪرم ڪاند ۾
ڪو تاثير يا تدارڪ ڪونه آهي. تاثير ملي ٿو من معرفت. من جي سچائيءَ، سڪ ۽ صدق
سان ٿئي، اڳيان جون ڳنڍيون ڇڙن ٿيون، ترشنا جون تندون ٽٽن ٿيون، مرادون ۽ ممتائون
مرن ٿيون، اميدون ۽ ارواح اوجل ٿين ٿا. پاڻ ننڍو، نهٺو، نماڻو ۽ نرمل ٿئي ٿو، ڪرپا
شڪتي جاڳي ٿي، مک مان ماکي وهي ٿي ۽ ڪراوته ڪروٽائي ٿين ٿا. اهي الاهي اوزار
آهن اندر ۾، جي روحاني روهيءَ لي لڪا ڪري، استعمال ۾ آڻڻا آهن. پستڪن جو پستڪ
ته پيٽ اندر ٿي آهي، جو من جي مڪتب ۾ واهي، مطالع ڪرڻو آهي. اي بندا، انهن
من مان مٽي اڏر ڪر ۽ وري من ۾ هيٺ ٽپي هڻ. اڏر ڪندين ته آتما جو اڳم اناحدي
آواز اناليندين، مرليءَ ۽ امرتا جو ڀيد سڃاڻندين. ٽسبي عطندين تسـ قلب مـان ڪيمو
ڪيندين، ڪين ۾ ڪن ٿي، سڀ جو پلو چاهيندين ۽ سڀ جي شيوا ڪندين. هر فرض
ادائيءَ ۾ رب جو روپ ۽ رحم پاسيندين ۽ انهن ڪرم ڪري پيو دم دم، دگهه دگهه، دلبر
جو ديدار ڪندين. اها آهي من جي اوناهي، گهرائي، اُچيعا، دوبتا، سيتلتا، نرملتا،
جاڳرتا ۽ وشالتا. اتان ابتداءَ الوهيت جو اسرار، خدائي خمار ۽ اکنڊ آنند. اي بندا، پاڻ

ٻڌو اٿئي. هاڻي ٻاڻ کي ڇوڙ. اُهين ڇوڙڻ ٻنا ڇُٽڻ مشڪل آهي.

من ئي وڌيڪ ويچار ڏيندي، ڪن سنتن سمجهايو آهي ته عام طور، سنسار ۾ جيئڻ ناپيدادار ٿي گذاري ٿو. چاهي ته پيو وٺان پر ڏيان ڪي نه ڪين. اهڙن جيون جو سياءُ ڇهن نمونن جو آهي. هڪڙا چوُسيندڙ ٻيا ڦريندڙ، ٽيان ميڙيندڙ ته چوٿان وڪڻندڙ. مثلا سيڪي جي ساڳي ته هوُند هميشه پورور رهون، پر ٽرڪيون ۽ ٽرڪيون سيڪي، جوُن پهنجون پهنجون. مثلاً چوُسيندڙ چاهين ته رڳو ٻيا چوُسيون ۽ ڏهون ۽ گهٽي ۾ گهٽو حاصل ڪريون، ڪجهه چترائيءَ چستائيءَ سان، ڪجهه چٽ چلولائيءَ سان ته ڪجهه دوکي دولاب سان. ڦريندڙ ڪي نه ڪهي وڃي لُٽ مار پر ڪجهه ڇڙ چاوٽ سان، ڪجهه ڇڙهت چڙائيءَ سان ته ڪجهه زور زبردستيءَ سان. ميڙيندڙ ته فقط ميڙي ڄاڻي. ڪنو ڪري ڇڏي ويندو پر هٿ جس ڪونه ڪندو. پيدائش ته ٻيءِ رهيا پر هنر، علم، عقل، تجربو يا آزمودو به پيو اندر ۾ سانڍيندو ۽ مون نه ونڊيندو ورهائيندو. اِنهن کو پيو ورسجي نه وڃي. باقي وڪڻندڙ جيسا ته نوبقا سڀ طريقا ڪي ۽ ٽرڪتائي، حرڪتي ۽ حرفتي، جو ته هن ڪسي پهنجو وڪر وڪڻڻو آهي ۽ نه ونڊو آهي. موڪندو نه معني سان، مڪندو ته نه مطلب سان ۽ جي ڪجهه هتان ڇڏيندو ته نه موت جي مراد سان. دم دم دل دعوي وڪيس ٿي ٽسا جهولي ڀريندي. نه پيو ميان مٺو سڏجان پوءِ پلي هٿ هميشه ٻين جي کيسن ۾ هجن.

مالداريءَ ۾ ملامت نه آهي. ملامت آهي مال پرستيءَ ۾. جيون جي جستجو ڇڪڻ ۾ نه پر ڇڏڻ ۾ هئڻ گهرجي. ڇڏڻ ٻنا، ڇڙڻ ۽ ڇٽڻ ڪيئن ٿيندو؟ اَڪت ۽ اَڻ ٽُٽيا اسباب کهڙي ڪم جا، جڏهين آورجا ٿي اَڪت ۽ اَٽڪيل آهي؟ علم جا انبار ۽ عالمن جا انبوهه کهڙو ڪارج سِڌ ڪندا، جي عمل جي اَنپوٽي آئل نه آهي؟ من جي وِرتي هڪ وقت، فقط هڪ هنڌ رهي سگهي ٿي، يا سنساري سمبندن ۾ يا روحاني راهه لئي. جهڙي واسنا اندر واسو ڪندي، تهڙي ٻاهر نڪرندي ۽ تهڙي ڦري اندر ويندي. پريم، پريم ٿي پرگهٽ ٿيندو ۽ پريم جو پرڪاش اندر جاري رکندو. نفرت، نفرت لئي نسروار ٿيندي ۽ نفرت کي ٿي اندر ۾ برقرار رکندي. تنهن ڪري ويچارنا ۾، اِها واسنا واڇٽي آهي، ٽوڙي جوڙيي آهي، بدلائي ٻڻائي آهي. ڇپيءَ پٽي کو نانگ جو زهر غائب ٿي ويندو؟ پر سندس ڏندن پڇڻ ڪانهوءِ ٿي زهري ڪلقا اي اثرانتا ٿي پوندا. ساڳيءَ طرح، رک جو ته کو پوندڙ ڪولي جي لمس اجهاني سگهندو؟ پر ڀاڳي پوڻ سان تِي سندس گرمائش گم ٿي ويندي. ليڪن ٿي من جون نا پيداداري خصلتون ختم ڪري، پيداداريءَ خاصيتون جاڳائيون آهن. نا پيداداريءَ جون نشانيون آهن: خودغرضي،

خودمطلبي، خود پرستي، خود پروري، خود تسليمي، خود حمايتي، خود رعايتي، خود نمائي ۽ خود شعوري. وري پيداداريءَ جون نشانيون آهن: خود شناسي، خود محاسبي، خود انحصاري، خود اعتمادي، خود آموزي، خود آفروزي، خود الزامي، خودگيري ۽ جان نثاري. اهي پيداداري پرپورڻ پرش، پيار پيدا ڪن ٿا ۽ پيار پکيڙين ٿا. اهي آهن معصوميت جا مجسم، جڳياسو جادوگر جن جي دل جي حجره مان، دائما ديوڪ جي لاٽ نڪري، روحاني راهه روشن ڪئي آهي. ٻانڌ جو ٻڌڻ هٽائي، اها جوت جي جهلڪ جهٽي آهي. ٻاڻ نه پڏاء ۽ نه وڏاء، پر وچاء. ٻاڻ وچاء نه ٻائين.

اهي پيداداريءَ جون خاصيتون ۽ خصلتون برابر مقصد نه آهن پر نه ذريعو آهن، جي ذرا ذرا، ڏيري ڏيري، اخلاقن جو پاڻو مضبوط ڪنديون، جڏهن مٿان ئي آلميتا جي اڏاوت ڏڍا ڏڍ اڏبي. جڏهن جيان، اخلاق آلميتا کي ڇڪيندا، ڇو نه آلميتا جي اپسرا، فقط اخلاقن جي پائين تي ٻڌجي سگهبي. ڪنهن ڪري، نا پيداداري، بداخلاقيءَ ۽ بداعمالي جا ٻڌا پري ڪري، پيداداريءَ، اخلاقن ۽ آدرشن جي اڳ پر اچ نه اها آلميتا جي حوربري، پاڻهي اچي پهاڙ پر پري ۽ آلمڪ آنند جو وشرام وٺائي.



## (٧) سکُ کيئن ۽ ڪٿان ملندو؟

(١) جِس سرب[١] سکا قل لوڙِيئَهه[٢] - سو سچ ڪماوءِ
نسيڙيءِ[٣] دکهه پار برهمُ[٤] - اِڪ نام ڌِياوءِ
هوء سگُلُ ڪي رينُڪا[٥] - هسُ سنگِ سماوءِ[٤]
دوُک نہ ديئي ڪسيءِ جيئہ - پِهِ سَئہ گهر جاوءِ[٦]
پتِ پِيئِت[٧] ڪرتا پُرکُ[٨] - نانڪ سُطاوءِ[٩].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وارَ (١٧)]

(٢) سکِ کَئہ مانگي سيڪو - دکہ نہ مانگني ڪوء
سُکيءِ ڪئہ دکہ اُگلا[١٠] - منمکہ بوُجهہ[١١] نہ هوء
سکہ دکہ سِر[١٢] ڪو جاڻِيئَهه - شبد ڀيِدُ[١٣] سکہ هوء.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٨) ٧

(٣) نانڪ بولڻُ جهکڻا[١٤] - دکہ چهڊ منگيئَهه سکہ
سکہ دکہ دُءِ[١٥] دَرِ ڪپڙي[٦] - پهرءِ جاءِ مُنکہ.

راڳ مالجهہ، محلا پهلا، وار (٢٤)

(٤) تُدّ[٤] پاوءِ تان گاوان پاٽي[١٦] - تُدّ پاوءِ تان سچ وَکاڻي
تُدّ پاوءِ تان سنگُوُ رمَئيا[١٧] - سربُ[١] سکان پربهہ تيري دَيا[١٧].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٥) بُرا بلا ڪوئي نہ کهيجيءِ - چهوڊ مانُ[١٨] هر چرن گهِيجيءِ[١٩]
کهہ نانڪ گور منترُ چِتار - سکہ پاوهِہ ساچيءِ[٤] دربار[٦].

(٠٣)

(٦) اَب من[٢٠] اُسيا - ڪرنيءِ[٤] هارا
پيءِ[٢١] بِسيءِ - آنم سکہ سارا.

(١٣١)

(٧) مانُ[٢٢] آگيا[٢٣] سربُ[١] سکہ پائي - دوُکهُ نہ[٢٤] لاءِ گواليو
جئہ سُهوسن[٢٥] پيءِ پربهہ[٤] لاڪر - سڀ آنند روُپ ڏِکاليو.

(١٣٦)

---

١. سب. ٢. چاهين ٿو. ٣. نزديڪ، ويجهو. ٤. پرماتما. ٥. خاڪ، مٽي. ٦. درگاهہ.
٧. پاپي. ٨. پورو ڪندڙ. ٩. جس ڳائڻ. ١٠. وَڌيڪ. ١١. موُرک، بيمکہ. ١٢. هڪ جهڙو
١٣. سچاڻي، پچاڻي. ١٤. اُجائي بڪواس. ١٥. ٻئي. ١٦. چوان. ١٧. ڪرپا، رحم.
١٨. اَهنڪار. ١٩. پڪڙجي. ٢٠. اُچي وَسيو آهي. ٢١. پيو. ٢٢. مڃ. ٢٣. ايشور جو
حڪم. ٢٤. ڏيرو. ٢٥. واڳي، پرسن.

(٨) رامُ سگل لابا منُ ڪري - ابهؤ ڪرم ڪماء
حُڪمي بُوجهي سدا سک - نانڪ لِکيا[1] پاء.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣١)

(٩) ڏُوک سُوک پرڀ[2] ديونهار - اَوُر تِياڳ تُون تِسهه چِتار[3]
جو ڪڇ ڪري سوئي سک مانِ - ڀُولا ڪاهي ڦِرهه اَجانِ[4].

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٤) ١٥

(١٠) جِس سک ڪئُ - نِس ڀاڇهُ[5] مِيت
سو سک - سادُ سنگ پريت.

١٩(٢)

(١١) چترائي سِياڻپا - ڪِتي[6] ڪام نہ آئيءِ
تُٺا[7] صاحب[2] جو ڏيوي - سوئي سک پائيءِ.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٣)

(١٢) ڦِرت[8] ڦِرت گموئي[2] ڏنار آئيا - پيئي پنجن هر[2] وانيا
ساڌ ڪي چرن ڏوژ جن ڀاڇي[5] - سک نانڪ اِهه پائيا.

واڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٧)

(١٣) آڀِٽي[2] ڪرپا ڪري گور پائيءِ - وچهُ آپُ[9] گوائي[10]
تِرشنا بُک وچهُ اُتري[10] - سک يئ من آسي.

واڳ گوجري، محلا ليجا، وار (٨)

(١٤) ڏک سک ڏِيئا جيها ڪِيئا[11] - سو نِبهي جيءَ نالي[13][12]
جيهي ڪرم ڪرائي ڪرتا[2] - دُوجي ڪار نہ پالي[14].

واڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (٢) ٤

(١٥) پيوَنهه اَپنہ[15] پرم[16] سک پائيءِ - نِج[17] گهر واسا[18] هوائي جيءَ
جنم مرنُ ڀؤ ڀنجن[2] گائيءِ - پُورب[19] جنم نہ هوئي جيءُ.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١١)

(١٦) گُورمکِ[20] پرگاسُ[21] پيئا سانت آئي - ڏُرمت[22] بُڌ نِواري
آتم برهم[2] چِين سک پائيا - ست سنگتِ پرک تماري[2].

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١٧) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اُپمانا[9] - تامهِ سک نهي پائيءِ
هوهِه رامُ تُون سگل ڪي ميري مَن - لهُ آنند منگل[23] سک پائيءِ.

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

---

١. ڪرمن جو ليک. ٢. پرماتما. ٣. ياد، سمرن ڪر. ٤. غافل. ٥. چاهين ٿو. ٦. ڪنهن به.
٧. توکي. ٨. جُوڻين ۾ ڀٽڪي ڀٽڪي. ٩. اَهم ڀاؤ، اَهنڪار. ١٠. اُسورت ڪري.
١١. جيڪي ڪرم ڪجن ٿا. ١٢. هلندو. ١٣. سانگ، گڏ. ١٤. ڏسڻ. ١٥. اَمرت.
١٦. سرپشٽ. ١٧. سڄي سروُپ ۾. ١٨. نواس. ١٩. پهر، ڦري. ٢٠. گرو؏ معرفت.
٢١. روشنائي، سوجهرو. ٢٢. ڌرنڌي مت. ٢٣. خوشيُون.

(١٨) جن[1] کي چرن وسهه ميري هيڙي[2] - سنگ پيتا ڏيهي
جن[1] کي ڏوڙ ڏيهه ڪرپانند[3] - نانڪ کيءِ سک ايهي.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(١٩) ڏوک کڏي[4] جڏ[5] وسري - سک پرڀ[3] چت آئي
سنتن کيءِ آنند ايهه - نت هر[3] گڻ گائي.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥٠)

(٢٠) آپ پڇاٽهه[6] تان سچ[2] جاڻهه - ساچي سوجهي[7] هوني
سچا شبد سچي هيءِ سويا[8] - ساچي هي سک هوني.

راڳ سوهي، محلا ليجا، چمت (٤)٣

(٢١) پوهه چرٽا ڪل[9] اوپر آوهه - آنسي شيو ڪماوهه
آپس تي اوپر[10] سڀ جاڻهه - لهه ڏرگهه سک پاوهه.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٢٢) سک ڏک پرڀ[11] جنم کي ڪيئي - سو جاڻيءِ جن داتيءِ ڏيئي
ڪس ڪهه، ڏوس[12] ڏيهه تون پراڻي - سهه آپڻا ڪيئا ڪراڙا[13] هي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٤)١٠

(٢٣) سک ناهي بهتي[16] ڌن کاني - سک ناهي پيکي[15] نرت[14] ناني
سک ناهي بهه[14] ڏيس ڪماني - سرب سکا هر هر گڻ گاني.

راڳ پربهاتي، محلا پنجوان، شبد (٤١)

(٢٤) جنم جنم کا سسا چوکا[17] - رتن نام جب پائيا
ترشنا سگل بناسي[17] من تي - نج سک ماهه سمائيا.

راڳ بسنت، محلا ناوان، شبد (٣)

(٢٥) نٺهه[18] سنگ سنتن کي شيوا - چرن جهاري[19] ڪيسائيو[20]
آٺ پهر درسن سنتن کا - سک نانڪ اهه پائيو.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٦)

(٢٦) هر کا نام نڌان[21] هيءِ - شيو ڪيئي سک پائيءِ
نام نرنجن[23] اچران - پت سهه[22] گهر جائي.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٤)

(٢٧) آسا وچ اَت ڏک گهڻا - مرمک چت لائيا
گرمک پئي نراس[23] - پرم سک پائيا.

(٣١)

---

١. سمت مهالماڻون. ٢. هردو. ٣. پرماتما. ٤. لڌهين. ٥. جڏهين. ٦. سڃاڻ. ٧. سمجهه، سڃاڻپ. ٨. مهما، وڏائي. ٩. هينان. ١٠. مٿان. ١١. اڳين. ١٢. ڏوهه، ڏوراپو. ١٣. سخت. ١٤. گهڻو، بيحد. ١٥. ڏسڻ. ١٦. ناچ، گانا، ناٽڪ. ١٧. ختم ٿيو. ١٨. اکيون، نيتر. ١٩. چندپان. ٢٠. وار. ٢١. خزانو. ٢٢. عزت آبرو. ٢٣. آسا کان رهت.

(٢٨) سي سُکيئي سدا سوڍهي[1] - جن وڇهُ آپُ گُسواءِ
ٻِن سوڪ[2] وِڇوڪ[3] ڪدي نهي - جو ڍُرڪي[4] اَنڪ[5] سماءِ.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٧)

(٢٩) ڏوُڪا ني سکھ اوڀاجهه[6] - سوُکي هووَهه ڏوُکُ
جِس مُکھ ڏوُن[4] سالاهيئهه - تِس مُکھ ڪتسي ڀوُکھ.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد: (٢)

(٣٠) آپُ سواڙهہ[7] مسُيءِ[4] مِلهہ - مُسيءَ[4] مِليا سکھ هوءِ
فريدا جي ڏوُن ميرا[4] هوءِ رهه - سڀ جڳ تيرا هوءِ.

سلوڪ، شيخ فريد (٩٥)

(٣١) جتن[8] ڀهس سُکھ[9] ڪي ڪيٿي - ڏکھ[10] ڪو ڪيٿو نہ ڪوءِ
کهُ نانڪ سُن ري مدا - هَر[4] ڀاوي سو هوءِ.

سلوڪ، محلا ناوان (٣٩)

---

١. سمندر. ٢. دکھ. ٣. وڇوڙو، جدائي. ٤. پرماتما. ٥. ڏيان ڀر. ٦. پيدا ٿئي ٿو. ٧. سڌارين، ٺاهين. ٨. اُپاءُ، ڪوششون. ٩. دليوي سکھ ۽ سهڻيج. ١٠. جمڻ مرڻ جي دکھ جو علاج.

# سُک ڪيئن ۽ ڪٿان پراپت ٿيندو؟

ٻالڪن کي ياد هوندو ته هن پستڪ جو آرنڀ ئي "دک" سان، ٻهراين باب ۾ ڪيو ويو آهي. دک جا ڪهڙا ڪارڻ آهن جن جي وستار ڪئي. کان ڇهن بابن ۾، ڪافي اڳتي اچي چڪي آهي. هاڻي "سک" بابت سمجهاڻي ڏجي ٿي. سک ۽ دک، مڻش جي جيون ۾ وڏي اهميت رکن ٿا ۽ جيستائين ڪن کي هن مسئلي جي پوري پروڙ نه پئجي سگهي آهي تيستائين هن جي جيون ياترا سڦل نه ليکجي. تنهن ڪري، هيءَ سوال مڻش لاءِ بلڪل مکيه ۽ مهتوپوُرن آهي. اهو سوال آهي دک ۽ سک جي سچي سڃاڻپ ۽ مفيد علاج جو.

ساڌارڻ طور، جا وستو اسان جي من کي وڻي ٿي سا جيڪر ملي، ته سمجهون ٿا ته سک مليو ۽ جا وستو اسان جي من کي نه ٿي وڻي سا جيڪر دور يا دفع ٿي وڃي ته به سمجهون ٿا ته سک مليو. ساڳيءَ طرح، جا وستو اسان جي من کي وڻي ٿي سا جيڪر نه ملي، ته سمجهون ٿا ته دک رسيو ۽ جا وستو اسان جي من کي نه ٿي وڻي، سا جيڪر نه هٽجي، ته به سمجهون ٿا ته دک رسيو. پيا دک ٿين ٿا خيال کان، انديشي وچان اسان ڊپ ڏٺاون، ته شايد هيئن نه ٿئي يا هوئن نه ٿئي، ته متان هي نه ٿي پئي يا هون نه ٿي پئي. ڊپ ٿي دک جي جڙ آهي جو مصيبت کي تصوري صورت ۾ آڻي ٿو.

مطلب ته سک يا دک جو احساس، من جي ويچار ڌارا سان آهي، گويا ٻئي سک ۽ دک من گهڙيل آهن. پوءِ ڪنهن کي ڪنهن وستوءَ مان سک جو انڀو ملي ته ڪنهن کي اهيءَ وستوءَ مان. ائين به ٿي سگهي ٿو ته ساڳي وستو، هڪ لاءِ سکدائڪ ته ٻئي لاءِ دکدائڪ يا ساڳي وستو ساڳئي انسان لاءِ، هڪ وقت سکدائڪ آهي ته ٻئي وقت دکدائڪ. جهڙوڪ پيٽ ڀريل کان پوءِ ذائقيدار يا طاقتور طعام به لذت وڃائي ڇڏيندو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ پيا به سک ۽ دک آهن جي ظاهر آهن ۽ اکين اڳيان پرتيڪ آهن، جهڙوڪ هڪ طرف، شاهوڪاريءَ جا عيش، آرام، سک ۽ سهوليتون ته ٻئي طرف، غريبي ۽ بيڪسيءَ جا ڏک، ڏجها ۽ ڏاڪڙا، يا سرپرڪ پيڙائون، بيماريون، روڳ ۽ ڪشٽن جا دک ۽ عذاب. آهڙن سکن دکن جو به من تي پرڀاءُ پئي ٿو ۽ من کي موهي، مونجهيل ۽ مايوس رکي ٿو.

سک ۽ دک جو ڪارڻ ڪهڙو به هجي، پر هرڪو چاهي ٿو ته مون کي سک پراپت ٿئي ۽ دک اورت ٿئي ۽ سک کي ميسر ڪرڻ لاءِ يا دک کي دور ڪرڻ لاءِ، مان پنهنجي سموري سمرٿي ۽ شڪتي لڳائڻ لاءِ تيار آهيان ڇو ته سک حاصل ڪرڻ آتما جو آواز آهي ۽ من جو ذاتي سڀاءُ آهي. پر حقيقتن، دک مان ئي سک جي قدرشناسي ٿئي ٿي ۽ سچي سک جي سڃاڻپ ملي سگهي ٿي. سو جيون ۾ دک به بلڪل ضروري ۽ نصيحت آميز آهي.

هاڻي ڏسڻو آهي ته سچو سک ڇا ۾ آهي ۽ ڪٿان پاڻ پوندو؟ ڇا سک دنيوي وستن ۾ آهي؟ جي ها، ته ڇا انسان پنهنجي اڇا موجب، وڻندڙ وستو وٺي يا اڻوڻندڙ وستوءَ کان وانجهي، پاڻ کي سدا سکي رکي سگهي ٿو؟ ڇا اسانجو شخصي تجربو اِيئن ثابت ڪري ٿو؟ اِنهن سوالن جي صحيح جواب ۾ ئي اسانجي مسئلي جو جواب جمع ٿيل آهي.

اي بندا، من کي غور سان جاچ ته جڏهين ڪا من پسند وستو ملي ٿي يا راحت بخش حالت ٺهي ٿي ته من ارابو خوشي محسوس ڪري ٿو ۽ ڪجهه پر به نيون ڪلپنائون پيدا ٿين ٿيون. هڪ دپ ته متان مايل وستو وڃائجي نه وڃي ۽ بيو ته اڃان اُنيڪ پراُنيڪ ايندو وڃي ته شال ترپت ٿجي. ساڳيءَ طرح، ڪا نا پسند وستو يا رُڪاوٽ دُور ٿئي ٿي ته من حال ته لاشڪ شانت ٿئي ٿو پر ايڪل ٿوري وقت لاءِ. يڪدم چاهنا پيدا ٿئي ٿي ته اِها وستو يا رُڪاوٽ اُچا به ورديڪ مُون کان دُور ٿئي يا ٻي به ڪا اُهڙي لاڳاپو رکندڙ وستو ۽ رُڪاوٽ دُور ٿئي يا اُصل دفع ٿئي!. من پسنديءَ ۾ ئي مصيبت موجود آهي.

اِها آهي ترشنا، جا نوان نوان سنڪلپ ٿي اُٿن ڪري. ترشنا ترپت ٿيڻ جي ڪانه آهي. ترشنا جي ترپتيءَ مان ٻي امنا ٿي پيدا ٿئي ۽ ٻي تمنا جي اُڻپوراڻي، ڏکوُن دک سي پوڳائي. هر انسان جي هر وقت هر تمنا پُوري ٿيڻ ناشدني آهي ۽ جي اِها اُڻپوراڻيءَ يا نهڦلتا، دک ٿي رسائي ته پوءِ ڦُن جو دک دُور ڪيئن ٿيندا؟ ڦُن جا سڀ جتن، سک جي پراپتيءَ لاءِ، وٿرت ويا ۽ مطلب سِڌ نه ڪري سگهيا. گهڻيئي بدوان، دک وڌندا ويا. ڇو؟ ڇو جو سک ۽ دک جو اُنپوُ ئي اُسٽ هو ۽ اُن کي وٺڻ يا وڃائڻ جا طريقا به غلط هئا.

سچو سک ڇا آهي؟ سکدائڪ وستو اُها آهي جا ڪنهن کي به ملي، ۽ ڪيترو به ملي ۽ ڪڏهين به ملي ته من هردم ۽ هميشه لاءِ ترپت رهي. جي اُهڙي وستو هٿ اچي ته چئبو ته سچو سک پاڻ پيو. اِها وستو لاڳاپو رکي ٿي نه ڪنهن خاص انداز سان، نه ڪنهن خاص وقت سان، نه ڪنهن خاص آستان سان ۽ نه ڪنهن خاص منش سان. اِها وستو هر وقت، هر هنڌ ۽ هر لاءِ سکدائڪ هئڻ گهرجي. جي اِئين نه آهي ته نه سک پراپت ٿيندو ۽ نه وري دک دُور ٿيندو. گويا سک ۽ دک جي سرد ودي سلامت رهجي ويندي.

اُهي سنساري سک کهڙي ڪم جا، جي تمنائون ۽ طلبون وڌائي، نوان دک پيدا ڪن؟ اُهي سرير جا ڀوڳ کهڙي ڪم جا، جي رت ست سُڪائي، نوان روڳ پيدا ڪن؟ اُهي وستو ڪيئن سکدائڪ چئبيون جي ڪن کي سکي ڪن ۽ ڪن کي دکي ڪن يا ڪنهن وقت وڻن ته ڪنهن وقت نه وڻن. وگيان ذريعي روز روز نيون نيون وستو پيون جڙن جن مان سرير کي زياده ۾ زياده سهنج ۽ سهوليت ملي، پر ڇا منش ذات ڏينهون ڏينهن سکي يا دکي ٿيندي ٿي وڃي؟ اُهي سڀ سهنج ۽ سهوليتون نظر فريبي آهن.

سک ايندو ڪٿان؟ هڪ سک ماءُ ۽ پيءُ کي هڪ طلب پوري ٿئي ۽ ٻيءَ ٽنگ ڪري. هڪ وڏيڪ سک تو ٿئي ته پيءُ ڄائي وڏيڪ دکي ٿو ٿئي. هڪ ڀاڳ ماڻ ٻيءَ ڀاڳ، هڪ وڪار ماڻ پيءُ وڪار، انهن وچ من جي پنڪ ۽ اشانتي وڌندي. سک جي کوج وچ دک ۾ بدلجي. ڌيان ڪري، اي ٻندا، ڪجهه سوچ، ڪجهه ساڃاهه. سنساري سکن ۽ سرڪ پرنج بلاس، نه ڪنهن کي سچو سک ڏنو آهي ۽ نه ڪنهن کي ڏيندا؟ ڇو؟ ڇو ته اهي وشيه واسنائون آهن ۽ ٻاهريون ۽ ڊاريون آهن. ممل جي ڪاڪ جيان ڪاغذي بوتا آهن ۽ ڀاڃا آهن. منجهن ڪجهه ڪونهي، نه دک ۽ نه سک. ڪنهن جو من انهن کي سک جي صورت ٿو ڏني ته ڪنهن جو من دک جي. وري اهو ئي من، انهن کي ڪنهن وقت سک جي صورت ٿو ڏئي، ته ڪنهن وقت دک جي. من چنچل ته سندس درشٽي به چنچل. گهڙيءَ ۾ تولو ته گهڙيءَ ۾ ماسو. سچو سک اٿئي اندر ۾. اندر ۾ ڳولهيس ته لهئي. دک جو ڪارڻ مٽاءِ ته دک به مٽجي وڃي ته ته دک، مرڻ تائين جند ڪونه ڇڏيندو بلڪ جنم جنم ۾ پيڇو ڪندو ايندو. اهو دک ناسور جي ڦوڙهي مثل آهي، جو ڪڏهن اڇلائڻو پوندو.

اي ٻندا، هاڻي پنهنجن خيالن ۽ من گهڙت سکن ۽ دکن کي ڇڏي، اچ ته انهن سکن ۽ دکن جو وچار ڪريون جي اکين اڳيان ظاهر ظهور آهن ۽ جنهن بابت (٧)٥ باب ۾، ڪرمن جي ليکي سان، ڪافي سمجهاڻي اڳي چڪي آهي. سک ۽ دک ساري سنسار ۾ سمايل آهن. سک ۽ دک به پرماتما جي پرڪرتيءَ جو هڪڙو ڏيند آهي. ڏيند، پرڪرتيءَ جا چٽڪ بنياد آهن، جهڙوڪ رات ڏينهن، اونده روشني، بدي نيڪي، گهٽائي اوڀائي، هيٺاهين مٿاهين، اجڙ آبادي، پوڙ سوڪ، وغيره وغيره. سک دک به انهن سارين سڪي جا ٻه پاسا آهن. ڏس ته ڪن جي نصيب ۾ پياس نه ٻجهي ته ڪن اڳيان جام خالي نه ٿئي، ڪي پوريءَ ۾ ته ڪي پساڪر ۾، ڪي سکيا ته ڪي اگها، ڪي سڄا ته ڪي جدا، ڪي اوچ ته ڪي نيچ، ڪي سڄا سکيا ته ڪي ميا متارا.

اي ٻندا، اهي قدرتي ۽ ڪرمن جا ڪارناما آهن. انهن جو ذڪر نه ڪر ڇو ته اهي پرالبڌ، ڪرمن جي قانون جي فتوا، جا اثر آهي. مري به مٽائي نه سگهندين. ڀوڳڻ ئي پوندءِ، اهو مڃبي ڪاڻ ۽ ٻٽيءَ سان ڀوڳڻي ڪاڻ. گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

سک دک پرب جنم کي ڪيتي - سو جاڻيءَ جو داتيءِ ديتي راڄ مارو، محلا پهلا،

ڪس ڪئي دوش ديهه تون ٻراڻي-سهه اپڻا ڪيتا ڪرارا هي. سولهو (١٤)١٠

جا ڀوڳنا ڀوڳڻي آهي، سا رنڻ ٻدران ڪلي ڇو نه ڀوڳجي؟ صبر ڪري ڀوڳيندين ته دک جو تاثير ڪجهه معلوم نه ٿيندو. صبر جي شڪتي نبل نه ٿيندي، بلڪ اڃا شڪتي ۽ اتساهه

پرپل ٿي، آنيندي جي پراپت بهتر ۽ فائديمند ٿئيندا. سچائيءَ، ايمانداريءَ، اُورچائيءَ اُتساهه ۽ ديانتداريءَ سان، تون پاپ پيهجي ۽ ڪتب جي جيئن سگهين ڪرو. ضروري سهجڻ ۽ سهڻ ليتن پرڪا ٻرائي ڪانه آهي. ٻرائي آهي اُنهن مڃڻ من اَلڪائڻ پر. من اَلڪيو ته ترشنا لڳ ڪندي، جي ترشنا لڳ ڪيو ته، لالچ لامارا ڏيندي، لالچ لامارا ڏنا ته سڀ وڪار واري ٿي وڃڻ لڌا، جي وڪار وڃڙيا ته نيڪيءَ بديءَ جو پيڊ نه رهندو، ۽ جي نيڪيءَ بديءَ جي شناخت ٿي ته دک دائما قائم رهندو. پوءِ سک ايندو ڪٿان؟

انهيءَ ڪري، اي بندا، سنساري سکن پٺيان من نه اَلڪاءِ ۽ ٽڪاءِ، راڳ ۽ دويش جو واڳ نه رچاءِ، پاڻ سڀ ڪري پوڄ، جيئن ڏارا جي وهڪ سان هٿ چراند نه ڪر، سنسار جي پيڃائيءَ ڪان نه پلج ۽ شڪر، سنتوش ۽ شانتيءَ ۾ رهه. جيستائين پرڪرتي آهي تيستائين سک دک جو چڪر چالو رهندو، تون چاهين نه چاهين. تنهن ڪري ٻنهي کي سيڪار ڪر، جيئن ساگر ندين جي پاڻي ۽ گٽر جو گند گڏ جذب ڪندو آهي. آئي ته روزي گئي ته ٻلا. نه پروڙ پڌائي ۽ نه ورتي نورائي نهوڙي. ٻنهي پاسي سرب اڇاه سک ۽ دک، استون ۽ نندائون، پيڙائون ۽ پرڳهائون پيٺون اڇن پر من نه لٿي نه ڏڏي. اها آهي سم پاونا ۽ سم درشٽيءَ جي ڪسوٽي، اها آهي من جي ايڪاگرتا جي نشاني ۽ اها آهي الهامي احساسيت گورو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

سک ڪئه مانگي سڀڪو - دک نه مانگي ڪوءِ
سکئي ڪئه دک اَگلا - مرمکه پُوجهه نه هوءِ
سک دک سم ڪر جاڻيئهه - شبد ڀيد سک هوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا
اشٽپدي ۷(۵)

اي بندا، جي من جي ورتي ائي اچي ته آتمڪ آنند جو اَنڀؤ ٿيندءِ. اهو آهي اَٽل سک، پرم سک، اَمر سک ۽ مها سک. سنساري سکن پٺيان مارڻ جي مراد رهي ٿي ۽ مارڻ جي مراد پٺيان مڃڻ جو خطرو رهي ٿو. اها پُوجهه پئي ته جهان کي اسين سک سمجهون ٿا اهو عارضي ۽ ڀينٽا آهي ۽ دک جو ڪارڻ آهي، ته سمجهڻ کپي ته هاڻي اوديا جي پروڙ پئي آهي ۽ گيان جي جهلڪ پرڪاش ڪري رهي آهي. مڪتيءَ جي منزل اُتان شروع ٿئي ٿي. آتمڪ آنند آهي اکٽ پيدارو جتي ونڊ ۽ کٽ جو ليکو ئي ڪونهي. رڳو جرڙ ۽ ضرب، هميشه پرپُور. پيو ڏجي ۽ ڏيندي دل نه ٿسي پئي، ڪڏي. ڏئي به ڏاتر ته ڏجي به ڏاتار پاران، ڏاتڙين ۽ ڏکين کي. ڏيندڙ، واهيندڙ ۽ وٺندڙ جا واڇا ئي نه رهن. درد ونڊ ۽ درد مند پئي هڪ ٿي وڃن. شيخ فريد صاحب فرمائين ٿا:

آپ سنوارهِ مئي مِلهه - مئي مليا سک هوءِ
فريدا جي ٿون ميرا هوءِ رهه - سڀ جڳ تيرا هوءِ.

سلوڪ، شيخ فريد
(۹۵)

ساري پرڪرتي ۽ سنسار جا سمورا سک ۽ ڏک، انهيءَ آنند متعلق ڀاڄا ۽ پڙاڏا آهن، جن کي پنهنجو الڳ وجود ڪونه آهي. جيئن اهو آنند اپار، سو ساري سنسار جو سرڪردو آهي. اهو آنند هر وقت، هر هنڌ ۽ هر ڪاتر سکدائڪ آهي. اهو آنند ڏک جي ابت ۾ سک نه آهي، پر ڏک سک جي پيڙ کان خالي آهي. اهو آنند ڏک رهت آهي ۽ وڏو سک ئي سک آهي. اهو آنند جيو آتما ۽ پرم آتما جي ميلاپ جو رس آهي. ٻاهريون نه پر اندريون سک ساگر آهي. چکڻ، چٽڻ ۽ چوسڻ ممڪن آهي پر لفظي بيان ڪرڻ ناممڪن آهي.

اي ٻندا، اهو آنند تنهنجي جيون ياترا جي آخرين پڙاڻي آهي. انهيءَ لئي اڪ رک. انهيءَ کي پائڻ لاءِ يتن ڪر. سڀ سک انهيءَ ۾ سمايل آهن. انهيءَ پائي پوءِ ڪا به ڏرڪار نه رهندي، ڪا به مصيبت من نه منجهائيندي، ڪا به چنتا سنڌ نه سڪائيندي ۽ ڪا به آس دل نه ڏڪائيندي. انهيءَ آنند جي پراپتيءَ لاءِ، گرو ارجن ديو جن هيٺيون منتر ڏسيو آهي:

جس سرب سکا ڦل لوڙيهه - سو سچ ڪماوهه
نيڙي ديکهه پار برهم - اڪ نام ڌياوهه
هوءِ سگل ڪي رينڪا - هر سنگ سماوهءُ
دوک نه ديئي ڪسي جيءَ - پت سيءُ گهر جاوهءُ.

راڳ گوڙي، محلا
پنجوان، وار (١٧)

مطلب ته جي تون سچا سک ۽ ڦل چاهين ٿو ته تون سچ جي راهه تي هل ۽ سچي ڪرت ڪماءِ. ايشور کي حاضران حضور ڄاڻي، انهيءَ جي نام جو جاپ ڪر، سمرن ڪر، ڌيان ڌار. ڪنهن جو مَن نه گهر ۽ ڪنهن کي ڏک نه پهچاءِ. سڀ جي چرڻن جي خاڪ ٿي غربت ۾ گذار ته پرماتما جي سنگ ۾ سمايل رهين ۽ سندس دربار ۾ پاڻهن لسوڌي شان شوڪت سان داخل ٿين. سنسار سپنو آهي ته سچ به آهي. جي من ورڪت آهي ته سنساري سمپت ۽ وهنوار سچا آهن، جن سان تعلق سچائيءَ ۽ عثانيءَ وارو رهندو. جي من انڪيل آهي ته سنساري سمپت ۽ وهنوار، الٽو روپ اختيار ڪندا، انگل آرا، آنک مڃولي ڪندا، جاڳندي جلائيندا ۽ خوابن ۾ ستائيندا. ڏک مٿيو ڪونه ته شانتي ڏسبي ڪونه. جڏهين گهري نند ڪٿي وڃي ٿي ۽ جتي من داخل ٿي ڪونه ٿو سگهي، اتي سنسار به ڪونه ٿو ستائي. انهيءَ گهڙيءَ ۾ ئي سک سمايل آهي. ته چئبو ته اسان جا ڏک، ڦرڻا، ڏپ ڏاءُ، آسون ۽ انديشا سڀ من گهڙيا، خيالي خواب آهن.

جيستائين من آزاد، اسٿر ۽ ايڪاگر نه آهي پر سنساري قيدخاني جو قيدي آهي، تيستائين اندرين جي سنسڪارن ۽ وشيه واسنائن جي ميلاپ مان، فقط ترشنا جي اٿتي ٿيندي ۽ ترشنا جو روڳ، رڳو ڏکن جو درشن ڪرائيندو. ترشنا جي ڪارخاني ۾ فقط ڏک نهيڻا آهن-

ڌيان ڪري، اي بندا، من جي وچار ڌارا جي واڳ وٺي، ورڪتيءَ واري طرف وراءِ.
تياڳ جو تصور ڪر ته سچي سک جي سرحد سامهون نظر اچي ۽ دک جو دريا ٽپي
سک جي ساگر ۾ سٿر ڪجي. ائين ئي سفر ثابت ٿيندو ۽ ئي انت جي تلاش تسليم ٿيندي.

اهو آهي من جو ذاتي، اصلي ۽ سچو سڀاءُ. جي جيو آتما پرم آتما جو جزو آهي ته
من به جيو آتما جو جزو آهي. اصلي ۽ سچي سڀاءَ ۾ سمائجڻ سان، من ۽ آتما ٻئي هڪ
ٿي وڃن ٿا، اننت ڏاتيءَ جي اکنڊ ۽ اکٽ آنند ۾ موجون ماڻين ٿا. اُتيءَ آنند آڻي، من
جون ٻيون سڀ طلبون ۽ تمنائون، تات ۽ فڪرات فرار ٿي وڃن ٿيون. ٻيءَ من ڇو پٽڪي،
اٽڪي ۽ آزاري؟ ٻيءَ من ڇو نه ايڪاگر ۽ استر رهي، خيالي سکن ۽ دکن کي دفع ڪري،
سچي سک سان سدا سٿيل رهي؟ ڪرمن جي ليکي لهڻي موجب، جيون جون لاهيون
چاڙهيون ٿيون اچن وڃن. پيا سرٻرڪ ڪشٽ ۽ ڪليش پيا چڙهن لهن، پر من، پريشانيءَ جو
پيمانو پار ڪري ڇڪر آهي، ڇو ته من هاڻي پنهنجي اصلي ۽ سچي سڀاءَ ۾ سمايل آهي.
اهو ساڳيو سڀاءُ آتما جو ئي آهي. اُنهيءَ سڀاءَ جا ٻه پاسا آهن: هڪ امرتا ۽ ٻيو آنند.
جڏهين ڪو جيءُ مرندو آهي ته هميشه پڇيو ويندو آهي ته ڪيئن مئو ۽ ڇو مئو، پر جيئري
جيو لاءِ ائين ڪونه پڇيو ويندو آهي ته مري ڇو نه ٿو؟ ڇو ته آتما جي خاصيت آهي امرتا ته
موت تعجب ٿو ڏياري. ساڳيءَ طرح، ڪو جيءُ ڪنهن به سبب ڪري دکي هوندو آهي
ته هميشه پڇيو ويندو آهي ته ڪيئن دکي آهي ۽ ڇو دکي آهي، پر سکي انسان لاءِ ائين
ڪونه پڇبو آهي ته هو ڏکي ڇو نه ٿو ٿئي؟ ڇو ته آتما جي به ذاتي خاصيت آهي سک. جڏهين
من آتما جي ذاتي سڀاءَ ۾ سمائجي، امرتا ۽ آنند جي استٿيءَ ۾ اچي ٿو، تڏهين دک جو
دريءُ ٻهي ٿو، سک سدا سلامت رهي ٿو، پاڻ پڇاڻي ٿئي، آتما جو انڀو ٿئي ٿو، سنساري
سک دک يا سنبنڌ، ڏيهه يا تن گهڻن جا کيل تماشا، سڀ سرٻر سان لاڳاپو رکندڙ سمجهجن ٿا
ڇو ته من سرٻر سان ناتا ٽوڙي، آتما سان جُڙجي ويندو آهي. هاڻي من، من ئي نه رهيو آهي.

من، من ئي نه رهي! اها استٿي اکڻ آسان آهي، پر آڻڻ اوکي آهي. انهيءَ آڻڻ لاءِ
ڪيئن ڪشٽ ڪشالا ڪڍڻا پوندا، هردم هوشيار رهڻو پوندو، سوين سادن ڪرڻا پوندا،
آپو مٽائڻو پوندو، نفس نيست ڪرڻو پوندو، هيڻائين ۽ حليمائي اختيار ڪرڻي پوندي، چت
شڪتي چست ڪرڻي پوندي ۽ من ماٺ ۾ آڻڻو پوندو. اي بندا، ياد رک ته من جون
ڀاوناؤن مستقل نه آهن پر بدلائي، بدلائي سگهجن ٿيون ۽ پاڪيزه ڪري سگهجن ٿيون.
ائين ڪرڻ به جڳائي. جو من اڄ ڪامي آهي سو سچائي نشڪامي به ٿي سگهي ٿو، جو
ڪروڌ ۾ آهي سو ڪرونائيءَ به ٿي سگهي ٿو، جو لوڀي آهي سو لاطمع به ٿي سگهي ٿو،
جو موهي آهي سو نرموهي به ٿي سگهي ٿو، جو هٺيلو آهي سو حليم به ٿي سگهي ٿو،
جو ڪٺور آهي سو ڪومل به ٿي سگهي ٿو ۽ جو آزار ۾ آهي سو آرام ۾ به آڻي سگهجي ٿو،

شرطيڪ وڃو قلب جي ڪُل قابوءَ ۾ اچي. اهو ياد ڪرڻ ضروري آهي ته اها ڪل آهي شانتيءَ ۾. سک معتدل شانتي. جي من سانت ۾ آهي ته سدا سکي آهي پر جي اَشانت آهي ته سدا، سک کان سکڻو آهي، ڇو ته هر وقت، يا خوشيءَ ۽ خواهش جي خدڪيءَ ۾ آهي يا غم ۽ غصي جي غوطن ۾ آهي، يا درد جي اَلمديءَ ۾ آهي يا ته بيچينيءَ ۽ بي آراميءَ ۾ بيقرار آهي. اهڙي حالتن هيٺ، من سک کان محروم آهي ڇو ته اهي حالتون عارضي ۽ اَسٿر آهن. تنهن ڪري، هڪ جي پرتان پرڻ ۽ ٻئي کان پري ڀڄڻ، آهي رڃ ۾ ڊانڊ ڪرڻ. پرتان پوڻو آهي ته من جي شانتيءَ جي ۽ پري ڀڄڻو آهي من جي اَشانتيءَ کان، ته سچو سک پائي پوي، جو دائمي آهي، جو هميشهگيءَ ۾ هُلندو ۽ جو مور نه ماڻن ٿان موٽندو. سو ڪيئن اَشانتي اَلوپ ٿئي ۽ ڪيئن شانتي اَستاپن ٿئي، تنهن لاءِ ڪافي ڏس ڏنل آهن ۽ ڪيترا اِشارا اُنهيءَ بابت اڳئي اچي چڪا آهن، پر اي پندا، تنهنجي اَندروني ترقيءَ جي لهرڪ لاءِ، ڪي خاص چار نسخا، جي الله لوڪن جا اڳئي آزمايل آهن، سي وري دهرائجن ٿا ته اهي هنئين سان هنڊائي، عمل ۾ آڻين ته ٻيڙا ٿئي پار پون:

(١) سُجاڳي: روحاني طور، اي پندا، تون اَصليت کان اَڻڄاڻ آهين، تنهن ڪري جاڳندي به ننڊ ۾ اَلوپ ۾ آهين، اَکين هوندي اَندو آهين ۽ ڪَن هوندي ٻوڙو آهين. جڏهين ڏينهن جو، سچا سالڪ سنساري ڌنڌوارن ۾ ورڪت ٿي سهيل سمان رهن ٿا، تڏهين تون واسنائن جي ورونهن ۾ جاڳي رهيو آهين. جڏهين هو رات جو رب رهاڻ ۾ رتل رهي جاڳن ٿا، تڏهين تون اَگهور ننڊ ۾ غلطان رهين ٿو. جتي جاڳڻ گهرجي، اُتي تون سمهيو آهين! اِها اَگيان جي ننڊ ٽوڙ، ته ڇور ڪات هٿي، لالن لئي ويندءِ. سک ۽ سنيهه وارا ڪيئن سنجهي ٿي سمهي پوندا؟ سجاڳيءَ، سرجوشيءَ ۽ سرواڳيءَ ڪانسواءِ سچا ٿپ ڪيئن ٿيندي؟ بيشاسيءَ، بيپرواهيءَ ۽ لاغرضانيءَ سان من ڪيئن مرزون رهندو؟ سو سجاڳ رهه ته ويچار شڪتي به جاڳي ۽ جاڳي، ويچارنا جو تفصيلوار وچور وٺي ۽ ويچار ڌارا جي وَکرن جي معلوميت ڪري. اِئين جاڳ پوندي ته ترشنا ڪتان ٿي مهن ڪيدي، ڪتان ڪُنجيس ۽ ڪيئن ڪَنجيس. جي غفلت ڪري ڪوڙڪار ورسجي ويو ته پوءِ اُن جُون پڇتيون پاڙون پٽڻ، ڏايو ڏکيو ٿي پوندو. سجاڳ هوندي ته ترت ٿي تز تير ماريندين.

(٢) لڳاءَ جا ليڪا لاهڻ: جهڙو تنهنجي واس جو چشڪو لهڙو اُون طعام ٿو طلبين ۽ جهڙي تنهنجي من جي مراد لهڙي ماحول مان واسنا ٿو وٺين. اِئين لڳن لڳي ٿي ۽ اُتي لڳاءَ اَٽڪجي، اَڙجي ٿو. پوءِ جهڙا جهڙا لڳاءَ لهڙا لڙا ليڪ ۽ جهڙا ليڪ لهڙي هڻ پٽ، جڏهن ۾ جدم ٿي کوهجي، کُسجي ٿو وڃي. ڪڏهين سوچيو اَٿئي ته جي سنسڪار لوکني داشاد ڪن ٿا سي ڪيترو نه خصيص ۽ معمولي آهن، جن پنا سَري به ويندي. ها جي سنسڪار

توکي ملول ٿا بڻائين سي بہ ٽي ۽ زواجي آهن، جي سولائيءَ سان سهاري سگهجن ٿا. پوءِ اِها اَجائي پرسعتا يا پريشاني، پاڻيچو نہ آهي؟ جي اِها ساچهہ اُچٽي تہ پوءِ تنهنجو نالن ۽ روُئڻ پڙ، رڙين ۽ رسمن جي وس ۾ يا ڪرڻن ۽ نتيجن ۾ ڇو لڳاءُ لڳي؟ لڳاءُ ڪيڏو جي اِها معتدلي نہ آهي تہ انهراي جو تصور بہ نہ ڪجي يا نتيجي مان سبق بہ نہ سکجي. پوءِ آئيندي جو آدرم، خامين کان خالي ڪيئن رهندو ۽ اڳتين کان بهتر ڪيئن ٿيندو؟ لڳاءُ ڪيڏو معتدل آهي تہ نالن ۽ روُئڻ ۾ يا رلڻ ۽ رسمن ۾، چت نہ اَٽڪائجي ۽ ڪرڻن ۽ نتيجن سان، ناجائز طرفداري ۽ جانبداري نہ رکجي. ترشنا جي لنڊن ۾ تو پاڻ ٻڌو ائين. اِهي ڇوڙ لـ ڇڙجي پٽين. تنهن ڪري فقط اُهي ڪارج سِڌ ڪر، جن جي جوابداري، فرض اَدائيءَ ڪان توتي مڙهيل آهي، يا جي ڪنهن ٻئي جي ڀلي ڪاڻ آهن، يا جي توکي روحاني راهہ تي وڪ وڌائڻ ۾ مدد ڪندا. اهڙو هرڪو ڪارج پنهنجي پوُرن شڪتيءَ، شڌيءَ ۽ شرڌا سان اَدا ڪر، باقي سڦلتا يا نهڦلتا ۽ سوڀ يا شڪست سان تنهنجو تعلق نہ هئڻ گهرجي. اِئين ڏيان ۾ رکندو تہ پٽي ۽ چت شڪتي خواه مخواه ضايع ٿي نہ ٿيئي. سو لڳاءُ جا ايڪا لاهہ تہ مـن بہ مطابقت، طمانيت ۽ شانتي واسو ڪري ۽ سچي سروُپ جي سوجهي پوي.

**(۳) هوُ گذري ويو تہ هي بہ گذري ويندو:** مٿي چيو ويو آهي تہ زندگـيءَ ۾ لاهيـوُن چاڙهيوُن اَڪثر آهن پر ٻئي نـا پائيدار آهن. پيوُن بدلجن سدلجن جيئن ڏينهن ۽ رات يا سيارو ۽ اوُنهارو يا جم ۽ موت. حالت جا ٻئي آئي آهي سا برابر حقيقت آهـي پـر اُنهيءَ حالت جي عارضيت بہ تہ حقيقت آهي. جڏهين هر حالت عارضي ۽ نا پائيدار آهي تہ پوءِ ڪُڏجي ڇو يا ڏڇجي ڇو؟ جي نعمت يا نوازش آهي تہ بہ ڪنهن ڏينهن نابود ٿي ويندي ۽ پوءِ پيو پڇتائيندين تہ اَجايو پئي ٽڏس ۽ ڪڏس. جي مصيبت يا ماجرا آهي تہ بہ ڪنهن ڏينهن مِٽجي ويندي ۽ پوءِ پيو پاڻ تان کِلندين تہ اجايو پئي گهٻرائس. مصيبت ۾ مُنجهي وڃڻ آهي سندس معياد وڌائڻ ۽ پنهنجي اِچا شڪتي ڪمزور ڪرڻ. تنهن ڪري ڇو نہ اِهو جيون جو آدرش رکين تہ سڀ ڪجهہ فنا آهي ۽ جتي هوُ گذري ويو ٿتي هي بہ گذري ويندو. پوءِ نہ خوش نصيبيءَ ۾ خمار چڙهندو ۽ نہ بدنصيبيءَ ۾ بيقراري ايندي، ڇو تہ ٻئي حالتوُن سربو سان ۽ نہ آتما سان لاڳاپو رکندڙ آهن. ٻئي صوُرتوُن، سانيءَ جـوُن آهن، جي پرڪرتيءَ جي پرپنچ ۾، پُتلين وانگر پيش اچن ٿيوُن. ڪيل تماشا آهن جي ڪـڻ ڪڻ ۾ پيا بدلبا سدلبا. ڏس تہ ڪالهہ جيڪا جبل جي چوٽيءَ تي برف هئي سا اڄ قدرت جي هر پهلوءَ ۾ سمايل آهي، وڻن ۽ ٻوٽن ۾، گلن ۽ ڦُلن ۾، اَناج ۽ ميون ۾، ندين ۽ ساگرن ۾، بادلن ۽ برسات ۾، انسان ۽ حيوان ۾. توُن بہ اُنهيءَ قدرت جو قطرو آهين، اُنهيءَ نماءَ جو نمايندو آهين. پـوءِ ڇو تڪرار ۽ تنگدلي، ڇا لاءِ تعصب ۽ تڪبر؟ وات وڌ تو ٻاهہ ۽ تنهائيءَ جي، تمسيا ۽ لياقہ جي، جتي جانب جاڳي، تو لاءِ پيو پل پل پڪاروُن ڪري.

(٤) **گذريءَ کي وسار:** اي بندا، اوهان جو من ڪيڏو نه ماضيءَ ۾ مبتلا آهي؟ سمورو وقت اهو سوچيندو ته هن مون سان هيئن ڪيو هو ۽ هاڻي مان ساڻس هيئن ڪندس، ڪالهه مان هيٺ هوس ۽ سڀاڻ مان مٿي پهچان، ڪالهه مون کان هو کسڪي يا کسجي ويو ۽ سڀاڻ مان هيءَ هٿ وس ڪندس؛ يا ڪالهه مان چپ ڪري ويس پر سڀاڻ مون ٻڌائيندس، وغيره وغيره. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترو نه سوچ ويچار، جوش جذبات، سگهه، شڪتي، وقت ۽ پئسو زيان ٿئي ٿو ۽ جنهن مان ڪو به ڪڻ ليل نڪري نه ٿو. ابتدو ويو ۽ ورونڌ وڌي ٿو، خير خواهي ۽ خير خيالي گهٽجي ٿي، نا پسندي ۽ نا سازي وڌي ٿي، همدردي ۽ هم نشيني گهٽجي ٿي. جي انهن بدران آرام حرام ٿيو، ڪروڌ، اگرتا ۽ اهنتا قائم رهي ۽ من اشانت رهيو ته سک جو سمر ڪٿان ايندو؟ تنهن ڪري ڇو نه اهڙا يادگيريون جي ياداشت، جا اڳيئي ٿي نه پر ڏر اڳيئي ٿي ايتل آهي، سا من مان صفا ميساري ڇڏجي، ته اشانتي دور ٿئي ۽ شانتي برپا ٿئي؟ انهيءَ ۾ ئي پنهنجو پلو آهي. پلا ياد ڪري ڇا ٿو ولجي؟ ڇا اهڙا اشانتي دور ٿئي ٿي يا نا پسنديءَ ۽ ناراضپڻي جو نقشو بدلجي ٿو؟ انهيءَ ناراضپي ۽ ناسازيءَ ۾ ڪيئن خاندان ختم ٿي ويا، ڪيئن رفاقتون رخصت ٿي ويون، ڪيئن شخصي ناتا ناپيد ٿي ويا ۽ ڪيئن ڪاوڙ قائم ٿي ويا، ڇو ته وقت سر نه غلط فهمي دور ٿي، نه گذريءَ کي وساريو ويو ۽ نه موقعي تي معافي ماڳي يا ورتي وئي.

سمجهه کٽي ته توسان بي ادبي، بي عزتي، بي انصافي، بيحرمتي، بيوفائي، بيمروتي يا بيقياسي ٿي به آهي ته ڇا اهو مناسب آهي ته موٽ ۾ تون به اهو ئي پير ڀرين؟ بيگناهي ثابت ڪرڻ بلڪل ضروري آهي ۽ ساڳيءَ طرح انصاف جي طلب ڪرڻ به مناسب آهي پر برائيءَ جو جواب برائيءَ ۾ ڏيڻ يا تڪرار ۽ نفرت سانڍي وهوار رکڻ، اهو سڀ بيروا ۽ بيجاءِ آهي، نه ايترو ٻين لاءِ جيترو خود پاڻ لاءِ. اهو رخ، من جي شانتيءَ ۾ رخنو وجهندو ۽ روحاني واڌاري ۾ رنڊڪ آڻيندو. پلا جيڪڏهن چيتن، اوچيتن ۽ اڃيتن من ۾، مداڻيءَ ۽ مليتنا يا معمولي معاملن جون واسنائون واسو ڪنديون ته اُلي پيار، پورنتا ۽ روحاني جهلڪ ڪيئن جهٽي سگهبي؟ ٻئي طرف ڪميا، غلط فهميون غائب ڪندي، رشتيداري جاري رکندي ۽ هڪ ٻئي جا روحاني ڪرتا پاڻ ۾ ملائيندي. ڪميا خدا جي خاص خصوصيت آهي، جنهن جو تون پاڻ طالبگار آهين. خطائون ڪندي به ڪميا گهرندو اچين ٿو ۽ نه ملندي مايوس رهين ٿو. تون ايشور جو عڪس آهين. پوءِ ڇو نه تون اها خدائي خاصيت پرائي، ڪميا ڪرين ۽ ڪميا جو حقدار به ٿجين؟ دشمن سان به پيار ڪر، توڙي هو ڪنڊي جيان چڀندو رهي، ڇو ته گلابي گل به ڪنڊن وچ ۾ رهي، پاڻ ٽڙي ٿو ۽ ٽڙي ٻين جا به ليڻ ٺاري ٿو. تون ۽ اڳلو ٻئي رب جا روپ آهيو. جو ڏجي ٿو سو پاڻ وٽ موٽي اچي ٿو. حقارت ڦهلائيندين ته اها پاڻ ڏانهن موٽي اچي من اشڪ ۽ اشانت ڪندءِ.

جي معافي ڏيندا ۽ ڪميا ڪندا ته اها ڀاونا به موٽي اچي من شڌ ۽ شانت ڪندي. اهو
ته يلج ته من جي شانتيءَ ۾ ئي سچو سک سمايل آهي. شانتيءَ بنا سک سپني ۾ به ساڻس
ڪونه ڏيندو.

تنهن ڪري اي بندا، من جا ٻوجها جيترا هلڪا ۽ ٿورا اوترا سنا ۽ سهڻا. جيترا
ٻڌن گهٽ تيترا جنجال ۽ جاکوڙون گهٽ. اها واندڪائي، ويچارنا ۾ ويڻون وجهندي،
من ماٺ ۾ آڻيندي، ليائڪ جي وات ڏئي ويراڳ جي پد تي پهچائيندي، آدي انجامن ۽
اقرارن جي ڀڄاوري ڪرائيندي، نفس جي ناڪُرديءَ جا نغارا وڄائيندي، الاهي مستيءَ
۽ بيخوديءَ جي وجد ۾ آڻيندي ۽ ملهه مهانگي محبُوب سان ملائيندي. اها اٿئي مذهبي
منطق جا مطالع ڪرڻي آهي ۽ اعليٰ علميت جا عمل ۾ آڻڻي آهي. علميت اها يا انسانيت
سيکاري، انسانيت اها جا رُوحانيت جي رنگ ۾ رنگي ۽ رُوحانيت اها جا آخر الوهيت
۾ آڻي، جتي ٽرشنا ۽ طلب ختم ٿي چڪيون هجن ته طالب ۽ مطلوب ٻئي پاڻ ملي ويا
آهن. اُتي سچ ڪنڊ جو اکنڊ آنند آهي. انهن من، من ٿي نه رهيو آهي. جڏهين من، من
ٿي نه ٿو رهي، تڏهين سچو سک حاصل ٿئي ٿو. باقي ٻيا اُدم ۽ آسرا، پاڻيءَ ۾ ناڪوڙا
هڻائيندا، ڪجهه ڪونه وٺائيندا ۽ سڀ ڪجهه گهائيندا.



## (٨) ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي.

(١) برهم[1] گياني سگل کي رينا[2] - آتم رس برهم گياني چينا[3]
برهم گياني کي سڀ اوپر ميا[4] - برهم گياني تي ڪڇ برا نه ڀئيا
برهم گياني سدا سمدرسي[5] - برهم گياني کي درشٽ[6] امرت برسي
برهم گياني بندن تي مڪتا - برهم گياني کي نرمل جگتا
برهم گياني کا ڀوجن گيان - نانڪ برهم گياني کا برهم ڌيان.
برهم گياني کي ايڪي رنگ - برهم گياني کي بسي پرڀ سنگ
برهم گياني کي نام آڌار - برهم گياني کي نام پروار[7]
برهم گياني سدا سد جاگت - برهم گياني اهنبڌ[8] تياگت
برهم گياني کي من پرمانند - برهم گياني کي گهر سدا آنند
برهم گياني سک سهج نواس - نانڪ برهم گياني کا نهي بناس[9].

**[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٨)]**

(٢) پرلوت[10] نانڪ گياني ڪيسا هوءِ - آپ پڇاڻي بوجهي سوءِ
گر پرساد ڪري بيچار - سو گياني درگهه پروان[11].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣٠)

(٣) سچي ڀڳتي من لال ٿيا - رتا[12] سهج سڀاءِ
گر شبدي من موهيا - ڪهڻا ڪڇو نه جاءِ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢٥)

(٤) پريم ڀڳت جسڪي من لاڳي - گڻ گاوي اُن ڏن[13] نت[14] جاڳي
باهر ڀڪڙ نس سواسي[15] ميلي - جسڪي مستڪ لکهيا[16].

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٤٣)

---

١. جنهن کي پرماتما يا برهم جو گيان پراپت ٿيل هجي. ٢. خاڪ، مٽي. ٣. ماڻي لڌو، سمجهي لڌو. ٤. مهر، ڪرپا. ٥. هڪ نظر سان ڏسڻ. ٦. نظر. ٧. ڪٽنب. ٨. ڪمت، اهم ڀاءُ. ٩. خاتمو. ١٠. نرمانين؟ ١١. قبول، پاس. ١٢. رنگجي ويو. ١٣. رات ڏينهن. ١٤. هردم، هميشه. ١٥. پرماتما. ١٦. ليک لکيل.

(٥) جِس اَنتر پريت لڳي سو مُڪتا الدري وَس سچ سدا جُڳتا[1]
ڳور ڪـيـو شبد سُدا هـر[2] ڏڻائي - ايها ڳُڻ هُر[2] پاوَٽيا[3].

راڳ مانجهه، محلا ليجا، اشٽپدي (٧)٢٠

(٦) سو نِهڪرمي[4] جو شبد بيچاري - اَنتر تمُ گيان هوميُ ماري
نـام بِداريت لڏُاند[5] پائـي - ڀِـريُ[6] گـرُ ميت سماوَٽيا.

٣١(٢)

(٧) سهڄي آسڻ اسٿر[8] پائيا - سهڄي اَنحد شبد وڄائيا[7]
سهڄي وُڻ جُهٽڪار[9] سهائيا - تانکي گهر پار برهم[2] سمائيا.

راڳ گـوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٧)٣

(٨) چِـنت بسـاري - ايـڪ دِرشٽيتا[10]
تانـڪ گيان اَنڄڻ[11] - جڳ نيترا[12].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پؤڙي (٢٢)

(٩) جانکي رِديُ - وشواس[13] پريپ[2] آئيا
لـت[14] گيان - لـس مـن پرڪتائيا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢)١٧

(١٠) شيرا ڪـريـ - هـوءِ نِهڪامي[3]
لس ڪـِٽ هـوت - پرابت سواهي[2].

١٨(٢)

(١١) ديـکـو يـائـي - گيان کـي آئـي آنـدي[15]
سيئي اُڏاڻي پرم ڪي ٽاڻي[16] - رهيُ نـه مايا باندي.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٣)

(١٢) تتا پن تتُولهه[17] تَل[18] هوئي - تان تل قدڪ[19] اکيُ جهڻ ڪرئي
دوُڻ نه پڙي قدڪ بچاري[20] - تان تل قدڪ سيئي لن ڦاڙي[21].

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، باون اکري (٢٨)

(١٣) چودس چودهه[22] لوڪ مجهار - روم روم مهه بسهه مرار[20]
سـب سنتوکه ڪا ڏرهه ڏڻان - ڪٿني[23] ڪٿيُ برهم گيان.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، ٿتي (١٥)

(١٤) واجـا مـسـت پکاوج[25] پـاوُ - هـوءِ اَنـحد[24] سدا من چاءُ
ايها ڳُڻ ايهو لـب[26] لاءِ - اِت رنگ ناچهُ رکي رکه پاءُ[27].

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٦)

---

١. جُڳتي. ٢. پرماتما. ٣. وڏي ٿي. ٤. نشڪام ڪرم يوڳي. ٥. خزانو. ٦. ڏيئي. ٧. گيان، سياڻپ. ٨. آواس، نڪاڻو. ٩. مڌر شبد. ١٠. ڏِسٽيوُن. ١١. سرمون. ١٢. اکين پر. ١٣. ڀروسو، نشچو. ١٤. پرگهٽ ٿيندو. ١٥. واپـرُڙو. ١٦. ڪـڪانين جهوُپڙي. ١٧. ڪرم روُپي گل. ١٨. گيان روُپي قل. ١٩. هڪ ڦار، چيرو. ٢٠. ڏئيس. ٢١. جمڻ مرڻ جي چڪر کان آجو. ٢٢. چوڏهن. ٢٣. ڪٿائون ڪر. ٢٤. پڏي. ٢٥. ڏُکڙ. ٢٦. لمسيا. ٢٧. پيرو.

(١٥) گياني‌تا لو سب سچ هئي - سچ سوجهي هولي
اوءِ ٻلائي ڪسيءَ دي لہ ٻلدي - سچ جاڻن سوئي ۔

راڳ آسا، محلا پهريان، اشٽپدي (٧)٥

(١٦) ٻگهت ٻاؤ اِهہ مارگہ ٻکڙا[2] - گور ڏتاري[3] ڪو ٻاوئي
ڪهيءَ نانڪ جس ڪري ڪرپا - سو هر ٻگتي چت لاوئي ۔

راڳ آسا، محلا پهريان، چهنت (١)٢

(١٧) جو ڪيهہ ڪيئو سولي ٻل مالي - اَلسي ٻگهت ڪماني
متر شتر[4] سب ايڪ سمانئي[5] - جو[6]گہ ڄُگت نيشاني ۔

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٨) ايها ٻگهت سچي[1] سبُّ لدو الگيءِ - اِن شموا ٻگهت نہ هوئي
جيوتب مريءَ[7] تان شبدُ ٻيچاريءِ - تان سچ[1] ٻاويءِ ڪوئي ۔

راڳ گوجري، محلا پهريان، اشٽپدي (٧)١

(١٩) نانڪ گياني جگ جيتا - جگہ جيتا سب ڪوءِ
نامي ڪارج سڌ[9] هئي - سهجي هوءِ سو هوءِ ۔

راڳ ٻهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (٢)، سلوڪ محلا پهريان

(٢٠) سهج مليئي مليءِ ٻرواڻ - نا تِس مرڻ نہ آوڻ جاڻ
ٺاڪر[1] مهہ داس داسَ مهہ، سوءِ - جهہ ديکا تهہ اَؤر نہ ڪوءِ ۔

راڳ ڌناسري، محلا پهريان، اشٽپدي (١)٢

(٢١) اَپسي ٻگهت گوند[1] ڪي - ڪيت[10] هستي[11] جيتا
جو جو ڪيدو آهدو - تِس اَپئي[12] دان ديتا ۔

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

(٢٢) ٻرلي[13] ٻرت رهي نهڪام - اَچها جاڻپ[14] جوڳي ۔مڪہ نام
ليپ ٻوَن[15] مهہ ايڪو[1] جاڻي - سب سچ سدجم[1] ساچ ٻچاڻي ۔

راڳ بلاول، محلا پهريان، ٿتي (١٦)

(٢٣) ٻوڪ[16] مهہ نار نار مهہ ٻرکا - ٻوجهہ برهم گياني
ڏُن[17] مهہ ڌيان ڌيان مهہ جانيا - گُرمکہ اَڪٿ ڪهاني ۔

راڳ رامڪلي، محلا پهريان، شبد (٩)

(٢٤) ڪرمي سهجُ نہ اؤپجيءِ - وڻ سهجيءِ سَهسا[18] نہ جاءِ
نهَ جاءِ سهسا ڪتيءِ سدجم[19] - رهيءِ ڪرمَ[20] ڪماءِ ۔

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، اَنند صاحب (١٨)

---

١. ٻرماتما. ٢. اَٿانگو. ٣. معروف دري. ٤. دشمن. ٥. هڪ جهڙو. ٦. ٻرماتما سان ميلاپ.
٧. اَهنڪار ماري. ٨. سدساري مائيا. ٩. پُورن، سڦل. ١٠. ڪٿاي. ١١. هاٿي. ١٢. نرٻئہ ٻدوي.
١٣. ورت. ١٤. اَندر ٻر ڌيان ڪري جاپ ڪري ٿو. ١٥. اوڪ. ١٦. ٻرش. ١٧. سُر، آواز.
١٨. سدسا، ٻرم. ١٩. جتن، اُپاءُ. ٢٠. ڪرپائون.

(٢٥) چوڪا[1] پارا[2] ڪرم ڪا - هوئي ٺهڪرما
ساگر اي ڪنڌيءَ[3] چڙي - گور ڪمپي ڏرما.

واڳ، مارو، محلا پهجوان، شبد (١٤)

(٢٦) گيانيئا ڪا اِهه مهتّ[4] هيءِ - من ماهِ سمانا
هر جيمَ[5] ڪا محل پانيا - سڀ[5] لاءِ ڏيانا.

واڳ ماروُ، محلا ليجا، وار (٨)

(٢٧) ليورت پرت نيم سُچ سنجم - سدا رهيءِ ٺهڪاما
پرشا اَر مايا پرم چوڪا - چتوُت[6] آتم راما[7].

واڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢٨) ڦل ڪارڻ ڦوليءِ بمراء - ڦل لاگا تب ڦول بلاءِ[8]
گياني ڪارڻ ڪرم اڀياس - گيان ڀٿيا[9] تهه ڪرمهه ناس.

واڳ، پيرڄ، پڪس روداس، شبد (١)

(٢٩) آنبد روُپي پيکڪيءِ[10] - هٿ محل پاوَنگي
ڪام ڪروي[11] سب ليا گڪيءِ - هٿ سرڻ پڙنگي.

واڳ، ساڙنگ، محلا پنجوان، شبد (١٣٦)

(٣٠) ڪهه ڪهه ڪهڻ ڪهيءِ سب ڪوءِ - اِن من مٿي پکيت نه هوءِ
گيان مٿي[12] ڪمل پرگاس - پس گهٽ نامءِ لام نواسُ.

واڳ ملار، محلا ليجا، اشٽپدي (٥)٣

(٣١) اَگيان لاءِ سواليا[13] - گور گيانيءِ لاءِ جگاوَنگو
نانڪ پاٽيءِ آپٽيءِ - جيهه پاويءِ تويءِ چلاوَنگو.

واڳ، ڪانڙا، محلا چوٿان، شبد (٨)١

(٣٢) پنچ ڪسڪر[14] ڏاوت واڪي[15] - چوڪا مِن اَيمان
دِشت[16] پڪاري[14] دُرمت[17] پاگي - آنسا ارهم گيانُ.

واڳ، ارپالي، محلا پهلا، شبد (٧)

(٣٣) ڪبير جهان[18] گيان تهه[19] ڏرم هيءِ - جهان جوُٺ تهه پاپُ
جَهان لوڀ تهه ڪال[20] هيءِ - جهان ڪما تهه آپُ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٥٥)

(٣٤) پرهميءِ[21] ڪمت[22] ڪمت - آنمَ نه پائيا
رامُ پڪب - ٻٽي گهر[23] آئيا.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٩)

---

١. ختم ٿيو. ٢. ٻوجو، ڀار. ٣. ڪنڌي، ڪنارو. ٤. وڏائي، نيماڻي. ٥. پرماتما. ٦. ڏيان ڏيئي ٿو. ٧. سرو وياپڪ. ٨. ڳم ٿين ٿا. ٩. ٿيو ٿو. ١٠. ڏسي. ١١. ڪامنائون ۽ ڪلپنائون. ١٢. سکيا، اپديش. ١٣. سمهاري ڇڏيو آهي. ١٤. وڪار ١٥. قبضي ڪري. ١٦. نظر، نيت. ١٧. ڪمت. ١٨. جتي. ١٩. تتي. ٢٠. موت. ٢١. برهما. ٢٢. ويد ۽ پران پڙهي. ٢٣. گهر ويٺي اچي مليو.

# ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي

جيئن سري مد ڀڳوت گيتا ۾، تيئن ئي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ به ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو ڪافي ذڪر ڪيل آهي. انهيءَ وشيه لي ڪيترا ٽيڪا ٽپڻي ڪندي، ڪيترن اهڙي راءِ ڏني آهي ته اهي ٽي الڳ ۽ علحدا مارگ آهن ۽ هر هڪ ساڌڪ کي اختيار آهي، ته هو پنهنجي پنهنجي سڀاءَ ۽ شرڌا موجب، پنهنجي جيون ياترا لاءِ، انهن مان ڪهڙو به خاص مارگ چونڊي، عمل ۾ آڻي. حقيقت ۾ اهو راءِ غلط آهي. ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي الڳ ۽ علحدا مارگ نه آهن پر ٽيئي پاڻ ۾ ملي جُهلي هڪ ساڳيو ۽ هڪ جيون ياترا جو مارگ ٺاهين ٿا. تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح نه ٿيندو ته ڪرم جي پدوي گيان کان اتم آهي يا گيان جي پدوي ڀڳتيءَ کان اتم آهي يا هڪ پد ٻئي کان سهڻو يا اهڻو آهي.

ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي، اهي ٽيئي انگ آهن، انهيءَ انسان جا، جنهن جالو به آهي ته پالو به آهي ۽ جنهن کي جيون ياترا ۾ پوري سفلتا پراپت ٿي آهي. اهڙو انسان گهڻئي نالن سان پرسڌ آهي، جيئن ته سنت، فقير، درويش، مهاتما، پهتل شخص، لاهوتي، ڀڳونتي ڀڳت، برهم گياني، سنياسي، سِڌ، مها يوگي، مُڪتا، گورمک، سوهاڳڻ، ستگور سائين، جيون مُڪت، وغيره، وغيره. نالن ۾ ته اهڙي سوڀيا ڪانه آهي. سوڀيا آهي انسان جي اندر ۾ پهچ ۾. پهچ جي نشاني آهي ته هو ديجي سنگم ۾ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جون ٽيئي ڌارائون، گڏجي هڪ ٿي پيون وهن. اهو آهي ’امرت جو آبشار‘.

مثلاً، موٽر جي مسافري ڪرڻي آهي، ڊرائيور ۽ پيٽرول ٻئي، موٽر جي مسافري ڪا شروع ٿي سگهندي؟ ساڳيءَ طرح، ڊرائيور يا پيٽرول رڳو ڀاڳمراد و پنهنجي منهن مسافري ڪرائي سگهندا؟ جڏهين ٽيئي گڏ ٿي، هڪ ٻئي سان سهڪار ڪندا تڏهين مسافري شروع ۽ سڦل ٿيندي. تهڙيءَ طرح، جيون ياترا لاءِ ساڌڪ کي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي ٽنهي انگن جي ضرورت ٿيندي ۽ جيستائين ٽنهي جو پاڻ ۾ ملي جُهلي، پوري معياد ۾ ميلاپ نه ٿيو آهي، تيستائين روحاني وڪاس اڌورو رهندو ۽ اڌورو رهيل سمجهڻ گهرجي ۽ جيون ياترا جي پوري سفلتا ناممڪن رهندي. ڇو ته ٽيئي آتما جا غير منفڪ انگ آهن.

اي ٻڌا، سوچ ته گيان جي جهلڪ ڪانسواءِ، ڪو به ساڌڪ نهڪرمي ٻنجي سگهندو يا ڪرم نشڪام ڪيئن ۾ ڪري سگهندو؟ جيستائين جيوُ پاڻ کي اُگيان وچان، ڪرمن جو ڪرتا سمجهي ٿو، تيستائين ڪرم ٻنڌڻن ڪونه ڪو مطلب، پرڀوجن ۽ اڇا اُوس قائم رهندي جا گيان ڪانسواءِ دور ٿي مور نه ٿيندي. ساڳيءَ طرح، گيان جي پرڪاش ڪانسواءِ، ڪو به

ساڌڪ، سرڳڻ ڀڳتيءَ جي ٻه مان نرڳڻ ڀڳتيءَ جي ٻه تائين پهچي سگهندو؟ وري جو گيان ۾ وڌل آهي، تنهنجي ڪرم ۾ ڪا مراد جي ملاوت هوندي يا هُن جي ڀڳتيءَ ۾ ڪو پنگ يا ڀيد ڀاءُ رهندو؟ پورڻ ساڌڪ ۾ اهي ٽيئي انگ ملي، هڪ ٿي ويا هوندا پر اسان آناڙين لاءِ اهو پتو لڳڻ مشڪل ٿي پوندو ته ڀڳوان ڪهڙو انگ اُهي ٽيئي ۽ ڪهڙي انگ سان ملي هڪ ٿي ويو. پر ٽيئي هڪ ٿي، روحاني رمز رچائين ٿا.

ها، اهو ٿي سگهي ٿو ته وقت ۽ حالت پٽاندڙ، ڪنهن خاص انگ جو زياده يا ظاهر پرڀاءُ ڏسڻ ۾ اچي. جهڙوڪ سماڌيءَ ۾ ويندي، ڀڳتيءَ جي انگ جو پرڀاءُ معلوم ٿئي، اپديش ڏيندي، گيان جي انگ جو پرڀاءُ ڏسڻ ۾ اچي ۽ پرمارٿ ڪندي، ڪرم جي انگ جو پرڀاءُ ظاهر ٿئي. اهي گهٽ يا وڌ پرڀاءَ، ٻين ماڻهن کي ڏسڻ ۾ ايندا. جو پورڻ ساڌڪ آهي، تنهن لاءِ ٽنهي انگن ۾ ڪوبه ڀيد يا فرق ڪونه آهي، هُن لاءِ ٽيئي انگ پاڻ ۾ ائين جڙيل آهن جيئن ڪو ٽن ٻڪن ڌاڳن جو هڪ سڳڙو وٽيل هجي.

هن ويچارن تي وڌيڪ روشني وجهڻ لاءِ، مٿي ڏنل وچن مان ڪي خاص وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

(١) ٻرهم گياني سگل ڪي ريڻا - آتم رس ٻرهم گياني چينا
ٻرهم گياني ڪي سڀ اُوپر ميا - ٻرهم گياني تي ڪڇ ٻرا نه ڀئيا.
راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)٨

(٢) سو نِهڪرمي جو شبد ويچاري - انتر تت گيان هئُمي ماري
نام پدارٿ نؤ نِڌِ پائي - ترِي گڻ ميٽ سماوڻيا.
راڳ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣)٣١

(٣) ٻراهي ٻرت رهي نِهڪام - اَجپا جاپُ جپي مک نام
لِين ڀوُن مهه ايڪو جاڻي - سڀ سچ سڀ ساڃ پڇاڻي.
راڳ بلاول، محلا پهريون، ٿتي (١٦)

(٤) ڪهِ ڪهِ ڪهڻ ڪهي سڀ ڪوءِ - اِن مِن مِٽي ڀگت نه هوءِ
گيان مٽي ڪمل پرگاسُ - ڀسيت گهٽِ نامي نام نواسُ.
راڳ ملار، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٥)٣

پهرين وچن ۾، صاحب سمجهائين ٿا ته ٻرهم گياني آتمڪ رس چکيو ٿو، سڀني جي خاڪ ٿي شيوا ڪري ٿو، سڀني لاءِ مهر جي نظر ڌري ٿو ۽ ڪنهن جو به برو نه ٿو سوچي. ٻئي وچن ۾ ڏيکارين ٿا ته جو نهڪرمي آهي سوئي پورڻ گياني آهي، جنهن نام وڏي خزانو هٿ ڪري، ڪمي، رجي ۽ ستي جي ٽنهي گڻن جي پار واري پدوي، پراپت ڪئي آهي. ٽئين وچن ۾ ٻڌائين ٿا ته نهڪرمي، ڀڳتيءَ ۾ ٻڏل آهي ۽ ساريءَ پرڪرتيءَ اندر پرماتما پسي ٿو. چوٿين وچن ۾ ڄاڻائين ٿا ته جڏهين گيان جو پرڪاش ٿئي ٿو، تڏهين هردي

۽ نام جو واسو لڌي ٿو. ھاڻي ھنن وچنن مان ٻُڌي پروڙ پوندي تہ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جا ٽيئي اَنگ اَلڳ نہ آھن پر پاڻ ۾ گھاٽو ۽ گھرو سنبنڌ ٿا رکن، بلڪ گڏيا مِليا پيا آھن.

پر انھن سڀني وچنن کان وڌيڪ وچتر، ڀڳت روداس جو ھيٺيون وچن آھي، جنھن ۾ ڄڻ تہ گيتا جو سمورو سار نچوڙيل آھي ۽ ھن ڳجھارت جو ڳجھہ سليل آھي.

ڦلَ ڪارڻ ڦولي بنراءِ - ڦلُ لاڳا تب ڦول بِلاءِ
گياني ڪارڻ ڪرم اَڀياسُ - گيان ڀيا لِھہ ڪرمھ ناسُ.
راڳ، ڀيرو، ڀڳت روداس، شبد (١)

وڻ جو گل اُڪري ٿو ميوي ڪارڻ پر ميوو لڳو تہ آھي تہ گل ڪرپو تہ آھي. ليڪن گياني ڪرم جو اَڀياس ٿو ڪري پر گيان ملڻ ڪانپوءِ، ھن جا ڪرم ئي ناس ٿي وڃن ٿا. انھن ڪرم تہ جيڪي ناس ٿي ڪونہ سگھندا. جيسيتائين پران آھن تيسيتائين ڪي نہ ڪي ڪرياؤن نہ چالوُ ٿي رھنديوُن. پيو تہ جي ھرڪو ڪرم تياڳي، وئراڳ ڪندو تہ پرماتما جي پيدا ڪيل پرڪرتيءَ جو، نيمن مطابق ڪيئن سرشتو چالوُ رھندو؟ سو ڪرم ناس ٿيڻ معنيٰ آھي ڪرمن جي بنڌن ڪرتا جي ٻُڌجھہ ناس ٿيڻ، مطلب مِٽجي وڃڻ، اِڇا نشٽ ٿيڻ، وڪرم ختم ٿيڻ ۽ ڪرمن جو ليکو سماپت ٿيڻ. مطلب تہ ڪرم کان آزادي حاصل ڪانہ ٿي ٿئي پر ڪرم ڪندي، ڪرمن ۾ آزادي وَس ٿي اَچي. اِھا آزادي گيان آھي.

اِھا اوستا آھي نشڪام ڪرمن جي يا نهڪرميءَ جي، جنھن جو ذڪر مٿي اَچي چڪو آھي. اِھا اِستٿي آھي ڪرمن ۾ اَڪرم بلڪ اَڪرم ۾ ڪرم جي جنھن ۾ سرسٽيءَ جا سڀ شُڀ ڪرم، سچي سياءُ ۽ سيدڙم سان، انھن پيا اَدا ٿين جيئن ڪو چيڪلو تمام اَسيز ۽ لڪو ڦرندو ھجي تہ پاسجي پيو تہ ڄڻ ابلو آھي. جو ڪرم، اَڪرم کان اَلڳ آھي ۽ وڪرم ۾ وچڙيل آھي، تنھن ۾ ڪرتا ۽ اِڇا ٻئي بڌل ھوندا ۽ اُھو ڪرم اَسڦل آھي ۽ جيوَ لاءِ بندن آھي. جڏھين ڪرم ۽ اَڪرم پاڻ ۾ ميلاپ ڪن ٿا، تڏھين ئي ڪرم ۾ گيان ۽ ڀڳتي ٻئي سمايل سمجھڻ گھرجن. انھين ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي ٽنھي پاڻ ۾ جذب ٿي وڃن ٿا.

ھتي اَڪرم کي آلس يا نڪماليءَ سان گڏي، ڀُل نہ ڪرڻ گھرجي. اَڪرم آھي من جي شانتي، سچائي ۽ پولرتائي، ٻُڌيءَ جي سمتا ۽ آتما جي جوت جو پرڪاش، جنھن دئاران ڪرم سڀ نشڪام ٿين ٿا، ڀڳتي رچي لال ٿئي ٿي ۽ گيان سڀ ۾ سمائجي وڃي ٿو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سچي ڀڳتي لال ٿِئا - رتا سھج سُڀاءِ
گُر شبدي منُ موھيا - ڪھڻا ڪڇوُ نہ جاءِ.
سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢٥)

(٢). گيانيا لـو سڀ سچ ٿئي - سچ سوجهي هوئي
اوءِ ڀُلائي ڪِسيءِ دي نہ ڀُلئي - سچ جاڻي سوئي.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٧)٥

اُهڙن جيون جي اندر ۾ اَمر جوتي ٻَري جلي جنهن ۾ ڀڳتيءَ جو تيل آهي، ويراڳ جي وٽ آهي، ۽ سڪ پريم جو ڏيئو آهي ۽ گيان جي لاٽ آهي. اِنهيءَ پرڪاش ڪري من جي اوديا ۽ اونده ناس ٿي وئي آهي. ڪامنائن جو گدام خالي ٿيل آهي جنهن ڪري وشيہ واسنا، ٽيئي گڻ، ديہہ، سنسڪار ۽ وڪار پنهنجو تاثير وڃائي ويٺا آهن. ويچار ڌارا جي واڻيءَ مان ٿر وِرڪ صفا نڪري ويا آهن. هاڻي ڪرم سڀ نشڪام آهن، نهڪرم آهن، ڪرم اَڪرم ۾ آهن، بلڪ اَڪرمُ ڪرمن ۾ آهي.

اِهو آهي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو سچو سنجوڳ، سنگم ۽ سنجم ۽ جيون ڌارا جي آخرين سونهن ۽ سڦلتا. اِئين جيو آتما رُوپي پکي، ڀڳتيءَ ۽ گيان رُوپي پرن سان پرواز ڪري پرم آتما سان ملي، ورِي موت ڪانہ سگهي ٿو ۽ ايشور اَرٿ ڪرم ڪري، سنسار جو اُڌار ڪري ٿو. پر اُهڙي جيو آتما مڪمل آزاد آهي. ڪنهن بہ بندن ۾ ٻڌل نہ آهي. پـوُرن اختيار اٿس. ڇٽيس تہ موت ڪاٽي، ڇٽيس تہ نہ ڪاٽي. جي موت نہ ڪاٽي تہ پرماتما ۾ لين رهندي ۽ جي ڪاٽي تہ جڳ تاريندي. انهيءَ جي مشابهت سان مقابلو ڪرڻ انساني سمجهہ کان ٻاهر آهي. جي اِنهيءَ پهچ تي پهچندا سي ئي پرک ڪري سگهندا ڇو تہ اِئين موٽڻ يا نہ موٽڻ بہ مالڪ جو هڪ مخفي راز آهي. جي پاڻ ۾ لين رهائي تہ سندس وانگ آهي ۽ جي موٽائي تہ بہ سندس چراند آهي. لالن جي ليلا لاهوتي لهندا ٻاقي ڪريهي ڪم ڪوڙن جو. اسين ڪير جو تاٻان جو تصوُر يا تنقيد ڪري سگهون؟

سو اي سندا، ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي هڪ ٻئي کان اَلڳ يا مختلف سمجهي، اُجايو وادوواد ڪرڻ، ناداني آهي، پاڻي ولوڙڻو آهي جنهن مان ڇاڇ بہ ڪانہ نڪرندي. اِهي ٽيئي انگ من ۾ اڳيئي موجود آهن پر پوري معياد ۾ نہ آهن. تنهن ڪري اِهي پـوُري معياد ۾ جاڳائي، پرگهٽ ڪرڻا آهن، سادنا، آرادنا، اُپاسنا ۽ اڀياس سان. پرگهٽ ٿئي، پاڻهي پرڪاش ڪندا. ساڳيءَ شڪتيءَ جا شولا ٿي نڪرندا ۽ جيون ۾ جوهر آڻيندا. وقت پٽاندڙ، حالتن مطابق، آستان آهر ۽ ڪارڻ ڪاڻ، اسين پيا سمجهون تہ فلاڻو مهاتما ڪرم يوگي هو، فلاڻو گياني هو ۽ فلاڻو ڀڳت هو يا ساڳيو سنت پهرين گياني هو، پوءِ ڪرم يوگي ٿيو ۽ هاڻي هو ڀڳت آهي. اِهي سڀ اسانجي سمجهہ جون ڪوتاهيون آهن. هو پـوُرن يڪتا ٿيو ۽ يڪتا آهي پر اَسانجي ناقص عقل وچان، اَسين سندس ساڳيءَ شڪتيءَ جي فقط ڪنهن هڪ شولي جو اُڀُرو احساس محسوس ڪريون ٿا. جيئن ڪ ساڳيو مـاڻهو

ساڳئي وقت، ڪنهنجو پٽ آهي، ڪنهنجو پيءُ آهي ۽ ڪنهنجو پوٽو. ٽيئي هستيون يا حيثيتون ساڳئي ماڻهوءَ ۾ هڪ ئي وقت موجود آهن. پر جدا جدا ڏٺيون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح، ساڳيو سنت مهاپرش ڀڪتا آهي يعني ڪرم يوگي آهي؛ گياني به آهي، ۽ ڀڳت به آهي. سڀني ڀوڳن جو ڀڪتا آهي. ڏسندڙ ڪيس ڪهڙي ڏس ۾ ۽ ڏسڻ پر ڪو لورالي نظر وارو ڪيس سڄي سروپ ۾ سڃاڻندو ۽ نڃاڻي سامهون سجدو ڪندو.

جيستائين نه پاڻ ڪري اسين قيد ۾ قابو آهيون ۽ پاڻ سان پاڻ کي آزاد نه ڪري سگهون ٿا. پاڻ ڪري، اسين ڪريل آهيون، پوڄ پلاس ۾ ونڊيل آهيون ۽ وشيه وڪارن ۾ وڇڙيل آهيون، پر پاڻ سان متي اُڏر ڪري سگهون ٿا ۽ پاڻ ۾ پيهي پاڻ پائي سگهون ٿا. اهو آهي گيان، جو اڳئي ٿي ڪرمن جي ليکي جو سلسلو ختم ڪري ٿو، پرڪاش ٿي اوديا ۽ اگيان جي اونده نورت ڪري ٿو ۽ پوڙي ٿي پرساگر پار ڪرائي ٿو. سو پاڻ ۽ پاڻ جي پرک ٿي گيان آهي. اهنتا، ترشنا ۽ ممتا جو لڳاءُ، جنهن کي اسين "پاڻُ" سمجهي ويٺا آهيون سو "پاڻ" نه آهي. اهو پاڻ آتما جو گهاتڪ شترو آهي جو خيالي دکن سکن ۾ لڙقائي ٿو ۽ آتما کي ڪئين جونين جون ڀوڳنائون ڀوڳائي ٿو. اهو پاڻ ڀوُرو ڪوڙو آهي، نه من جي مٽيد ۽ مخالفت سان پر من جي سهمت ۽ سهڪار سان نه ويچار ڌارا جي وهڪ ۾ وِليون پون، ولهون پوندي پوندي اوڳڻ غرق ٿين ۽ ڳڻ واسو ڪن، من جي ورتي وڪارن مان نڪري نام جي ڌُن ۾ سمائجي. اهو آهي سچو "پاڻ"، سچو گيان ۽ سچي ڀڳتي، جنهن ذريعي، هر ڪو ڪرم ليک ڪرداريءَ جي بنياد تي پيئل هوندو.

پوءِ ڀڳتيءَ جو ڀڳوان سان ڀاءُ ڪٿي ڪهڙي قسم جو نه هجي، چاهي ماءُ ٻچيءَ وارو، پاءُ پيءُ وارو، عاشق معشوق وارو، پر هر حالت ۾، ڀڳت جون ڀاونائون ڀڳوان جي پاڻي ۾ پيل آهن. ڀڳت پريم ديوانو آهي، الاهي عشق ۾ اَنڪيل آهي، سڀ اڄايون اونڌيون ۽ اڄها اوراڻگهي، سالڪ جي شرن ۾ آيل آهي. ايڪ اَنيڪ ۾ ڏسي ٿو ۽ اَنيڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو، هر جيوَ ۾ پرماتما جو روپ پسي ٿو ۽ انهن پسي پريم اوتي ٿو، پريم ڌارائن سچ سڃاڻي ٿو ۽ پرماتما پائي ٿو. دماغ جي نه پر دل جي دوي ڪڙڪائي دلبر کان گولائي ٿو. جيون ڌارا جي ايڪتا جو آواز اُٿاري ٿو، روحاني راز ٻڌائي ٿو، سادڪن ۽ سالڪن کي دڳ لڳائي ٿو. هو ڪرم، ڪرم ڪانڊ ۽ نه ڪيميا ڪانڊ ڪري ٿو. تمنا ۽ ترشنا کان خالي، ٻنڌڻي-ڳڻن جي اثر کان آجو، ڏيهه جي ڏوڙ کان ڏور، هُن جو هر ڪو ڪرم، پوڄا آهي، دان آهي، ايشور اَرپڻ آهي، پريم جي پوڄا آهي، سڪ ۽ صدق جي سوغات آهي، ڀڳوان جي پاڻي اڳيان پيتا آهي، نوڙت ۽ نياز جو نذرانو آهي. من ۽ اندرين لئي ٻوري طاقتي هيئڻ سبب، هنجي منشا ۽ مراد مري چڪي آهي، دک سک، مان اَپمان، دوست

دشمن، سون مِٽيءَ جو پيدا ٿيل ٻچو وڏو آهي. نه ته ڪرم ڪري پيو ٿو ته جيئن جسو ٿڪل
ٿاڪو رکيل آهي. اُهڙن نشڪام ڪرمن جو، ته ڪو ليکو لکجي ۽ نه لاهجي.

هاڻي ڪيئن چئجي سگهبو ته اهڙو الله لوڪ رڳو گياني آهي، يا رڳو ڪرم يوگي آهي
يا رڳو ڀڳت آهي. هو سڀ ڪجهه آهي ۽ ڪجهه ڪين به آهي. هو سڀ ڪجهه آهي ڇو ته
برهم جو روپ ٿئجي، برهم پساري ۾ پسار ڪري رهيو آهي. هو ڪجهه ڪين به آهي ڇو
ته شؤليه ٿئجي، سانئينءَ ۾ سمائجي ويو آهي. اها آهي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي ٽنهي
يوڳن جي ايڪتائي. سچو سالڪ انهيءَ صبر، صدق ۽ فصاحت ذريعي، من مندر ۾
مالڪ سان موجود ماڻي ٿو ۽ جڳت ۾، گيان جو مشعال ٻاري ٿو، پيار ۽ پرالري ياوَ ڦهلائي
ٿو ۽ دکين جو دلداريءَ سان درد مِٽائي ٿو. هو واچڪ يا ڪٿڪ گياني نه آهي پر ڪٿي گياني
آهي. سو اي ٻندا، ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي سنگم ۾ ٽي سموئون شڪتي سمايل آهي.
جي ڪرم حد اندر محدود آهي ته گيان لاحد آهي ۽ ڀڳتي حد ۽ لاحد جي وچ پُل آهي.
ست پرش ٻاڻ حد آهي ۽ لاحد آهي ته بيحد جي پُل به آهي. ٽنهي ڪلاون ۽ ايڪتا آهي
پر ٽون ڦاٽا، هن ڪي ڪڏهين هن سطح تي ته ڪڏهين هُن سطح تي پيو ڏسين. اهو فرق
مِٽاءِ ته ٽون به "هوَ" ٿي پئين. جو "ٻاڻ" سان سچو آهي سو ٻين سان ڪوڙو ڪيئن ٿي
سگهندو؟ جي صحيح سمجهه عطا ٿئي ته ڪرم ڪيئن ڪسا ٿي سگهندا؟ من مان ڪلفت
ڪڍي، مترتا ۽ ڪروُڻا قائم ڪر ته "ٻاڻ" جو پتو پئي ۽ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو پسارو
ڪلي ته من کو ڪٽڪو ٿلهو ٿوي. اهو ڪٽڪو ملڻ به وڏي نعمت آهي.

جيئن سون جي سياڻپ، سونارو سونائيءَ سان ڪري سگهندو آهي، جواهري جواهرن
جي ۽ ڪنيار مٽيءَ جي، ليئن ٽي برهمانڊ جي ٻچاڻ، فقط اُهو ڪري سگهندو جنهن کي
برهم جي ڄاڻ آهي. جنهن کي برهم جي ڄاڻ آهي، تنهن جا ڪرم، ڀڳتيءَ ۽ گيان جا
ٽيئي اَنگ، بلڪل پوري معيار تي مڪمل ٿيل آهن ۽ هڪ ٻئي سان انهن اتحاد ۽ امدادي
ڪري رهيا آهن جيئن اسان جون گيان ۽ ڪرم اندريون من سان. انهن ٽنهي اَنگن ملڻ
بعد، روحاني بصيرت حاصل ٿئي ٿي، ٽلي ۽ بناوٽي حيثيتون ٻاامراد و غائب ٿي وڃن
ٿيون، غير اَصلي سڀ سميٽجي وڃي ٿو، سچو سڀ سيد رم ۾ سمائجي ٿو، جيئون قدرتي
قانون ۽ خدائي حڪم جي حد اندر رهي ٿي، جسم جنمالرن جي ڊيهه ڏاري ٻڌن ڪسان
ڇوٽڪارو پراپت ٿئي ٿو، ڪال جو دائرو لنگهي اَڪال اندر اچجي ٿو. ڪرم، ڀڳتي ۽
گيان انهن گڏجي، اندر جي عمق اندر، اکنڊ آنند عطا ڪرائين ٿا.

سو جيستاءِ جڳياسوُ اَچا ساڌڪ جي سطح تي آهي، تيستاءِ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ
کي ڌار ڌار، نانا روپ ۾ شايد ڏسندو هجي، پر جڏهين هو سڌيءَ يا سمياس جي وڏي

منزل تي پهچي ٿو، تڏهين عڪس اهڙن جُڙن جدا جدا رنگين ۽ چمڪدار چيزن، هڪ ڏسي وڃبا ۽ ٽُڪيل ٽُڪيل، گڏيل مِليل، ميزان ۽ مقدار ۽ مڪمل ڏسي ٿو. ڪرم ڀوڳ ۽ ڪرم تياڳ رڳو ليسناءَ عاهدا ڏسڻ ۾ ايندا جيستاءِ گيان سان گڏيل نه آهن. گيان گڏبي، ڪرم ڀوڳ ۽ ڪرم تياڳ ٻئي هڪ سمان آهن، ڇو ته ٻنهيءَ ڌڪارن لئي ته اها گيان جي گڏجاڻي ٿئي ٿي. انهن ٻنهي ٻڌن وسيلي، ساڌڪ وڪاسي مارڳ ۾ چڙهي، اڏر ڪري ٿو. مطلب ته ٻنهي ۽ گيان گڏجي ڪرم کي اڪرم جي صورت عطا ڪن ٿا، جڏهن ڪاڻهوءَ ڪرم ڪندي به پاسڻ ۾ نه ٿا اچن، ڇو ته وڪاري وڪرم کان محروم آهن. سو جڏهين ساڌڪ، ڪرم اڪرم کي هڪ سمان سمجهي ٿو تڏهين سڌيءَ يا سچي سنياس جي پد تي پهچي ٿو، ڇو ته پوءِ سندس ڪرم، گيان ۽ ٻنهيءَ جي چيڪلن تي چڙهيل آهن. هاڻي ڪرمن جو ڪرتا خود ڪرتار آهي ته پوءِ اهي ڪرم ڪاٿائي ۾ ڪيئن ايندا ۽ انهن جو ليکو ڪٿان لکبو ۽ لاهبو؟ اهو ليکو ته اڃا اُنم يا نيچ جوڻين ۾ ڀٽڪائي ٿو.

اهڙي سِڌ يا سنياسيءَ جو من، پٽن وانگر ٻُوڙالو ڪونهي پر پهاڙ جيان پختو آهي، گيان ۾ گُم آهي ته ٻنهيءَ ۾ به پرپوُر آهي ۽ يڪتائيءَ ۾ يقين آهي جو نه، سمور وقت سچي سروپ ۾ ڪُتل آهي. هاڻي هو آسڻ، چڪرن، ناڊين، پدمن، منترن کان مٿي چڙهي چڪو آهي. چوڏهينءَ جي چنڊ مان نڪري، هاڻي پورنماسيءَ جو پرڪاش ڪري رهيو آهي. هاڻي ڏن ڏيان ۾ آهي نه ڏيان ڏن ۾ آهي. هاڻي پرين پاڻ پرڙا پري، اگهڻ آڻو آهي ۽ ٻئي گڏجي يا هڪ ٿي، گرگير گگن جا گرگياءَ ڪيڏن ٿا ته پڌن به ٿا. ڪرم، گيان ۽ ٻنهيءَ کي، ڪنهن حد ٿائين، ڪا اَلڳ اهميت ڪٿي به هجي پر مقداريءَ ملڻ بعد، انهيءَ لاثاني لطف جو جلوو ۽ جمال، اکرن ۾ آڻڻ عبث آهي. اُنيءَ ۾ آڻڻ آسان آهي.



## (٩) سچو سچ.

(١) سچ سچي[1] کي جن پڇاڻ هئي - سچ سچا[1] جني آراڌيا[2]

جن گرمک کوج ڍونڍوليا[3] - تِن اندر هي سچ لاڌيا[5][1]

سچ صاحب[1] سچ جِني سيويا - ڪال ڪنٽڪ مار تني ساڌيا[6]

سچ سچا[1] سڀ ڏوَ وڏا هئي - سچ سيون سي سچ رلاڌيا[7][1]

سچ سچي[1] نو شاباس هئي - سچ سچا[1] سيو ملاڌيا[8].

[راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٢٢)]

(٢) ساچي ستگور ساچ ٻجهانيا - پِتِ راکِي سچ سوئي[1] رام

سچا ڀوجن ڀاؤ سچا هئي - سچئي[2] نام سک هوئي رام

ساچي نام سک هوئي مرئي نه ڪوئي - گربِ نه جوني واسا

جوتي جوتِ ملائي سچ[1] سمائي - سچ ناء پرڪاسا[9]

جني سچ[1] جاتا سي سچي هوئي - اَن دن سچ[1] ڌيانِ

نانڪ سچ نام جن هرديئي وسيا - نا ويڇڙ[10] دک پانِ.

[راڳ سوهي، محلا ٽيجا، ڇنت (٢) ٣]

(٣) مکه سچي سچ داڙهيان[11] - سچ بولهِ سچ کماهِ

سچا شبد من وسيا - ستگور ماهِ سماهِ

سچي راسي[12] سچ ڌَن - اُتم پدوي پاهِ

سچ سُڻهِ سچ من لئن - سچي ڪار ڪماهِ

سچي درگهه بيسنا[13] - سچي[1] ماهِ سماهِ

---

١. پرماتما. ٢. سمرن ڪيو آهي. ٣. ڳولهي. ٤. ڍونڍيو آهي. ٥. لڌو آهي. ٦. جيتيو آهي.
٧. سمائجي وڃن ٿا. ٨. ڦل پاتو آهي. ٩. پرڪاش، روشناني. ١٠. وڇڙي. ١١. ڏاڙهيون.
١٢. پونجي، موڙي. ١٣. وهن ٿا.

نانڪ وِڻُ ستگوُرُ سچ اُسِ پاليئي ـ منمک پُوَاي جاءِ.

[سلوڪ، محلا ٽيجا، (٥٣)]

(٤) ڪِوَ سچيارا هوئيئي ـ ڪِوَ ڪُوڙيءَ ٽُٽي پالِ[3]
حُڪم رضائي[4] چلڻا ـ نانڪ لِکيا نالِ.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پئوڙي (١)

(٥) سچ کنڊ وسيءِ نرنڪار[2] ـ ڪرِ ڪرِ[5] ويکيءِ ندر[6] نهال
تِتيءِ کنڊ منڊل ورڀنڊ[7] ـ جي ڪو ڪَٿيءِ تہ انت نہ انت.

(٣٧)

(٦) تَن سُوچا[8] سو آکيئي ـ جس مهِ ساچا ناءِ
پيءِ سچ[2] والي ڏهري ـ جِهوا[9] سچ[2] سُمائي[10].

سري راڳ، محلا پهلا شبد (١٥)

(٧) سچ سلاهنِ[11] سي سچي ـ سچا نام آڌارُ
سچي ڪار ڪماوڻي ـ سچي[2] نالِ پيارُ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢٠)

(٨) سچُ[2] سالاهي[11] سچ[2] لڳان ـ سچيءِ[2] ناءِ ترپتِ هوءِ
ڳڻ ويچاري ڳڻ سنگرهان[12] ـ اوڳڻ ڪڍان ڌوءِ.

(٣٧)

(٩) جني آپ پڇاڻيا ـ گهر[13] مهِ محلُ سو پاءِ
سچي[2] سيتي رليا ـ سچو[14] پليءِ پاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٦

(١٠) سچ ڪاٺا سچ پڌنڻا[13] ـ سچي[2] هي وِچ واسُ
سدا سدا سالاهڻا[11] ـ سچي شبدِ نواسُ
سب آتم[2] رام پڇاڻيا ـ گورمتي نِج گهر واسُ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٣)٨

(١١) جو سچِ[2] والي تن سچي[2] لڳو لاڳي ـ هر نام سمالهه[11] سي وڏڀاڳي
سچيءِ شبدِ آپِ[2] ملائي ـ ست سنگت سچ[2] گُڻ گاوڻيا.

راڳ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٥)١٧

(١٢) مِل پريتم[15] ـ ساچي[2] ڳُڻ گاوان
نانڪ ساچيءِ[2] ـ ساچ سماوان.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (٢).

---

١. بنا. ٢. پرماتما. ٣. واندڪ، بندُ. ٤. خوشيءَ سان. ٥. سرشٽي اپائي. ٦. ڪرپا. ٧. برهمنڊ.
٨. پوري شڌ. ٩. زبان. ١٠. سواد. ١١. جس ڳائين ٿا. ١٢. ڪٺا ڪريان. ١٣. هردو.
١٤. ڪمرا-پهرڻ. ١٥. ستگورو.

(۱۳) تيرا نام سچا جيئُ - سچا ويچارو
تيرا محل سچا جيئُ - نامُ سچا واپارو.

واڳ گوڙي، محلا پهلا، چيس (۴)۲

(۱۴) توُن سچا تيرا ڪيتا سڀ ساچا - ڏيهه نه ساچُ وڪاڻي
جاڪئُ سچ بُجهاوه آپئا - سهجي نام سماڻي.

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۸)۱

(۱۵) سچ تان پر جاڻيئي - جان رِدئي سچا هوءِ
ڪوڙ ڪي مَل اُتري - تن ڪري هڇا ڌوءِ.

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (۱۰)

(۱۶) هر جيئُ سچا سچ تهيي - سچي گور پاڻي
ستگوُر تي سچ پڇاڻيئي - سچ سهج سماڻي.

واڳ گوجري، محلا تيجا، وار (۱۷)

(۱۷) سچ ويلا مُورت سچ - جت سچي تال پيارُ
سچ ويکتا سچ بولڻا - سچا سڀ آڪارُ.

واڳ وڏهنس، محلا تيجا، اشٽپدي(۷)۱

(۱۸) سچا مِن ڀائيا سچ وسائيا - شبد وَڏي اَنت نِسبيرا
نانڪ نام رتي سچ سماڻي - ڦِرِ نه پوُجل ڦيرا.

واڳ وڏهنس، محلا تيجا، چيس (۱)۶

(۱۹) پِرسچا مليو آلي ساچُ ڪمائي - ساچ شبدِ ڌَن واڻي
ڪدي نه رانڍ سدا سوُهاڳڻ - اَنتر سَهج سماڌي.

واڳ وڏهنس، محلا تيجا، الاهڻيا، (۳)۱

(۲۰) هو جن ساچي ساچُ ڪماوهِ - گور ڪي شبد وِڇاري
آپي ميلِ لئي پريُ ساچي - ساچ رکيا اُرڌاري.

واڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (۱)

(۲۱) تَن مهِ مدُوتا - مَن مهِ ساچا
سو ساچا - مل ساچي راچا.

واڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (۳)۲

(۲۲) مِل پرتيتم سکه پائي سچ سماڻي - سچُ ورتي سڀ ٿائي
سچا سينگار ڪري دِن راتي - ڪامڻِ سچ سماڻي.

واڳ سوُهي، محلا تيجا، چيس(۳)۴

---

۱. پرماتما. ۲. ڇوان، ٽاپان. ۳. ڇڳيءَ طرح سان. ۴. اُوجل. ۵. وقت. ۶. مهوُرت.
۷. سرير. ۸. سڦلتا. ۹. جمڻ مرڻ جو چڪر. ۱۰. ڇڪياسوُ استري. ۱۱. ونڌوا، رَن ڙال.
۱۲. سمائجي ولي آهي، رمي رهي آهي.

(٢٣) سچ ڏيساءَ اَمر پدُ پاتيا - اَنحد شبد وڄائي
سچو ڏهه ڏِس پسريا - گور ڪئي سهج سُپائي
نانڪ جن اندر سچ هئي - سي جن ڇپهه نه ڪسئي دي ڇپائي.

واڳ بلاول، محلا چوٿان، وار (٤)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢٤) سچ پُراڻا هوئي ناهي - سپتا ڪدي نه ڦاٽي
نانڪ صاحب سچو سچا - تِچر جاپئي جاپئي.

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا

(٢٥) سچ ٽانءُ سچ پنڪا - سچ سُناءُ ٻڌائيا
سچ ٻُوڙهي سچ وکرو - نانڪ گهرِ پائيا.

واڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٢٦) گُورمکُ سچي اَمر پاتي - گُورمکُ سچو سچ وڪاڻي.
گُورمکُ سدَ شيوهه سچو سچا - گُورمکُ شبد سُڻائدا.

واڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (٦) ١٥

(٢٧) ساچا ڏرُ ساچا دَروارا - سچي شوڀهه شبد پيارا
سچي ڏُن سچي گُڻ گاوان - سچي ماهه سمائيا.

٢٤(٩)

(٢٨) سچ ساچ پچاڻا ساچي والا - ساچ مليو مَن ڀاوي
ساچي اوپر اَور نه ديسي - ساچي ساچ سَماوي.

واڳ لڪاري، محلا پهلا، چيت (٣) ٥

(٢٩) ساچي لائي تُهُ سچ لاڳي - ساچي ڪي پُهاري
ساچي پسند ڪي يار چلائي - ٻهڙي جاه پياري.

واڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٣٠) سي جَن جيوري - جِن هر مَن ماهه
ساچُ سمالهه - ساچ سَماءِ.

واڳ بسنت، محلا ٽيجا، شبد (٢)

(٣١) ساچي ڪرڻي - ٻِڻ پرواڻُ
ساچي درگهه - پاوي ماڻُ.

واڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ٣

(٣٢) سچي شبدِ سچُ ڪماوي - سچي پاڻي هر گُڻ گاوي
لِبج گهر واسُ اَمر پد پاوي - تان دِر ساچي سُوڀا پاوي.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ١

---

١. پرماتما. ٢. ڏساڻون. ٣. لڪائجا. ٤. پرماتما سان جڙيل. ٥. ڦاٽي. ٦. ليستاءِ، سچي عمر. ٧. آسڻ. ٨. مُوڙهي. ٩. سودو. ١٠. هردي ۾. ١١. ست سنگت. ١٢. درگاهه. ١٣. سچائيءَ. ١٤. وڏائي. ١٥. پسند. ١٦. وهنوار. ١٧. ڳنڍڙي. ١٨. مانُ، شانُ.

## سچو سچ.

ڪيترن باب ۾، ڪوڙ ڪپت ۽ ڪوڙي واپار ۽ ڌنڌوار لاءِ ويچار آيل آهن ۽ هن سڄي باب ۾ سچ جي جدا جدا انگن جو ذڪر ڪيل آهي. سچ ڇا آهي؟ انهيءَ بابت الڳ الڳ رايا آهن، هڪ ٻئي کان مختلف، پر انهيءَ جو اهو مطلب نه آهي ته جنهن بابت ڪو ٽڪراءُ يا غلطي راءِ رائج نه آهي، سو سچ ڪيئن هوندو؟ ته انهيءَ جي کوج مان ڪهڙو ڪڍ قبول نڪرندو؟ ساڳئي وڻ جا ڦل يا پن پٽي، هارڪ نظر يا وکيالي خورد بينيءَ سان ڏسبا ته هڪ، ٻئي کان نرالو آهي، ٿور ۾، ماپ ۾، رنگ ۾، تازگيءَ ۾، سواد ۾ بلڪ خاصيتن ۾ ڪيترن هوندي به، ڇا اهو سچ نه آهي ته اهي سڀ ساڳئي وڻ جي پيداش آهن.

سنتن مهاتمائن جي واڻي پڙهي ڏسو ته ڪيئن، پرماتما کي هڪڙي روپ ۾ پاتو ته ڪنهن ٻئي ۾ يا ڪنهن هڪڙي طريقي سان پاتو ته ڪنهن ٻئي سان. سڀني جون روحاني رمزون، راز ۽ ذاتي تجربا پنهنجا پنهنجا. ائين هوندي به، ڇا انهن سڀني سگهيو ته پرماتما سچ نه آهي، ڇاڪاڻ ته پنهنجن پيارن کي جدا جدا روپن ۾، الڳ الڳ حالتن هيٺ يا علحدن علحدن طريقن سان، ڏيکاري ڏني اٿس؟ ڇهن سورداسن به هاٿيءَ جي جدا جدا انگن کي هٿ لائي، هاٿيءَ جو اندازو لڳايو هو ۽ پنهنجي پنهنجي منهن هر ڪو سچو ۽ صحيح هو. انهيءَ طرح، سچ جي جزي جي پڇاڻ ٿئي ته به چئبو ته سچ جي پڇاڻ ملي. رت امتحان لاءِ يا کير جاچڻ لاءِ، ٿورو اندازو ئي ڪافي آهي. وري جي اڃ جزي جي جاچ ئي ته اپياس ۽ ابياسا سان، آخر سچي جي به مهاوميمت شايد ئي رهي. ليسٽاءُ جزي جي جهلڪ ۽ قطري جي قدرشناسي به رهي، رهي ڇڏيندي. ايترو ته بي انت جي سموري سوڇنا ملڻ به ته ناممڪن آهي. ساگر جي ڦڙي ڇا ساگر جو انت ڄاڻي؟ پر ڇا هوءَ ساگر کان نرالي آهي؟ ساگر ۾ گڏجڻ بعد، اوند به ساگر ئي ٿي پوي ٿي.

سچ کي پرکڻ لاءِ صاف ۽ سچو من گهرجي. رنگين شيشي معرفت سڀ درشت ۽ نظارا انهيءَ رنگ ۾ رنگيل ڏسبا آهن. ساڳيءَ طرح گندي ۽ ميري من کي سڀ درشت گندا ۽ ميرا ڏسڻ ۾ ايندا. جهڙي من جي واسنا يا ڪامنا تهڙي درشت يا درشيه جي صورت. ساڳيءَ حسين عورت کي ڪو من سانئيءَ جي سونهن سمجهي، ڪو من ماءُ پيءُ جي مورت، ته ڪو من حرص جو هٿيار. ڪو چئي ته هوند پٽ رائي ٿانئس پر جي پوءِ ساتو پٽس ته هوءَ بدچلن ۽ اڌاري آهي ته هوند نهاريس به ڪون. مطلب ته ساڳيو درشت به مختلف ولڪن ۾ بدلجي پيو، رڳو من جي ڪامنائن ۽ واسنائن مطابق. اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته اڌيالمڪ لحاظ کان، جيڪي به اکين سان ڏسجي ٿو يا من سان اندازو لڳائي سگهجي

آ، سو سڀ آهي پرڪرتي، جا سچ ۾ سپنو آهي ۽ مِٿيا آهي. سچ آهي آتما جو آواز، ازغيبي آواز، سرلو پر ڏِسڻو، جنهن جو من تي پڙلاءُ تڏهين پوندو جڏهين من ماٺ ۾ هوندو. جيستائين من جي لاڙ ڪَڙد ۽ چوطرف حرص حواسن جا گوڙ گمسان هوندا، مدائن جي ميڙاڻ هوندي، جيستائين من ماٺ ۾ ڪيئن ايندو ۽ سچ جو آواز ڪٿان ٻُڌندو؟ اهڙيءَ حالت ۾ سچ جي سطح تي اچڻ جو سوال ئي اٿي ڪونه ٿو سگهي. من جڏهين خالي ۽ صفا ٿيو ٿو، ٻُڌيءَ جي سمت وارو پاسو پرڀات ڪري ٿو ۽ آتما جي جوت جهڪي ٿي، تڏهين ئي سچ ۾ سرتي لڳائي ٿو، ناپ جيان نرليپ ٿجي ٿو ۽ سمر پاڻ سان سروپ ڪي سڃاڻي ٿو.

سچ آهي پرماتما. سچ آهي جيوَ آتما، جا پرم آتما جو انس آهي. سو سچ آهي آتما جو آواز. سچ آهي اندر ۾ ته ملندو به اندر ۾. من خالي ڪري ماٺ ۾ آندو ته آهي تنهن اُنهيءَ دم، اها خالي جڳهه، ايشور پاڻ اچي پري ٿو ۽ من کي مندر بڻائي ٿو. گورو نانڪ جن، اُنهيءَ من مندر يا آتم گرهه متعلق فرمائين ٿا:

(١) جيڏي آپ پڇاڻيا - گهر مهه محل سو ٿاءِ
سچي سيتي رتيا - سچو پلي پاءِ.
سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ٦

(٢) تن مهه مندرا - من مهه ساچا
سو ساچا - مل ساچي راچا.
راڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ٢

اي بندا، سچ آهي پرماتما ۽ پرماتما آهي سچ، جو پليءَ پوندءَ پرم سان، وشيش پرم سان؛ وشال پرم سان. پرم پرماتما سان، پرم پرڪرتيءَ جي هر پهلوءَ سان، پرم پرسن سان، پرم ايڪين سان. سُورج ساري سنسار کي روشن ڪري ٿو ته آهي ڏيهن. جي مذهن موڙي ته ٿي پٺي انڌاري رات. سو سچ جي سوجهري لي ۾ سڀ گڻ، خصلتون، وصفون، وڪاس ڪري چوطرف چمڪن ٿيون. سچ پُٺي ڏني ته اگهور انڌڪار، گهنگهور گهٽا. سچ جهڙو ثواب ڪونهي ۽ ڪُوڙ جهڙو اپراڌ ڪونهي. سچ لاءِ سچي نيت کپي. جي نيت سچي ته ويچار سچا، وچن سچا ۽ ورتاءُ سچا، ڇو ته من جي سرتي ٿي، سڀ اوڪ يا سچ ڪنڌ ۾ ٿيي وڃي. پاڻي رڳو واٽ جو چنڪو ۽ چتراڻي، سڪٽي سياٽپ، هٿراڌو هنر ۽ حرڪتون، طريقا ترڪتاليون، اهي سڀ پاڻ سان ۽ پرماتما سان دولاب ۽ دوکيبازي آهي، جي سٽت ٿي سمجهڻي وڃن ۽ پڙ پڌرو ڪري ڇڏن. سچ روحانيت جي جان آهي.

سچڪر چاهي ٿو ته سچ منهنجي طرفداري ڪري، پر پاڻ ڪوڙو ٿو سچ جي طرفداري نه ڪري. جيترا اوگڻ ايترا ڪُوڙ جا لڳهه ۽ جيترا گڻ ايترا سچ جا روشندان. جهڙو در تهڙو درسن. اوگڻ، ڪُوڙ وڌائي ٿو ۽ گڻ، سچ قهلائي ٿو، ڇو ته سچ آهي ايشور جي

انسان ۾ اچا. جو اها اچا اُگهاڙي ٿو سوڙي پرماتما کي پراپت ڪري ٿو. سچ جي بنياد تي ٻڌل جيون ٿي آهي ڀڳوان جي ڀڳتي ۽ ساڌنائ ۾ سماڌي. هڪواريءَ جُڙي نه مُور نه مُڙي. ڀاڳ پرماتما ۾ ۽ پرماتما پرڪرتيءَ ۾. سڀ هڪ هڙ ۾ ۽ هڪ ڳنڍ ۾. سچ، سچ ۾ سمايل ۽ سڀ ۾ سچ جي درشٽي. ٻاڻ، پرڪرتيءَ ۽ پرماتما جو پُورن سنجوڳ، جتي ڪا ڀيٽ نه آهي، ڀيد نه آهي ۽ ٻڙ نه آهي. گورو نانڪ ديو جن انهيءَ اُرسٿا ۾ آکن ٿا:

(١) سچ پُراڻا هووي ناهي - سيتا ڪدي نه پاٽيءِ
نانڪ صاحب سچو سچا - تسچر جاپي جاپيءِ.
(راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا)

(٢) سچُ ساچ پيارا ساچيءِ راتا - ساچِ مليءِ من پاويءِ
ساچيءِ اُوپر اَور نه ڏيسيءِ - ساچي ساچ سماويءِ.
(راڳ ٽکاري، محلا پهلا، چيت (٣) ٥)

اي ٻندا، جي سچ جي ساگر ۾ تري پار پوڻو آهي ته اَوگڻن ۽ وڪارن جا زنجير ٽوڙ. اهي تنهنجي سرير، مانسڪ ۽ آتمڪ شڪتي ناس ڪن ٿا ڪن. هيٺيءَ حالت ۾ هيٺرن ٻندن جي بوجهن سان، تون تري ڪيئن سگهندين؟ ڇو ته اهي شڪتي ٻرٻل ڪن ٿا. ڳڻن جو ٽٻو کڻي تون ته پار پهچين. من کي هاڪو ڪر ته همت سان سولائيءَ سان هٽي سگهين. ڳڻن ۾ سچ تي سرومٽي آهي. هوڏانهن وري اهنڪار جو ڀاري ٻار، ڪُن ۾ ڪيرائيندو ته ترشنا تري ۾ ٽيندو. سو من کي مات ۾ آڻ ته سچائي ۽ سچيت رهين. ڪُوڙ، ڪپٽ ۽ ڪپٽيا جهڙن ڪامنائون يا لوڀ ۽ لالچ جي لار، من کي اَشانت ڪن ٿا. ڏٻي ڏنڊ ۽ راڳ ڏيش آهن، اهي ٻه ڦوري ڪشتيون، جن ۾ هڪڙي ٽنگ هڪ ۾ ۽ ٻي ٻيءَ ۾ ته رکيون ٿي ٻارن ٽيون، ته پوءِ لهرن ۾ ته لاشڪ لُڙهي وڃبو. سم درشٽيءَ بنا، ڪيئن سفر ٿاب پوندو؟

هڪ سچ جي ٽبي جو سهارو وٺ ته من اَستر، ايڪاگر، شانتمئي، شڌ، شڪتيوان، نرڀؤ، نرليپ، نهنو ۽ نماڻو ٿئي. ڪيما، دان، ديا، عقيدت، اهنسا، سک، سمتا، ٻيما، تتڪشا، ڌيان، ڌارنا، نرملتا، پوترتا، پريم، پرمارٿ ۽ ويراڳ جي وات ولسي. پنهنجون ڀاونائون ڀڳوان جي ياٽي ۾ جذب ڪري. اها رهڻي، ڪهڻي ۽ ڪرڻي سنسار ساگر مان پار پهچائيندي ۽ درگاهه ۾ قبول پوندي. اهو اُتي سچو سچ باقي اُتي ڪُوڙو ڪچ. سچ يا ڪُوڙ جي راهه تي هلڻ تنهنجي اختيار آهي پر جهڙي وات وٺندين تهڙي ٽڪ پر پٽائيندين. راهه چُونڊڻ بعد، درگاهه ۾ پيشي يا رجوع ثامو، ايشور جي انصاف ۽ ڪرم جي قانوني قلم مطابق ٿيندو. جيڪي پوکيندين سوئي لڻندين. گورو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

ساچي ڪرڻي - پت پرواڻُ
ساچي درگهه - پاويءِ ماڻُ.
(راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ٣)

اي بندا، عمر جو گھڻو حصو ويو وڃائي لي، ڪوڙ ڪپٽ ۾، اوگڻن جي اوٽ ۾، وڪاري وهنوارن ۾، مايا ۽ مترن جي موهه ۾، لوڀ لالچ جي لڳڻ ۾، رنگن جي رس ۾، سونهن جي سينگار ۾، پرائي پچار ۾، پنهنجي پڌائي ۾ ۽ واجهه ڏيکارڻ ۾. اهو ڪوٺو واپار، ڪوڙي راس سان، گهاٽي لو ڇڏي ۽ لوڪ پرلوڪ ناس لو ڪري. سچ جي سودي لاءِ سچ جي سمجهه کپي. اها سمجهه آهي رام نام. سنت سچا اهڙي سوداگري ڪمائين ٿا، جهڙن سنوارن ٿا ۽ منزل مقصود ماڻين ٿا. تنهن ڪري، ڪوڙ ڪپٽ جي ڪمائي ڪان ڪنارو ڪري، سنتن جي سنگ ۾ اچ ۽ ڪانئن سچ جو ٽڪو وٺي، سچ جو سودو شروع ڪر. اهڙي سودو آئي پاس پوندو ۽ لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪندو. اهڙي ٽڪو ڪيچ ڪمائيندو. انهيءَ صراحيءَ جي سرڪي، سمورن سان سيج تي سمهاريندي. اهو انوکو آزمودو وٺڻ اڙکو ڪونهي. ڏسو "مان" مار نه ميدان مارين. جنهن من جي مراد ۾ "مان"، "مونکي"، "منهنجو" يا "منهنجي ڪي" سمايل آهي، سا مراد ڪوڙ مان ٿي اٿين ٿي ۽ ڪوڙ ڪمائي، ڪوڙ ۾ سمائجي ٿي. پر جو ڪرم اهڙين مرادن مان آجو آهي، سو سچ مان ٿو اٿين ٿي، سچ جي تو ڪار ڪمائي ۽ سچ ۾ ئو سمائجي. "مان" مٽائي تي ۽ "تون" ٿاري ئو. ڪوڙ ڪٽائي ئو ۽ سچ امر بڻائي ئو. سچ ۾ ئي سدا سچو سک ۽ ابدي آنند آهي. سچ جي واٽ ۾ آهن برابر ڏکا ڏوڏا، اهنج ايذاءَ ۽ فاقا فراق پر اهي اوصاف ۽ آزمائشون آخر هوس جي هنج ۾، هندوري وارا لوڏا ڏياريندئون. اهو سک نه وري مٺو آهي ۽ نه ڪڙو جو آهي. اهو سهاڳ سدائين ساٿ هوندو ۽ وري نه کسبو. هاٿي نه جانب ٿي جند نه ڇڏيندو، انگ انگن ۾ اڙائي، قرب ۾ قابو ڪندو. جي اچي ۾ هٿا سي هاٿي هڪ ٿي ويا ۽ هڪ ٿي رهندا. سو اي بندا، من جي مٿل مٽاءِ نه محبوب سان منهان منهن اچين. سچ جي واٽ وٺ ته سچ ۾ سمائجي وڃين جو نه سچ ٿي واحد سان وصال جو وسيلو آهي.



# باب اٺون.

## ساڻ ۽ سچيون ڪرڻ.

### (۱) پڇتاءُ ۽ پراشچت.

(۱) ايڪ سمان ڏُک[1] سکائي لال - ڀاڳين[2] ڀونڪهه سدا ٻُٽيال[3]

ڪوڙ چُرا[4] مٺا مڙدار[5] - ڏاڍڪ[6] روپ رهان ڪرتار

ميءِ پٽ[7] ڪي هٿ[8] نه ڪرڻي ڪي ڪار - هُم بگڙي روپ رهان ڪرال

تيرا ايڪ نام تاري سنسارُ - ميءِ ايها آس ايهو آڌار. (۱. ر.)

مُک نندا آکان ڏِن رات - پَر گهر[9] جور هيءِ[10] نيچ صناتھ[11]

ڪام ڪرود تن وسهِ چنڊال - ڏاڍڪ روپ رهان ڪرتار

ڦاهي سُرته[12] ملوڪي ويس - هُم ٺڳواڙا ٺڳي ديس

ڪرا[13] سياڻا بهتا يارُ - ڏاڍڪ روپ رهان ڪرتار

ميءِ ڪيتا[14] نه جاتا حرامخورُ - هُم ڪيا مُهن ديسان دشت چور

نانڪ نيچ کهيءِ بيچار - ڏاڍڪ روپ رهان ڪرتار.

[سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۲۹)]

(۲) ڏاڍيو[15] ري - من ڏهه دس ڏانيو

مايا مگن سُتاد[16] لوپ موهيو - لِبن پرپ آپ ڀُلانيو. (۱. ر.)

هر ڪٿا هر جس ساڌ سنگت سئُ - اِڪ مُهت[17] نه اِهه من لانيو

بگسيو پيکِ رنگ ڪسنب[18] ڪر - پَر گرهه جوهن[10] جانيو

چون ڪمل سئُ ڀاؤ نه ڪيڊو - نهه ست پُرک مانيو

ڏاوت[3] ڪئُ ڏاوڙ[15] بهه پالي - جهُ ليلي[19] بلڌ[20] پرمانيو

---

۱. هڪ لاليچ روپي ڪتو بن ڪامنائن ۽ ترشنائن روپي ڪتين سان گڏ. ۲. اَسر وهلي. ۳. سنساري پدارٿن لاءِ. ۴. چوري. ۵. پاپن سان گڏ ڪيل پدارٿ. ۶. شڪاري. ۷. پٽي پرماتما. ۸. اُپديش. ۹. پرايون استريون. ۱۰. تڪيون. ۱۱. بري عادت. ۱۲. اندران دوکيبازيءَ جا بيا ويچار ڪريون. ۱۳. اُلر، نيڪ. ۱۴. ڪيهجون ڀلايون. ۱۵. پڪي نوءِ. ۱۶. مدهُ، وڏل. ۱۷. گهڙي پل. ۱۸. کهمبو، ڪڙو. ۱۹. چاڪي. ۲۰. ڍڳو، ڏاند.

نام دان اشنان ۽ ڪيترو - اِڪ نمڪ نہ ڪيرت ڳاليو
نانا جُوت لاءِ مَن لوڪيو - اَهه ٻُوجهيو اَپنايِيو[٣]
پَراپڪار نہ ڪبهوُ ڪِيَئي - نهي ستگُرُ شيوُ ڏِيائيو
پنچ دُوت رچِ سنگت گوشٽ[٤] - متواڙو[٥] مدِ[٦] ماليو
ڪرڻ بيٺي سادُ سنگت - هر ڳُڻ وِچل سڄ آليو
نانڪ پاپِ ٻڙيو هر ٻاچيءِ - راکُ لاجَ اَپنايِيو[٧].

[راڳ ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٣)]

(٣) ڪهڙُ ڪها - اَپني اَڏمائي[٨]
اُرجهيو[٩] ڪَنڪ[١٠] ڪاميءَ ڪي رسِ - اَهه ڪيرت پربه ڳالي. (١٠،٠)
جَڳ جَوُتي ڪڙُ ساچ جانڪيءِ - نا سڱُ[١١] رچ اپجائي
ڏِين بندُ سِمريو نهي ڪبهوُ - هوئيَ جو سنگ سُهائي
مگن رهيو مايا موهِ نِس ڏِن - ڇُٽي نہ من ڪي ڪائي[١٢]
ڪهُ نانڪ اَب ناهِ اَنت گتِ[١٣] - بِن هر ڪي سرنائي.

[راڳ ٽوڏي، محلا ناوان، شبد (١)]

(٤) ڪَوَن ڪاجِ سِرجي[١٤] جڳ ٻيتر - جنم ڪَوَن ڦلُ پائيا
ڀو نِڌ[١٥] تون تارن چِنتامن - اِڪ نمڪ نہ اِهه من لائيا
گوبند - هم اَئسي اَپراڌي[١٦]
جِن پربهه جيُ پنڊ[١٧] ٿا ڏِنا[١٨] - تسڪي ڀاءُ ڳُڻ نهي ساڌي[١٩]. (١٠،٠)

---

١. ڪتنين ڦسمن جا. ٢. خوش ڪيو. ٣. ٻين جي پرماتما ڪي. ٤. ڳالهه ٻولهه. ٥. مست. ٦. مايا جي نشي ۾. ٧. ٻنهنجو داس سمجهي. ٨. ڪڪرم. ٩. ڦاسڙيل. ١٠. سوڻ، سنساري پدارٿ. ١١. پريت. ١٢. مستي. ١٣. اِيو ڪر ڇاڙو جو اَنت سهيلي ڪري. ١٤. سنسار ۾ جنم ڏئي ويو. ١٥. ڀؤ ساگر. ١٦. پاپي هتيارو. ١٧. آتما. ١٨. ديهي، سرير. ١٩. ڪئي.

ٻو ڏين ٻاون[1] ٻرڪي[2] نِندا - ٻَر اُپاڌ[3] نه ڇوڙيي
آواڳوڻ هوت هي ڦُن ڦُن - اِهه ٻَرسنگ[4] نه ٽوڙيي
جهه گهر ڪٿا هوت هر سنتن - اِڪ لمڪ نه ڪِينو مين ڦيرا
لمپٽ[5] چور دُوت مَتواري - تِن سنگ سدا بَسيرا
ڪام ڪروڌ مايا مد مَتسر[6] - اي سَمپي[7] مو ماهي
دَيا ڌرم اؤر گُور ڪي سيوا - اي سُپنتر[8] ناهي
دِين دَئيال ڪرپال دَمودر[9] - ڀگت وڇل ڀي هاري
ڪهت ڪبير ڀير[10] جَن راکهُه - هر سيوا ڪرءُ تُهاري.

[راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٨)]

(٥) لُبهه[11] ڪتا ڪوڙ چوهڙا - ٺڳ کاڌا مُڙدار[12]
ٻَر نندا ٻرمُل[13] مکه سُڌي - اَگن ڪروڌ چنڊال
رَس[14] ڪَس آپ سَلاهڻا - اي ڪرمَ ميري ڪرتار.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣)

(٦) گلي اسين چنگيئا - آچاري[15] ٻُريئاهه
مَنهه ڪسُڌا[16] ڪاليئا - ٻاهر چٽوياهه
ريسا ڪَنهه تناڙيئا[17] - جو سيوهه دَر کڙيئاهه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

(٧) هو ڪُچيل[18] وهان - مَلِ ڌاري[19] - ڏُرمت[20] مت وڪار
نا هُءُ نا مين نا هُءُ هووان - نانڪ شبد وچار.

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٤)

(٨) هُءُ پال[21] وِڪَڙي[22] هوئي - آڏ ٻري[23] راهه نه ڪوئي
وچ هؤمين[24] ڪر ڪ روئي - ڪهه نانڪ ڪِن[25] ٻڌ گمت هوئي.

(١٦)

---

١. ٻين ڪي ستائڻ. ٢. ٻرائي استري. ٣. ٻين سان گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ٤. بد چلن. ٥. نشئي.
٦. حسد. ٧. ٻُونجي. ٨. سهڻي پرڻ. ٩. ڪرشن مهراج. ١٠. ٻانهن جي ٻيڙا. ١١. لوڀ لالچ.
١٢. حرام. ١٣. وشتا ڪالڻ جي برابر آهي. ١٤. سواد ۽ چشڪا. ١٥. ڪرتوت. ١٦. اگرا ۽ اُٻڙو.
١٧. اَيا آهي. ١٨. ڪوڙي ۽ ٻُڌي ۽ وارو. ١٩. گند سان ڀريل. ٢٠. ڪمت. ٢١. ڳولهي ڳولهي.
٢٢. ٺڪڙي پٽي آهيان. ٢٣. اوُلڌهه اَلڏ وڪار. ٢٤. اهم ڀاؤ. ٢٥. طريقو.

(۹) ميءِ گُڙ گلان کي سِر ڀـأر - گلي[1] گلان سِرجڻهارُ
کاڻا ڀيڙا هُسڻا[2] ٻادُ[3] - جب لگ رِديءِ نه آوهہ ياد.

واڳــ آسا، مــحلا ڀهلا، شبد (۹)

(۱۰) سک کي هيمَتُ[4] ڀهيـ دک ٻاوِت - شيوُ ڪريـ جن جن کي
دُتارهہ دتار سُنّان جُڳُ ڏولت[5] - نهہ سـد رام ڀجن کي.

واڳــ آسا، محــلا ناوان، شبد (۱)

(۱۱) دَديءِ دوش[6] نـ ديئوُ ڪِسيءِ - دوشُ ڪـرما آپڻا
جو ميءِ ڪِيڻا سو ميءِ ٻاليا - دوش نه ديجيءِ اَوُر جنا.

واڳ آسا، محلا ڀهلا، پٽي لکي (۲۱)

(۱۲) اَگاڏ[7] ٻوڏ اَپار ڪرلي - مورِهہ نهچُ ڪڇوُ نه جانـا
رَلن لياکِ سنگہ[8] رهـن ڪرڏي - ڀسوُن ليچ اَجانا.

واڳــ ڀهاڳڙا، محلا ڀنجوان، چنت (۳)۸

(۱۳) ٻَرهُرنا[9] لـويـ جوُٺ لِبد - اوهــي ڪِـرت گُداري
مرگہ[10] ترشنا آس مِٺيا[11] ميٺي - اِهـ ليڪ مدهِ ساڌاري.

واڳ ڏناسري، محلا ڀنجوان، شبد (۴۲)

(۱۴) اَندلا ليچ پردسي[12] - ڪِـن آويءِ ٻِـل جـاويءِ
تاکي سنگتِ نانڪ رهدا - ڪئہ ڪر موُڙا ٻاويءِ.

واڳــ سوُهي، محلا ڀهلا، شبد (۹)

(۱۵) هَمرا چـت لِيت[13] موهہ ٻکيا - ٻهُ ڏُرمت مئل ٻرا
تمري شيوا کر نہ سکهُ ڀريـ - هر ڪئہ ڪرِ مُگڌ[14] اَراه.

واڳــ ٻلاول، محلا چوٿان، شبد (۳)

(۱۶) آسا ٻـرِ ٻِـکار مـوهَـ - لِن مِهہ لـوڀـانـا
جـوُٺ[15] سمگري مِن وَسيءِ - ٻـار ٻرهمُ نہ جانا.

واڳــ ٻلاول، محلا ڀنجوان، شبد (۵۷)

(۱۷) جَـرا جيوَن جـوبـن گَـيا - ڪِيچ ڪيڻا نه نيڪا[16]
اِهـ جيڙرا[17] نرمـولڪـو[18] - ڪوڏي لگہ ميڪا[19].

واڳــ ٻلاول، ڪبير صاحب، شبد (۳)

(۱۸) مايا موهِ سگل جَگہ ڇاليا[20] - ڪـبـامـن[21] دِکہ ڪام لوڀاليا
سـت[22] ڪنچن سئہ[23] هيمت[24] وڌاليا - سپ ڪڇ اَپنا اِڪ رام بَراليا.

واڳــ ٻرڀاتي، محلا ڀهلا، اشٽپدي (۱) ۲

---

۱. سٺي ٻر سٺي ڳـالهہ. ۲. کلڻ. ۳. اجـايو، وڏرت. ۴. واسطي، ڪـري. ۵. ٻڌڪي تر. ۶. ڏوهہ، ڏوراپو. ۷. اَام بڌيءِ وارا. ۸. ڪنو لو ڪيان، سنگہ لو ڪيان. ۹. ٻرالي ماڪـٻـت ٻر اکہ. ۱۰. رڻ ٻت. ۱۱. جوُني. ۱۲. مـن وشين ٻر غلطان آهي. ۱۳. لالچي. ۱۴. مورکہ. ۱۵. ٻيڻايو، ٻيري. ۱۶. سـڪرم. ۱۷. جنم. ۱۸. اَڻملهہ، تـمام قيمتي. ۱۹. جهڙو، وانگر. ۲۰. ٻريو ٻيو آهي. ۲۱. اِستري. ۲۲. ٻت، اولاد. ۲۳. سون. ۲۴. ٻرسٽ.

سلوڪ، شيخ فريد
(٦١)

(۱۹) فريدا ڪالي مئلي ڪپڙي - ڪالا مئڏا ويس[۲]
گُنهي[۳] ڀريا مين قران - لوڪ[۴] ڪهي درويش.

(۷۰)

(۲۰) فريدا اي[۵] آواج ڪُتيا[۶] - ايهه نه، ڀلي ريت
ڪبهي چل نه آليا - پنجي[۷] وقت مسيت.

۱. ڪارا، ميرا، گندا. ۲. اعمال ۽ افعال. ۳. گناهن، پاپن. ۴. دنيا جو ماڻهو. ۵. اهو مسلمان جو نماز نه پڙهندو هجي. ٦. ڪتو. ۷. پنجن مان ڪٿي هڪڙو ڏنعو.

## (۲) تُون چا ء مان چا ؟

(۱) تُسم چندنُ هم اِرنـدُ بـاهڙي - سنگِ تُماري باسا
ليچ رُوکُ[۲] لي اوُچ ڀڻي هـيءِ - گندُ سُگند نـراسـا
ماڌ ءُ سب سنگت سون تماريءِ - هم اوُگن تُم اپکاري
تـسم مخـتُول[۳] سُپيد[۴] سُپيئل[۵] - هـم بـوڙي جَس کيرا[۶]
سب سنگت مِل رهيتيءِ ماڌ ءُ - جئسي مـڌپ مکيرا[۷]
جاتـي[۸] اوُچا[۹] پـاتـي[۱۰] اوچـا - اوچـا جنم همـارا
واجا رام کي سيوُن کيني - کهہ روداس چماراء
[راڳ آسا، ڀڳت روداس، شبد (۳)]

(۲) هم مئلي تُم اوُجل کرتي - هـم نِوگن تُون دالـا
هم موُرک تُم چتر سياڻي - توُن سرب کلا کا گياتا[۱۱]
ماڌ ءُ - هـم اَنسي توُن اَنسا
هـم پاپي تـسم پاپ کَندنُ[۱۲] - نيکُو[۱۳] تـاکر دپسا[۱۴] . (۱۰۱ر)
تُم سب ساجي ساج نِواجي[۱۵] - جيءُ پِنڊ دي پِـرانـا
نِرگنيتاري گن نهي کوئي - تـسم دان ديهہ مهروانا
تُم کرهہ ڀلا هم ڀلو نہ جانهہ - تـسم سدا سدا دئيالا
تـسم سکداتـي پُرکُ بِڌالي[۱۶] - تُم راکنهہ آپني بـالا[۱۷]

---

۱. هيرن جو ڦڻ. ۲. ڦڻ. ۳. ريشم. ۴. اُڇو، اوُجل. ۵. پيلو. ۶. ڪيئون. ۷. ماکيءَ جي مک. ۸. ذات. ۹. نيچ. ۱۰. ڪل. ۱۱. جاڻي جاڻهار. ۱۲. نـاس ڪندڙ. ۱۳. سندر. ۱۴. آستان. ۱۵. وڏائي يا مهما بخشين ٿو. ۱۶. ڪرمن جو ڦل ڏيندڙ. ۱۷. ٻالڪ.

تُم اِندان اَلل سُلطان[1][2] - جيئه جنت سڀ جاچي[3]
ڪهُ نانڪ هم اِهيءَ حوالا - راکُ سنتن ڪي پاڇي .

[راڳُ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٧)]

(٣) همري اَوگڻ بهت بهت - بهُ بار بار هر ڪٽيئي نه آوئي
تون گڻونتا هر هر دئيال - هر آپي بخشي ليهُ هر پاريءَ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١١)

(۴) تم بولو پاوَن پُوک پريت سوامي - هم ڪيٗ ڪر ملهه بوُناري
همري جيئه هوو[4] مُک هوو هوت هيءَ - هم ڪرم هيڻ ڪوڙ پاري.

راڳ ديوگنداري، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٥) تون گڻ داتو نرملو پاڻي - نرمل تا من هوءِ
هم اَپراڌي نرگڻي پاپي - تجهي لي ڳڻ سوءِ[5].

راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (١) ۴

(٦) آپي ليئي لڙ لاءِ - ڪرپا ڌارِ بِنتا جيئه
موهه نرگڻ لبچ اَنات - پريت اگمِ اپارا جيئه.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، چنت (٣) ١

(٧) تم گوهر[6] اَس گهر گنيرا - تم پرُ هم بهرِ سُتا[7] رام
تم وڏ وڏ اوچي - هم اَلپ ڪ[8] نهر سِتا رام.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، چنت (٢) ۴

(٨) ڪهِه ڪمي ميري ماڌوا - لوُن سرب بياپي
تم سَمسر[9] ناهي دئيال - موهِه سمسر پاپي.

راڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٩) تون ساگر هر گُنس تماري - تم مهه ماڻڪ لعالا
تم دپوهه تل سُنڪ[10] نه مانهه[11] - هم پنڇهِ سدا نهالا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٠) هم ليري جنت[12] - تون پجاون هارا
هم ليري بڪاري[13] - دان ديهِه دالارا.

راڳ پبرڀي، محلا پنجوان، شبد (٣١)

---

١. خزانو. ٢. شاهن جو شاهه. ٣. ٽهڪجي در تي منگتا آهن. ۴ من اندر. ٥. حاصل ٿين ٿا. ٦. هيرا، جواهر. ٧. استري، داسي. ٨. بلڪل ٿيچ. ٩. برابر، جهڙو، وانگر. ١٠. بنا رتيءَ شڪ يا هڪ جي. ١١ ڪاڻي. ١٢. ساز. ١٣. منگتو، پنو.

راڳ سارنگ، محلا
پنجوان، شبد (۴۵)

(۱۱) هم پوُڄهه تم سدا اَپوُلا - هم پتتَ[۱] تم پتت اُڌرڻا
هم نيچ برڪ[۲] تم مَلّاگر - لاڳ سنگِ سنگ بسرڻا.

راڳ سارنگ، محلا
پنجوان، اشٽپدي (۸) ۱

(۱۲) هم ناٿي[۳] ليچ اُمي بڌ صاحب - قدرت ڪوڻ بچارا
منُ تن سيتل گور درسَ ديکي - نانڪ نام آڌارا.

راڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (۳۵)

(۱۳) ذات جوت سڀ صورت تيري - بهت سياڻپ هؤمي ميري
بهُ ڪرم ڪماوهِ لوڀ موهه وياپي - هؤمي ڪدي نچوُڪي ڦيري[۵].

راڳ ملار، محلا
پهلا، شبد (۳)

(۱۴) هم نيچ هوُلي هيڻ مت جوُٺي - توُن شبد سوارڻهارا
آتم چِينِ[۶] تهان توُن تارڻ - سچ تاري تارڻهارا.

راڳ ڪانڙا، محلا
چوٿان، شبد (۲)

(۱۵) تم هر شاهه وڏي پرڀ سوامي - هم وڻجاري راسِ[۷] ڏِهِن[۸]
جن نانڪ ڪهُ ديا پرڀ ڌارهه - لدِ[۹] واکر هرِ هر لهن.

راڳ پرڀاتي، ڀڳت
نامديو، شبد (۲)

(۱۶) تُم[۱۰] چهڻي پارس هم ڇهي[۱۱] لوها - سنگي[۱۲] ڪنچن[۱۳] ٿِيَلا[۱۴]
توُن دئيال رتن[۱۵] لعال - ناما ساچِ سمانلا.

---

۱. پاپي. ۲. وڻ. ۳. چندن جو وڻ. ۴. لمار. ۵. چڪر. ۶. ڪوجنا، ڳولها. ۷. سڀئي پونجي.
۸. بخشين ٿو. ۹. اَنهي ولي ماڙ سان ڪٽي وڃون. ۱۰. توُن. ۱۱. مان. ۱۲. لڳڻ سنگ
. ۱۳. سون. ۱۴. ٿيڻي پيو آهيان. ۱۵. هيرن جواهرن جو خزانو.

## ساڻ ۽ سڃاڻڻ ڪرڻ.

## توُن ڇا ۽ مان ڇا ؟

جيون ياترا جي سڦلتا لاءِ چار مکيه پد آهن: پهريون سوچڻ، ٻيو سڃاڻڻ، ٽيون ساڻ ۽ چوٿون سڌرڻ. ڪيترا انسان آهن جن جو اهو عقيدو آهي ته جيون جو مقصد آهي کائڻ پيئڻ ۽ کلڻ کوڏڻ. اهي انسان آهن المست ۽ الوُت، جيئن نشئي ڳٽي ۾ يا سوُئر گندگيءَ ۽ غليضائيءَ ۾. جو ته انهن جو جيون ياترا جي اصلي ۽ بنيادي مقصد متعلق ڪڏهين ڌيان به ڪونه ڇڪيو آهي. جن سوچيو ئي ڪونهي سي سڃاڻيندا ڪئان؟ ساڻ ۽ سڌرڻ جون منزلون ته اڃا ڏور ٿيون. پر جنهن جيون ياترا جو ڪڏهين نه ڪڏهين، ڪجهه سوچ ويچار ڪيو آهي، ته مان ڪير آهيان، منهنجو اصلي گهر ڪهڙو آهي ۽ منهنجو هن گهر سان وهنوار ڪهڙو هئڻ گهرجي، تنهن کي سڃاڻڻ جي سڃاڻپ ۽ شناخت اوس ايندي.

ڇا سڃاڻڻو آهي؟ پهرين اهو ته مان هن وقت ڪهڙيءَ حالت ۾ آهيان؟ منهنجي ويچار ڌارا ڪٿي ٿي وڃي؟ منهنجون ڪامنائون ڪهڙيون آهن؟ من جي مرادن پڄائڻ لاءِ، مان ڪهڙا قدم ڪٿي ڇڪيو آهيان ۽ ڪهڙن قدمن کڻڻ جو ارادو اٿم؟ ٻيو ته ڇا اهو سڀ صحيح ۽ لازم آهي؟ ڇا انهن ويچارن ۽ ڪرمن ڪرڻ سان، مان دائما سک پراپت ڪري سگهندس؟ ڇا اها جيون، مون کي ياترا جي واٽ يا ياترا کان ڏور ڪري رهي آهي؟

جي سوچڻ جو طريقو سچو آهي ته سڃاڻڻ جو طريقو به صحيح هئڻ کپي. پر جي حساب جي واٽ ئي غلط هوندي ته جواب اوس غلط نڪرندو. وسامڻ ڏياٽي يا ٻرندڙ مشعال جو الٽو طرف ته اونڌهه ڏور نه ڪري سگهندو. روشن ڏياٽي ۽ سندس سڌو پاسو ئي روشنائي پيدا ڪري، انڌڪار نروس ڪندو. تنهن ڪري، من ۾ به روشن ڏياٽيءَ جي سڌي پاسي سان، سچ جي کوج ڪرڻي آهي. جڏهين پاڻ کي سچيءَ طرح سڃاڻبو تڏهين ته معلوميت ٿيندي ته مان ڇا آهيان ۽ مون کي ڇا ٿيڻ گهرجي، مان ڇا ڪريان پيو ۽ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي، مونکي ڪهڙي پٽ وٺڻ کپي ۽ ڪهڙي ڇڏڻ گهرجي؟

هاڻي ايندو ٽيون پد ساڻ جو، سوچڻ ۽ سڃاڻڻ جي ٻن پدن کانپوءِ پاڻ کي هميشه صحيح سمجهڻ يا ٻڌائڻ سان، چوڪ ڏانهن ڌيان ڪونه ويندو. چوڪ تي سوچ ڪبو، چوڪ جو قسم ۽ سلسلو سڃاڻبو ۽ چوڪ جي نامناسبي ڀاسبي ته پوءِ چوڪ پيڇو ڪرڻ ممڪن آهي. ڇڏائڻ ۽ لڪائڻ سان يا خواه مخواه مناسب ٺهرائڻ سان، چوڪ جيئن من مان نڪري اچيئن من ۾ مورچو لڳائيندي ۽ موقعي ملڻ تي ٻيهر پرگهٽ ٿيندي. سو ساڻ ٻنا سڌرڻ

حال آهي. سڀڻ سان، من صفا ۽ هلڪو ٿيو ٿو. هڪ ڪوڙ کي بچائڻ لاءِ، ٻيا ڪوڙ گهڙڻا پون ٿا پر سچي ڪرڻ کان پوءِ، من بيٺو ٿئي ٿو. ڪوڙ ڪمزور آهي ۽ سچ سمرٿ آهي. اِهين اُساهت ۽ اِچا شڪتيءَ سان، من اڏولچي ۽ سڌ رچي سگهي ٿو. اِنهيءَ ڪري صاف ساڻ جي سلسلي کي، سري گرو گرنٿ صاحب ۾ وڏي اهميت مليل آهي، جنهن مان چوڻ وچن مٿي ڏنل آهن. اِهي پڙهڻ ۽ پُرجهڻ ۾ ٻاڻيءَ جو پتو لڳندو.

صاحب سمجهائين ٿا ته اي بندا، تون پنهنجي من کي ويهي جاچ، ماٺ ۾، ايڪانت ۾، غور سان ۽ غور ڪر ٻيا. ڏس ته من جون اُلٽيون اُمنگون، اُلجهڻ اُڙ ٻڪاڙيون، ترنگ ترانا، ڪامنائون ڪٿي نيون وڃن ۽ ڪٿي ليون پڪڙائين؟ اندازو لڳاءِ ته تنهنجي من جي مانگ ۽ مراد ڇا آهي؟ مرادن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪرم سوچي يا ڪري رهيو آهين؟ ڪام وس ٿي، پتو ڪونه ٿو پوي ته ڏينهن آهي يا رات، پنهنجي آهي يا پرائي. لوڀ جي سان لسڻي نه ملي ته من سان ٿي سهي. پر جي ڪامنا ٿي اڌوري يا رهجي وڃي اَڌوري ته چڙهندي چنڊال ڪرود مٿان. ڪنهن سان گار گند، ڪنهن سان وير ورود، سڀ سان پالي ڪٽيندين ۽ تپائي ڪٽيندين. جي ڪامنا ٿي پوري ته به من ترپت ڪونه ٿيندي. لوڀ ۽ لالچ ۾ گهٽي کي گهڻو ڪهي. پوءِ ڏس پنهنجا طريقا ۽ ترڪيبون! ڪوڙ، ڪپٽ، ڪنڊيا، دوکو، دولاب، ابرڪا، چوري، چاپلوسي، چڙهت، چٽاڀيٽي، سڀ روا، ڇو جو لوڀ جون خود ٻاڻ ٿو ڪرين، ٻاڻ لاءِ يا پنهنجن لاءِ. ٻاڻ لاءِ ته نور ۽ ماپ ٿي ٿرالي آهي!

جي اِين ۾ ڪو اَهڙو اَوگڻ ڏسين ته هوند هل هنگامو ۽ هاءِ دوس مچائي ڏين. پرائيءَ ٻار، گلا، نندا ۽ چغليءَ ۾ پڙ آهين. چالاڪي ۽ چترائي ته ڪو توکان سکي. پر پت اُلٽي پنهنجي سريلر سان، سريلر جي رسن سان، پنهنجن سان، پيارن سان. اِنهيءَ موهه ۾ تنهنجو هوش حواس ۽ سُڌ ٻڌ، سڀ گم ٿي ويا آهن. دک ۽ ڏيندڙن ليءِ ٻيو ٿڏين ۽ ڪڍين، هڪ ٽان ٽوپي ٻڌي ٿي. پاڪيزه جي پوشاڪ ٿو پائين ۽ ڪفر جي ڪرت ٿو ڪمائين. رڳي ڪوٺي مٿ، ڪوڙو سنگ ۽ ڪوڙا ڪرتوت. پاپ پنج، ڪڻ اوگڻ ۽ نيڪيءَ بديءَ سچائڻ لاءِ اُسمرت ٿي پيو آهين. اَهنڪار ۾ اچي، پيو وائين ورائين ۽ آسمان ۾ اُڏون اُڇلائين. ٻاڻ جهڙو ڪنهن کي ڪونه سمجهين. پين جو برو سوچين ۽ برو ڪرين. جي ڀلو ڪرين به ته لسي پرائيءَ ٻاونا سان. اَصليت لڪائي، نقلي ناٽڪ رچي رهيو آهين.

نه دان، نه ديا، نه پرايڪار ۽ نه پرمارٿ. پسونءَ کان به بري آهين. اي دشت، گڻ چور، حرامخور، تون نيچ، چنڊال ڪتو آهين. ڇا تنهنجا اعمال ۽ افعال آهن؟ ڇڪي جهڙو جهڙي ڦڻ جي چاتو، تنهنکي سچ سمجهين، ڪهڙي چٽڪي ٿي پلجي، تو ڪهڙا نه رنگ رچايا آهن؟ ڏهري ڏسائن ۾ پيو ٿو پٽڪين. چاهين ته سڄي دنيا هٿ وس

ڪريان. دنيا ڪٿي آهي پنهنجي، رڳو پرماتما آهي پرالو. سو ڇو ٿا ٿايين؟ انسين جنم اڪيارٿ ٿيو ۽ ورٿ ويو. رتن وڪاڻو ڪوڏيءَ ۾. نه ڪٿي پتي پلاند پرماتما جو، نه شرن ستگرو جي، نه سبگھ ستن جو ۽ نه رس رام نام جو. پنهنجن کي ڀٽ ۽ پرديسي پراون سان پريت. اي ٻندا، صاحب تنهنجي جيون جو اظهار هيئن ٿا ڪن:

(١) گُلي اُسين چنگيئا - آچاري ٿُر يتاهه
ريسا ڪنهه ٿيارئا - جو شيوهه در ڪنڙ يتاهه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

(٢) فريدا ڪالي مٿڏي ڪپڙي - ڪالا مٿڏا ويس
گنهي ڀريا ميءَ قِران - لوڪ ڪهي درويش.

سلوڪ، شيخ فريد (٦١)

اي ٻندا، اهي چالاڪي ۽ چتراني، دنيا کي ڪٿي ڪڻ ٻل دوکو نه ڏني ٿو جو چاٽي چاٽڪار آهي ۽ جو تنهنجي ويڪ ۾ ويهڪ آهي، تنهنجي لڪيءَ ۽ ڪرڙيءَ نظر کان ڪيئن ٿو سگهندين؟ يقين ڄاڻ ته اندر ۾ هڪ ٻاٽمرادو ڪئمرو واري ڪئميرا ڪم ڪري رهي آهي، جا تنهنجي ڪرمن جا، ٻلڪ ويچارن ۽ ارادن جا به ويني هردم چتر چٽي.. اهاڻي آهي ڪرمن جي ٽپري جا ٻاڻ سان ڪٿي آئين ۽ ٻاڻ سان ڪٿي ويندين. اها ٽپري اتي ئي واچبي ۽ آنيندو ڄاڻائيندي. هوندي نيڪ ته لڄ پت رهجي ايندي پر جي هوندي ڪسي ته ورِي جوئين جا ڏک ڀوڳائيندي. عادل جو عدل ۽ امر اُٽل ۽ اٽڪندڙ آهي.

اها اوگهڙ سمجهي ۽ سچائي، شرمايان ٿو، پڇتايان ٿو ۽ ڳوڙها ڳاڙيان ٿو. سائينءَ اڳيان سجدو ڪري سچيون ڪريان ٿو، من جون مدايون وانگيون ڪريان ٿو، ٻدايون ۽ ٻرايون سليان ٿو ته هي دين ٻندو، هي دين ديالو، مان ٻاپي، گنهگار ۽ هچارو آهيان، ٻالوڻ وچاير ته چراتي ۽ وچاير، ڪي ڪمن ڪمايم. هاڻي ٻدائي ۾ ٽن هيڻ ۽ ٻل هيڻ آهيان. نه رهيو آهي ست ۽ نه شڪتي. پر حرص حواس مان من نڪري نه ٿو ۽ لالچ ۾ لڳي نه ٿو. من جو غلام ٿيجي، پڳوان جو ٻاٽو پلجي ويٺو آهيان پر پڳوان کي پنهنجي ٻاٽي ۾ آڻڻ جون آزاد تائون ڪريان ٿو. ٻاهران عهد اقرار ڪريان پيو، سائينءَ ۾ سڪ ۽ صدق جا، پر اندر ۾ پريت لڳل اٿم پدارٿن سان. آهي طلبي پيو آهي طلبيان. سوار ٿيٺي لي سوار ٿي، ضمير ئي زاوَن ڪري ڇڏيو اٿم. مٽيءَ لي موهجي، هيرو هٿان ڇڏي ڏنو اٿم. ٻوم مذب جو ميلاپ ڪيئن ماڻيندس؟ روپ رس ۾، اخلاقن ۽ اهم اصولن جو الگهن ڪندي، ڪابه هڪ ٻا هلاڪي محسوس ڪونه ٿو ڪريان. هيرا ڦيريءَ جي هير ڦيڇي وٺي آهي. ٻرڪلي جي ٻرپنچ ۾، مڊش جيون جو مقصد ئي ميسارجي ويو آهي. ڌارمڪ آستانن تي ڌڪا پيو کان پر من جي رُچي مايا جي رنگ ۾ لڳي بيٺي آهي. ڪڙ ڪپيتڙي وانگر، من ڪڻ ڪڻ ۾

نٿين ڪڍئس لڪائي وٺو آهي. پيو ھتان پئڪائي ھُمت وھاري. وڪاري وندَر ۽ وروُنھ ۾
وشرام پاپان ٿو. دنيوي دعوتي دوُر نٿي ٿئي. تمي جو اپايل آهيان، رڃي ۾ رُليل آهيان
پر سنٽي ڪان سِڪايل آهيان. ميري ليري ترڪ نٿي ٿئي. اندرئون غير غرق نٿي ٿئي ٿو.

هي منڙا مالڪ، مان ڪٿان اچي ڪٿي ڪريو آهيان ۽ ڪهڙا ڪرم ڪريان پيو؟
تُنھنجو اُنس ٿئي، مانش جنم مليم جو وڪارن وھيلي وئرٿ وڃايم. ھاڻي پنھنجي توسان
ڪھڙي تشبيھ ڪريان؟ مان نرگڻ نيچ ته تون ڳڻي نڌان، مان ميرو مدو ته تون اڇو اُجل،
مان پاپي، اپراڌي دراچاري ته تون پتت پاون، مان ڪوُڙو ڪپٽي ته تون سچو سچ، مان
اَڻڄاڻ ته تون جاڻي جاڻڻھار، مان ڀوُلڻھار ته تون اَڀُل، مان عيبدار ته تون عادل، مان
بيرحمي بيقياسي ته تون رحمان، مان سمدن ساڌو ته تون سرو سمرٿ، مان پيدو ته توُن
پرتپال. توُن ڪٿي ته مان ڪٿي؟ مان لوھ، لڳ، ته سون ليان ۽ سوني ۾ سمائجي وڃان.

هي دِيالُو، ڪرپالوُ، مھر ڪر موُن مسڪين تي. منھنجي ڪرتوُتن تي ڪيو
آهي، مونکي مٺي ھاب ۽ وانڍ وھيڻو ڪيو آهي. پنھنجي ڪئيءَ جو ڪيتو ٿو لوڙيان.
ٻين کي ڪھڙو ڏوھ ڏوراپو ڏيان؟ سڀ اُرڀع خطا منھنجي آ. پنھنجوُن پاراتا ٻين کي ڇو
ڪيان؟ ڪرمن جي قضا جو قسمت مان ڇو قصوُر ڪيان؟ ها مان ڪلڇڻو، ڪوھيارو ۽
ڪاڻيارو آهيان. ڏُٺيءَ جي در جو ڌڪيل ۽ ڌڪاڻل آهيان. منھنجا ڏوھ ڏنگائن نه
ڏس، منھنجا عيب اوڻائن نه ليک، منھنجوُن ڪلفتوُن ڪمزورائوُن نه وِچار، منھنجا
نقص نظرانداز ڪر. مدائن ڪري ملزم آهيان پر من جو مظلوم آهيان. ھاڻي ته پيارا پريتم،
تنھنجو پلاند پڪڙي پيو ٿو پڪاروُن ڪريان، اپيناءُ ڪريان ۽ پراشچت ڪريان. رڻ جو
رُليل آهيان. ھاڻي ھوس جي ھوائيءَ اڳيان پيو ٿو ھنجوُن ھاريان ته ستر ڪر ستار، آءٌ
اگھاڙو آهيان. ڍڪڻھار موُنکي ڍڪ. آسانتي جي عنايت اگھاءِ. قناعت جي قوُت بخش.
ھڪڙو سفر اَھنجو، اوُکو ۽ اَڻانگو، پيو اُتر بار بدن ۽ برائي جو ته ليون آهي پلائي جو
پائمتال. پوءِ اي پالڻ، پترڻ تي ڪيئن پاس پوندس ۽ پار ڪيئن پھچندس؟ ھاڻي توُن
ميت مدائوُن منھنجوُن. پارڻ رھبر ٿِي، اچي منھنجي راھ جي رھنما ڪر ته وطن وريءَ
ماوُن سان مِلان. سالي سوُنھون ٿيءَ ته سفر سڻانو ٿئي. اِھا آهي موُن عاجز جي عاجزي،
آزي نيزاري، اِلتجا عبادت ۽ والسيءَ در وينتي. مان ابرار آهيان، ڪرم ھيڻ، مت ھيڻ،
نيچ، نڪمو، پاپي، پاکنڊي. منھنجا اوُگڻ ۽ عيب انٽي اڻگڻيا. شرن آئي جي لڄ ٻت
رک. حجت نه ٿو ھلايان، عدل ۽ اِنصاف جي منطق جو منڪر آهيان. سر دني دپ، فيض
۽ فضل لاءِ پلئه جھليو اٿم. جھوليءَ ۾ منھنجا جھوُلي لال. گناھ بخش، سمت ۽ شڪتي
بخش ته سمارگ پايان، سُڌري سِڌو ٿي ھلان.

(۱) همري اوگڻ بهتُ بهتُ - بهُ بار بار هر گهڙي لڳ آوي
توُن گڻونتا هر هر ديال - هر آپي بخشي ليهُ هر ڀاوي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (۱۱)

(۲) هر ليهو هرلسي هرڻ مين جوئي - تؤن شبد سوارڻهارا
آلم ڇڙن نهان تؤن تارڻ - سچ تاري تارڻهارا.

راڳ ملار، محلا پهلو، شبد (۲)

هي ڪرتار ڪرپالو، تنهنجي مهر سان، مؤن سوچيو آهي، سچالو ٻه آهي ته سليو ٻه آهي. هاڻي ستگرڻ جي سمجهه ۽ ساڃهه ڪري. مان تنهنجو آهيان، مؤنکي پنهنجو ڪر. وطن لاءِ پيو ٿو واجهايان. آس اُڪير الم نوسان ملڻ جي. ترڦ آهي، لما آهي. تامه السم تُنهنجي. پاڻ ڏانهن ڇڪ ته ڳجهيءَ جسا ڳت ڪون ۽ ترشنا جا ڳنڍ ڇڏڻ. تنهنجو آس آهيان، تنهنجو قطرو آهيان ۽ پاڻ پاڻي، اُوڏيا ۽ اَڳيان جي پڙدي پيان، پيو لڳو پسن جيان جهوُن گهاريان ۽ پيڙائون پوڳيان. اهي پڙدا هٽاءِ ته آمهوُن سامهوُن ٿيون، مُهان مهن ملاقي ٿيوُن، تُنهنجو ڪرڻ وري جهٽي جذب ڪريان، تو جيان ٿيي، تنهنجو جس ڳايان ۽ تنهنجو جس وڌايان. من جوُن تمنائوُن ۽ ترشنائوُن ترڪ ڪري، جنم جنمانتر جي ڏيهه جي بندن مان ڇوٽڪارو پائي، هڪ ٿي هڪ ٿي وڃان. ڪال جي دائري کي اورانگهي، موت کي فتح پايان، اکنڊ جوت جو جهنڊو جهلايان، جهوُلي لال جهوُلي لال ملايان.

هي ٻڪيس وڃل، نمت تو منهنجو آواز اٿايو، وراڻي وراڻي، اُر ڏنو ۽ پال پيلايو. داتر جي در تي دعا اُگهاڻي. اَندر ۾ اعلان آيو. دلبر جو دلاسو پهتو. ترڻ جي تسلي ملي. اُپديش مان اُنيڙ آيو. اَٽل اعتقاد جاڳيو ته جو سانڊڪ، صاحبن جي سمجهاڻل ڇڙن پندن جي پيروي ڪري ٿو، سوچي، سچاڻي ٿو، سچاڻي، سلي ٿو ۽ سلي، سدري ٿو، تنهنکي پرماتما پاڻهي پاند پئي ٿو. جو جيؤ اهي نصيحت آميز هدايتوُن جو هدايتوُن عمل ۾ آڻيندو، سو جڳ پڙساگر مان ترپي پار پوندو ۽ هن پير الله لوڪ جوُن اُلوليوُن ماڻيندو. اُدم اسانجو ٿيندو ۽ مدد موليٰ جي ملندي. اُلين پرشارت، پرالبڌ ٺاهيندو.

اِلهيءَ آسري ۾، من بندي جا ٻ ٻاڳه کُلن ۽ ڪرم پلئو ڪالين ته اُهڙي اُدم جو اُدڪاري لئي ۽ واحد جي واڳه وهيڻو لئي. سچو سالڪ ٻ اِلين آواڏناوُن ڪندو آهي ته هي منهنجا پرانناٿ، مان هوُند پاڻ پڇاڻيان ۽ پاڻ پڇاڻي توکي پاڪ ۾ پايان. اَصلي آهيوُن ته اِڪ ته شال ٿيي ٻ وڃوُن اِڪ. فنا ٿيي هوُاند فرق مٽايان. محبوب ۾ ملڻي شال مشاهدو ماڻيان. من جي اوت جي آلذي آئي ته ڏٺي الم. هاڻي هوُند، من جي موت جي موج ماڻيان. من اِها منڪتي جي مانگ منظوُر لئي ته مالڪ ۽ منگتو ٻئي ملي وري هڪ ٿي وڃن، اَصل ٿيي وڃن ۽ نقلي نقش ۽ نقاب نابوُد ٿيي وڃن. سس وڃن ا

# باب پهريون.

## پرماتما ۽ پرڪرتي.

### (۱) بي انت بادشاهه.

(۱) انت نه صفتي[1] ڪهڻ نه انت - انت نه ڪرڻي[2] ڏيڻ نه انت
انت نه وکڻ سڻڻ[3] نه انت - انت نه ڄاڻيءَ[4] ڪيا من مت[5]
انت نه ڄاڻيءَ ڪيتا آڪار[6] - انت نه ڄاڻيءَ پارا وار[7]
انت ڪارڻ ڪيتي بلاهه[8] - تاڪي انت نه پائي ڄاهه
ايهه انت نه ڄاڻي ڪوءِ - بهتا ڪهيئي بهتا هوءِ
وڏا صاحب اوچا ٿاءُ[10] - اوچي اوپر اوچا ناءُ
ايوڏ اوچا هووي ڪوءِ - تس اوچي ڪو ڄاڻي سوءِ
جيوڏ آپ ڄاڻي آپ آپ - نانڪ ندري[11] ڪرمي[12] داتِ[13].

[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (۲۴)]

(۲) سنڪ[14] سنند مهيش سمانا - شيش[15] ناڳ تيرو مرم[16] نه ڄاتا
سنت سنگتِ - رام رِدي سمائي. (اڪ رهاءُ)
هنومان سر[17] گرڙ سمانا - سرپت[18] نرپت[19] نهي گڻ ڄاتا
چار بيد اَر سمرت پُرانا - ڪملا[20] پت ڪملا نهي ڄاتا
ڪهه ڪبير سو ڀرمي ناهي - پڳ لڳ[21] رام رهي سرڻائي.

[راڳ ڌناسري، ڪبير صاحب، شبد (۱)]

---

۱. گڻ. ۲. ڪرتوت. ۳. ڏسڻ. ۴. ڄاڻو وڃي. ۵. مرضي يا مطلب. ۶. روپ. ۷. شروعات ۽ پڇاڙي. ۸. پکاريل آهي. ۹. جيترو ڪهڻو. ۱۰. آستان. ۱۱. مهر. ۱۲. ڪرپا يا ڪرم. ۱۳. بخشش. ۱۴. برهما جا پٽ. ۱۵. شيش ناڳ. ۱۶. راز. ۱۷. جهڙا. ۱۸. اندر ديوتا. ۱۹. راجا مهاراجا. ۲۰. لڇمي جو پتي، وشنو. ۲۱. چرن.

(٣) مهما نه جاڻهِ بيدَ - برهمي نهي جاڻهِ ڀيدَ
اَوتار نه جاڻهِ اَنتُ - پرميسرُ پارِ برهم ٻي اَنت
اَپڻي ڳتِ آپ جاڻي - سُڻ سڻ اَوَر وکاڻي. (١٠ و)
شنڪرا نهي جاڻهِ ڀيو - ڪوجتَ هاري ديو
ديويا نهي جاڻهِ مرمُ - سڀ اوپر الکُ پار برهمُ.

[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٦)]

(٤) قدرت ڪرڪي وسيا سوهه - وکتُ وچاري سو ٻندا هوهه
قدرت هي قيمت نهي پاهه - جان قيمت پاءِ ته ڪهي نه جاءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٤)، سلوڪ محلا پهلا

(٥) لال گوپال دئيال رنگيلي - گهر گنڀير ٻي اَنت گوونديِ
اوچ اَٿاهه ٻي اَنت سوامي - سمر سمرِ هئُ جيوان جيئُ.

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٩)

(٦) ليکا پڙهيئي جي ليکي وچ هووي - اوهه اکر اکو چر شبد سڌ هووي
اَن ڏن سچ شبد سالاهي - هُورُ ڪوهه نه قيمت پاوَٽيا.

راڳ ماجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (١٧)

(٧) ٻسڌا کاگد بن راڄ قلما - لکڻ ڪمُ جي هبوهه ٻوَن
ٻي اَنت اَنت نه جاهه پائيا - ڪهڻي نالڪ چرن سرن.

راڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (٤) ٨

(٨) پروردگار اَپار اَگمُ - ٻي اَنت توُن
جنا پڇاتا سچ - چمان تنو موُن.

راڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

(٩) بيد پڙهي پڙهِ برهمي هاري - اِڪ تل نهي قيمت پائي
ساڌڪ سِڌ ڦرهه بلائي - تي ٻي موهي مائي
دس اوتار راجي هوهه ورتي - مهاديو اوڌوتا
تن ٻي اَنت نه پائيو تيرا - لاهه لڳي ڀٻوتا.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٤٩)

---

١. حالت. ٢. جر ٻڌي ٻڌي، ٻين ڪي ٻڌائين ٿا. ٣. ڀيد. ٤. گرلهي گرلهي. ٥. لکڻ کان ٻاهر. ٦. مالڪ ڏيهي جي اَمر سمي پر. ٧. سچو انسان. ٨. آنند روپ. ٩. من، واٽي ۽ اندرين جي پهچ کان پري. ١٠. گوروءَ جو اپديش. ١١. ڏينهن رات. ١٢. ٻيو ڪو به. ١٣. پرٿوي. ١٤. سڀ وڏراهه. ١٥. ڪلڪون. ١٦. وايو يا هوا. ١٧. ٻڪري. ١٨. مائيا جي موهه ۾ ڦاٿل.

راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (۱)

(۱۰) جو ڪڇ هوُنا سڀ ڪڇ تُجهه تي - تيري سڀ أسنائي[1]
تيرا أنتُ نه جاڻا ميري صاحبَ - مئي أنڌلي ڪيا چتُرائي[2][3]
ڪيا هوُن ڪٿي ڪٿي ڪٿي ديکان -
مئي أکٿ نه ڪٿنا جائي
جو تُڌ ڀاوئي سوئي آکان - تِلُ[4] تيري وڊيائي.

۱. پرپيمَ ۲. اگيائي. ۳. سياڻپ. ۴. ذرو ماتر.

## (۲) ايشور اکت ۽ الکُ آهي.

(۱) ڪوٽ ڪُولي[1] ڀيري آرڄا - ٻوڙ ٻهڻ[2] آئينا
چندُ سوُرج ڏه غفيءَ[3] نه ڏيکان - سُپني سُڃ[4] نه ٿاءِ
ٻي ليري قيمت نا ٻوءِ - هڻُ ڪيوڻ آڪا نا
ساچا لرنڪار لج ٿاءِ

سُڃ سڃ آڪسن آڪٿا - جي ٻاوءِ ڪري طماع[5]. (۱. ر.)
ڪُسا ڪُٿمبيا[6] وآر وار - ٻيسڻ اُسيتا[7] ٻاءِ
آڪي[8] سيتي جاليتا - ٻسر سيتي وَلجاءِ
ٻي ليري قيمت نا ٻوءِ - هڻُ ڪيوڻ آڪا لاءِ
ٻڪي هرلکي جي ٻوا[9] - سيءِ آسمانيءِ جاءِ
لدري ڪسي نه، آونوُ - نا ڪڇ پيتا نه ڪاءِ
ٻي ليري قيمت نا ٻوءِ - هڻُ ڪيوڻ آڪا ناءِ
ٿانڪ ڪاگدَ لکه مَتان - ٻرِ ٻز ڪيچيءِ[10] ٻاءِ
مَسوُ لوٽِ[11] نه آوُلي - ليکڻ ٻسڻ چلاءِ
ٻي ليري قيمت نا ٻوءِ - هڻُ ڪيوڻ آڪا ناءِ.

[سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۲)]

(۲) لوُن[12] اَکٿ[13] - ڪِٿُ ڪٿيا جاءِ
گور شبد مارڻ - من ماهِ سماءِ
ليري[12] گڻ اَنيڪ[14] - قيمت نَهِ ٻاءِ
جِس[12] ڪي باڻي - تِس[12] ماهِ سماڻي[15]
ليري[12] اَکٿ ڪٿا[16] - گور شبد وکاڻي.

[راڳ گوڙي، محلا تيجا، شبد (۸)]

---

۱. ڪروڙين ورهيه. ۲. هوا تي گذران ڪندو هجان. ۳. غفا ۾ رهي. ۴. جاڳرت اوستا ۾ هميشه هجان. ۵. اِڇا. ۶. ٻاڻ کي کهي ٽڪر ٽڪر ڪريان. ۷. جنب ۾ پيسجان. ۸. باهه. ۹. اُڏامان. ۱۰. هئين سان هنڊايان. ۱۱. ڪرت ۾. ۱۲. پرماتما. ۱۳. ڪٿ ڪرڻ کان ٻري. ۱۴. اَڻ ڳڻيا. ۱۵. سمائجي وئي. ۱۶. وچيل آهي.

(٣) ڪوڻ تراڙي[١] ڪوڻ تُلا[٢] - ٽيرا ڪوڻ صَراف بُلاوان[٣]
ڪوڻ گرو ڪي پهہ ديکيا ليرا - ڪي پهہ مُل[٤] ڪراوان
ميري لال جيهُه - ليرا اَنت نه جاڻان
ٽون جل ٿلِ مهيئل[٥] پر[٦] ٻر ليٽا - ٽون آپي سَرب[٧] سماڻاه (١. ر٠)
من تراڙي چت تُلا - ٽيري سيو صراف ڪماوان
گهٽ[٨] هي پيتر[٩] سو شهُه تولي - ان بِڌ چت رهاوان
آپي ڪُنڊا[١٠] تُول[٢] تراڙي - آپي تولڻهارا
آپي ديکي آپي ٻوجهي - آپي هي وڻجارا[١١]
اَنڌلا نيچ[١٢] ذاتِ پرديسي - کِن آوي تِل جاوي
تاڪي سنگت نانڪ رَهندا - ڪيُهُ ڪر مُوڙا[١٣] پاوي.
[راڳ سوُهي، محلا پهلا، شبد (٩)]

(٤) جا ڪي ليلا ڪي مِت[١٤] ناهہ - سگل ديوهاري اَوگاهہ
پتا ڪا جنم نه جاني پُوت - سگل پروئي[١٥] اَپني سوُت[١٦].

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣) ١٦

(٥) ڪِن کهيئي ڪِيُهُ ديکيئي پائي - ڪَرتا ايڪ اَڪهُ
گُورو گوبند سالاهيئي پائي - جِس تي جاپي[١٧] لکُه.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (١) ١

(٦) اَئل ڪيُهُ نوليا جاءِ - دوُجا[١٨] هوءِ تہ سوجهي[١٩] پاءِ
تس تي دوُجا ناهي ڪوءِ - تِس دي قيمت ڪِڪُوُ[٢٠] هوءِ.

راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (٢)

---

١. ساهمي. ٢. ڦٽ. ٣. ڪوٺيان يا گهرايان. ٤. قيمت يا ملهہ. ٥. پاتال ۽ آڪاس. ٦. پرپوُر آهين. ٧. سڀ ۾ سمايل آهين. ٨. هردي. ٩. اُلدو. ١٠. تارازيءَ جو ڪنڊو. ١١. واپاري. ١٢. گهٽ ذات وارو يا ڪسنگ ۾ قائل. ١٣. موُرک، مُگد. ١٤. اَنت. ١٥. پٽي چڙهيو آهي. ١٦. سٽو. ١٧. سار وستو. ١٨. بيو ڪو. ١٩. سمجهي سگهجي. ٢٠. ڪهڙي نموُني.

راڳ ٽت ٽارڳ، محلا
چوٿان، شبد (٥)

(٧) تُمري اُستت تُمهي پرڀ جاڻهُه - هر ڪهه نه سڪي هر ڪُني
جنسي تُسر تسي پرڀ تر هيءِ - ڪُسن جاڻهه پرڀ آهي ۔

راڳ ماروُ، محلا
پنجوان، وار (٢٣)

(٨) قيمت ڪهڻ نه جائيئي - سچُ شاهه اَڏولي
سِڌ ساڌڪ گياني ڌياِئيا - ڪؤڻ تُڌُ[٢] تو تولي.

راڳ بسنت، محلا
پهلا، شبد (٢)

(٩) تيري سِفت سنبت[٣] سب تيرئا - تيرا سچ نام پرميسرا
تيري گَتِ اوُڳت[٤] لهي جائيئي - اَڻ جاڻت[٥] نام وکاڻيئي.

راڳ ملار، محلا پهلا،
وار (٢٤)

(١٠) ڪِتُهُ ڪتيئي ڪتُهُ آکيئي - جاپي سچو سچ
ڪرتا ڪَتا ڪار سب - الکس آپ اَکت[٦].

راڳ پرڀاتي، ڪبير
صاحب، شبد (٣)

(١١) الله اَلک نه جائي لکيا - گُرو گُڙُ[٧] ديِنا مِٺا
ڪهه ڪبير ميري شَنڪا[٨] ناسي - سرب[٩] نرنجن ڏِٺا.

---

١. مهما. ٢. توکي ڪير توري سگهندو؟ ٣. صفتون. ۴. پهچ کان ٻاهر اِستتي. ٥. علم بنا.
٦. بيان ڪرڻ. ٧. گيان. ٨. شڪ يا ڀرم ناس ٿي ويو. ٩. گهٽ گهٽ ۾ اَنترجامي ڏٺم.

## (٣) ڪير ڪٿ ڪري سگهندا؟

(١) گيانُ ڌيان ڌُنِ[1] جاڻيئي - اَڪٿُ ڪهاوئي سوءِ
سڦليو نِرڪُ[2] هو پِنگولا[3] - چانڻو گهٽيري هوءِ
لعل.جوهر ماڻڪي - گُر ڀنڊاري سوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٢)١٠

(٢) اَکتر ڪتيئي شبد سُهاوئي[4] - گُرمتي[5] مَنُ سچو پاوئي
سچو سچ رَوَهه[6] ڏِن راتي - اِهو من سچ رنگاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٣)٣٠

(٣) ٻاڻي[7] ڪٿي اَڪٿُ - شبد سَوارِيا
نانڪ ڳُڻ گهه[8] واس - هر جيئُ ميلِ پيارِيا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢٣)

(٤) اِهو سنسار بِڪار[9] سهسي مهِ - ترِيو ٻرهم گياني
جسهِ جگاءِ پِياڻي هرِ رس - اَڪٿ ڪٿا تِنِ جاني.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٤).

(٥) برهمي ڪِٿ ڪٿ - اَنتُ نه پائيا
رام ڀگت - ٻيٺي گهرِ آئيا.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٩)

(٦) الله لَکِتا ٻيد ڇيئي[10] - ڪِه ڪِه پائيو ڀيدُ
اَلِتُ[11] ٻيد مَنُ ڀِڏِيو - پائيو اَپنگ[12] اَڇيدُ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، ٻاونِ اکري (٤)

(٧) لِکِن ڪُٽان ليري جُگهه هي اَنتر - چاري ٽيريا ڪاٽي
ڪرم هووئي لان ٻرم پد پائيئي - ڪٿي اَڪٿ ڪهاڻي.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣)١

(٨) ٻُرا ٻَلا ڪِهِ ڪِسدو کهيئي - ڏيسئي ٻرهم گورمکُ سچ لهيئي
اَکٿ ڪٿا گُرمتِ[13] ويچار - مِل گور سنگت پاوءِ[14] پار.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (١٥)

(٩) اَکٿ ڪهاڻي تِني جاڻي - جِس آپ پربهو ڪرپا ڪري
اَمر ٿِيئا[15] تَر نه مُونا - ڪَلِ[16] ڪليشا دکه[17] هَري.

راڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت(٣)٥

---

١. شبد جو تت. ٢. چڙهن ٻڌار تن ڌيڃ وارو وڙ يا ٻرڪش. ٣. لنڙو يا ساٿو. ٤. چمڪن ٿا. ٥. ستگور جو اُپديش. ٦. جمڻ يا اُچارڻ. ٧. برهمي ٻگت. ٨. ٻُوٽجي حاصل ڪيل. ٩. ٻرم ۽ وڪار. ١٠. فرق منجهي وجي ٿو. ١١. اُونڌو ڪرڻ. ١٢. ناس وهس، اڪال پرک. ١٣. گورو ء جي اُپديش جو ويچار ڪري. ١٤. ڀوجل ساگر مان تري پار ٻون ٿا. ١٥. جمڻ مرڻ جي ڦيري کان آزاد ٿي ويا. ١٦. مشڪلاتون ۽ تڪليفون. ١٧. دک ۽ درد سڀ ناس ٿي ويا.

(۱۰) ڏون ٻي اَنڪ ڪو وِرلا جاڻيءِ - گور پرسادِ ڪو شبدُ پڇاڻيءِ
دئيال پُرک ميري پربه دائي - جسهِ جَناوَهه لِيهه لم جائي.

راڳ وڏهنس، محلا پهجوان، شبد (۳)

(۱۱) مَـن ٻُــڌ ڏورِ - گــور آگــيءِ
گور پرسادي - ميءِ اَڪٿ ڪٿيئا.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (۳) ۳

(۱۲) ناهه اَهي سنگِ داسي - ميءِ پڳبِ هر ڪي پاوَني
اَگاڌ[۵] پـوڌِ اَڪٿ ڪٿيئيءِ - سهج پربه گڻ گاوَني.

راڳ بلاول، محلا پهلا، چسٽ (۲) ۱

(۱۳) وچهه موهه چڪائيا جا هر پائيا - هر ڪامڻ من پاڻي[۴]
اَن دِن گڻ گاويءِ نت ساچي - ڪَٿي اَڪٿ ڪهاڻيءِ.

راڳ سوهي، محلا ٽيجا، چسٽ (۳) ٦

(۱۴) لِڪيا مـنِ آڌارو سِرجڻهارو - وڏ پاگـي گور پائيا
گهٽ[۷] گهٽ هر پربه ايڪو سوامي - گورمکِ[۸] الکُ لَکائيا.

راڳ سوهي، محلا ٽيجا، چسٽ (۳) ۷

(۱۵) اَنهد[۹] شبد وجيءِ دِن راتي - اَوگَٿ[۱۰] ڪي گِت گورمک جاڻي
تُه جلي جسا شبدِ پڇانـي - ايڪو رو رهيا نِـرباني[۱۰].

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۷) ۳

(۱۶) هر ڪي پڳت ڪرهِ جَن پائي - اَڪٿ ڪَٿهه من منهِ سَمائي
اُٿ[۱۱] چلتا تاڪ[۱۲] رکهُه گهر اَهنيءِ - دک ڪاٽي ڪاٽڻهارا هي.

راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (۱٦) ۱۰

(۱۷) سُڻ سڻ آکيءِ ڪٿي باڻي - سُڻ ڪهيئيءِ ڪو اَنت نه جاڻي
جاڪڻُ الک لَکائي[۱۳] آهي - اَڪٿ ڪٿا بُڌ[۲] تاها هي.

(۹) ۱۲

(۱۸) اَدشٽ[۱۴] اگوچر[۱۵] پار برهمُ - مِل ساڌو اَڪٿ ڪَٿائيا تا
اَنهد شبد دَسمُ دُئار[۱٦] وَجيو - تهه اَمرت نام چُيائيا تا.

راڳ، مارُو، محلا پهجوان، شبد (۱۲)

(۱۹) ليري قدرت ڏوهي جاڻهه - اَوُر نه دوُجا جاڻي
جسو ڪرپا ڪرهه ميري پياري - سوئي تُجهيءِ[۱۷] پڇاڻي.

راڳ بسنت، محلا پهجوان، شبد (۲۰)

(۲۰) آپي ميلِ لئي اَڪٿ ڪٿيئيءِ - سچ شبد سچ باڻي
نانڪ ساچي سچ سماڻي - هــر ڪــا نامُ وَکاڻي[۱۸].

راڳ سارنگ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۸) ۱

---

۱. جاڻائين ٿو. ۲. بــڌي. ۳. پٽي. ۴. وَٽي ٿي. ۵. ڪٿن کيان. ٦. سولائيءَ سان.
۷. هــر هردي ۾. ۸. گوروءَ جي سکيا دئـاران. ۹. اِلاهي. ۱۰. ايشور. ۱۱. پٽڪندڙ.
۱۲. روڪي رکــ. ۱۳. سمجهائــي يا مت ڏني. ۱۴. لڪل. ۱۵. ٻي اَنت. ۱٦. ڏهون
دروازو جتي پرماتما جو واسو آهي. ۱۷. توکي. ۱۸. جوي ٿو.

## پرماتما بي اَنتُ ۽ اَکٿُ آهي.
## پر کٿ کير کري سگهندا ؟

سري گروُ گرنٿ صاحب، "اِڪو اَونڪار" اکر سان شروُع ٿئي ٿو. پر هن پستڪ جي ورتا ۾، "پرماتما" کي ڀوڳين اُتي ٻاڻ ڪامنءِ، هڪ سچو پاڳو ٻُڌو ڪري، ٻئي پاڳي جي مدي ۾ آندو ويو آهي. اِنهيءَ لاءِ جوڳو ۽ لازم سبب آهي. سادارڻ طرح، هر منش پرماتما کي هڪ پنهنجو ڪم عقل ۽ ٻُڌوُ گماشتو ڪري ٿو سمجهي، جنهن وٽ هڪ ٻئي پٺيان، مانگن ۽ مرادن جوُن ياداشتوُن، پوُري ڪرڻ لاءِ پيش ڪرڻيوُن آهن. جي جلدي پوُريون ٿيوُن ته اَجان وڏيڪ پيوُن ته موڪلبيوُن ۽ پيو چئبو ته واهه سائين واهه! ايشور وٽ انصاف ۽ آهي ته رحم ۽ آهي. پر جي پوُريوُن نه ٿيوُن يا ڪجهه دير پئجي وئي ته چئبو ته جنهن ايشور وٽ ايڏو اوسيڙو ۽ اَنڌير آهي تنهن ۾ وشواس ٻَڌو ڪٿان؟ واهه سان چئوُنس ته تون مالڪ آهين ۽ اسين محتاڄ آهيوُن پر خيالن ۽ ڪرتوتن پٺاندڙ سمجهوُن ته آسان جي حڪم جو ٻڌو آهي يا زر خريد ٻانهو آهي. پاٽو سندس ڳانڍي ۾ ميڄي اَسانجو!

اسان پرماتما کي وڏي اِنهيءَ صوُرت ۾ سڃاتو هو. پر اي ٻندا، جي ڀوري ٿين پاڳي ۾ ڏٺل سمجهاڻيوُن ۽ نصيحتوُن، ٿو ڪيڇ چمڪ سان چورايوُن آهن ته پوءِ ٿوکي پرماتما، صفا نئين ۽ نراليءَ نظر سان پاسڻ ۾ ايندو، جو ته تُنهنجي مانگن ۽ مرادن جي صوُرت ۾ بدلجي وئي هڻڻ گهرجي. پرماتما تُنهنجي هردي جو مالڪ آهي ۽ تنهنجي آتما جو آڌار آهي. سوُرک ۽ سنساري سک سڀ ناسونت آهن ۽ اَنت ۾ دکدائڪ آهن، جي ڪانئس گهري ڇا وٺبو؟ اِنهن ۾ ڇمڪ انڪائبو ته آتمڪ اُنتيءَ اَڳيان اَڏ ٿي پهندا. منکڻ کان موت ڀلو.

پرماتما کان هيٺڙ گهرڻو نه آهي. پاڻُ اَرپڻ ڪرڻو آهي ته من قبوُل پئجي. مَنُ، دک جي جڙ ڪٽجي ته سچو سک حاصل ٿئي. مَن، من اوُجل، نرمل، پوتر، روشن، سڃاڻپ ۽ سڃيت ٿئي. من، اَندر مان اَوگڻ ڪڍُرن ۽ گڻ داخل ٿين. من، پاڻُ پڇاڻجي ۽ سچ سڃاڻجي. من، مانُش جنم سڦلو ٿئي ۽ ڀوُساگر پار ڪجي. من، سهاڳڻ ٿجي هوت جي هنج ۾ وهجي. من، اُئين جيون پاترا سڦل ٿئي ۽ اُئين پرماتما کي پايوُن. اي ٻندا، اَچ ته اِنهيءَ پرماتما جي مهما ڪريوُن، گڻ ڳايوُن ۽ جس ٻڌوُن، ٻيا ڪنهن مطلبي مراد جي يا لوڀ لالچ جي.

صاحبن ۾ پرماتما جي مهما ۽ صفت ڪئي آهي، هن جي وصفن جي وڏائي ڪئي آهي، ۽ هن جي گڻن جي واکاڻ ڪئي آهي، پر هوُ آخر اِنهيءَ نتيجي تي پهتا آهن ته، پرماتما بي اَنت آهي، اَڪٿ آهي ۽ اَلک آهي. پرماتما جو اَنت پائڻ اَسنڀو آهي، سندس پورو بيان ڪرڻ ناممڪن آهي ۽ سندس سموُري ڪهاڻي لکڻ ۾ ناشدني آهي. جيڪي

ٻـــ لکجي پڙهجي ٿو يا پڙهجي پڌائجي ٿــو، سو سندس وستار جو ڪو ٿي اڻلکائتو حصو آهي. ڪٿي ڪا پرت جو اندازو لڳائي سگهندي؟

انهيءَ ڪري، جي ناستڪ آهن سي چوندا آهن ته پرماتما هجي ته انهيءَ جو انت لهي سگهجي. جا وستو ڏسڻ ۾ ئي ڪونه ٿي اچي سا هوندي ئي ڪٿان؟ جا وستو آهي ئي ڪانه، تنهنجو انت ڪٿان لهبو ۽ بيان ڪٿان ڪري سگهبو؟ هنن جــي راءِ موجب، هيءُ سمورو برهمانڊ قدرت آهي جا ڪنهن قانون مطابق پئي هلي. جهڙو ڪارڻ تهڙو پرڻامُ؛ جهڙي ڪريا تهڙي پرتي ڪريا. اهي مورک اهو نه ٿا سمجهن ته قدرت جا آسان جي اکين اڳيان پرتيڪ آهي سا ڪنهن نه خلقي هوندي؛ جو قانون قدرت کي هلائي رهيو آهي، سو ڪنهن نه رچيو هوندو؟ ناستڪ لونڪار ڏسي به ناڪار ڪندا!

ڏينهن جو تارا ڏسڻ ۾ نه ايندا آهن ته ائين چئبو ڇا ته تارا آهن ئي ڪونه؟ ڪـاري پاٽيءَ ۾ لوڻ سمايل آهي پر ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي؛ کير ۾ به مکڻ هوندو آهي پر ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. جيئن ڏسڻ بنا به وستو موجود رهي سگهي ٿي، تهڙيءَ طرح پرماتما ڏسڻ بنا به هر وقت، هر هنڌ، هر چيز ۽ هر حالت ۾ موجود آهي ۽ رمي رهيو آهي. جيئن ڪن طريقن سان تارا ڏينهن جو به ڏسي سگهجن ٿا، ڪاري پاٽيءَ مان لوڻ نڪري نروار ڪري سگهجي ٿو ۽ کير مان مکڻ ڪڍي سگهجي ٿو، تيئن سادنائن دئاران، سادڪ پرماتما کي ڏسي ۽ پائي به سگهي ٿو. پر اڄ سادنا ۾ صدق، سڪ ۽ سچائي ڪٿي آهي؟

ناستڪن، ڌرم جي ايتري هاڃي ڪانه ڪئي آهي جيتري آستڪن. ڌرم جي نالي ۾ ايترو ته ڪوڙ، ڪپت، پاکنڊ ۽ پاپ وڌي ويو آهي ۽ باوا ٻانڀڻ، سادو فقير ماڻهن کي ايترو ته ڀرمن ۾ ڦلائي رهيا آهن، جو اصلي سڪو گم ٿي ويو آهي ۽ نقلي سڪو عام چالو ٿي پيو آهي. نتيجو اهو نڪتو آهي ته ڪي وچارن ۾ ناستڪ، ڪي رهڻيءَ ۾ ناستڪ ته ڪي ڪهڻيءَ ۾ ناستڪ. ڪو ورلو پرماتما جو پيارو، الوڪڪ دنيا جو باشندو هوندو جـــو اندر سان اورون اوري، اندرئين آليمي ۾، ايشور جو انڀو ڪري ٿو. باقي مڙيئي منش، ناستڪ توڙي آستڪ، آپدا آئي يا لالچ وچان، ساڳئي پڙ ۾ جهولي جهليندا آهن. وات سان ڇا به چون پيا باقي اندر ۾ نه ايمان آهي، نه احسان آهي ۽ نه انسانيت آهي!

پر جن جن به الاهي انڀو پاتو آهي سي به عبرت ۾ اچي ويا آهن ۽ سُن ۾ سمائجي ويا آهن. ڪجهه ڪڇن ڪونه. ڪڇندا ڪيئن جڏهين ڪٿ ڪري نه ٿا سگهن؟ صاحب سمجهائيو آهي ته برهما، وشنو، مهيش، ڏهه اوتار، سڌ سادڪ، گياني ڌياني، جوڳي اوڌوت، گرهستي سنياسي، انهن سڀني مان ڪنهن به ايشور جو پورو انت نه پاتو آهي. ويد، پران، شاستر ۽ سمرتيون، پستڪ ۽ پوٿيون، پرماتما جو پورو پتو ڪونه لڳائي سگهيون. هرهڪ.

پنهنجي پنهنجي اُنهيءَ يا آرزوءَ دي آهر مهما ڪئي آهي پر جس ڪندي، اهو پڻ پڪار ٿو آهي ته پرماتما اَڪٿ، اَلک، اَگم، اَگوچر، اَپار ۽ اَڪال آهي. ڪنهن به اَنت نه پاتو ڇو ته ايشور بي اَنت آهي ۽ بيحد آهي. گورو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

(١) ڪيا هؤن ڪٿي ڪٿ ديکان - ميءَ اَڪٿ نه ڪٿنا جائي
جو تُڌ ڀاوي سوئي آکان - تل تيري وڏيائي.

واڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (١)

(٢) ڪٿ ڪٿيئي ڪٿ آکئي - جاپي سڀ ڪو سچُ.
ڪرتا ڪٿنا ڪار سڀ - نانڪ آپ اَڪٿُ.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٤).

اَنت پلا پوندو ڪٿان؟ ڪا ايشور کي شروعات آهي يا اَنت، جم يا موت، ماپ يا تور؟ هو هڪ بوند ۾ سمايل آهي ته هُن کي سمنڊ ساگر به سمائي ڪون سگهندا. هو ٻاوڻ جامڙو آهي ته به ٽن ڊانگهن سان ساري سرشٽي ماپي سگهي ٿو. پرماتما وڏو آهي ته ننڍو به آهي، غائب آهي ته ظاهر به آهي، نرگن آهي ته سرگن به آهي، ري نالي آهي ته هن جا سوين نالا به آهن. پر اهو مڃيو ته سرشٽي آهي ته لاشڪ سرجڻهار يا اُپائيندڙ به آهي.

ايشور جي هستيءَ لاءِ ثابتيون گهرڻ مورکتا آهي ته ڏيڻ ڪفر آهي. پرماتما کي پائڻ لاءِ دماغ جي دليلبازيءَ جي درڪار ڪانهي آهي پر هردي جي وشواس جي. ايشور جو اَنت ايشور وٽ ئي آهي. پر پرماتما جي، ڪنهن پنهنجي پياري پريتم لئي پرستاتي سنڌس اَڌيانمڪ اَک کولي، ته هو به سبحان شريف جو ديدار ڪري سگهي ٿو، پوءِ ڪو ڪنهن روپ ۾، ڪو ڪنهن رنگ ۾ ۽ ته ڪو سڀاڳو وشو سروپ ۾. صاحب فرمائين ٿا:

(١) تُمري اپما تمهي پر جاڻهُ - هم ڪهه نه سڪيءَ هر گُني
جيسي تم تيسي پرڀ تم هيءَ - گُن جاڻهُ پرڀ اپني.

واڳ اَسا ناراڻن، محلا چوٿون، شبد (٥)

(٢) تيري قدرت توهي جاڻهه - اور نه دوجا جاڻيءَ
جسنو ڪرپا ڪرهه ميري پياري - سوئي تجهيءَ پڇاڻيءَ.

واڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

جنهن تي رب جو رحم ٿئي، اهوئي ڪرتار جي ڪٿ ۽ ڪٿا ڪري سگهندو ۽ سڃاڻي سمجهائيندو. پر اهڙو سالڪ ڪنهن کي سمجهائي؟ اُنهيءَ سالڪن جي سنڌ وارتا ڪيءَ، جنهن کي سِڪ ۽ صدق آهي، تڙپ ۽ تلوار آهي، عشق ۽ اڪير آهي. جي پريمن جي پيڙ جا پانڌيئڙا آهن، جي فڪر ۽ فراق ۾ فنا ٿيل آهن، تن سان ئي سالڪ سچ سلين ٿا، واتون ڳالهين ٿا ۽ دل لڳائي پيار پيچائين ٿا. هم خيالي ۽ هم شرڪي ڪين هڪ ٻئي جي نزديڪ آڻي ٿي، دلي جذبات جاڳائي ٿي، روح رهاڻ ڪرائي ٿي ۽ راز کولائي ٿي. جتي اهي راز کلن ٿا اتي خود رب رهبر ٿئي، رحم جا مينهن وسائي ٿو ۽ سرسبز ڪري ٿو.

## (۴) پرماتما ڪيئن ۽ ڪڏهين پيدا ٿيو؟

(۱) ڪَوَڻُ سو ويلا وقت ڪَوَڻُ - ڪَوَڻُ ٿِتِ ڪَوَڻُ وارُ

ڪَوَڻُ سو رُتِي ماهُ ڪَوَڻُ - جِتُ هويا آڪارُ[1]

ويل نه پائيا پنڊتِي - جِ هووي ليکُ پُراڻُ

وقت نه پائيا قادِيَا[2] - جِ لِکن ليکُ قُراڻُ

ٿِتِ وارُ نا جوگِي جاڻَي - رُتِ ماهُ نا ڪوئي

جا ڪرتا سِرٺِي[3] ڪَوُ ساجِي[4] - آپي جاڻَي سوئي

ڪِوَ ڪَر آکان ڪِوَ سالاهي - ڪِئُ وَرنِي[5] ڪِوَ جاڻَا

نانڪ آکڻ سڀ ڪو آکي - اِڪ دُوُ[6] اِڪ سياڻا.

[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (۲۱)]

(۲) لَکھ چوراسيه جوُنِ[7] مِهِ - ڀرمت[8] نَند بهُ[9] ٿاڪو ري

ڀگت هيتِ اوٽار ليئو هي - ڀاڳ ٻَڏو[10] ٻپُڙا ڪو ري

تم جو ڪهت هُئُ نَند[11] ڪئُ نَندن -

نَند سو نَندن ڪاڪو ري

ڌَرنِ آڪاس دَسو[12] دِس ناهي -

تب اِهُ نَند ڪهان ٿو ري؟ (۱۰ر۰)

سَنڪٽ[13] نهي پڙي جوُنِ نهي آوي -

نامُ نرنجن جاڪو ري

ڪبير ڪو سوامي اَئسو ٺاڪر-جاڪي مائي[14] نه ٻاپو[15] ري.

[راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۷۰)]

---

۱. پرگهٽ. ۲. قاضي. ۳. سرسٽي. ۴. رچي آهي. ۵. بيان ڪرڻ. ۶. هڪ ٻئي کان ٻاڻ ڪي سياڻو سمجهي ٿو. ۷. جوُنيُون. ۸. ڀٽڪي. ۹. سري ڪرشن جو پتا. ۱۰. وڇارو. ۱۱. پرماتما سري ڪرشن جو اَوتار ڌاري نند جو گود جو ٻچ ٿيو. ۱۲. ڏهه ڏساٿون. ۱۳. مشڪلات. ۱۴. ماءُ. ۱۵. پيءُ.

(٣) هَم[١] زيرِ زمينِ – پيرا[٢] مشائڪا[٣] رائِيا[٤]
مي رَوَد[٥] پادشاها – افزوُ[٦] خُداء
ايڪ تُئي[٧] ايڪ تُئي.
نه ديو دانوا[٨] نرا – نه سِڌ ساڌڪا ڌرا[٩]
اَست ايڪ[١٠] دگرِ ڪُئي – ايڪ تُئي[٧] ايڪ تُئي
نه دادي دهند[١١] آدمي – نه سپت[١٢] زيرِ زمينِ
اَست ايڪ دگرِ ڪُئي – ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نه سُور[١٣] سسِ[١٤] مَنڊلو – نه سپت ديپ[١٦] نهه جلو[١٧]
اَن پؤڻ[١٨] ٿِر نه ڪُئي – ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نه رزق دَست آڪسي[١٩] – هما را ايڪ[٧] آس وسي
اَست ايڪ دگر ڪُئي – ايڪ تُئي ايڪ تُئي
پَرندي[٢٠] نه گِراهِ[٢١] زر – دَرخت[٢٢] آب[١٧] آس ڪر
دهند سُئي[٢٣] – ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نانڪ لِلارِ[٢٤] لِکيا سوء – ميٽِ نه ساڪئي ڪوء
ڪلا ڌري[٢٥] هِري سُئي[٧] – ايڪ تُئي ايڪ تُئي.

[راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (١٣)، سلوڪ]

---

١. اسين سڀ. ٢. مسائڪ، مقام ۾. ٣. مشائخ. ٤. راجائون. ٥. هلي ويا، مري ويا. ٦. باقي.
٧. پرماتما. ٨. ڏئيت. ٩. زمين تي ٽڪندا. ١٠. ٻڌهين ٻيو ڪير قائم دائم آهي؟
١١. انصاف ڏيندڙ. ١٢. ست لوڪ. ١٣. سج. ١٤. چنڊ. ١٥. تارا. ١٦. ٻيٽ. ١٧. پاڻي.
١٨. هوا. ١٩. ٻئي ڪنهن جي هٿ ۾ آهي. ٢٠. پکي. ٢١. ناڻو گڏي ۾ ڪونه آهي.
٢٢. وڻ ٽڻ. ٢٣. پرماتما ئي داتار آهي. ٢٤. قسمت ۾. ٢٥. شڪتي اڪشيندڙ يا ڪسيندڙ.

(۴) آپــڻا آپُ اُپائِنُ - ڪڏهِ هـورُ نــہ ڪوئـي
مَتا مسوُرت آپِ ڪريءِ - جي ڪري سو هوئـي
ڪَـدهـہ آڪاس نہ پاتال هيءِ - نا لِـسريءِ لــوئـي
ڪَدهہ آپي آپِ نرنڪار هيءِ - نا اوپتِ هــوئـي
جِئَہ لِس پاويءِ لويءِ ڪريءِ - لس بِن اوُر نہ ڪوئي •

[راڳُ گوجري، محلا تيجا، وار، پؤڙي (۱)]

(۵) اَگَمُ دُرگَمُ گڙُ رچيو پاسَ - جامهِ جوت ڪري پرڪاسُ
بجلي چمڪيءِ هوءِ اَنند - جـهہ پؤڙي پربھ بالَ گوبند
اِهِ جِيَہ رام نام لِوَ لاڳيءِ - جَرا مرن ڇوٽيءِ پرم پاڳيءِ • (۱۰۱۰)
اُبرن ہرن سڀ من هي پربت - هؤميءِ گاؤن گاوَهِ گيت
اَنهد شبد هوت جهُنڪار - جِـهہ پؤڙي پربھ سري گوپال
کَنـدل مندل منڊل مَنڊا - تِرءِ اَستان تِين لِـسرءِ ڪنڊا
اَگم اَگوچر رهيا اَپِ اَنت - پار نہ پاويءِ ڪو ڌرني ڌرمنت
ڪدلي پهپ ڌوُپ پرڪاس - رِجِ پنڪج مهہ لِيئو نواسُ
دُٺا دس دَل اَپِ اَنتر منت - جِهہ پؤڙي سري ڪملاڪنت
اَرڌِ اُرڌِ مُک لاڳو ڪاسُ - سُن منڊل مهِ ڪر پرڪاس
اوُهان سوُرج ناهي چنڊُ - آدِ نِرنجن ڪـــريءِ اَنـند

۱. صلاح مصلحت. ۲. ڪڏهين. ۳. ٽي. ۴. لوڪ. ۵. پرڪرٽيءَ جو پيدا ٿيڻ. ۶. عجيب، ڪٺن. ۷. قلعو. ۸. سري ڪرشن، پرماتما پرشوتم. ۹. ٻڍاپو، پيري. ۱۰. اوُچ نيچ، ۱۱. ڌُني، آواز. ۱۲. پيدا ڪيا. ۱۳. هردي. ۱۴. اندر. ۱۵. پرماتما. ۱۶. ڪيوڙي جو گل. ۱۷. سوُرج جي روشني. ۱۸. ڌوُڙ. ۱۹. ۱۲ اکرن جو منتر. ۲۰. هيٺ. ۲۱. مٿي. ۲۲. دسوين دوار.

سو ٻرهمنڊ پسند[1] سو جان - مانسرووَر ڪر[2] اشنانُ
سوهڻ سو جاڪهُ هيءِ جاپ - جاڪو لوڀ نہ هوءِ پُڻ اَر پاپُ
اَڀرن ڀرن گهامَ[3] نهي ڇانمَ[4] - اَوَر نہ پاتيئي گور ڪيءِ شامَ
ٽاري نہ ٽَريءِ آويءِ نہ جاءِ - سُنّ[5] سهج ميءِ رهيو سماءِ
مَن مَدي جاڻيءِ جي ڪوءِ - جو بوليءِ سو آپيءِ هوءِ
جوتِ منتر مَنُ اَستِر[6] ڪريءِ - ڪهِ ڪبير سو پراڻي تَريءِ.

[راڳ پيرهٌ، ڪبير صاحب، اشٽپدي (1)]

(٦) ٽاپيا[7] نہ جاءِ - ڪيٿا[8] نہ هوءِ
آپي آپ - نرنجنُ سوءِ.

جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي، (٥)

(٧) سچ کنڊ وَسيءِ نرنڪارُ - ڪرِ ڪر ويکيءِ نَدر نهال
تِٿيءِ کنڊ منڊل وَر ڀنڊ[9] - جي ڪو ڪٿيءِ تہ اَنت نہ اَنت.

(٣٧)

(٨) آپن آپ - آپهِ اُپائيو.
آپهِ باپُ[10] - آپهِ مائيو.[11]

واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري، پؤڙي (١)

(٩) مَريءِ نہ ٻسيءِ - آويءِ نہ جاءِ
نانڪ سدهي - رهيا سماءِ.

واڳہ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٦)١٢

(١٠) تا اَس ٻاپ[10] نهي اَس مائيا[11] - اِهہ اَپرنپرُ[12] هوتا آيا
پاپَ پُن ڪا اَس ليپ نہ لاڳيءِ - گهٽَ گهٽ اَنتر سَدهي جاڳيءِ.

واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢١)

(١١) ڪيترِيا دِن گُپت[13] کهائيا - ڪيترِيا دِن سُنّ[14] سَمائيا
ڪيترِيا دِن ڌَنڌوُ[15] ڪارا - آپي ڪرتا پَرگٽِيا.[16]

واڳہ مارُو، محلا پنجوان، سولهو (١٢)١٠

---

١. سرٻر. ٢. ايشؤر ٻر ڌيان لڳاءِ. ٣. گرمي، اُمس. ۴. ڇانو. ٥. ٽُريا اَوستا. ٦. ايڪاگر. ٧. اَستاپن ڪيل. ٨. ٻهاريل. ٩. ٻرهمنڊ. ١٠. ٻيءُ. ١١. ماءُ. ١٢. ڏيرانُ جو ڏاڍو. ١٣. ڇپيل. ١۴. سماڌي. ١٥. اوُنڌهہ اَنڌوُڪار. ١٦. پرگهٽ ٿيو.

## (٥) پرڪرتيءَ جي پيدائش.

(١) ٻيءِ پاتشاهُ پرميسرُ - ويکڻ کڻُ ٻاهر[1] پنچ کيتا
ديکيءِ ٻوجهيءِ سڀُ ڪڇ جاڻيءِ - اَنتر ٻاهر رَوِ رهيا. (٢٤)

ٻيءِ ٻاري کيلڻ لاگا - چوڙتر کيتي چار جُگا
جيئہ جنتَ سڀ ساري[2] کيتي - پاسا پاڻڻ[3] آپِ لگا. (٢٦)

واريءِ رَوِ رهيا سڀ - جيتي ڪيتي جنتا
جنت اُپاءِ ڏنديءِ سڀ لائي - ڪرم[4] هوُتا تِن نام ليتا. (٣٠)

وڏيءِ واسدوُ پرميسرُ - ويکڻ[5] کڻُ جِن واس کيتا
واکيءِ چاکيءِ سڀُ ڪڇ جاڻيءِ - اَنترِ ٻاهر رَوِ رهيا. (٣٢)

هاهيءِ هور نہ ڪوئي داتا - جيئہ اُپاءِ جِن رزق ديتا
هر نام ڌِياوَهُ هر نام سماوَهُ - اَن دِن لاها[6] هر نام ليتا. (٣٤)

آڙيءِ آپِ ڪري جن ڇوڏي - جو ڪڇ ڪرنا سو ڪر رهيا
ڪري ڪرائي سڀُ ڪڇ جاڻيءِ - نانڪ ساٽِر[7] اِوَ کهيا. (٣٥)

[راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي]

(٢) آکار منڊلي ڌرڻ سباڻي - اوُهر گگن چندوُتا
ٻوَن وِچولا ڪرت اِڪيلا - جل تي اوُپت هوُتا
پنچ تت ڪر پُتلا[9] کيا - ڪِرتت[10] مِلاوا هوُتا
چند سوُرج دُئہ جري[11] چراغا[12] - چهُه ڪُنٽ پيتر راکي
دَس ٻاتہ[13] پنچ[14] سنگيتا - اِيڪيءِ پيتر[15] سانگي
ٻِن ٻِن هڻُ ٻاتو[16] دِکاوَهُ - سبهِ نراري ٻاگي[17]

---

١. سنسار جو پيدا ڪرڻ. ٢. ساريون. ٣. پاسا. ٤. ڪرپا، باجهه. ٥. پرکڻ. ٦. لاڀ. ٧. شاعر. ٨. ڪرم ڀوُميءَ. ٩. پُتلو. ١٠. ڪرم. ١١. ٻرن لا. ١٢. ڏيئڪ. ١٣. اِندريون. ١٤. پنج وڪار. ١٥. سرير جي اَندر. ١٦. سياءَ. ١٧. ٻولي.

گهر گهر نِرت[1] هوئي ڍِن راتي - گهٽ گهٽ واجي تُورا[2]
ايڪ نچاوهه ايڪ ٽپاوهه - اِڪ آءِ جاءِ هوءِ ڌُوڙا
ڪهُه نانڪ سو ٻهڙ نه ناچي - جِس گُرو پائي پُورا.
[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (7)]

(٣) سُنَن[3] ڪلا اَپرنپر ڌاري - آپ نِرالم اَپر اَپاري
آپي قدرت ڪرِ ڪر ديکئي - سُنهه[3] سُن اُپائندا
پؤڻ پاڻي سُنئي[3] تي ساجي - سِرشٽ اُپاءِ ڪايا[5] ڳڙ راجي
اَگن پاڻي جيءُ جوت تماري - سُنئي[3] ڪلا رهائندا
سُنهه برهما بِشن مهيش اُپائي - سُنئي ورتي جگ سبائي
اس پد ويچاري سو جَن پُورا - تِس مليئي ڀرم چُڪائندا
سُنهه سپت[6] سروور[7] ٿاپي - جِن ساجي ويچاري آپي
تِت سچ سر منُکا گُورمک ناوئي - ڦِر ٻاهڙ جُون نه پائندا
سُنهه چند سُورج گگناري[8] - تس ڪي جوت تِرڀوڻ ساري
سُنئي اَلک اَپار نِرالم - سُنئي تاڙي[9] لائندا
تِرڀوڻ ساج ميکلي[10] مائيا - آپ اُپاءِ کپائندا
سُنهه کاڻي سُنهه باڻي - سُنهه اُپجي سُن سمائي
اُتڀج چلت ڪيتا سِر ڪرتي - بِسماد شبد ديکائندا
سُنهه رات ڍِنس دُءِ ڪيئي - اوپت کپت سُکا دُک ديئي
سُک دُک تي هي اَمر اَتيتا - گُورمُک[11] نِج گهر پائندا

---

1. ناچ. 2. تُرِيون، واجا. 3. نِرگُڻ ٿا. 4. پرماتما جي اُن شڪتي جا سرُوپ جنهن سان ساري سرشٽي اُتپن ٿي آهي. اِنهيءَ شڪتيءَ کي شانتي، مائي، پُرڪرتي، شونيه يا بلڪل ڪجه نه به سڏيو ويو آهي. 5. سرير. 6. نِرمل، اَمر. 7. ٿلاءُ. 8. آڪاس. 9. سمادي. 10. ميخ، کِلي. 11. گُوروءَ جي اُپديش سان.

سانم واد رگھ جھڙ آڻيڻ - پڙهي مکه مايا هيءَ ترڻ ڳڻ
ناڪي ڪيمت ڪهه نه سڪيءَ ڪو - لڇه ٻوليءَ جھڻ ٻولاندا
سُنمهه سونڀ[1] پاتال اپاني - سُنمهه پوڻ وڪي لِنوَ لاني
آپي ڪارڻ ڪيتا اپرنپر - سڀ ليرو ڪيتا ڪماندا
وَج ڪَرسَت ڪل ليري چايا[2] - جمر مرڻ هؤميءَ دکه پايا
جسو ڪربا ڪري هر گورمکه - گڻ چؤنيءَ مُڪت ڪراندا
سُنمهه اپجي دس اوتارا - سرشٽ اپاءِ ڪيتا پساسارا[3]
ديو داناوَ گڻ گندرپ ساجي - سڀ لِکيا ڪرمَ ڪماندا
گورمکه سمجهيءَ روڳ نه هوني - اِهه گوروڪي پؤڙي[4] جاتيءَ جَن ڪوني
جُگهه[5] جگنتر مڪت پراڻ - سو مڪت پئيا پت پاندا
پنچ تت سُنمهه پرڪاسا - ديهه سنجوگي ڪرم اپياسا
ٻُرا پَلا دُءِ مستڪ ليکي - پاپ پُن ٻيجانِدا
اُلر ستگور پُرکه نرالي[6] - شبد رَتي هر رس متوالي
رِدُ ٻُد سِد گيان گورو تي پائيءَ - پؤريءَ ڀاگه مِلاندا
اس من مايا ڪئن نيمهن گهيرا -
ڪوئي ٻُوجهه[7] گياني ڪرهِ لبيرا
آسا منشا هؤميءَ سهشا[8] - نَرُ[9] لوڀي ڪوڙ ڪَماندا
ستگور تي پاني وڇارا[10] - سُنن سماد سچي[11] گهر پارا
نانڪ نرمل[12] ناد شبد ڌُن[13] - سچ راميءَ[11] نام سَماندا.

[ راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٧) ]

---

١. سبت. ٢. آسرو، ٣. وستار، بيان. ٤. منزل، ڏاڪو. ٥. سدائين. ٦. مست. ٧. فيصلو. ٨. شڪ، سنسو، گمان. ٩. انسان. ١٠. سمت، ٻُڌي. ١١. پرماتما. ١٢. مدر ٻاڄي يا ساز. ١٣. ستگور جي شبد جي ڌُني ۽ ڌيان.

(۴) ساچي ٽي ٻوٽا پيا - ٻوٽي ٽي جَل ھوءِ
جَل ٽي ڦِريوڙ ساجيا - ڳھتَ ڳھت جوتِ سموءِ
ٽرمل مَٿلا نا ٽيٽيءِ - شبدِ وَٽي پيتِ ھوءِ.

سري راڳ، محلا پھلا، شبد (۱۵)

(۵) جيٿ جِنت سڀ ٽُڌ اپائي - جِت جِت پاٽا تِت تِت لائي
سڀ ڪڇ ڪِيتا ٽيرا ھوويءِ - ناھي ڪڇ اَساڙا جيٿ.

راڳ ماجھ، محلا پنجوان، شبد (۲۴)

(٦) اِھ ٻر پنچ ڪيل ڪِيتا سڀ ڪرتيءِ - ھرِ ڪرتيءِ سڀ ڪَل ڌاري
ھرِ اِيڪو سوتِ تَرتيءِ جگ اَنتر - سوت ڪِنچيءِ ايڪنڪاري.

راڳ گوجري، محلا چوٿان، اشٽپدي (۷) ۱

(۷) ٽُڌ سِرجي ميدني - دک سک ديوڻھارو
ناري پُرک سِرجيٽي - بِکُ مايا موھُ پيارو.

ڪاٽي باٽي ٽيريٽا - ديھِ جيٽا آڌارو
قدرت تختُ رَچانيا - سچ نِبيرڻھارو.

راڳ وڏھنس، محلا پھلا، الاھڻيئا (۲) ۳

(۸) اَنڊج جيرج سيتج اُتپج - پرپ ڪي اِھ ڪرت
ڪرت کماوَن سرب قلَ - روَتيءِ ھرِ نِرت.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٦٠)

(۹) اَوَل الله نُورُ اُپائيا - قدرتِ ڪي سڀ بندي
ايڪ نُور ٽي سڀ جگ اُپجيا - ڪون ڀَلي ڪو مندي
لوڪا - ڀرمِ نہ ڀوُلھ ڀائي
خالق خلق، خلق مھ خالق - پوُر رھيو سَرب ٺائي.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (۳)

---

۱. پيدا ٽيل پسارو. ۲. اسانجو. ۳. ڌاڳو. ۴. ڇڪي ٿو. ۵. بنائي آھي. ٦. پرٿوي. ۷. زھر، وش. ۸. نياءِ ڪاري. ۹. آني مان پيدائش. ۱۰. جيري مان پيدائش. ۱۱. پگھر مان پيدائش. ۱۲. زمين مان پيدائش. ۱۳. بيان ڪرڻ گھرجي. ۱۴. ايشور جي مايا کي سمجھي. ۱۵. جوت. ۱٦. اي لوڪو. ۱۷. پرماتما. ۱۸. مخلوقات، ساري سرشٽي.

## پرماتما ۽ پرڪرتي.

• ، ڇپيل آهي نه ڇپيل آهي نه خلقيندڙ خالق آهي يا پرڪرتي آهي نه پيدا ڪندڙ پرماتما آهي. هاڻي جي پرماتما آهي نه سندس پيدا ڪندڙ ڪير آهي؟ اِنهيءَ سوال جو جواب ، سري گرو گرنٿ صاحب ۾ درج ٿيل آهي، جنهن مان چونڊ وچن مٿي ڏنل آهن. صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما جنم ۽ موت جي سلسلي کان اَلڳ آهي، هو ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيل ڪونه آهي، هو پاڻ مان پاڻهي پرگهٽ ٿيو آهي ۽ هن پاڻ کي پاڻهي اُسايو آهي. و ، هن جي خود پيدا ٿيڻ جو نه آهي سال جو پتو، نه مهيني جو، نه تاريخ جو، نه ڏينهن ، نه ٿِٿ جو، نه وار جو، نه وقت جو، نه ويلا جو. جو اَڪال آهي، آدي آهي، اَمر آهي ناسي آهي ۽ اَجوني آهي، اُن جو اَنت ڪنهن لڌو ۽ اظهار ڪيئن ڪجي؟ گورو اَرجن ديو جن، خود زاده خدا بابت هيئن فرمائين ٿا:

(١) آپن آپُ - آپهِ اُپائيو
• آپهِ باپُ - آپهِ مائيو.

راڳ گوڙي، باون اکري، محلا پنجوان، پوڙي (١)

(٢) ڪيتڙا دِن گُپت ڪهائيا - ڪيتڙا دِن سُن سَمائيا
ڪيتڙا دِن ڌَندوُڪارا - آپي ڪرتا پرگٽڙا.

واڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١٢) ١٠

پرماتما جو نواس سچ کنڊ جي سُن منڊل ۾ آهي جتي اَنهد شبد جي جُهنڪار وڄي ٿي ۽ جتي اَمرت ڌارا وهي ٿي. اِنهيءَ شبد جو سر ۽ اِنهيءَ ڌارا جي وهڪ، هر اِنسان جي اَندر ۾ به موجود آهي. پرماتما سرووياپڪ آهي. سندس نواس جو نشان، هر هردي ۾ همراز آهي. هو هِتي به رمي رهيو آهي نه هُتي به وسي رهيو آهي. گهٽ گهٽ جو والي آهي. پاڻ نه پيو هرهنڌ وسي ٻر جڏهين ٻندو ڪيس ٻسي! ڏس ٻندي جا ڀاڳ!!

جيئن صاحبن پڪاريو نه ايشور بي اَنت، اَڪٿ، اَتُل، اَلک، اَگم، اَگوچر، اَڪال ۽ اَپار آهي ليڪن هو هيءُ به اُپدبش ڏين ٿا نه پرڪرتي، سرشٽي يا سنسار بي اَنت آهي. وسماد آهي، عجب آهي، عبرت آهي، اچرج آهي، اِسرار آهي، جوڙ آهي، جنسار آهي. مطلب تہ مالڪ بي اَنت نه سندس مائيا به بي انت. جيئن جيئن اِنسان اَنت لڳائي ليڪن ليڪن بسي انت ٿيندي وڃي. هڪ ڳجهه ملي نه اُن مان انيڪ نوان ڳجهه نڪرن. ڳجهن پٺيان ڳجهن جي کوج هلندي رهي پر ڳجهه ختم ٿين ڇو ٿا؟ ڏس ايشور جو اِسرار!

سائنسدانن جو چوڻ آهي نه روشنيءَ جي رفتار هڪ سيڪنڊ ۾ اٽڪل ٻه لک مٿي

آهي ۽ تنهن هوندي به ڪي اهڙا تارا آسمان ۾ آهن جن جي روشني پرٿويءَ تائين پهچڻ
۾ ورهيه لڳي وئي. هاڻي ڪو حساب لڳائي سگهندو ته اهي تارا ڪُل ڪيترا آهن ۽
ڪيترو آسان ڪسان پري آهن؟ ڪو زمانو هو ته هڪ انهيءَ دوربينيءَ سان تارن جي ڳڻپ
ٿيندي هئي، جنهن سان تارن جو هڪ هڪ جهڳٽو، فقط هڪ تارو ٿي ڏسڻ ۾ ايندو هو.
پوءِ نيٺ سڀ انهيءَ دوربيني نڪتي، جنهن سان جهڳٽن جا ڪي ڪي وڏا تارا الڳ ڏسڻ
۾ آيا. هاڻي ته هڪڙو پئلومر آليدو نڪتو آهي جنهن سان ڪي وڌيڪ تارا جهڳٽن کان
الڳ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پر تارن جي پوري ڳڻپ اڃا ڪانه ٿي سگهي آهي، جيتوڻيڪ پيري
پيري تارن جو انداز اڳين کان وڌيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جي تارا جهڳٽن ۾ اڃان به هڪ
ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي به ڪروڙن جي تعداد ۾ آهن ته ڪُل تارن جو جدا جدا تعداد ملي
سگهندو؟ هن اعداد ۽ شمار جي علم ۾ به مختلف انگ پيا پيش ٿين.

ٻه هزار سال اڳ، ٽوليميڪ سڌانت موجب، اهين سمجهيو ويندو هو ته آسمان جي پرٿوي
ساري سرشٽيءَ جو مرڪز آهي ۽ هاڻي چيو وڃي ٿو ته انيڪ سرشٽيون آهن، جن سڀني کي
الڳ الڳ پرٿويون، سج، چنڊ ۽ تارا آهن. ١٩٥٠ع ۾ سائنسدانن آسمان جي
سرشٽيءَ جي ماپ جو ڪجهه انداز لڳايو هو پر انهيءَ ليکي ۾ ڪا چُوڪ ٿي وئي هئي،
جا اٺن سالن کانپوءِ ١٩٥٨ع ۾ لڌي، جنهن کان پوءِ چيو ويو ته آسمان جي سرشٽيءَ جي ماپ
اڳينءَ ماپ کان ٻيڻي آهي! سج ۽ چنڊ جي عمر جا ليکا لڳايا ويا آهن ۽ هاڻوڪن
ليکن موجب سج جي عمر ٤٧٠ ڪروڙ سال ۽ چنڊ جي عمر ٤٥٠ ڪروڙ سال ڄاڻي وڃي
ٿي. وڌيڪ چون ٿا ته سرشٽي ٺهڻ جو سلسلو ١٥٠٠ ڪروڙ سال اڳ شروع ٿيو هو. آخر
اهي ليکا بدلجي بدلجي ڪٿي پهچندا تنهن جو انداز لڳائڻ مشڪل آهي.

سائنسدان اهو به ڄاڻايو آهي ته هڪ لک ڪروڙ تارن ۾ ڪو هڪڙو تارو مس آهي
جتي جان وارا جيوَ رهندا هوندا ۽ اهڙا تارا به اٽڪل ڏهه ڪروڙ هوندا جتي جسمان وارا
جيوَ رهي سگهن ٿا. چئبو ته آسمان جي دنيا جا تمام وڏي معلوم ٿئي ٿي سا ڪروڙن دنيائن
مان فقط هڪڙي آهي. هن باري ۾ ڪيترن ڪتابن ۾ حيرت انگيز حقيقتون ڏنل آهن، جن
مان ٻه دلچسپ ڪتاب آهن:

(1) Of Stars and Men by Harlow Shapley of Harvard University.

(2) The Creation of the Universe by George Gamov of Colorado University.

هيءُ ذڪر انهيءَ ڪري ڇيڙيو ويو آهي ته جن جو صدق ۾ عقيدو ڪونه آهي پر
انگن ۾ اعتقاد آهي، سي به ڪوجنائون ڪري، انهيءَ نتيجي تي آخر پهتا آهن ته ڪالهه
جي حقيقت اڄ شڪ ۾ اچي سگهي ٿي ۽ سڀاڻ ڪُوڙ ۾ بدلجي سگهي ٿي. پر صدق،

حقيقتن کان به اڳتي وڌيل آهي. سمورن سرشٽين جو هڪ ئي ڪُل مالڪ آهي ۽ هُن جي مايا اسي شمار، بي انت، بي انداز ۽ بيحد آهي. اُن منش جي محدود مت ڪيئن ڪري ڪندي؟ اهي آهن روحاني راز جن جي سلجهائڻ لاءِ روحاني رمز کپي، الاهي اکِ گهرجي ۽ ڏاتار جي ڏات کپي. نه ته هي سڀ آهن اهنڪاري آدم ۽ اباڻ، جنهن وسيلي هڪڙو لجرو ٻئي لجراءِ کي لڳاتار ڪوڙو ڪيو ڇڏي. پرڪرتي پرماتما جو پرڪاش آهي جنهن جي پرکڻ لاءِ روحاني ۽ وگياني چت جي ضرورت آهي. رڳو وگيان، روحاني راهه کان الڳ ٿي، نه هن ڏس ۾ سڦلتا حاصل ڪري سگهندو ۽ نه ڪو انسان جي دک جو مسئلو حل ڪري سگهندو. شال وگياني کوجنائن جي روحاني رازن سان شادي ٿئي!

هن باري ۾ گرنٿ صاحب ۾ جيڪي ڪجهه آيل آهي، ان مان ٿورڙا وچن مٿي ڏنل آهن ۽ جن مان ٻه مکيه وچن وري هيٺ به ڏجن ٿا:

(١) ساچي تي پوڻا پئيا - پوڻي تي جل هوءِ
جل تي ترڀوڻ ساجيا - گهٽ گهٽ جوت سموءِ.
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٥)

(٢) اول الله نور اپائيا - قدرت کي سڀ بندي
ايڪ نور تي سڀ جڳ اپجيا - ڪؤن ڀلي ڪو مندي.
راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما پاڻ کي ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ لاءِ پرڪرتي پيدا ڪئي آهي. گويا پرڪرتي ته سندس هڪڙو واسُ يا روپ آهي، کيل يا بازي آهي، قدرت يا مايا آهي ۽ پرپنچ يا ڪرم ڀومي آهي. چار جُڳ سندس هڪ چوپڙ راند آهي، جنهن ۾ هُو ٻهڪجي ٻاري سان، مڙئي جيو جنتن کي سارين سمجهي. هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پيو ڦيري گهيري. اها ڦير گهير جي راند ڪرم جي قانون پٽاندڙ پئي کيڏجي. جا سرشٽي ڏسجي ٿي لٽڪجي ڏور ڏاتار هٿ آهي جو ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. غيب مان نڪري ٿي ۽ غيب ۾ سمائجي ٿي. انهيءَ غيب جو ڏاڍو سرشٽيءَ جي هر وستوءَ کي پاڻ ۾ پٽيو، پرماتما جي ڪلي جو هڪ من موهيندڙ، پر مغز مجهائيندڙ، هار بنائي ٿيو آهي. ڪيترين ڪُل سرشٽيون آهن ان جو اندازو لڳائڻ ناشدني آهي ته پرماتما جو اندازو ڪيئن لڳائي سگهبو؟ هن جساز ۾ منش ته هڪڙو ننڍو ڪين جهڙو پرزو آهي پر ڏيڍر وانگر اهنڪار ۾ ڦوڪجي، هو پاڻکي ڪيڏو نه وڏو ٿو سمجهي؟ ڦوڪي ڦوڪي پيٽ ڦاٽي پوندو پر انت نه لهندو.

هن اسرار جو ڪيئن ورڻن ڪجي؟ ڪيئن سج، چنڊ، تارا ۽ ڌرتي پيدا ٿي؟ ڌرتيءَ تي وڻ ٽڻ، ڪانهوءَ جيت جناور ۽ جيت جناورن ڪانهوءَ منش ذات. ٿوري انهن ۾ وقت ڪيڏيون نه تبديليون آنديون آهن؟ مثلا جي جيو لک ورهيه اڳي پيدا ٿيا

هٿان ٿن جي ۽ اُجوڪن جيوَن جي سوَلائيءَ سان مشابهت ٿي سگهي ٿي؟ جڙ مان جان پيدا
ٿـي، جان ڪانئوءَ مِن ۽ مِن ڪانئوءَ پڌي. جڙ پرڪرتيءَ جا جزا آهن: مِن، پُڌي، اَهم ڀاءُ ۽
پنج تت، (پرٿوي، پاڻي، اگني، ڏرتي ۽ آڪاس). انهيءَ کي اَپرا پرڪرتي به چئبو آهي.
پَراسا پرڪرتيءَ مان جيئن جاندار پيدا ٿين ۽ چيتن پرڪرتيءَ مان انسان ذات. پرڪرتيءَ ۾
وري شبد، سپرش، رُوپ، رس ۽ گند جهڙن پنج خاصيتوُن شامل ٿيوُن. ڪمي، وَڌـي ۽
ستي جا ٽي گڻ ۽ سمايل آهن ۽ ٿنهن سان گڏ اَنيڪ ڏوند ۾، جهڙوڪ سک دک، نيڪي
بدي، روشني اوُندھ، وغيره وغيره. پرڪرتيءَ جو ڀرپنچ ڏاڍو پيچيدو آهي.

وري ڏسو ته پرڪرتيءَ جو نروپو نقش، جوهر مدش اَندر به هوُ بهوُ چٽيل آهي. اُهيئي تت
اُهيئي خاصيتوُن، اُهائي چيتنا، اُهيئي گڻ ۽ اُهيئي ڏوند. رِتا هڪ پر بيشمار بي انداز
رچنائوُن. سوُرج، چندرما، تارا ۽ پرٿوي، پاڻ ۾ ٿند لـــار بنا، اَزغيبي ڪشش سان،
جڪڙيا پيا آهن. واسِ پيا رچائين ۽ آنند ۾ اَچي ڪڏهين ڪڏهين اڪ چپ واند پيا ڪن.
آسمان هيٺان ڪيئين سج، چند، تارا ۽ پرٿوائوُن پڻ ٿنيو اوُٺو ڪنهن کي ڪونهي. پرٿـوي
تي ڪيئين ساگر ۽ نديوُن، جبل ۽ مارٿلوُن، بسيمت، ۽ اُپيمت، جهنگل ۽ وڻ ٻُٽ، وڻ ۽
ٻوُٽا، جيت ۽ جانور، پسوُن ۽ انسان. ڪي وڻ ڦل ڏين ته ڪي ڇانوَ، ڪي ٻوُٽا ڪاٺ تـــ
ٻِيان ولين ته ڪي جان ڦوُڪين ۽ ڪن پَسن ۾ انساني شناخت ته ڪن انسانن ۾ جانورن جهڙن
جذباتوُن. زمين ۾ ڪانئوُن ۽ ڪوُهه. ڪٿان نڪري پاڻي ته ڪٿان نڪري پيٽرول، ڪٿان
ڏاتوُ ته ڪٿان ڏوُڙ، ڪٿان هيرا ته ڪٿان لعال ۽ ڪٿان ڪِٺليوُن ته ڪٿان نانگ. آڪاس ۾
جيوَ، پاتال ۾ جيوَ ۽ پرٿويءَ تي جيوَ. هر جيوَ پر ۾ جنسون، هڪ نر ته ٻيو مادي. انهن ٻنهي
جي ۽ موت جو سلسلو جاري رهي. جم ۽ موت به پرڪرتيءَ جا چٽڪ پاڇا آهن.

قدرت جي قانوُن ۾ مدرتا ۽ ڪنٽرولتا پڻ اُتي سرشٽيءَ جي راڄ لاءِ ضروُري. وقت
تي ڏينهن ۽ رات، سردي ۽ گرمي، روشني ۽ اوُندھ، مندوُن ۽ موسموُن، جهڙ ۽ مينهن،
ٻوڪ ۽ لابارا. وري ڪڏهين سوڪ ته ڪڏهين ٻوڏ ٿئي، ڪڏهين زلزلو ته ڪڏهين جبل
ڦاٽي، ڪڏهين بيماريوُن ته ڪڏهين ڏڪار پون، ڪڏهين حادثا ته ڪڏهين جنگيوُن لڳن.
مالڪ جي مدرتا سڀني لاءِ موجوُد آهي جيئن سج جي اُس پر مالڪ جي ڪنٽرولتا ۽ سڀني
لاءِ ضروري آهي. نياءُ هجي ٻوُرو ۽ سڀني لاءِ ساڳيو، بنا ڪنهن ٿيڙوُڏائيءَ يا اوُچ نيچ
جي ڀيد جي. انهيءَ ڪري نياءَ کي انڌو ۽ ڪٺور ڪوٺيندا آهن. ورِنا ۽ ستيم به انهيءَ
کي چوندا آهن. سڀ الهيءَ نياءَ اڳيان نمن ٿا، چاهي راضيي يا ناراضيي سان.

سوِ اِي بندا، پهرين اُتي سرجڻهار، پوءِ سرشٽي ۽ ٻچاڙيءَ ۾ ٿوُن. لوڪي چمن ۾ ته
ڏارڻ کهي پهرين سرجڻهار، پوءِ سرشٽي ۽ ٻچاڙيءَ ۾ ٿوُن پاڻ. متان ڏس ته خود مطلبيءَ

جي ڪئين ڪالان ۾ ٻيهر پاڻ پوڄين، پوءِ سرشٽي سان به پاڻ لاءِ ۽ ٻپاڙيءَ ۾ سرجڻهار، مڏڙيا ۽
ڪنوريا جي ماڻ جو مصر به آئٽي، تنهنجي آعمالن ۽ آعمالن تي. جيئن ٻالڙا جو اهو به وانو
رستو آئٽي. سوچي سمجهي صحيح سڙڪ ڳولهه جو ته جهڙي سڙڪ ۽ سفر لهڙي سٽاڻي ۽
سڦلتا ملندءِ. جو جو پوکيندين سو سو لڻندين. مرچن مان ماکي ڪانه نڪرندي.

سو پرماتما پاڻمرادو پيدا ٿيو ۽ پاڻ مان پاڻمرادو پرڪرتي پيدا ڪيائين. سندس
شڪتي ۽ ڪلا، پرڪرتيءَ ۾ ئي جذب ٿيل آهن. پاڻ ئي انت ۽ بيحد آهي ته پرڪرتي به
ئي انت ۽ بيحد آهي. اي بندا، تون به بيحد جو جزو آهين ۽ ساڳيءَ شڪتيءَ ۽ ڪلا
سان ڀرپور آهين. سرشٽيءَ ۾ سائينءَ سڀڪي رچيو آهي. تون سڀڪيءَ جو حقدار آهين ۽
سڀڪيءَ ۾ حصيدار آهين ته توسان گڏ ۽ تو وانگر، سڀ سنسار به اوتيون حقدار ۽ حصيدار
آهي. پر تون چاهين ٿو ته هي فقط مونکي هجي ۽ هر رڳو مون کي ملي. اها مون جي
مورتي جا ”فقط“ جا فرق ۽ ”رڳي“ جا روڙا ئي وجهي، سا سڀڪيءَ مان سڀ ڪندي
۽ آباديءَ کي اجڙ ڪندي. سنسار ئي برابر تنهنجا حصيداريءَ جا حق آهن پر سنسار جا
لوڪن به حصيداريءَ جا حق آهن، جو ته سنسار ۽ تون هڪ ٻئي ۾ سمايل آهيو ۽ سائين سڀ
۾ سمايل آهي. سڀ ڪان الڳ ئي، ڪيئن هڪ ڏاڍو هار ڇڄڻ جي هام هڻندو يا هار جي
سونهن ڪيئن ڏيندو؟ ڏاڍو سهندو هار سان ۽ ليڪن تون به سهندين سنسار سان. جيئن اندر تڙي
ٿي ۽ ٻاهر پرگهٽ ٿئي ٿي. پر جي تون ٻاهر جيئن جوڙيندين ۽ اندر اوليندين ته ڀروءِ
اندرين شڪتي سمايت ٿي ويندي ۽ ڪلا ڪوڃ ڪري ويندي. خود مطلبي ۽ تنگدلي
تيز رهندي ته دنيا دکدائڪ ۽ دردوند لڳندي. پر جي سڀني سنسار کي سڄڻ ۽ ساٿي
سمجهندين ۽ پرڪرتيءَ ۾ پرماتما پسندين ته سنسار مان سڀڪي پائيندين ۽ سڀڪي ٿيندين.
جهجهو ٿيءَ ته جهجهائي ماڻين، ٿوري پنيان ٿرڪ ڏسين، ڪين مان ڪيچ ڪندين،
سڀني کي ساڳيو سمجهين ۽ پاڻ ۾ پرماتما پائين. پرماتما، پرڪرتي ۽ پاڻ سڀ هڪ آهيو.
ڏُئيءَ جي ديوار ٽوڙ ته ورِي هڪ ٿي وڃين. پرماتما ۽ پرڪرتيءَ جي راز جي اها رمز آئٽي.

اي بندا، تو ڪڏهين ڪڻ ٻل اهو سوچيو آهي، ته جيئن لوڪي کهڙاوُن ۽ ڪيتراوُن
غنيمتوُن بخشيون آهن ۽ موت پر، تو جيئن ئي کهڙاوُن ۽ ڪيترا بون عنايتون ڪيون آهن؟
جيئن لوکي امله عضوا ۽ اندريون، اي اها ۽ بيحد شڪتيوُن عطا ڪيوُن آهن ۽ موت ۾
جيئن لوڪان فقط سچي رهڻيءَ ۽ کهڻيءَ جي ئي تقاضا ڪري، تنهن کان به تون وانجي
وڃو آهيمس ۽ پوءِ به ايو جيئن مان ڪئين ڪميوُن پيشيوُن ڪندين ته هيءَ به ڪسُ لڳي
ته هوءِ ڪسر به اجا رهجي ويئي. هاڻي انهيءَ انحرافيءَ ۽ احسان فراموشيءَ جي سزا اسا
دک، تنهنجي بدران ڪير ڀوڳيندو؟ مثلاً جيئن لوکي ڪڏول جهڙو ڪوُمل هردو ڏنو آهي

ته دم دم، اُن مان نومل ۽ نازڪ ڀاونائُون نڪري، پيار ڀکيڙين، دلداري، همدردي ۽ رحمدلي ڦهلائين، اُداسگي ۽ افسردگي دُور ڪن، خوش مزاجي ۽ دل شادي جاڳائين، خطائن لئي ڪميا ڪن، عبادتن سان ته عزت ڏيکارين، جيتن جي جيتامڙي سان ته رغبت پر رهن، قدرت جي ڪماءَ مان الاهي افسانا اٿارين، الوهيت جا الهامي اشارا اُنائين، سرشٽيءَ جي سريلي سُر سان سُرلي لڳائين، ستارن سان نوراني نظريت ملائين، پربتن ۽ ٻهاڙن جهڙن تصوري تصويرون چٽين، مائرن سان متوالي موجُون مائين، لهرن سان لڏو لائين، وڻراهه مان ورونهه وٺن، گلن ڦلن سان گڏ ڦوُلارهجن، پکين، پسن سان پريت گڏين، ٻارن ٻچڙن جي ٻولي ٻولين، انهن جي معصُوميت پرائين، هنرمنديءَ جي حسن شناسيت ڪن، جان ٻيجان پر جانب ڏسن، هر حال جي مرحبا ڪن ۽ جت ڪٿ، هرهنڌ راضي رهن.

اِها آهي جيون جي توڪان طلب پر تو فرض ۽ قرض ڪيئن چُڪايو اٿس؟ علميت ڪان علميت جي رِيت عاهدي، ترشنا جي تصوريت، مداٿيءَ جي مثاليت، خيالي خفقان، نقاسي نسقاب، ٻاوري ٻاليون، طريناڪ طرزُون، ترڪتالي تجربزُون، اٿهوندا وهم، من گهڙت گمان، خود آگاهي ۽ خود رحمي، بيمهابي ۽ بيقياسي، نفرت ۽ نندا، ناداني ۽ نا اميدي، ناشادي ۽ ناسازي، نفسيت ۽ نفسانيت، رنج ۽ روسامو، غصو ۽ غم، هٺ ۽ هوڏ موهه ۽ ممتا، لوڀ ۽ لالچ، اهنتا ۽ اگرتا، وير ۽ وروڌ، وغيره وغيره. هيءَ آهي جيون جو تنهنجي برخلاف شڪايت نامو نه ڪهڙو آهي تنهنجو جواب نامو؟ جيون توسان شرافت ۽ شراڪت ڏيکاري مگر تو جيون سان سازش ۽ شرارت ڪئي. هاڻي حساب چُڪاءِ!

مڃجي تو نه شايد تنهنجو ٻڌاءَ نامو چوي نه مٿيان عظيم الزام سڀ توسان لاڳُو نه آهن پر فقط ٿورا ڪي ڳاڻا ڳڻيا. ٺيڪ. پر ڪير ڪي ڪئي ڪرڻ لاءِ، سالباڻ جو هڪ ڦڙو نسي ڪافي آهي يا مڇيءَ جي سڄي تڪريءَ کي ڦاسي ٻانڻ لاءِ، هڪ لسي ڪِني ڪُرڙي ڪافي آهي. وچارنا کي وڪارن سان ويران ڪرڻ لاءِ نه هڪ اوگڻ ئي بس آهي، جنهن مان ٻيا ڪيئن اوگڻ، آهستي آهستي ٻيا ٻاٽمرادو پيدا ٿيندا ويندا. اوگڻ اگر ٻن ڳڻيا هجن يا اڻ ڳڻيا پر جيستائين وچارنا، صاف ۽ شڌ نه هونديءَ، تيستائين جيون جي طلبگاري پوري نه ٿيندي. جيون جي سوال جوابي، سڌي وچارنا سان آهي ۽ نه تنهنجي زبان مان پسا ٻاهرين ڪرلبن ۽ ڪرتوُتن سان، جي لوڪ لڄا، ڊپ، چشم پوشيءَ، خود مطلبيءَ، يا ٻين ڪن مجبُورين جي لحاظ کان، پوڙنگي ۽ ٻناوٽي ٿي سگهن ٿا. جي وچارنا خود، ٿڙائيءَ ۽ پوڙنگي کان خالي آهي نه ٻوءِ وچن توڙي ڪرم، نقل ۽ نقاب جي درڪار پڻ ٿي نه رهندا. تنهن ڪري، وچارنا پر سچائي ۽ صفائي، پيار ۽ پوترتائي، نرملتا ۽ نزاڪت، پرڪمت ۽ بلندي آڻڻي آهي، جنهن جي جوابداري توتي آهي. اِهيءَ ذميواريءَ ادا ڪرڻ سان ئي جيون جي طلب جي تعميل ٿيندي. چت جي چيتنتا نه پٽڙ پر آهي، نه پسُونءَ پر پر رڳو منش

۾ آهي. پوءِ جي ڇهتنا جي چوسول ۾ اچي ڪمت قبضو ڪندي ته پسون ۽ ٻڍڙي ۾ ڪهڙو تفاوت رهيو؟ تنهنجي بيپرواهيءَ ۽ لاغرضائيءَ ڪري، وڪارن وڃي ويچارن ۾ واسو ڪيو. هاڻي چستائيءَ ۽ چالاڪيءَ سان ٻاهر ڪڍڻ، سچائيءَ ۽ سرواڻيءَ سان ورڻي داخلا ڪسان روڪيڻ، ۽ سرپيا ۽ سندرتا سان اُٽي گلن جو گلشن لڳاءِ. اُنين جيون جو شڪايت نامو واپس وٺبو، شڪرنامو شايع ٿيندو ۽ شاباس نامو شاد ڪندو. اهڙي اُنين ٿبي.

جڏهن جيون قدرتي نمن اڳيان لڙي ٿي، ڪرم جي قانون جي اجا آوزي ڪري ٿي، خود غرضي ڇڏي اي غرض ٿئي ٿي، ٻهراڻ لين جو ۽ ٻوءِ ٻڌهڻجو پلو ڇاهي ٿي، ۽ هردم پاڻي ۾ پڙهي ٿي، تڏهن ٿي سمجهڻ گهرجي ته جيون جانب سان جُڙڻجي وٺي ٿي. جانب جي جاءِ جيءَ اندر آهي. جي اُتي نه لڏو ته ٻين، پراڻن ۽ جهنگلن ۾ مورُ نه ملندو. تنهن ڪري، صاحبن سمجهايو آهي ته گرهست کي گلستان ٺاهيو. زندگيءَ کان ڀڄڻو نه آهي پر زندگيءَ ۾ پهچڻو آهي. زندگيءَ ۾ ٻراٻر ڪٺن سوُر سختيون، دقتون دشواريون، رنڊڪون رڪاوٽون، مشڪلاتون مقابلا آهن: ڪي اڳين ۽ ڪي هاڻوڪن ڪرمن ڪري. پر ياد رکڻ ته اِها روهڪار، خصوصن رکيو تو لاءِ نه پر غالبن ساري جهان سان لاڳو آهي. سو زندگيءَ جو لطف ٿي اِهو آهي ته تڪليفن جو، لاطمع جي للڪار سان، سامهون ڪجي ته نفس نهوڙجي، نواسائي نابود ٿئي، غم ۽ غصي مٿان غالب پئجي، ڪرم ڪٽجي ۽ جيون سڦل ٿئي. سون ته رڃجي صاف ٿئي ٿو ۽ ڪاٺ ته ڇاڄي اسو ٿئي ٿو. سو زندگي ته هڪ تعجب انگيز تجربيڪار آهي، جتي هر هڪ تجربو سهڻو سبق سيکاري ٿو ۽ اڳتي وڌڻ وڌائي جي واهر ڪري ٿو. اِها واهر، پرماتما جو پيغام پهچائي ٿي ته جو جو جيون جي اُنتيءَ جو، اُوچائيءَ سان اُدم ڪندو، سو مالڪ جي مدد ۽ مهر جو حقدار ٿيندو، حمايت ۽ حفاظت ۾ حصيدار ٿيندو ۽ ٻيث وحدت جو وڇڻ وٺندو. سبق سکڻ ٺها، سمواءِ ٻين ڪيئن؟

گرهستي جيون، روحاني جيون کان غير مطابق نه آهي. خيرخواهيءَ سان اٺڪي مطابقت ۾ گڏجي سگهن ٿيون ۽ بدخواهيءَ ڪري الڳ ٿي وڃن ٿيون. روحانيت ڪو غير عملي آدرش يا خيال پرستي خواب نه آهي پر پهچ اندر پرستان آهي، جي من قابو ڪجي، چت شڪتي جاڳائجي ۽ آتم بل ابڀا ڪجي. مطلب ته سو ڪيئي سري، جڙ سڀ مٿان سڀوپ پائي، سڀڌان ٿئي. ڪرٺ جو ڪيل نه آهي پر لاڳيتار لڳن جو لڳاءُ آهي. جڏهن لڳاءُ جو لڳن نڪري ٿو تڏهن ساڌڪ چڻ ۾ چال ماري ٿو. سالن جو ساڌن، هڪ لحظي ۾ لڳاءُ ڏيکاري ٿو ۽ لالن ۾ لين ڪري ڇڏي ٿو. صاحبن پنهنجي جيون ۾ اِهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. سيني سنتوشن، پيرن ۽ پيغمبرن، ساڳئي پياڙءَ جي پهل پيتي آهي، ساڳئي آبشار جو آب اوليو آهي، پربت جي چوٽيءَ تان ساڳي مشعال ڏيکاري آهي ته راهه روشن رهي ڏاسوز دڳ لڳن، نڪل ٿانءِ پاڻين ۽ ساهه ٿئي چوٽيءَ چڙهن. پوءِ ڪي درويش، پکيس

جيان پرواز ڪن، ڪي ڇلانگ ماري ڀڄن ته ڪي گوڏن ڀر گِسڪي، چڙهن. پنهنجي
پنهنجي اِڇا شڪتيءَ ۽ اُساهت آهر، هرڪو نيٺ وڃي چوٽيءَ چڙهندو. نراس ٿي ڪو
موٽ نه موٽندو ڇو ته اهو مشعال ڪُل مخلوقات، آدميت ۽ انسانيت لاءِ آهي ۽ نه ڪنهن
خاص ملڪ، مارڳ يا مذهب لاءِ. اِهي اَلڳ اَڏا ۽ پنٿ ته پوئلڳن هٿ ڪڙا ڪيا آهن،
پنهنجي پيٽ پالڻ لاءِ يا شخصي ناماچار وڌائڻ لاءِ. اُتي ته هڪ ئي حرف آهي حقيقت
جو، هڪ ئي نعرو آهي نرواڻي نظريه جو، هڪ ئي آواز آهي ايڪواڻڪار جو، ته خالق
وسي ٿو خلقت ۾ ۽ خلقت وسي ٿي خالق ۾. سڀ اتان اڀرن ٿا ۽ اُتي رمندا رهندا. هيءُ
سارو سنسار ته سالڪن جو سچو ميلو آهي، جتي آدم ۽ جني بشر جو پيدائشانو آهي. ڪي
ڪرمن سان، ڀاڳ ڀلائي آزاد ٿين ته ڪي ڪرمن سان، ڀاڳ بگاڙي برباد ٿين. قدرتي
منارن تان مشعال چمڪي پئي ۽ آواز اچي پيو. ڪي ڪامل ڪَنُ ڏين، اک پٽين، اُتي جيان
آڪاس چڙهن ۽ ٻاٽهين ٻاڻ ۾ برگهٽ ٿين. ڪو سمجهُو سمجهي، سنت ئي سمائجي وڃي،
باقي ٻيا ته پيدائشي ڪي شغل سمجهي، وڻجارا پيائيءَ جو ٻج چٽين، ليکي لهٽي جسا لاهارا
لڏن ۽ آڳت لاڳت جا ليکا لاهين. مشعال جي موجودگيءَ کان ئي غير واقف ۽ بيخبر آهن.

اي ٻندا، تو ڪي واليءَ ڪونه وساريو آهي. تون ئي واليءَ کي وساري ويٺو آهين.
ڀلا تون پنهنجي اولاد جو ڀلو يا برو چاهيندو آهين؟ اِئين نه چاهيندو آهين ته انهنجو پروار
هميشه ڦلي ڦولي، آباد هجي، سکي سرسبز، آسودو اقبال مند، تندرست تازو توانو،
خوش حال خوش مزاجي رهي؟ ته ڇا اسانجو پرم پتا، پرماتما پڻ اِئين نه چاهيندو هوندو
ته اسين سڀ خلقت ۾ دلشاد، بيفڪري، بينقص ۽ بي عيب رهون؟ پر جيئن اسانجو اولاد،
اسان جي آدر ۽ اِڇائن يا وجود ۾، پنهنجي بد افعالن ۽ بد اعمالن ڪري، ڀاڻ کي دکي
ڪري سگهي ٿو ته پوءِ ڪهڙي تعجب ۽ تورس جي ڳالهه ڇٽي جي اسان خود، پنهنجي خطائن ۽
خامين ڪري، سنسار ۾ دکي گذاري رهيا آهيون ۽ پرماتما کي پري پري ٿيندا ٿا وڃون؟
جيون جسي طلب جسي تعميل ڪرڻ بدران، جيون برخلاف شڪايت ڪرڻ سکيو آهين.
شڪايت سک ڪونه آڻيندي. ها ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه هاڻ هلڪو ڪري پر هاڻ ڳورو
ڪجهي ڇو جو هلڪي ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪجي؟ شڪايت، شڪوه يا آهه زاري
بجاءِ راحت جو دروازو پوري ٿي ۽ شڪر، دلشادي ۽ ڪلمڪائي کولين ٿا. تنهن ڪري
شڪر گذار. نه پنهنجي نقائي ۽ عيبدار اصليت ڇپاءِ ۽ نه پٽي کي ۾ ڇپائڻ لاءِ مجبور ڪر.
جڏهين تنهنجي سچي اصليت، اَڳلي جي سچي اصليت جي سامهون ايندي، تڏهين سچ
جي پوري پچاڻ پوندي. سچ ڀلا سک ملڻ اُسيئو آهي. پر پوءِ رن ڏون ۾ نه آهين ته پين
مان اِها اُميد ڇو ٿو رکين؟ کِل ته دنيا ۾ توسان کلندي رهي. روءُ ته ڪير واجهو ايندءِ؟

اي ٻندا، جي پرڀ جنم ۽ ڪرم جي قانون کي مڃين ٿو ته پوءِ جيون جسي طلب

ڪي ڪيئن ۽ ڪيترو وقت ناامظور ۽ نظر انداز ڪندين؟ اهو نه ڀلجه ته قادر جي قدرت
تنهنجي قبضي ۾ ڪانه ايندي. تون پاڻ کي قدرت جي قبضي ۾ آڻ ته جيئن جي طلب پوري
ٿئي ۽ تنهنجون ڀاوناؤن، ويچار، وچن، جتن ۽ ڪرم، سڀ شڀ ۽ شڌ ٿين. پوءِ قدرت
جو قبضو به توتان هٽندو ويندو، جو ته ٻئي پاڻ ۾ ائين ملي ويندا جيئن کير ۽ کنڊ. جڏهن
پرش ۽ پرڪرتي، پاڻ ۾ پوري ريت ايڪ ٿي اچي وڃن ٿا، تڏهن پرشوتم جو پرڪاش پرگهٽ
ٿئي ٿو، تڏهن جيون جو چڪر سڌو ۽ سولو ٿو لڳي ۽ تيز هلي ٿو ۽ تڏهن چيتنا جون
چڻنگون نڪرن ٿيون، جنهن ۾ ميريءَ ۽ تيريءَ جا سڀ ڀيد ڀاو ڀسم ٿي وڃن ٿا ۽ انالحق
جا آواز اٿن ٿا. لاهوتي ٿيءُ ته اهو لالن جو لڪاءُ ڏسين. لڪاءُ ڏسي لڪاءُ ڪندين، راز
ڇپائيندين ۽ سڀ کان شرمائبين. لاهوتي آهي لاحد جو لامڪاني.



### (٦) سربَ وياپڪ سواميءَ.

(١) نانا روُپ نانا جاکي رنگ - نانا ڀيک ڪرهِ اِڪ رنگ
نانا ٻڌ ڪيو ٻستار[٢] - ڀوپ اَبناسي ايڪنڪارُ
نانا چلت[٣] ڪري کن ماهِ - پوُر رهيو پوُرن سڀ ٺاءِ
نانا ٻڌ ڪر بنت بنائي - اَپني ڪيمت آپي پائي
سڀ گهٽ تس ڪي سڀ تس ڪي ٺاءِ -
جپ جپ جيوي نانڪ هر ناءِ.

[راڳ گؤڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي(۴)١٦]

(٢) چار ڪُنٽ[۴] چودهَ ڀوَن[۵] - سگل وياپس رامَ
نانڪ اوُن[٦] نہ ديکيئي - پوُرن تاکي ڪامَ. } سلوڪ

چودهِ چار ڪُنٽ پرڀ آپ - سگل ڀوَن پوُرن پرتاپُ
دَسي دِسا[٧] روِيا پرڀ ايڪ - دُوُن آڪاس سڀ مهِ پرڀ پيکُ
جلِ ٿلِ بن پرٻت پاتال - پرميسور تهِ بسهِ دئيال
سوکم اَستوُل سگل ڀگوانُ - نانڪ گورمکِ[٨] برهمُ پڇانُ.

[راڳ گؤڙي، ٿتي، محلا پنجوان، پؤڙي (١۴)]

(٣) ايڪ محل[٩] ٽوُن هوءِ اَفارُو[١٠] - ايڪ محل نِمانو[١١]
ايڪ محل توُن آپي آپي[١٢] - ايڪ محل غريبانو[١٣]
ايڪ محل ٽوُن پنڊت بَکتا[١۴] - ايڪ محل کَل[١۵] هوتا
ايڪ محل توُن سڀ ڪڇ گراهج[١٦] - ايڪ محل ڪڇوُ نہ ليتا

---

١. اَنيڪ، طرحين طرحين جا. ٢. سرشٽيءَ جي رچنا. ٣. چرتر. ۴. ڪُنڊوُن. ۵. لوڪ.
٦. خالي. ٧. ڏساؤن. ٨. گوروءَ جي اُپديش دوارا. ٩. سرير ۾ ١٠. هوڏي، اهنڪاري
١١. نِهٺو. ١٢. مان مان ۾ ڦوُڪيل. ١٣. غريب. ١۴. ڀاشڻ ڏيندڙ، ڪٿاؤن ڪندڙ.
١۵. موُرک. ١٦. گرهڻ ڪندڙ.

ڪاٺ کي پُتري[1] ڪهاڻ لي ٻُڌڙي - ڪِلاڙن[2] هارو جاڻي
جنسا پيکُ ڪراوڻ ٻاجيگر - اوهه تسو هي ساڄُ[3] آڻي
انڪ ڪوڙي ٻهُ پاسانس ڪرِيا - آپ هوءُ نسا رَکوارا[4]
جنسي مدِل راکِي لسي رهيا - ڪِيا اِهه ڪري وِچارا
جن ڪي سنِتا موڻي جاڻي - ٻن اِهه سڀ پسڻ[5] ساڄي
ڪهه نانڪ اَبونور سوامي - قيمت اَپني ڪاڄي[6].
[راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، شبد (۱۳٦)]

(۴) آپي سُر نرگڻ گندرپا - آپي ڪَت دوَسن[7] کي پاٽي
آپي شِو شنڪر مهيشا - آپي گورمکُ اَڪٿ ڪهاڻي
آپي جوگي آپي ڀوڳي - آپي سياسي ڦِري اُباڻي[8]
آپهِ نال گوشٽُ[9] آپ اپديشي - آپي سگهڙ[10] سروپ سياڻي
آپڻا چوجُ[11] ڪر ويکي آپي - آپي سڀنا جيئا ڪا هي جاڻي.
[راڳ ڀاڳڙا، وار، محلا چوٿان، پؤڙي (۱۲)]

(۵) آپي اَلنج جيرج سيتج اُتيج - آپي کنڊَ سڀ لوه[12]
آپي سوُت آپي ٻهُ مڻيئا[13] - ڪر شڪتي جڳت پروءِ
آپهي سوتدار هي پيارا - سوُت کِڇي ڍهه ڍيري هوءِ
ميري مَن - مي هِر ٻن اَور نه ڪوءِ
ستگوُر وِچ نام لڌان هي پيارا - ڪر دَيا امرت مُکِ چوءِ[14] (۱، ۵)

---

۱. پُتلي . ۲. بازيگر، کيلاڻيندڙ. ۳. سانگ اٿجي لو. ۴. رکيا ڪندڙ. ۵. انيڪ پرڪارن جي رچنا. ٦. ڪارج، ڪم. ۷. ڇ شاستر. ۸. وہران هندن لسي. ۹. ڳالهه ٻولهه، بحث مباحثو. ۱۰. سياڻو. ۱۱. شانُ. ۱۲. لوڪ. ۱۳. داڻا. ۱۴. وجهڻ.

آپي جَل ٿَل سڀ هيءُ پسارا - پرڀ آپي ڪري سو هوءِ
سڀنا رزق سماهدا پيارا - دُوجا اَوُر نہ ڪوءِ
آپي کيلُ کيلائدا پيارا - آپي ڪري سو هوءِ
آپهي آپ نِرمل پيارا - آپي نرملُ سوءِ
آپي اَلکہ نہ لکيئي پيارا - آپي لکاوي سوءِ
آپي گهڙ[1] گنڀير هيءُ پيارا - تِس جيوڏ اَوُر نہ ڪوءِ
سڀ گهٽ آپي ڀوگوي پيارا - وچ ناري[2] پُرک[3] سڀ سوءِ
نانڪ گُپت ورتدا پيارا - گُرمکِ پرگٽ هوءِ.

[راڳہ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (۲)]

(٦) ساگرَ[4] مهِ بوُند بوُند مهِ ساگرُ - ڪوڻ بُجهي بِڌ جاڻئي
اُتپڄ چلت آپ ڪر چيني - آپي تتُ پڇاڻئي
اَئسا گيان بيچاري ڪوئي - تِس تي مُڪت پرم گت هوئي. (آ.ر.)
ڏِنُ مهِ رات رات مهِ ڏِنُ - اُوجِهم سيرم گيانئي
ڌُنُ[6] مهه ڌِيان ڌيان مهه جانيا - گُرمکِ اَکٿ ڪهانئي
منَ مهِ جوت جوت مهه منوُنا - پنچ[7] مِلي گُرو ڀائي
نانڪ تن ڪي سد بلهاري - جِن اِڪ شبد لِوَ لائي.

[راڳہ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (۹)]

(۷) بَن مهه پيکيو[9] تِرڻ[10] مهه پيکيو - گِرهہ[11] پيکيو اُداسائي[12]
ڏنڊا[13] ڌار جَٽ ڌاري[14] پيکيو - وِرت نيم تيرٿائي

---

۱. گهڻو ڳوڙهو. ۲. استري. ۳. پُرش. ۴. پرماتما. ۵. جيوُ. ٦. ڌُني، آواز. ۷. شبد. ۸. جهنگل. ۹. ڏٺو. ۱۰. چراڳاهہ. ۱۱. گرهستي. ۱۲. اُداسي. ۱۳. ڏنڊي ڪٺندڙ جوڳي. ۱۴. وڏا وار رکندڙ.

سڀئي سنگ هيڪيو من ماڻي
اوڀي[1] پيا[2]ل سرب مهِ ٻُڌون - وَس منگل ڳُڻ ڳائي.
جوڳَ ڀيک سنياسي ڀيکيو - جُٽ[3] جنگم ڪاپڙاڻي. (١٠ ر٠)
ڌمي ٽوپيسر مُن مهِ هيکيو - تَٽ[4] نانڪ[5] نِرتائي[6]
چهُه[7] مهِ هيکيو ڪَٽ[8] مهِ هيکيو - ڌَس[9] آشُني[10] سِمرتاڻي
سڀ مِل ايڪو ايڪ وکانهہ - تہ[11] ڪس کي ڪهُه دُراڻي
آکُهه[12] آکهه کي آنڌ سوامي - تُهه ڦِرم ڦيم ڦيماڻي
جن نانڪ تِنڪي بل بل جائيئي - جِهه گهٽ ٻرگٽائي.
[راڳ ڀيرئُ، محلا پنجوان، شبد (١٥)]

(٨) پوري پورُ وِڇاهہ - هرِن[13] مُحبت هڪُ تُون
جِتهہ وڃي جاءِ - تِتائون موجُود سوءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٩)

(٩) انتر ايڪو باهر ايڪو - سڀ مهِ ايڪ سمائيئي
گهٽ اوگهٽ[14] رِويا سڀ ٿائي - هر پُورن برهم ڏکائيئي.

راڳ ديو گنڌاري، محلا پنجوان، شبد (١)

(١٠) همُہ بن ہو ديکہ رهي - ترڻ ديکہ سباڻيا[15] رامَ
ترپوتو تجهہ ڪيتا - سڀ جگت سبائيا رام.

راڳ آسا، محلا پهلا، چنت (٤) ٢

(١١) اپيءِ[16] اپنل[17] اوپي[18] بيٺل - بيٺل بِن سدسار نہ ڀي
ٿاڻِ[19] ٿنتر ٿاما پوٿوئي - پُور رهيو تون سرب مهي.

راڳ آسا، پڳيت نامديو، شبد (٢)

(١٢) سيڪو تُجهي وچ هيءِ ميري شاها - تُجهہ کي باهر ڪوئي ناهہ
سڀ جيئہ تيري تون سڀ دا ميري شاها -
سڀ تُجهي ماهِ سماءِ[20].

راڳ ڌناسري، محلا چوٿان، شبد (١٣)

---

١. آڪاس. ٢. پاتال. ٣. جتي. ٤. بازيگر. ٥. ناٽڪي. ٦. ناچؤ. ٧. چار ويد. ٨. ڇہ شاستر ٩. ١٨ پُران. ١٠. ٢٧ سِمرتيون. ١١. دُور، پري. ١٢. ٻُڌيءَ ۽ زبان جي پهچ کان باهر. ١٣. ڪرم فقير استري. ١٤. ڏکيو هنڌ. ١٥. سمايل، وياپڪ. ١٦. هن جهان ۾. ١٧. ڀڳوان وِٺل. (پنڌارپور وارو) ١٨. پرلوڪ ۾. ١٩. هر جاءِ. ٢٠. سمائجي ويندا.

(۱۳) ايهُ پرپنچ ڪيتا پرڀ سوامي – سڀ جڳ جيئن جُڳٽي[1]
جڳُ سلليءِ سلل اُنهه ٻهه لهري – ملِ سللِليءِ[2] سلل سمٽي[3].

(۱۴) من لسن رو رهيا جڳديسر[4] – ٻيڪ سدا حضوري[5]
لسانڪ روِ رهيا سڀ انتر – سرب رهيا ڀرپوري.

(۱۵) ڪبير راميءِ رام ڪهُ – ڪهبي ماهه[6] ٻبيڪ[7]
ايڪ انيڪهه[8] مل گئيا – ايڪ سمانا[9] ايڪ.

(۱۶) فريدا خالق خلق مهِ – خلق وسيءِ رب ماهه
مندا[10] ڪس کو آکيئي – جا تِس[3] بن ڪوئي ناهه.

راڳ نٽ نارائن، محلا چوٿان، شبد(٦)

راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (٢)

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٩١)

سلوڪ، شيخ فريد (٧٥) [سلوڪ محلا پنجوان]

---

١. سمايل. ٢. جل. ٣. سمايل آهين. ۴. پرماتما. ٥. حاضران حضور. ٦. اُچارڻ مهل.
٧. ٻڌيءِ ڪان ڪم وٺ. ٨. هڪڙا سساري قيدن ۾ قاسي ويا. ٩. ڪي ٻيا ايشور ۾ سمايل ٻيا آهين. ١٠. بڇڙو، برو.

## (۷) سڀ ڀرِتنهنجي جوتِ.

(۱) گهٽِ گهٽِ سيا وِچ ايڪو - ايڪو رامُ پتارو رامُ
اِڪنا ڀرپ ڊوڙ ترسيع - اِڪنا مِن آڌارو رامُ
اِڪنا من آڌارو سرجڻهارو - وِڌ پائي گوُر ڀسائيا
گهٽَ گهٽ هر پرڀ ايڪو سوامي - گورمکِ اَلکهِ لکائيا
سَهجي اَنند هوُتا من مانِيا - نانڪ برهمَ بيچارو
گهَٽ گهٽي سيما وِچ ايڪو - ايڪو رام پتارو رامُ.
[راڳُ سوُهي، محلا ڏيڄا، چنت (۳) ۷]

(۲) جمُ پَسري سوُرج ڪرڻ جوت -
اِمَّ گهٽَ گهٽ رمَّيَّا اوت پوت.
ايڪو هرِ رَويا سرب ٿاء - گور شبدي مليئي ميري ماء. (۱، ۰۱)
گهٽَ گهٽ اَنتر ايڪو هرِ سوء - گور مليئي اِڪ پرگٽ هوء
ايڪو ايڪ رهيا ڀرپوُر - ساڪت نَر لوڀي جاڻهِ دوُر
ايڪو ايڪ ورتي هر لوء - نانڪ هر ايڪو ڪري سو هوء.
[راڳُ بسنت، محلا چوٿان، شبد (۱)]

(۳) ايڪا سُرت جيتي هي جيءُ - سُرت وِهوُڻا ڪوء نہ ڪيءُ.
جهڙي سُرت ليها تِن راهُ - ليکا اِڪو آوَهُ جاءُ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۳۰)

(۴) ايڪو پوَڻ ماٽي سڀ ايڪا - سڀ ايڪا جوت سبائيا
سڀ اِڪا جوت ورتي ڀن ڀن - نہ رَلئي ڪسي دي رلائيا.

راڳُ مانجهہ، محلا چوٿان، شبد (۷)

(۵) جيڏو ليوي جوت - اُڏو جوتي وچ سوُن ڀولهِ.
وِڻ جوتي - ڪوئي ڪيچ ڪرهہ دڪسا سياٿيئي؟

راڳُ مانجهہ، محلا پهلا، وار (۲)، سلوڪ محلا ڏوجا

---

۱. سولائيءَ سان. ۲. پکڙيل آهن. ۳. ڀرمالما. ۴. هر طرف، چوڌاري. ۵. منمک، موُرک. ۶. لوڪ. ۷. جوت. ۸. خالي، ڪانسواء. ۹. وات. ۱۰. گڏڻ، ملائڻ. ۱۱. جيستاء. ۱۲. تيستاء. ۱۳. ڏيکاري نہ سگهي؟

(٦) جب آپهہِ آپ - آپنــي جـــوتِ ڌريِ
تب ڪؤن نِندر[1] - ڪؤن ڪبِ ڌريِ[2]۔

واڳ گوڙي، سکمڻي صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)١٢

(٧) سرب جوت مهِ - جـاڪي جـــوت
ڌار رهيـو سوامـــي - اوتِ پــوتِ۔

(٣) ٢٣

(٨) جـــهه ديکهؤ تهه سنگِ - ايڪو روِ رهـــيا
گهٽ گهٽ واسي آپ - وِرليِ ڪنهيِ لهيا۔

واڳ آسا، محلا پنجوان، چؤپد (٣) ٩

(٩) جاتِ[3] مهِ جوت - جوتِ[3] مهه جاتا
اَڪل[4] ڪــلا - پــرپؤر رهيـــا۔

واڳ آســا، محلا پهلا، وار (١٢)

(١٠) الله غيبُ[5] سگل گهٽَ ڀيتر - هـــردئِ لِيهُ بيچاري
هندؤ ترڪ دُهؤن[6] مهه ايڪيِ - ڪهيِ ڪبير پُڪاري۔

واڳ آسا، ڪبيـــر صاحب، شبد (٢٩)

(١١) جهه جهه ديکان تهه جوتِ تماري - تيرا رُوپ ڪِنيها[7]
اِڪت رُوپ ڦرهه پرچنا[8] - ڪوءِ نــه ڪِسهي جيها[9]۔

واڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٤)

(١٢) جو اَنتر سو باهر ديکهُ - اَؤر نـــه دؤجا ڪوئـــي جيءُ
گورمکِ ايڪ درشٽ ڪر ديکهُ -
گهٽَ گهٽ جوت سَمولي جيءُ۔

(١١)

(١٣) سگل بنسپت[10] مهِ بسنتر[11] - سگـــل دؤڌ مهِ گهيئا[12]
اؤچ نيچ مهِ جوت سماڻي - گهٽَ گهٽ ماڌؤ جيئـا۔
سنتهُ گهٽَ گهٽ - رهيا سماهيو
پؤرن پؤر رهيو سَرب مهه - جــلِ ٿــلِ رَميئا آهيو۔

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٩)

(١٤) جوت سَبائڙيِ - تــرپوڻ ساري رامَ
گهٽ گهٽ روِ رهيا - اَلکه اَپاري رامَ۔

واڳ بلاول، محلا پهلا، چنت (٤)١

---

١. نيند. ٢. ڊڄي. ٣. ساري سرشٽي. ٤. بي اَنت. ٥. گُپت. ٦. ٻنهي. ٧. ڪهڙو فرق ڪونه آهي. ٨. جدا جدا ڀاڱا. ٩. هڪجهڙو. ١٠. وڻراهه. ١١. اگني. ١٢. گيهه.

(١٥) ھر ٻرھمڻ[1] ڪيا سڀ ڪرلپ-وچ آھي آهِٽي جوت ڏرشٽي
ھر ايڪو ٻولي ھر ايڪ[2] ٻالي-گُرُ ٻُوري ھر ايڪ ڏِکيشٽي

راڳ گُونڊ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٦) نہ ڪوئي سوُر[3] نہ ڪوڙي ھيٺا-سڀ ٻرڪتي جوت تماري
تُم سمرٿ اَگم اَگوچرُ - روپا ايڪ مُراري.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨)

(١٧) سيٺي گھٽ رام ٻولي - راما ٻولي
رامَ ٻنا - ڪو ٻولي ري؟
ايڪل مائي ڪُنچر[4] چيٽي[5] - پاٿن[6] ھتُم ٻھُم نانا ري
اُستاوُر[7] جَنگم[8] ڪيٽ[9] پتنگر - گھٽ گھٽ رام سمانا ري.

راڳ ماليگوڙا، پگت نامديو، شبد (٣)

(١٨) ٻاجھ ٻاجي ڏنُ آڪارا - آپ وِچائي وِچاوٽھارا
گھٽ گھٽ ٻوٽا[10] وِھي اِڪ رنگي-مل ٻوٽي سڀ وڃاندا.

راڳ مارُو، محلا پھلا، سولھو (٤) ١٨

(١٩) مِن تن رو رِوھيا جگ جيون - گُرُ شبدي رنگ مَماڻي
انڀج جيرج سيتج اُنڀج - گھٽ گھٽ جوت سَماڻي.

راڳ تکاري چنت، محلا پھلا، ٻارھ ماھ (١٤) ١

(٢٠) سڀ گھٽ تيري - توُن سڀنا ماھ
تجھ لي ٻاھر - ڪوئي ناھ.

راڳ پرڀاتي، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢١) ھر گھٽ گھٽي گھٽ ٻستا - ھر جل ٿلي ھر ٻستا
ھر ٿان ٿننتر ٻستا - مي ھر ديکن ڪُوَ چاھ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١٠)

(٢٢) ھر آپي گھٽ گھٽ ورتدا - ھر آپي آپ ٻسي اَنُت
ھر آپي سڀ رَس ڀوگدا - ھر آپي ڪَولا[11] ڪنتُ[12].

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٦)

(٢٣) گھٽ گھٽ مي ھر جو ٻسي - سنتن ڪھيو پُڪار
ڪھ نانڪ تھ ڀج[13] مَنا - ڀَؤنِڌ[14] اُتر ھپار.

سلوڪ، محلا ناوان (١٢)

---

١. سارو سنسار. ٢. ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ٣. ٻهادر، سوُرمو. ٤. هاٿي. ٥. ڪيلي. ٦. پاسڻ، ٿانو. ٧. بيجان وستو، جڙ وستو. ٨. ساھ وارا جيئ، چيتن وستو. ٩. ڪيڙان. ١٠. ساھه. ١١. لڇمي. ١٢. پِکوان ناراڻ. ١٣. جاپ ڪريو. ١٤. ڀؤساگر.

## (٨) پرماتما حاضران حضور ۽ ويجهو آهي.

(١) ڪاهي ري - بن کوجن[1] جائي

سرب نواسي سدا الپيا[2] - توهي سنگ سمائي. (١٠١)

پهپ مڌ جِهِ باس[3] بست هي - مُڪر ماهه جِئسي ڇائي

تئسي هي هر بسي نرنتر[4] - گهٽ[5] هي کوجهه پائي

باهر ڀيتر ايڪو جانهه - اِهه گرو گيان بتائي

جن نانڪ بن آپا چينئي[6] - مٽي نه ڀرم ڪي ڪائي[7].

[راڳ ڌناسري محلا ناوان، شبد (١)]

(٢) نِڪٽ[8] بُجهي سو بُرا ڪِئُ ڪري - بِکَ سَنچي[9] نت ڊرتا ڦري

هي نِڪٽي[8] اَر ڀيد نه پائيا - بن ستگور سڀ موهي مايا

نيڙي[8] نيڙي سڀڪو ڪهي - گورمک ڀيد وِرلا ڪو لهي. (١٠٠)

نِڪٽ[8] نه ديکي پَرگرهِ[10] جاءِ - درب[11] هري[12] مِٿيا ڪر کاءِ

پئي لڳَڙي[13] هر سنگ نه جانيا - باجهه[14] گورو هي ڀرم ڀلانيا

نِڪٽ[8] نه جاڻي بولي ڪوڙ - مايا موهه موٺا هي موڙ[15]

انتر وست[16] دِسنتر[17] جاءِ - باجهه[14] گورو هي ڀرم ڀلاءِ

جِس مستڪ ڪرم لکيا للاٽ - ستگور شيوي کلي ڪپاٽ

انتر باهر نڪٽي[8] سوءِ - جن نانڪ آوي نه جاوي ڪوءِ.

[راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (١٦)]

---

١. جهنگل ۾ ڳولهڻ لاءِ وڃين. ٢. نيارو. ٣. گل. ٤. سگهند. ٥. اندر. ٦. پاڻ سڃاڻڻ. ٧. اوڻائي، مرض. ٨. ويجهو يا پوسان. ٩. مايا لاءِ ڪٺ ڪري. ١٠. پرائو گهر. ١١. ڌن چوري ڪري لاءِ. ١٢. جوڙت ۽ ڪوڙ. ١٣. لڳي. ١٤. ڪاسواءِ. ١٥. موڙڪ. ١٦. شيءِ، آتما. ١٧. پرديس.

(٣) هر سنتهه ديکهه ندر کر - نِکٽ وسي ڀرپُور
گرومُک جني پڇاڻيا - سي ديکهه سدا حضُور.

سوري راڳ، محلا ڇوٿا، شبد (٤)

(٤) سڀ اُپائي آپ وکيع - ڪس نيڙي ڪس دُور
جن پرڀو سنگي ڄاڻيا - پرڀو راوي سدا حضُور.

(٢٩)

(٥) جو ڪڇ ڪيتو - سو آپڻي رنگ[2]
سڀ تي دُور - سڀهڙن ڪي سنگ.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٦) ١٢

(٦) ساچه دُور نه ڄاڻيئي - انتر هئي سوئي
جهه ديکا تهه رو رهي[3] - ڪن قيمت هوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ١٩

(٧) اي مَن مت ڄاڻيهه هر دُور هي - سدا ويکهه[1] حضُور
سد سُڻدا سد ويکدا[4] - شبد رهيا ڀرپُور.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (١٣)

(٨) دن راتڻ ڪمائڙو[5] - سو آئو[6] ماٿي
جس پاس لِکائڙو[7] - سو ويکي ساٿي.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (١) ١٣

(٩) ڀهر[8] دوجا پور سا آنمالي[9] - ڪهر[10] مي ڄاڻيا پور دُوري
جا ملِيا پُورا سنگوروُ آنمالي - تا آسا منسا سڀ پُوري.

راڳ وڏهنس، محلا پنجوان، شبد (٥) ٩

(١٠) رتن ڪمل ڪوٺڙي[11] - چمڪار[12] بيجل تهي
نيڙي ناهي دُور - نج آلمي[13] رهيا ڀرپُور.

راڳ سورٺ، پهلا نامديو، شبد (١)

(١١) جهه جهه پيکهه تهه حضُور - دُور ڪتهه نه جاسي
رو رهيا سربتر مي - من سدا دِئيائي.
ايڪ[14] اُوس نهي بيڙي - سو سنگي ڪنيئي[15]
بس جاءِ جو لمڪ[16] مهر - سو الپ[17] سک پنيئي.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٢٧)

---

١. حاضران حضُور. ٢. موج ۾. ٣. ومي رهيو آهي. ٤. سدائين. ٥. پاپ ڪمايا. ٦. نتيجو پرکيان تو. ٧. لکايا. ٨. جيستاءِ. ٩. پياري سکي. ١٠. ليستاءِ. ١١. ڪنول روُپي هردي ۾ هيرا ۽ جواهر آهن. ١٢. بجليءَ جهڙي روشني اُلي آهي. ١٣. اصل آتما ۾ سمايو پيو آهي. ١٤. اِڪ لوڪ پرلوڪ ۾. ١٥. ناس اُپي وڃي تو. ١٦. ڪِرط پل. ١٧. ٿورو.

(۱۲) ٻيڏ ڪتيب اُنترا ٻاڻي - دل ڪا فڪر نه جاءِ
ٽڪ دم قراري چت ڪرڻ - حاضر حضوُر خداءِ.

واڳ تلنگ، ڪبير صاحب، شبد (۱)

(۱۳) توُن ناهي پرڀ دوُر - جاٺهِ سڀ توُن هيءِ
گورمک ويک حدوُر - اَنتر ٻسي توُن هيءِ.

واڳ سوُهي، محلا پهلا، اشٽپدي (۷)۵

(۱۴) پرم چڪاوهه گورمک لدو لاوهه - آتم چيڌهه ٻاڻي
نرکت ڪر جاٺهِ سدا پرڀ حاضر - ڪس سڻ ڪرڻ ٻراڻي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۲)

(۱۵) سيڪي سنگي - ناهي دوُر
ڪرن ڪراون - حاضران حضوُر.

واڳ ماليگوڙا، محلا پنجوان، شبد (۵)

(۱٦) جهان جاڻيءِ تهه جل ٿڪان -
توُن ٺوُر رهيو هيءِ سڀ سمانِ
ٻيد پُران سڀ ديکي جوءِ -
اوُهان تڻ جاڻيءِ جڻ ايهان نه هوءِ.

واڳ بسنت، ٻڪيه، رامانند، شبد (۱)

(۱۷) هر هٽ ٻسي توُن لوُن ڪرهه - ٻولهِ ٻلي ٻاڻ
صاحب سدا حدوُر هيءِ - ڪيا اُچي ڪرهه ٻڪار.

سلوڪ، محلا تيجا، (٦۳)

---

۱. ويد ۽ ڪتيب. ۲. اَجايا ۽ نسقل. ۳. چنتا. ۴. ٿورو وقت. ۵. قابوُ يا ايڪاگر. ٦. گوروَءَ جي معرفت. ۷. سُڃاڻ. ۸. معدون ۾ ٻتون جوُن موُرتوُن ۽ ٻيا. ۹. ٻيٽڙهي ڏنا آهن. ۱۰. هي ڪوهه جي نار! ۱۱. مٺي ٻولي ٻولين ٿو. ۱۲. ڏاڍيان وڏي واڪي سان ڇو ٿو ٻيو ٻڪاروُن ڪرين؟

## (٩) پرماتما پرڪرتيءَ کان نرليپُ.

(١) سڪلَ ڀانتِ ڪر ڪرهِ اُپائيو – جنم مرڻ مَنُ موهِ ٻڌائيو[1]
ڏُهوُن ڀانت تي آپ نِرارا – نانڪ اَنتُ نہ پارا وارا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري، پؤڙي (٢)

(٢) سڀ تي اُچي – سڀهوُ تي دوُر
نانڪ آپ اَلِپتُ – رهيا ڀرپوُر.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي ۴(١٠)

(٣) رُوپُ نہ ريکهہ نہ رنگ ڪڇ – ترهہ گُڻ تي پرڀ ڀِن
تسهِ بُجهائي نانڪا – جِس هووي سُپرسن[2].

(١٦) [سلوڪ]

(۴) سڀ ڪڇ مَدِ[3] – اَلِپت[4] رهي
جو ڪڇ ڪهڻا – سو آپي ڪهي.

٢٣(٦)

(۵) سڪل سمگري جاڪي سوُت پروئي-گهٽَ گهٽ اَنتر روِيا سوئي
اوپتِ پرلائي کِن مهِ ڪرتا – آپ اَلِپا نِرگُن رهتا
ڪَرن ڪراوَن اَنترجامي – اَنند ڪري نانڪ ڪا سُوامي.

راڳ آسا، محلا پنجوان شبد (٩۴)

(٦) بيد ڪَتيب سنسار – هياهُون[5] ٻاهرا
نانڪ ڪا پاتشاهُ – دِسي ظاهرا.

(١٠۵)

(٧) اَپني[6] مايا آپِ[6] پساري – آپهِ ديکڻهارا
نانا روُپ ڌري ٻهُ رنگي – سڀ تي رهي نِيارا.

راڳ ڀاڳڙا، محلا ٽاوان، شبد (١)

(٨) ڪايا اَندر ڪوٽُ اَپار هوي – مِلنا سنجوڳي[7]
ڪايا اَندر آپ[6] وسِ رهيا[8] – آپهي[6] رَس ڀوڳي[9].

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١٣)

(٩) اِس جَگ مهِ پُرک ايڪ هي – هورُ سڪلي نار سَبائي
سڀ گهٽَ ڀوڳي اَلِپت رهي – اَلکہ نہ لکڻا جائي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١۵)، سلوڪ محلا تيجا

(١٠) اَنڪ رنگ – جاڪا ڪهي نہ جاءِ
سوڳُ[10] هرکَ[11] – ڏُهوُ مهِ ناهِ[12].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)٢

---

١. وڌايو. ٢. خوش، راضي. ٣. اَندر. ۴. نرليپ. ۵. اُنهن سڀني کان ٻاهر آهي. ٦. پرماتما.
٧. قسمت، پرالبڌ. ٨. سمائجي رهيو آهي. ٩. سواد ٻيا چکڻا وٺي ٿو. ١٠. ڏک.
١١. سک. ١٢. ٻنهي کان ٻاهر يا پري آهي.

پرماتما سرو ويا پڪ ۽ حاضران حضور آهي.
سڀ ۾ سنڌس جوت آهي
پر تنهن ۾ پاڻ سڀ کان نرليپ آهي.

صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما سرو ويا پڪ آهي ۽ حاضران حضور آهي. سڀ ۾ سنڌس جوت آهي، پر تنهن هوندي به پاڻ سڀ کان نيارو ۽ نرليپ آهي. جن کي من جيئي مٺيا آهي سي پرماتما کي پاڻ ۾ ۽ پاڻ پرڪرتيءَ ۾ ڏسن ٿا، هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حال ۾. باقي پيا ته سڀ پيا اجايا ٿاڦوڙا ۽ هٿوراڙيون هڻن، ڇو ته هو پرماتما ۽ پرڪرتيءَ، ٻنهي کان غير واقف آهن. اڻڄاڻائي ۽ اڻواقفيت اوس اوڙاهه ۾ وجهندي.

هن وشيه تي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ انيڪ سنڌر حوالا ڏنل آهن، جن مان ٿورڙا وچن مٿي اچي چڪا آهن. صاحبن چيو آهي ته پرماتما سرو ويا پڪ آهي يعني سڀ ۾ وسي ٿو ۽ هردم وسي ٿو. ڪو به وقت، ڪو به آستان، ڪا به وستو، ڪا به رُوپڪار ۽ ڪو به جيوُ، خاوند کان خالي ڪونه آهي. خالي هوندو به ڪيئن جڏهن سڀ خلقت ۽ سڀ پيدائش سنڌس اپايل آهي ۽ سڀ قاعدا، قانون ۽ نيم، جن پٽاندڙ سرشٽيءَ جو سرشتو هلي رهيو آهي ۽ هلندو رهندو، سي به سنڌس رچيل آهن؟ سڀ ۾ رام رمي رهيو آهي، جهنگ ۾ بستيءَ ۾، اجڙ ۾ آباديءَ ۾، ڪُٻن ۾ ڏسائن ۾، ٻهاڙن ۾ ماڻهن ۾، سيور ۾ سڪيءَ ۾، اندر ۽ ٻاهر، هيٺ ۽ مٿي، آڪاس ۾ پاتال ۾، لوڪ ۾ پرلوڪ ۾، سٿول ۾ اسٿول ۾، دوشيه ۾ اَدوشيه ۾، ويد ۾ پُران ۾، شاستر ۾ سمرتين ۾، ديولن ۾ پاٺ شالائن ۾، ورتن ۾ لڇڻن ۾، ڏينهن جو راتڪ جو، صبوح جو شام جو. مطلب ته ساري برهمانڊ ۾ برهم ئي برهم آهي. برهم کي برهمانڊ ۾، باطني ۽ ظاهري روپ ۾ سڃاڻڻ ئي برهم گيان آهي.

اهو ئي برهم ڏسو ته ڪنهن جيو ۾ اُپمائي پيو لڳي ته ڪنهن ۾ نماڻو، ڪنهن ۾ ونهيو ته ڪنهن ۾ ولهو، ڪنهن ۾ سياڻو ته ڪنهن ۾ اياڻو، ڪنهن ۾ جوڳي ته ڪنهن ۾ ڀوڳي، ڪنهن ۾ ڏمريل ته ڪنهن ۾ سانتيڪ، ڪنهن ۾ لوڀي ته ڪنهن ۾ تياڳي، ڪنهن ۾ موهي ته ڪنهن ۾ نرموهي، ڪنهن ۾ ڪمٽي ته ڪنهن ۾ سچيار، ڪنهن ۾ داني ته ڪنهن ۾ اپراڌي، ڪنهن ۾ اڳهو ته ڪنهن ۾ سگهو، ڪنهن ۾ دکي ته ڪنهن ۾ سکي. اهي سڀ خاصيتون ۽ خاميون، گڻ ۽ اوگڻ پرماتما جا پرڪرتيءَ اندر پڙدا آهن، جي ٽنهي گڻن ۽ ڏيهن دنائن پرگهٽ ٿين ٿا، جدا جدا روپن ۾، الڳ الڳ وقتن تي، چاهي ڪو هندو هجي يا مسلمان، زال يا مرد، گرهستي يا سنياسي، جتي يا اداسي، اوچ يا نيچ، جهنگم

يا ڪاڻڙي، ٽيڙي يا ٽيڙهو، مونڊي يا ڄٽاڙي، ناڪي يا ٽرڪي، وهمري يا ويراڳي.

(۱) ڪوڙين ڀيڏ شاخ ٿيري ڦولي — ڪوڙن سؤ ڪيڙ هوُ تا آستوُلي
ڪوڙن ڄڳ لڳ توُن ٿين ٿيندا — تنهن ڀي آرو نه پائيئي جيءُ.

راڳ مانجهه، محلا
پنجوان، شبد (۲۱)

(۲) ايڪ محل توُن پنڊت وڪتا — ايڪ محل کل هوتا
ايڪ محل توُن سڀ ڪڇ گراهڪ — ايڪ محل ڪڇوُ نه ليتا.

راڳ گوڙي، محلا
پنجوان، شبد (۱۲۶)

اي ٻندا، اُهو بازيگر بادشاهه، ڪٿي پيو اسان اڳيان، ٻهروپ بازيءَ جو ڪمال ڪري ۽ هر طرف ڪري، چوڌر چٽي ۽ ميٺي، پر اسان کي نه بازيگر ٻاهر چاڙهي ۽ نه بازيءَ ٻاهر. نه باغبان جي بيداريءَ جي سڃاڻپ ۽ نه باغ جي بهاريءَ جي. پر تنهن هوندي به ڪٿين ٻيا، ٻي انت جي بخشش ۽ برڪتن ٻاهر، ٻيهودو ٻهش ڪن ۽ هر ساهه برابري ڪن. ڇا ته ڇون؟ ته مولي هڪ من گهڙيءَ مذاق آهي، پرم جو پُٽ آهي، وهم جو وارث آهي، آنند وشواس جو اَستانو آهي، ڏر جو ڏاوڙ آهي، يا ٻڌ ٻختيءَ جي ٻچاءَ لاءِ ٻهانو آهي. نه ته ڪير به اولياءُ اَوتار يا پير پيغمبر، صاف سلي چوڻ ته ته مالڪ جو مڪان ڪٿي آهي، روُپ ۽ رنگ ڪهڙو اٿس، ڪرت ۽ ڪمائي ڪهڙي اٿس، قوت ڪهڙي اٿس، وقت ڇا پر تو وڃائي، قوميت، ڪُل ۽ ٻولي ڪهڙي اٿس، ڪُنوارو آهي يا ٻارن ٻچن وارو، پرواه ڪٿي ٿو پلجيس، پڙهيس ۽ پرڻجيس؟ پر ته پُراڻا پوٿيون نه پيون پرولين ۾ پڙدو پوشي ڪن، مبهم ۽ مختصر مصلحت ڏيئي، پيون من جو مونجهارو وڌائين ۽ پڳوان جي پرمي پُٽ جو قاعدو مضبوط ڪن. وڌيڪ هوُ پڇن ٿا ته جي قدرت، سرشٽي يا جيون لاءِ قديمي قانون قائم ٿي چڪا آهن، جي اَٽل، اَمر ۽ خود چلائو آهن ۽ جن ۾ ڪابه نه تبديل ٿي سگهي ٿي ۽ نه رڪاوٽ پئجي سگهي ٿي، ته ڇا قدرت ۽ قانون ٺاهي، قادر هٿن ڪروڙن ڪروڙ صدين کان ويٺو، واندو ويٺو آهي؟ جي قانون جي نه تبديل ڪري ٿو سگهي ۽ نه تنسيخ ڪري ٿو سگهي ته حڪم جو حاڪم آهي يا حڪم جو حاجتمند ٿيو؟ ڇا اختياري ۽ اجازت نه عمل ۾ آڻي آهي ۽ نه اچڻي آهي ته پوءِ ايشور کي سرو شڪتيوان سمجهڻ مان ڪهڙو سوُد نڪرندو؟ بلڪ جي غائب به ٿي وڃي ته ڪهڙو غضب نازل ٿيندو؟ شال خدا بسبب، خيالي خفتن جو خاتمو ٿئي، ته خلقت خاطر خواهه ۽ خوشحال رهي ۽ خالق خاموش يا خارج ٿئي. سببن ۽ ثابتين ڪانسواءِ، سلطان هليو آهي سلطنت قائم ڪرڻ! مٿان ڪو ڪنهن غير موجود شاهيءَ جي غلاميءَ ڪيئي يا سرُ جهڪائي سجدو ڪري!!

وگيان نه پر آوشواس ٿو اهي سوال پڇي ۽ دليل پيش ڪري. طبيعي، وگيانسي ۽ قدرتي ودياجا ماهر ته اهو تسليم ڪري چڪا آهن ته قدرت پنهنجي قادر پاڻ آهي جيئن خانه پنهنجي خانه دار، نقش پنهنجي نقاش ۽ سنگ تراشي پنهنجي سنگ تراش. اهڙا خام

خيالي آهي ته خدائي آهي، خداوندي آهي ۽ خاوند ڪري ٿو. اُوشواسي اهڙو ئي اندو آهي جهڙو انڌوشواسي. ٻئي نظر ڦيرائيءَ ۾ نظر بند آهن. پنهنجي نڪ کان پري نظر ڊوڙائين ڪونه ۽ پنهنجي ويچارن جو ويڇو لتاڙين ڪونه. پنهنجا پاڇا پڻ جا ٻه ڪري سمجهن. ڀلا عين ٻيا ڏ. ڏک ڪهڙو ڪم ڪندي؟ ازل کان ٻيا احساس ڪيئن ٿيندو؟ وشواس ٻيا وڃ ته ڪيئن مڃيو؟ قدرت ۽ ڪرم جا قانون ۽ نيم ته برابر قديمي آهن پر ڪا اُن بي انصافي هجي ته بدل سدل ٿئين، ڪا خامي نڪري ته خارج ٿين. اهي قانون ۽ نيم، ساريءَ سرشٽيءَ لاءِ، ڪل مخلوقات لاءِ، جڳ جڳ لاءِ، صحيح ۽ سالم رهيا آهن ۽ رهندا ايندا. جو جو پاپ ڪري ڪندو سو سزاياب ٿيندو ۽ جو جو سهڻو ڪم ڪندو سو سکي رهندو. پر قول پوڳڻ يا ماڻڻ جو معياد وڏو آهي ڇو ته جيون جاويد آهي ۽ جنم جنم ساڻ جڙيل هلندي ٿو اچي. ٻئي پاسي، حافظو ۽ يادگيري گهٽ آهن. هن جنم جون يادگيريون ئي مڪمل نه ٿيون رهن ته اڳلن جنمن جون ڪٿان رهنديون؟ رات ڪو خواب ٿا ڏسون جو وسري وڃي ته اڳئين جنم جون ڳالهيون، جسماني موت کانپوءِ، ڪيئن ياد رهنديون؟ پر پرالبد پرماتما جي احتياط ڏني ٿي. جيئن خود چالو مشين کي به نظرداريءَ، حفاظت يا پرورش جي ضرورت آهي تيئن قدرت ۽ ڪرم جي قانون ۽ نيمن جي هلت کي به پرماتما جي ضرورت رهي آهي ۽ رهندي. جي پرماتما واندو ٿي آهي، ته اهڙا واندڪائيءَ جي ورونهه ۽ وندر ائين. اُنهيءَ وندر ٻيا وسعت واري ٿي ويندي، انسان ذات وياڪل رهندي ۽ وهلوڙ ويندي. ڏڪ ته ڏٺي نه ته وڪڙ ڪٿي. سو پرڪرتي پرماتما جي پٺاڻي آهي.

قدرت جي رنا ۽ رچنا، الوهيت جي اول ثابتي آهي. اِهي آهي، پرالبد جا اسانجي اکين اڳيان پرتيت آهي. ٿين آهي، سڀني جون ساکيون ۽ سکيائون، جن روحاني راز کوليا آهن ۽ کوليندا رهندا. چوٿين آهي، پنهنجي خود آزمائش. جڏهين هڪ مڻسو، هڪ ڇتو ٿي ڏيانجي ٿو ته مصيبت مٿجي ٿي يا من مٿجي ٿو ۽ ڪٿي نه ڪٿي، ڪڏهين نه ڪڏهين، الاهي الهام اندر ۾ اچي نٿو. پنجين آهي ته جڏهين جڏهين، جتي جتي، قدرتي قانون جي، وڏي پيماني تي انحرافي ٿيندي آهي ته قدرتي ڪوپ ٿيندا آهن، جهڙوڪ زلزلا، ٻوڏون، تيز طوفان. بيماريون پونديون آهن، جنگيون لڳنديون آهن ۽ هيبتناڪ حادثا ٿيندا آهن ته ميزان جي برابري برقرار رهي. هي وهم نه آهن پر الاهي اشارا آهن ته انسان ذات نصيحت پرائي، وري سڌي ڪانتي تي اچي اهي. ثابتيون ڇهون ستون آهن پر اُوشواسيءَ جي دل ۽ دماغ ٻئي ٻُڌي سان ٻڌل آهن. خير، آخرين ثابتي آهي، اوتارن ۽ اولياڻن جي اچ وڃ، جو پرماتما پاڻ جُڳان جڳ ۽ وقت بوقت، جسماني جامو ڌاري، ڌرم جي رکيا ڪري ٿو ۽ پاپين جي ڪيءَ آڻي ٿو. ظالم زورن ئي وڃن پر ظلم ٿيندو رهي، ڇو ته ظلم ۽ زاري ٻه سائين جي سائڻي سڪي جا ٻه پاسا آهن.

پرماتما پرڪرتيءَ ۾ وياپڪ آهي ته پرڪرتيءَ جي پار به وياپڪ آهي. اهي سندس مڪان آهن. پرماتما روپ رنگ ۾ آهي ته روپ رنگ کان ٻاهر به آهي. پرڪرتي سندس پروار آهي، جنهنجي پرورش پيو لهي ۽ اهندو رهندو. مُوڪتا منجهي ته پُرش پرڪرتيءَ ۾ پرشوارم کي پائي. انهيءَ مُوڪتا ماڻڻ لاءِ، صاحب اسان کي پڌائين ٿا ته پرماتما پرڪرتيءَ اندر وياپڪ رهي، طرحين طرحين جون پيو ليلائون ڪري ۽ رچنائون رچي. ڪٿي ڏس ته راجائن جو مهاراجا ٿيو، راڄ پيو ٿو ڪمائي ته ڪٿي سڪي ٽڪر لاءِ در در پيو ٿو ٻهي. ڪٿي سخي ٿيو، سداورت ۾ لک پيو لٽائي ته ڪٿي ڪوڏيءَ ڪڍڻ لاءِ پيو ڪيٻائي. ڪٿي اَڀلو ٿيو پيو اَلوليون ماڻي ته ڪٿي مست مولاجيءَ ۾ پيو پاڻ پِيسائي. ڪٿي ظالم ٿيو پيو زوراوريون ڪري ته ڪٿي مظلوم ٿي پيو ستم سهي. ڪٿي مرد ٿيو، محبت جا مچ مچائي ته ڪٿي عورت ٿيو، عشق جي آگ ۾ پاڻ پچائي. ڪٿي رودن ۽ روسامي ۾ پيو پاڻ پُڪاري ته ڪٿي رب جي رضا ۾ پيو پاڻَ وڃهائي. ڪٿي نيڪيءَ ۽ نيستيءَ جي پيو پين وڄائي ته ڪٿي بديءَ ۽ بربادي جي پيو نوبت وڄائي. پير فقير، امير ظهير به آهي ته شيخ مُلان، حاجي ۽ پاجي به آهي. پانو پانيڻ ۽ گورو گوسائين به آهي ته پٽ جاچڪ ۽ جوڳي سنياسي به آهي. چور چغل، شيطان ۽ شاهينگ بس آهي ته دانا دلاور ۽ گڏطي گياڻوان به آهي. مطلب ته ڇا آهي ۽ ڇا نه آهي؟ سڀ ڪجھ آهي ته ڪي ڪين به آهي! سائڻي پاڻَ ڪاريگر ۽ ڪارخاني جي پيداش آهي ۽ باطني پاس پتاڻ لاءِ بيتاب به آهي.

سو اي پيدا، پرماتما لوڪي ڪڏهين کهڙي روپ ۾ ڪوني ٿو ته ڪڏهين کهڙي روپ ۾ ڪوناڻي ٿو. ڪڏهين کهڙي موڙ تي ملي ٿو ته ڪڏهين کهڙي موڙ تان موڪلائي ٿو. پر لوڻ ڪمس سڃاڻين ڪونه ته پڇاڻين ڪونه. نڪمي ۽ نقلي نگاهه نهوڙن ڪونه ته نازڪ ۽ نفيس نيڻ نهارين ڪونه. پوءِ پاڻ کان هيٺ وارن ڏانهن نفرت سان نهارين، پاڻ جيڏن سان پائي ڪٽين ۽ پاڻ کان مٿي واري کي ڏسي، ايرکا جي آگ ۾ جلين. مطلب قاتي، قيرا پائين ۽ مطلب لٿي، ليڪو به نه پائين. من جي ڪڙڪي ڪول ته عبرت جي عين جي عنايت ٿئي، گيان چڪشو چمڪي، پرمي پرُوت پڇي، وڪاري واسنا واپس وڃي، اندرون آتيمو الوهيت ۾ اچي، نوراني نظر سان هرهنڌ، هروقت ۽ هر حال ۾ هوت کي ڏسي، چو ته اهوئي هيءَ بشر ۽ اُجڙ آباديءَ ۾ ٿو بسي. بسي به ٿو ته بسائي به ٿو.

پرماتما ۽ پرڪرتي پاڻ ۾ انين سمايل آهن، جيئن بوند ساگر ۾ ۽ ساگر بوند ۾، لهرون درياءَ ۾ ۽ درياءَ لهرن ۾، من جوت ۾ ۽ جوت من ۾، ڌيان ڌنيءَ ۾ ۽ ڌني ڌيان ۾، سرُ راڳ ۾ ۽ راڳ سُر ۾. ليڪن ٿي انسان ذات وسي ٿي آتما ۾ ۽ آتما انسان ذات ۾. پرڪرتيءَ جي هر چيز ۽ هر جيو پاڻ ۾ ۽ هڪ ٻئي ۾، پرماتما جي سائڻي سڳي سان، پوتا پيا آهن. پرماتما رازق آهي ۽ سڀني کي رزق پهچائي ٿو. سڀني جي دل جو داستان ڄاڻي،

سڃاڻي ٿو. پنهنجا کيل ڪري ٿو ۽ کيل ڏسي خوش ٿئي ٿو. گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا:

انتر ايڪو باهر ايڪو - سڀ مهه ايڪ سمائيئي
گهٽ اوگهٽ رويا سڀ ٿائي - هو ٻورن اوهر ڊڪائيئي

راڳ ديو گنڌاري، محلا پنجوان، شبد(١)

ڪو ورلو الله لوڪ برهم کي انهيءَ صورت ۾ سڃاڻي ٿو نه ته هرڪو پيو پاڇن پٺيان ٻاٿ ٻڌاڙي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

ڪبير رامئي رام ڪهو - ڪهبي ماهه ٻبيڪ
ايڪ انيڪهه مل گيا - ايڪ سمانا ايڪ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٩١)

پيو صاحب سمجهائيو آهي ته پرماتما جي جوت جڳ ڪت، گهٽ گهٽ ۾ وسي ٿي. اها ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي، جيئن سج جا ڪرڻا اس ۾، باهه ڪاٺ ۾ يا گيهه کير ۾. آهن موجود پر اک کان غائب. جوت آهي هڪڙي، پر ان جا روپ بيشمار ۽ رنگ اڪيچار، سڀ هڪ ٻئي کان نرالا نرالا. سڀ ۾ ساڳي جوت، ساڳي سرتي، ساڳي مٽي، ساڳيا تت ۽ ساڳيا پران. جوت آهي ته جيو جنتي پيو پيو جائين جوت وسامي ته جيو ڍري. پرماتما جي جوت جو پرڪاش هرهنڌ ۽ هر طرف پيو پوي. ساري سرشٽيءَ ۾ سمايل آهي ۽ ساري سرشٽي وري انهيءَ جوت ۾ سمايل آهي. اها جوت امر آهي ۽ ساري سرشٽيءَ جو جيئارو آهي. برهما، وشنو ۽ مهيش به انهيءَ جوت اي پيا لڳن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سرب جوت مورت - جاڪي جوت
ڌار رهيو - سوامي اوت پوت.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢) ٢١

(٢) جهه جهه ديکان تهه جوت تمهاري - تيرا روپ ڪهيا
اڪه روپ ڦرهه پرچيا - ڪوءِ نه ڪهي جيها.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٤)

ٻيون صاحب سمجهائيو آهي ته پرماتما حاضران حضور آهي يعني بلڪل اکين سامهون هردم موجود آهي. انهن نه جي سگهبو ته ڪيترو پري يا ڪيترو ويجهو آهي، جيو ته ٻهي حالتن جو دوريءَ سان ٿورو ڪي گهڻو تعلق آهي. جتي دوري آهي تي ڪاڻ اُتي پري يا ويجهي جي ماپ ڪٿان ڪري سگهبي؟ پرماتما اندر آهي ٻاهر آهي، هر وقت آهي ۽ هرهنڌ آهي. خدا حاضران حضور آهي. اسان سان انهن وليل ملهل آهي جيئن گل ۾

سڳنڌ ۽ آليمي ۾ ٻاچو. ڏٺي ڪنھ نہ دوُري ڪم ني وڃي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) ساچُ دوُر نہ جاڻيجي - اَنترِ هيءِ سونپي
جھ ديکان لھ رِو رهي - ڪِن قيمت هوني.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)١٩

(٢) رتن ڪمل ڪوٺڙي - چمڪار ٻِجل ٿُهي
نيڙيءِ، ناهي دوُر - نج آلميءِ رهيا ڀرپوُر.

راڳ سورٺ، ڀڳت نامديو، شبد (١)

چوٿون صاحبن سمجھاڻيو ڏٺي آهي، تہ پرماتما پرڪرتيءَ ۾ سمايل بہ آهي تہ نرليپ بہ آهي. پرڪرتيءَ ۾ ڏسو تہ ڪيترا نہ نظارا ۽ نراڪتوُن آهن. هڪ لاثاني عاليٰ درجي جو عجائب خانو آهي. اَنيڪ روُپ ۽ رنگ جي، هر قسم جا ايجاد سدائين، آڪاس ۾، ڌرتيءَ تي ۽ پاتال ۾، ڪروڙين جيو جنتو، پسوُن ۽ انسان، سڀني جا چهرا ۽ چرتر، سياهہ ۽ سفيد، ڪاڌو ۽ خوراڪ، ٻوليوُن ۽ آواز، عادتوُن ۽ افعال، عليحدا عليحدا. وري ڏسو تہ هرڪا وستوُ ساهواري ٿورڙي ٻيجان پيدا ٿئي، وڌي وڌي ۽ آخر ختم ٿئي. انهن ٽن اسٿتين اندر، ٽن گڻن ۽ ڏيهن جي ڪيڏي نہ عجيب اَٿل پٿل آهي؟ حيرت جي حرفت آهي!

اهو طرحين طرحين طريقن جو پسارو، پرماتما پاڻ ٺاٺي ٿو، بدلائي ٿو ۽ ڀسم ڪري ٿو. انهن ڪندي، ڏسي وٺو، جاچي جوُڇي وٺو، ٻيا ڪنهن ڀاڱيداريءَ يا حصيداريءَ جي. انهيءَ پرپنچ ۾ پاڻ اَلپتائي ڪرڻ ۽ قاسائي ڪرڻ، حالانڪ اهو پرپنچ خود مڃهس. الڪيل ۽ قائل آهي، گويا ڪوريئڙي جي جار مثل، جنهن اندر مکڙ ڦاسجي ٿي پر ڪوريئڙو آزاد رهي ٿو. ساڳيءَ طرح پرڪرتيءَ پيدا ڪندي ۽ اندر هوُندي، پرماتما پاڻ نرليپ ۽ نيارو، اَلوپ ۽ رهت رهي ٿو. سندس پرياءِ پرڪرتيءَ تي پرٻل آهي پر پاڻ خود پرڪرتيءَ جي پرياءِ کان پري آهي، چاهي ٽي گڻ ۽ ڏيهہ، چاهي جم ۽ موت، سک ۽ ڏک يا پاپ ۽ پنج. ساري سرشٽي ڀبهجي اَڪ اڳيان ۽ حڪم هيٺ هلائي، اها آهي سندس ڪِرت، پرڪرت جي تاثير ۽ تقاضا کان نياڳي آهي. واڳوُن سندس وس پر پاڻ وس نہ واڳن جي. آهي حيرت پر حقيقت آهي. حاڪم اهو جو سندس حيرت ڪيس حيران نہ ڪري سگهي. پرماتما اهو جو سندس پيداش ڪيس پريشان نہ ڪري سگهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) اَپني مايا آپ پساري - آپهِ ديکنهارا
نانا روُپ ڌري بهُ رنگي - سڀ تي رهي نيارا.

راڳ ڀهاڳڙا، محلا ٿاوان، شبد (١)

(٢) اس جگ مهہ پُرک ايڪُ هيءِ - هوُر سگلي نارِ سبائي
سڀ گهٽَ پرڪوُءِ اَلپتُ رهيءِ - اَلک نہ لکنا جائي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٥)، سلوڪ محلا تيجا

اي بندا، جي تون سمجهين ٿو تہ پرماتما سرووياپڪ آهي ۽ سندس جوت گهٽ
گهٽ ۾، هر وقت ۽ هر حالت ۾ وسي ٿي، تہ پوءِ تون ٻاهر ۽ ٻين ۾، من گهڙت پسند ۽
پاڻ ڪيئن ٿو ڏسين؟ ڪُوڙ، ڪپٽ، ڪنڊيا، ريس، ايرکا، وير، ورود، نفرت، دولاب،
ويساهہ گهاتي، ننڊا يا ٻرائي ڇو ٿو ڪرين؟ جي رام تو ۾ بہ آهي ۽ مون ۾ بہ آهي، تہ مون
سان بدي ڪري تون پاڻ سان نہ بدي ڪري رهيو آهين؟ جي سڀ ۾ ساڳي جوت آهي
تہ ڇو ٿو ٻين سان ڪوڙو ٿئين ۽ ٻين جو مَندو سوچين؟ سڀ خالق جا خلقيل تہ پوءِ تون ڪير
جو فيصلو ڪرين تہ ڀلو ڪير ۽ برو ڪير؟ اي بندا، جي تون مڃين ٿو تہ پرماتما حاضران
حضور آهي، اکين اڳيان آهي، اندر ۾ آهي، تہ پوءِ چوطرف ڇو ٿو ڀٽڪين ۽ هٿ هٿ ڪرين؟
ڇا دلبر دُور آهي يا دل دُوريءَ ۾ دوبدو آهي؟ مندرن ۾ سنک ۽ گهنڊ ٿو وڄائين پسا
مسجد ۾ چڙهي ماري ٿو بانگون ڏين. ڇا ٻيڪل ٻوڙو آهي؟ پُڇ ڪيڏي چپ چپ هٿين ٽس،
دان ڏيندي ڍڙها هڻين ٿو ۽ ٻولئا بدلي پاکنڊ ڪرين ٿو. ڇا ايشور انڌو آهي؟

اي بندا، جي تون ڄاڻين ٿو تہ پرماتما بہ پرڪرتيءَ کان نرليپ آهي، تہ تو ڇو ٻين
جي ڪنٽب، ڪارجن ۽ ڪارنامن ۾ چت اٽڪائي، ٻين جي ۽ ٻرائي جي ڏيڍار ڪرڻي ڪئي
آهي؟ تو ڇو ٻين جي ڪرت کي ڪامنا سان اٽڪائي، وڪارن جو وڪار اندر ۾ آندو آهي؟
ڇا تنهنجو سياه ساٿين جي سياه وانگر ساڳيو نہ هئڻ ڪيئي؟ گهٽ ۾ گهٽ اهڙي ڪوشش
تہ ڪرڻ گهرجي؟ جي ها، تہ اي بندا، من کي من سان جاچ تہ پاڻهي پلٽو کائي، آهو مِٽائي
۽ پاڻ پڇاڻي؟ اهنتا اڄاڻي تہ ايشور اچي اندر جي آکيري ۾ آڏو ناهيندو.

جو گهٽ گهٽ ۾ وسي ٿو تنهن تان پاڻ گهوري گهماءِ تہ پوڄل مان پار پئين. ستگورو
جي شرن وٺ ۽ سندس شبد ۾ سُرتي لڳاءِ تہ پريم ناس ٿئي ۽ اڪ اَنيڪ ۾ ۽ انيڪ اڪ
۾ پسجن. سنتن مهاتمائن جو سنگ ڪر تہ سم درشٽي سکين، سڀ جو ڀلو ڪرين ۽ ٻين جو
نہ برو ڪرين نہ برو سوچين. نام جو هردي سان سمرن ڪر ۽ آتما جي کوج ڪر تہ پاڻ ۽
ٻين سڀني کي هڪ سمان سمجهين. وچار ڌارا بند ڪر يا هڪ ۽ ٻئي وچار ۾ وٿي وڌاءِ
تہ ايشور کي حاضر ناظر ڏسين ۽ ڪنول گل جيان، ڪرت کان نيارو ۽ الپت رهين، آس ۾
نراس ٿين، گرهست ۾ اُداسي ٿين ۽ جيون ڀالرا ۾ سڦلتا حاصل ڪرين. ساڌو ٻنا سچ ڪيئن
سڃاڻبو ۽ پائبو؟ گورو ارجن ديو جن فرمائين ٿا:

پرم ٺاڪر گورمک لدو لاوهہ — آٿر چيتهہ پاٽسي
اڪٽ ڪر جاٿهہ سدا پربهہ حاضر — ڪس سنگ ڪرہ ٻرائي؟

واڳ رامڪلي، محلا
پنجوان، شبد (٢)

اُن ۾ نيچ ۾، سياڻي ۽ اياڻي ۾، داڻيءَ ۽ ٻاٻيءَ ۾، ليالڳيءَ ۽ ٻوڙيءَ ۾ ساڳيو سروپ آهي. ٻوڙ ٻڌي جو اوڪڙ ڏسي مَنيان چوڻو ڪالين ۽ رڳو ٻاڻ چولو ٻڌائين. وام نه اهي رنگ ڪري رهيو آهي، تو ۾، مون ۾ ۽ سڀني ۾، هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت ۾. مَن جي دوشٽي بدلاءَ نه سڀ ۾، جمع ڪٽ ۽ هر هميشه، اهو ڏسين، انهيءَ جا انيڪ رنگ ۽ روپ ڏسين ۽ انيڪ رنگ ۽ روپ، انهيءَ ۾ ڏسين. اهو، اهو نه آهي. اهو توُن ٻاڻ آهين. ٻاڻ ٻاڻ ئيءَ نه وياڪ ۾ رهين نه ورڪمت ۾ رهين. وياڪ ۽ ورڪمت ۾ ساڳيءَ ستار جا سُر آهن. انهيءَ سُر سان سُرلي ملاءَ نه سچ ۾ سمائجي وڃين، هڪ سان هڪ ٿي وڃين.



## (۱۰) نرگن سرگن سائين.

(۱) نرگن آپ سرگن ڀي اوهي - ڪلا ڌار جن سڳلي موهي
اپني چرت سڀ ڪيتي آپ ٻڌائي - اپني قيمت آپئي پائي
هر ٻن ڌو جا ناهي ڪوء - سرب نرنتر ايڪو سوء
اوت پوت روپا روپ رنگ - ڀئي پرڳاس ساڌ ڪي سنگ
رچ رچنا اپني ڪل ڌاري - انڪ ٻار نانڪ ٻلهاري.
[راڳ گوڙي، سڪمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (۸) ۱۸]

(۲) تون ورتا جهنا ٻاهرا - هر دسهه حاضر ظاهرا
سرٽ سرٽ تجهي ڌياڻدي - تيري ڳت مت ڪٿي ڳڻ تاس جيئه.

سري راڳ، محلا پنجوان، اشٽپدي (۲۰) ۲

(۳) تون نرگن سرگن سکداتا - تون نرٻاڻ رسيا رنگ راتا
آپڻي ڪرتب آپي جاڻهه - آپي تڌ سماليئي جيئه
تون ٺاڪر شيوڪ تن آپي - تون گهٽ پرگٽ پربهه آپي
نانڪ داس سدا ڳڻ گاوي - اڪ ڀري ندر نهاليئي جيئه.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (۲۱)

(۴) نرگن سرگن آپي سوئي - تت پڇاڻي سو پنڊت هوئي
آپ تري سڳلي ڪل ڌاري - هر نام من وساوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۱) ۳۱

(۵) نراڪار آڪار آپ - نرگن سرگن ايڪ
ايڪهه ايڪ بکانيو - نانڪ ايڪ انيڪ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري. پوڙي (۲)

(٦) آپي سور ڪرڻ ستار - سوني گهٽ سوني آڪار
سرگن نرگن ٿاپي ناءِ - دوهه مل اڪي ڪيو ٺاءِ.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٦٨)

---

۱. ٻنا روپ جي. ۲. روپ سان. ۳. شڪتيوان. ۴. چرتر. ۵. اندر. ٦. سڀني پاسي سمايل.
۷. رنگ. ۸. ليشاليون. ۹. ڳڻن جا خزانا. ۱۰. ليائي. ۱۱. ياد ڪرڻ. ۱۲. ۽. ۱۳. لڪل.
۱۴. ظاهر. ۱۵. لڙ، ڏري. ۱٦. پرماتما. ۱۷. جيئن وچي تون نه پرماتما هڪ آهي ۽ انهي ۾ هڪ
پر انيڪ روپ پرگهٽ ٿيا آهن. ۱۸. سورج جا ڪرڻا. ۱۹. پکڙيل. ۲۰. ٻئي گڏجي.

(٧) آپي سڀ گهٽ اندر ي - آپي هي ٻاهر
آپي گهٽ ورتدا - آپهي هي ظاهر
جُڳ ڇتيهه غُبار[١] - ڪر ورتيا سُناهر[٢].

راڳ ٻهاڳڙا، محلا چوٿون، وار (١٨)

(٨) نِرگن هويئا سرگُن ڌريئا - اَنِڪ ڪوڙ ٿيئا[٣]
ڀِن ڀِن[٤] - ڀن ڀن ڪريا.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٤٤)

(٩) آپهي گهٽ - آپي پرکتا
آپهي گهٽ گهٽ - آپ اڇدا[٥].

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٧)

(١٠) اوگتو[٦] نرماڻل اُپجي - نِرگن تي سرگن ٿيئا
ستگر پرچيءِ[٧] پرم پد پائيءِ - ساچيءِ شبد سماءِ لئيا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشٽ، پؤڙي (٢٤)

(١١) آپي سڀنا منجهه، آپهي رليا -
آپي هونيو اڪ، آپي ٻهُ ٿيا.
آهي سڀنا منجهه، آپي ٻاهرا -
آپي جاڻهِ ڏور، آپهي ظاهرا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار، پؤڙي (٢٢)

(١٢) ٽڌ روپ نه ريکيا جاتي - توُن ورنا ٻاهرا
اي مانڻس[٩] جاڻهِ ڏور - توُن ورتهِ ظاهرا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار، پؤڙي (٥)

(١٣) اَنڪ مايا جاڪي لکي نه جاءِ - اَنڪ ڪلا کيلي هر راءِ[١٠]
اَنڪ ڏنس[١١] اَلِس[١٢] سنگيت - اَنڪ گهٽ[١٣] پرگٽي تهه چيت.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي (١٠)٢

---

١. اولڌهه. ٢. ساڌ جي روپ ۾. ٣. ڏيکهيون. ٤. جدا جدا قسمن جون. ٥. نيارو.
٦. جو ڏسي نه سگهجي يعني ڇپيل. ٧. واصل ٿئجي. ٨. ڪئين روپ ڌاريا آهن. ٩. انسان.
١٠. پرماتما ١١. ڳائين ٿا. ١٢. سڌر ۽ مِٺا راڳ. ١٣. گهر گهٽ.

## نرگڻ ۽ سرگڻ سائين.

هن ڀاڱي ۾ جيڪي سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ آيل آهي تنهن مان چوُنڊ وچن مٿي ڏنل آهن، جن مان ڏسبو ته صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما سرگڻ يا آڪار ۾ آهي ته نرگڻ يا نراڪار ۾ آهي. سرگڻ آهي معنيٰ روُپ سان آهي، ديهه يا سرير سان آهي، سگڻ، آڪار ظاهر ۽ پرگهٽ آهي. نرگڻ آهي معنيٰ نراڪار، گپت، اُوگت، ديهه يا سرير رهت آهي. کيس نه روُپ، نه رنگ، نه ريکا ۽ نه چهرو آهي. پر اهـي ٻئي ظاهري ۽ باطني لکشڻ پرماتما جا آهن. جو ڪٿي ڪيئن ته ڪٿي ڪيئن آهي، جيئن ليئن آهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) نرنڪار آڪار آپِ - نرگن سرگن ايڪَ
ايڪهِ ايڪ بکانيو - نانڪ ايڪَ انيڪ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پوڙي (٢)

(٢) اَوگتو نرمائلُ اپجي - نرگن تي سرگن ٿيا
ستگرُ پرچي پرم پد پائيئي - ساچئي شبدِ سماء ليا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشٽ، پوڙي (٢٤)

گروُ نانڪ ديو جن اهو ٻه سمجهايو آهي ته نرگن مان ئي سرگن يا سگن پيدا ٿئي ٿو. پرماتما نرگن، نراڪار آهي پرنتو ۽ ساري سرشٽي يا پرڪرتي سندس ظاهري پاڇو آهي. ڀڄ کي پريل ۽ پاپ کي ناس ڪرڻ لاءِ، پرماتما ديهي ڌاري اَوتار ٿي اچي ٿو ۽ ڀڳتن کي درشن ڏيڻ لاءِ به سرير ڪ روُپ ڌاري ٿو. ڀلا ڇا سندس همت وس نه آهي؟ جيئن وڻيس ليئن مايا رچي، هتي ٿئي، جتي ڪٿي، ڪڏهين ڪنهن روُپ ۾ ته ڪڏهين ڪنهن رنگ ۾. ڪڏهين ته چون ٿا ته حاضران حضوُر آهي. پر ڪو وڏڀاڳي کيس سڃاڻي ۽ پهچاڻي ۽ سوئي آهي سچو جوڳي سنياسي گياني ڌياني، مني ليسر يا سنت مهاتما.

نرگن جـي استتي ۾ پرماتما برهم آهي، ست چت آنند، اوُن پرميشور، پرشوتم آهي. سرگن جي استتي ۾ هوُ اَصلوڪي اَوستا جو جڻ ته هڪ حصو يا جزو آهي جو ته نرگن مان اُپجي ٿيو آهي. نرگن گويا هڪ مهاساگر آهي ۽ سرگن سندس هڪ ٻوُند، لهر ڇولي آهي. سرگن، نرگن جي جڻڪ هڪ پاڇو، نشاني يا اشارو آهي. سرگن شاهه آهي راجا آهي، ته نرگن شهنشاهه آهي، مهاراجا آهي. ڀڳت، سرگن کي ايشور چون ٿا ته نرگن کي برهم. ايشور کي سڃاڻڻ يا برهم کي پهچاڻڻ ٻه ڀڳتن جو ڪم آهي. باقي ٻيا ته سڀ پيا پاڻ جي مٿائيڪي ۽ پوُڄا ڪن. چاهي اهي ڀاڃا ويچاري روُپ ۾ هجن يا پرليت روُپ ۾.

سڀ کي سڃاڻڻ لاءِ ته ڪوبه من جي شرڌا، هردي جو پريم ۽ آتما جي اُڪير. جيترو پنهنجو اُتساهه، اُمنگ، اچا شڪتي، لڳن، وياڪلتا، پُڪار، پرارٿنا، آزي نيزاري ۽

شرڌا، ليتري ٽُرتائي مالڪ جي مهر ۾. عشق ۽ آنند مانند ته ڀرين معشوق جي من ۾ ئي مانڊاٺو مچائي. عاشق ته رڳو هلڪائي ڏيکاري، باڙي ٻاڙائي ٿو وهي. ٿورو دم جهلي ته هوُ لند معشوق هردم قدم اوسي ڪريس. پريم پرماتما جي پيدائش آهي. پساڻ پريمين جي پوڻتان پيو پوي. جيتي پريمي آهي اُتي پرماتما پرتيت ٿئي ٿو. پر پرماتما ڪسي پريم ڪهي جهڙو پساڻ پيدا ڪيو اٿائين، پوُرن، وشيش، شڌ ۽ حقيقي ۽ نه ملاوٽي، مطلبي، مَداري ۽ مجازي. اُنهن ته ڪئين نقلي ساڌُ پيا پريم جوُن ٽڙ ٻاٽوُن هڻن.

نراڪار برهم کي آڪار ايشور جي معرفت ئي سولو سڃاڻي سگهبو. من لاءِ نقش ۽ نالا ياد ڪرڻ هڪ سرل رستو آهي، چاهي سنساري وهنوار ۾، چاهي روُحاني راهه ۾. ساڌڪ سمجهندو آهي ته پرماتما جا ڪنهن خاص نالن سان گڏواد ڳايان، جاپ جپيان، ڪنهن خاص روُپ ۾ ٽڪٽڪي ڪيان ۽ ڌيان لڳايان. اُنهيءَ روُپ ۾ سندس خاڪ ڪڍي مستڪ تي لايان، چرن چمي آنند پايان، مکڙو ڏسي نيڻ ٺاريان، گودڙيءَ ۾ گولي ٿي گذاريان ۽ جهولي جهلي پار پوان. آرتي اُرداس سڀ ڪريان آڪار اڳيان. پرءِ آڪار ڪيترو پاڻ کي ڇُپائيندو ۽ لڪائيندو؟ ساڌڪ ڪهڙا به ڪڍي نالا وٺي يا نقش چٽي، پر اُهي سڀ پرماتما کي ئي پهچن ٿا ۽ جنهن جنهن نالي، يا نقش سان، ساڌڪ سائينءَ کي ساري ٿو، اُنهيءَ نالي يا نقش ۾ ڪيس پائي ٿو. اِهو آهي پرماتما جي پريمين سان پريت جي ريت. جهڙا نالا ۽ نقش ڏيکس سي سڀ بنا حجاب ۽ هيڪ جي، هوُ هموار ڪري، اچي نروار ٿئي.

آڪار جي پراپتي به پانڌيڙن لاءِ منزل جي هڪ پوڙي آهي ۽ نراڪار جي پراپتي ٻي آهي پوئين پوڙي. هڪ منڊ ته ٻي پڇاڙي. منڊ کي اَنت آهي ته پڇاڙي اَنت آهي، اَنادي، اَبناسي، اَڪال، اَمر ۽ اَٽل آهي. شايد آڪار جي اوٽ ۾، نراڪار جا اِشارا ايندا، آڪاري پڳڻيءَ مان نراڪاري پڳڻيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ آڪار جي ساکيات درشن ڪانپوءِ نراڪار جي جوت ۾ جرڻي جوت ٿي وڃبو. پر هي سڀ آهن لاهوُتي ليکا، جن جو آهي نه اَنت نه پار. پرماتما اَنت، پريمي بي اَنت ته پريم جا پيچ ۽ پيچرا به بي اَنت آهن. جيترا واٽوَٽا تيترا پوُن واٽوُن. هرڪو پنهنجي واٽ تي پيو پراڻءَ کي پائي، جنهن جي ٽئي ڪي ڪهڙي ڪل، ته ڀرين پڪڙ ۾ آڪار اچي ٿو يا نراڪار يا پريمي پنهجي کي پڪڙي ويٺو آهي ۽ پرويتم پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ پيٺو منٿوُن ڪري ۽ سهما سهي؟ هن پريم جي پيچيدي پنڌ تي ڪوبه ٿلهو ليکو لڳائڻ يا تجريد کي عام تصوُر اٽائڻ، اَندي لباڙ ٿيندي.

ڪي دليل پيش ڪندا آهن ته آڪار ڪجهه ته آهي پر نراڪار ته ڪجهه ڪين آهي، تن کي سمجهائيو ويو آهي ته اِهو ڪجهه ڪين ئي برهم آهي. اِنهيءَ ڪين مان ئي ته سڀ ڪجهه پيدا ٿيو، پيدا ٿيندو رهي ٿو ۽ پيدا ٿيندو رهندو. اِهو ڪين ئي سڀ ڪجهه آهي ۽

جن اها ڪين ڪمائي، تن سڀ ڪجھ ڪمايو. ڦل جي اندر ٻج آهن. ٻج کي ڀلي ڪُٽي، ڪٽي ڪين ڪجي پر اهو ڪين ته وڻ جو جيابو آهي. اُنهُ کي ڪُٽي ڪين ڪجي پر انهيءَ ڪين ته ڪمال ڪيا آهن. ڪين سرشٽيءَ جو سلو ۽ آڌار آهي. ڪين مٿس جو بنياد ۽ پرڪٽ آهي ڇو ته ڪين ئي ڪلا آهي گنج جي، خود نراڪار نرنڪار جي.

سو اي ٻندا، ڪين ئيءَ ۽ ڪين ڪماءِ ته ڪرم ڪُلئي. اها ڪين آهي نراڪار، نرگڻ ۽ نرليپ. پر ڀڳوان ڏاڪا ٻيا اُڻئي. نراڪار جي آنند پراپت ڪرڻ لاءِ، شايد ڀڳوان آڪار جي اُوراڻي نگاهه جي ضرورت آهي. پر جيستائين آڪار جي اُوراڻي نظر نصيب نٿي، تيستائين نالن ۽ نقشن سان نينهن لڳائڻ ۾ ڪو. اهم ڪونه آهي، چاهي اهي نالا ۽ نقش خيالي هجن چاهي اکين اڳيان. پر ليمت. پر پريت هجي پوتر ۽ اُن ۾ پاڪائي، سڪ هجي سچي ۽ نه مطلبي. صدق ۽ سڪ، ٻيئي ٻئي ۾ جان وجهن ٿا.

انهيءَ لحاظ کان ”بُت پرستيءَ“ لي وڌيڪ سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي. بت پرستي آهي روپ ۽ نالي جي پوڄا. طرحين طرحين جا روپ، جن جا نرالا نرالا نالا، تن جي پٺيءَ پوڄا ٿئي. انهن چوڻ غلط ٿيندو ته بت پرستي هڪ ڌرم ۾ آهي پر ٻئي ڌرم ۾ ڪونه آهي. جتي پوڄا آهي اُتي بت پرستي آهي، چاهي پوڄاري ڪهڙي به پنٿ يا مذهب جو هجي. مندر، مسجدون، گرجا ۽ گردوارا سڀ پٿر جا روپ آهن، جن کي جدا جدا نالن سان ايشور جو آستان ڪري پوڄيو ٿو وڃي. اندر جيڪي بت، مورتيون، پستڪ، پوٿيون، فوٽا ۽ ٻيا انيڪ يادگار آهن ۽ جن جو نمسڪار يا سجدو ٿئي ٿو، اهي به سڀ، ڪنهن نه ڪنهن قسم جا روپ، نالا ۽ نشانيون يا يادگيريون آهن.

اهي روپ، نالا ۽ نشانيون پنهنجي سر تچ آهن، نڪما آهن. پر سچ ٿين ٿا پوڄاريءَ جي شرڌا ۽ صدق سان. پٿر جو ٻاڻ ۾ گهاٽو ۽ گهرو سمبنڌ آهي. شروعات ۾ سادڪ نراڪار يا نرگڻ ۾ پوُرو ڌيان لڳائي نٿو سگهندو. ڪيس امنگ ۽ اتساهه ڏيڻ لاءِ ٻاهريون بت ضروري آهي. تنهن ڪري هو پنهنجي من جي ڀاونا مطابق ڪونه ڪو روپ ۽ نالو ٺاهي، اهو ٻاهريون بت بڻائي ٿو. اهو خود بت، آهي ڀاوَ جي نشاني، جنهن کي پوڄاري پنهنجي شرڌا ۽ صدق سان، روحاني هستي يا شخصيت بخشي ٿو. جي ٻاهريون بت نه هجي ته پوڄاريءَ جي صدق ۽ شرڌا کي شايد سڦلتا ملڻ مشڪل ٿي پئي.

جي پوڄاريءَ ۾ شرڌا ۽ پريم نه هوندو ته ٻاهريون بت روپ ۽ نالي ۾ ئي رهجي ويندو. جي شرڌا ۽ پريم من ۾ ڪونه آهن ته پوڄا پاٺ سڀ پاکنڊ آهن. پر جي آهن، ته پوڄا پاٺ به پرماتما جي پراپتي ڪرائيندا. ٻاهريون بت به پرورتڪن لاءِ منزل جي هڪ پوڙي آهي پر مقصود نه آهي. هڪ واريءَ پوڄاريءَ جو چت پرماتما ۾ لڳي سهين ته پوءِ ڪيس آڪار جو ساڪيات درشن اوس ٿيندو. تڏهين هن لاءِ ٻاهريان بت سڀ ڇُٽي پوندا، هو روپن ۽ نالن کان ٻاهر

پنهنجي ويندو. آستان، بُت، مورتون، پستڪ ۽ ٻيون ڪي ٻاهريون نشانيون ۽ نقش يا
ويچاري خيال ۽ ڀاونا، سڀ هن لاءِ بي معني ۽ نڪميون نظر اينديون، تان جو هو آڪار
جي اسٿتي اورانگهي، اچي نراڪار جي اسٿتيءَ ۾ واسو ڪري ۽ لين ٿي وڃي.

اي ٻندا، پرماتما هڪ آهي پر کيس پائڻ لاءِ انيڪ واٽون ۽ انيڪ طريقا آهن. جي
تنهنجي خاص طريقي جو تجربو تو لاءِ ڪٿي صحيح ثابت ٿيو آهي، ته اهو ضروري نه آهي
ته ٻئي جو علحدو طريقو يا تجربو غلط هوندو. سڀ پوڄاري، پرماتما جا پيارا آهن جن کي
هو جدا جدا نمونن سان پاڻ ڏانهن ڇڪي ۽ اوري آڻي. جيترا پراڻي اوترا پرڪرڻ جا
پرڪار. سڀ جي جنبش ۽ جستجو نرالي نرالي، جنهن جو اثر ڪنهن تي گهڻو ته ڪنهن
تي گهٽ. تجربا الڳ ته تاثير به الڳ. پوءِ تون ڪير جو ڪنهن پوڄاريءَ ۽ پرماتما جي
وچ ۾ ويهي، ٽنگ اڙائين ۽ ڏيکڪ ڇڏين؟ تون پاڻ سنڀال ۽ پنهنجي ويچار ڦٽي ڪر. ڀلا
ڪير چوئي ته تون پنهنجي بزرگ يا پراڻيءَ جي ٽوپي يا چتر تي پيشاب ڪر ته هوند
اهڙي بزرگ جي هوند بيحرمتي ڪرين؟ اهو سچ آهي ته فوٽو هڪ اهڃ ڪاغذ آهي پر
تنهنجي لاءِ بزرگ يا پراڻيءَ جي روپ ۾ قيمتي يادگار آهي. پوءِ تون انهيءَ پوڄاريءَ
تي چوٽو چٽرائي ڪرين جو بت، مورت، پستڪ، چتر يا ٻي ڪنهن به نشانيءَ ۾،
پنهنجي محبوب جو مشاهدو ماڻي ٿو؟ مشتاقن جو محبوب به ته آخر سائيو اچي آهي.

پرهلاد ڀڳت جي ساکي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ ڪيترن هنڌ، شبدن ۾ سمايل
آهي. هرناڪس جي محل جي ٿنڀي کي نه هڪ روپ ۽ نالو هو. پٿر جو ٺهيل هو جو پاڻيءَ
۾ ٻڏي وڃي پر ٻوڙي ڪون. تنهن مان پرماتما پرگهٽ ٿي، ڪيئن پرهلاد کي تاري ڇڏيو
۽ هرڻاڪس کي ماري ڇڏيو؟ پرهلاد جي سڪ ۽ صدق، پٿر کي پرماتما بڻائي ڇڏيو. ڇا ٻيا
جيڪي محل ۾ ويٺل هئا سي به انهيءَ ٿنڀي مان نرسنگ اوتار آڻي سگهن ها؟ ڪداچت
نه. مندر، مسجد ۾ متو ٽيڪڻ ته ڪيئي ٻيا وڃن پر ڪنهن جو سجدو، ڪنهن جي سرنائتي
ثابت ٿي پئي؟ جنهن جي سڪ سچي، شردا شد ۽ وشواس وشال. ڪٿي هوند همالي
پربت جو اندازو لڳائي سگهي؟ ڀلا ڏني اسين هوند ڏور ڏيس جو نقشو ڪيئن سگهون؟
پوءِ اسين [illegible] اپائيندڙ جو چتر ڪيئن چت ۾ چٽي سگهنداسين؟ ٻار به ريل
جي رانديڪي مان ريل جو ڪجهه پيمانو ڪري سگهي ٿو ۽ ڪجهه اندازو لڳائي سگهي ٿو.
پوءِ اڻڄاڻيءَ ۾ ڪهڙو گناهه آهي جي ڪنهن پوڄاريءَ بالڪ جهڙي، معصوميت، سڪ، شردا
۽ صدق سان، چترن سان ويهي روح رهاڻ ڪئي، ڪين وستر پهرائي، ڪير پيار ۽ پرساد
ڏارايو. پرماتما ڪين طرحين روپ ڌاري پنهنجي پيارن ڀڳتن جي گهر اچي، سندن
نوڪري چاڪري مزوري ڪئي آهي. گرنٿ صاحب ۾ ڪيئن اهڙيون ڀڳتن جون ساکيون
درج ٿيل آهن. اهي ڀڳت اڄ تائين امر آهن ۽ هميشه زنده رهندا.

صاحبن پاڪدامن جو ٻئو پڌرو ڪير آهي ۽ ڪوڙ جا لباس لاهي، ڪير لنگهي روپ ۾ ڏيکاريو آهي. صاحبن پاڪدامن جي فريبي ۽ دوکيباز طريقن کان، عوام کي آگاهه ڪيو آهي. صاحبن ڪيترن ۽ ڪچڙن کي کُچيڙيو آهي پر سچ ۽ سڪ جي ساک ڪئي آهي. بُت پرستي نقصانڪار نه آهي پر بت پرستيءَ جي پٺيان بدنيتي، بناوت، بي ايماني ۽ ٺاٺوڙ، اهي سڀ نقصانڪار آهن. بت پرستي ڏاڪڻ آهي پر ڪُنڊ نه آهي. ڪنڌ پهتي، ڏاڪڻ ڪهڙي ڪم جي؟ اهي ڪم آئين جي ڦري هيٺ لهي پٽ پوڻ جي خواهش رکن ٿا. سچو سادڪ مٿين منزل ماڻي، وري هيٺ ڪِرڻ جي ڪيئن سڌ رکندو؟ پوءِ ڏاڪڻ جي ڇو غرض ڪندي؟ اسين پوجن ڪاڻ لاءِ ارتڻ استعمال ڪريون ٿا ڇو ته اهي انهيءَ ڪم لاءِ ضروري آهن پر پوجن ڪاڻ کان پوءِ اهي ارتڻ به ته نه ڪاڻا آهن؟ ساڳيءَ طرح بت پرستي سادڪ لاءِ، ڪنهن حد تائين، ڪارگر ۽ ضروري آهي. پر جائين حد لتاڙي ته پوءِ ان جي ضرورت محسوس نه ڪبي. جو هٿيو، وقت تي هٿ ڏئي، سو ڪم لٿي کان پوءِ ڪيئن نندبو؟ لدسهن ڪري، اي بندا، اوُن پين جي طريقن مان وڪوُن ۽ نقص نه ڪڍ. جو طريقو ڪنهن جي پيت تي لڳي، تنهن تي عمل ڪري، توڙ تائين نباهه. تي سگهي ٿو ته ڪنهن ڏينهن ڏسين ته سڀ طريقا توڙ تي پهچائين ٿا. پوءِ اوُن ڪير جو طريقن جي لوڙ لڪ ڪري، طريقت تي تڪرار ڪرين يا اهو اقتضا ڪرين ته ڪهڙا طريقا ترڪ ڪجن ۽ ڪهڙا عمل ۾ آڻجن؟ ترشنا ترڪ ڪر ۽ ايمانداري عمل ۾ آڻ ته هر طريقي ۾ توهين ترڪون پسين ۽ لالن جي لطف جوُن لهروُن ڏسين. لهروُن ٻٽيون نه آهن پر ماڻيوُن آهن.

سو ڏسبو ته سگن يا آڪار، من ۽ حواسن کي، هڪ نڪ رنياتي سگهي ٿو پوءِ هوُ ڪهڙي به روپ ۾ يا نالي سان هجي. اوم اکر يا واهگروءَ جو ڪو به نالو، سلوڪ يا شبد، آرتي يا اَرداس، پوجا يا پاٺ، پوٿي يا پستڪ، بُت يا تصوير، زنده سنت يا مهاتما جو سروپ، مطلب ته ڪا به ظاهري يا تصوري تصوير، من کي ايڪاگر ڪري سگهي ٿي، بشرطيڪ سادڪ ڏيان سان چت لڳائي ۽ سڪ سان سمرن ڪري. پوءِ درسن ڪندي ليڻ تون ٿا، ڪٿا ڪيرتن ڪندي واڻ مشڪي ٿو ۽ ٻُڌندي ڪن ڪُڏن ٿا، شيوا ٽهل ڪندي هٿ هلن ٿا ۽ پرمارٿ ڪندي پير ڇُرن ٿا. اٿين ايشور اڳيان يا سندس نالي ۾ ارپڻ ڪرڻ سان، من پرسن ٿئي ٿو ۽ هردو ٺري ٿو. آخر ته سالڪ کي نه خود روپ ۽ نالو آهي ۽ هر جنس جو طالب آهي. پوءِ اٿين لڳاتار اڀياس ڪرڻ سان، من جو آنند وڌندو وڃي ٿو يڪڙڻ بند ٿئي ٿو، انتطي تي نشان لڳي ٿو. اها آهي سگن ڀڳتيءَ جي ذات جا نرگن ڀڳتيءَ کان، من جي ايڪاگرتا لاءِ، وڌيڪ سولي سمجهي ويندي آهي. پوءِ آخر نرگن ڀڳتيءَ جي منزل نه اچي ٿي، جڏهين اندرين جي استعمال جي درڪار نه ٿي رهي، ڇو ته من مانپ ۾ اچي، سروپ ۾ سمائجي ويو آهي. چاشنيءَ جو چشڪو وٺي، چپ ۾ اچي

ويو آهي. مطلب ته جي من ۾ ڏنگ يا ڏنگ نه آهي ته پوءِ ڪهڙي به ڏاڪڻ يا ڏاڪا، ڏنگائي ڪونه. ڪڏهن به محب جي ماڙيءَ مٿي پهچائي، پرتڪش ملاقات ڪرائيندا.

پاڙ واريءَ تي وهي، مٿيءَ جا محل ۽ ماڙيون ناهي، ويتر دل خوش ڪندو آهي ۽ پنهنجي ڪاريگريءَ جي هام هڻندو آهي، پر وڏي هوندي ته هو سڀ پيا محل ماڙيون طلبيندو آهي. کلوڻن ۽ ڪيڏوڻن مان ته هاڻي هن جي دل نه وندرائي ۽ نه پاڇي. ساڳيءَ طرح، مٿس به سنسار ۾ ٻارن جيان پيو ٿو وندرائڪن سان وند ڪري ۽ راحت وٺي ته هيءُ منهنجو پروار آهي، هيءَ منهنجي جائداد آهي، هن سال هي ڪيو اٿم ٻئي سال لاءِ هو سوچيو اٿم. تو کي ۽ تُنهنجن کي به ڏسي وٺندس، تان جو ڪال اچي سوڙهو ڪُهي ته جيئن گوڏن ڀر هٿ رکندي هاڻو رڙي ۽ پنهنجا پروار ۽ پدارٿ، پيام ۽ پيغام، سڀ پرتاڻا ڇڏي وڃي. ڪي ورلا آهن، جن کي پنڪي پتڪي، ڏڪ ڪاٽي، آزمودا پرائي، نيٺ سمجهڻي ساڃهه ٿي اچي ته هي سنسار ته سرگردانيءَ ۽ سردرديءَ جو سمنڊ آهي، جتي ناچيز ۽ نڪمين شين، اجايو ڦٽي لوڀايو. سچو سنسار ته صفا نيارو آهي، جتي منهنجي تُنهنجي جو نه تڪرار يا تفرقو بسهه ڪونهي. اتي ته رڳو لوهين لوُن آهي. تڏهين سنساري سنيهه ٽني لوءِ ۽ مالڪ سان محبتي معاملو پڌجي ٿو. اهو پڌجڻ پڌرو آهي، پڌن نه آهي.

پوءِ جم يا موت، جيئڻ جي شروعات يا پڇاڙي، رفيق يا رشتيدارٻون، اميري يا فقيري، ڪماليت يا زواليت، سڀ بيمعنيٰ ٿيو پون، ڇو ته انهن جي عارضيت، جيئڻ جي راز ڪُليي ڪانپوءِ، پڌري پٽ صاف ظاهر ٿيو پوي، بلڪ عارضيت ۽ دائميت هڪ ئي حقيقت جا ٻه پاسا ٿي ڏسڻ ۾ اچن ٿا، هر هڪ اصلي روپ ۾. هت موت ته هُت جم آهي، هِت اوُنده ته هُت پرڪاش آهي، هت آفتاب غروب ته هت آفتاب طلوع آهي، هِت سوڪ ته هُت سيلاب آهي. مطلب ته زندگيءَ جا رنگ عجيب ۽ عاجا آهن ته ڪيئن هڪ ساريءَ سرشٽيءَ کي، نئين نيمن مطابق هلائي رهيو آهي ۽ ڪُل جيئڻ ڌارا جو چڪر ڦيرائي رهيو آهي، ته ڪيئن زندگيءَ جي گردش ۾، فنا، امرتا جو هڪ ڀاڱو آهي، ته ڪيئن سڀ الاهي عناصر، گرهڻ، اگني جل، وايو، آڪاس، سڀ حاڪم جي حڪم جي بجا آوري فرمائي رهيا آهن، ته ڪيئن قدرت جي هر چيز، بلڪ هڪ گاهه جو سنهو سلو به، رب جو راز سلي رهيو آهي. انهيءَ راز جي رمز سان ئي روح رڇهي ٿو.

جڏهين جوءُ انهيءَ راز ۾ ڌيان لڳائي ٿو، تڏهين پروڙي ٿو ته پرڪرتيءَ جي اڀياس ۾، مان نه هڪ ناقص، ناقابل ۽ ناپائدار پرزو آهيان، نه مسان ڇڻن ڏينهن جو چٽڪو آهيان، نه مونکي ڪا خاص الڳ شخصيت آهي ئي ڪانه، نه مان ڇو نه پاڻ کي پرزو سمجهان ۽ پرڪرتيءَ جي پيڙهن اي ايُرو هلان؟ جڏهين جوءُ انهيءَ خيالات تي پهچي،

ايمان سان عمل ڪري ٿو، تڏهين نئون جنم وٺي ٿو ۽ آخر اُنهن ڏاتيءَ جي ڏيان ۾ اچي ٿو.
باقي عام طور تہ هرڪو غرور جي ڪشيءَ ۾ آهي. مور بہ هڪ پکيڙي نچندو آهي ۽ پنهنجي
ترنم ڪلا تي ناز ڪندو آهي پر جڏهين پنهنجي بدصورت پيرن تي اک پوي ٿي تہ پڇتاءَ
جا لڙڪ وهائيندو آهي ۽ سائينءَ اڳيان سر نوائيندو آهي. تيئن ئي انسان، پنهنجا پکــه
چوڙي، پيرون هڻندو آهي تہ مان هيءُ آهيان، مان هيءُ ڪري چڪو آهيان ۽ مان هــو بہ
ڪري سگهان ٿو. ڏيڏريءَ وانگر ڦوڪون ماريندو آهي. ڇا سندس هستي ۽ شڪتي ۽
ڇا سندس لاف ۽ لپاڙ! پر جي هو پنهنجي پائماليءَ، بدسيرت، ڪميڻي ۽ فنائيءَ کان واقف
ٿئي تہ پوءِ، هو بہ مور جيان، اکين مان آب وهائيندو، پڇتاءَ ۽ پراشچت جا هنج پکيڙيندو،
پيار ۽ پرارٿنا جي راس رچائيندو. انهن رام رجهائيندو ۽ جيون سڌاريندو. ڪيئن جــي
ڪل پرتي تہ جيون سڌارڻ هڪ پل جو پرتاپ آهي، نہ تہ تہ پيو جنمن جا چڪر ڪاٽي ۽
جدا جدا جوڻين جون پوڳنائون پوڳي. روحاني راهہ تي اِها اُپمان جي آڏ آهي.

اي بندا، اها ڪل قائوءَ ۾ آڻ تہ جيون جو پيارو پنڌ پارهن ڏيکاري، حياتي حيات
رهي، حيوان انسان بڻجي ۽ انسان الوهيت ۾ اچي. انسان چنڊ جي چڙهائيءَ ۾ تہ شڪتيوان
آهي، سورج ۽ پرلويءَ جي ماپ وٺڻ ۾ بہ سگهارو آهي پر افسوس تہ پاڻ کان اڻــا اڻڄاڻ
آهي. پر جو من جي ماپ وٺي، جنهن لي چڙهائي لو ڪري، سوئي ڪلاوان آهي. اها ڪلا
سبحان انسان نہ آهي پر سبحان الله آهي. انهيءَ ڪلا جي کوج ڪنيان پاڻ پتوڙ ۽ پاڻ پرکڻ،
جنهن پڄاڻان پيون سڀ کوجنائون بيڪار بڻبيون، ڇو تہ پوءِ دلي ۽ دماغــي داستان،
قديمي ۽ قدرتي قانون، وگياني ۽ وادي وديا، سڀ اندرينءَ اک اڳيان نرئٽ نظر ايندا.
وگيان ۽ وحدت وروڌ ۾ نہ آهن پر وروڌ ۾ وڌا ويا آهن. پڇي گڏجن تہ غفلت ۽ غير جــو
خرابہ خوري ٿئي، غير ۽ غيرت جو خلادار خاتمہ ٿئي، غيب مان غيبت اچــي، گڏناگسون
گلشن لڳي ۽ انسانيت آباد رهي. سو انسان ۽ انسانيت جي وچ اُهنتا جي آڏ آهي. اها
دور ٿئي تہ روحاني راز کُلي ۽ ڏنوڻ کجي تہ مڪتي ملي. الين آخرت لاءِ آشيانو اڏائي،
ڪر سنيوڻ جو سعيو، نہ تہ تہ اجل آيو ڪي آيو ۽ ويندو هلي مانش جنم اجايو.

اي بندا، ڏس تہ بار جمڻ وقت ڪيترو نہ نرم ۽ نازڪ، ملايم ۽ معصوم، لامــع ۽
لچڪيدار آهي. وري مرڻ بعد، لاش ڪيڏو نہ شڪل ۽ سخت، سرد ۽ زرد، هيبت انگيز ۽ نفرت
انگيز هوندو آهي. وٽن ۽ پوڙن جي بہ جڻ تہ ساڳي روپ ڪار آهي. جيون جا ئي لچڻ آهي. نرماڻي
۽ نزاڪت، ملايمت ۽ معصوميت، لمع ۽ لچڪپڻو، زنده دليءَ جون صفتون آهن تہ بيرحمي
۽ بيقياسي، بي انصافي ۽ بيلغامي، ترشي ۽ تنگدلي، تعصب ۽ تڪبر، مرده دليءَ جي
محسوسات آهن. جوهر جيون کي زنده رکي ٿو تہ مڪاري جيون کي مردو بڻائي ٿــو.
بيغرض ۽ بينفس من جو سنسڪار سنتوشي آهي، واسنا واجبي آهي، وچار ورلڪي آهي،

آواز الٰهي آهي، سخن سچو آهي ۽ سياڻ سيلاوَنت آهي. اهو من غم ڇڏائيندو ۽ سر خوشي وڌائيندو، دلداري ڏيندو ۽ دلسردي نه ڪندو، دلسازي ڪندو ۽ دل آزاري نه ڪندو. اهڙي من معرفت ڏي لوڪ سنگرهه ڪندو ۽ انسانيت اندر برادري ڀاءُ قائم رهندو. اهـا حق جي حقيقت آهي، جا دائمي ۽ غير فاني آهي، جا نه ٻُڍائي ٿيندي ۽ نه مدي خارج ٿيندي. جي اها اندر ۾ اظهار ٿئي نه جيئن ٻ ظاهر ٿيندي، مثاليت پيش ڪندي ۽ راهبان جو رهبر ٿيندي. انهن من سڳن ٻگتيءَ ۾ سمايل رهي ٿو ۽ آخر نرگن ڀڳتيءَ جي ٻنڌ لـسي پهچي ٿو. انهن اڻ ڏٺل جو اندازو اندر ۾ اچي ٿو ۽ اُڇاڇاپ جهجهي ٿو.

اهو روحاني راز آهي، رب جي رضا آهي، واحد جي وجود جو ثبوت آهي. اهـا ئي لـڪل زندگاني آهي، جا هر چيز ۾ جان ٿي جهولي ٿي، اهائي لـڪل جوت آهي، جا هر جيو ۾ چمڪي ٿي، اهوئي لـڪل ٻرم آهي، جو ٻوڪرتيءَ جي هر ٻوزي کـي هڪ ئي پهلوءَ ۾ ٻختو پڪڙي ٿو، اهوئي لـڪل آبشار آهي، جتان هر منش مٿان فضل جا فوهارا وسن ٿا، اهوئي نوراني نور آهي، جتان هر مخلوق مٿان عنايت جي نظر پوي ٿي. پرمالما نه داڻي داڻي ۾، ڪڻي ڪڻي ۾، قطري قطري ۾، ٻوزي ٻوزي ۾ وياپڪ آهي. هرهنڌ آهي نه ڪٿي به ڪونه آهي. هوَ انهن غير متغير ٿيو پيو آهي؛ سو سرگن به آهي نه نرگـن به آهي. ڪنهن سان ڪين رُسي نه ڪنهن سان ڪين سرچي. اي اُنت پادشاهه آهـي. جي سچائي ۽ سڪ آهي، ترڦ ۽ تلاش آهي، نه طريقت ئي اڪرار ڪرڻ اجايو آهـي. سب واهڙن ۽ وسيلا، واحد جي واٽ وٺائين ٿيون ۽ پار پهچائين ٿيون. رڳو پاڪنه جـي پاڙ پٽڻي آهي ۽ صدق جو سلو لڳائڻو آهي. سو اي بندا، مٿان توُن ڪو غير رکين نه پرمالما رڳو توسان ئي رليو ملو پيو آهي. هوَ نه سڀني ۾ سمايل آهي ۽ سندس سچائپ مُڻري نه آهي. توُن به ٻين سان انهن هڪ ئي ذات ئي وچ، نه هڪ ئي جيئن ذارا جي يڪتائيءَ يا وحدانيت جي واقفيت ڪرين ۽ وجد ۾ وصل وٺين.



## (١١) مالڪ جي مهما.

(١) آپي گڻ آپي ڪٿي - آپي سُڻ وِيچارُ
آپي رَتَن پَرکڻ[1] تون - آپي مُول اپارُ[2]
ساچُه مانُ مهتُ[3] تون - آپي ديوڻهارُ
هر جيئه - تون ڪرتا ڪرتارُ
جُه ڀاوي تِهُ راکُ تون - هر نام مِلي آچارُ[4]. (١. و.)

آپي هيرا نِرملا - آپي رنگُ[5] مجيٺُ
آپي موتي اوُجلا - آپي ڀڳت بسيٺُ[6]
گُر ڪي شبد سلاهڻا - گهٽِ گهٽِ ڊيٺ اَڊيٺُ[7]
آپي ساگر بوهٿا[8] - آپي پار اپارُ
ساچي وات سُجاڻُ تون - شبد لنگهاوڻهارُ
ڊريا ڊرُ[9] جاڻيئي - ڀاجُه گُورُ غبارُ[10]
اَستُ[11] ڪرتا ديکئي - هورُ ڪيتي آوي جاءِ
آپي نرمل ايڪ تون - هورُ بندي ڌنڌي پاءِ
گُر راکي سي اُبري[12] - ساچي سِئُ لِو لاءِ
اوُچا اوُچُ آکيئي - ڪهڻُ نه ديکيا جاءِ
جَهه ديکا تَهه ايڪ تون - ستگور ديکا ڏکاءِ
جوتِ نِرنتر[13] جاڻيئي - نانڪ سَهج سُڀاءِ[14].

[سري راڳ، محلا پهلا، اِشٽپدي، (٣)]

---

١. پرکيندڙ. ٢. مُلهه. ٣. مهما. ٤. شُڀ ڪرتب. ٥. پڪو ڳاڙهو رنگ. ٦. راهي، رهبر.
٧. اَلک، لُڪل. ٨. جهاز. ٩. جي لوڪان نه ٿا ڊڄن تن کي ڪال جو ڊپ رهي ٿو.
١٠. اَنڌڪار. ١١. قائم، نِهچل. ١٢. پار پون ٿا. ١٣. هڪجهڙي. ١٤. سولي نمُوني سان، سياڻپ.

(۲) جانڪي وَس خان سُلطانُ[1] - جانڪي وَس هيءُ سڪل جهانَ
جانڪا ڪيتا سڀ ڪڇ هوءِ - تِس لي ٻاهر ناهي ڪوءِ
ڪهه بينتي اَهُني ستگور ٻاهِہ[2] - ڪاج تُماري ديئہِ نباهہ[3] (۱۰ ر۰)
سڀ لي اوُچ جانڪا دربار - سڪل[4] يگت جا ڪا نام اَڌارُ
سَرَبَ بِياپِس[5] ٻوُرن ڌاپي - جاڪي سويا گهتِ گهتِ ٻي
جس سمرت دڪ ڏيرا[6] ڍهيءِ - جس سمرت جم ڪڇوُ نہ ڪهيءِ
جس سمرت سوُڪي هري[7] - جس سمرت ڏوُبت[8] پاهنَ تريءِ
سنت[9] سيا ڪئہُ سدا جيڪارُ - هر هر نام جن پران اَڌار؛
ڪهہ نانڪ ميري سُڻي اَرداسَ - سنت پرسادِ موڪئہُ نام نِواسُ[10]

[ راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۲۱) ]

(۳) جيئہ جَنت ڪيءِ نانڪُرا - آپي وَرتڻ[11] هارُ
نانڪ ايڪو پَسريا[1] - دوُجا ڪهِ دِرشٽارُ[12] } سلوڪ
آپُ ڪٿيءِ آپ سُنيءِ هارُ - آپهِ ايڪُ آپُ بستارُ[13]
جان تِس ڀاويءِ تان سرشٽِ اُپائي - آپنيءِ پاڻيءِ لئي سَمائي
تُم لي ڀِن[14] نهي ڪڇ هوءِ - آپن سوُت سڀ جَگت پَروءِ[15]
جاڪئہ پربُ جيئہ آپِ بُجهائي - سچ نام سوئي جن پائي
سو سمدرسي[16] تَت ڪا بيتا - نانڪ سڪل سرشٽِ ڪا جيتا.
جيئہ جنتر سڀ تاڪي هاٿ - دين دئيال اَناٿ ڪو ناٿُ
جس راکي تِس ڪوءِ نہ ماريءِ - سو موُئا جس منهُ بساريءِ[17]
تس تَجِ[18] اَوُر ڪهان ڪو جاءِ - سڀ سر[19] ايڪ نرنجن راءِ[20]

---

۱. سردار يا پادشاهہ. ۲. وقت. ۳. پِڙ ڪري چڏي. ۴. سڀني. ۵. وياپڪ. ۶. گهر.
۷. سرسبز ٿي پون ٿا. ۸. ٻڏندڙ. ۹. سنتن جي منڊلي. ۱۰. واسو. ۱۱. سڀني جيون ۾
وياپڪ. ۱۲. ڏسڻ ۾ ايندو. ۱۳. وستار. ۱۴. جدا، ڪانسواءِ. ۱۵. پُٺي ڇڏيو آهي. ۱۶. سڀني
کي هڪ نظر سان ڏسڻ. ۱۷. من مان. ۱۸. ڇڏي. ۱۹. مٿا ڪان پري. ۲۰. راجا.

جيئه کي جُڳت[1] جا ڪيءِ سڀ هاٿِ - اَنتر ٻاهر جاڻهُ ساٿِ
ڳُڻ نڌان ٻي اَنڪ اَپار - نانڪ داسُ سدا ٻلهارُ.
ٻڙونُ ٻُوڙ رهي دئيالُ - سڀ اوپر هووتڪ ڪرپالُ
اَپڻي ڪرت جاڻيءِ آپِ - اَنتر جامي رهيو ٻياپِ[2]
پرتپاليءِ جيئن ٻهُه ٻانتِ[3] - جو جو رچيو سو تسهه ڌياتِ
جس ڀاويءِ تس لئي مِلاءِ - ڀڳت ڪرهه هر ڪي ڳُڻ گاءِ
مَن اَنتر ٻسواس[4] ڪر مانيا - ڪرنهارُ نانڪ اِڪُ جانيا.
مِت[5] ٻوري اَمرتُ جاڪي درشٽِ - درسن پيکت اُڌرت سرشٽِ
چرن ڪمل جاڪيءِ اَنوپ[6] - سڦل درسنُ سُندر هر روپ
ڌَن شيوا شيوڪُ پروانُ - اَنتر جامي پُرکُ پرڌانُ
جس من ٻسيءِ[7] سو هوتُ نهالُ - تاڪيءِ نڪٽِ نه آويءِ ڪالُ
اَمرُ ڀئي اَمرا[8] پد پائيا - ساڌ سنگِ نانڪ هر ڌيائيا.

[راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي(۲۲)]

(۴) تُون ڪرتا آپِ اَپڙُ هيءِ - ڀلڙ وچ ناهي
تُون ڪرهه سو سڀي ڀلا هيءِ - گور شبدِ ٻجهائي
تُون ڪرڻ ڪارڻ سمرٿُ هيءِ - دُوجا ڪو ناهي
تُون صاحبُ اَگم[9] دئيالُ هيءِ - سڀ تُڌ ڌِيائي
سڀ جيئه تيري تُون سڀسدا - تُون سڀ ڇڏائي[10].

[راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار، پوڙي (۴)]

---

۱. رهڻي ڪهڻي. ۲. رمي رهيو آهي. ۳. پالي ٿو. ۴. اَنيڪ نمونن سان. ۵. صدق.
۶. ٻڌي. ۷. مهما ڪان مٿي. ۸. وسي ٿو. ۹. اُوچي پدوي. ۱۰. اي اَلک، اَلک. ۱۱. ڇُٽائين
ٿو يا پار لنگهائين ٿو.

(٥) آٺ پُهر اُدڪ اشنانــي[1] - سدهي ڀــوڳُ لڳاءِ سُگياني
ٻــرٿا[2] ڪاهوُ ڇوڏيُ نــاهــي - ٻهڙُ ٻهڙ تِس لاڳهِ پائي
سالگرامُ هماريُ سيوا - پــوُجــا اَرچــا[3] ٻندن[4] ديــوا ٠ (١، ر٠)
گهنٽا[5] جاڪا سُنيئيُ چهُ ڪُنٽ[6] - آسنُ جاڪا سدا ٻيڪنٺ
جاڪا چَوَرُ سڀ اوُپر جهوُليُ - تاڪا ڌوُپ سدا پرڦُليُ
گهٽِ گهٽِ سمپٽُ[7] هيُ ري جاڪا - اَڀگُ[8] سڀا سنگِ هيُ سادا
آرتي ڪيرتــنُ سدا اَنند - مهما سُندر ســدا ٻــيَ اَنت
جِسهِ پراپت تِسهي لَهنا - سنت چــرن اوهُــ آيــو سرنا
هاٿِ چڙيو هــر سالگرامُ - ڪهه نانڪ گرُ ڪيــنو دانُ ٠

[راڳُ آسا، محلا پنجوان، شبد (٩٠)]

(٦) اَڪُل[9] نــرنــجن پــرکــ - آگــم اَپــارئــيُ
ســچــو ســچــا سچ - سچ نِهــارئــيُ
ڪــوڙُ نــ جــاپــيُ ڪڇ - تيري ڌارئيُ
ســڀســيُ دي داتــار - جيت اُپــارئــيُ[10]
اِڪت ســوُت پــروءِ - جــوت سَنجــارئيُ[11]
حــڪمي ڀــوُجــل[12] منجهِ - حــڪمي تــارئيُ
پــرڀ جيُءُ تُڌ ڌيائي ســوءِ - جِس ڀــاڳ مَٿارئيُ
تيري گتِ مِتِ[13] لکي نــ جــاءِ - هئُ تُڌ ٻلهارئيُ ٠

[راڳُ گوجري، محلا پنجوان، وار، پؤڙي (١)]

---

١. نام روُپي جــل ۾ اِشنان ڪري ٿو. ٢. خــالي. ٣. واس ڌوُپ. ٤. ٻندنا، نمسڪار.
٥. گهنٽ. ٦. چارئي ڪنڊوُن. ٧. آستان. ٨. اَمر. ٩. ڪُل يا ذات پات کــان رهت.
١٠. جيڪي جيءَ اُپايا اٿئي. ١١. وِڌي اٿئي. ١٢. ڀؤ ساگر. ١٣. حد يا مريادا جو ٻيان.

(٧) راجن مهِ تون راجا کهيئهِ - پون[1] مهِ پوما
ٺاڪر مهِ ٺڪرائي[2] تري - ٺون سر[3] ٺوما
پتا ميرو - هڏو ڏني آڳما
استت ڪون ڪريجي ڪرتي - پيڪ رهي بسما.[5] (ا، ر، )
سڪين مه سڪيتا تون کهيئه - داتن سر داتا
تيجن مه ليجونسي[6] کهيئه - رسين[7] مه راتا
سون مه سورا[8] تون کهيئه - پوگن مه پوگي[9]
گرهستن مه تون هڏو گرهستي - جوگن مه جوگي
ڪرتن مه تون ڪرتا[10] کهيئه - آچارن مه آچاري[11]
شاهن مه تون ساچا شاها[12] - واپارن مه واپاري
درپارن مه تيرو درپارا - سرن پالن[13] ٽيڪا
لکمي[14] ڪتيڪ گني نه جائيئي - گن نه سڪئو سيڪا[15]
نامن مه تيرو پرپ ناما - گيانن مه گياني
جگتن مه تيري پرپ جگتا[16] - اشنانن مه اشناني
سڌن مه تيري پرپ سڌا[17] - ڪرمن سر ڪرما
آگيا مه تيري پرپ آگيا - حڪمن سر حڪما
جيسي بولاوهِ تئسي بولهه سوامي - قدرت[18] ڪون هماري
ساڌ سنگ نانڪ جس گايو - جو پرپ ڪي اَت پياري.
[راڳ گوجري، محلا پنجوان، اشٽپدي (ا)]

---

١. زميندارن. ٢. سرداري. ٣. سرومڻي ذات. ٤. ــي اَنت. ٥. اچرج. ٦. وڏي پرتاپ وارو. ٧. رس وٺندڙ. ٨. بهادرن. ٩. موج ماڻيندڙ. ١٠. پيدا ڪندڙ. ١١. شڀ ڪرم يا نياءُ ڪندڙ. ١٢. شاهوڪار. ١٣. شرن پاليندڙ. ١٤. ڌن دولت. ١٥. ليچ ماتر. ١٦. جڳتي وڪندڙ. ١٧. شڪتيون. ١٨. طاقت.

(٨) سڀ ڪرتا سڀ پُگتا. (١. و.)

سُنتو ڪرتا، پيکب ڪرتا - اَدرشٽو[1] ڪرتا دِرشٽو ڪرتا

آپت ڪرتا، پرلـيءِ[2] ڪرتا - پتاپت[3] ڪرتا، آلپتو[4] ڪرتا

بَڪتر[5] ڪرتا، پرچهت[6] ڪرتا - آوت ڪرتا، جاپي پي ڪرتا

پرگٽ ڪرتا، سرگٽ ڪرتا - دوُر پرساد، نانڪ سَر[7] دِرشٽا.

[راڳ گونڊ، محلا پنجوان، شبد (١)]

(٩) ميءِ انڌلي ڪي ٽيڪ - تيرا نام کُند[8] ڪازا

ميءِ غريب ميءِ مِسڪين - تيرا نام هيءِ آڌارا. (١ و.)

ڪريما رحيما - الله تون غَني[9] -

حاضران حضور - درپيش[10] تون مَني

درياءُ تون دِهند[11] تون - بِسيار[12] تون ڌَني

ديهه ليهه ايڪ تون - دِگر[13] ڪو نهي

تون دانا تون بِينا[13] - ميءِ بيچار ڪيا ڪري

نامي چي سوامي - بخشند تون هري.

[راڳ تلنگ، ڀڳت نامديو، شبد (١)]

(١٠) وڌي هوُ وڏا - آپاز تيرا مَرتبا[15]

ونگ پرنگ[16] انيڪ - نه جاپن ڪَرتبا[17]

جيا اندر جيئه - سڀ ڪڇ جاڻلا

سڀ ڪڇ تيري وس - تيرا گهر ڀلا

تيري گهر آنند - وڌائي تُڌ گهر

1. جيڪي ڏسڻ ۾ نه اچي. 2. ناس ڪرڻ. 3. سرب وياپڪ. 4. ارليپ. 5. ڳالهائيندڙ. 6. سمجهندڙ. 7. هڪ نظر سان ڏسڻ نا. 8. آسرو. 9. دولتمند. 10. وجهو، پرسان. 11. دالار. 12. وڏو، 13. بيو ڪو. 14. ڏسندڙ. 15. مانُ شان، اون 16. طرحين طرحين. 17. ڪرتب، ڪرتوُ.

ماڻُ مُهتا[1] تِيِّج[2] - اُپَٽا آپ جَرُ[3]
سَرب ڪلا ڀرپُور - ڍِسَيِ جَهتڪتا[4]
نانڪ داسن داس - تُد آڳيِ بِنوِّشا[5]

## [راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار، پؤڙي (١٨)]

(١١) آپي ڪَرتا سڀ جِس ڪرتا - جيئہ جَنت سڀ تيري سرتا
آپي گُپت وَرتيِ سڀ اَنتر - گُرُ ڪيِ شبد پَڇانا هي
هر ڪي ڀگت ڀري ڀنڊارا - آپي بخشي شبد وِچارا
جو تُد ڀاويِ سوئي ڪرسهِ - سچي سُمُ مَن راتا هي
آپي هيرا رَتن اَمولو[6] - آپي ندري تولي[7] تولو
جيئہ جَنت سڀ سرڻ تماري - ڪر ڪرپا آپ پَڇانا هي
جِسنو ندر هوويِ ڌُر تيري - مريِ نہ جنميِ چوُڪي ڦيري
ساچي گُڻ گاويِ دِن راتي - جُگ جگ ايڪو جاتا هي
مايا موهہ سڀ جَگت اُپائيا - برهما بِشن[8] ديو[9] سبائيا
جو تُد ڀاڻي سي نام لاڳي - گيان متي پڇاتا هي
هر ڪيِ ڀاڻيِ هرگڻ گائي - سڀ جِنايڪہ دتائي[10] دوُکہ سبائي[9]
هر نرمل نرمل هيِ ٻاڻي - هر سيتي مَن راتا هي
جسنو ندر ڪري سو گُڻ نِڌ[11] پائي - هؤميِ ميرا تاڪِ[12] رَهائي
گڻ اَوُگڻ ڪر ايڪو داتا - گوُرمکہ ورلي جاتا هي
ميرا پربہ نرمل اَت اَپارا - آپي ميليِ گرو شبدِ وِچارا
آپي بخشي سچ ڍِرڙائي[13] - مَنُ تن ساچيِ راتا هي

---

١. مهما. ٢. لجلو. ٣. سهارن ڪرڻ لــو. ۴. جتي ڪٿي. ٥. ويتي. ٦. امولڪ، املهہ. ٧. آندر جو حال جاڻين ٿو. ٨. وشنؤ. ٩. سيئي. ١٠. پاپ. ١١. خــزانو. ١٢. بچائي ورتو آهي. ١٣. گرهڻ ڪرائي ٿو.

ولسن اَمولڪ اَگم اَپارا - قيمت ڪوڻ ڪري وچارا
ڪوُر ڪيو شبديءِ لوُل لولاٿي - اَنتر شبد پڇاڻا هي
آپي ڪَرتا ڪري ڪرائي - سڀي ڀاڃي سڀ ڍورائي
ناڻڪ نام مليو وڏڀاڳي - جُڳ جُڳ[1] ايڪو جاڻا هي.

[راڳ مارو، محلا ڏيهجا، سولهو (۹)]

(۱۴) اَچُت[2] پار برهم پرميسر اَنتر جامي - مڌسوُدن[3] دامودر سوامي
رکيڪيش[3] گووردن[3] ڌاري - مُرلي[3] منوهر هر رنگا
موهن[3] مادو[3] ڪرشن مُراري - جگدِيسر[4] هر جيئه اَسر سنگهاري[5]
جگ جيون اَبناسي ٺاڪر - گهٽ گهٽ واسي هي سنگا
ڌرڻي[6] ڌر ايش نرسنگه ناراڻ - داڙا اَگري[7] پرٿم ڌراڻ
باون روُپ ڪيا ٿڌ ڪرٿي - سڀهي سيتي هي چنگا
سري رامچند جس روُپ نه رکيا - بنوالي چڪرپاڻ[3] درس اَنوُپيا
سهس[8] ليتر موُرت هي سهسا - اِڪ داتا سڀ هي منگا
ڀگت وڇل اَناٿهه ناٿي - گوپي[3] ناٿ سگل هي ساٿي
باسديو نرنجن داتي - ورن[9] نس سا ڪٿه گڻ اَنگا
مُڪند[10] منوهر لکمي[11] ناراڻ - درُوپتي لڄا نوار اُڌارڻ
ڪملا ڪنت[11] ڪرهل[12] ڪتوُهل - اَنند ونودي نِهسنگا[13]
اَموگهه[14] درس اَجوُني سيڀه - اَڪال موُرت جس ڪدي ناهي ڪه[10]
اَبناسي اَبگت اَگوچر - سڀ ڪڇ تجهي هي لگا
سري[12] رنگ بيڪنٺ ڪي واسي - مڇ ڪڇ ڪوُرم آگيا اَوُتراسي

۱. جگان جگ. ۲. سدا قائم. ۳. سري ڪرشن جا جدا جدا نالا. ۴. جگت جو پتا، ايشور.
۵. دنيتن کي ناس ڪندڙ. ۶. ڌرتيءَ جو مالڪ. ۷. وراهه روُپ اَوتار. ۸. سوين. ۹. ورڻن
ڪرڻ. ۱۰. مُڪت ڪندڙ. ۱۱. لڇمي. ۱۲. سدا موج ۾. ۱۳. نرليپ. ۱۴. ناستي، برباد ي.

ڪيشوَ چامَر ڪرهـ نرالي[1] - ڪيتا لـوڙهه سـوهونگا
لـراهـاري نـروَنـر سمائيا - ڏار ڪيل چترُ[1] ٻج کهائيا
سـانـوَل سُندر روُپ ٻڻاوهه - ٻيڙ[2] سُنمر سـپ مـوهگا
ٻن مـالا ٻيوُ کـس ڪَمل لَٽن - سُندر ڪُنڊل مڪٽ ٻٽن
سنڪَ چڪر گدا هيءِ ڌاري - مها ســا[3]رنـي سمر سنگا
پيت پيتمبر لـريڙي[4] ڏٽـي - جگمات گـوپالُ مُکهه ڀٽي
ســارنگهه[5] ڏَرِ يـگوان ٻيـنلا - ويءِ نٽيِ نـہ آويءِ سر[6] ٻنگا
نهڪنڪ[7] نهڪيول[8] کهيتيءِ - ڏلجيءِ جل ٿل هيءِ مهيتيءِ
مرت لـوڪ ٻٽيال سپت - اَستر ٿانُ جِس هـيءِ اَيـنگا[9]
پتر ٻاوَن دکهه ٻيءِ ٻجنُ - اَهنڪار نوارڻ هيءِ ٻـوَ کَنڊڻ
يگتي[10] نـوکت دِٻن ڪرٻالا - کُٽي نـہ کتهي هيءِ يکا[11]
اِرنڪار اَچل اَڏولو[12] - جوتِ سـروُپـي سـپ جَگ مثلو
بـسـو ملي آهـي آپ ملانـي - آپهِ ڪـوءِ نـہ ٻاوَنگا
آپي گوپي آهـي ڪـانـا - آهـي ڳئوُ چراويءِ بـانـا
آپ اُپاوهه آپ کپاوهه[13] - لُڏ ليپُ نهي اِڪ تِـل رنـگا
اِيڪ جيهه[14] گڻ ڪوَن بکانيءِ - سهس قَني[15] سيکهه اَنت نہ جانيءِ
نوَلن نام جپيءِ دِن رالـي - اِڪ گڻ ناهي پريـپ ڪهه سنگا
اوت گهي جگت ٻت سرٽانيا - ٻيءِ پيانڪ جر دوُت دترهيءِ مابا
هوهِ ڪرٻال اِچا ڪر راکهه - ساڌ سنتن ڪيءِ سنگِ سنگا
دِرشٽمان[16] هيءِ سکل مٿيا[17] - اِڪ مانگهه دان گوبند سمر وِنا[18]
مستڪ لاءِ پرم پدُ ٻاوءِ - جِس پراپتِ سـو ٻاوَنگا

---

۱. پرماما جا جدا جدا نالا، جهڙو ڪيشوَ، وشنوُ. ۲. ٻسري. ۳. اَرجن جو رٿ هلائيندڙ.
۴. ٿيئي لوڪ. ۵. ڌنش ڌاري. ٦. سيئي اَنگ. ۷. نردوک. ۸. شڌ سروُپ. ۹. ناس نـہ ٿيندڙ. ۱۰. چترائي. ۱۱. راضي ٿيڻ. ۱۲. قائم. ۱۳. ناس ڪرڻ ئو. ۱۴. زبان. ۱۵. شيش نانگ. ۱٦. جيڪي ڏسجي ٿو. ۱۷. جوُٺ، سپنو. ۱۸. ڌوڙ، خاڪ.

جن ڪئي ڪرپا ڪري سُکدائي - تن سادهُو چرن لئي رِدئي پرائي
سگل نـام نِدان تـن پـايا - اَنهد شبد مـن واجـنگا
ڪِرتم نـام ڪَٿي تيري جهبا - ست نام تيرا پرا پُورِ[1] بلا
کهہ نانڪ پڳت ڀئي سرڻائي - ديهہ درسُ من رنگُ لگا
تيري گت مت توُن هئي جاڻهہ - توُن آپي ڪٿهہ ليءِ آپ وکاڻهہ
نانڪ داس داسن ڪو ڪريئهُ - هر ڀاوي داسا راکهہ سنگا .
[راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١١)]

(١٣) ستر سَئِي[3] سالار[2] هئي جا ڪي - سوا لاکُ پيڪانبر[4] تاڪي
شيخ جو کهيئهہ ڪُوت[5] اَتاسي - جِنهن[6] ڪوتَ جاڪي کيلَ خاصي[7]
سـوُن غريب ڪي ڪو گجاراُوءِ[8] -
مجلس دُور محل ڪـو پاوي . (١:ر٠)
ليتيس ڪروڙي هئي کيلَ خانا[9] - چوراسي لک ڦرئي دِوانا
بابا آدم ڪئي ڪي ندر دِکائي - اُن ڀي بهشت گهيري پائي
دِل ڪلهلُ[10] جاڪي زرد روُبانِي[11] - چهوڙ ڪتيب ڪري شيطاني
دنيئا دوسُ روس هئي لوئــي - اَپنا ڪيئا پاوي سوئي
تـم دالـي هم سدا پکاري[12] - ديئهُ جَباب هــوءِ بِجگاري
داس ڪبير تيري پئهہ سَمانا[13] - بهشت نجيڪ راکُ رحمانا .
[راڳ ڀيرءُ، ڪبير صاحب، شبد (١٥)]

(١٤) آءِ قـلندر ڪيشوا - ڪـر عبدالـي[14] ڀـيسوا . (١. ر٠)
جن آڪاس ڪُلهہ[15] سر ڪيني - ڪوسي[16] سپت پيالا[17]

---

١. اوائلي، قديمي . ٢. پرير. ٣. ست هزار سپهہ سالار. ٤. پيغمبر. ٥. ڪروڙ. ٦. چاونجاهہ.
٧. نوڪر. ٨. گذارش يا سفارش ڪري. ٩. آڪاڙا. ١٠. شڪ. ١١. شڪل. ١٢. گنهگار.
١٣. پناهہ، شرن. ١٤. فقير جو ويس. ١٥. ٽوپي. ١٦. جُتي. ١٧. ست پاتال.

چَمڙپوش کا مندرُ تيرا - اهہ ٻڌ ٻُني گُهالا[3]

چَمن کوٽ کا پهڻُ[1] تيرا - سولهہ سهسَ[2] ازارا

ٻارَ اٺارهہ مُدگَر[3] تيرا - سهنڪ[4] نپ سسارا

ڏيهي مَسجد[5] من مُولانا[6] - سهجَ نِواج گُذاري

بِيبي ڪولا سَنُ[7] ڪباڻُن تيرا - نِرنڪار آڪاري

ڀڳت ڪرتِ ميري تالَ ڇِناني - ڪهِہ ڀهہ ڪرون ٻُڪارا

نامي ڪا سوامِي اَنتر جامي - ڦِري سگل بِنُ ديسرا[8].

[ راڳُ ڀيرؤ، ڀڳت نامديو، شبد (١٢) ]

(١٥) ڪُساني - پرتاپُ لهارو ڏِينا

ڪَون ڪراون اُپاءِ سماون - سگلُ[9] ڇتر پت هِنا. (١٠،١)

راڻا راءِ راج ڀئي رنڪا[10] - اُن جُهوٽي کهڙُ کهائيو.

هَمرا راجنُ سَدا سلامت - تاڪو سگل گهٽا جس گائيو

اُپما سُنو راجن کي سنتهُ - کهتَ جيتَ ٻهُو ڇا

بيشماُر وڏ شاهہ دانارا - اوُچي هي ني اُوچا

پون[11] پَسرو ليو سگل آڪارا - ٻاوڪ[12] ڪاشٽَ[13] سنگي

نير[14] ڌرِڻ[15] ڪر راکي اڪتَ - ڪوءِ نہ ڪِسهي سنگي[16]

گهٽ گهٽَ ڪتا راجن کي چاليءِ - گهر گهر تُجهہ اُماها

جيءَ جنتَ سڀ پاڇيءِ ڪريا - پراتي رزق سَماها

جو ڪڇ ڪَرتا سو آپي ڪرتا - مُصلت[17] ڪاهُو ڏيئي

اَنڪ جَتن ڪر ڪرهِہ دِکائي - ساچي ساکي چِيئي

---

١. قميص. ٢. هزار. ٣. پتلوُنون. ٤. ڏنڊو. ٥. مسجد. ٦. مُلو. ٧. نڪاح، وهانءُ. ٨. ديس پرديس. ٩. چڪرورتي راجا ١٠. فقير. ١١. سڀ آڪار ۾ هوا پکڙيل آهي. ١٢. اگني. ١٣. ڪاٺ. ١٤. جل. ١٥. پرٿوي. ١٦. دشمني. ١٧. صلاح مصلحت.

هــر ڀگتا ڪــر راکــي آهي - دهي نــام وڏائــي
جن جن ڪر اوگيا[1] جن ڪي[2] - تــي تــيءِ ڏيئي رُڙائي
دُشٽ پڻي ساڪ سِنگت ڪو - تن ڪي اوگن سڀ پرهريا[3]
تن ڪئُ ديکه ڀئي ڪرپالا - ڀِن ڀئو ساگر تريا
هم نانهي نيچ[4] تُمي بڏ صاحب - ڪُدرت ڪئُن بيچارا
مَنُ تَنُ سيتل[5] گُر درسُ ديکي - نانڪ نام آڌارا.

[راڳُ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)]

---

١. بي عزتي. ٢. ڀڳتن جي. ٣. پرڙين يا نهوڙين ٿو. ٤. دُور ڪرين ٿو. ٥. تمام ننڍو ۽ نيچ. ٦. شانت.

## (١٢) واهه تنهنجي قدرت!

(١) وسمادُ[1] ناد[2] وسماد ويد - وسماد جيئا وسماد ڀيد

وسماد رُوپ وسماد رنگ - وسماد ناڱي[3] ڦرهِ جنت

وسماد پؤڻ وسماد پاڻي - وسماد اَگني کيڏهِ وڏاڻي

وسماد ڌرتي وسماد کاڻي - وسماد ساد[4] لگهه پراڻي

وسماد سنجوڳ[5] وسماد ونجوڳ[6] - وسماد ڀُک وسماد ڀوڳ

وسماد صفت[7] وسماد سالاهه - وسماد اجهڙ[8] وسماد راهه

وسماد نيڙي وسماد دُور - وسماد ديکي حاضران حضُورِ

ويک وڏاڻُ رهيا وسماد - نانک ٻُجهڻ پُوري ڀاڳِ

قدرت ڏسي قدرت سُڻيئي - قدرت ڀئو[9] سُک[10] سارُ

قدرت پاتالي آکاسي - قدرت سرب آکارُ[11]

قدرت ويد[12] پُراڻ[13] کتيبا[14] - قدرت سرب وچارُ

قدرت کاڻا پيڻا پَيِنڻُ[15] - قدرت سرب پيارُ

قدرت جاتي[16] جنسي رنگي - قدرت جيئا جهانُ

قدرت نيکيئا قدرت بديئان - قدرت مانُ اَڀمانُ

قدرت پؤڻ پاڻي بيسنتر[17] - قدرت ڌرتي خاڪُ[18]

سڀ تيري قدرت تُون قادر[19] کرتا - پاکي[20] نائي پاڪُ[20]

نانک حُکمي اندر ويکي - ورتي تاکو[21] تاکُ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٣)]

---

١. عجيب، واهه واهه. ٢. شبد. ٣. اُگهاڙا، ننگا. ٤. سواد، واسائون. ٥. ميلاپ. ٦. وڇوڙو. ٧. مهما. ٨. ويران. ٩. ڀڄڻ تا. ١٠. سک ڀائون تا. ١١. روپ. ١٢. چار ويد. ١٣، ١٨ پُراڻ. ١٤. چار اسلامي مذهب جا ڪتاب. ١٥. پهريون تا. ١٦. ذاتيون. ١٧. اگني. ١٨. مٽي. ١٩. قدرت جو مالڪ. ٢٠. پوتر. ٢١. توهين تون.

(٢) تُڌ سِرجي مِنڊلي[1] - ڏکہ سک ڏيو ٺهارو
ناري ٻُرک سِرجيئي - ہِک مايا موھ پيارو.
ڪاڻي ٻاٽي ليريا - ڏيھ جيا آڌارو
قدرت لخت وَچائيا[2] - سچ نيبڙا[3] ھارو
آوا ڳُوڙا[4] سِرجيا - تون نِسر[5] ڪرڻ ھارو
جمڻ مرڻ آءِ گئيا - ٻَڏک جيءُ پسارو.

[راڳ وڏھنس، محلا پهلا، آلاھڻيا (٣)]

(٣) تُڌ جڳ مھ کيل رچائيا - وِچ ھؤميءِ پائيا
اِڪ مندرُ[6] پنج چورُ[7] ھِھ - نِت ڪرھِ بُرائيا.
ڏَس ناري[8] اِڪ پرک کرِ - ڏَسي ساد لويائيا
اِن مايا موھڻي موھِيا - نِت ڦِرھِ پُرمائيا
ھانا ڏُوويءِ[9] کيتيو - شو شڪتِ[10] ورتائيا
شو اَڳي شڪتي ھاريا - اِيويءِ ھر پائيا
اِڪ وچھ ھي[11] تُڌ رکيا - جو ستسنگِ مِلائيا
جلِ وچھ[12] اِسب اُلساليو - جلِ ماھِ سمائيا.

[راڳ مارُو، محلا پنجوان، وار (٦)]

(٤) ڪوٽِ بِشن ڪيئي اَوتار - ڪوٽِ بِرھمنڊ جاکي ڌرمسال -
ڪوٽ مھيش اُپاءِ سَمائي - ڪوٽِ برھمي جگ ساجڻ لائي
اَئسو ڌڻي گوبند ھمارا - بَرون[13] نہ ساکئُ گڻ بِستارا[14]. (١ و٠)

---

١. پسرتوي. ٢. ڌرم راج. ٣. سچو نياءُ ڪندڙ آھين. ٤. جمڻ ۽ مرڻ جو قيرو. ٥. قائم. ٦. سريرو. ٧. وڪار. ٨. اِندريوُن. ٩. بن نموُن جا روُپ. ١٠. طاقت. ١١. ھي پرماتما توُن مايا جي جارکان بچائڻ جي شڪتي بخشين ٿو. ١٢. بُد بدا. ١٣. وستار ڪرڻ. ١٤. ڪئين.

ڪوٽ مايا[1] جاڪي شيو ڪماء - ڪوٽ جيئه[2] جاڪي سهجاء[3]
ڪوٽ اُپار جما تيري اَنگ - ڪوٽ يڪش بسي هو سنگ
ڪوٽ ڇتر[4] پت ڪرس نمسڪار - ڪوٽ اِندر ناپڻي[5] هي دُوار
ڪوٽ بئڪنٺ جاڪي درشٽي ماهِ - ڪوٽ نام جاڪي قيمت ناهِ[1، 2]
ڪوٽ ٻُڙپت[6] هي جاڪي ناد - ڪوٽ آڪاڙي چلت بِسماد
ڪوٽ شڪت شو آگيا ڪار - ڪوٽ جيئه ديوي آڌار
ڪوٽ تيرٿ جاڪي چرن مجهار - ڪوٽ پوتر جپت نام چار
ڪوٽ پوجاري ڪرتي پوجا - ڪوٽ بِستارن اَوُر نه دوجا
ڪوٽ مهما جاڪي نرمل هنس[7] -
ڪوٽ اُستت جاڪي ڪرت برهمنس
ڪوٽ پرليو اوُپت نمِک ماهِ - ڪوٽ گُنا تيري گڻي نه جاء
ڪوٽ گياني ڪٿهِ گيانُ - ڪوٽ گياني ڌرت ڌيانُ
ڪوٽ اَمِسر اَبهي ڪرلي - ڪوٽ مُنيسر مونِ[8] مهه رهتي
اَوگت[9] ناٿُ اَگوچر سوامي - پُور رهيا گهٽ اَنتر جامي
جَت ڪت ديکهُ تيرا واسا - نانڪ ڪهُ گُور ڪِينا پرڪاسا.

[ راڳ ڀيروء، محلا پنجوان، اِشٽپدي (٢) ]

(٥) اَگَم اَگاڌ سُنهه جَن ڪتا - پار برهم ڪي اَچرج سڀا[10] (١. ر.)
سدا سدا ستگوُر نَمسڪار - گوُر ڪرپا تي گُن گاء اَپار
مَن ڀيتر هووي پرگاسُ - گيان اَنجنُ[11] اَگيان بِناسُ
مت ناهي جاڪي بِستار - سوڀا[12] ناڪي اَپر اَپار[13]
اَنڪ رنگ جاڪي گني نه جاء - سوگ هرک دُهُوُ مهه ناهِ

١. داسيؤن، اڇميؤن. ٢. اِنسانن جا هردا. ٣. سيجائون. ٤. چڪورن مهاراجائون. ٥. اڳيان بينا آهن. ٦. وڃائين ٿا. ٧. سنت مهاتمائون. ٨. سانت جو ورت. ٩. اي اَنت. ١٠. دربار. ١١. سُرمو. ١٢. پرڪوپ. ١٣. مهما.

اَنِڪ برهمي جا ڪي پيدَ ڏِن ڪره-اَنيڪ مهيش بَئِسِ ڏيان ڏَرهِ

اَنڪ پُرڪ اَنسا[1] اَوِتار - اَنڪ اِندر اوِئي[2] دربارِ

اَنڪ پسرن پسرتِل ماڙ نِير - اَنڪ رتن ساگر ڏُڏ ڪِير

اَنڪ سوُر سسيئر[3] نڪشاٽ[5] - اَنڪ ديوي ديوا ٻهُ پانتِ

اَنڪ بسُڌا[6] اَنڪ ڪامڌين[7] - اَنڪ پار[8] جاتپ اَنڪ مکہ بين

اَنڪ اَڪاس اَنڪ پاتالَ - اَنڪ مُکي جپيئي گوپال

اَنڪ شاستر سمرتِ پُران - اَنڪ جُگت هووَت بِکيان[9]

اَنڪ سروُتي[10] سُنهه نِدان - سرب جيءَ پوُرن ڀگوان

اَنڪ ڌرم اَنڪ ڪُمير - اَنڪ بَرن اَنڪ ڪنڪ[11] سُمير

اَنڪ سيکَ[12] نَوتن نام ليهِ - پار برهم ڪا اَنتُ نہ ليهِ

اَنڪ پُريا[13] اَنڪ لهه کنڊ - اَنڪ روُپ رنگ برهمنڊَ

اَنڪ بَنا اَنڪ ڦل موُل - آپهِ سوکسم آپهِ استوُل

اَنڪ جُگاد دِنس اَر راتِ - اَنڪ پرلي[14] اَنڪ اُتپاتِ

اَنڪ جيءَ جا کي گِره ماهِ - رَمت رام پوُرن سرب ٺاءِ

اَنڪ مايا جا ڪي لکي نہ جاءِ - اَنڪ ڪلا کيليءِ هر راءِ

اَنڪ ڌُنس[15] اَنڪ للتُ[16] سنگيت[17] - اَنڪ گُپت پرگٽي لهه چيت[18]

سڀ تي اوُچ ڀگت جا ڪيءِ سنگ - آٺ پهر گن گاويءِ رنگ

اَنڪ اَناحد آنند جُهنڪار[19] - اُنا رَس ڪا ڪڇ اَنت نہ پارَ

سَتِ پُرک سَت اَستان - اوُچ تي اوُچ نرمل نِربان

اَپنا ڪِيتا جانَهه آپ - آپي گهتَ گهت رهيو بِياپ

---

١. شڪتي، بلُ. ٢. ڪئِا حاضريءَ ۾ بيٺا آهن. ٣. اُگني. ٤. چندرما. ٥. تارا. ٦. پرٿوي، ڌرتي. ٧. ڪامڌين گاءِ. ٨. وڻ ٽڻ. ٩. واکاڻ، بيان. ١٠. ٻُڌ ندڙ. ١١. سونا. ١٢. شيش ناڳ. ١٣. ملڪ. ١٤. جڳ. ١٥. ڳائڻ نا. ١٦. منا. ١٧. راڳ. ١٨. چترگپت. ١٩. مڌر آواز.

ڪرپا ندان نانڪ ديال - جن جپيا نانڪ تي پئي نهال.

[ راڳ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢) ]

(٦) سوني مولي جن جڳ مولي‌يا - هر‌يا ڪيتا سسارو
اَپ خاڪ جن بند وهاني - ڏن سرجهارو.

(٧) قدرت ڪري ڪي وسيا سوءِ - وڪتُ ويچاري سو بندا هوءِ
قدرت هي قيمت نهي پاءِ - جان قيمت پاءِ تہ ڪهي نہ جاءِ.

(٨) لک لشڪر لک واجي نيجي - لک اٿ ڪرهي سلامُ
لکان اپر فرمائش تيري - لک اٿ راکهي مانُ
جان پت ليکي نا پوءِ - تان سڀ نِرا ڦل ڪامُ.

(٩) تون آپي ڀشت ڪرتا، سرجن هاريا -
تُو آپي کيل رچاءِ، تہ آپ سنواريا
داتا ڪرتا آپ، آپ ڀوڳڻ هاريا -.
سڀ تيرا شبد ورتيءِ، اپاوڻ هاريا.

(١٠) سڀي گلا آپ - ٿات ڀالييؤن
آپي رچن رچاءِ - آپيهي گهاليؤن
آپي جنت اپاءِ - آپ پرتڪ پاليؤن.

(١١) باجيگر ڏنگ ڀالي - سڀ خلق تماشي آئي
باجيگر سوانگ سکيلا - اپني رنگ روي اَڪيلا.

(١٢) اُن پن گهوڙ پئي گهوڙ گهڙ پئي - داهِ اساري اسري داهيءِ
سر پر سوڪي پي پر پوڪي - سمرٿ ويپرواهيءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٨)

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (۴)، سلوڪ محلا پهلا

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣١)

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١)

(٢٨)

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (۴)

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اوانڪار، (۴١)

---

١. خدا. ٢. سرسبز، گلزار ڪيو آهي. ٣. مانش جنم پر. ۴. سمت پرش. ۵. ناد، واجا. ٦. حڪم. ٧. اَجايو، نسقل. ٨. ڪرم پر لڳاتي تو. ٩. هرُ پاڻ پالن ڪري ٿو. ١٠. نغارو. ١١. تماشو. ١٢. سماپت ڪري. ١٣. ڍاهڻ. ١۴. ناهڻ. ١۵. تلاءُ. ١٦. سڪائي ٿو. ١٧. ڀري ٿو.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٠)١

(١٣) پوڻ ڏوُ روُ پاڻي پِتُ[1] جاڻا ـ اُدر سمجوڳي ڌرتي مــاتــا
رَتــڻ[2] ڏِنس ڏه داڻي دايــا ـ جَڳ کيلاءِ کيلاڻي هــي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٣)

(١۴) ميريءَ پوڀ ساچيءَ اِڪ کيلُ رچائيا ـ
ڪوءِ نه ڪِسهي جيها اُپائيا
آپي فرقُ ڪري ويکِ وِڳسيءِ[3] ـ سڀ رَس ديهي ماها هي.
واجي پوڻ لِيءِ آپِ وڃاڻي ـ شوَ شڪتي[4] ديهي مهِ پاڻي
گـوُر پرسادي اُلٽي[5] هوويءِ ـ گيان رتن شبدُ تاها هــي.

راڳ سنت، محلا پهلا، اشٽپديُ (٨)

(١٥) گهرِ گهر لشڪر[6] پــاوڪ تيرا ـ ڌرمُ[7] ڪــري سِڪداري[8]
ڌرتي ديگَ مليءِ اِڪ ويــرا ـ يــاڳــ تيرا ڀنــداري
جي تُــوُن مِير مهيتُ[9] صاحب ـ قــدرت ڪوڻ هماري
چاري ڪُنتُ[10] سلام ڪرهگــي ـ گهرِ گهر صفت تُماري.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٤)

(١٦) ڌرتي پاتالي آڪاسي ـ اِڪ دُر[11] رهن وجير[12]
اِڪنا وڏي آرجــا[13] ـ اِڪ مـر هـوءِ جهير[14]
اِڪ دي کاءِ نکٽيءِ ناهي[15] ـ اِڪ سدا فرهِ فقير
حُڪمي ساجي حڪمي ڍاهي ـ اِيڪ چَسي[16] مهِ لکِ.

۱. پِتا. ۲. واحد. ۳. پرسن ٿئي ٿو. ۴. ٿي ڪُڻ. ۵. اُبتي. ٦. جيئو. ۷. ڌرم راجا.
۸. چاڪري. ۹. ڌرتيءَ جو مالڪ. ۱۰. طرفيا پاسا. ۱۱. پرمالما جي دروازي تي. ۱۲. وزير.
۱۳. عمر. ۱۴. اَنيڪ بيمارين ۾ مبتلا. ۱۵. پدارٿ کُٽجڻ جا نه آهن. ۱٦. ڪِڻ پل.

# مالڪ جي مهما

## ۽ قادر جي قدرت.

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ "مالڪ جي مهما" ۽ "قادر جي قدرت" تي سوين شبد آيل آهن جن مان ڪي مختصر وچن هتي ڏنل آهن. هن وشيه تي ڪوتا لکندي لکندي، مهما ڪندي ڪندي ۽ گيت ڳائيندي ڳائيندي، صاحب ور ور ڏئي چون ٿا ته اي سرشٽيءَ جا سرجڻهار، اي منهنجا مالڪ، تون ئي اننت آهين ۽ تنهنجي مايا به بي اننت آهي. تون ئي رچيو ۽ پنهنجو ۽ پنهنجي مايا جو پورو بيان ڪري سگهين ٿو. اسان ڪمت ڪرڻ لاءِ اسمرٿ آهيون. جي ڪا ٿوري گهڻي پرڄهه پئي به ٿئي، ته اها زبان ۽ لفظن جي صورت ۾ نه ٿي اچي سگهي. تنهنجي گڻن، خاصيتن، وصفن ۽ شڪتيءَ جي جيڪا به اسان پنهنجي بڌيءَ آهر، صفت ۽ ثنا ڪئي آهي، سا تنهنجي ڪومل چرنن اڳيان، پنهنجي عقيدي ۽ عبادت جي ڀيٽا رکي آهي. اسين لوڪي وار وار نمسڪار ڪري، بي اختيار هيئون هاري، اندر مهڙون ٿا ته بابا، تون بي انت، بي اننت آهين!

هي پروردگار، تون آدي، اناديءَ، ابناسي، امر، اٽل، اجوني، اڪال، اڳم، اگوچر، انوپ، اپار، اپل، اڪمت ۽ الک آهين. هي پرماتما، تون ديالو، ڪرپالو، نياءڪاري، رازق، خالق، حاضران حضور، جاڻي جاڻهار ۽ سرو وياپڪ آهين. هي پرميشور، تون سرگڻ آهين ته نرگڻ به آهين، ستول ته استول به، گپت ته پرگهٽ به، وات ته وانهڙو به، پتڻ ته پاڻي به، ٻيڙي ته ملاح به، هيرو ته پارکو به، واپار ته واپاري به، ليپ ته نرليپ به، ڪارڻ ته ڪرتا به، پورڻ ته پورتم به آهين. اي قادر، تون راجائن ۾ مهاراجا آهين، شاهن ۾ شهنشاهه، زميندارن ۾ جاگيردار، راڄن ۾ تخت راڄا ۽ سورمن ۾ مهاسورمو آهين. اي تللند، ٺاڪرن ۾ ٺاڪراڻي آهي، سکين ۾ سک، دکين ۾ دک ۽ رتن ۾ تنهنجي سڌي آهي. اي ڪيشو، دان ۾ تون داتار آهين، ليبج ۾ ليجونسي، يوڳ ۾ يوڳي، جوڳ ۾ جوڳي، گرهست ۾ گرهستي، نياءُ ۾ نيائڪاري، گيان ۾ گياني ۽ اشنان ۾ تون اشناني آهين، وغيره وغيره. تون سرو شڪتيوان، سرو سريشٽ، سرو سمرٿ ۽ سرو گيان آهين.*

هي پاربرهم، تنهنجا بيشمار نالا آهن، جهڙوڪ مدسودن، مرلي منوهر، موهن مراري، مادو، مڪند، رام، ڪانهه، ڪرشن، ڪملا ڪنت، گوبند، گوپال، گوپيناٿ، نرسنگ، نرنڪار، نارائڻ، ايشور، برهم، ڀڳوان، واسديو ۽ جگديش، سڀڪو ۽ سڀ ۾ تنهنجا

---

* هي مها سندر شبد، "مالڪ جي مهما" ۾، ستين نمبر تي آيل آهي ۽ سري مد ڀاڳوت گيتا جي ستين اڌياءَ سان بلڪل رلي ملي اچيٿو.

## سائنس ۾ صدق،
## پرين سان پريت، ۽
## مالڪ جي مهر.

وشواس، صدق، نشچو يا شرڌا ساڳي معنيٰ رکن ٿا. وشواس جا ڪئين قسم آهن ۽ جهڙوڪ انڌ وشواس، شرطي وشواس ۽ پورن وشواس. جڏهين ڪو انسان هام هڻي ته سندس پرماتما ۾ وشواس آهي ته ڪيس پاڻ کان پهريائين پڇڻ گهرجي ته اهو وشواس ڪهڙي قسم جو آهي؟ انڌ وشواس آهي جاهلپڻو ۽ جهنگليپڻو، جتي عقل ۽ دليل ٻئي ڪم ڪونه ڪن. مثلاً ڪو چئي ته پتو ڪارايو ته ڪاڏو ڏيڏر ڀڄي وفات ٿيل وڏن کي، يا اوڀر ڏانهن پاڻي ڏيو ته سورج جي لهڻ ۽ ليج گهٽجي، يا هيءُ ڪ هؤ هوم، يگيه، پاٺ، پوڄا ڪريو ته هوڻن يا هيئن ٿئي، ۽ اڳلو ڀلا ڪنهن سوچ ويچار جي اهڙا ڪرم ڪانڊ ۽ پاکنڊ ڪري، ته اهو ٿيو انڌ وشواس ۽ ڪرائيندڙ چئبو وشواس گهاتڪ. اهڙن ڪرم ڪانڊن ۽ پاکنڊن مان ٻڌايل مطلب ڪڏاهين سڌ نه ٿي سگهندو. باقي وچان ڪو ڀيو پلو يا پرو نڪتو ته اهو ٻي ڳالهه آهي. عام طور ته پرمي پوڄن مان پلاٿي ملڻ مشڪل آهي:

شرطي وشواس ۽ اوشواس ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي. شرطي وشواس آهي مطلبي يا بيونگي، جنهنجو بنياد ڪنهن خاص مطلب يا شرط تي ٻڌل هجي. جي پوري ٿي ته ٻي شرط هڻبي ۽ جي اڌوري يا اڌوري رهجي وئي ته ايمان ڏڏيو ۽ اعتقاد ٽٽو. اهڙن حالتن هيئت اعتقاد ٽٽو ٿي آهي چو ته نيت گهٽا مطلب لڳاتار سڌ ٿيندا ۽ گهٽيون شرطون هڪ ٻئي پٺيان ڪنبيون؟ تما ترپتي ٿئي ڪانه ته نراساڻي نابود ٿئي ڪانه،

پورن وشواس جي ڪسوٽي بلڪل ڪٺن آهي. اتي پنهنجا ادم اپاءُ، آسون آسرا، اندازا اٽڪاڻ، ڏپ ڏاءُ، اميدون مرادون، حيلا وسيلا، سڀ "پنهنجائپ" مان ڪڍي، پرماتما جي حوالي ڪرڻا آهن. ڪرمن ۽ ڪرپائن کي "مان مان" کان خالي ڪري، ڪين جي سطح تي آڻي، جهولي جهلڻي آهي. جي پري ته پلو پلو ۽ جي خالي رهجي وئي ته به واهه واهه. جيئن رب جي رضا. ڪرم لوڙي ڦل ٻئي گهوريا سندس نالي مٿان. نه ڪالهه جي اشانتي ۽ غم نه ڏ وري سڀان جي چنتا ۽ فڪر. جيڪي حال ۾ مليو سو ٻرحال. جيڪو ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي دائما هاچل ۾، ايشور جي آسترتا ڏسي ٿو، سوئي وشواس جي ڪسوٽيءَ مان پار پئي ٿو. ڪامنا مان پاڻ کي ڪڍي، ايشور ۾ پاڻ اڪائي ٿو. پوءِ دکن جو داستان به ساٽس اوري ته سکن جي پيٽا به سندس اڳيان رکي. پاڻ ۽ پرماتما پاڻ ۾ ۽

ٻولي نه ٻجهي ڪا وچ ۾. اهو آهي پورڻ وشواس، شڌ شرڌا، سچو صدق، درڙ نشچو يا تحقيق ۾ تسليم. اهو آهي تت گيان. سچ جي ساک ملڻ کانپوءِ، دماغ ٽڪو ٿيو پئي.

اهڙو ايمان ڪيئن اُتپن ٿيندو؟ شڪ مان، سنديهه مان، پر نه شڪي سڀاءَ مان. شڪي سڀاءَ معنيٰ سڀ ۾ شڪ ۽ شڪ جي شڪا مٽائڻ کان ٻاهري وارڻ. جا ڳالهه ڏسي پڌل هجي، انهيءَ کي سچي ثابت لاءِ ٻاهي ڪئين ڪوڙ ڳالهائتا ٻون. اهو شڪ نه ٿيو پر وسرس ۽ هٺيلي هوڙ. شڪ يا شڪا کي دور ڪرڻ معنيٰ ڪُليي من سان چند چاڻ ڪري، سچ کي پروڙڻ. انهيءَ حد تائين عقل، دليل، سوچ ۽ سمجهه سڀ ڪارگر ٿيندا. سچ ڪوڙ، پاپ پنج ۽ نيڪيءَ بديءَ جي پرکڻ پوندي. جيئن ياترا جو سفر سولو ۽ سهنجو ٿيندو. شڪ مٽجي يقين، عقيدو، اعتبار ۽ اعتقاد ٿيندو. پر اعتبار ٿيندو آهي ڏِٺل، ٻُڌل، چاڻل ۽ سمجهيل ڳالهين ۾، جن ۾ من انڪجهڻ ۽ موهه ڦاسڻ جو امڪان آهي. موهه مان ڊپ جو انديشو آهي ۽ ڊپ مان اوشواس جو خطرو آهي. پرماتما نه ڏِٺل، ٻُڌل، چاڻل ۽ سمجهيل ڳالهين کان ٻاهر آهي. اُتي اعتبار کي اڳتي وڪ وڌائي پورڻ وشواس ٿيڻو آهي.

پورڻ وشواس مان وشيش پريم پيدا ٿئي ٿو ۽ وشيش پريم مان پرماتما جي پراپتي حاصل ٿئي ٿي. جيئن ياترا جا اهي ٽڪڙا پر ڏکيا ڏاڪا آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) چاري ڪُنڊا ڍونڍيا - ڪو نيمهي مَنڊا
جي تُڌ ڀاوي صاحبا - تون مَيِ هڪُ ٽنڊا.
راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپديون (١) ١٤

(٢) هَرِ اِڪسي نال ميءِ دوستي - هر اڪسيءِ نال ميءِ رنگُ
هر اڪو ميرا سجڻو - هر اڪسيءِ نال ميءِ سنگُ.
راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٥)

مٿين ٻن ڏنل وچن مان ڏسبو ته گرو گرنٿ صاحب ۾ وشواس بابت ڪافي سنيون سمجهاڻيون آيل آهن. صاحب چون ٿا ته هي پرماتما، تون نماڻيا جو ماڻ آهين، نتاڻيا جو ٽاڻ، نتاوان جو ٿانءُ، نِڌريا جي ڌر ۽ نڪتيان جي گت آهين. تنهنجي سهائتا اوچتو اُتي اچي ٿي پهچي، جتي مشڪلاتون ۽ مصيبتون چوطرف وڪوڙي وڃن ٿيون، جتي وڪارن جي واسنائن پيوس ڪري ڇڏيو آهي، جتي ڪو سنگي ساٿي، ڪو ٻانهن ٻيلي ڪونه آهي، جتي ڪي به حيلا وسيلا نه ٿا هلن، جتي آسرا اميدون ختم ٿي چڪيون آهن، جتي چنتا ۽ نراسائي گهيرو ڪري ويون آهن ۽ جتي گهاٽي ۽ ڀيانڪ اونده ۾ روشنائيءَ جو ترورو به نظر نه ٿو اچي. اُتي نا ممڪن، ممڪن ٿي ٿو پوي. اهو آهي توڪل جو تڪيو ۽ ايمان جو اسرار. اهڙن اسرارن جا انيڪ احوال، سنتن جي ساکين ۾ سمايل آهن.

هي مالڪ، تون منهنجو اَجهو، آسرو، اوٽ، ڀروسو، ٽيڪ، ٽاڻ ۽ ڏِڍاڻ آهين. ٻيو ڪير ڪنهنجو ۽ ڇيتا ڇاجي؟ منهنجون چنتائون توکي ئي آهن. هي سڀاجها سائين، تون منهنجو سڄڻ آهين، متر آهين، ڀاءُ آهين، ماءُ آهين ۽ پيءُ آهين. دنيوي سنبندن مان شايد ڏوکو به ڪائنجي پر تنهن جي مهر جا مينهن مون تي هميشه پيا وسن ۽ تنهن جي مهر کو مِٽائي ۽ گهٽائي نه ٿو سگهي. تون ئي سڀ ڏک روڳ، ڪل ڪليش ۽ تاپ سنتاپ لاهي سگهين ٿو. تون سيني جي سار سنڀال لهين ٿو. سڀ ڪارج سنوارين ٿو ۽ مُنهن منگا دان بخشين ٿو. توکان مٿي ٻيو ڪير آهي؟ جنهن تي تنهنجو هٿ تنهن کي ڀي ڪهڙي ڪجي وٽ؟ ٻار ماتا جي هنج ۾ پاڻ کي سلامت سمجهندو آهي ڇاهي هوءَ پاڻ ڏٻري هجي يا بهادر. ٻار پيءُ جي آڱر وٺي گهمندو ته ڪڏهين ڪونه ڀلبو، ڪڏهين ڪونه ڪرندو.

تنهن ڪري، هي جڳت پتا، مون کي به فقط تنهن جي آس آهي. ٻيون آسون ڦٽيون ڪري، ڪين جي قلعي تي چڙهي، تنهن جي لڙهه لڳو آهيان، تنهن جي پناري پيو آهيان. مان ڇا ڄاڻان ته منهنجو ڀلو ڇا ۾ آهي؟ تون انترجامي، جاڻي جاڻهار آهين. جيڪي تون ڪيدين تنهن ۾ منهنجو اوس ڀلو هوندو. تون ڀڳت وڇل، پنهنجي رکندڙ ۽ سکن جو ساگر آهين. مون توکي پاڻ اَرپي ڇڏيو آهي. تنهنجو هر حڪم ٻرچشم، تنهنجي رضا ۾ منهنجو راضپو. اهو اَٽيي منهنجو توسان خاص رشتو جو جنم جنم ۾ نباهيندس. جيستاءِ تو ۾ جوانِي جرمڻ ٿي وڃان. اُونڻ جو راندڪو ٿي شال ساگر ۾ سمائجي وڃان. جي ساگر جو ٿيو نه به لئو ته به ڪهڙي پرواهه جڏهين مان خود ساگر ٻڻجي پوندس. اهو آهي پورن وشواس جنهن سان سالڪ، سڪ ۽ سوز جون سُرڪيون پي، وشيش پريم جاڳائي ٿو. اي بندا، ڀاڻي تون سچ سل ته تنهنجو وشواس ڪهڙي قسم جو آهي؟ انڌ وشواس، اَوشواس، شرطي وشواس يا پورن وشواس؟ جهڙو وشواس هوندو تهڙو نتيجو نروار ٿيندو.

صاحب چون ٿا ته من مان به اَهڙي شُڌ شرڌا سان، پريم جي اَمر جوتي ٻاريسان، جنهن ۾ برهه جو تيل وجهي، دل کي وٽ ڪري مدجهس جلايان. عشق نه آهي راند، جو پاڻهي ٻوي پلاند. سِڪ سٿري نه آهي. سڪ آهي سوُريءَ سندي سيج. سوز ۾ سَڙندو اَٿيي، برهه جي باهه ۾ جلندو اَٿيي، آتش جي اُلن ۾ الڪجندو اَٿيي ۽ سڪ ۾ سِرُ سٽيندو اَٿيي. جي اَٿيي قتل قبول ته پوءِ پير پاءِ پڙ ۾ ۽ سودو ڪر سِر جو نه ته نه پيو پڇ لڪائي ڪُهُر.

ڀهلا مرڻ قبول - جيوڻ کي ڇڏ آس۔ راڳ مارو، محلا
هوهه سڀن ڪا رينڪا - تئ آءُ همارئي پاس. پنجوان، وار (١٧)

سر جي سٽ ڏي ته محبوب ماڻين. ڏٺو ڪين اَٿيي ته پروانو شمع مٿان ڪيئن پاڻ

ڪي ٻُڌرو ڪندو آهي؟ ليڪن ٻي پوئتو گل مٿان ۽ هرڻ واڳ پٺيان. سؤُن جا سبق سڪ. سؤُريءَ جؤن سِڪيالون پُڌ. شهيديءَ جا سڏڙا اُناءِ. دل ۾ درد جاڳاءِ تہ برهہ پَڙڪا ڏئي، پريم پلتا ڪاٿي ۽ نيڻهن نرواڙ ٿئي. پرماتما سان پيار انهين ڪر جيئن مڇيءَ جو پاڻيءَ سان، چاتِرڪ جو ميهن سان، چڪوي جو سؤرج سان، ڪوئل جو انب سان، هنس جو مانسرُوور سان، اَنب جو وِل سان، پار جو ڪير سان ۽ استريءَ جو مڙس سان. پاڻ وڃاءِ. ڪين جو قاعو قابؤ ڪر. خودي ۽ خدا ڪيئن ٻئي ماپندا هڪ مياڻ ۾؟ خوديءَ ۽ خود مطلبيءَ جي آهُوتي ڏي الاهي عشق جي آگ ۾. پيار ڪر پيار ڪاڻ. طلب ۽ ترشنا ترڪ ڪر. ٻين سان نيڪ داري ۽ خير خواهي ڏيکار. اها اُتم پريت جي ريت جنهن ۾ آهي جيئڻ جي جيت.

| | |
|---|---|
| جِتہ لِڳہ پريم کيلڻ ڪا چاءُ — سِرُ ڌرِ تلي گلي ميري آءُ | سلوڪ، محلا پهلا |
| اِت مارگ پيرُ ڌريجي — سِرُ ديجي ڪاڻ نہ ڪيجي. | (٢٠) |

هڪ ڏينهن مرڻو اوس آهي پوءِ ڇو نہ جانيءَ مٿان جند جان قربان ڪرين تہ قبؤل پوين. ستي اها نہ آهي جا مڙس سان چکيا تي چڙهي. سچي ستي اها آهي جا مالڪ مٿان پاڻ گهوري قربان ٿئي. اهو مٿانئڻ يا خودي ختم ڪرڻ ئي آهي پاڻ قربان ڪرڻ. انهن مري جيئڻو آهي ۽ انهن جي آمر ٿيو. انهي خود مرليءَ جي موهب جو مالم مڇي ٿو.

سڀي گرؤ گرنٿ صاحب ۾ سڪ ۽ سوز تي، برهہ ۽ تڙپ تي، وڇوڙي ۽ وصال تي، بيشمار شبد آيل آهن جن مان اَنڪل سؤ کن ٽڪرن مٿي ڏنل آهن. صاحبن وڇوڙي ۾ ورلاپؤن ڪنديءَ، برهہ ۾ بيخود ٿيڻ جي. فڪر ۾ فنا ٿي. اکين ۾ آب آڻي، پيا تا پريتم کي پڪارين. هي منهنجا مٺڙا محبؤب، جي تؤن چنڊ آهين تہ مان چڪور، تؤن برسات تہ مان مور، تؤن ڏيئو تہ مان پتنگ، تؤن ليرت تہ مان ڀاتري. مان تو بنا پريشان، بي آرام، ماندو ۽ دربدر آهيان. تاهي لنب لبڻ ۾. گهاٽي ۾ پيو تو ڀڄان، رئان، رڙان، پڪان ۽ ٿابا کان. پرينءَ جي واٽ وينو نهاريان. ٻئي اکڙيون تو ۾ انهين ڪنهؤن پيؤن آهن جيئن ٻليءَ جون ڪُڪڙ ۾ ۽ ماءُ جون ٻار ۾. انهي پاسي نهارين تہ هؤند ڪڏهن ٿيو ڪيان. ٻانديون ڪان پيو تو پڇاڙون ڪريان تہ من ڪو پتو پئي، ڪو ڏس ڏئي، ڪو ڏِڪ لکائي تہ مٿاس جيءُ جند قربان ڪريان ۽ ساري ڄمار سندس پيو هردم شيوا ڪريان. تن، من، ڌن اَرپڻ ڪريان. هي منهنجا پيارا پريتم، مؤن جگر سان پريت تؤڙي، تو سان جوڙي آهي. هاڻي تو سان تؤڙي ڪنهن سان جوڙيندس؟ تنهنجو در ڪونہ ڇڏيندس. مؤر نہ موٽيندس. سڀ سنساري سهارا ڇڏي، مون تنهنجو پاؤ پڪڙيو آهي. منهنجو مقدر ٻنائين تہ واهہ واهہ، جي بگاڙين تہ بہ واهہ واهہ. مؤن پاڻ ۽ پنهنجو مقدر، ٻئي تو تان گهوري گهمايا آهن.

ماڌوي ٿون ٽوڙهه – تنهن هر ٺهي ٽوڙهه
ٽسنر سنهن ٽوڙ – ڪوُن سنهن جوڙهه.

راڳ سورٺ، ڀڳت روداس، شبد (٥)

۽ تنهنجي محبت ۾ مان نه بيحال ٿي پيو آهيان. تن کي ٿسا ڏيندي ۽ من کي مرڇڙا هڻندي، مان پل ڇڻ لوڏن ۽ انات ٿي پيو آهيان. ماس ڪاچي چڪو آهي. سراسر ۾ سست ڪونهي. ٿماٽا نيڻ ڪٽي پيو ٿو نهاريان ۽ لنوي آس ۾ پيو ٿو لڳان ته من دلبر جو درسن ٿئي. جي جيڏري نه مليو ته مٽي پڇاڻا، سهنجي وڪندت مان ته دل ڪونه ڀاپئي. جيئي جيڏري ٿنبو ٽوهو همت نه چڙهيو ته مٽي پڇاڻا، جهاز ڪيئن جند ۾ چاڙ ٿوڪيندا. جي جيڏري پاڻيءَ جو ڦڙو نڙيءَ کي نصيب نه ٿيو ته مٽي پڇاڻا دريا ته پياس بجهائي نه سگهندو. هاڻي منهنجي پريت جي ٽمٻ رک، منهنجي وشواس جي لڄا رک. هاڻي اوري اچ نه اڏجان، مَل نه مشڪان، گود ۾ وهار نه گد گد ٿيان ۽ ٺڙ ملائي نهال ٿيان.

(١) ڪانگا چونڊ نه پنجرا – بسي ته اڏر جاءِ
جنهن پنجري ميرا شهه وسي – ماس نه تڏون کاءِ.

سلوڪ، شيخ فريد (٩٢)

(٢) ايڪ بوُند جل ڪارني – چاتر ڪ دک پاوي
پران گئي ساگر ملي – ڦن ڪام نه آوي.

راڳ بلاول، ڀڳت سڌنو، شبد (١)

هي پران پتي، مون کي وڏيڪ نه ستاءِ ۽ ترساءِ، اچا وڏيڪ نه آزار ۽ آزماءِ. ڪٿين جيمن ڪان وڇڙيل آهيان ۽ هن جنم ۾ ٿوري ملڻ لاءِ مانڊي آهيان. من محبوب سان ملڻ لاءِ مشتاق آهي ته دل دلبر جي درشن لاءِ دلگير آهي. هي جيءَ جا جاني، موت ماڳن ٿي نه مرڪان، اڱڻ اچ نه اڱهامان، گلي گڏج نه گولي ٿيان، سيج سمهه نه سرچان. واڳل سان رامع رهي لنگي لڳان، انگ انگ ۾ اٽڪايان، ويل نه وساريان، ساهه ساهه سان سنيااليان، ساري سمانهي وڃان ۽ گڏجي هڪ ٿيان، جيئن پاڻي کير سان. مان مان نه رهي پر تو ۾ رچي رهي.

ڏه ڏه لوچن پيکان – هنڌ هر بن اَوَر نه ديکان
نئن رهي رنگ لائي – اَب بيگل کهن نه جائي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

اِهو آهي اِلاهي عشق، مذر محبت، سائينءَ سان سنيهه، لالن لاءِ لرزش. اهڙا عاشق درويش ۽ ڪامل فقير ڪيئن ٿا جيئون گهارين؟ راوَل جي رنگ ۾ رَتَل آهن. دنيا جي دور ڪان دوُر آهن. ڪڏهين مشڪن، ڪڏهين مرجهائين، ڪڏهين کلن ڪڏهين ٽيڙن ته،

ڪڏهين ڳوڙها بند ٿي نه ٿين. ماڻ ۾ محبت جو مطالع ڪن. جي ڪيتن ته واصف ۾ والـي
واحد جي، اُڪر اوانڪار جو ۽ حرف حقاني. لوڪ چئن ته آوَل باوَل، ديوانا آهن. عاشق
پاڻ ڀڃائيو آهي ۽ سائين سچائو آهي؛ سي ڪيئن نه سدوارِيل سڏجن؟ سدن نيت نيڪ،
نظر نوُراني، من شد، هردو نرمل، پر پاڻين لڱن تي لِڙوُن. گيان جي ڳَمَ ۾ ڳُمَ آهن.
واليءَ جي وڇوڙي ۾ وهاوُر آهن ته وصال ۾ به وسيل آهن. جدا به پاڻ آهن ته ڳڏجن به پاڻ ٿا.

> قلعَهٔ مُساجدي ڪيا سدائيڇو - هردي هـي لِکـه لـيهُ
> سدا صاحب ڪي رنگ رهيءَ - ڪبهوُ نه لـوُلس نيـهُ.

سري راڳ، محلا چـوٿان، واو (٥)، سلوڪ محلا تيجا.

جن عاشقن اُنين وجود جو ورق ورايو آهي، من جي مت مٽائي آهي، تمعا ترڪ
ڪري توڪل جو توهو تيار ڪيو آهي، خوديءَ جو خُمار لاٿو آهي، ٻين جي پلي ۾ ٻنهجو
پلو سمجهيو آهي، پاڻ، پرڪرتيءَ ۽ پرماتما کي هڪ ڪري ليکيو آهي، پيار جي ٻـڙ ۾
ڪُل داغ لڪايو آهي، ڪُل ۽ ڪين ساڳي سمجهي ڪري سچائي آهي، تن ڪـان پـرماتما
ڪيئن پري رهي سگهندو؟ پريميءَ ۾ پريم ۽ پريتم ۽ پاڻ پريم ٻنهي جي پريم ڌارا ڳڏجي
هڪ ٿي وڃي ٿي. پريتم ٻڪڙيو ته ڪسڪندو ڪٿان؟ هاڻي پاڻ گولو ٿي ٿو گذاري!

> جـن پـرِتيا سَهُ نـيهُ - سي سچـڻ مـيءِ نـال
> اُنـتر باهر هڪ تُران - پـي هرديءَ رکـان سَمـال.

سلوڪ، محلا چوٿان (٢١)

عاشقن تي مالڪ جي مهر جا مينهن دائما پيا وسن. رب جي رحمت ساريءَ سرشٽيءَ
تي آهي ۽ ڪُل مخلوقات لاءِ آهي، جيئن سوُرج ۽ چنڊ جي روشني، آسمان جي هـوا،
درياءَ جو پاڻي ۽ وڻ جي ڇانو. پر جيڪو قدرتي نعمتن جو فائدو نه وٺندو يا اُجوڳ نموُني
استعمال ڪندو، ته نعمتن جو ڪهڙو قصوُر؟ جيڪو سوُرداس ٿيڻ سان ٽڪرجي ٿابـو
کائي، ته ڪو ٿيڻ تي ڏوهه مڙهي سگهبو؟ جن ۾ نه آهي سچو صدق، نه محبت جـي
مٺيا، نه برهه جي بيقراري ۽ نه اُلفت جي اُڪير، سي ڪيئن رحم جا حقدار ٿيندا؟ ڏاڍيءَ
جو فضل اُنهن مان لائين پار ويندو جيئن پٿر ۾ پاڻي يا نوڪ ۾ سٿو. جتي اَهنڪار اِت هٺي
بيٺو آهي ۽ جتي عيب اڏوا ڇن ٿا، اُتي ڪرتار جي ڪرپا ڪيئن پلئ پوندي؟ اُنـي نه
ڪرم جي قانوُن جي ڪندو ٺا، جوڳي ڪاروائي ڪندي. باقي جن کي وشيش وشواس آهي
پوُرن پريم آهي، اوسيڙو انتظار آهي، تن کي قلب جو قرار آهي. اُنهن جي مٿان رب جي
رحمت جا ريلا وَسن ٿا. تريت آهن، آنند ميءَ آهن ۽ اُمر آهن. صاحب فرمائين ٿا:

> (١) دَاتا داتا ايڪ هـيءِ - سڀ ڪـئَه ديوڻهارُ
> ديندي توٽ نه آوئي - اُگنت ڀـري ڀنڊار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣٤)

(٢) اکر اکوچر تون ڏني ـ ساچا الکھ اپار
تون داتا سڀ منگتي ـ اِکو ڏيوڻهار.

راڳ ملار، محلا پهلا،
وار (١٩)

جو ترپت ۽ آنند مئي آهي سو چت ۾ وڃو چپ جون چڳرون وٺي. جيون ۾ نه ڪيئين چٽڪا آهن پر چپ جي چٽڪي جو چشڪو نئي پنهنجو آهي. پڇ انهن کان، جن چوسي يا چکي ڏٺو آهي. چپ آهي چئن قسمن جي. هڪ زبان جي نه ڪو اَشد وچن نه ٻولجي. ٻي ڪَن جي نه ڪو اَشد وچن نه ٻُڌجي. ٽين اکين جي نه ڪو ناپاڪ روپ يا روپڪار نه ڏسجي. چوٿين باقي اندرين جي، نه ٻڌيءَ جي ٻلا ۾ نه برباد ٿين. پر اهي چارئي چوُن، آهن چالاڪيءَ جون چالبازيون، جي من ۾ چپ آهيئي ڪانه. جڏهين چت اندر چپ جو چشمو چوطرف وهي، تڏهين نه واسنا ۽ وڪارنا، اندريون ۽ اعمال، چپ جو چشڪو وٺندا. جڏهين چت اندر، چپ جو چمن ڪڙي ۽ تڏهين نه جيون به گلشن ٿيندي. اهائي چپ، دلبر سان دللڳي آهي، تابان جي تقرير آهي ۽ پرماتما جو پيام آهي. اهائي چپ، دائمي ٻجليءَ جي روَ آهي، جا ٻڙ ٻڙ بند ڪري ٿي چڙي. جو اهڙيءَ ماٺ ۾ آهي، سو ٿي سچو برهم گياني آهي. هو ڪيترو نه ڳالهي ڪٿي، ته به چئبو ته خاموشيءَ ۾ آهي ۽ هو ڪيترا يا ڪهڙا نه ڪرم ڪري ڪٿي، ته به چئبو ته اکرم ۾ آهي، ڇو ته هن جي چت اندر چوطرف چپ آهي. پرءِ هُن جو آواز الاهي الهام آهي ۽ هن جو ڪرتب، خود خدا جو ڪرتب آهي. ڇو ته هُن جا وچن ۽ ڪرم، آهنتا جي اَڙ اَڙ سان بگڙيل ڪونه آهن. هو پرلوءِ ٿي نه ڪهڙي ٿي ڪونه تو ڇو ته چئبو لا جسمي ٿئجي، هو آڪاس جي آڪاس سان، پيو تو پيمائش وٺي. سو پرلوءِ جي پهچ کان نه پري آهي. شانتيءَ جو سروپ آهي.

اي ٻندا، پرماتما سيني جي هردي ۾ وسي ٿو. سندس ٻاجهه به سيني مٿان آهي. پر تو پاڻ ۽ پرماتما جي وچ ۾، اهم ڀاوَ جي ديوار کڙي ڪئي آهي. اها اَنڪ هٽاءِ نه تون به پرين پسين. داتار جي هٿ وس ڇا نه آهي؟ ڏاتار ڏني نه وٺندڙ ٿڪجي پوي. ڏات ڪيَ ڏاتوڻ ٻدل ڪونه آهي. ڏات بيحد آهي، بي اندازه آهي. پرماتما ماءُ پيءُ جيان سار سنڀال لهي ٿو. دکين جا دک دُور ڪري ٿو، روڳين جا روڳ مٽائي ٿو، ندڌڪن کي پناهه ڏئي ٿو پر وشواس جي به پرک لهي ٿو. سڀ سندس پيدو آهن، مدگتا آهن. تون به نيمن اڳيان نه رِين، سائينءَ جو سجدو ڪر، وشواس جاڳاءِ، تاحَ ڪرامت ڪر، نيدهن نباهه. نيڻ ملاءِ نه چئن ملٽي. بندگي ڪر نه آلر شُڌي ملي، ٻُڌي ڪُلي، وراڳ اچي. ساڌن ڪر

ته ڪريا سِڌ ٿين ۽ مڪتي ماڻين. نشڪام ڪرم ڪر ته دعا. ڪٿين ۽ آسيس وٺين. اُپاسنا ڪر، اُپياس ڪر ته گيان جو پرڪاش ٿئي، ڌيان لڳي، ڌارنا مچي ۽ سماڌي سچ ۾ سمائجي. وشواس جي ڪنڊيءَ سان، پريم جو ڪلف کول ته مهر جا ماڻڪ موتي ملني. اهي ماڻڪ موتي، جيوَن مڪتيءَ جا مٺيا آهن، سُن سماڌيءَ جو سفر آهن ۽ جوتي جوت جو جوهر آهن. جن جي همت لڳا، سي هِمت هُمت آزاد آهن، بلند آهن، برقرار آهن.



(٤) حاڪم جي حُڪم هيٺ ساري سرشٽي آهي.

(١) حُڪمي هووَنِ آڪار[١] - حڪم نہ ڪهيا جائي
حڪمي هووَن جيئہ - حڪم مِلي وڏيائي
حڪمي اُتم نيچ - حڪم لِکہ دک سک پائيئهِ
اِڪنا حڪمي بخشيش - اِڪ حڪمي سدا ڀوائيئهِ[٢]
حڪمي اندر سڀڪو - ٻاهر حڪم نہ ڪوءِ
نانڪ حڪمي جي بُجهي - تہ هؤمي[٣] ڪهي نہ ڪوءِ.

[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (٢)]

(٢) حڪمي اندر نِمِيا[٤] پياري - حڪمي اُدر[٥] مجهارِ
حڪمي اندر جَميا پياري - اُردهہ سِر[٦] ڪي ڀارِ
گُرمکہ درگهہ جاڻيئي پياري - چلي ڪارج سارِ
حڪمي اندر آيا پياري - حڪمي جادو[٧] جاءِ
حڪمي بَنہ چلائيئي[٨] پياري - منمکہ لهي سزاءِ
حڪمي شبد پڇاڻيئي پياري - درگهہ پئڌا[٩] جاءِ
حڪمي گڻت[١١] گڻائيئي[١٠] پياري - حڪمي هؤمي دوءِ
حڪمي ڀوي ڀوائيئي پياري - اَوگڻ مُٺي روءِ
حڪم سِڃاپي[١٢] شاهہ ڪا پياري - سچ مِلي وڏيائي هوءِ.

[راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)]

---

١. اُپتي. ٢. ڀٽڪن ٿا. ٣. مان مان. ٤. ٻج روپ ۾ پيدا ٿيو. ٥. ماتا جي گرڀ اندر رهيو. ٦. اُوندو لٽڪي ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر نڪتو. ٧. مرن ٿا. ٨. ٻڌي ولي وڃي. ٩. عزت آبروءِ سان داخل ٿين ٿا. ١٠. حساب وٺجي ٿو. ١١. ڏکيت پاڻ ڀوڳي. ١٢. سڃاڻي يا پڇاڻي ٿو.

(٣) حُڪم اُپڃي[1] حڪمي رهي - حڪمي دک سک سُرِ[2] ڪر تهي
حڪمي نام جهي ڏِن رات - نانڪ جِسنو هووي داتِ
حڪم مري حڪمي هي جيوي - حڪمي ناڻا[3] وَڏا ٿيوي
حڪمي سوڳ هَرک[4] آنند - حڪمي جپي نِروڌر[5] ڳُورمنت
حڪمي آوڻ جاڻا[6] رهائي - نانڪ جاڪئُ ڀڳتي لائي.

[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار، (١١)]

(٤) حُڪمي آئيا حڪم سمائيا - حڪمي ڏِسي جڳت اُپائيا
حڪمي سُرڳ مڇ[7] پئيالا[8] - حڪمي ڪلا رهائندا
حڪمي ڌرلي ڌؤل[9] سِر ڀارِ - حڪمي پؤڻ پاڻي ڳگنارِ[10]
حڪمي شِو شڪتي گهر واسا - حڪمي کيل کيلائندا
حڪمي آڏاڻي آڪاسي - حڪمي جَل ٿل ترڀوڻ واسي
حڪمي ساس گِراس سدا - ڦُن حڪمي ديکه ديکائندا
حڪم اُپائي دَس اوتارا - ديو داڻو[11] اڳڻت اُپارا
مانِي حڪم سو درگهه پيجهي - ساچ مِلاء سمائندا
حڪمي جُڳ ڇتيهه گُداري[12] - حڪمي سِڌ ساڌڪ ويچاري
آپ ناٿ نٿي سڀ جاڪي[13] - بخشي مُڪت ڪرائندا.

[راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٦)]

(٥) حُڪمي سِهَجي اُپجهه - حڪمي ڪارِ ڪماءِ
حڪمي ڪالي[14] وَس هيءَ - حڪمي ساچِ سماءِ.

سري راڳ، محلا پهلا،
اشٽپدي (٨)٤

---

١. هت ڀ پاتورو ليڪ. ٢. ايڪ سمان. ٣. ننڍو ٤. آڌار ڏيندڙ يا آڌار ڪندڙ. ٥. ستگرو جو منتر. ٦. جنم مرڻ جو ڦيرو. ٧. مرت لوڪ. ٨. پاتال. ٩. ڀڳو، ڏاند. ١٠. آسمان. ١١. دشت، دَئيت. ١٢. هڪ ڀئي پوڳان پيدا ڪيا آهن. ١٣. سڀ سندس حڪم ۾ اندر آهن. ١٤: ڪالُ مهراج.

(٦) حُڪمي ڪرم ڪماوڻي - هَئيڙي ڪِرت قِراءِ[٢]
حڪمي درسن ديکڻا - جَهه ڀيجهه تَهه جاء
حڪمي هر هر مِن وسيءِ - حڪمي سچ سَمائع.

سري راڳ، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٥)٣

(٧) نا جيئُ مريءِ نه ڏوٻيءِ ٽريءِ - جِن ڪڇ ڪِيئا سو ڪڇ ڪريءِ
حڪمي آويءِ حڪمي جاء - آگي پاڇي حڪم سماء.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٢)

(٨) حڪمي ڏاڙِ اَڏاڙ[٣] رهاويءِ - حڪمي اُپجيءِ حڪم سَماويءِ
حڪمي اوُچ نيچ بِئوهارُ[٤] - حڪمي اَنيڪ رنگ پرڪارَ[٥].

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)١١

(٩) حڪمي پئدا جاء - درگهه ڀاڻيئي
حڪمي هي سِر مار - بَند[٦] رباڻيئي.

راڳ آسا، محلا پهلا اشٽپدي (٥)١٦

(١٠) جئُ جئُ تيرا حڪم - تِويءِ تئُ رهڻا
جَهه جَهه رکهه آپ - تَهه جاء ڪَڙوُڻا[٧].

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١١) کيتي وڻج[٨] سڀ حڪم هيءِ - حڪمي مِن وڏيائي وام
گورمتي حڪم ٻُوجهيئي - حڪمي ميل ملائي وام.

راڳ وڏهنس، محلا ٻيجا، چنت (٤)٢

(١٢) سڀ آئي حڪم خصماء[٩] - حڪم سڀ ورتڻي[١٠]
سچ صاحب ساچا کيل - سڀ هرُ ڌَنئي[١١].

راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

(١٣) حڪمي جَگ مهه آيا - چَلڻ حڪم سنجوگ جيئُ
حڪمي پر پنچ پَسريا - حڪم ڪري وَس ڀوگ جيئُ.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٣)٣

(١٤) سڀ حڪمو ورتيءِ - حڪم سماء
دُک سوُک - سڀ تس رضاء[١٢].

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)٢

---

١. اڳين. ٢. پٽڪن ٿا. ٣. آڌار ٻنا. ٤. وهنوار. ٥. ظاهر ٿيا پيدا ٿين ٿا. ٦. جم دوُت، رب جا بندا. ٧. ڪڙا ٿي پوُن ٿا. ٨. واپار. ٩. پرماتما. ١٠. ڪار ڪمائين ٿا. ١١. مالڪ.
١٢. آگيا انوُسار.

## (٥) پڳوان جو پاٺو.

(١) جان تڏ پاوهہ تان واوهـــ[1] گاوهہ - تڏ پاوي جَل ناوهہ[2]
جان تڏ پاوهہ تان ڪرهہ پيوَتا - سڳي نــادُ وَجاوهہ
جان تڏ پاوي تان بــڙهہ ڪتيبا - مُلان شيخ ڪهاوهہ
جان تڏ پاوي تان هووهہ راڄي[3] - وَس ڪَس بهت ڪماوهہ
جان تڏ پاوي ايغ وَڳــاوهہ[4] - بِـــر مُنڏي[5] ڪتِ جــاوهہ
جــان تڏ پاوي جــاهـــ دِستر - سُــرٺ ڳلا ڳهر آوهـــ
جان تڏ پــاوي ناءِ رچاوهہ[6] - لــد پــاٺي لــوَن پــاوهہ
نانڪ ايڪ کهيڻي بينتي - هور سڳلي ڪــوُڙ ڪماوهہ.
[ راڳ مانجهہ، محلا پهلا، وار (١٥) ]

(٢) پــاٺي لخت وَڏائِيا - پاٺي پيڪ[7] اُداس[8] جيڻُ
پاٺي پُل[9] سِر[10] سَر وَهي - ڪمل ڦُلي آڪاس جيڻُ
پاٺي پوَجل لنگهيڻي - پاٺي منجهہ پرڳاس جيڻُ
پاٺي سو شهہ[11] رَنگلا[12] - صِفت رتا ڳــرٺ[13] تاس جيڻُ
پــاٺي شهہ پيهاوَلا[14] - هڏ آوَرٺ جاٺ مُڦيڏاس[15] جيڻُ.
[ راڳ سوُهي، محلا پهلا، سُچجي، شبد (٢) ]

(٣) نانڪ نــام ڏپائيڻي - گـــور پوَرا مت[16] ديڻ
پاٺي جپ لپ سنجمو[17] - پاٺي هي ڪيڻ ليڻ

---

١. ساز وَجايان. ٢. ڏيرت پاتراوَن ڪريان. ٣. راجا. ٤. للوار. ٥. ڪهي. ٦. جپ ڪريا يا وچنا ڪريان. ٧. بکيا. ٨. غمگين ٿي. ٩. مٿاهون پَت. ١٠. دريــاءَ. ١١. پــران پتي. ١٢. موج ڪندڙ يا ڏيکاريندڙ. ١٣. گُڻن جو خزانو يا ساگر. ١٤. پيالڪ. ١٥. جنم مرڻ جي آواڳوَن مر دکي ٿي وهي آهيان. ١٦. نصيحت، صلاح، سمجهاڻي. ١٧. اِندرين کي روڪڻ جو ٻوڳ.

(١٠) لِس ياٽا سوُکي کاشَت ھَويا - لِس ياٽا ٿان ٿل سِر ٿَرِيا
لس ياٽا ٿان سڀ ٿل پاني - چِست ڪَٿِي لَڳ سنڱور پالي.

واڳڻ پيرڻ، مٽلا پنجوان، شبد (٢٣)

(١١) ليرا مَحل اَڱوچر ميري پياري - بِکم ليرا ھـــيو ياٽا
ڪھ زنڪ يھ پٽيا دٺاريو - رڪ ليوھ مڳَد آجاٽا.

واڳڻ بسنت، مٽلا پنجوان، شبد (٢٠)

(١٢) دڪ سڪ ڪرلي حڪم رضاء - ياٽيو بخش ياٽيو ديگِہ سزاء
ڈُھان سِريا ڪا ڪُرٿا آپُ - قـربـان جاٽيو ليري پرٽاپ.

واڳڻ مـلار، مٽلا پنجوان، شبد (٢٠)

(١٣) آپڻيو ياٽيو ڪھ ڪِن سڪ پـاليا - اَنڌا اَنڌ ڪماٽيو
بِکيا ڪدي ھيُ رجيو ناھيو - موُرڪ ٻڪ نہ جائيو.

واڳڻ مـــٿار، مٽلا پھلا، وار (٢٠)

(١٤) اَڱيان لاءِ سَوالِيا - ڳـور ڪيانيو لاءِ جڳاوَنڱو
نانڪ ياٽيو آپڻيو - جمُ ياويُ لريو چلاوَنڱو.

واڳڻ ڪانڙا، مٽلا چوٿان، اشٽپديو(٨)١

(١٥) ڪِيا ڪھيٽيو - سَـــربي رھيا سَماءُ
جو ڪيھ وَرليو - سڀ ليري رضاء.

واڳڻ پريانـــيو، مٽلا پھلا، شبد (٥)

---

١. ڪاٽيو. ٢. سروُپ. ٣. دوُر. ٤. ڪنن، يـاريو. ٥. موُرڪ، اَٽڄاڻ. ٦. ٻڌھيو نـــوڪن جـو، لوڪ پرلوڪ جو. ٧. ڪرٿار، ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ. ٨. رچنا. ٩. موُرڪ انسان ڪٽين ڪڪرم پيا ڪن. ١٠. وشين، واسنائن مان من ڪڏھين بہ نہ ڍاپيو. ١١. لڳاٽيو ١٢. غفلت جي ننڊ ۾ سمھاريو آھيو. ١٣. ھـر ھنڌ، ھر جيءَ ۾. ١٤. سمانجيو رھيو آھين. ١٥. وٽيو واپري ٿو.

## (٦) حُڪم مڃڻ يا سمجهڻ جو قول.

(١) جني حُڪم پڇاڻيا سي ميلي - هؤ مڃي شبد جلاءِ
سچي ڀڳت ڪرهه ڏِينهن راتي - سچ رهي لِنوَ لاءِ
سدا سچ هر ويکدي[1] - گُور ڪي شبد سُڀاءِ[2].
من ري - حڪم مَنن سک هوءِ
پريم پاٽا آپڻا پاوَدا[3] - جس بخشي تِس ڀِگهن نه ڪوءِ. (١. ٥)

[راڳ ملار محلا ٽيجا، شبد (٢)]

(٢) گوُرمک حڪم مَڃي شَهُه[5] ڪيرا - حُڪمي هي سک پائي
حڪمو شيوي حڪم آرادي - حڪمي سمهي سمائي
حڪمي ورت نيم سَچ[6] سنجمُ[7] - من چِندهُ[8]ا قل پائي
سدا سهاڳڻ جو حڪمي ٻُجهي - ستگوُر شيوي لنوَ لائي
نانڪ ڪرپا ڪري جن اوُپر - تِنهان حڪمي لئي مِلائي.

[سلوڪ، محلا چوٿان، (١٨)]

(٣) پريم مِلڻي ڪي - ايهه نيشاڻي
من اِکو ساچا - حڪم پڇاڻي.

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(٤) سوئي ڪرٽا جو آپ ڪراني - جِتي رکي پائي جاني
سوئي سياڻا سو پتونتا[10] - حڪم لگي جس مِنا جيءُ.

(٤٢)

(٥) جيئڙا[11] آگن ڀراپر لپٽي[12] - پيتر وَڳي ڪالي[13]
پرڻوت[14] نانڪ حڪم پڇاڻي - سک هووي ڏِن رالي.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٧)

---

١. ڏسن ٿا. ٢. سڀاوِڪ ٣. پسند پوي ٿو. ٤. رنبڪ. ٥. پتي، پرماتما. ٦. ٻوُلڻ لائي.
٧. اِندرين کي روڪڻ. ٨. وٽندڙ. ٩. جڳهه، هند. ١٠. عزت جي لائق. ١١. جيءُ.
١٢. ڄاڻي پيو ٿو. ١٣. اندر ۾ لوشنا ۽ واسنائن جي ڪنار لڳي پئي آهي. ١٤. فرمائي ٿو.

(٦) جو ڪڇ ورتيءِ - سڀ تيرا ڀاڻا
حڪم ٻُوجهيءِ - سو سچ سماڻا.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٦٦)

(٧) جس جن[1] - اپنا حڪم مڃائسيا
سرب سُک[2] - نانڪ تِن پائيا.

واڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپديءِ ٥(١)

(٨) شيوڪ ڪئُ - شيوا تِن آئسي
حڪم ٻُوجهه - پرم پد[3] پائسي.

٢٢(٣)

(٩) جِن حڪم پڇاڻا هرِ ڪيرا[5] - سوئي صرب سک پاوئي
اوڪهيءِ تانڪ سو بيراگي[6] - اَن دِن هـر لِو لاوئي.

واڳ آسا، محلا تيجا، ڇنت (٢)٢

(١٠) حڪم منئيءِ هروءِ پرواڻُ[7] - خصمءِ ڪا محل پائسي
خصمءِ ڀاوءِ سو ڪري - منهُ چِنديا سو فل پائسي
تان درگهه پيڌا جائسي.

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٥)

(١١) حڪم پـي تِنا منائسي - جِن ڪئُ نـدر ڪريهِ
حڪم مِن سک پائيا - پرِيم سهاگڻ هوءِ.

واڳ گوجري، محلا تيجا، وار (٦)

(١٢) جني پڇاتا حڪم - تِن ڪدي[8] نـه روواڻا
ناءَ نانڪ بخشيش - من ماهه پروواڻا[9].

واڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١٣) چِنت[10] انديشا[11] گڻت[12] تجِ[13] - جِن حڪم پڇاڻا
نهه بِنسيءِ نهه جوڙ جاءِ - نانڪ رنگ رتا[14].

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٨)

(١٤) ستگور مليءِ تِس ڪئُ جاڻيءِ - وهيءِ رضائي حڪم پڇاڻيءِ
حڪم پڇاڻ سچيءِ در واس[15] - ڪال بِڪال[16] شبد ٿيئي ناس.

واڳ بلاول، محلا پهلا، اشٽپديءِ (٧)٢

(١٥) ڪهه نانڪ - جِن حڪم پڇاتا
پرڀ صاحب ڪا - تِن ڀيد[17] جاتا.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٩)

---

١. جيئُ، انسان. ٢. خوشيون، بدارت. ٣. ڪرڻ جڳائي. ٤. اوچي گت. ٥. جو. ٦. سچو ويراڳي. ٧. پاس ٿئي ٿو. ٨. ڪڏهين به. ٩. پئي ڇڏيان. ١٠. چنتا. ١١. سنسا. ١٢. ڳڻتيون. ١٣. گم ٿي وڃن ٿا. ١٤. رتا پيا آهن. ١٥. نواس. ١٦. جمڻ مرڻ. ١٧. ڳجهه.

(١٦) سو ڪئُ اَنڌا آکيئي - جسو حڪمهُ اَنڌا هوءِ
نانڪ حڪم نہ ٻجهئي - اَنڌا ڪهيئي سوءِ.

راڳُ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٦)، سلوڪ محلا دوجا

(١٧) تُہ ديوانا[1] جاڻيئي - جا ايڪا[2] ڪار ڪماءِ
حڪم پڇاڻي خصم ڪا - دوجي اَور سياڻپ ڪاءِ؟

راڳُ مارو، محلا پهلا، شبد (٧)

(١٨) سڀ ڪوئي هئي خصم ڪا - خصمهُ سيڪو هوءِ
حڪم پڇاڻي خصم ڪا - تان سچ پاوئي ڪوءِ.

راڳُ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٨)

(١٩) ٻا ٻيها[3] نا ٻلاءِ[4] نا ڦرساءِ[5] ايهہ من - خصم ڪا حڪم مڃنُ
نانڪ حڪم منئي لِکُ[6] اُري - ڇڙئي چوڳل[7] وَنّن[8].

راڳُ ملار، محلا پهلا، وار (٩)، سلوڪ محلا تيجا

(٢٠) سڀ مهِ سچا ايڪو سوئي - تسڪا ڪيتا سڀ ڪڇ هوئي
حڪم پڇاڻي سو ايڪو جاڻئي - بندا[9] ڪهيئي سوئي.

راڳُ برياڙي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

---

١. اِيشور جي عشق ۾ مستانو. ٢. ٻرماتما. ٣. جکيا سوُ پيپها. ۴. ورلاپ ڪوُن ڪرڻ ڪرے. ٥. وڪارن ۾ مٿن نہ وجهو. ٦. ڪماتُون، لُوشماتُون. ٧. چوٿو. ٨. رنگ. ٩. پهتل شخص.

## (٧) ڀاڻي مَيڙ مان فائدا.

(١) جو تُد ڪرڻا سو ڪر پايا - ڀاڻي[1] وچ ڪو وِرلا آيا
ڀاڻا[1] مَندي سو سک پائي - ڀاڻي وچ سک پاندا
گورمک تيرا ڀاڻا ڀاوي[1] - سهجي هي سک سچ ڪماوي
ڀاڻي نو لوچي بهتيري - آپڻا ڀاڻا آپ مَاندا
تيرا ڀاڻا مندي سو مليو تُد آئي - جِس ڀاڻا ڀاوي سو تُجهه سمائي
ڀاڻي وچ وڏي وڏيائي - ڀاڻيا ڪسهه ڪراندا
جاں تس ڀاوي تاں گورو ملائي - گورمکهه نام پدارٿ پائي
تُد آپڻي ڀاڻي سڀ سرشٽ اُپائي - جِسنو ڀاڻا ديهه تس ڀاوندا
منمک اَند ڪري چتُرائي[2] - ڀاڻا نه مندي بهت دک پائي
ڀرمي ڀولا آوي جائي - گهر محل نه ڪبهُو پاندا.

[راڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (٢٠)]

(٢) بِد خلاصي[3] ڀاڻي هوءِ - هور آکهه نه سڪي ڪوءِ
جي ڪو کائڪ[4] آکڻ[5] پاءِ - اُهه جاڻي جيتيا مُهه[6] کاءِ.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٢٥)

(٣) پرب ملڻ ڪي ايهه نيشاني - من اِڪو ساچا حڪم پڇاڻي
سَهج سنتوکهه سدا ترپتاسي - آنند خصم ڪي ڀاڻي جيئُ.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٤) جو ڪڇ ورتي - سڀ تيرا ڀاڻا
حڪم بُوجهي - سو سچ[7] سماڻا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٦٦)

---

١. ايشور جي آگيا تي راضي رهڻ. ٢. چالاڪي. ٣. جمڻ جي قيد مان ڇوٽڪارو.
٤. بيعقوف. ٥. چوندو. ٦. مُنهن تي موچڙا کائيندو. ٧. پرماتما ۾ لين ٿي ويو.

(٩٠)

(٥) رُوپ وَنت سو - چَتُر[٢] سياڻا
جِن جن مانيا - هَري کا ڀاڻا.

(٦) جِس کي بسنت[٣] تِس آڳي راکي - هري کي آگيا مانِي ماٿي
اُس ني چِنتا[٤] ڪري نهال - نانڪ صاحب سدا ديال.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)٥

(٧) ڀاڻا مَني - سدا سک هوءِ
نانڪ سچ - سَماوي سوءِ.

راڳ آسا، محلا تيجا، شبد (١٠)

(٨) جو نَر ڀاڻا[٥] جڻي - سو نَر بُجهئي[٦]
جو نر ڀاڻا جڻي - سو دُک سَجهئي[٧].

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٧)

(٩) گور پرسادي ايڪ لِو لاڳي - دُبِڌا[٨] نَدي بِناسي
جو تِس ڀاڻا سو سَت ڪر مانيا - ڪاٽي جم کي ڦاسي.

راڳ مارو، محلا تيجا، شبد (١)

(١٠) جِن هر ڀاڻا منيا - تِس سوگ[٩] نه سنتاپي
هر جيئَه لوُن سيپا ڪا مِت هي - سب جاڻهِ آپي.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (٨)

(١١) ساچ پدارٿ - گوُرمک لهئه
پرڀ کا ڀاڻا - سَت ڪر سهئه.

راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٢) مستڪ لِلاٽ لِکيا دُر[١٠] ناٿر - ميٺا نه جاڻ
نانڪ سي جَن پوُرن هوئي - جِن هر ڀاڻا ڀاڻ.

راڳ ملار، محلا تيجا، اشٽپدي (٨)١

(١٣) جو ڪڇ هوُنا نه سو سيرا ڀاڻا
جو اُڌ[١١] بوُجهي - سو سَهج[١٢] سماڻا.

راڳ پربائي، ڪبير صاحب، شبد (١)

(١٤) جهُه رام راکي - ته وهيئي ري ياني
هر کي مهما - ڪڇ ڪتن نه جاني.

راڳ ڀيرو، ڀگت نامديو، شبد (٥)

---

١. سُندر، سهڻو. ٢. عقلمند. چالاڪ. ٣. شيءِ. ٤. چوڻو. ٥. جو انسان تنهنجو ڀاڻو مڃـو ڪري پورڳي ٿو. ٦. سمجهي يا جاڻي ٿو. ٧. قبوُل پئي ٿو. ٨. بياڻي، دُنيع پاڻو. ٩. دک. ١٠. آد يا منڍ ذان. ١١. انين. ١٢. گيان يا سُن جي پد تي پهچي وڃي ٿو.

# ڀڳوان جو ڀاڻو ۽ حُڪم.

## ميتا ۾ مَٽيا.

اڳئين باب ۾ سرشٽيءَ جي رچنا ۽ قدرت جي ليلا بابت ڪافي ورڻن اچي چڪو آهي. هن باب ۾ اهو سمجهائيو ويو آهي ته هيءَ ساري سرشٽي، پرماتما جي حڪم پٽاندڙ هلي ٿي. اهو حڪم جڳان جڳ هلندو آيو آهي ۽ هلندو رهندو. ٽڙني لوڪ، مرت لوڪ، پرٿوي، پاتال، آڪاس، سُورج، چندرما، تارا، نکشتر، گرهه ۽ ٻيون ڪئين سرشٽيون، جي اسان جي اکين اڳيان پرتيت نه آهن، اهي سڀ پرماتما جي حڪم مطابق پنهنجي پنهنجي سنڀال ڪرڻ ۾ رڌل آهن. ڏهه اوتار، برهما، وشنو، مهيش، سڀ ديو ديوتائون ۽ جيو جنتو، سندس حڪم موجب پيدا ٿيا آهن، جيئن پيا، ڪرت ڪن پيا ۽ آخر ختم ٿين پيا. چار مندون، ڏينهن راتيون، اونده روشنائي، سوڪ سبزي، سک ڏک سڀ سندس حڪم جو راز آهن. انهيءَ گردش ۾، پرڪرتيءَ جو چرخو، هر وقت ۽ لڳاتار، مقرر ٿيل رفتار سان، پيو ڦري. شڪليون ۽ نالا پيا بدلجن سدلجن. ڪجهه قائم ڪونه رهي. قائم آهي فقط اهو حڪم، جنهن جي حڪمرانيءَ هيٺ سارو سنسار هلي پيو ٿو ۽ هلندو پيو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سڀ آئي حُڪم خصماءِ - حڪم سڀ ورتني
سچ صاحب ساچا کيلُّ - سڀ هر ڏني.

راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

(٢) حُڪمي جَڳ مهه آئيا - چلهه حڪم سَنجوگ جيئُّ
حڪمي ٻرڀج ٻَسرڀا - حڪم ڪري رس ڀوگ جيئُّ.

راڳ سُوهي، محلا پنجوان، اشٽپديءِ (٣) ٣

ساڳيءَ طرح، هر انسان ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ ٻڌل آهي. سندس جم موت، خوش نصيبي ڪم نصيبي، ڏک سک، خوشي غم، فقيري اميري، ننڍ وڏائي، صحت بيماري، ناموس بدنامي، اولاد ڀلو، بي اولاد ڀلو، وغيره، سڀ انهيءَ ڀاڻي تي بيٺل آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جَهه جَهه ڀاڻا - تهَ تَهه راکي
نانڪ سڀ ڪڇ - پرڀ ڪي هاٿي.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥) ١٠

(٢) ڪيا کهيئي - ٻئر اي رهيا سماءِ
جو ڪڇ ورتي - سڀ تيري رضاءِ.

راڳ ڀرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٥)

اڳين ۽ هن جنم جي ڪيل ڪرمن جو ليکو ٿي، ڀڳوان جي پاڻي جي صورت اختيار
ڪري ٿو. جيئن سرڪاري عدالت گاهه ۾ شاهديءَ ۽ دليلبازيءَ کان پوءِ، فتوي ملندي
آهي ۽ عمل ۾ ايندي آهي، تيئن ئي الاهي عدالت خاني ۾، ڪرمن جي قاعدي مطابق،
اسان جي اعمالن جو پيو پورو ميل ونجي ۽ پوري معياد تي، نتيجو ظاهر ٿئي، تعميل ٿئي.
من پسند نتيجو نڪري ته پوءِ پڇاڻي وڏون ته چئا آهي اسان جي قابليت جي ڪماليت يا
اسان جي حرفتن جي حيرت انگيزي! خير ته ٻه ٻه چار ٽڪا ڪٽي ٽڪاڻي ۾ ڏجن مٿان ڪا
مالڪ جي مهر ٿي هجي يا مٿان منجهس ڪو پيهر ٻه ڪم ڦاسي. پر جيسي تائين پسند نتيجو
نڪري ته عجب لڳي ته هو فلاڻو نالائق ڪيئن وڃي لائقيءَ لڳو ۽ مون کان ٻه گوءِ کٽي
ويو؟ اهين وڃار ڏوڙائيندي، افسوس ته ٿئي ته نه ايشور وٽ انصاف آهي ۽ نه قسمت ۾
سڀاڳي لکيل آهي، نه ته ته منهنجي طرزن ۽ طريقن يا قابليت ۽ عقلمنديءَ ۾ ڪاٻه ڪسر
رهيل ڪانه هئي. اهو ٻنهي نمونن جو رخ، نامناسب، بيجاءِ ۽ ڏکدائڪ آهي، ڇو ته ٻنهي
حالتن هيٺ، نتيجي کي نياءَ جي روپ ۾ ڏسي، پرچشم نه ٿو ڪيو وڃي. نتيجي کي
صحيح صورت ۾ نه سڃاڻي ڪري، اسين بي ارادي ۽ بي خياليءَ سان، هڪ پيو نئون
ڪرم ڪريون ٿا، جنهنجو ٻه ڏکدائڪ نتيجو اچي آئيندي ۾ ڀوڳڻو پوندو. اهين پسيا ڪرم
نتيجن ۾ بدلجن ۽ نتيجا، نوان ڪرم جوڙين. پر جي اسين نياءَ مان نصيحت پرايون ۽ پاڻي
کي ايشور جي آگيا سمجهي، ست ڪري سيڪار ڪريون، ته پوءِ نه فقط من کي شانتي
حاصل ٿيندي پر جيون، پرڪرتيءَ جي سڀاويڪ وهڪ ۾، موافق نموني سان، گڏجي مسيل
هندي. اهين روحاني واڌارو ملندو ۽ اندرين اک کلي، گيان جو پرڪاش ڪرائيندي ۽
شخصيت کي لا شخصيت بڻائي، آهستا ناس ڪندي. گيان بنا گت ڪيئن ٿيندي؟

اهو برابر آهي ته ڪي اهڙيون آپدائون ۽ آفتون اوچتو اچن ٿيون، جي شانت مزاج من ۽
ڏوڏي ٿيون ڇڏين ۽ ساڳيءَ صفا کسي ٿيون ڇڏين. پر اهائي ته شانت مزاج من جي پرک
آهي، جنهن مان پاس پئي، پار پهچڻو آهي. اهو ياد رکڻ گهرجي ته ڪابه آئل مشڪلات،
مصيبت، پيڙا يا پريشاني، نه بي سبب آهي ۽ نه بي واجب آهي پر واجب سبب ڪري،
واجب نتيجو ڏيکاري رهي آهي. ضرور ڪا اهڙي ترشنا جاڳي هوندي، جنهن ترشنا مان
اهڙي اڇا اڀري هوندي، جنهن اڇا اهڙو ڪرم ڪرايو هوندو، جنهن ڪرم
سرشٽيءَ جي ڪائنات ۾، مطابقتيءَ يا همسازيءَ برخلاف اهڙي حرڪت هلائي
هوندي، جنهن حرڪت اهڙين چولين پيڪ ڇڏيون هونديون جي هاڻي
اسان کي سور سختيون ڏئي ۽ پنهنجي ڪئيءَ جو ڪيتو ڀوڳائي، سرشٽيءَ جي بگڙيل
مطابقتي يا همسازي، وري واپس بحال ۽ برپا ٿيون ڪن. حرڪت ڪرڻ جي جوابداري
اسان جي هئي ته ڪئيءَ جو ڦل به اسان کي ملڻو آهي. اها آهي ”ڪرم جي قانون“ جي

ٿوري ۾ سمجهاڻي. جيئن جسماني، طبعي يا سرڪاري نيمن، قاعدن ۽ قانونن جي پرهيزگي
يا ٻونواري ڪرڻ سان، سزا کان بچاءُ ملي سگهي ٿو ۽ اُلنگهڻ يا ڀڃڪڙي ڪرڻ سان، سزا
سان سامهون ڪرڻو پوي ٿو، تيئن ئي ”ڪرم جي قانون“ جي بجاآوري، ڪرمن جو ليکو
ئي اُڪليل رکي ٿي ۽ ڀڃڪڙي، ڪرمن جو ليکو جاري رکي ٿي. پوءِ اهي اڳئين ۽ بقايا
جا ليکا لهڻا، جُوڻين ۾ پڪائين ٿا ۽ جنم جنم ۾ پيڇو ڪندي، انيڪ ڀوڳنائون ڀوڳائين ٿا.
جيترو ڀوڳنا ڀوڳڻ ۾ رنج ۽ ناراضپو، اوترو ڀوڳنا جو سمو ۽ سختي وڌيڪ ٿيندي ويندي.

تڪليفون ۽ مشڪلاتون، آپدائون ۽ آفتائون ڇو ٿيون اچن يا هڪ جيءُ ٻئي جيءَ کان
ڇو ايترو علحدو آهي يا هڪ جي حالت ٻئي جي حالت کان ڇو هر اموني نياري آهي،
تنهن جي سمجهاڻي وگيان جي ذريعي نه ملي سگهندي ڇو ته وگيان جي کوج جڙ پدارٿن
اندر محدود رهي ٿي، جن کي ڪونه ڪو روپ، رنگ، آواز يا ناپ آهي ۽ جي اکين
اڳيان ظاهر آهن يا ظاهر ڪري سگهجن ٿا. سوکيم سريرن ۽ آتما طرف نه وگيان، ڌيان ئي
ڪونه ڏنو آهي. نه پوءِ ”ڪرم جي قانون“ جي ڪل ڪٿان پوندس؟ هن قاعدي جي
تعميل لاءِ رواجي عدالت خانن، قيدخانن يا ڪن ٻين حڪومتي هٿيارن جي ڪا به ضرورت
ڪانه آهي. اهو قاعدو پاڻمرادو تعميل ٿئي ٿو. هر هڪ ڪارڻ جو پورو ڦرياءُ، وقت سر،
پاڻهي پوگهت ٿيڻو آهي، جنهن کان نه ڪو بچي سگهي ٿو ۽ نه ڪو ڀڃي سگهي ٿو. جهڙو
ٻج تهڙي پيداش ۽ جهڙا ڪرم تهڙا ڦل. ڪرمن جو ڦل مور مندو نه ٿيندو ۽ ڪرمن
جو ڦل مور مٽو نه ٿيندو، چاهي ڪيترو به هيرا ڦيري ڪجي يا ڪرائجي. جيستائين اهو
ذهن نشين نه ٿيو آهي ته ماضيءَ ۾ مبتلا رهبو، حال ۾ حيران رهبو ۽ مستقبل ۾ به
مشڪلاتن ۾ رهبو. تنهن ڪري صاحبن، ور ور ڏني وڃاهو آهي ته اي ٻندا، اهو ڪي
ڪر جو اڳلي جون آنسون اگهي، جو اڳلي کي ساماٿ، راحت يا جيئدان بخشي، جو اڳلي
کي مُرڪائي ۽ مشڪائي ۽ جو اڳلي جي روحانيت چمڪائي، ته تون به گهرج کان پري
رهين، اهنج کان آجو رهين ۽ اُگهاڻ کان آزاد رهين. ٻين سان ڀلائي ڪرڻ، پاڻ سان ڀلائي
ڪرڻ آهي. جي ڪُل مخلوقات هڪ ئي جنس مان جُڙيل آهي ته پوءِ ”ٻيري ميري“
جو فرق ڇا جو؟

پاڻسي يا پرالبڌ بابت، پهرئين ڀاڱي جي پنجين باب ۾ به ڪافي تفصيلوار سمجهاڻي
ڏنل آهي. ڀڳوان جو پاڻو امر، اٽل ۽ اٽڪر آهي. اُمر کي ڪير اڏو اچي سگهندو؟ اهو
پاڻو ڪو بادشاهي يا چريٽي اعلان ڪونه آهي پر نياءَ ڪاري ناراڻ جي رچيل ڪرمن
جي قانون ۽ نتيم نيمن تي ٻڌل آهي. اهو پاڻو اسان جي اڳين ڪرمن جو ڦل آهي ۽ گذريل
ڪارڻ جو ڦرياءُ آهي. پر نه به آئيندي جا ڪرم اسان جي همت وس آهن، جن لئي اسان
جي پورن خود مختياري ۽ ساواڌ پڻتا آهي. تنهن ڪري، اڄ جو پرشارٿ سڀاڻ جي پرالبڌ

ٺهجي ٿو. تدبير سان ايندڙ يا ٿيندڙ تقدير ٺاهي يا بگاڙي سگهجي ٿي. انهيءَ لاءِ انسان -
کي ٻُڌي عطا ٿيل آهي. وڏيس تہ ڪمت تي چڙهي، ڪُمارگ جو رستو وٺي ۽ وڏيس تہ
سُمت تي سوار ٿي، سمارگ جي واٽ وٺي. ڪوُڙ سچ، نيڪيءَ بديءَ ۽ پاپ پُن جي
پيهچاڻ لاءِ وٽس سمجهہ ۽ ساڃهہ موجود آهي، جنهن ذريعي ٻاڻ سڌاري، سنواري سگهي
ٿو. مطلب تہ ڪرمن تي سندس پُورن اَڌڪار آهي مگر ڪرمن جي ڦل تي مالڪ جو مڪم
اختيار آهي. ڪرم ڪچا ۽ ڪسا تہ ڦل ڦڪو ۽ ڪرم نيڪ ۽ نياءَ ڪاري تہ ڦل مٺو. انهن
ڪرم جي قاعدي موجب چڱو يا برو ڦل حاصل ڪبو. انهيءَ وقت پرماتما ۽ پرالبڌ کي
ڏوهہ ڏيڻ نہ لازم آهي ۽ نہ فائديمند آهي. ڪرم ۽ ڦل جي گڏيل جوابداري ٻاڻ تي آهي.

صاحب سمجهائين ٿا تہ جڏهين پاڻُ خوُد تنهنجي ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو آهي
تہ پوءِ پاڻي پوڻ ۾ ڇو ٿو ڪُرڪين، ڪنجهين، ڪيٻائين يا ڪرڪاهي ڪرين؟ قسمت ۾
جيڪي لکيل آهي سو اوس ايندو ۽ ٿيندو. موت نہ ڪاٿيندو. تہ پوءِ روئڻ ۽ راڙو، چنتا
۽ ڇوراڪروا، رنج ۽ وسامو ڇو ۽ ڇا لاءِ. انهيءَ مان ڇا وريو، ڇا وڃبو؟ اُلٽدو انهن تہ
پاڻ شڪر ۽ سهن شڪتيءَ جي اڻا ڪمزور ٿيندي ۽ قسمت جا ڪشٽ ڪشالا ڪٽڻ لڳندا.
جو سَهڻو آهي، تنهنجو سنتوش سان ڇو نہ سٽيڪار ڪجي؟ شردا ۽ شانتيءَ سان ڇو نہ
ايشور جي آگيا اڳين تي رکجي؟ انين ڪرڻ سان ڏکن جو ڏنگ نڪرندو. سهن شڪتي
پربل ٿيندي، اڇا شڪتي اڳرائيءَ ۾ ايندي، سائينءَ ۾ صدق جاڳندو، پاپن جو پڇتاءُ
ٿيندو ۽ آئيندي جو نيتارو ٿيندو. جو ڀاڳ جو پاڻُ مٺو ڪري پوڃي ٿو سو غصي ۽ غم کان
آجو ٿئي ٿو، شانتي ۽ سک حاصل ڪري ٿو، سچو پدارٿ پراپت ڪري ٿو، ڪُمت مان
نڪري سُمت ۾ اچي ٿو، رنگ ۾ رتل رهي ٿو ۽ نيٺ جمڻ مرڻ جي چڪر مان آزاد ٿئي
ٿو. سچ پڇ تہ اهڙو انسان ئي چتر آهي، سياڻو آهي، برير سُهاڳڻ آهي، ڇو تہ هُن جو مَن،
نيت ۽ هردو، ٽيئي صاف ۽ شڌ آهن ۽ مطلبي سياڻپ يا هتراڌُ هوشياريءَ کان ٻنهہ خالي
آهن. جلدي هو ليائي، ويراڳ ۽ سهج پد تي پهچڻ وارو آهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) حُڪم منڃي هووي پرواڻ - خصمي ڪا محل پائسي — راڳ آسا محلا پهلا،
خصمي ڀاوي سو ڪري - منهہ چنديا سو ڦل پائسي. — وار (٥،)

(٢) جو ڪڇ هوُتا - سو تيرا ڀاڻا — راڳ پرڀاتي، ڪبير
جو لڌ ٻوُجهي - سو سهج سماڻا. — صاحب، شبد (١)

سو اي ٻندا، حڪم کي خوش ٿي مڃڻ ۽ ڀاڻي کي ست ڪري پوڻ ئي جڳ نہ
پروردگار جي ٻوڙ ٻوُجا آهي ۽ پراپتيءَ جو پروانو آهي. انهيءَ اپاءَ جي آڏو اُچي تي،

پنهنجي من جي ملين مت، جا آتما جي آواز کي ۽ ايشور جي آگيا کي ٻُڌي ڏسي ويٺي آهي. من جي مت اصلي ۽ سچي سياڻ کي وساري ويٺي آهي ۽ نقلي نقاب پهري سُڌرم ڪان پلئي ويٺي آهي. هيءَ سٺو يا خراب آهي ۽ هو پسند يا نا پسند آهي، اهي سڀ من گهڙيل ۽ واهيات ويچار آهن، جي وشيه واسنائن مان اُپجن ٿين ٿا. من، ايشور جي آگيا جو اُلنگهن ڪري، پنهنجو شان بلند ڪرڻ ٿو چاهي. من ملزم آهي، مظلوم آهي، نه منصف به آهي. ملزم آهي ڇو ته ٻُڌيءَ کي ڀُرمائي ٿو ۽ آتما کي اولنگهي ٿو. مظلوم آهي ڇو ته وشيه واسنائن ٿي سندس ستيا ناس ڪئي آهي. منصف آهي ڇو ته ساڃهه هلائي، نقص ڳولهي ۽ روڪي سگهي ٿو. من، عدل جي لائق آهي ۽ ويچار و فضل جو به طالب آهي.

تنهن ڪري اي بندا، تون من کي من سان جاچ، غور ۽ ڌيان سان، صانع ۽ نرليپ ٿي، بنا تهمت لڳائڻ يا ٻچاءُ ڏيڻ جي، بنا ندا يا ساراهه ڪرڻ جي، ته سچ روشن ٿئي، مليتا مٽي ڌوڙ لهي اُڇي ظاهر ٿئي، من جي مت مڃجي، بند ٽٽن ۽ بند خلاص ٿين، اصلي سياڻ معلوم ٿئي، سيڌرم سڃاڻجي، "مان" "تون" بدلجي، سنڌيه مان صدق ثابت ٿئي، صدق مان پريم پيدا ٿئي، ايشور جي آگيا آتما جي آواز ٿي اچي، ڪرم جي قانون جي ڪنور تا ٽنيان مالڪ جي مذر مهر وسي ۽ برهم گيان پراپت ٿئي. اها آهي پرماتما جي پراپتيءَ جي نشاني ۽ ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ ڀل رهڻ جي قدرشناسي. صاحب فرمائين ٿا:

(۱) ٻُوجهه ملٽي کي ايهه نيشاني - من اِڪو ساچا حُڪم پڇاڻي — راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (۳)
سَهج سنتوک سدا ترپتاسي - آنند خصم کي ڀاڻيءَ جيئُه.

(۲) لسِّتُمه ديوانا جاڻيئي - جا ايڪا ڪار ڪماءِ — راڳ مارو، محلا پهلا، شبد (۷)
حُڪم پڇاڻيءِ خصم ڪا - دوجي اوَر سياڻپ ڪاءِ؟

ڀاڻو ڪنهن لاءِ به ڪونه ٿو ٽري، چاهي هو امير هجي يا فقير، مهاتما يا مڪار، اولياءَ يا اپراڌي، مومن يا مذڪر، جيو يا جانور. هر سيڙي مذهبن جي سڀ پرشن جي آسم ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي ته هُن مڙني، ڀاڻو سڀ ڪري مڃيو آهي، سماج جا سُهما سانت ۽ سنتا آهن، سربر جا سوُر ۽ ڪشٽ خوشيءَ سان ڀوڳيا آهن ۽ ظالمن جا ظلم صبر سان هموار ڪيا آهن. شهيديءَ جي سيج تي سمهندي به، هنن نه پڇتاءُ ڪيو، نه ٽيٽي ڏني ۽ نه پُٺ ڀاڙو ڪيو ۽ پر پاڻ ستمگرن کي معافي ڏني ته آسيس به بخشي. وڃندي به، واهگروءَ جي "واهه واهه" ڪئي ۽ "واهه واهه" چوندي چولو ڇڏيو. ظلم ۽ زوراوريءَ بند ڪرائڻ ڪاڻ، گورو ارجن ديو ۽ گورو تيغ بهادر صاحب جن، اُٿي ستم، سُور ۽ سختيون سهيون ۽ سر قربان ڪيو. ڌرم جي رکيا ڪاڻ، گورو گوبند سنگهه چارئي صاحبزادا شهيد ڪرايا ۽ پاڻ

جهڳڙن ۽ ٻرٻٽن ۾ ڏکي ۽ دکي جيون بسر ڪئي ۽ فقيري اختيار ڪئي. ڪنهن جڳت ناٿ
لاءِ ڀاڄو پوڇيو ته اي ٻندا، تون ٻاهر ناٿ لاءِ ٿو ڀاڄي پوڇين ۾ آنگل آوا ڪرين پيو. پر
منزل ڪيئن ونجهي پهچندءِ؟ ڀاڄو، صدق ۽ سک جي سچائيءَ جي پريکشيا وٺي ٿو.

ٿي سگهي ٿو ته هن جنم جا ڪيل ڪرم وسري ويا هجن پر اڳين جنمن جي ڪرمن
جي، هن جنم ۾ ته ڪَر نئي نه رهي آهي. تنهن هوندي به اهو ڄڻائي ته آئل مصيبت جي
مُشڪي مرحبا ڪجي ته مٺي لڳي. دک به غنيمت آهي، نعمت آهي. دک دکين جي
درد جو احساس ڪرائي ٿو. دک، دل ۾ همدردي ۽ جيو دِيا جاڳائي ٿو. دک، دلبر ياد
ڏياري ٿو. دک، پراوا پاڻ ۽ سکتا سهارا ڇڏائي ٿو. دک، پڇتاءُ ڪرائي ٿو. پڇتاءُ، اکين
مان آب وهائي ٿو. اکين جو آب اسان جو اُستاد ٿئي، پرارٿنا ڪرائي ٿو ۽ پرارٿنا پرماتما
جي پراپتي ڪرائي ٿي. دک پاڻ اچن جي سبق سيکارين، سڌين راهه ڏيکارين. تنهنڪري
اي ٻندا، پرالبڌ اڳيان سِر جهڪاءِ، دک کي سائينءَ جي سوغات سمجهي، صدق ۽ سنتوش
سان سواگت ڪر، ته من اَڏول ۽ اچِنت رهي ۽ دک به پنهنجو سمو ۽ سختي نباهي ختم
ٿئي. پر وري اهڙي خطا ڪانه ٿيندي جا ڏکر باري. انهيءَ عقيدي سان، دک جو مقابلو
ڪر ۽ ڀاڄي جو سَتڪار ڪر. جڏهين سارو سنسار حڪم جي ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهي ته تون
حڪم جي انحرافي ڪري، ڪيئن سک سمهندين؟ حڪم جي ادب ۽ ميتا ۾ ئي سچو سک
سمايل آهي. سچا سالڪ سڀ اَهلِ رضا آهن جو ته رب جي رضا ۾ راضي رهن ٿا، سمورليءَ
هوندي به سَوَر سختيون، سک ۽ صدق سان سهارين ٿا، آپدائن آئي به ايشور جي اُجهي
اندر اَڏجن ٿا. هوُ هر واقعي ۾ ۽ هر حالت ۾، هوت جي هٿ چراند معلوم ڪن ٿا جو ته
هن جي چت جي چيتنتا، هردم هوت ۾ ئي ڪُتل رهي ٿي. پر دک يا سک، هن جي
چت ۾ ڪيئن ترنگ ۽ ترانن جو تاثير آڻيندا؟ هوُ ته سمدرشتيءَ جو سروُپ آهن.

هاڻي ڏسبو ته ساري پرڪرتي پرماتما جي حڪم هيٺ آهي، قدرتي قانون جي
قواعد ۾ آهي ۽ نتيجه نيمن جي ترتيب ۾ آهي. مثل ته ڪرم جي قانون ۾ ٻَڌل آهي.
پرڪرتيءَ جو پرزو ٿي، قضا ڀانءِ جي ترتيب کان ڪيئن ٽار ٿي سگهندو؟ جي ٽار ٽپڻ جي
ڪوشش به ڪندو ته اجايا ڌڪا ۽ ڌوڏا سهندو پر پرالبڌ جو پاڻ ڇڏائي نه سگهندو. جي
شڪر ۽ سنتوش سان، سڀ ڪري سهندو ته رحم جو اڌڪاري ٿيندو پر جي پڄڙيون هڻندو
ته وڌيڪ ڪنورتا پوڇيندو، جيئن قيدين جو حال ٿيندو آهي. قاعدي اندر، اَشرافت سان
ڪم ڪن ته سزا جو مدو گهٽبو وڃي پر جي ڏنگائي ۽ ڏُڪيو ڪن ته وڌيڪ سختي ۽ سنگدلي
برسر ڪرڻي پوين. پرٿوي پنهنجي چوڌاري ڦرندي آهي ته سوُرج جي محوري گردش
۾ به ڦرندي آهي ۽ ڦرندي ڦرندي، پرڪرتيءَ جي رچناوليءَ جو پالن ڪري ٿي ۽ حاڪم

جي چڪر جي ڦيرڦاري ڪري ٿي. ليڪن ٿي، مٿس به پنهنجي گهير ڇوڙاڙي ڦري، ڪرم ڦاهي ٿو ۽ پاڻي ڇوڙاڙي ڦري، پرالبڌ ڀوڳي ٿو. اَوتار به اچي، انهيءَ چڪر ۾ ڦرن ٿا.

اهو جيون جو چڪر مٿس ذات لاءِ دائما چالو آهي ۽ چالو رهندو پر هر مٿس اهو چڪر ڪاٽيندي، آزاد به ٿي سگهي ٿو. پنهنجي گهير ۾ ڇوڙاڙي ڦرندي، تمنا ۽ ترشنا تياڳ ڪري، مرادون ۽ مشتاقون ماري، سڀ ساڻ پال پلاڻي ۽ نرليپ ٿي جيون گهاري ته ڪرمن جي ساڻن جو نيڙ ز ٿي آڏامي ويندو ۽ ڪرمن جي ڇوٽڪاري جا ڪاڳر ٿي اچا رهجي ويندا. نه نوان ڪرم ٿين ۽ نه نئين پرالبڌ ٺهجي. باقي پرالبڌ جا جيڪي اڳئين ڪاڳر لکيل آهن سي نه ڦهي ڦهي سميٽجا آهن، تان جو ڪا باقي بقايا نه بچي. جي ڪرمن جو ليکو، اٿين لاڳيت لاهي، سماپت ٿئي ته ڪرمن جي قانون جي مدوري گردش به ختم ٿئي. پوءِ مٿس اٿين آزاد ٿي، اصلي وطن وريندو جيئن قيدي قيد مان رهائي وٺي، گهر ايندو آهي يا پڃري پکيئڙي يا کُلندي، باند ٿيل پکي پنهنجي آکيري طرف پرواز ڪندو آهي. قيد، قيد آهي چاهي دروازا سونا هجن. پاڻو، پاڻو آهي لوڙهي وٺڪڙت وٺي هلي. جيون جو مقصد اهو نه آهي ته وڳو سنا ڪرم ڪري سرڳ جا سک ماڻجن پر ڪرم ڪاٽي، پرم آتما آنند ۾ پرواز ڪري وڃجي ۽ پاڻو مٽجي، مالڪ ۾ ملي وڃجي. مٿس لاءِ اها منزل مقصود آهي.



## (۸) ڀِڳوان جو ڀؤ

(۱) ڀيءِ وچ پوڻُ وهي سد واءُ - ڀيءِ وچ چلهِ لکھ دريائو
ڀيءِ وچ اَگن ڪڍي[1] ويگار - ڀيءِ وچ ڌرتي دٻي ڀارِ
ڀيءِ وچ اندُ ڦِري سر ڀار - ڀيءِ وچ راجا ڌرم دُئار
ڀيءِ وچ سورج ڀيءِ وچ چندُ - ڪوهَ ڪروڙي چلت نہ انتُ
ڀيءِ وچ سِڌ بُڌ سُر ناٿَ - ڀيءِ وچ آڏاڻي[2] آڪاس
ڀيءِ وچ جوڌَ مها ٻَل سُور[3] - ڀيءِ وچ آوهِ جاوهِ پُور
سَگليا ڀؤ لِکيا سر ليکُ - نانڪ نِرڀؤ نرنڪار سچ ايڪ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (۴)]

(۲) ڌَرتي ڌَرت آڪاس ڌنکهترا[5] - سر اوپر امر ڪَرارا[6]
پوڻ پاڻي بيسنتر[7] ڌرتي - ڌرتي اندر ڀنڊارا
ايڪا نرپه ڀاڻ سُني
سو سُکيا سو سدا سُهيلا - جو گُر مِل گاءِ گُڻِي[8]. (ا. ر.)
ڌُنهدار اَر ڌينرا ڌرتي - سِد ساڌڪ ڌرميا
لکھ چوراسيه مر مر جنمي - ڦر ڦر جوني جوريا[10]
راجسُ ساتڪُ تامسُ ڌرتي - ڪيتي روپ اپايا
چل[11] ڀِڙِي[12] اھ ڪولا[13] ڌرتي - آپ ڌرتي ڌرمرايا
سگل سمگري ڌرتي پاپي - پن ڌر ڪرتي[14] هارا
ڪهہ نانڪ ڀڳتن ڪا سنگي - ڀگت سوهه دوارا.

[راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (۱)]

---

۱. ٻيگر ۾ وهي ٿي. ۲. ٽهيا پيا آهن. ۳. سورو ٻِرو. ۴. جهڙ مرڻ جو سرشتي ۾ چوڌاري چڪر پيو هلي. ۵. تارا. ۶. اَٽل. ۷. اگني. ۸. پرماتما جي مهما جا گڻ ڳائڻ. ۹. ساهہ وارا جيو. ۱۰. پوکجين پيا. ۱۱. چرنر. ۱۲. وڻجاري. ۱۳. مايا روپي لکشمي. ۱۴. ڪرتار، پرماتما.

(٣) مَن ري - سچ مليءِ ڀؤ جاءِ
ٻِي ٻِن اُرِيئُه ڪِتُه ٽِيٽِي - گورمُکِ شبد سَماءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٤) ڏر گهر ڏرُ ڏر ڏرُ جاءِ - سو ڏرُ ڪيهاً جت ڏرَ ڏرُ پاءِ
تُڌ بن دوُجي ناهي جاءِ - جو ڪڇ ورتي سڀ تيري رضاءِ
ڏريئي جي ڏرُ هووي هورُ - ڏر ڏر مرڻا مَن ڪا شورُ.

راڳ گؤڙي، محلا پهلا، شبد (٢)

(٥) اِن هر - ڀؤ ڪاهي ڪا مانهِ
هر بسرت - ڪاهي سک جانهِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢٦)

(٦) جِنان ڀؤ لِن ناهِ ڀؤ - مُچ ڀؤ نِڀويهاهَ
نانڪ ايهه پٽنترا - تِنِ ديباڻ گئياهَ.

راڳ سؤهي، محلا ٽيجا، وار (٨)، سلوڪ محلا دوجا (١٠)

(٧) ڀيءِ ٻِن نڪس نه هووئي - نام نه لڳي پيار
ستگور مليئي ڀؤ اپجي - ڀؤ ڀاءِ رنگ سوار.

[محلا ٽيجا]

(٨) تَه ديوانا جاڻيئي - جا ڀيءِ ديوانا هوءِ
ايڪي صاحب باهرا - دوجا اَؤر نه جاڻيءِ ڪوءِ.

راڳ مارُو، محلا پهلا، شبد (٧)

(٩) ٻِن ڀيءِ ڪئي نه پريم ڀاڳا - ٻِن ڀيءِ پار نه اُترِيا ڪوئي
ڀؤ ڀاؤ پريت نانڪ تسهه لاڳئي - جس تؤن آپڻي ڪرپا ڪرهه.

راڳ ٽکاري، محلا چوٿان، ڇنت (٤) ٣

(١٠) ڀيءِ ڀاؤُ وچ ڀاءِ ڪوئؤ ٻُوجهه - هر رس پاوي ڀائي
جيتي گهٽ اَمرت سيئي مهِ - پاوي تسيءُ ڀِڳائي.

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(١١) جَهه اَنيؤ تهه ڀؤ نهي - جَهه ڀؤ تهَ هر ناهِ
ڪهيو ڪبير بيچار ڪي - سنت سُنهه مَن ماهه.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٨٠)

---

١. جن جيون کي من ۾ ٽُنهنجو ڀؤ آهي ۽ من ٽُنهنجي ڀؤ ۾ آهي، تن کي ڪال جو ڀؤ نه ٿو ڀڄاري. ٢. ڪال جو ڀؤ اَجايو آهي ۽ اهڙو ڀؤ ڪرڻ، من جي ڪمزوري آهي. ٣. ڀڄجي لڏهين جلدهين پرماتما جي ڀؤ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن ڪان ڀڄڻ جي ضرورت ههجي. ٤. پرماتما جو ڀؤ. ٥. ڪال جو ڀؤ. ٦. گهڻو. ٧. جن کي پرماتما جو ڀؤ نه آهي. ٨. پيد، ڳجهه ٩. دربار. ١٠. پريم. ١١. آنند پاءِ. ١٢. اَلمست. ١٣. گيان. ١٤. پوُرن گيان.

## (٩) پيءُ ھمَرِ ڪري فائدا.

(١) پيءُ[١] ھئيئي مَل[٢] ڪئيئي - نرمل ھوويءُ سـريرُ
اُنتر پرڪاسُ مَن[٣] اوتر ھوويءُ - ھر جيءُ گُٺي[٤] گھير
پيءُ وچ ھئيئي پيءُ رھيءُ - پيءُ وچ ڪماويءُ ڪارِ
اُنتيءُ سکہ وَڏ ڀاڳيئان - درگـھ مـوکہ دکـارُ
پيءُ لي نرڀئُه[٣] ڀاليئيءُ - مِل جـولي جـوت اَپارُ
نانڪ خصمي[٣] ڀاويءُ سا ڀلي - جِسنو آپي بخشي ڪرتارُ.

## [راڳہ گوجري، محلا ڏيجا، وار (١٩)]

(٢) پيءُ پاءُ[٥] سينگار بڻائي - گور پرسادي محل[٦] گھر پائي
اَن[٧] ڏِن سدا راويءُ ڏن[٧] والي - مَجيٺي[٧] رنگہ بڻاوٽيا.

واڳہ مانجھہ، محلا ڏيجا، اشٽپدي (٣) ٣

(٣) پيءُ ڪي چرنا ڪَر[٩] پاؤ[٥] ڪي - لوئڻا[١٠] سُرت[١١] ڪريءُ
نانڪ ڪھيءُ سياڻيئي - اِوَ ڪنت[١٢] مِلاوا ھوءِ.

واڳہ ماانجھہ، محلا پهلا، وار (٣)، سلوڪ محلا ڏوجا

(٤) سپي ويلا وقت سڀ - جي اُٺي[١٣] پـؤ[١] ھوءِ
نانڪ صاحب من وسيءُ - سچا ناوڻا[١٤] ھـوءِ.

(١٧)
[محلا پهلا]

(٥) پيءُ وچ جميءُ پيءُ مريءُ - پيءُ پؤ[١] من مہِ ھوءِ
نانڪ پيءُ وچ جي مريءُ - سُھلا[١٥] آيـنا سوءِ.

(٢٥)
[محلا ٿيجا]

(٦) پيءُ ٻِـن ڪوڙہ لنگھس پار - پـيءُ[١] پـؤ واڪيا پـاءُ سوارُ[١٦]
پيءُ تَن اڳن پڪي[١٧] پيءُ نال - پيءُ پـؤ گھڙيئي شبد سَـوار
پـيءُ ٻِـن گھاڙت ڪچ[١٨] نـڪچ - اُنڌا سچا[١٩] اَنڌي سَٽ[٢٠].

واڳہ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١)

---

١. ڀڳوان جو ڀؤ. ٢. من جي مليئتا. ٣. ٻُڌي. ٤. ڀڳوان، پرماتما. ٥. پريـم. ٦. ڀڳوان جو روُپ يا سروُپ اندر پر پائي لو. ٧. رات ڏينهن. ٨. پڪو. ٩. ھٿ. ١٠. اکيوُن. ١١. ڌيان پر ڌيـان. ١٢. پتي پرميشور. ١٣. اُنٿي پھر. ١٤. نيوت ڀالرا جـو پوُلر اشنان. ١٥. سڦلو. ١٦. ھردي پر سنڀالي رکيو آھـي. ١٧. ڀاھہ والنگر چمڪي لـو. ١٨. اگياني انسان آھن. ١٩. سرير. ٢٠. ڪرتوُت.

(٧) ڏڏا ڏر اپڇيءِ ڏر جائي - ٿا ڏر مهه ڏر وهيا سمائي
جڳ ڏر ڏريءِ نه ٿر ڏرلاڳي - ٻڏر هؤتا ڏر اُوهوءِ ڀاڳيءِ.

واڳ گوڙي، ڪمبر صاحب، ٻاون اکري (١٩)

(٨) گور پرسادي پڙ ٻيا - وڏ ڀاڳ وسيا من آهه
ٻيءِ ٺيئي من وس هؤتا - هؤميءِ شبد جلاهه.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٦)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٩) گورمتي پڙ اپڇيءِ ٻالي - پڙ ڪرئي سچ سار
پريم پداريٿ پاليٿيءِ پاني - سچ نام آڌار.

واڳ سورٺ، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٦) ٢

(١٠) نرمل پڙ ٻابا هرگڻ گابا - هر وڪيءِ وام جڏوري
هر آلم وام ٻسارٻا سوامي - سرب وهيا پرپوري.

واڳ سوهي، محلا چوٿان، ڇنت (٢) ٢

(١١) شبد سهي رنگ لال ڪر - ٻيءِ ٻاءِ سينگار بڻاءِ
نانڪ سدا سوهاڳڻي - جو چلي ستگور ڀاءِ.

واڳ سوهي، محلا ٻيجا، وار (٣)

(١٢) سدا سوهاڳڻ شبد من - ٻيءِ ٻاءِ ڪري سينگار
نانڪ ڪرمي محل پايا - ٻر واڪيا اُرڌار.

(٥)

(١٣) ڪامڻ پر من مانيا - تهه بڻيا سينگار
ڪيتا تهه پرواڻ هيءِ - جا شهه ڏري پيار
پڙ سينگار ٽنبول رس - پوجن ٻاهه ڪريهه
تن من سئهپي ڪنت ڪهه - تهه نانڪ پوڳ ڪريهه.

(٩)

(١٤) ٻيءِ لسي اپڇيءِ ٻڪيءِ پرپ - الگر هوءِ سائين
نام جپي گورلڌ ڪا - ٻسي پرم پرانن.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥٤)

(١٥) ڏر ڏر مريءِ نه پوڏيءِ ڪوهه - ٻڏر پوڏ مريءِ نس ڪوهه
ڏر مهه گهر، گهر مهه ڏر جاڻيءِ - تڏس نواس سچ من ڀاڻيءِ.

واڳ بلاول، محلا پهلا، ٿتي (١٧)

---

١. پرماتما جو ڀئو. ٢. ڪال يا دنيا جو ڀؤ. ٣. نه ڪري. ٤. پرماتما جو ڀئو دل ۾ رکي ٻاقي مسماري ڀئن جو ڀؤ نه ڪري. ٥. آهر ٻاڙ. ٦. اُنديش. ٧. سر ٻسٽ. ٨. حاضران حضور. ٩. گوروءَ جو منتر. ١٠. آکيا ٻڻالدڙ. ١١. وڏن ڀاڳن سان. ١٢. ٻئي پرميشور. ١٣. هرديءَ ۾ سنڀالي رکيو آهي. ١٤. جڳياسو استري. ١٥. پان سوپاري. ١٦. ماڻيندو، ملائيندو. ١٧. ٻنڪ. ١٨. جنهن ڪي پرماتما جو ڀؤ نه آهي. ١٩. مالڪ وٽ پسند پئي، اُوچي پدوي پائي لو.

(١٦) ٻـيءِ ٻئيئيءِ ڪَـن ڪيڻُ[1] هـوءِ - لـوڀ وت وڇهُ جـاءِ
جڳُ ٻَئسدتو ڏاڻُ[2] شدَ هوءِ - لڳُ هرڪا ٻـؤ ڏُرمس[3] مَئل گواءِ
نانڪ لـبي جَـن سوهڻي[4] - جـو ولـي هـر رنگ لاءِ.

راڳ رامڪلي، محلا ٿيجا، وار (٨)

(١٧) ساگر[5] ديکڻُ ڏرِ مرڻُ - ٻيءِ ليريءِ ڏرُ ناهِ
گور ڪيءِ شبد سنتوکيا[6] - نانڪ بِکسا ناءِ.

راڳ مارو، محلا ٿيجا، وار (٢)، سلوڪ محلا چوٿان،

(١٨) ٻيءِ لي ٻئراڳ اُپجيءِ - هر ڪـوجـت ڦِـرٽـا
کوجت کوجت سهج[7] اُپجيا - ڦر جنم نه مرٽا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (٢٢)

(١٩) هرگڻ هـرديءِ نِکهه لسڪيءِ - جس اَنتر ٻؤ ڀاوني[8] هوئي
بِن ٻيءِ ڪنيءِ نه ٻوبر پابا - بِن ٻيءِ ٻار نـه اُتريا ڪوئي.

راڳ تکاري، محلا چوٿان، چهنت (٤)٣

(٢٠) ٻيءِ لي سهج ٻائيئيءِ - رِمل جوتي جوت اَپارُ
ٻيءِ لـي ٻؤجل لنگهيئيءِ - گـورمتي وِيچارُ
ٻيءِ لي نِربئُ ٻائيئيءِ - جِس دا اَنت نه پاراوارُ.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٢)

(٢١) ٻي ٻاءِ جاگي سـي جَن جاگرڻ[9] ڪرهِ - هؤمي مَئل اُتـار
سدا جـاگـهِ گهر اَپڻا راکهِ[10] - پنچ تَسڪر[11] ڪـاڍهِ مـارِ.

راڳ پرڀاتي، محلا ٿيجا، اشٽپدي (١) ٢

(٢٢) ڪبير ٻاي ٻئي[12] جو ٻؤ ٻڙبا - ڏِسنا[13] ڪئي سـب ٻؤلِ
اُورا[14] ڪر[15] پـاني ٻيا - جـاء مِليو[16] ٻِل[17] ڪـوُلِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٧٧)

(٢٣) هـرگـڻ گـاوهِ ڪـامڻي - سچيءِ[18] شبد سماءِ
ٻيءِ ڪا سهج سينگار ڪـرهُ - سچ[18] رهڻُ لِوَ لاءِ
نانڪ نامو من وَسـيءِ - هـر درگهه لئي ڇڏاءِ.

سلوڪ، محلا ٿيجا (٥٧)

---

١. سانتيڪر، نماڻو. ٢. ڏاتر. ٣. ڪُمت. ٤. سندر. ٥. سنسار. ٦. ٽڙي پيو آهيان. ٧. ٻؤن گيان. ٨. سڪ، شرڌا. ٩. اوجاڳو، ڀڳتيءَ د ٿاران سجاڳي. ١٠. بچائين ٿا. ١١. چور، وڪار. ١٢. چگو ٿيو. ١٣. سنساري وهنوار. ١٤. برف. ١٥. گـري وڃي. ١٦. وهڪرو ڪري. ١٧. سمندر. ١٨. سچي مالڪ سان.

## (١٠) پيُو نہ ڪرڻ مان نقصان.

(١) پيءُ وچ جيوڙو ٻهت ٻهنئ - خوشيئان خوشي ڪماءِ
نانڪ پيءُ وڻ جيسي مرئو - مُهه ڪاليءِ اٿه جاءِ.

واڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٣٥)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢) پيءِ ٻِسن گهاڙيئ ڪپڙ نِڪپڙ - اَندا سڇا اَندي سَت
بُڏي ٻاڙي[1] اٻجيءَ چاءِ - سَهس سياٽپ ٻوئيءِ نہ تاءِ[2]
نانڪ ممڪ ٻولڻ واءِ[3] - اَندا اَڪر واءِ ڏُناءِ[4].

واڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١)

(٣) پيءِ ٻِن لاڳِ نہ لڳئي - تا من نرملُ هوءِ
اِن پيءِ ڪرم ڪماوٽي - جوُتي تاءِ[6] نہ ڪوءِ.

واڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤)٩

(٤) جن ڪنئُ اَندر گيان نهي - ڀيءِ ڪي ناهي ٻِند[7]
نانڪ مُيا ڪا ڪِيا مارئا - جو آپِ ماري گووند.

واڳ مارُو، محلا ٽيجا، وار (٢٢)

(٥) نِڪٽ[8] بجهيءِ - سو ٻرا ڪنئُ ڪريءِ
ٻِسڪ سَنچيءِ - نِت[9] ڏَرنا ڦريءِ.

واڳ ڀيرئ، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٦) ٻن پيءِ ڪنئي[10] - سرب ٻِڪار[11]
ڪهه نانڪ - ڏر[12] ڪا ٻيچار.

(١٩)

(٧) ونگ[13] رهيا ٻن ڪامٽي - جن من ٻئو ٻاؤ هوءِ
نانڪ پيءِ ٻاءِ ٻاهري - تِسن ڪَن سڪه نہ هوءِ.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٥)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٨) ممڪ پيءِ ڪي سارَ نہ جاڻئي - ترشنا جلتي ڪرهِ ٻڪار
نانڪ ناويءِ لسي هسي سڪه پايا - گُوُرمتي[14] اُرڏار[15].

(٣٢)
[محلا پهلا]

---

١. هدن جُي اهڙي نہ ملين ٻُڌي آهي جو هدن جو سنساري وهنوارن ۾ شوق لڳو پيئو آهي.
٢. ڀُپ پرماتما جو. ٣. ٻي معني: ٤. هدن جي دعا يا ٻِت ٻي اُتراٽي آهي. ٥. پرامعه.
٦. نِڪاٽو. ٧. سمجهه، اُوجه. ٨. ويجهو. ٩. جيڪو وشين ۾ مبتلا آهي تنهنڪي پنهنجن ٽي
ڪرتوتن جو ڀُپ وڪوڙيل آهي. ١٠. ٻرهيو ڪڙهيو. ١١. اجائي. ١٢. ايشور جي درگاهه.
١٣. موج جي مستي. ١٤. ستگروءَ جو اُپديش. ١٥. هردي ۾ سانڍي رکيو اٿم.

## (١١) نرڳڻ ڪيئن ٿيو؟

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٠٨)

(١) نرڳڻ هوءِ پنجهہ ٻگوان - ساڌ سنگت مِل ڪيو دان.

(١١٣)

(٢) اَب مَنِ بسيا ڪرلع هارا - ٻيو بنسي آتم سکہ سارا.

(١٣٢)

(٣) جهہ ٻؤ ناهي ٿهان آسن پاڌيو - سنگي آتمہ پالي
تب ٻيار ڏنڊا ڪر راکيو - جُگت نام من پالـي.

(١٥٩)

(٤) جهہ لَهہ پوتَ اَلائي چليهہ - تهہ لَہ ڏانَ ءُ-وي
پَـوتَ ڏاڙ گور ٻُورا مليا - تهہ نانڪ اِسـريـي.

(١٦٠)

(٥) پامن پاسري ايڪي سوامي - اَد ءِسان دوشناڳيو
نرڳڻ ٻيو سنت پرم ڏاريو - ٻؤرن سَرناڳيو.

واڳ-گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)١٧

(٦) جاڪيو ودیو وشواس پرڀ آيا - تب گيان تس من پرگٽايا
ٻيو تي نرڳڻ هوءِ بسانا - جس تي اپجيا تس ماهہ سمانا.

واڳ، آسا، محلا پنجوان، شبد (٩٩)

(٧) اُوتَ گـهي - نرڳڻ پـد پائيو
ساس ساس - سو گن لِڌ گائيو.

واڳ وڏهنس، محلا پنجوان، ڇنت (٣)١

(٨) نرڳڻ ٻئي خصم سِنگ راتي - جم ڪي تراس ٻجهاتـي
نانڪ داس سدا سنگ شيوڪ - ٿيري ڀگت ڪر لهہ لتو لاتـي.

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥)

(٩) اَنتر جامي کرتي هـارا - سوئي خصم همارا
نرڳڻ ٻئي گـور چرني لاڳي - اِڪ رام نـام اَڌارا.

واڳ لوڏي، محلا پنجوان، شبد (١)

(١٠) ووڳ سوڳ ڏکہ جَرا مرا - هرجنسهہ نِکٽاتـي
نرڳڻ هوءِ رهيو لتو ايڪيو - نانڪ هر من ماني.

---

١. سنساري ڏنـدن کان پيدا ٿيل. ٢. منهنجي آتما کي ٻؤرن سکہ نصيب ٿيو آهـي.
٣. نـاهيو آهي. ٤. اَناحد شبد. ٥. مؤل منتر. ٦. جُڳتي. ٧. ونڊي لـئـي. ٨. جيستائين.
٩. وشمن جو بار. ١٠. تيستائين. ١١. ڏانڊ. ١٢. ٿئي ڪئي. ١٣. وسهـو. ١٤. جهگڙن.
١٥. ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ١٦. سرو وياپڪ. ١٧. ايشور جي شون ۾ ونـڃ سان. ١٨. خـزانو.
١٩. ڀوءِ. ٢٠. جسماني بيماريُن، من جؤن پيڙائُون ۽ جمڻ مرڻ جـا چڪر. ٢١. سنتن
مهالمائن. ٢٢. وڃهو اچي سگهن ٿا. ٢٣. پڪيو ٿيو آهي.

(١١) نانڪ جيوَ[1] مر رهيئي - اُئا جوڳ ڪمائيجي
واڄي ٻاجهه[2] سنگي واڄي - تهه نرڀُو پد پائيجي
اَنجن ماهه[3] نرنجن رهيئي - جوڳ جُڳت تهه پائيجي.

واڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٨)

(١٢) اُئيي هڪ گووند ڪي - ڪيت[4] هستي[5] جيتا
جو جو ڪيو آپ - تس اَيئي[6] دان ڏِيتا.

واڳ ٻلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

(١٣) نارد ڪهت سنت ڏروءِ ٻارڪ - ٻِجن ماهه لپٽانو
اَچل اَمر نرڀيءِ پد پايو - جڳت جاهه حيرانو[7]
نانڪ ڪهت ڀڳت رچڪ[8] هر - اِڪت تاهه ڪي مانو.

واڳ ٻلاول، محلا نائون، شبد (١)

(١٤) اَندر اَمرت ڀرپور هيءِ - چاکيا ساءُ جاپيءِ[9]
جن چاکيا سي نرڀُو ٿئي - سي هر رس ڌراپيءِ[10]
هر ڪرپا ڌار ملايا - تُر ڪال نه وياپيءِ.

واڳ مارو، محلا (١٧) لوبا، وار (١٧)

(١٥) سنڪ چڪر مالا تلڪ براجت[11] - ديک پرتاپ جم ڏرپو
نرڀو ڀيءِ رام بل گرجت[12] - جنم مرن سنتاپ[13] هرپو.

واڳ مارو، ڀڳت نامديو، شبد (١)

(١٦) جهه مندر ڏيپڪ[14] پرگاسيا - اَنڌڪار تهه ناسا
نرڀو پُور رهي ڀرم ڀاڳا - ڪهه ڪبير جن داسا.

واڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(١٧) سو نرڀو جن ڀؤ ڀيا[15] - سو سکيا جس ڀرم گيا
سو اِڪانتي جس رِدا ٿاءِ[16] - سوئي نهچل ساچ ٿاءِ[17].

واڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٣)

(١٨) سي ڌنونت جن هر پرڀ راس[18] - ڪام ڪروڌ گر شبد ناس[19]
ڀيءِ بنسيءِ نرڀو پد پايا - گُر مِل نانڪ خسم ڌيايا.

(١٣)

---

١. جيئري ٻاهڙ کي ماري ڇڏي، اهم ڀاو کي ٻاهڙ کي مٽي ڪري ڇڏ. ٢. ڪانسوا. ٣. سنسار ۾ رهي به اُن کان اَلوڪ ليپ گهرجي. ٤. ڪتني. ٥. هاٿي. ٦. نرڀُو. ٧. عجب ۾ پئجي ويئي. ٨. رکيا ڪندڙ. ٩. خبر پوندي. ١٠. ترپت ٿئي ٿو. ١١. براجمان آهن. ١٢. گجن ٿا. ١٣. دک. ١٤. گيان روپي ڏيئو. ١٥. ايشور جو ڀؤ. ١٦. اِڪاگر. ١٧. سچ سروپ ۾ رهن ٿا. ١٨. رام نام جو ڌن. ١٩. ناس ٿي ويا آهن.

# ڀڳوان جو ڀؤ

## نرڀئہ جي پدوي.

ڀؤ ۽ ٻدپائيءَ لي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ اَنيڪ اَمولڪ نصيحتون آيل آهن،
جن مان چونڊ وچن مٿي ڏنل آهن. صاحبن سمجهايو آهي تہ سنسار ۾ جيون کي ڀؤ ڇا
جو رهي ٿو ۽ ڇا جو رهڻ گهرجي. دنيا ۾ ڏسجي ٿو تہ هر انسان ڪنهن نہ ڪنهن ڀؤ ۾
قائل آهي. جنهن کي سڀڪي آهي سو ڀڄي ٿيو تہ متان لهي پدارٿ کسجي يا گهٽجي نہ
وڃن ۽ جنهن کي ڪجهہ ڪين آهي سو ڀڄي پيو تہ ڪيئن گذر ڪبو؟ ڏوهيءَ کي ڀؤ
رهي ٿو تہ پڪڙجي نہ پوان تہ ڍوهيءَ کي ڀؤ رهي ٿو تہ ڀڃڻ نہ پڌرو ٿي پوي. ڪمزور
کي ڀؤ آهي تہ ساڻس ڏاڍائي، ظلم يا بي انصافي متان ٿئي. ڏاڍي کي وري ڏر آهي
تہ متان ڪو ڪانئس وڌيڪ طاقتوار ۽ پهلوان نہ پرگهٽ ٿئي، ساڻس ڪيل ڪنورتائن ۽
اَتياچارن جو حساب چڪائي. انهيءَ ڀؤ ۾ جيت، پکي، پسون، جانور ۽ انسان سڀ
رهن ٿا ۽ اهو ڀؤ انسانن مان ٽولين، ذاتين، مذهبن، قومن ۽ ملڪن ۾ چوطرف
پکڙجي ويو آهي. ڀؤ گهڻي ڀاڱي خيالي خوف جاڳائي ٿو، بي وجود پڙڇا ڪڙا
ڪري ٿو ۽ نا موجود دشمن ڏيکاري ٿو. ڀؤ ساري سماج جو بنيادي ٻج ڦٽجي
چڪو آهي، جنهن مان لوڀ، لالچ، ڪُڌيا، ڪوڙ، ڪپٽ، نفرت، نا اميدي، نراشا،
اُتساهہ، ايرکا، انتقام ۽ ٻيا ڪيئي اوگڻ ۽ وڪار پيدا ٿين ٿا ۽ جي وري انيڪ اپراڌن،
اَتياچارن جي صورت وٺن ٿا ۽ سنسار ۾ اَشانتي وڌائين ٿا. ڀؤ گويا وڪارن جي جڙ آهي.
اوگڻ اُپائي ۽ گڻ ناس ڪري. جتي ڀؤ هوندو اُتي گڻ نہ هوندو ۽ جتي گڻ نہ هوندو
اُتي گوبند ڪٿان ايندو؟ گڻ وٺي، ساري جيون برباد ٿي وڃي ٿي.

ڌرم، ڀؤ جو ويري آهي پر ڌرم جي آڙ ۾ پنهنجي پيٽ ڀرڻ ۽ ڀيچ پکيڙڻ ڪارڻ،
ڌرمي اڏن ۽ آستانن تي، ڀرم ۽ ڀؤ جو جهنڊو بلند ڪيو آهي. هنن ڪيئي قسمن جا
پاٺ پوڄائون، هوم يگيہ، لپ تپسيائون ۽ ڪرم ڪانڊن جا پاکنڊ رچيا آهن ۽ منش ذات
کي گمراهہ ڪيو آهي، تہ انهن وسيلي ديوتائن جو رنج روڪي سگهبو، سورج، چندرما
۽ تارن جي ڪهائي گرهن جو زور گهٽائي سگهبو، آڪاس مان برسات آڻي سگهبي، ٻوڏن،
زلزلن ۽ وڇڙندڙ بيمارين جو ڪوپ مٽائي سگهبو، ڀوتن پريتن کي ڪيڏي سگهبو، مثل آهن
ڏاڏن کي ڪاڌو ۽ پوشاڪ پهچائي سگهبي يا من جون هي ڪ هو خيرخواهي يا لوڙي
بدخواهي منشائون ۽ مرادون ابرات ڪرائي سگهبيون، وغيره وغيره. جتي ايشور ۾
پورن وشواس نہ آهي، اُتي من جا ڀرم ڀڙڪي اُٿندا ۽ جتي من ڀرمن ۾ ڀريل هوندو،

آئي پاڪنڊ جو واپار نہ ٿيڻ رهندو ۽ ڌرم جي هاڃي اُوس ٿيندي. ٻئي جو سلو جنم ڪاڻ موت ٿائين، وڌندو ويڃهندو رهي ٿو. ماڻهو ڪهڙن پاپ ڪي ڪمن يا ڪهڙن هاتوءَ جو ٻئي ڏيارڻندي آهي؟ سماج پوءِ انهيءَ سلي کي هر وقت پاڻي ۽ کاڄ ڏيندي رهي ٿي. سو گهڻو ڪري سيڪو ٻئي جو شڪار ٿيل آهي. ڪو ورلو نڌر هوندو. ٻئي انهن ڏاڪو ڄمائي ويٺو آهي.

صاحب سمجهائين ٿا تہ اي ٻندا، ٻئي جي لهر وچ تہ اجايو آهي يا سجايو؟ جي اجايو، تہ ڇو من ماندو ڪيو اٿئي؟ جي سجايو، تہ ٻئي کي ٻئي سان دوُر ڪري سگهندين؟ پيو تہ جو پين گهڻن کي ٻيجاري ٿو سو پاڻ پين گهڻن جي ٻئي ۾ رهي ٿو. سو جنهن ڪان توُن ٻڃي رهيو آهين سو خوُد پڻ ڪنهن جي ٻڃي ۾ آهي. پوءِ ڪانئر اڳيان ڪانئر ٿا ڀيسوُد نہ ڇٽبي؟ آڪاس، سج، چنڊ، تارا، هوا، پاڻي، باهہ، پرٿوي، پاتال، وَجي، ٽمي ۽ سَتي جا ٽي گڻ، ملڪ ساري پرڪرتي، ڀؤ ۾ رهي ٿي. ڏهہ اَوتار، برهما، وشنوُ، مهيش، اَندر، ڌرم راڄ، سڌ سادڪ، سنت مهارش، راجائوُن سوُرما ۽ چوراسي لک جوُنين جا جيو جنتو اهي سڀ ڀؤ ۾ رهن ٿا. پر سچو ڀؤ آهي ڀڳوان جو. سو اي ٻندا، توُن سڀ ڀيا سڀ ڀؤ مٽائي، رکو ڀڳوان جي ڀؤ ۾ رهہ. جن کي ڀڳوان جو ڀؤ آهي، تن کي ٻيو ڪوبہ ڀؤ ستائي نہ سگهندو. انهيءَ ڀؤ مان پرتيسو جاڳندو، پرتيسي مان پاڻ، پاڻ مان ويراڳ، ويراڳ مان ڀڳتي ۽ ڀڳتيءَ مان ڀڳوان. مطلب تہ ڀڳوان جو ڀؤ ئي ڀڳوان جي پراپتي ڪرائي ٿو. الاهي عشق لاءِ ڀؤ، پرتيسو ۽ پاڻ ٽيئي بلڪل ضروُري آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) ڀيءُ کي چرڻ ڪ پاؤ ڪي - لوڻ سُرت ڪرئي
نانڪ کهيءَ سياڻپيءَ - لوِ ڪِست مِلاوا هوءِ.

راڳ مانجهہ، محلا پهلا، وار (٣)، سلوڪ محلا دوُجا

(٢) ڪسمُ ديوانا جاڻيئي - جا ڀيءُ ديوانا هوءِ
ايڪي صاحب ٻاهرا - دوُجا اوُر نہ جاڻيءِ ڪوءِ.

راڳ مارو، محلا پهلا، شبد (٧)

صاحبن چيو آهي تہ جو انسان سنساري ٻئي ۾ غلطان آهي، اهو ڪداچت سک نہ ڏسندو ڇو تہ هنکي نيت سڀ وِڪار وڌهي ويندا، پرم پلاڻيندا ۽ دک دائم ستائيندو رهندو. هن جو منُ هردم اَشانت رهندو، تن ڪيڻ ٿيندو، مت ڪوڙي هوندي ۽ زندگي ذايع ويندي. هوُ جيئري ئي مئن سمان آهي. موت تہ هڪ وار اچڻو آهي پر هوُ تہ ٻئي وچان دم دم مري رهيو آهي ۽ ڪوڙ جا آسرا ميٽي، ٻُڌڻ جي ڪُرت ٿياري ڪري رهيو آهي. وهم جي دوا تہ حڪيم لقمان وٽ بہ ڪانہ هُئي. سري گوروُ اَمرداس جن فرمائين ٿا:

(١) جن ڪمُ اَندر گيانُ نهي - ڀيءُ ڪي ناهي ٻند
نانڪ مُيا کا ڪيا مارڻا - جو آپ ماري گووند.

راڳ مارو، محلا تيجا، وار (٢٢)

(٢) ونگہ رهيا ڦن ڪاٺڙي - جن من ۾ ڀاؤ هـوءِ
الڪ پيئي پاءِ ٻاهري - ڦن تن سڪ نـہ هـوءِ.

راڳ ملار، محلا پهـلا، وار (٥)، سلوڪ محلا ٻيـجا

باقي جن کي پڳوان جو ڀؤ آهي، آنهن جو من آهي شانت، سربر نرمل، صحت سالم، مت اٽر، آندر پرڪاش، لوڪ پرلوڪ سُهيلو ۽ مانش جنم سڦل. اهي آهن رام نام ۾ ڀيل ۽ رنگہ ۾ رتل. جت ڪت ۽ جيهن تيهن ۾ پرماتما کي ڏسن ۽ هوهند، هـر وقت، هميشہ کيس ڏ ياڻين. جيون جو قدم، سرچي، سمجهي ۽ سياڻي کڻن. ڀڻي جي ڀلي ۾ پنهنجو ڀلو سمجهن. سنجهيئي سڄاڻ ۽ سدا سُچيت رهن. وَڻن آهي شبد جي سُرتي، سنتوش جو سينگار، پريم جو پلاوت ۽ ڀؤ جو ڀوڄن. اهي سدا سهاڳڻيون رام ريجهائي، تخت تي اَڏول ٿي، راج جوڳ ڪمائين ٿيون، اصليت جي حقيقت سڃاڻن ٿيون. اهي اوچ ڪرتيءَ جا مهاتمائون نہ ڀاڻ پرماتما کي ڀري ٿين ۽ نہ پرماتما کانئن پري ٿئي. لن ۾ هڪ جي ٿي الن ثابت، ڀي ٻولي تاهي ڪيتو ڀوءِ ڪهڙي فڪرات؟ انهيءَ هڪڙي جي آسري جو اثر، ڪير مٽائي سگهندو؟

(١) ڀيو وچ ٻنسي ڀيئي رهيو - ڀيئي وچ ڪماوي ڪار
اٺئي سڪ وَڏ ڀاڳيئان - دوکهہ مـوکــہ دلــار
ڀيو تي ترينہ ڀاڳيئو - مِل جوتي جوت اپـارِ.

راڳ گوجري، محلا ٽيجا، وار (١٩)

(٣) جهہ اَپڙ کهہ ڀؤ لهي - جهہ ڀؤ لـهہ هـر نـاهہ
ڪهير ڪبير ٻچار ڪي - سنت سُنهہ من ماهہ.

سلـوڪ، ڪبير صاحب، (١٨٠)

هِتي هڪڙي شنڪا مِٽائڻ ضروري آهي. جڏهين پرماتما سچ آهي، پريم آهي، رحم آهي ۽ ڪميا آهي تہ پوءِ اُني ڀؤ ڇو هتڻ ڪهي؟ پرماتما ڪهڙ ڪون آهي جو ڀؤ ڏيارِيندو ۽ ڏيارِيندو. تنهن ڪري ڀڳوان جي ڀؤ جي معنيٰ آهي تہ ڀؤ هتڻ کپي مرياد جو، ڪرمن جي قانون جي ڪلورتا جو، برائيءَ ۽ بديءَ جي نتيجي جو، ڪوڙ، ڪپٽ ۽ ڪپٽ ڀسا جي سزا جو ۽ الاهي انصاف جي تارازيءَ جو. جيهن کي اهو ڊپ آهي تنهنکي ڪوبہ ٻيو ڊپ ڊيڄاري نہ سگهندو. هن جو من اَوس اوڳڻن کان آجو ۽ گڻن سان ڀرپور رهندو.

صاحب وڏيڪ سمجهائين ٿا تہ ڀؤ کان سٺي ورِي نربهُ، نِڊر جي پدوي آهي، جا نِڀاڳ آخر سچي ڀؤ جي اِستٿيءَ مان پراپت ٿئي ٿي. نربهہ انهيءَ کي ڪين ڪرنبو جو پنهنجي هردي جون ڪؤمل ۽ نرمل ڀاونائون مٽائي، ڪنهن ملاڪڙي، آڪاڙي يا ٻـڌ ۾ جانبازيءَ ۽ بهادريءَ جو جلوو ۽ جُرئت ڏيکاري، سربرڪ بل جو نماءُ ڏيکاري يا ڪهل ۽ قياس جو قتل عام ڪرائي. نربهُ اهو آهي جو آس ۾ نراس رهـي، گرهست ۾ اداس رهي، ڀـل

هُوندي نِهٺو هلي، شان هُوندي نماڻو رهي، هيڻن تي دَيا ڪري، گنهگارن تي ڪميا ڪري، مظلومن جي مدد ڪري، دکين سان همدرد ٿئي، نيڪيءَ ۾ نروار ٿئي، پاپ کان پري رهي، لوڪ لڄا ۾ نِڊر ٿئي ۽ پرهلاد وانگر اَڏول بڻجي. هُنن جي اَکين جو تيج، زهريلي نانگن کي به نمائي ڇڏي، خوفناڪ جانورن کي شرمائي ڇڏي، سُورمن کي جهڪائي ڇڏي ته ظالم ۽ قاتل انسانن ۾ به انسانيت آڻي ڇڏي. اهڙن عاشقن کي تت گيان حاصل ٿيو آهي ۽ سچ پاڻ پيو آهي. اهي نرڀؤ جي پد تي پهچي، سچ ۾ سمائجي ويا آهن ۽ جوت ۾ جوتي جوت ٿيا آهن. پاڻ نرڀؤ ۽ پرماتما نرڀؤ. ٻئي هڪ ٿي ويا آهن.

(١) جاڪي ردئي وشواس پرڀ آيا - تت گيان تس من پرگٽايا
ڀيءِ تي نرڀؤ هوءِ بسانا - جس تي اُپجيا تس ماهه سمانا.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان اشٽپدي (٢) ١٧

(٢) نانڪ جيوتيا مر رهيئي - ايسا جوڳ ڪمائيئي
واجي باجهه سنڱي واجي - تؤ نرڀؤ پد پائيئي
اَنحد ماهه نرنجن رهيئي - جوڳ جُڳت تؤ پائيئي.

راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٨)

سو اي بندا، ٻيو ڪو نه تنهنجي تقدير ٻڌائي سگهي ٿو ۽ نه بگاڙي سگهي ٿو. تنهنجي تقدير تنهنجي ڪرمن وهيڙي آهي ۽ مالڪ جي مُٺ ۾ آهي. پوءِ ٻين سان ڊپ هڻڻ يا ٻين جي لنئي خوشامد ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ نوڙيءَ کي نانگ سمجهي، ڊپ ۾ مرڻ مُورکتا آهي ته ڊپ جي سامهون اچڻ کان اڳ ئي ڊَر ۾ ڊڪڻ به ڪاهرپڻو آهي. جڏهين ڊپ اکين اڳيان اچي يا اچڻ وارو هجي تڏهين ان جو مقابلو هوشياريءَ، همت، حشمت، بهادريءَ ۽ کُلي سيني سان ڪجي ۽ نتيجو پرماتما تي ڇڏجي. جنهن کي ڀڳوان جو ڀؤ آهي ۽ جو سنسار کان نه ٿو ڊڄي، تنهنجي لاءِ نتيجو لاشڪ لاڀ وارو نڪرندو پر جي نتيجو ڪڏهن ڪو نڪتو به ته ڪيس ڇڪائيندو ڪونه، ڇو ته هو پنهنجي سڀني شڪتيءَ جي ٻل سان، ڀڳوان جو پاڻو ستت ڪري پوڄڻ لاءِ، هميشه تيار آهي. هو نه ته ڪنهن کان هيسجي ٿو ۽ نه ڪنهن کي هيسائي ٿو. هو نه ڪنهن کان ڊڄي ٿو ۽ نه ڪنهن کي ڊيڄاري ٿو. هو نه فقط ڏاتر جي ڊر ۾ رهي ٿو، من تي پُورن قبضو رکي ٿو، دل دلبر سان لڳائي ٿو. ڪرم جي قانون جي مهتا تسليم ڪري ٿو، ايڪيءَ ٻڌيءَ جو ڀيد سڃاڻي ٿو، سڀ سيڙرم سڃاڻيءَ سان پالن ڪري ٿو، خود مطلبيءَ ۽ موهه کان محروم رهي ٿو، پيار ۽ پريت جو وهنوار وڌائي ٿو ۽ رب جي رضا ۾ راضي رهي ٿو. انهيءَ ڪري هو هميشه، هر حالت هيٺ، نڊر، نرڀؤ، نرسنسي ۽ نرچنتا ٿي، جيون گذاري ٿو. انهيءَ ڪري نرڀؤ جي پدوي کي، روحاني واڌاري ۾، خاص اهميت مليل آهي، ڇو ته اهي ڏهائيءَ ٻنا نه اندروني الهام اچيندو ۽ نه وري اندروني عمق جو پتو لڳندو. انهيءَ عمق اندر ئي اسرار آهن.

باقي جو جيءُ، ٻچڙن جي ٻڌ کان غير واقف رهي ٿو، قدرتي قاعدن کان بي‌پرواهه رهي ٿو، ڪرم جي قانون جي حد لتاڙي ٿو، من کي ڇڙوڇ ڇڙواڳ ڇڏي ٿو، اندرين جو غلام بڻجي، وشيه واسنائن ۾ وهلوڙ وڃي ٿو، سو نتيجو جو پڻ، خواب ۾ به محسوس ڪري ڪونه سگهندو، جاڳائي ته هوءَ هروقت، جاڳندي تڙڦي ننڊ ۾، ڪنهن نه ڪنهن تڪليف جي زنجيرن ۾ جڪڙيل رهي ٿو. تڏهن، سلامتي چاهي ٿو ته اها سلامتي پيدا ڪري ٿو، جان کي ٻي وقت بيجان بڻائي ٿو ۽ اميد کي نا اميديءَ ۾ بدلائي ٿو. ڪا به طاقتور هستي، تڏهن جي سهاري سان، گهڻو وقت جٽاءُ ڪري نه سگهندي. تنهن ڪري اي ڀائيو، جي سنساري وهنوار لاءِ لازم آهي ته روحانيت لاءِ ته بلڪل ضروري آهي. سو اي بندا، بندي جو تڏهن ڇو نٿو ڪرين؟ بنده پرور جي پڙ ۾ گذار ته تنهنجا هاڻوڪا سنساري وهنوار ٽٽن ۽ ۽ ٽٽي، لٽيل سر جڙن. پوءِ تون نه ڪنهن کان ڊڄندين ۽ نه ڪنهن کي ڊيڄاريندين. ٻار هيڻن ۽ هيسيلن کي همٿائيندين، ڏاڍن جي ڏاڍائي جو ڏنگ ڪڍندين، ظالمن جي ظلم جو مقابلو ڪندين، ٻين سهارن کي سهارو ڏيندين، سڪڻن کي پريندين ۽ نديوڏائيءَ جون ديوارون پنهنجي پري ڪندين. ٻار اڏول ۽ اچيت رهندين ته ٻين کي خوشحال ۽ خيرخواه بڻائيندين. ڏس ته سڀ ڪيٽن نه ٻي ڀائيءَ سان، ڏتڙيلن جي ڀرپور سار لهي ۽ ڏاڍن سان خاص رعايت ڪانه ڪري. جهنگل جي جهوپڙين ۾، پرڀات جو پيغام پهرين پهچائي ۽ پوءِ محلن ۾ منهن ڪڍي. پنهنجي ڪرڻن جي صدقي بخش نعمت، پڪيلن ڪسان اگهاڙن کي وڏيڪ عطا ڪري. تڏ انسان به انهن ڪمن ۽ گهرجائن جي ٽهل ڪمائيندو آهي ۽ انهيءَ ٽهل نڪور ذريعي، ترت منزل جي نزديڪ پوندو آهي.



# باب ٽيون.

## ستگور سڃاڻڻ.

### (١) ستگور جي ضرورت.

(١) بن ستگور ڪنهن نه پايو[١] - بن ستگور ڪنهن نه پايا[٢]
ستگور وچ آپ[٣] رکيون - ڪري پرگٽ آکي سنائيا
ستگور مليئي سدا مڪت هوئي - جن وچهون موهه چڪايا[٣]
اُتم ايهه بيچار هوئي - جن سچي سان چت لايا
جگ جيون داتا پايا.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٦)]

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢)

(٢) جي لک استريئا پيار ڪري - تو ڪند راڄ ڪماءِ
بن ستگور سک نه پاوني - ڦر ڦر جوني پاءِ.

(١٤)

(٣) لک چوراسيهه ڦيرو پيا - ڪامڻ[٦] دوجي[٧] ڀاءِ[٥]
بن گور نيند نه آوني - دکي رين[٨] وهاءِ
بن شبدي پر[٩] نه پائيئي - برٿا[١٠] جنم گواءِ.

(٤) هر نرمل اَت[١١] اوجلا - بن گور پايا نه جاءِ
پاٺ پڙهي نه بوجهئي - ڀيکي[١٢] ڀرم ڀلاءِ
گورمتي هر سدا پايا - رسنا هر رس سماءِ.

سري راڳ، محلا تيجا، اشٽپدي (٣)٤

٥(٥)

(٥) کٽ درسن[١٣] جوڳي سنياسي - بن گور ڀرم ڀلائي
ستگور سيوهه تان گت پاوهه - هر جيئه[٣] من وسائي
سچي باڻي سان چت لاڳي - آوڻ جاڻ[١٤] رهائي.

---

١. ڪنهن پاتي هئي. ٢. ڪنهن پاتيندو. ٣. پرماتما. ٤. ختم ڪيو آهي. ٥. چوراسي لکن جونين ۾ ڦيرا کائي. ٦. جگياسو استري. ٧. دنيا ڀاءُ، ٻيائي. ٨. راتيون. ٩. پتي پرماتما. ١٠. اجايو. ١١. نهايت. ١٢. سانگ، ڀيکڌاري. ١٣. ڇهه درسن يا فيلسوفيءَ جا مت. ١٤. جنم مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو ملين ٿو.

(٦) منهکه[1] ڪرم ڪري آهنڪاري - سڀ ڏکـو دکـ، ڪماءِ
نانڪ مَتلا اوُجل تان ٿيئي - جان ستگوُر مـاهِــ سَماءِ.

سـري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٧) ٻاجهه[2] گوروُ هـيءِ اَندُ غبارا - اَگيانِي اَندا اَنڌ اَنڌارا
ٻتبا[3] ڪـي ڪيئڙي ٻتتا ڪماوهه - ڦر ٻتتا ماهِ ٻچاوُٽيا.

راڳـ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٥)/١

(٨) ٻـن شبديءِ اَلتو آنيرا[4] - نه وسٽ[5] لهيءِ لـ چوُڪيءِ ڦيرا
ستگور هيڪ ڪنجي هو رحہ در کُليءِ ناهي - گور ٻوريءِ ڀاگ مِلاوَٽيا.

٢٤(٧)

(٩) آوڻ جاڻا ڪٺُ رهيءِ - ڪٺُ ميلا[6] هـولي
جنم مرڻ ڪا دکہ گهٽو - لبہ سهسا دولي.
آوڻ جاڻ لٿُ رهيءِ - ٻـانيئيءِ گـرو پوُرا
رام نام ڌنُ راسِ ديئي - ٻهسي ٻرم ڪوُڙا.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٢٢)

(١٠) جي سؤ چندا اُگوهِ[7] - سوُرج چڙهِ هزارُ
ايتي چانڻ[8] هودِيان - گور ٻن گهور اَنڌارُ.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١)، سلوڪ محلا دوُجا

(١١) ساسٽ[9] ٻيد سِمرت[10] سڀ سوڌي[11] - سڀ اِيڪا ٻاٽ ٻڪاريءِ
ٻن گوُر مڪٽ نه ڪوئوُ ٻاويءِ - مـن ويکهُ ڪر ٻيڇاريءِ.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢)

(١٢) جٿ ٻسنتر[12] ڪاشٽَ[13] مجهارِ - ٻن سنجم[14] لهي ڪـارج سـارِ
ٻـن گـور لـ ٻـاوئگو - هـر جـي ڪـو دئـار.

راڳ ديوگنداري، محلا پنجوان، شبد (٣٤)

(١٣) صِفت خزانا ٻخش هيءِ - جِس ٻخشيءِ سو خرچيءِ ڪاءِ
ستگوُر ٻن هٿ نه آوَلي - سڀ ٿڪي ڪرمَ ڪماءِ.

راڳ ٻهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(١٤) اِهہ جکہ اَندا سڀ اَنڌ[15] ڪماويءِ - ٻن گور مگَـ[16] نه ٻاٻي
نانڪ ستگوُر ملِيءِ نه اکي ويکيءِ - گهريءِ اَندر سچ[17] ٻاٻي.

راڳـ سورٿ، محلا ٽيجا، شبد (١٠)

---

١. ٻهنجي من جي مت ٻي هلڻ وارو. ٢. ڪانسواءِ، ٻنا. ٣. وشٽا. ٤. اوُندهہ اندوُڪار. ٥. هو نام روُپي ڌن. ٦. ملاقات، ميلاپ. ٧. اُٿن. ٨. روشنائي، چمتڪار. ٩. ڇهه شاستر. ١٠. ٻنتاولهہ سِمرتيوُن. ١١. جاچي ڏٺيوُن آهن. ١٢. اَگني. ١٣. ڪاٺ. ١٤. طريقو، اَدم. ١٥. ڪَرم. ١٦. سچي راهہ. ١٧. ٻهنجي هردي اَندر.

(١٥) پسار پرهـــر پرمـــيسر ستگور - سَيا ڪـــرڪ آڌارا
ڪهہ نانڪ گرو بن نهي ڪرتئي - اِهہ پــورن تتّ بيچارا.

واڳـہ سورٺ، محلا پنچوان، شبد (١٠)

(١٦) اِهہ جگ تاڪو سُوُتڪو[١] پاني - ڏهہ دِس[٢] ڀاڙو ماءِ
بن گرو گانت[٣] نہ چوُنئي پاني - تاڪو ڪرمُ ڪماءِ.

واڳـہ سورٺ، محلا پهلا، اشتپدي (٦)٢

(١٧) پانڌا[٤] اَڇا[٥] ســوءِ - جو بس پــاوســي
پسانڌا اَس ملِئڻ[٦] - ڏوتا اَڇا نہ هونسي
گرو دئــاري هــوءِ - ســوجهي[٧] پاسي
ايتڻ ڏئــاري ڏوءِ - هڇا[٥] هــونسي.

واڳـہ سوهي، محلا پهلا، شبد (٦)

(١٨) گرو سرڻ نہ آئيئي برهمُ نہ پائيئي - پرم پلا ليئيئي جنم مر آئيئي
جم در باڌہ مري بڪار - نا ردي نـام نـہ شبد آچار.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشتپدي (٦)٣

(١٩) ستــگورو پِــنا - هــور ڪي[٩] هـــي پساڻـــي
پاڻي نہ ڪهي ستگرو پاجهہ[٨] - هورُ ڪهي پساڻـــي
ڪهدي ڪهي ڪهدي ڪهي - ڪهي آکہ وڌاڻي.

واڳ رامڪلي، محلا تيجا، انند صاحب (٢٣)

(٢٠) بن گرو پرمي آوي جاءِ - بن گرو گهالُ[١٠] نہ پوئي لـاءِ
بن گــرو مٺوتا اَس ڏولاءِ[١١] - بن گــرو ترپت نهي بِکہ[١٢] کاءِ
بن گرو بِسيئر[١٣] ڏسي مر واتَ[١٤] - نانڪ گرو بن گهاٽي[١٥] گهاتَ.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشٽ (٣٨)

(٢١) بن ستگور شبري جوگ نہ هوئي - بن ستگور پيٽي مڪت نہ ڪوئي
بن ستگور پيٽي نام پايا نہ جاءِ - بن ستگور پيٽي مها دک پاءِ
بن ستگور پيٽي مها گرب غبار[١٦،١٧] - نانڪ بن گرو مئا جنم هار.

(٧٠)

(٢٢) بن گرو پريم نہ ليئي - جن ونکهہ من نــرجاس[١٨]
هر گرو وچ آپہ رکيا - هر ميلي گرو شاباس[١٩].

واڳـہ ماروُ، محلا چوٿان، شبد (٣)

---

١. سوُتڪي ڍاڪو. ٢. ڏسيائون، طرف. ٣. گيان. ٤. پرش، هـــردو. ٥. شُڌ. ٦. ناپاڪ آلوُده. ٧. سمجهہ. ٨. ڪانسواءِ. ٩. اَشڌ. ١٠. ڪماني. ١١. پرڪي پيو. ١٢. وِش. ١٣. ڪال روپي نانگ. ١٤. مرڻ وقت. ١٥. نقصان. ١٦. اَهنڪار، اِيمان. ١٧. اَگيان جي اوُندهہ. ١٨. وبچار ڪري سمجهيو آهي. ١٩. پورا لڳا.

(٢٣) واچهه پستڪ ويد پُرانا - اِڪ پهه سُمهه سُناوهه ڪانا
اَجگر ڪپٽ ڪهيُ ڪڻ ڪُليو - بِن ستگُر تتُ نه پايا.

راڳ ماروُ، محلا پهلا، سولهو (١١) ٢٢

(٢٤) باچهه گوروُ هيو موهه غُبارا - ڦر ڦر ڏبيو وارو وارا
ستگُر پيٽي سچ دِرڙائي - سچ نام مَن پايا.

راڳ ماروُ، محلا ٽيجا، سولهو (٨) ٢٤

(٢٥) باچهه گوروُ جگت ڀوڙانا - پوُلا چوڙنا ڪانسي
مر مر جنمي سدا دک پائي - ڏوکي خبر نه پائي.

راڳ پيرڀ، محلا ٽيجا، شبد (١٨)

(٢٦) بِن اَسٿن ڪئوُ لوڙي - پٽڪي بِن باٽ گهيري
بِن ستگُر باٽ نه پائي - ڪهه ڪبير سمجهائي.

راڳ بسنت، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٢٧) گوز ڪُنجي پاهوُ نَوُل - مَن ڪوٺا تَن ڇت
نانڪ گور بن من ڪا طاڪ نه اُگهڙي - اَور نه ڪنجي هٿ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١)، سلوڪ محلا دوُجا

(٢٨) بِري گڻ سيا ڏاڍ هيو - پڙ پڙ ڪرهه وڃار
مُڪت ڪدي نه هووئي - نهه پائن موکهه دُئار
بِن ستگور بندن نه ٽٽيو - نام نه لگي پيار.

راڳ ملار، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦) ٢

(٢٩) اي پرم پوُلي مرهه نه ڪوئي - ستگُر سيو سدا سکه هوئي
بِن ستگُر مُڪت ڪنيو نه پائي - آوهه جاهه مرهه مر جائي.

راڳ پربائي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤) ٣

(٣٠) جِن آم تت نه چينيا - سڀ ٿوڪٽ ڌرم اَپنيا
ڪهه بيڻي گورمکه ڌياوي - بِن ستگُر باٽ نه پاوي.

راڳ پربائي، پڳت بيڻي، شبد (١)

(٣١) گور بِن گهورُ اَنڌار - گوروُ بِن سمجهه نه آوئي
گور بِن سُرت نه سِڌ - گوروُ بِن مڪت نه پاوئي.

سوئيئي محلي چوٿين ڪي، پت نلهه (٨)

---

١. وڏي، پيانڪ. ٢. ڌيان يا ياد ڪرائي ٿو. ٣. پاڳل. ٤. چوڻوُن، ڌڪ. ٥. هردي جي روُپ جي. ٦. بوُجهه. ٧. ٿڳ، ٺڳ. ٨. ڪير ڏيندي. ٩. رستو. ١٠. لنگهه. ١١. سچي راهه. ١٢. قُلف جي. ١٣. ماڙي، محل. ١٤. در. ١٥. سنسار. ١٦. فاني بيبقا. ١٧. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٨. جالو يا پالو آهي. ١٩. اَنڌا، موُرک. ٢٠. ڌيان. ٢١. سِڌيوُن.

## (٢) سَتِگُرُ جي مهما.

(١) گُرُ پرميسرُ[1] پُوجيئي - مَنِ تَنِ لاءِ پيارُ
سَتِگُرُ داتا جِيئَه ڪا - سڀ سڀ دي آڌارُ
سَتِگُرُ بَچَنِ[2] ڪماوڻي - سچا ايهُ وِيچارُ
بِنُ ساڌُوُ سَنگَتِ رَتِيا - مايا موهُ سڀ ڇارُ[3]
ميري ساجن - هر هر نام سمال
ساڌُوُ سنگت مَنِ وَسيئي - پُوَرن هوويئي گهال[4]. (١. ر.)
گُرُ سمرٿُ اَپار گُرُ - وَڏ ڀاڳي درسن هوءِ
گُر اَگوچر[5] نِرملا - گُر جيوڏ اَور نہ ڪوءِ
گُر ڪرتا گُر ڪرڻهار - گُرمُکھِ[6] سچي سوءِ
گُر ٻي باهر ڪڇ نهي - گُر ڪيتا لوڙي[7] سو هوءِ
گُر تيرٿُ گُر پارجاتُ[8] - گُر منشا پُوَرن هارُ
گُر داتا هر نام ديهُ - اُڌري سڀ سنسارُ
گُر سمرٿُ گُر نرنڪارُ - گُر اُوچا اَگَم[5] اَپارُ
گُر ڪي مهما اَگم هيئي - ڪيا ڪَٿيئي ڪَٿنهارُ
جِتڙي ڦَل مَنِ باڇيئهِ[9] - تِتڙي سَتِگُرُ پاس
پُوَرب[10] لِکي پاوڻي - ساچ نام دي راسِ[11]
سَتِگُرُ سرڻي آيا - باهُڙِ[12] نهي بناسُ
هر نانڪ ڪدي نہ وِسرئُ - ايهُ جيئَه[13] پِنڊُ[14] تيرا ساسُ[15].
[سري راڳ محلا پنجوان، شبد (٢٩)]

---

١. پرماتما جو روُپ سمجهي. ٢. اُپديش، آگيا. ٣. مِٽي. ٤. ڪمائي. ٥. بي اَنت. ٦. وچن گوروءَ جا. ٧. ڪرڻ چاهي. ٨. اِڇا پوري ڪندڙ وڻ. ٩. چاهنا رکجي ٿي. ١٠. اڳيان ڪرم. ١١. پوُنجي، ملڪيت. ١٢. پوءِ. ١٣. آتما. ١٤. سرير. ١٥. پران.

(٢) گورُ ديوُ ماتا گور ديوُ پِتا - گور ديوُ سوامي پرميسرا
گور ديوُ سکا[1] اگيان ڀنجڻ[2] - گور ديو بندپ[3] سهودرا[4]
گور ديوُ داتا هر نام اُپديسي - گور ديوُ منُتُ[5] نِرودرا[6]
گور ديوُ سانت سَت بُڌ[7] مُورت - گور ديوُ پارسُ پرس[8] پَرا
گور ديوُ تيرٿ اَمرت سروور[9] - گور گيان مَجَن[10] اَپرمپرا[11]
گور ديوُ ڪرتا سڀ پاپ هرتا[12] - گور ديوُ پتت[13] پوِت ڪرا[14]
گور ديوُ آد جُگاد جُگ جُگ - گور ديوُ منت هر جپ اُڌرا
گور ديوُ سنگت پرڀ ميل ڪر ڪرپا -
هم موُڙهه پاپي جِت لَگ تَرا
گور ديوُ ستگوُر پاربرهم پرميسر - گور ديوُ نانڪ هر نمسڪرا[15].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، پاوَن اکري (١)]

(٣) سو ستگوُر ڌَن ڌن - جِن ڀرم گڙ[16] توڙيا
سو ستگور واهُ واهُ - جِن هر سيُ جوڙيا[17]
نام نڌان اَکٽ - گور ديئي دارُوُ[18]
مها روگ بِکرال[19] - تِني بِنداروُ[20]
پايا نام نڌا - بهت خزانيا
جِتا جنم اَپار - آپ پڇاڻيا[21]
مهما ڪهي نه جاءِ - گور سمرٿ ديوَ
گور پاربرهم پرميسر - اَپرنپر اَلک اَڀيوَ[22].

[راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٦)]

---

١. مِتر. ٢. دوُر ڪندڙ. ٣. مانت. ٤. ڀاءُ. ٥. وَچن، منتر. ٦. اُڌار ڪندڙ. ٧. ٻڌي. ٨. لکڻ، ڇُهڻ. ٩. تلاءُ. ١٠. اِشنان. ١١. پرماتما. ١٢. ناس ڪندڙ. ١٣. پاپي گنهگار. ١٤. پوتر. ١٥. وَندنا. ١٦. قلعو. ١٧. سُرت لڳائي؛ ١٨. دارُوُن، دوا. ١٩. ڀيانڪ. ٢٠. شفا بخشي آهي. ٢١. کٽيو اٿس. ٢٢. نرڀيُ.

(٤) جو ٻولي ٻُرا ستگرو - سو پرميسرَ سُڻيا[١]
سولي ڦُوليا[٢] جگت مهِ - گهٽِ گهٽ پَٽيا[٣]
ٻهتُ وڏڀاڳِيا صاحبِ - تِنھ جا لڳي ڪَٽيا
سچ سَهج[٤] آنند ستگر پاسِ - سچي گُرو مَٿيا[٥]
نانڪ سنت سَواري[٦] پار برهم[٧] - سچي جَنَّ ٻٽيا.

[راڳُ بلاول، محلا چوٿان، وار (١٢)]

(٥) گُرمُک[٨] ناڏَ[٩] گُرمُک ويدن[١٠] - گُرمُک رهيا سمائي
گُرُ ايسرُ[١١] گُر گورک برما[١١] - گُر پاربتي مائي
جو هَنُ جاڻان آکان ناهي - ڪَهڻا ڪَٿنُ نه جائي.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (٥)

(٦) گُرُ پؤڙي[١٢] ٻيڙي گُرو - گُرو تُلها[١٣] هَر ناءِ
گُر سرُ ساگر بوهِٿو[١٤] - گُرو تيرٿُ دريائُ
جي تس ڀاوي اُجلي - سَت سرِ ناوڻ جاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٩)

(٧) گُر داتا سمرٿُ گُر - گُر سڀ مهه رهيا سماءِ
گُر پرميسر پار برهم - گُر ڏُبدا لئي تراءِ.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

(٨) گُر داتا گُر هِوئي[١٥] گهر - گُر ديپڪ تيهه[١٦] لوءِ
امر پدارٿ نانڪا - مَن مانِئي[١٧] سُک هوءِ.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (١)

(٩) گُر ني گيان پائي جَنِ ڪوءِ - گُر ني ٻُوجهي سيجهي سوءِ
گُر ني سَهج ساچ بيچارُ - گُر ني پائي مُڪت دُوار[١٨].

راڳ گؤڙي، محلا ٽيجا، شبد (٢)

(١٠) جِهه ستگر - تِهه سَت سنگتِ ٻڻائي
جِهه[١٩] ستگر - سَهجي[٢٠] هر گُڻ گائي
جِهه ستگر - تهان هؤمئي شبد جلائي.

(٨)

---

١. ٻڌي ٿو. ٢. ڦهلجي وڃي ٿو. ٣. ڇٽي ٿو. ٤. گيان. ٥. مهما. ٦. پروان ڪيو آهي. ٧. پرماتما. ٨. گرو جي مُک مان نڪرڻ لا. ٩. انهد شبد. ١٠. ويدن جو گيان. ١١. ديوتائن ۽ ديوين جا نالا. ١٢. ڏاڪڻ. ١٣. ترهو. ١٤. جهاز. ١٥. برف. ١٦. ٽيئي لوڪ. ١٧. وشواس رکڻ سان. ١٨. دروازو. ١٩. جتي. ٢٠. پاڻمرادو.

(١١) ستگورُ پُرکُ دئال هئي - جسدو سمَت[1] سڀ کوءِ
ايڪ دِرشٽ[2] ڪر ديکدا - من پاوني تي سڌ[3] هوءِ
ستگور وچ اَمرت هئي - هر اَمر هسر پَد[4] سوءِ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١)

(١٢) ستگور ڏرِئي ڏرم هئي - تِس وچ جيها ڪو ٻيجي[5] تيها ڦل پائي
گور سِکي اَمرت ٻيجيا - تن اَمرت ڦل هر پائي.

(٧)

(١٣) سا ڌرتي ڀئي هريئاوَلي[6] - جتي ميرا ستگور ٻئنا آءِ
سي جَنت ڀئي هريئاوَلي - جِني ميرا ستگور ديکيا جاءِ.

(١٧)

(١٤) ستگورُ پُرکُ اَگم هئي - جِس اَندر هر اُرڌاريا[7]
ستگور نو اَپڙ[8] کوءِ نه سَڪئي - جس وَلِ[9] سرجنهار يا.

(٢١)

(١٥) گور ڪي مهما ڪيا ڪهان - گور بِبيڪ[10] سَت سَر
اوهُ آد جُگادي[11] جُگهه جُگ - پُورا پرميسر.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠۴)

(١٦) سمند وِرولِ سريِر هم ديکيا - اِڪ وَستُ اَنُوپ[13] دِکائي
گور گووند گورُو هئي - نانڪ ڀيد[14] نه پائي.

راڳ آسا، محلا چوٿان، چنت (۴)١

(١٧) ٻلهاري گور آپڻي - دِنهاڙي[15] سَد[16] وار
جِن[17] مانس تي ديوتي ڪيئي - ڪَرت نه لاڳي وار[18].

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١)

(١٨) گور ٻُوريءِ ٻُوري ڪيني[19] - بخش اَپني ڪر ديئي
لِب اَنند سک پايا - ٿاوَ[20] سگلي سُکي وَسائيا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٨٢)

(١٩) گور ساگر رتني پرپُوري - اَمرت سنت چُگهه[21] نهي دُوري[22]
هر وس چوگ چُگهه پر ڀاوئي - سرَوَر مهِ هنس پِران پت[24] پاوئي[23].

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (١)١

(٢٠) گور پياري هر شيويا - گور ڌن گور ڌنو
گور هر مارگ دَسيا[25] - گور پُن وَڌ[26] ڪنو.

راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

---

١. هڪ سمان. ٢. نظر. ٣. پار ٿون تا. ۴. پدوي، درجو. ٥. ٻج ڇٽي، پوکي. ٦. سوهڻيڪ، سرسبز. ٧. وياپڪ آهي. ٨. پهچي، پڄي. ٩. ساٿ ڏيندڙ. ١٠. وويڪ. ١١. اَوائلي. ١٢. ولوڙي. ١٣. عجب. ١٤. تفاوت. ١٥. ڏهاڙي. ١٦. سوين دفعا. ١٧. اِنسان مان. ١٨. دير. ١٩. ڪمائي. ٿاب ڪرائي. ٢٠. جڳهن. ٢١. چگن ٿا. ٢٢. پري نٿا هٽن. ٢٣. سنت. ٢۴. پرماتما. ٢٥. ٻتايو آهي. ٢٦. پڄ.

(٢١) ستگورُ ميرا سدا سدا - نا آوئي نا جاء
اوهُ أبناسي پُرکهُ هيِ - سڀ مهِ رهيا سماء.

واڳ سوُهي، محلا چوٿان، اشٽپدي (١٣) ٢

(٢٢) سڦل موُرت گورُ ديوُ سوامي - سرب ڪلا ڀرپوُري
نانڪ گوُرُ پارٻرهم پرميسر - سدا سدا حضوُري[1].

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤)

(٢٣) گور پرميسر - ايڪو جاڻ
جو تس ڀاوئي - سو پرواڻ[2].

واڳ گوُنڊ، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٢٤) نَهِ شِوَ شَڪتي[3] جل نَهي پوَنا[4] - نَهِ اڪاز[5] نهِ ميدني[6]
ستگور جوگ ڪا تهان نِواسا - جهه اوُگت[7] ناٿ[8] اگمِ ڌَني.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٥) ستگرُ سهجي ڪا کيتُ[9] هيءِ - جسنو لائي پاو
نامُ بيجي نامُ اُگوئي[10] - نامي رهي سماء.

واڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١)

(٢٦) ستگور هيءِ بوهتا - شبد لنگهاوٽهارُ
تِتيءِ پوُڻ نه پاوڪوُ[11] - نا جل نا آڪار
تِتيءِ سچا سچ نامُ - پوُجل تارڻهار.

واڳ ماروُ، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ٢

(٢٧) گور سرور هم هنس پياري - ساگر مهِ رتن لال بهُ ساري[12]
موتي مانڪ هيرا هر جس گاوت - من تن پينا[13] هي.

واڳ ماروُ، محلا پهلا، سولهو (٣) ٨

(٢٨) گور کي پگت کرهُ کيا پراڻي - پرهمي اندر مهيش نه جاڻي
ستگورُ الکهُ کهُو کئُ لکيئي - جس بخشي تسهه پڇاتا هي.

(٤) ١١

(٢٩) جن ستگورُ جاتا[14] تن ايڪ پڇاتا - سرپي ره رهيا سُکداتا
آتم چين[15] پرم پدُ پايا - شيوا سُرت[16] سماتي هي.

واڳ ماروُ، محلا چوٿان، سولهو (١٥) ١

(٣٠) گور گوپال گور گووندا - گور ديال سدا بخشندا
گور ساست[17] سمرت[18] کٽ کرما - گور پوتر استانا[20] هي.

واڳ ماروُ، محلا پنجوان، سولهو (١) ٤

---

١. نزديڪ. ٢. قبوُل پيل. ٣. ٿي گرڻ. ٤. هوا. ٥. آسمان. ٦. ڌرتي. ٧. تواس. ٨. پرماتما. ٩. بسي. ١٠. لُٽي. ١١. اگني. ١٢. پيا ڪٿين. ١٣. پڃي پٿي لو. ١٤. جاڻو آهي. ١٥. کوجي. ١٦. ڌيان. ١٧. شاستر. ١٨. سمرتيوُن. ١٩. ڇهه. ٢٠. ٽڪاڻو.

٧(١٠)

(٣١) گُرُ کي مهما بيد نه ڄاڻهِ - تُڇ ماتر سُڻ سڻ وکاڻهه
پارٻرهم اَپرمپرُ ستگرُ - جِس سمرت من سيتلا ٿيا.

واڳ ڀيرو، محلا پهلا، شبد (٢)

(٣٢) گُرُ کي شبد تَري مُني[1] ڪيتي - اِندرادڪ[2] برهماد تَري
سنڪ سَنَدن[2] تپسي جن ڪيتي - گُرُ پرسادي[3] پار پَري.

واڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (٢٤)

(٣٣) نانڪ سوڌي[4] - سِمرت بيد
پار برهم گُرُ - ناهي ڀيد.

واڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (٢٢)

(٣٤) ستگرُ جي وَڏ اُوڙ نه ڪوءِ - گُرُ پار برهم پرميسر سوءِ
جنم مرڻ دُک تي راکَسي - مايا بِکهه[5] ڦر پهڙ نه چاکي.

واڳ پربڀاتي، محلا پهلا، شبد (٦)

(٣٥) گُرُ سمان تيرٿ نهي ڪوءِ - سرُ سنتوکه تاس گُرُ هوءِ
گُرُ درياءُ سدا جل نرمل - مليا دُرمت[6] مَل هَري[7]
ستگر پائيئي پُورا ناوڻ - پسو پريتهه[8] ديوَ ڪري.

واڳ پربڀاتي، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٣٦) گُرُ پُورا پُوري تاکي ڪلا[9] - گُرُ ڪا شبد سدا سدا اَٽلا[10]
گُرُ کي باڻي جس من وَسَي - دُک درد سڀ تاڪا نَسي[11].

---

١. مُني. ٢. ديوتائن جا لالا. ٣. مهرسان. ٤. ٻڙهي ۽ ڪڙهي. ٥. وِش، زهر. ٦. ڪُمت.
٧. ناس ڪئي ٿي. ٨. راڪاس، راکش. ٩. شڪتي. ١٠. اَمر، اَٽل. ١١. ناس ٿي وڃي ٿو.

## (٣) سَتگُور جي سُڃاڻپ.

(١) سو ستگُرُ شيوَهہ ساڌ جَن - جِن هر هر نام دِرڙائيا
سو ستگور ٻُوجهہُ ڏِنس راس - جِن جگناٿ جگديس[1] جهائيا
سو ستگور ڏيکهہُ اِڪ نِمکہ نمکہ - جِن هرڪا هر پنٿ[2] ٻتائيا
تِس ستگُور کي سڀ پگي[3] پؤهہ - جِن موهہ انڌير چُڪائيا
سو ستگور سڀ ڪهہُ ڌنُ ڌن - جِن هر پگت ڀنڊار لهائيا.

[راڳہ وڏهنس، مهلا ڇوٿا، وار (٤)]

(٢) اي من اَنسا ستگور کوج لهُہ - جِس شيو ليئي جنم مرڻ دک جاء
سَهسا[4] مُول نہ هووئي - هؤمي شبد جلاء
ڪُوڙي کني پال[5] وڇهُ نِکلي - سچ وَسي من آء
انتر سانت من سکہ هوء - سچ سنجم کار ڪماء
نانک ٻُوري ڪرم ستگور مليئي - هر جيءُ ڪرپا ڪري رضاء.

[راڳہ وڏهنس، مهلا ٽيجا، وار (١٤)]

(٣) واهُ[6] واهُ ستگور پُرکہ - جِن سچ جاڻنا سوء
جِت مليئي تِکہ[7] اُتري - تَن من سيتل هوء
واهہ واهہ ستگور سَت پُرک هئي - جِسنو سَمت سڀ کوء
واهہ واهہ ستگور نِرويَر هئي - جِس نندا اُستت تُل[8] هوء
واهہ واهہ ستگور سُجاڻ[9] هئي - جِس انتر برهم ويچار
واهہ واهہ ستگور نرنڪار[10] هئي - جِس انت نہ پارا وار

---

١. سنسار جو سوامي، پرماتما. ٢. سچي راهہ. ٣. پير، چرن. ٤. ڀرم، سنسو. ٥. اُڌ. ٦. ڌنُ ڌن، سُبحان الله. ٧. اُڃ. ٨. هڪ سمان. ٩. سمجهو، سياڻو. ١٠. پرماتما جو روپ.

واهه واهه ستگورُ وڏُ هنيو - جو سچ پرڙائي سوءِ
نانڪ ستگور واهه واهه - جس تي نام پراپت هوءِ.

[سلوڪ محلا چوٿان (٣)]

(٤) گيان انڃنُ[1] ڀيءِ[2] ڀنجنا[3] - ٽڪڪ ترونجن ٻاءِ
گُهت[4] پرگٽ[5] سڀ جاڻيئي[6] - جي من راکي ٺاءِ
انسا ستگور جي مليو - لان سُهجي[7] لڳي ڀلاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٠)٧

(٥) گورو جنان ڪا انڌلا - چيلي نباهي نٺاءِ[8]
بن ستگور ناءُ نه پائيئي - بن ناوي ڪيا سُئاءُ[10]
آءِ گيا پڇتاوَ ڻيا - جئن سڃي گهر ڪاءِ.

٨(٣)

(٦) جسدي انڌر سچ هوي - سو سچا نام مک سچ الائي
اهه هر مارگ آپ چلدا - هورنا نِز هر مارگ پائي.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٥)، سلوڪ محلا چوٿان

(٧) نانڪ هرکي[11] آپ ڪمُ - تان پارکُ[12] جاڻُ
وکه دارؤن دووي اُجهي - تان ويد سڄاڻُ
وات نه ڪرلي معاملا[13] - جائي مهماڻُ[14]
مؤل[15] جاڻ گلا[16] کري - هاڻ لائي[17] هاڻُ.

(١٥)
[سلوڪ محلا دوڄا]

(٨) جنم مري ترئي گڻ هتڪار[18] - چاري بيد ڪتهه آڪار
تين اوستا کهه وکيان - تُريئا وستا[19] ستگور تي هر جانُ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٩) جس مليئي من هوءِ آنند - سو ستگور کهيئي
من کي دُبدا بنس جاءِ - هر پرم[20] پد لهيئي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١٤)

---

١. سُرمون. ٢. پؤ. ٣. دؤر ٿئي ٿو. ٤. لڪل. ٥. ظاهر. ٦. ايڪاگر. ٧. جلدي، بنا تڪليف جي.
٨. اگياني، اٿپؤرو ٩. نڪاٽو. ١٠. سواد ايندو، ڪارج سِڌ ٿيندو. ١١. سڃاڻي. ١٢. جاڻؤ.
١٣. جهگڙو. ١٤. مزمان. ١٥. ٿڪ، سار. ١٦. اپديش. ١٧. وڪارن کي ناس ڪري ٿو.
١٨. پريم، وڪنڊڙ، موهه لڳائيندڙ ١٩. چوٿين اوستا. ٢٠. اوچي پدويءَ جي پراپتي.

(۱۰) ٻڌڻ اُونءِ ٻولاوي رام - مَن مهه لاڳي ساچ ڌيانُ
مِٽهه ڪَليش[1] سڪي هوءِ وهيئي - اَئِسا داتا ستگور ڪهيئي.

واڳه، گوڙي، محلا ٻِجوان، شبد (۱۴)

(۱۱) سَت پُرک جن جانيا - ستگور تِس ڪا ناءُ
تِس ڪي سنگ سِک اُڌري - نانڪ هر گن گاءُ.

واڳه گوڙي، محلا ٻِجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (۱۸)، سلوڪ

(۱۲) تِس مليئي ستگور سجڻي - جِس اَنتر[2] هرد گ ڻ ڪاري
تِس مليئي ستگور پريتمي - جن هؤمي وچهه ماري.

واڳه وڏهنس، محلا چوٿان، وار (۲)

(۱۳) سو گور ڪرمُ جو ساچ دِرڙاوي - اَڪٿ ڪٿاوي شبد مِلاوي
هر ڪي لوڳ اَوُر نهي ڪارا[3] - ساچءُ ٺاڪر ساچ پيارا.

واڳه ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (۲) ۲

(۱۴) اَنڌا آڳُو[4] جي ٿيئي - ڪِئُ پاڌر[5] جاڻيئي
آپُ مُسيءِ مت هوڇيئي[6] - ڪِئُ راهُ[5] پڇاڻيئي.

واڳه سوُهي، محلا پهلا، ڇنت (٦) ٥

(۱۵) گورو جِنان ڪا اَنڌلا - سِکه ڀِي اَنڌي ڪرم ڪرانِ
اوءِ ڀاڻي[7] چلن آپڻي - نِت جهُوٺو جهوٺ ٻولين.

واڳه رامڪلي، محلا تيجا، وار (۱۰)

(۱۶) ٻرهم ٻِندي[9] سو ستگور ڪهيئي - هر هر ڪٿا سُڻاوي
تِس گور ڪِئُ ڇادن[10] ڀوجن -
ٻات پٽمبر ٻِهه، بڌ[11] سَت ڪر مُک سنڇهه[12] -
تِس پُن ڪي ڦر لوٽ نه آوي.[13]

واڳه ملار، محلا چوٿان، شبد (۴)

(۱۷) وَتا سچ نام تَل هيئل[14] - سو گور پرمل[15] ڪهيئي
جاڪي واس ٻنا سپت سٽري[16] [17] - تاس چرڻ لنو رهيئي.

واڳه پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٦)

(۱۸) ڪبير ماءِ مُونڊءِ[18] تِهه گورو ڪي - جا ڪي ڀرم نه جاءِ
آپُ ڏُٻي[19] چهه[20] ٻيد مهه - چيلي ديئي ٻهاءِ.[19]

سلوڪ، ڪبير صاحب، (۱۰۴)

---

۱. دک درد. ۲. جنهن ۾ پرماتما جي مهر ٿئي ٿي. ۳. ڪم، ڌنڌا. ۴. سوُهون. ۵. سهي واٽ. ٦. ملين، ڪوڙي. ۷. مرضي. ۸. ڪوڙ. ۹. جاڻي ٿو. ۱۰. ڪپڙا، وستر. ۱۱. شرڌا، ڀرم. ۱۲. ڏيو، ڪارايو. ۱۳. ڪوٽ، گهٽتائي. ۱۴. هردي اَندر. ۱۵. سچو سوُهون. ۱٦. وڻراهه. ۱۷. سيڱاري ٿي. ۱۸. مٿو ڪوڙايو. ۱۹. ٻُڏڻ. ۲۰. چار.

## ستگورو سائين.

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ گوروءَ کي ڪُل ڌڻي يا ستگورو به سڏيو ويو آهي. صاحبن
صاف سمجهايو آهي ته گوروءَ کان سواءِ نه گيان ملي سگهندو ۽ نه گت ٿي سگهندي. ويد،
شاستر، پُران ۽ پستڪ، سڀ اُهو پڪارين پيا ته ستگوروءَ بنا، نه روحاني راز کولي سگهبو ۽
نه مڪتي پراپت ٿي سگهندي. هيءَ سمجهاڻي ٿي ڪُٺ وچار آهي ۽ مها گيان آهي،
جنهنجي پرتواريءَ سان، روحاني سفر شروع ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ سفر جي سڦلتا لاءِ،
پرماتما، پنهنجي شڪتيءَ جي ڪلا ۽ وحدت جي واڳ، گوروءَ جي هٿ وس ڪئي آهي.
سچي گوروءَ بنا، پاٺي پڙهڻ يا ٻُڌڻ به ڪچي، ڦڪي يا اڌوري لڳندي، پاپ ڌوئجائون
۽ ڪرم ڪانڊ ڀرمن ۽ ٻيڪن ۾ ڀلائيندا، پاکنڊ ۽ ڪُمت ختم نه ٿيندو، هردو اُجل ۽ نرمل
نه ٿيندو، من جي چنچلتا دور نه ٿيندي، سمجهه سُرتي نه کُلندي، نام، منتر ۽ شبد نه
پائبو، اگيان جو اَنڌڪار قائم رهندو، ترشنا جو ڪِڙو ٿي گذاربو، چوراسي لک جوُڻين جو
چڪر هلندو رهندو، جگتي مُڪتي پراپت ڪانه ٿيندي، سائينءَ جي واٽ جي سُڌ نه
رهندي، ڌڻيءَ جو در ڳولهي نه سگهبو ۽ نه وري ڪو ڪڏهين برهم به پائي سگهبو. سو
سادڪ جي ترقيءَ ۽ ڪاميابيءَ ڪاڻ، ستگورو بلڪل ضروري آهي، جو سندس قدم
قدم تي سار لهي، لوڏن ۽ جهاڪن کان بچائي، ڏکن ۽ ڏکن مان ڇڏائي ۽ آخر اَگم کان
واپي آلم نگر ۾ پهچائي. موکش جي ڪنجي گوروءَ وٽ آهي، جنهن سان من جو منجهيل
سُٽ سمجهائي سگهبو ۽ دل جي ڪِڙڪي کولي سگهبي. گورمت ٿي هريءَ جي دلبار
تائين پهچائيندي. وچيل سِک، پوءِ پاڻهي اندر ڏوڪي ويندو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) تاجهه گرو جگت اوُزانا - ڀوُلا چورنسان ڪاڻي
مَر مَر جنمي سدا دک پائي - دَر ڪي خبر نه پائي.

واڳ ڀيرءَ، محلا
ٽيجا، شبد (٨)

(٢) گور ڪُنجي پاهوُ نوُل - مَنُ ڪو ٺا تَن ڇت
نانڪ گور بن من ڪا طاق نه اُگهڙي - اوُر نه ڪنجي هٿ.

واڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (١)،
سلوڪ محلا دوجا

ستگوروءَ جي مهما اَپار آهي. گوروءَ ۽ گوبند ۾ ڪو به ڀيد ڪونه آهي. هوُ به برهم
۽ . ٿنهن ڪري پرماتما ۽ ستگوروءَ کي هڪ ڪري سمجهڻ کپي. ستگورو به
آهي اوُچ، اَگم، اَپار، اَٿاهه، اَلک، اَڀوُ، اَپرامپر، آد جگادي، اَبناسي، جنهن جو نه ڀوُرو

پتو پئجي سگهندو ۽ نه اُتم لهي سگهبو. ستگورو اَنترجامي ۽ جاڻي جاڻڻهار آهي. ڪيس
ظاهري لوڙي ڳجهين ڳالهين جي معلوميت آهي. هو هميشه ترپا اوستا ۾ رهي ٿو. جو پاڻ
ٻولي سو پرميشر ٻُڌي ۽ ترت اُئين ئي ٿي پوي. ستگورو آهي سُونهون، ٻارڪو، داتار،
مهربان، آس پڄائيندڙ، منشا پوري ڪندڙ، پاپ ناس ڪندڙ، پاپيءَ کي پوتر ڪرڻ وارو
۽ انسان کي ديوتا بنائڻ وارو. پاڻ ڪرتا، پاڻ ڪرڻهار ۽ سڀ جو آڌار. ستگوروءَ جي
پيٽ ۾ پيو ڪوبه اَڻڙو سمرٿ، ڪلاوان ۽ شڪتيوان ڪونه آهي. سندس وس کان ٻاهر
ڪجهه ڪونهي. جيئن وڻيس تيئن ڪري، جيئن چاهي تيئن ڪري. سندس پورن ڪلا ۽
اَٽل شبد سان سڄي سنسار جو آڌار ٿي سگهي ٿو. ستگورو سکن کي اَنترمکيءَ ۾ آڻي، اُنهيءَ
جا اشارا ڏئي، اڻڄهه ڳجهه سلي ٿو، اَکل ڪلا ڏيکاري ٿو، اَڪٿ جي ڪٿا ٻُڌائي ٿو،
اَلکه لکائي ٿو ۽ اَگم جي گم جو گيان ڏئي ٿو. اهو گيان پرم گت تي پهچائي ٿو.

ستگورو هڪ مها تيرٿ يا پوتر آستان مثل آهي، جنهن ۾ سندس گيان ڌارائن اشنان
ڪري، من جي مَل مٽائي سگهجي. ستگورو هڪ موتين ۽ رتن جو ساگر آهي، هيرن ۽
مالڪن جي کاڻ آهي ۽ لعلن ۽ جواهرن جو پرپُور خزانو آهي. ستگورو گويا ڌرم جي
ڌرتي آهي، جتي اَمرت پوکي اَمرت جو ڦل پائبو. گيان جي کيتي آهي جتي پريم ۽
پوترتا جو ٻج ڇٽي، نام جو لاڀارو لڻبو. سچ جو سانچو آهي جنهن ۾ سمت، سک، سَمت،
صدق، سنتوش، سم ڀاونا ۽ سردرشٽيءَ جا سِڪا جڙن ٿا. ستگوروءَ جي مهما جو ويد
برهما، وشنو، مهيش يا اندر به پائي ڪونه سگهيا. ستگوروءَ جو آڪاڙو، هنن سڀني جي پهچ
کان پري آهي، جتي نه آهي پاڻي نه هوا، نه ڌرتي نه آسمان، نه ڏينهن نه رات، نه لوڻ نه
مان، نه آڪاري نه ناڪاري، نه سک نه دک، نه ست نه اَست، سڀني ڀيدن کان خالي ۽
سڀني لکڻن کان نيارو. ستگوروءَ جو نواس اُتي آهي جتي خود اَگم، اَگوچر ايشور آهي.
ستگوروءَ جون وڏايون ڳڻائي کان ٻاهر آهن. سندس وصفون بيان ڪرڻ کان مٿي آهن.

ستگوروءَ جو درسن ڪنهن وڏڀاڳيءَ کي ئي نصيب ٿئي. ستگوروءَ جو سنگ ۽ سِکيا
فقط سچي شيوڪ کي ملي ٿي، جنهن ۾ انسانيت جا اَنگ موجود آهن ۽ اُسرڻ لاءِ آتا
آهن، جنهنجي سڀاءَ ۾ صدق ۽ سڪ، سچائي ۽ سڄاڻپ، ممتا ۽ مريادا، تياڳ ۽ ويراڳ جا
سلا سمايل آهن. پوءِ سِک ۽ ستگورو، ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن چقمق وانگر ڇڪجن ٿا، ڇو نه
ذات سڃاڻي ذات کي. سک جي لوچ ۽ لائقي لازمي ٿي نه آهي ته ستگوروءَ جو سامهون ٿيو
نه آهي. پوءِ نه ٻئي هڪ ٻئي کان پلڪ به پري نه ٿيندا ۽ نيٺ پاڻ ۾ هڪ ٿي ويندا.
جدا هئا ڪٿي جو وري جيئري جدائي ڪن؟ اهڙي شيوڪ لاءِ ستگورو ماءُ، پيءُ ۽ مِتر
سمان آهي. جو شيوڪ گور ڀڳتيءَ ۾ سچو نشچو رکي ٿو، گور شيوا ۾ مشغول رهي ٿو ۽

گرو وچن جو من تن سان پورڻ پالڻ ڪري ٿو، سو هرنام جو منتر وٺي ۽ شبد جو گيان گرهڻ ڪري، اندرين جا رس ترپتا ڪري ٿو، وڪارن کان ڪنارو ڪري ٿو، پرم ۽ ڀڳتي نوڙي، پرماتما سان پريت جوڙي ٿو ۽ خلق کان خلاصو ٿي، خلوتخاني ۾ خدائي خمار آڻي ٿو. من سان ڪاوش ۽ ڪافت ڪڍي، سياه ۾ سيتل رهي ٿو، دل جو ديپڪ جلائي سڀ شيءِ سڃاڻي ٿو، اندر جو اندر ۾ ليڪر پائي پاڻ سڃاڻي ٿو، چيتنتا جي چوڏولڻي چڙهي سروپ ۾ سرتي لڳائي ٿو، مڪتيءَ جو دروازو لنگهي پرم پد پائي ٿو ۽ آتما جي آغوش ۾ جهان الک ۾ انوپ ٿي وڃي ٿو. اهڙي شيوڪ جي پدوي دائم قائم آهي ۽ جمڻ مرڻ جي چڪر کان آجي آهي. انهيءَ استٿيءَ تائين شيوڪ، ستگرو جي سهاري سان، پهچي سگهي ٿو. ستگروءَ جي سرفرازي ۽ شيوڪ جي پهچ، پيمائش کان پري آهي. گرو رامداس صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) جو ٻولي پورا ستگرو – سو پرميسر سڻيا | راڳ بلاول، محلا |
| سوئي ورتيا جگت مهه – گهٽ گهٽ مک پڙيا. | چوٿون، وار (١٢) |
| (٢) جن ستگرو جاتا تن ايڪ پڇاتا – سرٻ رو رهيا سکداتا | راڳ مارو، محلا |
| آتم چين پرم پد پايا – سيوا سرت سمائي هي. | چوٿون، سولهو (١٥)١ |

هتي اهو سمجهڻ ضروري آهي ته ستگروءَ سائينءَ جي راهه ۾ رهبر آهي پر پاڻ منزل مقصود نه آهي. هو ڏاڪڻ آهي پر ڇت نه آهي، لٺ آهي پر اک نه آهي، ملاح آهي پر پتڻ نه آهي. پار پهچائڻ لاءِ ستگروءَ، هڪ طريقو يا ٽڪيو آهي، ٽڙهو يا ٻيڙو آهي، سونهون يا سهارو آهي پر پار جي پهچ نه آهي. جتي رستو اڻڀڄ ۽ اونداهو هوندو، جتي پنهنجا عضوا ۽ اندريون، من ۽ بُڌي يا سمجهه ۽ سرتي ڪم ڪري نه ٿا سگهن، جتي اوديا ۽ اگيان جو اوٺو اڳيان هٽندي ٿي نه ٿو، جتي تن جي لهت ۽ من جي ممتا منجهي ٿي ٿي، جتي خام خيال ۽ خيالي خطرا ستائين ٿا يا جتي جيون ياترا ۾ ڏڪا ۽ ٿاٻا لڳائي ٿا وجهن، اتي ستگروءَ جو سهارو ۽ ساٿ هٿي ڏيندو، مرشد جي مت ۽ مهر آسائي آڻيندي، گروءَ جو آڳوڻو ۽ آتم جوتي روحاني راهه روشن ڪندي. ستگرو شيوڪ جي وهاڪ جو رکوال ٿي، سڌيءَ سڙڪ تي هلائيندو، خامين ۽ خطائن کان بچائيندو، روڙا ۽ رنڊڪون دور ڪندو، مشڪل آسان ڪندو ۽ سلامتيءَ سان وقت سر پار پهچائيندو. سو جهد ۽ جتن، اڌم ۽ اڀياسنا، سيوا ۽ سادن، شيوڪ کي ڪرڻا آهن، باقي مدد مرشد مان ملندي. پار پهچي، شيوڪ کي ٿي خود مرشد واري پدوي حاصل ڪرڻي آهي. گروءَ جي ڪندڙيءَ سان مواسي من جو قلعو قبضي ۾ ڪري، آتما جو راڄ پاڻ پرپا ڪري، اهڙي هلائڻو آهي.

ستگوروءَ جي ضرورت محسوس ڪرڻ ۽ مهما ڄاڻڻ ڪانپوءِ، سندس سهائتا ڪرڻ سوالي ٿيڻ کپي. سچ ۽ ڪوڙ جي پوري پرک ڪرڻ گهرجي، ڇو ته اڄ هرڪو گهر ڇڏي ڪيل يا رنل، گيڙوءَ رنگا ڪپڙا، اڇا اداسي يا نيلا وستر پهري، چار چيلا چانڊي گڏ ڪري، پاڻ کي گورو سڏائي، جهانجهه، جهنڊو وڄائي يا ڇو منتر جا ڇالا ماري، پرماتما ڏانهن پاسوورت ڏيڻ جي هام هڻي ٿو. جو پاڻ انڌو آهي سو ٻين کي ڪيئن واٽ ڏسيندو؟ جو پاڻ پوئلڳن جو محتاج آهي سو ٻين جي پرداخت ڪيئن ڪندو؟ جو پاڻ سڪلو آهي سو ٻين جي سڪڻ کي ڪيئن پوريندو؟ جنهن پاڻ نه تاري سو ٻين کي ڪيئن تار مان تاريندو؟ جو پاڻ حرص حواس جي هلاڪين ۾ هٿوراڙيون هڻي ٿو سو اڳلن کي عشق اگم ۾ ڪيئن آڻيندو؟ جو پاڻ پاڪائي ۽ ڪوڙ ڪپت ۾ گستو پيو آهي سو ٻين کي سچ ڪيئن سلي سگهندو؟ ڪوڙ ڪوڙ سان گڏ ٿو ته سچ اوروائي ٺهجي پوندو! تنهن ڪري گوروءَ امرداس صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| گوروءَ جنهان ڪا انڌلا - سک ڀي انڌي ڪرم ڪرين | راڳ رامڪلي، محلا |
| اوءِ ڀاڻي چلن آپڻي - نت جوٺو جوٺ ٻولين. | تيجا، وار (١٠) |

ستگور اهو جو وڪارن جو نورت ڪري، ڀرم، ڀڃي ۽ پاپ ناس ڪري، اونده ۽ سوجهرو آڻي، اوديا دور ڪري، ڪمت کي سمت ۾ بدلائي، ڪوڙ مان ڪڍي سچ ۾ آڻي، موهه مان ڪڍي تياڳ ۾ آڻي، جيون ٻالڪ جو ڀيت ٻڌائي، هردي جي ٻاس ٻجهائي، آنند ۾ سک ۽ شانتي آڻي، نام جو گيان ڏئي، ڀڳتيءَ جو ڀنڊار بخشي، پرڀوءَ جو پريم لڳائي، رنگ رتو ڪري، جنم مرڻ جي چڪر کان ڇڏائي، پرم پد تي پهچائي ۽ جگياست ۾ جوتي جوت ڪرائي. اهڙوئي ستگوروءُ سچائي، سک ڪيس پوءِ پنهنجو پاڻ سنڌي لو ۽ پيڇو ڪري ٿو. نه ڪيس پٺي ڏئي ٿو ۽ نه سندس هٿ ڇڏي ٿو. سندس ٻالڪ پڪڙي، پند پوي ٿو. پوءِ پنيان وري ڪونه نهاري ٿو. گوروءَ رامداس صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| جس ملئي من هوءِ انند - سو ستگور ڪهيئي | راڳ گوڙي، محلا |
| من ڪي دبدا ٻنس جاءِ - هر پرم پد لهيئي. | چوٿان، شبد (١٤) |

اهڙو ستگور سچو آهي. اهڙو پارک پورن پارکو آهي. اهڙو وئد شفا ڏياريندو، ڇو ته ڪيس مرض ۽ دوا ٻنهي جي پوري ڄاڻ آهي. اهڙن ستگورن جي پٺيان سچو سنسار لڳندو ۽ سڀ امت فدا ۽ فنا ٿيندي، جيئن پوتمر گلن مٿان، ماڪوڙا مٺاڻ مٿان، پتنگ شمع مٿان ۽ عاشق معشوق مٿان، ٻدا ڪوٽ جي، ٻدا سرچ جي ۽ ٻدا ڊپ ٿياءَ جي، رکو توڪل جي لوهي آ. باقي اهڙا جهڙا ٻاوا ٻانڊڻ ۽ ساڌو فقير نه پنهنجي پيٽ پوڄا ۽

سڪڻي ناموس لاءِ، ڪٿين پيا ٿڙن ۽ ٿرڪن. نه آهي خود انهن جو نيتارو ۽ نه وري ليندو
انهن جي سِکن، شيوڪن جو. آهي ٻاڻ ته ٻڌي مرندا پر ٻاڻ سان گڏ چيلن چاٽين کي به
نهوڙي ناس ڪندا. ڪبير صاحب فرمائيو آهي ته وچ ڄر-وُل لي، اهڙن گورن جي ماءِ
جو ٻ متو ڪوڙاڻ گهر جي، جن اهڙن پاکنڊي پاپين کي جنم ڏنو، ڌرتيءَ تي ٻوجهه وڌايو،
شاسترن جو کنڊن ڪرايو ۽ سنگت جي ستياناس ڪرائي:

ڪبير ماءِ موُنڊءِ تِهه گوروُ ڪي - جاتي ڀرم نه جاءِ — سلوڪ، ڪبير
آپ ڏُبيءَ ڇهه بيد مِهه - چيلي ڊبتي اُهاءِ. — صاحب، (١٠٤)

هرڪو سڏ ڪندو آهي ته مان جمندي جام هجان، استاد ٿـي استادي ڏيکاريان،
مرشد ٿي مُريدي ماڻيان يا گوروُ ٿي گرُٻائي ڪمايان. اها ترشنا اهم ڀاوَ جي بنياد تي ٻيٺل
آهي. اهم ڀاوَ تي گرٻائي اهڙي اڏي سگهبي، جهڙو واريءَ متان ڪوٽ. صدقي شش
ٻڻجڻ بنا، نه اهم ڀاوَ جي جڙ ڪٽبي ۽ نه گرٻائي حاصل ٿيندي. ڪو هڪ واريءَ هوُند سچو
شيوڪ ٻڻجي، اهنڪار جي اوٽ ڇڏي، نهٺائيءَ، لماڻائيءَ، نمرتا ۽ انڙت جو آسرو وٺي،
تن، من ۽ ڌن سان، ستگوروءَ جي، سنتن جي ۽ سماج جي اشڪام شيوا ڪري، ته روُحاني راهه
جوُن مڙئي اوُچيوُن ٻدوٽوُن، ڏکيري ڏکيري پر ٻائوراڊو اچي سعدس ٻليءَ پون. مريديءَ
جي ماڳ تي اچي "مان" مرندي، مان مارڻي مرشد ملندو ۽ مرشد معرفت، مالڪ سان
ملاقات ماڻبي. "مان" مُٽجي ٿي محسوُس ٿيندو ته مان مريد آهيان ۽ نه مرشد، من مرشد
ملي ته مالڪ ۽ مان وچي مِلان. ٻهرتين ڏاڪي تي پير رکڻ کان پوءِ ٿي پوئين ڏاڪي تي
پهچڻ جي آخرين اميد رکي سگهجي ٿي. پر جي ڪو هٺ ۽ هيس هڻڻ سبب، سڌو پوئين
ڏاڪي تي ٽپڻ جي ڪوشش ڪندو ته پنهنجا هڏ گڏ ڀڃندو ۽ پوءِ پيرُ پيرَ ۾ ٻاٽي هلڻ کان
به لاچار ٿي پوندو. قدم قدم سنڀالي وک وڌائڻي آهي ۽ مقرر منزل تي پهچڻو آهي. اهو
آهي صاحبن جي سکيا جو سنيهو، پاڪ پيغام.

تنهن ڪري اي بندا، صدق، سڪ ۽ سچائيءَ سان، مڃتا، مرم ۽ مريادا سان،
مريديءَ جي مزوري ڪماءِ، ته من مرشد جي منظورِ نظر متان مرڪي، ته من مالڪ جـي
مهر جو متان مينهن وسي. مالڪ ته مدي کان ٿي مريد لاءِ مشتاق آهي ۽ مرشد معرفت
ملاقات لاءِ مانڊو آهي. رڳو مريد "مان" ماري ته سڀ پريان پڌ پائـي، پيهي پيهي
پساڻ پر. پاڻي پڇاڻا پسندو پاڻ ۾ ته مان مريد آهيان، مان مرشد آهيان ته مالڪ به،
مان پاڻ آهيان. ڏڌهين ٿيڏو هوس جو ٿي ٿي جدا ٿي ڏنم. هاڻي سڌو سمائو آهيان تـه

ٽيئي هڪ ٿا ڏسڻ ۾ اچن. اهو ازغيبي اسرار هو جو مالڪ ٻاڻ اچي دنيا ۾ ديسرو ڄايو هو ۽ من معرفت، مريديءَ ۽ مرشديءَ جا ملاڪڙا مچايا هئا. هيڪڙو ٻاڻ سان ٻاڻ وراڻي ڏسان او نه اهو هڪڙوئي هرمت، خياليءَ جا خيال ڏيکاري رهيو هو، ٽيئا رنگ رچائي رهيو هو، ڏويت جي ديوار وجهي رهيو هو ۽ هاڻي أدويت جو اظهار ڪري رهيو آهي. انهن وحدت جي وهڪ ۾ وهي ڪان پوءِ، مريد موت ڪيئن کائي ۽ مرشد، مرشدي مٿان ڪنهنجي هلائي؟ ٽيئي هڪ هئا، هڪ ٿي ويا ۽ اَڪنڊ آنند ۾ آستت ٿي ويا.

اڪثر طور، سِکه چاهيندو آهي ته گورو يا ستگورو، ديهه ڌاري ۽ موجوده هجي ته ستسنگ-چرڻن ۾ ويهي، ٽهل ڪجي، حال اورجي، سکيا پرائجي، آشيرواد وٺجي ۽ پاس پڙهجي. جيئن پار، ماءُ پيءُ جي سِڌيءَ سارَ سنڀال هيٺ رهي، ٿلهي ڦوڙهي ٿو يا شاگرد أستاد اڳيان ويهي، ابياس ڪري ۽ مشق پچائي، وديا يا هنر پرائيندو آهي، ليڪن ٿڪي سِکه ستگوروءَ معرفت، پهچون شڪائون ۽ سنديه دور ڪرائيندو آهي، نصيحتون وٺي عمل ۾ آڻيندو آهي، معيادي آزمائش ۽ ڪسوٽين مان لنگهندو آهي ۽ پار پار گوروءَ جو رمزون ۽ راز سڃاڻي، پرڪشائن مان پاس پئي، آتمڪ آزادي حاصل ڪندو آهي.

پر ڪي الله لوڪ، مست فقير، ملنگ ۽ درويش، اهڙا به ٿيندا ويا آهن جي وچوارن وسيلن کي وانجي، سِڌو سائينءَ جي سُرتيءَ ۾ لڳا وينا آهن. انهن جو مولي، مالڪ به آهي ته مرشد به آهي. جهڙوڪ گورو نانڪ جن جي موجوده مرشد جي، ملڪ کي ڪا معلوميت آهي؟ وري ڪي سکه قدرت مان، زماني مان، جيون مان يا ڌارمڪ شاسترن مان سکيائون وٺي، ايڪانت ۾ ايڪاگر ٿي، آتم گيان جو آنند پائي، پرت نگر جا نواسي ٿيا آهن. مثلا، ڏهين پاتشاهي، گورو گوبندسنگه مهراج جن، سِکن کي گرو گرنٿ کي، ستگورو مڃڻ لاءِ هدايت ڏني هئي. مطلب ته جتان سِکيا ملي سگهي ۽ روحاني سفر سڦلو ٿي سگهي، سوئي ستگورو آهي. ڇمبو ته رنگيءَ جا رنگ نيارا آهن. سچي سِک جي سامهون، ستگورو ٿي، ڪڏهين ڪهڙي روپ ۾ اچي ته ڪڏهين ڪهڙي روپ ۾. هو آهي اهوئي روپداري جو رنگ ٿو مچائي. رڳو من روپي ڪپڙو اڇو اوجل هجي ته ٻوڙهو رنگ لڳي.



## (٤) ستگورَ پر صدقُ .

(١) ستگورُ جِنـي ڏنـا ليـا - سي ڪـڙن سـواهـي
ستگور جنـي ڏناليـا - سي نِـربهـ اگهالـي
ستگـور جـني ڏنا ليـا - تِـن جـم ڏر ناهـي
جِن ڪمُ هوُنا ڪرپال هر - سي ستگور پيري پاهي
تن اُتَهِ اُتِهِ مُکه اُجلي - هر درگهه پيڌي جاهي .

[سري راڳ ، محلا چوٿان ، وار (١٤)]

(٢) پِڌ سِڌ وِڌ هر هر هر ميري - جنم پدارت گهر گنيـيرِ
لاکه ڪوٽ خوشيان رنگ راوِي - جو گور لاگا پائي جيءُ
درسن پيکتَ پِئي پُنيتا - سگـل اُڌاري ڀـالـي ميـتا
اگم اگوچر سوامي اَپنا - گور ڪرپا تي سچ ڌيائي جيءُ
جا ڪمُ کوجهه سرب اَپاتي - وَڏ ڀاڳي درسن ڪو ورلا پاتي
اوُچ اَپار اَگوچر ٿانا - اوهُ محل گـورُو ديکالـي جيءُ
گهَر گنيير اَمرت نام تيرا - مُکت پيا جِس وَسي وَسيرا
گور بندن تِن ڪي سگلي ڪاٽي - جَن نانڪ سهج سمائي جيءُ .

[راڳ مانجهه ، محلا پنجوان ، شبد (١٦)]

(٣) گورُ ميري پوُجا گور گوبند - گور ميرا پار برهم گور ڀگوانتُ
گـور ميرا ديو اَلکه اَبيوَ - سرب پوَج چـرن گـور سيوَ
گور بن اَوَر ناهي ميءِ ٿانءِ - اَن دِن جپهُ گورو گور نانءِ . (١٠٠)

---

١. قساوُ وکن ٿا . ٢. سب لِندرون . ٣. شرن اچن ٿا . ٤. هن لوک ۾ . ٥. پرلوک ۾ . ٦. عزت ۽ مانُ پائين ٿا . ٧. لو نِڌيوُن ٨. اَرڙهن سِڌيوُن . ٩. رِڌيوُن . ١٠. پرلو . ١١. ڳولهين ٿا . ١٢. اَپاءُ ، طريقا ، تجويزوُن . ١٣. بي اَنت ، اَپار .

گرُ ميرا گيان گرُ رديءِ ڌيانُ - گرُ گوپال پُرکہ ڀڳوان
گرُ کي سرڻِ رھئُ کر جوڙ - گرو بنا ميءِ ناھي ھور[1]
گرُ ٻوھت[2] تاري ڀؤ پار - گرُ سيوا جم لئي ڇُٽکار
انڌڪار مھہ گرُ منترُ اُجارا[3] - گرُ کيءِ سنگہ سگل نستارا[4]
گرُ پورا پائيءِ وڏ ڀاڳي - گرُ کي سيوا دُکہ نہ لاڳي
گرُ کا شبدُ[5] نہ ميٽيءِ کوءِ - گرُ نانڪ نانڪ ھر سوءِ.

[راڳُ گونڊ، محلا پنجوان، شبد (٩)]

(٤) اُنڌي ديکہ گرُ درسنُ - گرُ چرڻي مٿا
پٽري مارگ گرُ چلدا - ڀَکا ٿيري ھَٿا
اَکال مورت رديءِ ڌياندا - دِن رَٽڻ[6] جپتا
مَٿن چڏيا سگل اَپاڻو[7] - پرواسيءِ گرُ سمرٿا
گرُ اُڪشيا نام نِدانُ - سيو دکہ لٿا
ڀوکھ پيچھ[8] پايھو - پليءِ نام اکٿا[9]
نام دان اشنان درڙ - سدا کرھہ گرُ کٿا
سھج[10] ڀيا پرڀ پايا - جم کا ڀؤ لٿا.

[راڳُ مارو، محلا پنجوان، وار (٢٠)]

(٥) ستگرُ ميرا بيمحتاجُ[11] - ستگرُ ميري سچا ساجُ
ستگرُ ميرا سڀس کا داتا - ستگرُ ميرا پرکہ بڌاتا[12]
گرُ جيسا ناھي کو ديو[13] - جس مستک ڀاڳہ سو لاڳا سيو. (١٠١)

---

١. بيو کو. ٢. جھاز. ٣. روشنائي. ٤. ترِي پار ٿون ٿا. ٥. وچن، سکيا، حکم. ٦. رات.
٧. آھم ڀاوُ، مان مان. ٨. موج کرھو. ٩. بي انت. ١٠. گيان. ١١. ٿاٿ، سينگار. ١٢. قل
بخشيندڙ. ١٣. ديوتا.

ستگور ميرا سرب پرتپالي[١] – ستگور ميرا مار جيوالي
ستگور ميري ڪي وڏيائي – پرگٽ[٢] ڀئي هي سڀني ٺائي
ستگور ميرا تاڻ[٣] نتاڻ[٤] – ستگور ميرا گهر ديبان[٥]
ستگور ڪي هؤ سد بل جائيا – پرگٽ مارگ جن ڪر ڏيکلايا
جن گور سيويا تس ڀؤ نه بيائي[٦] – جن گور سيويا تن ڏک نه سنتائي[٧]
نانڪ سوڌي[٨] سمرت[٩] بيد – پاربرهم گور ناهي ڀيد[١٠].

[راڳ ڀيرؤ، محلا پنجوان، شبد (٢٤)]

(٦) جهان ستگور رس مليئي – سي پوري پرک سجاڻ[١١]
گور مل ڀؤجل لنگهيئي – درگهه مهه پرواڻ[١٢]
نانڪ تي مک اوجلي – ڌن[١] اپجي[١٣] شبد نيساڻ[١٥].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٢)

(٧) پوري[١٦] لکهي لو مليئي – جن پورا گورو اسيا
نانڪ ٻڌا گهر تهان – جتي مرت[١٧] نه جنم جرا.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٨) ستگور ميرا وڏ سمرٿا – جيئه سمالي[١٨] تان سڀ ڏک لٿا
چنتا روگ گئي هؤ پيڙا – آپ ڪري پرتپال جيئه.

راڳ، مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٩) ستگور پڇي پڇ ٻوهِٿ[١٩] – ايها ڪرڻي سار.
ستگور ڪونٿه ڪڙي[٢٠] ڪري – شبد سوارڻهار.

راڳ، مانجهه، محلا پهلا، وار (١٢)

(١٠) گور ڪا ٻچن سدا اٻناسي[٢١] – گور ڪي ٻچن ڪٽي جم ڦاسي
گور ڪا ٻچن جيئه ڪي سنگ – گور ڪي ٻچن رچي رام ڪي رنگ.

راڳ، گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٥)

(١١) ستگور درسن اگن[٢٢] نواري[٢٣] – ستگور ڀيٽت هؤمئي ماري
ستگور سنگ ناهي من ڏوليئي[٢٤] – امرت باڻي گورمک بوليئي.

(٢٢)

---

١. سنڀال لهي ٿو. ٢. ظاهر. ٣. ٻل. ٤. نرٻلن جو. ٥. دربار. ٦. وڙهي. ٧. ستائي، ڪشت ڏئي. ٨. ڪرلڻيا قولهيا آهن. ٩. سمرتيون. ١٠. تفاوت، فرق. ١١. سياڻا. ١٢. قبول پون ٿا. ١٣. اُٿي. ١٤. پيدا ٿئي ٿي. ١٥. جهنڊو. ١٦. اندر اچڻ جي موڪل. ١٧. مرڻ. ١٨. اندر ۾ ياد ڪريان ٿو. ١٩. ٻيڙو، وٽ. ٢٠. سچو. ٢١. نهچل، قائم دائم. ٢٢. واسنائن جي باهه. ٢٣. دور ڪئي آهي. ٢٤. چنچل، ٿڙڪندڙ.

(١٢) سچل جنم - هووي پرواڻ
گرو ٻار برهم - نڪٽ[1] ڪر جاڻ.

(٧٠)

(١٣) اَنِ ڏِن[2] جپُهُ گوڙو گرو نام - ناليِ سِتّ[3] پٽي سگاي ڪام
دوسُ دکِ سيٽلُ مَن پٽي - جنم جنم ڪي ڪِلوِک[4] گٽي.

(١١٢)

(١٤) جا ڪيو من - گرو ڪي پرتيت[5]
تس جن آوي - هر پرڀ چيت.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨)١٥

(١٥) اَئوڌ اَنل تَن ٽرن ڪو[6] مندر - چهه ڏس ناتُ ٿهيو
ڪهه ڪبير پرڀ ساگر ٽرن ڪئو - ميو ستگرو اوٽ لهيو.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٩)

(١٦) بن گرو ڪوئي نه رنگيئي - گرو مليئي رنگ چڙهاءِ
گرو ڪي ڀئي[7] ڀاءِ[8] جو رلي - صفتي[9] سچ سماءِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)٩

(١٧) پورا ستگرو پيٽيا - سڦل جنم هَمارا
نام نوي لڌ ڀاڻا - پري آکت پندارا.

١٤(٣)

(١٨) گرو سرڻالي جوهر[10] نه ساکي - دوجو نه ڪِي سمتاڻي
اَوگت ناٿ نرنجن راکي - نرپَهُ سڄُ لِو لائي.

راڳ گوجري، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٣

(١٩) نانڪ ستگرو سو ڏنُ سَنٽهيا[11] - جو جيئه مهه رهيا سماءِ
رنگ لسي ڪيا اَڪلا - ونڌي[12] چڙي[13] چڙاءِ[14].

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (٥)

(٢٠) اَنسا ستگرو سنرتي ڀاڻي - جِس مستڪ هر لِکِ پايا
جَن نانڪ بلهاري گرو آپڻي وِٽهه - جِن ڀرم ڀُلا مارگ پايا.

(١٢)

(٢١) ستگرو مليو - ته سَهسا[15] جائي
ڪِس هئُ پوجئُ - دوجا نڌر[16] نه آئي.

راڳ گوجري، پڪٽ نامديو، شبد (١)

---

١. نزديڪ. ٢. رات. ٣. سچل ٿين ٿا. ٤. پاپ، گناهه. ٥. ڀروسو، شرڌا. ٦. هي سرير ڀينتا ۽ فاني آهي جنهن کي ڪال روپ چوڌاري وڙهي وينو آهي. ٧. ڀؤ. ٨. پريم. ٩. مهما. ١٠. نهارڻ، ڏِسڻ. ١١. عطا ڪيو آهي. ١٢. جام، پيحد. ١٣. سهو سون. ١٤. ڏيهون ڏيهن وڌندو ٿو وڃي. ١٥. ڀرم سنسا. ١٦. نظر پر.

(٢٢) پڙهه وچڙيان پيي ملهه - جي ستگر لاڳهه ساچي باڻي
ستگر سدا ديال هـي - اوگڻ شبد جلاڻي.

راڳ وڏهنس، محلا ٿيجا، ڇنت (٤)١.

(٢٣) ڄڻ ڪئو ستگر پيٽيا - سي هر ڪيرت سدا ڪماءِ
اڇنت هر نام تن ڪي من وسيا - سچي شبد سماءِ.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٦)، [سلوڪ محلا ٽيجا]

(٢٤) چاري ڪُنڊا سوڌيا باڻي - وڻ ستگر ناهي جاءِ
وڏ ڀاڳي گر پايا پاڻي - هر هر نام ڌياءِ.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٢٥) ڀمر سمر گر ستگر آڀا - سگلا دوک مٽايا
تاپ روگ گئي گر ٻچني - من لڇي ڦل پايا.

(٤٣)

(٢٦) هرديءِ نام وساهه - گور ٻڻي گرو ڏنهه
گر پوري سچ کهيا - سر سڪ سچا لهيا.

(٥٢)

(٢٧) گرو اپني ٻلهاري - ڄڻ پورن پنچ سواري
من چنديا ڦل پايا - پربي اپڻا سدا ڌيايا.

(١٩)

(٢٨) سَرب سکا ڪا داتا - ستگر تاڪي سرني پائيئي
دوسن پيٽ هوعَ اندا - دوک گيا هر گائيئي.

(٨٩)

(٢٩) سڀ ڪو آکي آپڻا پاني - گر لي ٻجهيءِ سو جان
جو بيڊي سي ابري پاني - شبد سچا نيشان.

راڳ سورٺ، محلا پهلا اشٽپديءِ (٩)٤

(٣٠) ڪرم ڌرم ڪچ ابچ نه آبو - بُهه ابچي نرمل ڪرٽي
چاڙ سيانپ سڄم نانڪ - لاگو گور ڪي چرٽي.

راڳ ڌنو گنداري، محلا پنجوان، شبد (٩)

(٣١) گر سک ميت - چلئو گر چالي
جو گر ڪهيءِ سوئي ڀل مانهو - هر هر ڪٿا نرالي.

راڳ ڌناسري، محلا چوٿان، شبد (٤)

---

١. ٻتي پرماتما. ٢. وچڙيل. ٣. ڳولهي ڏٺيون آهن. ٤. تپ. ٥. مرض. ٦. سکيا وني ٿو. ٧. ولو پيو آهي. ٨. پار پئي ٿو. ٩. اندرين لي قبضو. ١٠. ڪئي پيا چئي پٽاندڙ. ١١. فائديمند. ١٢. خاص، قلدائڪ.

(٣٢) پنج[١] سنگ گور اِي چوُ ٿي - دوُکهه اُر راڳُ[٢]
رِدي پرڪاس پرگٽ ڀيا - نِس[٣] ڀاسُر[٤] جاڳُ.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٢)

(٣٣) پنگل[٥] پربت پار پڙي - ڪَل[٦] چِتر[٧] ڪِيتا
اَندلي کِرپوَڻ[٨] سوجهيا - گور پيت ڀُيتا.

(٣٧)

(٣٤) نيدُرِيا[٩] ستگور ڏَر تيري - ڪر ڪرپا راکهه جن کيري
کهه نانڪ تِس گور بلهاري - جاڪي سمرن پئج سَواري.

راڳ گؤنڊ محلا پنجوان اشٽپدي (٨) ١

(٣٥) ڏنڊا ڏاڦوَٽ[١٠] رهه گئي - من مهه شبد آنند
ڏُرجن[١١] لي ساجن ڀئي - ڀيٽي گور گووند.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار (٣٦)

(٣٦) جِسا ستگور سُڻيدا - تسو هي مي ڏيٺُ
وِڇڙيا ميلي پرڀوُ - هر درگهه ڪا بسيٺُ[١٢].

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١)

(٣٧) اِڪ دو شيوَهه درد وَ ڀُنجائي - اوء درگهه پئدي ستگور ڇڏائي
هوَمي بدن ستگور توڙي - چِت چنچل چلڻ[١٣] نه ديا هي.

راڳ مارؤ، محلا پهلا، سولهو (١٦) ٨

(٣٨) گور ڪي دات نه ميٽي ڪوئي - جِس بخشي تِس تاري سوئي
جنم مرڻ دکه نيڙ[١٤] نه آوي - من سو پرڀ اَپر اَپارا[١٥] هي.

١٢) ١

(٣٩) گور لي پرُ جهي تان در سوُجهي-نام وهوُٽا[١٦] ڪَت ڪتاوُجهي[١٧]
ستگور شيوي ڪي وڏيائي - تِرشنا بوُکه گواني هي.

راڳ مارؤ، محلا تيجا، سولهو (١٣) ١

(٤٠) جو آيا سو سيڪو جاسي - دوُجي ڀاء پاڌا جم قاسي
ستگور راکي سي جن اُبري - ساچي ساچ سماني هي.

٤(١)

(٤١) پرگٽيا سوُر[١٨] نِس[١٩] مِٽيا اَندپارا - اَگيان مٽيا گور رتن اَپارا
ستگور گيان رتن اَت پاري[٢٠] - ڪرم ملي نِکه پاني هي.

راڳ مارؤ، محلا چوٿان، سولهو (١٠) ١

---

١. پنج وڪار. ٢. راڳ ۽ ڏيش، پريم ۽ نفرت. ٣. رات. ٤. ڏيهن. ٥. جڏو. ٦. ڇربت.
٧. گيان ڏني لو. ٨. ٽيڙي لوڪ. ٩. نند ڏڪا. ١٠. پٽڪڻ. ١١ دشمن. ١٢. پهچائيندڙ،
وڪيل. ١٣. وڪارن پاسي وڃڻ. ١٤. ويجهو. ١٥. بيحد نشچو. ١٦. بسنا، ڪانسراء.
١٧. وڙهن پيا. ١٨. سوُرج. ١٩. رات. ٢٠. اَمولڪ.

(٤٢) ستگور آڳــيءَ سڻس پيت ديءُ - جي ستگور ساچي ڀاويءَ
آپي ديـــا ڪرهُ پرڀ دالـــي - نانـــڪ الکِ سماويءَ.

راڳ ٻـڪاري، محلا
چوٿان، چؤپد (٤)١

(٤٣) منُ کن ڪِن ڀـرم ڀرم ڀهُ ڌاويءَ - ٻِل گُهر لهي واسا ڀانيئيءَ
گور انڪُس شبد دارُو سِر ڌاريو - گهر مندر آڻ وسانيئيءَ.

راڳ بسنت، محلا
چوٿان، شبد (٦)

(٤٤) ڪرمُ هوويءَ لسان ستگور ڀانيئيءَ - وِڻ ڪرميءَ پايا نہ جاء
ستگور مليئي ڪنچنُ هـونيئيءَ - جان هرڪي هوءِ رضاء.

راڳ ملار، محلا ليجا،
اشٽپدي (١)١

(٤٥) ٻِن ستگور ڪِنيءَ نہ پايو - مِن وکهُ ڪو پتيئاء
هر ڪرپالي ستگور ڀانيئيءَ - ٻيٽيءَ سهج سُڀاء.

٢(٥)

(٤٦) هـر ٻهُ پاپ ڪيئي اپراڌي - گور ڪاٽي ڪٽمَ ڪٽيت
هر هر نـــام ديٽو اوکڌ - جَــن نـــانـــڪ پتت پنيت.

راڳ ڪانـڙا، محلا
چوٿان، شبد (٥)

(٤٧) گور ڪي چرڻ - منِ ماهِ وسـاء
دکـ اَنيرا - انـــدرهُـــ جـــاء
آپــي ســـاچـــا - لـئي مـــلاء.

راڳ پرڀاتي، محلا
ليجا، شبد (٧)

(٤٨) ٻُوريءَ پـاکہ گور ڀانيئيءَ - اُپاء ڪتيءَ نہ پايا جاء
ستگور لي سهج اپجيءَ - هــؤمــيءَ شبد جلاء.

راڳ پرڀاتي، محلا
ليجا، اشٽپدي (٧)٢

(٤٩) پنچيءَ بَتنگہ مِرگہ پرنگہ ڪُنچر مين -
اِڪ اِندري پکڙ سنگهاري
پنچ ڀـوُت سَبل هـيءَ ديهي - گور ستگور پاپ نواري.

راڳ نٽ ناراڻ، محلا
چوٿان، اشٽپدي (٢)٦

(٥٠) جُهڙ جهکڙ اوهــاڙ - وَهــن لکيسوي
ستــگور سڱ اُلاء - ٻيڙي ڏٻڻ ناهِ ڀوِ.

سلوڪ، محلا پهلا،
(٤)

---

١. سروُپ پر. ٢. نج سروُپ، ٻن اکين جي وچ، پنيان واري اک. ٣. ڪُنڊو. ٤. پڌبدو. ٥. مام، دوا. ٦. پاپي. ٧. پوتر. ٨. اُگيان. ٩. گيان. ١٠. ٻمج وڪار. ١١. هرڻ. ١٢. پونئرو. ١٣. ناس ڪري ٿي. ١٤. بلوان، پهلوان. ١٥. ڪڪر. ١٦. طوُفان. ١٧. مينهُن. ١٨. پڪاريندي.

## (٥) ستگُرُ لاءِ سِکَ.

(١) گور کا درسنُ دیکھ دیکھ جیِوان - گور کا چرڻ ڌوءِ ڌوءِ پیِوان
گور کي رِیڻُ[1] نِت مجنُ[2] کرئُ - جنم جنم کي هؤمیِ مئل هرِءُ[3]
تِس گور کئُ جهوُلاوءِ پاکا - مها اگن تي هات دي راکا
تِس گور کيءِ گرِه[5] ڍوؤءِ پاڻي - جس گور تي اَکل گت جاڻي
تِس گور کيءِ گرِه پیسئُ[6] نیت - جس پرساد[7] وئري سب میِت.

[راڳُ گؤڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٩)]

(٢) اَنتر[8] گورُ آراڌڻا - جِهوا[9] جپ گور ناءُ
نیترِي[10] ستگور پیکڻا - سروڻي[11] سڻا گور ناءُ
ستگور سیتي رتیا - درگهه پائیئي ٺاءُ
کهُ نانک کرپا کري - جس نوُ ایهه وَٿُ[12] دیءِ
جگ مهه اُتم کاڍیئه[13] - وِرلي کیئي کیءِ.

[راڳُ گوجري، محلا پنجوان، وار (١)]

(٣) جِن جگ جیوَن[14] اُپدیسیا - تِس گور کئُ هئُ سدا گُهماُیا[15]
تِس گور کئُ هئُ کُنبیئيءِ[15] - جِن مَڌ سوُدن[14] هر نام سڻایا
تِس گور کئُ هئُ وارڻيءِ[15] - جِن هؤميِ بِکهه[16] سب روگ گوایا
تِس ستگور کئُ وَڏُ پُن[17] هيءِ - جِن اَؤگڻ کٽ گُڻي سمجهایا[18]
سبو ستگور نَن کئُ پیئیا[19] - جِن کيءِ مُکھ[20] مستک یاکھ لِکه پایا.

[راڳُ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٧)]

---

١. ڌوُڙ. ٢. اِشنان. ٣. لاهیان، صفا کریان. ٤. پکو، وچڙو. ٥. گهر ۾، جاءِ تي. ٦. اَن پیِهان. ٧. ٻاجهه. ٨. من ۾. ٩. زبان. ١٠. اکیُن. ١١. ڪَن. ١٢. شيءِ، بخشیش. ١٣. ڪوٺیا وڃن ٿا. ١٤. پرماتما. ١٥. بلهار وڃان، قربان ٿیان. ١٦. وش، زهر. ١٧. ڀاڳ. ١٨. ٻُوجهه وڌي آهي. ١٩. مليو. ٢٠. اُمر، مها.

(٤) هـوءِ نماڻـي پڇ[1] پـوان - پـوري ستـگـور پـاس
نماڻيا[2] گورُ مـاڻُ هـيءِ - گـور ستگور ڪـريءِ شاباس.
هڻُ گور سالاهِ نہ رَجڻوُن[3] - مـيءِ ميلي هـر پربهُ پاس.

سـري راڳُ، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٥) جس پياري سڱ نيههن - تِس آگـيءِ[4] مَـر چاليءِ
ڌِرگُ[5] جيوڻ سنسار - تـاڪيءِ پـاڇيءِ جيوڻـا.

سري راڳُ، محلا چوٿان، وار (٣)، سـلوڪ محلا دُوجا

(٦) اِڪ گهڙي نہ مِلتي تان ڪلجگ هوتا -
هُڻِ[6] ڪد مليئي پِرِ تُڌ ڀگوتنا
موهہ رئڻ نہ وِهاوي[7] نيند نہ آوي - بِن ديکي گور درباريءِ جيءُ.

راڳُ ماجهہ، محلا پنجوان، شبد (١)

(٧) هورُ سڀ پريت - مـايا موهہ ڪـاچا[8]
بنس جـاء - ڪـوُڙا ڪچ پـاچـا
جَن نانڪ پريت - ترپت گـور ساچا.

راڳُ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٨) هر مياهہ سجڻ پُرکَ - ميرا سِر تن ونهُ تَل رولِيءا[9]
جو سڪہ گور ڪار ڪماوهِ - هڻُ گُلم[10] تعان ڪا گوليءا.

راڳُ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٩)

(٩) گـور سالاهـي آپڻا - بهہ[11] پدِ رنگہ سياء
ستگور سيتي مـن رتا - رکيا بڻت بڻاء[12].

(٢٣)

(١٠) نو نو پـاء لگُہ گـور اُهي - آتـم[13] رام نهارِيـا
ڪرتہ بيچار هرديءِ هر رويا - هرديءِ ديکہ بيچاريا.

راڳُ آسا، محلا پهلا، شبد (١٦)

(١١) سُـڻ سجڻ ميري پريتم پائي - مـيءِ ميلهہ متر[14] سڪدانـا
اوهُ جيءُ ڪي ميري سڀ بيدن[15] جاڻي - نت سُڻاويءِ هر ڪيءا باتا[16].

راڳُ وڏهنس، محلا پنجوان، شبد (٩)

(١٢) ڪوئي آڻ ڪوئي آڻ ملاويءِ - ميرا ستگور پوُرا رام
هڻُ منُ تنُ هڻُ من تن ديوا - تِس ڪاٽ سريرا[17] رامُ.

راڳُ وڏهنس، محلا چوٿان، چنت (٣)١

---

١. پيرن تي ڪري ٿي پوان. ٢. هيڻيان ماڻهوُ جن کي عام طور مانُ، عزت ڪانہ ملندي آهي. ٣. ڍاپجان. ٤. اڳيان، پهريائين. ٥. اَجايو، نهڦل. ٦. هاڻي. ٧. گذري. ٨. ڪـوُڙي، بيڪار. ٩. ٽريءِ تي رکـي گهمايان. ١٠. پـانهوُ، داس. ١١. اُنيڪ نموُنن پر. ١٢. ايڪاگر ڪري. ١٣. آتما جي وسيلي. ١٤. ستگوروُ. ١٥. ويدن، پيڙا. ١٦. ڳالهيوُن، ڪٿائـوُن. ١٧. سر لڀ.

(١٣) سچُ ملي سچِئا - جِن ستگُر نال پيار
مِل پريتم تِني ڏِنا - سچي پريم پيار
منهي تي مِن مانيا - گُر کي شبد اپار
اُهي سچُ ملي نه وڇڙهه - جو آپ ميلي ڪرتار.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا تيجا

(١٤) ٻاوَ ملووان مل مل ڏووان - اهي من ٽڪو ڏيسا
سُڻ ميتا هئُ تيري سرڻائي آيا - پريب ملهُ ڏيهه اُپديسا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(١٥) جَڳُ جهاڳي ميڏهن ڌرسي - ٻي گُر ڏيکڻ جائي
سمند ساگر هووي بهُ کارا - گُر سِکُ لنگهي گُر ٻهه جائي
سڀ دِنس وٺڻ ڏيکڻ گُر اُپنا - وچ اکي گُر پير ڌراهي
اَنيڪ اُپاءَ ڪري گُر ڪارڻ - گُر ڀاوي سو ٿاءِ پائي.

راڳ سوهي، محلا چوٿان، اشٽپدي (١)

(١٦) اَندر سچا نيهن - لايا پريتم آتمي
تن من هوءِ نهال - جان گُر ڏيکان سامهي
مِي ستگُر سيتي پرهري - ڪيُ گُور بن جيوان ماءِ
مي گُر ٻاڻي آڌار هي - گُر ٻاڻي لاگ رهاءِ.

(٢)

(١٧) سُڻ سجڻ پريتم ميريا - مي ستگُر ڏيهه ڏکاڻ
هئُ تِس ڏيوان مَن آپڻا - نِت هرديءِ رکان سمال.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٢)

(١٨) سوءَ سُٺندڙي ميرا مَن تن مؤليا - نام جهندڙي لالي
پيڌ جُلندڙي ميرا اَندر ڀنيا - گُر دُرسن ڏيکِ نِهالي.

(١٧)

(١٩) ڪر ڪرپا جاچڪ جن تيري - اِڪ مانگئُ دانُ پياري
ستگُر ڪي نِت سرڌا لاڳي - موکئُ هر گُر ميل سواري.

راڳ نت نارائڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي(١)٥

---

١. ستگُورُ. ٢. سکہ. ٣. ستگُور ۽ سکہ. ٤. مهٽيان، پيڙوُن ڏيسان. ٥. اُرپن ڪريان. ٦. طوُفان. ٧. رکان. ٨. ٺڪاڻو. ٩. آموُن سامهوُن. ١٠. پريت، پريم. ١١. ٽيڪ، حڪم. ١٢. ڏيکار. ١٣. ياد رکان. ١٤. مٺماٺ. ١٥. گد گد ٿيو. ١٦. ٻهار. ١٧. ستسنگ ڏانهن هلڻ ويندي. ١٨. منگتو. ١٩. شڌاري، ڏکي لڳائي.

(۲۰) اَنِيڪ جنم پاپ ڪر ٻوڙي - هڻ لئہ سر ٽاڪس آئي
دِيا ڪرهہ رکہ ليوهہ هر جيئہ - هر لاڳهہ ستگور پائي.

راڳ لسکاري، محلا چوٿان، ڇنت (۳)۱

(۲۱) گور کي ساکي وِنهہ[1] وارِيا پائي - گور شبد وِنهہ ٻل جائي[2]
گور سالاهي سد آپڻا پائي - گور چرڻي چت لائي.

راڳ بسنت، محلا ليجا، شبد (۱۸)

(۲۲) گور کي چرڻ وِنهہ ٻل جاء[2] - گور کي گڻ اَن[3] دِن گاءِ
گور کي ڏوڙ ڪرهہ اشنان - ساچي درگهہ پائيئي مان.

راڳ ملار، محلا پهرون، شبد (۱۹)

---

۱. مٿان. ۲. قربان وڃان. ۳. رات ڏينهن.

## ستگُرُ جي مِلڻ مان ڦَلُ.

(١) ستگُرُ ڪِنُّ ٻل جاڻِيئي - جِتِ مليئي پرم گتِ[1] پائِيئي
سو[2] نَرُ[3] مَنِ[4] جَنِ[5] لوچِدي[6] - سو ستگُرُ دِٺا بُجهاءِ جيئُ
ستگُرُ مِليئي ڦَل پايا - جَنِ وِچهُ اَهنڪارُ[7] چُڪايا
دُرمَتِ[8] ڪا دکُ ڪَٽيا - ڀاڳُ ٻٺا مستڪِ آءِ جيئُ
ستگُرُ مِليا جاڻيئي - جِتِ مليئي نام وِڪاڻيئي
ستگُرُ ٻاجهُ[9] نہ پاءِو - سڀ ٿڪي ڪرم ڪماءِ جيئُ
جِنِ ستگُرُ سِنُ چِتُ لايا - تِني دُوُجا[10] ڀاءُ چُڪايا
نِرمل جوتِ تِن پِراڻيا - اوءِ چلي جنم سَوار[11] جيئُ.
[سري راڳ، محلا پهلا، گهر ٽيجا، اشٽپدي (١)]

(٢) هر ڪي سبب سُٺهُ جَن پائي - هر ستگُرُ ڪي لِڪ ساکي[12]
جِس دَرِ ڀاڳُ هوويُ مُکِ مستڪ - تِن جَن لِيُ هردي واکي
هرِ اَمرتُ ڪَٿا سِريشٽ اُتم - گُرُ بچني سهجي چاکي
تَهِ پِيا پرگاسُ مِٽِيا اَنڌيارا - جِئُ سُورج رَيڻِ[13] ڪِراکي[14]
اَدِسٽَ اَگوچرُ اَلکُ نِرنجن - سو دِکيا گُرمُکِ[15] آکي.
[سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٢)]

(٣) پايا[16] لعل رتنُ - مَن پايا
تَن سيتل مَن سيتل ٿِيا - ستگُرُ شبد سَمايا. (١٠ و.)

---

١. موکش، مڪتي. ٢. داوتاؤن. ٣. اِنسان. ۴. مُني رشي. ۵. شيوڪ. ٦. چاهين ٿا. ٧. اَهم ڀاءُ. ٨. کُمت. ٩. بنا، ڪانسواءِ. ١٠. دُوئيت، ٻيائي. ١١. سڦل. ١٢. سِکيا، اُپديش. ١٣. رات. ١۴. ختم ڪري ٿو ڇڏي. ١۵. گوروءَ معرفت. ١٦. نام روُپي اَملهه هيرو.

لائـي پـوَکـ پـرشن سپ لائـي - چيتا سگل پساري
کُـر[2] مستڪ گـور پوَري ڌرپو - من جيتو جگ ساري
پرپت اَڳهاء[3] وهي رد اَنترِ - ڏولن[4] لـي اَپ چوڪي[5]
اَنت خزانا ستگوَر ديئا - لـوٽ لهي ري موڪي[5]
اَچرج[6] ايڪ سمهه ري پائي - گـور اَئـي بوجهه بجهائي
لاهـہ پوڏا[7] ناڪر جگ پيئيو - لڳ پسري لـاٽ پرائي
ڪهيو نـہ جائي ايهه اَچنبو[9] - سو جانـي جـن چاکيا
کهه نانڪ سچ پئي پڳاسا[10] - گـور نڌان[11] وديءَ ايءَ راکياه.
[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٦١)]

(۴) اماوس آتم سکي پئي - سنتوکھ[12] ديئا گـور ديـوَ
من تن سيتل سانت سهج[13] - لاگا پربـ ڪي سيوَ
ٽوٽي بندن بهه وڪار - سفل پوَرن تاڪي ڪام
ڏرمت مٽي هوَمي ڇٽي - سمرت هر ڪو نام
سرن گهي پار برهم ڪـي - مٽيا آواگـوَن[14]
آپ ترپا ڪٽمب سڱ - گـڻ گوبند پربـ روَن[15]
هر ڪي ٽهل ڪماوڻي - جپيئي پربـ ڪا نام
گـور پوَري لي پـاپا - نـانڪ سک بسرام[16].
[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿتي (١۵)]

---

١. ڪاماتوَن. ٢. همٿ. ٣. پوَري ٿي. ۴. پنڪ. ۵. ختم ٿي وڃڻ. ٦. عجب جي ڳالهه.
٧. اَگيان جي اَنڌ. ٨. لدا، گسلا. ٩. اَچرج. ١٠. پهڪڻ. ١١. خزانو. ١٢. سنتوش، شانتي.
١٣. سوَلائيءَ سان. ١۴. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١۵. جاپ ڪرڻ. ١٦. آنند.

(٥) ھيري ھيرا[1] ٻيڌ ٻون[2] منَّ - سھجي رھيا سمائي
سگل جڳ ان ھيري ٻيڌي - ستگور ٻجھي ميۡ پائي
ھر ڪي ڪتا اَناحد[3] ٻاڻي - ھنس[4] ھُئہ ھيرا ليۂ پڇالي ۔ (۱۰۰)
ڪھ ڪبير ھيرا اَسُ[5] ديکيو - جگ مھ رھا سمائي
گپتا[6] ھيرا پَرگٽ[7] ڀيو - جَب گور گُر[8] ديئا ڊکالي ۔

[ راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (۳۱) ]

(٦) ڏيکه نہ ڏولا[9] تتؤ[10] لکہ[11] - جڳہ[12] من ڪي ڀرما
ڀرم ڪاٽي گور آپڻي - پاتي ٻسراما
اوء بکاڏي[13] ڏوکيئا[14] - لي گور لي ھوئي[15]
ھر چولي اَپ اوتا ٻي - اوء ھر لي چولي ۔ (۱۰۰)
ميرا تيرا جانتا - تبھي لي بندا[16]
گور ڪاٽي اگيانتا - تَب ڇُٽڪي ڦندا[17]
جَب لگ حڪم نہ ٻوجھتا - تبھي لئہ دکيئا
گور مِل حڪم پڇاڻيا - تبھي لي سکيئا
نا ڪو دشمن دوکيئا - ناھي ڪو مندا
گور ڪي سيوا سيوڪو[18] - نانڪ خصمي[19] بندا ۔

[ راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (۱۱۹) ]

(٧) ستگور مليئي ڏاؤس[20] لنميا - نج گھر وَسيا[1] آئي
نام وِھاجي[21] نام لئي - نام رھي سمائي

---

١. جڏھين انسان جي سُرتي پرماتما سان ٻڌجي ٿي. ٢. چنچل من. ٣. بي انت. ٤. جيڪي ٻڌڻ سمت ھوندا. ٥. اھڙو. ٦. ڳجھو. ٧. روشن، ظاھر. ٨. سچي راھبر. ٩. ڏنگو، الٽو وستو. ١٠. ھلان ٿو. ١١. ليستاء. ١٢. جيستاء. ١٣. وڪار. ١٤. دک ڏيندڙ. ١٥. جيتجي وڃا. ١٦. ٻڌڻ. ١٧. ڦاسوڻ. ١٨. پرماتما جو. ١٩. ٻندو، داس. ٢٠. ابڪاڳو ٿيو. ٢١. خريد ڪري ٿو، وٺي ٿو.

ڏاوڻ لڌيا ستگور ملينتي - ڏسرا ڏنار پاپا
تني امرت ڀوڃن سهج ڌن ايجي - ڄمب شبد جگت تم رهائيا
تـه انيڪ واڃي سدا اناحد هـي - سچي رهيا سمائـي
اِءَ کهي نانڪ ستگور مليئتي - ڏاوڻ لڌيا نج گهر وسيا آئي.

[راڳ آسا، محلا تيجا، ڇنت (۴)۲]

(۸) مِرتڪ ڪڙ باهر ڪـن ساسا - ڀيڙت آن مسـلاڻـا
پسون ٻرڻت مکڌ پئي سرڌلي - هـر ناما مکه گايا
ٻوري گور ڪي ديک وڏائي - تاڪي قيمت ڪهڻ نه جائي. (١، ر٠)
دوک سوگ ڪا ڍاهيو ڏيرا - انند منگل بسراما
من بانڇت ڦل ملي اڇنتا - پورن هوئـي ڪاما
ايهان سک آگي مک اوجل - مٽ نئي آوڻ جائـي
اوپٽ پئي هردي نام وسيا - اپني ستگور ڪي من ڀائي
اوٺت ٻئنت هر گڻ گاوي - دوک درد ڀـرم ڀاگا
کهه نانڪ تاکي پورڪرما - جاڪا گور چرني من لاگا.

[راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (۲۱)]

(۹) جب لي درسن پيکي ساڌو - ڀلي دنس اوءِ آئـي
مها انند سدا ڪر ڪيرتن - پرک بڌاتا پائـي
اَب موهه - رام جسو من گايو
پيو پرگاس سدا سک من مهه - ستگور پورا پايـو. (١، ر٠)

---

١. گيان. ٢. مڙدا. ٣. ساهـ. ۴. وڃڙيل. ۵. پڏ ٻوان. ٦. آستان. ٧. گهريا. ٨. اوچتو.
٩. هِن لوڪ ۾. ١٠. پرلوڪ ۾. ١١. پسند پيا. ١٢. پورن. ١٣. سنت روپي گورو.
١۴. ڀلا، سڀاڳا. ١۵. پرماتما. ١٦. مهما، گڻ.

گرِ نِدانَ[1] رِدِ پيتر وَسيا - تان دُوکہ پڙم پڻہ ڀاڳا
ڏٺي براہم وَست اَگوچر - رام نام رنگہ لاڳا
چيت اَچيتا[2] سوچ اَسوچا[3] - سوڳہ[4] لوڀ موهہ ٿاڪا
هئُمي روگ مٽي ڪرپا تي - جم تي ڀيا بيباڪا[5]
گُر ڪي ٽهل گورو ڪي سيوا - گُر ڪي آگيا ڀاڻي[6]
ڪهہ نانڪ جن جم تي ڪاڍي[7] - تِس گُر ڪي قرباڻي.

[راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (۴)]

(۱۰) گُرو مليئي نام پائيئي - چُوڪي موهہ پياس[8]
هر سيتي من رو رهيا[9] - گهر هي ماهہ اُداس.

سري راڳ، محلا ليجا، شبد (۱)

(۱۱) مِل ستگُور سڀ ڏکہ گيا - هر سکہ وَسيا من آءِ
اَنتر جوت پرڪاسيا - اِيڪس سِئُ لِو لاءِ.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (۱۱)

(۱۲) ستگُور مليئي اُلٽي پئي[10] - نو نِد خرچ ڪاءِ
اَٺاره سِڌي پيڇي لڳيا ڦرن - نِج گهر وَسي نِج ٿاءِ
اَنهد ڌُني[11] سد وَڄدي - اُن مَن[12] هر لِو لاءِ
نانڪ هر ڀڳت تنان ڪي مَن وَسي - جن مستڪ لکيا ڌُر پاءِ[13]

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (۲۱)

(۱۳) جا ڪئُ کوجهہ سرب اُپائي[14] - وَڏڀاڳي درسن ڪو وِرلا پائي
اُوچ اَپار اَگوچر ٿانا[15] - اوهُ مهل گورو ڏيکائي جيئُ.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، شبد (۱٦)

(۱۴) گوُرگيان اَنجن[16] سچ نيتري پايا - اَنتر چانڻ اَگيان اَنڌير گنوايا.
جوتي جوت[17] ملي من مانيا[18] - هر در سوڀا پاوڻيا.

راڳ مانجهہ، محلا ليجا، اشٽپديءَ (۳) ۲۴

۱. پرماتما. ۲. چِنتائون ڌور ٿي ويئون. ۳. وِيچار ختم ٿي ويا. ۴. ڏکہ. ۵. اِيڊيئو. ۶. وَڻي ٿي، قبول ڪئي. ۷. جنهن مرڻ کان ڇوٽڪارو مِليو. ۸. اُڃ. ۹. وِرڪت. ۱۰. من جي ورتي بدلجي وئي. ۱۱. شبد جو سُر. ۱۲. تُرِيا اَوستا. ۱۳. مٿي ڪيان. ۱۴. ڳوليا ڪجي ٿي. ۱۵. پرماتما جو آستان. ۱٦. سُرمون. ۱۷. جيو جي جوت، پرماتما جي جوت پر ڳڏجي وئي. ۱۸. پڪيو پيدا ٿيو.

(١٥) گرو مِلِيئي - مَل اَنڪ[1] سمايا
ڪر ڪرپا - گهر محل ڏکايا
نانڪ - هؤ ميغ مثار مِلايا.

واڳ - گوڙي، محلا پهلا، شبد (٩)

(١٦) گرو مليئي سڀ ميٽ ٻُڌ هوءِ - من تـن وسي سچ سوءِ
ساچ وسيئي ساچي سڀ ڪار - اُتم ڪرڻي شبد بيچار.

واڳ - گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١)

(١٧) گرو ستگرو داتي[2] پنٿ[3] بتايا - هر مليا آءِ پرڀ ميري
اَن[4] دن اَنند پيا وَڏڀاڳي - سڀ آس پڄي جن ڪيري[5].

واڳ - گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٢٠)

(١٨) چرن ڪمل گرو ڪي مک لاڳي - اُهنبڌ[6] ٽن سگل تياڳي
گرو ڪا شبد لگو من مينا - پاربرهم[1] نالي موهه ڏيشا.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٣٨)

(١٩) اَنند ڀئي گرو مِلت ڪرپال - ڪر ڪرپا ڪاٽي جم جالَ[7]
ڪهه نانڪ گرو پورا پايا - نالي بهڙ نہ وياپي مايا.

(٥٣)

(٢٠) ڪاٽ جيوڙي[8] ڪيئو داسرو - سنتن ٽهلائيو[9]
ايڪ نام ڪو ٿيئو پوُجاري - موڪئو اَچرج گورهِ ڏکايو
پيو پرگاس سرب اُجيارا[1] - گور گيان منهِ پرگٽائيو
اَمرت نام پيئو من ترپتيا - اَنڀي[10] ٺهرائيو.

(١٣٦)

(٢١) ڪر ڪرپا جنہ ستگرو مليو - من منڍر مهه ديپڪ[11] جليو
جيت[12] هار ڪي سوجهي[13] ڪري - تہ اس گهر ڪي قيمت[14] پڙي.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٧)١

(٢٢) گرو ڪا بچن[15] بسار[16] - موهه ڪيا پاريا
ميغ جيتيو جم اُپار - بهؤ نہ هاريا
ميغ پاير سرب نڌان - اَڪٿ ڪٿارئا[1]
هر دڙ گهہ سوڀاؤنت[17] - بانهن لُڏاريا[18].

(١٢)

١. پرماتما. ٢. ڪرپالو. ٣. سچي راهه. ٤. راسي. ٥. جي. ٦. ڪمس، اَهنڪار. ٧. جاري.
٨. موهه جي ڏوري. ٩. شيوا ۾ لڳايو. ١٠. نرڀئہ ٻيد پو. ١١. ڏيئڙو، چراغ. ١٢. سوڀ، ڪٽ. ١٣. سمجهه. ١٤. قدر. ١٥. ٻانهن ڏيئي. ١٦. ڪوُهه مان. ١٧. سرپياوان. ١٨. ٻيڙا پو تي لوهندس.

(٢٣) ڪيپ[1] نباهي ٻهڻ لاءِ[2] - گهر آئي ستونت[3]
ڪرا[4] دلاسا گور ڏيئا - آءِ ملي ٻگولت.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، پاون اکري (٥٣)

(٢٤) جڙي ڏنا ميرا ستگور پاؤ ڪر - تن ڪي سڀ پاپ گنوائي
هرءِ درگهه لي مک اوجلي - ٻهڻ سوهنا پائي
جن نانڪ منگي ڌوڙ تن - جو گور ڪي سک ميري پائي.

واڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٨)

(٢٥) ٻس ڏنا پوري ستگورو - هر ڏن سچ اڪت
سڀ اندينشي[5] مٽ گئي - جم ڪا پسو چُت.

(٢٩)

(٢٦) انڪ[6] پاپ ميري پر هريا[7] - ٻڌن ڪالي مکت پئي
الڌ ڪوپ مها گهور لي - پانهن پکڙ گور ڪاڍليئي.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٤٨)

(٢٧) ستگور مليئي آپ[8] گيا - ترپوٽ[9] سرجهي هوئي
نرمل جوت پسر[10] رهي - جوتي جوت ملائي.

واڳ آسا، محلا ٻيجا، اشتپدي (٥)٤

(٢٨) هر نيچ مڪلي انت[11] اپائي - دوجي ڀاؤ وڪار
گور پارس مليئي ڪنچن[12] هوئي - نرمل جوت اپار.

(٢)٩

(٢٩) ستگور مليئي من سنتوکيئي[13] - تان ترشنا پوک نه هوءِ
نام ندان پايا - پر گهر[14] جاءِ نه کوءِ.

واڳ گوجري، محلا ٻيجا، شبد (٧)

(٣٠) ٻرهم[15] ٻره ڪري سڀ جگ ٻري - ميري پياس نه جاءِ
نانڪ ستگور مليئي ميري پياس گئي - پسر[15] پايا گهر[16] آءِ.

واڳ ٻهاگڙا، محلا چوٿان، وار (٣)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٣١) جن ڪنڌ ستگور پيتيا - سي هر ڪيرت سدا ڪماءِ
اچنت هر نام تن ڪي من وسيا - سچي شبد سماءِ
ڪل[17] اداره آپڻا - موکه[18] پدوي آپي پاءِ
پار ٻرهم تن ڪنڌ سنتشٽ[19] پيا - جو گور چرني جن پاءِ.

واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا ٻيجا

---

١. رساڌري. ٢. نفعو. ٣. عزت سان. ٤. سڪدائڪ اپديش. ٥. پرم، سنسا. ٦. ڪيترين. ٧. مٽائيا. ٨. اهم پاؤ. ٩. ليٽي لوڪ. ١٠. جلي رهي آهي، پکڙجي رهي آهي. ١١. آئي، لمام. ١٢. سون. ١٣. شانت پراپت ٿيو. ١٤. غلط جڳهه تي. ١٥. پرماتما. ١٦. پنهنجي اندر. ١٧. ڪٽنب، آکهه. ١٨. موڪش، مڪتي. ١٩. راضي ٿيو.

(٣٢) ستگورُ بِنُ نُرِتِ نرارِي[1] - بھڙ نہ گرِبِ[2] مجھاري جيءَ
نانڪ گيان رَتنُ پرگاسيا - هر من وَسيا نِرنڪاري[3] جيءَ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٨)

(٣٣) گور ساکِي اُلٽر جاڳي - تان چنچل مت تياڳي
گور ساکِي ڪا اُجيئارا[4] - تان مِٽيا سگل اَنڌارا
گُور چرنِي من لاڳا - تان جم ڪا مارگ[5] ڀاڳا
ڀيءِ وچ نِربئُ پايا - تان سهجي[6] ڪي گهر آيا.

(١٢)

(٣٤) ٻريپ ڪي اُڪٿ ڪهاڻي - جن[7] ٻولِهِ اُمرت ٻاڻي
نانڪ داس وکاڻي گور پُوري تي جاڻي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٣٥) گور دکلائي مُوري[8] - جت مِرگ[9] پڙت هيءِ چوري
مُونڌ[10] ليني دوراجي - باجيتلي اَنهد باجي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (١٠)

(٣٦) وَڏ ڀاڳي گهر کوجيا - ٻايا نام نِڌانُ
گور پُوري ويکاليا - ٻريپ آتم رام پڇانُ.

راڳ سوهي، محلا ليجا، اشٽپدي(٤)٤

(٣٧) هر نام چِت لائي گور ميل مِلائي - مدُونا ونا هر نالي
سُکداتا پايا موهه چُڪايا - اَن دن نام سَمالي.

راڳ، سوهي، محلا ليجا، ڇنت (٣)٥

(٣٨) گور سُمدر مُوهن ٻاءِ ڪري - هر ٻريم ٻاڻي مَن ماريا
ميري هردي سُڌِ[11] ٻُڌ وسر گئي - من آسا[12] چِنت وساريا.

راڳ سوهي، محلا چوٿان، ڇنت (٤)٥

(٣٩) هڻُ ٻِرڀ اُداسي[13] ميءِ اِڪ رتن دَسايا[14] - نرمولڪ هيرا مليءِ نہ اُپايا[15]
هر ڪا مندر[16] تِس مَهِ لعل - گور کوليا پڙدا ديک ٿِئي نهال.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (١)

(٤٠) ترشن ٻُجهي ممتا گئي - ناٺي[17] ڀيءِ ڀرما
لِٺ[18] پائي آنند پيا - گور ڪيني ڌرما[19].

(٥٥)

---

١. آزاد ڪري ڇڏيو. ٢. جمڻ مرڻ جي چڪر کان ڇوٽڪارو مليو. ٣. پرماتما. ٤. اُهڃاڻ ڪيا. ٥. روشني، پرڪاش. ٦. گيان. ٧. سنت، مهاپرش. ٨. نالي، سڙنگهه. ٩. هرڻ. ١٠. بند ڪيا. ١١. لوڪ لڄا، سنساري وهنوار. ١٢. اُميدُون، آسرا. ١٣. ڳڻتي ۾. ١٤. ڪر ٻڌائي. ١٥. ڪوششُون، اُدم. ١٦. ٻيھجي من ۾. ١٧. ناس ٿِي ويا. ١٨. ٿانءِ، اُڪاڻو. ١٩. ڌرم جو مارگ ڏيکاريو.

(٤١) ستگور مانيءَ نه رِاس ڪئہ جاڻيءَ - رهيءَ رضائي[٢] حڪم پڇاڻيءَ
حڪم پڇاڻ سچيءَ در واسُ - ڪالُ[٣] بڪال شبد پڇي ناسُ.

راڳ بلاول، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)٢

(٤٢) ڏُن واجي اَنحد گهورا - من مانيا هر رس موورا
گور پوُري سچ سمايا - گور آد[١] پُرک هر پايا
سڀ ناد بيدَ گور باڻي - من راتا سارنگ[١] پاڻي
نهه تيرٿ ورت ڪپ ساري - گور مليا هر نِستاري[٤].

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٤٣) سڀ لاهِ ٿُهي آس پوُري - ملي ستگور پوُريا
بِنوُنت[٥] نانڪ پريپ آپ ميلي - ڦر ناهي دوُک وسوُڙيا[٦].

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، چنت (٤)٣

(٤٤) هتُ[٧] مجهاڙو ميءَ ماڻڪ لڌا - مُلهه نه ڪهڌا ميءَ ڪوُ ستگور ڏِنا
ڍوُنڍيد وڃاڻي[٨] ليڪا ٿيا - جنم پدارٿ نانڪ جِتا[٩].

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٤٥) هرکن اوُچ نِيچ[١٠] هسر گاني - گور ستگور سنگ سڪي
جئہ چندن سنگ بسيءَ اِرنڊ[١١] - گن چندن ڪي پسڪي[١٢].

راڳ نٽ ناراڻ، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٤٦) وڏ ڀاڳي گور درسن پايا - گور مليئي هر پريڀ جاڻا[١٣]
دُرمت مئل گئي سڀ نِڪر[١٤] - هر اَمرت هر سَر ناتا[١٥].

راڳ ماليگوڙا، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٤٧) گور پُرکيءَ پُرک ملاء پريڀ - مل سنڱي[١٦] سُرت سماڻي
وڏ ڀاڳي گور شبد پايا - هر پايا سُکهن[١٧] سماڻي.

راڳ مارو، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٤٨) تُوُنو[١٨] آندا پرم ڪا - مڌ پيوُ پرگاسُ
ڪاٽي بيڙي[١٩] پگهه لي - گور ڪيني بند خلاص[٢٠].

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٤)

---

١. پرماتما. ٢. رضا، ڀاڻو. ٣. مرڻ ۽ جمڻ جو چڪر. ٤. پار ڪيو. ٥. وينتي ڪري چون ٿا. ٦. چنتائون. ٧. پهچي اندر. ٨. مهنجو پڻڪڻ پورو ٿيو ۽ من ايڪاگر ٿيو. ٩. کٽيو، سڦل ڪيو. ١٠. موُن نيچ. ١١. ٻرڪش، وڻ. ١٢. برابر ڪيا اٿم. ١٣. ڄاتم، پاتم. ١٤. لڪري وئي. ١٥. اشنان ڪيو. ١٦. ٻڌي. ١٧. سياڻن جو سوُنهون. ١٨. اٿندو، بيضو. ١٩. پيرن جوُن زنجيروُن. ٢٠. بنديخاني مان آزاد ڪرايو.

(۴۹) بِس داڻِ[2] جهڙ چمڪ چندائڻ ڏيکيءِ -

اُهڙِس[3] جوت بِرنتر پيکيءِ

آنندَ روُپ اَنوُپ سَروُپا - گُور پوُريءِ ڏيکاليا.

راڳ ماروُ، محلا پهلا، سولهو (٢) ٢١

(۵٠) ترشنا بوُجهي اَنتر ٻَليا[1] - گُور ٻوُجيءِ تِني اَنوُلنا گِنيا[2]

سُرت شبد رِد اَنتر جاڳي - اَمرتُ جهولِ[5] پيچا هي.

راڳ ماروُ، محلا پنجوان، سولهو (١٣) ٣.

(۵١) هؤميءِ گُور کوئي پَرکت هوئي - چوُکي سوڪ سَنتاپيءِ[6]

جوتي اَندر جوتِ سماڻي - آپُ پڇاڻا[7] آپيءِ.

راڳ ٽکاري، محلا پهلا، چهت (۴) ٢.

(۵٢) گُور درسُ پايا اَگيانُ گوايا - اَنتر جوتِ پرڳاسي

جنم مرڻ ڏکهه ڪِن مهه بِنسيءِ - هر پايا پرڀُ اَبناشي[8].

راڳ ٽکاري، محلا پنجوان، چهت (١) ۴، [ٻاهو پدو]

(۵٣) ستگور سَنت مليءِ سانت پائيئي -

ڪِلوِکهه ڏکهه ڪاٽي سڀ ڏوُر

آتم جوتِ ڀئي پَرڦوُلت[9] - پُرکهه نِرنجن[10] ڏيکيا حضوُر.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١)

(۵۴) آپي آپِ هيءِ آپي - سڀ آپن کيلُ ڏِکادا[11]

پايو نه جائي ڪهي پالنِ[12] ري - پرڀُ نانڪ گور مِل لاڌا[13].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦)

(۵۵) اَنڌڪوُپ مهه ڏيپڪ پَلِيو[14] - گُور رِديءِ ڪيئو پَرڳاسا

ڪهه نانڪ درسُ ڀيکِ سکهه پايا - سڀ پوُرن هوئي آسا.

(٣٨)

(۵٦) بانهن پڪڙ ڪڍ لِيني - گُرهه اَنڌ ڪوُپ تي مايا

ڪهه نانڪ گُور بندن ڪاٽي - بِڇڙت آنِ مِلايا.

(٧۴)

(۵٧) پِتر لڙپکُ[15] نه بوُجهيءِ بهڙي[16] - ستگُور ديئا ڏِکائي

سهج مليا آب هي سکهه پايا - ترشنا شبد بُجهائي.

راڳ ملار، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)

---

١. واٽ. ٢. بجلي. ٣. رات ڏينهن. ۴. وچڙيل کي ملايو آهي. ۵. آنند روُپي اَمرت جا ڍُڪ پيري ٿو. ٦. ڏکهه درد. ٧. پنهنجي سروُپ جي ڄاڻ پئي. ٨. اَمر. ٩. ٽِڙيل پئي آهي. ١٠. پرماتما. ١١. ڏيکاري ٿو، ڏسي ٿو. ١٢. طريقو. ١٣. حاصل ڪري سگهجي ٿو. ١۴. ٻريو. ١۵. واجهو، حاضران حضوُر. ١٦. منهنجي ڪوئي مَت.

(٥٨) گور مليئتي من وهسيئتي - جئُ وُنيءِ ڏوڙ سينگار
سپ ٻسيءِ هر ٻٺوليِ - سُرُ ٻري سُهيرَ لُـال.

واڳيم ملار، محلا پهلا، وار (١)

(٥٩) ڏس ناري ميءِ ڪري ڏهاڻن-گور ڪهيا اهِ. وسهِ ٻڪاڻن
ان سبندي وشائل جاءِ - هر گور راڪي هر لِـيوَ لاءِ.

واڳ پرڀاتي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٥)١

(٦٠) ڪبير ساچا ستگور ميءِ مليا - شبد جو باهيا ايڪُ
لاڳت هي ڀئِ مل گيا - پڙيا ڪليجي ڇيڪُ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٥٧)

(٦١) سچا پرپر پيار - گور پوري ني پاليئتي
ڪبهُو نه هوويءِ پنگ - نانڪ هر گڻ ڳائيءِ.

سلوڪ، محلا چوٿان، (١١)

---

١. موج ڀراچي لو. ٢. برسات پوڻ ڪري. ٣. زمين. ٤. سر سبز. ٥. للاءِ. ٦. اندروُن. ٧. وسين جي باهر. ٨. دوزخ. ٩. باڻ، تير. ١٠. زمين، ڏولي. ١١. ڇهڪ. ١٢. وڳهن.

## سَتگُرُو ۾ صدق ۽ سَتگُرُو لاءِ سِڪ.
## سَتگُرُو جي سِکيا مان ڦل.

انهيءَ باب جي شروعات ۾، اهو سمجهايو ويو هو ته جن جو سائينءَ ۾ صدق آهي ۽ جن جو ان ۾ سان پريم آهي، تن لاءِ رب جو رحم رهي ٿو. صدق ۽ سِڪ تي سدائين مهر جا مينهن وسندا آهن. ساڳيءَ طرح، هتي صاحبن اهو سمجهايو آهي ته جن جو ستگور ۾ صدق آهي ۽ جن کي ستگور لاءِ سِڪ آهي، تن کي ئي ستگور جي سِکيا جو ڦل پراپت ٿئي ٿو. نيٺ ته ستگور به اصليت جو نسل آهي، برهم جو روپ آهي ۽ جگديش جي جوت آهي. تنهن ڪري جگياسوءَ کي جڳائي ته ستگور کي سڃاڻي، سندس سهارو وٺي، منجهس وشواس ۽ پورن پريت رکي، جيئن ياترا جي سفر جو سانباهو ڪري. روحاني راهه لاءِ، صدق پهرين پوڙي آهي. صدق شروع ٿئي ٿو عقل ۽ فهم، دماغ ۽ دليل کان هيٺان لٿل جي وجهڻ سان. شيوڪ جي دل ۾ اهو دڙ ويساهه هئڻ گهرجي ته ستگور ئي آهي تجربيڪار، مسوڪيان جو ماهر، روحاني راهه جو رهبر، سمرٿ، سرو شڪتيوان، ڪلاوان، نام جو خزانو، انهد جو آبشار ۽ مهر جو مهراڻ. سندس ئي نديون، سرديون ۽ ردئن جو مالڪ آهي. سندس مُول منتر، مفيد ۽ مقبول آهي، شبد اٽل آهي، باڻي نهچل آهي، وچن اَملهه آهي ۽ آگيا مٺي آهي. ستگور آد جي آکڻ ڏياري، ڏيهه کي ڏيکاري رهيو آهي. سچا شيوڪ، اها ڏياري ڏسي، روحاني راهه تي وک وڌائيندا وڃن ٿا.

تنهن ڪري پوڄا ۽ ڌيان ڪرڻو آهي ته ستگور جو، گيان وٺڻو آهي ته ستگور وٽان ۽ گمڻ باڻي آهي ته به ستگور معرفت. پيا سڀ پراوا پاسا ۽ پلو، باڻيءَ جي پهوڙن مثل آهن، جي پيا پسائيندا ۽ پسائيندا مُور ڪونه. ستگور بيمحتاج، اپي اختيار، بينظير، بيڊپو، سچ جو سينگار، گناهن جو بخشيندڙ، پاپين کي تاريندڙ ۽ سُکن جو داتار آهي. سندس وڏائيءَ ۽ وصفن جي واکاڻ، ساري سنسار ۾ سمايل آهي. سندس داء ڪو به مٽي ڪونه سگهندو. ٻر جنهنجو پُورو ياڳ آهي ۽ جنهنجي مستڪ تي اهو ليک لِکيل آهي، تنهن کي ئي ستگور جي سِکيا ئي نصيب ٿئي. اهڙو شيوڪ، ستگور جا وچن سِڪ ڪري، اکين تي رکي ٿو ۽ سندس پلاند پڪڙي، وڃي پار پهچي ٿو. ستگور مليي، ٻي ڪا به دنيوي درڪار نه ٿي رهي. من جا مڙئي مونجهارا مٽجي ٿا وڃن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) بِن گور ڪوءِ نه رنگيئي - گور مليئي رنگ چڙاءِ
گور ڪي ڀيءِ ڀاوَ جو رلـــي - صِفتي سچ سمـاءِ.

راڳ آسا، محلا ٿيجا،
اشٽپدي (٣)٩

(٢) پنچ سنگ گُر تي ڇُوٽي - دُوک اَرُ ڀاڳـــــي
رِدي پرگاس پرگٽ ڀيا - نِس باسُرُ جاڳـــــي.
راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٢)

سِکَ، رُوحاني راهه جي پهرين ڏاڪي آهي. صدق مان ئي سک پيدا ٿئي ٿي. سواءِ سک جي، سڀ ساڌن سُکا آهن. پراڻن جي پڙهڻ ۾، سک وارا ته پيو پاڻـــي سگهندا ۽ ڌـــر ڏني شهيد ٿيندا. پلا صدق آئي ۽ سک جاڳي ڪانهي، سِر جو سانگو ڪيئن ڪندا؟ محبتي، مشتاق، مرشد جي سِک ۾ سِڪي ۽ سُڪي ٿو، وڇوڙي ۾ ورلاپُ ڪري ٿو ۽ وصل لاءِ واجهائي ٿو. ملي مشڪي ٿو ۽ وري نه ملي، پيو هردم لُوري ۽ لُـــڙهي، انتظاريءَ ۽ اُڪيراريءَ ۾، فڪر ۽ فراق ۾. هُو درسن لاءِ ديوانو آهي، آگيا لاءِ منتظر آهي، شيـوا لاءِ ششدر آهي ۽ جند جان ارپڻ لاءِ آتُر آهي. راز ڪان، ستگور شيوڪ سان وُسي ٿو ۽ رمز سان سانُس وَسي ٿو. اِئين ستگور، صدق ۽ سک جون پريکشائون وٺي ٿو.

اِڪ گهڙي نه مِلتي تان ڪاجگ هوتا - هُڻ ڪد مِليئي پريه تُڌ ڀگوَنتا
مُوهه رَيڻِ نه وِهاوي نيند نه آوي - بِن ديکي گُــر درباري جيئُ.
راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (١)

عاجزي ٿي، سِک آتِرُن نِزاريون ڪري ٿو ته هي دياڳ ڪرپالو، هي منهنجا سچا ستگور، مان تُنهنجي ناليءَ تان ٻهار وڃان، تُنهنجي درسن تان قربان ٿيان، تنهنجي وچــن تان صدقي وڃان. هي منهنجا مِتا مرشد، شال مان پيو تنهنجو نيڻن سان درسن ڪري ٿيان، ڪنن سان مِهما ٻُڌي ڪُٻان، مُک سان گُڻ ڳائي جُهلان ۽ پيرن جي خاڪ سان اشنان ڪري اُوجل ٿيان. هي منهنجا پيارا پريتم، شال مان تنهنجي در جي داس ٿيان، ٿوڪــي وِڄڻــو گهمايان، جهلــي ڇڪيان. شال مان تنهنجي حويليءَ ۾ صفائون ڪريان، پاڻي ڀريان، جنڊ هلايان، ڪاوالنيون ڪٽان. شال پيو تُنهنجي چائڪ چمان، ادب ۾ واڇي نمهن ۾ نمان، سِکي ساهه چڙهيان. شال مان تنهنجي گوان جو گولو غلام ٿيان، آگيا مڃان، ٽهل ڪريــان ۽ شيوا ڪمايان. شال منهنجو ڪنڌ، هميشه تُنهنجي چرنن تي ۽ ٻنهي تُنهنجي قاصدن جــي قدمن تي ڪِرِيل هجي. مَن کو ڏس ڏني ۽ محب ملائي ته متانس هؤلد سِر جي سَٽ ڏيــان، عضوي عضوي جــي آهون ٿي ڏيان ۽ جيءَ جند جي جانبازي لڳايان. شال مــان پرساڌ اوراڪهي، طوفان لتاڙي، درياءَ ٽپي ۽ سمنڊ پار ڪري به، وڃي ملهه مهانگي مرشد سان ملان. پوءِ شال قدمن کي قابو ڪري، قريب رهان ۽ قــبول پـــوان. شال منهنجي سک ثابت ٿئي، شردا ثابت پئي ۽ سروپ جي سوجهي ملي ته آتما آزاد ڪرايان.

ڪوئي آڻ ڪوني آڻ ملاوڻ - ميرا ستگرو ٻُوا رامُ ‏ ‏ ‏ ‏ راڳ وڏھنس، محلا
ھڪُ من تن ھڪُ من تن ڏيوا - تس ڪاڻ سريوا رامُ. ‏ ‏ ‏ ‏ چوٿون، ڇنت (٣)١

صدق ۽ سک جي سوغات جو ملھ يا موت آھي تل، من تن، امرت تل. انھيءَ تل جو اظھار، صاحبن لاثاني لفظن ۾ ڪيو آھي. سِک، ستگرو جي شيوا ڪري ۽ وچن ڪمائي اَڏجي ٿي، آسُون اميدُون پرحال ڪري ٿي، مٺھن مانگو ملھ ماڻي ٿو ۽ سچو سک حاصل ڪري ٿو. گرو مت جي مانڊاڻيءَ سان، من مڇھان مکڻ ولوڙي ڪڍي ٿو. رستي ٽڪيو انس، جتي آھي ڪي ڪين. جگ سان ٽوڙي، جگديش سان جوڙي ٿو. پسوءِ جگديش جگت ۾ ۽ جگت جگديش ۾ ڏسي ٿو. پريم جو پيالو پي، ليمھن جو نشو چاڙھي ٿو. اُنتي ٻاھر، اِھو اَملُ اکين ۾ اُنس ڀر نہ نہ ٻرڪوليءَ ۾ پرھوش آھي. دم دم ۾ ماري، وشواس جني وشرام ۾ ويٺو آھي. پنھنجو پاڻ ڇڏي، ديھ، وديھ ٿيو آھي. سدا سياءُ ۽ سيتدرم جي سماڌيءَ ۾ رھي ٿو. زبان ھلائڻ بنا، اَجپا جاپ جپي ٿو. ھاڻي اُھي ڪرم ڪمائي ٿو جو پيو ڪجھ ڪرڻو نہ رھيس. ڪرم اَڪرم ٻئي پاڻ ۾ ملائي، سن سماڌيءَ ۾ جيون گذاري ٿو. سنساري ڌھوارن ۾ آھي پر ڌھوارن ۾ لڳاءُ ڪونہ اٿس.

سو سِکيءَ جي واپار جي ڏي وٺ ۾، سِک ڪافي سَگھو ٿئي ٿو نہ ڪافي ورسجي نہ ٿو. ڦُرجي ٿو نہ ڦٻجي نہ ٿو. ڇا ٿو ڦرائي؟ سڀ اَوگڻ: ڪام، ڪروڌ، ڪُوڙ، ڪپٽ، ڪپڙيا، لوڀ، لالچ، موھ، ممتا، اَھنڪار، ابريتا، اَگيان، اَوديا، آسا، منشا، پيائي، ڀِي اَڪيائي، ٻيڌن، نفرت، نندا، چنتا، چنچلتا، دک، درد، ڏُلي، ڏُرمت، ٻُڌِ، ڀرم، تاپ، پاپ، سنتاپ، سنسا، وِڪار، وروڌ، تپت، جلن، وغيره، وغيره. ھاڻي ڦبائي ڇا ٿو؟ سڀ گڻ ۽ سڀ سک: اُوجلتا، اَبوجھائي، نرملتا، انماڻائي، شيوا، شانتي، شڪر، شرڌا، ڀولڙتا، پورنتا، سُمت، سُرلسي، سھاني، سنتوش، سمدرشٽي، ستسنگ، سمت سنگ، گيان، ڌيان، نام نڌان، نِڌيون، نسڌيُون، رڌيُون، بيدپاڪي، بيپرواھي، بيمحتاجي، ڏان، پرمارٿ، تياڳ، ويراڳ، موکش، مڪتي. اِھو آھي سِکيءَ جي سودي جو سماچار، جنھن ۾ ڪُوڙ جا اَنبار ڏجن ٿا تہ سچ جا ساٿ پرجن ٿا. ٻورڙيءَ جا ٻُور ٻري ٿي، ٻوڙيءَ جا ٺڪارا ٺوار ٿين ٿا. ھاڻي ھُنجي جي ويچار ڌارا، گُلن جي گلشن ۾ آھي.

مطلب تہ سچو سِک، ستگرو جي سنگ ۾، انھن ٿو بدلجي جيئن ڪم جو ڌڻ چندن جي ڌڻ جي سنگ ۾ يا لوھ پارس جي سنگ ۾. اھڙو سِک نام جو خزانو پائي، ستگرو جي شبد ۾ سُرتي رکي، رنگ ۾ رچي، اَنھد جي ڏُلي لڳائي، من مندر ۾ مالڪا جپي، پرماتما ۾

اُن لئي وڃي ٿو. اهڙي سِک جو جڏهن سڌڙو ٿئي ٿو، لوڪ پرلوڪ سُهيلو ٿئي ٿو، دنيا ۾ واسو ٿئي ٿو، هن گرهست ۾ اُداس آهي، آس ۾ نراس آهي، حال ۾ نهال آهي، من مندر ۾ مگن آهي ۽ تن ٽان ۾ رهواسي آهي. ڌن آهن اهڙا سِک، جن ستگرو جي سهاري سان، مائنٽي مهتا سان ۽ اَمرت باڻيءَ سان، پوڄل پار ڪيو آهي، ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ داخلا ورتي آهي ۽ وڇڙيل آتما کي وري وڃي پرم آتما سان ملايو آهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) گور گيان اَنجن سچ نيتري پايا – اَنتر چانڻ اَگيان اَندهيرو گنوايا — راڳ مانجهه، محلا
جوتي جوت ملي من مانيا – هر در سوڀا پاوڻيا. — ليکا، اشٽپدي (٣) ٢٤

(٢) هومي گور ڪوئي پرگٽ هوئي – چوڪي سوگ سنتاپي — راڳ ٽکاري، محلا
جوتي اَندر جوت سمائي – آپ پڇاڻيا آپئي. — پهلا، ڇنت (٤) ٣

اي بندا، ستگرو جي ضرورت ظاهر آهي، سندس ملاقات ممڪن آهي ۽ سندس سِکيا سکداءڪ آهي. باقي رهيا ٻهڙا اهڃاڻ ۽ لاڀ. جي اَٿئي، سي اوڏو آهين نه نه آڏو آهين. وشواس وڪ نه وشال ٿين، نيڻهن لباهه نه نزديڪ ٿين، خودي مٽاءِ نه خوشحال ٿين، مهتا ۾ هل نه مرادوند ٿين، شيوا ڪر نه سڦل ٿين، نام جپ نه نهال ٿين ۽ پتڻ ڏي نه پار پهچين. نهلپو لئي ٽهل ڪر نه ٽول لهين. شيوڪ جي شيوا شُمار لئي ٿي ۽ ثابت ٿئي، اُٺ ڪڏيا اَمر قل آٿي لئي، جن ڪاڏي پچاٽا، شيوڪ، ستگرو ۽ ايشور جا اَلڳ فرقا ۽ فقرا سڀ ٿسرار ٿين ٿا. اهو اَزغيبي اسرار رڳو ستگرو معرفت ڏسي سگهجي ٿو، بشرطيڪ شيوڪ صدق جي سرائيءَ سان، سڀ جو سُرمون پائي نه اکيون عين عشق جي اَڃ لئي اڃي اَڙجن، نه سهڻي سهراڻ کي سدائين سامهون ساکيات ڏسن ۽ اُنئي ڪُهيون وهن.

پر اي بندا، توُن نه متر ٿيڪين نه مطلب جي پاونا سان، جي ڪا ٽهه پيتا رکين نه مراد جي پاونا سان ۽ جي پلوءِ پائين نه پر ووڻيءَ جي پاونا سان. اهي سڀ پاوناٿون اجايون، اَشُد، اَسيت ۽ اَستشٽ آهن. اهي پاوناٿون پلائين ٿيون، پرائين ٿيون، پرنڪائين ٿيون، پرگهاٿون پرڳائين ٿيون ۽ پاوانئون ڪارائين ٿيون. سوچين سڪ ٿو ته پوڪين اَڪ ٻو نه ڦٽين لڙڪ ٿو. جي چاهين نه سچو سک پايءِ پري نه پاوناٿون بدلائي، سچايون، شُد، سَت ۽ سنتوشي ڪر، جو لوڪن ڪوُن لاڙو ڪجي، قرٽن ڪان فارغ لهجي، ڀڳوان جو پڙ جاڳي، پاڻي ۾ پيل رهجي، ستگرو جي سهاٽپ ٿئي ۽ ستگرو لاءِ صدق ۽ سڪ وڌي نه ساڌنا سڦل ٿئي، ديهيءَ اندر دلبر جو ديدار ملني ۽ نوُرِ نظر ۾ لئي نهال رهجي. ائين ڪري، اي بندا، جاڳي ڪر جڳ سان جيئندي جدائي، نه مڃي مدائي، جاڳي خدائي ۽ وري واڌائي. اِئين پاوناٿون بدلاءِ نه جيون بدلجي، قسمت ڦٽجي، اَزغيبي آڪاس مان اَسارو ڪڙي

چمڪي ۽ سائين سدمڪ لئي. اندر ۾ ٻي آهي، اهو نُور محل، مير محل، اگر ديس ڀا
آدي اُنهي ديس، جتي ستگرو سهڙائي سگهي ٿو، طائوسي تخت ٿي وهاري سگهي ٿو ۽
رُوحاني راڄ قائم ڪري سگهي ٿو. جڏهين اهو مرد ملاح ملندو تڏهين ٻيڙو ڪنهن تـــي
لنگهندو، سڪن جو ساٿ لهندو، اَصلي وطن اڳيان ايندو، وڇڙي جو وهم ويندو ۽ وصـل
جو واڄو وڄندو.



## (٧) ستگوروءَ اڳيان آرادنائون.

(١) ميري ستگور - اپني بالڪ راکهه ليلا ڌار[1]
دبهه سُمت سدا گڻ گاوان - ميري ٺاڪر اگم اپار
پَر ڌن پَر دارا[2] نندا - ان سڱ پربت لِوار[3]
چرن ڪمل شيوي رِد انتر-گور پوريءَ کي آڌار
گِره مندر محلا[4] جو دِسهه - نا ڪوئي سنگار[5]
جَپ لگ جيوهه ڪلي ڪال[6] مهه-نانڪ نام سمار.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٣٧)]

(٢) ستگور - آيو سرڻ تهاري
مليءَ سوک نام هر سوڀا[7] - چنتا لاهه هماري. (١٠ر٠)
اَور نه سوجهيءَ دوجي ناهر[8]-هار ٿڪو تَهُ دئاريءَ
ليکا ڇوڏ اليکيءَ چونهه - هم نِرگن ليهه اُباري
سد بخشند سدا مهروانا - سڀنا ديه اڌاري
نانڪ داس سبب پاڇيءَ[10] ٽڙيو-واکه ليهه اِهه باري[11].

[راڳ ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٩)]

(٣) ستگور اگيءَ اَرداس ڪر - ساجن[12] ديهه مِلاءِ
ساجن مليئي سک پايا - جم دوت مُئي بِکه کاءِ
ناوءِ اندر هٿُ وسان - ناءِ وَسيءَ من آءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ۴

(۴) ميري بيدن هر گور پورا جاڻي-هٿُ رهه نه سڪا بن نام وکاڻي[13]
ميءَ اوکڌ منتر دِيجيءَ گور پوري - ميءَ هر هر نام اُڌرِ ڻتي[14] جيئه.

راڳ ماجهه، محلا چوٿان، شبد (٣)

---

١. قدرت جا ڌڻي. ٢. استري. ٣. ختم ڪر. ۴. محل. ٥. سنگي سالي. ٦. ڪلجگ.
٧. وڏائي. ٨. ٿڪاٿو. ٩. بنا حساب ڪتاب جي. ١٠. تنهنجي پٽ وڙيي السر.
١١. هيءَ دفع. ١٢. پرماتما. ١٣. اچارڻ، جپڻ. ١۴. ڪري پار پوان.

(٥) ٻلهاري گـــور آپڻـــي ـ سد سد ڪـــرباڻــا
نانڪ نه وسرءِ اِڪ کِنُ[1] ڇِنا[2] ـ اِهه ڪيجيءِ دانا.

واڳ آســا، محلا پهجوان، شبد (١٠٤)

(٦) هـر ڪي جن ستگور سَبه پُرنا ـ ٻنڌُ[3] ڪرڻُ گور پاس
هر ڪيڙي ڪِرم[4] ستگور سرڻاڻي ـ ڪر ديا نام پرگاس.

واڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (١) [رهراس]

(٧) اَمرِت نيڪ ٻوري ميري ستگور ـ من سرن تُماري ٻڙيءِ
اَچيتَ[5] ايانــي ٻارڪ نــانڪ هم ـ تم راکهُ ڌار[6] ڪري.

واڳ گوجري، محلا پهجوان، شبد (١٨)

(٨) هـم اَندلي گيان هين[5] اَگياني ـ ڪئہ چــالــهہ مارگہ پنتا
هم اَندلي ڪئہ گــور اَنچل[7] ڏيجيءِ ـ جن نانڪ چلهہ مِلنتا.

واڳ جئسنتري، محلا چوٿان، شبد (١)

(٩) ستگور ٻِکيا[8] ديـــهِ مــيءِ ـ تون سمرت داتارُ
هؤ ميءِ گربُ[9] نِوارئيءِ ـ ڪــام ڪرود اَهڪارُ.

واڳ ســوُهي، محلا تيـجا، وار (١٥) ســلــوڪ محلا پهلا،

(١٠) ستگور ديـا ڪـــرهُ هر ميلهُ ـ ميري پريتم پراڻ هر رايا[10]
هم چيري[11] هوءِ لَگهہ گور چرڻي ـ جن هر پربهہ مارگُ پنٿ ڏکايا.

واڳ رامڪلي، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١١) مَد ســـوُڌن جگ جيون ماڌؤ[12] ـ ميري ٺـاڪر اَگــم اَپاري
اِڪ ٻِنئہ بينتي ڪرڻُ گور آگيءِ ـ مئن ساڌؤ چرن پکاري[13].

واڳ لت نــاراڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي ١(٢)

(١٢) گور داتا داتارُ هـيءِ ـ هئہ مانگئہ دان گــور پاس
چِري[14] وِڇُنيا[15] ميل پربهہ ـ ميءِ مِن تن وَڏڙي آس.

واڳ مــارؤ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٣) ڪرڻُ ٻنئہ گور آپني پريتم ـ هـــر وَر[16] آڻ مِلاويءِ
سُڻ گهن گهور[17] سيتل من مورا[18] ـ لال رَتي گڻ گاويءِ.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٢)

(١٤) هــم ٻارڪ گــور اَگم گساڻين ـ گـــور ڪـــر ڪرپا پرتپال[19]
بِکہ ٻوجل ڏُبدي ڪاڍ ليهُ پربهہ ـ گور نانڪ بال گپال[20].

واڳ پرڀاتي، محلا چوٿان، شبد (٢)

---

١. کِڻ. ٢. پل. ٣. ويئتي. ٤. نديو ڪيٽون. ٥. مؤرک. ٦. ٻاجهہ، مهر. ٧. بخشيش، آسرو. ٨. ڀِکيا، دان. ٩. مغروري. ١٠. راجا، مالڪ. ١١. داسي. ١٢. پرماتما جي اُستتيءَ جا جدا جدا نالا. ١٣. ڏيان. ١٤. گهڻي مُدت کان. ١٥. وڇڙيل آهيان. ١٦. پتي پرماتما. ١٧. ميهن. ١٨. گجگوڙون. ١٩. سنڀال. ٢٠. رکپال.

## (٨) ستگور جي ڪرپا.

(١) ستگورُ هوء دئيالُ - تہ سَرڌا پوُرِيئي
ستگور هوء دئيال - نہ ڪبھوُن جھوُرِيئي
ستگور هوء دئيال - تان دک نہ جاڻيئي
ستگور هوء دئيال - تان هر رنگُ ماڻيئي
ستگور هوء دئيال - جَم ڪا ڏَر ڪيها
ستگور هوء دئيال - سَدهٓي سک ديها
ستگور هوء دئيال - نوَ نِڌ پائيئي
ستگور هوء دئيال - تہ سچ سمائيئي.

[راڳ مانجھ، محلا پهلا، وار (٢٥)]

(٢) گور ڪي چرن هردئي وسائي - مِن چِنتت سَگلي ڦل پائي.
اگن بُجھي سب هووئي سانت - ڪر ڪرپا گور ڪيني داس
نِتاوئي ڪئُ گور ديو مانُ - نِماني ڪئُ گور ڪيتو مانُ
بندن ڪاٽ شيوڪ ڪر راکي - اَمرت باڻي وسُنا چاکي
وڏي ڀاڳ پوُج گور چرنا - سگل تياڳ پائي پربهُ سرنا
گور نانڪ جاڪئُ ڀيا دئيالا - سو جَن هوُئا سدا نِهالا.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٠)]

---

١. ڪامنا، منشا. ٢. ڪِٿين بہ ڪِرڻ. ٣. هميشه، سدائين. ٤. گھرپا. ٥. بيگهر، گھر ڪان ڌڪيل
٦. داس، شش. ٧. زبان. ٨. خوش، آنند ميي.

(٣) گُر سالاهي سدا سُکدانا - پريتِ نارائڻ سرڻي
گُر پرسادي پرم پد پايا - وڏي ڀاڳي هوڻي
اَن دِن ڳڻ گاويُ نِت ساڄي - سچ سماوي سوڻي
ستگُر دانا رام نام ڪا - هورُ دانا ڪوئي ناهي
جيئه دانُ ڏيئه ترپتاسي - سچي نام سماڻي
اَن دِن هر رويا رِد انتر - سهج سماڌ لڳاهي.

[راڳُ ملار، محلا ٽيجا، شبد (٤)]

(٤) گُر پرسادي[1] من وسي - ڪمل هوءِ جاء سماء
جِني اندر ديپڪ باليئي[2] - لئُ گُر گيان اَگيان نجاء.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٣١)

(٥) درسن پيکت[3] ڀئي هيتا[4] - سڳل آداري ياني مِيتا[5]
اَگم اگوچر سوامي[6] اَپنا - گُر ڪرپا تي سچ ڏِيانِي هي.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٦) هؤمي مار مِن وسايا[7] - گُر چرني سدا چت لايا
گُر ڪرپا تي من تن نرمل - نرمل نام ڌياوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٧)١

(٧) گُر پرسادي ايڪو[6] جاڻا - دوجا مار من سچ سماڻا
ناناڪ ايڪو نام ورتي من انتر - گُر پرسادي پاوڻيا.

(٨)١٧

(٨) گُر پرسادي سڀ هر پائي - من تن وڪي[8] هؤمي مَل جائي
پس[9] سو ناءُ سدا هر ڳڻ گاوي - سچي شبد سماوڻيا.

(٥)٢٤

(٩) رِتُ ڀداري گهر[10] ڏي پايا - پوري ستگُر شبد سڻايا
گُر پرسادي مِتيا اندهارا - گهٽ چانڻ[11] آپ پڇاڻيا[12].

(٧)٣١

---

١. ڪرپا سان. ٢. ڏيئو ٻري ٿو. ٣. ڏسندي. ٤. ٻولر، شڌ. ٥. متر. ٦. پرماتما. ٧. قابو ڪيو آهي. ٨. ڏسي ٿو. ٩. وهي ٿو. ١٠. پهنجي اندر، هردي ۾. ١١. روشنائي.
١٢. جاڻ، پڇاڻ پيو.

(١٠) گرو پرساد نام مَنِ لاڳا - جنم جنم[1] ڪا سوتا جاڳا
اَنڀو گڻ اُچري پرڀ ڀائي - پوري گر ڪي سُمت ڀرائي.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢٧)

(١١) مِٽ ڳئي چِنت پُني من آسا - ڪري دَيا ستگور گڻ[2] تاسا
دک ناٺي سک آءِ سمائي - ڀئِل[3] نـه ٿـڙي جا گرو فُرمائي[4]
لِچ پئي پوري گرو مائي - نانڪ نسي جَن سُقل[5] ڦلي.

(٥٨)

(١٢) پار برهم پرڀ درشٽي آيا - پورن اَگم بِسماد[6].
نانڪ رام نام ڌَن ڪيتا[7] - پوري گرو پرساد.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٢)

(١٣) ستگور ميرا سدا دئيالا - موهه دين ڪئو واکه ليا
ڪاٽيا روڳ مها سک پايا - هر اَمرت مکه نام ديا
اَنڪ پاپ ميري پرهريا - بندن ڪاٽي مُڪت ٿئي
اَند ڪوپ مها گهور تي - باهون پڪڙ گرو ڪاڍ ليئي.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٤٨)

(١٤) گرو پرساد ميري من وَسيا - جو مانگئو سو پاوءِ ري
نام رنگ اِهه من ترپتانا - بهڙ نـه ڪتهوُن ڌاوءِ[8] ري.

(١٣١)

(١٥) پيئي پوُجل ڏُوبهه موُڙي - ماہا وچ غلطان پيا
گرو پرسادي ايڪو جاٽيءِ - ايڪ گهڙي مهه پار پيا.

واڳ آسا، محلا ليجا، پٽي (١١)

(١٦) هئو پُوت[9] تيرا تون باپ[10] ميرا - ايڪيءِ ٺـاهر[11] دُها نسيرا
ڪهه ڪبير جن ايڪو بُوجهيا[12] - گرو پرسادي مي سڀ ڪڇ سوُجهيا.

واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(١٧) رام رام سڀ ڪو ڪهي - ڪهئي رام نه هوءِ
گرو پرسادي رام من وَسي - تان فل پاوي ڪوءِ.

واڳ گوجري، محلا ليجا، شبد (٤)

(١٨) مِرت[13] پتيال[14] آڪاس دِکايو[15] - گرو ستگور ڪرپا ڌاري جيئو
سو برهم اَجوُني[16] هئي هوني - گهٽ گهٽ اِنتر ديکه مراري جيئو.

واڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٨)

---

١. غفلت جي ننڊ مان جاڳيس. ٢. گڻن جو ڀنڊار، خزانو. ٣. ڊپ. ٤. فرمان، حڪم.
٥. قلدانڪ، سريشٽ ليڻ ٿيا. ٦. اَشچرج روُپ. ٧. گڏ ڪير آهي. ٨. ڀٽڪڻ. ٩. پٽ.
١٠. پتا. ١١. هاڻي اسان ٻنهي جو هڪ هنڌ ساڳيو ٺڪاڻو ٿيو آهي. ١٢. سمجهيو. ١٣. ڌرتي.
١٤. پاتال. ١٥. پرماتما جو سروُپ ڏسڻ ۾ آيو آهي. ١٦. پرماتما، جو جوُنين کان ٻاهر آهي.

(١٩) ستگور نام ندان دِرڙائيا - چِنتا سگل بِناسي
کر کرپا اپنو کر لِينو - مَن وَسيا اَبناسي[1] ۔

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

(٢٠) پِئي کرپال گُور گوبندا - سگل مَنورٿ پائي[2]
اَسٿِر[3] پِئي لاڳِ هر چرڻي - گوبند کي گڻ گائي ۔

(٣٦)

(٢١) گُور کرپال سي اَنت - اَوگڻ سڀ هتي[4]
گُور اَپٽي کرپا ڌار - اَپٽي کر لتي[5] ۔

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٧)

(٢٢) گُور کنچت[6] کرپا کيني - سڀ تن مَن ديهه هر ليني[7]
کهه کبير رنگ راتا - مِليو جگ جِيون[1] داتا ۔

واڳ سورٺ، کبير صاحب، شبد (٤)

(٢٣) جهه جهل مَل[8] کاڙ دِسنتا - تهه اَنهد شبد بِجنتا
جوتي جوت سماني - مي گُور پرسادي جاني
جهه اَنهد سُور[9] اُجيارا - تهه ديپک جلي[10] چنڇارا
گُور پرسادي جانيا - جن ناما سهج سمانيا ۔

واڳ سورٺ، ناما ديو، شبد (١)

(٢٤) پنت[11] نانک پرم پت کوُلي - گُور پرسادي جانيا
ساچي لِو لاڳي هيي پيتر - ستگور سنگ مَن مانيا ۔

واڳ ڌناسري، محلا پهريا، شبد (٩)

(٢٥) هوُ ميي پيڙ گئي سنک پايا - آرو گت[12] پئي سريرا
گُور پرسادي برهم بِچارا - نانک گئي[1] کهيرا ۔

واڳ سوُهي، محلا چوٿان، چِهنت (٢) ١

(٢٦) اکت[13] سِجي هر پريوُ رام راجيا[14] - گُور دِسي هر مِليئي
مِيي مَن تَن پريم بيراگ هيي رام راجيا - گُور ميلي کرپا کريئي ۔

٦ (٤)

(٢٧) گُور پوُري کرپا کري - کاٽيا دکه روگ
مَن تن سيتل سکي پيا - پرڀ ڌياون[15] جوگ ۔

واڳ بِلاول، محلا پنجوان، شبد (٥٣)

---

١. پرمالما. ٢. ڪامنائون. ٣. اڪاگر. ٤. ناس ٿي ويا. ٥. بنائي ڇڏيو آهي. ٦. ڪڇ، ٿوري. ٧. لِو لڳائي ويٺو آهيان. ٨. ڪامل پُرش پنهنجي اَندر پرسُوُرج ۽ ٻاجهه جي روشني ڏسي سگهندو آهي. ٩. پاهرين روشني. ١٠. جهڪي. ١١. فرمالين ٿا. ١٢. نروئو. ١٣. هڪڙي، ساڃي. ١٤. هي رام جا پيارا. ١٥. ڌيان ڪرڻ جو لائق يا حقدار آهي.

(٢٨) ڌِيان[1] درشٽ جاڳيءَ پرم ڇُڪاڻي - گرو پرساد پرم پد پاڻي
سو جوڳي اِهہ جُڳت پڇاڻيءَ - گرو ڪيءَ شبد ٻيچاريءَ جيڻُ.

راڳ مارُو، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٢)١

(٢٩) گرو پرساد جِهہ پُوڄهيا - آسا ٿي پيا نراسُ
سڀ سچ اندرِي[2] آيا - جڻُ آلم پيا اداسُ.

راڳ مارُو، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٣٠) گرو ديرا گرو اَلکہ[3] اَڀيوا - ترڀڙڻ سوجهي گرو ڪي شيوا
آپي داتِ ڪري گرو داتيءَ - پايا اَلکہ اَڀيوا.

راڳ ڀيرو، محلا پهلا، شبد (٢)

(٣١) جڻہ گرو ديکھُ[4] تہ ملي مُرار[5] - جڻُ گرو ديکھُ تہ اتريءَ پارِ
جڻُ گرو ديکھُ تہ ڪمت ترِيءَ - جڻُ گرو ديکھُ تہ جيوت مريءَ.

راڳ ڀيرو، ٻگت ناميو جو شبد (١١)

(٣٢) ساچا شاهہ گرو سُکداتا - هر ميلي ڀُکہ گواني
ڪر ڪرپا هر ڀگت دِرڙاني - اَن دِن هر گڻ گاني.

راڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٣٣) سَرب رنگہ اِڪ رنگہ ماهِہ - سرب سُکا هر ڪيءَ ناءُ
تِسهہ پراپت اِهہ نِدان - نانڪ گرو جِس ڪري دان.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٣٤) پرڀ اَگم اَگوچر روپا سرب ٿاني - مَنِ تن اَلکہ اَپاريءَ
گرو ڪرپال ڀئي کب پايا - هردي اَلکہ لکاريءَ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿون، شبد (٢)

(٣٥) پرڀہ پرڀہ[3] ڪريءَ سڀئي هڪيءَ جنتي - گرو پاوِيءَ پرڀہ پاني
پرڀہ ناڻي[6] سدهي سچ سڳي - ندرِي[7] ميل ملاني.

راڳ ملار، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)١

(٣٦) اَنيڪ جنم وڇڙي ميري پريتم - ڪر ڪرپا گرو ملاونگو
ستگرو مِلت مها سک پايا - مت ملين ٻِکساونگو[8].

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (٧)٤

(٣٧) پِسري[9] ڪرڻ[10] وَس[11] ڪمل بگاسي - سس[12] گهر سوُر[13] سماپا
ڪال بِندس[14] منشا من ماري - گرو پرساد پرڀ پايا.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)١٥

(٣٨) ڪبير سرگ نرڪ ٿي مين رهيو - ستگرو ڪي پرساد
چرن ڪمل ڪي موج مهِ - رهسُ[15] اَنت اَر آد.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٢٠)

---

١. گيان. ٢. نظر پر. ٣. پرماتما. ٤. مهر ڪري تہ. ٥. لکايائين، ڏيکاريائين. ٦. واجهو. ٧. پاڄهہ، مهر. ٨. ڪمت ناس ڪري سمت بخشيندو. ٩. پکڙجن ٿا. ١٠. ترورا. ١١. ٻريم. ١٢. چنڊ. ١٣. سوُرج. ١٤. جنم مرڻ جو چڪر ٻوُرو ٿئي ٿو. ١٥. هاڻي مان اَمر ٿي ٻيو آهيان ۽ جنم ۽ مرڻ جي چڪر کان آزاد ٿي چڪو آهيان.

## ستگوُر اڳيان آراڌنائوُن.

## ستگور جي ڪِرپا.

صاحب سمجھائي چڪا آھن ته جگياسوءَ کي ڇو ستگوُر جي ضروُرت آھي؟ جيئن مريض کي حڪيم يا ڊاڪٽر جي ضروُرت آھي تيئن جگياسوءَ کي به گوروءَ جي ضروُرت آھي. جيئن ڪن جا تاپ علاج بنا ڪين لھندا، تيئن من جا روڳ به ساڌن بنا ڪونه ڇٽندا. جيئن حڪيم يا ڊاڪٽر سر ٻر تپاسي، مرض جي رڳ پڪڙي، علاج شروع ڪندو آھي، ته ڪھڙي دوا وٺبي، ڪيئن، ڪيتري ۽ ڪڏھين وٺبي ۽ ڪھڙي پرھيزي ڪبي تان جو شفا حاصل ٿئي، تيئن ٿي گوروُ سِک جو من تپاسي، روڳن جي رڳ پڪڙي، علاج شروع ڪرائيندو آھي ته ساڌن ڪھڙا ڪبا، ڪيئن، ڪيترا ۽ ڪڏھين ڪبا، ۽ ڪھڙي پرھيزگي ڪرڻي پوندي، تان جو من صفا آروڳي ٿئي. جيئن حڪيم يا ڊاڪٽر ڪن جي پيڙائن مان آزاد ڪرائڻ ۾ قابل آھي، ڇو ته ھڪ طرف ڪيس حڪمت جي وديا ۽ آزموُدو پرايل آھي ۽ ٻئي طرف منجھس مريض جو پوُرن وشواس به آھي، تيئن ٿي گوروُ، من جي مونجھارن مان ڪڍڻ ۾ قابل آھي، ڇو ته ھڪ طرف ڪيس روُحانيت جو گيان ۽ تجربو مليل آھي ۽ ھوُ پرم پد تي اپڙيل پھتل آھي، ته ٻئي طرف منجھس سِک جو سچو صدق به آھي. صدق به اڌ شفا يا ڪاميابي آھي. صدق مان ئي، سڪ ۽ اڇا شڪتي اُڀرن ٿين لڳوُن.

حڪيم يا ڊاڪٽر جو علاج ڪنھن وقت ناڪامياب به ٿي پوي ڇو ته نيٺ سرير جا سواس، سائينءَ جي ھٿ وس آھن پر گوروُ ھميشه ۽ ھر سِک متعلق ڪامياب رھندو، ڇو ته گوروءَ جو علاج، پرماتما جي ئي حڪم ھيٺ ۽ ٻاجھ سان ٿيندو رھندو آھي. جيستائين سِک جي من جون ڀاونائون، روُحانيت جو رخ وٺن نٿيون ۽ سندس صدق ۽ ڀڳتا ۾ ڪو لوڏو يا ڏوڏو نه آيل آھي، تيستائين گوروءَ جو علاج اُثرائتو رھندو ۽ شفا ماڻڻ ۾ ڪابه شڪ نه رھندو. آخرين، جي سِک جو تن، من، ڌن، دل، دماغ، ھردو، ٻل ۽ ٻُڌي، سڀ گوروءَ کي، سچي صدق، سڪ ۽ شرڌا سان سنئپيل آھن، ته گوروءَ جي به ڪِرپا ۽ گيان، اُجھو ۽ آسيس، الڪ سموُري شڪتي، سِک ۾ سمايل آھي، ڪجھ سمرش سان، ڪجھ نظر سان ته ڪجھ ويچارنا سان. سِک پيار، پريت ۽ پرتيت جي ڀيتا وڪي، پرھيزگيءَ، پائداريءَ ۽ پاڪدامنيءَ جي پڪر ڀري ٿو. گور شيوا ۽ گور ڀڳتيءَ جا ڦل به عجيب آھن جو عجائب جو انداز لڳائڻ ٿا. گوروُ ٻيڙي آھي، سڙھ به آھي ته سکان به آھي. پر ٻيڙي ڇُرندي فقط گور شيوا ۽ گور ڀڳتيءَ جي ٻن ونجھن سان. پوءِ ٻيڙي اڻ مان لنگھي، ٽڪن کي ڪٽي، ڪناري لي پھچائيندي. جڏھين سِک پاڻ اُرپي، سمجھي

تو ته "مان، گوروءَ جو آهيان"، تڏهين ٿي گورو ٻيڙي ته ٻيڙيءَ جو ملاح به ٿئجي ٿــو.
اُنهيءَ منزل پهچي، سِک سمجهي ٿو ته "گورو منهنجو آهي." پوءِ جڏهين ڪپر لڳــي،
ٻيڙي منزل مقصود تي پهچي ٿي، تڏهين سِک سمجهي ٿو ته "مان ٿي خود گورو آهيان."
اهــي ٽيئي پڙاءَ نه ڪو گروءَ جي ڪرپائي ٿيوُن کسين ۽ نه ڪو سمدس رهنمائيءَ کــي
رخصت ٿيوُن ڏين ٿا سِک جي، ستگور ۾ ملاوت ٿيوُن ڪرائين. ستگور ۽ سِک، جي اڳــي
الڳ ٿي ڏسڻ ۾ آيا، سي هاڻي هڪ ٿي ويا آهن. ڪامل ڪاريگر ٿي اهو ڪرم ۽ ڪامراڻي
ڪري سگهي ٿو ۽ اها ڪاميابي ۽ ڪرامت ڏيکاري سگهي ٿو. هٿن سان حــادثي، اُنهين
ڪڙري مان ڪنول گل ڪڍن ٿا. هڪ پاسي سک جو صدق ۽ سچائپ ۽ ٻئي پاسي گوروءَ
جو گيان ۽ گورَ ڪرپا گڏجي، وحدت جي وجد ۽ اُلوهيت جي اسرار ۾ آڻين ٿا.

جيون ۾ ٽي ڳالهيوُن اَماهه يا دُرلڀ آهن: هڪ مانش جنم، ٻيو منش جــي مــن ۾
روُحاني رفتار ۽ ٽيون گوروءَ سان گڏجاڻي. اهي ٽيئي جُزا جڏهين پاڻ ۾ جذب ٿين ٿا،
تڏهين هڪ نئون ستپرش جنم وٺي ٿو. اُنهيءَ آسري تي سک لڳي ٿــو. صدق ۽ سڪ،
مروت ۽ محبتا جــي موُڙي پاڻ سان کڻي، سک ستگور سان سودي ڪرڻ جوُن سٽوُن سٽي
ٿو. ستگور جي سامهوُن اچي، سک نهٺائيءَ، اماڻائيءَ ۽ نئڙت سان نياز ڪري ٿــو. مٺي
ڏئل وچن مان معلوُم ٿيندو ته سک، ادب سان همت ٻڌي، عرض ڪري ٿو ته هي سمرٿ
ستگوروُ، مان مها موُرک آهيان، مان اَگياني، اَندو، اياڻو ۽ اُلبيلو آهيان. هــي مهربان
مرشد، مون ۾ گڻ ڪوبه ڪونه آهي. مون ۾ اَڻڳڻيا اَوگڻ آهن، جن مون کي در در دهوان
جيان ڀٽڪائيو آهي، ڀُلائيو آهي ۽ ڦندن ۾ ڦاسايو آهي. من مدائيءَ ۽ ممتا مان نڪري نه
ٿو، چِت چالبازيءَ ۽ چاپلوُسيءَ مان ڇڙجي نه ٿو ۽ خيال ڀيانيءَ ۽ ڀروُسيءَ مان ٽُٽي نه ٿو.
ڦاسب تي ڪَٽُ چڙهي ويو آهي، نيمه ٻڌ ٿي پئي آهي ته منهنجا ڪرتوُت آهن ڪُڌا ۽
ڪرم ڪسا. ترشنا جي طوفان، منهنجي دل جو ديپڪ ٿي وسائي ڇڏيو آهي. جن جــي
لاءِ پاپ اَپراڌ ڪمايم، سي به ڪم ڪونه آيم. سک ۾ ساٿ سڀ پيا ڏين پر دک ۾ هــرڪو
منهن موڙي ويٺو. ڏک ۽ ڏڪا ڪائيندي، اڪ ڪُلي اُٿم ته جنم وڃايم جنجال ۾. اڳيءَ جــو
توشو نهيو ڪونه. هاڻي ٻيو ٿو هٿ هڻان ته هيڏو ٻار بدن جو ۽ اَنبار عيبن جو، سر ڪيئن
کڻي ۽ ڪٿان هلان؟ اڪيل اٽل آهيان پر ٽانءَ نڪاڻو ته اڳيا پاتو ڪونه اٿم. مُنجهيل آهيان،
مايوُس آهيان، مجبوُر آهيان، ڇو ته اَندر جا اُلجهن آزارن ٿا، سانين جا سوُر ستائين ٿا ۽
ڏيهه جا ڏوراپا ڏنگين ٿا. تن هيڻو آهي، من جهيڻو آهي، وقت ٿورو آهي ۽ سفر لنبو آهي.
واهه ڪُلي نه ٿي، راهه لڀي نه ٿي. ڪا واهروءَ جي واهر ملي، ڪا رهبر جي رهنمائي ٿئي.

هي ستگُرو سوامي، توُن جاڻي جاڻڻهار آهين. منهنجي حال جو جاڻُو آهين، منهنجي مرض جو سڃاڻُو آهين. ڳجهو تنهنجي اڳيان ڪجهه به نه آهي، ظاهر تنهنجي اڳيان سڀ ڪجهه آهي. تون اُڇاڻن کي سنوارين ٿو، ڀلين کي ٻڌائين ٿو ۽ ٻاڏين کي تارين ٿو. تو وٽ گيان جا گنج آهن، دنيا جا ڀنڊار آهن. تو وٽان ڪو به سوالي خالي ڪونه ٿو موٽي. سڀ سڪٽا ساوا ٿين ٿا. مان به سائين، تنهنجي در جو سوالي آهيان. تو وٽ ڇهوڙي جهڙي آهي، تو وٽ ٻاؤ ٻالو آهي. تو ڪانسواءِ، مون کي هاڻي ٻيو ڪو به اَجهو آذار، سائي سهارو ڪونه رهيو آهي. سڀ پاسا آزمائي آيو آهيان. سنساري وهنوارن ۾ نه ڪو سچو سائي مليو ۽ نه ڪو سچو سک حاصل ٿيو. سڀ سنبنڌي سوارٿ جا آهن، مصلحت پرست ۽ زماني ساز آهن. تنهن ڪري اهي سڀ سنبنڌ سک کان محروم رکن ٿا. نه من جوُن ترشنائوُن پوريوُن ٿين ٿيوُن ۽ نه من جي اَشانتي گهٽجي ٿي. خفا خفقان نه هٽجن ٿا ۽ نه جفا جُهد مَٽجن ٿا. جيءَ جند سان جڙون لڳو پيئو آهي. اندر ۾ ڪڃاڻ هردم چالوُ آهي. بي آرام آهيان، بيقرار آهيان. تڏهين اچي تنهنجي شرن ورتي اٿم. هاڻي شرن آئي جي لڄ رک، پيرن پئي جي پت رک. هن داس کي چرنن ۾ قبوُل ڪر. هن نه آساوند جي آس اُگهاءِ.

هي اگم گُسائين، منهنجي من جي اَشانتي مٽاءِ. اها ڪا سُمت ڏي جو نيڪيءَ بديءَ جو ڀيد سڃاڻان، بدي ڇڏي نيڪيءَ جي راهه تي هلان، عيبن کان آجو ٿيان، ٻين کان پاسو ڪريان. ٻرائي استري، ٻرائي ڌن ۾ ٻرائي ٻچار کان پري رهان. ڪوُڙ، ڪپٽ ۽ ڪسنگ کان ڪنارو ڪريان. نه راڳ دويش ۾ رسجي رهان، نه ڏيهن ۾ دبرائو ٿيان ۽ نه ڪن ڪٽن سان ٽڪو ڪيان. پر سنسي ۽ نرپکش رهان. اَڇت تي اَڇت لهان. منهنجي پريتن جوُن پاڙُون پٽيان ته سرير ۾ سکه اَچي، آنند ۾ سوجهي جڳي، من ۾ محبت مچي، چت ۾ رام نام رچي ۽ هردو نيڻن ۾ لهي، نه رنگ ۾ رنگجان، سنتن ستسنگين جو سنگ ڪمايان، ساڌ سنگت سان دل لڳايان، تنهنجي چرنن ۾ ويهي وشرام وٺان، تنهنجي داسن جو داس ٿي ٽهل ڪريان، خاڪ ٿي خاڪ ۾ رهان. اها ڪا ٻهل پيار جو شبد ۾ سُرتي لڳي، دل جي دري کُلي، ڏيک وري ٻري، گيان جو پرڪاش ٿئي، ٻهل ٻرچي ٻيهي لي ٻهڇي، ته وڇڙيل واصل ٿيان، نيڻن جي نيٽن سان نهاريان، پلڪن سان پاڻي پياريان، پاڻ اَرپيان، هوت جي هنج اَچان، حيرتي هند ورِي لڌان، نه اُتي ٿي رهان، وري نه وران، موُر نه موٽان. پاڻ ڪڍي، پاڻ ٿيان. ٻيهد جي اونڌ ٻٽجي، ساگر ۾ سمائجان ۽ ساگر ٿِي پوان:

(۱) ستگوُر آگي اَرداس ڪر – ساجن ديئه مِلاءِ

ساجن مليئي سک پايا – جَم دوُت مُئي بِک کاءِ

نانوءِ اندر هئُه وسان – ناءِ وسيءِ مَن آءِ.

سري راڳ، محلا
پهلا، اشٽپدي (۵) ۴

(٢) ستگُرُ ڀيکيا ڏيهه ميءِ - تُون سمرٿ داتارُ
هؤمي گرب نِوارِڻئي - ڪامُ ڪروڌ اهنڪارُ.

راڳ سُوهي، محلا تيجا، وار (١٥)، سلوڪ محلا پهلا

ستگُرُ اهڙي سِک جو صدق، سچائي ۽ سِڪ پرکي ٿو. اهو تسليم ڪري ٿو ته جيون بدلائڻ جي خواهش ٿي گيان ماڻڻ لاءِ لائق ۽ حقداري آهي. نه ته نه عام طور، ستگُرُ وٽ هرڪو اچي وڃڻا رڻي ٿو ۽ ٻڌا پڻي ٿو ته سنساري سک، دکن سان ستيل آهن پر تهن هوُندي به اجا رڳو سنساري سُکن جي ئي مانگ ڪري ٿو ۽ انهن ۾ لاءِ ڏکن ۾ دکـ وڌائي ٿو. انهيءَ لحاظ کان ته هوُ سک، ورلو وساهي ۽ مشتاق منگتو چئبو، جو سنساري سُکن جي جار مان آزادي پائڻ چاهي ٿو، نام جي ٻِک گهري ٿو، [illegible]ءَ جي طلب ڪري ٿو، پيهل جي پياس ۾ تڙپي ٿو ۽ سچ ۾ سمائجڻ چاهي ٿو. اهڙي سِک لاءِ ته ستگُرُ وٽ واجهائي ته اچي ڪو لاهو ٿئي، جو ڏيئي آهو ٿئي، وٺي ٻاڦوٽي. سچو سک آهي ٻچت پولڙو، جو ماءُ جي پيٽ کي قابو ڪندو آهي ته ساڻس گڏ ئي ڏئي، واڙيءَ وساٽس ۽ چـاريءَ چرائس. جيئن پولڙو ماءُ جي پيٽ کي قابو ڪري، پنهنجي اد ٻوُرنا لاءِ ادم ڪري ٿو، تيئن سِک ۽ ستگُرُ جي شرڻ وٺي، پنهنجي روحاني اُنتيءَ لاءِ اُدم ڪري ٿو. ٻـوءِ جيئن ٻلي پنهنجي ٻوُنگڙي کي ڏندن ۾ جهلي، سلامتيءَ واري هنڌ پهچائي پاليندي آهي، تيئن ستگُرُ سک کي همت جا هٿ ڏيئي، خوف خطري کان بچائي، مڪتيءَ جي ماڳ تي پهچائيندو آهي. جي ڏندن ۾ چڙيو ٻنا رهڻ، ٻوُنگڙي جو پرشارٿ آهي ته مڇتا ۾ مات رهڻ، سِک جو ساڌن آهي. انهن سک، ستگُرُ جي پرداخت هيٺ پلجي، وڌي ويجهي ٿو.

جي اڳتيءَ مُڪتيءَ جي مارگ تي، ڪو سِک، ڪنهن به وقت سمجهڻ لڳي ته منهنجي پيڙيءَ جو ٽڪيو آهي رڳو منهنجي ساڌن جو سڙهه، ۽ نه مرشد ملاح جي مِيا ۽ محنت، ته پوءِ هوُ تارَ مان وچي ٿو ۾ پوندو ۽ ڪڻ ۾ ڪيئي لُڇي ويندو. مثلاً، ڪو ٻار پيءُ جي ڪلهن تي چڙهيو، ملاکڙو ڏسي رهيو آهي ۽ سمجهڻ لڳي ٿو ته مان پنهنجي ٻل ٻُڌيءَ سان، راحت بخش رونق ڏسي رهيو آهيان. پوءِ اوچتو، ٻار ڪلهي تان ڪسڪي هيٺ ڪري پوي ٿو. پوءِ ڪٿي رهي ”مان مان“ ۽ ڪڏانهن ويو ملاکڙو؟ يا ڪو ٻار، ماءُ جي آگـر جهلي، جلوس ڏسي رهيو آهي ۽ سمجهڻ لڳي ٿو ته مان پنهنجي سمجهه ۽ شڪتيءَ سان، شوق وٺي ڏهيو آهيان. پوءِ اوچتو ماءُ جي آگر ڇڏائي وڃي ٿي ۽ ٻار جلوس ۾ گڏجي گم ٿي وڃي ٿو. پوءِ به ڪٿي رهي ”مان مان“ ۽ ڪيڏانهن ويو جلوس جو جلوو. جيئن پيءُ جو ڪلهو ۽ ماءُ جي آگر ٿئي، ٻار کي لطف جي لذت وٺائين ٿا تيئن، ستگُرُ به ماءُ پيءُ جيان، سِک جي هردم سار سنڀال لهي ٿو ۽ آخر الاهي آرام گاهه جي آسائش عطا ڪرائي ٿو. ساڌن جي

سڀئي، مرشد جي مهر تي منحصر رکي ٿي. جو سک، انهيءَ صدق جي سهاري هيمت هردم لڳي ٿو سونهي پنڌ پار ڪندو. باقي ٻيا نه ڪيئن پيا هٿوراڙ ٻاهون هڻن، ڪانگهي ۾ اٽڪن يا وچ سير ۾ غرق ٿي وڃن. انهن ٻيا جوٽين ۾ ڦاٿڪن ۽ دک ڀوڳين.

سک جو سادن يا سعيو ضروري آهي پر ساڳئي وقت ڪنهن حد اندر محدود رهندو. پرالبت، اها حد جي سرحد ٻڌائي ٿي ته لاحد، لحظي ۾ اها سرحد پار ڪرائي ٿي. هيءَ ٻولي سلڻ سولي نه آهي. رواجي ٿورڙي روحاني جيون ۾، آدم کي برابر اهميت آهي ۽ آدم جو نتيجو آهي لطف، لست يا لذت. پوءِ ڪو آدم اڇالو به ڪو اوڙچي. ليڪن ٿي ڪنهن لذت جو مدو ٿوري مدت لاءِ نه ڪنهن جو گهٽي لاءِ. پر هر حالت هيئت، آدم ۽ لذت ٻئي عارضي آهن، هڪ ٻئي جو پيڇو پيا ڪن. آدم ڪري، لذت وٺ ۽ لذت ختم ٿئي ته وري آدم شروع ڪر. انهن، نه لذت قائم ٿي رهي ۽ نه آدم جي سردردي ٿي لهي. پر اها ڪا منزل آهي، جتي لذت دائما قائم آهي ۽ آدم الوداعي ٿو ڪري؟ صاحبن تصديق ڏني آهي ته رواجي جيون ۾ نه، باقي روحاني جيون ۾، لاشڪ اها منزل آخر اچي ٿي، جتي آدم يا آدم جو احساس، چيتنتا اندر ڪسي نه ٿو سگهي، ڇو ته جيو الاهي مستيءَ ۾ مدهوش ٿي وڃو آهي، جتي سندس ڪرم ۽ ڪرياون پاڻمرادو ٿين پيون ۽ لذت پيدا ۾ پيا ٿي وئي آهي. لڏهين، ملنگ مالڪ ۾ وسي ٿو ۽ مالڪ ملنگ ۾ وسي ٿو. هو اندر جو اندر ۾ اورون اوري ٿو ۽ سچ جي صراحيءَ مان سڌائون سرڪيون پيئي ٿو. اهي ٿي لاحد سرحد پار ڪري ٿي ۽ انهيءَ منزل جي ٿي سچو سک، ستگور سامهون سَڏ ڪري رهيو آهي. اهي ڪرم ڪنهجي وڃن ٿا ۽ پرالبت پائمال ٿي وڃي ٿي.

سک ستگور کي چالو ته ستگور سک کي سچالو. هڪ شناخت ڏيکاري نه ٻئي قدرشناسي ڪئي. هڪ پريکشا پار ڪئي نه ٻئي پرسنتا ڏيکاري. هڪ وينتي ڪئي ته ٻئي قبول ڪئي. عرض اناپو ويو، نه سک سياڳو ٿيو، رچي لال ٿيو ۽ وڃي پرم پد تي پهتو ۽ اوڏو ٿي وينو. هتي ڏنل وچن مان معلوم ٿيندو ته پنهنجي وصل ۽ وجد جو، سک پاڻ ٿي داستان ڪولي ٻڌائي ٿو ڇا ٿو چئي؟ اديون، اڄ ته عشق اچي اظهار ڪيو آ. پنهل پرچي ته پنهي تي آيو آ! صدقي وڃان ستگور تان، جنهن سرچي، منهنجي آس اڳهائي، مراد پڄائي. مورت ثاب پيم، جيڪي طالبم سو مليم. مهر ٿي، ميار لٿي. مان نه سڏيو آهيان، اڏيو آهيان. آهيان نهال نرويو، نروار نرالو. هاڻي نه نه آهن پياڙون، نه پنڌن، نه ڦٽڪ، نه ڦڙڪ، نه جيئڻ جي جڻا، نه مرڻ جي ماٺوسي. اوڳڻ منهنجي ڳڻ ٿيا آهن، دکن مان سک، روڳيءَ مان اروڳي، ڪمت مان سمت، گرهست ۾ اداسي، آس ۾ نراسي، جلن مان شانتي، اونده مان سوجهرو، اگيان مان گيان ۽ ڏنيءَ مان ايڪو. شبد مون ۾ وسي ٿو ته

ماں شبد ۾ ستگرو جي سهاري ۽ سرٻوشيءَ سان، مُون نه رام نام جو امرت پيتو آهي، پراڻن جي پياس ٻجهائي آهي، آتما جي جوت جڳائي آهي، پرڀوءَ سان پريت پاتي آهي، راڱل جو رنگ ماڻيو آهي، انند پراپت ڪئي آهي ۽ مڪتي حاصل ڪئي آهي.

ماں ڪئين جنمن کان غفلت جي ننڊ ۾ غلطان هوس. هاڻي ماں جاڳيو آهيان، سجاڳ ٿيو آهيان. هردي اندر سڀ رتن پدارٿ پاتا اٿم، اندر ۾ اچرج ڏٺو اٿم، شبد ۾ سُرتي لڳائي اٿم، پارٻرهم پرميشور پاڻ ۾ پاتو اٿم. سچ ۾ سمايل آهيان، سدا سهج سماڌيءَ ۾ آهيان. جيئري مري چڪو آهيان، انهد شبد جي ڌنيءَ ۾ آهيان. سرڳ ۽ نرڪ جي پار پهتو آهيان، جيون مڪت آهيان ۽ وڇڙي ونڪنٺ واسي ٿيو آهيان. اهڙي هوس ۽ اهڙي ٿي ويو آهيان. هن پرم پدويءَ بابت، صاحب فرمائين ٿا:

(١) ٻـيـي پـوڄل ڏُوڄهه موڙي - مايا وچ غلطان پيا
گرو پرسادي ايڪو جاڻيو - ايڪ گهڙي مهه پار پيا.

راڳ آسا، محلا تيجا، پئُڙي (١١)

(٢) جهه جهل مل ڪار دِسنتا - تهه انهد شبد بجنتا
جوتي جوت سماني - ميں گرو پرسادي جاڻي.

راڳ سورٺ، ڀڳت نامديو، شبد (١)

اي ٻندا، اي لِگرا نندڪ، تون ٻه نه ڪر پنهنجي اوگڻن جي اوگهڙ ڪر، ڪر انسانيت جو اقرار ڪر. اي ٻيهرا، تون ٻه نه گرو ٻير ڪري، ڪند نواءِ، جهولي جهل ۽ آسيس وٺ نه اڳيان جي اوڙاهه ۽ اوڌيا جي اونڌهه مان ٻاهر اچين. سڪ ۽ صدق سان گرو ڀڳتي ڪر ۽ گرو شيوا ڪماءِ نه من ڪرپا جو ڪٽڪو با ڪڪ ملي ڪيچ ڪري، شبد جو پرساد ملي، پريم جو پيالو پيئجي نه نام جو نشو چڙهي ۽ نشي ۾ اُتي ٿيئهن جو ناتو نباهجي. گرو ڪرپا اُنتي پيار جي پڪر، متي تي چِت، جو جيون ياترا جي اؤکي ۽ لمبي سفر تي روکيا ڪندءِ، ترشنا جي طوفان کان بچائيندءِ، وڪارن جي واچوڙن کان ڇڏائيندءِ ۽ اهنتا جي اوڙڪ کان ڇنائيندءِ. گرو ڪرپا لوڙ ٿالين سات ڏئي ٿي ۽ آخرين ٻڌ لسي پهچائي ٿي. گرو ڪرپا ۾، گياني، گيانت ۽ گيئه، ٿيئي گڏجي وڃن ٿا، جو نه ٿيئي هڪ چيز هئا پر ٿيئو ۽ ٿيڏاڻ ڪري، ٽي جدا جدا ٿي ڏسڻ ۾ آيا. ستگرو ۽ سک ڪي ٻه، مڙني مخلوقات وانگر، جسماني جامو آهي. پر اهو جامو نه هميشه ٿي ڇڏڻو آهي، پوءِ چاهي ڪٺي جلائجي يا دفنائجي. اصليت نه ٻي چيز آهي. ستگرو جي اصليت آهي شبد ۽ سک جي اصليت آهي آتما. گرو ڪرپا سان آتما، شبد سروپ جي سُرتيءَ ۾ سمائجي ٿي وڃي. صاحبن جي اها سِکيا آهي ته ستگرو شبد آهي ۽ سک شُرت جي ڌُن آهي. جيئن اجليءَ

جئن مثبي ۽ منفي تارؤن ٻئي پاڻ ۾ لڳنديؤن آهن ته بجلي يا برق برقرار ٿيندي آهي، ساڳيءَ طرح، جڏهين ستگرو جو شبد ۽ سک جي سُرتي گڏجنديؤن آهن، تڏهين اُنهد جي ڌُني لڳندي آهي جنهن ۾ سائين، ستگرو ۽ سک ٽيئي اَملوڪي اَنگ جي اِتصال ۾ اچي ويندا آهن. گرو ڪرپا ئي اهو اِتصال جو اِسرار ڏيکاري سگهي ٿي. سو سک ٿي، سِکيا وٺ، سادن ڪر ۽ ٽهل ڪماءِ ته تؤن به اِهو اِسرار پسين.

اِئين ناهي ته سِک ستگرو اڳيان سوال ڪيو نه آهي ته سندس الدرءِ اک اڳيان اِهو اِسرار آيو نه آهي يا سَڌ ۽ پؤرن سقلتا جي وچ ۾ ڪا ٻي ٻهچ يا پڌوي آهيئي ڪانه. ڇا وڏي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ، وقت وڃائڻ، دماغ لڙائڻ ۽ محنت ڪرڻ ضرؤري نه آهي؟ ڇا جيون ۾ سنساري آسؤن به رڳو سَڌ ڪرڻ سان ئي پجنديؤن آهن؟ ڪيتري محنت، مزدؤري ۽ مدت ڪانپوءِ، ڪو نتيجو ظاهر ٿيندو آهي، سو به گهڻي ڀاڱي اَڌؤرو ۽ اَڻپؤرو. اِنهيءَ دوران ۾ به، ڪيترين نه مجبؤرين ۽ مشڪلاتن، ناڪامياٻين ۽ نااميدين جو سامهون ڪرڻو پوندو آهي؟ جيڏا اُٺ تيڏا لوڏا. ساڳيءَ طرح، روحاني راهه ۾ به ڪئين روڙا ۽ رنڊڪؤن، پيڙائؤن ۽ پريکشائؤن درپيش ايندڙيؤن آهن، جن جو سِک کي سامهون ڪرڻو پوندو آهي. جي صدق ۽ سِڪ، اِڇا شڪتي ۽ اُورچائي محڪم اٿس ته ستگرو جي سهائتي هيٺ ۽ مالڪ جي مهر سان، نيٺ وڃي پرم پد تي پهچندو. اِنهي وچ ۾ هو ڪئين نؤراني نظارا ڏسندو، اَنيڪ اندر ڪئين روحاني راز کلندا ڏسندو ۽ منزلِ مقصؤد جيئن وڃؤن ويجهڪؤن ماڻيندو. مطلب ته ڌيري ڌيري، هڪ ڏاڪڻيءَ تان ٻيءَ ڏاڪڻيءَ تي چڙهندو. کيس خود معلؤم ٿيندو رهندو ته پنهنجي ڪوشش ئي هلندو وڃان ۾ اڳتي وڌندو ٿو هلان. ڪُل ڪيترو وقت لڳندو يا ڪيترا جنم ڪٽڻا پوندا، تنهن جي ڪا عام جدول ڪانه آهي. پر وقت يا ٻالڪ هڪ جنم ته آتما جي اَمرتا جي اَندازي اندر، هڪ پَل به نه آهي. وري جنم جنم وترت وڃائي، پنهنجي پوڻ کان ته جنم جنم سقلو ڪري، اڳتي اڳتي وک وڌائڻ، هر طرح بهتر آهي.



# باب چوٿون.

## سنت مھاتماڪون.

### (١) سنتن تي ڪرتار جي ڪرپا.

(١) پانچ ٻرکر[1] ڪو اَنات ڏرو ٻارڪ - ھر سمرت اَمر اَتاري[2]
پُتر ھيت[3] نارائڻ ڪھيو - جم ڪنڪر مار ٻداري[4]
ميري ٺاڪر - ڪيتي اَگنت[5] اُداري
موھ دين[6] اَلپ مت نرگڻا - ھڙيو سرڻ دُئاري. (١. و.)
ٻالميڪ سُپچارو[7] ترئو - ٻڌڪ[8] تري ٻچاري
ايڪ نمک من ماھ اَراڌيو - گجپت[9] پار اُتاري
ڪيتي ڀگت ٻرھلاد - ھرناڪس نکھ[10] ٻداري[4]
ٻدر داسي سُت ڀيو پُنيتا - سگلي ڪُل اُڄاري
ڪون ٻراڌ ٻتاوءُ اَپني - متيا موھ مگناري[11]
آيو شام ناتڪ اوٽ ھر ڪي - ليجي ٻڄا پساري[12].

[راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٢)]

(٢) تُون سنتن ڪي ڪرھ پرتپالا - سنت ڪيلھ[13] تم سنگ گوپالا
اَپني سنت ٽُڌ ڪري پياري - تُون سنتن ڪي پرانا جيٿ.

راڳ مانجھ، محلا پنجوان، شبد (١٣)

(٣) مايا ويانپت[14] - ٻھ پرڪاري[15]
سنت جيوھ - پربھ اوٽ تماري.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٤) اَپني ڀگت آپھي درڙائي - ھُو رب لکمي ملبا ميوي پائي
جس ڪرپا ڪري لس ھُو ون ساجُ[16] - ڪبير ڪو سوامي غريب نواجُ[17].

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٠)

---

١. ساڪ، ورھيه. ٢. اَٿل آنند ماڻيو. ٣. اَجامل پاپي. ٤. ماري ناس ڪيو. ٥. اَڻگڻيا، ڪيترا ئي. ٦. داس. ٧. ڀنگي. ٨. شڪاري. ٩. ھاٿي. ١٠. ننھن سان. ١١. مست، مگن. ١٢. ٻانھون. ١٣. واندڙون ڪن ٿا. ١٤. سنسار ۾ سمائجي رھي آھي. ١٥. ڪيترن نمونن سان. ١٦. ڪارج، ڪم. ١٧. نوازش يا ٻاجھ ڪندڙ.

(٥) ٻبا ٻُڌهِ ٻڌ مِلاوان - ٻُڌهِ ٻُڌ نہ اچڙن پاوان
ٻَندءِ هوءِ ٻندگي گهڻي - ٻَنڌڪ هوءِ ٻڌ سُڌ لهي۔

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، ٻاون اکري (٢٩)

(٦) سَڀنان ٽيڪ تماري سوامي - توُن سنتن ڪا سهائي
ڪهہ نانڪ سنت هر راکي - نِندڪ دِهي رڙالي۔

راڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٤١)

(٧) يگت وچل - ڀگتان هر سنگِ
نانڪ مکت ڀئي - هر رنگِ۔

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٩

(٨) دِر شيوڪ دروانُ - درد لوُن جاڻهي
يگت ٽيري حيران - درد گواڙهي۔

٢١(٣)

(٩) هر جُگہ جگہ ڀگت اُپايا - پيج رکدا آيا رام راجي
هرڻاڪس دُشت هر ماريا - پرهلاد ترايا
اَهنڪاريئا نِندڪا پِٺ ديئي - نامديو مُکہ لايا
جَن نانڪ اَئسا هر شيويا - اَنت لئي ڇڏايا۔

راڳ آسا، محلا چوٿون، ڇنت (٤)١٣
[آسادي وار]

(١٠) هر دوُڙي ناٺيئي مٺل گوائيئي - جنم مرڻ دکہ لائي
اَنتر ٻاهر سدا حدُوري - پرميشر پرڀ سائي۔

راڳ آسا، محلا پهريون، ڇنت (٤)٢

(١١) يگت جَنان ڪئہ سرڌا - آپ هر لائي
وِچي گرهست - اُداس رهائي۔

راڳ گوجري، محلا چوٿون، شبد (٧)

(١٢) گهِ ڪنت لائي سَهج سُيالي - آد اَنڪر آئيا
ڀنونت نانڪ آپ مليا - ڀهڙ ڪتهوُن نہ جايا۔

راڳ ٻهاڳڙا، محلا پهريون، ڇنت (٥)٧

(١٣) يگت جنان ڪئہ آپ تُنا ميرا پيارا - آپي لئين جَن لاءِ
پاتشاهي يگت جنان ڪئہ دِليئن - سِر ڇَٽ سچا هر بڻاءِ۔

راڳ وڏهنس، محلا چوٿون، وار (١١)، سلوڪ محلا ٻيجا

---

١. ٻوُند، ڦڙو. ٢. پوءِ ورِي جدا ڪونہ ٿيندا. ٣. بندو، درويش. ٤. ڪري. ٥. متر، دوست. ٦. جنم مرڻ جي چڪر ۾ غوطا کارائين ٿو. ٧. داس. ٨. دربان. ٩. پُٺي ڏنائون، منهن موڙيائين. ١٠. اِشنان ڪر. ١١. وِرڪت. ١٢. ٻوُرب جنم جو ڦل. ١٣. راضي. ١٤. سچي اَميري يا بادشاهي. ١٥. تاج، ڇَٽ.

(١٤) پريم ڪاڻيا جم ڪا ڦاسا - من پڙون هوئي آسا
جهه پيکا لهه سوئي - هر پريم بن اؤر نه ڪوئي ۔

راڳ سورٺ، محلا
پنجوان، شبد (٥٥)

(١٥) جو منگهه سو ليوهه - پريم آڇيا سنتان ده پوههِ
هر گوبند پريم راکيا - جن نانڪ ساچ سُپاکيا ۔

(٧٠)

(١٦) توُن ديال ڪرپال ڪرپا ندهه - منشا پوُرنهارا
ڀگت تيري سڀ پرانپت پريتم - توُن ڀڳتن ڪا پيارا ۔

راڳ سوُهي، محلا
پنجوان، شبد (٤٨)

(١٧) جان توُن ٺان ميءِ سڀ ڪو - توُن صاحب ميري واس[٣] جيءُ
تُڌ انتر هڌُ سک وسان - توُن انتر شاباس[٤] جيءُ ۔

راڳ سوُهي، محلا
پهلي سچجي، شبد(٢)

(١٨) سَنتان ڪي ڪارج آپ کلوٽا[٥] - هر ڪم ڪراوڻ آيا رامَ
دَرسن سُهاويءِ تال[٦] سُهاوا - وچ امرت جل ڇاپا[٧] رامَ
امرت جل ڇاپا پوُرن ساج ڪرايا - سگل مدورٿ پوُري
جئجئڪار پيا جگ انتر - لاٿي سگل وسوُري ۔

راڳ سوُهي، محلا
پنجوان، چهنت (١) ١٠

(١٩) مها لوڀ لي پئي سائين - پُرسٽ[٩] پاپ تائي
انڌ ڪوُپ مهه گلٽ[١٠] لي - ڪاڍي دي هائي ۔

راڳ بلاول، محلا
پنجوان، شبد (٤٩)

(٢٠) سنت ڪي نِندا ڪرهُ نه ڪوءِ - جو نِنديءِ تس ڪا پتن[١١] هوءِ
جس ڪئُ واکيءِ سرجنهارُ - جگ ماڻ سگل سنسارُ ۔

راڳ گوُنڊ، محلا
پنجوان، شبد (١٨)

(٢١) انگيڪار[١٢] ڪيٿا پريم اپنيءِ - بئري[١٣] سگلي ساڌي
جن بئري[١٣] هيءِ اهه جگ اوُنيا - تي بئري[١٣] ليءِ باڌي ۔

راڳ رامڪلي، محلا
پنجوان، شبد (٥)

(٢٢) ڪول ڪوُارا[١٤] محل اُسلاڀا - جنسا سا لتسا دکلاڀا
کهه نانڪ سڀ پڙدا توُٽا - هڌُ ليرا توُن ميءِ من وٺوُ[١٥] نا ۔

(١٤)

---

١. سو پڌاءُن لا. ٢. پرماتما. ٣. دولت، پوُنجي. ٤. ڌنيواد. ٥. سائي ٺنجي پوُرا ڪيا.
٦. تلاءُ. ٧. وڌو آهي. ٨. سنسا، دک. ٩. ڇهڙ سان. ١٠. ڀڌس ئي. ١١. ٻچاٽي، خاتمو.
١٢. سُئيڪار، پکش. ١٣. وڪاري دشمن. ١٤. دروازو. ١٥. سمائجي وڃ آهين.

(٢٣) هر اِڪسيءَ نال ميءَ دوستي - هر اِڪسيءَ نال ميءَ رنگ
هر اِڪو ميرا سڄڻ - هر اِڪسيءَ نال ميءَ سنگ.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٥)

(٢٤) سڀ ڪنو تيريءَ وس - اَڪُر[1] اَڳوڇرا
تُون ڀڳتان ڪيءَ وس - ڀڳتان تاڻ[2] تيرا.

(١٠)

(٢٥) ڏُر[3] ڀڳتان ميلي آپ مِلائي - سچي ڀڳتي آپي لائي
ساچي باڻي سدا گڻ گاويءَ - اِس جنميءَ ڪا لاهَا[4] هي.

راڳ مارُو، محلا تيجا، سولهو (٣) ١٠

(٢٦) نڌوري[5] ڀڳتان لڳهُ ملائي - ڀڳت سلاهن سدا لِو لائي
تُه سرِٿائي اُبرِهِ[6] - ڪُرتي[1] آپي ميل ملايا.

٢٤(١)

(٢٧) جان تُون ميريءَ وَلِّ[7] هيءَ - تا ڪيا مُهڇندا[8]
تُڌ سڀ ڪڇ مَئنو سَئُنپيا - جا تيرا ٻندا[9].

راڳ مارُو، محلا پنجوان، وار (٧)

(٢٨) پربُ ملي پياري ڪارج سَاري[10] - ڪرتا سڀ ٻِڌ جاڻيءَ
جِن سينگاري تسِهِ پياري - ميل ڀيا رنگ ماڻيءَ.

راڳ تکاري، محلا پهلا، ڇنت (١٧) ١
[ٻارهه ماهه]

(٢٩) ڀڳتان ڪي ٻئج رکهِ تُون آپي - اِيهُ تيري وڏيائي
جمِر جمر ڪي کِلوک دک ڪاٽهِ - ڏيٻدا رَبي نه[11] راني[12].

راڳ پيرڀ، محلا تيجا، اشٽپدي (٣) ٢

(٣٠) گنگا ڪي لهر ميري ٽُٽي زنجير - مِرگ ڇالا پر بَئٺي ڪبير
ڪهه ڪبير ڪرتُو سنگ نه سات - جل ٿل راکن هيءَ رگهنات.

راڳ پيرڀ، ڪبير صاحب، شبد (١٨)

(٣١) دوُد پيئاء - ڀڳت گهر گيا
نامي هرِڪا - درسن[13] پيا.

راڳ پيرڀ، ڀڳت نامديو، شبد (٣)

(٣٢) هرِ ڪي سنت يَلي تي آم ڀڳت يلي - جو ٻاوَت هر رام مراري[1]
جن ڪا اَنگ ڪريءَ ميرا سوامي - تِن ڪي نانڪ هر پئج[14] سواري.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١٢)

(٣٣) ڪرپا نِڌان سوُکه ڪي ساگر - جَس سڀ مهُ جاڪر چاُو[15]
سنت سنگ تسِ ڪيئي - اَپنا آپ درشٽايو[16].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٦)

---

١. پرماتما. ٢. شڪتي. ٣. آد ڪان. ٤. نفعو، فائدو. ٥. ٻاجهه، مهر. ٦. تري پار ٿيون ٿا.
٧. پاسي. ٨. ڪاڻ، پرواهه. ٩. داس. ١٠. سِڌ ٿيا. ١١. صفا ختم ٿي وئي آهي. ١٢. ڪُل.
١٣. ڏيو، مليو. ١٤. پکش. ١٥. پکڙيو پيو آهي. ١٦. درسن ڏنو آهي.

(٣٤) جو هو ڀاڙهو ڀڳت - تنان هو ڀاڙهڪي
جوڻي جوت ملاءِ - جوت رَل جاڙهڪي.

واڳ ڪلياڻ، محلا
چوٿان، شبد (٦)

(٣٥) ٽُمڪي[1] پارسُ ڪمڪي[2] لوها - سڌڪي ڪنچن[3] ڀَئلا[4]
ٽوُن ديال رتنُ لعل - ناما ساچ سمانلا.

واڳ ٻرياڻي، ڀڳت
نامديو، شبد (٢)

(٣٦) ڪبير جاس[5] جُلاها[6] ڪيا ڪريءِ - هرديءِ نَسيءِ ڪهالُ[7]
ڪبير رَمئيا[8] ڪنت مِل - چوُڪهِ[9] سَرب جنجال[10].

سلوڪ، ڪبير
صاحب (٨٢)

---

١. ٽوُن آهين. ٢. مان آهيان. ٣. سونُ. ٤. ٿي پيس. ٥. ذات، ڪُل. ٦. ڪوري.
٧. ٻرماٽما. ٨. ڳلي لڳي. ٩. ختم ٿي ويا. ١٠. ٻنڌن.

## (٢) سنتن جي مهما.

(١) ڪرچ ڪجانا نام ڏن - اُسا پگتن ڪي واس
ڪپا غرابي آنند سهج[1] - جوت وهه ڪُڻ تاس
ڪيلهه بگسهه آنند سُکُ - جا ڪِڇُ هُرِت ڪرپالُ
بيد يو غيو[2] سُهاوني[3] - رام نسام ڪِسوهه مِسالُ
ڪيد[4] نه دوکه نه ڏائن[5] لهه - جا ڪِڇُ اندر ڪري
نانڪ سو پرڀ پساٽيا - پوري نان پڙي.

**[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باوَن اکري (١٨)]**

(٢) ساڌ ڪي مهما بيد نه جاڻه - جيتا سُڻه تيتا بکياڻه[6]
ساڌ ڪي اپما تِهه گُڻ تي دوُر - ساڌ ڪي اپما رهي ڀرپوُر
ساڌ ڪي سوڀا ڪا ناهي انت - ساڌ ڪي سوڀا سدا بي انت
ساڌ ڪي سوڀا اوُچ تي اوُچي - ساڌ ڪي سوڀا موُچ[7] تي موُچي
ساڌ ڪي سوڀا ساڌ بن آئي[8] - نانڪ ساڌ پرڀ ڀيد نه ڀائي.

**[اڳه گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٨)٧]**

(٣) جن اُت اندر پساهر ڪُندُ[9] - تسي ڀلي سنسار
تسن نيڻهن لگا رب سيتي - دئکني[10] وپار
ونگه هسهه رنگ روقه - چُپ بي ڪر جاهه
پرواهه ناهي ڪسي ڪيري - باجهه[11] سچي ناءِ[12]
دَر[13] وات اُپر کرچ[14] ملڪا - جپي[15] ديئه نه کاءِ

---

١ گيان، شانتي. ٢. ڏ نسوان. ٣. سهڻو. ۴. مشڪلات. ۵. جم جو ڏنڊ. ٦. بيان ڪن ٿا.
٧. تمام گهٽي. ٨. تهڪي ٿي اچي. ٩. گودڙي. ١٠. درس جو چاهه. ١١. بيان. ١٢. رام
نام. ١٣. پرماتما جو دروازو يا دنار. ١۴. رام نام جي پونجي خرچڻ لاءِ. ١۵. جذهين،
جي ڪڏهين.

ديبانُ[1] ايڪو قلمُ[2] ايڪا - ھُما تُمّا[3] ميلُ
دَرِ لئي ليکا پيڙ چُنئي - نانڪا جڳُ ڏيلُ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٠)]

(۴) گوبند گوبند گوبند سنگ - نامديؤ مَن لِيڻا[4]
آڍَ دامَ[5] ڪو ڇيپڙو[6] - هويو لاکيڻا. (١. ر٠)

ٻُنا[7] تَنا تياڳڪي - پريت چرن ڪبيرا
نيچ ڪُلا جولاھرا[8] - ڀيو گُنيه گهيرا

رَوِداس ڍووَنتا ڍور نِيت - تِن تياڳي مايا
پَرگٽ ھوئا ساڌ سنگ - هر درسن پايا

سيڻ نائي ٻُت ڪاريا[9] - اوهُ گهر گهر سُنيا
هردي وَسيا پار برھم - ڀڳتان مهِ گنيا

اِھ بِڌ سُنڪي جاٽڙو - اُٺ ڀڳتي لاگا
ملي پرتک[10] گسائيا[11] - ڌنا وَڏ ڀاگا.

[راڳ آسا، ڀڳت ڌنو، شبد (٢)]

(۵) سُوڪه محل جاڪي اُوچ دُئاري - تا مهِ وسهِ[12] ڀڳت پياري
سَهج ڪٿا پرڀ ڪي اَت ميٺي - وِرلي ڪاھو نيترھ ڏيٺي. (١. ر٠)

تھ گيت ناد اکاڙي[13] سنگا - اوُھان سنت ڪرهِ ھر رنگا
تھ مرڻ نہ جيوڻ سوگ نہ ھرکا - ساچ نام ڪي امرت ورکا
گُهج[14] ڪٿا اِھ گور تي جاڻي - نانڪ بولي ھر ھر باڻي.

[راڳ سُوهي، محلا پنجوان، شبد (١٢)]

---

١. دربار. ٢. نارائڻ نيائڪاريءَ جو حڪم. ٣. اَھنڪار ۽ موھ بر قائل آھن. ۴. لين ٿي ويو. ۵. ڪوڏي، دمڙي. ٦. ڏوبي. ٧. اُڻڻ ۽ تُڻڻ جو ڪرڪو ڏنڌو. ٨. ڪوري. ٩. حجم جو پيڻ جا حجامت سان لڳ ڪٽا ڪري. ١٠. ساکيات. ١١. پرماتما. ١٢. رھن ٿا. ١٣. ميل ملاقات. ١۴. ڳجهي، اَگم.

(٦) ڏُکرت[1] ٺڪُرت[2] مِٽي - سنسار سبکلاٽا
ڏُهه هوُن لي رهت ڀگت هيءِ - ڪرني ورلا ڄاٽا.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٢٦)

(٧) ڀگتان من آنند هيءِ - سچيءِ شبد رنگ رالي
اَنِ دِن گُڻ گاوَهِ سد نرمل - سهجي نام سمائي[3].

سري راڳ، محلا تيجا، اشٽپدي (٥)١

(٨) نالِ خصميءِ[4] راتِيا - مانهِه سڪ رلِيئاهِه[5]
هوديءِ لاٿ[6] لِتاٿيا - رهيءِ نمانڻيئاهِه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

(٩) سيڪو ليرا ڀگت کهاني - سيئي ڀگت ليريءِ من ڀاني
سچ باڻي گُڏڻي سالاهن - رنگ رالي ڀگت ڪراوٿيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)٢١

(١٠) ڀگت ڪرنِ هر چاڪري - جني اَن دِن نام ڏيايا
داسن داس هرنڪيءِ - جني وچهه[7] آپ[8] گوايا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (١٦)

(١١) هوُک سوکہ[9] ڏهوُن[10] لي مُڪتي - سدا اَلمت جرگ اَرجُگتي
ديِسهه سب مهه سب لي رهتي - پار برهم ڪا اوءِ ڏيان ڏَرلي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(١٢) سي ڀگت هر ڀاوندي - جو گڙرمکِ ڀاو[11] چلن
آپ چوڙِ شيوا ڪرن - جيوَت مُئي رهن.

راڳ گوڙي، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)٩

(١٣) ست جَنان ڪاپيکن[12] سب برهم - ست جنان ڪيءِ هرديءِ سب ڌرم
ست جنان سُنهه شُڀ وَچن - سرب بياپي رام سنگِ رچن.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٤)٢٣

(١٤) اُنم سلوڪ ساڌ ڪي بڻن - اَمليڪ[13] لعل ايهه رتن
ست ڪماوت هوتِ اُڌار - آپ تريءِ لوکهِ نِستار[14].

(٣)٢٤

(١٥) نانڪ وچارهه ست جَن - چار وي ڪهندي
ڀگت مُکيءِ لي بولندي - سي وَچن هووندي
پرگٽ[15] پاهارا[16] جاپدا - سب لوڪ سُڻدي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٢)

---

١. ڪُڪرم. ٢. سُڪرم. ٣. سمايا پيا آهن. ٤. پرمالما. ٥. آنند مزا. ٦. شڪتي. ٧. اَندر مان. ٨. اَهنڪار، اَهم ڀاؤ. ٩. سک. ١٠. ڏک. ١١. سِکيا مطابق. ١٢ ڏسن ٿا. ١٣. اَملهه. ١٤. تاري پار ڪن ٿا. ١٥. ظاهر. ١٦. پرتاپ.

(١٦) اِهو نِمشاطي ساڌ کي - جِس ڀڳت لڳي
جَم ڪنڪڙ نيڙ نہ آوني - ڦر ڀهڙ نہ مرڳئي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١١)

(١٧) ڀڳتِ نراڙي الله دي - جاڻي گور وِچار
نانڪ نام هردي وسي - ڀي ڀڳتي نام سوار.

راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي(٩)١٤

(١٨) هر کي ڀڳت رَتي ٻراڳي - چُوڪي موهہ پياسا
نانڪ هؤمي مار پتيڻي - ورلي داسہُ داسا.

راڳ آسا، محلا پهلا، چنس (٤)٣

(١٩) ڀڳتَ ليري من پاوَدي - در سوهنِ کيرت گاوَدي
نانڪ کرما ٻاهري - در ڍوء نہ لهني ڌاوَدي.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٩)

(٢٠) رام پياري سدا جاڳهہ - نام سمرهہ اَن دِنو
چرڻ ڪمل ڏيان هردي - پرڀ بسر ناهي اڪ کِنو.

راڳ آسا، محلا پنجوان، وار (١)١٠

(٢١) ڀڳتَ سچي در سوهدي - سچي شبد رهائي
هر کي پريم لِن اوپجي - هر پريم کسائي
هر رنگ رهہِ سدا رنگِ راتي - رسنا هر رس پيائي.

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١١)

(٢٢) هر ڀڳتَ نج ٺهڪيوَلا - رد ڪَرمٺا ٻسا
جوگين ڪِن جگتن ڪِن - دانين ڪن ٻسا.

راڳ گوجري، ڀڳت جئديو، شبد (١)

(٢٣) ڀڳتان ڪا ڪارج هر آنند هي - اَن دِن هرِگڻ گائي
شبد رتي سدا اڪ رنگي - هر سنُ رهي سمائي.

راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (٣)

(٢٤) ڀڳتان جم جوهہ نہ ساکي - ڪال نہ نيڙي جائي
ڪيول رام نام من وَسيا - نامي هي مُڪت پائي.

راڳ سورٺ، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)١

(٢٥) هر کي سنت جوهہ هر جهٺا - هر سنت چلي هر نالي
جِن هر جپيا سي هر هوئي - هر مِليا کيل کيلالي.

راڳ ڌناسري، محلا چوٿان، شبد (٤)

---

١. دوَس. ٢. علحدي. ٣. ڀڳوان جو ڀؤ. ٤. ختم ٿي وڃي. ٥. اِشور ۾ پؤرن وشواس. ٦. ڪرتار جي ڪرپا کان رهت ٿيل. ٧. داخلا. ٨. ڀٽڪن پيا. ٩. ڪڻ، ٿوڙي. ١٠. وڪارن کان ٻاهر کي بچائي رکيو آهي. ١١. پالو آهي. ١٢. ٻرماتما. ١٣. ڪرم. ١٤. وچن. ١٥. جوڳ. ١٦. ڪهڙي ڪم جا. ١٧. لڳي. ١٨. ڪرت. ١٩. ماري. ٢٠. ٻاهر سا ڳنڍ. ٢١. موج ڪرائيندڙ.

(٢٦) اَمرا[1] پد پايا آپ ڳوايا - ورلا ڳيان وچاري
نانڪ ايڪ سوهن در ساچي - ساچي ڪي واپاري.

واڳ ڌناسري، محلا پهلا، چيت (۴)٢

(٢٧) هر ٻن ڪڇو نہ لاڳي - ايڪن ڪهه مينا
آنَ سُڪاد سڀ ڦيڪيا - ڪر نرڻي[2] ڏٺا.

واڳ جئسيتري، محلا پنجوان، وار (٣١)

(٢٨) ڪِمڪت[3] نگر جهان - سنت واسا
پرڀ چرڻ ڪمل - رد ماهِ نواسا.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

(٢٩) پاڳيڙي[4] هر سنت تماري - جن ڳهو ڏَنُ هر ناما
پرواڻ[5] ڳڪي سيئي اهه آئي - سڦل تنان ڪي ڪاما
جنم مرڻ ڏُهون مِيَ ناهي - جن پر اپڪاري آئي
جيئدان دي ڀڳتي لائن - هر سڱ لئن ملائي.

(٥۴)

(٣٠) هر ڀڳتان کي ذاتِ پتِ هي - ڀڳتَ هر ڪي نام سَماڻي وام
هر ڀڳت ڪرِ وِچهه آپ ڳواڻه - جن ڳڻ اوڳڻ تياڳي[6] وام.

واڳ سوهي، محلا ليجا، چيت (٣)٢

(٣١) اَمرت ڳڻ سنت بولتي - سُڻ مهر پيلاوءِ[7]
اُتا ورس مهه سانت تربت هوءِ - ڀکي جلن بجهاوءِ.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥١)

(٣٢) هر ڀڳتان ڪا آسرا - اَن[8] ناهي ٺاءُ[9]
تاڻ دِيبانُ[10] پرِوار ڌن - پرڀ ليرا ناءِ.

(٥٦)

(٣٣) پنڌت سو ڇتر[11] پت واجا - ڀڳت براپر آور نہ ڪوءِ
جنسي پُرنن[12] پاڻ رهي جل سميپ[13] -
پن[14] روداس جنمي جگ اوءِ.

واڳ بلاول، ڀڳت روداس، شبد (٠)

(٣۴) سوني سنت - جو پاوي وام
سنت گوبند کي - ايکي کام.

واڳ گونڊ، محلا پنجوان، شبد (١٨)

---

١. اَمر. ٢. چئيءِ طرح. ٣. ونڪمت، شرڪ. ۴. پاڳ وارا. ٥. قبول پيل. ٦. سهاڻي سڳهن نا. ٧. هوند پياريان. ٨. ٻي ڪا. ٩. ٺڪاڻو. ١٠. آجهو، آسرو. ١١. پهاڙي سورما. ١٢. چوڻتي جا پن. ١٣. نزديڪ. ١۴. سڦل.

(٣٥) ڀڳت سنگِ ڀري - گوشتَ[1] ڪري
ٿِه هر ڪَهه نبهه سوڳُ - نه جنم نه مَرڻ.

واڳ رامڪلي، محلا
پنجوان، شبد (٣٥)

(٣٦) چالا نرالي ڀڳتاهه ڪيري - ٻِکم[2] مارگ چلڻا
لَبُ لوڀ اَهنڪار تج ترشنا - بهت ناهي بولڻا.
کنڊهه[3] تِکي والهه[4] نڪي[5] - ايتُ مارگ جاڻا.

واڳ رامڪلي، محلا
ٿيجا، آنند صاحب (١٤)

(٣٧) رهڻ اڪانت ايڪو من وسيا - آسا ماهه نراسو
اَگم اگوچر ديکه دکاني - نانڪ تاڪا داسو.

واڳ رامڪلي، محلا
پهلا، سڌ گوشٽ (٥)

(٣٨) جسو اڪو رنگ - ڀڳت سو جاڻئو
اوهُ سيما کي رنگ - پرهي[6] چارئو.

واڳ رامڪلي، محلا
پنجوان، وار (١٣)

(٣٩) سوهن ڀڳت پرڀو دربارِي - مڪت پئي هر داس تماري
آپ گواءِ تيري رنگ راتي - اَن دن نام ڌيائندا.

واڳ مارو، محلا
پهلا، سولهو (٢) ١٤

(٤٠) تيري شيوا تجهه لي هووي - اَؤر نه دوجا ڪرتا
ڀڳت تيرا سوئي تُد ڀاوي - جسو تُون رنگ ڌرتا[7].

واڳ بسنت، محلا
پنجوان، شبد (٢٠)

(٤١) پلو ڪبير داس داسن ڪو - اَنم سنتُ جن تائي
اوچ لي اُوچ نامديو سم‌درسي[8] - روداس تاڪر بڻ[9] آئي.

واڳ سارنگ، محلا
پنجوان، شبد (١٨)

(٤٢) تان پوترا مان[10] پوترا - ساوتر سمن ڪهن هاري
کهه نانڪ لي پوَن[11] پوترا - جامهِ سمت تماري.

(٥٥)

(٤٣) سِروٽي[12] جيرن سمرن سوامي - اِهه ساڌ ڪو آچار[13]
چرن ڪمل اَستت[14] رد انتر - پوجا پران ڪو آڌار.

(٩٣)

(٤٤) تر[15] تار اَپوتر ڪو مانيئتي ري - جنسي ڪاڪرا[16] ڪرت بيچارن
ڀڳت ڀاڳوت لکيئتي تهه اوپري - پوجيئتي ڪر نمسڪارن.

واڳ ملار، ڀڳت
روداس، شبد (١)

---

١. بحث مباحثو. ٢. ڏکئي. ٣. تلوار. ٤. وار. ٥. سنهي. ٦. پرماتما جي چرڻن جو مشتاق. ٧. پرين ٿو، لڳائين ٿو. ٨. سيني پر ويهڪ، سيني کي هڪ سمان ڏسندڙ. ٩. پرمات لڳجي ويو. ١٠. پرماتما کي مڃيندڙ، پوڄيندڙ. ١١. مڪان. ١٢. ڪن. ١٣. وهنوار. ١٤. نهچا. ١٥. تاڙيءَ جو وڻ. ١٦. پتا، پن.

(٤٥) ڪِني ڪا ٻوڄُ هـر نام نراڄڻُ - ڀِئلُ[1] ٻِگس ٻَڌاني
نج گهر واسا سدا هـر شيونِ - هر در سويا ٻاني ۽

واڳـ سارنگ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٢) ٣

(٤٦) ڪبير اُنسا ايڪ آڌُ - جـو جيوَس مِـرلڳ[2] هـوء
نريڀو هـونڪي ڪن رَوڻو[3] - جَس بيڪھُ لَس سـوء ۽

سلوڪ، ڪبير صاحب (٥)

(٤٧) ڪبير مايا ڏولٽي[4] - ٻاوَنُ جهڪڙلنُ[5] هـاُر
سنتهُ ماکن کايـا - ڇـاڇ پيئي سنساُر ۽

(١٨)

(٤٨) صبر اَنـدر صـابـري[6] - تَـن ايـوي[7] جالِنِ[8]
هون نجديڪ خداء دي - ڀيٽ[9] نـه ڪِسيءَ ڏٻنِ

سلوڪ، شيخ فريد (١١٦)

(٤٩) مَتَ[10] هـوَندي هـوء اِٻاٽا[11] - تاڪَ هوَندي هوء لِتاٽا
اَکا هـوَندي آپِ وَنٻاني[12] - ڪوني اُنسا ٻگس سداني ۽

(١٢٨)

---

١. وستر، ڪپڙا. ٢. مَتل بسمانِ. ٣. ڇـاني لو، جهي نو. ٤. مَت. ٥. مانڌاڻي. ٦. صبر وارا درويش. ٧. من. ٨. قبضي ۾ رکن. ٩. ڳجهه. ١٠. ٻُڌي، عقل. ١١. ٻاٽکي بيعقل ڪولائين. ١٢. ٻين سان وانڊي کائين ٿا.

# سنتن تي ڪرتار جي ڪرپا.

## سنتن جي مهما.

ڀڳت کي ڀڳوان پيارو آهي ته ڀڳوان کي به ڀڳت پيارو آهي. ٻئي هڪ ٻئي ۾ ملبا جهليا يا ٻڌا پيا آهن. ڀيد ڀائو ۾ ڪونهي. ٻئي شيءِ ساڳي آهن تنهن ڪري، هڪ ٻئي تي فدا ۽ فنا آهن. ڀڳوان ڀڳت وڇل آهي، ڀڳتن جي پت ڍڪيندڙ، پڇ راکنهار ۽ پرتپالڪ آهي. ڀڳوان، ڀڳتن جون سڀ آسون پڄائي، مرادون ثابت ڪري، ڪارج پورا ڪري، دک نواري، مٿي تي ڇٽ جهلائي، گلي لڳائي، جم جي ڦاسي ڪٽائي، ٻانهن کان وٺي، ڀوڄل تارائي، پار پهچائي ٿو. ڀڳت به ڀڳوان جي پاٺي ۽ پوڄا ۾ پيل رهن ٿا، پيار ۾ پاڻ پڄائين ٿا، ٻيا سڀ لڳاءُ ڇنائين ٿا. پوءِ روحاني راس رچائين ٿا ۽ امرتا جو آبشار وهائين ٿا.

| | |
|---|---|
| ڪبير جاتِ جُلاها ڪيا ڪري - هرديءِ بسيءِ گوپالُ | سلوڪ، ڪبير |
| ڪبير رميئا ڪنٺ مِل - چوڪهه سرب جنجالُ. | صاحب، (٨٢) |

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ سنتن جون سوين ساکيون آيل آهن، جي ثابت ڪن ٿيون ته جن جن سائينءَ جي شرن ورتي، سي سنت سڀ مڪتيءَ جا مالڪ ٿيا، چاهي سنت پرهلاد ۽ ڌروءَ پارا جي جاني جام هجن، چاهي ڪبير، روداس، سئني، سڌني ۽ ٻسدو جهڙا گهٽ ذات هجن، يا چاهي اجامل، والميڪيءَ ۽ نامديو وانگيان ڀرين پاپي ۽ هتيارا هجن. ناميارا خوني، رهزن ۽ ڌاڪو به ساڃاهي، سدوارجي پيا. پڇتاءَ، پراشچت، پيار ۽ ڀاونا سان جو اچي پيرن ۾ پيو پاتائون ته پرماتما به هٽي ڪيئن پوندو؟ ڀڳتن تي پيڙ پئي ته آهي ته ڀڳوان انهيءَ دم پرگهٽ ٿئي، اچي سندن سهائتا ڪري ٿو. دشٽن جي دربار ۾ دروپديءَ جي دانهن ٻڌي، سندس ڪڙ ۾ اچي لاج بچايائين. ڀڳوان جي هٿ وس سڀ ڪجهه آهي پر ڀڳت جي هٿ وس خود ڀڳوان آهي. ڀڳتن جي فرمائش جي پوئواري پرماتما کي هر حالت ۾ پوري ڪرڻي پوي ٿي. نيهن جي نوڙيءَ ۾ ٻڌجڻ کانپوءِ نه پاڻ ڇوڙائي ٿو سگهي ۽ نه پاڻ ڇڏائي ٿو سگهي. ڀڳتن جي ٻاڪر ۾ پيڪڙيو پيو آهي.

| | |
|---|---|
| سيڪو تيريءِ وس - اگم اگوچرا | راڳ رامڪلي، محلا |
| تون ڀڳتان ڪيءِ وس - ڀڳتان تاڻُ تيرا. | پنجوان، وار (٥) |

اي ٻندا، تو ڪڏهين اهو سوچيو آهي ته ڇو تون ڀڳوان جي وس ٿي پيو آهين ۽
ڇو ڀڳوان ڀڳت جي وس ۾ اچي ڇڪيو آهي؟ ڇو تون مالڪ جي مٺيءَ ۾ آهين ۽ ڇو پاڻ
ڀڳوان ڀڳت جي مٺيءَ ۾ اچي ويو آهي؟ انهيءَ سوال تي جي هوند سوچ ڪرين ته پاڻ ۽
ڀڳت ۾ ڀيد سمجهائين. ڀيد ڀڳوان ۾ نه آهي. ڀيد آهي تنهنجي ڀاونا ۾ ۽ ڪمي آهي تنهنجي
ڪامنا ۾. تو ۾ ۽ سنت ۾، فرق فقط اهو آهي ته توکي ڪامنا آهي سنساري سوادن ۽ سکن
جي، جنهنجي سڦلتا توڙي اسڦلتا، ٻئي دک جو باعث آهن. اها ڪامنا جي ڪٺني پائي،
پيو تو همت هٿ هارڪين، پڇون ۽ پت پيٽين، نفساني نقش تو سڀني پر ٿڙ ٿانءَ ڪوله تو پائين،
ڇو ته اها ڪٺني آهي ڳچيءَ جو ڳٽ، پيرن جي ٻيڙي، جنهن بوجهي سان پيو لڙهو هيٺ
گهلجين ۽ غلطائيءَ ۾ غم جا غوطا کائين. انهيءَ بوجهي، ڪيئين نهوڙي ناس ڪيا. تون به
انهن جيان ڪنهن ڏينهن ناس ٿي ويندين ۽ آواگون جي چڪر ۾ اچي پيو ڇيڪلائيندين.
مهل اچي ۽ وڃي ڪانه آهي. سو سنتن کان ڪو سڪ سوز جو سبق سک ته جيئن بدلجي
بهتر ٿئي ۽ سُڌرجي سڦل ٿئي. اها ڪامنا جي ڪٺني لاهه ته لالن جي لوچ لڳي ۽ جيون
کي جادو لڳي. اها ڪٺني لٿي نه آهي ته روڳ مٽيو نه آهي ۽ جوڳ جاڳيو نه آهي.

سنت جو سرير ۽ صورت برابر تو وانگر آهن پر سندس سيرت سڀڪائي، سخن سچو،
عشق علحدو، نيت نيڪ، نشان نرالو ته نظر نُوراني. سو تفاوت آهي ترتيب، تهذيب،
تميز، تصور ۽ تلاش جو. تفاوت آهي ڪامنا جو، ڀاونا جو، وچارنا جو ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ
جو. اهو تفاوت ئي انتها تو ڪرائي تنهنجي ۽ سنت جي. سنت کي ڪامنا آهي ڪرتار
جي ته ڪرت ۽ ڪرتار جي. ٻي وائي ناهي واٽ، رڳو ٻيڙي آهي تات. سڀ تيرٿ
ياترائون، مڙهيون مندر، مڪا مدينا، سنتن جي سرائيءَ ۾ سمايل آهن. سنت جو سنگ
نصيب ٿئي ته جڻ سمورن ياترائن جو درسن ملي چڪو. سنت جون صفتون آهن صبر،
صدق، صداقت، صلاحيت ۽ صباحت. صحبت ڪري تو سچ سان ته پريت ۽ پاڙي تو
پريءَ سان. مجلس، محفلن ۽ مشاعرن ۾ من نه اٽڪائي ته تماشن، تقريرن ۽ تڪرارن ۾ تن
نه تپائي. توبهه جي تسبيح سان، تانن جي تعريف ڪري تو ۽ تحمل جي ترتيب سان، ترشنا
جو تاثير مٽائي تو. من انس مهتا جي مات ۾ ۽ وچارنا انس واقفيت جي وسين ۾. جيئن
باهه کائين وجهڻ سان، پاڻمرادو وسامي ويندي آهي تيئن وچارنا به وچارن نه وجهڻ سان، وٿين
۾ رهندي آهي. اهي وتيون ته واحد جي وجد ۾ آڻيندڙون آهن. تنهن ڪري وچارنا
مان وڳهن واپس ورائي تو، وتيون وڌائي تو ۽ وحدت جو وصال وٺي تو. تون به ڪا اهين
وٺي وجهه ته اندر، استرنا جي اوڏو اچي ۽ آتما جي پرڪاش جي جهلڪ جهٽي.

سنت جي هردي مان نرملتا جي نهر نڪري ٿي، دلسوزيءَ جو درياءُ وهي ٿو ۽
سک جو ساگر اڇلي ٿو. دل ۾ درد انس ته ڏکين سان همدردي ڪري ٿو، ٻين کي

ڏکڻ لڳائي ٿو ۽ پاپين کي تاري ٿو. ڳلا ۽ ساراهه سان ڦُلي نه اڳائي، جيت ۽ سوڀ سان چت نه اُڙائي، سونُ ۽ مٽيءَ سان عقل نه اڙائي، دک ۽ سک ۾ من نه منجهائي. سمدرشٽي جو سادڪ آهي، سالوڪت جو سوامي آهي، سچ جو سائل آهي، دلبر جي ديدار لاءِ ديوانو آهي، فراق ۾ فدا آهي. الاهي عشق جي اُمنگ ۾، خون جي پيو ٿو هولي کيلي. ڪانهس سُڌ سڀڙ جي يا پرواهه پيٽ جي. ڪڏهين ڏس نه رُکي ۽ کيلي پيو، ڪڏهين رُني ۽ رڙي پيو، ڪڏهين محبت جي مات ۾ نه ڪڏهين اُلوهيت جي ايڪانت ۾ پر چت اُنسڻي پُور اڪال پُرک ۾. ڏيهه ڏِني ڏنگو آهي پر ڏاتر ڏني ڏنگيل آهي. لوڪ ليکي ابياسي آهي پر لاڻ ليکي لاهوتي آهي. ٿورو ڪائي، ٿورو ڳالهائي ۽ ٿورو سمهي. ميزان ۽ موافقت ۾ ماهر آهي نه مروت ۽ مريادا ۾ محڪم آهي. مڪر ۽ مڪاريءَ کان منڪر آهي نه مسڪينيءَ ۽ مفلسيءَ ۾ مسافر آهي. من ۾ رام، مک تي نام، اندر اُجل، مورتي صاف، نفس نابود، ويچار ڏارا پوتر، رهڻي پاڪ ۽ کهڻي شُڌ. گيان هوندي پاڻ اياڻو ڏيکاري، ڪلا هوندي لماڻو، ڪرامت هوندي نهنو ۽ مٺيا هوندي مانيٺو. ڪيچ هوندي، ڪين ۾ خيما ڪوڙي ويٺو آهي. چاهي نه مڙني جي مستڪ جا ليک ئي ميٽائي ڇڏي.

مِتِ هوندي هوءِ اياڻا - تاڻ هوندي هوءِ نِتاڻا
اَڻ هوندي آپ ونڊائي - ڪوئي اَئسا ڀڳت سَدائي.

سلوڪ، شيخ فريد
(١٢٨)

سنت پاڻ کي سمجهي ٿو سڀني جي خاڪ، داسن جو داس ۽ سرشٽيءَ جو سيواڌاري هميشه دياڙو، دٿاگو، ڪمياوان ۽ ڪلمک. رهي سدا شانتيءَ ۾، شرڌا ۾ ۽ شُڪر ۾. سندس سنساري ڪامنائن کان ڪنارو آهي ۽ ترشنائن سان ترڪ آهي، جو نه ليپاڻ جو تابعدار آهي. نه اُنس ڪا طلب نه تمنا، نه اُهنتا نه اُگرتا ۽ نه لوڀ نه لالچ. پيائيءَ کي پاري ڇڏيائين ۽ دُئيءَ کي دفنائي ڇڏيائين. نام جو واپاري، سچ جو سوداگر ۽ سک جو سرڪردو آهي. بيپرواهه، بيمحتاج، بيڊپو، بلڪ بيحد جو باب، جيئري مُئل، پرهه قتيل، رنگ رتل، ڌڻيءَ جي در تي وڪاڻل ۽ اَلک وت اڳهاميل. نه ڪنهنجي پرائي اَئس، نه لائي چاڻي. گرهستي ۾ اداسي، آس ۾ نراسي، سدا سجاڳ، ڪارج اڪارج کان اَلپت، دک سک کان رهت، خوشيءَ غميءَ کان دُور نه جم ۽ موت جي پار. سڀ جو خير گُهري ۽ سڀني سان سنيهه رکي. سڀ ۾ پاڻ پرهم ڏسي ۽ سڀ پار پرهم ۾ پسي. چوٿين پد ۾، ٿُريا اوستا ۾ ۽ آتما جي آنند ۾ وسي ٿو. سنت جتان لنگهن، جتي وهن، جتي رهن، اُتي اُمرت جي ڌارا پئي وهي ۽ مهر جو مينهن پيو وسي. جو پڪ پري سو پنجي پوي. ٿون ته ڪا اُڪي وٽ نه تاپش لهي، تازگي اچي، توفيق وڌي، تقدير ٿهي، تصديق ٿئي ۽ تحقيقات ملي.

سنتن سچ ولوڙي مکڻ ڪڍيو آهي. باقي سنساري ڇيڻ ته ڇاڇ ۾ پيا ٽڙبن. ڀڳت ڀڳوان جو ڀڄن ڪري جڳت خود ڀڳوان ٿيڻو پيو آهي. پاڻ ڀڳتيو اٿائين ۽ ٻين کي ڀڳتي ڏني سگهي ٿو. پاڻ ڏاتو اٿائين ۽ ٻين کي به ڏيکاري سگهي ٿو. پاڻ پاتو اٿائين ۽ ٻين کي پارائي سگهي ٿو. سو جو ڇيڻدس سو مڙندو، جو ٻنيان پوندس سو پختو ٿيندو، جو پيئيندس سو پڇندو ۽ جو ٻڌيندس سو پار پوندو. جنهن تي هٿ رکي سو اڏجي ۽ جنهن تي دايا ڪري، سو دلبر لهي. وڏين ڀڳتن جو خاوند آهي. سندس وچن امر ۽ اٽل آهي، چاهي ڪنهن جي ڪايا پلٽي ته ڪنهن جي تقدير تبديل ڪري. خود خداوند آهي.

ڪسول ڪرارا مهل بسلايا - جتسا سا تتسا دکلايا
ڪهه نانڪ سب پڙدا ٽوٽا - هثً تيرا تون بيچ من ووٽا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

سنتن جي مهما اپار آهي، ٻي انت آهي. ويد به سنتن جي ڪيميا ڪٿي نه سگهيا آهن. سنتن ۽ ڪرتار جو ڪرتب ٿي ساڳيو آهي: سرب ڪلياڻ. سنتن پرم پدوي پاتي، نج گهر ۾، سک محل ۾، وئڪنٺ جي واڙيءَ ۾ واسو ڪيو آهي، جتي سهج جو ڪتا ڪيرتن پيو هلي ۽ انهد شبد پيو وڄي. اتي جمڻ ۽ مرڻ جو نالو نشان ٿي ڪونهي. انسي ڪي سنت خود ماڪي ٿيڻي پيا آهن ته ڪي ماڪي پيا چٽين. اهل دعا آهن ته اهل رضا به آهن. سچ ڪنب مان آيا آهن يا سچ کنڊ پهتا آهن پر آهن سپ سدا شانت، مڳن ۽ آنند ميڱ.

اي بندا، اهڙن سنتن جو سنگ ڪر ۽ بندن سکيا پراءِ ته جيون ياترا جو سفر سولو ۽ سهنجو ٿيئي. عمر ڪنهن جي وڃي ڪسنگ ۾، ڪليشن ۾ ۽ ڪڪرمن ۾. جيڪي انان پراپو يا پراپت ڪيو سو هاڃي دک ۽ روڳ جو ڪيڙو ٿيو آهي. من کي مات ڪانهي ته تن کي تسو ڪونهي. چنتائن جو چڪر چالو آهي ۽ هڻ بچاڙ هلي پئي پر اڃا آساتون اکهاميون ٿي ڪرن، ته آسرا چئندا پيا وڃن، ناتا ٽٽندا پيا وڃن، سرير ست ڇڏي پيو، پڌايو پاڪاري پيو ۽ ڪال قهاري تاڙي پيو. وکاون جي وهنوار وراڀيءَ ۾ وڪوڙجي، نه من جا منورت پورا ٿيا، نه سفر جو سمر ٿهيو ۽ نه آتما کي آزادي ملي. سوچي سمجهي جي هيئنر به وات بدلائين ته ڪمهلو ڪونه ٿيندين. ڪسنگ بوڙي ٿو پر ستسنگ تاري ٿو. لاهوتي لڪ لنگهائيندا ۽ پرڀوءَ پاس پهچائيندا. موکش مڪتيءَ جي چاٻي وٽن آهي. انهن جي اڙهه اڳه، انهن وٽ گرو منتر جو اڀياس ڪر ۽ انهن ساڻ رام نام جو جاپ ڪر ته سچي راس پلئه پئي، سچو سودو ثاب پئي ۽ سچ جي سڃاڻپ ٿئي. سنتن ساڻ سچو ٿيءُ ته سنت به توسان سچا ٿين. من جي صفائيءَ ۽ سچائيءَ بنا نه سنتن جو سنگ نصيب ٿيندو ۽ نه سنت ٿيڻي سگهبو. اهو ڪي سنتن ڏانهن گهر، جو لوڪ پرلوڪ سهيلو ٿئي.

سنت جي شڪتيءَ پٺيان، ڪهڙو راز يا رمز رکيل آهي، جو جيڪي خود خدائي نه ٿي ڪرڻ چاهي، سو سنت راس ڪري سگهي ٿو؟ پاڻ جي ڪو سڪيلڊو پٽ، پيءُ جي اختيارن کي اورالنگهي وڃي ته به پيءُ چشم پوشي نه ڪري ڇڏيندو آهي؟ ليڪن اِي سنتُ به سائينءَ جو سڪيلڊو سپترو آهي ۽ قدرتي قاعدن ۽ قانونن جي پابنديءَ کان پري آهي. پابنديءَ جي اندر يا ٻاهر رهڻ لاءِ هوُ خودمختيار آهي. سڪيلڊو ٻولو ڪونه ٿيو آهي. پاڻ ٻڌائي، پوءِ پڻ تي پير پائو اٿائين. پاڻ رچائي، روُحاني رچناولي راس ڪئي، آڏائين. مالڪ جي مدش ۾ اهائي اميد هئي جا سنت پڄائي آهي. پوءِ ڇو نه سڪيلڊو ٿئي، آلوليوُن ماڻي؟ اِخلاقي اصوُلن کي، سنت اَصلي اِقرار بڻايو آهي، ٻنهي جي جيون ۾ اظهار ڪيو آهي ۽ مخلوُقات لاءِ مناسب مثال قائم ڪيو آهي. بداخلاقيءَ جي استعداد، هاڻي هن وٽ رهي ڪانه آهي. هوُ سربر کي سکيو رکي، سک نه ٿو وٺي پر سنسار کي سکيو رکي، سک ٿو وٺي. پوين ته ڪئين دل ۾ درد جاڳيس ۽ دماغ ۾ دقتوُن آيس پر مٿس مقصد کان موُر نه مڙيو. انهن دردن ۽ دقتن کي دفع ڪرڻ بعد ٿي اِه سنتپڻي جي سطح تي پهچي سگهجي ٿو ۽ آتمڪ چيتنا کي واسنائن ۽ وڪارن ۾، ڪامنائن ۽ ڪرتبن ۾ ڇانئي سگهجي ٿو. انهن وڪارن جي واسنا وسامي وڃي ٿي ۽ پوءِ پد پراپت ٿئي ٿو.

سنتُ اَسترتا ۽ ايڪاگرتا، سم ڀاونا ۽ سم درشٽيءَ، محبت ۽ مريادا جو مجسم آهي. مخالفت نه من سان اَنس ۽ نه مخلوُقات سان. ٻنهي سان متابعت ۽ مصالحت ۾ آهي. هن جي وڏائي پريم مان پيدا ٿيل آهي. هوُ اختياريءَ ۽ اَهليت جوُن لمبائوُن ترڪ ڪري، پريم ۾ پرُ ٿيو آهي. اهو پريم جو پيالو پيو ٿو پياسين کي پياري ۽ جانبازن کي جياري. هوُ خود اَعتماد، خود اَفروز ۽ خود آموز آهي. رنگ ۾ رچي، لال ٿيو آهي. هوُ حقارت ۽ حسد، حرڪت ۽ حرفت کان پري آهي، ڪوُڙ ۽ ڪپٽ، ڪروڌ ۽ ڪلوُفت کان دوُر آهي، پرائي ڌن ۽ پرائي استريءَ کان پاسيرو آهي، اَوديا ۽ اَگيان کان آجو آهي. دردوندن جو دوست آهي. دوا ۽ دعا ٻئي ڏئين ٿو. سالڪن جو سڄڻ آهي. صدق ۽ سک جي سوکڙي ڏئين ٿو. ويچار لوڙي وارتا ۾ سچ ٿي سيو پهڪيس. اهڙي سنت اڳيان سجدو ڪري، سبق سک ۽ سکيا پراءِ، ته ڀلجي پوءِ. مٿان سنت کي ڏمرائين يا ڏڪوئين! اهڙو اَگرو اَپراڌ ڪو پيو مشڪل هوُندو. اهو اَپراڌ وڏي آفت ۽ آپدا ۾ آڻيندو. مثلاً ڪو شينهڻ جي ٻچي سان هٿ چراند ڪري ته پوءِ پچو ڪٽي سانت ۽ صبر ۾ به رهي پر شينهڻ، ڪوُنسبار جو ڪهڙو حل ڪري ڇڏيندي؟ سنت جي ڏڪائيندڙ جو به اهڙو حال ٿئي ٿو. جهرالي جي جهڙپ جهلي به وڃي پر لنل واري هوُند مٿان وڃي سگهجي؟ آهي نه ساڳي سج جي گرمي لوڙي جهرالي ۾ يا واريءَ ۾. سو، سنت کي رنجائڻ آهي تتل واريءَ کي پاڻ مٿان ورسائڻ. ڪرتار جا ڪرتا جي سنت ۾ سمايل آهن، سي رنجائيندڙ کي ڀسم ڪري ڇڏيندا. سنت پاڻ انهن چاهي لوڙي نه پر ڪڪرم جي سزا اُوس ملڻي ٿي آهي.

سرشٽيءَ ۾ ڪٿين ڀڳت آيا ۽ وارو وڃائي ويا ۾ صاحب، ڀڳت پرهلاد کي خاص خطاب عطا ڪيو آهي ڇو ته ڪن اهڙين جنمن ۾ ڪي اهڙا ڪرتوت ۽ ڪوملتا جا ڪرم ڪيا هئا، جو پوئين جنم ۾، ٻاراڻي اوستا کان وٺي ئي، هنجي پرڀت رڳو پرماتما سان ٻڌل هئي. ٻئي ڪنهن به طرف هنجو لاڙو يا لڳاءُ لڳل نه هو. هن کي هٿ ڦُٽ، جت ڪٿ، جانب جو جلوو ڏسڻ ۾ ايندو هو. هوُ هر وقت، هريءَ جي حضوريءَ ۾ هو، سائينءَ جي شرن ۾ هو. تنهن ڪري، جاني ئي نريئه جي پد تي پهتل هو. پنهنجي پتا جي ڌمڪائن ۽ ڏاڍاين، عقوبتن ۽ عتابن جي باوجود به، هنجو من هر حالت هيٺ اڏول رهيو ۽ پنهنجو صدق، صاف طرح ثابت ڪري ڏيکاريائين. اڃين نه هو ته ڪنهن گسو ڏياريو هجيس، غم ڏنو هجيس، چوٽ رسائي هجيس يا چغلي پهچائي هجيس، جنهن ڪري ويراڳ جي وات ورتي هجائين. ليڪن، کهڙو به سبب ڏيارين ته به سچو آهي ته پرهلاد جو ته جنم ئي شُدتيءَ ۾ ٿيو، جنهن ڪري، شروعات کان ئي، سندس جيون ۾، اُنڌي پل مائر به گهڙي ڪانه سگهي. وَتل قل وانگر اُڀريو بيٺو هو ۽ مقرر وقت تي وڃي پرماتما جي پلاند ۾ پيو. ڪنهن شرڌالوءَ، پرهلاد کان ڀڳتيءَ جي ساڌنائن بابت سوال ڪيو هو، جنهنجي جواب ۾ هن چيو ته سچي سنت جا هيءَ پنج لڪشڻ آهن: (١) پرماتما جي مهما ٻڌڻ ۽ هنجا گڻ ڳائڻ، (٢) دک سک ۾، رام نام اُچارڻ، سمرڻ ۽ ڪنٺ ڪرڻ، (٣) رام نام جو منن، اڀياس، ڌيان ۽ ڌارنا ڪرڻ، (٤) پنهنجو تن، من ۽ ڌن، مرادون ۽ منشائون، وڃار ۽ وسيلا، ڪرم ۽ ڦل، سڀ ايشور کي اَرپڻ ۽ (٥) سڪڻو ئي سائينءَ جي سرنگتيءَ ۾ اچڻ ۽ پاڻو ستَ ڪري مڃڻ. اهڙو سنت ٻُڌيءَ ۾ بلوان آهي، اُنيءَ جي احساسات ۾ آهي، دسوي دئار جي دعوت ۾ آهي. اوءِ ڀڳوان پنيان ڪيئن نه پتڪندس ۽ اُنگل آرا سهندس!



## (٣) سَنتن جي سنگ لاءِ سڪ.

(١) پاٽي پڪا پيس داس ڪيو - تب هوءِ نهالُ
راج ملڪ ڪدارِ يتا - آگيي مهه چالُ
سدت جهان ڪو ڇوهرا - لس چرٽي لاگي
مايا ڏاري چترپت - لس چونڊ لياگي. (١٠ ر٠)
سنتن ڪا دانا رُوکا - سو سَرب نِدانُ
گرهه ساڪت ڇتيهه پرڪار - ٿي ڀِکوُ سمان
يگت جهان ڪا اوُنکڙا - اوپُ اگن نه هوني
ساڪت سِرپاءِ ريشمي - ٻهرت هت کوني
ساڪت سڱ مڪ جوڙيجي - آڏ ويچهه لوني
هرجن ڪي شيرا جو کري - اس اوُنهه ڇوني
سب ڪڇ تمهي لي هوُنا - آپ بٽت ٻٽاني
دوسن پيت ساڌ ڪا - نانڪ گرهه گاني.

[راڳ بلاوَل، محلا پنجوان، شبد (٤٤)]

(٢) چل ڏوڙءِ اهه سِپس ڪر - ڪرُ پُنگ پکلاوَءِ
بار چاءِ لکه بيريتا - ڏرس پيک جيراوَءِ
ڪرڙ منورت مَنيو ماهه - اُهي پرپ لي پاوءِ
ديٿ سوهندي ساڌ ڪيو - بيجن ڏولاوءِ

---

١. اَن پيهان. ٢. سدت مهاتماڙن. ٣. ڌن دولت. ٤. سرداري، مهدداري. ٥. داس، ٽهليو. ٦. ڌنوان. ٧. وولي. ٨. زهر. ٩. لڱوٽي. ١٠. پهرينڌي، ڍانيندي. ١١. اوُچي، قيمتي پوشاڪ. ١٢. پريت لڳائي. ١٣. سِر لي. ١٤. همت. ١٥. ٻيهي ٻه ههڻا ڪريان، ڏٺان. ١٧. واري، ٻلهار وڃان. ١٨. دفعا. ١٩. جهاڙو ٻهاري. ٢٠. وڃڻو.

اَمرت گُڻ سنت ٻولتي - گُر منهِ پيلاوءِ
اُنا رس مهه سانت ترپت هوءِ - بِکيءِ جلن بُجهاوءِ
جَپ تپ کرهه سنت منداي - تِن مِل هر گاوءِ
کرءِ نمسکار بِسگت جَس - ڏوڙ مُکھ لاوءِ
اوُنت ڀنت جپهُ نام - اِهه کرم کماوءِ
نانک کي پرڀ ايهني - هر سرڻ سماوءِ.

[راڳه بلاوَل، محلا پنجوان، شبد (٥١)]

(٣) پيٺن سنگہ پار برهم چت آيا - سنگت کَرت سنتوکہ من پايا
سنتهه چَرن ماٿا ميرا پَوَت - اَنک بار سنتهه ڏنڊؤت
اِهه من - سنتن کيءِ بلهاري
جاکيءِ اوٽ گهي سکہ پايا - راکي کرپا ڌاري. (١٠ ر٠)
سَنتهه چرڻ ڌوءِ ڌوءِ پيوان - سنتهه درس پيکہ پيکہ جيوان
سَنتهه کي ميري من آس - سنت هماري نرمل راس
سَنت همارا راکيا پڙدا - سنت پرساد موهه کبهُ نه کڙدا
سَنت سنگہ ديا کرپال - سنت سهائي ڀئي ديال
سُرت مت بُڌ پرگاسُ - گهر گمڀير اَپار گڻ تاس
جيءَ جَنت سگلي پرتپال - نانک سنتهه ديکہ نهال.

[راڳه رامکلي، محلا پنجوان، شبد (٢١)]

---

١. بن کي. ٢. پيارو ٻان. ٣. وِساٻان، ٿارٻان. ٤. سنت سيا بر ٥. پوي، رکجي. ٦. نمسکار.
٧. وٺي. ٨. پوُنجي. ٩. باجهه، مهر. ١٠. ڍکي ٿيان ٿو. ١١. ڏيان. ١٢. سمجهه. ١٣. بُدي.
١٤. پرڳهٽ کن ٿا.

(٤) ڪر ڪرپا پريپ آپڻي - جَن ڏوُڙي سنگ سماءِ
جڳ لوُن واکهُ لڳُ رهان - ليرا دِلسا پيا ڪاءِ.

واڳ مانجهه، محلا پنجوان، دن رُتِ (٤)

(٥) ڪام ڪرود لوڀ مَد ڪوٽي - ساڌ ڪيءِ سنگ ڇُوڪ سڀ ڏوُٽي
ڪر ڪرپا پريپ دِين ديالا - نانڪ ديجيءِ ساڌ روالا[٣].

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٧٥)

(٦) لاڪيءِ چرڻ ٻڙ[٤]ءِ تان جيوان - جَن[٢] ڪي سنگ نهالا
پڪتن ڪي رين[٣] هوءِ من ميرا - هوهُ پربهُ ڪرپالا.

(١٣١)

(٧) ڏن نهي ٻاڇهِ[٥] - سُرڳ نہ آڇهِ
اُٺ[٦] پريہ پريت - ساڌ رج[٣] راڇهِ[٧].

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٤)

(٨) لِپيءِ[٨] سرنوهه[٩] پراڻيهو - جِس دي ناءِ[١٠] پليءِ
اُٿيءِ رههُ سُهيليا - اڳيءِ نال چاپيءِ.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٨)

(٩) جاپ تاپ ديوءِ سڀ نيما[١٣] - ڪرم ڌرم اُريءِ[١٢] سڀ هوما[١٤]
گربُ موهه تيج هووءِ رين[٣] - اُن ڪيءِ سنگ ديکهُ پريپ نين
امک نمک ايهي آراڌءِ - دلس زنڪ ابهه شيوا ساڌءِ[١٥]
پڻي ڪرپال گُپال[١٦] گوبند - ساڌ سنگ نانڪ بخشند.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٨٤)

(١٠) داُن مهنڊا ڪليِ خاڪ[٣] - جي مليءِ نہ مستڪ لائيئيءِ[١٧]
ڪوُڙا لالچ ڇڏيئيءِ - هوءِ اِڪ من اَلک ڌيائيئيءِ[١٦].

واڳ آسا، محلا پهلي، وار (١٠)

(١١) تُر ندان اَتل سلطان - جِيءِ جنت سڀ جاچيءِ[١٨]
ڪهه نانڪ هم اِهيءِ حوالا[١٩] - راکُ سنتن ڪي پاچيءِ[٢٠].

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(١) جَن ڪي چرن وسهه ميري هيئڙيءِ[٢١] - سنگ پنيتا ديهي[٢٢][٢٣]
جَن ڪي ڏوُڙ ديهه ڪرپا[٢٤] نذ - نانڪ ڪي سک اِهي.

واڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

---

١. متاني ڇڏي. ٢. گناهه، پاپ. ٣. خاڪ، ڏوُڙ. ٤. سنتن جي. ٥. چاهنا، اِڇا وڪن نا. ٦. ايهد. ٧. مکين نا. ٨. اُنهن سنتن مهالمانن. ٩. نهل شيوا ڪريو. ١٠. رام نام. ١١. جپ. ١٢. اپ. ١٣. نيم. ١٤. هوم، يگيه. ١٥. لڳو رهان. ١٦. پرماتما. ١٧. پيرن جي ڌوڙ جي. ١٨. تنهنجي در جا منگتا آهن. ١٩. اَحوال، اَفعال. ٢٠. پکش پر. ٢١. هردو، من. ٢٢. پوتر، شڌ. ٢٣. ديهي. ٢٤. هي پرماتما، پنهنجي مهر جي خزاني مان.

(١٣) جن ساڌؤ چرن ساڌ پگہ شيوي - تن سڦليو جنم سنا[1]تا
موڪہ ڪيجي داسُ داسَ داسن ڪو-ھر ديا ڌار جگن[2] ناتا.

واڳہ جئسنتري، محلا
چوٿان، شبد (١)

(١٤) تس جن ڪهُ من تن سڀ ديوہ - جن ھر ھر نام سُمايو
ڌن مايا سنپيءِ[3] تس ديوہ - جن ھر ميٽ مليو.

واڳہ بئراڙي، محلا
چوٿان، شبد (٢)

(١٥) ڪيسا[4] ڪا ڪر بيجنا[5] - سنت چئُر ڍُلاوہ
سيس نهاوہ چرن تل - ڌوڙ مکہ لاوہ.

واڳہ سوهي، محلا
پنجوان، شبد (٤٢)

(١٦) پکا تيري ٻاٽي ڀووان - ھر جن ڪيء پيسن پيس ڪماوہ
ناڻڪ ڪي پرڀ پاس بينتي - تيري جن ديکڻ پاوان.

(٥٤)

(١٧) نهل ڪرهُ تيري داس ڪي - پکہ جهاوہ[6] بال[4]
مستڪ اپنا ڀيٽ ديهُ - گن سنتہ رسال[7].

واڳہ بلاول، محلا
پنجوان، شبد (٤١)

(١٨) سنتن ڪيءِ بلهاري جاءِ - سنتن ڪيءِ سنگ رام گن گاءِ
سنت پرساد ڪلوک سڀ گئي - سنت سرڻ وڏڀاگي پائي.

واڳہ گونڊ، محلا
پنجوان، شبد (٢٢)

(١٩) موڪہ ڌار ڪرپا جگہ جيون دالي-ھر سنت پگي[8] لي پاوي.
ھمُ ڪاڻہ ڪاٽ پاءِ[9] سر راکهُ-جب ناڻڪ سنت چڙ آوي.

واڳہ رامڪلي، محلا
چوٿان، شبد (٣)

(٢٠) چرن سنتہ ماتہ مور[10] - تن درس پيکهُ[11] نس[12] ڀور
ھست[13] ھماري[10] سنت نهل - پران من ڌن سنت بهل[12].

واڳہ ماليگوڙا، محلا
پنجوان، شبد (٤)

(٢١) سنت بنا مي ٿانہ نہ ڪوئي - اور نہ سوجهي جاوَنا
موھہ لوڪن ڪهُ ڪوءِ نہ راکيءِ - سنتان سنگہ سماوَنا.

واڳہ مارؤ، محلا
پنجوان، اشٽپدي
٥(٨-٧)

(٢٢) جن ھر گايا جن ھر جپيا - تن سنگت ھر ميلهُ ڪرميا[15]
تنڪا درس ديکہ سکہ پايا - دکہ هؤميءِ روگ گيا.

واڳہ مالا، محلا
چوٿان، شبد (٦)

---

١. سنتن جي رکيا هيٺ آھن. ٢. پرماتما. ٣. مالڪيت، پُونجي. ٤. وار. ٥. وجڻو، پکو.
٦. صفا ڪريان، ڌُئان. ٧. مِٺا، رس وارا. ٨. چرن. ٩. کپي. ١٠. مدھجو يا مدھجا.
١١. واسط. ١٢. ڏيهن. ١٣. هٿ. ١٤. پروسو، اُجهو. ١٥. مهر.

## (٣) ساڌ سنگت.

(١) ڪوئي آستان جو ڪيهو نه تريءِ[1] - ڪوئن شبد جت ڌرم هريءِ. (١٠١)
سهج صفت پگت لت گيانا - سدا آنند نهچل سچ اسانا
تهان سنگت ساڌ ڪري وسيءِ - انيڙ[2] نگر تهان سد وسيءِ
ڪهه پڙ پرما سوڪ[3] نه چنتا - آوڻ جاڻ مرت نه هوتا
تهه سدا آنند انحد[4] آکاڙي[5] - پگت وسهه ڪيرتن آڌاري
پار برهم[2] ڪا انت نه پار - ڪوڻ ڪريءِ تانڪا بيچار
ڪهه نانڪ جس ڪرپا ڪريءِ - نهچل ٿان ساڌ سنگ تريءِ.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٤)]

(٢) ڪيهوڙن ساڌ سنگت لاهه[6] پاويءِ - اس آستان ني ڀڄڙ[7] نه آويءِ[8]
انتر هوءِ گيان پرڳاس - اس آستان ڪا نهي بناس
من تن نام رتي اڪ رنگ - سدا بسهه پار برهم ڪيءِ سنگ
جيئن جل مهه جل آءِ کٽانا[9] - تيئن جوتي سنگ جوت سمانا
مٽ گئي گون[10] پائي بسرام - نانڪ پرڀ ڪيءِ سد قربان.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي(٨)١١]

(٣) سنگت سنت ملائي - هر سر نرمل نائي[11]
نرمل جل نائي مل گرائي - پئي پوترت سريرا[12]
درمت مل گئي پرم پاگا - هوميءِ بنهي پيڙا[13]

---

١. اس ناٿي. ٢. پرماتما. ٣. دک، غم. ٤. ڪافي، گهڻا ٥. ساڌ سنگت. ٦. حاصل ٿيو.
٧. ورثي. ٨. ڦاٿي هٿي ٿو. ٩. گڏجي وڃي ٿو. ١٠. جنم مرڻ جو چڪر. ١١. اشنان ڪري.
١٢. پوتر، شڌ. ١٣. دور ٿي وڃي ٿي.

اندر ٻاهر ہِڪُ سَت سنگت پاٿي - اُنهيءَ گهر هوتا واسا
هر[1] مندل وَس وسن رساني - نانڪ نام پرگاسا[2].

## [ راڳ سوهي، محلا چوٿان، ڇنت (٢) ٣ ]

(٤) منَ مهِ مدوُتا جي مريءِ - تان ٻُر[3] راويءِ نارِ
اِڪت ٿاڪيءِ[5] رُل[6] مليءِ - گُل موليئن ڪر هارُ
سَنت سيا سڪ اوُپجيءِ - گرمک نام اَدارُ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٤) ٩

(٥) همُ منُ لنُ ڪوجي پالُ[7] پالائي - ڪمُ پيارا پربهُ مليءِ ميري مائي
مل سَت سنگت کوج ڏِساٿي[7] - وچ سنگت هر[3] پربهُ وَسيءِ جيمُ.

راڳ مانجهه، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٦) وَڏ ڀاڳي هر سنگت پاوهِ - ڀاڳ[8] هين ڀرم چوٽان کاوهِ
بِن ڀاڳا سَتسنگ نه ليڀءِ - بِن سنگت مَل ڀرائيءِ جيمُ.

(٤)

(٧) سو ٿانءِ[9] سچ مَنُ نرمل هوءِ - سچ نواس ڪري سچ سوءِ
سچي باڻي جُگ چاري جاڻيءِ - سڀ ڪڇ ساچا آپي آپيءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٣)

(٨) ڏڏا ڏيرا[10] اِهه نهي - جهه ڏيرا[11] تهه جانُ[12]
اُنان ڏيرا[11] ڪا سَنجهو[13] - گرو ڪيءِ شبد پڇانُ[12].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٢٩)

(٩) اولِيءِ[14] اَمرت وَلِڏِهيءِ[15] - مُکيئا هر[16] ڪرٽي
جم ڪيءِ پنٿ نه پائيئهه - ڦِر ناهي مرٽي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٩)

(١٠) جُب لگ من ٻڪُنٺ ڪي آس - تب لگ هوءِ نهي چرن نواس[17]
ڪهُ ڪبير اِهه ڪهيئيءِ ڪاهِهِ[18] - سادُ سنگت ٻڪُنٺيءِ آهِهِ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٠)

(١١) ايڪو سرور ڪمل اَنوپ[19] - سدا بگاسيءِ[20] پرمل روپ[21]
اوُجل موٽي چوُگهِ هنس[22] - سرب ڪلا جگديشيءِ اَنس[23].

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (١٢)

---

١. گرٽ، مهما. ٢. پرڪاش ٿئي ٿو. ٣. پتي پرماتما. ٤. جگياسوُ استري. ٥. هڪڙي ٿي. ٦. ڏاڍي. ٧. پاڻ ئي ڳولها ڪرايائين ۽ پين کان پرٽ ڪرايائين. ٨. نڌورا، نڀاڳا. ٩. آستان، نڪاڻو. ١٠. هي سنسار. ١١. سچو مڪان. ١٢. سڃاڻ. ١٣. اُدم، اُپاءُ. ١٤. ساڌ سنگت ۾. ١٥. وراهجي ٿو. ١٦. سيئي ڪي. ١٧. ڏيان، واسو. ١٨. ڪنهن کي. ١٩. تلاءُ، ساڌ سنگت. ٢٠. اَمولڪ. ٢١. چمڪن. ٢٢. سنت. ٢٣. اولاد.

(١٢) سڀ سنگت مليئي هُو سادُو - مل سنگت هر گڻ گاءِ

گيانَ رتن ٻَلِيا گهٽ چانڻُ - اَگيان اَنڌيرا جاءِ.

واڳ آسا، محلا چوٿون، شبد (١١)

(١٣) ڪوجت ڪوجت سُني اِهه سوءِ - ساڌ سنگت ٻن ترين ڪوءِ

جِس مستڪ ڀاڳ تِن سنگو پايا - پوري آسا مَنُ ترپتايا.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٤) جِسنو آپي رنگي سو رَنِسي - ست سنگت مِلاءِ

پوري گرو تي ست سنگت اُپجي - صفتي سَچ سَماءِ.

واڳ آسا، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٥)٩

(١٥) مانڪ اَن رَتن ٻڌون هڪي - سڪل اُجهه تي آراڌ لي

ديال لال گوبند نانڪ - مل ساڌ سنگت هوءِ گتي.

واڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (١)٥

(١٦) مِل سنت گاوهه خصم پاوهه - هر پريم رس رنگ ڀنيئا

هر لاڀ پايا آپ مِٽايا - مِلي چري وچنيئا.

واڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت (٢)٥

(١٧) سنت سنگ جِس گايا - اِهه پورن ڌن پايا

ڪهه نانڪ آپ مِٽايا - سڀ پار برهم نَدري آيا.

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٨٠)

(١٨) بيد سِمرت ڪٿي ساست - ڀگت ڪرهه بيچار

مُڪت پائيئي ساڌ سنگت - بِنس جاءِ اَنڌار.

واڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(١٩) سِمر سمر سوامي پرڀ اَپنا - نِڪٽ نه آوئي جام

مُڪت ٻئڪنٿ ساڌ ڪي سنگت - جن پايو هرڪا ڌام.

(٤٨)

(٢٠) سنگت ميت ملاپ - پورا نانوٽو

گاوئي گاوڻهار - شبد سُهاوڻو.

واڳ ڌناسري، محلا پهلا، ڇنت (٣)١

(٢١) ساڌ سنگت بِنا ڀاؤ نهي اُپجي - ڀاؤ ٻن ڀگت نهي هوءِ تيري

ڪهي رِوداس اِڪ بينتي هر سِءُ - پيج راکهه راجا رام ميري.

واڳ ڌناسري، ڀڳت رِوداس شبد (٢)

---

١. پرماتما. ٢. ساڌن، سنت. ٣. جليو، پيدا ٿي. ٤. روشنائي، پرڪاش. ٥. رتا لال ٿيا. ٦. اِنسان. ٧. وڏراهه. ٨. آراڌ ناٿون ڪن ٿا. ٩. مڪتي. ١٠. موج ماڻين ٿا. ١١. ڪيچ مدت ڪان. ١٢. وچڙيل. ١٣. نظر پر. ١٤. سنتاوهه سِمرتيون. ١٥. مهما، اُستت. ١٦. ويجهو. ١٧. جم. ١٨. سنتن. ١٩. اِشنان. ٢٠. مِتر، سندر. ٢١. پرماتما سان پريت. ٢٢. پرماتما جي ڀڳتي. ٢٣. لاج.

(٢٢) هر[1] ڪِرت ساڌ سنگت هئي - سِر ڪرمن[2] ڪي ڪرما
ڪهہ نانڪ لِس پيو پراپت - جِس پُرب[3] لِکي ڪا لهٿا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨) ٣

(٢٣) بگلا[4] ڪاڳ نيچ ڪي سنگت جاء - ڪرنگ[5] بِکو[6] مکہ لائيئي
نانڪ ميل ميل پربهہ سنگت - مِل سنگت هنس[7] ڪرائيئي.

راڳ رامڪلي، محلا چوٿان، شبد (۴)

(٢۴) ساچي سنگت لسانُ سچ - سچي گهر بارا
سچا پوجن پساؤ سچ - سچ نسام آڌارا
سچي ٻاڻي سنتوکيا[8] - سچا شبد ويچارا.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ١.

(٢٥) سنت منڊل مهہ هرِ[9] من وسئي - سنت منڊل مهہ دُرت[10] سب نسئي
سنت منڊل مهہ نرمل ريت - سنت سنگ هوء ايڪ[9] پريت.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

(٢٦) جا ڪارڻ اهي دُلپ[11] ڏيهہ - سو ٻول[12] ميري پربهُو ڏيهہ
ساڌ سنگت مهہ اهہ بسرام - سدا وڏي جپئي پربهہ تيرو نام.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (۴)

(٢٧) ست سنگت ڪي رِنگ مکہ لائي - ڪِئي سگل نيرت مجنينا[13]
ڪهہ نانڪ رنگ چاوُل[14] پئي هئي - هر رنگ نہ لهئي مجينا[15].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (۴٢)

(٢٨) ترئي گڻ مايا موهہ پسارا - سپ ڦولئي آڪاري
ترُيا[16] گڻ ست سنگت پائيئي - ندري پار اُتاري.

راڳ ملار، محلا تيجا، شبد (٩)

(٢٩) ڪِيا هم ڪِرم[17] ڪيا ڪرم[18] ڪماوهہ - مُورکہ مُگڌ رکي سپ تاس[19]
اوگڻيارِي پاٿر پاري - ست سنگت مل اُري تراس.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، شبد (۴)

(٣٠) بسر گئي سب تات پراٿي[20] - جب تي ساڌ سنگت موهہ پائي
نا ڪو بيري نهي بِگانا[21] - سگل هم ڪئه بن[22] آئي.

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (٨)

---

١. ڪيرلن ڪرڻ. ٢. سيبي ڪرمن ۾ سريشٽ ڪرم. ٣. اڳين ڪرمن جي ڪري. ۴. بگهہ بکي، پاکنڊي انسان. ٥. ٻوُنڊ. ٦. وِش. ٧. سنت مهاتما. ٨. سنتوش لٺي نر. ٩. پرماتما. ١٠. پاپ. ١١. اُمولڪ مانش جنم. ١٢. جهڙ، ڳاٽڻ. ١٣. اشنان. ١۴. لالُ. ١٥. پڪو. ١٦. چرٿون پد. ١٧. ڪيڻان. ١٨. ڪارناما. ١٩. شرن ۾. ٢٠. پچار. ٢١. پرائو. ٢٢. پربهہ، پئجي وئي آهي.

(٣١) سَت سنگت مهِ هَرِ هَرِ وَسيا - مِلِ سنگت هَرِ گُڻ ڄاڻُ
وڏي ڀاڳ سَت سنگت پائي - گُرِ ستگُرِ پَرَسِ[١] ڀڳوانُ.

راڳ پرڀاتي، محلا چوٿون، شبد (١)

(٣٢) ڪبير ٿـالَ[٢] ٿُها سروَر[٣] ڀـرا - پي نه سگهي ڪوئي نير[٤]
ڀاڳَ بڌي تي پاتو - لوٽن ڀرِ ڀرِ پيئُ ڪبير.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٧٠)

(٣٣) فريدا سوئي سروَر ڍونڍ لهُ - جِتهِ لَڀي وَٿُ[٥]
ڇَپَڙِ[٦] ڍونڍئِ ڪيا هووي - چِڪڙِ[٧] ڏُبي هٿُ.

سلوڪ، شيخ فريد (٥٣)

---

١. جي ملڻ ڪري. ٢. ڪنارن تائين تار ڀريل. ٣. تلاءُ، ست سنگت. ٤. پاڻي، جل.
٥. آمر گيان. ٦. ننڍو ڍُبو، ڪُسبڪ. ٧. گپ، وڪار.

## (٥) سنتن جي سنگ مان لاڀُ.

(١) سَنت کي ڏوُڙ مِٽي اَگهه ڪٽ - سنت پرساد جم مرڻ کي ڇوُٽَ
سنت ڪا درس پوُرن اشنان - سنت ڪرپا تي جپيئي نام. (١٠،١)
سنت کي سنگ مِٽيا اَهنڪار - دوشٽ[2] آوي سڀ ايڪنڪار[4]
سنت سُپرسن[3] آئي وَس پنچا - اَمرت نام رديءِ ليءِ سنچا[5]
ڪهه نانڪ جانڪا پوُرا ڪرم - تِس پيٽي ساڌوُ کي چرنَ.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٤٦)]

(٢) ساڌ کي سنگ اَگوچر[6] ملي - ساڌ کي سنگ سدا پَرڦلي[7]
ساڌ کي آوهِ بس[8] پنچا - ساڌ سنگ اَمرت رس ڀُنچا[9]
ساڌ سنگ هوء سڀ کي رينَ - ساڌ کي سنگ منوهر[10] بئن
ساڌ کي سنگ نه ڪتهوُن ڌاوي[11] - ساڌ سنگ اَستٿت[12] من پاوي
ساڌ کي سنگ مايا تي ڀِن[13] - ساڌ سنگ نانڪ پرڀ سُپرسن.
ساڌ کي سنگ نه ڪبهوُن ڌاوي - ساڌ کي سنگ سدا سک پاوي
ساڌ سنگ بست[14] اَگوچر لهي - ساڌوُ کي سنگ اَجر[15] سهي
ساڌ کي سنگ بسي ٿانِ اوُچي[16] - ساڌ کي سنگ محل پهوُچي
ساڌ کي سنگ دِڙِڙي[17] سڀ ڌرم - ساڌ کي سنگ ڪيول[18] پار برهم
ساڌ کي سنگ پائي نام نڌانُ[19] - نانڪ ساڌوُ کي قربانُ.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٧)]

(٣) جِس ڀَر لڳيئي جيونئي - پوُجل پائيئي هارِ
مِل ساڌوُ سنگ اُڌار هوء - مک اوُجل دربار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٧١)

---

١. پاپ، گناهه. ٢. نظر ۾. ٣. پرسن ٿيڻ لي. ٤. پنج وڪار. ٥. گڏ ڪيو آهي. ٦. پرماتما.
٧. ٽڙي، موج ۾ اچي. ٨. وَس، قبضي ۾. ٩. پئي ٿو. ١٠. من کي موهيندڙ سُر ۽ آواز.
١١. ڀٽڪي ٿو. ١٢. اڪاگر. ١٣. جدا، اَلڳ. ١٤. چيز، شيءِ. ١٥. وڏي پيڙا. ١٦. اُتم
پدوي. ١٧. وات وٺي ٿو. ١٨. فقط رکو. ١٩. خزانو.

(۴) سَت پرساد[1] جهڙو هر ناءُ – سَت پرساد هر ڪيرتن گاءُ
سَت پرساد سگل دک مٽي – سَت پرساد ٻڌن لئي ڇٽي
سَت ڪرپا ٿي مٽي موهه ڀرم – ساڌ رڻ مڄڻ[2] سڀ ڌرم
ساڌ ڪرپال ديال گوبند – ساڌان مهه اهي هموري چند[3].

واڳ ڳوڙي، محلا پنجوان، شبد (۲۲)

(۵) جيتي سياڻپ ڪرم هر ڪيٽي – تيتي بنڌ پڙي
جڳ ساڌو ڪُر[4] مستڪ ڌريو – تب هر مڪت پڙي.

(۱۵۹)

(٦) ڇاڏ سياڻپ بهه چتراڻي – سنتن ڪي من ٽيڪ[5] نماڻي
ڇاڙ[6] ڪي پُتري[7] ڀرم ڪي باڻي – نانڪ جاڪو سَت سهائي.

واڳ ڳوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (۲۳)

(۷) ساڌ مليو سُڌ[8] ڀانيئي – ڪي ايهه جوڳ[9] ڪه ڀوڳ[10]
ڏهه مِل ڪارج اُوپجي – رام نام سنجوڳ[11].

واڳ ڳوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۵۵)

(۸) سَنّاد لِيٽ[12] اندري وس ٽڙ ٿئو مد[13] وس ليت بِڪاريو[14] ري
ڪرم پاڪ سنتن سڳاني – ڪاشت[15] لوهه اڌاريو ري.

(۵٦)

(۹) اَن بن ڦرلي ڪوجتي[16] – هاري پهه اَوڳاهه[16]
نانڪ ڀيٽي ساڌ جب – هر پايا من ماهه.

واڳ آسا، محلا پنجوان، چِت (۵)، سلوڪ ۷ (۴)

(۱۰) ساڌ سنگ هر ڪي رنگ – گوبند سمرڻ لاڳيا
ڀرم موهه وڪار دوجا – سگل تنهه تياڳيا.

(۱۱) آويو صاحب چت – تيرها ڀڳتان ڏنيا
من ڪي ڪٽيئي مَل – ساڌ سنگ وُنيا[17]
جنم مرڻ ڀؤ ڪٽيئي – جن[18] ڪا شبد جپ
ٻڌن ڪولڻ[19] سَت – دوت سڀ جاهه چپ[20].

واڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (۹)

---

١. ڪرپا، ٻاجهه. ٢. اِشنان. ٣. جانِ. ۴. هٿ. ۵. اوٽ ورتي آهي. ٦. رڪَ. ٧. پُتلي.
٨. سِڌ ٻُڌن، موڪش. ٩. جوڳي. ١٠. گرهستي. ١١. ميلُ. ١٢. ٽيجي ويو آهيان. ١٣. نشو.
١۴. وڪار. ١۵. ڪاٺ. ١٦. ڳولهڻ، ڀڙ ڻڻ. ١٧. گذارڻ جي ڪري. ١٨. سَت مهاتمائن.
١٩. ٻوڙڻ. ٢٠. اڪي وڃن ٿا.

(١٢) ساڌ سنگم[1] گڻ گاوهِ هرِ کي - رتن جنم لهي هارِ
پرڀ گن گاءِ بِکي[2] اَن تَرِيا - کَلهه سوُڙهه اڌارِ بِرو.

راڳ ديو گنڌاري، محلا پنجوان، شبد (٣٠)

(١٣) نِرگُن نيچ اَنات اَپراڌي - اوٽ سنتن کي آهـي[3]
ٻوڙت موهه گِرهه اَند کوُپ[4] مهِ - نانڪ ليهُ نِباهِي[5].

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٧)

(١٤) مها اَنند ڀئي سک پايا - سنتن کي پرسادي
کهه نانڪ هر سنڱ من مانيا - رنگِ رلي بسمادي[6].

(١٩)

(١٥) سَدس کا مارگ ڌرم کي پوڙي[7] - کو وڏڀاڳي پائـي
کوٽِ جنم کي کِلبک ناسي - هر چرني چت لائـي.

(٥٣)

(١٦) ساڌ سنگ مَل لائي - پار برهم[8] پيو سائـي
نانڪ نسام ڌيايا - آدِ پُرکُ پرڀُ پايا.

(٥٥)

(١٧) جَب هي سرن ساڌ کي آيو - دُرمت[9] سگل بِناسي
تَب نانڪ چيتيو چِنتامن[10] - کاٽي جم کي ڦاسي.

راڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٧)

(١٨) سبِ سنگتِ ساڌ پائي وڏڀاڳي - مَن چلتو[11] پيو اُروڙا[12]
اَنهت ڌُن واجهه نت واجي - هر اَمرت ڌار رسِ کيڙا[13].

راڳ جئتسري، محلا چوٿون، شبد (٦)

(١٩) سَنتان سنگ مِل رهيئي - تان سچ لگي پيارُ
سچ سالاهي سچ مَنِ - دَر سچي سچيارُ.

راڳ سوُهي، محلا پهريان، اشٽپدي (٢٠) ٣

(٢٠) بِن ساڌوُ جو جيوَنا - ليتو بِرٿا[14] آري
مِلت سنگ سبِ ڀرم مِٽي - گتِ ڀئي هماري.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٠)

(٢١) اَنڊج[15] جيرج[16] سيتج[17] اُتڀج[18] - سڀ وَرن جيئه جنت اُپٽيا
ساڌوُ سرن پري سو اُبري - کتي[19] ماهه سُوُد وِنش چنڊالُ چند ڀئا.

راڳ بلاول، محلا چوٿون، اشٽپدي (٦) ٤

---

١. سنگ، ميلاپ. ٢. وکار. ٣. ورلي اتم. ٤. کوُهه. ٥. پار کري ولو. ٦. پرمانما. ۷. ڏاکو. ٨. سچو، مددگار. ٩. کمت. ١٠. ڏيان لڳايو. ١١. چنچل. ١٢. اپکاگر، استر. ١٣. پين ٿا، پائين ٿا. ١٤. نهفل، فضول. ١٥. اَنڊي مان پيدا ٿيل جيوَ ۽ پکي. ١٦. جيري مان پيدا ٿيل انسان ۽ جانور. ١٧. پگهر مان پيدا ٿيل، جوُن. ١٨. زمين مان پيدا ٿيل، وڻ ٻوٽا. ١٩. کتري.

(٢٢) ڪيرت نرمولڪ هيرا - آنند ڳُڻي ڪهيرا
اَنحد ٻاڻي ٻُونجي - سنتن هت واڪي ڪُونجي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(٢٣) ترشنا ٻُوک سڀ ناسي - سَنت پرساد جپيا اَبناسي
ڏَن دنس ٻرڀ شيو ڪماني - هر مِلئي ڪي ابه ليشاني.

(٤٦)

(٢٤) اَدشٽ اَگوچر پاربرهمُ - مِل ساڌُو اَڪٿ ڪٿاٻا لسا
اَنحد شبد دسم دُئار وَجيو - تهه اَمرت نام چُئاٻا لسا

راڳ مارُو، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٢٥) سَنت ڪرپا لي هردي واسيو - دُوجا ڀاؤ مِٽاوَنا
پکت دبا لي پد پرگاسيو - دُرمت دُوکس تجاوُنا

راڳ مارُو، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)

(٢٦) ڪيا تُڪهه ٻيا ٻاسُ - کر هينئڙي هڪ آڌارُ
ٽيڪُ سنتن ڪي رهڪُ - جِت ليي سڪ دالارُ.

راڳ مارُو، محلا پنجوان، وار (١١)

(٢٧) پارسِ ڪي سنگِ تانبا بگڙيو - سو تانبا ڪنچن هوءِ نبڙيو
سنتن سنگ ڪبيرا بگڙيو - سو ڪبير راميءَ هوءِ لبڙيو.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(٢٨) ستگور سنت مِليو سانس پائيٽي - ڪاوُک دڪ ڪاٽي سڀ دُوُر
آلم جوت پئي پر ڦُولت - پُرکُ نرنجن دِکيا حضُور.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

(٢٩) سنت جنان ڪيو سنگِ مِل بٿري - لتهُ ٻاوءِ موک دُئار
اِن ستسنگ سک ڪيو نہ ٻاٻا - جاءِ پوڇهُ بيد بيچارُ.

(٦)

(٣٠) جو جو سنگِ مِلي ساڌُو ڪي - تي تي پتت پُنيتا
ڪهه نانڪ جاڪي وَڏ ڀاڳا - لن جنم پدارت جيتا.

راڳ بلارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٥)

---

١. سموهي. ٢. چاٻي. ٣. پرماتما. ٤. واسو. ٥. ڏهين. ٦. چؤسير. ٧. ڇُڏي ويڻ لا. ٨. ٽاڙين. ٩. طرف، پاسا. ١٠. ٽامو. ١١. بدلجي ييو. ١٢. ٽڙي، ڦُولهارجي پئي آهي. ١٣. حاضرن حضُور. ١٤. اي پاڳل انسان. ١٥. چارئي وير. ١٦. پاپي، گنهگار. ١٧. پوتر، شُڌ.

(٣١) گنگا جمنا گوداوري سرستي –
تي ڪرهِ اُدم ڌوڙ ساڌوءَ ڪي ڌانئي[٢]
ڪِلوڪه مَل پري پڙي[١] هِمري وچِ –
هِمري مَل ساڌوءَ ڪي ڌوڙ گوائي ۔

راڳ ملار، محلا چوٿون، شبد (٢)

(٣٢) ڌبو ڪُل[٣] ڌنيت ڪُل جَڳيه[٤] ڪِنتر[٥] نر – ساگر اُتري پاري
جو جو ڀڄن ڪري ساڌوءَ سنگ – تاڪي دُوکه بِداري[٦] ۔

راڳ ملار، محلا پنجون، شبد (١٣)

(٣٣) هرڪي سيوڪ سنت پَل[٧] ليڪي – مِل سنت جَنان مَل لهڻا
هؤ ميءِ دُوس[٨] گيا سب ليکر – جَنُّ صابُن ڪاپڙ کرِنا.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿون، شبد (١)

(٣٤) بِسر گئي سب تاتِ[٩] پَرائي –
جَب تي ساڌ سنگت موهِ پائي
ناکو بئري نهي بگانا[١٠] – سگل سنگ هم ڪئُّ بَن آئي[١١]۔

راڳ ڪانڙا، محلا پنجون، شبد (٨)

(٣٥) ڪبير ساڌوءَ ڪيءِ مِلڻي جائيئي – ساٿ[١٢] نه ليجيءِ ڪوءِ
پاچي[١٣] پاءُ[١٤] نه ديجئي – آگي[١٥] هوءِ سو هوءِ ۔

سلوڪ، ڪبير صاحب (١١٦)

---

١. تيرٿ آستان وارؤن پولر نديؤن. ٢. واسطي، لاءِ. ٣. ڪنٽب. ٤. راڪاس، راڪش. ٥. ڌيوتائون. ٦. ختم ڪري ٿو. ٧. پلو ماتس. ٨. پاپ، گناهه. ٩. پيار. ١٠. ڌاريو، پرائو. ١١. پرپت لڳي وٿي. ١٢. سماڻي، پاڻسان. ١٣. پسوپان، پونئان. ١٤. پير. ١٥. اڳتي، آئيندي.

## سنتن جي سنگ لاءِ سِڪ.

## ساڌ سنگت جو لاڀ.

سچن سنتن جي مهما ۽ مٿيا جو مختصر اَحوال اڳئي اَچي چڪو آهي. سندن ڪلا ۽
ڪشش، سِکن کي پاڻمرادو پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. سِک به سنتن جي سنگ لاءِ سِڪن ٿا.
اِها سِڪ ٿي سکن جي سچي سمپتي آهي. موڪش مڪتيءَ لاءِ مصلحت ۽ منظوري آهي.
سچي سِڪ کي مال ملڪيت جي درڪار نه آهي، مان مرتبي جي پرواهه نه آهي، عزت
آبرو جي غرض نه آهي، سنساري سنبنڌن جي گهرج نه آهي، سرير جي سکن جي چاهنا
نه آهي ۽ اندرين جي سوادن جي ترشنا نه آهي. سنتن وٽ رُکي ۽ اَڻپي روٽي کائڻ،
ٻاهر جي ڇٽيهه پرڪارن جي ڀوڄن کان، وڌيڪ سلوڻي، سوادي ۽ سکدائڪ آهي. سنتن
وٽ لنگوٽي پائي گودڙيءَ ۾ گذارڻ، ٻاهر جي پٽ پٽيهر ۽ سيج پلنگ کان، وڌيڪ
سهائيندڙ ۽ سُونهندڙ آهي. سنتن جو سنگ سرڳ سمان آهي. پيا سڀ جاپ تاپ، ورت نيم،
هوم يگيه، يا ڪرم ڌرم ڪهڙا به ضروري ۽ فائديمند هجن، پر ساڌن جو سنگ سڀ کان
اُتم ۽ سريشٽ ليکيو ويو آهي. جتي سِک جو سنت سان سنبنڌ، سچائيءَ سان ٻڌل آهي،
اُتي سک جي پراپتيءَ ۾ ڪهڙو شڪ هئڻ گهرجي؟ سک ڪانسواءِ، سنتن وٽ بيو رکيو ڇا
آهي، جو هو ونڊي ورهائين؟ اِهو سک ٿي من کي سچي شانتي ۽ سنتوش بخشي ٿو.

اِلهيءَ ڪري، سک سنتن جي پنيان پوي ٿو، پڪي ٿو، لڙڪي ٿو، پاڏائي ٿو ۽
ايلائي ٿو. ڇا ٿو چئي؟ اي سترش مهاتما، مان تُنهنجي در جو داس آهيان. منهنجي
خدمت سيڪار ڪر. آگيا ڏيو ته تنهنجي در جو پاٽي پريان، چند پيهان، پکا هلايان،
واري سان تُنهنجا چرن چنبيان ۽ تُنهنجي پيرن جي ڌوڙ مک ۽ مستڪ تي لڳايان. هي
دياڙ درويش، سنسار جي سوڙن ۽ سختين، ڪافي سبق سيکاريا اٿم. ڪو ڪاهُو ڪونهي.
سڀ مطلب لاءِ ملاقي ٿين ٿا ۽ مطلب لٿي، ملامتون هڻن ٿا. مناسبت يا غير مناسبت جو
مدار ٿي رڳو سکٽي مطلب تي آهي. سو ترشنا کي ترڪ ڪري، اچي تنهنجي شرن ورتي
اٿم. من مان ٽهل ڪمائي نهال ٿيان. منهنجون اکڙيون تنهنجي درسن لاءِ واجهائين ٿيون،
لوچ جي لطف لاءِ لڙڪ وهائين ٿيون ۽ آسائتي نگاهه سان نهارين ٿيون. تو وٽ نام جو
خزانو آهي، ڀڳتيءَ جو ڀنڊار آهي. مون تو اَڳيان پلاند پاتو آهي ته من ڪو اُتان جو ڪو
ڪڻو ڪو ٽڪر، پليءِ پئي، پار پهچائي. پنڌ پار ڪراءِ ته مان جان جند جي جوتا ڪريان،
دل جو داغ لڳايان ۽ تن من ڌن تو مٿان قربان ڪريان. گورو اَرجن ديو جن فرمائين ٿا:

(١) ڪر ڪرپا پريم آپڻي - جن ڏوڙي سنگ سماءِ
جيئن توُن راکهه لئهُ رهان - تيرا دنا پئنا کاءِ.

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، ٻن ونڄ (٤)

(٢) ٽهل ڪرءِ تيري داس ڪي - پڳ جهارءِ ٻالَ
مستڪ اَپنا ڀيٽ ديءِ - گن سُنئهُ رسال.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٢)

جهڙو سنگ تهڙو رنگ. ڀڳوت ڳيتا جي (٧)٣ باب ۾، ڪسنگ جي اَثر جو احوال آيل آهي ته هٿ سنتن جي سنگ جي ساک ۽ ساراهه ٿيل آهي. صاحبن سمجهايو آهي ته اسان سڀ ويد پُران ۽ شاستر سمرتيون اَٿلائون پٿلائون آهن، پر ساڌ سنگت يعني سنتن جي سنگ جهڙي ساڌنا، ٻي ڪابه اهڙي اَمر ۽ اَثرائتي ڪانهي آهي. ساڌ سنگت آهي تهڇل آستان، اَٽل آڪاڙو، اَمر اَڏو، نج ڌام، سچ نواس، اَنيڙ نهر ۽ وشال ولڪت. ساڌ سنگت، مها تيرٿ ٻاترا آهي جو ته گنگا، جمنا، گوداوري ۽ سرسوتي پڻ سنتن جي چرنن جي خاڪ جي طلب ۾ ترڦن ٿيون. جي مَن سنتن جي سنگ ۾ سانت ۽ ترپت نه ٿيو ته پڇمڻ سمجهڻ گهرجي، ته تيرٿ ٻاترائون به من جي اَشانتي مِٽائي مؤر ڪو نه سگهنديون.

ساڌ سنگت ۾ سائينءَ جي صفت ڳائجي ٿي، نام جي نرمل ڌارا وَهي ٿي، لَٽ گيان ملي ٿو، ڀؤ ۽ ڀاوَ پراپت ٿئي ٿو، ڀڳتيءَ جو ڀنڊار کُلي ٿو، ڳجهه جي ڳالهه سلجهي ٿي، روحاني رنگ جي رچنا رچجي ٿي، جل ۾ جوت ٻري ٿي، ٻاڻيءَ جو سمرن ٿئي ٿو، شبد جو پرڪاش ٿئي ٿو، سچ جو پوڄن وَڄي ٿو، اَنهد ڪيرتن هلي ٿو، آنند ڇانئجي ٿو ۽ وشرام پائجي ٿو. ساڌ سنگت گويا ڌرم جي ٻوڙي آهي، آبِ حيات آهي. ساڌ سنگت چٽڪ نرمل جل جو دريائو آهي، جتي سک روپي هنس، اشنان ڪري اُوجل ۽ پوتر ٿين ٿا ۽ نام روپي هيرا ۽ موتي چوُنڊي چُگن ٿا. ساڌ سنگت هريءَ جو نواس آهي، ڏاتار جو ڏيرو آهي. اُتي مرلي منوهر پاڻ وڃو بين بنسري وڄائي. اهو اسرار ڪو ڏيکاري سگهي ۽ ڪو ڏسي سگهي. جنهن جهاتي پائي تنهن چڪڙ ڌاري. پلڪ ۾ پرچو ٿي پوي. ٻاقي مايا وادي ته ساڌ سنگت ۾ وهندي به، وڃا مايا جي مؤج ماڻين. صاحب فرمائين ٿا:

(١) اوٿي اَمرت ونڊيئي - سُکيئا هر ڪرڻي
جم ڪي پنٿ نه پائيئهِ - ڦر ناهي مرڻي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٩)

(٢) اڪر سرور ڪمل انوپ - سدا پِگاسيو پرمل روپ
اُوجل موتي چوُڳهه هنس - سرب ڪلا جگديسو اَنس.

راڳ آسا، محلا پهلا شبد (١٢)

اي ٻندا، ساڌ سنگت ۾ سنساري سودا ڪونه ٿا سيکارجن، دنيوي وهنوار ڪونه ٿا
ڦندجن ۽ پاکنڊ جي پوڄا ڪونه ٿي ٿئي. اُتي آهي سچ جو سودو ۽ وويڪ جو وهنوار ۽
وحدت جي واقفيت. جن جي من جُون مرادون ۽ مشائون، اُتا سنسار ۾ اٽڪيل آهن ۽
جن جي چت کي اُتا چوٽ ڪانه آئي آهي، تن جو ساڌ سنگت ۾ اچڻ اجايو آهي. اهو
ڏينهن دنيا ٻيءَ سان ڍوڪو آهي. اُهي ساڌ سنگت مان ڪجهه ڪونه ڦٽيندا. سون جي دڪان
تان لوهه ڪيئن ملندو؟ ناقي جن کي لالن جي لَوَ آهي، ستگرو ۾ صدق آهي، ستسنگ ۾
شرڌا آهي، سنتن جي سنگ جي سِڪ آهي، تن جو ساڌ سنگت ۾ اچڻ ڄڳائي. ڪين لاڀُ
ملندو. اُهي سنتن سان اُنين ملي ويندا جيئن پاڻي ۾ کير پاڻ ۾. کير ڪُٽي وڃي ته به پاڻي
پاڻ مِٽائي، کير جي رنگ ۾ جذب ٿي ويندو. شرڌا سا سِڪ کي هجي ته سنت جو ساٿ نه
ڇڏائبو. ناقي ٻيا ته رڳو پيا پاڻي ولوڙين، ڇو ته ڌيان جي پاونا اُلڳ آهي، وڇسار ڌارا
نرالي آهي ۽ آسون اُميدون عاجدڻون آهن. تنهنڪري ڪو ورلو ٿڌ پاڻي سِڪ، شيوڪ
يا سادڪ آهي، جنهنجي پُورب جنم جي ڪمائي ڪيل آهي ۽ جنهنجي مستڪ تي اهڙي
سلامت جُو ليک لکيل آهي، جو ساڌ سنگت ۾ ٺهڪي اچي ٿو. اُتي آڪاڻي ٻُڌي، ليارو ۽
ترليپ ٿئي ٿو، وحدت جو واڪ وٺي ٿو، هر جن سان ملي هر جن ٿڃي ٿو ۽ اُنين پنهنجو
لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪري ٿو. جنهن ۾ چت آهي، تنهن لاءِ ٿي ته ڇُسٽي ٿيندي.

صاحبن ساڌ سنگت جي لاڀ جو ڪافي ڦوڙن ڪيو آهي. ستسنگيءَ ۾ رڳو صدق
سِڪ ۽ شرڌا هجي ته سڀ پليءِ پوندس. اُهي ڇڻکوُن نڪرندس ۽ چراغ ٻرندس، جنهن
۾ ٻهڙي وڪار، ڀڙ ڀرم، پاپ ٻڌن، تاپ سنتاپ، تمائون ترشنائون، چشڪا چٽڪا،
ڏُئي، بيائي، ڪُمت ڪسنگ، چنتا چنچلتا، نندا چندا، سڀ ڀسم ٿي ويندا.
اُهي اُنساهه ۽ اُمنگ اُڀرندس، جو نام جو سمرڻ ڪندو، شبد ۾ سُرتي لڳائيندو، ستگرو
جو اُپديش هنڊائيندو، گوبند جا گُڻ ڳائيندو ۽ رُوحاني رنگ ۾ رنگبو. اُهي ڀاوَ ۽ ڀاونائون
جاڳندس، جو موت ته ڪائيندو، اڇتي وڌندو هلندو، هٿ ڌاري هينائين وٺندو، داسن
جو داس ٿيندو، سڀني جي شيوا ڪبدو، سڀ جو سچڻ ٿيندو، من ۽ مک اُوجل ڪندو،
نفعي نقصان ۾ وهلاوُ نه ويندو، سهن شڪتي ۽ سمردشٽي سکندو، شڪر ۾ سنتوش پرائيندو،
رهڻي ڪهڻي شڌ ڪندو، ٻُڌيءَ جو وڪاس ڪندو، پاڪ پيغام پهچائيندو ۽ آتم جوت جو
پرڪاش ڪندو. اُها لَوَ لڳندس، جو پاڻ سڃاڻندو، جيئري مُڪتي رهندو، اُندر اورندو،
ليکا چوکا اُلڪ ٿي ڇڏيندو، عشق اندر عقل عدم پيدا ڪندو، سَم جي سُڌ لهندو، سن
جو من ۾ ماڻيندو، اُنهد ڏُني جو آنند اوليندو، دسم ڏُوار ۾ ڏيان لڳائيندو، آد پرڪاس
پائيندو، پرماتما کي حاضران حضُور ڄاڻندو ۽ پار برهم کي سڀ روپ ۾ ۽ سڀ ڪُنڊ ۾
ڏسندو. اهو آهي گرهست ۽ سنياس جو سچو سنجوڳ، جتي اندر جي آڪاس ۾ اُنيءَ جو

سُورج ڪڙي ٿو، اڳيان ۽ اوڏيا جي اُونده غائب ٿئي ٿي، رات مان ڏينهن ٿئي ٿو، رات ڏينهن ۾ رهجي وڃي ٿي ۽ مُور نه موٽي ٿي، من جي محراب مٿان مغربي مشعال چمڪي ٿي. هاڻي پنهل پاڻ پيرن ڀالو آهي ته چورن چڪارن جي چرٻو ٿي بند ٿي ويـــي آهــي هيءَ حرفي حساب نه آهي يا لفظي لطف نه آهي پر اُنهيءَ اشارو آهي ۽ اُلوهيت جي اسرار آهي، جنهنڪي شاعري شوق وارا، شعر ۾ صحيح صُورت نه بخشي سگهندو، جو ته وجد جي واردات واکاڻ ڪرڻ، واجبيت جي وس کان ٻاهر آهي ۽ اکرن ۾ آڻڻ، اَسيو آهي.

| | |
|---|---|
| ساڌ مايءَ سِڌ پائيندي - ڪ ابهه جوڳ ڪ ڀوڳ | راڳ ڳوڙي، ڪبير |
| ڏُهه مِل ڪارج اُوپجئي - رام نــام سنجوڳ. | صاحب، شبد (٥٥) |

سنتن جو سنگ، شيوڪ جي ڪايا پلٽي ڇڏي ٿو، ڪانءَ کي هنس بڻائي ٿو، لوهه کي سون ڪري ٿو، پاپيءَ کي پونر ڪري ٿو، پيش پئي جي پٺج رکي ٿو، پڌنڊڙ کي تاري ٿو، ڏُوراڻهو ڏيهه ڏيکاري ٿو، جنم سڪيارٿو ڪرائي ٿو، اوجل ٻار ڪرائي، نُور محل جو نواسي ڪرائي ٿو ۽ ڌڻيءَ جي دربار ۾ منهن مٽي ڪرائي ٿو. سنت آهي صابڻ، جو من جي مَل مٽائي اڇو اُوجل ڪري. ساڌ آهـــي پارس، جو ڪُوڙ کي ڪندن ڪري. ڀڳت آهي اهو تنبو يا ترهو، جو ڪُوڙ ڪپت جي ڪُن کان بچائي. درويش آهي اهــو سڄڻ، جو هيرن کي هار ۾ پوئي هڪ ڪري. مست ملنگ آهي اُها چڻنگ، جا ڪرمن جا چٽا ٿي جلائي ڇڏي. رُوحاني رمزُون ته سنت ئي سلي سگهندا، جو ته قلب جي ڪنجي سائينءَ پاڻ کين سونپي آهي. ڀڳتي، ڀڳوان جي ڀنڊاري جا ڀنڊاري آهن، جتان ڪُل خلق، ڪـــل ذات، برهمڻ، کتري، ونش، شُودر ۽ چنڊال، سڀ سنتن جـــي سنگ ۾، سچ ۾ سمائجي سگهن ٿا، بشرطيڪ کين سچ ۾ سمائجڻ جي سچي مراد هجي، سنتن من ۽ مکه ۾ مدائيءَ جي ملاوٽ نه هجي ۽ ڪٿا ڪيرتن وقت، سنتن ورلي وچن ۾ ڪنڌي رهي.

| | |
|---|---|
| ستگور سنت مليءِ سانت پائيندي - ڪِلوکه دک ڪاٽي سڀ دُور | راڳ سارنگ، محلا |
| آلم جوت پئي پرتوُلت - ڀُرکه نرنجن ديکيا حضُور. | چوٿان، شبد (١) |

ڏبيءَ کي مرض لڳي ته اسپتال وڃڻو پوندو آهي. ليڪن ٿي من جي روڳ مِٽائڻ لاءِ ساڌ سنگت ضرُوري آهي. هُتان دوا ملندي ته هِتان دعا ملندي. هُو دواخانو آهـي ته هيءَ شفاخانو آهي. من جي روڳ مٽائڻ ڪانءِ، سرٻ جا سُور ۽ گهٽبا يا سوالنيءَ سان سهاري سگهبا. پر اي ٻندا، تو ڪڏهين پاڻ کان اهي ڪي چند سوال پڇيا آهن ته تون سنتن وٽ يا ساڌ سنگت ۾ يا ڪٿا ڪيرتن تي، ڪهڙي مراد کڻي ٿو وڃين يا ڪٿي چت لو لڳائي وهين؟ ترشنا جُون لنڌُون ٽرڙڻ ٿو وهين يا ٽٽين سر جوڙڻ ٿو وهين؟ گهر جا گهاٽ

وڃڻو گهڙين يا آبائي وطن جو واءُ ساءُ نه وڻين؟ دل جي ڏرڙيءَ مان حرص، حيوانيت ۽ حرفت
جي هوا نه ڪري يا حبيبن ۽ حسينن جي حاصليت جي هٻڪار نه اچي؟ سرنهي سروُپ ۾
آهي يا سنساري سنبند ۽ سنسا اچا ستائين پيا؟ مطلب ته اندر ۾ جلاب لڳل آهي يا گلاب ڳڙيل
آهي؟ اي جناب، اڄ نه ڏي سچا جواب! ته جواب نهي جدوُن جاڳائي، جنبش اُڀاري ۽
جولان لڳائي. انهن نهي جانب لاءِ جستجوءَ جي شروعات ٿيندي آهي. لڇهن ڪري، اي
ٻندا، توُن به پيا حيلا وسيلا وترڪ سمجهي، روُحاني واڌاري لاءِ سنتن جو سنگ وٺ ۽
ساڌ سنگت ۾ وهڻ جو نيم ٺاهه. گهٽ ۾ گهٽ، جو وقت ساڌ سنگت ۾ وڃڻو آهين يا ڪٿا
ڪيرتن ٻڌڻي رهيو آهين، اهو وقت نه سنساري وهنوارن ۽ وهمن مان من ڪڍي، رام نام ۾
لڳاءِ ۽ سنتن جو اُپديش هيانءَ سان هنڊاءِ، ته لورو لورو، آهستي آهستي، من لائين من کي
موچڙو لڳي، مثل ميسار جي، اُوڳڻ اُجهامن، گڻ پرگهٽ ٿين، سنتن جي آسيس ڪٿجي،
گوروءَ جو منتر ملي ۽ مالڪ جي مهر وسي. روُحانيت جي راهه ۾، ڪيچ مهل ته دنيوي
جهنجهٽن کان جند آزاد ڪراهه. سونار کي هنر ۾، لوهار جا اوزار ڪيئن ڪم ايندا؟ سو
سفر جو ساز سامان نه مناسب ۽ موزوُن هئڻ گهرجي. پوءِ جي سٺڪ سڌي آهي ۽ اُسي
ڪوشش قائم آهي نه سفر اُوس ٺاب پوندو، جو نه پرماتما پاڻ پاسبان آهي ۽ پيو پرورش
ڪندو. اهوئي نه ستگور ۾ ۽ سنت ۾ سمائجي، سڪ جي سڦليتا ڪري ٿو.

سنتن ۽ ساڌ سنگت متعلق خاص خاطرئون بلاشڪ مليل آهن پر هيءُ پنڌ به خرابين ۽
خطرن کان خالي ڪونه آهي. ڪواهڙو لڪ به آهي جتي لوڏا نه هجن؟ اي ٻندا، ڏس جيئ،
ته ٣٢ ڪالن وچ هوندي به ڪيئن ڪر پٽي ڪڙي نه پاڻ به بچائي وٺي آهي. سدا سجاڳ آهي نه
سلامت به آهي، پر جي پلڪ به پرداخت کان ٻري رهي، نه چڪ پٽجي وڃيس ۽ رت رپلا ڪري
اچي وهيس، جتي ملم پٽي ڪرڻ به مشڪل آهي. ساڳيءَ طرح، سنت وچارا به نه جڳ واڳهن جي
وات وچ آهن. لڇهن ڪري، سدا سجاڳ رهن ۽ هميشه هوشيار رهن. ڪيچ لاپرواهيءَ ۽ لاغرضائي
نهي نه حال نه ترڪي اچي ٿري ۾ ڪرندا. وڏو خطرو نه پهرين الن، خود پنهنجن چيلن
چاٽين مان، جي پنهنجي مطلب ڪاڻ، پيا ڪين ڏاتارين، لوڙائين ۽ ڦسلائين. وري ڪيچ
ٻچر به رهين ٿو پرماتما جو، جو پلاند به ٿو پڪڙائين نه پرڪشائون به ٿو وٺين. سنت وٽ
وڃ نه پيهر لڳي پٽي آهي پر عام طور، ايندڙ گهريس چا ٿو؟ ته ترشنا جي هيءَ يا هوءَ
تمنا ۽ طلب پوُري ٿئي، لڇهن لاءِ ڪيڏا نه سانگ ٿو رچائي ۽ ڦوُلبندئون ٿو ٻڌي؟ پوءِ
ٿي سگهي ٿو نه ڪرمن جي ڪنهن نه ڪنهن ڪوتاهيءَ يا ڪمزوري، ڪري ۽ سنت ٺڙڪي
به وڃي. جو هڪواريءَ ٺڙڪيو، سو سوُلو نه وري ٺانءَ ڪونه پانيدو،

مثلاً قياس ڪندي يا ڪهڪاءُ پوندي، سنت پنهنجي شڪتي استعمال ٿو ڪري ۽
ڪنهن گهرندڙ جو مطلب سِڌ ڪري ٿو، نه پوءِ نه پيهن پنيان پيهوُن اُچي پلؤ جهليندا پوئن، نه هي

ڪرامت جا ڪامل، هي ميريءَ پيريءَ جا پيغمبر، هي خداوند، مهنجي هيءَ آس پڄاءِ تہ هوءَ بہ پڄاءِ. جي سنت ۾ اهڙا جو ڪو اٽلڪو، اٽمتيل انگ وهيل هوندو تہ چاهيندو تہ ناموس نہ ڪري ۽ اُمت بہ آباد رهي. پوءِ انهيءَ سلسلي ۾ ناموس ۽ ناچار نہ ويندو وڌندو پر ٻئي طرف، سڌايون ۽ شڪتيون ويندڀون گهٽبيون، تان جو سنت جو حال اهڙو اچي اگرو ۽ سگهو نہ ٿيندو، جهڙو چوسيل يا لتاڙيل ليمي جو. ڪسيءَ ۾ ڪٿي اڇلائبو آهي. وري مثلاً ڪو سنت، غفلت يا بي اِحتياطيءَ جي حالت هيٺ، ڪام، ڪروڌ يا ڪنهن ٻئي وڪار جي وس ۾ اچي ڪو ڪڌو ڪم ڪري ٿو وجهي ۽ ظاهر اُپي ٿو پوي، تہ بہ سندس سچي ڪٿي ڪمائي ناس ٿي وڃي. پوءِ تہ اهي سا ڳيا چيلا چاٽي، جي اڳي نياز ۾ لمندا هئا، ڪوڙا قصا ناهيندا هئا ۽ ڪرامتي ڪهاڻيون ٻڌائيندا هئا، سي بہ هاڻي ڦري ٿا پون، سنت تي جانڙ، ناجائز تهمتون ٿا هڻن ۽ پڙهو گهمائي بدنام ٿا ڪن. سندن تہ ڪجهہ ڪونہ بگڙيو، چو تہ هڪ در ڇڏي، وڃي ٻيو جهليندا. پر سنت ويچارو تہ طائوسي تخت تان لڙڪي، اچي تربت تي پيو. جڏهين ڪ ڦري پاڻ ڪٽي ۽ پرماتما جي پريکشا پوري لٿي! تنهن ڪري سنت دعا پيندا آهن تہ هي دياڙ، هنڌون بہ رکہ تہ ناحقون بہ رکہ. اها بہ قادر جي قدرت آهي جو سنت پاڻ ٿري، چيلي کي بہ تاري ٿو. وري ڪو چيلو پاڻ ٻڏندي، سنت کي بہ ٻوڙي ٿو. ٻئي ڪرمن جي ڪسوٽيءَ ڪري، ڪُڌن يا ڪرن ٿا.



# باب پنجون.

## رامُ نامُ، ستنامُ.

(ا) نام ڪرتار جي ڪرپا ۽ گورؤءَ

ڏئاران، پراپت ٿي سگهي ٿو.

(١) سُڻ وڏ ڀاڳيا - هر اَمرت ٻاڻي رامَ
جِن ڪَئُ ڪرم لِکي - تِس رِدئِ سماڻي رام
اَکٿ ڪهاڻي تني جاڻي - جِس آپ پرڀ ڪرپا ڪري
اَمر ٿيئا ڦِر نه مؤئا - ڪَل ڪَليشا[1] دک هَري
هر سرڻ پائي تج[2] نه جائي - پرڀ پريت مَن تن ڀاڻي
بِنونت نانڪ سدا گائيئي - ٻولر اَمرت ٻاڻي.
[راڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت (٣)٥]

(٢) موهه[3] نرگڻ اَناٿ - سرڻي آيا
ٻل ٻل گُر ديو - جن نام دِڙايا
گُر نام دِيتا کُسل[4] ليئا - سرب اِڇا پُنيئا
جلي ٻُجهائي سانت آئي - مِلي چِري[5] وڇنيئا
آنند هرک سهج ساچي - مها منگل گڻ گايا
بِنونت نانڪ نام پرڀ کا - گُر پُوري تي پايا.
[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، ڇنت (۴)٢]

(٣) تيري ڀڳت ڀنڊار اَسنک[6] - جِس اُون ديوهه ميري سوامي تِس ملهه
جسڪي مستڪ گُر هاٿ - تِس هردئي هر گڻ ٽِکهه[7]

---

١. دکھ، درد، پاپ سڀ ناس ٿي ويا. ٢. ڇڏي. ٣. مان. ۴. سک، خوشي. ٥. گهڻي مدت کان وڇڙيل. ٦. بي انت، اپار. ٧. ٽِکن ٿا، رهن ٿا.

هرگِهَ هرديءِ نکهِ نسڪيءِ - جس انتر پڙو[1] پاوڻي[2] هوئي
بِسن ڀڳي ڪئيءِ نه پريم پاپا - بِن پيءُ پاو نه اترپا ڪوئي
پڙو پاڙ[2] پريت ناٿڪ ٻسھ لاگيءِ - جِس ٿون آپڻي ڪرپا ڪره
ليري ڀگت ڀنڊار اسنکه - جِس ٿون ڏيوه ميري سوامي ٻس ملهِ.

[راڳ ڏنکاري، محلا چوٿان، چنت (۴)۳]

(۴) جِس آپي ڪرپا ڪري ميرا سوامي - ٻس جَن ڪئُ هَرلِو لائيءِ ري
سيوڪ ڀگتِ ڪري هر ڪيري[3] - هر پاويءِ سوٿانءِ[4] ٽائيءِ ري
هر هو نام امولڪ هر ٻهِر[5] - هر ديويءِ تان نام ڌياويءِ ري
جسنو نام ڏيئہ ميرا سوامي - ٻس ليکا سڀ ڇڏاويءِ ري
هر نام آراڌهِ سي ڌنّ[6] جن کهيئي -
ٻسن مستڪ ڀاڳ ڌُر لِکہ پاويءِ ري.

[راڳ ڪيدارا، محلا چوٿان، شبد (۱)]

(۵) نام نِرنجن الکہ هيءِ - ڪِئُ لکيا جاڻي
نام نرنجن نالِ[7] هيءِ - ڪئُ پائيءِ پاڻي؟
نام نرنجن ورتدا[8] - روِپا[9] سڀ ٺائي
گر ٻوڙي لي پاليئي - ٻهردئي ديئہ ڏکائي
نانڪ نڌري[10] ڪرم[10] هوءِ - گر ملئيءِ پاڻي.

[راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۱۳)]

---

۱. ڀِڳوان جو پڙو. ۲. شرڌا. ۳. جي. ۴. لڪائي، قبول. ۵. وٽ آهي. ۶. ڌنيواد جي لائق آهن. ۷. نزديڪ، گڏو گڏ. ۸. اندر ۾ وسي ٿو. ۹. سرب وياپڪ آهي. ۱۰. ڪرپا، راجها، مهر.

(٦) جن ڪنّ ستگور نا[1]پيا - تن ميت نہ سَڪيءِ ڪوءِ
اوڻا اَندر نام نڌانُ هيءِ - ناممو پرگٽ هوءِ
نانڪ پوُجيئيءِ نام مَنيئيءِ - اَڪند[2] سدا سچ سوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٨)

(٧) هر جيئُ[3] آپڻي ڪرپا ڪري - تان لاگيءِ نام پيارُ
نانڪ نام سَمال توُن - گور ڪيءِ هيتِ[4] اَپارُ.

سري راڳ، محلا ليجا، شبد (٢٠)

(٨) نامُ اَمولڪ رتنَ هيءِ - پوُري ستگور پاس
ستگور شيوتيءِ لگيا - ڪڍ رتن ديويءِ پرڪاس[5]
ڌَن وڏ ڀاڳي وڏ ڀاڳيئا - جو آءِ مِلي گور پاسُ.

سري راڳ، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٩) پاپا لاهڻا[6] لائي نام - پوُرن هوئي ڪامُ
ڪر ڪرپا پرڀ ميليا - دِيئا اَپڻا نامُ
آوڻ جاڻا[7] رهِ گيا - آپِ هوُئا مهروانُ
سچُ محل گهرُ پايا - گور ڪا شبدُ پڇان[8].

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٠) وام نام ڌَن نرملو - جي ديويءِ ديوڻهارُ[3]
آڳي[9] پوُڇ نہ هووَئي - جس بيلي[10] گور ڪرتارُ[3]
آپ[3] ڇڏائي ڇُٽيئيءِ - آپي[3] بخشڻهارُ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٢)١٥

(١١) لتُّ[11] ڪرپا لي مارگِ[12] پائيئيءِ - پرڀ ڪرپا لي نامُ دِڀائيئيءِ
پرڀ ڪرپا لي بَنڌن ڇُٽيءِ - لتُّ ڪرپا لي هؤميءِ ڇُٽيءِ.

واڳ، گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(١٢) گور پرساد[13] نام من لاگا - جنم جنم ڪا سويا جاڳا
اَمرت گڻ اچريءِ پرڀ باڻي - پوُري گور ڪي سُمت پراڻي.

(٢٧)

(١٣) ڪهہ نانڪ - گور منتر[14] درڙايا
ڪيوَل[15] نام - رِدُ[16] ماهہ سَمايا.

(٤٢)

---

١. قبوُل، اَستاپن ڪيو آهي. ٢. نهچل، قائم. ٣. پرماتما. ٤. پريت. ٥. روشنائي، سوجهرو. ٦. فاندو، نفعو. ٧. جنم مرڻ جو چڪر. ٨. سڃاڻن لاء. ٩. پرلوڪ ۾. ١٠. سهائڪ. ١١. تنهنجي. ١٢. سچي راهہ. ١٣. ڪرپا. ١٤. سکيا، اپديش. ١٥. رڳو، فقط. ١٦. هردو.

(١٤) سيئي وسنوُ ڪوڙيتان - سڀ هي لاءِ منا
ساڌ آيا لِن هر جَنان - چڪ ساڌي ڏنا
ٻار سوهم جس لکيا - من لسيءِ وُنا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٣)

(١٥) توُن ٻي اَنتُ دئال هيءِ - تيري سرڻائي
گور پوُري ڏي پائيئي - نامي وڏ ڀائي.

راڳ آسا، محلا ٻيجا، اشٽپدي (١٠)

(١٦) گور ٻاڻي لاڳي لن هت چڙيا - نرمولڪ رتن اَپارا
هر هر نامُ اَتولڪ پايا - تيري ڀگت پري پيدارا.

راڳ آسا، محلا چوٿان، چهت (٤)١

(١٧) جاڪٿ پئي ڪرپالُ پربُ - هر هر سيئي جهائب
نانڪ پرپت لڳي تن رام سئين ڀيٽيُ ساڌ سنگائب.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چهت (٤)، سلوڪ

(١٨) گورمت - رامي نام سمائي
اَستر رهيءِ - نه ڪتهوُن جائي.

راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٢١)

(١٩) رام رامُ سڀ ڪو ڪهيءِ - ڪهيئي رامُ نه هوءِ
گور پرسادي رام من وسيءِ - تان ڦلُ پاويءِ ڪوءِ.

راڳ گوجري، محلا ٽيجا، شبد (٤)

(٢٠) پوُري گور لي نامُ پايا جاءِ - سچيءِ شبد سچ سماءِ
اي من نام ندانُ توُن پاءِ - آپڻي گور ڪي من ليءِ رضاءِ.

راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، شبد (٨)

(٢١) جا لِس پاوان تدهي گاوان - تان گاويءِ ڪا ڦلُ پاوان
گاوي ڪا ڦلُ هوئي - جان آپي ديوءِ سوئي.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٢٢) آپي اَمرت آپ هيءِ پيارا - آپيهي رس آپيءِ
آپي آپ سلاهدا پيارا - جن نانڪ هر رسُ ڌاپيءِ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٢٣) ستگور نام ندانُ دِرڙايا - چنتا سگل بناسي
ڪر ڪرپا اَپنوُ ڪر لينا - من وسيا اَبناسي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

---

١. سَيوُن. ٢. شيوڪ. ٣. ساڌن. ٤ رهي رهيو آهي. ٥. اُملهه. ٦. بيحد گهڻو. ٧. سمرن ڪن ٿا. ٨. سنگ ۾، گڏجي. ٩. سِکيا، اُپديش. ١٠. حڪم، آگيا. ١١. پرماتما. ١٢. هميشه ڪري ٿو. ١٣. پوڙ ڪرائي ٿو. ١٤. ناس ٿئي، ٽوڙ ٿئي. ١٥. پڪهڙو.

(٢٤) سچ ڙاءِ سي نرملي - جوتي جوت ملاءِ
ستگرو مليئي ناءِ پاپا - نانڪ سڪ سماءِ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿون، وار (٦)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢٥) ڳهال نہ مليو شيو نہ مليو - مليو آءِ اچنتا
جا ڪئہ ديا ڪري ميري ٺاڪر - تن ڳهُ رهہ ڪمائو مدتا.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٢٦) ڪن ڪنچت ڪرپا ڪري جگديسر - تب هر هر هر جس ڌيايو
جن نانڪ ڪئہ هرُ ڀيٽي سوامي - دک هئومي روڳ گوايو.

راڳ ٻراڙي، محلا چوٿون، شبد (٢)

(٢٧) گرو گيان پداوٿ نام هي - هر ناوو ديئہ دڙاءِ
جس پراپت سو لهي - گرو چرڻي لاڳي آءِ.

راڳ سوهي، محلا چوٿون، اشٽپدي (١٠) ٢

(٢٨) پيم ڀسي تهہ لوڪ ڪي - ٻاڻي سڪہ ناءُ
ديا ڪري سمرٿ گرو - ٻسيا من ناءُ.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٩)

(٢٩) ٻاڻي گرو گرو هي ٻاڻي - وچ ٻاڻي امرت ساري
گرو ٻاڻي ڪهي سيوڪ جن مانئي - پرتکہ گرو نستاري.

راڳ نٽ ناراڻ، محلا چوٿون، اشٽپدي (٥) ٤

(٣٠) هر هر ڪٿا سڻاءِ پربهہ - گرمت هر رديم سماڻي
جپ هر هر ڪٿا وڏ ڀاڳيا - هر اتم پد نرباڻي
گرمکان من پرتيت هي - گرو پوري نام سماڻي.

راڳ مارو، محلا چوٿون، شبد (٥)

(٣١) ڪليا ڪرم ڪرپا ڀئي ٺاڪر - ڪيرتن هر هر گائي
سرم ٿاڪا پائي بسراما - مٽ ڪئي سگلي ڌائي.

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٣٢) گرو دناوي لاءِ پائيئي - ان ستگرو پلئي ناءُ پاءِ
ستگرو ڪي ٻاڻي من وسي - تان اهنس رهي لٿو لاهہ.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ١١

---

١. پرماتما. ٢. محنت. ٣. اوچتو. ٤. منتر، شبد. ٥. ذري، ٿورڙي. ٦. ڏ ب، ڏر. ٧. ٽنهي.
٨. ڳليو ڳلايو. ٩. ناري ٻار ڪندو. ١٠. دک رهت. ١١. وساهہ، يقين. ١٢. ڀاڳ، نصيب.
١٣. دک، تڪليف. ١٤. پنڪو. ١٥. ڏيهن رات.

(٣٣) سُڻ سڻ آکي ڪيتي پاٽي - سڻ کهيئي ڪو انت نہ جاڻي
جاڪهہ الک لکائي آپي[1] - اکٿ ڪٿا پُڌ[2] تاهي هي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٦) ١٢

(٣٤) جسو نام ڏيئي سو پاتي - گور ڪي شبد هر مني وساتي
گور ڪرپا تي نام وسيا گهٽ انتر - نامو نام ڏياندا.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٢) ٢٠

(٣٥) هوءُ ڌاتارا[3] ڪوء نہ سوجهي - ترپوڻ[4] ڏاويئان ڪپوُ نہ بوجهي
ستگور شاهہ بيدار نام جس - اهہ رڻُ لسي تي پاتا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (٤) ٧

(٣٦) ڏيوي سڀ ڏانو[5] سو پروانو - سد داتا ٺوڊ[6] داتا
امر اجوني استر جاپي - ساچا محل چراتا[7].

راڳ ڪاري، محلا پهلا، چپت (٤) ٥

(٣٧) رام نام ڏلڀ[8] هي پاتي - گور پرساد وسي من آتي
رام نام جن پالهہ[9] سوء - پوري گور تي پراپت هوء.

راڳ پيرو، محلا تيجا، شبد (٦)

(٣٨) اپڻي ديا ڪري سو پاتي - هرڪا نام مين وساتي
ساچ شبد هردي من ماهہ - جنم جنم ڪي ڪلوکہ[10] جاء.

راڳ پيرو، محلا پنجوان، شبد (٢٩)

(٣٩) ايڪ نام تاري سنسار - گور پرسادي نام پيار
بن نامي مُڪت ڪيي نہ پاتي - پوري گور تي نام پلي پاتي.

راڳ بسنت، محلا تيجا، شبد (١٠)

(٤٠) سرب رنگ اڪ رنگ ماهہ - سرب سُکا سکہ هر[1] ڪي ناء
تسهہ پراپت اهي نداُن - نانڪ گور جس ڪري دان.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٤١) هرڪا نام اُوڌ هر هر هري - سو پيئي جس رام پياسي
هر آپ ديال ديا ڪر ميلي جس ستگورو -
سو جن هر هر اُوڌ نام چکاسي.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١٣)

(٤٢) ايڪو نام اُوڌ هي مينا - جگ نرمل سچ سوني
نانڪ نام پريو تي پائيئي - جن ڪهہ ڌر[11] لکيا هوني.

راڳ ملار، محلا تيجا، شبد (٤)

---

١. پرمالما. ٢. بدي، سمجهہ. ٣. مدد، ڏي. ٤. تيئي لوڪ. ٥. دان. ٦. وڏو عقلمند. ٧. آد کان. ٨. ڏرلڀ. ٩. ڪرلهي ٿو. ١٠. پاپ، گناهہ. ١١. اوائل کان.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (١١)

(٤٣) هر اسر هر پرڀ نامُ هيِ - گور ٻڃن سڀاڳي[1] ليِتا[2]
دکہ داالدُ[3] سيو لهِ گيا - جان نساءِ گورؤ هر ديتا.

سلوڪ محلا چوٿان، (٢٨)

(٤٤) گور پؤري نامُ دڙايا - جن وچهُ ڀرمُ چُڪايا
رام نامُ هر ڪيرت گاءِ - ڪر چانڻ مگُ[4] دِکايا.

---

١. خوش نصيب. ٢. حاصل ڪيو آهي. ٣. غربت. ٤. سچي راهه، مارگ.

## (٢) نامَ جي مهما.

(١) سو اُنسا هر نام ڌياٿيئي من ميري - جو سيِنا اُبر حڪم چلائي
سو اُنسا هر نام جپيئي من ميري - جو اَنتي[١] اَئسر لئي ڇڏائي
سو اُنسا هر نام جپيئي من ميري - جو من ڪي ترشنا سڀ ڀُکَ گوائي
سو گورمکه نام جپيا وڏ ڀاڳي - تن نِندڪ دُشٽ سڀ پيري پائي
نانڪ نام اَرادِ[٢] سڀنا تي وڏا - سڀ ناوئي[٣] اَڳئي آڻِ ڀرائي.
[ سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١/١٤) ]

(٢) جِهه مارگ[٤] ڪي ڳني جاءِ نہ ڪوسا[٥] - هر ڪا نامُ اُهان سنگ توشا[٦]
جهه پئنڏي مها اُنڌ غُبارا - هر ڪا نامُ سنگ اُجيئارا[٧]
جهان پنٿ تيرا ڪو نہ سڃاڻو - هر ڪا نام تهه نال پڇاڻو
جهه مها ڀئيان تپت بهه گهامَ[٨] - تهه هر ڪي نام ڪي تم اوپر ڇام[٩]
جهان ترکا[١٠] من تجهه آڪرکئي[١١] - تهه نانڪ هر هر اَمرت برکئي[١٢].
[ راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب اشٽپدي (٢/١٤) ]

(٣) گهُرِ[١٣] رهي رِي من مگد اِياڻي - رام جپهه اَنتر گت ڌياني
لالچ ڇوڙِ رچهه اَپرَمپر[١٤] - اِءَ پاوءِ مُڪت دُئارا هي
جس بسرئي جمُ جوهڻُ[١٥] لاڳئي - سڀ سک جاهِ دکا قُن آڳئي
رامُ نام جپ گورمکه جيڙي - ايهہ[١٦] پرم[١٧] تَتُ ويچارا هي
هر هر نام جپهه رس مِيٺا - گورمکه هر رس اَنتر ڏيٺا
اَهِنس[١٨] رام رهُهہ رنگ راتي - ايهہ جپُ تپُ سنجمُ سارا هي

---

١. اَنت ويلي، وقت. ٢. سمرن ڪر، جاپ ڪر. ٣. نام جپيندڙ. ٤. پرلوڪ جي وات.
٥. ڪوهہ. ٦. رستي جا پنڌ لئي. ٧. روشني، سوجهرو. ٨. گرمي. ٩. ڇانو. ١٠. اُڃ.
١١. ساڙيندو ڪندي. ١٢. ورکا. ١٣. پنهنجو اندر، هردو. ١٤. پرماتما. ١٥. مار پوندي.
١٦. هي پدا. ١٧. گيان جو سار. ١٨. ڏينهن رات.

رام نام گور ڀڄي ٻولهه - سَدا سيا مهه اِهه وسُ ٽولهه[1]
گورمت کوج لهه گهر اپنا - ٻهڙ نه گرپ مجهارا هي
سچُ ليوَ ناؤ هه هر گُڻ گاوهه - لٽ وچارهه هر لدؤ لاوهه
انتڪال جمُ جوهه نه ساکي - هر ٻولهه رام پيارا هي
پهچ لٽ مِل کايا[2] کپي - بس مهه رام رلن لي چپي
آتم[3] رام[4] هي آتم - هر پسانيم شبد وچارا هي
هر ڪي ڀگت ڪره جن پائي - اَکٿ ڪٿهه من[3] منهه سمائي
اَٿ چَلانا[5] ناٿ[6] رکهه گهر اپني - دکه ڪاٽي ڪاٽهارا هي
هر گور پوري ڪي اوٽ[7] پرائي[8] - گورمکه هر لدؤ گورمکه[9] جاپي
نانڪ رام نام مت[10] اُتم - هر بخشي پارا اُتارا هي.

[راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٠)]

(٤) هر[11] هار ڪنت جني ڀورپا - گور چرٽي چت لاء
لبان پچي ردُ[12] سد ٿري - اونسان لُل[13] نه طماع.

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢)

(٥) نام رلي سي نرملي - گور ڪي سهج سُباء
من تن رانا رنگ[16] سنگ - رسنا[17] رسن رساء
نانڪ رنگ نه اُتري - جو هر دُر چوڻيا لاء.

(١٤)

(٦) جني چاکيا تني ساد[18] پايا - ٻن چاکي ڀرم پُلاء
امرت ساچا نام هي - ڪهنا ڪچهو نه جاء
پيؤلهو[19] پروان[20] ٿيا - پوري شبد سماء.

(١٧)

---

١. ٻولهه، لهه. ٢. ديهي، سرير. ٣. جيو آتما. ٤. پرماتما. ٥. چنچل. ٦. اُستر. ٧. اَجهو، شرڻ. ٨. ورتي. ٩. گوروءَ معرفت. ١٠. سمجهه، بُڌي. ١١. پرماتما جي نام جو. ١٢. سڀ ردُ ٿيون سِدا ٿيون. ١٣. رلـــيءَ مانس. ١٤. اُمنا. ١٥. رلـــل، رنگيل. ١٦. پرماتما جو پريم. ١٧. زبان. ١٨. سواد. ١٩. پيئندي ئي. ٢٠. پرماتما جي دربار ۾ قبوُل پيل.

(٧) اَوڌ[1] سربسر ڪَٽائيٽيءِ - سِر ڪروَٽ[2] ڏراءِ
تنُ هيمنچل[3] گاليٽيءِ - ڀِي من تي روگ نه جاءِ
هر ناميءِ تل نه ڀڄيٽيءِ - سڀ ڏٺي[4] ٺوڪ[5] وڄاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپديون (٣)١٤

(٨) هر ڪا نام رکهه اڌاري - نام رَتي پوَجل اُرهه ڀاري
اَنحد واجي نج گهر واسا - نام رَتي گهر ماهه اداسا.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١٣)

(٩) آنَ وِسا[6] جيتي ٽيءِ چاکي - ٽِمڪ نه ٽرشنا ٽيري لاٿي
هر وَس کا ٽوُن چاکهه سادُ - چاکت هوءِ رههه وسماد[7].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٥)

(١٠) راجُ جوبنُ اَوڌ[8] جو ديسيءِ - سڀ ڪڇ جَگ مهه گهاٽيا[9]
نام ندانُ سد اوَگُن[10] ٽرمل - اِهه نانڪ هر ڌن کاٽيا.

(١٣١)

(١١) هرڪا نام مِٺا ڀاجيٺ[11] - جان چالهه چِت لائي
وَسا هر رس چاکُ مُيي جِهٺُ[11] - اَن رس ساد گوائي.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، چِت (٢)٥

(١٢) سَرب ندان[12] مهه - هر نام ندان
جپ نانڪ - درگهه پروانُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپديون (٢)١٩

(١٣) جِنان اَندر نام ندان هر - تن ڪي ڪاج دَيهه آلدي راسِ
تن چوکي مُحتاجي لوکن ڪي-هرِ پرڀ اَنگ[13] ڪريءِ بٺنا پاس.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٠)

(١٤) اَمرت نام ندان هيءِ - مِل پيوهه ڀائي
جِس سِمرت سکهه پائيٽيءِ - سڀ تِکا[14] ڀجهائي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٣)

(١٥) کهه کبير جيوَن پدُ[15] کارن - هر کي ڀگت ڪريجيءِ
ايڪ اَڌار ٻام نارائن - وسنتا[16] رام رواجيءِ.

راڳ گوڙي، کبير صاحب، شبد (٦٥)

---

١. اَڌو اَڌ. ٢. ڪاراٽي. ٣. هماچل پربت. ٤. اِهي سڀ ٻالهيوُن. ٥. ٺوڪي، وڄائي، چڱيءَ طرح سان وڄاري. ٦. ڀيا وشين، وِڪارن جا رس. ٧. تعجب، اچرج. ٨. عمر، حياتي. ٩. نقصانڪار، ناسوٽ. ١٠. گُڻن سڳُڻ. ١١. هي مٺهڙا پيارا يا ڀاري. ١٢. خزانو. ١٣. پکش. ١٤. ترشنا، اُڃ. ١٥. اوُچ پدوي. ١٦. پريم سان جهنڊ گهرجي.

(١٦) ساڃي نانءَ کي نِل وڏائي - آڪ لڳي قيمت نهي پائي
جي سڀ مِلڪيءَ[1] آکڻ پاءِ - وڏا نه هوويءَ گهاٽ نه جاءِ.
واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢)

(١٧) ڪَليءَ ڪُتيريا[2] سر ڪنڪ[3] چڙيا - هر يگتن پيا ڏُوڙَن[4] ڳڏ ليڙا
رُوپ سُمديا آنڪ اِستريا - هر وس ٻن سُڌاد ڦڪڙيا[5].
واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٥٥)

(١٨) اَوُر نه اَوکڌ[6] تس نه منتا - هر هر سمرن ڪِلوک هَنتا[7]
توُن آپ ٻُلاوهه نام وسار - توُن آپي راکهه ڪرپا ڌار.
واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٩

(١٩) نامي هي گهٽ[8] چانڻا - نامي سوڀا پائي
نامي هي سک اوپجيءَ - نامي سرڻائي.
واڳ آسا، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٥)٧

(٢٠) نام ڌن نام سک راڄا[9] - نام ڪٽنب سهائي
نام سنپت[10] گر نانڪ ڪٿ ديتي - اوهه مري نه آوي جائي.
واڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٢١) ايڪو نهچل نام ڌن - هور ڌن آوي جاءِ
اِس ڌن ڪئه تسڪر[11] جوهه[12] نه سکيءَ - نا او چُڪاليءَ جاءِ.
واڳ گوجري، محلا ٻيجا، واز (٧)

(٢٢) واهُ واهُ باڻي سچ[13] هيءَ - سچ مِلاوڻ هوءِ
نانڪ واهه واهه ڪرتيا پرڀ[13] پايا - ڪرم پراپت هوءِ.
(١٤)

(٢٣) جنم جنم کي ڪِلوک ناسهه - ڪوٽ[14] مجن[15] اِشنانا[15]
نام ڌان گاوت گڻ گوبند - لاڳو سهج ڌيانا.
واڳ ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (١٨)

(٢٤) ڪَلِ[16] مهه ايڪ نام ڪرپا[13] نڌ - جاهه جپئي گت پاوءِ
اَوُر ڌرم نا ڪيءَ سم ناهن - اِهه بِڌ بيد[17] بتاويءَ.
واڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٥)

(٢٥) نام ڌن[18] جس جن ڪيءَ پاليءَ - سوئي پورا شاها
نام بِهارا[19] نانڪ آڌارا - نام پراپت لاها[20].
واڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

---

١. ڳڏجي. ٢. هالي. ٣. سونو. ٤. خاڪ. ٥. ڦڪو، بيسوادي. ٦. ملم، دوا. ٧. نور ڪن ٿا. ٨. هرديءَ ۾. ٩. ترپت ڪري ٿو. ١٠. پوڄي، ملڪيت. ١١. چور. ١٢. لڪي. ١٣. پرماتما. ١٤. ڪروڙين. ١٥. اِشنان. ١٦. ڪلجڳ. ١٧. ريت، رستو. ١٨. پليءَ. ١٩. وهنوار، وهٽي کهٽي. ٢٠. فائدو.

(٢٦) نِج پرم ڪرم پَد نِرڪيد - رام نام ليهي
گرو پرساد جن ڪبير - رام ڪر سَنيهي.

راڳ ڌناسري، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(٢٧) نام تيرا ديوا نام تيرو باتي - نام تيرو تيل لي ماهه پساري
نام تيري ڪي جوت لڳائي - ڀيو اجيارو ڀون سڳلاري.

راڳ ڌناسري، ڀڳت رويداس، شبد (٣)

(٢٨) قدرت قيم نه جاڻيئي - وڏا وي پرواهه
ڪر بندي تون بندگي - جِچر گهٽ مهه ساهه.

راڳ تلنگ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٩) هرڪا مارگ آکيئي - ڪهه ڪت پد جاڻيئي
هر هر تيرا نام هيئي - هر خرچ لئي جاڻيئي.

راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١٩) ا
[ٻيو دفع]

(٣٠) چاڪريا چڱائيا - اَور سيائپ ڪت
نانڪ نام سمال تون - بڌا جت ٿه جت.

راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٣)

(٣١) نامي هي سڀ ڪڇ هوتا - بن ستگر نام نه جاپي
گرو ڪا شبد مها رس ميٺا - بن چاکئي ساد نه جاپي.

راڳ سوهي، محلا تيجا، اشٽپدي (١) ا

(٣٢) سمرت بيد پراڻ پڪارن پوٿيا -
نام بنا سڀ ڪوڙ ڳالهي هوڇيان
سوڌت سوڌت سوڌ تت بيچاريا -
نام بنا سک ناهه سرپر هاريا.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)

(٣٣) مليئي مليا نا مليئي - مليئي مليا جي هوءِ
انتر آتمي جي مليئي - مليا ڪهيئي سوءِ.

راڳ سوهي، محلا تيجا، وار (١٩)
سلوڪ محلا دوجا

---

١. سُڪرم. ٢. ڪُڪرم. ٣. نيهن. ٤. ڏيئو. ٥. وٽ. ٦. وجهان ٿو. ٧. سوجهرو، روشنائي.
٨. سڄي سنسار ۾. ٩. مَلههِ. ١٠. جيستائين. ١١. واٽ لاءِ سمر، توشو. ١٢. شيوا.
١٣. ايمانداريءَ سان. ١٤. چاهه نٿي ٿئي. ١٥. سمرتيون، شاستر. ١٦. ڳالهيون. ١٧. اُشد.
١٨. ڳولهڻ. ١٩. آخر. ٢٠. ملڻ جو ٻاهريون نمونو جو ملڻ. ٢١. سچي پرم وسيلي ملڻ.

(٣٤) رام نام وس رام رساڻ - هر شيوڪ سَمت جَڳ
چار پدارٿ چاري پاڻي - گورمت نانڪ هر ڀڳ.

واڳ ٻلاول، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٣٥) رُوپ رنگ خوشيا من ڀوڳڻ - ليتي ڇِدر وِڪارا
هر ڪا نام نڌان ڪليانا - سُوک سهج اِهه سارا.

واڳ مارُو، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٣٦) سُتا رُپا سڀ ڌاتُ هيءِ - ماٽي رَل جاٽي
ڀِن ناويءِ نال نه چليءِ - ستگور ٻُوجهه ٻجهائي
نانڪ نام رَلي سي نرملي - ساچيءِ رهيءِ سمائي.

واڳ مارُو، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٥

(٣٧) اس جُڳ مهِ نام نڌان هيءِ - نامو نال چليءِ
ايهُ اکٽ ڪدي نه کُٽيءِ - کاءِ خرچ ڀليءِ.

واڳ مارُو، محلا تيجا، وار (١٥)

(٣٨) ڪوجت ڪوجت اِهيءِ ويچاريو - سرب سُکا هر ناما
کهه نانڪ تِس ڀيو پراپت - جاڪيءِ ليکم مَتاما.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(٣٩) جِن وڏڀاڳي ليري نام کي - تِسي رَلي من ماهِ
نانڪ اَمرت ايڪ هيءِ - دُوجا اَمرت ناهِ.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٤)، سلوڪ محلا ٻُوجا

(٤٠) هر ڪيرت اُتم نام هيءِ - وچ ڪلجگ ڪرڻي سارُ
مت گورمت ڪيرت ڀائيءِ - هر ناما هر اُر هارُ.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٤)

(٤١) ناءِ ليرا لاڳ ناءِ ديپاڳ - ناءِ ليرا لشڪر ناءِ سلطانُ
ناءِ ليريءِ ماڳُ مهت پرواڻ - ليري نڌوي ڪرم ڀريءِ نيشانُ.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (١)

(٤٢) اُوکد نام اَپار - اَمولڪ پيجيءِ
مِل مل ڪاوهه سَمت - سڪل ڪٽ ديجيءِ.

ڪيوي، محلا پنجوان، ٻُوڙي (٢٢)

(٤٣) ڪبير ڀوپالي ناري ڪِسهه - ٽڳ اِءِ ڪِسيءِ سرپُ
اي دُهه اَکسر نا کسهه - سوکهه رهيو ڪبيرُ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٧١)

---

١. وسيلو، مِتو. ٢. پاپ، گناهه. ٣. آنند روُپي. ٤. ڌاتُو. ٥. پرماتما. ٦. پاڻ سان. ٧. مستڪ پر. ٨. هردي پر هار ڪري ٻڌي ڇڏ. ٩. آسرو. ١٠. عزت. ١١. مرلبو. ١٢. ڪم لَي وڃن ٿا. ١٣. رام يا رام نام. ١٤. قابو، سوکهو جهلي بيٺو.

(٤٤) ڪبير رام رتن مکہ ڪوٺڙي - پارکہ[1] آڳي کولِ
ڪوئي آءِ مِلئگو گاهڪ[2] - ليگو مَهگي[3] مولِ.

(٢٢٥)

(٤٥) رام نام آرِمين[4] گهيو - جاڪيءِ سُمر[5] ٺهي ڪوءِ
جِهہ سِمرت سنڪٽ[6] مِٽي - دورِس ٺهارو هوءِ.

سلوڪ، محلا
ناوان، (٥٧)

---

١. جانڇو. ٢. گراهڪ. ٣. گهڻي ملهہ يا بها تي. ٤. آندر هردي ۾ سمرن ڪريو. ٥. برابري ۾. ٦. دک درد.

## (٣) چار جُگہ.

(١) ڪوڙي ڪمُ ڪُرا[1] کھيءَ - ڪريءَ[1] سارَ نہ جاڻيءَ
اَنڌي ڪا ٽاءُ ٻارڪوُ - ڪَلي[2] ڪال وڏاڻيءَ
سوُٽي[3] ڪمُ جاڳس کھيءَ - جاڳت ڪمُ سوُٽا[3]
جيوَت[4] ڪمُ مُوٽا[5] کھيءَ - مُوٽي[5] نهي روٽا
آوَت[4] ڪمُ جاتا[5] کھيءَ - جاٽي[5] ڪمُ آيا[4]
پَرڪي[6] ڪمُ اَپنا کھيءَ - اَپني[7] نهي پسايا
ميٺي[8] ڪمُ ڪوڙا[9] کھيءَ - ڪَڙوُي[9] ڪمُ ميٺا[8]
راٽي[4] ڪي نندا ڪرهِ - اَنسا ڪَل[2] مهہ ڏيٺا
چيري[10] ڪي شيوا ڪرهہ - ٺاڪر[11] نهي ڏيسيءَ
پوڪُو نيرُ[12] وروليئيءَ[13] - ماکن نهي ريسيءَ.

[ راڳُ گوڙي، محلا پھلا، اشٽپدي (١٨) ]

(٢) ستجگ سچ کھيءَ سڀ ڪوئي - گھر گھر ٻگت گورمک[14] هوئي
ستجگ ڌرم پير هيءَ چنار - گوُرمکِ[14] ٻُوجھيءَ ڪو ٻچار
جُگ چاري - ٽام وڏيائي هوئي
جو ٽام لاگيءَ سو مُڪت هوويءَ - گور بِنُ ٽام نہ پاويءَ ڪوئي. (١. ر.)
ترِيتيءَ[15] اِڪَ ڪَل[16] ڪيني دوُر - پاکنڊ ورتيا هُو[11] جاٽن دوُر
گوُرمک[14] ٻوُجھيءَ سوجھي هوئي - اَنتر ٽام وسيءَ سک هوئي
ڊُٺاپر[17] دوُجيءَ ڏٻدا[18] هوءِ - ڀرم ٻُلاني جاڻن دوءِ[19]
ڊُٺاپر[17] ڌرم ڏءِ پير[20] رکائي - گورمک هوويءَ ٽان ٽام دڙاويءَ[21]

---

١. سچا، سنا. ٢. ڪليگ، جو سمو. ٣. ننڊ ۾ سمهيل. ٤. سنت مهاتمائون. ٥. اَگياني جيو. ٦. پرائي، ڌنهي. ٧. آتما. ٨. رام نام. ٩. وڪار. ١٠. مايا. ١١. پرماتما. ١٢. ٽلاءُ. ١٣. اڪرندو. ١٤. گوروءَ معرفت. ١٥. ترِيتا جگ. ١٦. شڪتي. (سچ). ١٧. ڊُٺاپر جُگ. ١٨. ڊُٻيت ڀاؤ، ٻيائي. ١٩. ٻہ، پرماتما ۽ پرڪرتي. ٢٠. سچ ۽ ٻولرتائي ختم ٿي ويئون. ٢١. گرهڻ ڪري.

ڪلجڳ ڪَلا اُڪ[1] رهائـي - اُڪ ڀير چلئي مـايا موهه ورتائي
مـايـا مـوهـ اَت غُبـار[2] - ستگور ڀيٽي نـام اُڌار
سڀ جُڳ مهه ساچا ايڪو سوئي - سڀ مهه سچ[3] دوُجا نهي ڪوئي
ساچي ڪيرت سچ سک هوئي - گورمک نام وکاڻئي ڪوئي
سڀ جُڳ مهه نام اُتم هوئي - گورمک ورلا بوُجهئي ڪوئي
هر نام ڌياوي ڀڳت جن سوئي - نانڪ جُڳ جُڳ نام وڏيائي هوئي.

## [راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، شبد (١)]

(٣) اِس ڪلجُڳ مهه - ڪرم ڌرم نـه ڪوئي
ڪَلي ڪا جنم - چنڊال[4] ڪئي گهر هوئي.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١٠)

(٤) ستجُڳ سَت[5] ٽيتا جڳي[6] - دُوآپر پوُجا چار[7]
تيمو جُڳ تيمو دِڙهي[8] - ڪَلِ[9] ڪيول نام اُڌار.

راڳ گوڙي، ڀڳت روداس، شبد (٥)

(٥) ڪَلِ[9] ڪَلوالي[10] مـايا مُد[11] مينا - من متوالا ڀيوت رهئي
آپي روُپ ڪري بهه ڀانتي[12] - نانڪ بپڙا[13] ايو ڪهئي.

راڳ آسـا، محلا پهلا، شبد (٥)

(٦) جن مِل ماري پنچ سوُربير[14] - اَيسو ڪوَن بلي ري
جن پنچ مار ٻدار گذاري[15] - سو پوُرا اهه ڪَلي[9] ري.

راڳ آسـا، محلا پنجوان، شبد (١٣٢)

(٧) ستجُڳ رَت ستوک ڪا - ڌرم اَڳئي رَٿواهه[16]
تريتئي رت جتئي ڪا[17] - جور[17] اَڳئي رٿواهه
دُوآپر رت تپئي[18] ڪا - سَت[5] اَڳئي رٿواهه
ڪلجُڳ رت اَگن ڪا - ڪوُڙ[3] اَڳئي رٿواهه.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٣)

---

١. وام ڌرم. ٢. اونده. ٣. پرماتما. ٤. پاپ وڪار. ٥. سچ. ٦. يگيه. ٧. دستوُر ٨. گرهڻ ڪيوُن. ٩. ڪلجُڳ. ١٠. ڪِل ڪل ڪندڙ. ١١. نشو. ١٢. انيڪ پرڪارن جا. ١٣. ويچارو. ١٤. سوُرمو. ١٥. زندگيءَ پر ٽاس ڪيا آهن. ١٦. هلائيندڙ. ١٧. ٻل، ٻهادري. ١٨. تپ.

(٨) ڪلجي اندر نانڪا - جِنّان دا اوتارُ
پُت جِنُورا[1] ڌيءُ جِنُوري - جورُو[2] جِنّان دا سڪدارُ[3].

راڳ ٻهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (٢٠)، سلوڪ محلا پهلا

(٩) ڪَل مهه ايڪ نام ڪرپانڌ - جاهِ جيهنتي ڳت پاوي
اَوُر ڌرم تاڪي سَمُ[4] ناهن - اِهي پَڌِّ[5] بيد ٻتاوي.

راڳ سورٺ، محلا ٽاوان، شبد (٥)

(١٠) جُهُ جُگي ڪَل ڪالي[6] ڪانڊي - اِڪ اُتم پدوي اِس جُگ ماهِ
گُرمُک[7] هر ڪيرت ڦل پائيتي - جِن ڪئُ هر[8] لِک پاهِ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٢)، سلوڪ محلا ٻيجا

(١١) جُگ جُگ آپو آپڻا ڌرم هي - سوڌ[9] ڊيکهُ بيد پُرانا
گورمک جني ڌيائيا هر هر[10] - جگ تي پُوري پروانا[11].

راڳ بلاول، محلا ٻيجا، شبد (٤)

(١٢) پرلمي[12] وِسيا سڀ ڪا ڪيڙا - ترينتي مهه ڪڇ پيا ڊُليڙا
ڊُليتا اَرڌُو[13] اَرڌ سمايا - ايڪ رهيا تان ايڪ ڊِکايا.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(١٣) جي ڪو سَت ڪري سو ڇيجي[14] - تپ گهر تپُ نه هوئي
جي ڪو نانءُ لئي بدناوي[15] - ڪَل ڪي لَکڻ[16] ايهي.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)١

(١٤) ڪلجگ مهه ڪيرتن پرڌانا[17] - گرُمکِ[7] جپيتي لاءِ ڌيانا
آپ تري سڳلي ڪُل[18] تاري - هر[8] درگهه پت سئُ جاندا.

راڳ مارُو، محلا پنجوان، سولهو (٦)٥

(١٥) اِس جُگ مهه نام نِڌانُ هي - نامو نالِ[19] چليي
ايهه اکٽ ڪدي نه نکٽتي - کاءِ خرچ پليي.

راڳ مارُو، محلا ٻيجا، وار (١٥)

(١٦) ڪَل مهه پريت جني رام نه پڇاتا -
ستجگ[20] پرم هنس بيچاري
دواپر ترتيي مانس ورتهه - ورلي هئُو ميي ماري.

راڳ ڀيرُو، محلا ٻيجا، شبد (١٦)

---

١. جن جنٽيُون، پُوٽ پُوٽيُون، مَلين مت وارا اِنسان. ٢. اِستري. ٣. مهندار. ٤. برابر. ٥. نصيحت. ٦. ڪارو ڪڇهيو وڃي ٿو. ٧. گورُوءَ معرفت. ٨. پرماتما. ٩. پڙهي ڏسو. ١٠. جُگتي. ١١. قبُول، پاس. ١٢. ستجگ. ١٣. اَڌو اَڌ. ١٤. تڪليف پُرايُ لِسو. ١٥. بدنامي. ١٦. لِڇڻ، ڪارناما. ١٧. اُتم. ١٨. ڪٽنب. ١٩. اَنگ سنگ. ٢٠. سنت مهاتماتُون. ٢١. ڪرم ڪانڊ.

(١٧) ڪانڳ مهہ - اڪ نام آڌارُ[1]
نانڪ بوليءِ - برهم بيچار.
(١٨) وَئِنا[2] هوئيان پرڌينا[3] - پوش[4] هوئي سڪيڪاد[5]
سيل[6] سنجم[7] سچ[8] پتي[9] - ڪاٽا ڪاڄ آهساڄ[10].
(١٩) پيم[11] تاسِ[9] ڌرمت[12] هرنِ[9] - ڪل مهہ هرڪو نام
لس دن[13] جو نانڪ پرجيءِ - سڦل هوهہ لهہ ڪام.

واڄ: پيرڻ، محلا
پنجوان، شبد (١١)

واڄ: سارنگ، محلا
چوٿان، وار (١٤)،
سلوڪ محلا پهلا

سلوڪ، محلا ناوان،
(٢٠).

---

١. چونڪارو. ٢. استرون. ٣. مت ڌرط واروُن. ٤. مڙس. ٥. پاڻي. ٦. سچائي.
٧. اندرين تي ضابطو. ٨. نرلوتائي. ٩. ڪرتي وليي آهي. ١٠. چشڪي وارو. ١١. پرو.
١٢. ڪمس. ١٣. وات ڌينهن.

## نام ڪٿان ملندو؟

## نام جي مهما.

صاحب سمجهائين ٿا ته نام جي مها رس، ستنام جي پوتر باڻي يا رام نام جو امرت ته چوطرف انين وسي رهيو آهي، جيئن پرماتما پاڻ سرو وياپڪ آهي، هر وقت ۽ هر هنڌ رمي رهيو آهي. نام ۾ سڀ سک سمايل آهن. نام دتارن ڀنڊار ڀرپور آهن، ان جي سگهي نه، پر جي نام اڻلڀ آهي. ته دُرلڀ به آهي. ڪنهن ورلي نصيب واري کي هٿ چڙهي ٿو، ڇو ته نام جا ڳاهڪ به ڪي ورلي نصيب وارا آهن. عام طور ته سڀ ڪي، نام جي ٻالي لي لاٽو گهوري. ٽنهن ڪري، وڏو جنهن کي ڀڳوان جو ٻڌ آهي، جنهن کي پرماتما لاءِ اڃ پيار آهي، جنهن جا ڪرم سٺا آهن ۽ جنهن تي ڌر جو ليک لکيل آهي، سو ئي نام پراپت ڪري ٿو، گوبند جا گڻ ڳائي ٿو ۽ هردي سان هريءَ جو ڪيرتن ڪري، پاڻ تاري ٿو.

ڪليا ڪرم ڪريا پڀي ٺاڪر - ڪيرتن هر هر ڳائي
سرم ٺاڪا باڻي ٻسراما - مت ڪئي سگلي ڏائي.

راڳ مارو، محلا
پنجون، شبد (٦)

سو نام ملي ٿو ڪرتار جي ڪرپا سان. جڏهين رب جو رحم ٿئي ٿو، تڏهين ستگرو جو شبد يا مرشد جو منتر ملي ٿو. پر اهي هيرا هٿ چڙهندا ڪنهن کي؟ جو حرص حواس کي قبضي ڪري، هيرن جو واپاري ٿيندو. هر دل سان هر دم ٿئي، هر رنگ ۽ هر آواز ۾ ايندو. سو اي ابدا، تون ٻه پنهنجي هردي روپي زمين کي صدق جو ٻج ڏي، سک ۽ شردا جو پاڻ ڏي ته مالڪ جي مهرما جو مينهن وسي. پوءِ نام جو سلو اپرندو، جو مڪتيءَ جو ڦل ڏيندو. مُڪتيءَ ۽ سکڻيءَ زمين تي ٻه ڪڏهين پوک پڪي آهي؟ جهڙي زمين جي لائق تهڙو لاڀارو. جيتري محنت تيتري مزدوري. سو لڳ پريتم جي پياري، ته پهچين ڪناري. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جان تُس پاوان تدهي گاوان - تان گاويءَ ڪا ڦل پاوان
گاويءَ ڪا ڦل هوئي - جان آپي ديوي سوئي.

راڳ سورٺ، محلا
پهلا، شبد (١٢)

(٢) گهال نه مليو شيو نه مليو - ماسيو آءِ اچنتا
جا ڪئُ ديا ڪري ميري ٺاڪر - تن ڳُورهه ڪماٽو منتا.

راڳ ڌناسري، محلا
پنجون، شبد (٧)

پرماتما پاڻ ئي نام آهي ۽ نام جي رس آهي. جنهن تي مهر ڪري تنهن کي نام جو دان ڏئي، باڻيءَ جي ڏات ڏئي، اڪٿ ڪٿا ڪٿائي ۽ الک لکائي. اهي پيارا هئي ۽

اَمرت پيئندا جن کي پرماتما ناٿ پياريندو. اُهي نه ٿو مٽان ٻه ڪنهن جي هٿان. اُهي هٿ
آهن ستگور جا. تنهن ڪري، اي ٻندا، ستگور جي شرڻ وٺ، ستگور جو پلئه پڪڙ ته
ٻرائيءَ ٽٽي. ستگور جي سچيءَ دل سان، تن من ڌن سان سيوا ڪر ته ميوا ملني. نام جو
رتن، گيان جو پدارٿ، شبد جو منتر ۽ مڪتيءَ جو مارگ، سڀ ستگور وٽ آهن. ٻيا در
ٻٽڪڻ اَجايا آهن. ٻيا وسيلا وٿرت وهندا. ستگور جي چاڻڪ وٺ ۽ ستگور جي چرڻن
جي اوٽ ۾ رهه ته من مٿي ٿي هٿ رکئي، نام جو پرڪاش ڏيکاريندي ۽ من ۾ ٿي مؤلي
ملائيندي. سچي ستگور کي ٿي اها شڪتي عطا ٿيل آهي. ستگور جي ڏنل ڏاتِ ڪير نه
گهٽائي يا مٽائي نه سگهندو. ٻر ڪو ورلو وانڱڙهوَ ٿو اها وصل جي وٿ گهري.

جن ڪڻ ستگور ناپيا - تن ميت نه سڪيءَ ڪوءِ
اونـا اَنـدر نام ندان هيءِ - نامو پـرگٽ هـوءِ
ناءِ ٻوُ جيئٽيِ ناءِ مٽيئي - اَکـنـڊ سدا سچ سوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٨)

ڪرتار جي ڪرپا ۽ ستگور وٽ سيوا سان، نام ندان ته حاصل ٿئي ٿو. پـر ٻوري
جاپ، سمرن، اَڀياس، ڌيان ۽ ڌارنا لاءِ، ووري سادن ۽ سنتن جو سنگ ته بلڪل ضروري
آهي. سنگ تاري ڪسنگ ٻوڙي. ڪسنگ ڪبو ته وري من تي مر چڙهندي، قلب لـٽي
ڪٽ لڳندي. پر جي ستسنگ ڪبو ته من جي صفائي ٿيندي رهندي، قلب جي ڪارهن تي
قلعي لڳندي. من مندر ۾ ميراڻ آئي، مالڪ موت ڪاٿي ٿو پر من مندر جي اُجلتا ۾ ايشور ڪي
اَٿي آنند اچي ٿو. نام جي لوڙيءَ ۾، سائين، ستگور، ست ۽ سِک، چارئي الهن سوت ٻڌا
پيا آهن. مـن مقبري جا مدارا آهن. ڪڏهين چارئي جدا لڳن ته ڪڏهين هڪ ٿـي
وڃن. انهيءَ مُفارقت هوندي به مڪڪم آهن، ڇو ته نام جي ناطي بنياد تي ٻڌل ايٽل آهن.

جاڪڻ پئي ڪرپال پربـ - هـر هـر سيئي جـهايءِ
نـانڪ پريت لڳي تن رام سڻ - ڀيـٽـت ساڌ سنگاتِ.

راڳ آسا، محلا، ٻـجوان، چـت (٤)

صاحبن ٻڌايو آهي ته نام جي مهما اَپار، اَلک، اَگم ۽ اڪٿ آهـي. مهما ڪندي
ڪندي، سڀ سنت مهاتمائون ٿي اَنت ٿي اَنت چوندا ويا. نام آهي نرنجن، اَمر، اَٽل،
۽ اَبناسي. نام آهي سچو سُک، مها منگل ۽ اَپي آنند. ويد پُران ۽ شاستر سمرتيون نام جي
ٻوري مهما ڪري نه سگهيون آهن ۽ نه قيمت ڪٿي سگهيون آهن. پر نام نه واکاڻ سان
وڌو ٿو ٿئي ۽ نه نندا سان ننڍو. نام جي ٻلندي، اوچائي ۽ وڏائي، نام مان خود نڪري
ٿي. سڀني ڌرمن جو مُول نام آهي. نام بنا سڀ ڪوڙ آهي، فاني آهي ۽ ناپاڪ آهي.
نام آهي گهٽڻ ۾ سڀهڙو گهٽو، پدارٿن ۾ قيمتي پدارٿ، هٿيارن ۾ مکيه هٿيار، رسن ۽ مهارس

۽ اُمرت ۾ آبِ حيات. جيئن جن هر رس جو سواد ورتو آهي تن کي ٻيا سڀ سواد ڪوڙا يا ڦڪا ٿا لڳن. هنن جي ٻُڪ ۾ پياس تورڻ اَئي وٺون. هنن سڀ دنيوي پدارٿ، سربرڪ سواد ۽ اندرين جا ڀوڳ، نام متان قربان ڪري ڇڏيا. نام تي سچو تيرٿ ۽ ٻوٽو اِشنان آهــني، جپ تپ ۽ سنجم آهي، پوڄا پاٺ ۽ هوم يگيه آهي ۽ هريءَ جو مارگ آهي. ڪابه ساڌنا نام جي مَٽ نه آهي. ٻي هر چيز بدلجي، گهٽجي يا ناس ٿيندي. باقي رهڻو رهندو ناءُ الله جو. رام نام جا ٽپي ۾ اکر آهن جي جڳان جڳ قائم رهيا آهن ۽ قائم رهندا. نام تي اِنسان جو ناڻو ٽڪيو، اَجهو آسرو، مان شان ۽ واڳو رهبر آهي. صاحبن سيني ڌارمڪ سکيائن جو سار نامَ اندر نچوڙيو آهي. اِنهيءَ عرق پيئي، الهامي احساس ٿيندو، نقلي عقل ويندو، عشق ايندو اعتقاد جمندو، عنايت ٿيندي، عين کُلندي ۽ عبادت اُگهامجندي.

نــاءُ تيرا تاڻُ ناءُ ديباڻُ - ناءُ تيرا لشڪر نــاءُ سلطان — راڳ پرڀاتي، محلا
ناءُ تيري ماڻُ مهت پرواڻُ - تيري ندري ڪرم پوءِ نيشان — پهلا، شبد (١)

جتي ٻيا سڀ ساٿ ڇڏائي وڃن ٿا، اُتي اَچي نام سهاءُ ٿئي ٿو. جتي مصيبتُن ۽ مجبورين منجهائيِن ڇڏيو هُون، اُتي اَچي نام ڇڏائي ٿو. جتي نا اميدي ۽ نـراسائي ورڙهي وڃي ٿي، اُتي اَچي نام سٿائي ڪري ٿو. مطلب ته من کي ڪيئن مرض لڳل آهن، ڪڏهين کهڙا ته ڪڏهين کهڙا. پيڙا ڪڏهن تــن کي هجي، دل کي هجي يا دماغ کي هجي، پــر هر حالت ۾ ڀوڳي ته من ويٺو. رام نام هر مرض جو علاج آهي، چو ته ڀوڳيندڙ جي من جي ڀوڳنا مِٽائي يا گهٽائي ٿو. جتي هر طرف اونده، اَنڌوڪار آهي، اُتي اَچي نام من کــي روشن ڪري ٿو، ٻُڌي پرڪاش ڪري ٿو ۽ آتم جوت جڳائي ٿو. نام تي اُنهيءَ جوت جو ڏيٺو آهي، تيلُ به آهي، وٽ به آهي، لاٽ به آهي ته سوجهرو به آهي.

نام تيرا ديوا نام تيرو ٻاتي - نام تيرو تيل لي ماهـــه پساري — راڳ ڌناسري، ڀڳت
نام تيري ڪي جوت لڳائي - ڀيو اُجيارو ڀَوَن سگــلا ري. — روداس، شبد (٣)

سو اي ڀـــــدا، اِهو اُتي لت ويچار ۽ ڀرم گيان. نام جي اوٽ وٺ ۽ گرو جـــو اُپديش هنڊاءِ. شبد ۾ سرتي لڳاءِ. سنتن جو سنگ ڪر. ساڌ سنگت ۾ چت لڳاءِ. هريءَ جو ڀڄن ڪر، اُٺي پهر، واٽ ڏينهن، من لڳائي ۽ هردو پچائي. گوبند جا گن ڳاءِ ۽ زبان کي هر رس جو سواد چکاءِ. سواس سواس نام جو گراس ڪر ته نام جو نشو چڙهي، چت چٽي ۾ اچي، من مهيتا ۾ نچي ۽ دل دلبر ۾ لڳي. دل لڳيءَ جا داستان ڪهڙا ڪجـن؟ اِنين لي ليندين نام وڙو، رنگ وٽرو ۽ سدا سهاڳڻ. اِنين اُڪڻ ڪٽا ڪٽيندين ۽ من جو من ۾ سمائيين. نام ۾ من لڳاءِ ته نام من ۾ ملي وڃي.

نام جي باري ۾ صاحبن چئني جُڳن جي سمجهاڻي ڏني آهي. چار جُڳ آهن: ستجُڳ، ترتيا جُڳ، دواپر جُڳ ۽ ڪاڄُڳ. ستجُڳ ۾، ڌرم جي رٿ، جو آڌار هو چئن ڦيٿن تي: (١) سچ، (٢) پوترتائي، (٣) ساڌن ۽ (٤) نام. جيئن ئي ستجُڳ ختم ٿيو ۽ ترتيا جُڳ شروع ٿيو ته ڌرم جو پهريون ڦيٿو يعني سچ، گم ٿي ويو ۽ باقي بچيا ٽي. سچ، سنتوش ۽ شڪر جي مک ڦيٿي ڪانسواءِ، ڌرم جو رٿ لنگڙو ٿي پيو. سنتن مهاتمائن جهڙي مهما گهٽجڻ لڳي. ترتيا جُڳ پورو ٿيو ته ڌرم جي رٿ جو ٻيو ڦيٿو پوترتائيءَ جو به غائب ٿي ويو ۽ ڌرم جو رٿ اڃا لنگڙو ٿي پيو. دواپر جُڳ ۾ نه رهيو سچ ۽ نه پوترتائي. سچ کان سکڻا ساڌن، ڍونگ پاکنڊ، ڀرم ۽ بندڻ. جهڙا باوا ٻانڀڻ ۽ تن جا چيلا چانٽا، تهڙا انهن جا پوئلڳ ۽ پوڄاري. هو نوڪي نه هيءَ اڻڀي. هو پوڄڪي ته هيءَ خود مطلبي. ڪئين ٻيڪ ته ڪئين بيڪداري. ڪئين پيٽ ته ڪئين پاڻاربدار. ۽ رهي رهي ٻاهرين ديکا ديکي.. رهڻي هڪڙي ته ڪهڙي ٻي. هر طرف ۾ اڪيائي، بيائي، ڏئي ۽ ڪوڙا ڪرم ڪانڊ ورتجي ويا. وري دواپر جُڳ جي ۾ سماپتي ٿي ته ڌرم جي رٿ جو ٽيون ڦيٿو جهڙين تهڙين ساڌنائن جو به ڪٽجي ويو ۽ رٿ ۾ باقي وڃي هڪڙو ڦيٿو نام جو بچيو. هڪ ڦيٿي تي ته رٿ سڌو بيهي به نه سگهندو. رٿ هلائڻ جو ته سوال ئي اٿي نه ٿو سگهي.

هاڻي ڪاڄُڳ جي ڪار ڪهڙي وڃي رهي آهي، تنهنجو ڪهڙو اظهار ڪجي؟ پلي ڪي اڀو پيو ڪوڙجي ته ٻري ڪي پلر، انڌي کي رهبر ته مرشد کي مڪار، بدڪاڙي کي سڄاڻ ته سڄاڻ کي سموهل، جيڻري کي مٺل ته مٺل کي جيڻرو، ايندڙ کي ويندڙ ته ويندڙ کي ايندڙ، پنهنجي کي پرائو ته پرائي کي پنهنجو، سچي کي ڪوڙو ته ڪوڙي کي سچو، اُمرت کي وش ته وش کي اُمرت ۽ سک کي ڏک ته ڏک کي سک. مطلب ته سمجهه، سڄاڻپ ۽ سُڌ، سڀ اُلٽيون ٿي پيون آهن. جي سنسڪار ئي اُلٽا هوندا ته ويچارنا ۽ ڪرتب ڪيئن سُلٽا ٿيندا؟ تنهن ڪري، ڪاڄُڳ ۾ ڪوڙ ڪپٽ، ڪام ڪرود، لوڀ لالچ، دوکو دولاب، مايا ۾ موهه ۽ اهنتا جو اُنڌ، زبردست زور پڪڙي بيٺا آهن. ڪو ڪنهنجو خير نه ٿو گهري. هرڪو ٻئي جو برو ٿو چاهي. انسان جي رهڻي ڪهڻي ڏسُن، جڻ ۽ حيوانن جيان بڻجي پئي آهي. مڙد زالن جا غلام بڻجي، پنهنجو هوش حواس وڃائي، بالدرن جوَن بازيُون وڃنا ڪيائون. زالن وٽ ذڪر آهي فقط نت شت، هار سينگار ۽ پرائي پچار جو.

هرڪو پاڻ لاءِ جيئڻ ٿو چاهي ۽ جي ئي سگهي ته ٻئي جو ڪيسو ڪتري، هوند پنهنجو ٻر جي ڀلائي کي سڌي ڪونه ته ٻکئي کي ڏئي ڪرڻ. همدردي ۽ هڏ ڏوکائي، مروت ۽ مريادا، سخاوت ۽ شناخت گم ٿي ويون آهن. خود مطلبيءَ ۽ دوکيبازيءَ مٿان، چترائيءَ ۽ چالاڪيءَ جو چوڙاپرش چڙهيل آهي. بي ايماني، بيشرمائي، بيوفائي ۽ بيقياسي وڌيل آهن ته بدڪاريءَ، بداخلاقيءَ، بدمعزيءَ ۽ بدنيت جو ننگو ناچ پيو ٿئي. ڪڙڇڙن جو ته ڪاٽاڻو ئي ڪو نه آهي. پلا سچ، پوترتائيءَ، امن، نيم، دبا، دان، ڪميا ۽ شڌ رهڻيءَ

ڪي ورتي کان پوءِ، باقي بچيو ڇا آهي، جنهن سان انسان پاڻ کڻي سگهي؟

ڪي ڪو ستُ ڪري سو ڇيجي - لَبُ گهر لبُ نه هوئي　　　راڳ رامڪلي، محلا

ڪي ڪو ناءُ لئي بدناوي - ڪَل ڪا اَکڻ اهــئــي.　　　پهلا، اشٽپدي (٣)١

صاحبن اُپديش ڏنو آهي ته هر هڪ جُڳ کي پنهنجو پنهنجو شرف آهي پــر جن جن ڌرم جي رکيا ۽ پرتپاري ڪئي، سي ئي سريشٽ انسان آهن. جُڳ چار برابر جدا جدا ڪيا پر چئني جُڳن جو جگديس ساڳيو ئي رهيو آهي ۽ ساڳيو رهندو. ڌرم جي رٿ جي چئني ڦيٿن مان، ڌام جو ڦيٿو تمام وڏيڪ مضبُوط ۽ محڪم آهي، جو چئن جُڳن جي چڪر کائڻ کان پوءِ به اڃا پختو بيٺو آهي، ڇو ته نام نڪري ئو نرنڪار مان، سو ڪيئن نــابُود ٿيندو؟ پر نام جي ڦيٿي کي به جي سچ جو پٽو چڙهيل هجي، ٻولڙانيءَ جــُون ميخُون لڳل هجن ۽ ساڌن جو تيل مکيل هجي، ته هڪ ڦيٿو به هُوند ڌرم جي رٿ کي چئٽڪ مٿي ٿي ڪڍي، ڊوڙائي. ائين نه سمجهڻ گهرجي ته اڳين جُڳن ۾ بدي برائي هئي ئي ڪانه. اُها ته اهڙي ڪهــڙي ۽ قديم آهي، جيتري خود انسانيت. بدي ۽ انسان ٻئي گڏوگڏ خلقيا ويا هئا، ته انسان بديءَ جي مخالفت ۽ مقابلو ڪري، انسانيت جو ثبُوت ڏئي ۽ اُلوهيت جــو آواز اوچو رکــي. سو حقيقتان، ائين سمجهڻ گهرجي ته ستيگ، ڪلجڳن سان پنهنجو ڪارو منهن ڪري، ستجُڳ کي به ڪاجڳ بڻائي سگهي ٿو، ۽ سلڇڻن سان سهڻو سڀاءُ ئي، ڪاجُڳ کي بــ ستجُڳ بڻائي سگهي ٿو. انڪريءَ ڪري تــڀي، برهمڻ ڪس ڪرتوتن ڪري، شودرَ کان به بدتر ليکيو ويندو آهي، ۽ شودر سريشٽ ڪرتوتن ڪري، برهمڻ کــان بـــ بهتر سمجهيو ويندو آهي. پنهنجا ڪرم ئي پاڻ لاءِ ستجُڳ يا ڪلجُڳ خلقين ٿــا. ڪلجُڳ ۾ بــ ڪئين ڪامل پرش ٿيا آهن ۽ ڪئين اڃا پيا آهن، جن جي شڪتيءَ سان جُڳ جُئي پيو ٿو.

اڳين جُڳن ۾ رام نام سان گڏ، ودِيا سنسڪرتي، اگيہ، يوگ، هوم هوَن، تپ اپسيا، بنواس سنياس ۽ اهڙين ڪيترن ڪشٽن ڪمائڻ کي خاص اهميت ڏني ويندي هئي، جــي سڀ هاڻي عام جنتا جي پهچ کان پري ٿي پيا آهن، ڇو ته جيئن هاڻي اُهڙي لــ لڪ، تيز ۽ ٽڪي ئي پٽي آهي، جو ڏابان جي تشريف ڪرڻ لاءِ به نه ايڏو وقت آهي ۽ نه ايڏي وصيت. پر تنهن هُوندي به، رُوحاني اُنتيءَ بنا نه جيئون اَڌُوري رهجي ويندي. تنهن ڪري صاحبن، ڪلجُڳ ۾ به ڪلياڻ ڪرڻ ڪاڻ، هڪ سوَلو ۽ سهنجو، سرل ۽ سستو سوُلــو سليو آهي ته عوام، گرهستي جيون گذاريندي به، رڳو رام نام جي رکــڙيءَ سان، جيئون مڪتي پراپت ڪري سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ نه هاڻي تمام ضرُوري آهي شاستر ودِيا ۽ نه شستر ودِيا، نه تپ ۽ نه اپسياتُون، نه يگه ۽ نه بنواس، نه پستڪ ۽ نه پُوڄاتُون. جي نام جو نشو چڙهي ۽ نيهن جو ناتو لڳي، ته سڀ ودِيا ۽ گيان، هاٿي پاڻ مان پاڻو ڪاڻي نڪرندا ٿُون.

رشين، مُدين ۽ مهاتمائن جي لڇڻن مان، صاحبن اهو تت ۽ ست ڪڍي ڏيکاريو آهي ته رام نام ئي روحانيت جو مُول منتر آهي، جو سچائيءَ، صدق ۽ سِڪ سان سانڍڻو ۽ سمرڻو آهي. اِهي اُلهه مٿيا نه ٻاهر ليندا ۽ نه مارڪيٽ ۾ ملندا، پر من جي موجُودات مان ميسر ڪرڻا آهن، ستگور جي صلاح سان، سنتن جي سنگ سان ۽ مالڪ جي مهر سان. جيڪو اِنهيءَ طرف تصور ڪندو، من جو منهن موڙيندو، سو مڙئي مددگارن سان ملاقي ٿيندو، وويڪ جي وات وٺي وکون وڌائيندو ۽ ماڳن تي موٽي منزل مقصد ماڻيندو. اِهو دلبر جو دلاسو آهي ته تدبير جو ٻه تحفو آهي. تدبير ئي تقدير جي تصوير ٺاهي ٿي. تدبير جا جي طريقا ئي بدلجي ويا ته تقدير جي طرف ۾ تبديلي ڪيئن نه ايندي؟

تنهن ڪري، اي ٻندا، ڌرم جي رٿ جو جيڪو پورهيو پاتو، رام نام جو پيڙهو آهي، تنهن کي پڪتو پڪڙي، ٻيا ڇوڙ ڇڏي ڏي. جي پياري پريوءَ سان پريت جوڙڻي آهي ته پدارٿن سان پريت ٽوڙڻي پوندي. پر جي سنساري سمبنڌن سان لڳاءُ لهي وڃي، ته پوءِ پريوءَ ۽ پرڪرتيءَ ٻنهي سان پڪو پيار، گڏوگڏ مِلي سگهي ٿو. اِنهيءَ انڪل سان جڳ ۽ جڳديسور، ٻئي هڪ مياڻ ۾ ماپائي سگهبا. سو سهڻل، رام نام جي دامن وٺي، ڪرتار جو ڪيرتن ڪر، سنتن جو سنگ ڪر ۽ ستگور جي اوٽ وٺ ته پوڄل پار ڪري، وڃي ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ ٻانهن لڏائين. ڪلجڳ ۾ رام نام جو سهارو ئي ڪافي آهي. نام اهو اکٽ خزانو آهي جو جيترو واپرائيندين اوترو وڌندو ويندو ۽ لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪندو. گرو ڳرنٿ صاحب ۾، صاحبن اهوئي برهم گيان ٻڌايو آهي، ته ڪوبه ويچار ڪندي يا ڪوبه ڪرتب ڪندي، رام نام کي نه وساريو. اها وسر ئي ويچارن ۾ وگهن وجهي ٿي ۽ ڪرمن کي ڪسو ڪري ٿي. نام، رام جو روپ آهي. اهو وساريو ته ڪرمن کي ڪيئن ڪتي لڳندي ۽ وڌيءَ ۾ ڪيئن واڌ ٿيندي؟ رام نام جو سمرن ۽ منن، من ۾، ڪنٺ ۾، چت ۾ ۽ هردي ۾، دلبر جي دري تي پهچائيندو. صاحب فرمائين ٿا:

ڀيئي ناسِ دُرمت هرن - ڪَل مهه هــرڪو نــام
نسِ دنِ جـــو نانڪ ڀَجيِ - سڦل هوهه تهه ڪام.

سلوڪ، محلا ناوان، (٢٠)

### (٣) نامُ ۽ صدقُ.

(١) مَن ڪِيتا اِڇيا پُورِيتا - بابا نام نِدانُ
اَنترجامِي سدا سنگ - ڪرَ[1]ٽي هار پڇانُ
گُور پرسادِي[2] مکه اُوجلا - جپ نام دان[3] اشنانُ
ڪام ڪروڌ لوڀ بِنسيا - تَجيا سڀ اڀمانُ
پايا لاهَا[4] لاڀ[4] نام - پُورن هوئي ڪامُ
ڪر ڪرپا پرڀ ميليا - دِيتا اَپنا نامُ
آوڻ جاوڻ رهه گيا - آپ هويا مهروانُ
سچ محلُ گهر[5] پايا - گُور ڪا شبد پڇانُ.

[سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١١)]

(٢) دُ[6]بِدا دُرمت[7] دُور ڪر - گُور سيوا ڪر نِيت[8]
رام رتن مَن تَن بَسي - تج ڪام ڪروڌ لوڀ ميت
مرڻ مِٽي جيوَن مِلي - بِنسهه سگل ڪليشُ
آپ تَجهه گوبند[1] ڀجهه - ڀاءُ ڀگت پرويشُ[10]
لاڀُ مِلي تُوٽا[11] هِري - هر[1] درگهه پتوانت[12]
رام نام ڌنُ سنچوي[13] - ساچ شاهه ڀگوانت[1]
اُٿت بيٺت[15] هر ڀجهه - ساڌوُ سنگ پريت
نانڪ دُرمت[16] ڇُٽ گئِي - پار[1] برهم بَسي چيت.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿتي (٢)]

---

١. پرماتما. ٢. مهر، ڪرپا. ٣. خيرات. ٤. فائدو. ٥. پنهنجي هردي اندر. ٦. ٻيءَ جي ڀت. ٧. ڪُمت. ٨. هميشه. ٩. ڏک سُور. ١٠. ڦهلاءُ ڪريو، پکيڙيو. ١١. نقصان. ١٢. مانُ شان وارو. ١٣. ميسر يا گڏ ڪريو. ١٤. اٿندي. ١٥. ويهندي. ١٦. دُور ٿي وئي.

(٣) منُ ميرو ڳُجھ[1] جھوا ميري ڪاٿي[2] - مَٿ[3] مٿ ڪاٽهُ جرڪي ڦاسي
ڪها ڪرڻُ جاٿي ڪها ڪرڻُ ٻالي - رام ڪو نام چِتهُ دن راٿي. (١.و.)
رانگُن[4] رانگهُ شيوَن ڇيوَءِ - رامُ[4] نام بِن ڳهڙي نہ جيوَءِ
يگت ڪرڻُ ھرُ[4] ڪي گن گاوَءِ - آٿ پهر اُهِنا خصمُ[4] ڏياوءِ
سُنهري ڪي سوُئي رُپي ڪا ڌاڳا - نامي ڪا چِت ھرُ[4] سنُ لاڳا.

[راڳُ آسا، ڀڳت نامديؤ، شبد (٣)]

(٤) اُنسا نام رتنُ نرملڪُ[5] - بس بداوت پايا
انڪ جتن ڪر هردي رکيا - رتن نہ ڇپي[6] ڇپايا
هر گن ڪهتي ڪهنُ نہ جاٿي - جئسي گونگي ڪي مِٺياٿي. (١.و.)
رَسنا[7] رمتَ[8] سنتہ سکہ سَروَنا - چِت چيتي سکہ هوٿي
ڪهہ ڀيکن دُءِ نئنُ[9] سنتوکي - جهہ ديکان تهہ سوٿي.

[راڳُ سورٺ، ڀڳت ڀيکنُ، شبد (٢)]

(٥) اِهہ ڌنُ ميري هرڪو ناءُ - گانٺ[10] نہ باذؤ ٻيچ[11] نہ کاءُ. (١.و.)
ناءُ ميري کيتي[12] ناءُ ميري ٻاڙي[13] - ڀگت ڪرڻُ جن سرن تماري
ناءُ ميري مايا ناءُ ميري پونجي - تمهہ ڇوڏ جانهُ نهي دُوجي[14]
ناءُ ميري ٻنڌپ[15] ناءُ ميري ڀاٿي -
ناءُ ميري سنگہ انت هوءِ سَکاٿي
مايا مهہ جس رکي اُداس[16] - ڪهہ ڪبير هئُ تاڪو داسُ.

[راڳُ ڀيرءُ، ڪبير صاحب، شبد (١)]

(٦) جبي نام ڏيايا - گئي مَسٽڪ[17] گهالِ[18]
نانڪ اي مکہ اُجلي - کيتي[19] ڇٽي نالِ[20].

جپ صاحب، محلا پهلا،
سلوڪ محلا دوُجا

---

١. ماپ وارو گز. ٢. ڪٽهڙي. ٣. مايا سي، ڪهي. ٤. پرماتما. ٥. اڳين جنمن جا ٻج.
٦. لڪائي سگهبو. ٧. زبان، جيب. ٨. جپڻ. ٩. اکيون. ١٠. ڳنڍ. ١١. وڪڻي. ١٢. پوک
جي زمين. ١٣. باغ. ١٤. ٻي ڪا ڳالهہ. ١٥. مائٽ. ١٦. ورڪت. ١٧. تڪليف.
١٨. ڪماٿي. ١٩ ڪئين سنگي ساٿي. ٢٠. سنگہ پر.

(٧) نيڻرا ايڪ نام - نياري سنسار
سڀ اڀا آس - ايهو آڌار.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٩)

(٨) ڪهتي پوٿر سُڻتي سڀ ڏٺ - لکتي ڪُل تاريا جيءُ
جن ڪُءِ ساڌ ۽ سنگت نام هو رنگ - لئي پرهم پيارا جيءُ.

سري راڳ، محلا پنجوان، چنت (٥)٢

(٩) ناءِ پوُجيئي ناءِ مڃيئي - ناءِ ڪِلوگ سڀ هَرِيا
جني نام ڏيايا اڪ من اڪ چت - سي اُسٽر جڳ رهيا.

سري راڳ، محلا چوٿان، واز (١١)

(١٠) ڪن مهه رام نام ڪلوڪ ڪاٺي - پڻي پوُرت سرپرا
نانڪ رام نام رستارا - ڪڍڻ پڻي مَتورا.

راڳ گوڙي، محلا ليجا، چنت (١)٤

(١١) تراس مٽي جم پنت ڪي - جاسُ پسي من تان
گيت پاوهه مت هوءِ پرگاس - مڪلي پاوءِ نسانءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، پاون اکري (٣٢)

(١٢) سڪل سرشٽ ڪو راجا دکيئا - هر ڪا نام جپت هوءِ سُکيئا
لاک ڪروڙي بندن پڙي - هر ڪا نام جپت نستري.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢)٢

(١٣) نام ڪي ڌاري سگلي جَنت - نام ڪي ڌاري کنڊ برهمنڊ
نام ڪي ڌاري سمرت ويد پُران - نام ڪي ڌاري سُنن گيان ڌيان.

١٦(٥)

(١٤) لهه هو رسُ پاوي جن ڪوءِ - اُمرت پيوي اُمر سو هوءِ
اُس پُرکَ ڪا ناهي ڪدي بناس - جاڪي من پرگٽي گن تاس.

١٨(٦)

(١٥) نرڪ نواري دک هري - تُونهه اُتڪ ڪليش
ميچ هٽي جم لي ڇُٽي - هر ڪيرتن پرويش
تُو بسي اُمرت رسي - رنگ رتي نرنڪار
دک داود اپرنرتا - ناسهه نام اُڌار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿتي (٤)

(١٦) ڏنا سڀ سنسار - سکه نه نام بن
تن ڏن هوسي ڇار - جاڻي ڪوءِ جن.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، واز (١٦)

---

١. پرماتما. ٢. نهچل . ٣. پوتر. ٤. شڌ. ٥. لوهه. ٦. ڏر ٿ. ٧. درپ. ٨. سرشٽي، سنسار. ٩. آڌار، آسرو. ٨. آنند. ٩. خاتمو. ١٠. پرگهٽ. ١١. ڪان بچي ٿو. ١٢. نورت لڳي ٿو. ١٣. موت. ١٤. خاڪ.

قائمُ ساجدي ڪِيا سدائيئيءَ - هردي هي لِڪ ليهہ
سدا صاحب ڪي رنگ رهيءَ - ڪبهوُ نہ ٽوُٽس نيهہ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا ٽيجا

هِتي صاحب، ساڌڪ کي چتائين ٿا، تہ هرنام جي جپڻ، سمرڻ، ڳائڻ، ٻُڌڻ، ٻڌائڻ، پڙهڻ يا لکڻ مان، ڪجهہ ڪڙ ٿيل نہ نڪرندو، جيسيتائين ڪ نام ۾ نشچو نہ هوُندو، نام جو سڪ ۽ شرڌا سان سمرڻ نہ ڪبو، من اُوجل، نرمل ۽ پوتر نہ هوُندو، پنجئي وڪار ناس نہ ٿيل هوُندا، نيت، ڀاوناٺوُن ۽ ويچار ڌارا شڌ نہ هونديون ۽ دُئي ۽ دويت جو دوُرو ختم ٿيل نہ هوندو. رام نام سان شروعات ڪري، آخرين رام نام ۾ سمائجي وڃڻو آهي. باقي مک سان "رام رام" نہ سيکو ٿيو چوي، پر انهيءَ ٻوڪ ٻوليءَ مان يا انهن اکرن آوازن مان، نہ سچو ساز وڄندو، نہ سچو سوز لڳندو ۽ نہ مٺو سواد ايندو. سوز جاڳندو تڏهين، جڏهين هردي روُپي رباب جي تارن تي، اهو سُر وڄندو. مٺو سواد ايندو تڏهين، جڏهين سماري گهٽائن مان نڪري، ايڪو اونڪار ۾ سمائجي وڃبو. تنهن ڪري، اي بندا، رڳو ويدن، سمرتين، شاسترن، پُراڻن ۽ پوٿين ٻُڌڻ يا پڙهڻ مان مُڪتي پراپت نہ ٿيندي، پر پستڪن جي ويچارن تي عمل ڪرڻ مان ايندي، رام رام جي اکرن گرهڻ ڪرڻ مان ايندي. اٿين رام نام جو سمرڻ من ۾ ڀاڳمرادو ٿيندو، ترسسي ٿي، ڀما ڪنهن رنڊڪ يا رخني جي. چمن چورڻ کان اول، چِتُ چورڻو آهي. تنهن ڪري، صاحب فرمائين ٿا:

(١) لِکند يا لکند يا ڪاگد مَس ڪوٿي - دوُجيءِ ڀاءِ سک پائي نہ ڪوٿي
ڪوُڙ لکيءَ ٿيءِ ڪوُڙ ڪما وَهہ - جلِ جاوَهہ ڪوُڙ چِت لاوَٽيا.

راڳ، مانجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپديون ٢٢ (٦)

(٢) نانڪ ناءُ خداءِ ڪا - دل هڇيءِ مُک ليهہ
اوُر دِواجي دُني ڪي - جوُٺي عمل ڪراهہ.

راڳ مانجهہ، محلا پهلا وار (٦)

اي بندا، هاڻي اهو صاف ظاهر ٿيو تہ نام جو فائدو فقط انهيءَ کي ملندو، جنهن جي هردي ۾ صدق ۽ سڪ، سچائي ۽ شرڌا آهي. اهڙو انسان غفلت جي ننڊ ۾ غلطان رهي نہ ٿو سگهي ۽ نہ وري اوديا جي اوُنڌهہ ۾ هٿوراڙيوُن هڻندو هوُندو. هوُ هميشه سجاڳ، سُچيت ۽ سربشت هوُندو. انهيءَ لحاظ کان، صاحبن جاڳرتي تي بہ وڌيڪ وزن ڏنو آهي. هوُ اپديش ڏين ٿا تہ اي بندا، توُن آهين غفلت جي ننڊ ۾ اَوُت، جنهن ڪري تُنهنجي اندر ۾ پنجن وڪارن وارا ٺَيرا کُسي ويا آهن ۽ تنهنجي ڪلاڪاڀا، سُڌ ٻڌ، سوچ سمجهہ ۽ هوش حواس، سڀ لُٽي ٻوُرو ڪيو اٿائوُن. اٿين تہ سُتي بس سُتا سوُر ستائين پيا. پر اُٿياٺوُ اوجاڳي مان ڇا جاڻن؟ سي تہ سنجهيئي سمهيو پوَن. باقي جيڪي سڪ سوز ۾ ساٽا آهن، سي پيا اٿن ڪن ۽ پرينءَ جي پرچڻ جي پچار ڪن. سي سڪ ڪيئن سمهن؟ سو سهڻل،

جي جيئري سڄاڳ ۽ سچيت نہ ٿئين تہ مرڻ وقت ڪير اچي جاڳائيندءِ؟ جي سمهڻ آئي لڳو ٿي، تہ مٿي بہ ڪافي موقعو ملندءِ. پريتم کان وڇڙي ويا آهين. جي سڄڻ جي سڪ اُٿي تہ ڪر اوجاڳو، اونو ڪر اُڪير سان ۽ فنا ٿيءُ فراق ۾. نثار ٿي وڃ نام مٿان تہ نذراني ٿي بہ نوازش ٿئي. رات جو سهڻا گل، سندر ڦل، عطر، عنبر ۽ ڪستوري ٿئي ورهائجي. امرت ڌارا ٿئي ٿي وسي. جن جا ليڙ ننڊ ۾ پوريل هوندا، سي ڪيئن جهولي جهليندا ۽ پرساد پلئہ پائيندا؟ جاڳ، جاڳ! نہ تہ ڪيئن جو قافلو ڪوچ ڪري ويندءِ.

رات جو چوٿون پهر، پرڀات جو پهر، پراڀاتي ڪال، اُٿي امرت ويلو. اُنهيءَ اَسر ويل اُٿي، دنيا جي دامن کان ڏور ٿي، پريتم جي پريم ۾ ويهي، نام جو سمرن ڪر تہ سچو ڏينهن سڦلو ٿيئي. اُنهيءَ شانتيءَ ويلي، مالڪ جي مهر جو مينهن وسي ٿو. صاحب چون ٿا تہ جي اُنهيءَ ويلي جاڳي، امرت ڌارا جو اِشنان ڪن ٿا ۽ ڀڳوان جو ڀڄن ڪن ٿا، اهيئي آهن سنت پرش، اَلک پرش، اَگم پرش، اَنامي پرش. اهيئي امرتا ۾ وسن ٿا.

اي بندا، تون بہ ڪيئن جنمن کان گهري اوُنگهہ ۾ رهيو آهين. هن جنم ۾ تہ هاڻي اَکہ پٽ. قيامت اچڻ ۾ باقي گهڙي دير آهي؟ سو پرينءَ جي فڪر ۾، وڇوڙي جي فراق ۾ تہ ڪجهہ اُلفت جا افسانا لِک، حسرت جون هنجون هار، سڪ سوز جا ساز وڄاءِ، اِلاهي عشق جا آواز اُٿار ۽ دردي آلاپ ڳاءِ، تہ من دلبر جي دَر تائين پهچن، تہ مَن تنهنجو سڏڙو سڻائجي، عرض اَگهامجي، غم جا ڳوڙها گم ٿين ۽ وصل جي وروُنهہ لڳي. جاڳرتو رکو نيڻن جو ئہ آهي. اُهڙو جاڳرتو تہ جُئاري شرابي، چور چڪار، پرڳي ۽ روڳي سڀ پيا ڪن. جي رنگہ ۾ رنگجڻو اُٿئي، تہ اکين جي اوجاڳي سان، من کي بہ سڄاڳ، سچيت ۽ سريشٽ ڪر. جي من سڄاڳ آهي تہ اکين جي ننڊ بہ ڪانہ نهوڙيندي؛ جي من سچيت آهي تہ سازشي سنسڪار، سهمي ۾ بہ ڪونہ ايندا. جي من سريشٽ آهي تہ سهڻو ساجن، ننڊ مان بہ اُٿاري، اچي جهولي ڀريندءِ، جو تہ تنهنجي اُرق ڪيس بہ لڙ ڦاليندي. سڪ اڳيان ساجن خود بيوس باولو ٿي ٿو پئي. معشوقي مرتبو مِٽائي، خود موٽاج منگتو بڻجي ٿو. اِها بہ پرماتما جي پلٽيبازي آهي، روحاني راز جو رمل آهي. صاحبن فرمايو آهي.

(١) ڪِيا سوُتا ڪيا جاڳتا - گُرمک لي پروانُ
جنان ساس گراس نہ وسرےَ - سي پوُري پُرک پردان.

راڳُ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٢)

(٢) دالي صاحب سنديِٽا - ڪِيا چليح تس نال
اِڪ جاگندي نا لهن - اِڪنا سُتيا ديءِ اُٺال.

سلوڪ، شيخ فريد (١١٣)، [سلوڪ محلا پهلا]

## (١٠) سَتگُرَ جو شبدُ ۽ گُرمتِ.

(١) سچ هُو نام سچ هيءِ سرٽا - سچ گور شبد جِتيءِ لگ ترٽا
اَڪمٿ ڪٿيءِ ديکيءِ اَپــرنپر[١] - ٿُرَن[٢] گرپ نہ جُوني جاپا
گور اِن موکہ مکت ڪتُہ پائيتيءِ - بِن گور وام نام ڪتُہ ڌ پاليتيءِ
گورمتِ ليهہُ تــرهُ ٻــوَ ڏُتر - مکت پئي سکہ پاپـــا
گورمت ڪرشن گوورڌن ڌارِي[٣] - گورمت ساگر[٤] پاهڻ تاري
گورمت ليهہُ پــرم پدُ پائيتيءِ - نانڪ گـــور پورم چُڪاپا
گورمت ليهہ تَــرهہ سچ تاري - آلــر چينهُ رديءِ مُراري
جر ڪي ٿــاهـي ڪاٿه هــر جپ - اَڪــل نرنجن[١] پاپا
گورمت پنچ[٥] سَکي گور پائي - گـــورمت اَگن نوار سمائي
مِن مُکہ لــام جپهہ جـــگ جيوُن[١] - وِد اَلتر اَلکہ لَکاپـــا
گورمت پولهہ هُو جَس سوُچا[٩] - گـــورمت آکي ديکهہ اوُچا[١]
سرو ٿِپي نام سُٽيءِ هو پاٿي - لـــانڪ هــــر رنگ رلگاپا.
[راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٢٠)]

(٢) سب رس ديهي اَندر پائي - ورلي ڪتُہ گور شبد بُجهائي
اَندر کوجيءِ[٧] شبد ســــالا هي - بــــاهر ڪاهي جاها هي؟
وِڻ چاکي شاد[٨] ڪِسيءِ نہ آيا - گور کيءِ شبد اَمرت پيِئايا
اَمرت پِي اَمرا[٩] پد هوئي - گــور کيءِ شبد رس ٿاهَا[١٠] هي

---

١. پرمالما. ٢. پوء، وري. ٣. پرامت کي آڱر تي کنيو. ٤. ساگر. ٥. پنج گڻ. ٦. شُدُ، پوتر.
٨. ڳولها ڪري. ٨. سواد، چشڪو. ٩. نهچل، قائم. ١٠. ڙن کي.

آپُ ڇڏائيءِ سو سڀ گُڻ جاڻيءِ - گرو ڪيءِ شبد هر نام وکاڻيءِ[1]
اَن دِن نام وَسا دِن رالي - مايا موهُ چُڪاها هي
شبدي اَڪٿ ڪٿي سالاهي - ميري پرڀ[2] ساچي ويپرواهي
آپي گُڻ[2] دانا شبد ملائي - شبديءِ ڪا رس تاها هي
سي جَن ملي ڏُر آپ[2] ملائي - ساچي باڻي شبد سُهائي
نانڪ جَن گڻ گاويءِ نت ساچي[2] - گڻ گاوهه گُڻي سَماها هي.

[راڳ مارو، محلا ڦيجا، سولهو (١٣)]

(٣) جِن شبد گرو سُڻ مَنيا - تِن مَنِ ڌِيايا هَر[2] سوءِ
اَن دِن ڀڳتي رتيا - مَنُ تَن نرمل هوءِ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٤)

(٤) ٻَڪيا گرو گيان اَنڌيرا ٻِنسيا - هر رتن پداوت لاڌا
هؤمي روگ گيا دک لاٿا - آپ[5] آپيءِ گورمت کاڌا[6].

سري راڳ، محلا چوٿان، ڇنت (٢)١

(٥) اَمرت باڻي گرو ڪي ميٺي - گورمکِ[7] وِرلي ڪنهيءِ چَک ڏٺي
اَنتر پرڳاسُ مها رس پيويءِ - در سچيءِ[2] شبد وڄاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اِشٽپدي (١)٧

(٦) گرو ڪا شبد ڪو ورلا ٻُوجهيءِ - آپ[5] ماري تان ترڀوڻ[8] سُوجهيءِ
ڦِر اوهُ مريءِ نه مرڻا هوويءِ - سهجي سچ[2] سماوٽيا.

١٨(٤)

(٧) اَڪٿو[2] ڪٿيئيءِ شبد سُهاويءِ - گورمتي مَن سچو[2] پاويءِ
سچو سچ[2] رَوهه دِن رالي - اِهُ مَن سچ[2] رنگاوٽيا.

(٣٠)

(٨) ناءِ ٻڙهيئتي ناءِ ٻجهيئتي[9] - گورمتي وِڃارا[10]
گورمتي نام دَن ڪتيا - ڀڳتي ڀري ڀنڊارا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٦)

(٩) گورو ڪا ٻچن سدا اَبناسي[11] - گرو ڪيءِ ٻچن ڪٽي جم ڦاسي
گرو ڪا ٻچن جِيئه ڪيءِ سنگ - گرو ڪيءِ ٻچن رَچيءِ رام ڪيءِ رنگ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٥)

---

١. چئي ٿو. ٢. پرماتما. ٣. مڃيو آهي، قبول ڪيو آهي. ٤. ٻراٻر، جليو. ٥. اهنڪار. ٦. نورت، ڏوڙي، ختم ڪيو. ٧. گوروءَ ذريعي، ٨. ٽيئي لوڪ. ٩. سمجهجي. ١٠. ويچار ۾ آڻجي. ١١. نهچل، قائم.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٨)

(١٠) گور ڪي ساکي اَمرت باڻي - پيوت هسي پرواڻ پيا
درِ درسن کا پريتم هووي - مکت ٻيکنٺ ڪري ڪيا؟

راڳ آسا، محلا ٽيجا، شبد (٥)

(١١) گور ڪي باڻي نام وڄائي - نانڪ محل شبد گهر پائي
گورمت سچ سر هر جل نائيا - ڏُرمت مَل سڀ ڏُرت گوايا.

(١١)

(١٢) جن ڪو پوليو پن لتان ڏوروُ ملائي - سچ باڻي گور شبد سُڻائي
جهان شبد وسي تهان دک جائي - گيان رتن ساچي سهج سمائي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپديِ (٢)٢

(١٣) جگ موهه باڌا بَهتي آسا - گورمتي اِڪ ڀئي اداسا
اَنتر نام ڪمل پرگاسا - تن ڪڙُ ناهي جم ڪي ٽاسا.

راڳ آسا، محلا چوٿان، چهنت (٣)٢

(١٤) مَن تنُ سيتل سيمگار سڀ هوُئا - گورمت رام پرگاسا
نانڪ آپ اَنگرهُ ڪيتا - هم داسن داسن داسا.

راڳ بهاڳڙا، محلا چوٿان، چهنت (١)١

(١٥) گورمت من تهراليئي ميري جِندڙيئي -
اَنت نه ڪاهوُ ڏولي رام
من چِندڙيا ڦل پايا - هر پربهُ گڻ نانڪ باڻي پرلي رام.

راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، اشٽپديِ (٣)٢

(١٦) شبد چين من نرمل هووي - تان هر ڪي گڻ گاوي
گورمتي آپي آپ پڇاڻي - تان نِج گهر واسا پاوي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٢١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(١٧) ستگور نه سيوڪو وبڪدا - جيتا جگت سنسار
ڏئي مکت نه هووَئي - جچر شبد نه ڪري ويچار.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٦)

(١٨) گهٽ گهٽ اَنتر برهم لُڪايا - گهٽ گهٽ جوت سَبائي
بجر ڪپاٽ مڪتي گورمتي - نربهئي تاڙي لائي.

(١٢)

(١٩) گور ساکي اَنتر جاڳي - تان چنچل مت تياڳي
گور ساکي کا اُجيئارا - تان مٽيا سگل اَنڌارا.

---

١. سکيا، اُپديش. ٢. کانکي، پياسي. ٣. سمرن کجي نو. ٤. ست سنگت. ٥. وهنجي نو. ٦. وکار، ترشنائون. ٧. پلؤ، گنڍ پر. ٨. پرماتما. ٩. گهٽي. ١٠. ڊپ. ١١. کرپا، مهر، ٻاجهه. ١٢. اِيکاگر کيو آهي. ١٣. پتکي. ١٤. گرهڻ کجي. ١٥. ڏسي ٿو. ١٦. جيستائين. ١٧. پتر جهڙو، اگياني، انڌا. ١٨. مغز، بڌي. ١٩. ڌيان لڳايو. ٢٠. روشنائي، سوجهرو.

(٢٠) إهہ جگہ جلندا[1] ڈٺي[2] آيا - گور ڪيءِ شبد سماءِ
شبد رلي سي سيتل ٿيءِ - نانڪ سچ ڪماءِ.

واڳہ سورٺ، محلا پهريون، وار (٢)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢١) ساها گٺهہ نہ ڪرهہ ٻيچار - ساهي اوپر اڪنڪار[3]
جس گور مليءِ سوئي پد جاڻيءِ - گورمت هوءِ تہ حڪم پڇاڻيءِ.

واڳہ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (١)٤

(٢٢) ٻہدن نوڙ چرن ڪمل دہ رڙائي - ايڪ شبد لو لائي
اند کوُپ[4] ٻکيا تي ڪاڍيو - ساچ شبد بڻ آئي.

واڳہ رامڪلي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٦)

(٢٣) گور ڪا شبد رتن[5] هيءِ - هيري جس جڙاءِ
شبد رتن جس من لاڳا - ايهہ هوُلسا سماءِ
شبد سيتي من مليا - سچيءِ[3] لايا پياءِ[6].

واڳہ رامڪلي، محلا ٻيجا، الند صاحب، پوڙي (٣٥)

(٢٤) هرم جُپا[7] نهي جاڻيا - گورمتي ساچ[3] پڇاڻ
نام ٻنا ناهي در ٽوڪي[8] - جوُلنا آوڻ[9] جاڻ.

واڳہ مارو، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٢٥) ندوس دہکہ رهي من مانيا - گور شبدي سب ادهم[3] پڇاليا
نانڪ آسر[3] رام سباڻا[10] - گور ستگور الکہ لکاليا.

واڳہ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٥)٢٢

(٢٦) ڪس سيوي ليءِ ڪس سالاهي - ستگور سيويءِ شبد سالاهي
سچيءِ شبد سدا مت اوُتم - اندر ڪمل پرگاسي هي.

واڳہ مارو، محلا ٻيجا، سولهو (٣)٥

(٢٧) جپ تپ سدجم هو ڪوئي ناهي - جب لگہ گور ڪا شبد نہ ڪماهي
گور ڪيءِ شبد مليا سچ[3] پايا - سچي[3] سچ سماندا.

١٦(١٢)

(٢٨) جيوَن[11] مکت گور شبد ڪماٺي - هر[3] سڱ سدهي رهيءِ سمائي
گور ڪرپا تي مليءِ وڏائي - ھؤميءِ روڳ نہ تاها هي.

١٤(٩)

(٢٩) ڪايا کنچن[12] شبد ويچارا - تٿيءِ هر[3] وسيءِ جسدا انت نہ پارا وارا
اَن دن هر سيوهُ سچي ٻاڻي - هر جيءُ شبد ملاندا.

٢١(١)

---

١. ترشنا جي باهہ پر جلندو، ٢. نظر پر، ٣. پرماتما، ٤. کوُهہ، ٥. هيرو، جواهر، ٦. پرايت، پريم، ٧. جپ، ٨. داخلا، ٩. جمڻ مرڻ، ١٠. سمايو پيو آهي، ١١. جيئري مکتي حاصل ڪرڻ ٿا، ١٢. سوٺ.

(٣٠) اُڏيان لوشنا اِس ڏنهه جلائي -
نِسدي ٻُجهيءِ جو گُور ِشبد ڪمائي
تن مس سيتل ڪروڙ نواريءِ - هؤميءِ سار سمايا.

(١٥)٢٣

(٣١) جَهه جهه ڏيکان لهه ايڪو سوئي - اِهه گُرو مت ٻُڌ پائي
مَنُ تن ٻران ڏوري اِس آگيءِ - نانڪ آپ گسوائي.

واڳ مالا، محلا لبيجا، شبد (٧)

(٣٢) گُرو ڪا شبد رتن هيءِ - ڪر چانڻ آپ ڏکايا
آپڻا آپ پڇاڻيا - گُرو متي سچ سمايا.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٥)

(٣٣) سُهنتو سنسار سڀ بازي - سڀ بازي کيل ڪلاونگو
لاهُا نام گُرو مت لئي چالهه-هر درگهه پئدا جاونگو.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (٥)٥

(٣٤) پاءِ پگت گورمتي پاني - هؤميءِ وچهه شبد جلائي
ڏاوت راکيءِ ٽاڪِ رهائي - سچا نام مَنِ وسائي.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٢

(٣٥) اُلتو آءِ وسيءِ - گُرو شبد وچاريءِ ڪوءِ
نانڪ شبد مريءِ مَن مانيئي - ساچي ساچي سوءِ.

سلوڪ، محلا ليجا، (٣٣)

(٣٦) گورمتي گيان رتن من وسيءِ - سڀ ڏيکيا سرجهر سياءِ
نانڪ سنگوُ بوهتيءِ وڏ ڀاڳي چڙيءِ - لي ٻوڄل پار لنگهاءِ.

(٣٤)

---

١. تن بدن. ٢. ٻرمانما. ٣. ٻُڌي، سمجهه. ٤. اهنڪار. ٥. ٻاڻ. ٦. سمهي والنگو. ٧. کيل، ناٽڪ. ٨. لاڀ، فائدو. ٩. مانَ شان سان. ١٠. ٻريم. ١١. ڀگتي. ١٢. چنچل، پتڪمدڙ. ١٣. اُڀو، اُسعڙ، اينڪاگر. ١٤. هردي ۾. ١٥. اهڙي ستمرش جي. ١٦. جهاز.

## (١١) اَنحد شبدُ، يا ڌُني.

(١) پريم پدارٿ جن گهٽ وسيا[1] - سهجي[2] رهي سماڻي
شبد رتي سي رنگ چلُولي[3] - والي سهج[2] سُياڻـي
وسنا شبد وچار رس ماڻي - لال پئي رنگ لاڻـي
رام نام نِهڪيول جاڻيا[4] - من ترپتيا سانت آڻـي
پنڊت پڙهِ پڙهِ مونِي[5] سڀ ٿاڪي -
پريم پيڪ نڪي پيڪداري
گرو پرساد نرنجن[6] پايا - ساچي شبد وچاري
آواگوڻ[7] نِوار سچ[6] رالـي - ساچ شبد مـن پايا
ستگور شيو سدا سک پائيئي - جن وچهُ آپ[8] گوايا
ساچي شبد سُهج[9] ڌُن اُپجي - مِن ساچي[6] لِوَ لائي
اگم اگوچر[6] نام نرنجن - گُرمک مَنِ وسانـي
ايڪس[6] مهُ سڀ جگتو ورتي - ورلا ايڪ[6] پڇاڻي
شبد مري تان سڀ ڪڇ سوُجهي- اَن دِن ايڪو جاڻي
جسُو ندر[10] ڪري سوئي جن بوُجهي[11] -
هور ڪهڻا ڪَٿن نه جائي
نانڪ نام رتي سي بيراگي[12] - ايڪ شبد لِوَ لائي.

[راڳ سارنگ، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)]

(٢) گيان کنڊ مهُ - گيان پرچنڊ[13]
تِتي ناد[14] بِنود[15] - ڪوڊ[16] اَنند.

سري جپ صاحب،
محلا پهلا، پؤڙي(٣٦)

١. هردو، اَندر. ٢. سياوڪ. ٣. ڳُوڙهو، سهڻو. ٤. پوُرِ، شُڌ. ٥. موَن ڌاري. ٦. پرماتما.
٧. جمڻ مرڻ. ٨. اَهنڪار. ٩. گيان. ١٠. ڪرپا. ١١. سمجهي ٿو، سڃاڻي ٿو. ١٢. سچا ويراڳي.
١٣. پرڪاش ٿئي ٿو. ١٤. اَنحد شبد يا ڌُني. ١٥. بُڌي پراڇي ٿي. ١٦. خوُشيون، جشن.

(٣) شبد موئي[١] سو مر رهئي - ڦر موئي نه دوُجي وار
شبدئي هي لي پائيئي - هر ناهي لڳي پيار .

سري واڳ، محلا ڀهلا، اشٽپدي (٧)٨

(٤) ستگور ملئي اَلٽي پئي[٢] - نسؤنڌ ڪسرچڱه ڪاءِ
اَنارهه سِڌي پڇئي لڳيا ڦرن - نِج گهر وَسئي نج ٿاءِ
اَنهد ڏُني سد[٣] وَجدي - اَن مَنِ هر لو لاءِ
نانڪ هر يگت تان ڪئي من وَسئي - جِن مستڪ لڳيا ڏُر ڀاءِ .

سري واڳ، محلا چوٿان، وار (٢١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٥) اَنهد واجئي سهج سُهيلا[٤] - شبد اَنمد ڪري سَد ڪيلا[٥]
سَهج[٦] غفا مهه تاڙي[٧] لائي - آسڻ[٨] اوُچ سوارِيا جيءُ .

واڳ مانجهه، محلا ڀنجوان، شبد (٣)

(٦) هر اَنتر واجا پوڻ[٩] هئي ميري گووندا -
هر آپ وَجائي ٿئُ واجئي جيءُ
هر اَنتر نام نڌان هئي ميري گووندا -
گور شبدي هر پرڀ گاجئي[١٠] جيءُ .

واڳ گوڙي محلا چوٿان، شبد (٣٠)

(٧) گور ڪئي ٻن مِٽيا ميرا ڀرمُ -
گور ڪئي ٻن پيکيو[١١] سڀ برهم[١٢]
گور ڪئي ٻن ڪيمو واج جوڳ -گور ڪئي سنگ تَريا سڀ لوڳ .

واڳ گوڙي، محلا ڀنجوان، اشٽپدي(٨)

(٨) سُن[١٣] سماڌ[١٤] - اَنهت تهه ناد
ڪهڻ نه جائي -اَچرج بِسماد[١٥].

واڳ گوڙي، محلا ڀنجوان، سکمني صاحب، اسٽپدي(١)٢٣

(٩) تَهه اَنيڪ واجي[١٦] سَد اَنهد هئي - سچي[١٢] رَهيا سَمائي
اِءُ ڪهئي نانڪ ستگوُر مليئي -
ڌاوت[١٧] ٿُميا[١٨] نج گهر وَسيا آئي .

واڳ آسا، محلا ٽيجا، چست (٤)٢

---

١. اهنڪار نورت ڪري ٿو. ٢. من اَندرئين طرف ٿئي ٿو. ٣. هميشه. ٤. سکي، پرسن. ٥. خوشيوُن. ٦. گيان. ٧. سماڌي. ٨. ٽڪنڪ. ٩. ساس. ١٠. وڄي ٿو، ڳائي ٿو. ١١. ڏٺم. ١٢. پرماتما. ١٣. شانتي. ١٤. سماڌي. ١٥. وڏلشو، تماشو. ١٦. واجا. ١٧. چنچل. ١٨. اَستر ٿئي ٿو.

(١٠) ٽُونڊ پاڻي وڃي واڏائي - واڄي انهد ٽُوري
ڪهه نانڪ ميءُ وُرُ[1] گهر پايا - ميري لاٿي[1] جي سگل وسُوري[2].

راڳ وڏهنس، محلا پنجوان، چسي (٤)١

(١١) ڪمل[3] پرگاس[4] سدا رنگ راتا - انهد شبد وڄايا
ڪَن مَن نرمل نرمل پاتي - سچي سچ سمايا.

راڳ سورٺ، محلا ليجا، شبد (٧)

(١٢) گور دکلائي مؤري[5] - جت مرگ[6] پڙهي هيءُ چوري
مؤنڊليئي[7] دوراڄي - باجيئلي انهد باجي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (١٠)

(١٣) اَن ڏِن ميل[8] پيا من مانيا - گهر مندر سوهائي[9]
پنج شبد ڌُن انهد واڄي - هم گهر ساڄن[10] آئي.

راڳ سُوهي، محلا پهلا، چست (١)٣

(١٤) انهد شبد وڄائي هُر[10] جيهُ گهر آئي - هر گڻ گاوهه ناري[11]
اَن ڏِن پگت ڪرهِ گور آگي - سا ڌَن[11] ڪنت[10] پياري.

راڳ سُوهي، محلا ليجا، چست (١)٥

(١٥) اهه من ناچيءُ ستگُور آگي - انهد شبد ڌَن ٽُور[12] وڄيئا
هر هر اَستت[13] ڪريءُ ڏِن راتي - رکه رکه چرڻ هر تال پُورنيئا.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (٥)٣

(١٦) ڪيرتن نرمولڪ هيرا - آنند گڻي[14] گهيرا
انهد پاٽي پُونٽي[15] - سنتن هت راکي ڪوُنجي[16]
سُن سماڌ غفا تهه آسن - ڪيول[10] برهم پُور تهه باسن
پگت سنگ پرڀ گوشٽ[17] ڪرت -
تهه هرک[18] نه سوگ[19] نه جنم نه مرت.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(١٧) گهر سياگيءُ[20] شبد واڄي - ڪلا[21] جت گهر ڌار پنا
پنج دوت تد وس ڪيتي - ڪال ڪنٽڪ[22] ماريا.

راڳ رامڪلي، محلا ليجا، آنند صاحب (٥)

(١٨) جهه[11] سمرن هوءِ مڪت دئار - جاهِ پڪنت نهي سنسار
توپئه[11] ڪيءُ گهر اجاوهه تُور - انهد جهه سدا پنرپُور.

راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٩)

---

١. پتار. ٢. دکه درد. ٣. هردي روُپي ڪمل گل. ٤. اُڙي پيو. ٥. سهي راهه. ٦. وڪار. ٧. پند ڪيو. ٨. سندوڳه، ميلاپ. ٩. من موهيندڙ لڳي ٿو. ١٠. پرماتما. ١١. جگسامو استري. ١٢. ترپُون. ١٣. مهما، جس. ١٤. ساگر. ١٥. ملڪيت. ١٦. چابي. ١٧. ... لهه پولهه، ڳفتگو. ١٨. سک. ١٩. دکه. ٢٠. خوش نصيب. ٢١. شڪتي. ٢٢. ڪنڊو يا ڪنڊ.

(١٩) ڏُسٽائيءِ ڪيا نيشاڻي - تهه ٻاجي شبد اناهد ٻاڻي
تَهه چندُ نه سُورج پَوڻ نه پاڻي - ساکِيِ جاڳي گُورمکه جاڻي .

واڳ رامڪلي، پگت ٻيڻي، شبد (١)

(٢٠) ٻيڻ رسال وِجاوڻ سوڻي - جاڳي تريَوڻ سوجهي هوڻي
· نانڪ ٻُوجهه اِهه ٻڌ گورمت - هر رام نام لِنو لائيا

واڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (١١)١٨

(٢١) ساچا شبد جان من پايا - پُورب لکيا تني ڪمايا
سچو شيوڪ سچ ڏياوهه - سچ رتي ويچاري هي .

واڳ مارُو، محلا تيجا، سولهو (١٠)٧

(٢٢) واجي پوڻ تي آپ وِجائي - شوَ شڪتي ڏيهه مهِ پائي
گرو پرسادي اُلٽي هوويءِ - گيان رتن شبد تاها هي .

١٣(٢)

(٢٣) باجهه باجي ڌُن آڪارا - آپ وجائي وجاوڻ هارا
گهٽ گهٽ پوڻ وهي اڪ رنگي - مل پوڻي سڀ وجاندا .

١٨(٤)

(٢٤) تُرت ٻجهي سيتل آگهائي - سُن اناهد بِسمِ ڀئي بِسماد
انند ڀيا نانڪ من ساچا - پُورن پُوري ناد .

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٩)

(٢٥) پُوري گور تي محل پايا - بِس پرگٽ لوئي
نانڪ اَنهد ڌُني در وجدي - مليا هر سوئي .

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢٨)

(٢٦) جيتا اندر جيتُم شبد هوءِ - جت شهه ميلاوا هوءِ
بن شبدي جَگ آنير هوءِ - شبدي پرگٽ هوءِ .

(٣٣)
[سلوڪ محلا تيجا]

(٢٧) گهر مهه گهر ڏکاءِ ڏيءُ - سو ستگور پرکه سُجاڻ
پنچ شبد ڌُنڪار ڌُن - تَهه باجيءِ شبد نيشاڻ .

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٧)

(٢٨) هچي شبد وجيءِ مت گورمت - وڏ ڀاڳي اَنهد وجيا
آنند مُول رام سڀ ڏٺا - گور شبدي گوونـد گجيا

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٧)

---

١. بوماما . ٢. آستان . ٣. سکيا، اُپديش . ٤. بسري . ٥. نيتي لوڪ . ٦. جيو جنت .
٧. ساس، پراڻ . ٨. ترپت ٿيڻ . ٩. اَشچرج، تعجب . ١٠. عزت، مانُ . ١١. اَنـد ر .
١٢. اُونده اَنڌُوڪار . ١٣. روشنائي، سوجهرو . ١٤. پرگهٽ ٿئي ٿو . ١٥. سارُ،

## شبد ۽ اَنهد ڌُني.

”اَنهد ڌُنيءَ“ جو لفظ هيٺاهين ڪيترن دفعن ۽ ڪيترن سلسلن ۾، هن پستڪ ۾ استعمال ٿيل آهي. حالانڪ اِنهيءَ اکر جي سرسري سمجهاڻي ڪٿي ڪٿي اڳ ۾ ئي اچي چڪي آهي، پر هن وشيه لئي وڌيڪ ورنن ڪرڻ، هتي نهايت واجب آهي. ”اَنهد ڌُني“ معنيٰ اَهو آتمڪ آواز، رُوحاني راڳ، سُريلو سُر يا مڌر ڌُني، جا هر اِنسان جي اَندر ۾، هر دم ۽ هر هميشه پيئي پاڻمرادو وڄي، جيستائين هُن ۾ پران موجُود آهن. هِن روحاني راڳ لئي، گرُوُ گرنٿ صاحب اندر، صاحبن انيڪ نالا ڏنا پيا آهن، جهڙوڪ: سار شبد، اَنهد شبد، سُرت شبد، شبد ڌُن، انهد ڌُن، سچي ٻاڻي، ڌُر جي ٻاڻي، نام، رام نام، نام ڌُن، سچ، آد سچ، اَڪٿ ڪٿا، اَجپا جاپ، هري ڪيرتن، اَکنڊ ڪيرتن، جُهنڪار، نرمل ناد، ڪنگوري، سِنگي، گهنٽ، سَنک، واڄو، بينڻ، تُور، تاڙي، وغيره، وغيره. هندوُ شاسترن ۾ به اِنهيءَ آتمڪ آواز لئي ڪيئي نالا ستعمال آهن، جهڙوڪ: دِيه ڌُني، آڪاش واڻي، واڪ، شُرتي، سوهنگ، اَدگيت. وري مسلمان الله لوڪن ۽ صوُفي فقيرن به اِنهيءَ ڌُني لئي، پنهنجي ٻوليءَ مان، جدا جدا نالا عطا ڪيا آهن، جهڙوڪ: اِسم اعظم، اِڪو اَلف، اَناهوُ، ڪلمو، ڪلام اِلاهي، بانگ آسماني، ندائي سلطاني، بانگ سلطاني، ندائي سلطاني، سلطان اَلاذڪار، حوض ڪوثر، وجد، وحدانيت، وغيره، وغيره. نالو ڪهڙو به ڏجي، وٿجي پر اِهائي آهي هر رسُ، مها رس يا امرت ڌارا، جنهنجو صاحبَ ور ور ڏئي ٿا ذڪر ڪن ۽ جنهنکي پراپت ڪرڻو آهي، ته جيون سڦلي ٿئي ۽ آتما کي آزادي ملي.

پراپر اکر ته اِلاهي ٿيا ٿا اُنهن ۾ ڇو اُڙجهي يا اَٽڪجي، جي مطلب ۽ معنيٰ ۾ ڪو به فرق ڪونه آهي؟ مطلب ته سُرت ۽ ساڌنائن دئاران، سادڪ کي اِنهيءَ ڌُنيءَ ۾ سُرتي لڳائڻي آهي، ورن آتمڪ يعني واحد واڻيءَ کي آتمڪ ڌنيءَ سان ملائڻو آهي. تان جو واحد واڻي ماڻ ۾ اچي وڃي ۽ من اَنهد ڌنيءَ ۾ لڳاتار لڳو پيو هجي. اِهو آهي رُوحاني راهه جو آخرين ڏاڪو، پرٻين پهچ يا منزل مقصوُد، جتي جيوَ آتما جي پرم آتما سان گڏجاڻي ٿي اَٿي ۽ جيون مڪتيءَ جي اِستٿي پراپت ٿي ٿئي. اِنهيءَ اِستٿيءَ لئي به سالڪن بيشمار نالا رکيا آهن ۽ اِجا به رکجن پيا، ڇو ته اِنڌو اِظهار ٿيل به اَڌوُرو ۽ اَڻپوُرو پيو لڳي. اَنيٽي آزموُدو غير محسوُس ته نه آهي پر غير مشخص ته ضروُر آهي. ڀي اَنت جو بيان ڪيترو ڪري ڪيترو ڪبو؟ جيترو ڪر اوترو ٿورو. چئي چئي، وري چئجي ته اِي انت، بي انت! مالڪ پاڻ بي اَنت، ته سندس ميلاپ جو مشاهدو به بي اَنت آهي.

پهلا ڏسو ته رواڄي اکرن کي جڏهين نظم جي صوُرت عطا ٿئي ٿي، نظم کي جڏهين

سُر جي رُوپ ۾ آنند وجهي ٿو، سُر کي جنهن مڌو ۽ مٺو آواز ملي ٿو ۽ مٺي آواز کي جنهن ساز جو سهڻو ۽ ساٿ ملي ٿو، انهن ٻُڌندڙ جي من کي ڪيڏي نه موج ۽ مستي چڙهي ٿي، هنن لئي ڪيڏو نه تار ٻڌي ٿو، دل کي ڪيڏي نه راحت اچي لڳي، چت ٺنڊيءَ ۾ ڪيڏي نه اُڏر ڪري ٿو. پوءِ ٻُڌندڙ کي اکر سمجهه ۾ اچڻ چاهي نه، اکرن جي ٻوليءَ جي ڪيس واقفيت هجي چاهي نه، پر اثر اچي ٿو اکرن جي آلاپ مان، سُر جي سوز مان ۽ آنند جي آتش مان. اهڙي سُرلدي جي سر مٿان ۽ ساز جي سوز مٿان لڳي، برجل، راجا راءِ ڏياچ جو سِر قربان ڪرايو هو. پرک وارا ئي قدرشناسي ڪندا.

جي رواجي راڳ اڳيان به سُر جي سمت اچي سگهي ٿي، ته اَنهد ڌُنيءَ اڳيان ڪهڙيون به ڪنن ساڌنائون يا ڪهڙيون به برتي پرڪشائون هجن، ته به اهي سڀ، سادڪ جي سانئڻ سامهون، هڪ تُڇ پينا آهي، پگل دل جي شرڌانجلي آهي. آخر ته اَنهد ڌُنيءَ ۾ راڳ ۽ طرز، سُر ۽ آلاپ سڀ رُوحاني آهن، شاهي شمع جا شولا آهن، حقيقي عشق جا اُلا آهن ۽ چيتنا جون چڻگون آهن. پوءِ الهيءَ حاصليت لاءِ، چونه ڌُون پسينو هڪ ڪجي؟

پرماتما ناٿ ته پيو ٿو اُها آنند ۾ واس رچائي ۽ اکرن بنا آلاپ اُٿاري. پوءِ اهو ٻڌي، سادڪ جي صُورت چونه چمڪي، سر نه چونه ٻهڪي، من چونه اُمنگ ۽ اُتساهه ۾ اچي، چت چونه اُتسل پتل ۾ اچي، هردو چونه خوشيءَ جي لهرن لئي نچي ۽ آتما چونه آنند ۾ ٻُڏي؟ جي اهڙي خدائي خمار جي خدڪي لڳي، ته پوءِ خادم وڏيڪ چا ٿيچي ۽ ڪيئن ٿيچي؟ لوڪ چئي ته لڳت اٿس، چريائي اٿس يا بيماري اٿس، پر خادم، عوام کان علحدو، نيامت کان نيارو، پريءَ جو پيارو، سو پيو دنيا کان دُور رهي، مايا کسان مُنهن موڙي، اُنيءَ مرڪي مشڪي ته اُنيءَ رُئي رڙي. پر هو هردم شبد جي سُرت ۾ سمايل آهي، اَنهد ڌُنيءَ جي آواز ۾ اَنڪيل آهي، جبلت ۾ جڪڙيل آهي، جمعيت ۾ جميل آهي، جانب ۾ جڙيل آهي ۽ جاويد ۾ جڙيل آهي. اِهو انهد ڌُنيءَ جو اِسرار آهي، ايشور جو اظهار آهي، اِنسان جو اِجلال آهي ۽ واهه واهه جو وسماد آهي. ڪي ورلا اِنهيءَ وات لئي وڃن، وڃي ٺهڪن، ٺهڪي پسن، پسي ٻُڌن، ٻُڌي چُپ ۾ اچن. صاحبن فرمايو آهي:

(١) هر اَنتر واجا پورڻ هـيءِ ميري گـووندا -

هر آپ وڄائي تُه واڄيءِ جيئهُ.

هر اَنتر نام ندان هـيءِ ميري گوولـدا -

گُرو شبدي هر پريب ڳاجيءِ جيئهُ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٣٠)

(٢) گھٽ گھٽ اَنتر برهم اُڪابا - گھٽ گھٽ جوت سبائي
اَکر ڪپاٽ مڪتي گورمتي - نِرڀوءِ تاڙي لائي.

راڳ سورٺ، محلا پهريون، شبد (٦٠)

اَنهد ڌُني ڪو اکر ڪونه آهي، ڪو بيت ڪونه آهي، ڪو ساز ڪونه آهي، ڪا ٻولي ڪانه آهي. ايڪانت جو آواز آهي، سانت جو سڏڙو آهي، اَڻلکيل اکر آهي، اَڻ ٻوليل ٻولي آهي، اَڻ گھڙيل قانون آهي، اَڻ رچيل ساز آهي، اَڻ ٻُڌل سُر آهي، اَڻ ڳايل آلاپ آهي. مڌر ميٺاج کان مٺي آهي. اِي اننت مان نڪري ٿو، اي اننت ۾ سمائجي ٿو. جتان اَنهد ڌُني اُٿي ٿي، تنهن کي صاحب تِلَ يا تيسرا تل چون ٿا. ڪي لفظ سوئِدا، شِوَ نيترا يا دوئِم چڪشو به چون ٿا. مطلب ته اِنسان جي اَندر سڀ موجود آهي ۽ اُتان ئي ملڻو آهي. پار برهم جو عڪس پرڪرتيءَ ۾ آهي ۽ پرڪرتيءَ جو عڪس اِنسان ۾ آهي. سو اَندر ۾ ئي آهن، سڀ کنڊ، برهمنڊ، روحاني منڊل، سُورج منڊل، چندرما منڊل، تارا منڊل، اَنهد ڌُني، برهم ڌام ۽ پار برهم ڌام. جو ست لوڪ ۾ آهي، تنهنجو روپ پرڪرتيءَ ۾ ۽ اُهو ئي جيو جي اندر آهي. سڀ رِڌيُون، سِڌيُون، نِڌيُون، طاقتون ۽ شڪتيون اَندر ۾ آهن. پر اِهي اِسرار اِندرين رستي کان سِواءِ پَسي سگھبا، ٻاهرين ڪُوڙين اکين دئساران ڪونه ڏسي سگھبا. جڏهين اَگيان جو پڙدو هٽندو، تڏهين روحاني روشني ظاهر ٿيندي ۽ اَندرين اک کُلندي. اِهو اسرار ستگرو ڏيکاري سگھندو. جنهن جنهن اِهو اَنهد ڌُنيءَ جو اَسرار ڏٺو آهي سو چاهي ٿو ته اُن چشڪي کي ڇُهڻي ٻوڙن ۽ مُوڙ نه موٽن ۽ مُڪتيءَ ۾ وَندڪسٽ کي نه هوند ٻَن هٽان. اِهو ئي لڳاءُ آهي! گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

گُر کي ساکيءَ اَمرت باڻي - پيوت هي نِرواڻ پيا
در در سن ڪا پرتم هوويءِ - مڪت ڀڳتي ڪري ڪيا؟

راڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٣٨)

هاڻي سوال ٿو اُٿي ته جي. اَنهد ڌُني هميشه اَندر ۾ هر دم پئي ٿي وڄي، ته ٻُڌڻ ۾ ڇو نه ٿي اچي؟ ٻُڌڻ ۾ ايندي ڪٿان جڏهين ساڳئي اندر ۾ پيا نه گُوڙ گهمسان، غلغلا ۽ ڌڪڙ لڳا پيا آهن؟ جي گهر ۾ ٻار ڏياريءَ جا ڦٽاڪا پيا ٻارين ۽ ٻم پيا ساڙين، يا شاديءَ جا دهل دماما پيا ڍُوم سان وڄن، ته ڇا هڪ ٻئي جو آواز ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي؟ سو جسي وڪار دارا ۾ اَنيڪ رتن ۽ وڪارن جو رڌبو هوندو، حرص حواس جو هراس هوندو، حسد ۽ حسرت جو هل هنگامو هوندو ۽ من جي رُچي اِلي ٿي ڪُتي ٿي هوندي، ته پوءِ رُوح جي رٻاب جي رسيلي ٻِر ڌُني ڏيهي ڏن، ٻُڌڻ ۾ اَوس ڪانه ايندي. اِنهيءَ ٻُڌڻ لاءِ ٻه ضروري شرط آهن: پهريون ماحول ۾ شانتي ۽ ٻيو ڌنيءَ طرف ڌيان، پوءِ ستگرو جي شبد

جي سهاري سان، پاڻمرادو اُنهيءَ سار سان سُرلي لڳي ويندي. اِنهن شرطن جي پوراريءَ بنا، سُرليءَ ملائڻ مشڪل آهي. ڪبير صاحب ٻه ساکي ڏني آهي:

گور ڊکلاڻي موري – جِت مرڪ پڙت هيچ ڇوري
موٺ ليٺي دوائي – ٻاجهيلي اَهد ناجي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٣٠)

ساز ۽ وڄائيندڙ ميلاپ ڪن ته سُر نڪري، راڳ ۽ راڳيندڙ ميلاپ ڪن ته آلاپ اُٿي، ڪاٺ ڪاٺ سان گسجي ته باهه ٻري، لوهه ڪي پٿر سان لڳي ته چڻنگ چمڪي، مُنهنجي ۽ مُحبت ٽاوُن ملن ته ٻجلي ڪڙڪي، سپ ۽ اُلد جهٽي ته موتي ملي، ڊُرلي ۾ جهاري لُڪ بوند لڳي يا موسم مذڪر ملن ته ونش وڌي. مطلب ته ميلاپ يا ملاوٽ مان، هڪ ٽئين نتيجو اُو نروار ٿئي. پيدائشي نتيجي جا جزا يا عناصر ته اڳئي ميلاپين ۾ موجود آهن، پر فقط ميلاپ يا ملاوٽ لاءِ منتظر آهن. رڳو منظوري ملي ته نتيجو ظاهر ٿئي. ربابي اندر به ته ڌُن لڳي پئي آهي. فقط پُڄيءَ تمواڻ جي دير آهي. ليڪن اندر ۾ آمڪ آواز، رُوحاني راڳ يا سُرت جو سُر سمايل آهي. فقط من کي اُنهي مان سُلٽو اُبي، اُنهيءَ سر ۾ سرلي لڳاٽي آهي. سلٽي بنا اُني سرلي لڳندي ڪانه. ساڌن ئي من کي سُلٽو ڪندا.

اي ٻندا، تُون من جي اُلٽائيءَ کان غافل آهين، ڌيان ڪري، سُلٽائيءَ کان غير واقف آهين. اُلٽو من دشمن آهي ته سلٽو من دوست آهي، پر لوکي دوست دشمن جي پهچاڻ ڪانه آهي، اُنتر مکي ۽ ٻاهر مکي درشٽيءَ جي فرق جي شناخت ڪانه آهي. شناخت ۽ سڃاڻ بنا، سمجهين وات ڪيئن ليندي؟ جي جيوَن جي مقصد جي معلوميت ئي ڪانه آهي، ته حاصلات لاءِ حيلو ڪيئن هلائي سگهبو؟ تُنهنجو ڌيان لڳو پيو آهي دانهوي دامن ۾، چت اٽڪيو پيو آهي سنساري سکن ۾، من متوالو ٿيو پيو آهي سرابڪ سوادن ۾، جيون کُٽو پيو آهي ٻنڌڻن ۽ ٻراڻن جي پيڙن ۾، پوءِ هُن طرف جا ترنگ ۽ ترانا، آواز ۽ آلاپ، توکي ڪٿان پڌرا پوندا؟ جتي سمرن هوُندو، اُتي ئي ته ڌيان لڳندو. وري جي سواد ۽ سنبنڌ دک مان اُڀين ٿين ٿا يا دک ۾ بدلجن ٿا، اُنهن ۾ سچو سک ڪيئن پلئي پوندو؟ هيءَ سنسار آهي پوَجل ساگر، دک ساگر، جنهن کي نه آهي ڪنڌي نه ڪنارو، نه هيءَ پُر نه هوءَ پُر. هن ڪال ۽ مايا جي ديس سان دل لڳائبي، ته جنم ۽ مرڻ جو چڪر دائما چالو رهندو. هن مَل مؤثر جي ديهيءَ کي تي پاڪ سمجهبو، ته اُمرتا اوس غائب رهندي، جي من کي چوُٽ چڏبو ۽ سنڌُون ڪري ته سوار ٿبو، ته آتما جا ڪرش ڪونه ڪٽي سگهبا. من آتما مان شڪتي ۽ جياپو پرابت ڪري، آتما جا زنجير، زياده مضبوط ڪري رهيو آهي. اِهي ڪرش ڪٽي ۽ زنجيرُن ٽوڙي، آتما کي آزاد ڪرائڻ آهي، پڪيءَ جو ٻيڙو.

پڇي. ڪيس پرواز ڪرائڻو آهي، اڳيانتا ۽ ڏٺيمت پاءَ جا پڙدا پري ڪري، اَنهد ڌنيءَ ۾ ٻڌڻ لڳائڻو آهي ۽ ساڪيات سروپ ۾ سمائڻو آهي. اهوئي جيون جو مقصد آهي.

آتما ۾ انيڪ جنمن جي واسنائن، سنسڪارن جا ڪوش، پڙدا پا ته چڙهي چڪا آهن، جن سندس جهلڪ جهڪي ڪري ڇڏي آهي. چراغ جي چمڪ مٿان، ڇڪيلتا رُوپي چادر. وڇائجي ويئي آهي. اهي سڀ ته لاهڻا آهن، هٽائڻا آهن. تن ۽ اندرين کي اڻ مڃائڻي آهي ته سُکمنا ناڙي جهت لڳي. ان ڳڻ کي لتاڙڻو آهي ته چوٿون پد پراپت ٿئي. لوڪن دروازن مان لنگهي وڃڻو آهي ته دسوين دوار ليئي. مَن، مايا، اندريءَ، چڪرن، اَنهد ڪرڻ ۽ پرڪرتيءَ جي مڙني پار وڃڻو آهي، ته ڪُوپا اُوستا ۾ داخلا ملي. اِستُول، سوڪيم ۽ ڪارڻ سرپرن جو ساٿ ڇڏڻو آهي، ته سچ کنڊ ۾ نواس ٿئي. انهن شبد جي سُرتي لڳندي، اَنهد ڌني پڌڻ ۾ ايندي، سچو سک نصيب ٿيندو ۽ اکنڊ آنند جو اَنڀو ايندو. انهيءَ رس جا سواد ملڻ بعد، ڄمڻ موت موُر نه ڪائيندو، سنساري سوادن ۽ سنبندن ۾ وري نه ڦاسندو، ڇو ته مَن، مَن ئي نه رهيو آهي. طلب، تمنا يا ترشنا مَن کي هاڻي تنگ نه ڪري سگهندي، ڇو ته مَن هاڻي اَنهيءَ اَمر پد ۾ پهتل آهي، جو وشيه واسنائن جي پهچ کان پري آهي. پر جيڏي منزل اُوچي ۽ اڻانگي ليڏي محنت گهڻي ۽ اوکي.

سو جي سالڪ جو منهن ئي اُلٽي طرف آهي ۽ منزل طرف نه آهي، ته هرڪا وک، وڌي يا ننڍي، ٽڪري يا ڀلي، منزل کي دوُر ڪندي ويندي. تنهن ڪري، اي بندا، پهريون ڏاڪو آهي منزل جي معلوميت هئڻ، ٻيو ڏاڪو آهي منزل طرف مُنهن ڪرڻ، ٽيون ڏاڪو آهي حقيقت جي هدايت حاصل ڪرڻ ۽ چوٿون ڏاڪو آهي صدق ۽ سڪ سان پنڌ پوڻ. پنڌ پئي پڄائڻا، پاتڪ پڙو پرمالما جي پناهه هيٺ آهي، واٽ جي رهبريءَ اندر آهي. هاڻي ڪيس نه ڪو پڙ نه ڪو پولو، نه لهر نه لوڏو. ڀلي ڀيرُ ڀيرُ ۾ پاڻي هلي يا دکون پائي، ڀلي ٽاڪڙجي يا ڏڪا کائي، ڀلي سهڪي يا ساهي پئي، پر هيءُ پرڀوءَ جو پيارو پڪ پار پهچندو، صحيح سلامت سهڙندو، ڇو ته هوُ سڀ ڀيا لڳي لاڳاپا لاهي، ڌاڻار جي ڏوري پڪڙي بيٺو آهي. اها ڏوري ڏُونگر ڏاري، بيابان لتاڙي، سمند اوراڻگهي به وڃي آخر پار پهچائيندي. سالڪ اُدم ڪري ته سائين به سوڀ عطا ڪري.

سو اي بندا، دل دنيا مان ڪڍي دلبر ۾ لڳاءِ. جيون بدلائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ، مَن کي سلٽو ڪرڻو آهي. اُلٽي ڏانءَ ۾ نه ڪڇ وجهي سگهبو ۽ نه ڪڇ جهلي سگهبو. گندي ڏانءَ کي اُجل ۽ اڇو ڪري، پوءِ ئي ان کا صاف ۽ سٺي شيءِ وجهي سگهبي. سو اوُڳڻن کان آجو ٿي، ڳڻن جو گرهڻ ڪر، ته اندر ۾ گيان جي روشنائي اچي، سربر مان سُرتي سميٽجي، آتما ۾ سرتي لڳي. اَنهد ڌني مچي. انهيءَ ڏس ۾ ڪاڏي ڏس اڳتي

اچي چُڪا آهن، جن مان * ”دسي گُڻ مالها“ جو حساب ڪري، پهريون قدم هڻڻ گهرجي. پڇين چاڻ ته پوءِ سچو ستگور توسان اچي سنمک ٿيندو، چاهي تون ڪيس ڳولهي لهين يا هو توکي ڳولهي لهي. صدق ۽ سڪ سان، گرو شيوا ۽ گرو ڀڳتي ڪماءِ ته گرو ڪرپا حاصل ٿئي. گرو اُپديش، گرو باڻي، گورمت يا گرو منتر ملي. اهو منتر آهي شبد مارگ، معبُود حقيقي. شبد ستگور جو آتمڪ سروُپ آهي جو ته ستگوروُ شبد جو جسماني سروُپ آهي. شبد ۽ ستگور پرماتما روُپي ترڪي جا ٻه پاسا آهن. ستگور شبد آهي ته شيوڪ سُرت جي ڌُن آهي. شبد جي سُرتيءَ سان اَنهد ڌُني وڄندي، اشرطمڪ شيوڪ ڌن، تن ۽ من مان چت ڪڍي، سڀ ستگور کي ارپي، ستگور جي شرن ۾ اچي. مهتا ۽ مان ۾ رهي، پريت ۽ پرتيت سان گرو منتر اُچاري، ساڌ سنگت ۾ وڃي شبد جو سمرن ڪري، من جا مطلب ۽ معروت مٽائي، نشڪام ڪرم ڪمائي. ستگور شبد سروُپي، شبد اپياسي آهي ۽ سروشڪتيوان آهي. ستگور، شبد جي ڪنجيءَ سان، شيوڪ جي من جو تالو يا طاق کولي، اَصليت جي محسوُسيت ڪرائي ٿو. سکيا ۽ سمرش سان، شيوڪ کي روُحاني منزلن جا سير ڪرائي، آخر پرم پد تي پهچائي ٿو. گوروُءَ جي گود ۾ اچي وڃي ته ڏس ته ڪيئن نه ٿو رنگراز ٿي، رنگ ۾ رنگئي. نير الداز ٿي نوُراني نظر سان اهو نير ڇنڊي، جو ڪمات کُلي پوني، سنڪلپ ۽ وڪلپ دوُر ٿي وڃي ۽ سچ کي نروار ڪري سگهن. سچي شيوڪ کي سچي ستگور جو ٿي سامهون ٿيندو. ڏاڍيءَ جي ڏکيل کي به ستگور جو سهارو ملي سگهي ٿو، باقي ستگور جي ڏکيل کي هرهنڌ ڏک پيو پوندي. هو ڪڏهن ٽڙ ٽانءِ نه پهچندو. مٺيا آهي مهتا ۾ ۽ نه رکو مرشد جي منهن ڏسڻ ۾.

سو ائي هندا، نِگرا، پيرا هندا، ستگور جي اوٽ ۾ اچ. جيوَن سنوار. لکڻ سڌار ۽ لائقي بڻاءِ، ته شيوڪن جي شمار ۾ ڳڻجين. ڪمت ڇڏ، ڪُمت ڇڏ، ڪُمارگ ڇڏ، ته سچ چمڪي، سُمت اچي ۽ سمارگ ملي. ڪئين مايا ڌاري مايا ۾ مُنجهي ويا، موهه ۾ مُسجهي ويا، لوڀ ۾ لُٽجي ويا، ڪام ۾ ڪُسجي ويا، ڪروڌ ۾ ڪٽجي ويا ۽ اهنڪار ۾ آزارجي ويا. وڪار ويري آهن، ڏُني دوکيباز آهي. سنبندي سُوارٿي آهن، متر مطلبي آهن. نندا نهوڙيندي، ڪسنگ ٻوڙيندو. سواد ستائيندا، وَس رلائيندا. دنيا جو جواب ڪونه آهي، حسرت جو حساب ڪوله آهي. سنسار سپنو آهي، زندگي کيل خانو آهي. غفلت ڇڏي سجاڳ ٿيءُ، اک پٽي پهل پيءُ. ديهيءَ ۽ آتما جو ڀيد سڃاڻ ۽ پنهنجو پاڻ پڇاڻ. من چنچل آهي ته چنچل ۽ چپوان نه آهي. اَستر ۽ ايڪاگر ٿي سگهي ٿو، نرليپ ۽ نرسنسي ٿي سگهي ٿو. ڪوشش ۽ ڪشالي سان، ايمانداريءَ ۽ اَورچائيءَ سان، اُلٽي مان سلٽو ۽

* دسوي گڻ مالها جو ذڪر، پهرئين ڀاڱي جي ستين باب ۾، صفحي ٣٣٤-٣٤٦ تي آيل آهي.

سلٺي مان سهيوگي ٿي سگهي ٿو. واٽ ٻڌلاءِ نه من ۾ چال ٻڌلائي. من جو مرڪز ٻڌليو نه
چڪر ٿي نٿو ڪٽي پوندو، رنگ ٿي نٿو لڳندو. وڳ جي گرماڻش ۾، من ٿوڙ اڪر
مان، موم جيان نرمل ٿيندو، سيوڪ ۽ سرايت ۾ لاثاني ٿيندو، أنهد ڌنيءَ جو آلاپ
ٻڌائيندو. اهو مهاوس ماٺي گرهست ٿيندو. اٿين آتما آزاد ٿيندي ۽ اکنڊ آنند ۾ ايندي.
اٿين ماڻش جنم سڦلو ٿيندو، آواڳون جو چڪر ختم ٿيندو. الهيءَ اوسٿا کي صاحب پسوم
پدوي يا سهج پد ٿا ڪوٺين. جيون جي جاوبد ۾، هڪ جنم نه جڳ هڪ پل مثل آهي.
آدم ۽ اڪير آخر سڦلتا آڻيندڙون. سو ستگور سڀني جي شرن ۾ اچ. شيوا ڪماءِ، نام وٺ،
شبد جو گرهڻ ڪر نه مڪتي ملي. ڏنو لڳي نه فڪر نه آهي. سوڀ ملڻ ۾ شڪ شبهو
ڪو به نه آهي. ستگور جو درسن نه ڪٿين ڀيا ڪن، پر سچو جپ، تپ ۽ سنجم آهي،
ستگور جي شبد ۾ سُرتي لڳائڻ.

| | |
|---|---|
| ستگور انو سيڪو ويکدا - جيتا جگ سنسارُ<br>ڏٺي مڪت نه هووئي - جيتر شبد نه ڪري وچار. | راڳ وڏهنس، محلا<br>ٽيون، وار (٢١)،<br>سلوڪ محلا ٽيجا |

نام، نرنڪار آهي، اصل اڪال پُرک آهي. نام لفظ نه آهي پر مها ٻل آهي، آتمڪ
شڪتي آهي. انسان جي جان جي جان آهي، نُور جو نُور آهي، جوت جي جوت آهي.
ڪُل عالم جي عبادت لاءِ جڳ ڪنوڙ ٻل عرق يا عطر آهي. نام سچي ٻاڻي، سچي آرتي،
سچي ارداس آهي. نام سچو سودو آهي. نام سچ کنڊ پهچڻ لاءِ اڻ ڏٺ ڪٽولي آهي. نام
جي مهما ئي الت آهي. شاستر ۽ سمرتيون، پراڻ ۽ پستڪ نام جو الت نه ٿا لهن پر فقط نام
جي مهما ٿا ٻڌائين. نام اها دولت آهي جا نه کُٽي، نه کسجي. نام جي جهاز ۾ سڀ
ياتري سلامت آهن، جو نه مرشد ٻاڻ ملاح آهي. طوفان انهيءَ جهاز کي نه ڏوڏي سگهندو
۽ نه باهه جلائي سگهندي. نام پرڪرتيءَ جو جياپو آهي ۽ انسان جو آڌار آهي. جيئن ول
ڏاڪي جو سهارو وٺي، مٿي چڙهندي ويندي آهي، ليڪن منش به نام جو سهارو وٺي، من
کي قبضي ۾ آڻي، اگيانتا جو پڙدو هٽائي، جيون مڪتيءَ جو مارگ ماڻي سگهي ٿو.

نام ٻاڻي پڙهجي لکجي، ٻڌجي ٻڌائجي، ڳائجي وڄائجي، پر جيستائين نام ڪنهن مان
هردي ۾ نه سمائجي ويو آهي، تيستائين جڳ ڪ جگ مارڻ آهي. ڪيترين واچڪ گياني، عالم
فاضل، هوميو جڙن هٿوراڙيون هڻندا ويا، پر پڙ ۾ پير به نه پائي سگهيا. پڙ ۾ اهو پير پائيندو
جو پنهنجي اندر ۾ پنهنجي ٻاڻ ٻسندو، ڪايا نگر جو نواسي ٿيندو، شبد جي سُرتي أنهد
ڌنيءَ ۾ گنڌيندو. ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان ابياس ڪرڻو آهي، روزمره ٻاڻ ڪسان
امتحان ونڻو آهي ۽ جيئري مرڻو آهي. نام جي علم جو عمل ڪجي. ورن آتمڪ ٻيا مڪ
واٽيءَ مان طريقت ۽ حقيقت جي معرفت ٿئي ٿي، پر نيٺ أنهد ڌنيءَ سان ڌن لڳائڻي

آهي. هٿ ڪاج ۾ هوندي به چپ نام ۾ اٽڪيل آهي. ڳالهه ڪندي پئي پر چپ ڦڙڪي
۾ هوندس. ساڌ رنڌڻيءَ ۾ مشغول هوندي پر چپ، هٿ تي سمهيل ٻار ۾ هوندس. ليڪن
هٿن جي مالها، ڪنٺ مالها نٿي، ڪنٺ مالها من مالها نٿي، جنهن ۾ نه ڳنڍ هجي ۽ نه
ڳُٽ هجي. اکنڊ جاپ هجي. نه ته مالهائون ڪيئن پيون ڦيرجن، ٻهارجن يا پيهجن. آهي
سڀ موڪش لاءِ اهڙيون ڪارگر آهن، جهڙيون کوهه جي نار جون ڪنگريون، جي ٻسو جي
ڀرجي به ڦر ڦر سکڻيون ليو پون. هڪ ڪن کان ٻڌو ۽ ٻئي کان ڪڍي ڇڏيو، نه من سکڻي
جو سکڻو رهجي ويندو.

نام جو سمرڻ چپ ۾ ليندو آهي، چت جي چيتنا اندر ليندو آهي، سواس سواس
۾ سمايل ليندو آهي. اهڙي سچي سمرڻ معرفت ئي انحد ڌنيءَ ۾ ڌيان لڳندو. مشڪل آهي
پر ممڪن آهي. محنت سان مشڪل به آسان ٿي پوندو آهي. جو سمرڻ ٻاهرئين سٿسنگ
۾ ٿو ڪجي سو اندرئين سٿسنگ اندر اٿڻو آهي. مطلب ته مکه جي جاپ تي ڪجهو نه آهي
پر اڳتي اڀياس ڪرڻو آهي. تان جو آهستي آهستي، ڌيري ڌيري، هردي اندر سمرڻ شروع
ٿي وڃي. پوءِ من جو ڌيان انحد ڌنيءَ ۾ لڳي وڃي، تان جو ايئن آتما جو واسو سچ کنڊ
۾ ٿئي، ۽ آتما شبد ۾ لئه لين لڳي رهي. انهيءَ دشا کي صاحب سن سمادي يا سهج
سمادي ٿا سڏين. اُن ٿي تو سڀو پاپ پُڄا، هوم يڳيه، بر نيم، ورت تيرٿ، جاپ تاپ
نباڻ لهيا. باقي سڀ پاکنڊي ڪرم ڪانڊ آهي، پاڻ سان دغابازي ۽ ايشور سان دوکيبازي
آهي. اها دغابازي ۽ دوکيبازي نه ايشور کان ڳجهي رهندي ۽ نه ٻئي ڪنهن کي نقصان
پهچائيندي. پنهنجو ڪهاڙو پنهنجي پير تي هڻي، پاڻ کي ٻوڙو ڪرڻو آهي. اي ٻندا،
خواب ۾ ۽ خواب جي خمار ۾ به، ڪوڙ کي سچ سمجهيو آهي. جڏهن خواب ٽٽي ۽ خواب
جو خمار لهي، ته خواب خواب سمجهيو آهي، سچ سچ سمجهيو آهي ۽ پاڻ تان ڪِليو آهي.
اگيانتا ۽ اوديا جو پڙدو به خواب مثل آهي. انهيءَ خواب ۾ ۽ پڻ انهيءَ خواب جي خمار
۾ هيءُ پرڪرتيءَ جو پرپنچ به سچ سمجهڻ ۾ اچي ٿو. جڏهن اگيان جو پڙدو دور ٿئي
ٿو، تڏهن غفلت جو جواب ٽٽي ٿو، خوديءَ جو خمار لهي ٿو. پوءِ اندرين اک کُلي ٿي،
اصليت جي خبر پئي ٿي ۽ جيو پاڻ تان ڪِلي ٿو ته ڪيئن ۽ ڪيڏو وقت نه، ڪوڙ کي
سچ سمجهي ويٺو هوس. اها ٻوجهه ئي گيان آهي، پرم گيان آهي، برهم گيان آهي.

جپ صاحب ۾، گرو نانڪ ديو جن، پنجن کنڊن جو بيان ڪيو آهي: ڌرم کنڊ،
گيان کنڊ، شرم کنڊ، ڪرم کنڊ ۽ سچ کنڊ. گرو گرنٿ صاحب ۾ ڪٿي ڪٿي پنجن شبدن
جو به ذڪر آيل آهي. صوفي مت وارا فقير به پنجن منزلن کي مڃيندا آهن: ناسوت، جبروت
ملڪوت، لاهوت ۽ هاهوت. نوري ۾ انهن کي چئجي ته روحاني سفر ۾ پنج سوکيبر

منڊل، ديس، کنڊ، ڪالبُ، شڪتي، اوستائون، چوُنڪيوُن، ٻوڙائون يا منزلوُن آهن، جن بسبب، پاٺڪن جي سهوُليت لاءِ، هت وڌيڪ سمجهاڻي ڏيڻ ضروُري آهي.

(١) ڌرم کنڊ. هيءُ آتمڪ اُنتيءَ جي پهرين ٻوڙي آهي، جتي سادڪ کي اِخلاق نامي جي ”ڌسي کڻ مالها“ جو جاپ ڪرڻ گهرجي. نہ جيئن وڪاري ۽ عيبداريءَ کان آجي ٿي گُٽران رهي، بديءَ کان ٻچي نيڪيءَ جي راهه تي اَچي، اَڌرم کي ڇڏي ڌرم جي وات وٺي، نشڪام ڪرم ڪري ڦل جو تياڳ ڪري، لميءَ وجي گُٽن جسي غلاظتن مان نڪري ستي جي سطح تي پهچي، دنيا مان لڳاوُ ڪڍي دلبر سان دللڳي ڪري، گرهست ۾ اُداسي ۽ آس ۾ نراس رهي، ڪوُڙ، ڌمت، ڪسنک کان ڪنارو ڪري، سچ جو سودو ڪماڻي، من کي موڙيئي مدائن طرف ماري اَمر ٿئي، چنچلتا ڇڏي چيتنتا جي ڇپ ۾ اچي، ۽ اِنهن اندر اوري پاڻ پڇاڻي. اِهو آهي سچو ڪرم ڪانڊ. باقي نہ سڀ آهي پاکنڊي ڪرم ڪانڊ. هوڪو ڪرم، ڌرم ۽ نياءَڪاري ڪانتي ۾، ڪرمن جي قانوُن روُپي وَٽن سان لوريو ويندو، ۽ جوڳو ڦل پائيندو. سچي سادنا ثابت ٿيندي ۽ اَنهد ڏنيءَ طرف منهن موڙيندي. پاڻ پڇاڻڻ سان ئي، پاکنڊ پڇ پائي پچندو. پاڻ پڇاڻڻ پڇاڻا، ڌرم کنڊ جي سفر جي منزل پوُري ٿئي ٿي ۽ گيان کنڊ جي سفر جي شروعات ٿئي ٿي. ڌرم کنڊ جا سالڪ، سائينءَ جي سار هيٺ رهن ٿا، مور جي ميٺهن ۾ پڇن ٿا. نرموهي آهن، لاطمع آهن. اهڙن سالڪن لاءِ ستگور بہ پيو سِڪي، کين واجهو ايندو ڏسي پيو ٻرسن ٿئي، آشيرواد ڏئي. بديءَ جي وات وارا شيطان جي سهاري تي ٽڪن ٿا، نہ نيڪيءَ جي وات وارا مرشد جي مهر لاءِ واجهائين ٿا. بديءَ ۽ نيڪيءَ کي سڃي روُپ ۾ سڃاڻڻ ۾ ئي گيان جي ٿاپئي ملي ٿي. اِنهيءَ گيان ڊانان ٿي، گيان کنڊ ۾ داخلا ملي ٿي.

(٢) گيان کنڊ. جي نيڪيءَ ۽ بديءَ جي اُفريق جي تميز ٿوي، ۽ جم ۽ موت جي اصلي معني جي معلوُميت ملي، نہ ٿوء پاڻ پڇاڻڻ سولو ٿيندو. پاڻ پڇاڻڻ بعد، اَگيانتا ۽ اَوديا جي اَڌ، جا گيان جي روشنائيءَ کي ٻڪي ويٺي هئي، سا هاڻي ڏڏڻ ۽ ڙڪڻ لڳي ٿي، ڇو ان مان گيان جي جهلڪ ملي ٿي ۽ گيان کنڊ جو نظارو نظر اڳيان اچي ٿو. ستگور سنمک ٿي، سالڪ کي سهارو ڏئي ٿو، راهه تي رهنمائي ڪري ٿو، جهاڪن ۽ وَڪڙن جي واقفيت ڪرائي ٿو، روُحاني رازن تي روشنائي وجهي ٿو، شبد جي سروپا پهرائي ٿو، ۽ پريکشائوُن وٺي پڪو ڪري ٿو. سالڪ سمجهي وڃي ٿو نہ پاربرهم ئي وڏو سچ آهي. پرڪرتي نہ بيحد ۽ اي انت مايا آهي ۽ فقط سندس عڪس يا پاڇو آهي، جا قدرت جي نيمن پٺاندڙ، پنهنجي حڪم هيٺ کيل کيڏي، نوان نوان لباس پائي، لاهي ۽ بدلائي. سالڪ نہ اِنهيءَ لباسي ليلا جي الذت ۽ لطف جي لڳاءَ ۾ لين ٿي ٿو وڃي ۽ هڪ ۾ هڪ ڏسي،

حاڪم جي حڪم جي بجاآوري نہ ڪري ، پڳوان جي پڌ ۾ نہ رهي ، ڀاڳي ڪي منهن ڪري نہ سهي ۔ لالن جي لوچ لڳي اٿس ۔ صدق اٿس ، سڪ اٿس ، شرڌا اٿس ، پريتا اٿس ۔ نام جي ڌاتُ اٿس ، انهد ڌنيءَ جو اشارو اٿس ۽ سماڌيءَ جي سوجهي اٿس ۔ ستان ستگور جو سهارو اٿس ۔ انهيءَ سمر سان ، سڀ جو سانباهو ڪري ٿو ۔ تنهن جاڳيو آهي ، جاڳيل آسيو آهي ۽ اٿيل سهڙجي سميري ، پڌ پيو آهي ۔ ڪيڏانهن نہ وڃي؟ شرم کنڊ ڏانهن ۔

(٣) شرم کنڊ ۔ هن ٽئين اوستا ۾ سالڪ شرمائجي ٿو! ڇو ٿو شرمائجي ؟ نہ من کي معلوم ٿي نہ هو نہ جا ايڪ مان انيڪتا آهي ۽ انيڪتا ايڪ ۾ آهي ، سو مان پاڻ آهيان ۔ جنهن وسريل وطن لاءِ واجهايو پئي سو وطن ٿي مان پاڻ آهيان ۔ سالڪ سمرن مان نڪري ، ڌيان ۾ گهڙي ٿو ۔ گور شيوا ، گور پڳتي ڪماني ، گور ڪرپا اندر اچي ٿو ۽ گورمک ٿئي ٿو ۔ سڀ پرم ۽ پندن ٽٽي پيا اٿس ، من ٿي پورن قبضو اٿس ۔ سرپرڪ سواد ستائيندس ڪونہ ٿا ، سنساري سنبند لُڀائيندس ڪونہ ٿا ، مايا موهيندس ڪانہ ٿي ۔ سر درشٽيءَ جو سرڪردو آهي ، پوترتائيءَ جو پتلو آهي ، محبت جو مجسم آهي ، ڪنول گل جيان نرليپ آهي ۔ رڌين سڌين جو خاوند آهي ۔ وراڳي لياڳي آهي ، جوڳي سنياسي آهي ، منُي لمبسر آهي ، سنت مهاتما آهي ۔ لطف جو لاهوتي آهي ، لمع ۾ لبالب آهي ۔ اپاسنا ۾ اڌڪاري آهي ، پرارٿنا ۾ پوڄاري آهي ۽ اِشڪار ڪرابن يا ڪرم ڪانڊ ۾ ، پڳوان جو پيلاوٺو آهي ۔ حياءَ ۽ حليمائيءَ جي حد اندر آهي ۔

(٤) ڪرم کنڊ ۔ سالڪ پاڻ ستگور ٿئي ٿو ، سنسار ۾ اوير پلٽي ٿو ، گيان ڦهلائي ٿو ۽ نوراني نرمت نوائي ٿو ۔ سچا سادڪ سياڳا آهن ، جي اهڙا جهاڪ جهوليءَ ۾ جهٽين ٿا ، شبد جي چاشنيءَ چٽين ٿا ۽ روحاني راهہ جي پانڌيا قائم رکن ٿا ۔ باقي لوڪ نہ پيو چاچ ۾ چيچڙن هٽي ۔ سالڪ پاڻ نہ پرم پد ني پهچي چڪو آهي ۔ ڏئي ڏپند کان دور آهي ، تن گڻن کان پار آهي ۔ ترپتہ جي استٿيءَ ني آهي ۔ ترپا جي اوستا ۾ آهي ۔ ڪرم ۾ اڪرم آهي ، پرمارٿ ۾ پرپورن آهي ۔ برهمانڊ ۾ اوهم گيالي آهي ، مرتيو ۾ امرتا آهي ۔ سنسار سان سنمک آهي نہ سائينءَ جي شرن ۾ آهي ۔ درشٽيءَ ۾ درشٽمان آهي ، گيان ۾ گياتا آهي ۔ سڀ جو خير چاهي ٿو ، سڀ جو ڀلو مڃاڻي ٿو ۔ سندس آواز الاهي الهام آهي ۔ پيچ ۾ پڄي پيو ، اڇيا جاپ جپي پيو ، اڪٿ ڪٿا ڪٿي پيو ۔ سُن آستان ۾ آهي ، سهج غفا ۾ آهي ، انهد ڌُنيءَ ۾ آهي ، سٽ لوڪ جي سُرليءَ ۾ آهي ، بي سڌ ۽ بي خوديءَ جي اکنڊ خمار ۾ آهي ۔ سچ کنڊ مان پيا سڏڙا اچنس ڇو نہ روم روم ۾ رام رمي رهيو اٿس ۔

(٥) سچ کنڊ ۔ هن پوئين پد لئي بہ انيڪ نالا پيل آهن ، جهڙوڪ : سچ کنڊ ، سمع

لوڪ، نج ڌام، ڌُرِ ڌام، الک لوڪ، اگم لوڪ، انامي لوڪ، مقامِ الله، مقامِ حق، مقامِ
هُوءَ، انيڙ ڳڙهه، آنم ڳڙهه، آدي ڳڙهه، بيگمپور، امراپور، پريم نگر، نور محل، وغيره
وغيره. جو برهم ديس، نج ديس آهي، جتي پاربرهم جو نواس آهي، لفظن جا تالا، ڪيئن پورو
اظهار ڪندا؟ بي انت جي قدرت بي انت آهي، بي انت جو ديس به بي انت آهي،
نه بي انت ديس جي نواسين جو انت ڪيئن لهي سگهبو؟ سچ ڪنڊ ۾ جنم موت نه آهي،
سک دک نه آهي، خوشي غم نه آهي، روشنائي اونداهي نه آهي، دُئيت جي ڪا دُئي
نه آهي. اتي جمنا، گنگا ۽ سرسوتي سُلتانن جو سنگم آهي، پريم جو پراڳ آهي،
پرڪرتيءَ، پرش ۽ پرشوتم جي ترويڻي آهي، انهد ڌُنيءَ جي ڌارا آهي، امرسر آهي.
اتي اکنڊ آنند آهي، سچ جو ساگر آهي، چيتنا جو چشمو آهي. اتي خود خدا آهي. اتي
سڀ ڪجهه آهي نه ڪجهه ڪين آهي. سوڪيم اهنتا جي به انت آهي. اتي سالڪ سهج
سماڌيءَ ۾ آهي نه ست سروپ ۾ سمايل آهي، درياءَ ۾ لهر آهي نه لهر ۾ درياءَ آهي،
ساگر ۾ ڇولي آهي نه ڇوليءَ ۾ ساگر آهي. اتي بوند سمنڊ ۾ سمائجي ٿي نه سمنڊ بوند ۾
سمائجي ٿو. اتي سالڪ گڏجي گود ۾ ويو آهي، ديهي وديهي آهي، جيون مڪت آهي،
اَن الحق آهي، اڪو اڪ آهي. اهو لاهوتي لطف لابيان آهي، جو نه اکر جي ڪم جو گيان،
شخصي انڀو ۾ اچي سگهي ٿو پر اکرن ۾ ماپڻ ممڪن نه آهي، اکرن ۾ اڻڪٿ آهي،
اگيان جي اونده ۾ اچڻ ۽ اوديا جي اڌ ڌاڙو ڪرڻ. اکرن جو اڀياس ڪرڻو آهي.

سو اي بندا، انهد ڌُنيءَ جو آواز اهو آهي ۽ اُنهن اناليو، جيئن ڪو جادو لڳائڻ سان،
زندگانيءَ جي موڙ ٿي صحيح طرف وٺڻ سان، دلبر جي دڳ لڳڻ سان، اندرين گيان اچڻ
سان، ۽ اندرانءَ اک کلڻ سان. اهي ڪوڙ انائيندا، جي واچڪ گياني آهن، اپديش ڏيڻ
۾ استاد آهن، چربتر ۾ چالاڪ آهن، چال ۾ چتر آهن، ٻاهران ٻهروپي آهن ۽ اندران اڇا
آس ۽ اڪڙ ۾ اڙيل آهن. جي پاڻ گپ ۾ ڪتل آهن، گناهن ۾ گرفتار آهن، گمانن ۾ گمراهه
آهن، سي امت جي گهڻ ڪتان ڪندا؟ انهد ڌُنيءَ جو آواز، اهي ٿي انائيندا، جن جيئي
جيئرن، سچ جي ساک ۾ آهي، پريم جي پلٽي ۾ آهي، دنيا جي دوستيءَ ۾ آهي ۽ دنيا
جي دست برداريءَ ۾ آهي. نه قدرت جي ڪائنات ۾ آهي، جبلن جي جبلت ۾ آهي، وڻراهه
جي وسعت ۾ آهي، گلن جي گلزاريءَ ۾ آهي ۽ گگن جي گوگياءَ ۾ آهي. نه گگدامن جي
گداوش ۾ آهي، پَسن جي پرلر ۾ آهي، پکين جي پرواز ۾ آهي، جيتن جي جماعت ۾
آهي، انسانن جي امداديءَ ۾ آهي، دکين جي دلداريءَ ۾ آهي، موتاجن جي مددگاريءَ
۾ آهي ۽ هيڻن جي حفاظت ۾ آهي. مطلب نه سنسار جي سَمر پاونا ۾ آهي، پرڪرتيءَ جي
پايداريءَ ۾ آهي ۽ خداوندءَ جي خوشحاليءَ ۾ آهي.

اها آهي خداپرستي ۽ خداشناسي، جنهن جي بيخوديءَ ۾ من، مايا جي ملاوٽ ۾
هوندي به، اندر جي انهد ڌنيءَ جي آلاپ ۾، اڪيلو بيٺو آهي. ايترو ته انهيءَ رس
۾ رڌو ويٺو آهي، جو سنساري وهنوارن ۽ ڪٽنب جي ڪرتبن کي به ساڳئي مزاج ۾
ملائي ڇڏيو اٿائين. آتمڪ اُنتي علم پرائڻ ۾ نه آهي، عالم ٿيڻ ۾ نه آهي، عاقل يا عادل
سڏائڻ ۾ نه آهي، نه عمل ڪرڻ ۾ آهي، ڌارمڪ سکيائن کي جيون ڌارا ۾ وهائڻ ۾ آهي،
جيون کي ڪارگر ۽ ڪارائتي بڻائڻ ۾ آهي، ته آتما ائين ڪلپنائون، ڪرم ۽ ڪوشش ڪئي،
آزاد ٿئي. اهي اصول ڪهڙي ڪم جا، جي رڳو پٿيون ڇپيون، ڇپي ڏکي نيتا هجن،
دنيا جي ڏيکاڏيکيءَ لاءِ هجن، ملاقاتين کي موهين، پر جيون ۾ جذب ٿيل ڪونه
هجن. انهد ڌني، جيون جي سنگيت آهي، تند تنا تار جو ترانو آهي، جو جيون بدلائي
ڇڏي آهي، سرير اندر سُرتي لڳائي آهي ۽ هوءَ ڪُل مخلوقات ۾ ملائي آهي. هيءَ
جيون جي جوت، لڳاو ڪري اڪل آهي، ڌنڌ ڪري ڌمڪيل آهي. هيءَ الوهيت
جو آواز، اهنتا ڪري اڻ ٻڌائتو آهي، ڏنيڪرن ڪري ڏٻو آهي. هتان ڏيان ڪيئي،
هٿ لڳائڻ سان، نيت بدلڻ ۾ اهڙو، ٿورڙن جهڙڪ نه پرورن پڙاڏو آهي، پر هوءَ ڏيري
ڏيري، جهڙڪ نه ويجهو ۽ موافق وجد آهي. اهو سادنائن جو سٽڪار آهي، سرتاڻيءَ جو
سٽيڪار آهي، پرماتما جي پراپتي آهي.



## (١٢) پرماتما کي نه وسار

(١) جهه[1] پرساد[2] ڇتيهه امرت کاهه - تس ٺاکر کئُ رک من ماهه.
جهه پرساد سگندت[3] تن لاوهه - تس کئُ سمرت پرم گت پاوهه.
جهه پرساد بسهه سک مندر[4] - تسهه ڌياءِ سدا من اندر
جهه پرساد گرهه[4] سنگ سک بسنا - آٺ پهر سمرهه تس رسنا
جهه پرساد رنگ رس ڀوگ - نانک سدا ڌيائيءِ ڌياون جوگ[5].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (١)٦]

(٢) سو[1] ڪئُ وسري جو گهال[6] نه ڀانئي[7] - سو ڪئُ وسري جو ڪيتا[8] جاڻي
سو ڪئُ وسري جن سڀ ڪڇ ديتا - سو ڪئُ وسري جو جيون جيتا[9]
سو ڪئُ وسري جو اگن مهه راکي - گر پرساد ڪو ورلا لاکي[10]
سو ڪئُ وسري جو بک[11] لي ڪاڍي - جنم جنم کا ٽوٽا[12] گانڍي
گر پوري تت[13] اهه بجهايا - پرڀ اپنا نانک جن ڌيايا.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٤)٢٠]

(٣) گورا[14] - اک ديهه[15] بجهائي
سڀنا جيئا کا اک[1] داتا - سو مين وسر نه جائي.

(٤) ساهه ساهه تجهه سملا[16] - ڪدي نه وسارهُ
جئُ جئُ صاحب من وسي - گورمکهه[17] امرت پيئُ.

(٥) نانڪ جيري جپ هري[1] - ڏوک سيهي هيت[7]
دن رتا[18] جس نه وسري - سو هورِيا[19] هووي جنت[20].

جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٥)

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٦)

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، دن رتا (٣)

---

١. پرماتما. ٢. ڪرپا، مهر، ڪرپا. ٣. عطر ڦليل. ٤. گهر، ڪٽنب. ٥. لائق. ٦. ڪمائي.
٧. چت ڪري. ٨. سڀ ڪرم. ٩. پراڻ. ١٠. سمجهي سگهندو. ١١. ڏکڙن. ١٢. ملائي
ٿو. ١٣. سار، گيان. ١٤. ستگور. ١٥. سمجهه ڏني آهي. ١٦. ياد ڪريان، سمرڻ ڪريان.
١٧. ستگوروءَ معرفت. ١٨. رات. ١٩. خوش. ٢٠. انسان.

(٦) تن تون وسوهه - جو تُون آپ پلائي
تن تون وسوهه - جو دوجي پائي.

واڳ— گوڙي، محلا ليجا، شبد (٧)

(٧) جن ديٺا لتاوي ڪمُ تسان - جن ديٺا لمابي ڪمُ مسانُ
جن ڪيدي سڀ پوُرن آسا - سمرءَ دِن وتن ساس گراسا.

واڳ— گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٨) سڀ هدايت سڀ قلا - سرب گتان جس ماهه
ڪمُ گوبند منهه وسارئي - جس سمرت دکه جاهه.

(١٧١)

(٩) جس سمرت دکه جاءِ - سهج سکه پائيئي
رٿا دنس کر جوڙ - هر هر ڌيائيئي.

واڳ— آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٢)

(١٠) دن واڻي آراڌهه پيارو - نمک نه کيجي ڍِلا
سنت شيوا کر پاوائي لائيئي - تياڳ مانُ هاٺيلا.

واڳ— گوجري، محلا پنجوان، شبد (١٣)

(١١) تس بن گهڙي نه جيوئيئي پاڻي - سرب ڪلا پرپوُر
ساس گراس نه وسري پاڻي - پيکمُ سدا حضوُر.

واڳ— سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨) ١

(١٢) پاپي سُهاوي چاڙي - جامهه گُن گائي
ڪِتهي ڪام نه ڏول هر - جت هر بِسرائي.

واڳ— سوُهي، محلا پنجوان، شبد (٤١)

(١٣) من لي ڪبهه نه وسري - جا آپي هوءِ ديال جيمُ
آوڻ جاڻا رهه گئي - من وُٺا نرنڪار جيمُ.

واڳ— سوُهي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)

(١٤) جن ديٺا ڪَد پوَن اَمولا - جن ديٺا تد نسمر نرمولا
جن ديٺا تد پاوَڪ بَلا - تس ناڪر کي رهه من سرلا
پيکن ڪمُ ليتر سُنن ڪمُ ڪرنا - هَست ڪماوَن باسن وسنا
چرن چلن ڪمُ سر ڪيمو ميرا - من تس ناڪر کي پوُجهه پترا.

واڳ— وامڪلي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)

---

١. پرمالما. ٢. ڀيائي، ڏنيمت پاؤ. ٣. نڪاڻو. ٤. عزت آبروُ. ٥. نمسڪار. ٦. ڪِڙڪ پَل. ٧. ڍير، ڍِل. ٨. پريم، لشڪو. ٩. اَهنڪار. ١٠. هٿ. ١١. شڪتي. ١٢. ڏسان پيو. ١٣. جهوُپڙي. ١٤. محل. ١٥. ڪڏهين به. ١٦. وَسيو اچي آهي. ١٧. هوا. ١٨. جل، پاڻي. ١٩. اگني. ٢٠. ڪن. ٢١. هٿ. ٢٢. نڪ. ٢٣. ٺاڪوُر، سرمور. ٢٤. چرن.

(١٥) ماتا کي[1] اُدر مهه پرتپال کري - سو[3] کيئ منهه[4] وسارئي
منهه کيئ وسارئي ايڊو داتا - جو اڳن[1] مهه آهار پهچاوڻي.

راڳ رامڪلي، محلا ليجا، اَنند صاحب، (٢٨)

(١٦) هر هر[3] ڌياءِ مَنا - کِسن نه وسارئي
رام راما[3] رامُ رما - کست اُرڌارئي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، چهنت(١)٢

(١٧) سار[6] نه جاڻان توُن وڏ داتا[7] - کر مهرمت سائين
کرپا کيجئي سا مَت ديجئي - آٺ پهر تُد ڌيائي.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، چهنت (١)٤

(١٨) من کهان بِساريو رام نام - کِن[8] بِنسي جم سنڌ پڙئي کام
اِڪ پگس نارائڻ هوءِ سنگ - کهه نانڪ پَج لهه اِڪ رنگ.

راڳ بسنت، محلا ناوان، شبد (٤)

(١٩) جيتي ساس ساس[9] هم ليتي - ليتي هي گُڻ گايا
نِمک نه بِڇڙي گهڙي نه بِسري[10] - سد[11] سنگي جَت جايا[12].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٤١)

---

١. ماءُ جي گرڀ ۾. ٢. سنڀال. ٣. پرماتما. ٤. هردي مان. ٥. کاڄ. ٦. اَنت، قدر.
٧. داناءُ، سياڻو. ٨. سريو، ڊاهي. ٩. دم. ١٠. ڪِڪ پَل. ١١. سات. ١٢. وڃان پيو.

## (۱۳) وِسارِيئَہِ نہ وڻين!

(۱) سُندر سيڄ[1] اَنيڪ سک - رس ڀوڳڻ پوري
گِرهه سوئن چندن سُگنڌ - لاءِ موتي هِيري
مَن اِڇي سک ماڻدا - ڪِهه ناهي وسُوري[2]
سو پرڀ[3] چِت نہ آوَئي - وِشٽا ڪي ڪِيڙي
بِن هر نام نہ سانت هوءِ - ڪِت بِڌ[4] من ڌِيري.
[ راڳُ جئيتسري، محلا پنجوان، وار (٦)]

(۲) لبيئہ[3] نام وسارِيا - نال مايا رَچا
آوي جاءِ ڀواليئي[5] - بهه جُوني نَچا
بچن ڪري لئي ڪسڪ[6] جاءِ - ٻولي سڀ ڪَچا[7]
اَندرهه ٿوٺا ڪوڙِيار - ڪوڙي سڀ ڪَچا[9][8]
وِلس[10] ڪري نِروَلس[3] نال - جُوني لالچا
مارِيا سچي پاتشاهه[3] - وِڪر ڏُر ڪَسُمَچا[11]
جم ڏُولي هوءِ هيرِيا[12] - دُک هي مهِ پچا
هويا نِهاوس[13] ڏرم ڪا - نانڪ در سچا.
[ راڳُ مارُو، محلا پنجوان، وار (١٥)]

(۳) سو[30] ڪئُ مهِ وسارِيئي - جا ڪي جيئہ پراڻ
تِس[3] وِڻ[14] سڀ اَپوِتر هوءِ - جيتا پئنڻ[15] کاڻُ
هور گَلان[16] سڀ ڪُوڙِيا - تُد ڀاوي پرواڻُ[17].

سِري راڳُ، محلا پهلا، شبد (۵)

---

۱. پلنگ، سيجا تُون. ۲. دک، تڪليفُون. ۳. پرماتما. ۴. طرح. ۵. پنکي نُو. ٦. ٿِري وچي لُو. ۷. ڪُوڙ، جُوٺ. ۸. خالي. ۹. ڌاڙون. ۱۰. دشمني. ۱۱. ڪڪرم. ۱۲. ڏسي، لاڙي. ۱۳. اِنصاف. ۱۴. ٻنا. ۱۵. کاڌو پيتو. ١٦. ڳالهيُون. ۱۷. درگهه پر قبُول.

(۴) اَندُلِيءِ نام وساريا - منمکه[1] اَند[2] غُبار
آوڻ[3] جاڻ نہ چُڪئي - مر جنميءِ هوءِ خوار۔ (١٣)

(٥) اِڪ تِلُ[4] پيارا ويسريءِ - روڳ وڏا مَن ماهہ
ڪِٿہ درگهہ پت پائيئيءِ - جا هرِ[5] نہ وَسيءِ من ماهہ۔ (٢٠)

(٦) پرميسر[5] تي ڀُليان - وياپن سَبي روڳ
ويمکہ[6] هووئيءِ وام ٿي - لڳنِ جنم وجوڳ[7]
ڪِنُ[4] مهہ ڪوڙي هوءِ گئي - جِتڙي مايا پوڳ۔

واڳ مسانجهہ، محلا پنجوان، باره ماهہ (٩)

(٧) تِن توُن[5] وسرهہ - جو تُد[5] آپ ڀُلائي
تِن توُن وسرهہ - جو دوُجيءِ پائي۔

واڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (٧)

(٨) جِس واکيءِ - تس ڪوءِ نہ ماريءِ
سو موُٺا - جِس منهہ بِساريءِ۔

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢)٢٢

(٩) اَني پهر پوُندا[8] قِريءِ - ڪاوُن[9] سندڙي سوُلَ[10]
دُوجهہ[11] پولدا ڪِٿہ رهيءِ - جا چِت نہ هوءِ رسوُلَ۔

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٨)

(١٠) ساس گراس ڪو دانا ٺاڪر - سو ڪِٿہ منهہ بِساريو ري
هيرا لعل اَمول جنم هيءِ - ڪوڏي بدليءِ هاريو ري۔

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٦)

(١١) من اِيڪ[5] نہ چيتس - موُڙ[12] مَنا
هرِ[5] بِسرت - تيري گت گليا[13]۔

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٩)

(١٢) رَتي عشق خُداء[5] - رنگ ديدار ڪي
وِسريا جِن نام - تي ڀُءِ[14] يار[15] ٿئي۔

واڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

(١٣) ڪها[16] پيو ليوت بِرتھ[17] ڪيئي - وام سرن نهي آويءِ
جوڳ جڳ[18] نهقل[19] تِهہ مانُٿہ - جو پربهہ جَس[20] بِساويءِ۔

واڳ بلاول، محلا ناوان، شبد (٢)

---

١. اڳياني، منمکہ. ٢. اڳيان جي اوُندهہ. ٣. جمڻ مرڻ جو چڪر. ۴. رتي پَل. ٥. پرماتما.
٦. بيمکہ. ٧. وڇوڙا. ٨. پتڪندو. ٩. ڪاڏو. ١٠. ترشنا. ١١. نرڪ. ١٢. موُرکہ. ١٣. ختم ٿي ويا. ١۴. زمين. ١٥. بوجهہ. ١٦. ڇا ٿي پيو جي. ١٧. ورتھ. ١٨. يگيہ. ١٩. وترت. ٢٠. مهما، گڻ.

(١٤) سيئي ڏک سنتاپ - جان لُڏهه پليئي
جي ڪيئين لک اپاءَ - تان ڪهي نه کُهليئي.

واڳه رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٤)

(١٥) لئسو جتسا ڪاپليئي - جتسي ڪسار ڪساءِ
جو دم چت نه آوئي - سو دم برٿا جاءِ.

واڳه سوهي، محلا پهلا، شبد (٧)

(١٦) ڪاٺا پيٺا هسٺا سوٺا - وسر گيا هيءِ مرٺا
خصم وسار خواري ڪيني - ڏڙگه جيوڻ نهي رهٺا.

واڳه ملار، محلا پهلا، شبد (١)

(١٧) ايڪ يڪت يگوان - جهه پراٺي ڪي ناهه مِن
جتسي سوُڪر سُتان - نانڪ مانسو ناهه تن.

سلوڪ، محلا نـاون (٤٤)

---

١. درد، گشت. ٢. پرماتما. ٣. ڪجن. ٤. چوڪارو ملندو. ٥. جتي سگهبو. ٦. ساس، دم. ٧. ڪلاڻ، مزا ماڻڻ. ٨. سمهڻ. ٩. ڏکار جوڳو. ١٠. انسان. ١١. سوُئر. ١٢. ڪتو.

## (١٤) نامَ نہ ملڻ جو نتيجو.

(١) ڏُلڀ[١] ديھہ پائي وڏ ڀاڳي - نام نہ جپهہ آلہ گهاتي
مر ڄاهي جن بسرت رام[٢] - نام ٻِهُوڻَ[٣] جيون ڪَوُن ڪام؟ (١. ر.)
کات پيت کيلت هست بِستار[٤] - ڪوُن اَرٿ مِرتڪ[٥] سينگار
جو نہ سُنهہ جس پرماننداَ - پس پکي تِرگد[٦] جوُن ني معدا
کهہ نانڪ گور منتر درڙايا - ڪيوَل نام رِدَ[٧] ماهہ سمايا.
[ راڳہ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٤٢) ]

(٢) ڪيا سووهہ نام وسار - غافل گهِليا[٨]
ڪتي اِت دريائو[٩] - وچن وهنديا
ٻوهِتڙا[١٠] هُو چرڻ[٢] - من چڙهہ لنگهيئي
آت ٻهر گڻ گاءِ - ساڌو سنگيئي[١١]. (١. ر.)
پوگهہ پوگہ اَنيڪ - وِڻ ناويءِ سُجيا
هر ڪي پگت ٻنا - مر مر رُنيا[١٢]
کپڙ پوگہ سُگنڌ - تن مُردن[١٣] مالتا[١٤]
ٻن سمرن تن چار[١٥] - سر ٻر چالتا
مها بِکسر[١٦] سنسار - ورلي[١٧] هيکيا
چوُڻ هر کي سرن - ليکہ[١٨] نانڪ ليکيا.
[ راڳہ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٠) ]

---

١. دُرلڀ، اَمولڪ. ٢. پرماتما. ٣. ٻنا، کانسواءِ. ٤. چڱو چوکو. ٥. مڙدو. ٦. ڪِيڙا، ڪِيئان. ٧. هردو. ٨. گهيلو. ٩. سنسار جو ڀوَجل ساگر. ١٠. جهاز. ١١. سنگہ ۾. ١٢. روئي روئي. ١٣. مکين ٿو، مهٽين ٿو. ١٤. خاڪ ۾ ملي ويندو. ١٥. خاڪ. ١٦. کٺن، اَکهور. ١٧. ڏنو آهي، سڄاڻ آهي. ١٨. قانون، حڪم.

(٢١) گور ستگرُو ڪا جو سِڪ اُڪانٿي - سو پلڪي[١] اڌ[٢] هو نام ڌياوي
آدم ڪري پلڪي پريانٿي - اِشنان ڪري اُمرت سر ناوي.
راڳ گوڙي، محلا چوٿون، وار (١١)

(٢٢) سگلي داسي ٺاڪر جي - سڀ ڪهتا ميرا
جسهه سيڱگاري نانڪا - تِس سُکهه[٣] اَسيرا.
راڳ آسا، محلا پنجون، شبد (١١٨)

(٢٣) جن ڪَي مَن سچ وسيا - سچي ڪار ڪماءِ
آن تِن شيوهه سهج سُڌ - سچي ماهه سماءِ.
راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣) ١١

(٢٤) گورو سِک، سِک گورو هي - ايڪو[٤] گورو اُپديش چلاٿي[٥]
رام نام منتر هردي ڏيوي - نانڪ ملڻ سڀائي[٦].
راڳ آسا، محلا چوٿون، چنت (٨) ٢

(٢٥) هو جن پريت وَل[٧] ايڪو هوئي - هو جن پريت ايڪ سمان جيئہ
ڈر مرڻ لِکايا گورمک سوهايا - جن اُپري هو هو ڈيان جيئہ.
٦(٣)

(٢٦) ايهه ڪِبيهي[٨] چاڪري - جت پؤ خصم تس جاءِ
نانڪ شيوڪ ڪايئيڪي[٩] - جو سيتي خصم سماءِ.
راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٣)، سلوڪ محلا دوجا

(٢٧) هو جن اُلر يگت سداوي - آکيا من سڪ پساوي
جو تِس پاوي سَت ڪر مانِي - پاٿا من وساني.
راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (١٦)

(٢٨) متا مشورت[١١] اُوُر سيانپ - جن ڪئہ ڪيڙو نہ آيو
جهه جهه اُوسر[١٢] آءِ بنيو هي - تهان تهان هو ڌياير.
راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٢٩) پيا بي دو گهو پانسي - سچ واکي اُڌار
پيا بي ڪا محل اُڪلا[١٣] - هو جي ناءِ پيار.
راڳ گوجري، محلا ٽيجا، وار (١٨)

(٣٠) سو هو هو نام سدا سدا سماليِ - جس ستگورو پورا ميرا ملِيا
نانڪ هو جن هو لِکي[١٤] هوئي - هو جپ هو سيتي رَليا.
راڳ وڏهنس، محلا چوٿون، شبد (٣)

---

١. ڪرڻائي، چوائي. ٢. پرياسر جو اُنتي. ٣. واسو، ٽڪاڻو. ٤. هڪڙو ئي. ٥. موجب پورو ڪري. ٦. پرماتما کي سياڻڪ پائي سگهبو. ٧. گڏجي. ٨. سٺار. ٩. کهڙي. ١٠. شيوا، ٽهل. ١١. صلاح مصلحت. ١٢. تڪليف جو وقت. ١٣. اوچو. ١٤. هڪ ئي وڃن ٿا.

(٣١) هو ڪاء مدگل رام نساما - هسر شيو شيوڪ شيوڪي[1]
پريي جاء پاويع رنگ مداي - هر رنگ ماڻيع رنگ ڪي.

واڳ وڏهنس، محلا چوتان، چهت (٤)٦

(٣٢) گوڙ سِکان مِن هر پرينم هيع - گور پوُجڻ آوهه
هر نام ترِڃيه رنگ سڱ[2] - لاها هر نام ليع جاوهه
گور سِکان ڪي مڪ اوُجاي - هرِ درگهه پاوهه.

واڳ وڏهنس، محلا چوتان، وار (١١)

(٣٣) پرڪيع[3] شيوهه سي پرک هووهه - جِني هوُميع شبد جَلائي
اِسڪا شرِيڪ ڪر نهي[4] - ناڪو ڪَٽڪ[5] ونراني[6]
نهچل راج هيع سدا لِس ڪيرا - نسا آويع نا جائي
اَن دِن شيوڪ شيوا ڪري - هر سچي ڪي گڻ گائي.

(١٥)

(٣٤) گرهيَ مهه هو جن سدا اُداسي - گيان تت بيچاري
ستگور شيو سدا سک پايا - هسر واکيا اُرداري[7].

واڳ سورٺ، محلا ليجا، شبد (١)

(٣٥) ليريا داسا رِديع مُرارِي[3] - پريي[3] اَچِل[8] نيتو[9] اساري
پل دَن لکِيعا[10] ليرا - توُن پارو نساڪر ميرا.

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥٤)

(٣٦) آلسي شيوڪ شيوا ڪريع - جِسّ ڪا جيعُ[3] پِس آڳيع دريع
صاحب پاويع سو پرواڻ - سو شيوڪ درگهه پاويع مانُ[11].

واڳ ڏناسري، محلا پهلا، شبد (٤)

(٣٧) جسو مالگهه ناڪُو آپي تسي - سرني سولي دسويع
نانڪ داس مڪه لي جو پرايع - اِلهان[12] اوُهان سچ هرونِي.

واڳ ڏناسري، محلا پنجوان، شبد (٤٥)

(٣٨) آپيّ گور چيلا هيع آپي - آپي گڻي نِيدانا
جڳ آپ[3] چلائي اپِريع ڪوئي چاليع - جِڳ هرِ[3] پاويع پگوانا.

واڳ بلاول، محلا ليجا، شبد (٣)

(٣٩) جَن بار بوهم[3] جاڪي ابرمل مهما -
جَن ڪي چرن ليرٿ ڪوٽ[13] گنگا
جَن ڪي دُوڙ ڪيئرو مڃن[14] نانڪ - جنم جنم ڪي هَري ڪَلنگا[15].

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (١٢٠)

---

١. داسن جو داس. ٢. خوبد ڪن تسا. ٣. پرماتما. ٤. مت. ٥. ڏکوئيندڙ. ٦. دشمن.
٧. هردي پر سمرن ڪري تسو. ٨. مضبوط. ٩. بنياد. ١٠. پروسو. ١١. عزت، بسولبو.
١٢. لوڪ پرلوڪ. ١٣. ڪئين، ڪروڙين. ١٤. اِشنان. ١٥. پاپ.

(٤٠) هم ڪوڪر تيري دربار — ڀوڪهه آگيو بدن پسار[3]
اوکب جهر هر توري شيوڪ — آپ لئهُ مِتيا نہ جائي
تيري دُنارو ڌن سهج ڪي — مالي ميري دکائي[4].
واڳ راماڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(٤١) هر هر شيوڪ شيوا لاگيو — سب ديکهہ اوهم پساري[6]
ايڪ ٿوڪ ابڪ ندري آويو — سب ايڪا ندر نهاري.
واڳ نٽ نارائڻ، محلا چوٿو، اشٽپدي(٢)٤

(٤٢) مَل خريدي لالا گولا[8] — ميرا نام سپاگا[9]
گور ڪي بچني هاٽ بِڪانا — جت لايا تت لاگا.
واڳ مارو، محلا پهلا، شبد (٦)

(٤٣) لالا سو جيوت مريو — مر وچهه آپ گوائي
بندن توڙ مڪت هوء — ترشنا اگن بجهائي.
واڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٥

(٤٤) سو جن نرمل جن آپ پچاتا — آپي آءِ مليا سکدانا[5]
رسنا شبد رتي گڻ گاوي — در ساچي پت پائي هي.
واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٢)٣

(٤٥) گور ڪا شيوڪ نرڪ نہ جائي — گور ڪا شيوڪ پار برهمر[5] دپائي
گور ڪا شيوڪ ساڌ سنگ پائي — گور ڪردا نت جيئہ دانا هي
واڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (٣)٤

(٤٦) هر ڪا شيوڪ سو هر[5] جيها — ڀيد نہ جاڻهہ مانس[12] ديها
جئو جل ترنگ[13] اٿهہ بهُ[14] پائي — ڦر سلليو سلل سماندا.
٥(٨)

(٤٧) تس جن ڪي هيو ساچي باڻي — گور ڪيو شبد جگ ماهہ سماڻي[15]
چهہ جگ پسري[15] ساچي سوء — نام رتا جن پرگٽ هوء.
واڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (٧)

(٤٨) گنگا گيا گوداوري — سنسار[16] ڪي ڪاما
نارائڻ سوپرسن هوء — تہ شيوڪ ناما.
واڳ بسنت، بگت نامديو، شبد (١)

(٤٩) ڪاڍي اگيان تمر نرمليا[17] — بڌ بگاس[18] بسيڪا[19]
جئو جل ترنگ[14] ڦين[13] جل هوئيو — شيوڪ ٺاڪر ڀئي ايڪا.
واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٢٧)

---

١. ڪتو. ٢. واس. ٣. ڦاڙي. ٤. ڏيو. ٥. پرماتما. ٦. سنسار، پرڪرتي. ٧. هڪ جهڙي.
٨. داس، ٻانهو، ٽهليو. ٩. پاڳوان. ١٠. دڪان تي. ١١. وڪاڻل آهيان. ١٢. انساني جامو.
١٣. پڌپدا. ١٤. پاڻي. ١٥. ڦهلجي، پکڙجي وئي. ١٦. سنساري ماڻهن جا. ١٧. اونده.
١٨. روشن ٿي. ١٩. وواڪي.

(٥٠) نانڪ سيوڪ سوئي آکيئي - جو سِر ڌري اُتار
ستگور ڪا ڀاڻا مَن لئي - شبد رکي اُرڌار.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢٧)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٥١) جنم مرڻ ڏُکهُ مهِ ناهي - جن پر اُپڪاري آئي
جيئدان دي ڀڳتي لائنِ - هر سڱ لين مِلائي
سچا اَمر سچي پالشاهي - سچي سيتي رالي
سچا سک سچي وڏيائي - جسڪي سي تِن جاتي.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٥٤)

(٥٢) جاص ڪُلين[1] سيوڪ جي هوء - تاڪا ڪُهٽا[2] ڪُهه[3] نہ ڪوء
وچ ئسنا[4] سيوڪ هوء - نانڪ پٽيئا[5] پهوئ سوء.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٦)

(٥٣) ستگور سيوهِ سي پرواڻ - جِن جوتي جوت مِلائي
سو صاحب سو سيوڪ تيها - جِس ڀاڻا مَن وسائي.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٣٠)

(٥٤) سُرگ مُڪت بيڪنٺ سڀ[6] بانڇهه[7] - نِت آسا آس ڪريجي
هر درسن ڪي جَن مڪت نہ مانگهه -
مل درسن ترپت من ڌريجي[8].

واڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (١) ٢

(٥٥) اَئسي جَن ورلي جگ اَندر - پَرکِ[9] خزانئ پايا
جاص ورن تي ڀئي اَتيتا - ممتا لوڀ چُڪايا.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٧) ٧

(٥٦) ڪبير پائي[10] هوئا تو ڪيا ڀيا[11] - سيرا[12] تاتا[13] هوء
هر جَن اَئسا چاهيئي[14] - جئسا هر هي هوء.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٤٩)

(٥٧) ڪبير نِرپ[15] ناري ڪئَ نندئي[16] - ڪئَ هر چيري[17] ڪؤ مانُ
اوهه مانگ سوارئ[18] بکئي[19] ڪئَ - اُهه سمرئ هر نام.

(١٦٠)

(٥٨) جو پراني نس دن ڀجئ[20] - روپ رام تِهه جانُ
هر جَن هر اَنتر[21] نهي - نانڪ ساچي مانُ.

سلوڪ، محلا ناوان (٢٩)

---

١. ٻڌهي. ٢. اُتر. ٣. مهما. ٤. نيچ. ٥. جُٽي. ٦. سڀ ڊنيوي ماڻهؤ. ٧. چاهنا رکن ٿا. ٨. شانتيءَ پر اَچي وڃي ٿو. ٩. ڪي ڪي ٿڪي. ١٠. پاڻيءَ وانگر رلڻ ملڻ. ١١. ٿسيو. ١٢. ٿڌو. ١٣. گرم. ١٤. هڻڻ ڪهي. ١٥. راجا. ١٦. بدنام ٿي ٿئي؟ ١٧. گولي. ١٨. گهري اُپي سيند سرمون. ١٩. وڪار رُوڀو. ٢٠. ايشور جو سمرن ڪري. ٢١. فرق. تفاوت.

## شيوڪ لئي ڪرتار جي ڪرپا.
## شيوڪ سان ستگُر جو ساٿُ.
## شيوڪ جي مهما.

سوءِ گرو گرنٿ صاحب ۾، شيوڪ کي ڪيترن نالن سان ڪوٺيو ويو آهي، جهڙوڪ: ساڌڪ، سالڪ، صادق، سِک، شش، داس، ٻانڀي، گولو، چاڪر، لالا، ٻندو، جگياسو، مريد، طالب، داسي، گولي، چيري، جَن، هر جَن، وغيره وغيره. مطلب ته هر حالت هيٺ، شش جي شروعات، شيوا، ٽهل ۽ چاڪريءَ سان ٿيندي آهي: شيوا ستگر جي، شيوا سنتن جي، شيوا سنگت جي، شيوا سرشٽيءَ جي. سچو شيوڪ، رهُو ناسي ۾ * ”شيوڪ رام ٽهلياٽي“ ڪوٺ آهي ۽ ٻاڻي مڃائي، تن من ڌن جي ڀيٽا ڪٽي، ستگر جي آڇي اوٽ ورتي اٿائين. سندس تڙپ ۽ تلاش، ستگر جي ٻڌي لئي ولسي آئي اُلس. هتان سڪ لڳي ته هُتان چِڪ لڳي. انهن لڳيءَ جو لطافو لڳو. گولو ٿي گهڙيو، ٽهل ڪمالي نيڪ ڪوڏ ۾ وهندو ۽ منتر ماڻي آخر گدي وسائيندو. اها گدي ڪمخاب جي ڪرسي ڪوٺ آهي، مخمل جو محراب ڪوٺ آهي، چيلن چانئين وارو چنڊڪو ڪوٺ آهي، پر ٽاڻن جي تلاش آهي، حق جي تحقيقات آهي، مالڪ سان ملاقات آهي، ساڌنائن جي سڦلتا آهي.

سو شيوڪ، گديءَ ۽ سائڻ جي مراد سان ڪوٺ گولو ٿيو هو، ٻر شيوا جي سروُپا ته ڪيس ٿي ملٽي آهي، ۽ ٻورهيي جي پکر ته ڪيس ٿي ٻانٽڻي ٿوي اِي. گولي مان گديسر ٿيڻ ڪا ٻاراڻي راند نه آهي، شطرنج جي شرط نه آهي يا چترائيءَ جي چالبازي نه آهي. چالبازيءَ جو جوهر آهي. ڪين لئي ڪجھ ٻجهڻو آهي. ٻجهڻ جي به خواهش نه آهي، مانگ نه آهي، ڪوشش نه آهي پر ڪين جي ڪاميابي آهي، ڪين جي ڪيفيت جي ڪرامت آهي. سو سچو شيوڪ، ڪين جي ڪائنات لئي قائم ٿيي ٿو، تن من سان ٽهل ڪري ٿو، اُنيڪ آزمائشن مان لنگهي ٿو، ڪيترين ڪسوٽين ۽ پرڪشائن مان پار پوي ٿو، جيون ۾ زلزلو آڻي ٿو. جيئن ٻاهه، ڪاري ڪوئلي کي به لال ڪري ٿي، ليئن شيوا، شيوڪ کي به سچو سون بڻائي ٿي. اهڙين گولو گورمک ٿئي، گديسر ٿيو آهي، سهاڳ جي سيج لئي سمهيو آهي. اهين خدمت ۽ خلوت جي خاصيتن سان، هڪ خدمتگار، خود خدا جو روپ ٿي پوي ٿو. ڪِٿ جو کيل ٿي پوي ٿو ۽ اُن جي پٺيان، شيوڪ جي جنم جنم جي جستجو ۽ جنبش آهي. جانب جي به جادوگري ۽ جلواگري آهي، سندس جلوي ۽ جمال جي جهلڪي آهي. ڪين جي قاعي اندر ٿي، روحاني رمزن جو رمل لڳي ٿو. شيطان به شيوڪ ٻڌي سگهي ٿو ۽ ميدان ماري سگهي ٿو ۽ شرطيڪ ٻهراڻ پنهنجو من ماري اڇيس.

---

* هيءَ نالو مثال طور آهي ۽ ڪنهن به خاص ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ٿيل ڪونه آهي.

صاحبن سمجهايو آهي ته شيوڪ کي ٻڌڻي سهڻي، مايا کان مُنهن موڙڻي سهڻي، طاعت ۽ طهارت طرف اچڻي سهڻي، ستگور جو سهارو وٺڻي سهڻي، جانب جي جاءِ جو پنڌ پڇڻي سهڻي، ته پوءِ سندس آتمڪ اُنتيءَ ۾ ڪا به رڪاوٽ ڪانه رهندي. پر اسين، سنتن کان ڪهڙون چا ٿا؟ اهڙني ساڃيءَ ڪوڙو ڪچ جو ڪرمن جو ڪارڻ آهي، جو جيون جو ڪارڻ آهي، جو جنمن ۾ ڀٽڪائي پيو ۽ جو جنمن ۾ اڃا ڀٽڪائيندو پيو. سچ کي سڃاڻون ڪونه ٿا ۽ پليتائيءَ جي ٻچڙ ڇڏيون ڪونه ٿا. پوءِ پشيمانيءَ ۽ پڇتائي اسان جي هٿ چڙهي ڪانه ۽ اسين سندن پيڇو ڇڏيون ڪونه. اُنهن گهاڻيءَ جي ڏاند وانگر پيا ٿا ساڳئي چڪر ۾ ڦرون ۽ ڦرندي ڦرندي اُنهيءَ هنڌ تي پهتا آهيون. پر شيوڪ جو نوع ئي نرالو آهي، ته پرماتما ۽ ستگور، ٻنهي جو به مٿس پکش آهي. ڏني اُٿلڻي ڏات ملي ٿي. اوکيءَ ڏوکيءَ ۾، لاهيءَ چاڙهيءَ ۾، سانڍ سنڀال ٿئيس ٿي. شيوڪ پنهنجي من جي مت ٿياڳي، ستگور جو شبد وٺي، سائينءَ جي شرڻ ۾ اچي ٿو. صدق، سڪ ۽ شردا سان، پنهنجي جيون جي ڪشتي، سائينءَ کي سونپي ٿو، ۽ ٻيا ڪنهن هيڪ ۽ هيڪڙ جي، مطلب ۽ مراد جي، شرط ۽ شرطن جي. اهڙن پريمين لاءِ ته پرماتما به پيو ٿو پاسا ورائي. پرماتما پاڻ پروردگار، پالڻهار، رکڻهار، سرجڻهار آهي. سو اهڙي شيوڪ ملڻي، گدگد ٿئي ٿو، پرد ۾ اچي وڃي ٿو. شيوڪ کي ماءُ پيءُ جيان اُجهو ڏئي ٿو، پيار ڏئي ٿو، سات ڏئي ٿو، ساس ساس سنڀالي ٿو، اڄ پت رکي ٿو، پڙدو ڍڪي ٿو، اوکڙ ڪاٽي ٿو، پيڙن لوڙي ٿو، ضرورت پوري ڪري ٿو ۽ چارئي پدارٿ بخشي ٿو. شيوڪ جي شيوا سڦل ٿئي ٿي، سندس هرڪا اَرداس ۽ اِلتجا اُگهامجي ٿي. هو گهري سچ ٿو ته پائي به سچ ٿو. داس داتار جي در تي پهتو نه آهي ته اُگهاڙو نه آهي. جو اُگهاڙو آهي سو سو اَڏ ٻو، اُڏامندو، آباد ٿيندو. پرماتما پريميءَ کي ٻانهن کان وٺي، پاڪر ۾ جهلي، ڳلي سان لڳائي، سچي محل ۾ سيج پلنگ تي وهاري ٿو. هن کي جڳتي، ڀڳتي ۽ مڪتي بخشي ٿو، جنهن ڪري هن جي وڏ ڀاڳي، ڏهن ئي ڏسائن ۾، چوڌاري پکڙجي وڃي ٿي. پرماتما اُنهن پنهنجو برد پالي ٿو ۽ شيوڪ کي پرم پد تي پهچائي، پرسن ٿئي ٿو.

| | |
|---|---|
| همُ ٻاڍي هر پربهِ خصم ڪا - هر ڪيءِ در آيا | سري راڳ، محلا |
| هر اندر سُڻي پڪار - ٻاڍي مُک لايا. | چوٿان، وار (٢١) |

جنهن تي مالڪ جي ايڏي مهر ٿيندي، تنهن کي ڪيئن وري ڪا اُڃ اُڪ لڳندي، ڪا بک لمبا ۽ ترشنا ستائيندي يا ڪنهن ٻئي جي موٿاجي ڪڏهن پوندي؟ هو ته خود خدا ئي پيو آهي. جيڪي مک مان ڪڍي سو درگاهه ۾ قبول پئي. "هري" ۽ "داس" ٻئي پاڻ ۾ مليا، هڪ "هريداس" ٿي پيا آهن. سائين ته پاڻ سڪ جو سالڪ، پريم جو پياسي آهي. شيوڪ جي سڪ ۾ ڇڪجي وڃي ٿو ۽ پاڻ بيوس ٿي، شيوڪ وٽ پهچي

وڃي ٿو. عشق ۾ اڙجي، خود عاشق ٿيو ٿو ۽ شيوڪ جا سهما سهي ٿو، اُنگهل آرا اکهائي ٿو ۽ پڻ چاڪري ڪمائي ٿو. جيئن راڳ، راڳيندڙ وٽ گرفتار ٿيل هوندو آهي، تيئن دياڱو داس وٽ، ٻانهو جو ٻانهي ٿيو پو. آزاديءَ لاءِ آتو آهي سو رخصت لاءِ رمزون رچي ٿو پر پريميءَ جو پڪڙيل پلاند، ڇڏائي ۽ ڇڏائي ڪونه ٿو سگهي.

هرداس سُتُ پريم هيچ - هرداس ڪو مِيت
هرداس ڪيج وس هيج - جتُ جَنتيج ڪيج وس جيتُ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿون، وار (٢٥)، سلوڪ محلا ٿيجا

بخشيش برابر سڀ خاوند جي آهي پر ستگور هٿان ملي پئي ٿي. پرماتما اها بخشيش چٽڪ نجوڙيءَ ۾ وجهي، تالو لڳائي، ڪنجي ستگور جي حوالي ڪئي آهي، سو جنهن کي لائق سمجهي، تنهن کي عطا ڪري. لياقت بنا لطف ڪين ڏيندو ڪوئي. اها لياقت آهي ته سڀ ٻيا پکهه ڇوڙي، ستگور جي شرڻ ۾ اچجي، جتان نئين سر نصيب جنبو ۽ جڙندو.

جِس ڪا گرهه ڪن دِيتا تالا - ڪُنجي گر سؤنپائي
اَنڪ اُپاءِ ڪري نهي پاوئي - بِن ستگر سرڻائي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد(١٢٢)

اها ساڳي ڪنجي، اُنين ڦري، شيوڪ جي هٿ چڙهي ٿي، جيئن اُسين هوءُ ستگور جي شرڻ پئي ٿو، صدق ۽ سڪ سان پنهنجو من تن ڌن اَرپي ٿو. اهو ڳنڍيو يا جوڙ ڪونه ٿي سگهندو، جيستائين ستگور ۾ خود ڪا ڪمي پيشي آهي يا شيوڪ پاڻ ڪنهن اَندرينءَ استثنا ۾ اچي اٽڪيل آهي. روحاني ڪيميا ۽ ڪشش لاءِ، اهو بلڪل ضروري آهي ته هڪ طرف، شڌي ۽ شعور هجي ته ٻئي طرف، صدق ۽ سڪ هجي. سچو ستگور ته گويا مانسروور ۽ درياءَ جيان آهي، جنهن مان هنس روپي سچا سِک، نام روپي رتن چونڊيندا ٿا. اهو اَمولڪ رتن سچو پارکو ئي چونڊي ڪڍندو. ٻاقي ٻيا ته ان کي ڪوڙو پٿر سمجهي ڇڏين ٿا ڪونه ٿا. اهو اَماهه هيرو، وڏڀاڳين کي نصيب ٿئي ٿو، جن سچي ڪمائي ڪئي آهي.

ستگوروءَ پاڻ پاڻي آهي ۽ پاڻيءَ اندر اَمرت جي ڌارا آهي. ستگورو شيوڪ کي اهو اَمرت، اُنين ٿو پياري، جيئن ماتا پنهنجي ٻار کي ٿڃ جو کير پياريندي آهي يا پوڄن ڳڻيون ڪري ڪارائيندي آهي. ستگور بيحد دياڱو ۽ ڪرپاڱو آهي. شيوڪ جي هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ رکيا ڪري ٿو، وڪارن کان بچائي ٿو، پوءِ پرڪ مٽائي ٿو، جنجال ۽ بندن ٽوڙي ٿو ۽ چنتا ۽ چنچلتا دور ڪري ٿو. اهڙو شيوڪ، ستگور جي سهاري هيٺ، رڇي لال ٿئي ٿو ۽ ڀوساگر پار ڪري، مڪتيءَ پد حاصل ڪري ٿو. اهڙو شيوڪ گورمت پرائي، خود ستگور بلڪ پرماتما جو روپ ٿئي ٿو. سندس ناموس، جس ۽ پرتاپ، ساري جهان ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. هاڻي سرب ڪلياڻ ڪرڻ جي شڪتي پراپت ڪئي اٿائين.

هر اَڳم ڏيالا گورمتي - تس روپ نهي ريکيا — راڳ ڪانڙا، محلا
گور بچن ڏيالا جپان اَڳم هر - ٿي نانڪ شيوڪ رَل گيا. — چوٿان، وار (٩)

صاحبن شيوڪ جي لڇڻن جي مهما ڪئي آهي، سندس خاصيتن ۽ خصلتن جو خاصو ورڻن ڪيو آهي. شيوڪ، سنساري لڳاءُ لاهي، ترشنائون ۽ طلبون تياڳي، فقط آتمڪ اُنتيءَ جي آس رکي، صدق، سڪ ۽ شردا سان، سائينءَ جي شرن وٺي ٿو. پرماتما کي جاڻي جاڻهار ۽ حاضران حضور سمجهي، هُن جو چت سان سمرن ڪري ٿو. لالچ جا لڱ لاڳاپا لاهي، ڀڳوان جو ڀاڻو، ڇا سک ۾، ڇا ڏک ۾، مستڪ تي رکي، سڀ ڪري مڃي ٿو، ٻيا رنج ۽ رنڊا جي ٻر شڪر ۽ سنتوش سان. لائين پڙ، پاؤ ۽ پاڻي جا پاڙا ڇڪائي وٺي ٿو.

آگيا ۾ اوک سوڻي ڪر سوکا - سوڳ هَرک نهي جانيو — راڳ مارو، محلا
جو جو حڪم ڀيو صاحب ڪا - سو ماٿي لـئي مانيو. — پنجوان، شبد (٥)

شيوڪ ستگور کي پرماتما جو روپ سمجهي، نت نت نمسڪار ڪري ٿو. ستگور جي شيوا ۾، ساڌ سنگت جي شيوا ۾، پنهنجو سڀ ڪجهه اَرپي ٿو. سر جو صرفو نه ڪونه اٿس. شيوڪ سر نوائي، ستگور جا چرن چمي، آرادنا ڪري ٿو، ته هي منهنجا سچا ستگور منهنجو نالو آهي سياڳو، جو ته مان ٿنهنجي دڪان تي وڪاڻل آهيان، ٿنهنجي در جو زر خريد ٻانهو آهيان. جتي ڇٽيم اُتي وهان، جتي ڇٽيم اُتي رهان، جيڪي ڇٽيم سو کيان، جيڪي ڇٽيم سو ڪريان. حڪم جو ٻندو آهيان، شبد جو طالب آهيان. هي منا مرشد، مان پُورب جنم کان ٿنهنجو غلام آهيان. ڪتي وانگر ٽنگون سيڙي، ٿنهنجي در تي ڀونڪان پيو، ته من منهنجي مستڪ تي پنهنجو نهو لڳائي، پاس ڪرين. نماڻائيءَ، نهٺائيءَ ۽ نئرت، مانت، مرم ۽ محبتا جي مٺين سان، مرشد جي مڪان ۾ اچڻ جي اجازت گهري ٿو، اَمرت جي بيداري مان ڪٽڪو رهي ٿو. ڪٽڪو وٺي رجهي ٿو، رڇي ٿو.

شيوڪ، ساڌ سنگت ۽ ستسنگ ۾ رهي، سنتن مهاتمائن جي ٽهل ڪري ٿو. سنتن جا پير چمي، سندن ڌوڙ مستڪ تي لائي ٿو. اُنهن جي سنگ ۾ اُٺئي پهر هر نام جو وکر واپار ڪري ٿو. سک ۾، ڏک ۾، ڀڳوان جو ڀڄن ڪري ٿو. لاهوتين سان گڏ لُڪون سهي، لَڪ لنگهي ٿو. پرڀات جو اُٿي، ستنام جي اَمرت ڌارا ۾ اشنان ڪري ٿو ۽ شبد ۾ سرتي لڳائي ٿو. سادو کائي ٿو، سادو پهري ٿو ۽ سيتلتا سان جيون گذاري ٿو. وڪارن کان ورڪت آهي، دُنيا کان دور آهي. ڪسنگ کان پري آهي. من مَلي ٿو، سچ سلي ٿو. جيون هڪ کليل ڪتاب اٿس، حرمت هڪ سمجهايل حساب اٿس. هاڻي ڇا اٿس جو ڇپائي، ڇا اٿس جو ڇنائي؟ سڀ ٻندن ۽ بوجها لاٿئي پاڻمرادو اڇي پَٽ پيا اٿس.

شيوڪ جي وڻڻي ڪهڻي سچ، پريم، ديا ۽ ڏوم لي ٻڌل آهي. مالڪ جي مهر
هيٺ رچي لال ٿيو آهي، ستگرو جي شبد سان مهاگياني ٿيو آهي، ستسنگ ڪري پورن
ڀڳت ٿيو آهي، نام جپي نهال ٿيو آهي. شيوڪ نہ پاڻ ڪي-ڪئين پيا سمجهن پر سائين نہ
فقط سچي شيوڪ کي سڌاريندو ۽ سينگاريندو. اهڙو شيوڪ اُڌجي پي، داسن جو داس ٿي
رهي ٿو. سندس آپو، ترشنا، خودغرضي، اگيان ۽ ٻيا مڙيئي اوگڻ، گيان جي پرڪاش
پر گم ٿي ويا آهن ۽ ڀڳتيءَ جي ڀاو پر ڀسم ٿي ويا آهن. شيوڪ جا سنتوشي، نيڻ، خاوند پر
ڪُٺل آهن، هٿ شيوا پر وڌل آهن، زبان هر وس پر رتل آهي ۽ من آنند پر آيل آهي.
جڏهن ڪري، هن لاءِ ويري ۽ متر، مٽي ۽ سون يا اُستت ۽ نندا، سڀ هڪ سمان آهن.
ڏيندن کان دور ۽ ننهي ڏکن کان پار، شيوڪ جو نواس آهي چوٿين پد تي يعني ترِيا اوستا
پر. هو سنسار پر ڪنول گل وانگر نرليپ، نرسنسي ۽ نرڀؤ رهي ٿو. گرهست پر اُداس آهي
نہ آس پر نراس آهي. آتم جوت سان پاڻ پڇاڻي، گهر پر گهر، محل پر محل، من پر من ۽
چت پر چت لڌو اٿائين. گيان پر مري امر ٿيو آهي. سڀ برهم پسارو سمجهي، سڀ پر برهم
ڏسي ٿو، ڇو نہ هو پاڻ برهم روپ ٿي پيو آهي. سڀ کي ساڳيءَ نظر سان ڏسي ٿو.

| | |
|---|---|
| هر هر شيوڪ شبوا لاڳي - سڀ ديکهه برهم پساري | واڳي نت نارائڻ، |
| ايڪ پرک اڪ ندري آئي - سڀ ايڪا ندر نهاري. | محلا چوٿاڻ، |
| | اشٽپدي (٢)٤ |

پلا جڏهن شيوڪ جي شردا سچي، سڪ سچي ۽ شيوا سچي، سو شهپلو ٿي، سچ پر
ڪيئن نہ سمائبو، اَڪٿ ڪيئن نہ ڪٿيندو ۽ اَلک ڪيئن نہ لکندو؟ جڏهن شيوڪ سڀ
شد ساڌنائون پوريون ڪيون، اَٽل ارادي ۽ درڍ پرتگيا سان، تڏهن ٻڌي ڪيئن نہ
پرڪاش ٿيندي، وويڪ ڪيئن نہ وڪاس ڪندو، آتما ڪيئن نہ آزاد ٿيندي، جمڻ مرڻ
جو چڪر ڪيئن نہ ختم ٿيندو؟ هو غير رنگ ڇو نہ مائيندو، درگاهہ پر ڇونہ قبول پوندو ۽
جوتي جوت ڇونہ ٿيندو؟ شيوڪ پاڻ نہ آسا منشا کان صفا پوي آهي. گهري ڪجهه نہ ٿو
پر ماڻي سڀ ڪجهه ٿو، ڇو نہ کيل ڪمائي، کير ڪُٺ ڪندس؟ نياءَ جي دربار پر،
نياءَ کان کير محروم رکي سگهندس؟ جي دنيوي وهنوارن پر، اُدم ۽ اورچائي اثر
ڏيکارين ٿيون نہ ساڳيا لڇڻ، روحاني راهہ پر، ڪيئن نہ تاثير ۽ تعجب ڏيکاريندا؟

شيوڪ کي هاڻي سرڳ ۽ وئڪنٺ جي پرواهہ نہ آهي، موکش ۽ مڪتيءَ جي ڪيس
غرض نہ آهي، پر اهي سڀ سندس چرنن جي پيتا آهن ۽ سنيڪار لاءِ موتاج آهن. سڀ
ديوتا پاتراؤن شيوڪ جي چرنن جي خاڪ جون طالب آهن. شيوڪ جو چاهي، سو بسا

ڪنهن قير قار جي، ڏاڍيءَ جي ڏر جو حڪم هلجي پئي ٿو. جو هڪڙيءَ جي هٿ وس آهي سو سڀ هر جنهن جي هٿ وس آهي. هر جنهن ۾ هڪڙيءَ جو روپ آهي. هڪ هڪڙي، هر جنهن جو مٺاڻو ٿي پئي ٿو، نه ٻئي هڪ ٻئي ۾ نه رلي ملي هڪ ٿي ويا آهن، جيئن ٻوند پاڻيءَ ۾ يا لهر ساگر ۾. گڏجي کان پوءِ، ٻنهي جو اڳيون ڀيد صفا مٽجي وڃي ٿو. اهڙي شيوڪ، ستگور ۽ سائين ساڳي شيءِ هئا ۽ ساڳي شيءِ ٿي وڃن ٿا.

(١) هرڪا شيوڪ سو هر جيها - ڀيد نه جاڻهه ماڻس ديها . واڻي ماروءُ، محلا جيئن جل ترنگ اٿهه ٻهُه ڀانتي - ڦِر سلل سلل سمائندا. ڀيروان، سولهو (٣)٤

## (٢) شيوا

(١) ٽُوٽي ڀڳتي جنم ڄون کي - ساڌ شيو سکي ڀاءِ
نانڪ مڌهه نه ڀسري[١] - گُرن نست گوبند[٢] واءِ.

سلوڪ

ٽهل ڪرڻ تهه ايڪ کي - جاتي ارٿا نه کوءِ
من تن مُک هيٺون بسي - جو چاهي سو هوءِ
ٽهل مهل نا ڪٿ ملي - جا ڪٿ ساڌ ڪرپال
ساڌو سنگت تهه ٻسي[٣] - جڻ آپڻ هوءِ ديال.

[ راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون آکري، (٢٧)]

(٢) ستگور کي شيوا گاکڙي[٤] - سِر ڏيجي آپ گواءِ
شبد مِلهه تان هر ملي - شوا ٻوٽي سڀ ٿاءِ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٣)

(٣) گور شيوا سک پائيٽي - هر[٢] وَر سهج سيگاڙ
سچ ماٽي پُر سيجڙي - گُوڙا[٥] هيٺ[٦] پيار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپديي (٢)٩

(٤) ستگور کي شيوا سو کري - جسو آپ[٢] ڪرائي سوءِ
ستگور وچ نام نِدان هي - ڪرم پراپت هوءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٥) ستگور شيوي تان سڀ ڪڇ پائي -
جيهي منشا[٧] کر لاگي ليها ڦل پائي
ستگور داتا سيما وَٿُو[٨] کا - پوُري ڀاڳ ملاوڻيا

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپديي (٢)١١

(٦) کرڻ بيٽتي سنهه ميري مِيتا - ڀسڀ ٽهل کي ڀيلا[٩]
ايها کاٽ چِلهه هر لاها[١٠] - آگي بس سُهيلا[١١].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٤)

(٧) ر شيوي گور لاگهه ڀاءِ - يگمت ڪري راچهه[١٢] هر ناءِ
سکيا ڏکيا[١٣] پوجن پاءِ - حڪم سنجوگي[١٤] نج گهر جاءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپديي (٦)١

---

١. وسري، ڀُلجي وڃي. ٢. پرماتما. ٣. لڌهين پراپت ٿيندي. ٤. ڏکي، مشڪل.
٥. ڏوُڙهو، گهاٽو. ٦. پريت. ٧. چاهنا، خواهش. ٨. شيوُن، پدارٿ. ٩. وقت، سمو.
١٠. فائدو، لاڀ. ١١. سُکي. ١٢. رچي وڃي. ١٣. اپديش. ١٤. آگيا مطابق.

(٨) جِس دي شبوا ڪيتي ڦر ليکا[1] منگيئثي ـ سا شيوا اؤکي[2] هوئي
نانڪ شيوا ڪرهُ ھر گرو سبَل درسن ڪي ـ
ڦر ليکا[3] مبگي نہ ڪوئي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٢)

(٩) ستگور شيوئئي آبھطا ـ پائيئي نام آپار
پؤجل ڏبندبان کيڊ لئي ـ ھر دات ڪري داتار.

(٢٢)

(١٠) سا شيوا ڪيتي سقل ھيءِ ـ جِت ستگور کا مـن مَني[4]
جان ستگوُر کا من منيا ـ تان پاپ کَسمل[5] پَدي.

(٣٥)

(١١) کھ ڪبير اَپ جانيا ـ سنتن ردي مَنجھار[6]
شيرک سو شيوا پَلي ـ جھ گھت بسي مُرار.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٦٣)

(١٢) سَکي سهيرِي[7] سنگ ڪي ـ شمع دِرڙاوءِ[8]
شيوهہ سادؤ پاءِ[9] کر ـ تَهَ نِد ھـر پاوء.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد(١١٧)

(١٣) گـور ڪي شيوا سو ڪري ـ جِس آپ ڪرائي
نانڪ سِرڏي[10] چؤنيئي ـ دوکھ پَت پائي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي(٨)١٨

(١٤) آپ گواء شيوا ڪري ـ تان کچھ پائي مانُ
نانڪ جِسنو لگا[11] لِسَ مليءِ ـ لگا سو پروانُ.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٢)

(١٥) ھر کي تم شيوا کرھ ـ دوُجي شيوا کرھُ نہ کوئي
ھر کي شيوا تي مَنھ چِندا قل پائيئي ـ
دوُجي شيوا جنم بِرتا جاءِ جي.[12]

راڳ گوجري، محلا تيجا، شبد (٢)

(١٦) پوُجا اَرچا[13] شيوا بَندَن[14] ـ اِھي ٽھل موھِ ڪرنا
بِگسيءِ من هوويءِ پرگاسا ـ پهڙ نہ گريءِ پڙنا.

راڳ دهوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(١٧) ستگور کي شيوا چاکري ـ سُکي هـوُن سکه سارُ
اَنتيءِ مِلن وَڏيائيان ـ دوکھ ھوکُ دنبارُ.

راڳ وڏھنس، محلا چوٿان، وار (٣)، سلوڪ محلا تيجا

---

١. حساب ڪتاب، اَجوُرو. ٢. ڏکي، وِتري. ٣. ذرماء جو ليکو. ٤. پرسن ٿيئڻ.
٥. خطائوُن، گناھ. ٦. اَندر. ٧. سَهيلي. ٨. تي هلو. ٩. پريم. ١٠. سر: بِسي. ١١. پوَھ
جي چوٽ لڳي آهي. ١٢. ٻين جي. ١٣. آگرسان ٺاڪرن کي سجُهڏ ڏيڻ. ١۴. ڏنڊوت ڪرڻ.

(١٨) شيوا ڪري سو چاڪر[1] هوءِ - جل ٿل مهيئل روِ رهيا سوءِ
هر نهي چنگي بُرا نهي ڪوءِ - پرڻوت نانڪ تاري سوءِ.

راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٢)

(١٩) صاحب ٽي شيوڪ شيو صاحب ٽي - ڪيا ڪو ڪهيءِ ٻهانا
آنسا اِڪ نيرا کيل ٻنيا هيءِ - سَب مهِ ايڪ سَمانا.

راڳ بلاول، محلا ٽيجا، شبد (٢)

(٢٠) گور ڪي شيوُ نه جاڻيءِ ڪوئي - گور پاربرهم اَگوچرُ سوئي
جسو لاءِ[2] لئي سو شيوڪ - جس وَڏ ڀاڳ مَٿا[3]ٽيا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (٩) ٧

(٢١) نوڙءِ نه پالي پوُجه[4] نه ديوا - رام پگت بِن نهقل شيوا
ستگور پوُجهُ سدا مناوءِ - اُنسي شيو دوکهه سکهه پاوءِ.

راڳ پيرو، ڪبير صاحب، شبد (٦)

(٢٢) دوُجي شيوا جيوَن ٻرٿا - ڪڇوُ نه هوئيءِ پوُرن اَرٿا[5]
ماڻس شيوا کَرِي[6] دُهيلي - ساڌ ڪي شيوا سدا سُهيلي.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٢٣) اي پرم پوُلي مرهه[7] نه ڪوئي - ستگور شيو سدا سکه هوئي
بن ستگور مڪت ڪِني نه پائي - آوهه جاوهه مرهه مرجائي.

راڳ پربائي، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ٣

(٢۴) ڪبير شيوا ڪُو ڏُءِ[8] ڀَلي - ايڪ سنتُ اِڪ رام
رام جو داتا مُڪت ڪو - سنت جپاوءِ نام.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٦۴)

---

١. شيوڪ، ٽهليو. ٢. شيوا ۾ لڳائي ٿو ڇڏي. ٣. مستڪ تي. ۴. پوُجا ڪرڻ لاءِ وڻن جا پوُڻن جا پَن ۽ ڦل. ٥. ڪارج. ٦. بلڪل ڏکيائي، وڏو ڪشٽ. ٧. جنم مرڻ جي چڪر کان ٻاهر ڪي نه ڇڏايو. ٨. ٻه ڏڻ ٻنهي لائق آهن.

## (٥) شيوا جو ڦَل

(١) ستگر شيوڻ تان اُبرڻ[1] - سچ رکڻ اُڌار[2]
ڪرڻا تي هر پائيٽي - سچ شبد ويچار
ستگر شيو من نرملا - هئومي ڪَٽِج[3] وڪار
آپ ڇوڙ جيوت مري - گر ڪي شبد ويچار
ڌنڌا ڌاوت[4] رهِ گئي - لاگا سَاچ[5] پيار
سچ رتي مُک اُجلي - تِت ساچي دربار.

**[سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢٠)]**

(٢) ستگر ڪي شيوا سڦل هئي - جي ڪو ڪري چت لاءِ
نام پدارٿ پائيٽي - اَچنت[5] وسي من آءِ
جنم مرن دک ڪٽيٽي - هئومي ممتا جاءِ
اُتم پدوي پائيٽي - سچي رهي سماءِ
نانڪ پُورب[6] جن ڪُو لکيا - تنان ستگر مليا آءِ.

**[راڳ بهاگڙا، محلا چوٿان، وار (١٠)، سلوڪ محلا تيجا]**

(٣) جن جن گُرمک شيويا - تن سڀ سُک پائي
اوهُ آپ ترِيا ڪٽنب سڻ - سڀ جگت ترائي
اُن هر ناما ڌَن سنچيا[7] - سڀ ترکا[8] بُجهائي[9]
اُن ڇڏي لالچ دُني[10] ڪي - اَنتر لِوَ لائي
اُوس[11] سدا گهر آنند هي - هر سکا[12] سهائي
اُن[11] وئري متر سم[13] ڪيتا - سڀ نال سُڀائي[14]

---

١. پار پوڻ. ٢. هردي ۾ سمرڻ ڪرڻ. ٣. ڇڏي ڏجن ٿا. ٤. ڀڄيان پٽڪن ٿا. ٥. پرماتما. ٦. اڳئين جنم جا ڪرم. ٧. ڪٺو ڪيو آهي. ٨. ترشنا. ٩. ختم ڪري ڇڏي. ١٠. دنيا، سنسار. ١١. آهي، اُنهن. ١٢. مددگار. ١٣. هڪ جهڙا. ١٤. پريم ڀاءُ آهي.

هوئا اوهي اَلٰ جَگ مهه - گُرو گيان جوائي
پرُوب لِکيا پاپا - هر سڳ کي اَنـي.

[راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (١٦)]

(٤) وچ دُنيئا شيو ڪمائيئي - تان درگهه ٻيسڻ پائيئي
ڪهـ نانڪ - بانهه لُڏاليئي.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣٣)

(٥) جني ستگور شيويا - تني پايا نام نڌان
انتر هر رس رو رهيا - چوُڪا من اڀمان
هردي ڪمل پرگاسيا - لاگا سهج ڌيان
من نرمل هر رو رهيا - پايا درگهه مان.

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (١)

(٦) ستگوُر ڪي شيوا اَمٽ سُڪالي - جو اِڇئي سو ڦَل پائي
جت ست تپ پوِت سرير - هر هر من وسائي
سدا انند رهئي دِن راتي - مِل پريتم سک پائي.

(١٢)

(٧) شيوا منگئي شيوڪو - لائيان اَپني شيو
ساڌو سنگ مَشقتي - تُهي پائيان ديو.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٥)

(٨) ستگور شيوي تان مَل جائي - جيوَت مريئي هر سڳ چت لائي
هر نرمل سچ مَئل نه لاگئي - سچ لاگئي مَئل گواوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٤) ١١

(٩) ستگور شيوئه سدا من داسا - هؤمي ڪمل پرگاسا
انهد واجئي نج گهر واسا - نام رلي گهر ماهہ اداسا.

راڳ گوڙي، محلا تيجا، شبد (١٣)

(١٠) شيوڪ شيوڪ سدا شيو - تيري سنگ بست هئي ڪالُ
ڪر شيوا تون ساڌ ڪي - ڪاٽيئي جم جالُ.

راڳ گوڙي محلا پنجوان، شبد (١٥٨)

---

١. پاپان، ترپت. ٢. پرپت لڳي وئي. ٣. وهڻ. ٤. ڪنڌ مٿي ڪٺي هلندو. ٥. رمي رهيو آهي. ٦. پرمانما پرڪاش ڪيو آهي. ٧ پيعد سکدائڪ. ٨. ڦل، شيوا ڪري. ٩. داسا ڀاؤ ڌاري. ١٠. ورڪت. ١١. پرمانما جي. ١٢. شيوا ڪر. ١٣. جاري، ڦاسي.

(١١) جڳ ڀسٽ هم ديکيا - لوڀي اُهڏڪارا
گرو شيوا پريم پايا - سچ سُکسي دتارا.

(١٢) ستگرو شيوڙهه - سي جن انومل ڀرويا
مَن سڌ مَن ملاءِ - سي جڳ جيتا
ان ڀڌ ڪُشل - ميري ميتا.

(١٣) شيوا ڪريهه - هوءِ نهڪامي
تِس ڪئُ هوت - پرابت سوامي.

(١٤) ڪر شيوا پارٻرهم گروُ ڀکہ رهي نہ ڪائي
سگل مثورٿ پُنيا - اَمرا ڀدُ پائي.

(١٥) ڳُرهه ٻن سَمسر سهج سُپاءِ - دُرمت ڪٽ پئي ڪيرت ڻاءِ
سچ ٻوڙي ساچُ مُکم ڻاءِ - ستگرُو شيو پائي لبح نساءِ.

(١٦) گرو شيوا - ڪمان سِر ڪپ سارُ
هر جيئہ من وسيءِ - سپ دُوک وسارڻهار
در ساچي - دِسي سچيارُ

(١٧) ڪهکهي ڪهالُ شبدڪ جي ڪهالي - شبد گوروُ ڪي لاڳ رهيءِ
بُرا ڀلا جي سُر ڪر جاڻي - ان ڀڌ صاحب رمت رهيءِ.

(١٨) آءِ سَکي سنت پاس شيوا لاڳيئي -
پيسٽ چرٽ پکار آپ لياڳيئي
تج آپ مٽيءِ سنتاپ - آپُ نهہ جاڻائيئي
سرڻ گهيجيءِ مان ليجيءِ - ڪري سو سک پائيئي.

واڳہ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (۴)١٧

واڳہ گوڙي، محلا ليجا، اشٽپدي(٦)۵

واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١٨(٢)

واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٣)

واڳہ آسا، محلا پهلا، شبد (١١)

واڳہ آسا، محلا ليجا، اشٽپدي (۴)٢

واڳہ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٨)

واڳہ آسا، محلا پنجوان، ڇنت(٣)٧

---

١. ناس ٿيندو. ٢. ستگرو جو هردو. ٣. پهنجو هردو. ۴. آنند. ۵. نشڪام. ٦. پرماتما. ٧. ڪارج، مطلب، منشائون. ٨. گهر. ٩. جهنگل. ١٠. هڪ سمان. ١١. سيئي لهسيانن ۾ اُلر لهسيا آهي. ١٢. سچي ڪمائي. ١٣. وِمي رهجي ٿو. ١۴. آئو پيهون. ١۵. چرن ڌ ئون. ١٦. دکہ، ڪشت. ١٧. جاڻايون، سجاڻايون. ١٨. پکڙيون، وٺون. ١٩. آڻ مڃيون.

(١٩) اِڪ ستگور ڪي شيوُ ڪرهہ چاڪري[1] - هر نامي لَگِيءِ پيار
نانڪ جنم سواُرن[2] آپڻا - ڪُلّ[3] ڪنا ڪرن اڌار.

راڳ بهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٠) ستگور ڪي شيوا چاڪري - سکي هوُن سک سارُ
اُٿئي مان وڏ پائيئان - درگهہ موکہ دئاروُ.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢١) ستگور شيو جن نام پڇاتا[4] - سقل جنم جگہ آيا
هر رس چاکہ سدا من ترپتيا[5] - گڻ گاويءِ گُڻي اُگهاپا
ڪَمل پرگاس سدا رنگ راتا - آنهد شبد وڄاپا
تن من نرمل، نرمل باڻي - سچي سچ سماپا.

راڳ سورٺ، محلا ٽيجا، شبد (٧)

(٢٢) نانڪ پربهہ اُپنائي[6] - تاڪي شيو نہ پرئي جائي
آنند ڪرهہ ليري داسا - جب پورن هوئي آسا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٦٨)

(٢٣) جنهي ستگوُر شيوپا پياري - تنهہ کي سات تَري[7]
تنهان نانڪ نہ پائيئي پياري[8] - اُمرت رس هَري[9].

راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (١)٣

(٢٤) گور کي ڪار ڪماوَڻي پائي - آپ چوڻ چُڪ لاءِ
سدا سَهج قَرِ ڌڪ نہ لڳئي پائي - هر آپ وسيءِ من آءِ.

راڳ سورٺ، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٢)٣

(٢٥) ستگوُر کي شيوا سقل هيءِ - جيڪو ڪوي چت لاءِ
من چنديا[10] قل پاوَتا - هؤمي وڇهہ جاءِ
بندن توڙي مڪت هوءِ - سچي رهي سماءِ.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٦)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٦) اَئسي شيوڪ شيوا ڪريءِ - جس ڪا جيءُ تس آگي ڌري
صاحب[9] پاويءِ سو پرواڻ[12] - سو شيوڪ درگهہ پاويءِ ماڻ[13].

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (٤)

(٢٧) ستگور شيو سدا سک پايا - هر[9] وسيا من دواري
نانڪ ميل[14] لئي گور اُپنيءِ - گور ڪيءِ شبد سَمواري.

راڳ سوهي، محلا ٽيجا، چهنت (٤)٦

---

١. ٽهل. ٢. سڦلو ڪن ٿا. ٣. ڪٽنب. ٤. جاتو، سڃاتو آهي. ٥. ڍاپجي پون ٿا. ٦. اُمر، ٽهل. ٧. ساٿي. ٨. ڏنڊ. ٩. پرماتما. ١٠. ڌيان. ١١. گهريا، پسند. ١٢. قبول پوندو. ١٣. عزت. ١٤. ملائي ڇڏيو.

(٢٨) گُرو شبدا لڳي لهي پدارٿُ - هردئي نام سدا ڪرتارٿُ
ساچي درگهه ڀؤُ[2] نه هوءِ - مانيءَ حڪم سڀجهيءِ[3] در سوءِ.

واڳ ٻلاول، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٢

(٢٩) ستگُرو شبدئيءِ - دوُجيءَ[4] ڏُرمت[5] جاتي
اَوگڻ ڪاٽ - پاپان مَت کاتي[6]
ڪَنچن[7] ڪايا[8] - جوتي جوت ملائي.

واڳ ٻلاول، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦)١

(٣٠) وَڻ جُهندجهڙا[9] گاءَ سکي - هر ايڪ ڏياوهُ
ستگُرو ڪُر شبد سَکي - مَن چڊهڙا ڦل پاوهُ.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، چهنت (٥) سلوڪ

(٣١) ستگُرو شبده سنڪ[10] نه ڪيجيءِ - آسا ماهه نراس رهيجيءِ
سنسا دوُک بناسنُ شبده - ڦِر پاهڙ[11] روڳ نه لايا.

واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٩)٢٢

(٣٢) اَنيڪ جَتن[12] ڪري اندري وس نه هوئي -
ڪام ڪروڌ جَليءِ سڀ ڪوئي
ستگُرو شبدي مَن وس آويءِ - من ماري منهه سماندا.

واڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (١٥)١٨

(٣٣) جن گُرو شبديا - تِس پوڻ نه پايئيءِ
جن گُرو شبديا - تس دکه نه سنتاپيءِ.

واڳ پڀيرڻي، محلا پنجوان، شبد (٢٤)

(٣٤) سو شبد جو لايا شبد - لَهي پالي نرانجن[13] ديو
گُرو مل لاڳي کُلي ڪپاٽ - بهڙ نه آويءِ جوُني پاٽ[14].

واڳ پڀيرڻي، ڪبير صاحب، شبد (٩)

(٣٥) ستگُرو شبده سي پرواڻ - جِن جوتي جوت مِلائي
سو صاحب[13] سو شبد ليها - جِس پاٽا مِن وسائي.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٠)

---

١. آنند، ڪلياڻ. ٢. ڀيا ڀاڄا. ٣. پروان ٿئي ٿو. ٤. ڏَئيت ڀاؤ، ٻيائي. ٥. ڪُمت. ٦. دوُر ٿي وئي. ٧. سونُ. ٨. سرير. ٩. پرماتما جا گڻ پرپر سان ڳاءِ. ١٠. سنسو، گمان. ١١. پوءِ وري. ١٢. اُپاءَ، ادم. ١٣. پرماتما. ١٤. رستو، واٽ.

## (٦) شيوا نہ ڪرڻ جو نتيجو

(١) جني ٻُرکي ستگرو نہ شيويو ـ سي ڏکيئي جُگ چار
گھر هــُودا[٢] ٻُرکہ[٣] نہ پڇاڻيا ـ اَيمان مُني اَهنــڪار
ستگــور ڪــا ڦِتڪيا[٣] ـ مــنگہ لــڪــي سنسار
سچا شبد نـــہ شيويـــو ـــ سـپ ڪـــاج سَـــنوارڻهار
ســـتگور ٻُرڪہ لـــہ مهيو ـ شبد نـــہ لــگـــو پيار
اِشنان دانُ جيتا ڪـــرهِـــــ ـــ دوُجَيُ[٥] پاءَ خوار.

[سري راڳہ، محلا تيجا، شبد (٢٠)]

(٢) ٻِن ستگوُر شيوي جيئہ ڪي بَندنا[٦] ـ جيتي ڪـرم ڪماهِہ
ٻِن ستگور شيوي نــَوُر[٧] نہ پاوَهي ـ مر جنمهہ آوَهــہ جاهِہ
ٻـِـن ستگور شيوي ڦِڪا[٨] بولڻا ـ نام نہ وَســــيُ مــــن آءِ
نانڪ ٻِن سَتگور شيوي ـ جم ٻُرو ٻَدي مارينهِہ
مُهہ ڪالي اُٿ جاءِ.

[راڳہ بهاگڙا، محلا چوٿان، وار (١١)]

(٣) ستگور جِني نہ شيويو ـ سي ڪِٿُ[٩] آلي سنسار
جم در ٻَدي ماريئهہ ـ ڪوُڪ نہ سُڻيءِ پُڪار
برتـا جنم گــوايـــا ـــ مـــر جنمهِہ وارو وار.

(٤) ستگوُر جِني نہ شيويو ـ شبد نہ ڪيتو ويچارُ
اَنتر گيان نـــہ آيـــو ـ مِـــرتڪ[١٠] هـــيُ سنسارُ
لَکہ چوراسيهہ ڦير[١١] پيا ـ مـــر جمي هوءِ خوارُ.

سري راڳـــہ، محلا تيجا، اِشٽپدي (٥)٨

سري راڳـــہ، محلا چوٿان، وار (١٤)، ســـلوڪ محلا تيجا

---

١. اِنسان. ٢. جيڪو هـردي ۾ وسي ٿو. ٣. پرمالما. ٤. ڏکيل. ٥. ڏُئيت ڀاؤ، ٻيائي.
٦. قاسائين ٿا. ٧. ٺانءُ، ٺڪاڻو. ٨. ڪوُڙ. ٩. ڇو، ڇاڪاڻ. ١٠. مُڙدي مثل. ١١. جوُڻيون.

(٥) اَکي اُنڌ جيپ وس ناهي - کَني ٻوڙ نه واڄيءَ[2]
ڄڙ ٽي چليءَ ٻڌوُتا[3] آڳيءَ - وڻ شيوا ڦل لاڳيءَ؟

واڳه آسا، محلا پهلا
شبد (١٩)

(٦) ستگور جِهان نه شيويو - شبدِ نه لڳو پيار
سَهجي نام نه ڌيايا - ڪِس آيا سنسار؟
ڦِر ڦر جنمي ڀانيءَ - وشٽا[4] سدا خوار
ڪوڙيءَ لالچ لڳيا - نا اُروار[5] نه پار.

واڳه گوجري، محلا تيجا، وار (١١)

(٧) بِن ستگور شيوي جڳت[6] مُئا - بِرٿا جنم گواءِ
دوُجيءَ ڀاءِ اَتي دک لڳا - مر جنميءَ آويءَ جاءِ
وِشٽا اندر واسُ هيءَ - ڦِر ڦر جوُني پاءِ
نانڪ بِن ناويءَ جم مارسي - اَنت[7] گيا پڇتاءِ.

واڳه وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٥)، سلوڪ محلا تيجا

(٨) بِن ستگور شيوي جنمر[8] نه ڇوٽيءَ-جي اَنيڪ ڪرم ڪريءَ اُڪاڙي[9]
ويد پڙهه ليءِ واد وَکاڻهِ[10] - بِن هر پَت گواڙي
سچا ستگور ساچي جِس ٻاڻي - ڀَج ڇوٽهه[11] گور سرڻائي.

واڳه سورٺ، محلا تيجا، اشٽپدي (٧)١

(٩) وڻ ستگور شيوي سک نهي - مر جنمهه وارو وار
موهه ٺڳوُلي[12] پائِين - بهُ دوُجيءِ پياءِ وڪار.

واڳه سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢٨)، سلوڪ محلا تيجا

(١٠) ڪبير جا گهر[13] ساڌ نه شيويءَ - هرڪي شيوا ناهِ
تي گهر مَرهٽ[14] سارکي[15] - ڀوُت[16] بسهه تِن ماهِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٩٢)

---

١. ڏُنڌ. ٢. آواز. ٣. ٻانهن کان وٺي. ٤. گرب جو ڪِرڪ. ٥. ٻنهي جهانن کان وِيل.
٦. سنسار جا جيو. ٧. اَنت ويلي. ٨. جنم مرڻ جو چڪر. ٩. گهڻا، جام. ١٠. ڀجت مباحثو.
١١. ڇوٽڪارو پائيندين. ١٢. ٺڳيندڙ يا ڦاسائيندڙ جاري. ١٣. گهرن يا ڪٽنبن ۾. ١٤. مساڻ.
١٥. وانگر. ١٦. انساني جامي ۾ راڪش يا راڪاس.

## شيوا ۽ شيوا جو ڦل.

## شيوا نہ ڪرڻ جو نتيجو.

شيوا مان ئي، شش کي ”شيوڪ“ جو خطاب مليو آهي ۽ شيوڪ کي شان ۽ شرف عطا ٿيو آهي. پر شيوڪ، جڏهين سڀ ڪجھ تياڳ ڪري، ڪين جي سطح تي وڃي پهتو، تہ پوءِ وٽس باقي بچيو ڇا آهي، جو اچا آرپڻ ڪري؟ صاحب سمجهائين ٿا تہ، شيوڪ، توڙي سڀ ڪجھ تياڳيو آهي، تڏهين بہ اڃا وٽس سڀ ڪجھ ڏيڻ لاءِ آهي. سڀ ڪجھ تياڳ ڪري، سڀ ڪجھ پراپت ڪيو اٿائين، سو هاڻي سڀ ڦري ونديو وراهي ٿو. سندس اها اُتم پيتا آهي تن ۽ من جي. تن سان نشڪام شيوا ڪري ٿو ۽ من مالڪ پر لڳائي، شرناگتي ڪري ٿو. دل پر ديا ۽ درد اٿس، ڪهل ۽ قياس اٿس، رحم ۽ روشني اٿس، همدردي ۽ همسازي اٿس، سو ڏکايان جو همراز آهي، ڏکويان جو همدم آهي. دردوند ئي دلبر جا ظاهري نمائندا آهن، واحد جا وارث آهن. تنهن ڪري، شيوڪ، دردوندن پر درد ناراڻ جو روپ ڏسي ٿو، ۽ سيني پر اهو ساڳيو روپ ڏسي کين نمسڪار ڪري ٿو.

شيوا سان ٻہ، صاحبن کي شرط شامل ڪيا آهن، جي بلڪل ٽيان جوڳا آهن. ٻهراون تہ اجوري جي ڪا بہ آس نہ هجي، ڪنهن بہ مطلب جي ڪا بہ مراد نہ هجي، ناموس جي ڪا بہ پرواهہ نہ هجي، شڪرادائيءَ جي ڪا بہ غرض نہ هجي. ٻيو تہ ”مان مان“ جي ڪا بدبوءِ نہ هجي، ڇو تہ آپو، شيوا جي سموري شڪتي ۽ شيري چوسي ڇڏيندو آهي، ۽ شش جي ڪمايل شاباس بہ ڦراڻي ڇڏيندو آهي، شرافت ڪسائي ڇڏيندو آهي ۽ شخصي شڪست آڻيندو آهي. تيئن تہ شيوا سر پاوتا پر سمايل هجي ۽ پنهنجي پرائي، اوچ نيچ، ننڍ وڏائيءَ، لائقيءَ نالائقيءَ يا پسنديءَ ناپسنديءَ جي پيد ڀاؤ کان خالي هجي. ڇو ـون تہ شيوا ڪندي، جي اهڙي اچي ضرورت بہ پوي، تہ سر ڏيڻ کان بہ نہ گسجي، ڇو تہ شهيدي، شيوا جي تاجپوشي آهي. جو شش اهي شرط قبول ڪري، ادا ڪري ٿو، سوئي شيوڪن جي شمار پر ڳڻجي ٿو. باقي ٻي سڀ شيوا، شغل يا شرارت آهي، ديکاديکي يا دوکيبازي آهي، خود پرستي يا خود پروري آهي، خود غرضي يا خود فريبي آهي. اها سموري شيوا وٿرت ويندي، اڪيارت ٿيندي. اهو آهي فرق سچيءَ ۽ مڪاري شيوا پر. من ئي اهو فرق وجهي ٿو ۽ من ئي اهو فرق مٽائي سگهي ٿو. پنهنجو پاڻ ئي ٻڌائيندو. تہ شيوا پر هيءَ يا هوءَ ڀاؤ آهي. سچي شيوا دتاران ئي، جيون جو جادوءَ لڳي ٿو، روحاني راز کُلي ٿو، انهد جو امرت اوتجي ٿو، ۽ آتما جي آزاديءَ لاءِ اُدم ثابت پوي ٿو.

شيوا ڪنهنجي جي ڪرڻي آهي؟ سائينءَ جي، ستگُرو جي، سنتن جي ۽ سنسار جي؟ پر چارئي تہ ساڳئي هڪ منزلگاهہ جا پاسا آهن. طرف ڪهڙو بہ وٺبو پر نيندو

اُنهيءَ سائينءَ منزلگاهه، ڏانهن، جنهن اَندر چارئي پاسا سڀ طرف اُچي گڏجي هڪ ٿين ٿا، اَنيڪ مان ايڪ ٿين ٿا. جا شيوا، سَمر پاونا جي ٻج مان ڦُٽل آهي. پرڪرتيءَ جي پاڙ مان نڪتل آهي. شفقت جي شاخ ۾ شايع ٿيل آهي، سا وڻ وانگر، سيني کي ڇانو ڏيندي، ميوو ڏيندي، ٻنا ڪنهن به فرق ۽ ڦِڪس جي. اِها آهي نِشڪام شيوا. شيوا ڪجي رڳي شيوا ڪاڻ، جنهن ۾ "مان" بدلجي مالڪ ٿيو، "تُوهين تُون" ٿيو. سائين لوڙي ستگور، ستگور لوڙي سنت، سنت لوڙي سنسار، سڀ "تُوهين تُون" آهن. پوءِ نشڪام شيوا، اَرپيل ڪٿي ڪنهن کي هجي، ۾ وڃي پهچندي پرماتما کي، "توهين تُون" کي. سو ڏَن آهي نشڪام شيوا، جا پرماتما وٽ پهچائي ٿي. ڏَن آهي، شيوا وٺندڙ يا قبوُل ڪندڙ، جو اُنهيءَ پهچ جي وات وٺڻ جو موقعو ڏياري ٿو. اِنهيءَ شيوا ڪندي، شانت ميّ رهڻ گهرجي، شڪر ڪرڻ گهرجي، شاد ٿيڻ گهرجي، ته درگاهه ۾ پاس پئي.

شيوا ڪرت - هوءِ نِهڪامي
تِس ڪئُ هوت - پراپت سوامي.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)١٨

پرماتما کي ڪهڙي شيوا کپي ۽ اُها ڪيئن ڪري سگهجي؟ پرماتما کي پئسي ڏوڪڙ، پَٽ پٽيهرن، گلن ڦُلن، چوُوي چندن، ڌوُپن اَگرٻتين يا روُمالن چئُن جي درڪار ڪانه آهي. اِها پيٽا، شيوا يا پوُڄا، پرماتما کي پسند ڪانه پوندي. پرماتما ته پرڪرتيءَ جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي ۽ اُتان ئي ڪيس پهچائڻو آهي ۽ باٽڻو آهي. هوُ ته سڀ پر وسي ٿو، قدرت جي ڪُل ڪائنات ۾، جيو جنتر ۾، جيتن جانورن ۾، پکين پسن ۾، مڙيئي مخلوقات ۾، تو ۾، مون ۾، سڀ ۾. تنهنجو مولي، منهنجو به مالڪ آهي. تنهن ڪري، پرڪرتيءَ جي شيوا ئي پرماتما جي شيوا آهي. اِنسان ذات جي شيوا ئي اِنسانيت جي پهرين سروُڙ آهي. اِها شيوا سڦل ٿيندي. اِهائي شيوا، مالڪ جي مهنا، مرادوندي ۽ مزدوُري آهي، جا پاس پوندي، پار پهچائيندي. پرڪرتيءَ اَندر، پرماتما جي روُپن جي شيوا، پرماتما جي پريمين جي شيوا، پرماتما جي پيارن جي شيوا، سڀ پرماتما جي شيوا آهي، جا ڪيس پهچي ٿي، اَنگيڪار ٿئي ٿي. شيوا جو جس آهي شيوا جي پاڙ ۾.

(١) ٿهل ڪرتُ سڀ ايڪ ڪي - جاڻي پرتا نه ڪرءِ
مَنِ تنِ مُک هيئي بَسيءِ - جو چاهي سو هوءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، (٢٧)

(٢) ڪهہ ڪبير اَب جانيا - سنتن ردئ مجهار
شيوڪ سو شيوا ڀلي - جيه گهٽ بسئ مرار.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٦٣)

جو جيئڻ چاهي ٿو ته ٻهرين مان ڪان، هيءُ يا هوءَ ٻهراين مون کي ملي، مُڪتيءَ جو مارگ به ٻهرين مان حاصل ڪريان، مطلب ته هرڪو ٻهريون پڻ ٻهراين مون کي ملي ٿوي، سو خود مطلبي ۽ خود غرضي آهي. ترشنا ۽ تمنا اُتڻ هجي يا ڪٿي شڪ ڀسم هجي، ته به رُوحاني راهه ۾ وڏي رنڊڪ ۽ روڙو آهي، جو ته اُهنتا سان ڀرپُور آهي، چاهي اُهو اُهم ڀاؤ، اهڪار يا سوُڪيم صُورت ۾ هجي. سچو شيوڪ ته اُنهن چاهيندو آهي، ته جيڪي البر سو شال ڪنهن ٻئي گهرجاؤءَ جي گهرج پوري ڪري. سچن سالڪن ته اِها سڌ به ڪٿي آهي، ته ڀاڳي هوءَ جنم جنم ۾ ڀٽڪن، نيچ جُوٽيُون ڀوڳين، مُڪتيءَ کان به وانجهي وڃن، پر جيڪر هو ڪنهن جي ڪم اچي سگهن، ڪنهن جون آنسوُن اُگهي سگهن، ڪنهن جو ڏک دوُر ڪري سگهن، ڪنهن جو اُڌار ڪري سگهن يا ڪنهن کي ڏڍ لڳائي سگهن. ڀڳتن مُڪتيءَ کان وڏي پدوي، شيوا جي نهراڻي آهي، جو ته هوءَ شيوا ذريعي، دم دم، دلبر سان جُڙيا پيا آهن، نت نئين نرنڪار جي نوازش هيٺ آهن. پوءِ هوءَ ڇو موُڪن ۽ موُڪتين ۾ مَن اُلڪائين، مندر ۽ مڙهيُون پيئين، تيرٿ ۽ ياترائُون ڪن؟ هوءَ ته هميشه هوت سان آهن، هيڏهن هن روُپ ۾ ته پوءِ هُن روُپ ۾، هردم هر روپ ۾. سڀ برهم روُپ آهي.

جي ٻين لاءِ جيئن ٿا، سي ٿي اَمر آهن، پر جي فقط پاڻ لاءِ جيئن ٿا، سي جيئري ئي مئل آهن. جي ٻين جي ڀلي خاطر پاڻ قربان ڪن ٿا، سي پرماتما جي ڀاڪُرءَ ۾ پون ٿا. پر جي پنهنجي ڀلي خاطر ٻين کي قربان ڪن ٿا، سي پرالبڌ جي ٽڪر ۾ اچي، ور ور پيدا ٿين ٿا. خود مطلبي، شيطان جو سروُپ آهي. خود غرض جيسي جيون شيطاني آهي. خود غرضي، شيوا جي ڀاؤ جا سلا سُڪائي ڇڏي ٿي، گڻ گسرائي ٿي ۽ اَوگڻ آڻي ٿي. ٻئي پاسي، نشڪام شيوا جيون جو اوُچ آدرش آهي، اَملهه هيرو آهي، جنهن جي ليج ٿي تياڳ ۽ ويراڳ، پرهيزگي ۽ پاڪدامني ۽ ٻيوُن سڀ گڻ روُپي جڙاوتُون چمڪن ٿيوُن. سچ ته، جو ايشوُر ۽ عزازيل ۾ فرق آهي، اُهوئي فرق اَسوار ٿيڻي ۽ سوار ٿيڻي ۾ آهي. جو من سوار ٿي آهي، اُتي ابليس جو واسو آهي ۽ جو من اَسوار ٿي آهي، اُتي ايشوُر جو واسو آهي. سوارٿ روُپي شيطان کي من مان لوڌي ڪيڻ بنا، ايشوُر کي اَندر ۾ آڻي ٿي ڪونه سگهبو. اِنهيءَ ڪري صاحبن، نشڪام شيوا کي، موڪش ۽ مُڪتيءَ جيسي ڪنهن ڪري ڪوٺيو آهي. سوار ٿيڻو، آواگون جو چڪر چالوُ رکي ٿو. اَسوار ٿيڻو اِهو چڪر چُڪتوُ ڪري ٿو.

سائين ڏاڍو راضي ٿئي ٿو، جڏهين ڏسي ٿو ته ڪو اِنسان، ٻين اِنسانن ۾ ايشوُر جو روُپ سڃاڻي، بيمارن ۽ ٻيڙوارن جي ٽهل ٽڪور ڪري ٿو، مُفلسن ۽ موُٿاجن جيسي گهرج پوُري ڪري ٿو، دکين ۽ دردوندن جي دانهن اُنائي ٿو، هيڻن ۽ هيسيلن سان همدردي ڏيکاري ٿو، ڏکيل ۽ ڏڪائلن کي گلي لڳائي ٿو. شيوا ڪندي، نمي ٿو ۽ نمي ٿو. نمي نمسڪار ڪري ٿو، جو ته نرنڪار پاڻ هُنن جي روُپ ۾، ڪيس ساکيات درشن ڏئي رهيو

آهي، مراد ڦلنديءَ جو موقعو بخشي رهيو آهي ۽ شيوا سوئيڪار ڪري رهيو آهي. تهي،
پوءِ به اچي ٿو، ڇو ته جيون سڦل ٿئي، ڪنهن جي چڱائيءَ ۽ ڀلائيءَ ۾ سمرپ ٿئي. ڪرم ته
ڪيئي پيا ڪجن ۾ شيوا سڪرم آهي، نشڪام شيوا اڪرم آهي. اڪرم شبد ۾ نشرتي
لڳائي ٿو ۽ انهد ڌنيءَ سان لِڪ ڪرائي ٿو. جي شيوا ٿي خود خدا جي سمجهجي، ته
الي آپو ڪيئن اچي سگهندو، تنهن ۽ نيڪر ڪيئن چڙهندي؟ دنيا ۾ چوطرف ڏک آهي،
ڇو ته بک ۽ بيڪاري آهي، بدي ۽ بيئيماني آهي، مرض ۽ مايوسي آهي، موتاجي ۽ مجبوري
آهي، غريبي ۽ غرض آهي، بي انصافي ۽ بيوفائي آهي، لاچاري ۽ لاغرضائي آهي، پاپ ۽
پاکنڊ آهي، اگيان ۽ اوديا آهي. انهيءَ لحاظ کان، سنسار شيوا جو اکاڙو آهي، مريادا جو
ميدان آهي، پرماتما جي پراپتيءَ جو پاسپورٽ آهي. هاڻي شيوڪ لاءِ انتظار آهي، جو شيوا
جو شمع جلائي، اچي ووهڪي ورڇون وٺي، روحاني رانديون ڪيڏي، آتمڪ ٻل وڌائي ۽
آتما آزاد ڪرائي. سچيءَ دل سان شيوا ڪرڻ، آتما جي آزاديءَ لاءِ مکيه ذريعو آهي.

سو اي ٻندا، جيون جو جوهر نشڪام شيوا ڌارڻ، نڪري نروار ٿئي ٿو. پر جو
پرمارٿ جي پِڙ ۾ پير ٿي نه پائيندو سو نه پيو مڪتيءَ جي مارگ تي مذاقون ڪندو. تون
نه اچي پِڙ ۾ پير پاءِ ۽ نشڪام شيوا ڪماءِ. پوءِ ڏس ته پرم سک، پرم گيان ۽ پرم پد ڪيئن
نه ٿا پيا پٺيان ڦرن. انهن لوڪ پرلوڪ سهيلو ٿئي ٿو ۽ مڪتيءَ جو مارگ ملي ٿو. اجوري
جي اميد ڪاڻ هوندي ۾ شيوا جا ميوا، شيوڪ ٻيا پيو ڪير ماڻيندو؟ صاحب سمجهائين ٿا
ته جو شيوڪ، ستگرو جي شيوا، سنتن جي شيوا، سائينءَ جي شيوا ۽ سائينءَ ٿالي سنسار
جي شيوا ٿو ڪري، سک سان، شردا سان ۽ داسا ڀاؤ سان، من لائي، چت لائي ۽ آتم
متائي، بنا شڪ جي، ٻيد جي يا مراد جي، تنهنجي ڪمائي ڪير ڪٽ ڪري سگهندو؟
هُنجو ڪليل نصيب ڪير ٻوٽي سگهندو؟ هو ته امر ڌام جو امير ۽ امراءَ آهي. اهڙي شيوڪ
کي سڀ ڪجهه پلئي پوي ٿو. هُن جي اندر ۾ هردي روپي ڪمل جو پرڪاش ٿئي ٿو. هو
ستگرو جي سِکيا هيٺ ۽ سنتن جي سنگ ۾، رچي لال ٿيو آهي، جيئن پوهت گلن ڦُلن جي
ساٿ ٻوٽن ۽ پتن جي سنگ ۾، خود ساٿو ٿيسي پوندو آهي. هُن جي جيون صاف آهي،
من کليل آهي، هردو وشال آهي، دماغ روشن آهي، آتما آزاد آهي. هاڻي هو نام رتو، رنگ
رتو ۽ سچ رتو ٿيو پيو آهي. ڪايا ڪنهن ٿي آتس ۽ انحد ڌُنيءَ ۾ ڌيان اٿس. هر
وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت کي هڪ سمان ڏسي ٿو. سڀ ۾ سائينءَ جو سروپ ڏسي
ٿو، ڇو ته سڀ سائينءَ جي سروپ ۾ وسي ٿو. اهين جيئري مري، امر پد پائي،
ڏاڍيءَ جي درگاهه ۾ ٻانهن لوڏي، داخل ٿئي ٿو. انهن جوت جو جوت ۾ سمائجي ٿو.
هُنجي شيوا ٿانءِ پئي آهي ۽ هُن امر پد وڃي پاتي آهي. گرو امرداس جن فرمائين ٿا:

(١) ستگور کي سيوا چاڪري - ڪي هوُن سڪ ساڻ
اَنتي مِلن وڏڀاڳياڻ - درگهه موکڻ دئار.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٣)، سلوڪ محلا تيجا

(٢) ڪمل پرگاسُ سدا رنگِ راتا - اَنحد شبد وڄايا
تن من نرمل، نرمل باڻي - سچي سچِ سمايا.

راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (٧)

پر صاحبن اهو به چتايو آهي ته اَي ڀيرا، جڏهن ستگور جي شرڻ نه ورتي آهي؛ ستن جو سنگ نه ڪيو آهي، نام جو نشو نه پيتو آهي، سيوا ٽهل نه ڪمائي آهي، سو جڻ نه انساني جامي ۾ به پسوُن کان بري آهي. پسوُنءَ جي جوُڻيءَ ۾ ته آتمڪ اُنتي اَسنڀوُ آهي. مانش جنم ۾ ته مڪتي ممڪن آهي. پر خود پنهنجي لاغرضيءَ ڪري، هُن مانش جنم وئرٿ ڪري ڇڏيو آهي. هوُ ته ڪلپنائن جي دنيا ۾ رهي ٿو، ڪامنائن ۾ ڪڙهي ٿو، ڪروڌ ۾ پچي ٿو، ترشنا ۾ جلي ٿو، ابرکا ۾ اَڙجي ٿو، لوڀ ۾ اُڙهي ٿو، موهه ۾ ڦاسي ٿو ۽ اَهنڪار ۾ اٽڪي ٿو. هُن سموُري ميڙي آهي ڪوُڙ ۽ ڪپٽ جي، اندرين جي رس جي، ڪُمت ۽ ڪسنگ جي، پرائي نندا جي، پاکنڊ ۽ پاپ جي، اَوگڻن ۽ اوڳاڻن جي. انهيءَ وکر واپار جو سِڪو، نرنڪار جي محل ۾، ڪونه ٿو اُکامي. هُن جو لوڪ پرلوڪ ٻئي ڏُکي ٿين ٿا. هوُ چوراسي لک جوُڻين جي آواڳون جي چڪر ۾ اچي ٿو. موکش ۽ مڪتيءَ کان نراس رهجي وڃي ٿو ۽ جنم جنم ۾ اَشانت رهي ٿو. صاحبن فرمايو آهي:

(١) اَکي اَنڌُ جيڀ رس ناهيَ - ڪني پرت نه واڄيءِ
چرڻي چليءِ پجوُلا آگيءِ - وِڻ سيوا ڦل لاڳيءِ؟

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (١٩)

(٢) ڪبير جا گهر ساڌ نه سيوِيئه - هري ڪي سيوا ناهِ
تي گهر مَرگهٽ سارکي - ڀوُت بسهِ تن ماهِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٩٢)

سو سيوا معنيٰ حليمائي ۽ هيڻائپ، نمرتا ۽ نيازمندي، مِٺتا ۽ مِترتا، ڀلائي ۽ ڀلمانسائي، ديا ۽ دان، شڪر ۽ سنتوش، پوترتائي ۽ پرهيزگي. سيواداري جڏهين اهڙي سچي سيوڪ جو سروُپ ڌاري ٿو، تڏهين اَزخود سندس اَوگڻ، سيوا ڪندي، ڌوپجي وڃن ٿا ۽ گڻ حاصل ٿين ٿا. وڪارن جي واسنا مري ٿي ۽ اندر جي جوت جاڳي ٿي. سيوڪ سچ جي تلاش ۾ نڪري ٿو ۽ سيوا ڏئارن، سچ ۾ سمائجي ٿو. سنساري پدارٿن مان بيزار

ٿي، هو سٽگوروءَ جي شرڻ ۾ اچي ٿو. سکيا لاءِ سِڪي ٿو ۽ پريم لاءِ پڇي ٿو. سکيا پائي
سُرتي لڳائي ٿو ۽ پريم پائي پڪڙي ٿو. هردي جي ڪومِلتا سان، دل جي نرملتا سان ۽
مَن جي سيتلتا سان، سيني جي شيوا ڪري ٿو، سٽگور جي، سنتن جي ۽ سنسار جي. سڀ
جو جس ڳائي ٿو ۽ سڀ جو خير مڃائي ٿو. ڪڏهن ڪي به نه وسائي ٿو، نه رلجائي ٿو. سچ
ڳالهائي ٿو ۽ مٺو ٻولي ٿو. همدرد ۽ هڏ ڏوکي آهي. نه ٻئي کي مدد ڏي ٿو ۽ نه پاڻ کي
ٻين کان چڱو سمجهي ٿو. سادو کائي ٿو، سادو پهري ٿو ۽ صاف رهي ٿو. دک ۽ دلگيريءَ
کان ڏور آهي، هميشه کلمک آهي. آئي جو آدر ڪري ٿو، وئي پنيان وياڪل ڪونه آهي.
سريرڪ سوادن جو شوق ڪونهيس، اندرين جي وس ۾ چاهه ڪونهيس. مرشد جي مت ۾
آهي، درگاهه ۾ داخل آهي ۽ هاديءَ جي حاضريءَ ۾ آهي. خودي مِٽائي خدائي ٿيو آهي.
هرڪنهن سان هڪ آهي. تعجب ۾ آهي، اڀرس ۾ آهي. ڪِلي اُڙي ٿو، ٽڙي کلي ٿو. سمجهي
وڃي ٿو ته ملڪ جو مالڪ آهيان، وجود جو والي آهيان، پر غفلت ۾ ٿي پاڻکي گولو
سمجهيم. سو پاڻ ۾ پسهي، پاڻ کان پڇي ٿو، ته شيوڪ پاڻ سٽگور هو يا سائين هو، سٽگور
پاڻ شيوڪ هو يا سائين هو، سائين پاڻ شيوڪ هو يا سٽگور هو؟ پاڻ ٿي جدائي ٿو ته ٽيئي
هڪ هئا ۽ هڪ آهن. وري پاڻ کان پڇي ٿو ته ٽيئي هڪ هئا، ته هي فرق ۽ فرقا ڪڏهن
ٿي ويا؟ پاڻ ئي وراڻي ٿو ته اَهم ڀاوَ ۽ اَوديا، اها وِٿي وڌي هئي ۽ جا شبد ۽ شيوا سان
هٽي هئي آهي. اهو الاهي اسرار اکين اڳيان آڻي، عجائب جو عجب سمجهي ۽ سڃاڻي،
شيوڪ هو هر ڪلي ٿو، کِلي چپ ۾ پئجي وڃي ٿو. شيوا جو ڦل بي انت آهي، ته شيوڪ
جي مهما به بي اَنت آهي.



## (٧) پرماتما آگيان پرارٿنائون

(١) سرب ڪلا ڀرپ پوُرڻو – مَنچ نماڻي ٿاءِ[٢]
هر اوٽ ڳهي من اندري – جپ جپ جيوان ناءِ
ڪر ڪرپا ڀرپ آپڻي – جن ڌوڙي سنگ سماءِ
جيئن توُن راکهه تئين رهان – تيرا دِتا پَئِنا کاءِ
اُدم سوئي ڪراءِ پرڀ – مِل سادُو گُڻ گاءِ
دوُجي جاءِ نه سُجهيئي – ڪِتهِ ڪرُّڪڻ جاءِ
اَگيان بِناسن تمر هرڻ[٣] – اوُچي اگم اماءِ[٦]
من وِڇڙيا هر ميليئي – نانڪ ابهِ سُعاءِ[٧]
سَرب ڪلياڻا تِت دن – هر پَرسي گور ڪي پاءِ.
[راڳ مانجهه، محلا پنجوان، دِن رئڻ (٤)]

(٢) هئن مانگئن تجهي ديال – ڪر داسا گوليا
نو نِد پائي راج – جيوان بولِيا[٩]
اَمرت نام ندان – داسا گهر گهِڻا
تِن ڪي سنگ نهال – سروڻي[١٠] جس سُڻا
ڪماوان تِن ڪي ڪار – سرِيرُ پوِتُ هوءِ
پَکا پاڻي پيس[١١] – بِگسان[١٢] پير دُهوءِ
آپهُ ڪڇوُ نه هوءِ – پرڀ ندر نهاليئي
مُرهه نرگڻ دچئي ٿاءِ – سنت ڌرمساليئي.[١٣]
[راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (٣)]

---

١. موُن. ٢ آسرو، آڌار. ٣. پڪاروُن ڪرڻ. ٤. اَنڌڪار بر پرڪاش ڪرڻ وارو. ٥. بي اَنت. ٦. اَڪٿ. ٧. گهرج، مانگ. ٨. هٿ لڳايان، ڇُهان. ٩. گڻ ڳائي. ١٠. ڪَن. ١١. اَن پيهان. ١٢. گد گد ٿيان. ١٣. ست سنگت.

(٣) ٻرڀ - اِهيُ مَنورٿ[1] ميرا

ڪرڀا نِڌان دئيال موهِ ديجي - ڪر سنتن ڪا چيرا.[2] (١. رَ.)

پراتهڪال لاڳهُ جَن چرني - نس ٻاسر[5] درس پاوءِ

تن من اَرپ ڪرئُ جَن شيوا[3] - رسنا[6] هر ڪڻ ڳاوءِ

ساس ساس سِمرءُ ٻرڀ اَپنا - ست سنگت نِت رهيئي

ايڪ آڌار نام دَن مِرا - اَنند نانڪ اِهُ لهيئي.

[راڳُ ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (٢٦)]

(٤) هر پُرک نرنجن شيو - هر نام ڌيائيئي

ست سنگت سادُوءُ لڳِ - هر نام سَمائيئي

هر تيري وڏي ڪار[7] - مَي مُورک لائيئي

هئُ گولا[8] لالا تُد - مِيَ حڪم فُرمائيئي

هئُ گورمکِ ڪار ڪماوان - جو گور سمجهائيئي.

[راڳُ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢)]

(٥) ميري شاها - ميَ هر درسن سک هوءِ

همري بيڌن[9] تُون جانَتا شاها - اَوُر ڪيا جانءِ ڪوءِ. (١. رَ.)

ساچا صاحب سچ تُون ميري شاها - تيرا ڪيئا سچ سڀ هوءِ

جهوُٺا[10] ڪِس ڪئُ آکيئي شاها - دوُجا ناهي ڪوءِ

سڀنا وچ تُون وَرتدا شاها - سڀ تُجهه ڌياوَن دِن راتِ

سڀ تُجهه ٿاوَهه منگدي ميري شاها - تُون سڀنا ڪرهِ اِڪ داتِ

سڀڪو تجهه وچ هيُ ميري شاها - تجهه تي ٻاهر ڪوئي ناهه

سڀ جيئه تيري تُون سڀدا ميري شاها - سڀ تجهه ماهِ سماءِ

---

١. منو ڪامنا. ٢. گولو، داس. ٣. اَسروبلي. ٤. سدا مهاتماتُون. ٥. هميشھ، سڄو ڏينهن. ٦. زبان. ٧. ڪارج، شيوا. ٨. داسن جو داس. ٩. وِيدن، دک. ١٠. ڪُوڙو، ڪُوڙو.

سيا ڪي تون آس هيءِ ميري پياري - سڀ ڪجهه ڏيائوهه ميري شاهه
جهڙ پاوڻ لئه رکه تون ميري پياري - سچ نانڪ ڪي پاتشاهه.

[راڳ ڌناسري محلا چوٿان، شبد (١٣)]

(٦) ميل[١] ليئهو دئيال - ڍهه[٢] پئي ڏئاريا
رکه ليوهو دين دئيال - پرمت ٻهه هاريا
پگت وچل ليرا پرد - هر پتت اڌاريا
تجهه بن ناهي ڪوء - ٻنتي[٣] موهه ساريا[٤]
ڪرگهه[٥] ليهه دئيال - ساگر سنساريا.

[راڳ جئيسنتري، محلا پنجوان، وار (١٦)]

(٧) ڪرپا ندِ - پسهو ردئي هر نيت
لئسي پد ڪرهو پرگاسا - لاڳي پريم سنگ[١] پوبت. (١، ر٠)
داس ٽماري ڪي پاوءِ ڌوڙا - مستڪ لي لي لاوءِ
مها پتت[٦] تي هوت پنيتا[٧] - هر ڪيرتن گن گاوءِ
آگيا تمري ميٺي لاڳئه - ڪيئو[٨] تهارو ڀاوءِ[٩]
جو تون ديهه تهي اهه ترپتي - آن نه ڪتهو ڌاوءِ
سد هي نڪٽ[١٠] جانئه پرڀ سوامي - سگل رين[١١] هوء رهيئي
ساڌو سنگت هوء پراپت - هرِ پرڀ آپا لهيئي
سدا سدا هم ڇوهري[١٢] ٽمري - تون پرڀ همرو ميرا[١٣]
نانڪ پارڪ تم ماءِ پتا - مکه نام تمارو کيرا[١٤].

[راڳ ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٥)]

---

١. موُن کي پاڻ سان ملاءِ. ٢. ڪري پيو آهيان. ٣. وينتي، پرارٿنا. ٤. قبوُل ڪر. ٥. هٿ کان وٺي ٻاهر ڪڍ. ٦. پاپي گنهگار. ٧. شُڌ، پوِتر. ٨. جيڪي به توُن ڪرين. ٩. مِٺو ڪري مڃان. ١٠. ويجهو، نزديڪ. ١١. خاڪ، مٽي. ١٢. ٻالڪ. ١٣. مالڪ، مهندار. ١٤. کير.

(٨) تون سلطان ڪھان ھان ميان[1] - تيري ڪون وڏائي
جو تون ڏيهه سو ڪھان سوامي - مين مورک ڪھڻ نه جائي
تيري گڻ ڳاوان ڏيهه ٻجھائي - جيسي سچ مهه رھان رضائي. (١٠،١)
جو ڪڇ هوتا سڀ تجھ تي - تيري سڀ اسنائي[2]
تيرا انت نه جاڻا ميري صاحب - مين انڌلي ڪيا چترائي؟
ڪيا ھان ڪٿي ڪٿ ديکان - مين اکٿ نه ڪٿنا جائي
جو تُڌ ڀاوي سوئي آکان - تل[3] تيري وڏيائي
ايتي ڪوڪر[4] ھان بيگاني[5] - ھڪ اس ڪن[6] تائي
ڀگت هيڻ[7] نانڪ جي هوئگا - تان خصم ناءُ نه جائي.

[راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (١)]

(٩) سُروڻي سنت هر هر هري - ناڪير جس گاوءِ
سنت چرڻ ڪر سيس ڌر - هر نام ڌياوءِ
ڪر ڪرپا ديال پرڀ - اِهه نِڌ سِڌ[8] پاوءِ
سنت جنان ڪي رينڪا - لي ماٿي لاوءِ
نيچ تي نيچ اتِ[9] نيچ هوءِ - ڪر بِنتي بلاوءِ
پاوءِ ملوان آپ تياگ - سنت سنگ سماوءِ
ساس ساس نه وسري - ان ڪتهي نه ڌاوءِ[10]
سڦل درسن گرو ڀيٽيئي - مان موهه مٽاوءِ[11]
ست سنتوک ديا ڌرم - سيگار بڻاوءِ
سڦل سهاڳڻ نانڪا - اپني پرڀ ڀاوءِ[12].

[راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٥)]

---

١. ميان، خان. ٢. پرڀ، پريت. ٣. تر ماتر. ٤. ڪتا. ٥. ڌڪيل، ڌاريو. ٦. سر يا ساهه ٻچائڻ لاءِ. ٧. خالي. ٨. سِڌيون. ٩. انهيءَ کان به. ١٠. ڀٽڪان. ١١. مٽائي ڇڏيسا. ١٢. جيڪڏهن وڻي ته.

(١٠) هڪري ڄڀا اڪ ٻرپ - هر ڪي ڳڻ اکم آڻاهه
هر ڪڻ ڪر ڄوهه اُپاٽيا - هر لم وڌ اکم آڻاهه
هر دهه ٻريؤ مت الما - گور ستگور لي پڳ ٻاهه[2]
مت سنگت هر ميل ٻرپ - هم پاپي سنگ تراڻه
جن نانڪ ڪڻ هر بخش ليهه - هر تُنهي ميل ملاهه
هر ڪرپا ڪر سُڻ بينتي - هم پاپي ڪرم تراهه.

[راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٥)]

(١١) چرڻ ڪمل ڪا آسرا - دوجا ناهي ٺاءُ
مي ڌُر[3] تيري پار برهم - تيري ٽاڻ[4] رهاءُ
اِماٽيا پرپ ماڻ تون - تيري سنگ سماءُ.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(١٢) سا ٻُڌ ديجي جِت وسر ناهي - سا مت ديجي جِت تُد ڌياٽي
ساس ساس تيري ڳڻ ڳاوان - اوت نانڪ گور چرٽا جيهه.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(١٣) تُون سچا داتار - نِت ديوهه چڙهه سوايا[5]
نانڪ منگي دان - جو تُد ڀايا.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢٦)

(١٤) آنتر جامي پُرک ٻداٿي - سرڌا من ڪي پُوري
نانڪ داس اِهي سُک مانگي - موڪهه ڪر سنتن ڪي ڌُوڙي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٤)

(١٥) ٻڌهه سنڌ لم ٻران پَت پياري - ڪرپا نِڌ ديالا
راکنهه ليهه پتا ٻرپ ميري - آنائهه ڪر ٻرتپالا.

(١٣٠)

(١٦) مال خجانا[7] ٿيهه[8] گهر - هر ڪي چرڻ نِڌان
نانڪ جاچڪ[9] در تيري - ٻرپ تُدنو[10] منگي دانُ.

(١٧٢)

---

١. ٻيسمجهه، موُرک. ٢. چرڻن ۾ لڳُون. ٣. پرڀو. ٤. شڪتي. ٥. تُنهنجي ذات هميشه وڌندي پئي وڃي. ٦. سار سنڀال. ٧. خزانا، ٻدارٿ. ٨. شهر، نگر. ٩. سُوالي، منگتو. ١٠. پئي تُو.

(١٧) هر پاپي نِسرکھ کئہ - گرھ کريتئي
پريہ هوء ديال - نانک جَن ترينئي.

(١٨) گهٽ[1] اَوگهٽ[2] ڏونگر[3] گهڻا - اڪ نِرگُنڻ بَيلُ هماءِ
رميئيي[5] سئہ اڪ اينتي ميري - ٻُونهي[6] واڪہ مُرار.

(١٩) ڏِنس رُکُھ آراڌ - سمالي ساهہ ساهِ
نانڪ کي لوچا پُور - سچي پاتشاهہ.

(٢٠) جَنُ[7] نانڪ ڪئہ اِهہ دان ڏيهہ - پريہ پاؤءِ سنت رين اُرڌاري[8]
سرؤلي ڪنا نَن درسن پيکئہ - مستڪ گور چرناري.

(٢١) اُدم[9] ڪرڻ ڪراوءِ ناڪر - پيکت سادُو سنگ
هر هر نام چڙاوهن[10] ونگن[11] - آپي هي پريہ رنگ.

(٢٢) هر اَو لهگيئا[12] اَولهگي[13] - هسر چورؤ ناري
جئہ تؤن راکهہ تئہ رهان - مُکہ نام هماري.

(٢٣) هر ديا پريہ ڌارڻ پاکُھ[14] هر ناؤهہ -
کي ليوهہ شبد ڏِماءِ جيئہ
موهہ چيکڙ[15] قاني لِکهوت[16] هر جالي -
هر بانهن پريؤ پکڙاءِ جيئہ.

(٢٤) شُپ چِنتن[17] گوبند رَمڻ[18] - نِرمل سادُو سنگ
نانڪ نام نہ وسرڻ اڪ گهڙي - ڪر ڪرپا ڀگونت.

(٢٥) تيري پنهہ[19] خداء - تؤن بخشندگي
شيخ فريدئي خير[20] - ديجيءِ بندگي.

واڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)١٦

واڳ گوڙي، ڀگت ورداس، شبد (٣)

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٨)

(١٢٢)

(١٣٩)

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (١٦)

واڳ آسا، محلا چوٿان، چنت (٤)٥

واڳ آسا، محلا پنجوان، چنت (١٠)، سلوڪ

واڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

---

١. وات. ٢. ڏکي. ٣. جبل، پربت. ٤. نکمو. ٥. پرماتما. ٦. جنم سڦلو ڪر. ٧. داس. ٨. هردي ۾ ڌيان ڌاريان. ٩. ڪوشش. ١٠. رنگين ٿو. ١١. رنگجي پوندو. ١٢. گولن جو گولو. ١٣. ٻالڪ. ١٤. پٿر. ١٥. وڪارن جي گپ ۾. ١٦. غرق ٿيندا نا وڃون. ١٧. خيال ڪريان. ١٨. گڻ ڳايان. ١٩. پناهہ، اَجهو. ٢٠. دان، خيرات.

(٢٦) موهه متن ڏرنم آسا - ٻاسا ٻِڪار
رکهه ڌرم ٻيرم ٻڌار من ٿي - اڌر هر نرنڪار.
راڳ گوجري، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)٢

(٢٧) سُنهه ٻينتيا سوامي - ميري رام
ڪوٽ اَپراڌ ڀري - ڀي تيري چيري رام.
راڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت (١)٨

(٢٨) تيري گڻ ڀڳتي ميي لڪ نه جاڻيا - ميءَ مورک ڪڇ ديجيءِ
پرڻوت نانڪ سُڻ ميري صاحبا - ڏٻدا پٿر ليجيءِ.
راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٤)

(٢٩) تون پرڀ داتا دان مت پورا - هم ٿاري ڀيکاري جيئُ
ميءَ ڪيا مانگهُ ڪڇ ٿر نه رهائي - هر ديجيءِ نام پياري جيئُ.
(٨)

(٣٠) ڪام ڪروڌ لوڀ جهوٺ نندا - ان تي آپ ڇڏاوهُ
اهه ڀيتر تي ان ڪهُ ڏارهُ - آپن نڪٽ ٻلاوهُ.
راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٣١)

(٣١) اَنتر ڪي گت تمهي جاني - تجهي پاهه نبيرو
بخش ليهُ صاحب پرڀ اپني - لاکه خطي ڪر ڦيرو.
(٣٥)

(٣٢) ڀاڳي پکا ٻيسهُ سنت آئي - گڻ گووند جس گائي
ساس ساس من نام سماري - اهه بسرام نڌ پائي.
راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٣٣) جو تُڌ ڀاوي سو پروان - تيري ڀاڻي تون قربان
نانڪ غريب بندا جن تيرا - راکهه ليهِ صاحب پرڀ ميرا.
(٢٢)

(٣٤) ڪهه نانڪ - پرڀ ٻينتي سُنيجيءِ
ڪِل ڪنور ڪائي - مڪت ڪيجيءِ.
راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٣٥) ڪرهه ڪرپا ڪرتا پنتي - تيري هرگڻ گاءِ
نانڪ ڪي پرڀ بينتي - ساڌ سنگ سماءِ.
(٤٣)

(٣٦) ترگڻ مگڌ اڄاڻ اڳياني - ڪرم ڌرم نهي جاڻا
ديا ڪرهُ نانڪ گڻ گاوي - مٺا لڳي تيرا ڀاڻا.
(٥٣)

---

١. جهونو، ڪوڙو. ٢. ٻيحد. ٣. واسنائون. ٤. وڪار. ٥. ناس ڪر. ٦. اڌار ڪر. ٧. ڪئين.
٨. گناهه. ٩. چوڻ ٿا، فرمائين ٿا. ١٠. اوهان جو. ١١. سڀ سنساري پدارٿ نابوت آهن. ١٢. ناس ڪر. ١٣. فيصلو. ١٤. گناهه، ڏوهه. ١٥. پيا گهمون ڦرون. ١٦. آنند.
١٧. ڪرڻ ڪراوڻ هار، پرماتما. ١٨. اڻڄاڻ، اڻپڙهيل.

(٥٦)

(٣٧) ڏاءِ ڪر جوڙ مانگهه اِڪ دانا - صاحب تُٺي پاوان
سانس ساس نانڪ آزادي - آند ٻهو گڻ گاوان.

واڳه سوُهي، محلا پهجوان، چئس (۴)٦

(٣٨) ايهو وَر ايها وَڏ ڀاڳي - اُٿي ڏن هوءِ وَڏ ڀاڳا رام
ايهو راڳ ايهو رس ڀوڳا - هر چرٽي من لاڳا رام.

واڳه بلاوَل، محلا پهلا، شبد (٢)

(٣٩) مَن مندر تن ويس قلندر - گهٽ هي تيرٿ ناوان
ايڪ شبد ميري پران بسَت هي - باهڙ جنم نه آوان.

واڳه بلاوَل، محلا پهجوان، شبد (٤١)

(٤٠) ٽهل ڪرڻ تيري داس ڪي - پڳ جهاڙع بسال
مستڪ آپنا ڀيٽ ديئي - گن سنئي رسال.

واڳه رامڪلي، محلا پهجوان، شبد (١)

(٤١) ڪريا ڪرهُ دين ڪي دالي - ميرا گڻ اوگڻ نه بيچاره ڪوئي
ماٽي ڪا ڪيا ڌوپي سوامي - مانس ڪي گت ايهي.

واڳه مارو، محلا ٽيجا، سولهو (١٦)١٠

(٤٢) سدا سدا تيري گڻ گاوان - سچي صاحب تيري من ڀاوان
نانڪ ساچ ڪهي بينتي - سچ ديوهُ سچ سماها هي.

واڳه مارو، محلا پهجوان، سولهو (٩)٥

(٤٣) اِڪ جاچڪ منگي دان دُئاري - جان پرڀ ڀاوي تان ڪرپا ڌاري
ڏيهه درس جت من ترپتاسي - هر ڪيرتن من ٺهراندا.

١٢(١٥)

(٤٤) قُدرت قادر ڪرڻ ڪريما - صفت محبت اٿاهه رحيما
حق حڪم سچ خدايا - ٻجهه نانڪ بند خلاص ٿيا.

واڳه مارو، محلا ٽيجا، وار (٢٠) سلوڪ محلا دوُجا

(٤٥) آپي جاڻي ڪري آپ - آپي آڻي راس
تسي آڳي نانڪا - کلي ڪيچي اَرداس.

واڳه ڪيدارا، محلا پهجوان، شبد (٢)

(٤٦) ڏين بنڌ - سُن ديال
پنج داس تين دوکي، ايڪ من اناٿ نات - راکهه ڪرپال.

---

١. ٻُڌي هٿ. ٢. دان. ٣. اَلمست فقير. ۴. وري ڀڳي دفعي. ٥. چرنن جي خاڪ. ٦. صفا ڪريان، اگهان. ٧. ٻهوڄي وارن سان. ٨. رسدائڪ. ٩. اِنسان جي. ١٠. حالت. ١١. ايڪاگر ڪري لڳايان. ١٢. مهما. ١٣. بيحد. ١۴. سچو، پاڪ. ١٥. سنسار ساگر کان تري پار پئجو. ١٦. ڪاج پورا ڪري ٿو. ١٧. سمک ٿي، اُتي ٻهي. ١٨. وڪار. ١٩. اِندريون. ٢٠. ٽيڪي گڻ.

(٤٧) تُم دائي هـم سدا پڪاري - ديھُ جباب هـوء ڀڳاري[1]
داس ڪبير ٽيري پيھ[2] سمانا - بھشت نڄيڪ[3] راڪ رحمانا.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (١٥)

(٤٨) چرن ڪمل سنگ - لاڳي ڏوري
سنگ ساگر - ڪر پرم گت[4] موري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٤٩) اُور نہ ڪوئُو سوجهي پرڀ بن - ڪھُ ڪو ڪس ھھ جاسي
جنُ جاڻُ لُهُ راکھ ٺاڪر - سڀ ڪڇ تُمھي پاسي.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٥١)

(٥٠) اُم ڪٿا سُٽيڄي سروٽي - ميا[5] ڪرھُ ڀڳوان
آوت جات دوئُو پک ڀُورن[6] - پالينٽي سنگ ڀرام.

(٨٥)

(٥١) تُم هر دائي سمرٿ سوامي -
اڪ مانگئُ تُجھ پاسھُ هر دانُو[7].
جن نانڪ ڪئُ هر ڪرپا ڪر ديجي -
سد بسھ ردي موھ هر چرانُو[8].

راڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٥٢) راما - هم داسن داسُ ڪريجي
جب لگ ساس هوء مـن اُنتر - سادُو دُوڙ پَوِيجي[9].

راڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (٦)

(٥٣) هـم بارڪ گور اُڌم گُسائين - گور ڪر ڪرپا پرتپال[10]
بِک پوجل ڏٻدي ڪايَ ليھُ پرڀ - گور نانڪ پال گپالُ[11].

راڳ پرڀاتي، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٥٤) بَل چُٽڪيو[11] بندُن پڙي[12] - ڪڇُو نہ هوت اُپاء[13]
ڪھ نانڪ اَب اوٽ هر - ڳج جئُ[14] هـوء سهاء.

سلوڪ، محلا ناوان (٥٣)

(٥٥) سنگ سَکا[15] سڀ تج گئي[16] - ڪوئُو نہ نبھيو سات
ڪھ نانڪ اِھ بپت[17] ميں - ٽيڪ ايڪ رگھنات[18].

(٥٥)

---

١. پاپي گنهگار. ٢. پناھ ورتي آهي. ٣. ويجھو پرسان. ٤. موکش. ٥. مھر. ٦. جمڻ مرڻ جي ڦيري کان آزاد ٿيندس. ٧. دان، ور، ڀِک. ٨. چرن. ٩. نواس ڪريان. ١٠. ڪيا يا سنڀال ڪندڙ. ١١. شڪتي ختم ٿيندي ٿي وڃي. ١٢. بوجا. ١٣. تدارڪ، اُلو. ١٤. هاٿي. ١٥. سنگي سائي. ١٦. سات ڇڏائي ڀڄي ويا آهن. ١٧. سنڪٽ سمي، مشڪلات ۾. ١٨. پرماتما.

## (٨) سرناگتي

(١) تؤن سمرت وڏا - ميري مت ٿوري رام
پالهه اڪرتگهنا[1] - هؤن درشت ٿيري رام
اَنادِ بوڌ اَپار ڪرپي - موهه نيچ ڪڇؤ نه جانا
وتن ٿياگ سنگرهن[2] ڪوڙي - پسؤن نيچ اپانا
تياگ چلتي[3] مها چنچل[4] - دؤک ڪر ڪر جوڙي[5]
نانڪ سمرٿ سمرت سوامي - پئج[6] راکهه ميري.

[راڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، چنت (٣) ٨]

(٢) اَب هم چلي - ٺاڪر پهه هار
جب هم سرڻ پرڀؤ ڪي آئي - راکهه پرڀؤ ڀاوي مار. (ا. ر.)
لوڪن ڪي چتراڻي اپما[7] - ٻسي بئسنتر[8] جار[9]
ڪوئي ڀلا ڪهئه ڀاوي بُرا ڪهئه - هم تن ڏيئؤ[10] هي ڀار[11]
جو آوت سرڻ ٺاڪر پرڀ تمري - تس راکهه ڪرپا ڌار
جن نانڪ سرڻ تماري هر جيئه - راکهه لاج مرار.

[راڳ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٤)]

(٣) گڻ گوپال پرڀ ڪي نت گاها - اَنند[12] بنود منگل سک تاها
چل سکيئي پرڀ راوڻ[13] جاها - ساڌ جنان ڪي چرني پاها. (ا. ر.)
ڪر بينتي جن ڌوڙ باڇاها[14] - جنم جنم ڪي ڪلوکه[15] لاها

---

١. ڪؤڙا، بيشڪر انسان. ٢. موهه رکان ٿو. ٣. دوکو ڪري ڇڏي وڃي ٿي. ٤. موهيندڙ، ٿيانيندڙ. ٥. ميڙي يا ڪني ڪٺي آهي. ٦. لاج، پَت. ٧. ساراهه، خوشامد. ٨. اگني. ٩. جلائي ڇڏي آهي. ١٠. اَهم ڀاؤ، اهنڪار. ١١. ختم ڪري ڇڏيو آهي. ١٢. خوشيون، موجون. ١٣. مزا ماڻڻ، لذت وٺڻ. ١٤. وڏون ۽ وڌيون. ١٥. پاپ، ڏک.

من تن پران جيئہ اَرپاها - هر سِمر سمر مانَ[1] موهہ ڪتاها
دِين دِيال ڪرِهُ اِساها[2] - نانڪ داس هر سرن سَماها.
[راڳُ سوُهي، محلا پنجوان، شبد (٢٦)]

(٤) مِيءِ ڪوُٽ ڪوجت جي - هر نهچل سُکهژ[3] پايا
سپ اَدِرُوُ[5] ڈنِي جي - تان چرن ڪمل چِت لايا
پربُ اَبناسي هُمُ تس ڪي داسي - مري نہ آوءِ جائي
دَرمُ اَرت ڪامُ سپ پوُرن - من چِندي اِچ پُجائي[6]
سرمهه سِمرِت[7] گن گاوهہ ڪرتي[4] - سِد ساڌڪ مُن جَن ڌِيايا
نانڪ سرن ڪرپانِد سوامي - وڈ ڀاڳي هر هر گايا.
[راڳُ سوُهي، محلا پنجوان، چِهنت (٤)١١]

(٥) داس تيري ڪي بينتي - رِد ڪر پرگاسُ[8]
تُمري ڪرپا تي پار برهم - دوُکن ڪٽہ ناسُ
چرن ڪمل ڪا آسرا - پربُ پُرکہ گنِ تاسُ[9]
ڪيرتن نام سِمرت رهئِي - جب لگہ گهٽ ساسُ
مات پتا بَندپ[10] توُن هئِي - توُن سَرب نِواسُ
نانڪ پربُ سرڻاگتي - جاڪو نِرمل جاسُ[11].
[راڳُ بلاوَل، محلا پنجوان، شبد (٧١)]

(٦) ناڪو - تمُ سرڻاڳي آيا
اَتِرِ گير ميري من ڪا سدسا[12] - جب تي درسن پايا. (١٠ و.)

---

١. اَيمان. ٢. موُن ۾ چاهہ پيدا ڪر. ٣. ڳولهي ڳولهي. ٤. پرماتما. ٥. فنا. ٦. پسند.
٧. سرو ليون ۽ سِمرتيوُن. ٨. روشن. ٩. گُڻن جا سمندر. ١٠. مِٽ مائٽ. ١١. جس، مهما.
١٢. ڀرم.

اَن ڀولت[1] ميري ڀرتا[2] جاڻي - اَپنا نام جپايا
دکه ناٺي[3] سک سهج سماڻي - آنند آنند گڻ گايا
ٻانهه پڪڙ ڪڍ ليني اَپني - گره آنڌ ڪوپ[4] تي مايا
کهه نانڪ گر ٻنڌن ڪاٽي - ٻڇڙت[5] آن ملايا.

[راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٧٤)]

(٧) من ڪر - ڪبهون نه هرگن گايو
ٻکيا[6] سڪت رهيو نس ٻاسر[7] - ڪيدو اَپنو[8] پايو. (١. ر.)
گر اُپديش سنيو نهه ڪانن - پر[9] دارا لپٽايو
پر نندا ڪارڻ ٻهه ڌاوت - سمجهيو نهه سمجهايو
کها ڪهئون مين اَپني ڪرني - جهه ٻڌ جنم گوايو
کهه نانڪ سڀ اَوگن مون مين - راک ليهه سرنايو.

[راڳ بلاول، محلا ناوان، شبد (٤)]

(٨) پرڀ ڪيجي ڪرپا نڌان - هم هرگن گاوهگي
هئون تمري ڪرئون نت آس - پرڀ موهه ڪب گل لاوهگي. (١. ر.)
هم ٻارڪ مگڌ اِيان[10] - پتا سمجهاوهگي
سٽ[11] کن کن ڀول ٻگاڙ[12] - جگت پت[13] ڀاوهگي[14]
جو هر سوامي تم ديهه - سوئي هم پاوهگي
موهه دوجي ناهي ٺور[15] - جس پهه هم جاوهگي
جو هير پاوهه ڀگت - تدان هر پاوهگي
جوتي جوت ملاء - جوت رل[16] جاوهگي

---

١. ٻنا ٻڌائڻ جي. ٢. سڀئي حالت جو ڄاتو. ٣. ناس ٿي ويا. ٤. کوهه. ٥. وڇڙيل. ٦. وشين.
٧. ڏينهن رات. ٨. پنهنجي من ماني پٺي ڪئي اٿم. ٩. اِستري. ١٠. بيسمجهه، اياڻو.
١١. پت. ١٢. ڪم ڪاري ڇڏيندو آهي. ١٣. پتا. ١٤. وڻندو آهي. ١٥. ٺڪاڻو. ١٦. ملي هڪ ٿي وڃڻ.

هر آپي هوءِ ڪربال – آپ لئي لاوَ ھڳي
جن نانڪ سرن ڏنار – هر لاج رکاوَهکي.

[راڳ ڪليال، محلا چوٿان، شبد (٦)]

(٩) جو تيري سرڻائي هر جيئڙ – تن تون راکن جوڳ[1]
تُڏ جيوَڻ مِي اَوَر نه سوُجهي[2] – نا ڪرهوُنا نه هوڳ
هر جيئڙ – سدا تيري سرڻائي
جئين ڀاوي تئين راکهه ميري سوامي – ايهه تيري وڏيائي. (١، رهاءُ)
جو تيري سرڻائي هر جيئڙ – تنڪي ڪرهه پرتپال[3]
آپ ڪرپا ڪر راکهه هر جيئڙ – پوهه[4] نه سکي جم ڪال
تيري سرڻائي سچي هر جيئڙ – نا اوهه گهٽي نه جاءِ
جو هر ڇوڙ دوُجي[5] ڀاءِ لاڳي – اوهه جمي تي مرجاءِ
جو تيري سرڻائي هر جيئڙ – تنان دوُکه ڀوُکه ڪڇ ناهِ
نانڪ نام سلاهه سدا توُن – سچي شبد سماهِ.

[راڳ پربڀاتي، محلا تيجا، شبد (٤)]

(١٠) ڪوني رکه[6] نه سکي – دوُجا ڪرن دِکاءِ[7]
چاري ڪنڊا[8] ڀالکي[9] – آءِ پيا سرڻاءِ
نانڪ سچي پاتشاهه – ڏُبدا ليئا ڪڍاءِ. سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(١١) پوُلا[10] مارگ[11] پائيوُن – گڻ اوَڳڻ نه بيچار
نانڪ تس سرڻاگتي – جو سگل گهٽا آڌار. (١٨)

---

١. قابل. ٢. خيال ۾ اچي. ٣. سنڀال. ٤. ويجهو اچڻ، ڇُهڻ. ٥. ڏُنيـما ڀاؤ، ٻيائـي.
٦. ڪو مون کي هِن سنسار جي ڀؤ ساگر مان بچائي سگهي. ٧. ڏسڻ ۾ اچـي. ٨. طرف.
٩. ڳولهي، ڀٽڪي. ١٠. پاپيل، گنهگارن. ١١. سچي راهه.

(١٢) جاکي سرڄ پيا ڪُٽِ[1] پاڻيڻي ـ ساس ساس هرنام ڌياڻيڻي

لِس بِن هوُر نہ دوُجا ٺاڪر ـ سڀ لسيع ڪيِتا جاڻي جيتَ.

واڳ ماجھ، محلا پدهوان، شبد (٣٤)

(١٣) ميري رام ـ هر ناهي سرڄ پڙي هرِ ڏنار

مَڻّ[2] نرڳڻ هرميليع ڪجهوُن ـ اُپدي ڪرپا ڌار.

واڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١١)

(١٤) هر اُپراڌ پاپ ٻهُ ڪيپي ـ ڪر ڏشٽي[3] چور چُرايا

اَب نانڪ سرڻاگت آئي ـ هر راکهہ لاج هر پاپا

(٢٥)

(١٥) ٻار ٻرهم ڪي ـ سرڻي پاهِ

ڪرتِ ڪَلنڪِ[5] ـ ڪِن مهہ مِٽ جاهِ.

واڳ گوڙي، محلا پدهوان، شبد (٢٦)

(١٦) جَن ڪي ڪيپي آپ سهاء ـ سک پايا لگہ داسهہ پاء

آپُ[6] گيا تان آيهُ[7] پئي ـ ڪرپا نِڌان ڪي سرني پڙي.

(١١٠)

(١٧) جَن نانڪ اوڙ[8] ٺهاري پڙيو ـ آيو سَرڻاگيو

نام رنگہ سهج[9] رس ماڻي ـ ڦر دوُک نہ لاگيو.

(١٦٠)

(١٨) جو ديسيع سو سگل بِناسيع ـ جئن ٻادر[10] ڪي ڇائي[11]

جَن نانڪ جگہ جانيو مِٿيا[12] ـ رهيو رام سرنائي.

واڳ گوڙي، محلا ناوان، شبد (٢)

(١٩) هر پرڀ داتا ايڪ ٺوُن ـ ٺوُن آپي بخش مِلاء

جَن نانڪ سرڻاگتي ـ جئن ڀاويع تيويع ڇڏاء.

واڳ گوڙي، محلا ٿيجا، اشٽپدي (٨)٩

(٢٠) جَب اَپ سنجم ڌرم نہ ڪمايا ـ شيوا ساڌ نہ جانيا هر رايا[13]

ڪهہ نانڪ هم نيچ ڪَرما[14] ـ سرڄ پڙي ڪي راکهہ شرما[15]

واڳ آسا، محلا پدهوان، شبد (٢٩)

(٢١) ڪهہ نانڪ ـ جو پرڀ سرڻائي

اُلهِا[16] سک ـ آڳيع[17] گت پائي.

(٧٣)

---

١. موکش. ٢. نڪاٽو. ٣. مٽان، منَ. ٤. نِکِپي، دولاب. ٥. پاپ، دوش. ٦. اهنڪار، اُيمان. ٧. پرماتما جو روُپ بڻجي پيس. ٨. ٽيڪ. ٩. گيان. ١٠. ڪڪر. ١١. ڇانو. ١٢. جوڙ، ناسونت. ١٣. پرماتما. ١٤. ڪرتوت. ١٥. لاج، پت. ١٦. هن جنم ۾. ١٧. پرلوڪ ۾.

(٢٢) مها پرکر[1] سنسار - ورلي پيکيا
چؤن هرکي سرڻ - ليکھ[2] نانڪ ليکيا.

(١١٠)

(٢٣) اي من ٽيرا ڪو نهي - ڪر ويکھ شبد وچار
هر سرڻائي پج پئو - پانيئھ موکھ دئار.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اسٽپديون (٢) ١٣

(٢٤) پگٽ وڃال هر برد[3] هي - هر لاج رکايا
جن نانڪ سرڻاگتي - هر نام ترايا.

راڳ آسا، محلا چوٿون، ڇنت (٤) ٨

(٢٥) سنسار ساگر ٽني ترِيا - جني ايڪ ڌيايا
تج[4] ڪام ڪرود اَنند[5] نندا - پرڀ سرڻائي آيا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (٣) ١٣

(٢٦) ڦٽي[6] ڦاهي سڀ جگ ڦاسا - جم ڪي سنگل بند ليا
گور پرسادي سي نر اُبري[7] - جو هر سرڻاگت پج پيا.

راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٢٥)

(٢٧) ڪرھ انگرھ[8] سواي ميري - گنهه[9] نه موهه[10] ڪمائو[11]
گوبند ديال ڪرپال سکھ ساگر - نانڪ هر سرڻائو.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

(٢٨) ساجن ٽيري چرن کي - هوء رهان سد ڌوڙ
نانڪ سرڻ تهارِيئا - پيکئو سدا حضور.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (٤)

(٢٩) تياگهه سگل اُپاء[12] - ترس کي اوٽ گهه
پئو سرڻائي پج - سکي هوُن سکھ لهه.

(٠٢

(٣٠) آپ ميت پئي سرڻائي - اهه مت سادوُ ڪهي
پرڀ کي آگيا مان سکھ پايا - پرم انند پرا لهي.

راڳ ڌنا ڳندار ي، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٣١) موُرکھ مگد اَنات چنچل - بل هين[13] نيچ اَجاڻا
بنونت نانڪ سرڻ ٽيري - رکھ ليهه[14] آوڻ جاڻا[15].

راڳ بهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت (١).

---

١. پيانڪ. ٢. حڪم، قانوُن. ٣. دستوُر. ٤. نؤرت ڪري. ٥. مها پرشن جي گا ٦. ڦندي پر ڦاٿل. ٧. زنجيروُن. ٨. اچي سگهندا. ٩. باجهه. ١٠. پٽجو. ١١. ڪيا ڪ ڪيل. ١٢. پڪڙ، ڏوت. ١٣. نربل، هيٺو. ١٤. چوَن ٿا. ١٥. جنم مرڻ جو چڪر.

(٣٢) جو سرڻ آوي اس ڪنٺ لاوي - اِهه پرد سوادي سندا
ڀڻونت نانڪ هر ڪنٺ مليا - سدا ڪيل ڪرندا ۔

٣(٤)

(٣٣) سڻ ڀري ڪت مها ڀيڙي - اڪ نام ڏيهه آڌارا
ڀڻونت نانڪ ڪر ڏيهه راکهُ - گوبند ڏين ڏيارا ۔

٧(٤)

(٣٤) هر نيچ سي اتر ڀئي - هر ڪي سرڻائي
ڀاڙ ڏبدا ڪڍ ليئا - ساچي وڏيائي ۔

واڄہ وڏهنس، محلا پهريون، اشٽپدي (٤)؟

(٣٥) هئه ڀاپي پتت پرم پاکنڊي - توُن نرمل نرنڪاري
امرت چاک پرم رس راتي - ٺاڪر سرڻ تماري ۔

واڄہ سورٺ، محلا پهريون، شبد (٥)

(٣٦) پاو ملوان ملُ مل ڌووان - اِهه مَن تئڪوُ ڏيسا
سُڻ ميتا هئه ٽيري سرڻائي آيا - پرڀ مله ڏيهه اُپديسا ۔

واڄہ سورٺ، محلا پهريون، شبد (١٢)

(٣٧) سوني ڪراءِ جو لڏ ياوي - موهه سياپ ڪڇوُ نہ آوي
هم پاڪ تئه سرڻائي - پرڀ آهي پئج رکائي ۔

(٧١)

(٣٨) ساڌ سنگ ڪبهوُ نهي ڪينا - نهه ڪيرتن پرڀ گائي
جن نانڪ مي ناهه ڪرتوُ ڳن - راکهُ ليهه سرنائي ۔

واڄہ سورٺ، محلا پنجون، شبد (٦)

(٣٩) بياري لن بڌ ملڻ نہ جاڻي - مي ڪيئي ڪرم انيڪا
هار پڙيو سوامي ڪي دئاري - ڏيجي ٻڌ ٻبيڪا ۔

واڄہ سورٺ، محلا پنجون، اشٽپدي (٣)

(٤٠) ٽيري سرن پيا هئه جيوان - توُن سمرٿ ٻرک مهروان
آٺ پهر پرڀ ڪئه آراڌي - نانڪ سد قربان ۔

واڄہ ڌناسري، محلا پنجون، شبد (١٨)

(٤١) ترشنا اگن - پرڀ آپ ٻجهائي
نانڪ اڌري - پرڀ سرڻائي ۔

(٥٥)

---

١. ڳلي لڳائي ٿو. ٢. ٻتي پرمالما. ٣. خرشيون. ٤. زنجير، ڦاسي. ٥. ناپاڪ. ٦. مها.
٧. توکي. ٨. نموني سان. ٩. پاٺ پڙهڻ، ويدن جو اڀياس ڪرڻ ۽ ڪئين يوگ استعمال ڪرڻ.
١٠. وويڪي، ضمير جي. ١١. وسائين ٿڏي. ١٢. ڪري پيس.

(٤٢) کهڻ ڪبير سُنهه ري ٻِرائي - ڇوڏهُ من ڪي ڀَرما
ڪيوَل نام جوهُ ري ٻِرائي - ٻڙءَ ايڪ ڪي سرنا.

واڳهڙ ڌناسري، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٤٣) مَگن[1] وهيڙ مايا موءِ نِس دن - ڇُٽي[2] نه من ڪي ڪانئي
ڪهه نانڪ اَب ناهه اَنت گت - بِن هرڪي سرنائي.

واڳهڙ ٽوڏي، محلا ناوان، شبد (١).

(٤٤) سُتاد ٻاد اِبرڪ[3] مَد مايا - اِن سنگ لاگ رتن جنم گوايا
دکه ڀڄن جگ جيوَن هر رايا - سگل تياگِ نانڪ سرڻايا.

واڳهه سوُهي، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٤٥) همَّ آيا دوُرهه چلڪيءَ - موءِ تَڪي لهُ سرڻاءِ جيئُ
موءِ آسا رکي چِت مهِ - ميرا سيو دکه گواءِ جيئُ.

واڳهه سوُهي، محلا پهلا، گهوڙيئي، شبد (٣)

(٤٦) موءِ تُجهه بِن بيلي[6] ڪو نهي - توُن اَنت سَکائي[7]
جو تيري سرڻاگتي - تِن ليهُ ڇڏائي.

واڳهه سوُهي، محلا ليجا، وار (٢٠)

(٤٧) دُکيئا دردوند در آيا - بَهت پِياس جبُاب[8] نه پايا
کهه روداس سرڻ پرڀ تيري - جيءَ جانهُ لهُ ڪر گت ميري.

واڳهه سوُهي، ڀڳت روداس، شبد (١)

(٤٨) ٽالي[9] واءُ نه لڳئي - پار برهم سرڻائي
چوگرد هماري رام ڪار[10] - دکه لڳيءَ نه ڀائي.

واڳهه بلاوَل، محلا پنجوان، شبد (٧٩)

(٤٩) جو مانڪ مانڪ ڪي شيوا - اوهه لِس ڪي لئي لئي ٿن جانيئي[11]
نانڪ سرڻ سرڻ سکه ساگر - موهه ٽيڪ تيرو اڪ نانيئي[12].

(٩٢)

(٥٠) بِسر سمر سمر سکه پايا - چرن ڪمل رکه من ماهي
تاڪي سرڻ پڙيو نانڪ داس - جاپي اوُپر[13] ڪو ناهي.

(٩٨)

(٥١) جو تم ڪرهُ سوئي ڀَل مانهه - من تي ڇوُٽيءَ سگل گمان
کهه نانڪ تاڪي سرڻائي - جا ڪا ڪيئا[14] سگل جهانَ.

(٩٩)

(٥٢) مها بڪار گهور دکه ساگر - تِس مهه ٻِرائي گَلت پيا[15]
سرڻ پڙي نانڪ سوامي ڪي - باٿهن پڪڙ پرڀ ڪاڍِ ليا.

(١١٠)

---

١. رَذِل، مست. ٢. ٻرائي. ٣. جهڳڙا. ٤. حسد. ٥. پڪڙي آهي. ٦. مددگار. ٧. سهائتا ڏيندڙ. ٨. جواب، اميد. ٩. گرم، ڪوسو. ١٠. اوٽ يا ڀروسو بڻائڻا جو. ١١. مرڻي وٺي ٿو. ١٢. نالو، رام نام. ١٣. مٿي، اُتم. ١٤. اُپايو آهي. ١٥. غلطان ٿيو پيو آهيان.

(٥٣) جو تيرتي سرڻاگتي - تن ناهي ڀار
اوچ نيچ ٿي ڪري - آڻي سنسار.

راڳ ٻلاول، پهريون
بڙوداس، شبد (١)

(٥٤) جـــو جو ڪـــرب ڪري - سو جاءِ
غريب داس ڪي - پرڀ سرڻاءِ.

راڳ ڳؤنڊ، محلا
پنجوان، شبد (٢٠)

(٥٥) ديا ديا ڪر راکهه هر جيئه - هر ڏين تيري سرڻاءِ
هر ڀارڪ تر پتا پرڀ ميري - جن نانڪ بخش ملاءِ.

راڳ وڏهنس، محلا
چوٿون، شبد (٢)

(٥٦) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه - نست جهگڙي جهگڙانا
هر واک راکهه دين تيري - هر سرڻ هر پرڀ آيا.

راڳ مالي ڳوڙا، محلا
چوٿون، شبد (١)

(٥٧) ميرا پرڀ وپرواهه هي - تا پس تل نه طماءِ
نانڪ تس سرڻاتي ڀڄ پئو - آپي بخش ملاءِ.

راڳ مارو، محلا
تيجا، شبد (٥)

(٥٨) جن هر سيويا تن سک پايا - سهجي هي هرنام سمايا
جو سرڻ پڙي تسڪي پت راکي - جاءِ پڇو وبد پراڻي هي.

راڳ مارو، محلا
چوٿون، سولهو (٩) ٢

(٥٩) چار مڪت چاري سڌ ملڪي - دولهه پرڀ ڪي سرڻ پڙيو
مڪت پيو چهوڻ جڳ جاڻيو - جس ڪيرت ماٿي چترڙ ربو.

راڳ مارو، پڇمت
نامديو، شبد (١)

(٦٠) ڏکهه ڀڃا ليبر داس اپنو - جهوٽي جهوٽ رلي
پرڀ چرن سرڻ اناٿ آيو - نانڪ هـــر سنگ چلي.

راڳ ڪيدارا، محلا
پنجوان، شبد (١٥)

(٦١) جاڪنه راکي - اپڻي سرڻائي
ساچي لائي - سادا من ڀائي.

راڳ پرڀاتي، محلا
تيجا، شبد (٣)

(٦٢) جيئه پران مڪت ڪو داتا - اڪس سنه لدو ٿائي
کهه نانڪ تاڪي سرڻائي - ڏيت سگل اپناءِ.

راڳ سارنگ، محلا
پنجوان، شبد (٧٦)

---

١. جنم مرڻ جو چڪر. ٢. ٻڌن وارو. ٣. اهنڪار. ٤. نماڻو، نچو. ٥. داس. ٦. ٻيو رتي.
٧. ڪهر ج. ٨. ڀران. ٩. سڌيون. ١٠. ڪهرت، پتي پرماتما. ١١. چئني. ١٢. چست، مڪ.
١٣. پڪڙي. ١٤. ٻاهون. ١٥. ڏني ٿو. ١٦. روزي، کاڌو.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٥)، سلوڪ محلا تيجا

(٦٣) اَمر[1] وِيپرواهہ هيءِ، تِس نال سياڻپ نہ چَلئي –
نہ حُجت[2] ڪرڻي جاءِ
آپ ڇوڙ سرڻاءِ پوءِ – مَنِ لئي رضاءِ[3].

راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (١١)

(٦٤) مَنُ تَن نام نِرنجن راتا[4] – چرن ڪمل لدو لايا
اَنگِيڪار[5] ڪِيو پرڀ اَپڻي – نانڪ داس سرڻايا.

(١٧)

(٦٥) ٻِراهہ[6] لراهہ ڪر سرڻي آئي – جلتہ[7] ڪرپا ڪيجيءِ
ڪرگهہ[8] ليهہ داس اَپڻي ڪنٺ – نانڪ اَپنو ڪيجيءِ.

راڳ ٻرياڙي، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٦٦) ڪهت ڪبير سُنهہ، نَر[9] نَروِيءِ[10] – ٻَڙءِ ايڪ ڪي سرنا
ڪيول نام جپهُ ري ٻراڻي – تبهي نِسچيءِ[11] تَرنا[12].

---

١. حڪم. ٢. اَڳراڻي، سوال جواب. ٣. رضا، ڀاڻو. ٤. رتو پيو آهي. ٥. قبول ڪيو آهي.
٦. رکيا يا رحم جي پڪار. ٧. وشين ۽ جلن پيو لو. ٨. هٿ. پڪڙي. ٩. مرد.
١٠. استريون ١١. پڪ ڪي ٻڪ، ٻنا شڪ جي، اوس. ١٢. ڀؤ ساگر مان تري پار ٿيندا ھن.

# پرارٿنا ۽ سرناگتي

پرارٿنا ڇا آهي؟ پرارٿنا آهي، منش جي پرماتما جي در تي پڪار. هر هڪ پڪاريندڙ جي پڪار جو نمونو، پنهنجو پنهنجو آهي پر اُنائيندڙ سڀ نمونا سُتت ئي سمجهي وڃي ٿو، ڇو ته پڪاريندڙ ۽ اُنائيندڙ جي وچ، هڪ لڪل ڇپيل تار ڳنڍي بيٺي آهي، جا دم دم نئين پيغام پهچائي ۽ جواب وراڻي. نيٺ ته پرماتما جو پرزو، هر جيو اندر، هر دم جاڳي رهيو آهي ۽ جيو جي جاڳائڻ لاءِ جتن ڪري رهيو آهي. پوءِ ته ڪو پيو دل ۾ سازي، ڪو مک سان اچاري، ڪو نيڻ نئين نهاري، ڪو هٿڙا کڻي ٻاڏائي، ته ڪو خلوت جي خاموشيءَ ۾ خبرون وٺي ۽ پهچائي. انهيءَ پڪار پهچائڻ لاءِ، نه ڪا خاص ٻولي ٻولايل آهي، نه ڪي خاص اکر وچيل آهن، نه ڪو خاص انداز، وزن يا سُر رٿيل آهي. درد جي دانهن آهي. دل مان نڪتي نه آهي ته دلبر ٻُڌي نه آهي. ٻُڌي ڇا ٻوليندو، تنهن لي پنهنجو وس ڪونه ٿو هلي، ڇو ته درد سڃاڻڻ ۽ دوا آزمائڻ، اهي ٻئي حڪمتون سندس حڪم هيٺ هٿ وس آهن. سندس سڃاڻپ ۾ سلامت آهي ۽ دوا ۾ داد آهي. سندس حڪم، حڪمتي حرف يا الاهي الهام، هٿين هنڌ ڪندو، پڪاريندڙ کي پسند پوي ڇاهي نه پوي.

اُلي حڪمت ۽ حرفت، حرڪت ۽ حرارت وارو حساب ڪونه هلندو، ڇو ته بندگيءَ بعد، حڪم يا ابرابري، بخش يا بيهودائي پيدا آهن، بيڪار آهن. پوءِ پڪار، پرارٿنا نه ڇٽي پر پور ۽ پلتيبازي، ناداني، نالائقي، نافرماني ۽ نامرادي ڇٽي. پڪار جي جواب کي، حق جي حاصليت ۽ مالڪ جي مرضي سمجهي، مرحبا ڪرڻ، منظور ڪرڻ، برچشم ڪرڻ، برداشت ڪرڻ ۽ بجا آوري ڪرڻ، اها آهي سرناگتي. پنهنجو پرپوجن آهي پرماتما کي پڪار ڪرڻ، ڏر تائين دل جي دانهن پهچائڻ، ايمان ۽ الفت سان اشرافت ۽ اورچائيءَ سان. پوءِ جيڪي پليءِ پوي سا عرض جي عنايت آهي، انصاف جو اظهار آهي، مهر جي مٺيان آهي، بينظير بخشش آهي. جيڪي مليو سو مڃيو، جيڪي پيو سو بسم الله، الحمدلله. اهڙيءَ اطاعت ۽ عقيدت ۾ ئي، بندي جو بخت ۽ برڪت آهي، بهبودي ۽ بلندي آهي. ڌڻيءَ جي در تي ناحق نه آهي. سڀ کي حق پليءِ پوي ٿو. لائقيءَ آهر، دوا سان دعا جا داتا ۽ گڏجي اچن ٿا، جي ايمان سان آزمائڻ گهرجن.

هاڻي ڄاڻڻو آهي ته اهو درد يا دک ڪهڙو آهي، جنهن جي دانهن ئي نڪري؟ انسان کي اندر ۾ انيڪ الجهن آهن، نه دل جي درد جون دانهون ۽ بيشمار آهن ۽ عاجزيون عاجزيون آهن. ڪو خوش نه آهي! هر ڪو دکي آهي!! ڪو ٻئي جي سک ڪري ڏکي آهي، ته ڪو پنهنجي حال تي راضي نه آهي. اهڙي دک جا ڪئين ڪارڻ آهن، جهڙوڪ

خيالي خفت ۽ خفقان، اُبرڪا ۽ انتقام جي آگ، حقارت ۽ حسد جي حرڪت، ڪام ۽ ڪروڌ جا ڪشت، لوڀ ۽ لالچ جو لڳاءُ، علتن ۽ عادتن جا عذر، گهروُ ناسازي ۽ ناچاڪي، مفلسي ۽ محتاجي، بيماري ۽ بي آرامي، بيڪاري ۽ بيقراري، عياري ۽ مڪاري، اوچتي آپدا يا آفت جو اثر، اولاد جي اچڻ جي آس، اولاد جي وڃڻ جو ونجوڳ، اولاد جي نالائقيءَ جي نراسائيءَ، پنهنجن جا پوُر يا پراون جا سوُر. مطلب ته سرلو جا سوُر، سمبنڌين مان سوُر يا سنسار مان سوُر، جي دکيءَ کي دکائين ٿا، من کي منجهائين ٿا ۽ دل کي دهڪائين ٿا. پوءِ، جڏهين پنهنجي چالاڪي ۽ چترائي، اُدم ۽ اُوپچائي ناڪامياب ٿين، حيلا ۽ وسيلا، اميدوُن ۽ آسرا ناٿاب ٿين، ته پڪاريون پرماتما کي. اهڙين حالتن هيٺ، آستڪ ته ڇا پر ناستڪ به، پرماتما جو پلاند پڪڙي، جهولي جهلي ٿو، رحمت جي رعايت لاءِ ليلائي ٿو ۽ اُزغيبي امداد گهري ٿو. ٿي سگهي ٿو ته ڪن جي پڪار، فقط اوچتي يا اتفاقي هجي، ته ڪن جي روزاني رسم اداڻي هجي پر پڪار پوئتان، ڪانه ڪا طاعت يا طلبگاري ضرور هوندي. خود مطلبي خاوند طرف گهلي ٿي. وري خاوند جي خاموشي، خوديءَ جي خمار ۾ آڻي ٿي يا اوشواس جو اُجهو وٺائي ٿي. اوشواس ۽ اڻپوُري وشواس ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي. ٻئي گهٽ، ٻئي ساڳيا آهن ۽ ٻئي گهاتڪ آهن.

جي اها آس رکن ٿا، ته من جون مداوُن، بديوُن ۽ برايون يا ٻين لاءِ بد خواهي ۽ بد دعائي، پرارٿنا جو لباس پهري، پرماتما وٽ پاس پونديون، سي سراسر پاڻ سان دوکيبازي ڪري رهيا آهن ۽ ايشور سان اڻ اُنصافي ڪري رهيا آهن. پرماتما پاڻ خود ناحق ڪري، تنهن کان ته چڱو نه هوند پنهنجي مڙئي واڳن جي وصيت، اهڙن پرارٿنا ڪندڙن کي، هٿون هٿ حوالي ڪري ڇڏي! پوءِ، پرٿويءَ تي گهڻا پرماتمائون پرگهٽ ٿيندا ۽ گهڻا هڪ ٻئي جي پٺن ۽ پاڙن يا شهرن ۽ سرانن ۾، روز اوزوز راهه رساڻي ونندا؟ جيئن ناڳ جي منڍيءَ ۾ زهر جو گهڻو هوندو آهي، تيئن ٿي انسان جي من ۾ ”مان مان“ ۽ ”ميريءَ تيريءَ“ جو زهريلو گهڻو آهي. انهيءَ پٽيءَ لاءِ، پوترتائيءَ جو پد پائڻ نا شدني آهي. ڇا پرارٿنا جو پيام، پرماتما جي پراپتيءَ ۾ آهي يا پرٿويءَ جي پرلئه ۾ آهي؟ پرارٿنا، بدخواهيءَ ۽ بدڪاريءَ جي بنياد تي ٺاهه ڪري ڪونه سگهندي. اهو جيترو جلدي سمجهجي اوترو سٺو، نه ته موُرڳو پنهنجو ئي ڄڃڪو ڄهڻ ٿيندو. سڀ جو خير، تنهن ۾ ئي پنهنجو خير سمجهڻ گهرجي. جو ٻئي لاءِ قبر کوٽيندو، سو پاڻ اُنهي دفن ٿيندو.

آس اميد رکڻ ۾ ڪو اهڃ ڪونه آهي، جو ته انسان ليلائڻ ڪرڻ ڪو ڇرچو ڪونه آهي. انين ته پرماتما جي پراپتي پائڻ ۾ ته هڪ آس آهي. سو پنهنجي دکه روپه ٿورت

ڪرڻ ڪاڻ ٻيا پنهنجي ڀلائيءَ ۽ واڌاري ڪاڻ، پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪو مهڻو يا گناهه ڪونه
آهي. آخر ته ايشور ئي دک نوارڻهار، ديالو، دين ٻنڌو، دياناٿ ۽ سکدانا آهي. آد جڳاد
کان، پرارٿنا، انسان جو آخري آسرو ۽ اُجهو ٿي رهي آهي ۽ اڳهين آئي آهي. اُنهيءَ
سهاري تي ته صدق لڳي ٿو. سوچو ته ڪيس پرارٿنا ڪجي ته نيڪ نيتيءَ جي آس پڄائي،
دک گهٽائي، مصيبت مٽائي، سهڻ شڪتي وڌائي، آسرو ڄاڻائي ۽ سچيءَ راهه تي هلائي؟
اِئين سڪائون ڪندي ڪندي، پرارٿنا ڪندي ڪندي، اهو به مناسب آهي ته روز
مرهه، ڪجهه سمو اندر جي اورڻ ۾ لڳائجي، ته جو ڪُهري رهيو آهيان، سو سک ڏيندو ۽ سُکي
ڪندو يا رڳو سک جي صورت ڏيکاري، دک ۾ ٻڌائيو؟ جنهنکي مان سک سمجهي رهيو
آهيان، سو ٻيا هٿ ڪري، سُکي ٿيا آهن يا ڏکي؟ جو هاڻي سک سمجهڻ ۾ اچي ٿو، سو
خود جيڪڏهين فاني ۽ بيمنا آهي، ته پوءِ مون کي دائما سک ڪيئن ڏئي سگهندو؟ سک
ته چاهي سڀڪو ٿو پر سک سڃاڻي ڪو ورلو ٿو، ڇو ته عام طور، سک دک جي ڀاونا، من
گهڙت آهي. هر هڪ کي اهو آزمودو هوندو ته جنهن کي من، ڪالهه سکدائڪ ٿي سمجهيو،
تنهنکي ٿي اڄ دکدائڪ ٿو سمجهي. ڪارڻ؟ ڪالهه اُنهيءَ سان راڳ يا پسنديءَ هئي ۽ اڄ
اُنهيءَ سان دُيش يا ناپسندي آهي. گهڻي ڀاڱي، من جي مستيءَ موافق، اهنتا هر هر پئي
ويس بدلائي سدلائي. سو سک دک، من جي خام خياليءَ جي خصوصيت آهي، راڳ ۽
ديش جي نظر فريبيءَ جي رچنا آهي، شيطان جي شرارت جو شور آهي ۽ اَوديا ۽ اگيان
جي اونده جو اُنڌڪار آهي. سو سياڻپ آهي، سک ۽ دک جي پيڙ جي سڃاڻپ ۾.

جي هڪواريءَ پروڙ پوي، ته پرارٿنا جي پڪار صفا پلٽو کائي وڃي. پوءِ هون نه
چئجي ته منڌا مالڪ، مان ته مورک آهيان، سک دک جي پيڙ کان اڻڄاڻ آهيان. اهو ڪي ڪر
جو سچو سک حاصل ڪريان، سڀ ۾ سک سمجهان ۽ سڀ جو سک مڃان. صاحب سمجهائين ٿا
ته اي ٻندا، پرارٿنا معرفت، مطلبي منورٿ ڪٽي پورا به ٿين، پر آنند يا مڪتي انهي معصومي
مناجات ۾، عاجز جي عبادت ۾، بيڪس جي بندگيءَ ۾، پريم جي پڪار ۾، جنهن ۾ من
جي اوجلتا ۽ اُجالي جي آس آهي، نه ته جي لطيفات جي تلاش آهي. اهڙا آهي پورن
پرارٿنا، سچي سرناگتي، پرم ڀڪتي، جا قادر وٽ قبول پوي ٿي ۽ راهبان جو رهبر ٿئي ٿي.

روحاني راهه ۾، جي نام آهي ڪشتي، ته پرارٿنا آهي ونجهه ۽ سرناگتي آهي سڙهه.
اُنهيءَ ڪشتيءَ جو ستگرو پاڻ ملاح آهي، جنهنکي پسارو يا پينا ڪپي سچي شردا ۽ سيوا
جي. اهو پتڻ ڏئي، شيوڪ ڪشتيءَ ۾ وهي ٿو، رام نام جي رنگ ۾ رچي ٿو، موج ۾ نچي
ٿو ۽ نچي نچي پار پهچي ٿو. پرارٿنا نه آهي رڳو پوٿيءَ پراڻ پڙهڻ ۾، گهنڊن گهڙيالن وڄائڻ
۾، آواز جي اوچائيءَ ۾، اکرن جي اُستاديءَ ۾ يا شعرن ۽ سلوڪن جي ٽڪبنديءَ ۾ ...

پرارٿنا آهي، من جي ماٺ ۾، شبد جي سُرتيءَ ۾، شُنيہ سماڌيءَ ۾. جيون ياترا جي سفر ۾ پرارٿنا، وڪارن جي وير مان، سوادن جي سير مان، ڪامنائن جي ڪُن مان ۽ اوگڻن جي اوڙاهہ مان بچائي ٿي. پرارٿنا آتم شڪتي آهي جا پرماتما جو ساکيات پرڪاش ڪرائي ٿي. پرارٿنا مرشد ۽ مالڪ جي وچ ۾ هڪ پُل آهي. پرارٿنا پڇتاءَ جي پُڪار آهي، صدق جي پيت آهي ۽ پاپي جو انگيڪار آهي. شيوڪ، پرارٿنا اهڙي نہ سڪ ۽ سوز سان ٿو ڪري ۽ اهڙا نہ اُلا ٿو اُٺاري، جو پرماتما پاڻ اچي. پنهنجا هٿ ٿو سيءَ ۾ سيڪي. شيوڪ، پرارٿنا اهڙي شڌ ۽ نرمل هردي سان ٿو ڪري ۽ اهڙي نيڊڪ ٿو پيدا ڪري، جو پرماتما پاڻ اچي، ٿو پنهنجا ٻيت ۾، تنل لڳ ٿاري. هيءَ ڪو لفظي لقمو نہ آهي پر عاشقن جو شخصي آزمودو آهي، عالم آشڪار آهي. سو سائين، ستگور ۽ سالڪ، انهن پاڪ سدنهہ جي سڳڙي سان پُڏا پيا آهن. سچ پچ تہ پرماتما ڪي ڀڳتي ۾ بہ اهڙو وشرام ڪونہ ٿو ملي، جيترو بندن جي بندگيءَ مان، جا بندي ۽ بنده پرور جا وچان بند ٿي پڇي ٿي وڃهي.

سرناگتي هڪ مها آتم ۽ اَملهہ ساڌنا آهي. سرناگتيءَ جو اهو طريقو نہ آهي، تہ شرن وٺي، ڪنهن مطلب يا مراد سان جهولي جهلجي. جي پوري تہ بي جهلجي، پوءِ ٽين ۽ پوءِ چوٿين، چو تہ ترشنا ترپت نيڻ جي نہ آهي. پوءِ جي ڪنهن طلب جي تعميل نہ ٿي تہ سڪڻو صادق اچي مالڪ تي مُتبر، چو تہ سندس شرطي صدق جو روشندان ٿي جڙ تہ بند ٿي ويو. اهڙي خود مطلبيءَ سان مِلاولي شرڌا، ساٿيءَ وٺ، صحيح طور سچائي وڃي ٿي. سرناگتي اُها آهي، جنهن ۾ سوار اُمڻو صفا سميٽجي وڃي ۽ پر اُرت ۽ پرم اُرت جي پاوتا پرگهٽ ٿئي. ”مان“ مالڪ سان ملي ۽ اِها ملاوت مخلوقات سان ملي، تہ ”ميريءَ تيريءَ“ جو پيد مٽي. سرناگتي اُها آهي، جنهن ۾ پنهنجا لڳ ۽ لاڳاپا، اُجها ۽ آسرا، جذباتن ۽ لمناتن، پاوناتن ۽ عادتن، ويچار ۽ ڪرم، سڀ پرماتما جي پائي ۾ پڇي پون ۽ جذب ٿي وڃن. انهن سڪڻو ٿي، صفا پُڙي ٿي، شرن وٺي، سڀ پنهنجا سپرد ٿيل ڪارج ۽ ڪرتاتن، سيدرم موجب ۽ اُصولڪي سياءَ مطابق، سڪ ۽ سچائيءَ سان، اَدا ڪجن. نتيجو ڇڏڻ جي ترڪار ٿي. نتيجو نڪتو سو چشمن تي رکي، سڀ ڪري سڀڪار ڪجي ۽ مِنو سمجهي مڃجي. انهن پنهنجي من جي مت ملي وڃي مالڪ جي مرضيءَ ۾. سو سرناگتي آهي اُها تياڳ جي تقاضا، جنهن ۾ تياڳ جي ترغيب ۽ تميز بہ تياڳ ٿي، اشتوڪي. اَرپڻ ٿي وڃي. تياڳ ٿيو يا نہ ٿيو، اِها بہ ڳُر ڪانہ رهي. اِهو ٿي سچو سنياس آهي.

اِها آهي سرناگتي، جا دروپديءَ تسليم ڪئي هئي ۽ جنهنجو ڳرو ڳرنٿ صاحب ۾ ڪئين دفعا ذڪر آيل آهي. دشت دروڌن جي دربار ۾، دشاشن جي ناپاڪ هٿن

ساڻ، دروپديءَ کي ننگو ٿا ڪن. هوءَ ويچاري اُپائ لاجواب دليل پيش ڪري، درٻارين کان انصاف جي طلب ٿي ڪري، ڀيشم کان پناهه ٿي پڇي ۽ ٻئي ٻڌشتر کان ٻچاءَ جي مدد ٿي گهري. اي اختيار هٿجوَن ٿي هاري، پر سڀ ٻڌا، اي قياس ۽ اي غيرت ٿي ٻيٺا. هٿجوَن پڪارُون ۽ پرارٿنائون، واڪا ۽ ونتيون، سڀ وڻرت وڃن ٿيون. ڪرڻ هاڻي حيلو وسيلو ڪونه ڇڏيو اٿس. تڏهين، ساڃو هٿ ساڙهيءَ جي پلؤ ۾ وجهي، پاڻ کي بيعزتيءَ ۽ بيحرمتيءَ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، نه ڪاٻي هٿ سان، پريري ڪرشڻ مهراج کي، سهاري لاءِ سڏي ٿي. پر اُهو به اَچا سڏرا نه ٿو اَنائي. تڏهين ساڃي هٿ جو به سهارو ڇڏي، ٻئي هٿ کڻي، وري ڪرشن کي ڪوئي ٿي، واجهائي ٿي، ليلائي ٿي، ٻاڏائي ٿي، نه هي نرنڪار، هي نه اوٽن جي اوٽ، هاڻي مون نماڻيءَ جو ننگ تو تي آهي، تو کي پالڻو آهي. هيءَ منهنجو اَنگ نه آهي پر تنهنجو ننگ آهي. جيئن اِنين دروپدي، پنهنجو اَنگ ۽ ننگ، سموريءَ شرڌا ۽ شڪتيءَ، پچاءَ ۽ پهادريءَ سميت، ڪرشن کي سنئين ٿي، ارپي ٿي، تيئن ٿي ترت سندس لڄ پت، يا عزت رهجي اچي ٿي. درٻار جا سڀ حاضرين، دنگ رهجي وڃن ٿا، سڀئيءَ اڳيان سر جهڪائين ٿا، ڪرتار جي ڪرپ کان ڪنبن ٿا. پاپ جي گهڙي پرجڻ بعد ٿي پرماتما پرگهٽ ٿي، ستاين جي سهائتا ڪري ٿو. هر هڪ سادڪ يا شيوڪ اڳيان، اِهو دروپديءَ جي سرناگتيءَ جو عاليشان مثال آهي. اِها مثاليت ٿي صدق جو سيلاب آهي. صدق جا سپاهي درٻار ۾ داخل ٿين ٿا.

جڏهين سڀ ڪجهه ڇڏيو تڏهين ته سڀ ڪجهه پاتو. اِنين ڪين مان ڪيچ ٿين ٿا ۽ سچ ۾ سيچ ٿهي ٿي. عاشقن آزمايو آهي، سالڪن ساک پري آهي ۽ فقيرن فرمان ڪيو آهي. پر ڇڏجي ڇا ٿو؟ ڪچو ڪوڙو! مثلاً، سرپوڪ سک ۽ سواد، سنساري سنبنڌ ۽ سهارا ۽ متوالي من جي وڪار ڌارا. مطلب ته من جي ورتي، سرپو ۽ سنسار مان ڪڍي، ٻڌيءَ ۽ آتما طرف موڙڻي آهي. وري پائجي ڇا ٿو؟ سچو سون! مثلاً، جيون ياترا جو اَمر ڦل، مُڪتيءَ جو مارگ، اکنڊ آنند، پرماتما جي پراپتي. رڳو جي مَن جي اوٽ جي مرت لڳي ته پيڙا ٿي پار، جي آهن سچا سوداگر، تن لاءِ ته هي ڏي وٺ جو سودو سستو آهي، ٿيري جي اوٽ آهي. جي پنڌ اَڻانگو آهي ته منزل به لاثاني آهي. پر اِها جي چوٽيءَ تي چڙهڻ سولو نه آهي. چنبن تي چڙهي ڪرڻ ڪو چرچو نه آهي. پر هيل تائين گهڻا چڙهيا آهن؟ روحاني راهه تي به ”مان“ ڏٺي ”تون“ ڏهڻو آهي ۽ اُهو ”تون“، تو ۾ ۽ مون ۾ ڏسڻو آهي. ”مان“ ماري، اَمر ٿيڻو آهي. آپي سان ڪو شيوڪ سڏيو؟ اهم ڀاؤ سان ڪو سرناگت ٿي سگهيو؟ اِهي اهڃي تلوارون، هڪ مياڻ ۾ ڪونه ماپنديون. يا خودي سانڍ يا

خدا سائين. آهي مِٺڙو ڪانئوءَ ٿي من ۾ هري مندر ٻڌجي ٿو، جتي هريءَ جو نواس ٿئي ٿو. جتي هريءَ جو نواس آهي، اُتي شيوڪ ڪي نه ڪو ڀؤ ڀرلو ۽ نه ڪو لهر لوڏو. ”ميري ڏوري تيري هات.“ واڳ وهيڻي واحد جي، پوءِ ڇو مان ڪاڻ ڪيان ڪنهنجي؟ پوءِ ڇو مان ڪاٿ فڪرات ڪريان پنهنجي، جڏهين اُهنجي آوس ٿي ٿيندي سهنجي.

سو سرناگتي، ٻُورتيءَ جي پد مان، پرماتما جي پراپتيءَ جي پد تي پهچائي ٿي. سرناگتي اُچمت ۽ نريڀه جي پد جي اِستتي آهي. سائينءَ جي سهاري هيٺ، چنتا ۽ ڀؤ جو نه سوال ئي ڪونه ٿو اُٿي. اِني من، پنهنجا سڀ اُجها ۽ آسرا، سات ۽ سهارا ڇڏي، هڪ اُڪال پرکه جو پلاند پڪڙي ٿو. پاڻُ ماري پاڪَ ۾ پائي ٿو. پنهنجي سرناگتي پاڻ کي ڪري ڏوا جو من، پاهرئين سهاري ۽ سلامتيءَ جي چنتا يا ڳولها ۾ نه آهي، اهو من بيسلامتيءَ ۾ به سلامت آهي. هُن جي سلامتي سائينءَ وٽ اُئين سوگهي آهي، جيئن ساز وڄائيندڙ وٽ. گويا هوُ پاڻ سمورين سلامتين ۽ شڪتين لاءِ، خود سمرٿ ۽ ڪلاوان ٿي پوي ٿو.

اِهو آهي سهڻو سبق، پرارٿنا ۽ سرناگتيءَ بابت، جو صاحب سيڪارين ٿا ۽ جو شيوڪ سڪيڪار ڪري ٿو. اِشؤر ڪي سروويابڪ، حاضران حضوُر، اُنترجامي ۽ جاڻي جاڻڻهار سمجهي، شيوڪ آزي ۽ نيزاري، اِلتجا ۽ آراڌنا ڪري ٿو، سڪ ۽ صدق سان، نمرتا ۽ نماڻائيءَ سان، پڇتاءَ ۽ پراشچت سان، پيار ۽ پورنتائيءَ سان. ڇا ٿو چئي؟ هي پيارا پريتم، مؤن زندگيءَ جو ڪافي دؤر ڏٺو آهي. ڪافي پنڌڪيو آهيان ۽ ڪافي چرلر ڏٺا اٿم. جاچي جوُچي، جاڻ پئي اٿم ته سنساري سک، دکن جو پاهريون سنهون کهه آهن. دنيوي پدارٿ بيبقا آهن. اِندرين جا رس ڦڪا ڦوڳه ۽ دکيءَ لاءِ روڳدار آهن. سنبنڌي، سوارٿي ۽ خود مطلبي آهن. ناتا ۽ نيهن ڪوُڙا آهن. سنسار گويا سپنو آهي ۽ ڪڪر جي ڇانوَ مثل آهي. سنسار ئي سنبنڌين ساٿ ڇڏي ڏنو آهي ۽ مطلبي مترن منهن موڙي ڇڏيو آهي. پاڻکي اُڪيلو ۽ وهڪاڻو پيو ٿو سمجهان. جيوَن جي جوُئا ۾، هاڻي هار کائي، پيو ڪوبه حيلو وسيلو نه ڏسي، لوڪ لڄا کان لاغرض ٿي، آيو آهيان تنهنجي در تي. ڪٿي پاڻ سان ڪڇ ڪين آيو آهيان. فقط شردا پائي، شرن ۾ آيو آهيان. داخلا ملي ته جيوَن ترُي. قربان ٿيان ته قبوُل پوان ۽ وار وار بلهار وڃان. دنيا ۾ نرليپ رهان، تو ۾ رتل رهان.

هي سرگڻ سائين سرجڻهار، تنهنجي مهانتا جي مان ڪهڙي ۽ ڪيئن مهما ڪريان! تؤن نه گڻن جو ڀنڊار آهين، خصلتن جو خزانو آهين، سنسار کان نيارو آهين، قدرت کان نرالو آهين. سوڀاڳ آهي تنهنجي زيب ۽ زينت، ناز ۽ نزاڪت، سُرهاڻ ۽ سَرهائي، جلوو ۽

ڪامُ ڪروڌ لوڀ جوُت لندا - ان لي آپ ڇڏاوهُ
اِهہ پيتر لي ان ڪٺُ ڏارهُ - آپن نڪت ٻلاوهُ.

راڳ سورٺ، محلا ٻهڄوان، شبد (٣١)

هي پروردگار پرميشور، مون اوت نڪر جي هردي ۾ نرملتا جي نوازش ڪر، گيان جو پرڪاش ڪر، تہ دنيوي آجها آسرا اورانگهي، نام جي اوٽ وٺان. سرپرڪ سواد ڇڏي، رام نام جي رس پيان. نام مهنجي من ۾ وسي ۽ مان نام ۾ وسان. هردم پيو ڪمن سان ڪيرتن ٻڌان، زبان سان پڇن ڳايان ۽ هردي سان سمرن ڪيان، منن ڪيان، نڌياسن ڪيان، ڌيان ۽ ڌارنا لڳايان. لائين جي، آجيا جاپ جهڙان پيو، تہ جوي جيئان پيو. جيئان جيئڻ لاءِ!

سا ٻُڌ ڏيهي جِن وسرناهي - سا مَت ڏيهي جِت تُڌ ڌياپي
ساس ساس تيري گڻ گاوان - اوت نانڪ گور چرنا جيئُ.

راڳ مانجهہ، محلا ٻهڄوان، شبد (١٢)

هي آبناسي ايشور، مون داسَ کي، داسن جو داس ڪر، گولن جو گولو ڪر، تہ آئو چڏي، مطلب ۽ مرادون ميساري، سيني جي پيو شيوا ڪريان، سنتن جو سنگ ڪريان ۽ ساڌ سنگت ۾ وشرام پايان. مها پرشن جا پير ڌوئان ۽ انهن جي چرنن جي خاڪ، مستڪ تي لڳايان. ڪين پنهنجو تن من ڌن ارپيان، گڏجي گوبند جا گڻ ڳايان. سنتن کان سبق سکان ۽ سکي هٿين سان هنڊايان. ٻين سان پيار رکان. ڪين ڪمائتو ٿيان، اها بندگي ڪمايان.

ٽهل ڪرڻ تيري داس کي - پڳ جهارڻ بالَ
مستڪ آپنا پيسٽ ڏيهُ - گُن سنڻ رسالَ.

راڳ بلاول، محلا ٻهڄوان، شبد (٤١)

هي سچا پاتشاهہ، موکي مرشد ملاءِ تہ سندس ٽهل ڪريان ۽ اپديش ڪمايان. سندس در تي پاٽي ڀريان، اَن پيهان، جهاڙون ڇڪيان. ستگور جي چرنن ۾ ويهي، شبد ۾ سرتي لڳايان ۽ اَنهد ڌنيءَ جو آواز ٻڌايان. سندس پلاند پڪڙي، ٻيڙي پران، تہ من پار پوان.

هر ڏيهہ ٻريوُ مَت اٿما - گور ستگور تي پگ پاهہ
سنت سنگ هر ميل پريت - هم پاپي سنگ تراهہ.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٥)

هي ڪرپانڌ ڏيالوُ، مون کان اهي ڪم ڪراءِ جي توکي پسند هجن. ڪم توکي ارپڻ ڪريان تہ ڦل بہ توکي ارپڻ ڪريان. سڀ تنهنجو سمجهي، توکي ڏيان. فقط تنهنجي نيڪ وٺان، تنهنجي آڳيا ۾ رهان ۽ تنهنجو ڀاڻو سٺو ڪري مڃان. جتي رکين، جيئن رکين، تنهن

۽ شڪر ڪرڻ ۽ خوش رهڻ. وڏائي ملڻ ۽ توکي ڀائڻ. سچ ۽ سنتوش، ديا ۽ ڌرم، ۽ پرهيزگاريءَ ۽ پوترتائيءَ جو سينگار ڪري، سهاڳڻ ٿيڻ ۽ سيج تي سُمهڻ. اندر اوري، من مندر جا مزا ماڻيان. مُڪتي پائي، جنم مرڻ کان آزاد ٿيان. سچ تي سچ ۾ سمائجي وڃان. جوت، ٿي، جوتيءَ ۾ جذب ٿي وڃان. جيئو آتما پرم آتما جي ميلاپ لاءِ منتظر آهي.

ڇوڙڻ ڪمل ڪــا آســرا - دوجــا ناهـــي ٿــاءِ
مينُ ڌر تيري ٻــار ٻـــرهمر - تيرو لــاڄ رهــاءِ
نماڻيا پــرڀ مــاڻُ تــوُن - تيرو سنگ ســماءِ

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١٢)

انهن پکين، پراڻنا ۽ سرناگتيءَ جي پرن سان پرواز ڪري ٿي. پکي ڪٿي داسا ڀاؤ يا مدر ڀاؤ واري هجي، ڀر پکيءَ ۾ پڻ ڇن ڪي، ڳهر ڳهر ڪي، جهڳ جهڳ ڪي يا سنساري سوداگريءَ ڪي، ڪاڻ ڄڳهه ڪانه آهي. پکيءَ جي ورتي سربو يا سنسار طرف رهڻي ڪانه، ته پوءِ هوُ وهنواري طلبوُن ڪندو ڪيئن؟ ترشنائن جي ڳنڍي، سون درياءَ ڪري، پوءِ نه هوُ ڌڻيءَ جي در تي آيو آهي. سوالي ۽ سوداگر اچا ۾ آهي ڀر شاهن جي شاهه جي در تي اچي، هوُ ڪوڙي ڪچ جا ٻوري ڇدا ڪيئن گهرندو، جڏهين اتي ماڻڪن ۽ موتين جو اڻکٽ ڀنڊارو پرپو پيو آهي؟ گنگا نديءَ جي ڪناري تي وڃي، ڪو ننڍين نديءَ کهي کوٽي، جڏهين نرمل جل جو ٻيهد ٻهر اکين اڳيان وهندو هجي؟ هوُ نه پوتو پريم جو پيالو، پاڻ سان کٽي آيو آهي، پت راکي ٻڌجي آيو آهي، پتي پرماتما جي سيج تي حق جمائڻ آيو آهي. جڏهن ڪي خود پرماتما جي پرابتيءَ جي لڌو لڳل آهي، تڏهن ڪي سرار جي ڪيئن سڌ رهندي، سنسار جي ڪيئن سمڪ رهندي ۽ سرڳ جي ڪيئن سڌ ليندي. پرماتما پريم جو پکيو، داسن پنيان ديوانو، سو گهڙو وقت چپ ماريندو؟ پريم جي پوڻي، ڪيس ڪٽڻ ۾ چڪي، اچي ٿي پريميءَ جي پلاند ۾ وجهي. پوءِ ته پلاند جي پڪڙ ۾ هوُ انهن قائوُ آهي جيئن ڀڪي پهري ۾. لڪ چپ راند ٻوري ٿي. هاڻي پڙي ساندهه ڳالي لڳا پيا آهن، نڙي پت ٿي ويا آهن، پڙي ڳڏجي هڪ ٿي ويا آهن. هاڻي ڪير ڪڏهن ڪي نيڻن جو ناز ڏيکاري، پريم جو پاڻ ماري؟ جو ماري ٿو، سو پاڻ کي ٿي پڙتي ٿو. انهن عاشقن اڳيان، الاهي اسرارن جا راز کلن ٿا، سندن هردي جا ڪنول ڳل ڦلن ٿا ته جهوليءَ لال جا جهنڊا جهلن ٿا. انهن غيب دانيءَ ۾، حيات جاوداني حاصل ٿئي ٿي.

الاهي عشق جو بيان ڪرڻ مشڪل آهي. وشيش پريم لاطمع آهي، لاحد آهي. صدق ۽ صداقت، سڪ ۽ سچائيءَ، ارهه ۽ بيقراريءَ، تڙپ ۽ تدوار، قرب ۽ قربانيءَ، بيغمسيءَ ۽

ٻڌ ڀائيءَ جي، انتظار ٻڌناوري آهي. ٻراهڻيءَ جو چمڪ رکو پرماتما جي پراپتيءَ ۾ مگنو رهندو آهي، جيئن ماڻ جو ٻار ۾، زال جو مڙس ۾، چڪراوڪ جو سورج ۾، چڪور جو چنڊ ۾، چاترڪ جو بوند ۾، هنس جو ڪمل گل ۾ يا پروانو جو شمع ۾. ٻئي طرف ته ڏيان لڳيس ئي نه ٿو. سائينءَ جي سار لاءِ سڪي پيو، سڪي پيو. ماڻي ته هوند ڦل وانگر ڦرڪ سان وڃڙهي وڃان، اندرءَ جهان سمندر ۾ سمائجي وڃان. هڪ پل به پري نه ڪيان پر جي ڪو پاڇو يا ٻڙدو پل پر وڇڙ پئجي به وڃي، ته هوند هڪدم پٺي پري ڪريان، ته وري محبت سان ملي رهان، جيئن سڄي چمڪ سان. شال منهنجي هڪ پاڻهن پرماتما جي پلاند کي پڪڙي بيهي، ته ٻي پاڻهن ٻرڪرتيءَ جي ڏيماي ۾ ٻئي هجي. انهن ٻنهي ۾ رلو رهان، رمندو رهان. انهيءَ هڪ هستيءَ ۾، وڇوڙي ۽ وصل جا وڇا ئي وسري وڃن. اهو به اسو چاهيان ته پاڻ پاڻي اندلجي ته، ٻر پاڻ سڀ ڪري پرکيان. دنيوي لاڳاپن مان اڳاڙو ڪئيري، انهيءَ سان لڳاڙ لڳايان، جيو خود پاڻ لڳاوڻ کان الڳ آهي. اهڙو عاشق ئي الوهيت ۾ الست رهي ٿو. هو هاڻي مذهبي پابندين کان پار آهي. سڀ ڏرمي بندن ٽٽي پيس.

ڪي چوندا آهن ته ٻڪوان جي ڀڳتيءَ جي ڪهڙي ضرورت پئي آهي؟ جي سرشٽي اپائي آئانهن ته اسان کان پڇي ڪونه اپائي هئائين ۽ جي سرشٽيءَ جو سرشتو هلائي ويٺو، ته اسان جي مرضيءَ مطابق ٿورو ئي ٿو هلائي. پوءِ ٻيا سڌس ٿوري لڏي جي، پوليتان ٿڪڻ جي ڇڏيا ڪٽڻ ته جاهليت چئبي. انهن لاءِ پار به حجت هلائي سگهي ٿو، ته منهنجي مائٽ پيءُ ته مون کان پڇي مونکي ڄڻيو هو ۽ نه منهنجي پسنديءَ موجب مونکي پالي رهيا آهن. پوءِ جو مان سندن مڃتا ۾ رهان ۽ ڇو ولن پاڻ قبول ڪريان؟ اهڙي مدوري، زندگيءَ جي ذلالت آڻيندي يا بيوقت برباد ڪرائيندي. ساڳيءَ طرح، روحاني راهه ۾، اها مدوري به جيوتن برباد ڪندي يا بيوقت بيسهاري بڻائيندي. انسان ۽ حيوان ۾ وڏو فرق آهي ۽ افسوس آهي جو انسان خود پنهنجي جاهليت ڪري، جانور کان به بدتر ٿي پيو آهي. اهو نه پاڻ گهرجي ته جيوتن جو انجام الغرضائيءَ ۾ نه آهي، الوهيت ۾ آهي. جيوتن جو آڌار، من جي مستيءَ مان نه ٿيندو، من جي مارڻ ۾ ٿيندو. من جي مستي تڏهن مرندي، جڏهن من اهنڪار ۽ آسڪت ٿيندو، انهيءَ اڳيان ايندو، جو خود اهنڪار ۽ آسڪتا جو آبِ حيات آهي. انهيءَ ڪري، ايشور جي عبادت بلڪل لازمي ۽ ضروري آهي. جيئن جانور کي ڪلي ۾ ٻڌي ڦاڙو ڪيو آهي ته پڄي نه، ڀٽڪي نه، تيئن ئي من کي ڀڳتيءَ جي ڏور ۾ ڏاوڻ لڳائڻو آهي، ته ڀڙڪي نه، ڀٽڪي نه. اوديا ڀڳاڙي ۽ ڀٽڪائي ٿي. اوديا جا ڦل ٻي ٻئا آهن. ڀڳتيءَ جا پاڙا ڏنم دائم آهن ۽ اهي آهن گيان ۽ ويراڳ. ڀڳتيءَ مان ئي مڪتي ملڻي آهي، ڇو ته ڪرم ۽ گيان جي مارڳ ٿي به ڀڳتيءَ جي پاڻ سان سادنا ڪجي.

ٻاراندا ڏيئي، ڦڙڪارنا سدوارجي ٿي، عجب ڏوهڻن تا، اوڳڻ ميٽڻ ۽ اندر اوجل ٿئي ٿو. ٻراڻدا اٻوجهائيءَ کي پاڪ ڪري ٿي ۽ آٻهو مٽائي ٿي. ٻراڻدا ٻاٻڻ لاءِ ٻل آهي، ڏکين لاءِ سهارو آهي ۽ سکين لاءِ سوغات آهي. سو ٻرواهه نه آهي، جي ٻگتيءَ جي شروعات ٻورين پنهنجي مرادن ۽ مطلبن حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪئي وڃي. نه ٻه ڏيري ڏيري، خود مطابق ميسارجي وڃدي، من صاف ٿيندو، ٻدڻ ٽٽندا، گيان پرڪاش ڪندو ۽ ٻوڙال خزالو هٿ چڙهندو. ٻوءِ ٻگتيءَ کي پاڙ لڳندو، ٻرو جو ٻرياءَ ٿيندو، پاڻي منڊ مان مينهن ايندو ۽ سرالگتي سٿل ٿيندي. ٻوءِ مهر جا مينهن وسندا، اوديا ۾ اجالو ايندو، ستل سجاڳ ٿيندو ۽ سڀ ۾ سائين ڏسبو. ٻرو من صاف ٿيندو، ڇپ ٻند ٿيندا، هردو کُلي ٻوندو ۽ ڏاٻي وڃندي رهندي. ٻرود سوڪيم آهنتا جا ٻه ٻند ٻڇندا، ٻوبر ٻلٽو ڪاٽيندو، شانتي سرڙ ورياڪ ٿيندي ۽ اکنڊ آنند پراپت ٿيندو. انهن مطابق ٻگتي ٻه آخر سچيءَ ٻگتيءَ ۾ بدلجي ٿي. هڪ نه ٻگتيءَ ٻنا گيان ٻي ٻڪار آهي ٻيو ٻي صدق ٻگتيءَ جي مارگ ٿي آٿي ۽ ٻگتي صدق کي سلامت رکي ٿي. انهن صدق ۽ ٻگتيءَ مان ٻگمت ٻرگهٽ ٿئي ٿو ۽ انهن اهو ٻگمت وري ٻگوان ۾ جذب ٿي وڃي ٿو. تنهن ڪري، ٻگتيءَ جي سادنائن جو، سڪ سان سواگڏ ڪرڻ گهرجي، ٻوترتائيءَ سان پالن ڪرڻ گهرجي، نه جيءَ جو آڌار ٿئي.

ساجن سمت ڪره اهه ڪام – آنَ تياڳ جپهه هر نام
سِمر سمر سمر سک پاوهه – آپ جپهه اَورهه نام جپاوهه.

(راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ٢٠(٥))

ٻگوان ۽ ٻگمت، ٻاطن انهن جُدا يا مليل آهن، جيئن ساگر ۽ ندي يا گهوٽ ۽ ڪنوار. نديءَ جي ابتدائي جبل جي چوٽيءَ واري برف ڳرڻ سان، وجود ۾ اچي ٿي. ٻوءِ هوءَ هيٺاهينءَ جي چڪ ٿي، هڪ ٽڪر کان ٻئي ٽڪر ڏانهن، ٽپندي، ڪُڏندي، زوُر جي آواز سان وهي ٿي، جيئن ننڍڙي نينگر، ٻاراڻيءَ وهيءَ ۾ ٽپي ٽهندي ٽپندي آهي ۽ گوڙ گهمسان ڪندي آهي. ندي جڏهين مٿرين ۽ ميدان مان لنگهي، ته هوءَ ۾ ايندي آهي ۽ ساگر جي ازدهڪ ٻوندي آهي، تڏهين ڇپ ۾ ناز ڪندي آهي نه شرمائبي به آهي، جيئن شرميلي ڪنوار، سهاڳ رات سيج تي، گهوٽ کي گهمرائون هٽائيندي آهي. ٻوءِ جيئن گهوٽ، ٻاليءَ ٻوليءَ ٻانهن جي چڙهين هٽندي ۽ ٻيو اُٻهرو، اتاولو ۽ اُڃرو ٿيندو آهي، ته من ٻانهن ٻک ۾ اچي، تيئن ئي بيتاب ۽ بيچين ساگر ٻي اڳيان وڌي، نديءَ جي مرحبا ڪري، ٻانهن جي ٻيڪڙ ۾ جهلي، ڪاراڻ جي خاصيت ڳڏائي، ڪيئي ڪٺي ويندو الس پنهنجي ڳُود ۾! ڳُود ۾ اچڻ بعد، ندي انهن ٽڙندي آهي، ترندي آهي، سُري ٻري ڳڏجي ويندي آهي، جيئن ڪنوار ڪانڌ جي ڪڇ ۾، جٽڪ ورهين جي وڇوڙو، جنمن جي جُدائي، صدين جو صدمو، وفائيءَ جي وصل ۾ وسري وڃو هجي. ٻو وصل جو وجد

واسع سان واڳ ۽ ڳچي وٺين پر عمل هڪ اڳ ئي نه ڪونه ڪرين. گرو ٻاڻيءَ ۾ اُپديش آهي ته من سنسار مان نڪري، ڪهڙي سٽگور ۽ سنتن ۾، نام ۽ اونڪار ۾، ته ويراڳ لڳي ۽ تياڳ اچي. پر حقيقت ۾، ٿهنجو من، اڃا اٽڪيل آهي، لوڀ لالچ ۾، سنساري سمبنڌن ۾ ۽ سرايڪ سوادن ۾. اي مسڪ، مالڪ ڏانهن منهن مٽي ڪري، اکيون ٻوٽي ۽ مٿو ڏوڻي، لون مک سان ڇا تو چوڻو ۽ من سان ڇا تو طلبين؟ اهڙي زباني حرفتبازي، ڪيئن ڌڻيءَ در قبول ٿيندي؟ اهي اعمال، الوهيت ۾ ڪيئن اٽڪندا ۽ اوڏاهه طرف ڇو نه نيندا؟ جي سانگ رچائي، رام رنجهڪي وڃي، ته ناٽڪي ۽ ٺڳڪي سينائون، سٽيون ۽ ساوتريون، ڇو ڪوڙي لي ويهي ڪن مڃين؟ انهن افعالن سان نيتارو نڪ، ناشدني آهي. انهن ڍونگي ٻولڪن سان ٻولتي ڪي ڌ تارڻ ناممڪن آهي. سچائيءَ ۽ صفائيءَ لاءِ ئي سائين سڪي ٿو.

ٿهن ڪري، اي ٻندا، همت صاف ڪري ۽ من اوجل ڪري، ميدان ۾ اچ. جي سچ ڪمهين ته آيو ڇڏي، آپ ۾ اچ. سڪڙو نه ٿي، شرن ۾ اچ ته لڄ پت ۾ رهندي اڇين ۽ ٻڌ ساگر مان پار ٿيان. پيا سڀ آدم ۽ آپاءَ ڦٽا ڪري، ايڪو اونڪار جي اوٽ وٺ، ته پرم پد پائين، جتي ئي پرم سک آهي. اتي نه ڪهڙي چٽ جي چتراڻي ۽ نه دماغ جي دليلبازي. اتي ڪهڙي سڪ ۽ سچائي، ايمان ۽ اوچائي، مروت ۽ مريادا، عاجزي ۽ التجا، پڇتاءُ ۽ پراشچت، پرارٿنا ۽ پريم. جن کي اهو سمر ساڃ آهي، تن جي ساڃي آهي. باقي ٻيا سڀ، ڪمدالن ۽ ڪرشالن جو ڪوشو ڪٽي، ٻيا هڪ نه ٻيءَ جوڻيءَ ۾ ڀٽڪندا پر ٽاڻءِ نه پائيندا.

جو سرڻ آوي تس ڪنٺ لاوي - اِهه بِرد سوامي سندا — راڳ ٻهاڳڙا، محلا
ٻڌو نِت نانڪ هر ڪنٺ مِليا - سدا ڪيلِ ڪرندا. — پنجوان، ڇنت (٤)٤

سو اي ٻندا، هاڻي ته ٿهنجي چادر به ٻراڻي ٿي ڳئي آهي. اڄ نه ڦٽي ته سڀاڻي پڪ ڦٽندي آهي. پر دل نه لاهه. اڃا به وقت ڪونه ويو آهي. رکو من جي مت تياڳ ۽ اوگڻن کان ڪنارو ڪر، ته آهستي آهستي، ڳڻ اچي واسو ڪن. پوءِ آتم جيوت جلاءِ، سوناڪتيءَ روپي ڏيئي ۾، پرارٿنا روپي تيل سان ۽ شرڌا روپي وٽ سان، ته من آڱڻ ۾ ملهه ڪيئن ۽ الله وت اڳهامين. باقي ٻي ڪا هڻ ڇاڙ، ڪارگر ۽ مددگار نه ٿيندي. پر جي ٿهنجي من جون منشائون ۽ مرادون، اڃا مٽيون ٿي نه آهن ته پوءِ انهن کي گروٻاڻيءَ جي ويراڳي واڻيءَ جا وستر پهرائي، لوڪ نه پيلاءِ ته مان به ڪو ڪري، ڪيرلنڪار يا ڪتاڪار آهيان. پر سائينءَ سامهون اهو سڌو سنواٽو سوال ڪر ته من چوٽ ڪانءِ، موت ڪانءِ. جڏهين من موت ڪائي، تڏهين ٿي. ويراڳي واٽي مک ٿي سگهين. من جي موت ٻنا، ودڻا، وياڪيا ۽ وارتائون، واسع جي واد ووداد آهن، ڏنرت آهن، ڳڏهه لي سبج آهن، سيڪاريل ٻاندر جون ڪلابازيون آهن. ونڊ رائيندڙون بلاشڪ پر ٻار مور ڪونه ڀڄائيندڙون.

جنهن جو مَن پنهنجيءَ ۾ رتل آهي، تنهن تي اُن رب جي رحمت لٿي آهي. هن جو اندر باهر جي ٻڌيءَ ۾ اچي ويو آهي. هو اُتي گهٽوان گياني آهي. هُن جو مَن موافقت ۾ آهي ۽ هن جي جيوَن ايڪداريءَ ۽ دياتداريءَ ۾ آهي. هو اُتي اُپديش ڏيڻ جو اَڌڪاري آهي. هو سِکيا وٺي، اُپديش ڏئي ٿو ۽ اُپديش ڏئي، وري سکيا پرائي ٿو. هنجو اُپديش ۽ سکيا، ٻئي ساڳئي سکي جا ٻه طرف آهن. هو پاڻ نه، ٿو ٻولي پر سدس جيوَن جي تجربات جو تجربو ٿو ٻولي. مدهيالتس الاهي الهام ٿيو اچي. سڪتي ڪنيءَ جو اُپاءُ نه آهي پيا ڪهين ڪنڊن جي ٿرجڻ جو آواز نه آهي پر پيار گهڙي ۽ ٿرال ڪنڊن واري ساني آهي. ساني جو ساز آهي، ساني جو آواز آهي. دلبر جي دوري ٿي اڙ اڙ ڪرائي اُتي ۽ نزديڪي مساف ۾ آڻي ٿي. اُنهيءَ مانت ۾، پراپتيءَ جو پيغام آهي. پيغام ٻڌائڻ لاءِ ڪوٺ ڪسانه ڪئي ويندي. قرب جا ڪُتل پاٺهي اچي ڪنا ٿيندا، جيئن ڀنئر قُلن تي ۽ ماڪيءَ جوُن مکيون گلن تي. اها آهي سچي شيوڪ جي ٻڌوي ۽ ٻهچ، پرواز ۽ پراپتي. اهو ٻوُرن پراپتيءَ جو ٻد آهي ۽ اعوتي لسوري اورليءَ جو ٻه ٻد آهي.

پاڻڪن جاچيو هوندو ته هن پستڪ جي ٻئي ڀاڱي جي ٻهوڻن ڇهن ڀاڱن ۾، صاحبن بينظير ٻيتن ۾، پرماتما جي مهما ڳائي آهي ۽ لڳ ڀڳ ساڳي مهما ڳائي آهي ستگور جي، سنتن جي، شبد جي ۽ آخرين شيوڪ جي. صاحبن سمجهايو آهي ته ستگور توڙي سنت ٻئي پرماتما جا روپ آهن. وري نام تي نرنڪار آهي ۽ نرنڪار نام آهي. جڏهن سچو شيوڪ، رچي واس ٿئي ٿو، ته پوءِ شيوڪ ۽ پرماتما ۾ يا شيوڪ ۽ ستگور ۾، ڪو به فرق ڪونه ٿو رهي. مطلب ته پرماتما، ستگور، سنت، نام ۽ شيوڪ، سڀ ساڳي شيءِ، جنس يا ذات آهن. ناٽا جدا جدا آهن پر منجهن ڪوبه ڀيو ڀيد ڪونه آهي، جيئن ساگر جو پاڻي جدا جدا باسڻن ۾ پئجي، يا پرم آتما جا پرزا جدا جدا جسمن ۾ جُڙجي، الڳ الڳ روپن ۽ نالن سان سڏجڻ ۾ تا اچن. سو سچو شيوڪ، جڏهين رنگ ۾ رچي لال ٿئي ٿو، تڏهين سدس سُدرشا جو بيان ڪرڻ ايڪار آهي. پاڻ پرماتما ۽ پرڪرتي، ڪڏهين نمُورائي آهن، ڪڏهين ڏموُرتي آهن نه ڪڏهين ايڪموُرتي ٿي پون. پاٺهي ڀيد رکن نه پاٺهي ڀيد مٽائين. اهي الاهي عشق جا اسرار آهن ۽ وحدت جا وهنوار آهن. اُدتيت، وشت دتيت ۽ دتيت جا عجب عجب ۽ الڳ الڳ آزموُدا آهن. پر ساڳئي آفتاب مان اُلا آهن. نرالا نرالا نذرانا آهن پر ساڳئي ناظر جا نظر آهن. ڪو ورلو سمجهي سگهي، سُگهاڻي ساڃاهي.



# باب ستون

## مَن جي موٽَ

### (١) مايا جي موهه مان ڇوٽڪارو

(١) اِن[1] سنڌ پرپنچ ڪري کيدي — جنھ ملنديءَ لنگهه وڏيءَ وڏائي
ڪُل ڇوڙي جنھ ڇوڙهه ناهي — لاڳ جنھ ستگُور ڪي پائي
ڪک موهي هسر ليائ گوائي — نرگن مايو وڃي وائي. (١٠ ر٠)
آنسي سندر من ڪنھ موهيو — باٽ گهاٽ گِرهه بَن بن جوهيو
من تن لائي هونڪيو ميني — گُور پرشاد ميو ڪوئي ڏيني
اَڳرِ[6] اسڪي وڏي نڪائو — ڇوڏِهه ناهي باپُ[7] نه مائُو[8]
ميلي اپني اَن[8] لي باندي[9] — گُور ڪرپا[5] لي مي سگلي ساڏي[10]
اَب سوريو مَن پِيا آنند — پهه ڇوڪا نُولي سب قندُ[6]
ڪهه نانڪ جسان ستگُور پايا — گهر سگلا مي سڪي بسايا.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٨٧)]

(٢) ڪُهه[1] ڪر پڪڙي نه آئي هاٿ — پرپنچ ڪري چالي نهي ساٿِ
ڪهه نانڪ جنھ تياڳ دَئي — تب اوهه چرڻي آءِ پئي
سنٿ سمتهُه — نرمل اوچار
رام نام بن ڪس نهي ڪائي — گُور پوُرا پيئت آڏار. (١٠ ر٠)
جَب اسڪنھ[1] ڪوئي دوري مانَ[12] — تَب آپس اوپر رکيو گمان
جب اسڪنھ[1] ڪوئي من پر هري[13] — تب اوهه[14] شيوڪ شيوا ڪري
مکه بيراوي[15] آنت نڪاوي — اِڪس[16] نوُر اوهه ڪهي نه سماوي
اَن مسوهي بهتي بسرهمد — رام جني[17] ڪيڏي ڪَند[18] ڪند

---

١. مايا پدارٿ. ٢. گڇي ڪي. ٣. پرماتما. ٤. واٽ، رستو. ٥. باجهه، مهر. ٦. مايا جا اڳوان يا هتيار، پنجئي وڪار آهن. ٧. پتا، من. ٨. ماتا، بُڌي. ٩. سامهون ڪڙا ڪيا آهن. ١٠. فتح پائي آهي. ١١. سوکهو. ١٢. آيمان. ١٣. دوُر ڪري ٿو. ١٤. داسي ٿي. ١٥. موهي ٿي. ١٦. هڪ هند. ١٧. پگهت. ١٨. پرزا پرزا ڪري جيتيو آهي.

جو مالڪي سو ٻوڪا رهي - اس سنگ راچي سو ڪڇوُ نه لهي
اسي تياڳ سڀ سنگت ڪري - تڏ پاکي نانڪ اوهه ترئي.

[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٢٩)]

(٣) مدُو نا ناچي ڀگت ڊرڙاني - گُرر ڪي شبد مني من ملاني
سچا ٿال پوُري مايا موهه چڪاني - شبدي نرتع[1] ڪراوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٣)٢٠

(٤) سسن ڪي ٻندن ڪاٽي هر راء[2] - تان ڪئُ کهان وياپي ماء[3]
ڪهه نانڪ جن ڏوُڙ سنت پاڻي - تاڪئُ[3] نڪٽ نه آوي مائي.

راڳ ڳوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٥) اي ساجن ڪڇ ڪرهه اپايا[5] - جا سي تره[6] ٻکر لهي مايا[3]
ڪر ڪرپا سڀ سنگ ملائي - نانڪ تاڪي نڪٽ نه مائي.

راڳ ڳـــوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، (٧)

(٦) موهه مايا ڪي سنگ نه ليپ[7] - من مهه راکي هر هر[2] ايڪ
انڌڪار ديپڪ[8] پرگاسي - نانڪ پرم موهه دک تهه تي ناسي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٦)١٨

(٧) جن پيما[9] سي مست پئي هــــي - ٽوُٽي ٻندن ڦـــاهي
جوائي جوت سماڻي ڀيتر[10] - تان ڇوڏي مايا کي لاهي[11].

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٨)

(٨) اَمرت ڦلُ نام - جن گور تـــي پايا
نانڪ داس - تري نن مـــايـــا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٥٦)

(٩) سگل[12] تياڳـــــ - هـــر[2] سرڻي آيـــا
تس جـــن - کهان بياپي مـــايـــا.

(٧١)

(١٠) سُرپني[13] سر پني - ڪيا کهه پانـــي
جن ساچ[2] پڇانيا - تـــن سر پني کاٽي[14].

راڳ آســـا، ڪبير صاحب، شبد (١٩)

---

١. ناچ. ٢. پرماتما. ٣. مايا، پدارٿ. ٤. ونجهو، نزديڪ. ٥. اُدم. ٦. ڏکيو پؤجل ساگر. ٧. ڦاٿل. ٨. ڏيئو. ٩. هر رس پيتو آهي. ١٠. اندر ۾. ١١. فاتدو، نشعو. ١٢. سڀ سنساري تعلقاتون. ١٣. نانگڻ، مايا. ١٤. ڪاٽي ڇڏي، جيتي ڇڏي.

(١١) مايا موهه اِهو مَن وِنگيا - موهه سُڌ نه ڪائي رام
ڏُورمڪ[1] اِهو مَن ونگيئي - دوُجا[2] ونگه جائي رام.

راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، ڇنت (٤)٥

(١٢) اِهو سنسار لي لبهي ڇوُٽئه - جنهه مايا نهه لپٽاوهه
مايا نام گريپ جوُن ڪا - اِهو اَپج[3] درسن پاوهه.

راڳ ڏناسري، پگت نامديو، شبد (٢)

(١٣) مايا موُهه[4] ڏر ڪَٽي[5] نار - پوُنڌي ڪامڻ ڪامڻيار[6]
راج روُپ جوُٺا دِن چار[7] - نام مليُو چانڻ اَنڌيار.

راڳ بسلاول، محلا پهلا، شبد (٣)

(١٤) مت پوُلهه مانکه جَن - مايا پرماما
ناڪ لس پس واکسي - جر پرب پهراٰيا[8].

راڳ بسلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٦)

(١٥) جِهه اُهو[9] جاء لهين سڪه پاوِيُ - مايا تاس[9] نه جهوُاپيُ[10] دپُو
کهه ڪبير ميرا مَن مانيا - رام پرپت ڪي اوليِ[11] دپُو.

راڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (١٢)

(١٦) ڏ اَنڌا ڏاوَت[12] رهه گئي - مَن مهه شبد اَنند[13]
ڏرجن[14] لي ساجن[15] پَئي - پيٽي گرر گووند.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار، پوڙي (٣٦)

(١٧) جان بِر[16] اَندر تان ڏن[17] باهر - جان پر باهر تان ڏن[18] ماهر
بن ناوِيُ پهه ڦير ڦراهر[19] - ستگوُر سنگه دِناپا ظاهر.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١٨) مايا ممتا ڇوڙي نه جائي - سي ڇوُٽي سچ ڪار ڪمائي
اَهو[20] نس پگت رتي وِچاري[21] - ناڪر مشه بن آئي هي.

راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (١١)٤

(١٩) مايا موهه سب آئي[21] ڪينا - ڏوُرمک وِرلي کنهي چينا[22]
ڏوُرمک هوويُ سو سچ ڪماوي - ساچي ڪرڻي ساري هي.

راڳ مارُو، محلا ٽيجا، سولهو (٦)٧

(٢٠) مايا سامت نه چلسيُ - ڪيا لپٽاوهه اَنڌ[22]
گور ڪيُ چرن ڏياء توُن - توُتهه مايا بند[23].

راڳ مارُو، محلا ٽيجا، وار (٢١)

---

١. ڏوورو دناران. ٢. پيا موُهئي. ٣. چڙهي، ڦٽي ڪري. ٤. موهيندڙ. ٥. ٻڌ چالن عورت. ٦. ڪامڻ هڻندڙ. ٧. سوجهرو. ٨. مهر ڪئي آهي. ٩. ساوڌان پڌيُ وارو انسان. ١٠. ڏونڌ. ١١. اَجهو. ١٢. سنساري وهدوار. ١٣. پتڪڻ. ١٤. دشمن. ١٥. متر. ١٦. پتي پرماتما. ١٧. موهئي مايا. ١٨. اَندر. ١٩. جوُڻين جا چڪر. ٢٠. راسه ڏينهن. ٢١. پرماتما. ٢٢. سمجهيو آهي. ٢٣. هي اَنڌا انسان. ٢٤. بندن.

(٢١) نانءُ ميري مايا - نانءُ ميري ٻؤنهي
تُنهه ڇوڙ - جانءِ لهي دوڄي.

راڳ ڀيرو، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٢٢) وهٽ ٻڪار اُلپ مايا لي - اُهنڊ ليماڳي
درس پياس آس ايڪهه ڪي - ليڪ هيٺين ٻره پاڏي.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٧)

(٢٣) اِن ٻؤجهي ڀسؤن ڪي ٺپائي - ٻرم موهه ڀپايو مايا
ساڌ سنگ جم جيوڙي ڪاٽي - نانڪ سهج سمايا.

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٢٤) ڦُوٽ ڦوٽ نانڪ داس آهو - سنتن ڪي سرناءِ
ڪاٽي اَٽپانّ ڀرم موهه مايا - ليٺو ڪنٺ لڳاءِ.

(٢٣)

(٢٥) ڪبير آئي مجهه ڀاهه - اُنڪ ڪري ڪر ٻيس
هيم راڪي ڳور آهي - اَن ڪيندو آديس.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٨)

(٢٦) دنيا ڏاني وڃاني وڃدي - تؤن اِي وڃهه نال
سرنتي جيهه نه وڃدا - جِس الله ڪردا سار.

سلوڪ، شيخ فريد، (١١٠)

(٢٧) جهه مايا ممتا لڳي - سڀ لي ٻيو اُداس
ڪهه نانڪ سن ري منا - تهه ڳهٽ برهم نواس.

سلوڪ، محلا ناوان، (١٨)

---

١. ڌن دولت. ٢. ٻرتي، ڍرڪس، اليپ. ٣. ڪمت. ٤. ٻرماتما، ٥. مِٺي. ٦. جانور. ٧. وانگر. ٨. ڦاسي، ٻنڌن. ٩. ٽيان. ١٠. ٻڪڪي. ١١. ڏلي سان. ١٢. ويس. ١٣. موهيٺي مايا. ١٤. نمسڪار. ١٥. دنيا، جڳ. ١٦. مايا جي ڏاپ لي. ١٧. نهي ٻٽي. ١٨. سنڀال. ١٩. لڳائي ڪٽي آهي. ٢٠. هردو. ٢١. واسو، نڪاڻو.

(٢٤) سُکمن[1] کيءِ گھر واگہ سُن – سُنّن[2] معبل لتو لاء
اَکت کتا بيچارتيءِ – مدشا منھِ سماء.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٧)

(٢٥) چلتو چليءِ دَھ، دھ دِس – گور واکيءِ هُر[2] لٿو لاو نگو
ستگوُر شبدُ ديءِ رِد اَنتر – مُکہ اَمرت نام چِٽاونگو.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (١) ٥

(٢٦) ياوٌ يگمعِ گور متي ياٿي – هؤميءِ وِچهُ شبدِ جلاٿي
ڌاوت واکيءِ ناکِ رهاٿي – سچا نام مدن وساٿي.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ٢

(٢٧) ڪبير من نِرمل[3] ڀيا – جيسا گنگا نير[5]
پاڇيءِ[6] لاگو هر[2] ڦريءِ – ڪهت ڪبير ڪبير.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٥٥)

---

١. لڪ جي اَندرين وُڃاني ناڙي، ناس. ٢. پرماتما. ٣. پوتر. ۴. سيتل، شتل. ٥. جل، پاڻي. ٦. پٺيان.

# من جي موت

هن پستڪ جي پهرئين ڀاڱي جي پهرين بند ۾، ”من جي اوت“ جو احوال
آيل آهي، ته جڏهن من جي آنڌي لهي اچي يا من جي وڻ لهي چڙهي، تڏهين جيءَ جو
ڪهڙو حال ٿو ٿئي. جي حيوانن کي لکڻ پڙهڻ جو ڏانءُ هجي، ته هو لنڊ مٿس ڏاڍيون
مشڪريون ۽ چٿرون ڪن، ته اي بندا، اسانجي ۽ توهانجي صورت ۾، فقط هيءَ تفاوت
آهي، جو اسانکي پڇ آهي ۽ توهان پڇ ڪٽيو لنڱور آهيو. باقي سيرت ۾ ته توهان اسانجي
ذات جا ٿاٻي شريڪ آهيو، بلڪ بلڪل بدتر آهيو. ڏس ته ماڻهو جنم مليو هوندي به،
دل ۽ دماغ، من ۽ هردي، وويڪ ۽ بڌيءَ عطا ٿئي هوندي به، ڳالهائڻ ۽ ٻولڻ ايندي
به، تو پنهنجو جنم ونرت وڃايو آهي، مليل ڏاتيون ۽ شڪتيون ذايع ڪري ڇڏيون آهن
۽ املهه خزانو لٽائي، ڪوڙيون ڪوڏيون ڪچ ۾ ڪٺي وٺي ڪڍيون. وري به ڪڏهين
ڪنهين نه ڪڏهين ڪرڪين پيو. وڏو هاءِ هاءِ ڪندي، من مرندو ڪونه ۽ هٽي هٽندي
ڪچ ورندو ڪونه. پلا مخفي پل جاڳيو ڪونه، ڏاڍي سياهه روشن ٿيو ڪونه ۽ اصليت لاءِ
نشان ڇٽيو ڪونه، نه پوءِ دلبر جي دوري گهٽبي ڪيئن ۽ محبت جي ماکي چکبي ڪيئن؟
نٿي نقاب ٻالي، وٺو نفس کي رنجهائين، دنيا کي پيالا پيئي پيو مالم مڃائين.

وقت ته اسين جانور، دماغي ڏاڍين ۽ رحمت گهٽ هوندي به، تو منش کان وڌيڪ سانتيڪا
۽ ڪارائتا آهيون، جو جيتري ته جڳت جي سيوا ۾ پيا وهون، ۾ مرڻ بعد به، اسانجو
جسم ڪتيون ڪارج سڌ ڪري ٿو. تو ته جيتري فقط ”ٻيريءَ ميريءَ“ جي راس رچائي،
ڦوڪون هڻي خاڪ اڏائي ۽ مٽي پلٽائي، اها خاڪ مٿان وسائي. اگر ڪو سا ته هٿ ساڙين
جي لڏا ته به هٿ ڪارا ڪن. ۾ اگر به پاڻ جلائي، توهانجو پوڄڻ ڀار ڪن ٿا، سيءَ ۾
سيڪڻ جو سهارو ڏين ٿا ۽ موت کان پوءِ اڪثي سنسڪار جو ڪرتيا ڪرم ادا ڪن ٿا. توهان
ته ڪاري ڪوئلي کان به وڌيڪ ڪارو ۽ اڪمر آهيو. وري ڏس جڙ ترڻ، جو پٿر هٽندڙن
کي به ميوو ڏئي ته ڪپيندڙن کي به ڇانو ڏئي. تو ته وڪاري واسنائن جي وس چڙهي،
پنهنجي سٽيا ئي ناس ڪري ڇڏي آهي. جي وڃارتا پرشت آهي، ڪلپنا ڪمتي آهي،
ڪامنا ڪڪرمي آهي ته توهانجا ڪرتوت ڪينا ۽ ڪڏا ڪيئن نه هوندا؟ ترشنائن جي
ڪسيءَ ۾ پئو تو تڙڦين ۽ توهان مان ٽولڻ ۽ ترارت وٺين، جيئن سونڀر چڪڙ کي چشمهٔ حيات
سمجهندو آهي. اهين سمجهي وٺو آهين ته اهائي ڪسي سک ساڳر آهي ۽ سمورو سنسار
آهي. پوءِ مرشد ڪري جا ماڻيندين، سدر پيتي جا پائيندين، مالها ڦيري جا ڦيريندين ۽
اهي سانگ وچالي جا سگهندين؟ ٻاهران جاپ ٻڌو ته اندران ڪاپ ٽوءِ. پوءِ به وٺين اپ
۾ ترارتون هٽندو ته مون جانور به آهي ته ڀالو به آهي. وديا ۽ گيان ۾ وڏو تفاوت آهي.

اَندر جهڙي اُوڄلتا ٻنا، وديا گيان ۾ بدلبي ڪانه. گيان ٻنا من جي اوٽ جي آنڌيءَ جي تيزي گهٽبي ڪانه. پوءِ اَنهد ڌُني ٻُڌبي ڪيئن ۽ اُن ۾ سُرتي لڳندي ڪيئن؟

اِها من جي اوٽ جي آنڌي، اِنسان کي اچي چُڙتي؟ چڙ ته پنهنجي اَصليت نه ياد اٿس ۽ نه ياد ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. اڳين جنمن جي ڪرمن جؤن واسنائون ڪٺيون، جيڪو اڄ هي جنم وٺي ٿو ۽ ماحول جي مطابقت ۾، پنهنجي جيون گهاري ٿو. خودمطلبيءَ جو مرڪز وٺي، خود پسنديءَ جي گهير ۾ گهمي ٿو. ٻئيءَ کي ٻهار سمجهي، هرڪجي ۽ هارجي وڃي ٿو. نيڪيءَ کي ناچيز سمجهي، ناشناس ۽ نافهم رهي ٿو. چرٽي دنيا اَندر ويهي، چوهه چڪبي ٿو ۽ چيٽا پوري ٿو. موجوده حالت بدستور گذارڻ فائديمند سمجهي ٿو ۽ موجوده حالت بدلائڻ بيڪار سمجهي ٿو. پسوُنءَ جيان، رڳو پنهنجي ۽ پنهنجن جي پيٽ جي سُڌ رهيس ٿي. اُنهيءَ ٿي سردرديءَ ۽ سرگردانيءَ جي فڪرت ۽ فطرت ۾ عمر وڃائي ٿو. فقط پاڻ لاءِ جيئي ٿو ۽ پنهنجي ٿي موٽاجين ۽ مجبورين ۾ منجهيل آهي. ٻين جي بيقراريءَ باٻت بيپرواهه آهي، قياس ۽ کهڪاءَ کان اَڻواقف آهي. جڻ ته اِخلاقن ۽ اُصولن کان اَڻڄاڻ آهي ۽ ڌرمي هدايتن کان به بيخبر آهي. ڏٺيءَ جي ڏؤر ۾ آهي، ڏيڏن جي دامن ۾ آهي ۽ دل جي دقتن ۾ آهي. تڏهن ڪري، مرياد ۽ مناسبت جهڙي تميز نه ٿي پئيس. پنهنجي جيوَن سواري ڪونه، باقي ٻين جي چڱائي يا ڀلائي ڏسي، يا اَهل ڪري يا ساڙ کائي. ڀلائيءَ ۽ برائيءَ بسبب، ٻه ساهيون ٿو اِستعمال ڪري: هڪ پنهنجي لاءِ، جنهن ۾ ڪوڙا ۽ ڪسا وٽ ٿو وجهي ۽ ٻي ٻين لاءِ، جنهن ۾ سچا ۽ صاف وٽ ٿو وجهي. اُونڌيون پاليون پاسيرا تورا! اِئين تڪتاليءَ سان تور تڪ ڪري، پيو پاڻکي گامو سچيار، ٻي رياءَ ۽ اِنصاف پسند ڪوٺائي. پر پرماتما کان ڪجهه به لڪل ڪونه آهي.

ڪوڙ ڪپٽ کان، هو آجو ڪونهي ۽ لوڀ لالچ کان خالي ڪونهي. ويسر وروڌ ساٿيدي پيو ۽ آڪڙ اهنڪار ڏيکاري پيو. چترائيءَ چالاڪيءَ ۾ ماهر آهي ۽ سانگن وچائڻ ۾ ظاهر آهي. ڪم ٿاٺي، چٽ چٽ ڪري ايندو آهي پر ڪم لٿي، پڇ لڪائي ڀڄندو آهي. ناموس مهل اڳرڙو ٿيندو ۽ شيوا مهل پٺي ڏئي وهندو. هر ڏيکي چمچو لسي پيو چشڪا وٺي، پر سيرو کاڌو نه آهي، نه پالي ٿاٺي نه آهي. برائيءَ پچار لاءِ واندو آهي ۽ فائدن وٺڻ لاءِ ماندو آهي. منهن ۾ مٺو ته دل ۾ ڪاسائي! آسون اُميدون هردم آباد اٿس باقي راهه رباني ياد نه اٿس. چوٽيءَ ۽ ڪرٽيءَ ۾ وڏو فرق اٿس. تنهن ڪري منجهس ۽ مالڪ ۾ وڏو مفاصلو اٿس. سمجهي ٿو ته دنيا جو اُستاد آهيان، ۽ ڏٺيءَ جي درگاهه ۾ به پاس آهيان. اِئين پاڻ پڏائي پيو، ۽ ميان مٺو سڏائي پيو. جيون جي مقصد جهڙي ڄاڻ ڪانهيس، مروت ۽ مرادولديءَ جي پڇاڻ ڪانهيس، سچ ۽ صبر جهڙي شناخت ڪانهيس. پشوپڻو اٿس ۽ ملڪيت ميرُ اٿس، جنهن ڀنيان پريشان آهي. وقت ٿي نه ٿو مليس جو پاڻ

كي ڪنهن حاذق حڪيم جي حوالي ڪري، جو نبض ڏسي، مرض سڃاڻي ۽ نسخو ڏئي
تروٻو ڪريس. ڪوريئڙي وانگر، پنهنجي ڄار ۾، پنهنجي ئي ڦندن ۾ ڦاسي، آخر جان
ڏئي ٿو. اهين جيئن ونڊ وڃيس ٿي، ڇو نه اڳئي لاءِ ڪو توشو ٺهيو ٿي ڪري.

پرالبڌ جي گهٽ وڌائيءَ ڪري، سنسار ۾ هرهڪ جي حالت نرالي نرالي آهي،
چاهي جسماني، دماغي، مالي، سماجڪ، ڌارمڪ يا آتمڪ. ڪروڙن جيوَ ٻاڻ کي، ٻين
ڪروڙن جيوَن جي ڀيٽ ۾، ڪنهن نه ڪنهن مدنظر کان، گهٽ يا وڌ سمجهن ٿا. جي
گهٽ سمجهن ٿا، اُني حسد جي ڀاونا ئي اُڀڻ ٿئي ۽ جتي وڌ سمجهن ٿا اُني حقارت جي
ڀاونا ئي اُڀڻ ٿئي. اهين راڳ دويش جي ٻاڙ پختي ٿئي ٿي، حقارت ۽ حسد جي اَنڌ
اَکين اڳيان اچي وڃي ٿي. پوءِ سڃاڻپ جهڙي ساڃهه ڪيئن سالم رهندي؟ مطلب ته
عام طور، ڪو مشڪل پنهنجي حال تي راضي آهي. سڀڪو پنهنجي ۾ ئي ٻوڙو آهي.
هرڪو پيو چاهي ته هيٺين ئي روپ رکان ۽ مٿين کان اُهو به مٿي چڙهان. انهيءَ
اَشانت ۽ اَشڌ جيوَن جي وهڪ ۾، هرڪو گهلبو هلي ٿو، جيئن ڪک، ڪاٺيون ۽ ڪانُوڙا،
درياءَ جي وهڪ ۾ گهلبا ويندا آهن. ڪوئي رڪجي، ساڃاهي ڪري ٿو، ته ڇا جيوَن
جي وهڪ، صحيح يا غلط طرف وڃي رهي آهي، ۽ جي غلط طرف وڃي رهي
آهي، ته ڪهڙو ڪارائتو ۽ ڪسرائتو قدم کڻجي، جو موڙ کائي، صحيح طرف وڃي. جي
انهيءَ اَهم سوال ڏانهن جوڳو ڌيان ئي ڪونه ويندو، ته من جي اوت جي آنڌي ڪيئن زور
ڇڏيندي، ۽ من جي مرت ڪيئن ڦرندي؟ من ته مايا ۽ ممتا ۾ مگن آهي ۽ انهيءَ
مدهوشيءَ جي موج ۾ آهي. پر جيستائين اها مشغولي ٽٽي نه آهي، تيستائين مهانتا جي
محسوسيت ڪيئن ماڻبي ۽ من جي ورتي وحدت جي واقفيت ۾ ڪيئن آڻبي؟ نه پڄ جي
ٻُولهيءَ بنا، پرم شڪتيءَ جو پرڪاش ڪيئن ليندو؟

لنهن ڪري، صاحب سمجهائن ٿا، ته اي ٻندا، رات جو سمهڻ وقت، يا صبوح
جو اُٿڻ وقت، يا سهوليت آهر ڪنهن به وقت، ٻاڻ کي سنساري وهنوارن ۽ مشغولين کان
محروم رکي، کي ٻه چار گهڙيون نه شانتيءَ ۾، ٻاڻ سان سوال جوابي ڪر، ته من وويڪ
جو وڪاس ٿئي، اُمرتا جو آواز اُٿي ۽ من جو پاپڙو ڦوڙجي. پهرين ته آواز ٻڌڻ کان ئي
ٻاهر هوندو، پر روز رياضت سان، مشق پڇندي، من سان مخالفت ۽ مقابلت وڌندي، هر
معاملي جي ٻنهي پاسن جي معلوميت ملندي، نيڪيءَ بديءَ جي فرق جي شناخت
رهندي، ۽ سچ ۽ ڪوڙ جي پيڇاڻ پوندي. اهين گهٽتائون ۽ ڪمزوريون ظاهر ٿينديون،
اَوگڻ ۽ عادتون اُگهاڙيون ٿينديون، ۽ شُڌ ڀاوناتون گُسنديون وينديون. زماني جي رنگ ۽
رفتار ۾ هلڻ ته بلڪل آسان آهي، پر انهيءَ رنگ ۽ رفتار جي اُبتڙ هلڻ، بلڪل ڪٺن آهي.
سو ڪوشش ڪجي، ڪشالا ڪڍبا ۽ ڪشٽ سهبا، تڏهين ته دڳ لڳبو. ڇا ڪنهن ڪسن،

هنرمنديءَ ۽ ڪاريگريءَ پرائڻ لاءِ، يا ڪنهن ڌنڌي، پيشي ۽ وديا ۾ ماهريت حاصل ڪرڻ لاءِ، وقت، محنت ۽ مطالع جي سخت ضرورت نہ رهندي آهي؟ يا پلا ڪوڙ جي بنيان تہ بہ ڪافي ماڻ پتوڙجي ٿو ۽ پاڻي ولوڙجي ٿو، تہ پوءِ سچ پنيان بہ سو ويچيءَ ۽ سرٻازيءَ جو چڱو صرفو ڪجي؟ نيٺ بہ تہ ڪوڙ ڪمارڳ ڌانهن گهلي ٿو، ۽ سچ ئي سمارڳ جي واٽ وٺائيندو. پوءِ جي ڪوڙ جي پرايتي، وقت ٿي وٺي، تہ سچ جي حاصلات ڪيئن اک ڇپ ۾ ٿي ويندي. محنت بنا ڪيئن ميوا ماڻي سگهبا؟

سو انهيءَ واٽ وٺڻ جي شروعات آهي. ويچارنا ۾ وٺي وڃڻ، لهرڪ پيدا ڪرڻ ۽ تبديلي آڻڻ، ترشنا جو ناشيو مٽائڻ ۽ نفس جي نابودي آڻڻ. انهيءَ واٽ لي ئي پوءِ سنتن جو سنگ ملندو، رام نام جو رنگ چڙهندو، مرشد سان ملاقات ٿيندي، آتمڪ اُنتي آسان لڳندي ۽ جيون جي سڦلتائي ٿيندي. پر جي ماڻ کي صدق ۽ سچائي ڪونہ آهي، پرهہ ۽ بيقراري ڪونہ آهي، ادم ۽ اورچائي ڪونہ آهي، تہ پوءِ ڪوبہ پيو ٻاهريون سهارو همٿ ڪونہ چڙهندو، يا جي همٿ چڙهيو بہ، تہ سڦلتا نہ آڻي سگهندو، ڇو تہ اِهي سڀ سهارا، روحاني راهہ تي رڪاوٽون رهنما جا ٿيا آهن. باقي پنڌ پوڻ ۽ اوجاڳا ڪيڻ، جهنگ جهاڳڻ، ڏونگر ڏارڻ، سِر جون سٽون هڻڻ، ۽ پريڪشائن مان پار پوڻ، اِهو ڪم تہ ڪيترن جو ڪونہ آهي؛ پنهنجي خود بصيرتائي ۽ خود تنقيدي ڪري، خود لمرتي ۽ خود روشني آڻڻي آهي. هٿڻ هلائڻ بنا، تنبو تاڻ مان ڪيئن ٽاري سگهندو؟ پنهنجي سچاءَ ۽ لائقيءَ آهر، ساڌن شروع ڪجي ۽ پوءِ ئي سهاري جي سڌ ڪجي. ساڌن سچي نيٺ اُني تي سهڙائيندا، ڇو تہ ساڌنا ساڌنيءَ کي سنڀيل آهن. پوءِ هُو پِر، ڪو ساڌڪ سوپل پهچندو تہ ڪو ديرسان پر پهچندو ضرور. شرط اِهو آهي تہ پاڻ وڃائي ئي پاڻ پائي سگهبو. پاڻ ۾ ئي پائبو. ٻاهر اصل ڪونہ لبندو. جنهن اندر جهاتي پائي، پاڻ ۾ پاتو آهي، سو ئي پوءِ هن کي اندر ٻاهر، هيٺ مٿي، چوطرف چوڌاري، هر هنڌ هر وقت ۽ ڏهين ڏسائن ۾ ڏسي ٿو. اِهين جيون جا متفرق تجربا ۽ غير مڪمل آزمودا، مڪمل ۽ مقدار اُنيڙ ۾ بدلجن ٿا. اِهين آتم شڪتي جاڳي ٿي، جيون کي جادو لڳي ٿو، تڪميل جي تعميل ٿئي ٿي، ۽ غيب داني الهيات جو اسرار ٿئي ٿو. اِهين ئي من موت ڪاٽي، ماڻِن لي موٽي اچي ٿو. اِهين مڪتيءَ جو مارڳ حاصل ٿئي ٿو. اِهين جيون جاودانيءَ ۾ جذب ٿئي ٿي.

روز مره پاٺ پڙهڻ يا ڪٿا ڪيرتن ٻڌڻ، لاشڪ لازم ۽ قلدائڪ آهي. اوگڻن ڪان آجو ٿي، گڻن کي گرهڻ ڪرڻ بہ فائدي مند آهي. پر اپڪار ۽ پرماوت ڪرڻ، خيرات ڪيڻ ۽ خيرخواهي ڏيکارڻ، فقر ڪرڻ يا فيض رسائڻ بہ روحاني رياضت آهي. پر سڀ کان وڌيڪ، پهرين اِهو ضروري آهي، تہ من جي ورتي ۽ چت جي شرتي ــ پوترتائيءَ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ پڪي ڪجي. مطلب تہ من، عقاب جيان آڪاس طرف هجي. پر جي من، ڏڄهہ وانگر

ڀوُنڊ ڀرڳتو بيٺو آهي، نه ٻوءِ اِهي سڀ ڪرم ۽ ڪرياتون، پاکنڊي ناٽڪ آهن، ڏيکا ڏيکيءَ جي ڏوکيبازي آهن ۽ دنياداريءَ جو ڍنگ آهن. مالڪ مُهانڀي جي مزُنت جو محب نه آهي، پر من جي مهانتا جو مشتاق آهي. من جي مهانتا ٻنا، ڪا به ڪريا ڪرم، پرماتما وٽ پاس ڪونه پوندي. من جي جانِ خيال ئي آهي. خيال جو مطلب خيال ئي آهي. خيال ئي ڪم ٿي، خيال ڪرڻو آهي. تنهن ڪري، وچارن جي شڌيءَ سان، ڪرمن ۽ ڪريائن کي شڌ ڪرڻ گهرجي نه سقلِ ٿين، سک ۽ سنتوش وڌائين. شڌ وچار ٿي، وڪارن جي واسنائن جي پاڙ پٽيندا، گڻن جي آڇيان ڪندا، صدق ۽ سڪ جاڳائيندا، اهنڪار جي اَڌ ڪيرائيندا ڏُئيءَ جي ديوار ڀڃيندا، ڏُٻڌن جي هستي مٽائيندا، پڇتاءَ ۽ پراشچت جون پاوناڻون اڀاريندا، ۽ پرارٿنا ۽ پريم جون پوتر لهرون لهرائيندا. اِهي ئي لهرون آهن، جي خاموشيءَ جو آواز اُٿائين ٿيون، جي لالن کي للڪارين ٿيون، ۽ اچي پاڻ وٽ پهچائين ٿيون. سوالڪيءَ جي سراڳت، پرماتما پاڻ اچي ڪري ٿو. اِئين پرماتما، پرش ۽ پرڪرتيءَ جو سنگم ٿئي ٿو ۽ اَنيڪ اسرار لڀي ٿو، جنهن جو اِظهار، اکرن جي اِختياريءَ کان ٻاهر آهي.

نه وديا گيان آهي ۽ نه عقل اَنڀؤ آهي. عقل، اکرن جي دليلبازي آهي، چو نه چيتن جي چوپاري ئي آهي. اَنڀؤ، سُر ۽ ساز ٻنا سنگيت آهي، چو نه اَچيتن جو آواز آهي. عقل، لفظن جي لوڙهي اَندر، من ۽ اِندرين جي نوڙيءَ سان ٻڌل آهي. اَنڀؤ، من ۽ اِندرين کان پري آهي ۽ اَلوهيت جي آزمودن اندر آزاد آهي. عقل، حد جي حيرت آهي ۽ اَنڀؤ، لاحد جو لطف آهي. عقل، سرير جا سهنج ۽ سهوليتون وڌائي سگهي ٿو ته اَنڀؤ سرير جي سرگرمي، آتمڪ شڪتيءَ ۾ بدلائي ٿو. عقل، سنساري سواد وٺائي سگهي ٿو، ته اَنڀؤ، آتما جي اَڏر ڏياري ٿو. عقل اِنتها آهي، نه اَنڀؤ بي اِنتها آهي. سو اَنڀؤ جي سيما، عقل جي پهچ کان پار آهي، سيما رهت آهي. تنهن ڪري ئي اَنڀؤ، اَڇا جاپ جهڙي ٿو، اَڪٿ ڪٿا ڪٿي ٿو، اَلک لکي ٿو ۽ اَپيريءَ جو پيو ڪڍي ٿو. ٻوءِ اَچيتن جي آزمودو، چيتن جي چترائيءَ کي ڪيئن ڇُهي سگهندو؟ جي ڇهيو نه، ته ڇا اِئين چئي سگهبو، ته اَنڀؤ خام خياليءَ جو خمار آهي؟ جي عقل جي آزمائش اکرن ئي آهي، ته اَنڀؤ جي آزمائش آزمودي ئي آهي. اِهو شخصي آزمودو، اکرن جي اُستاديءَ کان وڌيڪ اُستوار آهي، چو نه ڪاغذ، ڪلڪ ۽ ڪلام جي ڪلا کان به زياده ڪامران، ڪرامتي ۽ ڪارگر آهي.

اي ٻندا، تون به نه ٻنهنجي من جي جاچ جوُچ وٺ. ڪيئن اچا پيو ٻيا طرف تڪيندين ۽ تاڙيندين؟ يا جو اڄ يا سڀاڻي، اکين اڳيان غائب ٿيڻو آهي يا اکين اڳ ئي ٻڪ غائب ٿي ويندو، تنهن کي اَنٽي پهر ڇُهيو ۽ چنبڙيو پيو هوندين؟ ٻاقي جو سڀڪ سهاءُ ٿيندو، چاهي هتي توڙي هُتي، تنهنجي سار به ڪانه اٿئي! جنهن طرف، لڳاءُ لڳائڻ

گهرجي، تن کان غير واقف يا غافل آهن. باقي جن طرف لڳاءُ ڇڏائڻ گهرجي، تن سان چست ۽ چڙيو آهي. درحقيقت نه سنساري بندن، هڪ زهر جي گوريءَ مثل آهن، جنهن مٿان سنهڙو تهه، چاشنيءَ جو چڙهيل آهي. اهو ڇٽيندي ۽ چوسيندي، زهر ۾ گهڻدو نه وڃن. جيئن اُٺ، وَل جا سوادي پن کائيندي، ڪنڊن سان پنهنجي جيڀ ڇليندو رهندو آهي، يا جيئن ڪتو، سُڪل ڪنڊو چٻاڙيندي، پنهنجي وات مان رت وهائيندو رهندو آهي، تيئن اُهي به اندرين جي عارضي ۽ بيبقا رس وٺندي، زندگي گهاري رهيا آهن. انهن جواني گذري ويئي ۽ پيدائش آئي. ڪتو نه ڪاڏو ۽ ڪک نه ڪاني پئي. هاڻي گذريل سمي جا سوز ستائيندي ٿا. اَڌورا ارمان ۽ اڌوريون اميدون، ناڪاميابيون ڪوششون، ناتاب خواب، مِٽرن ۽ مائٽن جي محرومي، اڪيلائيءَ جا ارمان ۽ اَجل جا اشارا، اکين اڳيان ڦر ڦر اچي، من ۾ ماتم مچائيندي ٿا. تن هيڻو اٿئي ۽ من جهيڻو اٿئي. سمجهن پيو ته هاڻي ڪو اوهي واهي ڪونه رهيو آهي. پر اوهي واهي ته ٻاٻا مڙني جو مالڪ آهي. جي جيون، طوفان جو آڌارو آهي، ته ڪرتار ڪنارو آهي. پر ڪيئن لڳندين ڪناري، جيستائين ٻوڙيندين ڪونه ٻيڙي؟ سو اي بندا، هيٺئر به سجاڳ ۽ سچيت ٿيءُ. اجايو تون مايوسيءَ ۽ دلشڪستيءَ کان، باقي جيون به بيسود برباد ڪري رهيو آهين.

پر ٻاڏي آٿڻ لاءِ نه نه ڪجهه وقت، نه هوشياري ۽ نه هنرمندي. پر جيون جوڙڻ لاءِ ته ڪجي تحمل، تميز ۽ تدبير. سو سمجهڻ، توڙڻ ڇڏي جوڙڻ سک، بگاڙڻ ڇڏي بڻائڻ سک ۽ ٻارڻ ڇڏي سڌارڻ سک، نه ته تو تي شيطان جي شدت لهي، شرافت جي شاهدي ملي ۽ شمع جي شروعات ٿئي. پوءِ ڏس ته ڪيئن نه تو ساڻين سهاءُ ٿئي ۽ خزان ۾ بهار اچي: اها بهار ٻيا تڏهن رهندي، جڏهن پنهنجي جيون ۾ به بهار آڻبي. اها بهار ڏسي بهار ٿيءُ، ڇو ته هيءَ وات وٺڻ جي نه آهي، پر ونڊڻ ۽ ورهائڻ جي آهي. حاصلات جو حوصلو وڃائي، ٻاڻ اڙٻو آهي ۽ پنهنجي پراڻي جو پيد مٽائي، ٻاڻ سنهڙو آهي. خاڪ ٿي خلقت جي خدمت ڪري، خالق سان خلاصو ٿيڻو آهي. انهن ٻاڻ وڃائي، ٻاڻ پائڻو آهي. پوڙهو ۾ پوڙهو آستان اندر ۾ آهي. سو آنند ۾ مها آنند به اندر ۾ آهي. ٻاهر ڪجهه به نه آهي، پر جي آهي نه به آسان جي اندر جو عڪس آهي. اسانجي ترشنا، ٻاهرين عڪس جو پيڇو ڪري ٿي، جن جي ملڻ بعد به، اندر ۾ آنند جو احساس ڪونه ايندو، ڇوته ترشنا ۽ عڪس جو لڳاتار اڳو پيڇو، گويا خام خياليءَ جو خواب آهي. تنهن ڪري اي بندا، تون پاڻ سي دنيا ۾ رهه، پر دنيا کي، دل اندر دخل ڏيڻ نه ڏي. ٻيڙي تار پاڻيءَ ۾ رهي، پاڻ کي ۽ ٻين کي به تاري سگهي ٿي. پر جي پاڻيءَ کي پاڻ اندر داخلا ڏيندي، ته پاڻ ٻين سميت، پاڻيءَ جي تري ۾ غرق ٿي ويندي. تون به جي دنيا کي دل اندر آڻيندين، ته خود ختم ٿي ويندين. اهو قدرتي قانون آهي، عاشقن جو آزمودو آهي، ستپرشن جو سخن آهي. انهيءَ سخن جي سهاري، سالڪ تري پار پهچن ٿا.

سو دنيا ۾ رهي، دلشاد رهه، ٻين کي به دلشاد ڪر، پر اندرئين آنند ۾ اڏول رهه. پوءِ پاڻ جي دنيا جا دوشت، روپ ۽ نالا، جي اندر اچن به ۽ يا چاهي اچي موٽي به وڃن، ته به تنهنجو اندريون اَدوشت آنند، سڀ ٻاهريان ٻڌڻ جذب ڪندي به اکنڊ رهندو، ۽ توکي اٽل، اچل ۽ اڏول رکندو. ساگر ڪيئن سدا پرپور ۽ مخمور رهندو آهي، ڀلاهي ڦوڪيل نديون مڇهس ڳهڙي اچن يا وري موٽي بادلن ۾ ڇپي وڃن؟ ائين سک دک جي صورت بدلبي، سک دک ۾ سم دوشٽي رهندي، من هر حالت هيٺ شانت ميءِ هوندو، چت جي سرلي سانين ۾ ملي ويندي، ۽ آتمڪ اَنتيءَ جي محسوسيت، مسن خود پاڻ ڪندو رهندو، چو ته لمي جي سستي، رجي جي چستيءَ ۾ بدلجي وڃي آهي ۽ رجي مٿان، سستي جو رنگ ٿو چڙهندو وڃي. سو ائين تدبير تقدير بڻائي ٿي، جو ته پرشارت جي وڻ مان ئي ته پرالبڌ جو ڦل ڇڻجي ٿو. انهن تدبير پنهنجي وس ۾ آهي ۽ تقدير کان گوءِ کڻي سگهي ٿي، بشرطيڪ اچا شڪتي به واسنائن مٿان غالب پئجي وڃي. تقدير، اسانجي ڪيل تدبيرن جي ٻاقوت آهي، ۽ برابر اسانکي سک دک جي ڍهيري ۾ گهمائي ٿي، پر اسانجي اچا شڪتي نبل نه، ڪري سگهندي. جي اها اچا شڪتي، برائين ۽ بدڪارين بدران، خوبيءَ ۽ خير خواهيءَ ۾ خرچ ڪجي، ۽ ٻڌيءَ جي ٻل جو سهارو وٺجي، ته مستقبل جو مقدر ٻاٽمرادو ۽ ٻاٻدار ٿي پوندو. تنهن ڪري، اندرين سان اَئبطت ڪرڻ اجائي آهي. اندريون نه ناحق بدنام ٿيون آهن. ساڳئي ڀت جي ٻري، جي سڻين آهي، ته گهر گهر ٿي ڪري، ۽ جي اونڌي آهي، ته خيرابي ٿي ڏئي. سڻين يا اونڌي، من جي اچا پٺاندڙ ٿي ٿئي. اندريون ويچاريون ته رڳو من جي مزدوري ڏيون ڪمائين، پوءِ چاهي من، ڪين ڪارڻ ۾ گل ڪٽائي يا گند ڪٽائي. جي من، اوت جي آنديءَ اندر آهي، ته گند ڪٽائيندن ۽ جي موت جي موج ۾ آهي ته گل ڪٽائيندن.

مسن جي اوت ڪي موت ۾ بدلائڻ لاءِ ڪئين دقتون درپيش اينديون، من اندر ڪئين مقابلا ۽ مخالفتون ٿينديون، ڏٺي ۽ ڏٺڻ سان ڇتاپيتيون لڳنديون، پر جي چمع شڪتي محڪم آهي، پرارثنا ۾ ٻر آهي ۽ ٻڌيءَ جي ٻل سان ٻلوان آهي، ته پوءِ آهستي آهستي، اخلاقي طرف زور پڪڙيندو ويندو، بد اخلاقي طرف سمٽ ڇڏيندو ويندو ۽ روحاني راز کلندا ويندا، تان جو سڀ ڪشمڪشا بند ٿي ويندي ۽ من سياويڪ شانت ميءِ رهندو ۽ وويڪ جي وات وٺندو هلندو. سو اي ٻندا، ٻڌيءَ جو ٻل جاڳاءِ، ته من جو پيشو بدلجي ۽ ڌوڙ جو ڏندو ڇڏي، واحد جو واپار ڪري. اهو واپار ٿي حاجت جي حسرت مٽائيندو، حليمائيءَ جي حاصليت ڪرائيندو، حاڪم جي حضوريءَ ۾ وهاريندو، حق جي حڪمراني هلائيندو، لاڀان جي لجربيت ڏيکاريندو، ۽ وحدت جي وجد ۾ رسائيندو.

مــن کي، اوت مــان موت ۾ اَچڻ، ممکن آهي ۽ اهوئي جيون جو مقصد آهي.
درحقيقت، اهائي من جي ٻــ مراد آهي، جنهن ڏُکي پڄاڻا، من جي مستي مِٽجي ٿي،
آشانتي اَلوُپ ٿي ٿــي ۽ مُکتيءَ جو مارگ ملي ٿو. صاحبن سمجهايو آهي، ته جو انسان
اڪ پتي سڄاڳ رهي ٿو، هر قدم ڏڪي لوري ڪٽي ٿو، وورڪ جي وات وٺي ٿو، رام نام
۾ رتل رهي ٿو ۽ نشڪام ڪرم ڪمائي ٿو، سوئي من جي موت جو مشاهدو ماڻي سگهندو.
هُنجي ورتــي، سُــرتي، ويچار..ڌارا، رهڻي، ڪهڻي ۽ ڪــرڻــي، سڀ سچ اندر سمايل
رهنديوُن. هوُ ٿي سائينءَ جــي شرن ۾ ايندو، ستگور جــو شبد ڪمائيندو، سنتن جو سنگ
ڪندو، نام وٺندو ۽ وراهيندو. اهڙي سچي شيوڪ جي ڪايا پلٽ ٿي آهي. سندس من
جي آنڌي ختم ٿي وئي، ۽ ترشنائن جو طوُفان بند ٿي چڪو. پاڻ پڄاڻي وڃائين ۽ سائين
سڃاڻي چڏيائين. هاڻي هـــوُ آنند ميءِ آهي، ترِيا اَوستا ۾ آهي، پرم پد تي پهتل آهي،
جيون مڪت آهي. هُنجي خوُبين ۽ خاصيتن جو ذڪر، صاحبن هيٺينءَ طرح ڪيو آهي:

نرموهي: نرموهي اُهو آهي، جنهن موه تياڳيو آهي. موه جو تياڳ ڪرڻ ڪيڏو نه
ڪٺن آهي؟ سارو جڳت ڏس ته موه ۾ اٽيل قائل آهي، جيئن مکڙ چاش ۾. ڪيئون وشتا
۾. سوُئر گندگيءَ ۾، ٻلي ماس ڻنيان، ڪتو ڪندي ڻنيان يــا ڳجهه ڍوُڻي ڻنيان. پر ڪو
مايا جي مــوه ۾، ڪو ماڻهن جــي موه ۾، ڪو مترن جي موه ۾. جهڙي من جي ڀاونا،
تهڙو مــن جي موه جو نموُنو. جيترو موه گَــهرو ۽ گهاٽــو، ليترو مڇهانس ڇوٽڪارو ماڻ
مشڪل. مطلب تــه هرڪو، ڪنهن نــه ڪنهن لڳاوَ ۾ لڳو پيٺو آهي ۽ اٽين پيو سمجهي ته
دنيا ۾ رڳو سندس لڳاوَ واري چيز آهــي، جنهن مان ئي لاثاني لذت ۽ لطف اچي سگهي
ٿو. ٻيو سڀ ڪجهه ناچيز يا نا قابل آهي، جنهن سان سياوءِ ڪ وري ناپسندي ٿي پيدا ٿئي،
جو ته پسندي يا ناپسندي، مشابهت ڪرڻ ۽ فرق وجهڻ سان ئــي پيدا ٿئي. جيئن جيئن
هڪ سان پسندي وڌندي ويندي، ليئن ليئن ٻئي سان نــاپسندي وڌندي ويندي. جتي
پسندي آهــي، اُتي لالچ وڌي ٿــي، لالچ مان لوڀ ۽ لوڀ مـــان خوف. جتي ناپسندي
آهي، اُتي حقارت وڌي ٿــي، حقارت مان ايرکا ۽ اُيرکا مان وير ورود. اٽين وڪار وڌندا
وڃن ٿا ۽ جيو سان وچڙندا وڃن ٿا. اِها آهي "راڳ ۽ ڊيش" جي رچناوَلي. جــو "راڳ
۽ ديش" جي نظر فريبيءَ ۽ خام خياليءَ کان خالي آهي، سو فقط پسنديءَ ۾ پڙ آهي، جو
ته هُنجي پسندي، شڌ پريت ۽ پيار سان ڀرپوُر آهي، جنهن ۾ ڪنهن ٻــيءَ اُتيءَ سبتــيءَ
يــا آڪاريءَ ناڪاريءَ ڀاونا جي ملاوٽ آهيئي ڪانه ۽ نه ڪا ٿي سگهندي.

ڇا جن مايا سان موهه لڳايو آهي تــن سکه پاتو آهي؟ جي ڌن دولت ۽ مال ملڪيت
سڪدانڪ هجن ها، ته سنت فقير مايا کي سندر سرپني ڇو سڏين ها؟ سندر سروُپ وٺي
ڌتاري، اوزي آڻي ڏنگي ۽ انت وڃي، بنا شرم ۽ شوڪ جي ڪسڪي، وڃي ٻئي جي

هنج ۾ وهي. سدا سهاڳڻ آهي، ڇو ته سندس سندرتا اهڙي ته من موهڻي آهي، جو بدڪار ۽ بدچلن هوندي به، سڪو پيو سندس صورت لاءِ سڪي، ۽ ڏسي ٺري. هڪڙن جو نشو لاهيڻي ٿي مس لهي، ته ٻيا انهيءَ نشي ۾ مدهوش ٿيڻ لاءِ، ترت تيار ٿيا بيٺا آهن. جي نشو لٿو ته مايوسيءَ ڪري دکي آهن ۽ جي چڙهيو ته مستيءَ ڪري دکي آهن. انهيءَ نشي ۾، مايا واديءَ جي سڌ بڌ نڪري وڃي ٿي. جيئن مينهوڳيءَ ۾، ڦوڪڻ لڏي هر طرف جو گند ڪچرو پاڻسان گڏ ٻيڻدي ويندي آهي، تيئن مايا وادي به سڀ وڪار ميڙي سيڙي، پاڻ ۾ سٽيندو ويندو آهي. جو ڪين مان ڪجهه ٿيو آهي، سو ڪجهه نه ڪري ڏيکاريندو! ڪن کي وساري ڇڏيائين، ڪن کي اکيون پيو ڏيکاري، ڪن کي ڏيهن جي تارن ڏيکارڻ جا پيو دڙڪا ڏئي، ڪن سان سيبو ٿو ساهي. ته ڪن جي مٿان ٿيڻ ٿو چاهي. هڪ طرف، لوڀ ۽ لالچ ڇوائيس ٿي، ته اچا گهڻي ۾ گهڻو ملي، ۽ ٻئي طرف خوف ۽ خفتان ٿو ڳاريس، ته متان کپي يا کسجيو نه وڃي. انهيءَ چنتا ۽ ڇورا ڪورا ۾، نه من شانت ٿو رهيس، ۽ نه دل شاد ٿي رهيس. پريشانيءَ جي پيڻگهه ۾، ڪلفت ۽ ڪاوڙفت جا لوڏا پيو ٿو کائي. اهو سون ٿي گهوريو جو ڪن چني! جي من هروقت هڻ يا هڻ سبب ئي آرام آهي، لبه جيوَن ۾ شانتي ڪٿان ملندي؟ پنجن تتن جو پتڪ، ائين پيو اليڪ آڏي، بيماڌي ۽ اپاڌي پيڙائون سهي. مرض جي زڙ پڪڙئي ٿيا، صحيح علاج ملڻ دشوار آهي.

ٻنهيءَ ۽ پرِوار يا عزيزن ۽ خويشن ۾ موهه انڪائڻ به دکدائڪ آهي. اهو موهه ٿي، ڪن کي پنهنجو ڪري ۽ ڪن کي پرائو سمجهي، يا جن کي اڄ پنهنجو ڪري، تن کي سڀاڻي پرائو سمجهي. اهو "ٽيريءَ ميريءَ" جو ڀيد ڪيڏو نه خلق ۾ خلل ٿو وجهي، اندر ۾ ٻيائيءَ جو ٻارڻ ٿو ٻاري، ۽ ته اڪيائيءَ جو پاڻيٽال ٿو وجهائي. اها ڏئي، "پنهنجائيءَ" جون ڪيڏيون نه اميدون ۽ آسرا ٿي جاڳائي، خوش خبر ۽ خوش نما خواب ٿي ڏيکاري ۽ آخر نامراديءَ ۽ نااتفاقيءَ، نا اميديءَ ۽ ناشاديءَ جا نهايت نقصانڪار نتيجا ڏيکاري؟ اها دطرفي، "پراون" سان، ڪيڏا نه ڪوڙ ڪپٽ ٿي ڪرائي، ونجوڳ جو وڍاهه ٿي وجهائي، ۽ ويڙ ورود ٿي وڌائي؟ اهو "پنهنجو"، جو ڪالهه اکين جو تارو هئو ۽ من جو مٺار هئو، سو اڄ وداع ڪندي، ويتو ويڻ وجهي ۽ گهاءُ ڪري. اهو "پرائو" جو ڪالهه شڪ ۽ شدت جو شڪار هئو، ۽ شرارتي شترو سمجهي، دل کان دور رکيو ويو هئو، سو اڄ واپس وري، ويتو واهر ڪري. پنهنجي ۽ پرائي جو ڀيد، ائين بيبنياد ۽ بيجاءِ آهي. اهو خواهه مخواهه پلائي ٿو ۽ پٽڪائي ٿو. ڪا چوٽ يا چپيت لڳي ته اڪ کُلي.

ساري جڳت کي جُسي ۾ جڙيندي به، موهه ائين نا معلوم يا غير محسوس آهي، جيئن قدرتي مينهاج پاڻيءَ ۾. موهه ۾ انڪيل هوندي به، ڪين پاڻ کي نرموهي پيا ڪوٺائين!

پر نِرموهي آهي سچو شيوڪ، جنهن ستگر جي سنگت ۾ ۽ سنتن جي صحبت ۾، مايا توڙي سنساري سنبندن کي، سچيءَ صورت ۾ سڃاتو آهي، ۽ سڀني سان جائز ۽ بيغرض ورتاءُ ورتايو آهي. هو سمجهي ٿو ته مايا، ڪوڙو کيل آهي ۽ سنساري سنبند، سوارٿ جا آهن. فقط ڪرمن جا ليکا چوڪا لاهڻا آهن. اُنهن ۾ من اٽڪائڻ ۽ نينهن لڳائڻ سان، روحاني راهه ۾ وڏي رنڊڪ پوندي. سو جي پنهنجائپ آهي، ته سچو سنسار پنهنجو آهي، ۽ جي پراءُ آهي ته به سچو سنسار ڪيلاڻو آهي. سو مايا جي جار ۾ ڦاسي يا مٽيءَ ماٽيءَ جي موهه ۾ مبتلا ٿيو، ڇو نينهن اڙائجي، جڏهن سڀ ناتا ۽ ندگي ناولي ۽ بيحتا آهن؟ ڪُن چالو آهي، ته جنهنجي لوچ ڪجي ٿي، سي جڙ وستون آهن، يا جنهن سان لڳاءُ لڳائجي ٿو، سو سڀ فاني آهي، ۽ جي واسناٿون ۽ وچار انهي اٽڪائجن ٿا، سي به جڙ ۽ فاني پاوناٿون آهن. مان ته پاڻ، نه جڙ ۽ نه فاني آهيان، پر اَصليت جو اِبداع آهيان، انتا جو باب آهيان، الهيءَ جو آهيان ۽ اَهوئي آهيان. پوءِ ڀلا جو فنا سان ڇو لڳاءُ هجڻ گهرجي؟ پنهنجي پرائي، سڳي لڳي، واجهي ڏوراهين، يا اوچ نيچ جو فرق، ڇو ڪرڻ گهرجي؟ اهوئي نِرموهي آهي جو دنيا اندر رهي به، دنيا کي اندر ۾ داخلا نه ٿو ڏئي ۽ مايا ۾ رهي به، موهه کان محروم رهي ٿو. جنهنجي من ۾ مالڪ وسيو رهيو آهي، اُتي مايا ڪيئن واسو ڪندي؟ جنهن گهٽ ۾ ابهم جو نواس آهي، اُتي موهه ڪيئن موجود رهندو؟ اهڙي شيوڪ کي مايا خود آدرس ڪري ٿي، چرن چمي ٿي ۽ پانهي ٿي ٽهل ڪري ٿي. اهڙي ستپرکن کي، پنهنجا پراوا سڀ نمسڪار ڪن ٿا ۽ آدر ستڪار ڏين ٿا. اهڙو اعليٰ اِنسان، نِرموهيءَ جو مثال، پنهنجي جيون ذريعي، پيش ڪري ٿو. صاحب فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) اِهه سنسار ٿي تبهي ڇوٽه - جڏهن مايا نهي لپٽاوهه<br>مايا نام گرپ جون ڪا - اِهه تج درسن پاوهه... | راڳ ڌناسري، پڃمس<br>نامديو، شبد (٢) |
| (٢) جان پر اندر تان اِڌن باهر - جان پر باهر تان ڌن ماهر<br>بِسن ناوي بهه ڦير ڦراهر - ستگور سنگ دکايا ظاهر | راڳ رامڪلي، محلا<br>پنجوان، وار (١٨) |

نهڻو: نهڻو معنيٰ حليم. پر اڄ ڪالهه هٺ هٺائي، ڪير ٿو حليمائي حاصل ڪري؟ هرڪو پاڻ کي نسيڻگ ٿو سمجهي ۽ ٻين سان نِنڊ تي تورهي ٿو رکي. نئين آزاد خياليءَ به ننڍ وڏائيءَ جي مهتا ۽ مرادن ونڊيءَ جي مرياد به مٽائي ڇڏي آهي. ڇي ٻزرگي عمر تي نه، پر عقل تي آهي. ڇي پيو پاهتر ۾ اچي ويو آهي، ٻڌي ڪسڙائي چڪو آهي ۽ اُن وهڻ جو ڏانءُ به وڃائي ويٺو آهي. سو ادب ۽ عزت جو اَدڪاري ڇو هجڻ گهرجي؟ باقي پاڻ ننڍيءَ ٿهيءَ وارا، جن کي پالي، وڏن پنهنجو رت ست سڪايو هوندو، سي الزام رکڻ ۽ اِنصاف به ڪرڻ لاءِ، خود مختيار آهن! تنهن ڪري وڏا وچارا، ڪنڌ پاسيرا لڪا پيا

وڃن، نه مٿان ڪو اکيون نه ڏيکاري، يا مذاق نه اڏائي. اهو هٿ، بي ادبيءَ ۽ بيمروتيءَ جي بنياد تي بيٺل آهي. پلا جي پرواز اندر، نفرت ۽ بيزاريءَ ناپيد ٿي ويئي، نه سماج اندر، صحبت يا سلڇڻائي ڪيئن رهندي؟ سچ ته، هٿ هاڃي ڪرڻ آيو آهي، آد جڳاد ڪان آهي. ڏک گهٽ هر انسان ۾، هڪ نه ٻيءَ صورت ۾ آهي. پر ڏيهون ڏيهن، ڏينها ڏينهن، حليمائي گهٽبي ٿي وڃي، ۽ هٿ بلغار ۽ بيقواعد ٿيندو ٿو وڃي، جو نه آزاد خياليءَ، ڪنهن به مدبر يا معزز جي مٽ اچيان، جهڳڙا لاءِ تيار ڪرڻ آهي. عام طور نه خودبيني، خود پسندي يا خود شعوري، بيهودي بحث مباحثي جو لباس پائي، نچيلو ناچ ڪري رهيون آهن. سڀ ڪو چئي ته آپاميو يا اڏاميو ٿو گهمي. پر ڪک ۽ ڪنڊ به نه متي اڏامندا آهن؟ ته پوءِ ڇا آهي ڪارگر ۽ قيمتي ٿي پيا؟ مٿا جي پاڻ پيا، هٿ جي هلاڪي لهندي ڪانه، ۽ حليمائيءَ جي هدايت هضم ٿيندي ڪانه. هٿ، هدايت جو وڙي آهي. آتمڪ اُنتيءَ اچيان، اهنڪار هڪ ڀاري رنڊڪ آهي.

هٿ، ڳڻ کي لنين سڪائي ۽ ساڙي ڇڏيندو آهي، جيئن پارو پوڙهن ڪي. هٿ، آسمان ۾ بادلن اندر جهومي ٿو، پر زمين تي ڪکڙي تان به ترڪي پئي ٿو. هٿ ڪي همساز ڪونهي، چاهي اقباللمنديءَ ۾ يا چاهي آپدا ۾، جو نه اقباللمنديءَ ۾، هٿ ڪنهن کي سهائي ڪرڻ، نه آپدا ۾، هٿ کي ڪو سهائي ڪري. اکيون ۽ آشانتي پئي گڏ گهمندا آهن. هٿ جو آواز، هميشه ڪوڙو ۽ ڪڙو، مذاقي ۽ ملامتي، رنجائيندڙ ۽ رسائيندڙ، ڏکوئيندڙ ۽ ڏمرائيندڙ هوندو آهي. جتي پٿر، اُتي گهاءُ ڪندو. زبان جو ڪيل گهاءُ، تلوار جي گهاءُ کان وڌيڪ گهرو ٿيندو آهي. چٿر ۽ چٽڀ يا خدڪي ۽ خندا، خونخرابي بلڪ خونريزي به ڪرائي ڇڏيندا آهن. تنهن ڪري چوندا آهن ته گهٽ نه ڳالهاءِ ۽ جي ڳالهائڻ بلڪل ضروري هجي، ته چٻي چٽي ڳالهاءِ، جيئن اڳلي جي دل کي ضرب نه اچي. جڀ جي ترڪڻ کان، پير جو ترڪڻ بهتر آهي، جو ٿوري ۾ نه جان ڇڏيندي. جڀ جي ترڪٻازي، انتقام جي آگ دکائيندي. اها دکيل آگ، ڪڏهين نه ڪڏهين ڀڙڪو کائيندي ۽ آس پاس جا، سڀ گڏ آلا ٻوٽا به جلائي ڀسم ڪندي. هٿ هميشه هرڪنهن کي هلان ڪندو آهي پر هٿ کي به ڪٿان نه هڪ ڪڻ هاڪار ٿيندي. انهيءَ ناسازي ۽ ناشادي نازل ٿئي ٿي ۽ ساز سلوڪ فرار ٿئي ٿي. هٿ هروقت هاڃي رسائي ٿو ۽ حليمائي هميشه حب وڌائي ٿي. نڊو گهڙو پاڻهي ٻاڻ کي چانو ۾ وهاري.

هٿ ٿئي ڇا ٿي ٿو؟ حسن ۽ جوانيءَ تي؟ پر آهي نه بيبقا ۽ بيوفا بلبليون آهن، جي جهاڳ، وقت جي واءُ ۾ گرڪائجي ويندا آهن. پيري آئي، قوُڪيل به قوُسڙي ٿي پوندي ۽ پراڻن نڪتي، حسين به هيبتناڪ لڳندي. ته ڇا ڪٽنب قبيلي تي؟ ڪٽنب قبيلي يا وانس ۽ وارثن جي ورسڻ تي، ڪهڙو ڀروسو آهي؟ ڪئين وسيل ويڙهاءُ، وقت

ويران ڪري ڇڏيا. ته ڇا علم ۽ عقل ئي؟ عمل بنا ته علم ۽ عقل عياري آهي، مڪاري آهي. قناعت بنا، سڀ وديا ڦقاحت آهي، واهيات وادوواد آهي. وديا ته اها جو بر آهي سو ڪير ٻڌي سگهندو؟ تنهن ڪري عاقل ۽ عالم اهو، جنهن کي اهڙي احساس ٿئي، ته هو ڪجهه ڄاڻيءَ ڪونه، ڇو ته اجا ڪيس گهڻو پرائڻو پيو آهي. ته ڇا ڪل ۽ ذات ئي؟ ڪل ۽ ذات کي ته ڪا ذاتي زيب آهي ئي ڪونه. ڪڙم جا ڪلپنا ۽ ڪڪرم، ذات لاءِ ذلت آهن ۽ سلڇڻا ۽ سڪرم ئي ذات لاءِ زندگاني آهن. هٺ ذات ڪي نيڪ نه ڇڏيو نوائيندو. ته ڇا پئسي ۽ پدارٿن ئي؟ اهي ته اسان جا آهن ئي ڪونه، ۽ نه وري اسان جا هميشه لاءِ ٿي رهندا. جيڪي ڏنا آهن، سو واپس به وٺي سگهي ٿو ۽ پوءِ اُتي اسانجو وس به هلي ڪونه سگهندو. اسين پاڻ ته ڪا نڪمي ۽ تچ وت آهيون، هردم واحد وهيٺا آهيون. جي هو اسان ۾، نزاڪت پريا نقطا ڳڏي پا ٿيڪا ٿمبي، ته ڪين مان ڪجهه ٿي پئون، پر جي ڪيڏي وٺي، ته ڪجهه مان به ڪين ٿي پئون. تنهن ڪري، اهو "مان مان" جو مرض، ڇاهي سڌ نهن، سياڻپ، شڪتيءَ، سنتان، سمپتيءَ يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري هجي، ته به انسان کي ضرور ذلالت ۾ آڻيندو. هوڏ ڌارائيندي ۽ ڪميا ڪنندي. جيڏو مٿي ٿيپ وڌو، ليڏو هيٺ ڌڪ وڌو. اڙ ڇو پاٽ اوس گراوٽ کائيندو. پوءِ هٺ وڏائيءَ لاءِ ڪهڙو واجب وجه چئبو؟ بلڪ هر ڪو جوڳو سبب، حليمائيءَ جي حق ۾ آهي. منهن مچي ته هوريان هلي، پر جي رڍ مٿي ته اجايا ٿپ ڇڏي، وڃي اگهڙ جي وات ۾ پئي. ليڪن ئي هنيلو انسان، جيڪڙي ته سينيو گهمي، ته مرڻ بعد به سيٽيل رهي. پر سيٽي وڃائيندڙ ته وبو هليوا هٺ هستي مٽائي ڇڏي ٿو، ٿان جو اُسرڻ ئي ڏکيو ٿي پوي.

صاحب سمجهائيو آهي ته اي ٻندا، اهنڪار آهي اڳيان ۽ اُوديا جي نشاني ۽ حليمائي آهي گيان ۽ وديا جي ڪسوٽي. جو هٺ جو مريض انهيءَ ڪسوٽيءَ مان پار پوندو، سوئي شفا پائي نئوبو ٿيندو. ڏس ته پاڻي، جنهن ۾ اَننت شڪتي سمايل آهي، سو به هيٺائين وڃي ٿو، ساهميءَ جو گورو پڙ هيٺ جهڪي ٿو، قل واري ٿاري هيٺ نئڙي ٿي ۽ صراحي نمي جام ڀياري ٿي. ليڪن نئي ڏيٺيءَ جي دربار ۾، نمڻ قبول پئي ٿو. عاشق به سر جهڪائين ٿا، سجدو ڪري سر جو پليدان ڏين ٿا. پوءِ ئي انهيءَ پل چڙهيل سر جي مٿان، شهيديءَ جي سرتاجي ٿئي ٿي، ٿوازيخ اندر سونهري ورق ۾ واڪاڻ ٿئي ٿي، ۽ جڳان جڳ شردانجليءَ جي ڦول مالها چڙهي ٿي. نمڻ بنا نوازش ٿئي ڪانه. جتي "مان مان" آهي، اُتي "تون هين تون" جو تصور ڪونه آهي. جڏهين "ميري ميري" مٽجي ٿي، تڏهين ٿي سڀ ۾، جتي ڪٿي، هروقت "تون هين تون" ڏسجي ٿو. ٽيج روپ ۾، انسان به ايشور آهي پر اڳيان ڪان، پنهنجو سچو سروپ پرکي وٺو آهي. آهنتا جو اڳيان مٽجي، ته سچي سروپ جو پرڪاش ٿئي. اهو آهي برهم گيان، سهج ڌيان.

ڪبير تُون تُون ڪرتا تُون هُوا - مجهه مهه رها نه هُون
جب آپا پر ڪا مِٽ گيا - جِت ديکهُون تت تُون. (٢٠٤)

سلوڪ ڪبير صاحب

سچي شيوڪ ۾ نمائائي ۽ نهٺائي، نمرتا ۽ نيازمندي، غريبي ۽ غربت، سادگي ۽ سخاوت، بردباري ۽ بجاآوري، پاڪيزگي ۽ پرهيزگاري، تحمل ۽ تابعداري، عاجزي ۽ عبادت، پريت ۽ پيار جا پد پاتا آهن. هُو داسن جو داس، گولن جو گولو، سڀني جي پيرن جي خاڪ ٿيل آهي. سڀني کي پاڻ کان اُتم ٿو سمجهي، ۽ ڪنهن کي به نيچ نه ٿو ڪوٺي. نه ڪنهن کي رنجائي ٿو، نه رنجاري ٿو. نيچر نوائي، پرم پد پاتو اٿائين. آپو ڇڏي گجهارت جو گجهه جاتو اٿائين. جيئري مري، اَمر ٿيو آهي. پاڻ وڃائي، پاڻ لڌو اٿائين. خُودي مِٽائي، خدائي خمار آندو اٿائين. سچ جي ڪار ڪمائي، سچ ٿيو آهي. اهڙو شيوڪ آهي، درويش، سچو سنياسي، صُوفي صاف، عشقئون عشق، مستئون مست. سڀ سڌيون ۽ رڌيون، شڪتيون ۽ سمپتيون پراپت ڪري به، توڙي جي نگر ۾، نرڀل ۽ نرڌن جي جيون گهاري ٿو. ڪيچ پنهنجو سمجهي ته ڦڙ پاڻئون هٽي. پاڻ کي پرماتما جو نمت سمجهي، جڳ سان وهنوار ڪري ٿو. جيءَ ڪٿي يا ڪنهن ۾ به اٽڪيل ڪونه اٿس.

نانڪ خصمي ڦليا - مانڪ سڀڪا رليئاهِ
هودي تاڻ نتاڻيا - رهي نماڻياهہ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

**وڪار ڏور:** وڪار ڪئين آهن جن جو ڳاڻاٽو ئي ڪونهي. پر مکيه وڪار پنج ليکيا ويا آهن، يعني ڪام، ڪروڌ، موهه، لوڀ ۽ اهنڪار. من جي نگري هڪڙي، جنهن ۾ انهن پنجن مکيه وڪارن ۽ ٻين انيڪ وڪارن جو واسو آهي، جن کي صاحب دوست، چور، لٽيرا، دشمن ۽ ٻين ڪيترن نالن سان سڏيو آهي. هڪڙي ويچاري من ڪيئي، انهن سڀني سان جنگ جوٽي ويٺو آهي. هر مندر ۾، ورڻي وڪارن اچي واسو ڪيو آهي. جڏهين اهي لوڌي ڪڍيا، تڏهين مندر ۾ هريءَ جو نواس ٿيندو. اها آهي ڪرڪشيترا جي رڻ ڀوميءَ ۾، مهاڀارت واري لڙائي، جو سچو شيوڪ، گيان جي تلوار سان لڙي ٿو، وڪارن کي مار ماٽ ڪري ٿو، من مندر ۾ آتما جو پرڪاش آڻي ٿو ۽ پرماتما کي پنهنجي تخت تي براجمان ڪرائي ٿو. وڪارن کان پاڻ آزاد ڪرائي ٿو ۽ وڪار مڇاس آزاد ٿين ٿا. غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي، پنهنجي گهر جي پوريءَ طرح پهريداري ڪري ٿو.

حقيقت ۾ ته ڪامنا يا ترشنا ئي سڀني وڪارن جي جڙ آهي. ترشنا مان موهه جو لڳاءُ ٿئي ٿو. موهه مان لوڀ ۽ لالچ، نه لالچ مان ڪروڌ، ويرُ ۽ ورود پيدا ٿئي ٿو. پر ترشنا جو ڪارڻ به "مان مان" يا اَپڻائپ آهي. جيستائين "مان مان" پاڻ کي سڙيو يا ڏاهي ٿي

سمجهي، ليستاءِ ترشنا زائده رهندي ۽ بيشمار ٻڌن، هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار اٿينديون. سو جي اُهنتا يا اُهنڪار نڪتو، ته اُگيانتا گم ٿي ويندي ۽ اُگيانتا دوُر ٿي، ته گيان جو پرڪاش ٿيندو، جنهن ۾ سڀ وڪار اَزخود غائب ٿي ويندا ۽ پوءِ سچي سروُپ جي معلوُميت ملندي. اِنهيءَ من جي موت ۽ وڪارن جي مارا ماريءَ بابت، گوروُ نانڪ ديوجن فرمائين ٿا:

(١) ڪام ڪروڌ اُهنڪار نِواري - تسڪر پنچ شبد سنگهاري
گيان کڙگ لي مـن سنگ لوجهي - منسا منهِ سمائي هي.
راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٣):

(٢) مـن داتا من منگتا - من سِر گور ڪرتار
پنچ مـاڙ سکه پايا - اَئسا برهـم ويچار.
راڳ پـرڀاتي، محلا پهلا، شبد (١٠)

جڏهين شيوڪ نرموهي ۽ نهنو ٿئي ٿو، ۽ سڌس وڪار ۽ اَوگڻ ناس ٿي وڃن ٿا، تڏهين هوُ ڳڻي گڻوان ٻڻجي ٿو. هُنجي ويچارن ۾، وڏو ڦيرڪ پيدا ٿئي ٿو. هُنجي جيون ۾ عجيب تبديلي اچي وڃي ٿي. هـوُ ٻنهي سرير ۽ من جي صحت، سالم رکڻ چاهي ٿو. زوز مـرهه، هوُ اُصوُلن ۽ اخلاقن جي آکاڙي ۾ اچي، ورزش وٺي ٿو ۽ هر ڪرم دنارن، ورزش جي وزنائت کي آزمائي ٿو. هوُ دماغ کي داد جي ورزش ڪرائي ٿو، ڪنن کي ڪارگذاريءَ جي، اکين کي اشرافت جي، نڪ کي نفاست جي، زبان کي زڪاوت جي، هٿن کي همراهيءَ جي، چپلهه کي چستيءَ جي، پيرن کي پاسبانيءَ جي، من کي مات جي، چمڙي کي چڱائيءَ جي، دل کي دياتداريءَ جي، قلب کي قناعت جي، هردي کي همدرديءَ جي، ۽ ٻُڌيءَ کي ٻلوانيءَ جي. اِنهيءَ لڳاتار ورزش ۽ آزمائش ذريعي، هُنجي جيون کي جادوُ لڳي ٿو. هوُ لاثوُن لال، صافثوُن صاف ٻڻجي ٿو. هوُ کجوُر جي وڻ وانگر سڌو سنوانو آهي، پر ڪنهن ڏنگي ور وڪڙ جي. هوُ ٻڙ جي وڻ وانگر، ٻر ڦيڪڙي، ٻين کي پناهه ڏئي ٿو. هوُ نيڪ سيرت ۾ نهال آهي، صدق جو سپاهي آهي، سنتوش جو ساجد آهي، سڪ جو سوداگر آهي ۽ سچ جو سائل آهي. هوُ شرم جو شراڪتي آهي، شڪر جو شاگرد آهي، پريم جو پوُڄاري آهي. هوُ ديا جو ديوانو آهي، ڪميا جو ڪيڏاري آهي، حياءَ جو حامي آهي، حليمائيءَ جو حبيب آهي. هنجي وصڻ جي واکاڻ، ڪهڙي ڪري ڪجي؟ هاڻي هـوُ، ٻـاهر جـي بيحد ۽ بي پايان خورديبيءَ سان پنهنجو اندر نه ٿـو ڏسي، پر اندر جـي بيحد ۽ اپـايـان دوُربينيءَ سان، ٻاهر ڏسي ٿو. جنهن ڪـري، هوُ سڄو سنسار هڪ نئينءَ ۽ علحدي صوُرت ۾ ڏسـي ٿو. هاڻي هوُ، ٻاهرينءَ ٻـر جـي بدبوُءِ سان، اَندر کي گندو ڪـونه ٿو ڪري، پر اَندرينءَ گل جي خوشبوءِ سان، ٻاهر جو ماحول معطّر ٿو ڪري. دل جي دريءَ تي جڏهن ته بدلجي وئي، جنهن ۾ روُپ ۽ نالو، ڪال ۽ ديس سڀ گم ٿي ويا آهن. هاڻي سڀ نوُراني نظارا، سڀ نوُر مان نڪرندا ۽ ساڳئي نوُر ۾ گهڙندا،

ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هاڻي تماشبين وارو تجربو ڪونه آهي، پر تحقيق جو تصور آهي. هاڻي دنيا ٻاهر ۾ ڏسڻ نه ٿي اچي، پر ٻاهر، دلبر جي دنيا ۾ ديدار ڪري رهيو آهي. ٻاهر ٻاهر ۾ پيچي ويو آهي ۽ ڪڏهن ڇڙي پئي، پيڙا لٿي پيا. اهين تجربن جي تمنا مان، اُنوڪا آرزوئدا مليا ۽ اُنوڪن آرزوئن مان، اُرغيبي آيتن جو اظهار ٿيو، ۽ اُرغيبي آيتن مان اُڪند الله ملهو. اهين تمنا تحقيقات سان ڪو ٿي ۽ ٻاهر تحقيقات ۾ ڪو ٿي ويو آهي. ڪو جي ڪريٽي ٿي آهي.

سمر درشٽي: جڏهن من ۾ "راڳ ۽ دويش" يا پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ جو اُنگ پورل آهي، اهو من، هر مسئلي جي دريافت، ڏکيءَ، دطرفيءَ يا پياليءَ جي نقط نگاهه سان ڪندو. اها دريافت سمردرشٽيءَ، سمر ڀاونا يا سچائيءَ کان صفا خالي هوندي. جتي سچائيءَ جو وهنوار نه هوندو، اُتي شانتي مور نه هوندي، ڇو ته "راڳ دويش" مان ڪئين پيا وڪار اُٿن ٿا، جن جي ناش، ان ۽ من کي، بسوڙرو وقت لڳائي رهي آهي. تنهن ڪري، جيڪو جيئڻ چاهي ٿو، ته مهجي جيون شانتيءَ ۾ گذري، ۽ چوطرف شانتي ڦهلائي، تنهن کي "راڳ ۽ دويش" کان، پنهنجي جند آزاد ڪرائڻي پوندي، ۽ سمر ڀاونا جي پد تي پهچڻو پوندو. اهو نسخو، ڏسڻ ته ڏاڍو سولو آهي، پر اُنهيءَ پتاندڙ عمل ڪرڻ، بلڪل ڪٺن آهي، ڇو ته "راڳ ۽ دويش"، جيڪو سان جيئي ٿو، ساري عمر ساٿ ڏئي ٿو، ۽ سندس موت بعد به، هنجي وصيت نامي معرفت قائم رهي ٿو. مثلاً ڪا ڄاول پار ڪي، ماڪيءَ جو واسو ۾ وجهي، ته پوءِ چپ چيندو، پر جيئين اُن ڪڏو چکائجس، ته منهن ڪوڙو ڪري، ٿڪ ۾ اُوڪاري ڇڏيندو. اها پسنديءَ جي خوشي ۽ ناپسنديءَ جو رنج، جو ڄائي ڄم کان ظاهر ٿئي ٿو، سو "ليريءَ ميريءَ" جو روپ وٺي وڏپڻ ۾ اهڙو ته گهرو ٿو ڪسي وڃي، جو جيئري ته جند نه ٿو ڇڏي، پر ڪال جي سامهون اچڻ ڪاڻوهه به، جيئن پنهنجي پوين کي اهو پيو چوندو آهي، ته فلاڻي جي پارت اٿو پر فلاڻي کان دور رهجو، يا فلاڻي لاءِ هيءَ ڇڏيان ٿو، پر فلاڻي کي دست بردار ڪجو، يا ملڪيت جي وراهڪي ۾ هيءَ پاڳي پانيوار ٿيندا پر هو محروم رهندا. اهين "راڳ دويش" به، ڪتب جي سمجهي ٿي، موروثي مصلحتن ۾ محفوظ رهي ٿو، پيڙهيءَ پيڙهيءَ ۾ ورسندو رهي ٿو، ۽ ملڪان ملڪ پکڙبو وڃي ٿو. دطرفيءَ هوندي ته دک ڪيئن دور ٿيندو؟

هاڻي ڏسڻو آهي، ته هيءَ جنم جنم جي سردردي، ڪئي ڇو ٿي ۽ ڇٽندي ڪيئن؟ جيستائين من، ٻاهريئن روپن ۽ نالن واري دنيا يا ڪال ۽ ديس جي مايا منڊل ڏانهن پيو ڪشجي، تيستائين "راڳ ۽ دويش" جو چڪر چالو رهندو. جيئن ئي من، اندر ڪشجي واپس وريندو، تيئن ئي من شانت ميڻ ٿي ويندو. پوءِ اُلفت ۽ نفرت جون ڀاونائون ٻسم ٿي وينديون، ويچارنا جا وکهن بند رهندا ۽ سچو سياڻ پرگهٽ ٿيندو، جنهنجي پرڪاش سان، خودمطلبي ۽ تنگدلي ناٺمرادو غائب ٿي وينديون. اهو ذاتي سياڻ، من لاءِ اُهين

ضروري آهي، جيئن ٻيڙيءَ لاءِ تيل جي مڪُ. دنيا ۽ دک ۽ سک سان اِئين ڀرپور آهي، جيئن سمنڊ ۾ ڪارڻ. سو جي من روُپي ٻيڙيءَ ۾، ذاتي سياءَ جي مڪُ نه ماڻ ڪري، سوراخ ٿي پوندا، ته سک دک جي ساگر جو پاڻي اندر گهڙي ايندو ۽ "راڳ ۽ دئيش" جي جل ميں آڻيندو، جنهن ۾ من جي شانتي غرق ٿي ويندي. تنهن ڪري، من جي ڪئمچ، اندر ورائڻ لاءِ، ويچار ڌارا جي خيالات بدلائڻي آهي ۽ سمت ۽ سچ جو سهارو وٺڻو آهي.

من گويا خيالن جو خلشيل آهي. اڄ من اهو آهي، جهڙا ڪالهه خيال پيدا ڪيائين ۽ سياڻي وري اهو هوندو، جهڙا اڄ خيال پيدا ڪيائيندو. سو جي خيالات چڱي آهي، ته من چڱو آهي ۽ جيون به چڱي آهي. جي خيالات ٻري آهي، ته من ٻرو آهي ۽ جيون به ٻري آهي. خيالات کي ٻري مان چڱي ۾ بدلائڻ، "راڳ دئيش" ۾ قاسطو نه آهي پر اُن مان ڇوٽڪارو پائڻو آهي. جي خيالات ۾، من ۾ ۽ جيون ۾ چڱائي آهي، ته نه ڏئي ۽ ڏيند رهندا ۽ نه تنهي ڪٽن جي اُڻ مِڻ رهندي. صاحب سمجهائين ٿا ته اي ٻندا، هن گيان روُپي اُپديش سان من جي مهار، ٻاهر نه پر اندر ورا، ته اندريون واسنائن کي وساري، من اندر جي سوادن کي وساري، خيالات سڌرجي ۽ جيون سنوارجي. ٻاهرئين آڪاس اندر پرڪماڻون ڏيڻ، برابر وگيان جي ڪماليت آهي، پر سوير جي آڪاس اندر پرڪرما ڏيڻي، من کي قابوءَ ۾ آڻڻ، روحانيت جي انتدي آهي. روحاني رسيدگيءَ سان، ويچارتا جو وڪاس ٿئي ٿو. سو جنهن من قابو ڪيو آهي، سوئي مها ٻلوان آهي. نه ته من جي ڀٽڪ، آتما کي به جنم جنم ۾ ڀٽڪائي ٿي. دنيا هڪ مها مڪتب آهي، جتي شخصي آزموُدن يا ٻين جي تجربن مان، سوين سبق سکي سگهجن ٿا، بشرطيڪ پراڻڻ جي پروڙ پئي. سو اي ٻندا، اوگڻن کان ڪنارو ڪر ۽ رام نام جو ابياس ڪر، ته اُڌ پاتمڪ چيتنا کُلي. جو تو ۾ آهي سو ٻين ۾ به آهي. اهوئي ساريءَ سرشٽيءَ ۾ آهي. ڪوئي ٻرو بدڪار ڪونهي ۽ جي آهي، ته تُنهنجي ٻريءَ ۽ بدڪار خيالات جو خشخان آهي. اهي خشخان مٽاءِ، ته سرشٽيءَ جو پد، اُفق اندر اوري اچي. حالتون هميشه بدلبيون ٿيون پر من بدل سدل هوندي به اڪاگر رهڻ گهرجي.

ٻرا پلا تجر آکدا - جي هيچ ڏهي ماهِ — راڳ سوُهي، محلا
گورمک اڪو ٻجهيا - ايڪس ماهِ سماهِ. — تيجا، اشٽپدي (٧)٤

سچو شيوڪ، جو نرموهي ۽ نهنو ٿيو، ۽ وڪارن جي قيدن مان آزاد ٿيو، سوئي "تيريءَ ميريءَ" جا پيد مٽائي، هر طرف، هر هنڌ ۽ هر وقت هوت ڏسي ٿو. هوُئي سرشٽيءَ جي پد ٿي، اڌول ۽ اُتُل وهي ٿو. هن سچائي آهي ته سارو سنسار برهم پسارو آهي. ايڪ مان انيڪ پيدا ٿيا آهن، انيڪ ايڪ ۾ سمايل آهن. جڏهن سڀ برهم آهي يا برهم جي مايا آهي، ته پوءِ ڇو هڪ سان من لڳائجي ۽ ٻئي سان غير رکجي؟ تنهن ڪري، سچي شيوڪ لاءِ، سڀ ڪجهه اِڪ سمان آهي، ڇاهي جم ۽ مرت، نرڳ ۽ سرڳ،

پاپ ۽ پُڻ، دشمن ۽ سڄڻ، نيچ ۽ اُتم، سون ۽ مٽي يا وِش ۽ اَمرت. هُو اِنهن ٻنهين جو ڀيد سمجهي ٿو، پر ڀيد ساڻ، من جي پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ جو وهنوار نه ٿو رکي. تنهن ڪري، چاهي دک ۾ چاهي سک ۾، خوشيءَ يا رنج ۾، ڪاميابيءَ يا ناڪاميابيءَ ۾، مان يا اَپمان ۾، ناموس يا گلا ۾، بُرائيءَ يا ڀلائيءَ ۾، هنجو من، ٻنهي يا هڪ طرف، نه ٽڙڪي ٿو ۽ نه لُڏي ٿو. هو هميشه شڪر، سنتوش ۽ شانت ۾ گذاري ٿو. هُن جا سڀ ڪم ڪار ٻُون، چٽڪ پرماتما جي پوڄا آهن. تنهن ڪري، جيون ۾، نه هو ڪجهه چاهي ٿو، نه گهري ٿو ۽ نه وري ڪو ڪنهن تي حق ڄمائي ٿو. جو مليس ٿو سو مڃي ٿو، ۽ جو نه ٿو مليس پيا ملي ڪجهيس ٿو، سو وساري ڇڏي ٿو. اهڙي سوجهيءَ واري ۽ وڏڀاڳي شيوڪ کي، صاحب ڪوٺين ٿا: سچو گياني ڏياني، جتي جوڳي، ڏنونت پنتونت، اَمر اجوني، نرڀئه نروير. اهي ئي ته وصفون پرماتما جون آهن. سو سچو شيوڪ، اهي سڀ گڻ گرهڻ ڪري، پرماتما جو روپ ٿي پيو آهي. هو ستگر جو سڪيلڌو آهي، ساڌ ڪن جو سرڪردو آهي ۽ سرشٽيءَ جو بيتاج بادشاه آهي. ايڏي مرتبي مليي به، هو پاڻ کي داسن جو داس ٿو سمجهي، ڇو ته دنيا جو ڏک يا مان شان، هنجي من کي ڏتاري نه ٿو سگهي. جو اُنين ڏتاريو، سو وري ڏٽيءَ ۽ ڏڻ ٻڌي ڪان ڏکيل رهندو، ڏورهن تي ڏار ٿي ويندو.

نا ڪو ميرا دشمن رهيا - نا هم ڪسڪي بيگاني
ڀرهم پسار پسارِيو ڀيتر - ستگور تي سوجهي پائي.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣)

**اِندرين تي قبضو:** صاحبن سمجهايو آهي، ته هيءَ سنسار آهي "پرپنچ". پرپنچ معنيٰ پنجن واسن جو تجلو. اهي واس آهن: ڌرتي، پاڻي، ڇهڻ، سنگهڻ ۽ چکڻ. اهي پنجئي واس جڙ آهن ۽ پرڪرتيءَ اندر، سوکيم پرم آتما به انهن جڙ وستن سان اچي ملي آهي. سرشٽي به انهيءَ ميلاپ جي پيداش آهي ۽ پيو ڪوبه ڪيس الڳ وجود ڪونه آهي. جي اهي عناصر وري جدا ٿي وڃن، ته هونئد پرليءِ اچي وڃي ۽ سرشٽي ختم ٿي وڃي. ساڳيءَ طرح، اسان جي پنجن گيان اندرين جون خاصيتون به، پرڪرتيءَ جي پنجن واسن مثل آهن. ديهه ڌاري آتما به، پنجن گيان اندرين ۽ من، جي سڀ جڙ وستون آهن، تن جي ميلاپ ۾ آيل آهي. انهيءَ ميلاپ تي اساڄي اندر ۾ به، پرڪرتيءَ وارو پرپنچ کڙو ڪيو آهي. مطلب ته پرڪرتيءَ جو نقش، وري هوبهو اندر ۾ به سمايل آهي. اهي مالڪ جون ليلائون آهن ۽ جيئن جون ڳجهارتون آهن. جڏهين جيو کي، انهيءَ ميلاپ جي پوري پڇاڻ نٿي ٿئي، ۽ جڙ ۽ سوکيم جي سچي روپ ۾ سڃاڻپ نٿي ٿئي، تڏهن هن کي گيان جي پوڄه اچي ٿي. پوءِ هن لاءِ سڀ ۾ سچو آهي ته سنسار به سچو آهي. جو پرلڪش آهي سو اپرلڪش ٿي وڃي ٿو. گيان بنا، اها پروڙ پوڻ ڪٺن آهي، ڇو ته من ٿي جڙ ۽ سوکيم جي وچ ۾ درمياني اَڌ آهي. من موت ڪانئي ته اها اَڌ اَڌامي وڃي. پر من سولو اوت مان،

موت ڪاٽي چو ڙي؟ جاڳي جڏهن، اهو سنسڪار رهي ٿو، ته سنسار سچ آهي، اندريون به
سچ آهن، ۽ اندرين معرفت ئي، سنسار ۾ سک ۽ سرٻڪ سواد وٺي سگهجن ٿا. تنهنڪري،
ٻئي الٽي يا علحدي ويچار اڳيان، من لاءِ هٽي ٿي هي ٿو، ته جو اکين اڳيان تراڪ ۽ پرتڪش
آهي، سو سچو يا نظر فريبي ڪيئن هوندي؟ ستگور جي گيان گرهڻ ڪرڻ ڪان پوءِ، جڙ ۽
سڙڪيم جو ميلاپ، الڳ الڳ، صورت ۾ ڏسجي ٿو. انهن ڳجهارت ساڳي ئي، ته دنيا آهي
دوستي، جنهن ۾ دلبر خود پنهنجو ئي درسن ڪري رهيو آهي. انهن سنسار پوءِ پائمراد ۽
غائب ٿي وڃي ٿو. گيان جو تت آهي، من ۽ اندرين تي قبضو آڻڻ، جنهن ڪان پوءِ من
موت ڪاٽي ٿو. انهيءَ موت معرفت ئي، مڪتيءَ جي منزل تي پهچجي ٿو. سو من جي اوت
آڏ آهي ۽ موت مڪتي آهي. سڙڪيم، جڙ مان جند ڇڏائي، سڙڪيم ۾ سمائجي وڃي ٿو،
جيئن چڪڻ ميعال ۾ موتي ويندي آهي. انهن رازدائي ڪُلي پائي ٿي ۽ سُت سمجهائجي ٿو.

جنهنجو من قابوءَ ۾ ڪونهي، تنهنجي ويچارنا هر وقت وڪاري وهنوارن ۾ وڌل
رهي ٿي، ۽ هن جون اندريون مَک جيان، وکو گند ۽ غليظائيءَ جو واس وٺن ٿيون. اهڙو
جيو، راڪشي روپ آهي، جنهنجو من، ڪاما، ويچار ۽ اندريون، هڪ ٻئي جا پانهن ٻيلي
ٿي پيا آهن ۽ جيون برباد ڪري رهيا آهن. هو ڪرمن جو ڪاريگر آهي، وڪارن
جو واپاري آهي، دک ۽ سک جو سيلاني آهي، جم ۽ موت جو مسافر آهي. اندرين جو
سواد، ستيا ناس ڪري ٿو ڇڏي، عشرت خيزي، نفس پرستي ۽ شهوت انگيزي، درحقيقت
دلڪش لڳندي آهي. ڪيئن انهيءَ دل فريبيءَ جي رغبت ۾ ليائجي ويندا آهن، پر
آخر ۾ پڇتائيندا آهن، ڇو ته عيش عشرت جي جيون، صحت بگاڙي ٿي، ٻُڌي پرشٽ
ڪري ٿي، ۽ آتمڪ بل چوسي ٿي. انهن دک، سک جو جڙاءُ لباس پائي، ليائي ٿو.

ٻئي طرف، جنهنجو من تي قبضو ٿي ڇڪو، تنهنجي ويچارنا ۾ بدلجي وڃي. هن
جون اندريون پوءِ پائمراد ۽ قبضي هيٺ رهنديون، ڇو ته هو ويچاريون، واسنائون فقط
آهي وٺنديون آهن، جي من جي مرضيءَ مطابق هجن. جي من شڌ آهي، ته رهڻي ڪهڻي
آڙس شڌ ٿيندي. اهڙيءَ طرح، ته جيون ۾ پاڪيزه هوندو ۽ نه ديکاديکيءَ جو پورنگ. جنهن
هڪ واريءَ، هر رس جي امرت جو سواد چکي ڏٺو آهي، تنهن کي ٻيا سڀ سواد ڦڪا
۽ بيسوادي لڳندا، ڇو ته اندرين جي سواد جي پيٽ ۾، هر رس جو امرت ۽ آنند روپي
سواد، بيشمار دفعا وڌيڪ وڻندڙ ۽ ترسائيندڙ آهي. انهيءَ ذريعي ئي، اندرين جي
ترشنا، بک ۽ اُڃ، سڀ مٽجي وڃن ٿيون. جا واسنا، من هاڻي قبول نه ٿو ڪري ۽
ويچارنا منظور نه ٿي ڪري، سي اندريون آڻي نه پهچائين ڪٿان ڪي؟ جڏهين من ۽
ويچارنا، واپار جو وکر ئي بدلائي ڇڏيو، ته اندرين کي به ازخود، انهيءَ مطابق ساڳيو ئي
سودو ڪرڻو پوندو، نه ته سندن وکر واپرائبو ئي ڪونه. سو اندريون به هاڻي انهي نڪي،
ماکيءَ جون مکيون ٿي پيون آهن. گند ڦٽ جي بدبوءِ کي ڇڏي، گلن جي خوشبوءِ وٺن

ٿيون، ۽ ماکي ٿا ھڻي، اندر ڀڄائين ٿيون. سوداگري ڪوڙي ڪڇي، يا ڪوڙي ڪوڙي ڇڏي، ڪوڙي ڪٽجي، اھو فيصلو من جي وس ۾ آھي ۽ نه اندرين جي. اندريون نه من جي مڃڻيءَ ۾، ڪاٺ جون نچندڙ پتليون آھن. جيئن ڊوڙائين، ائين ڊوڙنديون وينديون.

سچي شيوڪ جي نيت صاف، ھردو نرمل، ويچار ڌارا شڌ ۽ جيون پوتر رھي ٿي. رھڻي ڪهڻي سادي اٿس، پر آدرش، اخلاق ۽ اصول اعليٰ اٿس. واسنا ۽ رغبت کان دور رھي ٿو. رفاقت ۽ رياضت ۾ جيون گذاري ٿو. پير ڌرتيءَ تي آھي، پر اکيون آسمان طرف اٿس. ھٿن جون اندريون، شڀ واسنائون اندر آڻين ٿيون ۽ شڀ ڪرمن ۾ ٻاھر مشغول رھن ٿيون. ھٿن جو سر، ذھن ۽ رھائش، وديا ۽ گيان ۾ پڪو ھوندي به، ھميشه نميل رھي ٿو. ھو سنتن ۽ سڀ پرشن اڳيان، جھڪي نمسڪار ڪري ٿو. ھُنجي نيڻن ۾، ھردم نيھن جو نشو لڳو پيو آھي ۽ آتمڪ چيتنا جو چمتڪار اچي رھيو آھي. اھي آنشي اکڙيون، قادر جي قدرت ڏسي ٺرن ٿيون، مرشد ۽ مھاتمائن جو درسن ڪري ٺرن ٿيون، ۽ آنند جون اُلھه آنسون ڳلن مٿان ڳاڙين ٿيون. ھُن جي زبان، ھريءَ جو جس ڳائي ۽ ڳارالي ٿي، ۽ سادو، ساتوڪ، سوڪيم ۽ الپ آھار ورتائي ٿي. ھو ڪنن سان، ڪيرتن ٻڌي ٿو، ۽ پرائي ٻچار ۽ گپ شپ جي گھوڙن کان ڪن لاتار ڪري ٿو. ھٿن سان، مالڪ جي مھما لکي ٿو ۽ پکين ٽلن جي ٽھل ڪري ٿو. ھٿن جا پير ستسنگ طرف ھلن ٿا، جنھن ۾ اندر کي آنند اچي، يا ڪنھن دردوند جو درد مٽجي... دکيا درشٽيءَ جي ٻاجھ سان ۽ ھم سازيءَ جي ھمدرديءَ سان، پيو حال وٺي، آنسون اگھي، پيار ونڊي، ۽ بيقراريءَ جو بار ھلڪو ڪري. دکيا جو ديوتا ٿي، ڏاڍي پيو ڏٺي، ڪنھن کي اجھو ۽ آسرو، ڪنھن کي ھمت ۽ سھارو، نه ڪنھن کي اپديش ۽ آشيرواد. ھُنجي من جون ڪامنائون، ھردي جون ڀاونائون، ۽ اندرين جون ڪريائون، سڀ سائينءَ جي سيوا ۾ سمايل آھن. پوءِ ھو مڪتيءَ جي مانگ ڇو ڪري ۽ وڪنٺ لاءِ وھلو ڇو وڃي؟ ھو آھي نعمتون گھري ٿي ڪونه ٿو، نه ڪا پاٺي پلاند ۾ اچي پوندس ٿيون. جڏھين مانگ ماڻ ٿي وڃي ٿي، تڏھين مالڪ جي مھر جو مينھن، وسڪارا ڪري وھي ٿو. جو ڪجھ ڪندو ڪونھي، سو ٿي کيڪڙو ليندو آھي. ھُنجي سندر دشا بابت، صاحب ھيئن فرمائين ٿا:

(۱) گور ڪا شبد رد انتر ڌاريءِ - پنچ جنان سڱ سنگ نواريءِ
دس اندريءِ ڪر راکيءِ واس - تانڪيءِ آتميءِ ھوءِ پرگاس.
واڳ، گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي(۱)۳

(۲) ڪبير تن نهارڻ تجھ ڪڻ - سروڻ سڻڻ تڻ ناءُ
بڻ اچرڻ تڻ نام جي - چرن ڪمل رد ناءُ.
سلوڪ، ڪبير صاحب (۱۱۶)

**آس ۽ نراسُ:** ”آس ۽ نراس“ جو اِهو مطلب نہ آهي، تہ اِنسان يا تہ آسائن ۾ اٽڪيل رهي يا تہ نراسائيءَ ۾ ٻُڏي وڃي. آسائون نہ ختم ٿينديون ڪونہ، ڇو تہ بيشمار آهن. سو وينديون وڌنديون ۽ ٻيءَ تہ رهجي بہ وينديون. ٻئي طرف نراسائي، اُتساهہ ۽ اُميد اوگهاڙي، نا اُميدي ۽ آلس آڻيندي، ۽ ڪارگر ڏانهن گهليندي ويندي. هر حالت هيٺ، ڏِڪو ”نہ نہ“ جي ورتي، ڪِين جو ڪَنو ڇاڙهيندي. تنهن ڪري، صاحب سمجهائين ٿا، تہ اِي ٻنداڻ پرائي آس ڪنهن جي لاس. سو آس ڪر، هڪ اَڪال پرک جي. ٻيءَ ٻيون سڀ آسائون ۽ منشائون، ڪارج ۽ ڪرپائون، اُنهيءَ کي ٿي اَرپڻ ڪر. اِئين ”آس ۽ نراس“ رهندي، ڇو تہ ٻيءَ آسائن جهڙي وچڙ هوندي بہ، آسائون تو کي آزار ڏينديون ڪونہ. اُنهن جون آسائون ۽ اُميدون بہ، سڀئي ماتا پتا جي حوالي هونديون آهن، تڏهن تہ هُو هميشہ نِرسنسي، بيپرواهہ ۽ اَچنت گذارين ٿا. سو تون بہ ٻنهي جي ڪرت، ايمانداريءَ ۽ اَورچائيءَ سان ڪر. نتيجو ڇڏ نرنڪار تي. موت ۾ ڦل جي اِڇا نہ رک. جيڪي بڻيو سو واهہ واهہ. جيڪي مليو سو ست. نہ هوندي آس ۽ نہ آزار ٿيندو. نہ گهرج ۾ مَن ڏڏي ۽ نہ گهٽائيءَ ۾ مَن ڪُڙهي. اِمدادي ۽ آپدا، ٻئي اِڪ سمان. آس مارڻ سان، مَن بہ مري وڃي ٿو. اِئين اندرين روڳ مٽجي ٿو، دک دُور ٿئي ٿو، آتما جي اَننت ۽ اَپار شڪتي اُڀري ٿئي ٿي، ۽ جيئڻ جو مسئلو سِڌ ٿئي ٿو. آس ۽ نراس ٿي جنم مرڻ جو چڪر چالو رکي ٿي.

اِها آهي، سچي شيوڪ جي نشاني. هُن پاڻ ٻچائي، آسا منشا ماري، ڏُئي ۽ ڏينڊن کان دُور رهي، ٿيئي ڏَرڻ پار ڪري، مَن کي ايڪاگر ۽ استر رکي، ڌيانءَ ۾ ڌيان لڳايو آهي. اِهو ڌيان لڳائڻ آهي، پاڻ وسارڻ، پاڻ جو ٻڙدو ٻري ڪرڻ. اهڙي شيوڪ کي، نہ جيئڻ جي آس آهي ۽ نہ مرڻ جو ڀپ آهي. هن کي نہ سرڳ جي اِڇا آهي ۽ نہ نرڳ جو ڀؤ آهي. هُو دک ۽ سک جي اثر کان آجو آهي. نيٺ تہ هُو نرموهي ۽ نِڀئو آهي. وڪارن ۽ اَوگڻن کان آجو ٿي، اِندرين تي قبضو آندو اٿائين. هاڻي سَم درشٽيءَ جي پد تي پهچي، ”آس ۾ نراس“ بڻيو آهي. سو اهو ٿي ڏسي ٿو، سنت مهاتما ۾، تہ اهو ٿي ڇُرڪارو ڀاٽي. اهڙو شيوڪ ٿي آهي سچو نشڪامي، بيراڳي ۽ سنياسي. هُو جيئري پاڻ ماري، ڀؤ ساگر تري، پار پيو آهي. اهڙي شيوڪ جي اُستتيءَ ۾، گرو نانڪ ديو جن، هيئن فرمائين ٿا:

(١) آس نراسي رهي بيراڳي – نِج گهر تاڙي لائي  
ڀِکيا نام رَجي سنتوکي – اَمرت سهج پيئائي.  
راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي، (٣) ١

(٢) جاڪو آس ناهي نراس ناهي – جت سُرت سمجهائي  
تنت ڪئہ پُرکہ لنت مليا – نانڪ ٻُذ پائي.  
راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (۴)

**”گرهست ۾ اُداسي“:** اِنسان، چاهي ٻوڳ ۾ رهي چاهي جوڳ يا ٻوڳ ۾ رهي، پر

من ۾ پاڻ سان جنگ ڪندي هُوندس. جي مَن اُسترُ آهي ۽ تياڳ روُپي ڀاوناڻن ۾ آهي، ته يوڳ ڪندي به جوڳ ۽ ڀوڳ ۾ آهي. پر جي من انڪيل ۽ اَشانت آهي، ته جوڳ ۽ ڀوڳ ٻئي هڪ جهڙا هڻندي به، يوڳ ڪري رهيو آهي. تنهن ڪري، من جي ايڪاگرتا ۽ تياڳپڻو، وڌيڪ اهميت وارا آهن، بنسبت جوڳ ۽ ڀوڳ جي ٻين جي. ڇا مڪتيءَ جو مارڳ جهنگلن ۾ يا پربتن تي آهي؟ جي ها، ته پوءِ مڙني مخلوقات گهر ٻار ڇڏي، جهنگ منهن ڪري وڃن؟ ته پوءِ، سوجهڻهار کي، سرشٽي سرجڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي؟ ڇا جهنگلن ۽ پربتن ۾، سرڳ جون ضروري گهرجون محسوس ڪونه ٿينديون؟ تفاوت فقط هيءُ آهي، ته گرهستي اڇا ڪپڙا پائي ٿو ۽ سنياسي گيڙوُ ڪپڙا پهري ٿو. گرهستي پنهنجي گهر جي پرورش سان، پنهنجو ۽ پنهنجي پرِوار جو پيٽ پالي ٿو، ۽ سنياسي ٻين جي ٽڪر تي پلجي ٿو. گرهستي پنهنجي اجهي اندر رهي ٿو، ۽ سنياسي غفائن ۾ گذاري ٿو. پر جي سنياسيءَ جو من سنسار مان نڪتل ئي ڪونه آهي، ته سنسار سندس پيڇو غفائن اندر به ڪري ايندو، ۽ سندس من جون بُرايون توڙي اڌوريون ترشنائون، جن ڀُوتن جيان، جت ڪِٿ، هر وقت، کيس ستائينديون رهنديون. ڇا، جيئي لکن جي تعداد ۾ سادُو ۽ فقير، شهرن، ڳوٺن يا جهنگلن ۾ رلندا پيا، تن سڀني پنهنجو ڪلياڻ ڪيو آهي؟ جي نه، ته پوءِ اهي جڳت جو ڪلياڻ ڪيئن ڪري سگهندا؟ ها، ڪو ورلي ويراڳي هوندو، پر لکن پاکنڊين جي وچ ۾، هنجو لڀڻ به مشڪل ٿي پوندو. هرڏانهن جي گرهستيءَ جو لڳاءُ سنسار مان نڪري وڃي، ته ”گرهست ۾ اداس“ ٿي سگهي ٿو ۽ مڪتي به حاصل ڪري سگهي ٿو. جي مڪتي جهنگل ۾ آهي، ته مڙئي مِرون، مڪتيءَ جي مخصوص حق جا هوندا واسطيدار هجن. روُحانيت جو جهرڻو جهنگ ۾ نه پر جان اندر آهي.

تنهن ڪري، صاحب سمجهائين ٿا، ته پرماتما کي پائڻ لاءِ، گهر جي تياڳ ڪرڻ جي ضروُرت نه آهي، پر من جي لڳاو جي تياڳ ڪرڻ جي ضروُرت آهي. جي اهو لڳاءُ ٽٽي، ته گرهست به سنياس ٿي ٿو پوي. پرماتما جي پراپتي آهي، پرماتما کي پرڪرتيءَ جي رنگ ۾ ڏسڻ، خالق جي خلقت جي خدمت ڪرڻ، انهيءَ ڀاو جي. پاڻي ۾ پيهي، اهڙو گرهستي، نه پروار کان ڀڄي پوي ٿو، نه پنهنجو پيشو بدلائي ٿو، پر رڳو من جو رخ، پروار ۽ پيشي بابت بدلائي ٿو. اهڙيءَ نئين رخ پٽاندڙ، هو پاڻ کي ڪرم جو ڪرتا نه ٿو سمجهي. هو ڄاڻي ٿو، ته ڪرم ڪرتار جا آهن، ڪرتا ڪرتار آهي، ته ڪرمن جا ڦل به سندس آهن. جي ڪم ڪرتار جا سمجهجن ۽ پاڻ کي ڪرتار جو درمياني گماشتو سمجهجي، ته پوءِ اهي ڪرم سڀ شُڌيءَ ۽ شرڌا سان ڪيا ويندا، ڇو ته ڄاڻي ٻُجهي ڪير ڪرتار کي ڪُڪرم سڻائيندو؟ سچ پچ ته ڪرمُ خود پاپ يا پُن رهت آهي، پر من جي ڀاونا، اُن کي پاپ يا پُن ۾ بدلائي ٿي. سو پروار ۽ پدارٿ سان وهنوار وڪڻ پُن آهي، پر لڳاوُ رکڻ پاپ آهي. اهو لڳاءُ ٿي ”تيريءَ ميريءَ“ جي ٿو راس رچائي، خود مطلبي ۽ خود غرضي

ڏيکاري، ۽ ٻاڌڪي، پرماتما ۽ پرڪرتيءَ کان الڳ ڪرائي. جي سڀ برهم آهي، ته "آئون
مان" يا "تنهنجو منهنجو" ۽ آهون ۾ برهم آهي. پوءِ فرق جي فڪرات ڇا جي؟ ڪامنيءَ
يا ڪنچن کي نه غلام ٻڌائو آهي ۽ نه انهن جو غلام ٻڌجڻو آهي. جي پنهنجي کي رام جو روپ
ڪري سمجهجي، ته من جي ڏجا ۾ چوطرف چالباز وڃائين ڇڏي. انهن وهنوارن مان
ويراڳ ۽ ويراڳ مان تياڳ اچي ٿو. انهن پرمپرا جو پريورتن ٿئي ٿو.

جو گرهستي، تياڳ جي وات وٺي، من کي ايڪاگر رکي، جيون گهاري ٿو، سو ٿي
"گرهست ۾ اداسي" آهي، سچو تياڳي، ويراڳي ۽ سنياسي آهي. پرالبڌ ۽ ڪرمن مطابق
جن سان مٽي مائٽي، مترتا ۽ سنبنڌ ٻڌيو آهي، ته ان سان پريم ۽ پورتائيءَ سان ناتو نڀاهڻ
۾ اٽل ڌرم آهي، بشرطيڪ من، مطلب ۽ موهه کان بلڪل آجو هجي، جيئن ڪنول پاڻيءَ ۾
پوندي به، پاڻيءَ جي جدائي اثر کان پري هوندو آهي. هو سمجهي ٿو ته مٽ، مائٽ
۽ متر، جڳ سڄوئي سنبنڌ آهن، جن سان فرض ادائي پوري ڪرڻي آهي. باقي
درحقيقت نه ڪو ڪنهنجو ڪرڻ آهي. اهڙي ڀاونا، دين ۽ دنيا سان پورو رکندي.
نه لڳاءُ لڳائيندي ۽ نه اميد آسرو جاڳائيندي. اهڙو گرهستي، سڀ سان سياڻ موجب
وهنوار ڪري ٿو پر وهنوار جي اثر کان نرليپ رهي ٿو. جي ڪو به ڪم غلط آهي ته
ڪهي ڇو؟ يا جي ڪو به ڪم صحيح آهي، ته ڪندي ڏجي ٿو؟ سڀ ڪم ڪرم
ناهن تا. ڪرمن جو ڦل داتا، ڏنيا نه آهي پر اهو ئي ديالات آهي. لوڪ ته آهي پوک، ڄمو
پيڙ ٻوٽن هڻندو ۽ پتليون ٻڙاهيندو. پر پنهنجو پرپوجن ته پرماتما سان آهي. سو هو ڳڻن سان
پراوُر آهي، پر ٻاڌڪي ڳڻن نه ٿو ڪوٺائي. ٽيئي ڳڻ، مذهبي پنهنجي خاصيتن موجب
ڪم ڪري رهيا آهن، پر هو انهن سان سنبنڌي يا ڪنهن ڪونه ٿو ڪري. انهن ڳڻن جو
سٽ ٿئي ٿو ۽ چوٿين پد جي ٻيج اوري اچي ٿي. جيئن جيون جي لهر لهي ۽ چڙهي ٿي،
تنهن کي سٽ ڪري مڃي ٿو. نه سنسار ۾ غوطا کائي ٿو ۽ نه وري آسمان ۾ اڏامي اڏر
ڪري ٿو. گيان ۽ ڀڳتيءَ جي آڌار تي ڪرم ڪري ٿو. پريم ۽ پورتا، سچائي ۽ صدق،
ٻيج ۽ دان، ديا ۽ ڪميا، نرملتا ۽ نماڻائيءَ جي جيون گهاري ٿو. جو شيوڪ نرموهي آهي،
نهتو آهي، وڪارن کان دور آهي، سم ڀاونا جو سالڪ آهي، اندرين تي قابض آهي، "آس
نراسي" آهي، "گرهست ۾ اداسي" آهي، سو "انجن ۾ نرنجن" آهي، گنگا جل جيان
اوجل ۽ نرمل آهي، مهان ڀڳتي ۽ جوڳي، ايسر ۽ مهيسر آهي. هو سنسار جي ٻوڏ مان
تري پار پيو آهي. جيڪري مثل آهي ۽ مري امر ٿيو آهي. اهڙي ستپرش لاءِ صاحب هيئن
فرمائين ٿا:

(۱) جيوت مرئي مري ڦسن جيوئي - انسي سن سمانا
انجن ماهه نرنجن رهيئي - ٻهڙ نه ڀؤ جل پانا.

راڳ گوڙي، ڪبير
صاحب، شبد (۴٦)

(٢) سو گرهي جو نگرهه ڪري - جپ تپ سنجم ڀيکيا ڪري
پُن دان ڪا ڪري سرٻ - سو گرهي گنگا ڪا نيرُ.

واڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهلا.

**پاپ، ٻنڌن ۽ ڀرم دُور:** صاحب سمجهائين ٿا ته جو شيوڪ اهڙيءَ طرح نرموهي ۽ نهلو آهي، "آس ۾ نراس" ۽ "گرهست ۾ اداسي" به آهي، جنهن سمرٿيءَ اختيار ڪئي آهي ۽ اندرين تي قبضو ڪيو آهي، سو وڪارن کان دُور رهي ٿو. هن جا پاپ ۽ اپراڌ، سنسا ۽ ڀرم، چنتائون ۽ انتظارون، ٻنڌن ۽ رڪاوٽون سڀ ناس ٿي وڃن ٿيون. اسين سچ پچ ته پاڻ کي پاڻهي ٻڌون ٿا. وڻ کي ڀاڪر پائي، ٻيا واڪا ڪريون، ته ڪو اچي اسانکي ڇڏائي. ڀاڪر ڇڏيون، ته هو نڌ پاڻمرادو آزاد ٿي پئون. ٻر ڀاڪر پائل، ته سولو ڇڏيو آهي ۽ نه ڇڏائبو آهي. اهو آهي لڳاءُ جو نقاءُ، جنهن تي ڪرتهي ڪر نقاءُ. پر جو سچو شيوڪ آهي، تنهنجا سڀ ٻنڌ آزاد آهن. اهڙو شيوڪ سنتنتر آهي، جو نه ڀار ٻرهم جو روپ ٿي پيو آهي. هن آهو ميٽي، اگيانتا جو اونڌو هٽائي ۽ آتم جوت جلائي، اندر، ٻاهر ۽ چوطرف پرڪاش آندو آهي. هن گيان جو سار ۽ تت جو تت پاتو آهي. جي ڪرم اڳا ڪنهي ته ويا آهن، سي اڳا شايد ڪانٽا ٿيو نس. باقي اڳتي لاءِ ته ڪرمن جي ڪارخاني کي تبي، تالو لڳي چڪو آهي. هاڻي ته هو سهج سماڌيءَ ۾ لڳل آهي ۽ شُن ۾ سمايل آهي. هو نج گهر ۾ وسي ٿو. هو جيون مڪت آهي، دک درد کان دُور آهي ۽ آنند مي آهي. منزل مقصود تي پهتل آهي ۽ ميريءَ ٿيريءَ جو مالڪ آهي، اهڙي الله لوڪ لاءِ صاحب فرمائين

(١) ڪايا اندر پاپ پُن دُئه ڀائي - دُهي مِل ڪي سرشٽ اپائي
دووي مار جاءِ اِڪت گهر آوي - گُورمت سهج سماوڻيا.

واڳ ماجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٤) ٢٧

(٢) جن پيتا سي مست ڀئي هئي - ٽوٽي ٻنڌن ڦاهي
جوتي جوت سمائي ڀيتر - تان ڇوڙي مايا کي لاهي.

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٨)

**مانش جنم سڦل:** چوراسي لک جُوڻيون آهن، جن ۾ جيو پنهنجي ڪرمن ۽ ڪرتون مطابق، چڪر ڪاٽي ٿو ۽ دک ڀوڳيندو رهي ٿو. ڪن جُوڻين جا جيو، جيري مان پيدا ٿين، ڪي بيضي مان، ڪي زمين مان، ته ڪي پگهر مان. ڪئين قسمن جا جيت، پسون ۽ پکي آهن، پر مانش جنم، وڏي ڀاڳ سان ۽ شڌ ڪرمن جي ڪري، نصيب ٿئي ٿو. انهي جنم ۾ ئي، مڪتيءَ جي مارگ وٺڻ جو موقعو ملي ٿو. جي اهو سونهري موقعو به، سنساري وهنوارن ۽ سرٻرڪ چشڪن ۾ پنيان پوندي، هٿان نڪري ويو، ته پيهر الائي هٿ چڙهي يا نه. تنهن ڪري، مانش جنم وڃائڻ، وڏو نقصان پاتو آهي، جنهنجي اسان کي

ڪل ٿي ڪانہ ٿي پوي. اهڙين جنمن جا سنسڪار برابر پيلائين ٿا، پلائين ٿا، جنهنجي اثر
هيٺ، من پيو ٿو ڀٽڪي ۽ بديءَ بدڪاريءَ طرف ڇڪجي. پر جيو پاڻ بہ تہ ٻيل نہ آهي.
من کي رهڻو ويٺو آهي، ڪڏهين چٽ سان تہ ڪڏهين چماٽ سان. جي جيءُ
هروقت سجاڳ رهي، من کي غلط راهہ کان روڪيندو اچي، ۽ صحيح راهہ ڏانهن گهليندو
رهي، تہ پوءِ اهي اڳيان سنسڪار، عادتن جي روپ. وٺڻ بدران، آهستي آهستي صفا
مٽجي ويندا. انهن من قابوءَ ۾ آڻي سگهبو. انهن جيون شڌ ۽ پولسر ٿيندي، سٽ پرشن
جي سنگ ۾ چڪجي، نام جي رنگ ۾ رنگجي، ۽ ستگور جي شبد لاءِ لائق ٿجي. جڏهين
جيون بدلائڻ جي تاڪيد لڳي ٿي، ۽ انهيءَ ڏس ۾ لڳاتار محڪم ارادي، اڌم ۽ آورچائيءَ
سان، جوڳا قدم کڻجن ٿا، تڏهن کان پوءِ ٿي، مالڪ سڀ باقي مياروُن پاڻ ٿي کڻي ٿو.
سمهيل ٻار کي نہ ماءُ ڌاوانيندي آهي ۽ نہ چمي ڏيندي آهي. جڏهين ابهم کي بہ، ڇڪڙ
يا پيار لاءِ پڪارڻو پوندو آهي، تہ ساڌڪ کي، بنا سڌ ۽ سرجوشيءَ جي، ڪيئن اچي امر
ڦل پائڻ ۾ پوندا؟ پر ڪو ورلي ڀاڳيو جيءُ آهي، جو اهڙين جنمن جي اڳيانتا جي اگهور
ننڊ مان سجاڳ ٿئي، مانش جنم جي سڦلتا لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو ۽ منزل مقصود تي پهچي ٿو.

بهت جنم بڇڙي ٿي مادڙ - اهو جنم تماري ليکي — راڳ ڌناسري، ڀڳت
ڪهہ روداس آس لڳ جيوءَ - چر پيو درسن ديکي. — روداس، شبد (١)

اها لڳي لڳي ٿي نيهن وارن کي، جن جي اندر ۾ برهہ جي باهہ ٻري پئي، جي
جانب جي جدائي محسوس ٿا ڪن، جي جدائيءَ جي گهڙي بہ گهارڻ نہ ٿا گهرن، جيڪي
ميلاپ لاءِ ماندا آهن، جي پهنجو تن، من ۽ ڌن سڀ ڪرتار تان قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي
بيٺا آهن. پريم پاڻ وڃائڻ ۾ آهي، ۽ پاڻ وڃائي پاڻ پائڻ ۾ آهي. گم ٿي گم لهڻي آهي.
جو پريمي پرماتما سان، انهن پرا پريم ڪري ٿو، سو هر جيو کي پرماتما جو روپ سمجهي،
هن سان بہ پريم جو ورتاءُ ڪري ٿو. جو پريم سان ڀرپور آهي ۽ پريم ٿي وڃي پيو، اسدا
"ميريءَ تيريءَ" جي وچار جي، سو ڪنهن سان خاص موهہ رکندو يا ڪنهن سان ويــر
رکندو يا ڪنهن کي آڪڙ ڏيکاريندو؟ هوءُ تہ سڀ پاڻونا جو سائل آهي. اهڙن سچن شيوڪن
۽ درويشن جو احوال اڳئي اچي چڪو آهي. انهن مانش جنم جي معني جاتي آهي ۽
سادن ڪري، سڦلتا پائي آهي. هنن سچي شبد ۾ سرتي رکي، سچ پراپت ڪيو آهي ۽
سچ جو جهنڊو بلند آهي. اهو آهي عشقئون عشق، چشڪئون چشڪ.

سيــي ٿوڪ پراپتي - جي آوئي اڪ هٿ — سري راڳ، محلا
جنم پدارٿ سڦل هوئي - جي سچا شبد ڪٿ. — پنجوان، شبد (٦)

من جي موت ڪاڻپوءِ ڇنڊڇاڻ ۾ ايڪاگرتا اچي ٿي، پڪ ۾ آسٿرتا اچي ٿي، ۽ اُشانتيءَ ۾ شانتي اچي ٿي، ڇو ته من جون مڙئي مرادون ۽ منشائون ميدان ڇڏي، ڀڄي ويون آهن. من ان ڪسنگ جي لڳل ڪٽ لهي ٿي، ۽ ڪمت جي مر مٽجي ٿي. اُوجل من کي، ٻُڌي چنبق وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. اِنهن من، من ۾ ڦسي مارجي وڃي ٿو، ۽ مري مالڪ سان ملائي ٿو. هاڻي من صاف ۽ ساڀر آهي، سانت ۽ سنتوشي آهي، سچائي ۽ شڪتيوان آهي، نهچل ۽ نماڻو آهي، نرموهي ۽ نربڀ آهي، نرليپ ۽ نرمل آهي، پرڪاشوان ۽ پريمي آهي، ترپت ۽ ليائي آهي، ڇو ته رڳو تاٻان جي تلاوت ۾ آهي. سندس داسيون، ڏهئي اِندريون به، هاڻي سچ جو سودو ڪيون ڪن، ڇو ته من وٽ، ڪوڙ ۽ ڪمت جو ڪباڙ، قبول ئي ڪونه ٿو پوي.

گهر مهِ گهر جو ڏيکه ڏکاويءَ - گُرُ مِلِي سو مَهل بُسلاويءَ | راڳ بسنت، محلا
من مهه مڌوُتا چِت مهه چِنتا - اَئسي هرڪي لسوک آيتا. | پهلا، اِشٽپدي (٥)٤

من جي موت بعد، اهو سچو شيوڪ، ڪنول گل جيان، سنسار ۾ رهي ٿو. هُن جي من جا سڀ ڪپ ۽ ڪنارا، ٻند ۽ ٻندن، ٽُٽي ناس ٿي وڃن ٿا. هاڻي هو حد ٽپي بيحد ۾ آيو آهي، متناهيءَ مان نڪري لامتناهيءَ ۾ آيو آهي. جهڙو هنجو عمق اونهو، تهڙي اُچل اُتاهه ۽ بلندي به اِنتها آهي. هُنجو اَرڪان غير عملي آهي، اَحساس غير محدود آهي ۽ اِتصال غير منقطع آهي. سچائي سچائي، پاڻ سنوارو اٿائين ۽ سوچي سالڪن ڪسي سليو اَٿائين. هو دنيا فاني جاڻي، موت سائي سمجهي، ۽ سنبند سنجوڳي سمجهي، جيون گذاري ٿو. انهن ڪري، نه هن کي ڪالهه جو غم يا غيرت آهي، ۽ نه سڀاڻ جي چنتا يا آسرو آهي، ڇو ته هو رهي ٿي ٿو ورتمان ۾. ورتمان جي ورلي ٿي. ڪالهه جا ڪرم ڪاٽيندي ۽ سڀاڻ جي قسمت جوڙيندي. سو ڪڏ ڪڏ ۾ مري ٿو ۽ ائين مري، اَمر، اَجوني، اَبناسي ۽ اَنمٽ ٿئي ٿو. جا ڪان مري، اَمرتا ٿو حاصل ڪري؟ اَوگڻن ۽ وڪارن کان، بديءَ ۽ بدڪاريءَ کان، ليڪاو ۽ لڪ ڇپ کان، ڏيکا ڏيکيءَ ۽ دغابازيءَ کان، چالاڪيءَ ۽ چترائيءَ کان، پرائي پيار ۽ پيار کان، ڪوڙ ۽ ڪسنگ کان، اوچ ۽ نيچ کان، ذات ۽ پات کان، مطلب ته ٽنهي ڳڻن جي تاثير کان. هن کي ڏلا ۽ غيبت، سختيءَ ۽ سزا جي پرواهه ڪونهي، شاباس ۽ شرف، اِنعام ۽ اِمداديءَ جي دڪار ڪونهي. هو لوڪ لڄا جي ليڪي ۾، سڪتا لاچارا ڪرڻ ٿو ڏئي. جاڻي پڇهي، اَکرين ۾ مڌهن وڌو اٿائين ته پوءِ مهرين کان ڇو ڊڄي؟

اهڙي شيوڪ جو هردو ٽمتار آهي، پريم ۽ پرتراتيءَ سان، صدق ۽ سڪ سان، سچائي ۽ سرواڻيءَ سان. هميشه هو ووهڪ جي وات وٺي ٿو. انهن ڪري، دماغ جي دليلبازيءَ

۽ ڏوکو نه ٿو ڪاٽي. ھنڪي من جي ماٺ آھي ۽ زبان تي لغام آھي. ھو ڪارج ۾ اڪارج
ڏسي ٿو ۽ اڪارج ۾ ڪارج. ھو پرڪرتيءَ ۾ پرماتما ڏسي ٿو ۽ پرماتما ۾ پرڪرتي. من جي
مهاتما، ڀڳوان جي پاڻي ۾ پدم اٿس. ڪو ڪرم ڇپائي ڪونه ٿو ڪري. ھُنجي جيون، ھڪ
کليل ڪتاب مثل آھي. جو چاھي، سو پڙھي سگھي ٿو. ھو دک سک، ڏکي ڏيندڙ، پاپ
پُن ۽ نيڪيءَ بديءَ جي ڀيدن کان پار پھچي چڪو آھي. ھو ڀاڳيءَ ٽوڙي ۾ اُپڪاريءَ
۾، پرماتما پائي ٿو، جو نه ھو جمع ڪٿ وسي ٿو. "مان مان" ۽ "ميري تيريءَ" کان
ڏور آھي. پاڻ پاڻ ۾ جاڳي ٿو. ھُن جي معنيٰ تي متوالو ڪونه آھي. تنھن ڪري، ڏوکي
۾ ڦاسي نه ٿو سگھي. ڪرم فقط آھي ڪري ٿو، جي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪارگر ٿين.

اھاڻي جيئون آھي، سندس نيم ۽ پريم، جپ ۽ تپ، سچ ۽ سنجم، پوڄا ۽ پاٺ، ڏيان
۽ ڌارنا. پاڻ کي ڪارج جو ڪرتا، ڀوڳ جو ڀوڳتا يا جوڳ جو جوڳي نه ٿو سمجھي. ھو ھردم
۽ ھر حالت ھيٺ، اڇا رھت ۽ نرليپ رھي ٿو. اچرت ۽ اُپيٺ جي اِستٿيءَ ۾ گذاري ٿو.
ھو ڪلپنائن جي قيد مان آزاد ٿئي، آتما ۾ اڏول رھي ٿو. ھُن جي تياڳ جو آڌار، ناموس
يا ڏيکاءُ تي نه آھي، جو ھام ھڻي چئي ته مون ھي ۽ ڇڏيو آھي، نه ھو ۽ ڇڏيو آھي.
ھُن جو تياڳ، ويراڳ جي ڀاونا مان اُٿيل آھي، ويراڳ، تياڳ جي ڀاونا مان. پسوءِ جيئن
پڪو ڦل، پنھنجي ڪي ابتداءُ ڏيڻ جي، پاڻھي اُڇي ڇٽ پوندو آھي، تيئن ئي شيون،
ڇڏھين رچي راس ٿيندو آھي، تڏھين نه ڪرڻ يا نه ڪرڻ واريون عادتون ۽ اعمال،
پاڻمرادو ڇڏائجي ويندڙون اٿس ۽ مذھبي پابنديون پاڻھي لٿي پونديون اٿس. تنھن ڪري،
نه ڇڏڻ جي چڪ لڳي ۽ نه پھر ھٿ ڪرڻ جو حرص جاڳي. بلڪ، نه ڇڏڻ جي ڪسر
رھي ۽ نه وري تياڳ جي اباڻ لڳي. اھڙو شيون قادر جي قدرت ۾ مائل آھي ۽ سڀ ڀاڳيان
جي ثنا ۾ سمايل آھي. ھو پاڻ کي سڀني ۾ ڏسي ٿو ۽ سڀني کي پاڻ ۾ ڏسي ٿو. ھن لاءِ
سارو سنسار ئي پريم پسارو آھي. پريم خود اھڙي شيون جي ديدار لاءِ ديوانو آھي ۽
پيو پريتم لاءِ پڪارون ڪري.

ڪبير من نرمل ڀيا - جئسا گنگا نيرُ
پاڇي لاڳو ھر ڦري - ڪھت ڪبير ڪبير.

سلوڪ، ڪبير
صاحب (٥٥)

اِھا آھي "من جي موت". پر من موت ڪاڏي ڪيئن؟ من تي قبضو آيو ڪيئن؟
جتي وڪارن جون واسنائون، ڪبڙا جون ڪامنائون، ترشنا واريون تمنائون، اھم ڀاو
جون اڇائون، ڪوڙا وچار، اندرين جا رس، پاپ پُن جا پاکنڊ، دک سک جا ڏيندڙ، تنھي
گڻن جي ڀرپور مايا، وير ۽ وروڌ، ڪوڙ ۽ ڪپٽ، نندا ۽ نفاق، ۽ حرص ۽ حواس جا
انگ وسندا ھئا، اُتيءَ من جون آھي سڀ ڀاونائون ڪيئن بدليون؟ جو من پنھنجو

وري ٻڌجي پيو ٿو، پر ڪهڙن ڦيرن پنهنجو سچ ۽ ساڃهه لهو؟ انهيءَ جو جواب، ڪبير صاحب سنڌر ۽ لاثاني لفظن ۾ ڏنو آهي:

پنڇي ڀنيتا سُرت هوائي - گرو گيان چلايا
برهم اَگن سهجي پَر جائي - اڪهه جوت سُجهايا
سَتّ سنتوک ليءِ اڙلي لاڳا - ٽوڙي ڏُءِ دروازا
ساڌ سنگت اَر گرو ڪرپا تي - پڪڙيو گڙهه ڪو راجا
ڀڳوانت ڀيو سڪت سمرن ڪي - ڪٽي ڪال ڦڙ ڦاسي
داس ڪبير چڙهيو گڙهه اوپر - راج ليو اَبناسي.

راڳ، ڀيرو، ڪبير، صاحب، شبد (١٧)

شبد کي ساڌنا ۾ وڏي مهانتا، من سان جوڙيل ٿي ٿي. شبد ڪرمائتا جي شڪتي واري، ستگرو جو شبد ڪمائي، سنتن جا چرن چمي، رام نام جو رنگ لڳائي، آهو پتائي، آسيس ۽ آشيرواد وٺي ٿو. پوءِ سچ جي زره پهري، پريم جو ٽوپ پائي، صدق جي ڍال لڳائي ۽ گيان جي تلوار کڻي، من جي قلعي تي حملو ڪري ٿو. من ته اڳئي مشتاق هئو ۽ اهڙي پهلوان جي پهلوءَ ۾ پهچڻ لاءِ پريشان هئو، جيئن مؤمل، وائل لاءِ روز رات، راهه تڪيندي هئي. انهن شبد ٻاٽ ۾ پيهي، ٻاٽ ٻچائي ٿو. پوءِ ٻُڌي پرڪاش ڪري ٿي، اَمر جوت جاڳي ٿي، ۽ اَگيانتا دور ٿئي ٿي. مَن مَن کي مڃي ٿو. اندر، اندر سان اوري ٿو. من جي شڪتي، چت جي شڪتيءَ ۾ سمائجي وڃي ٿي. ليج، ليج سان ملي وڃي ٿو، جتي وڃي واس ٿئي ٿو. آتما ٻاٽ ٻاٽ کي آزاد ڪرايو، ڪيس من يا ٻڌي آزادي وٺي ڏني؟ جو جيءُ اندر آهي، تنهن کي سوچي ساڃاهيو. ٻوڌڪ جو وڪاس ڪرائي، ٻُڌيءَ جو ٻل جاڳايو. انهيءَ وڪاس ۽ ٻل جي پرڪاش، اگيانتا ۽ اوندها جي اوڌهه هٽائي ۽ من جي ڪايا ڪلپ ڪرائي. سچ نروار ٿيو ۽ ساڌن ثابت ٿيا. آزادي آتما پائي، ته من پرڀو من معرفت. هڪ سُر جي سمفنيءَ ۾، سڀ ساز سمائجي ويا.

آپ آپ ٿي جانيا - ليج ليج سمانا
ڪهه ڪبير آپ جانيا - گوبند من مانيا.

راڳ ٻلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

اهو صاحبن جو اعلان آهي، ته من جي طوفان جو سامهون ڪري سگهجي ٿو، من جي آنڌي اوڙاسکهي سگهجي ٿي، من جي ويڙ ٽوڙائي سگهجي ٿي، ته اوت موت ڪاٽي. فقط اُمنگ ۽ اُتساهه، ايمان ۽ اُدم، اُشرافت ۽ اُورچائي اُتون ٿين، ته مشڪل آسان ٿي پوي

ٿو. سچ جي ساڌنا سياويڪ سڦل ٿيندي، ۽ سوڌي سر جهڪائي، قدم بوسي ڪندي. انهيءَ دوران ۾، لڪ ۽ لوڏا، جهڪ ۽ جهاڳا، مشڪلاتون ۽ مصيبتون، اوس آزمائشون ونندا، پر اعتقاد ۽ اورچائيءَ، سچ ۽ سرواڻيءَ مٿان غالب پئجي ڪونه سگهندا. خاميون ۽ خطائون ٿينديون رهنديون، پر انهن جو اثر پڇتاءَ ۽ پراشچت، پرارٿنا ۽ پيار دلدارن، مٽبو ۽ ميساربو ويندو. ڏکا ٿاٻا کائبا رهبا، پر صدق ۽ سڪ وري اٿاري، سڱين لڳي ڪندي ۽ اڳتي پند پوائيندي. جي رستو ڀُلجي نه ويو، ته "رام نام" اڳي رهبري ڪندو. جي اوجهڙ ۽ اونده ۾، وڪوڙي ويران اچي ڦوري ڦرالو، ته ستگرو جو شبد ۾ سرلي سهائتا ڪندي. جي ويچار ڏارا ۾ وگهن پيو، ته ٻڏيءَ جي ٻل سان ٻاهر جهي ويندو. سچي شيوڪ جي سڌائي ضرور ٿيڻي آهي، ڇو ته جي سادن سندس آهن، ته سهارو ستنام جو آهي، ساٿ سنتن جو آهي، سمت ستگرو جي آهي، ۽ سر انجامي سائينءَ جي آهي.

سفر ۾ شيوڪ اڪيلو ۽ اڻاٿ ڪونه آهي، پر انيڪ محسوس ۽ غير محسوس شڪتين جي ٻوري ۽ ٻانهن هيٺ آهي. سلڇڻن جو سمر ساٿ ڪٺي، حوصلي جي هڙ ۾ ٻڌي، ساڌڪ اچي ڪناري لنگر ڪشتيءَ ۾، رڳو وهي سهڻن، ته پار پهچائڻ لاءِ، پرماتما پاڻ ذميوار آهي. ساڌڪ جي سرفرازيءَ ۾، دلبر جي دلچسپي آهي، ڇو ته جڳ جي سڄي ۾ جڏ پيت ٿيڻي آهي. سو پرماتما پاڻ پتڻ ۽ ٻيڙي آهي، سڙهه ۽ سکاڻ آهي، ونجهه ۽ ملاح آهي. هو پاڻ درياءَ ۽ ڇوليون آهي، سير ۽ وير آهي. آنڌي ۽ راحت آهي، ڪُن ۽ ڪنارا ب آهي، ته سانت ۽ سوجهرو به آهي. ٻوهر ۽ ٻوهر پسارو پئي هڪ آهن، پر ويس وڇان، وچتر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪشتيءَ وارو ٻالڪ نه ٻهڙن الڳ الڳ انيڪ انگ ڏسي ٿو، پر ڏيري ڏيري، پنهنجي ڪٿيءَ ڪمائيءَ جي ڪلا سان، رام نام جي ٻل سان، ستگرو جي سنديش سان ۽ ڪرتار جي ڪرپا سان، هو انيڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو. اِئين سچ سڃاڻي سچ ۾ سمائجي ٿو. شيشهن جو پڇو نه ڏيڻ ۾ رهي، ڏيڻ اُپي پيو هو، تان جو شيشهن اچانڪ اچي ڏرڻ ۾ پيو ۽ پنهنجي ٻئي کي اصليت جي معلوميت ڪرائي، ڏيڻ مان وري شيشهن ٻڌائي ڇڏيائين. ليڪن ٿي، ساڌڪ، اصليت جي معلوميت مليي، اوڏهان مان اچانڪ ماري ٿو، حق جي حقيقت ڏسي ٿو، ۽ انالحق جو آواز اٿاري ٿو. هاڻي ته هو لامذهب آهي، لامتناهي آهي. بنا انتها جي، پيا سڀ الاهي انعام اِمداد ٿيندس. بنا پڇڻ جي، پيا سڀ پشپانجلي پائيندس. بنا پڇڻ جي، پيا سڀ پلاند پريندس.



## (١١) گورمک

(١) گُرمک مُکتا گُرمک ڄُڳتا - گُرمک گياني گُرمک ڀَڳتا[١]
ڏَن گرهي اُداسي گُرمک - گُرمک قيمت[٢] پائي جيمُ
هؤمي ٻسادا گُرمک چؤنا - گُرمک آوڻ جاوڻ[٣] ٿؤنا
گُرمک کرم گُرمک نِهه کَرما[٤] - گُرمک کري سو سُڀائي[٥] جيمُ
گُرمک سکيا منمک دکيا - گُرمک سنمک منمک ويمکيا[٦]
گُرمک مليئي منمک وڇڙي - گُرمک ٻڌ[٧] پرڳٽائي[٨] جيمُ
گُرمک اکر[٩] جِت ڏاوت[١٠] رهيا -
گُرمک اُپديش دکه سکه سَرُ[١١] کر سهتا
گُرمک چال جت پار[١٢] ٻرهم ڏيائي - گورمک کيول گائي جيمُ.
[راڳ مانجهه، محلا ٻنڌوان، اشٽپدي (٢)]

(٢) گُرمک وَسَت[١٣] ويساهيئي[١٤] - سچ وکر[١٣] سچ واس[١٥]
جني سچ وٽيا[١٤] - گُرو هؤري شاباس
نانڪ وست پڇاڻسي - سچ سؤدا[١٣] جس پاس.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٣) گُرمک کرم کماوڃ - ٻکسيئي[١٦] هر[١٢] ٻٽراڳ اُنند
اُهڙ نس[١٧] پکس کري دن[١٧] واڃي - هؤمي مار نِهِنڊ[١٨].

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٨)

(٤) تِري[١٩] گڻ مايا موهه هي - گُرمک چؤٿا[٢٠] پد پاءِ
کر کرپا ميلائيئن - هر نام وسيا من آءِ.

(١١)

(٥) گُرمک سدا سوهاگڻي - پِر[٢١] راکيا اُر ڌار
مِٺا ٻولهه نِوَ چلهه - سيجي[٢٣] روي[٢٢] ڀتار[٢١]
سوپاونتي[٢٤] سوهاگڻي - جن گورڪا هيت[٢٥] اپار.

(١٣)

١. اُپديش ڏيندڙ. ٢. پرماتما کي پڇاڻيو آهي. ٣ ڄمڻ مرڻ جو چڪر ختم ٿي چڪو ٤. نشڪام کرم ٿوکيو. ٥. سهندڙ. ٦. ٻيمک. ٧. ٻُڌي. ٨. پرڪاش، روشن ٿئي ٿي. ٩. گورمت. ١٠. پٺڪڻ کان ٻچي ٿو. ١١. هک جهڙو. ١٢. پرماتما. ١٣. نام روُپي شيءِ. ١٤. خريد ڪن ٿا. ١٥. مؤڙي، پونجي. ١٦. ٽڙن ٿا. ١٧. ڏينهن رات. ١٨. چنتا کان آجا. ١٩. ٽي. ٢٠. ترِيا اُوستا. ٢١. پتي پرماتما. ٢٢. نمي. ٢٣. پلنگ تي. ٢٤. سرڀاوان. ٢٥. اُني پريم.

(٦) ڳُوڙهَ اُمري ٻاڻي ٻولهه - سڀ اَلکهه رام ڳياني
اِڪو شبد اِيڪ آراڌي - ڳُوڙهه اَڪٿ ڪهاڻي.

سوري راڳ، محلا پهرئين، اشٽپدي (٦) ٧

(٧) ڳُوڙهه آهي من ماريا - شبد ڪسوٽي لاءِ
من هي نال جهڳڙا من هي نال سٿ - من هي منجهه سماءِ.

سوري راڳ، محلا چوٿين، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهرئين

(٨) اِس ڪايا اَندر بهت پسارا - نام نرنجن اَتي اَگم اَپارا
ڳُوڙهه هووي سوئي پائي - آپي بخش ملائيا.

راڳ ماجهه، محلا پهرئين، اشٽپدي (٢) ٥

(٩) اِڪم اِڪو آپ اُپايا - دُبڌا دُوجا ترڳڻ مايا
چوٿي پوڙي ڳُوڙهه اُوچي - سچو سچ ڪماوڻيا.

٦(٣)

(١٠) ڳُوڙهه ڪرڻي هر ڪيرت سار - ڳُوڙهه ٻاڻي موڪ دُوار
اَن دن رنگ رتا گڻ گاوي - اَندر محل ٻلاوڻيا.

٩(٧)

(١١) ڳُوڙهه رِڌ سِڌ سُچ سنجم هوئي - ڳُوڙهه گيان نام مکت هوئي
ڳُوڙهه ڪار سچ ڪماوڻي - سچي سچ سماوڻيا.

(١٢)٧

(١٢) ڳُوڙهه ڪرم ڌرم - سچ هوئي
ڳُوڙهه - اَهنڪار جلائي دوئي
ڳُوڙهه نام رتي - سک هوئي.

راڳ ڳوڙي، محلا پهرئين، اشٽپدي (٣) ٢

(١٣) هردي سُوڪهه پيا پرگاس - ڳُوڙهه گاوهه سچ گڻ تاس
داسن داس نت هووهه داس - گرهه ڪٽنب مهه سدا اُداس
جيون مڪت ڳُوڙهه ڪو هوئي - پرم پدارٿ پاوي سوئي
ترِڳڻ ميٽي نرمل هوئي - سهجي ساچ مِلي پرڀ سوئي.

(٧)

(١٤) ڪيا سُوٽنا ڪيا جاڳنا - ڳُوڙهه لي پرواڻ
جنان ساس گراس نہ وسري - سي پُوري پُرک پرڌان.

راڳ ڳوڙي، محلا چوٿين، وار (٢١)

---

١. پرمالما. ٢. جهڳڙو ۽ جنگ. ٣. سرير، من. ٤. ڌنيمس ياڙ، پياڻي. ٥. ٽي گڻ. ٦. اندرين ٽي قبضو. ٧. آنند. ٨. ورڪت. ٩. مڪتي، موڪش. ١٠. سمهڻ. ١١. قبول. ١٢. سرشت.

(١٥) آسا منشا دونؤ بناست[1] - اراهہ گسڻ آس اراس پڙي

ٻُريا وَسنا[2] ڳؤرمکہ[3] ٻانيئي[4] - سدت سپا کي اوت لهي ۔

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٢)

(١٦) ڳؤرمکہ واڳ سنّاد آڻ[5] ليائي - ڳؤرمکہ اهہ من يگتي جاڳي

انهد سڻ مانيا شبد وچاري - آتم چين پئي نرنکاري[6] ۔

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)٨

(١٧) سيج ايڪ - ايڪو پرڀ[6] ٺاڪر[6]

ڳؤرمکہ هر[6] راوي - سک ساگر[6] ۔

واڳ وڏهنس محلا چوٿان، شبد (١)

(١٨) هر ڳڻ ٽوٽ نہ آونپي - قيمت ڪهڻ نہ جاء

نانڪ ڳؤرمکہ هر ڳڻ روهہ - ڳڻ مهہ رهي سماء.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١١)، سلوڪ محلا تيجا

(١٩) ڳؤرمکہ چور[7] نہ لاڳہ - هر نام جگائيئي[8]

شبد نواري آگہ - جوت ديپائيئي[9] ۔

واڳ سوهي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٤

(٢٠) ڳؤرمکہ جنم سڪارٿا[10] - سچي[6] شبد لگن

آتم رام پرڳاسيا - سهجي سک رهن ۔

واڳ سوهي، محلا تيجا، اشٽپدي (٣)٣

(٢١) ڳؤرمکہ لالو لال هوئي - جنہ رنگہ سهج سڀاءِ[11]

اتي سکهہ[12] سوتي[6] گهر آئي - من وسيا هر[6] امرت نانء ۔

واڳ سوهي، محلا تيجا، وار (٣)

(٢٢) ٽري گڻ مايا موهہ وياپي - ٽوٽا ڳسڻ هئي ڳؤرمکہ لهيا

ايڪ درشٽ[13] سڀ سرکر جاڻي - ندري[13] آوي سڀ برهم پسريا[12]

واڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (٧)١

(٢٣) دکہ سکہ ڳؤرمکہ سم کر جاڻا - هرکہ[15] سوگہ[16] تي برڪت[17] پيا

آپ مار ڳؤرمکہ هر[6] پائي - نانڪ سهج سماء لئيا ۔

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (١٢)٧

(٢٤) پرم پلاني پئي دوائي[19] - وڻ[18] پساگيا ڪيا پسانيئي

ڳؤرمکہ گيان ڏوري پرڀ پڪڙي - جن[20] کنچي ان جانيئي.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار پؤڙي (٤١)

---

١. ناس، خبر کري ڇڏي. ٢. اُوستا. ٣. پڪڙي. ٤. پرماتما جي اُستتي. ٥. پيا سي. ٦. پرماتما. ٧. وڪار. ٨. سجاڳ. ٩. سوجهرو، ووشنائي. ١٠. سڦل. ١١. سڀر، پڪو، ڳهاٽو. ١٢. ڏٻاڻ، وڙي. ١٣. نظر. ١٤. پسارو، پرڪرتي. ١٥. سک. ١٦. دکہ. ١٧. ورڪت. ١٨. پاڳل، اڳياني ١٩. پيا، ڪانسواءِ. ٢٠. جيئن.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سِڌ گوشٽ پؤڙي (٢٧)

(٢٥) ڳؤرمک ساچي[1] ڪا ڀؤ پاوي - ڳؤرمک باڻي اگهڙ گهڙاوي
ڳؤرمک نرمل هر[1] گڻ گاوي - ڳؤرمک پولو پرم پد پاوي
ڳؤرمک روم روم هر ڌياوي - نانڪ ڳؤرمک ساچ[1] سماوي.

راڳ مارؤ، محلا ٻيجا، سولهو (١٥)

(٢٦) ڳؤرمک مدؤ تا الت[2] پراوي[3] - ڳؤرمک باڻي ناد وجاوي
ڳؤرمک سچ رتي بئراڳي - نِج[1] گهر واسا پانڌا
ڳؤرمک سچ هٽي[4] ڳؤرمک سچ ٽٽي - ڳؤرمک سچ ڪماوي ڪرٽي
سدهي سچ کهي ڏن راتي - اؤرا[5] سچ ڪهاندا.

راڳ مارؤ، محلا پنجوان، سولهو (١٣)٥

(٢٧) حڪم بؤجهي سو شيوڪ کهيئي - برا ڀلا دهسم[6] سهيئي
هؤمي جاءِ ته ايڪو[1] بؤجهي - سو ڳؤرمک سهج[7] سماندا.

راڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٢٨) جن ڪئي، لخت[8] ملي وڏياڻي - ڳؤرمک سي پرڌان ڪيئي
پارس[9] ڀيٽ ڀئي سي پارس - نانڪ هر ڳؤر[9] سنگ ٿيئي.

راڳ بسنت، محلا چوٿان، اشٽپدي (٨)١

(٢٩) آپي[1] جل آپر[1] ڪرتا[1] - آپي مهل ملاوي
نانڪ ڳؤرمک سهج[7] ملائي - جئه جل جلهه سماوي.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا دوجا (٢٢)
[محلا چوٿان]

(٣٠) امرت باڻي تت وکاڻي - گيان ڌيان وچ[10] آئي[11]
ڳؤرمک آکي ڳؤرمک جاڻي - سرتي[12] ڪرم ڌياڻي.

(٣١) ڌؤرمک سب پرت[13] هي - ڌن سنهوي[14] ماها
هر[1] ارتھ[15] جو خرچدي - ڌيڌي[16] سک پايا.

راڳ مالار، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)٣

(٣٢) ڳؤرمک کامڻ ڻيا سينگار- شبدي پر[1] واکيا ارڌار
ايڪ[1] پڇاڻي هؤمي مار - سوپاوتي کهيئي نار[17].

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (٥)٣

(٣٣) ڳؤرمک ايڪو ايڪ[1] پڇاڻا - ڳؤرمک هوءِ لکاؤ[18] لکو
ڳؤرمک جاءِ ملي نج[19] محلي - انحد شبد[20] بجاؤ لکو.

---

١. پرماتما. ٢. الٽو، ڀئي پاسي. ٣. ڪري ٿو. ٤. وچن، پول. ٥. بين ڪي هه. ٦. برابر، هڪ جهڙو. ٧. گيان. ٨. اؤچي پدوي. ٩. ستگؤرؤ. ١٠. هردي ۾. ١١. پهچي لسي. ١٢. ٻرهي. ١٣. پولي، شڌ. ١٤. ٻؤنجي، ملڪيت. ١٥. ارپڻ ڪري. ١٦. دان ڪندي. ١٧. جڳياسؤ استري. ١٨. جاڻائيندو. ١٩. سچي سرؤپ ۾. ٢٠. ڏاڍي.

(٣٤) ڳوُرمکهه اَنتر سانت هيءِ- مِن تِن نسام سماءِ
نام چِتري نام ٻُڌيءِ - نام رهيءِ لِو لاءِ.

واڳ، ڪانڙا، محلا چوٿون، وار (١١)

(٣٥) ڳوُرمکهه اَنتر سهج هيءِ - مَن چڙيا دسويءِ آڪاس[1]
لِتيءِ اوُنگهه نه ٻکهه[2] هيءِ- هر اَمرت نام سکهه واس
نانڪ دکهه سکهه وياپت نهي- جتيءِ آتم رام پرگاسُ.

سلوڪ، محلا تيجا (١٦)

(٣٦) ڳوُرمکهه نام سُهاگ هيءِ - مستڪ مَڻي لِکياسُ
هر هر نام اُرڌار يا -هر هرديءِ ڪمل پرگاس.

(٣١)

(٣٧) ڳوُرمکهه ٻيڌي[3] ڪدي ناهي- جماڻ اَندر سُرت[4] گيان
سدا سدا هر گڻ روهه - اَنتر سهج ڌيان.

(٤٤)

(٣٨) ڳوُرمکهه سچي عاشقي[6]- جِمه پريتم سچا[7] پائيءِ
اَن دِن رهه آنند - نانڪ سهج سمائيءِ.

سلوڪ، محلا چوٿون، (١٠)

(٣٩) ڳوُرمکهه حڪم مَني شهه[8] ڪيرا- حڪمي هي سکهه پائي
حڪمو شيوي حڪم آراڌي[9] - حڪمي سمي سمائي[10].

(١٨)

---

١. دُنار. ٢. اَگيان جي ننڊ. ٣. زيڪا. ٤. پيرسن، ڪرڻهر. ٥. ورتي. ٦. پريم. ٧. پرماتما.
٨. جوءِ سندو. ٩. ڌيان ڌارين ٿا. ١٠. پاڻي تي واهپي رهن ٿا.

# گُرمک

صاحب شيوڪ کي گُرمک به ڪري ڪوٺيو آهي. شيوڪ، گُروءَ جو شبد گرهڻ ڪري، گُروءَ جو مکُ ٻڌيو آهي. هوُ سردو ڪري ٿو سچ جو، پورهيو ڪري ٿو پريم جو ۽ ڪرت ڪمائي ٿو ڪرتار جي. ڀؤ رکي ڀڳوان جو ته ڀاءُ به رکي ڀڳوان سان. سڀني سان مٺو ڳالهائي ۽ ڪنهن کي ڪرو نه ڳالهائي. نه ڪنهن کان ڊڄي ۽ نه ڪنهن کي ڊيڄاري. ڪوُڙ ۽ ڪپت، خودي ۽ خود مطلبيءَ، لالچ ۽ لاڳيءَ چاڳيءَ، آپي ۽ اهڪار جي وڇوهه ۾ ڪونه وڃي. هميشه نماڻو ۽ نهٺو، نرمل ۽ نرموهي، نام رتو ۽ رنگ رتو، آس ۾ نراس ۽ گرهست ۾ اُداس. شانتيءَ ۾ رهي ۽ آنند ۾ گذاري. سردرشٽيءَ جو سالڪ، سڀ کي ايڪ سمان سمجهي ۽ سڀ ۾ سڀڪان ڏسي. ڀيد ڀاوُنائن کان خالي، ڏُئي ۽ ڏُبڌ کان دوُر، نه نندي گڻن جي پار. چوٿين پد جي تُريا اوستا ۾ وسي ٿو. دک سک، وئري متر، پرائو پنهنجو، نندا اُستت، گرمي سردي، اوُندهه سوجهرو ۽ برو ڀلو، سڀ هُن لاءِ هڪ جهڙا آهن. هروقت، هرهنڌ ۽ هرحالت ۾ خوش رهي ٿو. دک سک ۾ ڏاڍيءَ کي ڏاڍائي ٿو، حڪم پڇاڻي حڪم مڃي ٿو ۽ ڀاڻو ست ڪري سهي ٿو. سڀ جو ڀلو گهري ٿو، سڀ جو خير معائي ٿو، ۽ انهيءَ ۾ ئي آنند پائي ٿو. دُيا جو ساگر آهي ۽ ڪميا جو ڀنڊار آهي. هُن جو من ڪنوَل گل وانگر ڀوتر ۽ پاڪدامن رهي ٿو. جيڪي اٿس، سو الله جو ئي سمجهي، ۽ جيڪي پوءِ مليس يا ڪسجيس ڪٿي، سو به مالڪ جو ئي سمجهي. ائين ڪري، ڦيڃڻ ۽ ڦوڄڻ جوُن جذباتون، مڏهوس جاءِ ئي ڪونه. باقي جيڪي وٽس بچي، سو به سڀ ڪجهه اَرپڻ ڪرڻ لاءِ تيار آهي، اُنهيءَ الله جي ڳالهه لي. جيئن وڻ، ڦل ڇڏائي ان کي ڪاڙائي يا جيئن تلاءُ، پاڻي ڪنوُ ڪري ان کي پيئاري، تيئن گُرمک به ان کي سڃاڻي ڪري سنواري. گيان وئي، ڌيان ڦهلائي. نام پائسي، نام پکيڙي. گُرمک پرهاوُڻ ۽ اُدارچت پرش آهي، دُيالوُ ۽ ڊاتاڙُ آهي. سڀني جو سڄڻ ۽ سائي آهي، شوشتر ۽ خيرخواهه آهي.

گُرمک ايڪ اَنيڪ ۾ ۽ اَنيڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو. ڪارج اَڪارج ۾ ۽ اَڪارج ڪارج ۾ ڀسي ٿو. هن لاءِ ڀوڳ يوڳتا، درشت درشتا ۽ پوُجا پوُجاري، سڀ هڪ آهن، سڀ برهم آهن، سڀ برهم مايا آهن. هن ڏيان ۽ ڌارنا ڌاري ڄاتو آهي، نه جيئن ٻالُ ٻسل ڪاٽي، پنهنجو پاڻ سان واند ڪندو آهي، تيئن ئي برهم سڀ روُپ ڌاري، رنگ رچي رهيو آهي ۽ کيل کيڏي رهيو آهي. پوءِ ڇا جو پنهنجو پرائو ۽ ڇا لاءِ راڳ ڏُيش؟ بلڪل نه. گُرمک جي هردي ۾ هريءَ جو نواس آهي ۽ آتم جوت جو پرڪاش آهي. هن جهڙي اچا اِخلاقمامو آهي، هن جي ڪرياٽن ۾ خدائي خمار آهي. هوُ ساري سنسار سان سر ڀساوُنا ۾ گهاري ٿو. جو انهن سنسار ۾ آهي، سو سدا سائينءَ ۾ سمايل آهي. گورمک پاڻ اوم اڪر جو آواز

آهي، سچي شبد جو سُر آهي، ۽ انهد ناد جو آلاپ آهي. گُرمک پُورن پرڌان آهي، برهم گياني آهي، جوت جڳت جي جان آهي، ۽ سيل سنتوکھ جو سلو آهي. سڀ وڏايون، سڌيون ۽ نڌيون هن جون پنيان هلن ٿيون. گُرمک الاهي عاشق آهي، سهج سماڌيءَ جي سڄاوت آهي. گُرمک مُکت آهي، جيون مُکت آهي، وديه مُکت آهي. گرمک برهم روپ آهي. پاڻ پرماتما جو پاڇو پسي ٿو، ۽ پاڻ پڇاڻي پرماتما پائي ٿو. جوت جوت ۾ جذب ٿئي ٿي. اهو آهي دسوي دُوار يا دسوي آڪاس، جتي گرمک جو نواس آهي.

صاحب سمجهائين ٿا، ته لکين يا ڪروڙين ۾، ڪو گُرمکيءَ جي پرم پد تي پهچي ٿو. هاڻي انهيءَ جو اهو مطلب نه آهي، ته اهڙي ڪٺن پد لاءِ، هڏ ڇو هڻجن، ڪشٽ ڇـــو سهجن، ۽ قربانيون ڇو ڪجن؟ يا ڇڏجي ته جتي ايترا لک يا ڪروڙ انهيءَ پد کـــان محروم رهيا آهن، اتي اسين به. ڪو خاص فرق نه پوندو ڪونه. نه ڇو نه اسين به ڇڏجي، نه جي فلاڻي وڏي ڊگري يا فلاڻو وڏو عهدو، آدم ذات جي فقط هڪ سيڪڙي يـا بلڪ بلڪل اڻلکائتي حصي حاصل ڪيو آهي، ته پوءِ اسين پنهنجن ٻارن کي به، سڪول ۾ داخل ئي ڇو ڪرايون؟ اهو ته سراسر ڇسٽو ڇيهو! ڪجهه لوري گهٽي وديا پرائڻ، ڪوري جاهليت کان ته گهٽي قدر بهتر آهي. سو صحيح رستو، جيون ۾ ڪجهه نـــ واڌارو آڻيندو، ڪنهن ڇوٽيءَ موٽيءَ منزل تي ته پهچائيندو، ۽ آخر ڪن جنمن جي جستجو ۽ جدوجهد کان پوءِ، نيٺ ته وڃي انهيءَ پرم پد تي به پهچبو. آتما آخر ته آزاد ليکي آهي. سو جيترو ســرت سهيو، اوترو ئي ترت لاڀ سڄاڻو. پر صحيح رستي وٺڻ کان صفا ناٻري واري وهڻ، يـــا ماڻهن غلط رستو اختيار ڪرڻ، ته موريو جيون کي برباد ڪرڻــو آهي ۽ سفر خواهه مخواه لمبو ڪرڻو آهي. گُرمک جو مثال ته مشعال طور آهي، جنهن جي سوجهري جي آڌار تي، اسان کـــي اڳتي وڌڻ گهرجي. الئي ڪي اِت هڻي پهڻ يا اَللدو پنتي موت ڪاٽڻ سان، جيون کي هٿ ولي بگاڙڻو آهي. جالي جام يا نتيم سِڌ ته ڪو ورلي آهي. باقي گُرمکـــ ســـڀ ڪرپا سِڌ آهن. ڪجهه پنهنجي پتوڙ، ڪجهه ڪرتار جي ڪرپا، ڪجهه ستگور جو اپديش، ڪجهه سنتن جو سهارو، ڪجهه نام جو نشو، ته ڪجهه پرالبڌ جي ڪَل. جڏهين اهو نوراني لنگر نهڪي ٿو پهي، تڏهين لاثاني لطف ٿو لڳي ۽ ساڌڪ سفر لاءِ ٿو سانباهي. نيٺ اَڄ نـــ سڀاڻ، هو به ميندي لڳائيندو، وڃي واس ليندو، ۽ گرمک جي پدوي پائيندو. صاحبن، گُرمک جي پد جي، نهايت عمدي مهما ڳائي آهي، جنهن مان ڇُونڊ وچن هتي ڏنل آهن. انهن مان، ٻه خاص وچن، گُرو امرداس صاحب جا وچن، وري هيٺ ڏجن ٿا:

(١) گـــورمک آپڻا مـــنُ مـــاريـــا - شبـــد ڪسوٽـــي لاءِ
من هي نال جهگڙا من هي نال سَٿ - مـــن هـــي منجهه سماءِ.

سري راڳ، محـــلا چوٿان، وار (١٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢) گورمک اُتر سهج هيءِ - من چڙها ڏسوي آڪاسُ
لٿيءِ اوُلکهه نه ٻُک هيءِ - هر اُمرت نام سک داسُ
نانک دک سک وِياپت نهي - جِتيءِ آتم رام پرڪاسُ.

سلوڪ، محلا ٽيجا
(٢٦)

هاڻي پتو پئي ٿو، ته گورمک ڪيئن جاڳو، سجاڳو ۽ پورم پد پاتو، ته ڪٿان ٻالڪ پڻي
ٻند جي شروعات ڪئي، ته ڪيترا ڏک ڏاکڙا ڏٺائين، ته ڪڏهين سک ڏٺم ۽ وجي تاجپوشيءِ
جو چِت پاتائين. هُن جاڳو ته آتما جسي ديهيءِ روُپي بندبخاني ۾ بالد ٿيڻ جو مؤل ڪارڻ
آهي ترشنا. ترشنا مان ئي "ميريءِ تيريءِ" جا رنگ تا رچجن، پنڌن روُپي ڪرم ٿيسا
گهڙجن، ۽ بالد جو بنياد پختو ۽ پڪو ٿيندو ٿو وڃي. خود سچُورن آستان ٿي ٿ، الهيءِ
ٿنگدائيءِ ۽ خود مطلبيءِ وارو، ڏي وٽ جو وهنوار چاڙ آهي. سو ترشنا متائڻ ٻنا، تسـ
جڳت جو ڪلياڻ ٿيڻو آهي ۽ نه سالڪ کي مڪتي حاصل ٿيڻي آهي. لبهن ڪري، اهسو
اصوُل ياد ڪري، عمل ۾ آڻڻ گهرجي، ته ونڻ کان ڏيڻ بهتر آهي، بنا ڏيکاءَ جي، پڇهجي
برائي جي پيد جي، يا موت جي مراد جي. ڏجي اهو سڀ جو ڏئي سگهجي، ۽ جتي جتي
گهرج هجي. الي ڇا ڏجي؟ هڪ ته همدردي ۽ همرازي، خيرات ۽ خيرخواهي، خوشحالي
۽ خوشخيالي، سڪ ۽ سلوُڪ، پيو نه نصيحت اهو مالي مدد، وقت اهو ٿن جسـي شيوا ۽
هروقت شپ پاوناٿون. جتي ڏئي نه سگهجي، اُتي ڏکوئجي نه. ڪڪ کي ٻ نه رلجائجي.
ڪڏهين ڪڏهين، ڪٿي ڪٿي، اوچيتن جا خيال ٻُلائيندا ۽ پٽڪائيندا. پر محڪم ارادي
۽ اٽوٽ وشواس اڳيان، عيب ۽ نقص، گهڻو وقت دم جهلي سگهندا يا جتاءَ ڪري سگهندا؟

سچو صدق، جڏهڪ پڪيءِ ياقوُت آهي، جو هن آهدا ۽ آزمائش ۾، ترپتُ ۽ نرسـي
رکي ٿو. پڳتن ٿي پيڙ پئي نه آهي ته پڳوان پرگهٽ ٿيو نه آهي. پيڙ ته پڳوان هئي. پڳوان
ته پڳوان آهيئي آهي. لڳاتار اپياس سان، آهستي آهستي، پوءِ وسريل ياد پئي ٿو، من
صاف ٿئي ٿو، هردو ڪوُمل ٿجي ٿو، پڳوان جو پؤ وهي ٿو، صدق جاڳي ٿو، سڪ اڀري
ٿي، ۽ چت حاکم جي حضوُريءِ ۾ گُهي ٿو. جو من رڳو ممتا مڻن ۽ مالداڻن ۾ منجهيـل
هوُندو هو، سو هاڻي ڏيري ڏيري، پرمارٿ پاسي ڇري ٿو، مالڪ طرف مـُڙي ٿو، ۽
لڳاوُن کان ٽُڙي ٿو. پوڄن صاف، سادو ۽ ساتيڪو ٿو ورتائجي. جيئن پوڄن اٿس، تيـئن
من ٻ اٿس، جيئن من تيئن ويچارتا، جيئن ويچارتا تيئن ڪلمناٿون، جيئن ڪلمناٿون تيئن
ڪرم، ۽ جيئن ڪرم تيئن جيوُن. مطلب تـه خيال، وچن ۽ ڪرم، سڀ پـوتر ۽ پوترتا،
پاڪدامنيءِ ۽ پرهيزگاريءِ ۾ پرو اٿس.

جا جا ڪوشش، جيوُن سنوارڻ ۾ ٿي لڳائجي، سا پرپوُرءِ وٽ پاس پئي ٿي. نـڪون

اُنسان جاڳائي ٿي، عاشقن جي اونداهيءَ ۾ آڻي ٿي. پوءِ نه جهڙو سنگ تهڙو رنگ. اهڙيءَ اونداهيءَ ۾ نه آهي روشني لاءِ لالن جي، رام نام جي سمرن جي، ڏنيءَ ۾ ڏيان جي، مالڪ سان ميلاپ جي. انهيءَ خيالات جو پڪو ۽ پائدار اثر، سالڪ جي دل تي نه ٿئي ٿو. اهو رنگ ڪچو ڪهنبو ڪوڙو آهي پر ڳوڙهو ڳاڙهو آهي، جنهن جو ڦٽڻ مشڪل آهي. انهين سالڪ وچڙي ۽ رسجي ٿو، ۽ پنهنجي لائقيءَ مطابق، مرشد سان وقت سر ملاقي ٿئي ٿو. مرشد جو منتر وٺي، تاهان جي تپسيا چالو رکي ٿو. ڪرم نه ٿا ڦر پنهنجي جڙن ٿي جانب ڪي ارپڻ ڪري ٿو، سندس سرشتيءَ ڪي سنڀالي ٿو، تان جو پريميءَ جي پنڌ جي اڌ تي پهچي ٿي، ۽ پريتم سان پرچاڻي ٿئي ٿي. انهيءَ پرچاڻيءَ بعد، سڀ سرڪ سرڪ سواد ڦڪا لڳن ٿا، سنساري لڳاوَ نامرادو ٿئي پون ٿا. پريمي ۽ پريتم ملي هڪ ٿي وڃن ٿا، پريم جون لهرون اُڇلون کائين ٿيون ۽ مڙني ناڙين جي وڻ رڳ تارن ٿيون. جن جي اَلد ربن اک کليل آهي، جن جي چت جو ڪنول گل کڙيل آهي، سي سڀ گدگد ٿين ٿا، نه سندن ڏينهن نه جاڳ آيو ڪي آيو. پيار، آئي پيار، وشال پيار، سڀ درمياني دخل دور ڪري ٿو، مشڪل آسان ڪري ٿو، ۽ نيت وڃي پريتم جي پڙ ۾ پهچائي ٿو. پريم ۾ وڏي شڪتي آهي، جو نه پريم ڪجهه ڪهري ڪوڙ ٿو، ۾ رکو ڏئي ۽ ڏئي ٿيو ٿو. ناڻ اوڻ جي اجازت لاءِ التجا ڪري ٿو. موت ۾ سڪڻ شڪرانا وڻ لاءِ نه وقت ڪرائيس. پڻ جي خوشيءَ ۽ لذت ۾ ٿي، ڪيس لطف اچي ٿو. اهو پريم ناڻ پرماتما آهي.

سو اي پندا، تون نه ڪيڳ ۽ ڪوٺائيون ڇڏي، پڙ ۾ پير پاءِ نه اچي. قدم قدم جي قانونن جي، صاف سمجهاڻي ڏنل آهي. رکو عمل جي دير آهي، ايمان جي درڪار آهي. ارادو صاف ڪجي، نيت نيڪ ڪجي. اها پڇ جي پوڄي ڪٽي اچ پڙ ۾، نه پار پهچاڻ جي پرنواري، پرماتما پاڻهي اچي ڪندو. باقي جيستائين هردي جي حجري ۾، فقط حرص حواس جي هير ٿئي لڳندي، ليستائين نه پڇتاءُ جو پڪو ٿڪرندو، نه پراشچت جو پڇتاءُ پوندو، نه پرارٿنا جي پڪار اُٿندي، نه پيار پلئو ڪائيندو، ۽ نه وري پرماتما پاسند پوندو. دليون وهنوارن ۾، صاف هٿن بنا انصاف جي طلب ڪرڻ، نامناسب سمجهي وپندي آهي. نه پوءِ روحاني راهه ۾، صاف من بنا، پراپتي ڪيئن ٿي پوندي؟ من صاف نه مڏاڻون معاف. من ميرو نه دور دلبر جو ديرو. لوري ۾، اها ٿي التي باطني بات، تڪ ڪيئن ملندي ڏاتار جي ڏات. سو سعيو ڪر سوير تي پرڀات، متان متان پوئي جاڳ اچي رات.

# باب اٺون

## سُندر دَشا

### (١) پَتي پرماتما لاءِ پريمُ

(١) هوٺي هووان اَسن اسان - ڪَمد مَسوُل ڇڻ ڪاءِ
گور پرسادي ميرا شهه مليغ - وار وار هڻُ جاد جيمُ
ميءِ ڀنڃارن رام ڪي - تيرا نام وِکر واپار جي. (١. ر٠)
ڪسوڪل هووان اَلب بسان - سُهج شبد ڀنڃار
سهج سُپاءِ ميرا شهه مليو - درسن روُپ اَپار
ميلي هووان جل بسان - جمہ جسم سب سار
اَرواَر پار ميرا شهه وسيءِ - هڻُ ملنگي اهَه پسار
ناڪن هووان ڏُر وسان - شبد وسيءِ پوُ جاءِ
نانڪ سدا سوهاڳڻي - جن جوتي جوت سماءِ.

[راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٩)]

(٢) جي پاپي جي ڇڪي سائين - پي تُهنجي ڪَابتا
جان نيمهن دوجاڻي لگا - جهوُر مرهه سي وايتا
هڻُ نہ ڇوڙُر - ڪنب پاسرا
سدا رنگيلا لال پيارا - ايهُه مهنجا آسرا. (١.ر٠)
سجڻ تُوُن هيءِ سيڻ توُن هيءِ - تُجهه اپر ٻهه ماٺيتا
جان تُوُن اَندر تان سُکي - تُوُن نماڻي ماڻيتا

---

١. جهنگل. ٢. ڦل ڦوُل. ٣. واپاري. ٤. پتي پرماتما. ٥. سودو. ٦. اُنب جو وڻ. ٧. گيان. ٨. سياوڪ. ٩. دريا. ١٠. هن ۽ هن پر ٻه. ١١. ڪولي. ١٢. ڏرلي. ١٣. ڏپ. ١٤ ڪونجان اِيي. ١٥. ڏنيمه پاڻ اِهائي. ١٦. ڏکي ٿِيي. ١٧. وڇوڙي ۾. ١٨. پاسو. ١٩. مِتر. ٢٠. مائت. ٢١. گهٽر. ٢٢. مانُ شان.

سهڻيءَ[1] ٿوءُ[2] اُسنگ - منجهه ھپ[3] وڏا لُڏيندا[5]
هڪ پوري[6] اندر اهال - ڏاهه ڏوس ونگ[7] ماڻيندا
جيئن ڏاڍي من ڏاڙهيءَ[8] - ڪلوڪ[9] وڃن ڏوري
سو ڪڏ[2] وسري ماءُ مئي - جو وهيا پراوري؟
هو نمائي ڏهه پئي - مليا سهج سُپاءَ
پوءُ ب[10] لڪيا پاپا - تانڪ سنت سهاءَ.

[ راڳ سُوهي، محلا پنجوان، اِشٽپدي (۴) ]

(۳) هر ناهَ[2] نه ملي سهُجي ساجني[2] - ڪَٺ پاليٽي پرام
جِت گهر هر ڪنت[2] نه پرڪٽي[2] - پَٽ[11] لڪر[12] سي گرام[13].

(۴) هر پر[2] پس چن نه پاليئي - ڪوج ڏلي سپ ڪتئ[14]
آپ ڪماٽي وچڙي - دوس نه ڪاهو ديئ.

(۵) مهي مَت[15] جوبن گرب[16] گالي - ڏڏا ڪٽي نه آوي
ناانڪ ڏُن[17] ملي ملائي - بن پر[2] نيند نه آوي.

(۶) پر[2] ان ڪڙي نماڻي جيئڙ - بن پر[2] ڪئُ جيوان ميري مائي
پر[2] ان نيند نه آوي جيئڙ - ڪانهڙ[18] تن نه سهائي[19].

(۷) پر[2] دوس ناهي سکهه دائي - هم وچڙي پرهاري[20]
پرولت[21] ناانڪ ديسا ڏاره - گهر آوهو ناه پياري.

(۸) ينت[22] نهاري ڪامني - لوچن[23] پري ليئڙ سامآ[17]
اِرنه[24] پيجي ئي[25] نه ڪسي - هر ڏوس ڪي آسا.

راڳ مالجهه، محلا پنجوان، ٻاره ماهه (۱)

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، ڏن ولئ (۱)

راڳ گوڙي، محلا پهلا، چست (۱)۱

راڳ گوڙي، محلا پجا، چست (۱)۲

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، چست (۲)۱

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٦٥)

---

۱. سکيون. ۲. پتي پرمالما. ۳. ڪٺين. ۴. سيڻپي. ۵. وڏ پڪ کٽوان. ٦. گهڙي، پل. ۷. آنند ماڻيان. ۸. شانت ٿئي ٿو. ۹. پاپ. ۱۰. اڳئين جنم جو. ۱۱. تمام لتل، مساڻ جيان. ۱۲. شهر. ۱۳. ٻوٽ. ۱۴. واٽون، مارگ. ۱۵. نشي ۾ مست. ۱٦. هٺ ۾ پريل. ۱۷. جڳياسو استري. ۱۸. ڪپڙا. ۱۹. سهن ٿا. ۲۰. پيهجي ڪکمرن ڪري. ۲۱. فرمائين ٿا. ۲۲. وات. ۲۳. ٻوڙها، آنسون. ۲۴. بي آرام آهيان. ۲۵. پيرو.

(٩) پريم نه چاکيا مهري، ترس نه ٻجهائي - ڪما سو جوبن ڏن پڇتائي
آڇي سو جاڻڻ آس پياسي - ڀڳي لي اداسي رهڻ نراسي.

(راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٦))

(١٠) پيچ دوشٽ مل - پريه وڇوڙي
پرم پرم رووي - هاٿ پڇوڙي.

(راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٥))

(١١) جب لگ چيرهه انگ نه موڙي - پيت ڀڙي لڳ پريت نه ٽوڙي
هم تم بيچ ڀيو نهي ڪوئي - تمهه سو ڪنت نار هم سوئي.

(راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٥))

(١٢) پرڀ ملاوا جا ٿيئي - سائي سهاوي رت
گهڙي مهت نه وسري - نانڪ روٿي نت.

(راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٥))

(١٣) اڪو پرڀ سڪيتان سڀ پريه ڪي - جو ڀاوي پر سو ڀائي
نانڪ غريب ڪيا ڪري بچارا - هر ڀاوي تت راهه چلي.

(راڳ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٢))

(١٤) هڻ سڀ وس ڪري پر ڪارڻ - جي هر پرڀ ساچي ڀاوان
سو پر پيارا مي نندر نه ديکي - هڻ ڪڻ ڪر ڏيرج پاوان؟

(راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، شبد (٣))

(١٥) ساجن چلي پيارڙا - ڪڻ ميلا هوئي
جي گڻ هووي گنڍڙيئي - ميلينگا سوئي.

(راڳ سوهي، محلا پهلا، شبد (٤))

(١٦) سڀ اوگڻ مي گڻ نهي ڪوئي - ڪڻ ڪر ڪنت ملاوا هوئي؟
نا مي روپ بنڪي نيتا - نا ڪل ڍنگ نه مٺي بيئنا.

(راڳ سوهي، محلا پهلا، اشٽپدي (١)١)

(١٧) جني سچ جاتا سي سچي هوئي - اَن دن سچ ڌياين
نانڪ سچ نام جن هردي وسيا - نا وڇڙ ڏک پائين.

(راڳ سوهي، محلا ٽيجا، ڇنت (٢)٣)

(١٨) ڌن هر پرڀ پياري راوٽيا - جان هر پرڀ ڀاوي رام
اکي پريم ڪسائيا - جيئن بلڪ مسائي رام.

(راڳ بلاول، محلا چوٿان، ڇنت (٣)٢)

---

١. ترشنا، پياس. ٢. جگياسو استري. ٣. هائي نه. ٤. سنسار ڪان رهت. ٥. وڪار. ٦. پتي پرماتما. ٧. مروڙي ٿي. ٨. ڪرڪندس ڪونه. ٩. مصيبت. ١٠. وچ ۾ پيد ڪونه رهيو آهي. ١١. مند. ١٢. ماڻڪ. ١٣. ڏڻي. ١٤. ڪوڙا، ڪوڙ. ١٥. نظر. ١٦. ميلاپ. ١٧. ڳنڍي ۾. ١٨. سندر اکيون. ١٩. ذات يا خاندان. ٢٠. مٺو آواز. ٢١. رات ڏينهن. ٢٢. ڪنهن پيون آهن. ٢٣. ٻلي. ٢٤. ڪڻو.

(١٩) جو مسيو ٻيڌن - سا ڪس آکان ماءِ
هو ٻن جيئڻ نه رهيو - ڪئسي راکان ماءِ؟

راڳ ماروُ، محلا پهلا، شبد (٥)

(٢٠) تُو پاوين تُو جيهڻا - مون جيهڻا ڪيتڙاهه
نانڪ ناهُ نه وڇڙي - تن سچي رتڙياهه.

راڳ ماروُ، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٩

(٢١) سنجوڳ وجوڳ ميري ٻرڀ ڪيئي -
سرشٽ اُپاءِ دکا سک ديئي
دک سک هي تي پئي نرالي - گُورمک سيل تناها هي.

راڳ ماروُ، محلا پهلا، سولهو (٨)١٢

(٢٢) ڏن ڪري ڀڳ دونو ڪر جوڙي -
ٻرڀ ٻرديس نه جاوءِ وسهه ڳور موري
اَنسا ٻنڀ ڪرهه گرهه ٻيتر - جت اُبري ٻوڙ پياسا هي.

راڳ ماروُ، محلا پنجوان، سولهو (۴)٢

(٢٣) جي تون متر اَسانڍڙا - هڪ ڀوري نا وڇوڙ
جيئڻ مهجا تُو موهيا - ڪد ٻسي جاني تو هه.

راڳ ماروُ، محلا پنجوان، وار (٢)

(٢٤) ٻر گهر نهي آوئي مرئيي هاوئي - ڏامن چمڪ ڊراءِ
سيج اڪيلي کري ڍهيلي - مرڻ پيا دک ماءِ.

راڳ تکاري، محلا پهلا، بارهه ماها(٩)١

(٢٥) مُنڌ نيڻ ڀريدي گڻ ساريدي - ڪئُ ٻرڀ ملان پياري
مارگ پنٿ نه جاڻهه وِکڙا - ڪئُ پائيئي ٻر پاري؟

راڳ تکاري، محلا پهلا، چنت (٣)۴

(٢٦) نس ٻاسر ٻرئه ٻرئه مکه تيرءِ - نيند پلڪ نهي جاگيو
هار ڪجر بستر انڪ سينگار ري - ٻن ٻر سڀي بکه لاگيو.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٥)

(٢٧) ڪبير سوتا ڪيا ڪرهه - ٻئنا رهه اَر جاڳ
جاڪي سنگ تي ٻڇڙا - تاهي ڪي سنگ لاڳ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٢٩)

---

١. وڇڙن. ٢. پتي پرماتما. ٣. جهڙا ڳڻن. ۴. جڳياسو استري. ٥. ڪئين. ٦. رنگيل، رتل. ٧. ميلاپ. ٨. وڇوڙو. ٩. گوروءَ معرفت. ١٠. شانتي. ١١. زورهه. ١٢. ويٺي. ١٣. ٻئي هٿ. ١۴. هردي اندر. ١٥. واپار. ١٦. اُڃ. ١٧. اسانجو. ١٨. بجلي. ١٩. تمام ڏکي. ٢٠. ڏکيو. ٢١. رات ڏينهن. ٢٢. پڪاريان ٿي. ٢٣. سرمو. ٢۴. وِش.

(٢٨) ليهي لوڻ ڪر رهه - لي ساجن[2] گهٽ[3] ماهه
سب رس کيلهه پيٺ[2] سٺ - ڪسي لکاوهه نه ماهه۔ (٢٣٤)

(٢٩) آس جام[3] چوس گهڙي - لڳ[2] لرڪس[5] رهي جيٺ
ليهي اوڻ ڪٺ ڪرڻ - سب گهٽ ڏيکٺ پيٺ[2]۔ (٢٣٥) [محلا پنجوان]

(٣٠) سن سکي پيٺ[2] مهه جيٺ[6] اسي - جيٺ[6] مهه اسي ڪ پيٺ[2]
جيٺ[6] پيٺ[2] بوجهٺ لهي - گهٽ مهه جيٺ[6] ڪ پيٺ[2]؟ (٢٣٦)

(٣١) جوبن[7] جاندي نا ڏران[8] - جي شهه[2] پريت نه جاء
فريدا ڪتي[9] جوبن پريت بن - سڪ گئي ڪملاء[10]۔ سلوڪ، شيخ فريد (٣٤)

(٣٢) ڏمي[2] وهوڻا[11] پات ڦنبر - ٻاهي[12] سنتي جالي[13]
ڏوڙي وچ للڏڙي سوهان - نانڪ لي شهه[2] نالي۔ سلوڪ، محلا پنجوان (٢)

---

١. اڪيوڻ. ٢. پتي پرماتما. ٣. هردي ۾. ٤. پهر. ٥. ڏسڻ. ٦. آتما. ٧. جواني. ٨. ڊڄان. ٩. ڪتين. ١٠. ڪومانجي وڃڻ. ١١. ٻنا، ڪانسواء. ١٢. ٻاهر. ١٣. جلائڻ. ١٤. پريل.

## (٢) رنگ رَنگڙو

(١) مَن موليءَ جي کَٿا هوويءَ - ٻؤُ هوويءَ سؤُ ڏاري
ڪيا سينگار ڪامڻ تَن پهريءَ - واويءَ لال پياري
لال ٻهڙ ڏيا ڪامڻ موهي - ٻري ڪڻ هوهه لسہ آوري۔ (١. ر ٠)
هر هر هار ڪنٺ لي پهريءَ - دامودر دَنت ليئي
ڪر ڪرلا ڪنگن پهريءَ - لن ٻِڌ چت ڌريئي
مَڌ سوُدن ڪر مُندري پهريءَ - پرميسر پَٽ ليئي
ڌيرج ڌڙيءَ پنداويءَ ڪامڻ - سري رنگ سرما ديئي
مَن مندر جي ڏيهڪ جالي - ڪايا سيج ڪرائي
گيان راءَ جب سيجيءَ آويءَ - لتَ نانڪ ڀوڳ ڪريئي۔

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٣٥)]

(٢) ايسي تَن مايا پاهيا پياري - ليتڙا لب رنگائي
ميري ڪنت نہ ڀاويءَ چولڙا پياري - ڪيءَ ڌَن سيجيءَ جائي
ڪايا رنگڻ جي ٿيءَ پياري - پائيءَ ناءُ مجيٺ
رنگڻ والا جي رنگيءَ صاحب - ايسا رنگ نہ ڏيٺ
جن ڪي چولي رتڙي پياري - ڪنت تنان ڪي پاس
ڌوڙ تنان ڪي جي مليءَ - جي ڪهہ نانڪ ڪي اُرداس
آپي ساجي آپي رنگي - آپي ندر ڪريئہ
نانڪ ڪامڻ ڪنتيءَ ڀاويءَ - آپي هي راويئہ۔

[راڳ تلنگ، محلا پهلا، شبد (٣)]

---

١. سامس ٢. ڏاڍو ٻَندڙ. ٣. جگياسوُ استري. ٤. ڪري، لڳائي، پائي. ٥. ماڻڻ. ٦. پتي پرماتما. ٧. ٻين ڪي. ٨. ڏندن ڪرڻ جي چمڪهہ. ٩. مُنڊي. ١٠. ريشمي ڪپڙا. ١١. سيند. ١٢. ڏيئو. ١٣. پهل. ١٤. ڦاڙل. ١٥. لوبِ لالچ. ١٦. سرهو، ڏيهي. ١٧. پڪو ڳاڙهو رنگ. ١٨. وڻي.

(٣) مَنُ لِسَنِ رَتا رَنگ سنگِ - هؤمي[1] لبج وڪار
أهنِسِ[2] هِردي رو رِهيو - نِرڀؤ نام نرنڪار.

سري راڳ، محلا ليجا، شبد (١٦)
(٢٦)

(٤) آيسي[3] رنگِ رنگيؤنِ - شبدي لتڙون ملاء
سچا رنگ نه اُتريو - جو سچ[3] راسي لدو لاء.

(٥) يڪتا مَنِ آنند هيو - سچي شبد رنگ راسي
انِ دنِ[2] گڻ گاوهه سد نرمل - سهجي نام سماٿي.

سري راڳ، محلا ليجا، اشٽپدي(٥)٧

(٦) ڪريا ڪري جس پار برهم[3] - هووي ساڌؤ سنگ
جهُ جهُ اوهه وڌائيجي - لڳُ لڳُ هسر[3] سڳُ رنگُ.

سري راڳ، محلا ٺيجوان، اشٽپدي (٩)١

(٧) ليو[4] پاوُ[5] سينگار اٺاني - گور پرسادي[6] محل[7] گهر پاني
اَنِ دنِ[2] سدا راوي دن رالي[2] - مجيٺي رنگ اُٺاوٽيا.

راڳ ماجهه، محلا ليجا، اشٽپدي (٤)٤
٨(١)

(٨) آهي[3] رنگي سهج سِياڻي - گور ڪي شبد هر[3] رنگ چڙائي
مَن لن رتا رسنا رنگ چاوُلي[9] - پسي[4] پاوُ[5] رنگ چڙاوٽيا.

(٩) باهر[10] واڪيو ردي سمال - گهر[11] آئي گروند[3] لسي نالِ
هر هر نام سدتن ڪي سنگ - مَن لن راتا وام ڪي رنگِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٨٨)

(١٠) جهُ اَبلي[12] مجيٺي رنگ[9] گهگها - لڳُ سچي نسو جيءُ ديهه
رنگ چاوُلسي[9] آيه رتي - سچي[3] سڳُ لگا نيهن[5].

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٢٠)
سلوڪ محلا ليجا

(١١) هؤمي[11] ڪره[13] - ڪري سينگار
لڳُ ڪامڻ[14] سيجي - روي[15] پتار[3].

راڳ آسا، محلا پهلو، شبد (٢٦)

---

١. اَهنڪار. ٢. رات ڏينهن. ٣. پتي پرماتما. ٤. پڪوان جو پيؤ. ٥. پرماتما لاء پريم. ٦. ڪرپا. ٧. سروُپ. ٨. سياوپڪ. ٩. ڳُوڙهو ڳاڙهو رنگ. ١٠. گهر ڪان ٻاهر ڪم ڪارج ڪندي به، سدت مهاتماٿون هردي اندر سائينءَ جو سمرن ڪن پيا. ١١. گهر هؤندي به هؤ سمرن ۾ رڌل رهن ٿا. ١٢. نهڪي، اُپرجي. ١٣. لياڳي. ١٤. جگياسو اِستري. ١٥. ماڻڪ.

(١٢) سگلي[1] داسي ناڪري[2] - سب ڪهتا ميرا
جسهه سيڪاري نانڪا - بس سکهه بسيرا[3].

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٧)

(١٣) اِهه من سندر آپڻا - هر[2] نام مجيٺ رنگ ري
تياگه سياڻپ چاترِي[3] - تون جاڻ[2] گوپاله سنگ ري.

(١١٨).

(١٤) اي من ووڙي[5] رنگلي - تون سچا رنگ چڙهاءِ
ووڙي[5] باڻي جي رنپع[6] - تا اِهه رنگ لهي نه جاءِ.

واڳ آسا، محلا پهريون، اشٽپديون (٩)

(١٥) جني آپ[7] گوايا تني پر[2] پايا - رنگ سنگ رليا[8] ماڻيو
سدا رنگ رانپي سهجي[9] مائي[10] - ان دن نام وکاڻيو.

واڳ وڊهنس، محلا پهريون، چهنت (٣)١

(١٦) شبد رانپي[8] هوميو[7] گئي - سوپاؤنتي[11] نار
پر[2] کي پاڻي سدا چليو - نان ٿيا سيڪار.

واڳ سورٺ، محلا چوٿون، وار (٢٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(١٧) ڪهه ڪبير - رنگ راتا[8]
مليو - جگ جيون[2] داتا.

واڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(١٨) گڻ نڌان[2] ون[12] پيتر وسيا - تان دوک پرم پؤ ڀاگا
پئي پراڀت وست اکوچر[13] - رام نام رنگ لاگا.

واڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٤)

(١٩) سو شهه[2] ميرا رنگلا - رنگي سهج سڀاءِ
ڪامڻ[11] رنگ تان چڙهي - جا پر[2] کي انڪ[14] سماءِ.

واڳ سوهي، محلا ٽيجا، اشٽپديون (٣١)٣

(٢٠) شبد سچي رنگ لال ڪر - ڀؤ ڀاو سينگار بڻاءِ
نانڪ سدا سوهاڳڻي - جو چلن ستگور ڀاءِ[15].

واڳ سوهي، محلا ٽيجا، وار (٣)

(٢١) سکي[11] سهيلي رام[2] رنگ رانپي - من تن آپ ڳجاني
نانڪ اچرج اچرج[16] سنگ[2] مليا - ڪهڻا ڪڇو نه جاني.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥)

---

١. سيهٽي. ٢. پتي پرماتما. ٣. واسو، نواس. ٤. چترائي. ٥. سهڻو، سندر. ٦. رنگڻي.
٧. اهم ڀاؤ. ٨. رتل. ٩. گيان. ١٠. مست، ڀرپور. ١١. جگياسو استري. ١٢. هردو.
١٣. رام نام. ١٤. سروپ. ١٥. آگيا مطابق. ١٦. آتما.

(٢٢) لال رنگ تِس ڪئي لڳا - جِس ڪي وڏ ڀاڳا
مَئلا ڪدي نه هوئي - نهه لاڳي داڳا.

(٣٣)

(٢٣) ست[1] سنتوک[2] دِيا ڌرم - سيڱار ٻناوءِ
ستل سهاڳڻ نانڪا - آپڻي پرڀ[3] ڀاوءِ.

(٤٥)

(٢٤) سو ٻَئرا[4] جو آپ نه پڇاڻي - آپ پڇاڻي تا اِڪو جاڻي
اِٻهه[5] نه ماڻا سو ڪپهه[6] نه ماڻا - ڪهه ڪبير راچي رنگ راڻا.

راڳ ڀئرو، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٢٥) محبت جِس خدا[3] دي - رتا رنگ چلول
نانڪ وِرلي پائيئي - تِس جَن قيمتِ نه[7] مُول.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٢٢)

(٢٦) ڪوڻ جوڳ[8] ڪوڻ گيان ڌياڻا - ڪوڻ گڻي[9] رِجهاوئي؟
سوئي جن[10] سوئي نج ڀڳتا - جِس اوپر رنگ لاوئي.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا پنجوان، شبد (١)

(٢٧) هر هر روپ رنگ سڀ تيري - ميري لالن لال گلاري
جيسا رنگ ديهه سو هووئي - ڪيا نانڪ جنت[11] وچاري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (٨)٣

(٢٨) سَت سنگت پريت ساڌ اَتِ گُوڙهي[12] - جيئن رنگ مجيٺ بهه لاڳا
ڪايا ڪاپڙ[13] چير بهه ڦاڙي - هر رنگ نه لهي سڀاڳا.

راڳ ماليگوڙا، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢٩) ساچئه رنگ رنگاول[14] - سڪي هماري ڪنت
سچ وچوڙا نا ٿيئي - سو سُهه رنگ رِوَنت.

راڳ ماروُ، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)١٠

(٣٠) اِڪ پنچا[15] مار شبد هئي لاڳي - ستگور آءِ مليا وڏ ڀاڳي
انتر ساچ روهه رنگ راتي - سهج سماوئي سوئي هي.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٢)٢

(٣١) نا مئلا نا ڌندلا[16] - نا ڀڳوا نا ڪچ
نانڪ لالو لال هئي - سچي رتا سچ.

راڳ مارو، محلا تيجا، وار (٨)، سلوڪ محلا پهلا

---

١. سچ. ٢. سنتوش، شانتي. ٣. پتي پرماتما. ٤. پاڳل. ٥. هاٿي، هن جنم ۾. ٦. پرلوڪ ۾ محبت ليءِ. ٧. قيمت پائي نه سگهبي. ٨. جُڳتي. ٩. گڻ. ١٠. پرماتما جو داس. ١١. انسان، جيوُ. ١٢. تمام گهڻي. ١٣. ڪپڙو. ١٤. رنگيندڙ. ١٥. پنج وڪار. ١٦. سچو ست نه هجي ته ڪٿن ڪان ٻاهر آهي.

(٣٢) موهيو ڪامڻ - ميرا ڪنٿ ڪرتار
جيها ڪرائي - تيها ڪري سينگار.

راڳ ٻهاڳڙو، محلا ٽيجا، شبد (٤)

(٣٣) آپي رنگ سڀ ڪو رچي - جنهن هرڻ لايا اِس تس لڳي
سڀ رنگ اِڪ رنگ ماهه - سڀ شڪا سکه هر ڪي لاءِ.

راڳ بسنت، محلا پهريان، شبد (٢)

(٣٤) نام پرڀو ڪي جو رنگ رائي - ڪل مهه ٺاکر جي سي گني
آور آپاڻ نه ڪوئي سؤجهي - نانڪ ڪرپا ڪرن ارادي.

(٢١)

(٣٥) جس گهر وسيا ڪنت - سا وڏ ڀاڳڻي
تس ٻڌيا هي سينگار - ساڳي سوهاڳڻي.

ڍنهي، محلا پنجوان، ٻوڙي (٤)

(٣٦) فريدا ڪنت رنگاولا - وڏا ويمحتاج
الله سيتي رتيا - اهه سچاوا ساج.

سلوڪ، شيخ فريد (١٠٨)، [محلا پنجوان]

١. جڳياسو استري. ٢. پتي پرماتما. ٣. سيهيڪي. ٤. ڪلجڳ. ٥. ڳڻيا وڃن ٿا. ٦. بيپرواهه.
٧. سچو سينگار.

## (۳) سُهاڳڻِ

(۱) جِس گھر پِرِ[۱] سوهاڳُ بڻايا - تِس گھر سکيئي منگل[۲] گايا
آنند بِنود[۳] تِتي گھر سوهھِ[۴] - جو دَنِ[۵] کنت[۱] سينگاري جيءُ
سا ڳڻونتي سا وَڏ ڀاڳڻ - پُترونتي[۶] سيلونت[۷] سوهاڳڻ
روپونت[۸] سا سُگھڙ بچکڻ[۹] - جو دَنِ[۵] کنت[۱] پياري جيءُ
اَچارونت[۱۰] ساٿي پرڌاني[۱۱] - سڀ سينگار بڻي لِس گياني
سا ڪُلونتي[۱۲] سا سڀراڻي[۱۳] - جو پِر[۱] کي رنگ سواري جيءُ
مهما تسڪي[۱۴] ڪهڻ نه جائي - جو پِر ميل لئي اَنگ لائي
اِستر[۱۵] سوهاڳُ وَرُ اَگم اَگوچر - جن نانڪ پريم ساڌاري جيءُ.

[راڳ ماجھ، محلا پنجوان، شبد (۴)]

(۲) سوهاڳڻي آپِ سَواريون[۱] - لاءِ پريم پيارُ
ستگور کي ڀاڻي چلديا - نامي سهج[۱۶] سينگارُ
سدا راوهن[۱۷] پِر[۱] آپڻا - سچي سيج سُهاءِ
پِر[۱] کي پريم موهيا - مِل پريتم[۱] سک پاءِ
گيان اَپار سينگار هيءِ - سو ڀاونتي[۱۸] نار
سا سڀراڻي[۱۳] سُندري[۱۹] - پِر[۱] کي هيت پيارُ
سوهاڳڻي وچ رنگ رکيون - سهجِ اَلک[۱] اَپار
ستگور سيون[۲۰] آپڻا - سچي ڀاءِ پيار
سوهاڳڻي سينگارُ بڻايا - گُڻ[۲۱] کا گَلِ هارُ
پريم پِرمل[۲۲] تن[۲۳] لاوڻا - اَنتر رتن وچارُ.

[راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (۸)]

---

۱. پتي پرماتما. ۲. آنند جا گيت. ۳. خوشيون. ۴. سهڻ ٿيون. ۵. جڳياسو استري. ۶. پُٽن واري. ۷. پتورتا. ۸. سهڻي، سندر. ۹. سمجھيو. ۱۰. گياناوان، سڪرم ڪندڙ. ۱۱. مکيه، برک. ۱۲. اوچي ڪل واري. ۱۳. مهاراڻي. ۱۴. لڳ. ۱۵. قائم، لهڻو. ۱۶. گيان. ۱۷. ماڻين. ۱۸. پريت. ۱۹. آنند. ۲۰. سڪ. ۲۱. گلو، ڳچي. ۲۲. سڳنڌ. ۲۳. سرير، ديهي.

(٣) جاهه پُڇهه سوهاڳڻي - تُسي راويا ڪني ڳُڻي؟ [١] | سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٠)
سهج سنتوکِ [٢] سينگاريا - مِٺا بولڻي
پِرُ [٣] ريساليو تان مِلي - جان گُر ڪا شبد سُڻي.

(٤) جڳ [٤] سُپنا باجي [٥] بني - کِن مهه کيل کيلاءِ | (١١)
سنجوڳي [٦] مِل ايڪتي - وِجوڳي [٧] اُٺ جاءِ.

(٥) آپي [٣] رسيئا [٢] آپ رس - آپي راوڻهار [٨] | (٢٥)
آپي [٣] هووي چولڙا [٩] - آپي سيج ڀتار.

(٦) سڀئي ڪنت [٥] مهيلڙي [١٠] - سڳولي [١١] پوُجهه نه پاءِ | سري راڳ، محلا پهلا اشٽپدي (٨)٢
هٺ سُتي [١١] پِرُ [٥] جاڳنا - ڪس ڪهُ پوُڇهه جاءِ.

(٧) اَڪال مورت وَرُ [٥] پايا اَبناسي [١٢] - نا ڪدي مري نه جايا | سري راڳ، محلا چوٿان، ڇنت (٢)١
وِياهي [١٣] هوئا ميري بابُلا [١٤] - گُرمُکي [١٥] هرِ پايا.

(٨) شبد رَتي سوهاڳڻي - سٽگُر ڪي ڀاءِ [١٦] پيار | سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٧)، سلوڪ محلا ٽيجا
سدا راوي پِرُ [٣] آپڻا - سچي [٣] پريم پيار.

(٩) بِرهو بُجهت جسڪي مِن لاڳي - ڳُڻ گاوي اَنُ دِن [١٧] جاڳي | راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٤٣)
بانُهن پڪڙ لِس سوامي ميلي - جسڪي مستڪ لِکيا [١٨].

(١٠) جِني راويا [١٩] پرڀُو [٣] آپڻا - سي دِسن نِت کڙيناهه | راڳ ماجهه، محلا پنجوان، ٻارهه ماهه، پوڙي (١٠)
رتن جواهر لعل - هرِ [٣] ڪنت تنان جڙيناهه.

(١١) پڙ [٢٠] ڪي چرڻ ڪر ياڙ [٢١] ڪي - اونڻ [٢٢] سرڻ [٢٣] ڪراڻِ | راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٣)، سلوڪ محلا ٻوجا
ناانڪ ڪهي سياڻيئي - او ڪنت مِلاوا هوءِ.

---

١. تو ڪهڙن ڳڻن سان رجهايو آهي؟ ٢. سنتوش، شانتي. ٣. پتي پرماتما. ٤. سهڻو، سندر. ٥. کيل، تماشو. ٦. سنبنڌ مهاتمائن. ٧. ڏُک. ٨. آنند وٺندڙ. ٩. ڊيهي، سرير. ١٠. هردي پر. ١١. غفلت جي ننڊ. ١٢. دائم قائم. ١٣. شادي. ١٤. پتا. ١٥. گورو ء معرفت. ١٦. سِڪ. ١٧. رات ڏينهن. ١٨. مستڪ پر ليک لکيل آهي. ١٩. آهوڻ ساهوڻ. ٢٠ پيرن جو پٿو. ٢١. پرماتما سان پيار. ٢٢. اکيوُن. ٢٣. ٻولي.

(١٢) مُسرِيءِ امڻيءِ ڀِرِ وسيءِ - ڪهه ڪمس ڀِڏ ڀاڳهيءِ ؟
آپ ڀسرليهن الک هيءِ - آهسي ميلا ليگسيءِ .

واڳه گوڙيءِ محلا لهجا، شبد (١٧)

(١٣) سپهل سنجهر ڀِڙِيه آگيا ماڙيءِ - اِس ناڙيءِ ڪٽ دک نه هماڙيءِ
ڪهه نانڪ جِن ڀِرِيه ڀرميسر ڪر جاليا- ڏنِ سنِيءِ دوگهه ڀرواڻيا .

واڳه گوڙيءِ محلا ڀهجوان، شبد (٣٠)

(١٤) الصمد واجهي وجسهِ گهر مهه - ڀسر سنگ سهج وچالسي
ڀيونِس نانڪ سهج وهنيءِ - هبر مليا ڪنت سُکدالسي .

واڳه گوڙيءِ محلا ڀهجوان، چمس (٣)١

(١٥) ڀيم ڪولو سانت سهج سوامي - ڀرگاس ڀيا ڪول گليا
ڌو ڀاڀا ڀرڀ انترجامي - نانڪ سوهاگڻ اسر للِيا .

٤(٤)

(١٦) بِن سنگ سنِيءِ هوه ڪسي ناڙ - ڀهڀهس ديکهه رديءِ بيچار
ڀرڀس ڀِيا ڪسي ڀڏيءِ سيهه - جب لگه وسُ لب لگه لهيءِ ليمهن؟

واڳه گوڙيءِ ڪبير صاحب، شبد (٢٣)

(١٧) سدا سوهاگڻ جو ڀرڀ ڀساويءِ - گور شبدي سيگار ٻڻاويءِ
سيج سُکالي اَن دِن هر راويءِ - مِل ڀريتم سدا سک ڀاويءِ .

واڳه آسا، محلا ليجا شبد (٨) .

(١٨) سهج غُفا مهه آسڻ ڀاڏيا - جسوس سروپ اناحد واجيا
مها انند گور شبد وچار - ڀرِيه سنگ راتي ڏن سوهاڳڻ نار .

واڳه آسا، محلا ڀهجوان، شبد (٢)

(١٩) گن اوگن ميرو ڪڇ نه بيچارو - لهه ديکيو روپ رنگ سيگارو
چج اچارو ڪڇ ڀِڏ نهي جاڻي - ٻانهن ڀڪڙ ڀرڀ سيجيءِ آڻي .

(٧)

(٢٠) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه مِٽاويءِ - چڏڪيءِ دُرمت اڀني ڌاري
هوه نماڻي شيو ڪماوهه - تان ڀريتم هووهه من ڀياري .

(٢٨)

(٢١) نا ميءِ گُل نه سوياڻ لسڻ - ڪيا جانا ڪڻ ڀاڀي ڪنت
موهه اناٿ غريب نماڻي - ڪنت ڀڪڙ هم ڪيئي راڻي .

(٩٥)

---

١. ڀرلوڪ. ٢. هسي لوڪ. ٣. ڀتي ڀسومالما. ٤. ڀتورس ڌرم. ٥. الدويِن لسي قمضيره. ٦. جگياسو استري. ٧. ڌرماءَ جو. ٨. قبوُل. ٩. الصد شبد. ١٠. فرمائين ٿا. ١١. ناس ٿيو. ١٢. روشني. ١٣. قائم ٿيو. ١٤. ڀرڀم. ١٥. وشين جو سوادِه ١٦. ناميوا آهي. ١٧. ويچار ڪرڻ. ١٨. سڪورم. ١٩. ڪمس. ٢٠. اهم ڀاڙ. ٢١. سعدولا. ٢٢. وٽهاءَ. ٢٣. پت راڻي.

(٣٢) سڀج سهاوڻو سدا پر[1] راوڻو - هر ڦر ٻاٻا نسار[2]
نا هر مرڻو نا ڪڏهن دک لاڳئو - سدا سوهاڳڻ نار.

واڳ سورٺ، محلا چوٿون، وار (٢٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٣٣) جو دل مليا سو مِل رهيا - مايا ڪهيئو ري سوئي
جي ڇهترا اوچڙئو[3] - ٻاسي ميل نه هوئي.

واڳ تلنگ، محلا پهلا، شبد (١) [اٻيو دفع]

(٣٤) پرگٽيا[4] سوُر[5] جوت اجيڙارا[6] - سڀج وچاڻي سرڻ اڀارا
نو رنگ لال سڀجا راوڻ آيا - جن نانڪ پر[1] ڏن[2] مِل سک پايا.

واڳ سوُهي، محلا پنجوان، شبد (٤)

(٣٥) ڏن پر ايهه نه آکئن - ٻهن اِڪٺي[7] هوءِ
ايڪ جوت[8] دُءِ مورتي[9] - ڏن پر[1] ڪهيئو[2] سوءِ.

واڳ سوُهي، محلا ٽيجا، وار (٩).

(٣٦) ملئيئو[10] مليا نا مليئو - مليو[11] مليا جيسي هوءِ
انتر آتمو جي ملئو - مليا ڪهيئو سوءِ.

(١٩) [سلوڪ محلا دوُجا]

(٣٧) جان سک تان شهه[1] راوبو - دک ڀي سمالئو[12]
نانڪ ڪهئو سياڻيئو - اءِ ڪنت[1] ملاوا هوءِ.

(٢٠)

(٣٨) شهه[1] ڪي ساڙ[13] سوهاڳڻ جانئو - تج[14] آيمان سک رليئا مانئو
تن من ديئو نه انتر[15] راکئو - اوران ديکه نه سُنئو آياکئو[16].

واڳ سوُهي، پکت رويداس، شبد (١)

(٣٩) سک ساگر پرٿي[1] پانيئو - جب هووئو ياگو رام
مانن[17] مان وجائيئو - هر[1] چرڻي لاڳو رام.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، چنت(١)٤

(٤٠) سنجوڳي ميلاوڙا[18] - لن[19] تن ڪيتي يوگ
ونجوڳي[20] مِل وچوڙي - نانڪ ڀي سنجوگ[21].

واڳ مارُو، محلا پهلا، شبد (١)

(٤١) پر[1] سيتي ڏن[2] پرام رچائي - گور ڪئو شبد لتا چت لائي
سهج سيتي ڏن ڪري[2] سهيلي[22] - ترشنا تِکا[23] نِواري جيئه[24].

(١٢)

---

١. پتي پرماتما. ٢. جگياسوُ استري. ٣. گهٽي خواهش رکڻ. ٤. ظاهر ٿيو. ٥. سوُرج:
٦. روشنائي. ٧. گڏ وهڻ. ٨. آتما. ٩. سرير. ١٠. ڀونگي ملاقات. ١١. سچي ملاقات.
١٢. سمرن ڪهي. ١٣. قدر. لياڳي. ١٥. ڀيد، تشاوت. ١٦. ڏسڻ. ١٧. اهنڪار.
١٨. سنت مهاتماڻون. ١٩. ميلاپ ڪن ٿا. ٢٠. دشت، منمک. ٢١. ميلاپ ڪري ٿو.
٢٢. تمام سکي. ٢٣. پياس، اُج. ٢٤. نورت ٿي وڃي ٿي.

(٤٢) سڄڻ ڏِٺِي[1] تو[2] ميلا[3] هووي - گورمت وچهه[4] درمت کووي
رنگ سڄڻ اِس رلِيا ماڻسِي - اِيهي ڪِنت[2] پياري جيءُ.

واڳ ماروُ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣) ١

(٤٣) سدا ڪا پر[2] ايڪ هي - پر[2] اِن ڪابي ناهه
نانڪ سي سوهاڳڻيُ - جو سَتگُرُ ماهه سماهه.

واڳ ماروُ، محلا ٽيجا، وار (٧)

(٤٤) گهر سيج سُهاوِي جان پِر[2] راوِي - گورمک مستڪ ڀاڳو
نانڪ اهِنس[2] راوي پرڀ[2] پنهنجي - هر[2] ور اِر سوهاڳو.

واڳ تکاري، محلا پهلا، ٻارهه ماها (١٧)

(٤٥) اوُن انتر جامي هر[2] آپ - جيءَ اوُن چلاوهه پياري تِويِي چلان
همري هاٿ ڪڇ ناهه - اوُن ميلهه تان هڄ آءِ ملان.

واڳ تکاري، محلا چوٿان، ڇنت (٤) ٢

(٤٦) اوُگن لياڳ پئي ٻيراڳن - اسٿر[6] ور سوهاڳ هري
سوڳ[7] وجوڳ[8] تس ڪدي نه وياپي - هر پرڀ[2] اپني ڪرپا ڪري.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٢)

(٤٧) نِوڻ[9] سو اکر کوڻ[10] گڻ - جِهبا[11] مڻيا منت[12]
اي تِويي پيڻي[13] ويس ڪر - تان وس آوي ڪنت[2].

سلوڪ، شيخ فريد (١٢٧)

(٤٨) ميني گهڻي[1] شهه[2] وسي - شهه بِن گهٽ[15] نه ڪوءِ
نانڪ تي سوهاڳڻي - جِنان گورمک[16] پرگٽ هوءِ.

سلوڪ، محلا پهلا (١٩)

(٤٩) گورمک نام سوهاڳ هي - مستڪ مڻي[17] لکياس
هر هر نام اردارِيا - هر هرديءَ ڪمل پرڪاس[18].

سلوڪ، محلا ٽيجا (٣١)

(٥٠) آپ پڇاڻهه پر[2] پتم مِلي - وِلا ڇهبر[19] لاءِ
ڇهم ڇهم امرت ورسدا - لِشنا[20] ڪم سڀ جاءِ.

(٥٦)

(٥١) سُتڙي سُکي[21] سوُتن[22] - جو وِلي شهه[2] آپڻي
پريم وِڇوها[8] ڏڻي سُهه - انبي پهر لوُتن[23].

سلوڪ، محلا پنجوان، (١٢)

---

١. جِگياسوُ استري. ٢. پتي پرماتما. ٣. ميلاپ. ٤. واحد ذهن. ٥. ويراڳ پر. ٦. قائم. ٧. ڏک. ٨. وڇوڙو. ٩. نهٺائي. ١٠. ڪميا. ١١. زبان. ١٢. منا منتر، شبد. ١٣. ليڪي. ١٤. هي پڻ. ١٥. هردو. ١٦. گوروءَ دئاران. ١٧. تر مالر. ١٨. پرڪاش. ١٩. برسات. ٢٠. ترشنائون. ٢١. سهمندي. ٢٢. ننڊ. ٢٣. ورلائون ڪن.

# سهاڳڻ

مالڪ سان ملاقي ٿيڻ کانپوءِ، سڌيون سهاڳڻيون، ڪئين پرين جا پنڌ ڏسيا آهن، جهڙوڪ:
سُکي پاڌو، سرو پاڌو، ماٺا يا ٻيا پاڌو، داسا پاڌو، مڌو، ڪنهن يا پنهنجي پاڌو. سري گرو گرنٿ
صاحب ۾ به، اِنهيءَ هڪ هڪ پاڌو ٿي، الڳ شبد ۽ سلوڪ آيل آهن. هن پستڪ جي
پهرئين ڀاڱي جي ٻوڏن باب ۾، "ڏهاڳڻ" بابت احوال آيل آهي ته هن باب جي شروعات،
"سهاڳڻ" سان ٿئي ٿي. صاحب مڌو يا ڪنهن پاڌو جو تصور ڪندي، ۽ پاڻ کي پنهنجي
پرماتما جي پرڀڻ يا پنهنجي سمجهندي، وڇوڙي جا ورلاپ ڪيا آهن، اوسيڙي ۽ اُڪير
جا آلاپ آلاپيا آهن، ڏهاڳڻين جا ڏوهه ۽ سهاڳڻين جا سُلڇڻ سمجهايا آهن، وصل جي
ورونهن ۽ واحد جي وجد جا ورق ورايا آهن. اهو آنند يا وجد ٿي آهي، واحد جي واقفيت
جو، جيو آتما ۽ پرم آتما جي ميلاپ جو. سچو شڪ، گورمک ٿيو آهي. گورمک ٿي اٿي
پرماتما سان، پريم جو داغ لڳائڻ آيو آهي، حقيقي عشق جو اظهار ڪرڻ آيو آهي، سر ڏيئي
ٿي کٽي قربانيءَ جو ڪلام ڳائڻ آيو آهي. ڪُل نياڳ جي بازي کيلڻ آيو آهي. سمرپڻ کي
سيج ٿي سمهاري، امر سهاڳ جو اکنڊ آنند ماڻڻ آيو آهي. مڌڪر هوندي موت ٿٺي آهي.
هاڻي ڪابه مشڪلات مدجهائيس ڪانه ٿي، ڪابه رڪاوٽ روڪيس ڪانه ٿي، ڪابه پرڪشا پريشان
ڪريس ڪانه ٿي، ڪابه قرباني ڪنبائيس ڪانه ٿي. اڏول ۽ اَٽل رهي، آهو ڏاڍو ڀلو ٿي
ٿي، ويڙهيءَ وهي ٿي، ڏوليءَ چڙهي ٿي، سيج سينگاري ٿي ۽ ساجن سان سنمک اچي
ٿي. پريم جي سَت لڳائي، سدا سهاڳڻ ٿي آهي. پريم جي پرک ۾ پاس ٿئي، پنهنجي پرماتما
جي پَت واري ٿي آهي. کٽي ڪين جي ڪٽي، آهي ور کي وڻي. هاڻي ڇو ڪنهن جي
ڪاڻ ڪڍي، جهنگ جهاڳي، ڏونگر ڏاري، اُڪ لنگهي، ۽ ڀر پنڌ ڪري؟ هاڻي ته،
سفر جا سڀ سور ۽ سختيون ٿاٻ ٿيا. هاڻي ته سڀ جو سهرو سر مٿان اٿس. هوءَ سيج
سکي آهي، محب مُکي آهي. ڏکن ۽ ڏاکڙن جا ڏينهن ختم ٿي ويا، ڳولها ۽ ڳاري جون
واهيون پوريون ٿي ويون. هاڻي ته سدا سکي آهي، سدا سهاڳڻ آهي. پرين ۽ پريتم، اڄ
پاڻ آهي. سهاڳ پاڻ آهي، سهاڳڻ پاڻ آهي، ته شهه به پاڻ آهي. پيار ئي پيار آهي.

صاحب سهاڳڻ کي، پنهنجن ڪيترن نالن سان به سڏي ڪوٺيو آهي، جهڙوڪ: نسار،
ناري، اماڻي، ڪامڻ، ڪامڻي، سڻي، سکي، ڌن، ٻڌجارن، وغيره وغيره. ساڳيءَ طرح
سهاڳڻ به پنهنجي پرماتما کي ڪيترا نالا رکيا آهن، جهڙوڪ: پِرين، پِر، پرين، پرين، پريتم، پيارو،
شهه، ساجن، سڄڻ، سيڻ، رمئيا، راول، رنگيلو، لال، لالن، ناٿ، ڪنت، ڏلارو، وغيره
وغيره. پنهنجيءَ ٿي ڪٽي بيشمار نالا رکي، ته به سبدس پريم جي پياس لهندي ڪانه.
نالا ته رکو الفت جو افسانو نا آڻائين ۽ اکر ته رکو نينهن جو نيابو نا نڀائين. ٻاقي نالا ڪيئن

هيءَ لالن لاءِ لڳاتار لوچ، جڳياسوُ استريءَ کي سوچ ۾ وجهي ٿي، نه ڪي نه گناهه گهٽتا ٿيون هوندا ٿيون، جنهن سببان جالب کان جدا ٿي پئي آهيان. نه ڪي نه ڏوهه ڏنگائيون هوندا ٿيون، جنهن ڪارڻ پرينءَ کان پري ٿي پئي آهيان. هيڏي لوچ جي لوڇي هوندي ، جو دلبر کان دور ٿي پئي آهيان؟ اهين خيال ٻيالي پئي، نه لحظي ۾ لهس لڳس ٿي، خاموشيءَ جو آواز ٻُڌي ٿي، چت شڪتيءَ جو چمتڪار ڏسي ٿي. پنهنجا ڪيل پاپ اپراڌ، اکين آڏو اچنس ٿا، پنهنجا ڪيل ڪڪرم ۽ ڪليش ياد پونس ٿا. وڇوڙي جي وجهه جي معلوميت مليس ٿي. پڇتاءُ، پراشچت ۽ پرارٿنا جي پناهه وٺي ٿي. جدائيءَ کان جانا پوي ٿي، پڇتاءُ جون پڪارون ڪري ٿي. سهرينءَ کي سڏڙا ڪري، سڏڪا پري ٿي. اکين جي آنسن سان، من جي مدائن جي ميراڻ مٽائي ٿي. روئي روئي راڻل کي رهاڻ کهوي ٿي. ليلائي ٿي، ٻاڏائي ٿي، پڪاري ٿي. ڇا ٿي پڪاري؟

هي منهنجا منڙا مالڪ، ڪانهي ڪا ڪاڻ ڪهن ۾. مان پاڻ ڪني ڪاٺياري آهيان، ميري مٽي آهيان، بدچلن بدافعالي آهيان، بيٺي بيحياءُ آهيان، عيبدار عرضدار آهيان. اوگڻ ۽ اوڻايون ۾ انڪيل آهيان، وڪارن ۽ وهمن ۾ وچڙيل آهيان، نفسانيت ۽ نفرت ۾ ندگن آهيان. هوڙي هٺيلي آهيان، حسد جي حمل ۾ آهيان. پنهنجون اسدائون برايون، بدبختيءَ جو باعث بڻيون اٿم. ٻاهيءَ لاءِ ٿلاهي مان پاڻ آهيان، جو تو وٽي وڪٽيم ڪوڙي ڪچ جي لالچ ۾. انهيءَ وڪري پڇاٽا، منهنجا ڏينهن وساڻا، منهنجا گل ڪوماڻا. هاڻي وٺي هٿ مروڙيان ۽ لڏا ساهه ڪڍان. دوش نه ڪنهنجو آهي ۽ نه ڪنهن کي ڏيان ٿي. پنهنجا ڪرم ڪٽيان ٿي. هي ساٿين سرتاج، تون نه سکڻ جي سرتاج آهين. پر مان پنهنجي پاپن ڪري ٿي، وٺي ڪشٽ ڪاٽيان. سو تو ڏاتار کي ڪهڙو ڏوهه ڏيان؟

پِر دوس ناهي سُکه دائي – هٿُ وڇڙي ٻُرباري. — راڳ گوڙي، محلا

پدونت نانڪ دِيا ڌاره – گهر آوهه ناٿ پياري. — ڇنجوان، ڇنت(٢)١

هي منهنجا پيارا پريءُ، تون نه هڪڙو اڪيلو، پر ٻوٽنان پيئون ٻوئي انيڪ استريون. سهڻي ٽوڪي سنيارين ٿيون، پانٽين ٿيون، موهين ٿيون. سهڻي ٽولان مشتاق آهن، ٿُهن جي ميلاپ لاءِ منتظر آهن. ٻر ٽوڪي نه وٽندءَ ئون آهي، جي تو جيان ساڃهيون ۽ سباجهيون، پاڪدامن ۽ پرهيزگار، بيداغ ۽ بيمثير هونديون. جي نهٺائيءَ ڪري نميون نيٺيون هونديون، سيرت ۾ سهڻيون هونديون، روپ ۾ رولانثيون هونديون. جن جا نيڻ حليمائيءَ ۽ حياءُ ڪري هيٺ آهن، جن جا ڪن برائيءَ ٻڌڻ کان پري آهن، جن جو نڪ نرمائيءَ ۾ نوڪدار آهي، جن جا چپ لحاظ ۾ لچڪدار آهن، جن جا ڳِٽا گلها ڪندي ڳاڙها ٿي ويا آهن. جي سيندو سٽ ۾ ساهين ٿيون، جي ڪمر ڪشادگيءَ ۾ ڪُڏائين ٿيون. جي محبت جي ميندي لڳائين ٿيون، جي پريت جي پيڙ ۾ پير پائين ٿيون. جنهي جو مُک ماکيءَ سان مرڪي ٿو، جنهي جا هٿ پرارٿنائيءَ سان ڀيلا آهن، جنهي جون ٽنگون ٽهل ۾ ٽلن ٿيون. جنهي جي وهنوار ۾ وني آهي، من ۾ مٺيا آهي، دل ۾ ديا آهي، هردي ۾ همدردي آهي.

جن کي صبر ۽ سنتوش جو سينگار آهي، حليمائيءَ جو هار آهي، برهه جو اُلو آهي، سڪ جو سندُر آهي. جن کي مروت جون منديون آهن، چستيءَ جا چوڙا آهن، ڪروڌ جا ڪنگڻ آهن. جي نيڻهن جي لشي ۾ نروار آهن، جي رام نام جي رنگ ۾ رتل آهن. جي ڳل رنگ، هڪ رنگ ۾ رنگيل ويٺيون آهن. جي پڙ ۽ پاڻي ۾ پيل آهن، جي ڏيان ۽ ڏيرج ۾ ڏٺل آهن. جن شرن پئي سائين سڃاتو آهي، جن پاڻ وڃائي پاڻ پاتو آهي. اُهيئي سياڻيون آهن، سُگهڙيون آهن، سهاڳڻيون آهن، اعليٰ آلماڻيون آهن. اُهيئي ٻن سرن ۾ هڪ آهن، هڪ ۾ هڪ ٿي ويون آهن، جوت ۾ جوت ٿي ويون آهن.

ڏَنُ ڀرو اِيهر نہ آکيئن - پهرين لڪئي هسوءِ
ايڪ جوت ڏءِ مورتي - ڏَن ۾ ڪهيئي سوءِ.

واڳ سوُهي، مهلا
ڏيجا، وار (٩)

مان ڪير، جو سهاڳڻين سان سَڌ ڪريان، واٽين سان ويس ڪريان؟ مان تہ ڪاري ڪوجهي آهيان، ڪوڙي ڪاڇڙي آهيان، ڪُڌي ڪمذات آهيان. مون کي نہ نہ اُهو حسن ۽ حياءُ آهي، نہ ڪشش ۽ ڪاريگري آهي، نہ سيرت ۽ سينگار آهي، نہ نزاڪت ۽ نزاهت آهي. پوءِ ڪهان جا ٿي، ڪُڏان جا ٿي؟ ڪهڙ ٻنا ٿڏان ڪهڻ، اڄڻ ٻنا لڌان ڪيئن؟

سڀ اَوگڻ ميءِ گُڻ نهي ڪوئي - ڪئُ ڪر ڪنت مِلاوا هوئي
نسا ميءِ روپ نہ ٻنڪي نئڻا - نا ڪُل ڍنگ نہ مِٺي ٻئڻا.

واڳ سوُهي، مهلا
پهلا، اشٽپدي (١)١

مان نہ ٻديون ٻهڊيون ٻاسيان ويٺي، ڪشاپان ويٺي رُنڊي رُنڊي، ٻچاپان ويٺي، سمرن جو سڄڙو سورهان ويٺي. هي مهڊيا سڄڻا سائين، مان سُکٽي تو وٽ ڪونہ آئي آهيان، ڪٽي آئي آهيان پاڻ سان، ڳنڍڙي ڳوڙهن جي، سوڪڙي صدق جي، سوغات سڪ ۽ سوز جي. ٻيا سڀ ڏُکَ ۽ درد جڏي، اڄي ٿنهنجي چائنٽ کي چمبڙي آهيان. سا نمي نمي، چمي رهي آهيان. جا آهيان سا آهيان. جهڙي آهيان، تهڙي تنهنجي آهيان. ٻر جنهن کي جڳ ٺڪرائي ٿو، تنهن کي ٻہ ٺون اَپنائين ٿو. سو مهڊيا ڏوهہ نہ ڏس. ميت مدايون مهڊيون. مهر ڪر مهروان. ٻندي گنهگار آهي ٻر ٺون تہ ٻند ٻروز آهين، ٻخشڻهار آهين. ٺسون ٻهنجو ٻرڌ ٻال، تہ هن ننگيءَ جو ٻہ ننگ رهجي اڄي. ڪالهہ تائين ٻرابر اُڇاڻ هئس ٻر

اڄ اُها سانڍي نہ آهيان. هاڻي سڪ ۾ سڙيل آهيان، نيڻهن ۾ نهوڙيل آهيان، ٻريم ۾ ٻچوڙيل آهيان. اِنتظاريءَ ۽ اوسيڙي ۾ اسائيل آهيان، برهه ۽ بيقراريءَ ۾ بي آرامي آهيان، فراق جي فڪر ۾ فنا آهيان. حال بيحال اٿم، حوصلو پائمال اٿم. سڄڻ سائي اٿم ڪونہ. اڪيلائيءَ جي آزار ۾ آهيان. هڪڙي جِهي هِنڌ ۾، ٻئي ٿي ٻاسا ٿوراپان، ڦٿڪان ۽ اُٿڪان. سيج ٿي سيج لڳي ٻئي آهي، رات جو رَڃ لڳي ٻئي آهي. هاڻي نہ ڪڇ اُڃهي نہ ٿو، ڪڇ مِٺو نہ ٿو لڳي. جوانيءَ وئي جدائيءَ ۾، سگهہ وئي سوُرن ۾. جانب جو جلوو اڃا ڏنُم ڪونہ، محبت جو مزو ماڻيم ڪونہ، چاشنيءَ جو چسڪو اڃا چکيم ڪونہ. ٻر هردي جي حويلي هاڻي صاف آهي، صفا خالي آهي. ٿنهنجي تشريف لاءِ متوالي مستان آهي.

اميدن آسرن تي ٽنگيل ٿي، ڀورن ڀنڀورن ڀيان لڳيل ٿي. اٿي اُسي ڀنڊ اڀاڻن، واٽُن واجهايان، ڪاڙُون ڪاريان، روئي لهارُيان، ته من محب کي ڪو ڪهڪاءُ ٿئي، ڪو قياس ٿئي. ته من ڪا ڪهل ڪري، ڪرم ڪري. ته هن سِڪايل جي سار لهي، هن ڀياسڻ جي ڀياس اجهائي. ته من هن گوليءَ سان اچي گڏجي، ڀاڪُرَ ۾ ڀڪوڙي، لڳن ٿي لِنئائيءَ تڪل هنئين تي تار وجهي. مان ته محبت جي ماڳ تي آئي آهيان، ڀاڻ اُرڀڻ لاءِ آئي آهيان، اِسم ۾ جسم جلائڻ لاءِ آئي آهيان. مان ته دلبر جو دل جي دران ۾ درسن ڪرڻ لاءِ آئي آهيان، ارڀڻ ۾ ڀڄائڻ لاءِ آئي آهيان، ڪيس جهوليءَ جهوٽڻ لاءِ آئي آهيان. منهنجو ساهه ئي ساڄن کي سنڀاري ٿو، منهنجو لڱ لڱ ته لالن لاءِ لوچي ٿو. ملي ته موُر نه ڇڏيندس، ڀاڪُن ۾ ڀاڪُر ڀيندس، ڇڪن ۾ سوڳهو ڇڏيندس، جيءَ جند ۾ جلدي جڪڙ ڀيندس.
هيءَ لفظي لڳاءُ ڪونه آهي، هيءَ شاعراڻو شادماڻو ڪونه آهي. هيءَ عاشقن جي عهد جو عبادتنامو آهي، نه جا پڙ ۾ پيو پائيندي، سا خاڪ وارن ۾ وسائيندي، سا خوُن جي هوا ڪيليندي، سا سونهن جو واجهت وڄائيندي. جي جوڀتي ڄاڻيبار آهن، جي حشمتي هوشيار آهن، سي ئي هيءَ لطف جو لقاءُ ڏسندا وتن، واهه واهه جا واڄا وڄائي، شرڏانجايءَ جا ڍوُل ڇاڙهيندا وتن.

| | |
|---|---|
| ميلي هووان جل ڀسان - جيڪي جنت سڀ سار | راڳ گوڙي، محلا |
| اُروار پار ميرا شهو وسي - هڙ ملنگي اساهه پسار. | پهلا، شبد (١٩) |

اي سچ سکي، ساڄن جو سرچڻ نه سولو اٿيي، ڪنڊا جو ڪهل اٿيي. ڪڳو جيڪي ڪيس، سو هوُند ڇوُت ڏئي ڇڏجيس، ڇا ٿو ڪيس؟ نه روُپ نه روُش، نه حسن نه جواني، نه پت نه پتڀو، نه هار نه سينگار. نه چالاڪي نه چتراني، نه نمڪ نه نڙڪو، نه ذات نه پات، نه ڌن نه دولت. هن کي ڪوي آسمت من، صاف نيس، شڌ ڀاونائوُن ۽ الس ڪرم. هن کي ڪوي اماڻائي ۽ نهڻائي، ڪميا ۽ جيو دَيا، سک ۽ صدق، سچائي ۽ سرويچائي، سمت ۽ سوجهي، شيوا ۽ شرڌا، شڪر ۽ سنتوش. هوُ وشواس جو واپاري آهي، سک جو سوداگر آهي. هوڏانهن هوُءَ جڳماسوُ استري ته اُهوائي سمر نه ساڻ ڪٽي آئي آهي. خودي ميٽي خاڪ ٿي آهي، پاڻ پڇائي پاڪ ٿي آهي. اپاڻُون ميٽي سماسڻ ٿي آهي، اسباڳ ڪري بيراڳڻ ٿي آهي، جوڳ جاڳائي جوڳڻ ٿي آهي. اوُگڻ ڪيئي ڳڻوان لسي آهي، ”ميري ليوي“ ڇڏي ”لوهين لوُن“ ٿي آهي. لڪ لاڳاين جا لباس لاهي، لڳن جيوُن لپڙُون پائي وٽي آهي. پاڻ اپاوت ڪري، آساوتي ٿي اٿي آهي. محبت ۾ متل آهي، اڙلف ۾ لتل آهي، رنگ ۾ رتل آهي. ٻر يار جهڙي کي ياد، سي ته ياد هميشه يار کي. سو محب نه اڪٽي ماندو هو، وصل لاءِ ويتو واندو هو. هاڻي ڪهڙا اُنگل آرا ڪري، ڪهڙا وڏا ڪ شرط وجهي، ڪهڙا نوان گهاٽ گهڙي؟ جاڻ ته جلدي اچي پهتو، هرڪ سموُر و هاري ويٺو. پوءِ اکيوُن اکين ۾ اڙائي ٿو، لڙڪ لڙڪن سان اڙائي ٿو، نيڻهن جو ڦلطو لڳائي ٿو. جُسو جسي سان جڙائي ٿو. ڀياس ڀڀڪي ۾ اجهائي ٿو، اڱ ۾ اڱ گڏائي ٿو.

| | |
|---|---|
| سُکي سهاڳ رام رنگ راتي – مِن تَن لڳ ٻهاسي | راڳ بلاول، محلا |
| لالڪ لڳرج لهرج سنگ ملا – ڇهتا ڪڇو نه جالي . | پهريون، شبد (٥) |

وصل ڪاڻ هِه، وڇوڙو نه اصل وسري وڃي ٿو. ويا اهي وقت جڏهن هوءَ برهه ۾ بيحال هئي، مدهوش ۽ متوالي هئي، هنجون هاري ساجن کي ساريندي هئي، ٽامڻ ٽڪراس ۾ گهاريندي هئي، آتش جا الا آٿاريندي هئي. هاڻي نه قضا جو قلم ٽٽي پيو آهي، قسمت جو قيد کُلي پيو آهي. ٿهل ڪري، ڀل ٽٽي اٿائين. وار وڃائي، لاڙن لڏاڙن اٿائين. ٻاڻ مِٽائي، ٻاڻ ٻرکيو اٿائين. هاڻي نه راتل کي رڇهائي، رنگ ۾ رنگ ماڻي ٿي. موڙا ڏيئي مائِلسا ڪري ٿي. سهڻ وارو سونڌل، جو سِڪ سان اچي ساهڙن ويٺو اٿس! پوءِ ڇو نه چاهه ڪري، ڇڏن ڪري؟ پرينءَ جي ٻالاند ۾ ٻڌي آهي، نُور نظر ۾ آڏي آهي. پرداڻي ٻالوري آهي. ساجن ليکي، سندر ٻيٺي آهي، مرکهه لٽي آهي، حور پري آهي. سر لهڙون لاهي، لعل ۾ جڙي آهي. سونهن جو سروپ آهي، سو سهڻين ڪري اٿس سينگار. هاڻي سنڀرچي ٿيو اٿس، پرچي لڳو اٿس، سهاڳ لڳو اٿس. هاڻي نه نُور محل ۾ آهي، اکنڊ آنند ۾ آهي، پرم پد ٿي آهي. امرت ڌارا ۾ ٻاڻ جهم جهم ڪري ٿي: انهد ڌنيءَ ۾ ٻاڻ وڃي اسي؛ ستنام جي ساگر ۾ ٻاڻ لهرائي ٿي. هيءَ ميلاپ دلي ميلاپ آهي، آلوهيت جو اسرار آهي، سهاڳڻ جي سرفرازي آهي. اهڙين سهاڳڻين جي صاحبن آپار مهما ڳائي آهي، ته هوءَ آهن ڪنوتمن ۽ گياڻوتمن، سيلوتمن ۽ سرپاوتمن، ڪُلوتمن ۽ پتروتمن، روپوتمن ۽ آچاروتمن. هوءَ ٿي آهن نرمل ۽ نماڻيون، سڀاڳيون ۽ سدوراڻيون، سگهڙ ۽ سلڇڻيون. اهي سيئي اڪال پرک جون پياريون پدميون آهن. سو لذت جي لطف ۾ لباب آهن، جوٻي جوت آهن.

| | |
|---|---|
| اَڪال مورت ور پاپا اپناسي – نا ڪدي مري نه جاپا | سري راڳ، محلا |
| وڇاهه هُونا ميري پاپا – گُرمکي هسر پساپا . | پنجون، ڇنت (٢)١ |

سمي سمي جو فرق آهي. ڪو سمو اهو به هو، جڏهن جگياسو استري، دلبر پٺيان ديواني هئي. ڪو سڀاڳو سمو اهو به آيو، جو دلبر ٻاڻ دل ڏئي ويٺو، دلربا مٿان مشتاق ۽ مستانو ٿي پيو، مشتاق ۽ محتاج ٻڻجي پيو. وري اها ويل به آئي آهي، جو ٻئي ملي هڪ ٿي ويا آهن، جتهن ۾ عاشق ۽ معشوق جا ڀيد اچي مٽجي ويا آهن. پتو ٿي ڪونه ٿو پئي، ته هوءَ ڪير ۽ هوءَ ڪير؟ الي استري ٻاڻ پروڙي ٻاڻ ٻرکي ٿي، ٻاڻ ۾ ٻاڻ ڏسي اسي. ڪهڙو اسرار ٿي ڏسي؟ ته پرماتما ٻاڻ ٿي پريتم ۽ پرامي آهي، وڇوڙو ۽ ورلاپ آهي، وصل ۽ وشرام آهي، پلنگ ۽ پٿرڻي آهي، سيج ۽ سجاوت آهي، هار ۽ سينگار آهي. هوءَ ٻاڻ لذت ۽ لذت ڏيندڙ آهي، لطف ۽ لطف وٺندڙ آهي، پوڄ ۽ پوڄيتا آهي، درش ۽ درشتا آهي. مطلب ته نشان بينشان آهي، غير مُتغير آهي. ڳولهيو ته ٻئي ٻاڻ کي، ته ٻالم به ٻاڻ کي ٻاڻ ۾. اڪيانتا ڪري، ٻئي هِت هُت پئنڪيس. آوديا ڪري، ٻئي وچ جا موڙا ڪاڙم. پڙدي هٽيي پچاڻا، ڏسان ٿي ته ڀيد هو پرم جو، ديوار هئي ڏُنيءَ جي. جڏهين جدائيءَ جي جلن هئي ته اهو سچ هو. جڏهين راتل ريڌو ۽ رٻو مليو، ته اهو به سچ هو. جي پريتم پدلجي ٻاڻ پرامي ٿيو ته اهو به سچ هو. جي پرامي ۽ پريتم ٻاڻ ۾ ملي

هڪ ٻي ويا، ته اهو ٻ، سچ هو. اِهي سڀ هئڻ وقت وقت جون منزلون، منزل بمنزل جون ٻوڙاٽون. ٻُو هو منزل ۾ هوت هو، هو ٻوڙيءَ لي ٻولتم هو. هو راز ۾ رمز هئي، هو رمز ۾ راز هئو. دل ۾ دلبر جو درد هئو. درد ٻيي دعا ته دلبر ڪٿي ڏيا. اِنهيءَ درد پنهان ڏيا آهي ۽ ڏيا پنهان درد آهي. سو ٻڪار ٿيتي ۽ ٻوليت ٻاس ٿئي. ٻوءِ تہ سڀ ٻوليون ٻاٽمرادو سلڇي ويئون، ته ساجن ٻاڻ ساقي ٿيي، جلوي جو جام پياري ٿو. ٻريم جو پيالو پياري ٻاڻ ٻه ٿئي ٿو، ته وري ڪهر هو، ٻريم ۽ پيالي ۾ ٻاڻ ڪسي ٻدلائي سدلائي ٿو. تڪليف جو تڪلف ڪو طالب ڪري سهين، ته تابش جو تجلو ٿيڏي لهن. اِهي عشق جا آهن الٽا اسرار، جي اُنهيءَ اندر لين تا لوار. گهوٽي ٻيا. اچي ٻاٽهي ٻلاند ۾ پيا.

(١) آٻي وسِيا آپ رسُ - آٻي راوٽهار
آٻي هووڻ چواڙا - آٻي سهج ٻستار.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٥)

(٢) تُن سکي ٻيٺُ مهِ جيٺُ اسيو - جيٺُ مهِ ٻسيو ڪِ ٻيٺُ
جيٺُ ٻيٺَ ٻوُجهه لهي - گهٽَ مهِ جيٺُ ڪِ ٻيٺُ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٣٦)

اي ٻندا، تون نه ٻوڳي ۽ روڳي، آلسي ۽ اڳيالي، اندو ۽ اُٺاڻ آهين! سو هيءَ ستگورن جا سخن ۽ سوُلو، ڪيئن سمجهي سگهندين، ڪيئن گرهڻ ڪندين، ڪيئن عمل ۾ آڻيندين؟ تون نه سچ کي ڪوڙ ڪوٺين ٿو، ڪوڙ کي سچ سڏين ٿو. سنئينءَ راهه کي ڦڏي ڏسين ٿو، اُلٽي راهه کي صحيح سمجهين ٿو. اُلاهي عشق کي نفسانيت سڏين ٿو، نفسانيت کي نزاڪت سمجهين ٿو. حقيقي عشق کي وحشاڻي ويچار ڪوٺين ٿو، جيئن ٻالڪا جي ساڌنائن کي جاهليت سمجهين ٿو، روحاني راهه کي رمل سڏين ٿو، مالڪ سان ميلاپ کي مذاق سمجهين ٿو. اِها خيالات خلل مچائي ٿي، خودي وڌائي ٿي، خوبين کان خالي رکي ٿي، خبيث بڻائي ٿي، خالق ۽ خلقت جي لاڳاپي کي ليهو لڳائي ٿي ۽ جيئن جي ستيا ناس ڪري ٿي. سو سائينءَ جا سنوار ٻا، گمراهيءَ مان سچيت ٿيءُ، غفلت مان سجاڳ ٿيءُ. اُلٽي مت کي سُلٽي ڪر، ته هستي مِٽجي، مستي لڳي، خمار چڙهي. هُمن سدا سهاڳڻين جو سنگ ڪر، ته پرِين ۾ پيگ پئي، راڻل جو رنگ لڳي. تڏهين ٿي سچ ۽ ڪوڙ جي پڇاڻ پوندي، سچ جي سوجهي ايندي. اِنهن من کي موچ ايندي، اندر ۾ سوچ ٿيندي ۽ لالن جي لوچ لڳندي. ٻي ڪاٻه ڪانهي وات، رڳو وات جي آهي ڦڙ ٻات.

## (٤) پوڄل پار ته جمڻ مرڻ کان ڇوٽڪارو

(١) ڪامُ ڪروڌ لوڀ موهُ مِٽاوي - ڇُٽڪي دُرمت[1] اَپني[2] ڌاري
هوءِ نماڻي سيو ڪماوهه - تان پريتم[3] هووهه مَن پياري
سُڻ سُندر - ساڌوُ بچن اُڌاري
دُوک ڀُوک مِٽيو لهرو سهسا - سک پاوهه تون سُکمن[4] ناري. (١.ر.)
چرڻ پکار ڪرڻ گرو سيوا - آتم شُڌ[5] بِکھ[6] تِياس[7] نِواري
داسن ڪي هوءِ داس داسڙي - تان پاوهه سوڀا هرِ دُئاري
اِهي اَچار[8] اِهي بِئُهارا[9] - آگيا مانِ ڀگت هوءِ تماري
جو اِهه منتر ڪماوي نانڪ - سو ڀؤجل[10] پار اُتاري.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٢٨)]

(٢) آوڻ جاڻا[11] ڪِئُ رهي[12] - ڪِئُ ميلا[13] هوئي
جنم مرڻ ڪا دک گهڻو - نِت سهسا دوئي[14]
آوڻ جاڻا[11] تُهُ رهي - پائيئي گُرو پُورا
رام نام ڌن راس[15] ديهُ - بنسي[16] ڀرم ڪُوڙا
جنم مرڻ دک ميٽيا[12] - جپ نام مُراري[3]
نانڪ نام نه وسري - پُورا گُور اُساري.

[راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٢٢)]

(٣) آوڻ جاڻا رهه گيا - آپ[3] هوئا مهروانُ
سچ محل گهر پايا[17] - گُور ڪا شبد پڇانُ[18].

سوهي راڳ، محلا پنجوان، شبد (١١)

---

١. ڪُمت. ٢. اَهم ڀاؤ. ٣. پرماتما. ٤. جگياسو. ٥. ڌڻي. ٦. وڪارن جي وِش. ٧. پياس. ترشنا. ٨. طريقو. ٩. وهنوار. ١٠. سنسار ساگر. ١١. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٢. بند ٿيندو. ١٣. ميلاپ. ١٤. دُئيت ڀاؤ، ڀيائي. ١٥. پُونجي، ملڪيت. ١٦. ناس ٿيو. ١٧. سچو سرُوپ هردي رُوپي گهر ۾ پرايت ٿئي ٿو. ١٨. سڃاڻي، پڇاڻي ٿو.

(۴) ٻوڄل ٻڪم[1] ڏراوڻو[3] – ڀا ڪنڌي نا پارُ
نا ٻيڙي نا تُلهڙا[3] – نا ٻن ونجهه ملارُ[5]
ستگرو ڀئي[2] ڪا ٻوهٿا – تِندي[6] پار اُتار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي(۴)۱۰

(۵) هرُ[7] در شيوي آلکي[7] اَپڻو[7] – ڀهو آسڻ[8] پايا
لهه جهه نه مرڻ نه آوڻ جاڻا – سبسا دُک مِٽايا.

سري راڳ، محلا پنجوان، ڇنت (۳)۱

(۶) مِنشا[9] ڌار جو گهر لي آوئي[10] – ساڌ سنگ جنم مرڻ مِٽاوئي
آس منورٿ پوُرن هووئي – ڀيٽت گُر درسايا[11] جيئي.

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (۲۵)

(۷) آپ[12] اپاڙي – مِٽيو آوڻ جاڻا
ساڌ ڪي سنگ – پارُ پرهم[7] پڇاڻا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۲۴)

(۸) هرُ[7] هر نام سنتن ڪي سنگ – من تن راتا رامُ[7] ڪي رنگ
گُر پرسادي[9] ساڳر[1] ترِيا – جنم جنم ڪي ڪلوک[13] سڀ هريا[14].

(۸۸)

(۹) اَگيان انڌيرا مِٽ گيا – گُر گيان ڏپايو[15]
ٻاوڪ[16] ساڳر گهرو[2] – چڙهه سنتن ناؤ[17] ترايو.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي(۱۴)

(۱۰) ايڪُ[7] اوپر – جِس جن[18] ڪي آسا
تِس ڪي ڪٽيئي – جم ڪي ڦاسا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي(۴)۱۴

(۱۱) جِس من ٻسئي[19] سوُهو ڀت نهال – تاڪئي نِڪٽ[20] نه آوت ڪالُ
اُمر پئي اُمرا[21] پد پايا – ساڌ سنگ نانڪ هرُ[7] ڌيايا.

۲۲(۸)

(۱۲) جنم مرڻ نه تن ڪئُ – جو هرُ[7] لڙ[22] لاڳي
جيوت سي پرواڻ[23] هوئي – هر ڪيرتن جاڳي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (۱۶)

(۱۳) جنم مرڻا آکيئي[24] – تِن ڪرتي[7] ڪيتا
آپ[12] گوايا مر رهئي – ڦرُ[25] مرڻ نه ٿيتا.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۶)۱۷

---

۱. سنسار ساگر. ۲. ڏکيو. ۳. ڏکائيندڙ. ۴. ترهو، لنبو. ۵. ٻيڙي هلائيندڙ. ۶. ڪرپا. ۷. پرماتما. ۸. قائم، ساوڌان. ۹. شرڌا، اڇا. ۱۰. ساڌ سنگت. ۱۱. درسن ڪرڻ سان. ۱۲. اهنڪار، اهم ڀاؤ. ۱۳. پاپ گناهه. ۱۴. ختم ٿيا. ۱۵. ڏيئو ٻاريو. ۱۶. وڪارن جي ناهه. ۱۷. ٻيڙي. ۱۸. جڳياسُو پرش. ۱۹. وسي ٿو. ۲۰. ويجهو، نزديڪ. ۲۱. مڪتي. ۲۲. اَجهو، شرن. ۲۳. قبول، پاس، سڦل. ۲۴. چئجي ٿو. ۲۵. وري، پيهر.

(١٤) جو ليرُنيءَ[1] ونگ وِلَي[2] - سي جُوَن نہ جوڙتا[3]
اَنتر ٻاهر اِڪ[1] - تنهن الوڙتا[4].

واڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١٥) شبد مرهہ ڦِر جيوڻهہ سدهي - تان ڦِر مرڻ نہ هوائي
اَمرتهہ نام سدا من ميٺا - شبدي پاوئي ڪوئي.

واڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (١١)

(١٦) جب هي سرن ساڌو ڪئي آيو - دُرمت سگل بِناسي
ننڪ نانڪ چيٽيو[5] چِنتا مِن[1] - ڪاٽي جم ڪي ڦاسي.

واڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٧)

(١٧) گيان ڌيان[6] ڪڇ ڪرم نہ جانا - ناهن نرمل[7] ڪرڻي
ساڌ سنگت ڪي آنچل[8] لاوهُ - بِکم ندي جاءِ ترڻي.

واڳ جئسنتري، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(١٨) جنمت[9] هي دک لاڳي - مرڻا آئي ڪي
جنم مرڻ پرواڻُ[1] - هر گڻ گاڪي.

واڳ سوهي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)٥

(١٩) پساڻي لخمت ڌولپا - پساڻي پيڪ[10] اداس[11] جيءُ
پاڻيءَ گُل[12] سِتِر سُر[13] وهيءَ - ڪمل قُلِيءَ آڪاس جيءُ
پاڻيءَ پوجل لنگهيئيءَ - پساڻيءَ مدهہ پرڪاس[14] جيءُ.

واڳ سوهي، محلا پهلا، سوجي، شبد(٢)

(٢٠) لهڄل هَبَ[15] جاڻا مِتِيا ماڻا[12] - سعت پُرينوُ[1] هوءَ داسا
جيوت مرنيءَ پوجل ڪرنيءَ - جني ليوي ڪرم لِکياسا[16].

واڳ سوهي، محلا پنجوان، چهنت (٣)١

(٢١) گُر شبدي نرنيءَ پهڙ[17] نہ مرنيءَ - چوڪي آوڻ جاڻا
جو ڪڇ ڪريءِ سولي پَل مانهُ - ستان من سهج[18] سماڻا.

٨(١)

(٢٢) مها بِڪار گهور دکہ ساگر - تِس مهہ پراڻي گُلت[19] پيا
سرن پري نانڪ سوامِي ڪي - باهن[1] پڪڙ پرڀ ڪاڍ لِيا.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (١١٠)

(٢٣) جنم مرن ڪا ڀرم گيا - گوبند[1] لِو لاڳي
جيوت سُن[20] سمايا - گور ساکي[21] جاڳي.

واڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

---

١. پرمالما. ٢. وچيل آهن. ٣. بدل، قائل. ٤. ڌسن تا. ٥. ڌيايو. ٦. سڪرم. ٧. شڌ پوتر. ٨. اَجهو، شرن. ٩. جمڻ سان. ١٠. بکيائون. ١١. سنياسي. ١٢. متاهون پٽ، آهنڪار. ١٣. للاٽ. ١٤. بڌجي ٿو. ١٥. بيمقا. ١٦. ڪرمن جو ليکو. ١٧. وري. ١٨. گيان. ١٩. غلطان. ٢٠. ٽريا اَوستا. ٢١. سِکيا، اُپديش.

(٢۴) پيي ٻوجهل مارگ وڳڙا[1] - آس پراسا ڪرنيٿي
گور پرسادي آپو چينيٿي[2] - جيوليا اوَ مرنيٿي ؛

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اوانڪار، پوڙي (۴١)

(٢٥) جنسي جل مهه ڪول تسراليم[3] - مورکائي نعشڀاٽي[4]
سُرت شبد ڀؤ ساگر تريئي[5] - نانڪ نام وکاٽي .

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، سِڌ گوشٽ (٥)

(٢٦) سٽڪيو جم کي دوُت - ناء ليري[6] چڏ جاهِہ
ٻوجهل بِکم اَسڪاهُہ[1] - گور شبدي نِبار ڀاهِہ .

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، ٻجوان، وار (٩)

(٢٧) جيوت مرهه مرهه ڦن جيوهه - پُنرپ[7] جنم نہ هوئي
ڪهه ڪبير جو نام سَمائي - سُن[5] رهيا لِوَ سوئي[6] .

واڳ مارو، ڪبير صاحب، شبد (۴)

(٢٨) جي تؤن پڙيا پدڊت بيئا[8] - دء اَڪُر[9] دء ناوان[10]
پرٿوت[11] نانڪ اِيڪ[6] لنگهاوي - جيڪر سچ سماوان[6] .

واڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٢٩) هات ديڪ راڪي[6] هرپ اُبهي - سد جيوت[12] اُپاسي
ڪهه نانڪ من آنند پيا هيو - ڪاٽي جم کي ڦاسي .

واڳ سارنگ، محلا ٻجوان، شبد (٥١)

(٣٠) سمجهه اَچيت[13] چيت من ميري - ڪٿي سبتن اَڪٿ ڪهاٽي
لاڀ[14] ليهه هر ردي آرادهه - چُتڪيو آوڻ جاٽي .

(٧٩)

(٣١) هم نيچ هولي هيڻ[13] مت جوٽي[15] - تؤن[6] شبد سوارڻهار
آتم چين[16] تهان تؤن تارڻ - سچ تاري تارڻهارا .

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٣)

(٣٢) سک اُپجي دک سکل بِناسي - پار برهم لِوَ[17] لاڳي
ڪَر سنسار ڪنَن[1] ڀؤ ساگر - هر نانڪ چرن ڏيائي .

واڳ ملار، محلا ٻجوان، شبد (١٠)

(٣٣) آوڻ جاٽا ميٽيئي[18] - هر[6] ڪي گُڻ گاوي
آپ ڪَرهه سنگي تراهه[19] - سڀ ڪِتمب تراوي .

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (١٥)

---

١. ڍڪيو، پيانڪ. ٢. پاڻ پڇاڻي ٿو. ٣. نرليپ. ۴. پاڻيءَ جا پکي. ٥. وڙلي. ٦. پرماتما. ٧. وري، پيهر. ٨. سياڻو. ٩. ٻ اکر، رام نام. ١٠. بيڙا ڙن. ١١. فرمانين ٿا. ١٢. مڪتيءَ جو پد پراپت ٿيو آهي. ١٣. پاڳل، مت هيڻ. ١۴. فائدو. ١٥. ڪوڙو. ١٦. ڪرڻ، ڳوليا. ١٧. پريت، پريم. ١٨. مٽجي ويندو. ١٩. متر، ساٿي.

(٣٤) ڪوڙت[1] مَدي ڪوڙي سمت دکايا - نانڪ تن ڪيءِ سنگ تَرايا

جي هوويءِ ياگ تان درسن پائيئي -

آپ ترِيءِ سڀ ڪٽنب تَرائيئي ۽

واڳ، پرڀاتي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)

(٣٥) ڪبير جس مرني لي جگ ڏريءِ[2] - ميرک من آنند

مرني هي لي پائيئي - پوُرن پرمانند[3].

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٢٢)

(٣٦) ڪبير مرتا مرتا جگ مُوَئا - مريي[4] نہ جانيا ڪوءِ

اَئسي مرني جو مريءِ - بهڙ نہ مرنا هوءِ.

(٢٩)

(٣٧) جي تَوُن لاڙُو[5] پاڻ - لاهوُ پُڇ تَڙليہ[6] ڪل

لاهو[7] ڪَڙي سُجاڻ - وَنجا ايسي[8] ڪَمري ۽

سلوڪ، محلا پهلا (٣)

(٣٨) ستگور شيو سک پايا - اَت[9] تِشنا[10] تج وڪار

جنم مرن ڪا دک گيا - جن نانڪ شبد بيچار.

سلوڪ، محلا تيجا (٤٩)

(٣٩) ستگوُر ڪي شيوءِ لگيا - پوجل ترِيءِ سنسارُ

من چِنديا[11] ڦل پائشي - اَنتر بيبيڪ[12] بيچارُ

نانڪ ستگور مليئي پريءِ[3] پائيئي - سڀ دوُکہ نِوار[13] تهار.

سلوڪ، محلا چوٿان (١٦)

---

١. ڪوڙين ۾ ڪو. ٢. ڏجي نسو. ٣. پرماتما. ٤. سچو پچو مرڻ، آپُ متائڻ. ٥. جکيا سوُ.
٦. ترڻ ۾ ماهر، ست مهاتماتوُن. ٧. اهي. ٨. گهرا ڪَن. ٩. بيحد ترشنا. ١٠. تياڳ ڪرڻ.
١١. گهُريا، پسند. ١٢. ووبڪي ويچار. ١٣. نوورت ڪندڙ.

## (٥) "درگهه پئِي جاءِ"

(١) ڪِيا جاڻا ڪِيئن مُرهگي[١] - ڪيتا مرڻا هوءِ؟
جيڪر صاحب منهن نه وِسري - تان سُهلا مرڻا هوءِ
مرڻي تي جڳت ڏري[٣] - جيوڻا لوڙي[٤] سڀ ڪوءِ
گر پرسادي جيوت مري - حڪمي بُوجهي سوءِ
نانڪ اَئسي مرڻي جو مري - تان سد جيوڻ[٥] هوءِ.
[راڳ ڀاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١٧)، سلوڪ محلا ٽيجا]

(٢) مرڻ نه مندا[٦] لوڪا آکيئي - جي مر[٧] جاڻئي اَئسا ڪوءِ
سيوهو صاحب[٢] سمرٿ آپڻا - پنٿ سُهيلا[٨] آگي هوءِ
پنٿ سُهيلي[٨] جاوهو تان ڦل پاوهو - آگي ملي[٩] وڏيائي
ڀيٽي[١٠] سڻ جاوهو سچ[٢] سماوهو - تان پت ليکي پائي
مهلي جاءِ پاوهو خصمي[١١] پاوهو - رنگ[١٢] سڻ رليا ماڻي
مرڻ نه مندا لوڪا آکيئي - جي ڪوئي مر جاڻي.
[راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (٢)٢]

(٣) سادو سنگ ڪرهو سڀ ڪوءِ - سدا ڪلياڻ[١٢] ڦر دوک نه هوءِ
پرڀم ڀگت ٻيج گُٽي[٢] نڌان - نانڪ درگهه پائيئي مانُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٨٤)

(٤) مَن ڪرهلا[١٣] ميري ساجنا - هر خرچ[١٤] ليا پت پاءِ
هر[٢] درگهه پينائيا[١٥] - هر آپ ليا گل[١٦] لاءِ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، ڪرهلي، شبد (٩)١

---

١. ڪهڙي نموني موت ٿيندو؟ ٢. پرماتما. ٣. ٻجهي. ٤. چاهي. ٥. ڪرپا. ٦. خراب، برو. ٧. مري جاڻي. ٨. سولو، سڦل ٩. پرلوڪ ۾. ١٠. رام نام جي پيتا. ١١. پسند پوندي. ١٢. آنند. ١٣. اُٺ. ١٤. رام نام. ١٥. پوشاڪون پهريندي، عزت پائيندي. ١٦. گلي.

(٥) ميءُ ٻاٻو سَرب[١] ڏِٺان اَڪٿ ڪٿا رِٽا -

هر دکه سوياوَنت ٻانهن اُڌارِٽا

جن نانڪ لڌا رتن اَمولُ[٢] آهارِٽا[٣] -

گور شيوا ٻؤجل ڪَرِٽيءِ کهڻ ٽِڪارِٽا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي ١٢(٧)

(٦) هوءِ سگل[٤] ڪي رينڪا[٥] - هر سنگ سماوءُ

دوکه نه ديٽي ڪسيءِ جيءَ - پَت سِءُ گهر جاوءُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٧) مرنو مرنُ - کهيءِ سب ڪوئي

سهجي[٦] مريءِ - اَمر هوءِ سوئي.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٢٠)

(٨) هرُ[١] دکه پَٽَڏي[٧] هر ناميءِ سِيڏي - هر ناميءِ لي سک پايا

جنم مرڻ دوويءِ[٨] دکه ميٽي - هر راميءِ نام سَمايا.

راڳ آسا، محلا چوٿان، ڇنت(٣) ٦

(٩) حڪم مَنئيءِ هوويءِ پرواڻُ[٩] - تان خَصَميءِ[١] کا محل پائسي

خصميءِ[١] ڀاويءِ سو ڪريءِ - مَنهُ چِندِيا[١٠] ڦل پائسي.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٥)

(١٠) آپ[١١] لِباڳ پڙيٽيءِ نِت سرئي - گور لي پائيٽيءِ اِيهُ نِڌانُ[١٢]

جنم مرڻ ڪي ڪٽيٽيءِ ڦاسي - ساچي دکه کا نيشانُ[١٣].

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٩٩)

(١١) گؤرمکه چؤڪيءِ - آوڻ جاڻُ[١٤]

گؤرمکه دکه - ڀاويءِ ماڻُ[١٥].

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، سد گوشٽ، پؤڙي، (٤١)

(١٢) مُکه سهاويءِ[١٦] نام چوءُ - آٺ پهر گڻ گاءُ

نانڪ دکه مَنيٽهِ - ملي نِتاويءِ[١٧] ناءُ.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (١٤)

(١٣) گيان سَلاهي وَڏا[١٨] ڪر - سچو سِنها[١] اساءُ

سچ بيجيءِ سچ اُڳويءِ[١٩] - دکه پاليٽيءِ[٢٠] ناءُ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا پهلا

---

١. پرماتما. ٢. اَمولڪ ٣. ڀيٽا. ٤. سڀني جي. ٥. خاڪ. ٦. گيان. ٧. عزت پائيندا. ٨. ٻٽي. ٩. قبول، پاس. ١٠. مَن گهريا. ١١. اهم پاڻ. ١٢. خزانو. ١٣. اجازت نامو. ١٤. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٥. مان شان. ١٦. سهڻو، سوڀيڪ. ١٧. ڀيکهر، نڌ[b] عو. ١٨. گڻ ڏاءُ. ١٩. پوکڻ. ٢٠. لڀڻ.

(١٤) گور ڪي چرڻ وِنھ بَل جاءِ - گور ڪي گڻ آن ڏِن نِت گاءِ
گور ڪي ڌوڙ ڪر ڙُ اِشنان - ساچي درگھ پائيئي مان.

راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(١٥) گوُرمک ملي سي سجّنا - هر پريه پايا رنگُ
جَن نانڪ نام سلاهه تون - لڏ لڏ درگھ ولنجُ.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، واز (١٤)

(١٦) ڪبير جِس مرني تي جَگ ڏري - ميري من آنند
مرني هي تي پائيئي - پوُرن پرمانند.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٢)

(١٧) ڪبير مھ مرني ڪا چاءِ هي - مروُ نه هر ڪي ڏوار
مَتَ هر پوُڇي ڪون هي - پڙا هماري ٻار.

(٦١)

(١٨) جِنان آندر نام نِدان هيءِ - گور باڻي وِچار
تِن ڪي مُک سدا اُجلي - تِت سچي درٻار.

سلوڪ، محلا چوٿان (١٥)

---

١. قربان ٿيئي. ٢. رات ڏينهن. ٣. سڄڻ، جڪيائوُ. ٤. پرماتما. ٥. ووُلڪي. ٦. شوق. ٧. درلي. ٨. متان. ٩. وچن، اُپديش. ١٠. پوڙ، صفا.

## ڀؤجل پار ته ”دَرگهه پَهُتا جاءِ“

هِن سنسار ساگر تي، صاحبن ڪيترا نالا رکيا آهن، جهڙوڪ: دک ساگر، ڀؤ ساگر، ڀؤجل، بکم ندي، مها اڪار، ٻرپنچ، سهڙ ميلو، ڇپن ڀيگر، وغيره وغيره. مطلب ته هيءَ سنسار، ڀؤجل مثل آهي، جنهن ۾ ڪنڌي ۽ ڪنارو، ٻيڙو ۽ ٻانڀي، ٻيڙي ۽ ملاح، جيئن ته نظر غايب ٿي ويا آهن. پاڻي اڻ ماپ آهي، وهڪرو تمام تيز آهي ۽ چوڌارئون ڪڪرن ڇانئون ڇانئون اٿلن پٿلن. وچ سير ۾، خوفناڪ، ڪهري گهُمن گرداب لاءِ گهمن پيا. پاڻيءَ اندر ڀيانڪ مانگر مڇ، شڪار لاءِ لڪيا ۽ تاڙ ۾ ليا. رات ڪاري، هُت اونداهي آهي. اهڙي خوفناڪ، دردشا کي ڏسي ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو پيو لڳي، ته پار پوڻ لاءِ دشوار پيو سمجهجي. اها آهي جيو جي حالت، جڏهين وڪار وچڙجن ٿا، ننڊون لهوڙين ٿا، ساڇهه سميٽين ٿا. پر جيون ياترا جي سڦلتا جو سمورو دارومدار ان تي آهي، انهيءَ ڀؤجل کي سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻ تي، طريقت جي تلاش تي ۽ پار پوڻ جي محڪم ارادي تي. صاحب دلاسو ڏين ٿا، ته اهو ساگر پار ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي پر ممڪن نه آهي. جن خود پار ڪيو آهي، تن جو ئي اهو اعلان آهي. ايمان ۽ عشق وارا، ته ڪيئي دلي سان نيئي، ونئي وچ سير ۾ ٽپ ڏيئي گهڙندا آهن، ۽ ”لبيڪ لبيڪ“ جي نعرن جي گونج لڳائيندا آهن.

ڇاپي آهي ستگرو وٽ، جنهنجي مهر ۽ مٺيا سان، سڀ سٽاڻي لڳي ٿي. ستگرو ته ڇاپي ڏيندو پر لڳائڻي پاڻ کي آهي. ساڌن ساڌڪ کي ڪرڻا آهن، صدق ۽ سڪ سان، ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان. پوءِ ئي ستگرو، ساڌن کي سڦل ڪندو. ستگرو جي شڪتي ساڌڪ کي مقناطيس موافق پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. انهن مريد، مرشد ۽ مارگ هڪ ٿي وڃن ٿا. پوءِ جي مريد منزل کان منهن نه موڙيو، ته نه منزل دور لڳندي ۽ نه پهچڻ ۾ ڪا دير ليندي. مطلب ته من جي اک جو نشان، هردم رڳو منزل طرف ڪُهاڻو آهي. ٻئي طرف ڌيان ويو، ته منزل ئي غايب ٿي ويندي. مثلاً ڪا ماءُ، پنهنجي ٻار کي، ڏسڻيءَ آگر ذريعي، چنڊ ڏيکاري رهي آهي. ٻار انهيءَ آگر جي آڌار تي، وڃو چنڊ ڏسي ۽ گدگد ٿئي. پر جي ٻار جو چِت، چنڊ مان نڪري، وڃي آگر ۾ اٽڪي، ته چنڊ نظر کان غايب ٿي ويندو. ساڳيءَ طرح، ساڌڪ کي، ستگرو سونهن جو سهارو وٺي، ڀؤساگر پار ڪرڻو آهي. پر جي رڳو سونهين ۾ ساهه اٽڪائي ڇڏيو، ته هن پُر ئي ايئو رهندو. جيئن جا هٿ جهلي، هڪ هند نه بيهي رهڻو آهي، پر هٿن جا اشارا سمجهي، جيون ياترا جو سفر چالو رکڻو آهي. اهو سمجهڻ ضروري آهي، ته ٻيڙي پاڻ ٻيڙي پر ڪونهه آهي، جيستائين بيءَ پر تي ڀڄائي سگهي ٿي. سو شخص پرست نه ٿيڻو آهي پر اپديش آڌاني، عمل ۾ آڻي، انهيءَ جي اوج تي پهچڻو آهي. مطلب ته سهاري ۽ منزل کي، سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻو آهي.

ڀؤجل بکم ڏراوڻو - نا ڪنڌي نا پارُ
نا ٻيڙي نا ٽانهڙا - نا ڪي ونجهه ملاحُ
ستگرو ٻيءِ ڪا بوهيتا - لنگهي پار اُتارِ.

سري راڳ، محلا
پهلا، اشٽپدي (۴) ۱۰

جي هُن پرِ پهچي چُڪا آهن، پر پنهنجا تجربا پڌرا ڪندي، ٻڌائو آهي، ته هيءُ سنسار ساگر سچ نه آهي، سپنو آهي، موهه واري ڪاڪ آهي. انسان جي ڪُوڙن اکين اڳيان عجب اِسرار آهي. انسان جي من جي ڪامنائن جو ڪوهيڙو آهي. انسان جي اَگيانتا ۽ اَوِديا جو اندوڪار آهي. انهيءَ ڪري ئي، اسين ڪُوڙ کي سچ سمجهي ويٺا آهيون. سچ کان غافل رهي، ڪُوڙ ڪُٺي رهيا آهيون. جڏهين ترشنا جي ترغيب ٻرندي، لياڳ ۽ ٻڌائي ٿي ۽ ويراڳ جي وات وٺي ٿي، تڏهين گيان جي گُم ٿيو ٿي، آتم شڪتيءَ جو پرڪاش ٿئي ٿو. پوءِ پُوجل جي سچي سروُپ جو سماءُ ملي ٿو، فنا سان فنا روُپي فن وارو وهنوار رچجي ٿو. اهو وهنوار لڳاوَ يا لڳن وارو ڪونه آهي، پر "ڪارج ۽ اَڪارج" وارو آهي، "آس ۽ نراس" وارو آهي، "گرهست ۽ اُداس" وارو آهي. جي من مان هنڪاريءَ ڏئيءَ ۽ ڏيندن جا معاملا مِٽجي وڃن، ته پوءِ من سرڳ سمان آهي، هو حالت سرڳ سمان آهي، سارو سنسار سرڳ سمان آهي. انهين سمدرشتيءَ جي سطح تي پهچي، پُوجل مان پار پوڻو آهي. جي "پوَ" ئي پڄي وڃي ته "جل" ازخود گُم ٿي ويندو، ڇو ته "پوَ" ئي "جل" ۽ جان ڦوڪي رهيو هو. اها ٿي ترشنا جي پدوي آهي، پرم پد آهي.

اهو گيان گرهڻ ڪري، انهين اندر ۾ اک کولي، سهاڳڻ سهاڳ قائم ڪيو آهي. هوءَ سچ ۽ ڪُوڙ جو ڀيد سڃاڻي ٿي، ڪُوڙ ڪڏهن سچ ۾ سمائجي ٿي، ڏٺيءَ جي دربار ۾ داخل ٿئي ٿي. سنسار ۾ نه ڪُوڙ ۽ سچ مليل آهي، نيڪي ۽ بدي گڏيل آهي. اهڙيءَ ته نهوي گڻن جو اثر آهي. تنهن ڪري، پچاڻ کهي ماڪڙي واري، جو مٽيءَ مان کِنبد جا سا داڻا چونڊي کائيندو آهي، يا هنس واري، جو ملاوٽي کير مان ٻه، کٽ ڪڍي چوُسيندو آهي. ساڳيءَ طرح، پُوجل کي جوڙن ۽ جذب ڪرڻو آهي، مرادن مان مطلب ڪڍي ڇڏڻو آهي، ڪارجن مان ڪامنا کي ڪوڇ ڪرائڻو آهي، مرادُن ۽ ڪارج ٻئي ڪرتار کي اَرپڻا آهن. جو انهين اَرپيو، سو خاص خاصيتن ۽ خوبين سان ڀرپوُر هوندو. اهو پڪ پاس پوندو. نه ته اها آسا منشا ٿي نه آهي، جا خاصيتن ۽ خوبين کي خامين ۽ خرابين ۾ بدلائي ٿي، انسان کي اَرواح ۾ اَڙائي ٿي، ڪوڙ ڪپت ۾ ڪيرائي ٿي، موهه ۾ مسائي ٿي، ٻيائيءَ ۾ ٻوڙي ٿي، لالچ ۾ لپائي ٿي، وڪارن ۾ وچڙائي ٿي، جنم مرڻ جي چڪرن ۾ ڦيڙائي ٿي. ڪوڙ سان نينهن لڳائڻ آهي لڳاو، سچ سان چت لڳائڻ آهي ويراڳ، نه ڪوڙ ۽ سچ ٻنهي جي اثر کان ٻاهر رهڻ، آهي ڀؤساگر پار ڪرڻ. منزل مقصود ۾ اهڙي آهي.

جڏهين آسا منشا مِٽجي ٿي، تڏهين پاونائون ۽ ڪامنائون شُپ ٿين ٿيون، وڪار ڌارا شُڌ رهي ٿي، وڪاري واسنائون ويران ٿين ٿيون، خوديءَ جو خمار لهي ٿو، من ٻُڌيءَ وس اچي ٿو، ڪُمت تڪڙي سمت ۾ تبدل ٿئي ٿي، ترشنائن جي ترنگن بدلي آنند جا اُمنگ اُٿن ٿين ٿا، ۽ آخر ۾ سوُ ڪيم اَهم ڀاؤ ۾ سميٽجي وڃي ٿو. اهڙي سهاڳڻ، سنسار ۾ ڪنوَل گل جيان نرمل ۽ نرليپ رهي ٿي، سڀ ۾ ساڳيو سائين سڃاڻي ٿي. هوءَ داسن جي ۽ داسي آهي، جيان جي چرنن جي ۽ خاڪ آهي. هُن لاءِ شيوا مٺو نه آهي، ڳهڻو آهي.

سڀ جو ڀلو گهري ٿي ۽ سڀ سان ڀلائي ڪري ٿي، ٻيا ڪنهن ڀيد ڀاءُ جي ٻيا ڪنهن
مطلب ۽ مراد جي. سچ وائيائي ٿي، سچ ونڊي ورائي ٿي، نعمت پوري زندگي گذاري
ٿي. پرواهه جي ڀالدا نشڪام نموني ڪري ٿي، پر سان ٻڌ پرمارٿ جي وات وٺي ٿي،
بلڪ ٻنهي ۽ ٻراون جي فرق کان، پار پهچي چڪي آهي. ڪنهن جي به هنئين ڪنئين
۾ ڪونه آهي. جيئري مُئل آهي، مُئي امر آهي. نام ۾ رتل آهي، ڀاڳي ۾ ڀڳل آهي.

(١) ڀاڳيءَ لڌمِ وڏاليڪا - ڀاڳيءَ ڀيک اداس جيئن
ڀاڳيءِ نال سر سمر وهيم - ڪمل ڦليءَ آڪاس جيئن
ڀاڳيءَ پوڄل لنگهيئيم - ڀاڳيءِ وچ پرڪاس جيئن.

راڳ سوهي، محلا پهريون، سهجي، شبد (٢)

(٢) جيوت مرهه، مرهه ڦن جيوهه - پُنرپ جنم نه هوئي
ڪهه ڪبير جو نام سماني - سُنن رهيا لوءِ سوئي.

راڳ مارو، ڪبير صاحب، شبد (٤)

اهڙي سهاڳڻ، ڀؤ ساگر تري پار پيئي آهي. هن جو لوڪ پرلوڪ سُهيلو ٿيو آهي. هوءَ
ٻانهون لوڏي، ڌڻيءَ جي درٻار ۾ داخل ٿئي ٿي. لڄ پت ۽ شان شوڪت سان، اتي ئي
نواس ڪري ٿي، نيشان لڳائي ٿي. هن جي ڪرمن جو ليکو چڪتو ٿي وڃي ٿو. کيس
عبادت ۽ اطاعت جا انعام عطا ٿين ٿا. کيس آسيس ۽ آشيرواد جي امداد ملي ٿي. هاڻي
هوءَ جنم مرڻ جي چڪرن کان آزاد آهي، ڇو ته موکش مڪتيءَ جي مارڳ لاءِ محڪم
آهي. انهيءَ استتيءَ جو ورنن، گرو ارجن ديو جن، هيٺينءَ طرح ڪيو آهي:

ميءِ ٻابو سرب ندان اڪٿ ڪٿارينا -
هر درگهه سوڀاونت ٻانهن لڏارينا
ڄن نانڪ لڌا رتن اموَل اپارينا -
ڌور شيوا پوڄل ترائيو ڪهه پڪارينا.

راڳ گوڙي، محلا پنجون، اشٽپديءَ (٧) ١٢

نئين بالڪ جو جنم، خوشيءَ ۽ جشن جو باعث بڻجي ٿو، پر موت، ڏک درد ۽ روئڻ
راڙو پيدا ڪري ٿو. موت ڪنهن کي ڪونه ٿو وڻي. زندگي سڀني کي مٺي آهي، پر
موت کان سڀڪو ڀيو ڏجي. ڇو؟ ڇو ته موت من جي مرادن ۽ منشائن جي اوچتي انت
آڻي ٿو. جڏهن انسان، سنسار سان ۽ سنساري وستن سان نينهن لڳايو آهي، مٽن، مترن ۽
مايا ۾ موهه وڌو آهي، اندرين جي رس کي مٺو سمجهيو آهي، لوڀ لالچ ڪري پدارٿ
گڏ ڪيا آهن، آسا منشا جا ڪئين قلعا اڏيا آهن، ۽ جو "مان مان" جي مستيءَ ۾ مگن
رهيو آهي، ۽ "ميريءَ تيريءَ" جي پيڙ ۾ ڦٿڪيل آهي، تنهن جي دنيا، موت سان لهي،
پر زندگيءَ سان جڙيل آهي. موت ته انهيءَ دنيا جو ٻيا ڇناءُ جي، ڪِڪ ۾ خالمو آڻيندو.
انهيءَ ڪري، موت هميشه ۽ هر حالت هيٺ، بلڪل پرائتو، اڻمڃائتو، اڻسهائيندڙ ۽
اڻوڻندڙ محسوس ڪجي ٿو. پر سچو شيوڪ، موت کان ڏجي ٿي ڪونه، ڇو ته انهو اڳ

آهي. هو نه ٻاڻ اُنجي آجيان ۽ مرحبا ڪري ٿو، ڇو ته هُن اهڙي خيالي دنيا کانءِ رچي آهي، اهڙا انسنا ڪونه ٿاهيا آهن، ۽ اهڙا نيڻهن ڪونه ڳڻيا آهن. هن موت جي ذاتي معنيٰ ڄاتي آهي. تنهن ڪري، هو سنسار ۾ مهمان جيان جيئون گذاري ٿو، ۽ اشڪام ۽ نرليپ ٿي، سڀ سان ناتا نباهي، ٿو. موت کي اُٽنر ڄاڻي ۽ دنيا کي سپنو سمجهي، هو موت لاءِ هردم تيار رهي ٿو. اِئين ڀردم مري، اَمر رهي ٿو. موت هنجو ڪجهه به بگاڙي ڪونه ٿو سگهي. هنجو آهي ڇا، جو موت کسي سگهندس؟ هو موت کي، اُنت ڪال جي حالت ۾ نه، پر نئين جيوَن جي شروعات ۾ ڏسي ٿو. هو موت کي آتما سان نه، پر جسماني جامي سان جوڙي ٿو. هو جيوَن کي ڪنهن خاص جنم سان نه، پر جيوَن جي لامتناهي، لامحدود سان اڳائي ٿو. تنهن ڪري، هو موت کي مالڪ سان ملاقات جو موقعو ڪري ڏسي ٿو. هو موت معرفت، مڪتيءَ جو مارگ پائي ٿو، ۽ پوُرن پرمانند جي پراپتي حاصل ڪري ٿو. پوءِ هو ڇو جيوَن سان جان جوڙي ۽ موت کان منهن موڙي؟ ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

ڪبير جس مرني تي جَگ ڏري – ميري مَن آنند
مرني هي تي پائيئي – پوُرن پرمانند.

سلوڪ: ڪبير صاحب (٢٢)

اي ٻندا، اِهي آهن ملنگ، فقير، مست قلندر، اَمن جا اَمير، جن موت جي صحيح معنيٰ سمجهائي آهي، جن موت جو مٺڪو مرونيو آهي، جن ڪال جي قاصدن کي ڪرلي تان ڪيرايو آهي، ۽ جي رَتن تي چڙهي، فرشتن جي سرڪس سان، وتڪمت واسي ٿيا آهن. موت پِران تائين پهچي ٿو، پر آتما جي اوڏو اچي ٿو ڪين، ڇو ته آتما اَمر آهي. آتما کي ڪال جي ڪناري ڪاتي ڪانه سگهندي. باقي جيوَ جا ڪي ڪرم، ڪيس جوُٺين ۾ ڦٽڪائين ٿا، ته وري جيوَ جا ڪي ڪرم، ڪيس جنم مرڻ جي چڪر کان آزاد ڪرائي سگهن ٿا. جي هن جنم جا سڪرم، پوُرن آزادي نه به ڏياري سگهن، ته به پرلو ڪرنهي. پرلو آهي، جڏهن وڪ اڳتي وڌڻ بدران، پوئتي هٽي ٿي. جي وک اڳتي وڌندي هلي ٿي، ته پوءِ پرواهه نه آهي، ته ڪي هڪ ڇلانگ سان ٿي هُن پر اُمن ٿا، ته ڪي ڪجهه ٽپا ڏئي، ساهي پٽي به نيٺ پهچن ٿا ۽ اُنهن لاءِ، هڪ هڪ جنم جو جامو، هڪ ٽپي مثل آهي. ناٽڪ ۾ ڪين نايڪ ۽ نائيڪا، ڪيترن ويس بدلائڻ ۽ وسيلن هلائڻ کانپوءِ، محبتي ميلاپ ماڻيندا آهن. ساڳيءَ طرح، جيوَن جي ناٽڪ ۾ به، ويس بدلائڻ ۽ وسيلن هلائڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. جي ويس ۽ وسيلا ووهڪ ۾ وياپڪ آهن، ته اُهي ولوت مُور ڪونه ويندا.

مکيه ڳالهه هيءَ آهي ته آپو مٽجي، ۽ آخوبن سوڪيم اَهم ڀاوَ به الوُپ ٿي وڃي. اَهنڪار اَهنتا، اَهم ڀاوَ يا اَنانيت، جڻ ته جيوَ جي اَندرئين حڪومت جو بادشاهه آهي. جي جيوُ سرپرڪ سوادن ۽ دنيوي وهنوارن ۾ وچڙيل آهي، ته جيئو ته اَهنڪار ايا اَستوُل روُپ ۾ آهي. جي جيوُ، اِنهن پندن مان ڇوٽڪارو پائي، روُحاني راهه تي اچي، ته سمجهبو ته اَهنڪار هاڻي سوُڪيم صوُرت ورتي آهي، ڇو ته اُها "مان مان" ايا به رهيل آهي، جيستوڻيڪ اُها چاهي ٿي ته مڪتي ماڻي، مالڪ سان ملان. اَستوُل توڙي سوُڪيم صوُرت ۾، جيوَ لـــي

اهنڪار جي حڪمراني، ڪافي حد اندر قائم رهي ٿي. اهڙو سوڪيم اهنڪار به صفا الوپ ٿي وڃي، تنهن بابت هڪ خيالي چهچٽو، پاٺڪن جي ڀروڙ لاءِ، پيش ڪجي ٿو. هڪ ڏينهن بادشاهه، "سوڪيم اهنڪار"، وڏي دربار ڪوٺائي آهي، جتي "بندو" به ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لڪي، شاڪسيءَ طور ويٺو هُجي دربار * جو نُوراني نظارو ڏسي. بادشاهه، پنهنجي ڀَت واٽيءَ "ٻڌيءَ" سان گڏ، مٿي سنگهاسن تي براجمان آهي. هال درٻارين سان سارو سٿيو پيو آهي ۽ هرڪو درٻاري شان شوڪت سان، اوچو ڳاٽ ڪري ويٺو آهي. اڳين قطارن ۾، مکيه منتري "من"، اوچيءَ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي ۽ سندس پٺيان هيٺين ڪرسين تي، جي معزز درٻاري ذريءَ ۽ ڪيمخاب جا وڏا چوغا پائي ويٺا آهن، ۽ جي ٻنديءَ کي ٻنيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي آهن: "پنج ڪَم"، "پران" ۽ "ڏهه اندريون". مکيه منتري "من"، ادب سان سجدو ڪري، پنهنجي ۽ ٻين مکيه درٻارين پاران، نذرانن جي پيٽ رکي ٿو. انهيءَ رسم ادائيءَ بعد، بادشاهه بلند آواز ۾، مکيه منتريءَ کي حڪم ڪري ٿو، ته هاڻي معزز درٻاري ۽ واري وَٽيءَ حاضر ڪيا وڃن. انهيءَ حڪم جي بجا آوري ڪندي، مکيه منتري، ٻهرين پنجن تتن، "پرٿوي"، "جلُ"، "اگني"، "وايو" ۽ "آڪاس" کي حاضر ڪري ٿو، جي سِر جهڪائي، بادشاهه کي سلام ڪن ٿا. پاڻ ۾ فيصلو ڪري آيا ٿا ڏسجن، ته جي ڪا سوال جوابي ٿي، ته سڀني پاران، پرٿوي بيان پيش ڪندي، ڇو ته هوءَ ڪجهه اڳڀرو اچي بيٺي آهي. هيءُ نظارو به ته پرٿويءَ تي رچيو رهيو آهي.

**بادشاهه:** اوهان جو نالو ڇا آهي، پيشو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجود ڪٿان آيل آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سمايل ٿيڻا آهيو؟

**پرٿوي:** هي عالم پناهه، اسان جا نالا آهن: "پرٿوي"، "جلُ"، "اگني"، "وايو" ۽ "آڪاس". خصلتن پٽاندڙ، ته هڪ ٻئي جا گهاتڪ آهيون، پر قدرتي قانون ۽ اسانکي هڪ ٻئي سان ٺهت ڪري ڇڏيو آهي، ته سڌمبل نيم، پاڻ ۾ گڏجي، اتحادِ عمل سان ادا ڪريون. پيشو سڀني جو نرالو نرالو آهي، پر مقصد سڀني جو ساڳيو آهي، ته خالق جون خلقيل نعمتون، خلقت کي مفت ميسر ٿي ملن. ٻين ڇئني تتن مان ترواٽ وٺي؛ **پرٿوي** ڪُل خلقت کي پناهه ڏئي ٿي، جيئن ماتا جيان پالنا ڪري ٿي. موت ۾ ڪانئن، نه ڪجهه گهري ٿي ۽ نه ڪجهه وٺي ٿي. جل جٽ ڪٽ، هر جاندار ۽ بيجان چيز جي خدمت لاءِ موجود آهي. ڪير ڪيترو به ڪٽي وڃي ۽ ڪيئن به استعمال ڪري. جل ڌرتيءَ کي سيلاب ڏئي ٿو، وٿراهه کي ترُوٽ ڏئي ٿو، سڀ جي پياس اُجهائي ٿو ۽ وايوءَ ۾ لڏڪار آڻي ٿو. جل وڏيءَ گردش ۾ رهي ٿو. بادلن مان برفتن تي اچي ٿو، برفتن مان ندين ۾، ندين مان سمنڊ ۾ ۽ سمنڊ مان وري بادلن ۾. **آگني**، سرشٽيءَ کي روشناڻي، لهت ۽ گرمي پهچائي ٿي، ڪرِيا ڪرم ڪرائي ٿي ۽ گندگيون ۽ غليظايون ڳرڪائي ٿي، ته خلقت جي صحت سالم رهي. **وايو**، هرهنڌ ترسي، جڳت کي جياپو بخشي ٿو. وايوءَ تي ٿي پران جٽن لاءِ

* ١٧٠ صفحي جي سامهون، جيڪو خاڪو آيل آهي، سو هن ڇهتي جي چتر اهڙ سمجهڻ ۾ ڪافي ڪارگر ٿيندو.

آڪاس لئي، چاري لَٽ لڳن ٿا. تنهن ڪري، آڪاس خلقت جو خاص خدمتگار آهي.
خالي‌پڻ ۽ آواز، آڪاس جُون خاص خصُوصيتُون آهن. پنجئي تت، بنا ڪڻ پل آرام يا ننڊ
جي، هردم، هميشه ۽ لڳاتار، پنهنجي ڪرت ۾ رُڌل رهن ٿا.

هي راڄن، اسان پنجئي تتن کي ڪايا الڳ هستي يا آزاد وجُود ڪونه آهي. اسين
ته خلقت جو هڪ اَٽلڪو حصو آهيُون. خالق جا ئي خليل آهيُون، ۽ خالق جي خاڪساريءَ
۾ خادم آهيُون. جي خاصيتُون بخشيندو ۽ جي ڪم سپرد ڪندو، تنهن موجب فرض پُورا
ڪندا رهنداسُون. اسان جي فرض اَدائي، ڪيس قبُول پئي ٿئي يا نه، تنهنجي اسان کي
ڄاڻ ڪانهي، ڇو ته اسين فقط سندس پاڻي مطابق، لهرڪ وٺي رهيا آهيُون. هلائي ٻـ،
پاڻ ٿو ته بهاري ٻ، پاڻ سگهي ٿو. اسان لاءِ سڀ اِڇا. سندس مرادن کـــان بيخبر آهيون ۽
پنهنجن مقصدن کان به اڃا آهيون. اسان کان جدا يا گڏائي ڪم وٺي، هڪڙو ڪم ڪسي ۽ ٻيو ڏئي،
اسان جي هستي قائم رکي يا مِٽائي ڇڏي، تنهنجي اسان کي ڪا پرواهه ڪانه آهي، ڇو ته
اسين ڏک سک يا خوشيءَ غم يا جم مرڻ جي چڪر کان ٻاهر آهيُون. باقي اِهو ٿي سمجهُون
ٿا، ته اسين پنجئي تت، جڏهن ته هڪ آهيُون ۽ هڪ جي پيداش آهيُون. جي الڳ ٿـي،
وجُود ۾ آيا آهيُون ته سندس لطف آهي ۽ جي مڇهس جذب ٿي وڃـــون، ته به سندس
ليلا آهي. آنند مان آيا آهيُون ۽ آنند ۾ جيئون گهارئُون ٿا. جيون پڄاڻان به آنند ۾ هُونداسين
سو پنجئي تت آنند ميۓ آهيُون. پرڪرتيءَ توڙي پرش ۾ به اسين سمايل آهيُون.

بادشاهه، اِهي وارتا ٻُڌي پرسن ٿئي ٿو ۽ پنجئي تتن کي، پنهنجي جڳهه تي اعزت
موٽڻ وڃڻ لاءِ اِشارو ڪري ٿو. پوءِ پنهنجي پَٽ واڻي ”ٻُڌيءَ“ کي، پاسيرو ٿي، قرب
سان ڪن ۾ چئي ٿو، ته اي منهنجي مهارائي، منهنجي من جي ملڪه، هي پنج تت ته
توکان به وڌيڪ ٻڌيوان آهن. واڻي، منهن ڦرائي موڙو ڏئي ٿي، ته اِتري ۾ پران به اوريان
اچي، فرشي سلام ڪن ٿا.

**بادشاهه:** توهانجو نالو ڇا آهي، ڪمشو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجُود ڪٿان
ليو آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سمايت ليٽا آهيو؟

**پران:** هي جيدا قبلا، هِن خادم کي پران ڪري ڪوٺين ٿا. هڪ سراڙ ۾، پنج
مُنهون آهيان، ڇو ته پنج پيشا اَٿم. پنجئي الڳ به، آهن ته پاڻ ۾ وليا مليا به پيا آهن.
جڳت ۾ جيڪي جان وارا جيو آهن يا جڙ وستوُ آهن، تن جي اُجرڪ ۽ تراوت لاءِ، مان
ئي جوابدار آهيان. ساهه کڻڻ، هاضمو ڪرڻ، رت جو دورو چالُو رکڻ، پگهر ڪيڻ،
پيشاب ۽ وشٽا جو نيڪال ڪرڻ، انهن ميدي ڪرپائن ۽ ڪرلين جو ته تعلقات ۽ منهنجي
شڪتيءَ سان آهي. زندگاني جو مدار رڳو اِنهيءَ شڪتيءَ تي آهي. پر اِها شڪتي،
مُولڪي سرو شڪتيوان مان مليل آهي. منهنجو مقصد اِهو آهي، ته منهنجي شڪتي سدائين قائم
رهي. منهنجي شڪتي سمايت ٿي وڃي، اِهو ته نه مان پـــڌي سگهندس ۽ نـــه سهي
سگهندس. اَلبته ۾ ٿي مُولڪي آرام اچي ٿو. سمايتيءَ جو ته نالو ٻڌندي ئي، منهنجو

ساهه سُڪي ٿو وڃي. پران نه جيءَ جند جو جياپو آهن. جي پران ويا نه باقي ڇا بچو؟ مان غايب ٿيان ته ساري سرشٽي تلف تاراج ٿي وڃي. شايد بادشاهه خود به سلامت رهي نه سگهي! مونکي پنهنجي شڪتيءَ تي فخر آهي ۽ جياپي سان دلبگي آهي.

**بادشاهه:** اي منهنجا پيارا مترُ پران، تون نه ڪجهه دلو ٿو ڏسجين. شايد اجا چُلهه تي چڙهيو ٿيي ڪونه آهين ۽ نه پاڻيءَ جي پکڙ ۾ آيو آهين. مالڪ جي مڙني ڪمن باهر آهين، اتفاق ۽ اختلاف جي نظر فريبيءَ ۾ آهين، آد ۽ انت جي دلفريبيءَ ۾ آهين، لذت ۽ لڳاءُ جي دلرُبائيءَ ۾ آهين، مشڪائن ۽ مرادن جي قيد ۾ قابو آهين. پرائي شڪتي، پنهنجي سمجهي ويٺو آهين، تون نه وڏو ڏوهاري ۽ گنهگار آهين ۽ سخت سزا جي لائق آهين. انهيءَ ڪري، توکي اها سزا ٿي ڏني وڃي، ته هن ڪاٺوءَ، تون ”اڙا“ ۽ ”پنگلا“ جي وچ ۾، ٻنا ڪنهن به چرپر جي، هڪ هنڌ بيٺو رهندين ۽ ”سکمنا“ ناڙيءَ دوارا پنهنجو تحرڪ هلائيندين. سڀ ٻيون ننهنجيون اُڏر بازيون بند رهنديون. هردم منهنجي نظرِ هيٺ هوندين. اها سزا لاشڪ توکي تڪليف پهچائيندي، پر ٻنا سبق سکڻ جي ۽ اصليت سمجهڻ جي، تون غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙي ڪونه سگهندين ۽ آزاديءَ کان محروم رهندين.

اها سزا ٻُڌي، پران جي دل ڏهلجي وئي. سندس ڏرن ڏڪي ٿي، ته جو ڏيل چيل تسي هريل آهي، سو هڪ هنڌ ڪيئن ٻڌجي سگهندم؟ لاچار ٿي پٺ ورائي تسو. هرڏانهن بادشاهه، راڻيءَ ”ٻُڌيءَ“ ڏانهن مُشڪي نهاري ٿو، انصاف ۽ عدل لاءِ داد گهري ٿو. پر راڻي سانت ۾ رهي ٿي، ڇو ته بادشاهه جي فيصلي، سندس ڇاتيءَ ۾ به دڪ دڪ پيدا ڪئي آهي. الي ٿي، ڏهئي اندريون، پنج گيان اندريون ۽ پنج ڪرم اندريون به نمي، سامهون اچي ٿيون. سمجهي سگهجي ٿو ته زبان، ڏهني پاران تقرير ڪندي.

**بادشاهه:** اوهان جو نالو ڇا آهي، پيشو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجود ڪٿان ليو آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سماپت ٿيڻيون آهيون؟

**زبان:** هي ملڪ مُعظم، اسين ڏهئي اندريون اوهان جي مکيه منتريءَ ”من“ جون داسيون آهيون ۽ سندس اشاري جي هٿ وس آهيون. هي پنج گيان اندريون آهيون ۽ هي پنج ڪرم اندريون آهيون. اسين نه هرهڪ اندريءَ جا جدا جدا فرض مقرر ٿيل آهن، پر ٿوري ۾ ڪٿي هيئن چئجي، ته گيان اندريون، واسنائون وٺي وڃي ويچارنا روپي درٻان کي ڏيون، نه من کي پهچائي. وري اهوئي دربان، من جو پيغام وٺي، ڪرم اندرين کي پهچائي، جنهن جي ترت پورائي ڪريون. واسنا وٺي نسي آهي ۽ پيغام آڻيو نه آهي. روشنائيءَ جي رفتار به اهڙي تيز نه آهي. واسنا جو واءُ ساءُ اهو وٺون، جو من کي پسند پئي، ۽ سندس پيغام جي پورائي به اهڙي ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان ڪريون، جو ڪيس پسند پئي. سندس پسنديءَ ۾ ئي اسان کي پرسنتا ملي ۽ سندس ولگهه ۾ ئي اسين وڏل رهون. نيت نه اسان ڏهني جو پيارو پنار آهي. سو قابليت ۽ لياقت ڏيکاري، پيا سندس پيار جون پڪون پيون. اهوئي اسان جو پيشو ۽ مقصد آهي. حضور، اسين ڪيئن پيدا ٿيون آهيون، تنهنجي نه ڪل ٿي ڪانه آهي، ڇو نه جاڻي جم ڪان، من سان لاڙون لڏيون

۽ سنڌس مٿڻ لئي ٿي چاڳهه چڙهي، ستي ٿيندي پوَ سين. اسين مري وڃون، ته اسان جو ڌڙ، مڃ هوُند ڏاڍو ڏکي ۽ وياڪل گذاري. تنهن ڪري، جيستائين جيئرو آهي، ايستائين اسين ته زنده رهڻ ٿا چاهيون، جو ته هڪ ٻئي کي چشڪو ڏيون ٿا ۽ هڪ ٻئي کان چشڪو وٺون ٿا. اهو چشڪي جو چشمو ئي اسان جي چمن کي چمڪائي رهيو آهي.

بادشاهه: لعنت آهي اوهان جي لڳاوَ تي، غلاميءَ تي، نيچ مدورتيءَ تي، ذلالت تي ۽ زواليت تي. اصليت جي اُلٽائي، دنيءَ جي ڏطرفي ۽ چشڪي جي چٽڻ تي، اهي سڀ مها اپراڌ آهن، جن جي ڪارڻ، اوهان مڙني مٿان عقوبتون ۽ عذاب ڪٿڻ گهرجن، جو ته گوشماليءَ بنا، اوهان جو حوصلو ٽڪاڻي نه لڳندو. تنهن ڪري اوهان کي اها سزا ٿي ڏني وڃي، ته هن ڪائنات، اوهين پاڻ پنهنجو پنهنجو، واسنا وٺڻ يا ڪرم ڪرڻ جو فرض، ادا ڪندا رهو، پر اوهان جو لڳاوُ نه واسنا ۾ هئڻ گهرجي، نه ڪرم ۾ ۽ نه من

۾. ڏسو ته ڪو ناٽڪي اداڪار آهي. هوُ اڄ ناٽڪ ته سڀان ڪُل ناٽڪ ٿو ٻڌجي. پر سنڌس لڳاوُ نه ته ناٽڪ سان آهسي ۽ نه ڪل ناٽڪ سان. ليڪن اوهان ۾ نرليپ ٿي، فرمان برداري ڪريو. مثلاً واسنا يا ڪرم، چاهي سٺو هجي يا خراب، پر اوهين پسنديءَ يا ناپسنديءَ جي پيڊ کان پري رهندا. اهو پيڊ ئي آهي، جنهن سرشتيءَ ۾ دک ۽ سک جو ناٽڪ رچايو آهي. جا اندري، هن حڪم جي انحرافي ڪندي، سا ڪپي ڇڏبي، ڇو ته سندس موت، هاٺوڪيءَ جڏاڻي جيون کان هر طرح بهتر ٿيندو.

اها سزا ٻڌي، اندرين جو ته ساهه ئي سڪي ٿو وڃي، ته مکيه منتري ”من“ جا ته عضوا ڪنبڻ لڳن ٿا. بادشاهه پنهنجي پٽ واٽيءَ ”ٻڌيءَ“ جي ڪاهي تي هٿ رکي، چاهه سان چوڻس ٿو، ته اي منهنجي محبوبا، هي اندريون ته لوڪان آهن. وڏيڪ پتوريت ڏرم پالن ڪن ٿيون! واٽي جوهه. مان هٿ ڇڏائي، پري ڪريس ٿي. پوءِ، جان ڪٿي هال طرف نظر ڦيرائي ڏسي، ته مڙئي دوباري گم ٿي ويا آهن، سواءِ مکيه منتري ”من“ جي، جو بلڪل گهٻراهٽ ۾، سنگهاسن جي سامهون بيٺو آهي. ڪنڌ هيٺ اٿس، ساهه مٿ ۾ اٿس پر چپ ڏڏنس پيا، جن مان ڪجهه ڏٻرو آواز نڪري رهيو آهي.

منُ: بادشاهه کي هٿ ٻڌي، مِن عرض ٿو ڪري، ته هي سرتاج شهنشاهه، هي منهنجا آقا، تو ته منهنجا پر ئي ڪپي ڇڏيا. منهنجي اندر ۾ ڪروڙين ڪامنائون ۽ ڀاونائون مرادون ۽ منشائون، جن جي پورتتا جو چشڪو، مان پنهنجي ڏهني جوان يعني اندرين معرفت وٺندو آهيان، ڇو ته انهيءَ چشڪي جو سواد، ڪين ۾ ايندو آهي. هاڻي جي اندريون ئي چشڪي وٺڻ کان ناٻري وارڻيون، ته مان خود چشڪو ڪيئن وٺي سگهندس؟ چشڪي بنا، ترشنا ڪيئن: تريت ٿيندي ۽ ترشنا بنا، مان ڪيئن جي سگهندس؟ ترشنا ئي ته منهنجو پران آهي. هي شهنشاهه، مون کي ڀاءُ ته توُن خود ۾ آهين. مون جهڙي ماهر مکيه منتريءَ بنا، تنهنجي شهنشاهت ۾ وڏيڪ جٽاءُ ڪري ڪونه سگهندي.

بادشاهه: اي منهنجا متر، مون کي پنهنجي شهنشاهت پياري آهي ۽ انهيءَ ڪاڻ

اوهين به پيارو آهين. توکي مان مارڻ نه ٿو چاهيان پر مٿانئس ٿو چاهيان، جيئن ڪنهن پنهنجو عهدو هلائي رهيا آهن يا جيئن مون ٻڌو آهي ۽ اندرين کي پنهنجن عهدن هلائڻ لاءِ هدايتون ڏنيون آهن. ملازمت جي فرض منصبي، مناسبت جي ميزان ۾ هئڻ گهرجي. سو توکي پنهنجي ذهني ڪيفيت بدلائڻي پوندي. پر تنهنجي اوڳڻن جي اوگهڙ بنا، تنهنجي رخ ۾ تبديلي ايندي ڪانه. سو اوهين ڪن کولي ۽ دل لائي ٻڌ، ته تنهنجا ڪارناما ڪهڙا آهن ۽ انهن ڪري، منهنجي شهنشاهت ڪيتري نه ٻوٽي پوندي ٿي وڃي. تون منهنجو ملازم آهين، پر پاڻ کي مالڪ سمجهڻ وٺو آهين، ۽ هر معاملي ۾ ٽنگ اڙائڻ وٺو آهين. جتي جتي صلح سانت آهي، اتي گوڙ گهمسان مچائي ڏنو اٿئي. امن کي وس ٽٽائي ڇڏيو اٿئي. تنهنجي وفاداري مون ڏانهن ڪانهي، پر تنهنجي وڪاري وهنوارن ڏانهن آهي، جنهن جو بنياد ڏيئي ۽ ڏيڻ تي ٻڌل آهي. اهي گويا وبا جا جيوڙا، سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويا آهن. ڪو گهر ڇٽل نه آهي، جنهن ڪري خراب سڄو ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ۽ سڄو خراب ٿيو لڳي. رعيت جو ڏنهن وڃي خيالي سنسار ۾ ڪٿو آهي. اصليت کان هو صفا پاسي ويا آهن. سڄي حڪومت ڊانواڊول ڪري ڇڏي اٿئي. سچو سڪو ڳجهي ويو آهي ۽ نقلي سڪو عام پاڙو آهي. تنهنجي خود بيان جي آڌار تي، اهو عظيم الزام توتي ثابت ٿي چڪو آهي، ته خود پرستي، توکي مون سان وفاداريءَ لاءِ مجبور ڪري رهي آهي.

هن ٻاري وڄائڻ جي تهمت تي، تون ڦاسيءَ جي تختي تي لٽڪائڻ جي لائق آهين. پر مان تنهنجي زندگيءَ تي رحم ٿو ڪريان، توکي جيئدان ٿو بخشيان ۽ ڏنگ ڪڍي، ڪسي ٿو ڇڏيان. تنهنجي وڪاري وهنوارن جو شناخت يعني فتور اڏائي ڇڏيو. ته اهي وهنوار هوندي ۽ نه وري مون جي ڪاڪ آڏي. جڏهين تنهنجي اها خام خيالي ختم ٿيندي، تڏهين تي واسنا جو واس ويندو، چڪتاڻ ڇڄندي، اڙ اڙ بند ٿيندي، تنهن جي تڪبر لهندي ۽ ڪرم ڪروٽ ٽٽي رهندا. تنهن ڪري، هن ڪانوءِ، تون آتمڪ وهنوارن ذريعي ڪاروبار هلائيندين. ذاتيءَ طور، تون اهڙو بدڪار ڪونه آهين پر وڪاري وهنوارن ڪري وڃي غلط رستي تي پيو هئين. آتمڪ وهنوار، توکي صحيح رستي تي هلائيندي ۽ گناهن کان بچائيندي. ڏهئي اندر تون، اڃا به تنهنجون داسيون ٿي رهنديون ۽ تنهنجي ڪاروباري انصاف ۽ ايمانداريءَ، سچائيءَ ۽ صفائيءَ سان هلائينديون. ڏيڻ ۽ ڏيڻ جو ڏينهن بند رهندو ۽ انهن تنهنجي دامن جو داغ مٽبو. هن ڪايا ڪلپ بعد، تون جڳ من جو من ٿي نه رهندين. تون پاڻ آزاد ٿيندين ۽ آزاديءَ دٿارن ٿي مون کي ۽ مهاراڻيءَ کي آزاد ڪرائيندين:

اها سزا ٻڌي، من جا به ٻه ويا ته ڇهه به ويا. وچارو هاراڻي، دلشڪستو ۽ شرمندو ٿي، روانو ٿيو. جڏهين بادشاهه ڏٺو ته هاڻي دربار ۾، رکو منهنجي پٽ راڻي "ٻڌي" وڃي اچي آهي، سو ڪٿي هن کي هنج ۾ وهاريائين. جوڙڻ لڳس ته هي منهنجي جان، اڄ ته مون ڪيئن نه ڪماليت ڪري ڏيکاري؟ اها آهي حاڪمن جي حڪم جي حڪمت. اڄ ته هاڻي هيءَ شاندار سڀ ملاقيون، ۽ محل اندر مجاعت ماٺيون. پر هن رڙ ڪار ڪري، راڻي اڃي ڏاڍي دلگير ۽ دل سرد ٿي پئي هئي، سو اچي سڌ ڪن ۾ چيئين:

ٻُڌندؤن ٻس ٿي نه ٿين. هُن جي مٿان جو ٻيو ٿي ڇڏي ويو هو. هوءَ ڪنبڻ ۽ ڪڙڪڻ
لڳي، جڻ نه جاڻڻ ٿي روح ڇڏي وڃي. راڻا ڏاڍو دلشڪسته ۽ ششدر ٿي ويو. پر يڪدم
پاڻ سنڀالي، پيار ۽ ٻاجهه سان، راڻيءَ کي ڌيرج ڏني، سامت ۾ آندائين، ۽ ٻيهر واري ديوان
تي سمهاريائين. پوءِ بات چيت شروع ٿي. راڻي نه ڦڪي ويٺي هئي ۽ هيءَ مناسب موقعو
ڏسي اچي ڇڪي. اڄ نه ڇوڙهه ڇڏيندي نه ڪڏهن ڇڏيندي؟

راڻي ٻُڌي: هي منهنجا ڀاڳ پٽي، اڄ نه تو مون کي هڪ وچتر وسٿا ڏيکاري
آهي، جنهن منهنجي سُڌ ٻڌ ڀلائي ڇڏي آهي. جي تُنهنجا زور ڀرڻ ٻانها ٿي وهندا هئا
۽ هردم تنهنجي حڪم هيٺ هلندا هئا، تن کي تو، وفاداريءَ عيوض ويهڻ ڏنا، سنگين
الزام مڙهيا ۽ سخت سزا ڏني، جا موت کان به بدتر آهي. تو هنن جي شرافت ۾ شڪ آندو،
شخصيت جي شامت آندي ۽ سچ جي سمائتي آندي. مان به تو سان ٻا عمر، ٻانهن ٻڌ
ٿي ويٺي آهيان، تنهنجي ڪوسيءَ ۾، وفادار ۽ مددگار ساٿڻ ٿي رهندي آهيان. ۽ ممتا ۽
محبت ۾ سڀ ڪجهه سڻايو رهي آهيان. اسين ٻئي هڪ ٻئي جي زندگيءَ جي زندگاني
آهيون، هڪ ٻئي جو سهارو آهيون. پر اڄ ته تو منهنجون ٻيئون ئي منجهاني ڇڏيون آهن،
ته ڇا مون سان به وفاداريءَ عيوض، اهڙو ورتاءُ نه ٿيندو؟ تنهنجي ته ايگهي مڃي ونسي
آهي. سمجهين ٿو ته اصولن جو اڄهو وڃي، تون سيڙي جو ڳلو گهٽي سگهين ٿو، ڇو ته
راجائيءَ جي رتبي، تنهنجي منيءَ ۾ حيواني طاقت رکي آهي، جا توکي حيوان جيان هلائي
رهيو آهين. پر جي حاڪم خود حيوان ٿي هلي، ته پوءِ رعيت مان، راست ٻيئيءَ، راست
سخنيءَ يا راست ڪرداريءَ جي اميد رکڻ، اڪواس، آهي رياڪاري آهي، مڪاري آهي.

ڇا، جن مڙهن تي تو اڄ مار وڌي، سي تنهنجي پيغامن پٺاندڙ نه ٻڌواري ڪندا
هئا؟ ڇا، جي اڄ تو اصليت جا ٻئي اشارا ڏنا، يا سر پاوتا جا تي سبق سيکاريا، يا
واجبيءَ ۽ غير واجبيءَ جا ٿي وعظ ڪيا، سي تو پاڻ سمجهي، عمل ۾ آندا آهن؟ ڇا
تنهنجو مون سان لڳاءُ ڪوڙو آهي؟ ڇا تنهنجو ٻوانن، اندران ۽ من سان، تاني پيٽي وارو
تعلق نه هو؟ ڇا تون طلبگاريءَ جي تاثير کان آجو آهين؟ ڇا طلب جي تڪميل توکي
ٻوڙ ۾ نه آڻيندي آهي ۽ عدم تسليم توکي بيقراريءَ ۾ نه آڻيندي آهي؟ سوال اهو نه آهي
ته تنهنجي طلب جو طرف سڌو يا ابتو آهي، پر سوال هيءُ آهي، ته تو تمنا توڪ ڪئي
آهي، ترشنا مٽائي آهي، يا دک سک ۽ خوشيءَ رنج جي حد پار ڪئي آهي؟ جي نه،
ته تون سر پاوتا جي سبق سيکارڻ لاءِ، ڪيئن حقدار ڇئين؟ جي تون خود ڏوهي آهين
۽ اوگڻن جو آزاريل آهين، ته تنهنجي آپديش جو ٻين تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟ جي تون پاڻ
سزا جي لائق آهين، ته توکي ٻين کي سزاياب ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي؟
معاف ڪجِ، جو اڄ مون ادب ۽ لحاظ جو ليڪو لنگهي، گستاخي ڪئي آهي. پر تنهنجي
نامناسبت، نامطابقت ۽ ناحق جو ٻيو ڪهڙو جواب ٿي سگهي ٿو؟ جنهن اصليت جو اڄ
تون آواز اٿاري رهيو آهين، تنهن کان تون به ايترو پليل آهين، جيترو ٻيا سڀ يا مان پاڻ
به. سو جي توکي پاڻ تاڙڻو آهي ۽ پاڻ سان گڏ، مون کي به تاڙڻو آهي، ته اڄ نه تن وارڙي
تاب ڪرايون، سندن ساڃهه ڀرايون. ٻهراڻ پاڻ ٻڌائيون ۽ انهن آتما کي آزاد ڪرايون. اسان

جي ڪرڻون ٿي، آما ٿي ڪرم رُوپي ڪارا ڪرش چاڙهيا آهن. اهي ڪڪر روشنيءَ
کي ڍَڪائي ويٺا آهن. اڄ نه تياڳ ۽ ويراڳ جي وات وٺي، اهي ڪرش ڪٽيسُون، ڪڪر
هٽائينداسُون ۽ پرڪاش پسُون، نه اَصليت جو اِثبات ملي، ۽ عجائب جو عجب ظاهر ٿئي.

هينئر ٻنهي ۽ تيز فهم ٽڙ ٻڙ ڪان پوءِ، راڻي ساڻي ٿي، سمهي پئي ٿي. راجا
بلڪل شرمسار آهي، پشيمان آهي. راڻيءَ سندس اک کولي آهي، اکيان جا پڙدا هٽايا آهن.
ٻنهيءَ جو دل جاڳايو آهي. هو ڪيس نياز سان نمسڪار ڪري ٿو، پيرن کان وٺي، اکيون
اکين ۾ ملائي ٿو، ۽ اجابت جي آواز ۾، آهستي آهستي پنهنجو بيان پيش ڪري ٿو. پوءِ
راڻي نه رخ بدلائي، رسوخ ۽ رفاقت سان، ڪن ڏيئي ٿي. بادشاهه کي ساهه پيٽ ۾ پئي ٿو.

بادشاهه: هي منهنجي پيما ۽ بيدار بيگم، قربان وڃان تُنهنجي قدمن تان، تنهنجي
قَدامت ۽ قابليت مٿان. تون نه منهنجي نار آهين، نُور آهين، ناز آهين. تنهنجي نوازش بنا،
مان نه نابين آهيان. هوندءَ به تنهنجي طبيعت جي تابعداريءَ ۾ هوس، نه اڄ بنا تنهنجي
طاعت جو طلبگار آهيان. جو راز ڏيکارتائين، جاڳيءَ اندر ڇُپيل هو، سو اڄ تو کولي ڇڏيو، نه
اَصليت جي اَحساسيت سان ٿي، مري اَمر رهيو، نه نه انين سيڪو پيو مري، مري جيئي
۽ وري مري. سچ پچ نه انسان کي نه پنهنجي ذاتي اَهميت آهي، نه هستي آهي ۽ نه
وجود آهي. ڪجهه ڪين آهيون. اسين پڻ به خالق جي خلقت جو هڪ حصو آهيون،
روپن ۽ نالن جي نظارت آهيون، نظر فريب آهيون. اڄ نه نظر غائب ٿي، آتما ۾ جذب ٿي
وڃون. اڄ جي روپڪار، رُوحاني راز داني هئي، ۽ تنهنجي رُباعيات نه جڳ رب جي
رحمت هئي. مذهب جي معلوميت ملي آهي، رابط کي رخصت ملي آهي. هاڻي نه ڳنڍ
ڇوڙي آهي ۽ دامن ڏني آهي. هاڻي پڌري پٽ ظاهر آهي نه ايشور پاڻ انسان ٿي آيو آهي،
الله پاڻ ڪُل آدم ذات ۾ آهي، پر انهيءَ پڌرائپ هوندي به، پاڻ ڳجهو آهي. سبحان جي
مُورت جت ڪٿ ساڳي، پر ڪنهن ورلي جڳياسوءَ جي جوت جاڳي، جنهن دل اندر
پالي جهالي، ۽ اها صورت صحيح سڃاتي، نه سچا ٿيندڙ، سچا طالب ۽ صورت سڀ هڪ آهن.

واحد پاڻ نه وحدتي وستر پائي ٿو، وري لکين لباس لاهي ٿو ۽ وجودي ويس بدلائي
ٿو. مالڪ موڙني ۾ آهي، جت ڪٿ آهي، سڀ ڪجهه آهي. روپوان ۽ اروپ آهي، مجسم
۽ لاجسم آهي. ظاهر ۽ باطن آهي، نرگن ۽ اَنمت گُن آهي. پار ۽ اَپار آهي، آڏو ۽ اوڏو
آهي. اَروپ ۽ اَنت آهي، لاحد ۽ لامحدود آهي. لاثاني ۽ لامتناهي آهي. اهڙي سائين
سڀني ۾ آهي پر اک جو فرق آهي. جنهن ديرائي جي ديد ۾ دستور آهي، سو سڀني
هر هنڌ، هر وقت، دلبر جو ديدار ڪري ٿو. هو ڪنهن ۾ نه آهي؟ هو ڇا نه آهي؟ هو
ٿي نه ڪنهن ۾ يوڳي آهي نه ڪنهن ۾ جوڳي آهي، ڪنهن ۾ روڳي نه ڪنهن ۾ اَروڳي،
ڪنهن ۾ فقير نه ڪنهن ۾ امير، ڪنهن ۾ قُربل نه ڪنهن ۾ قبيل، ڪنهن ۾ تاوان نه ڪنهن
۾ ناتاوان، ڪنهن ۾ جاهل نه ڪنهن ۾ عالم، ڪنهن ۾ وڪاري نه ڪنهن ۾ ڳٽراڻ. ڪنهن ۾

۾ ممڪن نہ آهي. سو اُها چيتنا فقط شڌيءَ ۽ ٻرهم سان ڀرپور آهي ۽ پرڪرتيءَ سان ميزانيت ۾ آهي، جو نہ خود پرم آتما سان پوري ميل ۾ آهي. ائين راجا ۽ رانيءَ جو گفتگو سماپت ٿئي ٿو.

ٻئي جڻا ڪٿي نہ هاري، نہ ڏسي ٿو نہ ڏيکاري، وماڻ تي پهچي ٻئي راجا ”سوڪيم اَهنڪار“ ۽ راڻي ”پڌيءَ“ سميت، چيتنا جي چانڊاڻ ۾ جذب ٿي ويا. ٻئي بختاور هئا، جن هيءَ اُلوهيت جو اسرار ڏٺو، ۽ هوش حواس سڀ وڃائي ويٺو. ڪيئن پريل دربار خالي ٿي وئي؟ جي وانپال ڪي وجود هو، نہ غائب ڇو ٿي ويا ۽ جي غائب آهن، نہ سندن وجود جي واقفيت ڪيئن ملندي؟ ڪل عالمگيريءَ ۾، وحدت ڪثرت آهي يا ڪثرت وحدت آهي؟ موجودات ۽ محسوسيت حقيقت آهي، يا غير موجودات ۽ غير محسوسيت حقيقت آهي؟ جي موجودات حقيقت آهي، نہ غير موجودات ڇو ٿي غالب پئي؟ جي غير موجودات حقيقت آهي، نہ ڪيئن، ڪنهن سان پئي سوال جواب ڪئي؛ ۽ ڪيئن، ڪنهن کي ڏٺو پئي؟ ٻئي پاڻ کي ٿي پئي ڏٺو ڇا؟ جي ها نہ فاعل ۽ مفعول ڪيئن پاڻ ۾ ملي ويا، يا ڪرتا ۽ ڪرم ڪيئن گڏجي ويا؟ ڪنهنجي شاهدي يا ثبوت، ڪنهن جي اڳيان پيش ٿيندي؟ انصاف جي صفائي ڪيئن ۽ ڪنهن کي ڪرڻي آهي؟

هيءَ اُنوکو اُپٽ هئو، ذهني تصور هئو يا راز يا رمز هئو؟ دل ولدار جي گدگدائي هئي، يا وهمي ويچار هو؟ ڪجهہ بہ هو، پر اسرار جي يادگيري ڏاڍي ٿي، نہ ڄڻ وحدت جي وجود ۾، زندگيءَ کي باعث آهي، معني آهي، مقصد آهي، جنهنجو حقيقي بيان، ٻڌڻ لائق باوان، پرلوڪيءَ پيش ڪيو هو، يا ٻڌائن، اندر ان ۽ من کي ڏاڍو ويو هو. يا راجا ۽ رانيءَ جي آخرين گفتگوءَ ۾ هو. جي ٻڌائن، اندر ٻڌن ۽ مڃن، ائين ڪن وانگر نشڪام ڪرم ڪمائين، نہ ليڪ ۽ ويراڳ جو واڇوڙو لڳندو، جنهنجي زور تي، اهم ڀاوَ ۽ پڌي اٿي اڪٺ ۽ پورن شڪتيءَ ۾ جذب ٿي ويندا، ۽ آتما جي پرم آتما سان ملاقات ٿيندي. زندگي جيئڻ جو ساڌن آهي، جنهن جي ٻل سان، نڪشن پڌي، ڳيان چڪشوءَ ۾ ٻدلجي ٿي. جيئن خواب ننڊ کان پوءِ، خواب خواب ڪري سمجهبو آهي، تيئن ٿسي اڳيان دور ٿيڻ ۽ اصليت جي اُجاڻ ماڻ سان، هيءَ سمورو سنسار، سپني جي صورت ۾ سمجهجي ٿو. جي دلبر دل ۾ آهي، نہ مندر ۾ آهي، نہ مسجد ۾ آهي، نہ هردي ۾ آهي، ڪعبو قلب ۾ آهي. ائين ڪري، تان جي طالب ۽ تلاش لاءِ، طالب کي تن اندر ٿي طواف ڪرڻو آهي. تان جو طالب طالب ۽ طواف ملي هڪ ٿي وڃن.

---

## (٦) مُڪتي

(١) پريت ڪي آئيا آم هِتاوي — جيئن مُڪت سراڻو کاوي
تسا هَرکُ[٢] تسا سوکُ[٣] — سدا آنند ته نهي ٻيرڳُ[٤]
تسا سوُرن[٥] تسي آس ماڻي — تسا اَمرت تسي اِڪ ڪاڻي[٦]
تسا مانُ تسا اَپمانُ[٧] — تسا رنڪ[٨] تسا راجانُ
جو ڪو رُڪاڻي ساڻي جُگت[٩] — نانڪ اوهُ پُرڪ ڪهيئي جيئن مُڪت.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٧) ٩]

(٢) ڪبير مُڪت دُئارا سنڪڙا[١٠][١١] — راڻي دَسوي ٻاءِ[١٢]
من تهُ مَيگل[١٣] هوءِ رها — نِڪسيا ڪيُن ڪر جاءِ؟
اَيسا ستگور جي ملي — تُٺا[١٤] ڪري پساءِ[١٥]
مُڪت دُئارا موڪلا[١٦] — سهجي[١٧] آوءِ جاءِ.

[ڪبير صاحب]

نانڪ مُڪت دُئارا اَت نيڪا[١٨] — نانا[١٩] هوءِ سو جاءِ
هؤمي[٢٠] مَن اَستُول[٢١] هي — ڪيُن ڪر وِچدي جاءِ؟
ستگُر ملئي هؤمي گئي — جوت[٢٢] رهي سڀ آءِ
اِهُ جيئ سدا مُڪت هي — سهجي رهيا سماءِ.

[راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (٤)]

(٣) اِهُ تَن ڌرتي ٻيج[٢٣] ڪرما[٢٤] ڪرو — سَلل آپاءُ[٢٥] سارنگ پاڻي[٢٦]
من ڪرساڻ هرودي جماڻلي — اِءُ پاوس پد نرباڻي[٢٧].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٦)

---

١. مِنيءَ کي پوکي ڪر. ٢. سک. ٣. ڏک. ٤. جدائي، وڇوڙو. ٥. سون. ٦. ڪوڙي وِش. ٧. بي عزتي. ٨. غريب. ٩. جُڳتي، مِنو پاڻو. ١٠. دروازو. ١١. سوڙهو. ١٢. اَهر جي داڻي جي ڏهين حصي جيترو. ١٣. هاٿي. ١٤. خوش ٿي. ١٥. مهرباني. ١٦. ويڪرو. ١٧. سولائيءَ سان. ١٨. تمام ننڍو. ١٩. ننڍڙو ٿيئو. ٢٠. اَهنڪار، اَهم ڀاؤ. ٢١. وڏو، ڀاري، ٿلهو. ٢٢. پرماتما جي جوت. ٢٣. ٻج. ٢٤. سُڪرم. ٢٥. پاڻي. ٢٦. پرماتما. ٢٧. مُڪتي.

(۴) گُرو ڪي شبد مِن جِيتا[1] - ڪس ڪس گهوڙي[2] مهه پاء
هر ڪا نام ڌياٿيءِ - سڀ سنگت ميلِ ملاء.

سري راڳ، محلا ليجا، شبد (۲).

(۵) اَمرت باڻي هر هر[3] ليري - سُڻ سُڻ هووي پرم[4] گت ميري
جلن بُجهي سيتل هوءِ مَنوُ تا - ستگرو ڪا درسن پائي جيئہ.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، شبد (۲۳)

(۶) جِس اَندر پريت[5] لگي سو مُڪتا - اِندري وس سچ سنجم[6] جُگتا
گُرو ڪي شبد سدا هر[3] ڌيائي - ايها ڀگت هر[3] ڀاوتا.

راڳ مانجهہ، محلا ليجا، اِشٽپدي (۷) ۲۰

(۷) جو ڀراٿي[7] - گووند[3] ڌياوي
پڙهيا اَڻ پڙهيا - پرم[3] گت پاوي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۹۰)

(۸) ڪر ڪريا جِسڪي هردي - غريبي اَساوي
ساڌڪ اِنهان[8] مُڪت - آگي[9] سکہ پاوي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اِشٽپدي (۱) ۱۲

(۹) سرب نِڪمت - مُڪت موکہ پائي
ايڪ اِکہ[10] - هر[3] ڪي گُن گائي.

۲۰(۸)

(۱۰) شيوڪ ڪہ شيوا اَنن آئي[11] - حُڪم اوُچهہ پرم[3] پد پائي
اِس لي اوُپر نهي بيچار - جاڪي مَن بسيا نرنڪار[3]
جِس من بسي[12] سو هوت نهال - تاڪي نِڪٽ[13] نہ آوي ڪال
اَمر پٽي اَمرا[3] پد پايا - ساڌ سنگہ نانڪ هر[3] ڌيايا.

(۲۲)

(۱۱) اساوس مهہ آس نِراسہ[14] - اَنتر جاهي رام[3] سماوهہ
جيوت پاوهہ موکہ دُئار[15] - اَنيڪہ شبد لگ نج سار.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، لتي (۱)

(۱۲) گُرو ڪي ساکي اَمرت باڻي - پيوت هي پرواڻ[16] پيا[17]
در درسن ڪا پريتم[18] هوويئي - مُڪت نڪنيءِ ڪريءِ ڪيا.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۳۸)

---

۱. قبضي ۾ ڪيو آهي. ۲. هردي اَندر. ۳. پرماتما. ۴. مُڪتي. ۵. پرماتما لاءِ پريم. ۶. اِندرين تي قبضو. ۷. اِنسان. ۸. هِن لوڪ ۾. ۹. پرلوڪ ۾. ۱۰. گهڙي، پل. ۱۱. ڪرڻ گهرجي. ۱۲. وسي ٿو. ۱۳. نزديڪ، ويجهو. ۱۴. اُوس ڪر، لياڳ ڪر. ۱۵. جيئري. ۱۶. سِکيا، اُپديش. ۱۷. قبول، اَمر. ۱۸. پرماتما جي درسن جو پياسي.

(١٣) اي مــن ٻيرا کو نڀي - کر وڃڻ شبد وڃار
هــر سمرٿائي پيڇ ٻــؤ - پاپهه مــرکه ڏلــار.

راڳ آسا، محلا ٥ءِ، اشٽپديون (٣)١٣

(١٤) سڀ ايڪ دوشت سمس کر ڏيکيءِ - سڀ آتم رام پڇان جيه
هر هر جس گايا پرم پد پايا - تي اتم جــن پرڏان جيه.

راڳ آسا، محلا ٥، چوتان، ڇند (٢)٥

(١٥) هر امرت رس پــايا مٺا ڄيرايا - ڦــر ٻاهڙ مرڻ نه هوئي
هر هـر نام امر پد پايا - هــر نــام سماوي ســوئي.

٦(٤)

(١٦) جهــون مکت سو آکيئيءِ - مــن جيوءِ مرڻا
جــن نــانڪ سنگون ميل هــر - جڳ ڏکر لرڻا.

٨(٢)

(١٧) ايــڪ نگري پنج چــور بسيئاي - ٻــرجس چوري ڌاوي
ترهه ڏس مــال رکيءِ جو نانڪ - موکه مکت سو پاوي.

راڳ گوجري، محلا پهلا، اشٽپديون (١)١

(١٨) مــن ڦسگت آيــا پــرم پد پايا - سا ڏن کمت اپاري
انتر پرم لگا هــر سيئي - گهر سوهيءِ هر پرڀ نــاري.

راڳ وڏهنس، محلا چوتان، ڇند (٣)٦

(١٩) سنت ســرور ناويءِ - سو جن پرم گت پاويءِ
مريءِ نــه آويءِ جــائي - هر هر نــام ڌيائي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥٧)

(٢٠) چنچل من ڏهه ڏس ڪهه ڌاوت - اچــل جاء نهرانو
کهه نانڪ اهــه ڀڌ کو جو نر - مکت تاهه لم مانو.

راڳ ڌناسري، محلا ناوان، شبد (٣)

(٢١) باڻي گور گائي پــرم گت پائي - پنچ ملي ســوهايا
گيا ڪــروڌ ممتا تــن نائي - پاکنڊ پــرم گــوايــا.

راڳ سوهي، محلا چوتان، ڇند (٢)١

(٢٢) مان مــوهه دونو کهه پرهر - گوبند کي گــن گاويءِ
کهه نانڪ اهه ٻڌ کو پراني - جيوڻ مکت کهاويءِ.

راڳ بلاول، محلا ناوان، شبد (٢)

---

١. ڏس. ٢. پرماتما. ٣. هڪجهڙي نظر. ٤. سرپشت. ٥. وري پيو دفعو. ٦. سڏجي ٿو. ٧. جيئري ئي پنهنجو آپو ٻاڻ ماري ٿو. ٨. ڏکيو، پيانڪ. ٩. سريرا. ١٠. وڪار. ١١. واسو ڪن ٿا. ١٢. روڪڻ هوندي به ستائين ٿا. ١٣. ئي گڏ. ١٤. ڏهه اندرائون. ١٥. روڪي. ١٦. جگياسو استري. ١٧. تلاءُ. ١٨. اشنان ڪري. ١٩. ڏسائون. ٢٠. ڀٽڪي پيو. ٢١. سمس مهاتمائون. ٢٢. ناس ٿي. ٢٣. اهنڪار. ٢٤. ٻئي ٢٥. اياڳ ڪري ٿو. ٢٦. اهڙي قسم جو.

(٢٣) سچ ڏيساءِ امنر پد پايا - اَلکهه شبد وڄائي
سچو ڏهه دس اسرپا - گور ڪني سهج سڀائي.

واڳ بلاول، محلا چوٿان، وار (۴)، سلوڪ، محلا ٽيجا

(٢۴) ڪوڙن سوءِ جو من ڪڍُ ڪوڙيو - من ڪوڙيو ڪڍُ جم لي ڇوڙيو
ڪُت ڪُت من ڪسوٽي لاوي - سو ڪوڙن مڪت ڀه پاوي.

واڳ، گوڙ، ڪبير صاحب، شبد (١٠)

(٢۵) ساگر مهه بوند، بوند مهه ساگر - ڪوڻ بجهي بِد جاڻي
اليج چلت آپ ڪر چينيو - آپي تت پڇاڻي.

واڳ رامڪلي، محلا پهلو، شبد (٩)

(٢٦) هر ڪي سنت سدا پرواڻُ - سنت جنان مستڪ نيشاڻُ
داس ڪي رين پائي جي ڪوءِ - نانڪ تس ڪي پرم گت هوءِ.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۴٦)

(٢٧) پارهه مهه جوگي پرماني - سنياسي ڇهه چار
گور ڪي شبد جو مر جيوي - سو پائي موڪه دئار.

واڳ رامڪلي، محلا پهلو، سِڌ گوشٽ، پؤڙي (٣۴)

(٢٨) جيوت مرتا سڀڪو ڪهي - جيون مڪت ڪِئُ هوءِ؟
ڀؤ ڪا سنجم جي ڪري - دارو ڀاؤ لائيئِ.
اَن دن گڻ گاوي سک سهجي - بِکه پؤجل نام لرلهِ.
نانڪ گورمکِ پائيو - جا ڪئُ ندر ڪريئِ.

واڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (۴)

(٢٩) لالا سو جيوت مري - مر وچهه آپ گواني
بدن توڙ مڪت هوءِ - ترشنا اَگن بجهاني.

واڳ مارو، محلا پهلو، اشتپدي (۵)۵

(٣٠) کهو رهه وي من مگدُ ايائي - رام جپهُ اَنتر گت ڌياني
لاليچ چوڏ رچهُ اپرانپر - اِءُ پاوءِ مڪت دئارا هي.

واڳ مارو، محلا پهلو، سولهو (١) ١٠

(٣١) اَمرت رس پائي ترشنا ڀؤ جاني - اَنيؤ پد پاوي آپ گواني
اوچي پدوي اوچو اوچا - نرمل شبد ڪماپا.

٢١(۴)

---

١. پرمالما. ٢. وياپڪ آهي. ٣. ڪتيندڙ. ۴. ڪٽي. ۵. الپتي سرشٽي اپائڻ. ٦. خاڪ.
٧. پارهه پنٿ. ٨. ڏهه پيک. ٩. پرمالما جو ڀؤ، ڪُڪرمن کان ڪنارو. ١٠. دوا، علم.
١١. پرمالما سان پريم. ١٢. رات ڏينهن. ١٣. گوروءَ معرفت. ١۴. پرمالما جو داس، شيوڪ.
١۵. اَهنڪار. ١٦. ايڪاگر، اَستت، ٿر ٿي وهه. ١٧. ڌيان سان. ١٨. منزل مقصود، مڪتي.

(٣٢) چار مُڪت چاري سِڌِ مِلڪي[1] - دُولهه[2] پرڀ ڪي سرن پڙيو
مُڪت ڀيو چئوهُون[3] جُڳ جاڻيو - جس ڪيرت ماٿي ڇتر ڌريو.

راڳ مارو، ڀڳت نامديو، شبد (١)

(٣٣) گُرو پرساد[3] ڀرم ڀَو ڀاڳا - گُپت گوپال[4] دن[5] رَين ڌِيايا
ٿوُنٽي پِسَن پوُرن آسا - هَـرِ[2] ڪي چرن رِد ماهه نِواسا.

راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (٤٨)

(٣٤) هرڌي نام اَمرت رس رسنا - رس گاوهه رس ويچاري[6]
گُرو پرساد اَمرت رس چيئنا[6] - اوهه پاوهه موکه دُئاري.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٣٥) گُرو پرسادي جيوت مريئي - مر جيويئي شبد ڪماءِ
مُڪت دُئارا سوئي پائي - جسي وچهه آپ گواءِ.

راڳ ملار، محلا تيجا، اشٽپدي (٣) ١

(٣٦) ستگُور نسي ڀئُو[7] اوُپجي - ڀائيئي موکه دُئار
ڀئي[7] لسي سهج[8] پائيئي - مل جوتي جوت اَپار.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٢)

(٣٧) اِندري[11] دسي دسي ڌُن[9] ڏاوت - ترئي[10] گُڻان ڪن نه اُڪاوُنگو
ستگور بَرچيئي وسڪت آويئي - موکه مُڪت سو پاوُنگو.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (٣) ٤

(٣٨) گَوُرمکهِ[12] جيسه پران اُپجهه - گَوُرمکه[12] شيوُ[2] گهرِ جاليئي
گَوُرمکهِ[12] نانڪ سچ[2] سماليئي - گَوُرمکه[12] نِج[13] پد پاليئي.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٦)

(٣٩) اُستت[14] نندا[15] ناهه جِهه - ڪنچن[16] لوهه سمان[17]
ڪهه نانڪ سُن ري مَنا - مُڪت تاهه لي جان.

سلوڪ، محلا ناوان، (١٤)

(٤٠) هَرک[18] سوگ[19] جا ڪيئي نهي - بَئري[20] ميت[21] سمان[17]
ڪهه نانڪ سُن ري مَنا - مُڪت تاهه لي جان.

(١٥)

---

١. سِڌِيُون. ٢. پرماتما. ٣. چار ئي. ٤. ڪرپا. ٥. ڏينهن رات. ٦. ويچاري، سمجهي.
٧. پرماتما جو ڀؤ. ٨. گيان. ٩. ڏهن ئي ڏسائن يا طرفن ڏانهن ڀٽڪن ٿيون. ١٠. ٽي گُڻ.
١١. اڪاگر نه ٿو ٿئي. ١٢. گورؤ= معرفت. ١٣. مُڪتي. ١٤. ساراهه. ١٥. گلا. ١٦. سون.
١٧. هڪجهڙو. ١٨. سک. ١٩. ڏک. ٢٠. ويري، دشمن. ٢١. دوست.

## (٧) "جوتي جوت ملائي"

(١) جو نر[١] دکہ مهہ دکہ نهہ مانيۓ[٢]

سکہ سنيهہ[٣] اَر يۈ ناهي جاۓکيۓ - کنچن[٤] ماٽي مانيۓ.  (١ ٠ ر ٠)

نهہ نندا[٥] نهہ استت[٦] جا کۓ - لوڀ موهہ ابهيمانا

هرکہ[٧] سوگہ[٨] تي رهۓ نيارۓ[٩] - ناهہ مان[١٠] اپمانا

آسا منسا سکل تياگۓ[١١] - جگہ تي رهۓ نراسا

کام کرودهہ جهہ پرسۓ[١٢] ناهن - تهہ گهٽ برهم[١٣] نواسا

گرو کرپا جهہ نرکۓ کيني - تهہ اهہ جگت[١٤] پڇاڻي

نانک لين[١٥] ڀيو گوبند سنگ - جيو پاڻي سنگ پاڻي.

[راڳہ سورٺ، محلا ناوان، شبد (١١)]

(٢) گهر[١٦] مهہ گهر[١٧] دکاۓ ديۓ - سو ستگور پرکہ سجان

پنچ شبد ڌنکار ڌن - تهہ باجۓ شبد نيشان

ديپ لوۓ[١٨] پاتال - کنهہ[١٩] کنڊ منڊل حيران

تار گهور[٢٠] باجتر - تهہ ساچ تخت سلطان

سکمن[٢١] کي گهر راگہ سن - سنن منڊل لِو لاۓ

اکٿ کٿا بيچارئيۓ - منسا منهہ سماۓ

الٽ کمل امرت ڀريا - اهہ من کتهہ نہ جاۓ

اجپا جاپ نہ وسرۓ - آد جگاد سماۓ

سڀ سکهيا پنچي ملي - گرمکہ نج گهر[١٧] واس

شبد کوج[٢٥] اهہ گهر[١٧] لهۓ - نانک تاکا داس.

[راڳہ ملار، محلا پهلا، وار (٢٧)]

---

١. جيوُ. ٢. بيپرواهہ نروهي. ٣. نينهن، موهہ. ٤. سون. ٥. گلا. ٦. ساراهہ، خوشامد ٧. سکہ. ٨. دکہ. ٩. نرليپ. ١٠. بي عزتي، نرادر. ١١. ترڪ ڪري. ١٢. ڇهن، لڳن. ١٣. پرماتما. ١٤. جگتي، رستو. ١٥. گڏجي ويو. ١٦. هردو. ١٧. سروپ. ١٨. لوڪ. ١٩. ڪيتي. ٢٠. گهڻا. ٢١. سکمنا ناڙي. ٢٢. ڏهہ اندريون. ٢٣. پنج وڪار. ٢٤. گورو معرفت. ٢٥. ڳولهي، ويچار ڪري.

(٣) ڈر گھر اَپني گرهه مهه آيا – جو لوڙيدا[٢] سوني پايا
ترپت[٣] اَگهاه رهيا هيءِ ستهه – گور اَپڻهِ پُرکر[٣] دکاريا جيئَه.

راڳ مالجهه، محلا پنجوان، شبد (٣)

(۴) اڻهُ در نساڪي[٥] ڏاوت رهائي[٦] – دسويءِ[١] لڄ گھر واسا پائي
اوليءِ اَنحد شبد وجهه دن راتي – گورمتي شبد سٺاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا ليجا، اِشٽهدي (٦)٢۴

(٥) اَنتر جوت پرگٽ[٧] پاسارا – گورساکي[٨] مِٽيا اَنڌيارا
ڪمل بگاس[٩] سدا سک پايا – جوتي جوت ملاوٽيا.

(٦)٢٧

(٦) مَن تَن نام رتي[٣] اِڪ رنگ – سدا بَسهه پار برهم[٣] ڪيءِ رنگ
جَڻ جَل مهه جلُ آءِ کٿانا – تڻُ جوتي سنگ جوت سمانا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اِشٽپدي (٨)١١

(٧) من مهه آپ[٣] – مَن اَپني[٣] ماهه
نانڪ قيمت – ڪهنُ نه جاءِ.

(٧)١٢

(٨) پيا پڳه[١١] پوُ لاهه ڪت آنا – پوُلندت هي پهه کٽي[١٢] پوانا
چڙهه سمير[١٣] پوُنا جب آوان – جهه ڪڙ ڪڙ[١] سو ڪڙ مهه پاوان.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، باون اکري، پوڙي (٢٠).

(٩) ددا ديک جو بنسن هارا[١٢] – جس اديکه[٢] تس راک بچارا
دسويءِ[١] دُوار ڪُنجي جب دايجيءِ – تهُ دِيال[٢] ڪو درسن ڪيجيءِ.

(٢۴)

(١٠) جِن پيغا[١٥] سي مست ڀئي هيءِ – لوُنسي پنڌن قاضي
جوتي جوت سماٽي پيتر[١٦] – تان چوڙي مايا ڪي لاهي[١٧]
سرب جوت روُپ تيرا ديکيا – سگل ڀوَن[١٨] تيري مايا
واريءِ روُپ نرالُم[١٩] بيٺا – ندر ڪري وچ ڇايا[٢٠].

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٨)

(١١) سهج[١] غفا مهه آسڻ باڌيا – جوت سروُپ اَناحد واجيا
مها اَنند گور شبد وچار – پريه[١٣] سنڱ واسي ڏن سهاڳڻ[٢١] نار.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٢)

---

١. سروُپ. ٢. چاهيم ني. ٣. دايجي پيس. ۴. پرماتما. ٥. بند ڪري. ٦. چنچل من کي اِڪاگر ڪري ٿو. ٧. ظاهر. ٨. سِکيا، اپديش. ٩. ٽڙي پيو. ١٠. ڪُنجي وجهي ٿو. ١١. وڃهو. ١٢. ساري عمر گذري وئي. ١٣. پربت. ١۴. ناسوتي. ١٥. آتم آنند ماڻيو آهي. ١٦. هردي اندر. ١٧. فائدا، جهنجهٽ، موهه. ١٨. لوڪ، سرشٽي. ١٩. نيارو. ٢٠. سنساري وهنوار. ٢١. جگيااسو استري.

واڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي ۴(۵)

(۱۲) ستگوُر مايئي آپُ[1] گيا - اِسريِوڻ[2] سوجهي هوئي
اسرمل جوت پُسر رهي - جولي جوت ملائي.

واڳ ڀاڳڙا، محلا پنجوان، چست (۴)۵

(۱۳) مل برهم[3] جوئي اوت[4] پوئي - آدک[5] آدک سمايا
جل ٿَل[6] مهيئل[7] ايڪ رَويا - نهه دوُجا درشٽايا[8].

واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (۴)، سلوڪ محلا ٽيجا

(۱۴) سچڙ ملي سچٽا - سچئي شبد سُماء
گهر[9] هي پَرچا[10] پايا - جولي جوت مِلاء.

واڳ سورٺ، پڪت نامديو، شبد (۱)

(۱۵) جَهه جَل مل ڪا[11]رُ دسيتا - تهه اَنهد شبد بَجيتا
جولي جوت سمائي - مي گور پرسادي[12] جاني.

واڳ ڌناسري، محلا ناون، شبد (۱)

(۱۶) پُهپ[13] مَڌ جو باس[14] بَست هي - مڪُر[15] ماهه جئسي ڇائي[16]
تئسي هي هَر[3] بَسي نِرنتر - گهٽ هي کوجهُ پائي.

واڳ ڌناسري، پڪت پيپو، شبد (۱)

(۱۷) جو برهمنڊي سولي پِنڊي[17] - جو کوجي سو پاوي
پيپا پرڻوي[18] پرم تَتُ هي - ستگوُر هوء لکاوي.

واڳ سوُهي، محلا چوٿان، چست (۴)۴

(۱۸) مِت پرگاس[11] پئي مَن ماليا - رام نام وڏيائي
نانڪ پرڀ[3] پايا شبد ملايا - جولي جوت مِلائي.

واڳ سوُهي، محلا ٽيجا، وار (۱۴)

(۱۹) سڀ آتم رام[3] پڇاڻيا - پوجل[19] تر گيا
جوت سمائي جوت وچ - هر نام سمايا.

واڳ ملاوَل، محلا پنجوان، شبد (۱)

(۲۰) هڙُ ترنُ اداسي مي اڪ رَن دَسايا - نِرمولڪ هيرا ملي نه آپايا[20]
هرڪا مُندر[9] اِس مهه لعل - گور کوليا پڙدا ديکهه پئي نهالُ.

واڳ ملاوَل، محلا پنجوان، چست (۴)۲

(۲۱) سوُرج ڪِرڻ[22] ملي - جل ڪا جلُ هوُنا رام
جولي جوت رلي - سمپوُرن[3] ٿيَا رام.

---

۱. اهنڪار، اهم ڀاؤ. ۲. ٽيئي لوڪ. ۳. پرماتما. ۴. پوُرن. ۵. جل، ڀاٽي. ۶. ڌرتي. ۷. آڪاس. ۸. ڏسڻ ۾ آچي ٿو. ۹. سروُپ ۾. ۱۰. وشواس. ۱۱. روُحاني روشني. ۱۲. ڪرپا. ۱۳. گل ۾. ۱۴. خوشبوء. ۱۵. آرسي. ۱۶. پاڇو. ۱۷. هردي ۾. ۱۸. فرمائين ٿا. ۱۹. سنسار ساگر. ۲۰. ڏکي، پريشان. ۲۱. آدرپا آپاء. ۲۲. جيئن سج جا ڪِرڻا جلن واري ترف لي پون ٿا.

(٢٢) سُن سماڻ سَهيج مِن واڻا – نج هٿ لوپا اِڪو جاڻا
گــــور چيلي اَپنا مِن مانيا – ناڪ ڏوجا ممت سمانيا.

راڳ رامڪلي، محلا
پهلا، اشٽپدي (٨)٣

(٢٣) وڃايا واجا پؤڻ نؤ ڏناوي – پرگهٽ ڪيئي ڏسوا گُپت رکايا
گــور ڏنــاري لاءِ پاؤنــي – اِڪنا ڏسبوا ڏُئار ڏکايا.

راڳ رامڪلي، محلا
تيجا، آنند صاحب (٣٨)

(٢٤) نَءُ نَر سُپر ڏسوي پؤ ري – تهه اَلکهه سُن وڄاوهه تؤ ري
ساچي راچي ديکهه حضؤ ري – گهٽ گهٽ ساچ رهيا ڀر پؤ ري.

راڳ رامڪلي، محلا
پهلا، سِڌ گوشٽ (٥٣)

(٢٥) نَءُ ڏرواجــي ڪايا ڪوٽُ هــي – ڏسوي گُپت رکيجي
بَجر ڪپاٽ نـــہ کُلـــنـــي – گـــور شبد کُلـــيجي.

راڳ رامڪلي، محلا
تيجا، وار (١٥)

(٢٦) ڪــولڙي مهِ ڪولڙي – پرم ڪولــي اپار
گور ديهي بسئ ڪبير ڪَءُ – ليوهه بسئ سُمار.

راڳ رامڪلي، ڪبير
صاحب، شبد (٤)

(٢٧) ديهي ڏکري نَءُ ڏرواجي – سر سر ڪرڻي هاري ساجي
ڏســوي پُــرکـــ اَليپ نــرالا – آپــي اَلکهه لکــايا.

راڳ مــارؤ، محلا
پهلا، سولهو (٤)١٩

(٢٨) هرڪا شبوڪ سـو هر جهپا – پنڊ نـــہ جاڻهه ماڻس ديپا
جٿ جــلَ ترنگ الههَ پهُ پــاڻي – تر سَللي سَلل سمائدا.

راڳ مــارؤ، محلا
پنجوان، سولهو (٨)٥

(٢٩) اَرڌ ڪَءُ اَرڌيا سرڌ ڪَءُ سَرڌيا – سلل ڪَءُ سلل سمان آيا
بِدعت جَهڏيؤ جهڏيؤ ڪَءُ رميا – برهم نُرباڻ لدؤ لين پايا.

راڳ ـــ مارؤ، پکمع
جهڏيؤ، شبد (١)

(٣٠) هؤمي گور کوئي برگٽ هوئي – چؤڪي سوگ سنتاپي
جــوتــي اَندر جــوت سمائي – آپ پڇاڻــا آپــي.

راڳ تکاري، محــلا
پهلا، چهنت (٤)٣

(٣١) گهر مهِ گهر جو ديکهه ڏکاوي – گور محلي سو محل بُلاوي
مــن مهه منؤ ڻا چيع مهه چيتا – اَئسي هرڪي لوگ اَليتا.

راڳــ بسنت، محلا
پهلا، اشٽپدي (٥)٤

---

١. نج سـروپ. ٢. گيان. ٣. اهنڪار. ٤. پرماتما. ٥. ڏئيت يــاؤ، ٻيائي. ٦. ڌهون. ٧. ڳجهو، لڪل. ٨. وشواس، نسچو. ٩. وڪارن جا سنسڪار. ١٠. واجا، ناد. ١١. سرير جو قلعو. ١٢. ڪامنائن جــا پڙدا. ١٣. ٻڌي. ١٤. وستو، شيءِ. ١٥. سنڀالي رک. ١٦. سندر، سهڻو. ١٧. جهڙو. ١٨. فرق. ١٩. لهرون. ٢٠. پاڻي. ٢١. وهندي ڪئي. ٢٢. شردا رکي. ٢٣. فرمائين ٿا. ٢٤. اهنڪار. ٢٥. ناس ٿيا. ٢٦. دک ۽ ڪليش ٢٧. ٻين کي ڏيکاري سگهي ٿو.

(32) جيسي ڪنب اڌڪ ٻوڙ آهيو - تب اوهي پُن دوشٽو
ڪهه نانڪ ڪنب جليءَ مهه ٻاڙ ٻسو - اُنهيءَ آئپ مليو.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (3)

(33) جهه ني اپجيو تهي سمايو - سالي ٻسٽ اهي
ڪهه نانڪ ڀرم گور ڪويو - جوتي جوت سمهي.

(83)

(34) نگري ايڪي نو دروازي - ڌاوت ٻرج رهائي
ترڪٽي ڇوٽي دسوا دُر ڪولي - تان من کيوا ڀائي.

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (3)

(35) جاڪي آس ناهي نراس ناهي - چت سُرت سمجهائي
تت ڪو پرم تست مليا - نانڪ تُد ٻاني.

راڳ پربائي، محلا پهلا، شبد (4)

(36) ڏڪن ديس هري ڪا ٻاسا - پڇم الله مقاما
دل مهه کوج دليءَ دل کوجهه - ايهي نور مقاما.

راڳ پربائي، ڪبير صاحب، شبد (2)

(37) ڪبير رامي رام ڪهه - ڪهبي ماهه ٻبيڪ
ايڪ انيڪهه مل گيا - ايڪ سمانا ايڪ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (191)

(38) هڪ ٻوڌ ٻدي سڄڻا - سڄڻ مُڏي نال
نانڪ الک نه لکيئي - گُرمک ديئه دکال.

سلوڪ، شيخ فريد (121)

(39) گُرمک انتر سهج هي - من چڙيا دسوي آڪاس
تتي اونگهه نه ڀک هي - هر امرت نام سکه واس
نانڪ دک سک وياپت نهي - جتي آتم رام پرڪاس.

سلوڪ، محلا تيجا (16)

(40) ايڪ دِوس من ڀئي اُمنگ - گهس چندن چوُئا ٻهه سُگند
پوجن چالي ٻرهم ٺاهه - سو ٻرهم ٻتايو گور من هي ماهه.

راڳ بسنت، ڀگت رامانند، شبد (1)

---

1. دِلو. 2. ٻاٺي. 3. ٻرجي ٿو. 4. الک ڏسڻ ۾ اچي ٿو. 5. نانجي يا اونچي ٿو. 6. پرماتما. 7. اُهي. 8. چنچل من کي ايڪاگر ڪري ٿو. 9. ٽي گڻ. 10. نج سروُپ ۾ داخل ٿئي ٿو. 11. مست. 12. آتما. 13. رام يا هندن جو مندر. 14. مڪان، نواس. 15. مڪو، مديني. 16. قائم دائم. 17. ڪثرت وهدار. 18. کي نه. 19. گولهيان پئي. 20. مون مڃهه آهن. 21. اوڏيا جي ننڊ. 22. ڏينهن. 23. چاهه، شوق. 24. هار سينگار ڪيم ۽ عطر ڦليل لڳايم. 25. هريءَ جو مندر.

## (٨) سُندر دَشا.

(١) نَهه پاوَس سِندُ دوُپ نهي چهپا - نهه اَمهت پڙلو ناهي
جيون مِرتيه نه دکه سکه بيابي - سُن سماڌ دوئو نهه ناهي
سهج کي اکٿ ڪٿا - هيءِ اواري
تُل نهي چڙهيءِ جاءِ نه مُڪاني - هاڪي لڳيءِ نه پاري. (١. و.)
اَرڌ اُرڌ دوئو نهه تاهي - راتِ دِنس نهه ناهي
جل نهي پوَن پاوڪ ڦُن ناهي - ستگرو تهان سماهي
اَگم اَگوچر رهيءِ نرنتر - گرو ڪرپا تي لهيئي
کهه ڪبير بلِ جاءِ گرو اپني - ست سنگت مِلِ رهيئي.
[راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٨)]

(٢) جهُ سيءِ روُپ ڪيئي پهتيري - اَب ڦن روُپ نه هوئي
تاڳا تتُ ساج سب ٿاڪا - رام نام بس هوئي
اَب موهه ناچيو نه آويءِ - ميرا من مندرُپا نه بجاوي. (١. و.)
ڪام ڪروڌ مايا ليءِ جاري - ترشنا گاگر ڦوٽي
ڪام چولنا ڀيا هيءِ پراڻا - گيا ڀرم سب ڇوٽي
سَرب ڀوُت ايڪيءِ ڪر جانيا - چوڪي باد بِبادا
کهه ڪبير سيءِ پوُرا پايا - ڀئي رام پرسادا.
[راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٨)]

---

١. سانوڻ. ٢. ساگر. ٣. اُس. ٤. چانو. ٥ پيدائش. ٦. پرليءِ. ٧. موت. ٨. شانتي. ٩. سماڌي. ١٠. ساهمي. ١١. ختم ٿئي. ١٢. ڳوراڻ. ١٣. هيٺيان ۽ مٿيان لوڪ. ١٤. ڏينهن. ١٥. هوا. ١٦. اگني. ١٧. پرماتما. ١٨. قربان وڃان. ١٩. جنم. ٢٠. ڪئين. ٢١. ڌاڳو. ٢٢. تند. ٢٣. سينگار. ٢٤. وس پر. ٢٥. ڍولڪ. ٢٦. جلائي ڇڏي. ٢٧. ڀڄي پئي. ٢٨. لٽا ۽ لباس. ٢٩. پراڻو. ٣٠. جيو. ٣١. بحث مباحثو. ٣٢. ڪرپا، ٻاجهه.

(٣) جب دیکان اب گاوان - لٔژ جٔن[1] دیٖرج[2] پاوان
ناد[3] سمالو ری - ستکور پیٹلی[4] دیشوا[5]۔ (ا۔ و۔)
جٔہ جِہل مِل[6] کار دِمنتا - لہ اَلدد شبد بٔجیعا
جرای جوت سمائی - مےٖ گور پرسادی جابی
ولن کمل کرلزی[7] - چمکار پیجل[5] لٔوسی
لیرےٖ[8]، ناہسی دوٗر - اج آمیٖ رھیا پرپوٗر[9]
جٔہ اَلدد[10] سوٗر[11] اَجیارا[12] - لہ دیپک[13] جلیٖ چنیارا[14]
گور پرسادی جانیا - جٔن[1] ناما سہج سَماما۔
[ راگہ سورٹ، پٔہت نامدیوٗ، شبد۔ (ا)]

(۴) بید پُران شاستر آنتا[15] - گیت کَبِت[16] نہ گاولگو
اَکنڈ منڈل نرنکار مہِ - اَنہد بین بجاولگو
بٔیراگی[17] - رامہ گاولگو
شبد اَلیکھ اَناحد والا - اَکل[5] کےٖ گھر جاولگو۔ (ا۔ و۔)
اِڑا پِنگلا اَور سُکھنا - پوٗنےٖ بند رھاولگو
چند سوٗرج دٔہ سَمر[20] کر راکھو - برہم جوت مل جاولگو
تیرتھ دیکھ نہ جل مہ پیسٔو[21] - جیہ جنت نہ سٔتاولگو
اَٹھسٹھ تیرتھ گوروٗ دکاسی[21] - گھٹ ہی بِتر[22] ناولگو
پنچ سہائی[23] جٔن کی سوٗبا[24] - یار پلو نہ کھاولگو
ناما کہےٖ چت ہر[5] سِیو رانا - سُن[25] سماذ سماولگو۔
[راگہ رامکلی، پٔہت نامدیوٗ، شبد (۲)]

---

١. شیوک، داس. ٢. شانتی. ٣. سر بلو آواز. ۴. ملا ئیمدو. ۵. پرماتما. ٦. جتی روٗحالی چمتکار ذسیٚ پر اَپنی لو. ٧. ہردو. ٨. وبجھر. ٩. سمایل. ١٠. دالما. ١١. سج. ١٢. چمکو، روشنائی. ١٣. دلموی بتیوٗن. ١۴. جھکا، ذمکیل. ١۵. بی اَنمد. ١٦. کسولااوٗن. ١٧. لولپ. ١٨. پ ظاہر ؛ نبن گھمت ناڑ بوٗن. ١٩. ساہ. ٢٠. ہکجھرو. ٢١. اِشنان کندس. ٢٢. ہردی اَندر. ٢٣. دوست ؛ متر. ٢۴. ساراھ، خوشامند. ٢۵. اروکاپ سماذی.

(٥) آوڻ جاڻا رهه گيا - آپ هوُئا مهروان
سچ محل گهر پايا - گور کا شبد پڇان.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٦) لوهي موهي، موهي لوهي - اَنتر ڪٿا
ڪنڪ ڪنڪ - جل ترنگ جيسا.

سري راڳ، ڀڳت رو داس، شبد (١)

(٧) جن ڪي ڪيني آپ سهاء - سک پايا لگ داسهه پاء
آپ گيا تان آپهه پئي - ڪرپا ندان کي سرڻي پئي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١١٠)

(٨) سهج ڪلان جهه مِل آئي - آنند مائي اَن ڏن جائي
چيت چيت نرنجن لايا - کهه ڪبير تهه اَنيتهه پايا.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٢٧)

(٩) جب هم هوتي، تب تُم ناهي - اَب تم هو، هم ناهي
اَب هم تم ايڪ ڀئي هي - ايڪي ديکت من پتياهي.

(٧٢)

(١٠) پـوُنهه پوُرا چند آڪاس - پسره ڪلا سهج پرگاس
آد انت مڌ هوء رهيا ٻير - سک ساگر مهه رمهه ڪبير.

گوڙي، ڪبير صاحب، ٿتي (١٦)

(١١) هم ڪڇ ناهي ايڪي اوهي - آگي پاڇي ايڪو سوئي
نانڪ گور کوئي پرم پڪا - هم اوء مِل هوئي ايڪ رنگا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٨٣)

(١٢) هم تم ايچ - پهو نهي ڪوئي
تُمهه سو ڪدهب تا هم هوئي.

راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٥)

(١٣) جوت سماه سماني جاڪي - اَڇائي پربهه پهچانيا
ڏني ڏن پايا ڏرڻي ڏر - مل جن سدت سمايا.

راڳ آسا، ڀڳت ڌنو، شبد (١)

(١٤) لڌم لبهڻهار - ڪرم ڪرندو مان پرين
اڪو سرجڻهار - نانڪ بيا نه پسيئي.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٣)

---

١. جمڻ مرڻ جو چڪر. ٢. پرماتما. ٣. سروپ. ٤. هردي ۾. ٥. مان. ٦. تفاوت. ٧. سون.
٨. سون جا زيور. ٩. پاڻي ۽ لهرون. ١٠. اَهنڪار. ١١. گيان. ١٢. ساڪي. ١٣. رامت ڏيهن.
١٤. سچائي. ١٥. ساڪيات درسن. ١٦. تي پياسين. ١٧. آنند ۾ اَچي وٺو آهي. ١٨. پورڻماسي.
١٩. شڪتي. ٢٠. ۾ و. ٢١. ۾. ٢٢. دائم قائم. ٢٣. ناس ڪيا آهن. ٢٤. ڪرپا، پاڇهه. ٢٤. ڏسڻ گهرجي.

(١٥) ميۡ پرڀ سچ پڇاڻيا - هوۡر ڀوُلـــي اَوَگڻياري
ميۡ سدا راوي پِر آپڻا - سچڙي شبد وبچاري.

واڳ وڏهنس، محلا تيجا، آلاهڻيا (٣)٣

(١٦) اوهم بندي لسدا پرهمپڻ وهيۡ - ايڪ شبد لڌو لاءِ
لوِلدي آلسارهه سڌي رِهيم لگيا ڦِرهه -
جو هر هوديم سدا وساهه.

واڳ سوورٺ، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا تيجا

(١٧) ڏهه ڏهه لوچــــن پرڪان - هڻ هرِ بن اَوَر نه ديکان
لڳن وهي رنگ لالي - اَب پيگل ڪهون نه جالي.

واڳ سوورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(١٨). مـــاڌؤ ڪتسي اَنِي - تم سنگي
آپ نه ديهه - نـــه لوڻ منـــگي.

(١١)

(١٩) اَڳ مـــڙيا مندل باجي - بن ساوڻ گهر گاجي
بادل بِن برکا هولي - جڻ تت بچاري ڪولي.

واڳ سوورٺ، ڪبير ناميو، شبد (٣)

(٢٠) جڻ هـــم بانڌي موهه ڦاس - هم پريم بنڌن تم بانڌي
اَپني چهوٽن ڪو جتن ڪرهه - هـــم چهوٽي تم آراڌي.

واڳ سوورٺ، ڀڳت روداس، شبد (٢)

(٢١). نا ڪو ميرا دشمن رهيا - نه هـــم ڪـــڪي بيرانـــي
پرهم پسار پسارپـــو پيتر - ستگور تي سوجهي پائي.

واڳ ڏناسري، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٢) پرگٽيو جـوت سهج سک سوڀا - باجي اَنهت بانـــي
ڪهه نانڪ نهچل گهر بـــاڌيو - گور ڪيئو بنڌانـــي.

(٥)

(٢٣) ڏاسڻ مليو ڦـــن ڏاسڻ ڪڻ - لڌو لــــوي ڪڻ ڏاوي
گـــور پـــرسادي جـــاڻيئي - تڻ اَنـــيڻ پـــاوي.

واڳ ٽلنگ، محلا پهلا، گهر دوجا، شبد (٨)١

---

١. پرماتما. ٢. پتي. ٣. ماڻي ٿو. ٤. سڃاڻي ٿو. ٥. برهمپڻو يا شڌي. ٦. باهريون ۽ اندريون ٧. اکيون. ٨. ڏسان ويٺي. ٩. پي ڪا نه ٿاسڻ. ١٠. لوُن ماٺهي. ١١. آڳ چڪيل. ١٢. ٻبولڪ. ١٣. ڪڪر. ١٤. ميگهون. ١٥. ڦاسي. ١٦. منٿون ڪري ٿو. ١٧. ويري، دشمن. ١٨. هه دي اَندر وياپڪ آهي. ١٩. ظاهر ٿيو. ٢٠. بند يا جوڙجڪ. ٢١. ڏاڻو. ٢٢. وري. ٢٣. پنيان پوي.

(٢٤) آپُ ٻُپ لسي جاڻيا - ليجُ ليجُ سمائا
ڪهه ڪبير آپ جاڻيا - ڳرو ڀيد مَنُ مانا.

واڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

(٢٥) ٻران جو لاڳي تر لهي - ڪتسي ٻرماوءِ
ٻوڏ مٿي لوڪا مليءِ - ڪهه ڪاهه چڙهاوءِ؟

واڳ بلاول، پڳت سڌنو، شبد (١)

(٢٦) هندو ڀوڄي ديهرا - مسلمان مسيت
نامي سوئي سيويا - جهه ديهرا نه مسيت.

واڳ ڳونڊ، ڀڳت نامديو، شبد (٧)

(٢٧) ڪسول ڪِواڙا مهل ٻُلايا - جتسا سا لتسا دڪلايا
ڪهه نانڪ سب پڙدا ٽوٽا - هڻ ٿيرا ٽوٽن ميءِ من وڻا.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٢٨) اَلوُس غفا مهِ رهه نِراري - ٽَسڪر پيچ شبد سَنگهاري
ٻر گهر جاءِ نه من ڏولائي - سهج نرنتر رهڻ سمائي.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٣

(٢٩) هيرت هيرت هي سکي - هوءِ رهي حيران
هڻ هڻ ڪرلي ميءِ مٺي - شبد رويءِ من گيان.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار، پوڙي (٥١)

(٣٠) اِڙا پنگلا اَوُر سُکمنا - ٽين وسهه اِڪ ٺائي
ٻيڻي سنگم تهه پِراڳ - من مجن ڪري تتائي.

واڳ رامڪلي، ڀڳت ٻيڻي، شبد (١)

(٣١) نا هم هندو نه مسلمان - الله رام ڪي پِنڊ پِران
ڪهه ڪبير اِهه ڪيئا وکانا - گرر پير مِل خود خصم پڇانا.

واڳ ڀيروءِ، محلا پنجوان، شبد (٣)، [ڪبير صاحب]

(٣٢) پتا هماري پرڪٽي ماجهه - پتا ٻوُس رل ڪيمي سانجهه
ڪهه نانڪ جڏ پتا پتيائي - پتا پوُس ايڪي رنگ ليمي.

(٣٢)
[محلا پنجوان]

(٣٣) گنگا ڪي لهر ميري ٽٽي زنجير - مرگ ڇالا پر بئٺي ڪبير
ڪهه ڪبير ڪوئو سنگ نه ساٿ - جل ٿل راکن هيءِ رگهناٿ.

واڳ ڀيروءِ، ڪبير صاحب، شبد (١٨)

---

١. منهن جي جوت پرمالما جي جوت سان گڏجي وئي آهي. ٢. پرمالما. ٣. لڪل آهن. ٤. ڏکن ۽ ڪٽن پيا. ٥. شانتيءَ ۾ رهان. ٦. ٻيڙي. ٧. مندر. ٨. دروازو. ٩. ترليپ. ١٠. چور، وڪار. ١١. پنڪي. ١٢. ڏسندي ڏسندي. ١٣. اعجب ۾. ١٤. اهنڪار. ١٥. ساڄي ۽ کاٻي ناس. ١٦. ٽين گوت ناڙي. ١٧. ترٻيڻي. ١٨. پرياڳ. ١٩. اِشنان. ٢٠. سرير. ٢١. اُپديش. ٢٢. هردي اندر. ٢٣. گفتگو. ٢٤. خوش ٿيو. ٢٥. هرڻ جي کل. ٢٦. مٿاهان پٿ.

(۳۴) مَن جيوَن کي سُنڌَڪا[1] ناسي - آين وِنگ سَهج پرڪاسي
پَرڪَٽي جوت مِٽيا اَنڌيارا[2] - رامَ[3] ولن پايا ڪَرت وچارا[4].

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (۱)

(۳۵) لَٽ[5] ليلُ نام ڪِيا باڻي - ديوڪ ديهِ اُجيارا[6]
جوت لاءِ جگديس جڳايا - بوجهي بُوجهڻهارا.

(۵)

(۳۶) ڪبير من نرمل ڀيا - جيسا گنگا نِيرُ[7]
پاڇي لاڳو هَرُ[3] ڦِري - ڪهت ڪبير ڪبير.

سلوڪ، ڪبير صاحب (۵۵)

(۳۷) ڪبير سُرگ نرڪ ٿي مين رهيو - ستگُور ڪي پرساد
چرن ڪمل ڪي موج مهه - رهئُ اَنتِ[8] اُرُ آد[9].

(۱۲۰)

(۳۸) ڪبير جَهه مارگ پنڊت گئي - پاڇي پَڙي[10] ٻهير[11]
ايڪ اَوگَٽ[12] گهاٽي رام ڪي - تهه چڙهه رهيو ڪبير.

(۱۶۵)

(۳۹) ڪبير ديکڪي ڪَهه ڪَهئُ - ڪهي نه ڪو پتياءِ[13]
هرُ[3] جيسا تيسا اُهي - رهئُ هَرُکَ[14] گُن گاءِ.

(۱۳۲)

(۴۰) ڪبير تون[3] تون ڪرتا تون[3] هوا - مُجهه[15] مِهه رها نه هون[16]
جب آپا[17] پَر ڪا مِٽ گيا - جت ديکهُ تت تون[3].

(۲۰۴)

(۴۱) جن پريتا[3] سئُ نيهن - سي سَجَڻ[3] مين نال[18]
اَنتر باهر هڪُ ڦِرانُ[19] - تي هردي رکان سمالِ[20].

سلوڪ، محلا چوٿان (۲۱)

---

۱. سنسو. ۲. اونڌهه. ۳. پرماتما. ۴. وچار، ڌيان. ۵. ڦند. ۶. روشنائي. ۷. پاڻي. ۸. پڇاڙي. ۹. اڳياڙي. ۱۰. رستو، واٽ. ۱۱. پيڙ. ۱۲. ڏکي واٽ. ۱۳. ويساهه، اعتبار. ۱۴. خوشي، سک. ۱۵. مون پر. ۱۶. اهنڪار. ۱۷. ميري تيري. ۱۸. گڏ، سنگ. ۱۹. گهمندي ڦرندي. ۲۰. سنڀالي.

## مُڪتيءَ، جيون مڪتيءَ يا جوتي جوت جي اِستٿيءَ جي سُندر دشا

ٻالڪن کي پرسند اهو هوندو، ته من جي گراوٽ ڪري، جهڙو ته ڪري ٿي لسو، ۽
من جي اندر سان جهڙو به اندر ڪري ٿو. من جهڙو ڪي قيدي ٿاڻي جو ڪارڻ آهي، ته من
جهڙو جي آزاديءَ جو به وسيلو آهي. من جي ممڪن ملين هڪڙ سبب، جهڙو اگهان جي اوندهه
۾ پيو ٿو هٿوراڙاٽون هڻي، پڇاڻي پيو ٿو سمجهي، ته جي من پسند مرادون آهن، سي
ثابت ٿين، ته هو ان دک لهي وڃن، ته جي لڳاوَ اڳل لاڳاپا لهن، ته هو ان سک ميسر ٿي ملن. ٻيو
جا شيءِ خود ناسوائت ۽ دکدائي آهي، سا پراپت ٿي به، ڪيئن سک ڏيکاريندي؟ جيسا
شيءِ خود امر ۽ سکدائي آهي، انهيءَ تلاش ۾ ئي ٿو پئي آهي، تنهن جي پراپتيءَ ۾ لسي
پرم سک آهي. اها شيءِ من نه آهي، ٻڌي نه آهي، چِتا نه آهي، اهنتا نه آهي. اها
شيءِ آهي آتما، جا چِتي ڪان الڳ ۽ نياري آهي، ٻر چِتي جي چوڌاري سهڪار سان،
ستسنتوتا حاصل ڪرائي سگهي ٿي. اِخلاقي جيون ذريعي، من مالڪ طرف متوجهه ٿئي ٿو.
اِنهيءَ وچه ذريعي، من گور شيوا ۾ سورد ٿئي ٿو. گور شيوا ذريعي، گور ڪرپا عطا ٿئي
ٿي. گور ڪرپا ذريعي، نام جي بخشش ملي ٿي. نام جي سمرن ذريعي، مڪتي پراپت
ٿئي ٿي. سچ ڏسڻ ۾ ڪيڏو نه ننڍو ٿو اچي، جڏهن اسريءَ جهڙو آهي. ٻر درحقيقت،
ستدس آورجا، شڪتيءَ يا ماپ جو پورو پتو لڳائي سگهبو؟ بلڪل نه. ليڪن ٿي نام جيسا
۾ نديا اڪر، ڏسڻ يا چوڻ ۾ ايرابر اڻلڪالتا تا لڳن، ٻر ستدن شڪتي امر، اپار ۽ اڻڪمت
آهي. اهو ڪوگشو نه آهي ٻر نام جو انشو آهي. اِنهيءَ ڪري، نام جي مهما ۽ مهانتا ٻي الف
ليکي وئي آهي. سو شروعات ٿئي ٿي اِخلاقي جيون سان، جا قدم بقدم، آخر مڪتيءَ جي
منزل متصوّد تي پهچائي ٿي. اهو اِخلاقيات يا "دسوي گڻ مالپا" آهي آد جڳادي پسر
ثمه ائين، جا مؤر نه مٽي خارج ٿيندي ۽ نه ڪڏهين پراڻي ٿيندي، جيئن نه مجهس
خوشحاليءَ جي خوائي آهي، خوش طبيعت جي خاصيت آهي، خوش لونڍيءَ جي خصوصيت
آهي، ۽ خوش نمائيءَ جي خوشبوءِ آهي. اِخلاق ۽ اصول، اصليت طرف اشارا ڏين ٿا.
جيسا جيون اِخلاقن ۽ اصولن جي بنياد تي اڏيل آهي، سا آخر اصليت جي آستان تي
پهچائيندي. شڪ ۽ ڪاڻتي جيون ليث سوڀ جو سهرو پهرائيندي.

جا ودِيا سنساري، سماجڪ يا سوئرڪ تجربن ۽ آزمودن مان پراپت ٿئي، سا وشيه
وِديا آهي. اها وِديا به ڪتين قلدائڪ يا دکدائڪ سبق سيکاري سگهي ٿي، ۽ صحيح
۽ غلط راهه ٻڌائي سگهي ٿي. پر آتم وِديا يا برهم وِديا ڪا ٻي نرالي چيز آهي. آتم وِديا
تڏهين پراپت ٿيندي، جڏهين جيو کي، جيو آتما ۽ جڳت جي، سچي سروپ ۾ سڃاڻپ
ٿيندي، ته جيڙ ڪيئن پيدا ٿئي ٿو، جيڙ آتما ڇا آهي، جيو جنهن جيو آتما ۽ جڳت سان

ڪهڙو وهنوار هئڻ گهرجي، جنهن جيون جو مقصد حاصل ٿئي؟ جيئن جسماني جامو پائي،
هڪ طرف پورب جنم يا جنمن جا ڪرم ڪمائڻ آيو آهي، ته ٻئي طرف، پرشارٿ ذريعي
ايندڙ پرالبڌ ٺاهڻ آيو آهي. جيون جي ٺاهڻ يا بگاڙڻ جو سمورو مدار، موجوده جنم جي
پرشارٿ تي آهي. جيئن آتما چڻڪ پرم آتما جي چڻگ يا اُلو آهي. جيئن اگ جو ٽانڊو
اگ اندر يا ويجهو هوندو آهي، ته منجهس اگ جون خاصيتون، خاص ڪري گرمائش ۽
لالاڻ، موجود هونديون آهن. پر جيئن جيئن ٽانڊو اگ کان پري ٿيندو ويندو، ليئن ليئن
گرمائش گهٽبي ويندي ۽ لالاڻ ڌمڪبي ويندي، تان جو ٽانڊو صفا ٺرو ۽ ڪارو ڪوئلو
ٿي پوندو. پر جي اهو ساڳيو ٽانڊو، پيهر اگ جي ويجهو رکجي يا اگ اندر وجهجي، ته
منجهس وري ساڳي گرمائش ۽ لالاڻ اچي ويندي. جيئن آتما سان به ساڳي روپڪار آهي.
آهي پرم آتما جي پيداش، پر جيئن ٿي جسم سان جڙي ٿي، ليئن ٿي پران مايا، مدو مايا،
وگيان مايا، آنند مايا ۽ ٻين انيڪ اُپاڌين، ڪوشن ۽ ڪشٽن جي ٿانيڪ هيٺ اچي ٿي.
انهن جسم ۽ جسماني جذبن جو اثر اُنس پر پئجي ٿو ۽ جڳت سان لڳاءُ لڳي ٿو. جيستائين
اهو لڳاءُ قائم آهي، ليستائين دک دائم آهي. جيستائين اهو اگيان جو پڙدو اڳيان آيل آهي،
ليستائين پرم آتما دور آهي، اُتاپ آهي، ڳجهارت آهي. اها دوري، جيڪي ڏکن ۽
۽ ڏيهن جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ٿي، دک ۽ سک جي ٻنڌڻ ۾ ڦاسائي ٿي، "ليريءَ ميريءَ"
جا پيڊ ۽ پرم جاڻائي ٿي، ۽ جم ۽ مرڻ جي چڪلي ۾ چڪر ڏياري ٿي. انهن "ڪرم
جو قانون" جنما جنم پيڇو ڪري ٿو. آتم وديا ذريعي ئي، جيئن انهيءَ قانون مسان جند
آزاد ڪرائي سگهبو. قانون جي ڦرڪڙي ڪڍڻي ڏاڍي آهي، پر ڀڄاوري ڪري ڀسار
پهچڻو آهي، جتي قانون جي پهچ ئي پهچي ڪانه سگهندي، جتي قانون خود ڪانتا ٿئي
وڃي ٿو، جتي ڪرمن جي ڪارخاني کي ڪلف لڳي وڃي ٿو. اُتي ڪرم ۽ اڪرم جنهن
جوڙ يا ميل ٿئي ٿو. پوءِ جهان ۾ هوندي به، جيئن جانب سان هردم ڳل ڳنڍي ٿو.

آتم وديا يا برهم وديا حاصل ڪرڻ بعد، اها معلوميت ملي ٿي، ته ذاتي سڀاءُ موجب
آتما بديءَ ۽ نيڪيءَ جي پاڙ کان ٻاهر آهي، دک ۽ سک کان دور آهي، اڄ ۽ سڀ کان
اڳي آهي، پيدائش ۽ موت جي پار آهي. آتما جون آسون ۽ ارادا سچ ۾ سمايل آهن، ڇو
ته سچ مان پيدا ٿيل آهي ۽ سچ ۾ سمائجڻ ٿيڻي آهي. آتما امر، اجوني ۽ ابناسي آهي.
فقط انساني جامي ۾ جڙجي پرالبڌ جي ڦرڪڙ ۾ ٻڌجي، جنم جنم ۾ ڦٽڪي رهي آهي ۽
آزاديءَ لاءِ واجهائي رهي آهي. جو جيئن اوديا جي اونده هٽائي ٿو، موه ۽ مايا جا مختلف
مورچا سٽائي ٿو، ۽ سچ جي تلاش ۾ جيون ارپن ڪري ٿو، سوئي ترشنا جو ٽانگ ٽوڙي
ٿو، لاطمع ۽ لاپرواهه جيون گذاري ٿو، سرب مدورتي پراپت ڪري ٿو ۽ اکنڊ آنند ماڻي
ٿو. اها آهي آتما جي آزادي، جنهن کي انيڪ نالن سان سڏيو ويو آهي. مڪتي، جيون
مڪتي، جوتي جوت يا اها منزل آهي. انهيءَ منزل مٿان، هوند ڪئين جنم قربان ڪجن،

نه ته هڪ جنم سڄو ليکيو ويندو، جو نه جيو آتما، پر آتما ڏانهن نئين وڪ وڌائيندي رهي آهي. نه ئي نه ڪنهن ڪروڙ ڀيرا انساني روپ ۾ جنم وٺن، وري مرن، مري وري جنم وٺن. نه انهن جو جنم سڄاڻو آهي ۽ نه انهن جو مرڻ معنيٰ وارو آهي. آهي سڀ ڪرم جي قانون اندر قابو آهن، ۽ انهيءَ قانون کي، ڇڳان جڳ جيئون بخشي رهيا آهن.

ڪي اٺڪهتر ساڍ ڪ ۽ سالڪ سمجهن ٿا، ته مڪتيءَ ملڻ ڪو مشڪل معاملو ڪونه آهي. جي رام نام جي ڪنجيءَ سان، مڪتيءَ جو محل کولي سگهجي ٿو، ته ڇو سڄي عمر ساڌنائن پٺيان وڃڻ وڃائجي ۽ دنيوي لڳائون مان جلدي جند ڇڏائجي؟ جڏهين سنڪٽ جو سمو ايندو يا ڪال جو ڪافلو ڪاهي ايندو، تڏهين پاٺهيو وٺي رام نام جا پاڻ چوڙيا، ته ازخود ڪلياڻ ٿي پوندو. ”انتي متي سا گتي“. رڳو انت ويلي، لونڪار جي ٿالهي جهڙو سمرڻ ڪبو، ته پرم گت جي پراپتيءَ ۾ جيڪي به پرابند آهن، سي پاٺمرادو پٽيءَ هٽجي ويندا. انهن لوڪڪ ۽ سؤرگادڪ سک، ٻئي ماڻي سگهبا. پوءِ ڇو پاڻ کي هڪ ڪان واندي، جڏهين ٻئي ماڻڻ مشڪل نه آهي؟ اهو آنند وشواس آهي، پاڻ ڇڏائڻ بلڪ پاڻ ٺڳڻ لاءِ، بهانو آهي. اهو من گهڙت مؤرکتا جو مثتو آهي. اهو وش ۽ امرت جو ميلاپ آهي، جنهن ۾ وش، امرت کي به وش ڪري ڇڏيندي. مڪتي ڪرڻ جو کيل نه آهي پر جنم جنم جي شوڌا آهي، شاگردي آهي، شيوا آهي، شاخصي آهي، شرافت آهي، شڪر آهي، شهادت آهي، مها ساڌنا آهي. وڏي امتحان جو نتيجو، ڪٿي ڪرڻ ۾ ظاهر ٿئي، پر امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ، گهڻو وقت، بلڪ گهڻا سال اڳ ۾ اڳاٽار تياري ڪرڻي پوندي آهي؟ وڃي ڪٿي هڪ پل ۾ اچي وڃي، پر گرنٿ ٿيڻ ۽ بار جهڙڻ ۾ ڪيترو وقت، بلڪ ڪن جهڙي حالت ۾ ڪيترا سال، لڳي ويندا آهن؟ اڳاٽار اڳين ڪانپوءِ ٿيءِ، اهڙي ۾ لقاءُ ڏسي سگهبو.

ٿيون ڪري، صاحب سمجهائين ٿا. ته اي ٻندا، تون هن جنم ۾، اڳين ڪرمن جون واسنائون ۽ ڪامنائون ڪٺيون آيو آهين. جي انهيءَ پرالبڌ جي گنڍڙيءَ کي ڇوڙي، ڇنڊ ڇاڻ نه ڪندين، ۽ ماڳهين نيون ڀاونائون ۽ ڪامنائون سوچي، گنڍڙيءَ جي ڳوراڻ وڌائيندو رهندين، ته پوءِ انت ويلي، من ۾ ڇا ياد ايندو؟ من ۾ لوڻ ٿي ڇا لڙي ايندو؟ اهي وشيه واسنا، جن ۾ سڄو رو جنم وتريت وڃايو اٿئي يا رام نام؟ رام نام ته مک لي آپ ڪونه جي آيو، ته ڪنهن ڪانهن بهتر ڪونه. جي ڀٽو، ته هردي ۾ سمرڻ لڳو ڪونه. ته پوءِ انت ويلي، رام نام ۾ چت لڳندو ڪونه. جيڪي سنڪلپ ۽ شنڪائون، تو ساري عمر دي ۽ جند سان جڙيون آهن، جن جا وهوار تا سان، تو وهنوار وٺي وانڌا آهن، جيڪي ڪيا ۽ ڪمايا ڪرم، تو نت لت جوڙيا آهن، تن سڀني جون يادگيرون، منشائون ۽ چنتائون، انت سمي به اچي، من کي منجهائينديون، چت کي چلائمان ڪنديون، هردي کي هرڪائينديون، پران کي پريشان ڪنديون، ۽ آتما کي آوازن جا عذاب ڏيکارينديون. پوءِ انهيءَ ويلي،

ٻار ٻاڌ ڪيئن ايندو؟ مڪتيءَ جو در ته سڌو، سوڙهو ۽ سوڪير آهي. اُن مان ڪاهڻن ۽
ڪُڪرمن جو ڳنڍو ڪيئن لنگهائي سگهبو؟ جڏهن من جو سڀاءُ رهيو آهي مليڻ ۽ مستانو،
حرفتي ۽ حرڪتي، عيشي ۽ آرامي، واڪاڻو ۽ وياڪل، هوڏي ۽ حسدي، ڦٽو ۽ ڦٽاڙو،
يا خود خيالي ۽ خود مطلبي، سو ته مڪتيءَ جي در لئي، ڦري پئي ٿيو ڪيڪ ۽ گولناليون
ڪندو، چڙهيون ڪٽيندو، سڌي ليڪ يا سمجهه کان ٻاهري واريندو. اهڙو من، مڪتيءَ
جي در اندر ڪيئن داخلا جي لائق ٿيندو؟ سُڌيءَ جي پاڪي مان ٻنا ڪڏهن اهو لنگهي
سگهيو آهي؟ ڪداچت نه. انهن جو ٻار لهي نه سڌو ۽ هلڪو ٿي اندر گهڙجي.

ڪبير مڪت دُوارا سنڪڙا - رائي، دسوين ڀاءِ
من تن مَيگل هوءِ رها - ڪيسيا ڪُه ڪر جاءِ؟

راڳ گوجري، محلا ليجا، وار (١٤)، سلوڪ ڪبير صاحب

سو اي ٻندا، جي مڪتيءَ ماڳ جي منشا اٿئي، ته سوال ٿئي ٿو سانباهو ڪر ساڏن
جو. ٻر جي سرٻرڪ سکهه وٺي مستيءَ يا سوادن ۾، جي دلي ۽ دماغي طاقت وٺي طمع
يا طلسمبازيءَ ۾، جي چمت شڪتي وٺي شغلن يا شرارتن ۾، ۽ جي جواني ائين وٺي جشن
يا جاهليت ۾، ته پوءِ باقي ڇهيو ڇا، جو ٻوريءَ ۾ پشتي ڏيندو يا سڪت سمي سهارو
ڏيندو؟ ڌيان ڪري، جو ڪم سڀاڻي ڪرڻو آهي، سو اڄ ئي استعداد ڪر، ۽ جو ڪم اڄ
ڪرڻو آهي، سو هينئر ئي شروع ڪري ڇڏ، متان پوءِ وڏيڪ پل هيٺ ۽ ٻُڌيءَ هيٺ ليندو
ويهن. سڪرم ۽ سُستي هڪ ٻئي جا ورودي آهن. پير ته ڪال جي ڪَل ڪنهن کي به
ڪانه آهي، ته ڪنهن جو وارو ڪهڙيءَ وال اچڻو آهي؟ هرهڪ سواس، آورجا جي
ابداديءَ مان ٿو چوکو ڇڪجي. سو جو جو دم ولرت ويئي ٿو، سو عمر ۾ ڏانو هٽي اسو ۽
آبادي اُجڙ ڪري ٿو، تان جو جڏهن اَجل اڳيان اچي ٿو، تڏهن هڏ اڳئي هيٺا ٿي ڇُڪا
آهن، سنڌ ساٿا آهن، ڪن ٻوڙا آهن، ته زبان خشڪ آهي. تڏهن هردو ٻه هواس گم آهي ۽
من مايوس آهي، هوش گم آهي، ته سُرلي سميتيل آهي. تڏهن نيڻ ٻه نير وهائين ٿا، پران
پياس ۾ اڙڻ ٿا، هٿ گوڏن ئي لڳن ٿا، ته ڪنٺ هاءِ هاءِ ڪري ٿو. تڏهن پرائتا پُوڄه
۽ ساموون اچي سهڙجن ٿا، اَڻهوڻان آسن ۽ اُميدن جا اولڙا اڇلائين ٿا، ۽ ته ڪيل بدڪن ۽
بدڪارين جا ٻڙاڏا ٻُڌجن ٿا. ائين دم گهٽجي ٿو، ساهه رڪجي ٿو ۽ پراڻي پکيڙو ٻاهر
ڪڍي پرواز ڪري ٿو. جيو جي عيش ۽ عشق سببان، آلما ٻه آهلا ٿي پئي ٿي، عذاب
سهي ٿي، ۽ جنم ٻه جنم، جسماني زنجيرن ۾ جڪڙجي ٿي. سو وقت نه وڃاءِ واهيات
وهنوارن ۾. ڪر ترت تياري، اڪبر جي آرڪ جي، ترانه جي ترتيب جي، ترقيءَ جي
اڳواز جي، تقدير جي تدبير جي، ٿانءَ جي آدور جي، تخمت گاه جي تلاش جي. تسنه
جيون کي جادو لڳي، من کي موڙو اچي، منزل اوري اچي، مهر جو مينهن وسي، مڪتيءَ
جي مزج مچي، رازداريءَ جي رأس رچي. ائين ٻڌن نٽن ٿا، اُندريان ڇٽ ڇٽن ٿا.

اي ٻندا، منِ کي من سان جاچ، نه من موت ڪالي. وهي الدر اور، ته الاهي اسرار لڳي. گهور ڇڏي، نُور ٻرنتان نه پئو. مڪتيءَ جي موري، من مان ٿي ٿي نڪري. جڏهين من صاف ۽ سچاڳ، سچيت ۽ سرٻشت، نرمل ۽ نماڻو، نرموهي ۽ نرليپ، ايڪاگر ۽ اَستر، ورٽي سمان ۽ آنند مٿي ٿئي ٿو، تڏهين ٻڪتيءَ جو در اِئين کُلي ٿو ۽ سولو لو کُلي پئي، جيئن مانا جو گرڀ ٻالڪ جڻي وقت. جڏهين من تان وڪارن ۽ اَوگڻن جي مر لهي ٿي، تڏهين اِڏي پرڪاش ٿئي ٿي، "مان مان" يا "ميريءَ تيريءَ" جا ٻيد ٻسر ٿين ٿا، آتم جوت جاڳي ٿي، ۽ دلدار جو ديدار ٿئي ٿو. شاسترن جو اڀياس ۽ دماغ جي روشني، روُحاني راهه ۾ اتنرو ڪارگر ڪونه آهن، جيترو من جي سچائي ۽ نرملتائي، چت جو ڌيان ۽ ڌارنا، هردي جي سک ۽ شرڌا ۽ آتما جي ترقي ۽ اڀار، ڇو ته گرنٿ ۽ شاستر سنت ۽ مهاتماڻن ڪونه ٻڌائيندا آهن، جيترو سنت ۽ مهاتماڻن گرنٿ ۽ شاستر ٻڌائيندا آهن.

سو اي ٻندا، سچ سڃاڻ ۽ ٻساڻ ٻڇاڻ. گذريل جو پڇتاءُ ڪري، آئيندي جو اولو ڪر. اَوگڻ ڇڏي، گڻن جو گراهڪ ٿيءُ. پرڪرتي ۾ پيچ آهي، سنسار سپنو آهي، مائٽ مطلبي آهن، سنبنڌ سنجوڳي آهن ۽ مايا مها ڄار آهي. لڇڻ ڪري، ڪنول گل جيان جيوَت گذار. ايشور جي اوٽ وٺ، هاديءَ جو حڪم هنڊاءِ، ۽ ڀڳوان جو ڀاڻو مڃ، شڪر سان، سنتوش سان. نه ڊڄ نه ڊيڄار، نه روءِ نه رنجاءِ. دَيا ڪر، دان ڪر. نمرتا ۽ نهٺائيءَ سان هل. ڪميا گهور ۽ ڪميا ڏي. پريم ڪري سچ لهه. اِهي گڻ مڪتيءَ جي مارگ طرف ڇڪين ٿا.

پرماتما سرو وياپڪ، حاضران حضور، عادل ۽ مهروان آهي. سندس شرن ۾ اچ، ته سنوارجين ۽ سڌين راهه ڏسين. سندس ٻڙ ۾ رهه ته اَچيت ۽ نرڀئه جو پد پائين. صدق ۽ سِڪ سان پيش پئو، ته ستگرو جو ساٿ ملينئي. گُرو ڀڳتي ۽ گُرو سيوا ڪماءِ، ته شبد ملي، سُرتي جاڳي، ڪُمت نڪري، سُمت پرگهٽ ٿئي، ترشنا ٻجهي، اَندرين اَک کُلي، نام نڌان ملي ۽ رام جو رنگ لڳي. نام آهي اَمرت، مها رس ۽ هر رس. پيئو ته خدائي خمار چڙهي، الاهي عشق لڳي ۽ روحاني راز ملي. سنگ ڪر سنتن جو ۽ سيوا ڪر ساڌ سنگت جي. اُنهن جهڙو ڌوُڙ ۾ گيان جو سرمو آهي ۽ اُنهن جي وچن ۾ سچي سمرٿي آهي. اِها اَلٽي سري گرو گرنٿ صاحب جي ڪنجي، دل جي دريءَ کولڻ لاءِ، سڪمنا ناڙيءَ هلائڻ لاءِ، ۽ دسوي دلسار ٻولهڻ لاءِ. جنهن اِها چاٻي ورتي استعمال ڪئي آهي، سي آسا منشا ماري، من ۽ اندريُن وس آڻي، دُئي دُبد دوُر ڪري، نيڪي گڻ ٻار ڪري، آس ۾ نراس رهن ٿا، گرهست ۾ اُداس گذارن ٿا ۽ جيئري مري اَمر ٿين ٿا. اِهو آهي آتم گيان، جنهن جي وسيلي، اگياننا ۽ اَوديا جو پڙدو کُڄي ٿو، آپو مِٽجي ٿو، سر دوشٽيءَ جي پراپتي ٿئي ٿي، آتما جي اَمرتا جي پروڙ پئي ٿي. اِهو آهي برهم گيان، جنهن ذريعي پرماتما پرڪرتيءَ ۾ ۽ پرڪرتي پرماتما ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. اِهو آهي اَنڀو گيان، جنهن ذريعي

زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾، جانِ ۽ جانب جُڙن ٿا، خدا ۽ خدائي گڏجي ٿي، قادر ۽ قدرت ملي وڃي ٿي. اهو ئي ”مُڪتيءَ جو مارگ آهي، منزل مقصوُد جو مورچو آهي.

جڏهن جڏهن اهو گيان گرهڻ ڪيو آهي، تڏهن ٻاهريان بند ٽوڙي، اندريان جُت جوڙيا آهن. انهن من سڳڙو ۽ خالي ٿئي ٿو، جيئن بنسري ٻانس جي. جيئن بنسري خالي ٿي سڏ و پڪار جي ڇهن لئي ٻهڪي ٿي، تيئن ئي سادڪ، پرم پدويءَ لئي ٻهڪي ٿو. گيان، ڀڳتيءَ ۽ ڪرم، ٽنهي کي ويڙهي، هُو لت ڪڏهن ڦٽي ٿو. ڌرمي بندن ۽ ڪرم ڪاندن کان آزاد ٿئي ٿو. هڪ سچائي، هڪ ئي پوڄي ٿو. اڪو اونڪار جو آواز اُٿاري ٿو. جنمن جنمن جي جاهليت مان جاڳي، آتم جوت جلائي ٿو. مالڪ جي مهر هيٺ، سڀ ڏاڪا ٽپي، منزل ماڻي ٿو. سندس ديد، برهم پساري جو پيمانو ڪري ٿي. هُو جڳت جو ماتا پتا آهي ۽ ٻالڪ ٿي گذاري ٿو. هو سنسار جو هرتا ڪرتا آهي ۽ داس ٿي رهي ٿو. هنجو وچن سولي آهي، ماٺ سماڌي آهي، ڇرٻ شڪتي آهي ۽ نظر نوازش آهي. اها مڪتي آهي، جيوَن مڪتي آهي، ٽُريا اَوستا آهي، ڇوٿون پد آهي، پرم پد آهي، جوتي جوت آهي. ورلمان ۽ وسماد آهي، ڪال ۽ اَڪال آهي.

مڪتيءَ لئي ٽالا ڪٿي ڪيترا ئي ٽاڇن ۾ مڪتيءَ جي سڌي ۽ سولي معنيٰ آهي آزادي. آزادي ڇا جي ۽ ڇا مان؟ آزادي من جي ۽ من مان. آزادي خيال جي ۽ خيالات مان. آزادي ڪرم جي وڪرم مان. من جو ذاتي يا اصلي سڀاءُ آهي اُجلتا ۽ نرملتا، جو وسي ٿو من جي گهرائيءَ ۾، من جي اندرينءَ ۾ اندري صندوُڪڙيءَ ۾، جتي دل جي درٻن آهي ۽ جاني خود آتما آهي. جيئن پاڻيءَ جي متاڇري يا ڪپ پرسان، هميشه ڪچرو ڪسمو ڪنو تيندو ويندو آهي، تيئن ئي من جي متاڇري يا ڪناري جي اڙدگرد، نالن ۽ روپن جي واسنائن جي وش قائم رهي ٿي. جيستائين ڪِ من جو لهرڪ متاڇري جي ته تائين محدوُد آهي، تيستائين اُهي ٻاهريان آيل واسنائوُن، خيالات ۽ ڪرمن تي پنهنجو تاثير وجهن ٿيون، جنهن ڪري راڳ ۽ دُيش، ڏئي يا دطرفي پيدا ٿين ٿيون. اها من جي غلامي آهي. جيئن درياءَ جي گهرائيءَ ۾، پاڻي اُجل ۽ نرمل هوندو آهي، جا اُجلتا يا نرملتا، جل جي ذاتي خاصيت آهي. تيئن ئي، جي ڪرمن ۽ وڇارن جي ڌوڙ، من جي متاڇري تي نه، پر گهرائيءَ ۾ لڳل هوندي، نه وڇار ٽوڙي ڪرڻ، اصلي سڀاءُ موجب هوندا، اوجل ۽ نرمل رهندا، پيار پکڙيندا، نه هن يا هُن سان ۾ هڙني سان. اُهڙو پيار آنند مان نڪري ٿو ۽ آنند ۾ سمائجي وڃي ٿو. اهو آنند، سک، خوشيءَ ۽ لذت کان نيارو آهي، لاثاني آهي، جنهن لئي ماضيءَ يا مستقبل جي ماجرا ڪاڻ لڳل آهي، جو رڳو ورلمان جو وسماد آهي. اُتي راڳ ۽ دُيش دفنايل آهي. اها من جي آزادي يا مڪتي آهي. مڪتيءَ جو ٻج هر جيو جي من ۾ موجوُد آهي ۽ متاڇري لئي اُسري ڪونه. اُهو من جي گهرائيءَ ۾

ڦلي ڦُولي ڏٺو، جتي شخصي يا شخصيت جا بندن ڪونه آهن، جهان فقط وشال پريم پلجي ٿو، پکڙجي ٿو. سو ذاتي سياڻ پرکهت ڪرڻ ۽ سُڌرڻ موافق جيئڻ گهارڻ ئي مڪتيءَ جو مارگ آهي، آزاديءَ جي راهه آهي. سچا ساڌڪ سڀ انهيءَ مارگ جا پانڌيئڙا آهن. جيتوڻيڪ هر هڪ پانڌيءَ جا آزمودا انوکا آهن، نرالا نرالا آهن، پر سندن خاصيتون گڏ ساڳيا آهن. فرق فقط آهي خوشبوءِ جو. جيئن هر هڪ گل جي نموني جي پنهنجي پنهنجي خوشبوءِ هوندي آهي، پر هر سڳنڌ يا خوشبوءِ راحت بخش آهي.

اهڙو ساڌڪ، دنيوي وهنوارن ۾ هوندي به لاطمع آهي، لڳاءُ جي اثر کان آجو آهي، جو نه پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ جو پرواهه، من کي پرواس نٿي ڪري ٿو. تنهن ڪري، رڌل هوندي به شانت مِهي آهي، ڪارج ڪندي به اڪارج اندر آهي. هو ٻارن ۾ ٻار آهي، زالن ۾ زال، جوانن ۾ جوان، پيرن ۾ پير. هر هڪ سان حال وٺي ۽ ڏئي، همدردي ۽ هم خيالي ڦهلائي. پيار پيو وانڊي ۽ ورهائي. سڀ ۾ رام ڏسي پر ڇت ڪنهن سان يا ڪنهن ۾ ڪونه اٽڪائي. لياقت جي نسبا ڪٿي اٽائين ۽ وراڳ جي وات ورتي اٿين. تنهن ڪري نه ڪجهه ڇڏڻ جي ضرورت اٿس، نه ڪجهه پرائڻ جي درڪار اٿس. سڀ ڪجهه ايشور ارپيل اٿس، جيئن سرناگتيءَ ۾ سمايل اٿس. اٿين هر حالت هميشه ايشور جي اوٽ اٿس. صدق جو سهارو آهي، پريم جو پوڄاري آهي. پوءِ ترشنا ڇا جي، ڊنوار ڇا جي؟ سُر سک ڪُڏائيس ڪونه، نه ڏک منجهائيس ڪونه. مطلب نه خوشيءَ ۽ غميءَ جو پرم لڳيس ڪونه. نه سک ۽ ڏک جو ڀيد ڇُهيس ڪونه، ڇو نه پريم ۽ ڀيدن جو پانڌو پوري ڇڏيو اٿائين. هاڻي نه هو هميشه، پرم سک جي استٿيءَ ۾ آهي، اکنڊ آنند جي اوتاري ۾ اٿل آهي.

شيوڪ اڳي گهڙيو، گورمک اڳي جڙيو ۽ سهاڻ اڳي سيج تي چڙهيو. ڏيو ڏيوتائون نه سندس ريس ڪن ٿا، ڇو نه ڪين اجا سڪرمن جا ڦل ماڻي، ورِي به اجا جنم ۽ موت جي چڪر ۾ ڦيرو پائڻو آهي. هُن نه هن جنم ۾ نسي مڪتي پراپت ڪري، پاڻکي آواگون جي چڪلي مان آزاد ڪرايو آهي. ”ڪرم جي قانون“ جو قيد، هن لاءِ ٽُٽي چڪو. نه نوان ڪرم ٿيهن ٿا، نه قانون جي ڪڙي لڳي. ڪرم جو لکيو لاڳت سماپت ٿي چڪو. روحاني لحاظ کان، هُندي جيئن سڀ پٺتي سماپت ٿي چڪي آهي، ڇو ته هاڻي نه رلڻ رهي آهي جا هتانهي، ۽ نه ڪو ڏاڪو اپيل آهي جو اورانگهي. هاڻي نه هو رنگ محل ۾ آهي، راڻين جي راڻي آهي، راجائن جو راجا آهي، بيپرواهه بادشاهه آهي. پرڪرتي پرش ۽ پرشوتم ٽئي آهي. ٽالسي جسماني لحاظ کان، سماج ۾، سنسار ۾، سرشٽيءَ ۾، هو پنهنجي ڪرت ۽ ڪريا معرفت، سڪرم جي سخاوت ڪري رهيو آهي، ۽ سچائيءَ جي سڳنڌ ڦهلائي رهيو آهي. سندس منزل مقصود نه اچي وئي، جيئن پاڻرا سڀ پٺتي وئي، هوئيهن جي جت ختم ٿي وئي. هاڻي هو نه جتي ٿو جهان لاءِ. رنگروُن کي روشني ڏئي

ٿو ۽ پانڊوئن کي پناهه ڏني ٿو. سالڪن کي سبق سيکاري ٿو ۽ برهمڻن کي پار لنگهائي ٿو. جو عبادت سان ايندو سو اُڌ جي ويندو. جو صدق سان ايندو، سو ثابت ٿيندو.

ڀڳت نامديو جن پنهنجي شبد ۾ دشا جو بيان ڪندي، فرمايو اٿن، ته مڪتيون چار آهن ۽ چئني جي پراپتي ڪئي اٿن:

چار مُڪت چارئي سِڌ ملڪي - دولهه پرڀ ڪي سرن پڙيو
مُڪت ڀيو چئهون جُگ جانيو - جس ڪيرت ماٿي ڇتر ڌريو.

راڳ مارو، ڀڳت نامديو، شبد (١)

اهي چار مڪتيون هيٺينءَ طرح آهن:

(١) سامِيپيه: پرماتما جي نزديڪ رهڻ.
(٢) سالوڪيه: پرماتما جي لوڪ ۾ رهڻ.
(٣) سارُوپيه: پرماتما جو روپ ٿيڻ.
(٤) سايُجيه: پرماتما ۾ لين ٿي وڃڻ.

انهن چئني اوسٿائن ۾، جن جي ڦاسي ڪٽجي وڃي ٿي ۽ آواگون جو چڪر ختم ٿئي ٿو. ٻه سايُجيه وقت لِين ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ته ڀاوَن اُن اوسٿائن ۾ پُرش ۽ پرشوتم اُجا جدا جدا ٻه هستيون آهن ٻه چوٿين اوسٿيءَ ۾، ٻئي ملي هڪ ٿين ٿا. حقيقت ۾ ته اُها ٻه هڪ راس ليلا آهي. جيستائين چڪليءَ جي رفتار اُجا ڌيمي آهي، تيستائين ٻه روپ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پر جڏهن رفتار تمام تيز ٿئي ٿي، تڏهن جي ڏٺي الڳ لڳي ٿي، جهمر زور ٿي ٿي، تڏهن ٻئي روپ هڪ ٿي وڃن ٿا، روپ ٻه روپ ٿي وڃي ٿو. ختم نظر نظر جو فرق آهي. ڪي ڏسن ٻه ته ڪي هڪ، پر ڀاڳ ٻئي آهن هڪ مشت. هن هوندي ٻه، سري گرو گرنٿ صاحب جي سکيا جي مد نظر ڀي، مٿين چئن قسمن جي مڪتيءَ جي ڪجهه سمجهاڻي ڏجي ٿي.

## (١) سامِيپيه مڪتي

سادڪ هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ پرماتما جي ويجهو آهي. جي دانا ڀاءُ ۾ آهي، ته شيوڪ آهي جي سکيا ڀاءُ ۾ آهي، ته گورمکه آهي. جي مدرا ڪنت ڀاءُ ۾ آهي، ته سهاڳڻ آهي. ڀاءُ ڪهڙي ۾ ٻه هجي، پر هو هردم آهي واڳل جي رنگ ۾ رتل، ترنڪار جي ليڪن ۾ لهوڙيل، مالڪ جي مستيءَ ۾ مستو مست. ڪڏهين ڏس ته آنند ۾ اچي ڪلي پيو، ڪڏهين ڏس لڏ ٻيو جدائيءَ جون جدواڻون پيو. ڪڏهين ڏس ته پيو توحيد جو

نجرايو ٻڌائي، ڪڏهين ڏس نه سُڻ ئي سڻ ۾ پيو آهي. اُتي پوڙها ڳاري نه اُتي اُلڪل
آرا ڪري. ماڻهن ليکي متوالو آهي پر مالڪ ليکي نه ماهل آهي. سائينءَ ڪانسواءِ، سڀ
سواد ڦڪا ۽ ڦوڪ لڳندا. مليس نه ڪا ئي، نه نه نه ڪ ۽ اُڃ جو احساس ڪرائيندس.
شڪتيءَ هوندي اهل وهي ٿو ۽ ناطا هوندي لتاڙ گذاري ٿو. نام جي نشي ۾ آهي ۽ ڪُم
جي ڪشيءَ ۾ آهي. چوطرف لهاري پيو، ڪڇ ڇٽ ۾ چوري پيو، ڪڇ ڇڻ ۾ ڇٽي پيو.
پر مُک مان سندس اکر نڪتو نه آهي نه الاهي آواز ٻڌو نه آهي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

(١) هم لو بيچ - پيو لهي ڪرلسي
لمهه سو ڪنت - لسار هم هوئي.

راڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٣٥)

(٢) ڏءِ دءِ اوچن پکان - هڪ هو پسن آور اُه د پکان
لٽن وهي رنگ لائي - اُب پگل ڪهن نه جالسي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

## (٢) سالوڪيہ مڪتي

هِمَ سالڪ وَلڪنت واسي آهي، نرنڪار جي نگريءَ جو نواسي آهي. اِنهيءَ
نگريءَ ئي نه آهن الهڪ ۽ اُلڪڻيا نسالا. ڪهڙا ڇٽي ڪهڙا ڇڏجن! پر اُها نگري لاحد ۾
لاثاني آهي، جتي ڏکيءَ ۽ ڏُکيدن جو دستور نه آهي، جتي اِلاهي ايڪتا جو اظهار آهي.
اُتي ناطو جو فن آهي، فرق ٻيا نطست آهي. اُتي پيج ۽ پاپ، ڌرم ۽ اَڌرم، ذات ۽ پات،
ڪفن ۽ ڪفني، اُستت ۽ نندا، اُلفت ۽ نفرت يا اوُچ ۽ نيچ جا ڀيد ۽ ڀرم ڪوڙ آهن. اُتي
اکين ٻنا ڏسجي ٿو، ڪنن ٻنا ٻُڌجي ٿو، زبان ٻنا ڳالهائجي ٿو، نه سِر ٻنا سجدو ٿئي ٿو.
اُتي سوُرج ٻنا اُجارو آهي، سانوڻ ٻنا گجگوڙ آهي، بادلن ٻنا ٻجليءَ جو چمتڪار آهي،
نه جهڙ ٻنا مينهن جو وسڪارو آهي. اُتي ٻنا نير جي لهروُن وهن ٿيون، ٻنا تار جي تنبوُرا
وڄن ٿا، ٻنا ساز جي انهد ڏُليءَ جا آلاپ اچن ٿا، ٻنا بنسريءَ جي مرليءَ جي مڌر تان ملي
ٿي، نه ٻنا واڳيءَ جي واڳ ڳالهن ٿا. اُتي اُجها جو جاپ ٿئي ٿو، اُڀيد جو ڀيد ملي ٿو،
اَڳجهه جو ڳجهه لهجي ٿو، اَبيريءَ جو پيو ڪهجي ٿو، نه اُلک جو لِک لکجي ٿو. اُتي اُهو ٿو
ڏسڻ ۾ اچي جو اظر ڪان پري آهي، سمجهه کان ٻاهر آهي، تصوُر لاءِ به محال آهي. اُتي
ڇا نه آهي؟ سڀ ڪجهه آهي نه ڪجهه ڪين به آهي. اُتي ڪين جي ڪامناتن،
ڪامرانيءَ جو ڪاروان هلي ٿو، نه اُتي ڪثرت جي ڪيفيت ۾، ڪين جو ڪاملو به نهي
ٿو. اُتي ڪُلياس جي ڪماليت آهي، نه اُتي ڪين جي به ڪرامت آهي، صاحبن سمجهايو
آهي نه اهو ولڪنت، اُها نرنڪار جي نگري يا اُهو رنگ محل، آهي گهر جو گهر ۾،
من مندر ۾، قلوُب جي ڪوٺڙيءَ ۾، جتي ٿروٽي سنگم آهي، اُنهت نيرلن جو اِشنان
آهي، آتم جوت جو چمتڪار آهي. اُتي ئي اُنت جو اُنت ملي ٿو، جو نه ويچاريا پروڙيون

جو تن ۽ من، چت ۽ سڀاءُ، سُپڻ ۽ آتما، سڀ گوبند سان گڏجي ٿيون وڃن، جتان هڪ ٻئي کان، الڳ معلوم ٿئي ڪونه، نه جتان هڪ ٻئي کان جدا ٿئي ڪونه. تڏهين ساڌڪ سمجهي وڃي ٿو، ته اهوئي نرگڻ ۽ سرگڻ آهي، اهوئي شام ۽ گوپي آهي، اهوئي پريتم ۽ پريمي آهي، اهوئي گورو ۽ چيلو آهي، اهوئي سڏيندڙ ۽ ٻڌندڙ آهي، ته اهوئي سالڪ ۽ سالڪي آهي. اهوئي واحد وحدت جو جام پياري ٿو. اهو پاڻ واحد ۽ وحدت آهي، جام ۽ ساقي آهي، پيارينڊڙ ۽ پيئندڙ آهي. اهو نه مان پاڻ آهيان ـ سڀ ڪجهه آهيان، سڀ ۾ آهيان. پنهنجي ۽ پاربرهم جو ڀيد نه صفا سمجهي ٿو وڃي. آتما ۽ پرم آتما جوئن جدا ٿيون، وڌيڪ ٿيڻي، هڪ برهم جوت بڻيون آهن. هاڻي هڪ ئي جوت جلي ٿي، هڪ ئي مشعال ٻري ٿي، جو نه گيان ۽ گيانيءَ، يوڳ ۽ يوڳتا، ڪارج ۽ ڪرتا پيا ٿير ۽ نير انداز جا فرق ئي ٽوار ٿي ويا آهن. مان ۽ تون يا تون ۽ مان، ملي هڪ ٿي ويا آهن. الهيءَ اِستٿيءَ يا پرم پدويءَ جو بينظير بيان، صاحبن هيٺينءَ طرح ڪيو آهي:

(١) لوهي موهي، موهي لوهي ـ اَنتر ڪيسا؟
ڪنڪ ڪٽڪ ـ جل ترنگ جيسا.
ڀيري راڳ، ڀڳت روداس، شبد (١)

(٢) سوُرج ڪِرڻ ملي ـ جَل ڪا جل هوُئا رامَ
جوتي جوت رَلي ـ سمپوُرن ٿيا رامَ.
واڳ بلاول، محلا پنجوان، چمت (٤)٢

الله اِي اَنت آهي، ته اَلهوڪ ٻه اِي اَنت آهن. ته وري اُنهن جو اَنيڪ ا ـ اِي اَنت آهي. ڪنهن ٻه سموُرو راز لڪندن نه سليو آهي. سڀڪن اِشارن، اُجهارن يا پرولين مان، پاڻ کي ٻوُڏو پتو پئجي نه ٿو سگهي، ته اَنيڪ عليحدا عليحدا آهن يا ساڳيو سُر پنهن پنهن ٻولين ۾ وڄيل آهي؟ مڪتيءَ جا ٻه الڳ الڳ. قسم يا نموُنا آهن يا ساڳيءَ مڪتيءَ جي مارگ ٿي الڳ الڳ اُنڪا آرموُدا ملن ٿا؟ مڪتيءَ جي ستنتونا سيڌي ساڌڪن لاءِ ساڳي آهي يا نرالي نرالي آهي؟ مڪتيءَ ملڻ بعد يا اڳ، ساڌڪ ۽ سائينءَ جي وچ سنگ ڪهڙو آهي، تنهنجو فيصلو ساڌڪ ٿو ڪري يا سائين؟ ساڌڪ، سائين ۽ سيما يا سنگ ساڳي شيءِ آهي ـ يا جدا جدا؟ اِنهن اَهم سوالن جو سڌو سنئون جواب ڏيڻ، سولو نه آهي، ڇو ته اَنيڪ جز آزمودو، دماغ جي دليلبازيءَ کان دوُر وڃي ٿو، ته ڪلڪ ڪلا جي قابليت کان ٻاهر پئجي ٿو. جهو ڏوُڪ ڏوُڪا ۾ آهي، سو ٻڌي ڪونه ٿو. جو پاڙ پهچي چڪو آهي، سو صاف سلي ڪري ٿو. جي جاڻن ٿا، سي ماٺ ۾ رهن ٿا. جي جاڻائين ٿا، سي اڻڄاڻ آهن. پنڊ پئجي، پاند پٽڙو پاڻهي نيو پسندو ته پيچرو ۽ پيچو ڇا آهي، پناهه ۽ پاسبان ڇا آهي، پرورش ۽ پروردگار ڇا آهي، پريم ۽ پريتم ڇا آهي؟ همت فقط اِهو چوڻ ڪافي آهي ته اِلاهي اَنيڪ، اندر جي اک کولي روُحاني راز سلي ٿو، جيتن، اَڻ جيتن ۽ اَچيتن جا اُڪارا اورانگهي، ٽريا

اُوستا ۾ آئي ٿو، سوڙهي سنسار مان لنگهائي پيهه جي ڪَر ۾ ٻهاري ٿو، اڪ اَنيڪ ۾ ۽
انيڪ اڪ ۾ ڏيکاري ٿو. انهن ٻنهي ۽ برهمانڊ ڪُڏيل مِسيل ڀاسجن ٿا.

اهو آهي اَمر پد، پرم پد، ترِيَّه پد، سهج پد، چوٿون پد، سچ کنڊ، سچ محل، سچ منڊل، نج ڌام، نج ٺانءِ، سهج غفا، اَلوت غفا، نهچل آسڻ، سک ساگر، آنند محل، وغيره وغيره. نالا ته اجها گهڻي سهسين رچجن، پر انهيءَ پد جو پُورن بيان نه ٿيندو ڪونه. صاحبن ٻُڌايو آهي ته اُتي سچا ٿال وڄن ٿا، اَنهد شبد ٻُڌجن ٿا، الاهي اشارا اچن ٿا، نُوراني نظارا ڏسجن ٿا. انهيءَ مکتيءَ جي محل ۾، سادڪ پاڻ پروڙي، آتم پڇاڻي، پراپتي پائي، سمائجي وڃي ٿو سماڌيءَ ۾، سُن ۾، سهج ۾، سچ ۾، ست چت آنند ۾. رَچي ۽ سَمائي لکيُون وهن نيون پرم آتما ۾، پرميشور ۾، پرشوتم ۾، پنهنجو پاڻ ۾. انهيءَ رُوحاني رشتيداريءَ جو راز، اَبالا اکر ڪيئن سمجهائي ۽ سلي سگهن؟ ليڪن اهو ضرور مناسب آهي، ته مکتيءَ جي پدوي اَلم ۾ اَلم آهي، جيئن ناترا جي ناوُن پوڙي آهي، داور جي دربار اندر داخلا آهي، داور، درباريءَ ۽ دربار جي هڪ ٿي درباضت آهي.

انهيءَ پد جي پراپتيءَ بعد، ڪي وڌيڪ ڏسڻ جي گهرج آهي ڪين، ڇو ته سڀ ڪجهه نظر اڳيان نروار آهي. ڪي وڌيڪ پرائڻ جي غرض آهي ڪين، ڇو ته سڀ ڪجهه حاصل ۽ سچال آهي. ڪي وڌيڪ پڙهڻ جي دڪار آهي ڪين، ڇو ته سڀ ڪجهه اڳئي پڙهي چڪو آهي. ڪي وڌيڪ ڪرڻ جي ضرُورت آهي ڪين، ڇو ته ڪارج ۽ اَڪارج ٻئي مٽي هڪ ٿي ويا آهن. ڪي وڌيڪ ملڻ جي مراد رهي آهي ڪين، ڇو ته سڀ ۾ ۽ سڀ سان ميل ٿي چڪو آهي. ڪروڙن ۾ ڪو ڪامل، اهو ڪَٺو ڪمائي، سوُرج مکيءَ جي ڦُلواڙيءَ ۾، ٽِٽُون گل ٿي ٽڙ نڪري، ۽ ڦُولواڙيءَ جي خوشبوءِ ۽ خوبصُورتي ٿو وڌائي. مکتيءَ ملئي ڪسان پوءِ، مکت جي مستڪ تي چٽڪ مُنڪ ٻَڌجي ٿو. هو سچاپل گهوڙيءَ تي سوار ٿئي ٿو. گويا گهوٽ جي برات هلي ٿي، فرشتا اڳيان فانوس کڻي هلن ٿا، بختاور بيٺا باجا وڄائين ٿا، ديو ۽ ديوتائُون گلن جي ورکا ڪن ٿا، سنت سادُو سنک وڄائين ٿا، ديوين واڌاوُن ڳائينديون هلن ٿيون، ته جيئن ناٽري جي جو جو ملائين ٿا. هڪ طرف مکتيءَ رُوپي ماتا ڏ ميندي وهاي لڳائي، ته ٻئي طرف ترشنا رُوپي ٽاپُوت ڪڍن ٿا. انهن هڪ پاسي اڏمت ايار پيو ٿئي ته ٻئي طرف ترڀت بڻجي ٿوي. ترشنا جي ترڀت لي، ليلاگه جو لڏمت بڻجي ٿو ۽ مکتيءَ جو محل اَڏجي ٿو. ترشنا جي شهادت سادڪ جي سچاوَٽ آهي.

لالن جي ليلا ته لکن کي روز نئون جنم ڏئي ٿي، پر صدين ۾ ڪو اهڙو سوُرمو ۽ سياڻو سنٽورش جنمي ٿو، نانڪ نرنڪاري نروار ٿئي ٿو، جو پنهنجو ته جنم سڦل ڪري ٿو، پر ڏيهه کي به ڏاڍائي ڏيکاري، ڏس ڏئي ٿو، ته ڏکن ۽ ڏاڪڙن جو ڏونگر کهڙو آهي،

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو. پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بِہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٿن جٿن ڄاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بِہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪالهہ جي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ڪالهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چوِ، چالاءِ ۽ ڪينئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين تا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)